A COMPREHENSIVE

# SINDHI DICTIONARY

OF CLASSICAL & CURRENT SINDHI

# VOI. IV (س – ڪ)

*COMPILED*
*UNDER THE SINDHI ADABI BOARD'S DICTIONARY PROJECT*

*DIRECTED BY*
N. A. BALOCH

-

*REVISED BY*
GHULAM MUSTAFA QASMI



SINDHI ADABI BOARD
HYDERABAD/JAM SHORO
SIND
PAKISTAN
1985

جامع

# سنڌي لغات

[ادبي توڙي عام مروج سنڌي ٻوليءَ جي]

## جلد چوٿون (س - ک)

بسعي و اهتمام سنڌي ادبي بورڊ

-

مرتبه
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

-

نظر ثاني
علامه غلام مصطفيٰ قاسمي



سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو/ حيدرآباد
پاڪستان

١٤٠٥هه

جيتوڻيڪ سنڌي لغات لکڻ جو سلسلو هڪ سو سال اڳ، ١٨ صديءَ جي وچ ڌاري شروع ٿيو، تنهن هوندي به باوجود ڪيترين ئي مخلصانه ڪوشش جي، سواءِ ڪن خاص لفظن تي مخصوص لغتن جي، سنڌي ٻوليءَ جي سنڌي لغات، جنهن ۾ مجموعي طور رائج ٻوليءَ جا مکيه لفظ ڏنل هجن ۽ معنائون پڻ سنڌيءَ ۾ لکيل هجن، هن کان اڳ لکجي شايع ٿي نه سگهي آهي. اِن ڏس ۾ هيءَ ڀرين جامع سنڌي لغات آهي، جا سنڌي ادبي بورڊ طرفان هينئر پيش ٿي رهي آهي.

هن لغات جي لفظن جو ذخيرو هيٺين سرچشمن مان گڏ ڪيو ويو آهي:

(الف) ڇپيل ڪتاب،

(ب) اهي جملي ڇپيل لغاتون، جن جو سنڌي لفظن جي معنيٰ سان واسطو آهي،

(ج) ادب ۽ لغت جي اڻڇپيل قلمي ڪتابن جو ذخيرو، ۽

(د) اڻلکيل عوامي ادب ۽ عام رائج سنڌي ٻوليءَ جا اکر ۽ زنده جاويد ذخيرا، جنهن لاءِ سڄيءَ سنڌ جي هر ضلعي جي مکيه ڀاڱن ۾ مڪاني ماڻهو مقرر ڪيا ويا، انهيءَ لاءِ ته پنهنجي ترَ جي ٻوليءَ جا الفاظ ۽ اصطلاح هٿ ڪري ڏين.

مٿئين سلسلي ۾ هيءُ خاص احتياط پڻ رکيو ويو آهي ته جيئن سنڌي ٻولي جي مڙني مکيه محاورن يعني ته لاڙ، سري، ٿر، ڪاڇي، ڪاري، ڪڇ ۽ لسٻيلي جي مخصوص ٻولين جا انوکا عام لفظ ۽ اصطلاح، هن لغات ۾ شامل ڪري سگهجن.

نج سنڌي لفظن کان سواءِ عربي ۽ فارسي لفظن جو پڻ ڪافي وڏو ذخيرو سنڌي ٻوليءَ ۾ شامل ٿي چڪو آهي، اُن کي پڻ هن لغات ۾ ڪماحقه داخل ڪيو ويو آهي، انهيءَ لاءِ ته هيءَ لغات سڀني طبقن لاءِ ڪارآمد ٿي سگهي.

مطلب ته هيءَ پنهنجي نوع جي ڀرين سنڌي لغات آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جي هڪ ججهي ذخيري کي شامل ڪيو ويو آهي ۽ هر لفظ جي عام توڙي اصطلاحي معنيٰ کي، شاهدن ۽ مثالن سان کولي ورجايو ويو آهي.

جامع

# سنڌي لغات

[ادبي توڙي عام مروج سنڌي ٻوليءَ جي]

## جلد چوٿون (س – ڪ)

بسعي و اهتمام سنڌي ادبي بورڊ

-

مرتبه

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

-

نظر ثاني

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي



سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو/حيدرآباد

سنڌ

پاڪستان

۱۴۰۵هه

چاپو پهريون]                    سال ١٩٨٥ع                    [تعداد چار هزار

[سنڌي ادبي بورڊ جا سڀ حق ۽ واسطا قائم]

قيمت: ستر روپيا

هيءُ ڪتاب مئنيجر ميان الله بچائي يوسفزئي سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ ڇاپيو، ۽ محمد حسين ترڪ، قائم مقام سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، بورڊ جي آفيس مان شايع ڪيو.



# پيش لفظ

الله تعاليٰ جلشانه جا لک لک ٿورا جو سنڌي ادبي بورڊ طرفان جامع سنڌي لغات جو چوٿون جلد شايع ٿي رهيو آهي، جنهن ۾ ”س“ کان ”ک“ تائين حرف سمايل آهن. هن جامع سنڌي لغات جو ٽيون جلد پوڻن ٽن سالن جي محنت سان پورو ڪري ۱۹۸۴ع ۾ ٿـي شايع ڪيو ويو هو ته هي چوٿون جلد وري هڪ سال اندر ئي ۱۹۸۵ع ۾ شايع ڪيو پيو وڃي.

ڪنهن به ٻولي جي لغات جو ڪم نهايت اهم هوندو آهي. تنهنڪري هي جلد اسان پنهنجي سنڌي ادبي بورڊ پريس مان نهايت خبرداري ۽ احتياط سان ڇپائيندا آيا آهيون. تنهن هوندي به هي چوٿون وڏو جلد سخت محنت ڪري هڪ سال اندر ئي ڇاپي شايع ڪيو ويو آهي.

هن جامع سنڌي لغات جي سڄي اسڪيم جو نگران اعليٰ سنڌي زبان جو ماهر محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هو، جنهن جي رهبريءَ هيٺ سڄي لغات تيار ٿي آهي. پر ٽئين جلد وانگر هن چوٿين جلد جي بنيادي متن تي به نظرثاني ڪرڻ ۽ پروفن ڏسڻ جو ڪم برک عالم ۽ ماهر لسانيات علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب، چيئرمين سنڌي ادبي بورڊ، جن سرانجام ڏنو آهي. اهوئي سبب آهي جو ٽئين جلد وانگر هن چوٿين جلد تي به محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان صاحب ۽ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن جا اسمائي گرامي ڏنا ويا آهن.

قوي اميد آهي ته انشاءالله تعاليٰ هن جامع سنڌي لغات جو پنجون جلد (جيڪو آخري جلد هوندو) سو به جيترو جلد ٿي سگهيو اوترو جلد مهربان پڙهندڙن جي سامهون پيش ڪنداسين.

محمد حسين ٽَرڪ
قائم مقام سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو
۱۴- اپريل ۱۹۸۵ع

جامع

# سنڌي لغات

[ادبي توڙي عام مروج سنڌي ٻوليءَ جي]

## جلد چوٿون (س ـ ڪ)

بسعي و اهتمام سنڌي ادبي بورڊ

-

مرتبه

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

-

نظر ثاني

علامه غلام مصطفيٰ قاسمي



سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو/حيدرآباد

سنڌ

پاڪستان

١٤٠٥هه

# س

**س:** سنڌي الف ب جو ائاويهون اکر- عربيءَ جو ٻارهون. فارسيءَ جو پندرهون اکر- (آچار سِيِنُ)- علم نجوم ۾ سج لاءِ ڪم ايندڙ. ابجد موجب عدد ٦٠.

● س: [سن. سِيَہ = هنجو] ضمير غائب واحدَ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندڙ ۽ مالڪي جي معنيٰ ڏيکاريندڙ. ٻجاڙي "سَنيدَسِ = هنجو= ٻُٽسِ = هُنجو= ٻُٽُ. ٻاڻسِ = هُنجو= ٻاءُ".

● سُ: [سن. سُو= اتم] چڱائيءَ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندڙ "اڳياڙي". اتم- اعليٰ- سُٺو- عمدو. سهڻو. جيئن "سُتڙ= چڱو تڙ، سُاچڻو= چڱن لڇڻن وارو وغيره". اچو. ايڪ. لهايت- ٻي انت. (سنسڪرت ۾ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي عبادت، پروسي، اجازت، مشڪل، ترقي، سهوايت، خوبي، سهڻائي، خوبصورتي، ايڪي، ڀلائي ۽ ڪنهن هند زيادتي ۽ گهڻائي جي معنيٰ ڏيکاريندڙ. جيئن "سُڦل = چڱي ڦل وارو. سُباس= خوشبوءِ وارو وغيره.")

● سَا: ظرف. (ف). ڪهڙو. وانگر. اڪثر لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ اچي مشابهت ڏيکاريندڙ اکر. جيئن: "آيسا = هن جهڙو، سُرمہ سا = سرمہ واريون وغيره" (ث). گرامر ۾ ضمير جواب موصول- آها- آهائي- ساڳي.

"ڇا لَڪَنِ لوساڻي، سا سِيج چڙهندي مسئي" (شاهہ).

(ذ. صفت). ڪُٽپ جو هڪ انگ- هڪ سَو.

● سَابِ: ظرف. (سن. ساقَلْيَہ = ڪامياي) پورو- سڦل- سجايو- پرصواب- قبول- حاصل. ڪارگر- مجرّب. مؤثر- اثرائتو- ڪارائتو. سچو. حقيقي. دَستيابُ. وصولُ ٿيل- آڀايل- ونيل.

- سَابِ ٿيَڻُ: سجايو ٿيڻ- فائدي وارو ٿيڻ- قبول پوڻ- وڻڻ- پسند پوڻ.

● سَابرُ ۽ سَابرَ: ذ. جانور جو هڪ قسم- سالبر- سامبر (هہ. سانبر).

● سَابر سَنڱِي: ث. هڪ پسارڪو وکر.

● سابِقُ: [ع. سَبَقَ = هو اڳيان ويو، هن ڪَسَرَ يا گوءِ کٽي، هن شَهہَ ڏلي] اڳيون- اڳوڻو- جهونو- گذريل- آڳاٽو- پراڻو- اڳوڻڪو- اصلوڪو- اصلي- پهريون- اوّلُ.

- سابِقاً: ظرف. اڳئين وقت ۾- هن کان اڳ- اڳي- پهريائين.

- سابِقَ دَسْتُورُ: ظرف. اڳئين وانگر- قديم دستور موجب.

- سابِقُ آلذِڪْرِ: ذ. اڳ بيان ڪيل.

● سابِقِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو- سابڪي.

● سابِڪِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو- سابِقِيُ.

● سابُو چانُوَرَ ؛ ذ. [ملايو ساڳو. مر. سابو] ڪجيءَ جي وڻ جي ڳِپَ مان ٺاهيل چانور- سابُو دائا- ساڳو چانور.

● سابو دائا؛ ذ. سابو چانور- سيڳو چانور- ساڳو چانور.

● سابيانُ ؛ ظرف. چاٽي واٽي- دِيدَه دانِستَه- ظاهر ظهور- ڪليو ڪلايو. سچ پچ- ساپيانُ.

● ساپا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ساپانڪهيُ ﻉ ساپانڪهيُونُ (ل)؛ ث. آٽَ ڪي پِڊڻ جو ڳانو- سَهِينڊُ.

● ساپِڪو ﻉ ساپَڪا (ث)؛ ذ. (آواز)- چهبڪ جي ڏَڪَ جو آواز- شَپِڪو.

● ساپهِري ﻉ ساپهِرِيُونُ (ث): ث. زال- عورت.

● ساپ؛ ظرف. ساب.

- ساپ ٿيَڻُ؛ ساب ٿيڻ.

● ساپاٽِيُ ﻉ ساپاٽِيُونُ (ڪس)؛ ث. اجر جو وقت. پرهه ڦٽي- پاڪس- صبح.

● ساپيانُ ﻉ ساپِيَنُ؛ صفت. تصديق ڪيل- ثابت ڪيل- چڪاسيل- پڪو پَڪَ- بحال ڪيل- سچو- برحق- راست. پورو- ٺيڪُ- صحيح- درست- سچ- رَءِ- کرو- چوکو- حقي- صادق- سڻئون سڌو. حلالي. خالص- لچ- شڌ. (ظرف). ظاهر ظهور- ڪليو ڪلايو- ڏٺو و ٺٺو- پڌري پٽ.

● ساتار؛ ث. وَلِ جو هڪ قسم (وڻ تي چڙهندڙ، مٽي جي وڻن مثل ساوا سنهڙا پن، پاڙ ڳجرن جهڙي، جنهن جي ڪل مان رسا وٽجن).

● ساتاڙو ﻉ ساتاڙا؛ ذ. شاديءَ بعد ٽن يا ستن ڏينهن ڪاڻپوءِ گهوٽ ڪنوار جو موٽي ڪنواريتن ۾ اچڻ جي هڪ رسم- ستاواڙو- ستاڙو.

● ساتانُو ﻉ ساتانا؛ ذ. [سن. سپتن=ست+آنُ] هڪ هندڪي رسم- ساونڻ مهيني جي ٻارهين تاريخ کنهن ٿانءَ ۾ ستن قسمن جو اناج ڳڌ ٻو ڪڻ ۽ وري ٻئي مهيني جي ٻهرين تاريخ درياهه ۾ اڇلائڻ جو ڪم.

● ساتاهو ﻉ ساتاها؛ ذ. ستن مهنن جو حمل.

● ساتائُو ﻉ ساتائُو؛ ذ. آتر قطب وارو واءُ. (ڪ) سَٿائُو واءُ.

● ساتو ﻉ ساتا (ڪ)؛ ذ. ستن ڏينهن تائين ماني نه کائڻ جو مدو. بک- لنگهڻ. ورت- روزو. بُک هڙتال.

- ساتو ڪرَڻُ؛ سَت ڏينهن ماني نه کائڻ- بک هڙتال ڪرڻ.

● ساتيڙو ﻉ ساتيڙا (ٿ)؛ ذ. ستن مهينن جواوهه.

- ساتيڙا ڏَکڻ تي اچَڻُ؛ مُنجهيُ پوَڻُ.

● ساٿُ ﻉ ساٿ: ذ. [سن. سَهِت- سارٿ=ساٿ] الن جي قطار- قافلو- ساڳو- سگر- سوداگريءَ جو مالُ يا لَڏو. جماعت- انجمن- سوسائٽي- سنگت- ياري- جوڳ- جوڙ- ڳنڍ- اتفاق- ميلاپ- ايڪو- رفاقت- سنگت- شرڪت. لڪاڄُ. ڀاسو- ماڻ- گڏ- همراه- صحبت- سان- وٽ. ٻيني ڪوٽ- جُبو- وڏو چولو.

- ساٿُ پَرَڻُ؛ سمر ڪڻ- سوداگريءَ جو سامان ڪڻ (ٻيڙيءَ يا قافلي ۾).

- ساٿُ ٽُٽَڻُ؛ سنگت ٽٽڻ- وڇڙڻ- جدا ٿيڻ- گڏ نه رهڻ.

- ساٿُ ڏِيَڻُ؛ مصيبت ۾ مددگار ٿيڻ- همراه ٿيڻ- مدد ڪرڻ- رفاقت ڪرڻ.

- ساٿُرُ ﻉ ساٿرَ؛ ذ. ساٿ وارو سنگتي- آڌارُ.

- ساٿُ رَهَڻُ؛ گڏ رهڻ- همراهه رهڻ- سنگ ۾ رهڻ.

- ساٿوڙِيُ ﻉ ساٿوڙِيُ: ذ. صفت. ساٿ وارو. ساٿ ڪري واپار وغيره لاءِ ويندڙ- قافلي وارو. واپاري.

- ساٿُ هَجَڻُ؛ گڏ هجڻ- همراهه هجڻ- شريڪ هجڻ.

● ساٿَ ﻉ ساٿُونُ؛ ث. [ع. ساعت= گهڙي] گهڙي- پلڪ- پلُ- گهڙي- لحظو- تمام ٿورو وقت- ساعت.

● ساٿاري ﻉ ساٿاري: صفت. [سن. سارٿ= ساٿ] ڪچهري- چوياري- سنگت. مجلس- جماعت-

سڀا – سماج – منڊلي – پنگت – انجمن – ميڙ – ٽولي – گروهه.

● ساتر ع ساترون: ث. [ع. صعتر] ٻارکي وکر جو هڪ قسم – دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي جو نالو. (ٻه قسم ١ – جبلي ٢ – ٻري). دوا – علاج – دارون – سُٽي.

● ساتِري ع ساتِريُن (ڪ): ث. صفت. ماڻهوءَ کان ٿاهه نه کائيندڙ ٻڪري.

● ساتَ گَرمُ: ذ. هڪ مرض جو نالو – اونهاري جو زڪام.

● ساتڻُ: مصدر. گڏ رهڻ – گهارڻ.

● ساٿو ع ساٿا: ذ. سمر – آذرقو – آجڪو. توشو. مرهم.

● ساٿِيُ ع ساٿِيُ: ذ. صفت. [س. سارٿي = پيڙو]. ساٿ ڏيندڙ – سنگتي – دوست – همراه – يار – ڳانڍڙ – جليس – محبت رکندڙ. شامل – شريڪ – پيڙو – ٻيلي – مدد گار – پرجهلو – رفيق.

● ساتَ ع ساتون (ڪ – ل – ت): ث. گيهه – ماکَ – آلاڻ – ماتَ.

– ساتيجڻُ: مصدر. ماکَ ۾ پسڻ – ماڪجڻ – پچڻ – آساتجڻ – پسڻ – آلو ٿيڻ.

● ساتُ ع ساتَ (ل): ذ. سوڻ – ساٿ:

”سهاڳيُون ساٿ ڪري، هون پرڻايو“

(مهيري).

– ساتُ سوڻُ ع ساتَ سوڻَ: ذ. ساٿ سوڻُ.

● ساٽارڻُ (ڪ): مصدر. ٽڪُ ڏيڻ – آرام ڪرڻ. آهستہ آهستہ هلڻ چلڻ. ساٽائڻ.

● ساٽاڙو (ٿ): ذ. واهو. واهو ٻارڻ.

● ساٽاٽڻُ: مصدر. آهستي آهستي هلڻ – چُرڻ – ٽُرڻ. پورهئي کان پوءِ ٿوري دير آرام ڪرڻ. فرحت ڪرڻ – وِسرام وٺڻ. سکر ٿيڻ – بيماريءَ مان اٿڻ.

● ساٽاڻو ع ساٽاڻا (ت): ذ. بيماريءَ جي ستَ – موتن جو وارُ (ڪنهن وچڙندڙ بيماريءَ سبب).

– ساٽائي وَچڻُ: ذ ڪُ جهلي وڃڻ – سهي وڃڻ.

● ساٿِڙيو ع ساٿِڙيا: ذ. صفت. راند ۾ وارو هلائيندڙ – پرجهلو – حمايتي – رفيق – همصلاح.

– ساٿِڙيو ڳاڏڙيو ع ساٿِڙيا ڳاڏڙيا: ذ. هڪ ٻئي جو پرجهلو – رفيق – همراه – حمايتي – ساٿي. هم صلاحو – ها ۾ ها ملائيندڙ. دلال – وچ وارو – ڏوتو – ٻچاڙو – وِچ ڪٽائو.

– ساٿِڙيو ڳازڙيو ع ساٿِڙيا ڳازڙيا: ذ. صفت. ساٿڙيو ڳاڏڙيو. (شڪارتان ورتل اصطلاح، هڪڙا اڳيان سٽيندا هلن، ٻيا گز ڪمان کنيو هلن، تتر يا پکي اڏامو نہ آهي تہ سٽيو نہ آهي. (بلبل)).

– ساٿِڙيو ڳازڙيو ٿيڻ: هم صلاح ٿيڻ – گهٽ وڌ ۾ مدد ڪرڻ – ها ۾ ها ملائڻ.

● ساٿِڪي ع ساٿِڪيُون: ث. ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو – سڙهه کي ٻڌل لوڙيءَ جو ٽڪر.

● ساٽڻُ: مصدر. گذارڻ – گهارڻ – لباهڻ – وِهائڻ. لنگهڻ – صرف ڪرڻ – کپائڻ. ڪم آڻڻ. نبيرڻ. پورو ڪرڻ (وقت).

● ساٽو ع ساٽا: ذ. [س. ساهتيم > ستَ = ستا ستا] عيوض – بدلو – بدو – بدر. وارڦير – اٿل پٿل – ستا ستا – وارو وٽي – ڏي وٺ – بدل سدل. وڏو واپار – سودو – سٿو – ٺيڪو – مقاطعو. هوڏ – ٻول – شرط – شرطي معاملو. جيئن:

”ساٽو سوره سر جو، رکي ٻين ٻر“

(محمد ڪٽياڻ).

ٽڪَ – ٽل – انڪل. منائيءَ جو هڪ قسم. جليبن يا مالپوڙن ٺاهڻ لاءِ ڳوهيل اٽو. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم (ٻاري جي ڪشتي ٺاهڻ ۾ ڪم ايندڙ). چوپائي مال جي بيماريءَ جو هڪ قسم. ساٽو (ساٽرو). ڪنهن وڻ يا ڏاسَ وغيره کي سڻ جو لڪڻ – لٺ – ٻالنو – ڏُڪ – چيڙي – چهو – ڇهڪ – چمڪ. لٽي هڻڻ کان پوءِ ٻچيل ٻج کي زمين ۾ داخل ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ ڇهبڪ (ت). ڏولڪو – ڏڪرُ – ڏنڊو – ڏڪو (راند ڪرڻ جو). ڏاس، ميلس يا ٻير جي

ڏلگرن سٽڻ جي حالت (ت ـ ل). زيور جو هڪ قسم ـ پيرن ۾ پائڻ جو زيور ـ پازيب.
ـ ساڻا هڻڻُ (ساڻرا هڻڻ) (ت): پاڻ ۾ سڙي ويل پاڻ جي رڳ کي مدو ڪرڻ.
ـ ساڻو ڏيڻُ (ت): پڪين ڪان پڄ لڳائڻ.
ـ ساڻو ڪرڻُ (ساڻيرو ڪرڻُ) (ت): شڪار لاءِ تترن کي جهنگ مان آڻڻ. (شڪار جو محاورو).
● ساڻورَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر حيدرآباد، لاڙڪاڻي ۽ اتر سرحد سنڌ ۾).
● ساڻوڙو: ذ. ٽڙڪ ٽڙڪ. (پيلا). ٽر ۾ ول جو هڪ قسم (گول پن؛ زمين تي پکڙندڙ؛ خاص طرح اٺ کائيس) سيڻيي.
● ساڻوڪُ ۽ ساڻوڪَ (ڪ): ذ. صفت. مار کائڻ کان پوءِ به ڪم نه ڪندڙ ـ نيٺر ـ ضدي.
● ساڻوڪڙُ ۽ ساڻوڪڙَ (ت): ذ. صفت. ٿلهو ـ متارو ـ تندرست.
● ساڻيُ ۽ ساڻيُ: ذ. صفت. مڃي وڪڻندڙ. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو ـ صبح پوٽا. (ث. ساڻياڻيُ ۽ ساڻياڻيون).
● ساڻيوُ ۽ ساڻيا (ٿ): ذ. ساڻي.
● ساڻيڪو ۽ ساڻيڪا: ذ. ڪوهه ـ چاهه.
"جين ساڻيڪا سنجيا؛ سي ڏٺي ڪيڙٿي ڪانهن"
(شاهه)
(ٿ). ذ. پيانُ ـ پيانو ـ پيلانگو ـ پسانگو (ل).
● ساٿُ ۽ ساٿَ: ذ. سهٹو مهورت. سوڻ ـ سڳڻ ـ سڳڻ ـ شگون ـ ساٿ. (شاديءَ ۾) سينگار جي هڪ رسم. حيلو ـ تجويز ـ اٽڪل. پاراٿي بيماريءَ ۾ ورتل پار کي ڪيل مالش يا سوڻُ.
ـ ساٿُ سڳڻُ ۽ ساٿَ سڳڻَ: ذ. شاديءَ جي موقعي يا ٻئي ڪنهن خوشيءَ جي موقعي تي مقرر ڪيل رسم ـ ساٿ سوڻ.
ـ ساٿُ سوڻُ ۽ ساٿَ سوڻَ: ذ. ساٿُ سڳڻُ.
ـ ساٿُ ڪرڻُ: شاديءَ جي موقعي يا ٻئي ڪنهن خوشيءَ جي موقعي تي مقرر ڪيل رسمن کي عمل ۾ آڻڻ ـ سوڻ ڪرڻ ـ سڳڻ ڪرڻ. ڪاڪڙي جي خرابيءَ کي هٽ هڻڻ. مالش ڪرڻ.

● ساٿڻُ: مصدر. سڳڻ ساٿ ڪرڻ ـ ساٿڻ. روءِ مقابل ٿيڻ ـ وِ هائڻ ـ سهڻ ـ برداشت ڪرڻ ـ لوڙڻ ـ پوڳڻ. ٽڪا ڏڻ.
ـ ساٿِرائڻُ (ت): مصدر. ٽڪا ڏيارڻ ـ ٽڪائڻ.
ـ ساٿو ۽ ساٿ (ت: د. ٽڪا ڏيندڙ ـ ويڪسينيٽر.
● ساٿيُ ۽ ساٿيُ: صفت. سٿي يا بار وارو ـ باربرداري وارو ـ باري ـ لاڏو (اٺُ).
"سڄڻ ساٿي اٺ جيئن؛ مڃي ماس ڪن؛ توڙي وسُ چرن؛ ته به رت نه رتيءَ جيترو"
(گرهوڙي).
● ساٿيڪو ۽ ساٿيڪا: صفت. [سن سَشٽ = سٺ] اٽڪل سٺ ـ اندازا سٺ ـ سٺ ڪن. ٽر ۾ ڪوهن جو هڪ قسم؛ سٺ پرِهَ آونها. ڪوهه ـ ساٿيڪو.
ـ ساٿيڪا سنجڻُ: ساٿيڪي ڪوهه مان پاڻيءَ جا پوڪا پري ڪيڻ.
● ساپارُ ۽ ساپارَ (ت): ذ. پوسل واريءَ جاءِ تي وڻن جي پاڙن مان ليندڙ هڪ قسم جو جيت ـ ساپو.
● ساپُرسُ ۽ ساپُرسَ: ذ. صفت. [سن. سا = چڱو + پُرش = مرد] سٺو ماڻهو. چڱو ماڻهو ـ نيڪ مرد ـ ست پُرش ـ ساڌو (سامي) وَرُ ـ مڙس ـ پتار ـ ڪانڌ (مهيري). داناءُ ـ نيڪ ـ سياڻو ـ ڏاهو ـ سمجهو. ساپُرش.
ـ ساپُرشُ ۽ ساپُرشَ: ذ. صفت. ساپُرسُ.
● ساپوُ ۽ ساپا: ذ. (هه). پاڻيءَ ۽ گپ ۾ رهندڙ ڪيٺن جو هڪ قسم ـ ڪيچوئو ـ سانپو. (سياري جي اوائل ۾ وڻن جي پاڙن مان پوسل ۾ ليندڙ دوائن ۾ ڪم ايندڙ). ساپارُ.
● ساجُ ۽ ساجَ: ذ. [ف. ساز = سامانُ. سن. سَج = سينگار] سامان ـ ٽپڙ ـ اسبابُ.
"سج سيو ٺسي صحي سنواري"
(شاهه).
ساز. ٺاهه ٺوهه ـ سڳڻ ـ ساٿ ـ ساٿ. پيڙيءَ جو سامان ۽ وسلا؛ جهڙوڪ: ڪوها؛ اولا؛ ونجهه وغيره. (سر سريراڳ ـ گر). اٺ جي سينگار جا ٽپڙ (ث). [سن. شاڪهه] ساڳ جي ڪاني.

● ساجِدُ ۽ ساجِدَ: ذ. صفت. [ع. سَجَدَ = هو نَمِيو] ڪريل - ڍٺل - ليٽيل - نِميل - نمندڙ. سجدو ڪندڙ.

● ساجِدِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (بلوچ قوم جو هڪ قبيلو).

● ساجَنُ ۽ ساجَنَ: ذ. [سن. سُهِرَ جَنَ = پنهنجو ماڻهو] عاشق - پرين - سُپرين - مُحب - دل گهريو - پيارو - پيار ڪندڙ - پريتم - معشوق - من موهن - دلبر - جاني - محبوب - ڍولڻ - دلدار. سڄڻ - دوست - يار. خاوند - مڙس - ڪانڌ - ڀتار. سائين - مالڪ. خداوند - پروردگار - صاحب - ڪرتار.

● ساجنّاهِ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ساجَنَ واهُ: اسم خاص. تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ساجُ ۽ ساجَ: ذ. [سن. سَجّ = سينگارڻ] گهوڙي يا اٺ جو سنج - ساجُ. رَڇُ - اوزار. سَجهُ - وَجهه - وارو. پيڙيءَ جا هٿيان ۽ پاسا - ساڙ (ڪ).

"متو واهڻ ڪن ڪري؛ سبو انين ساج"
(شاهه ڪريم).

سچو - سَنئون - درست. چڱو - سنو (هه. ساجُ).

● ساچَنُ ۽ ساچَنَ: ذ. (هه). سڄڻ - دوست.

● ساچو ۽ ساچا: ذ. صفت. [سن. (١) ساڌ = چڱو (٢) سن. سَج = تيار ڪرڻ] سنئون - سڌو - ساڄي پاسي وارو - سُبتو - سچو - جيٽو پاسو. سَرند - آسودو - سٽابو - سڌر - سکيو - سچي مانيءَ وارو - شاهوڪار - دولتمند - ونهيون - پاڪيو - سائو - ڌَناتُ - پليار - آباد - مالامال. ڍؤ ڪيل - پورو ڪيل - ماني ڪاڌل. تندرست - نوانو - سچر (مهرب). تيار - سبريل - هوشيار. سهنجو - سوکو - متارو - موچارو - تلهو. قابو - پختو (سر سريراڳ - گر) (ناڪئن جو اصطلاح ۾) سڏائو واهُ.

= ساچائِيُ ۽ ساچائِيُون: ث. دنيا داري - تونگري - شاهوڪاري - ڌاواني. چڱائي - چاڪائي - تندرستي.

= ساچِتڙُ ۽ ساچِتڙَ: ذ. صفت. ساڄي هٿ سان ڪم ايندڙ. (ضد. کاٻِتڙُ ۽ کاٻِتڙَ).

= سـ چو تِيڻُ: شاهوڪار ٿيڻ - سکيو ٿيڻ - آسودو ٿيڻ. تندرست ٿيڻ.

= ساچو ڏِکڻُ: ذ. سَر ڏکڻ (واءُ). (منجهند کان سج لٿي).

= ساچو واءُ: ذ. درياءَ جي وهڪري کي سامهون واءُ (ڏکڻ اوپر جي سيڌ ۾ سامهون لڳندڙ واءُ).

= ساچِي پانهَنُ هُئَنُ: مددگار هئڻ - صلاحو هئڻ - وڏيڪ ويساهه وارو هئڻ.

● ساچِيُ ۽ ساچِيُون: ظرف. چڱيءَ طرح - چڱيان - پليءَ پت - خوب - نيڪ طرح - درستيءَ سان. پوري پوري - خاص طرح. (ث). آسودائي - سرندائي - شاهوڪاري - سُک - ڌنواني. وَجهُ - وقت - وارَ - ولُ - اوسَرُ - سَجهُ - ٽيڻُ - موقعو - سَنو - سانگو - ڏَتُ.

= ساچِي لَڳَنُ: (فائدي وارو) وَجهه ملڻ - موقعو ملڻ - جهٽ لڳڻ - سَنو ٿيڻ - وارو اچڻ - سَجهه ملڻ.

● ساجُهه ۽ ساجَهه: ذ. وَجهه - وارو - سهج - سهنج - ٽيڻُ - موقعو - سنو.

● ساجهُرِ: ظرف. سويل - سوير - سويرو - سويلو. آڳاٽو. جلدي - سِگهو - تڪڙو - بنا دير - جهٽ پٽ. صبح جي وقت.

= ساجهُر سَنجهو هڪُ ڪَرَڻُ (ت): گهڻو ڪم ڪرڻ - وڏي تڪليف وٺڻ.

● ساچارو ۽ ساچارا: ذ. صفت. [سن. سَت جچا = ست = چڱو + جڇا = ڄاڻ] سُڃاڻپ وارو - سڃاڻو - سُڃاڻندڙ. ڄاڻو - سڃاڻو - واقف ڪار - مُهاڪڙو - سَهِيُ - ملاقاتي - ملڻو. دوست - يار - سنگتي - ساٿي - سڄڻ - گهڻگهرو - حبيب - رفيق. ث. ساچارِيُ ۽ ساچارِيُون):

"ائين چوندي ڪير ته آءٌ ساچاريُ سڄڻين".

● ساچاڻِ ۽ ساچاڻِيُون (ت): ث. ساڃاڻ - رڌ پچاءُ.

● ساچاھَہ ۽ ساچاھُون: ث. [سن. سَتَنُجِچا = ست=چگو+جُنچا=ڄاڻ] ساچَھ- ساڃاھ- سمجھ. حَيَاءُ- لَڄَ- شرم- ڦِڪائي- مرم. هوش- پرک- حوصلو- حواس- اوسان- راءِ- خيال. پاءُ- ارث- معنيٰ- مطلب. لحاظ- پاسداري. خدا شناسي- معرفت- سڃاڻپ- واقفيت- ساڃاءِ- ادب.

● ساڃاءِ ۽ ساڃاڻون: ث. [سن. سَتَنُجُنا = سمجھ] سڃاڻپ- ڏيٺ- واقفيت. سُدَ- سماءُ. معرفت- خدا شناسي.

- ساڃاڻُو ۽ ساڃاڻُو: ذ. صفت. ساڃَھ وارو- سمجھ وارو- ڏاهو.

- ساڃڻُ ۽ ساڃڻُون: ث. رڌ پچاءَ جو ڪَمُ- ساهوڻ (ت).

- ساڃيڻُو ۽ ساڃيڻا: ذ. رڌ پچاءَ جي جاءِ- رنڌڻو- پورچيخالو- رسوئي گهر.

● ساڃَهَہ ۽ ساڃَهُون: ث. [سن. سَتَنُجِچا = سمجھ] سمجھ- ڄاڻ- عقل. شناخت- واقفيت- پروڙ- پڇاڻ. امتياز- ساڃاھ. وَسُ- اختيار- مرضي. ڏاهپ- اڳ ڇيتي- دور انديشي. حَيَاءُ- شرم- لڄ- مرم- ڦِڪائي. ادب- لحاظ- مروت- لوڙت.

- ساڃَهہُ مانُ اِڪُرَڻُ: بي حيا ٿيڻ- بي شرم ٿيڻ- بي غيرت ٿيڻ- هوش و حواس ڪان لڪرڻ.

● ساڃيهڻِ ۽ ساڃيهڻيُون (ت): ث. رڌ پچاءُ جو ڪم- ساڃاڻ- سانجڻ- سانُجيوڻُ (ت).

- ساڃيهيڻُو ۽ ساڃيهيڻا: ذ. رڌ پچاءُ جي ڪم جو هنڌ- رنڌڻو- رسوئي گهر- ساڃيڻو.

● ساچِيءُ ۽ ساچِيُون: ث. سچي- سَچ واري- کري- راست:

"ساچيءُ ٿيان سينگاري، رنمل هات ڪري" (شاھ)

- ساچيي ٿيينَ: سچي ٿيڻ.

● ساحتُ: ذ. ث. (ع) اڱڻ- آڳُور- آڳنڊ.

● ساحرُ ۽ ساحرَ: ذ. صفت. [ع. سَحَرَ = هن جادو ڪيو] سحر ڪندڙ- جادو ڪندڙ- جادوگر- فسون ساز. [ث. ساحِرَهُ]

- ساحِري ۽ ساحِريُون: ث. جادوگري- جادو- فسون سازي.

● ساحِلُ ۽ ساحِلَ: ذ. [ع] درياءُ يا سمنڊ جو ڪنارو- ڪپ- ڪنڌي- پر- پاسو- ڪنٺو.

● ساخَتَ ۽ ساخَتُون: ث. (ف) بناوت- ناهپ- گهڙت- گهاڙ- گهاڙيتو- اڏاوت. بيهڪ- ترڪيب.

- ساخَتَہ: صفت. بنايل- گهڙيل- ناهيل. مصنوعي- ڪوڙو- نقلي. جيئن "خود ساخته وغيره".

● ساد: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر لاڙڪاڻه ۾).

● سادات ۽ سادات: ذ. [ع. ساد = هو سردار ٿيو] سَيّد جو جمع- خاتون جنت فاطمه رضي الله عنها جو اولادُ- شهزادو- سردار. سيّد قوم.

● سادِ ڪُوفيي: دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جي گاهه جي پاڙ- ڪَلِ گاهه جي پاڙ- ناگر موٿ جي پاڙ.

● سادِنُج: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ پٿر جو هڪ قسم.

● سادو ۽ سادا: ذ. صفت. [ف. سادَه = سادو] هلڪو- ڪمتر- گهٽ- آچو نہ- گهٽ قيمت وارو- حقير. وچولو- پورو نہ- درميانو. اڻ سينگاريل- پسو- پتو- پوڪو- سکٺو. رُکو (ڪاڏو). صاف دِلُ- سنئون سِڌو- صاف- چٽو- پڌرو. آسان- سولو- سليس- سهنجو. سَرل- سچو- سِرُچَلُ. ڇڙو- مفرد- اڪيلو- نِرو- ڪورو- غير مرڪب- خالص- شُدُ. وسوڙيل- ڀالو ڀولو- ڀورڙو- ڇَٽُ- آناڙي- بي ڏوهو- نيهڪيَتُ.

- سادائِ ۽ سادائُون: ث. سادگي- سادائي.

- سادائِيُ ۽ سادائِيُون: ث. سادگي- صفائي- سُٺائي. هلڪائي- ڀورڙائي- بيوقوفي. اَڇائي.

- سادِ گِيُ ۽ سادِ گِيُون: ث. صفائي- سٺائي- اڇائي- ڀورڙائي- وسواڙي. صاف دلي- سچائي.

- سادو سُودو ۽ سادا سُودا: ذ. صفت. هلڪو سلڪو- ڀورو ڀنو- وچولو- موافق- گهٽ قيمت وارو.

- سادو قَوَلُ: ذ. صفت. اڇو - اُجرو - صاف - سفيد.
- سادو وياجُ: ذ. رياضي جي علم ۾ وياج جي حسابن جو هڪ قسم - ليرو وِياجُ.
- سادِي ۽ سادِيُون: ث. سادو جو مؤنث. نادانيءَ جهڙي - چَنَڪِيُ.
- سادِي بورِي: ذ. راند جو هڪ قسم (درجو پيو قديم).
- سادِي صُورَت: ث. علم رياضي موجب اُٺور جي حسابن جو هڪ نمونو (جنهن ۾ ڇيد يا انس کي هڪ جهڙائي ۾ آڻي، پوءِ انگن ۾ ننڍ وڏائي جي تميز ڪرائي سگهجي).
- سادَهُ: صفت. (ف) سادو.
- سادَهُ دِلُ: ذ. صفت. [ف. ساده+دل] صاف دِل - ايماندار - ڀالو ڀولو.
- سادَهُ دِلِي ۽ سادَهُ دِلِيُون: ث. صاف دِلِيُ - بي رِيائي. بي وقوفي.
- سادَهُ رو ۽ سادَهُ رو: ذ. صفت. [ف. ساده+ رُو=مُنهُن] صَفا منهن وارو - نيڪ طبيعت.
- سادَهُ طَوُرَ: ظرف. [ف. ساده+طور=نمونو] ناهه ڏوهه ڪانسواءِ - سادِي نموني.
- سادَهُ لَوُح: ذ. صفت. [ف. ساده+ لوح= ڦرهي (طبيعت)] ڀالو ڀولو. بي وقوف - نادانُ.
- سادَهُ لوحِيُ: ث. ڀالائي - ڀولائي. بيوقوفي - ناداني.
- سادَهُ مِزاجُ ۽ سادَهُ مِزاجَ: ذ. صفت. [ف. ساده + ع. مزاج=طبيعت] صاف مزاج - سادي طبيعت وارو.
- سادَهُ مِزاجِيُ: ث. صاف دِلِيُ - بي ريائي - بي تڪلفي - سادِ گي.
- سادَهُ وَضُعُ: ظرف. [ف. ساده + ع. وضع= طريقو] سادَه طور.
- ساڌَ ۽ ساڌَ: ذ. صفت. [سن. ساڌُ=ڌرمي ماڻهو] ڌرمي ماڻهو - ڌارمڪ - فقير - ساڌو. ڀڳت - پوڄاري - عابد. مُتَقِيُ - پرهيزگار - ليڪ. مهاتما - سَنت - جوڳي - درويش - ڌرمشٽ - سنياسي - راهب - ديندارُ - خدا تَرَسُ - ديناٽيتو. پَوِتَرُ - پاڪُ - مقدس - ڌرماتما - نمازي - عارف. چڱو مڙس - اشراف. سَڪَرُ.
- ساڌائُو ۽ ساڌائا: ذ. صفت. فقيرائو - دَرويشائو.
- ساڌ پَڌِرِيُ: ث. صوفين يا ساڌَنُ جي ساهه پڌ جي هڪ جاءِ.
- ساڌ پَڌرِي: ث. سُنّي سمجهه. مَتَ جو مذهب جي طرف لاڙو.
- ساڌ پائِيُ ۽ ساڌ پائِيُونُ: ث. فقير پائي - درويشي.
- ساڌ پادَ ٿِيَڻُ: آجو آجورو ٿيڻ. آجو پاجو ٿيڻ. بي ڏوهي ٿيڻ.
- ساڌ پڻُو ۽ ساڌ پڻا: ذ. ساڌ پِيُ - دَرويشِيُ. ساڌن جي خاصيت - ساڌَن جو ڪم. پاڪائي - ديندارِيُ - خدا ترسي.
- ساڌُ پَوَڻُ: پُڄِجِيُ وَڃِڻُ (ڪ): ويڙَ جو صَفا لهي وڃڻ. ڀائِيُ سُڪِيُ وَڃَڻ.
- ساڌُڪو ۽ ساڌُڪا: ذ. صفت. ساڌن جو.
- ساڌِڻِي ۽ ساڌِڻِيُونُ: ث. ساڌُو جو مؤنث.
- ساڌارَڻُ ساڌارڻَ: ذ. صفت. [سَنُ. ساڌارَڻُ] عام - رواجي - هالو چالو - هلندڙ - عام جام - مَعمُولِيُ - سادو - هلڪو - ٻورو پڻو. (ظرف). روز مَره - هميشه - روزانو - روز بروز - وچولو - وچڙرو.
- ساڌارَڻُ: مصدر. سنوت ۾ آڻڻ - هڪجهڙائي ڪرڻ - سڌو ڪرڻ. سڌارڻ. پڪيڙڻ (پاڻ پنجهو وغيره).
- ساڌانُ ۽ ساڌانَ: ذ. [سن. ساوڌان=خبردار] سَچو آحوالُ - نتيجو.
- ساڌَنُ ٿِيَڻُ (ف): ڪپي وڃڻ - انتها ٿيڻ.
- ساڌانِ ۽ ساڌائُونُ: ث. صاف دِلِي - پڌر. پڌرو - چوگان.
- ساڌائِيُ ۽ ساڌائِيُونُ: ث. ساڌانِ.
- ساڌَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ساڌَرَ ۽ ساڌ رونَ (ت): ث. همت. مدد.
- ساڌَرَ ڪَرَڻُ: همت ڏِيارَڻُ. مدد ڪرڻ.

▬ ساڏَڪُ ﻉ ساڏَڪَ: ذ. صفت. [سن. ساڏَ= پورو ڪرڻ] ڪاميابيءَ جو - ڪامياب آڻيندڙ.

● ساڏنُ ﻉ ساڏَنَ: ذ. [سن. ساڏَن= ] وسيلو - ذريعو. رستو - واهه. سامان.

● ساڏِنا ﻉ ساڏِنائُن: ث. [سن. ساڏِنا < ساڏَ= پورو ڪرڻ] بندگي - عبادت - ڀڳتي - پوڄا - پرستش. آپَسنا - شيوا. عادت - هيرَ - نيم - غذا - چالُ - دستور - رواج - رسم. استعمال - اڀياس - محاورو - مشق. عمل - ورتاءُ. عزت - تعظيم - سنمانُ.

● ساڏَڻُ: مصدر. [سن. ساڏ= پورو ڪرڻ] (دستور). هلائيندو رهڻ. ڪري ڏيکارڻ - عمل ڪرڻ - مشق ڪرڻ. ڪَرَڻُ (وڪالت، جوُئا، طبابت، بندگي وغيره). بجا آڻڻ. پڄائڻ - نباهڻ - ادا ڪرڻ - پورو ڪرڻ - پارڻ - تعميل ۾ آڻڻ - راس ڪرڻ - سڌو ڪرڻ - رسائڻ - نبيرڻ - سنئون ڪرڻ. وَس ۾ آڻڻ. سيکارڻ - هيرائڻ. عادت وجهڻ. اصلاح ڪرڻ. روڪڻ. برقرار رکڻ. ڌمڪائڻ - ڌارڻ - دَٻائڻ - سُوڙهڻ (ڪ). ڳسائڻ - نئائڻ - ماڻان ڪرڻ. ڪم ۾ نباهي ڏيڻ - ڪِهلَ يا ڍَرَ ڪرڻ (ٿ). خواه مخواه رلائڻ. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۾).

● ساڏَنُو: اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ساڏُو ﻉ ساڏا (ل): ذ. صفت. [ف. سادَهُ= سادو] سادو.

▬ ساڏو پَنڌُ: ذ. گهوڙي جي پنڌ جو هڪ نمونو (ڏيون ڪتاب قديم، ص ٦).

● ساڏُو ﻉ ساڏُو: ذ. صفت. [سن. ساڏُ < ساڏُو= درويش] پورو - برابر. تمام سنو - چڱو - ڀلوڪُ. ڳڻائيتو. ايماندارُ. عزت وارو. صحيح الخيالُ. پوتر - پاڪ - صاف. معصوم - بي گناهه. فقير - درويش - مهاتما - سنت - سنياسي - ڪاپڙي - ويراڳي - جوڳي - ساڌ - سَتُ پُرُشُ. پرهيزگارُ. دِيندارُ. ڀالو ڀولو - سادِي دِل وارو. قرض ڏيندڙ. غاصب. (ث. ساڏِڻي ﻉ ساڏِڻيون).

▬ ساڏُو ٻَنڌِجَنُ: درويش ٿيڻ. فقير ٿيڻ. سنئون سڌو ماڻهو ٿيڻ.

▬ ساڏُوڙو ﻉ ساڏُوڙا: ذ. صفت. ساڏن وارو - ساڏائو.

● ساڏَ ﻉ ساڏُون (ل): ث. مشهوري - ناموسَ - ناموَرِي - ساراهَ - واڪاڻ.

● ساڏو ﻉ ساڏا: ظرف. صفت. [سن. سَوادَ=] سنئون - سِڌو - سنواٽو. سوادي - مزيدار.

▬ ساڏائِي ﻉ ساڏائِيون: ث. سِڌائي - سَنوَتِ.

● ساڏُورَ: ذ. وَڻ جو هڪ قسم. "جيئن هڪ ڳجهارت" نالو (ملڪ) "ليلان راجَ ۾ وَڄُ وَڻُ (ساڏور) ڪٿي" (اسم خاص). ٿَرَ ۾ رهندڙ ڪَرَنُ جي هڪ ذات جو نالو.

● سَاڏُورَسُ: اسم خاص. تعلقي ننگر پارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

▬ سَاڏوهِي ﻉ سَاڏوهِيُون: ث. چارجي وڻ جو هڪ قسم. سفيد پيرن سان - ساڏوئي.

● سَاڏوئِي ﻉ سَاڏوئِيُون: ث. چار جو قسم جنهن جا مٿا پيروُن ٿين - ساڏوهِي.

● سَادُ ﻉ سادَ: ذ. [سن. سَارْدْ. سَن. سان+ارد= آڏُ] آڏُ - ڪنهن نمبر سان گڏيل آڏُ.

● سَادِو ﻉ سَادِا: ذ. صفت. اڏيڪو - آڏُ (وڏيڪ). جيئن "سادِا ڏِهي= ڏِي سچا ۽ چوٿين جو آڏُ" وغيره.

▬ سادِي سٺ: ٧٠ - ستر. "ست سکان سَر ڪري ڇهه ڇڇهريون ٻارهن تيرهن پندرهن سترهن سينگارج سادِي سٺ سيد چئي پوري پچائج" ٧+٦+١٢+١٣+١٥+١٧=٧٠ (شاهه).

▬ سادِي ويهه: ٽيهه يعني ڏه ساد= ڏهاڪو.

● سَادائِڻُ: (ت): مصدر. محڪم ڪَرَڻُ.

● سَادِيُ سَلُوڻِي ﻉ سَادِيُون سَلُوڻِيُون (ل): ث. لوڻ سوائي وجهڻ جي حالت - چَهراڻ.

● سَارَ ﻉ سَارُون ث. ڪنهن ٻه (مادي) چوپائي جانور جو مخصوص عضوو - ڍڳيءَ جو مخصوص عضوو. ڪنهن خاص موسم ۾ مادِيُ وهٽ جو نر وَهٽ لاءِ تانگهاءُ - چاٺو - وَڙَ - ميهرَ. چوڻ

راند ۾ ڪم ايندڙ ساري - ڳوٽ - مُهرو. ڪارِي جي پيڙيءَ جو هڪ رسو - ڪَپيءَ وارو واڄهه (ڪ). سارين جي ٻوڪ (ت). گلن جي پرت سان هڪ ريشمي چني (ت). [سن. سُهر = ياد ڪرڻ] سنڀارَ - ياد گيري. سَگهه - طاقت - ٻل - زور.

"مون کي ماڻ مجاز، پڇاري جيئن پڇيو،
هٿن چڏي هاج، ويئي سار سنڌن مان."

● سارُ ۽ سارَ: ذ. [سن. سار = مطلب] تَتُ - تاتپرج - اختصار - خلاصو - مطلب - مولُ - مايو. نچوڙ - مغز - جوهر - تنت. رسُ - عِطرُ - عَرقُ - گِرُ - مالُ - گودو. آصل - سؤ رُوپُ. قلب - ٻچو - ڳَپُ. ساٽ - شانتي - ٺهر - آرام. امن - سامت - قرار - سانتَ - ٿانهر. امن امان - سُکُ - ڪُشل - جميعت. (صفت) نج - خالص. چڱو - سٺو. "جيئن، سارُ سَمُونُ = چڱو وقت".

● ساراتَ ۽ ساراتُونُ (ت): ث. سالِي جي زالَ.

● ساراڻُو ۽ ساراڻا: ذ. آڱرِ مهل تاجيءَ جي ڏاڳن جي وِچانُ لنگهندڙ بيد جي چيپتَ.

● ساراڻِيُ ۽ ساراڻِيُونُ (ت): ث. سيڻهن جي ڦرجڻ جي حالت.

● سارا هَڏِيُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ساراهڻُ: مصدر. [سن. شَنسُ = ساراه ڪرڻ] تعريف ڪرڻ - ثنا ڪرڻ - حمد ڪرڻ - واکاڻڻ - صفت ڳائڻ - آستتيُ ڪرڻ - وڏائي ڪرڻ - جَسُ ڪرڻ. ڳائڻ. ساک ڀرڻ. شاباس ڏيڻ. سُفارش ڪرڻ - (هه. سراهنا).

- ساراهَ ۽ ساراهُونُ: ث. تعريف - توصيف - ثنا - صفت - واکاڻ - حمد - آستتي. تحسين - آفرين - شاباس - واهه واهه. ساک.

● سارِبانُ ۽ سارِبانَ: ذ. صفت. [سن. سارٿن = س = سان + رٿ = گاڏي] آٺَ هلائيندڙ - اوٺي - جَتُ - شُتر سُوارُ - ساروانُ - سَرواڻ.

● سارِٿيُ ۽ سارِٿيُ: ذ. صفت. [سن. سارَٿي] رٿ هڪليندڙ - سُوارُ.

● سارِجَنٽُ ۽ سارِجنٽَ: ذ. [انگ. Sergeant] رنگروٽ سپاهين کي سيکاريندڙ صوبيدارُ.

● سارِڌا ۽ سارڌائُونُ (ت): ث. قدرتي سمجهه - ڏات - ڳڻ. تنبوري ۾ هيٺ تندن قابو ڪرڻ جو هنڌ.

● سارڏَڙو: اسم خاص. ڪارونجهر ڏڪر تي هڪ تيرٿ جو هنڌ.

● سارُدُو ۽ سارُدُو: ذ. [سن. شارُدُول = شينهن] شينهن - چيتو - پِنگتَر. جيئن "سَنگُ، ڪُنڀر، سارُدُو، ڪيهر، ليث، مزار، اسد، چيتا، شيرَ هَيُ، اينٺل ناءَ نرواپ" (ڏهس). (صفت). سورمو - سورهيه - بهار - سورو يرُ - وِيرُ - پهلوانُ - دلير - جوڌو - جانٺو - قوي - جُنگ.

● سارِسُ ۽ سارَس: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - پکهه پکي. کونج. هنس [هه. سارس = ڪُونجَ].

● سارِسانٺُونُ: ذ. اناج جو هڪ قسم - سانٺون - ڏُٿ - سانٺوڪ (ت).

● سارِسُوت: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● سارِنگُ ۽ سارِنگَ: ذ. صفت. [سن. سارَنگ > شارَنگُ = رنگارنگي، پٽاپٽي] چٽڪمرو - پٽاپٽي - رنگارنگي - ڦلڦليو - ٽِيلي وارو - ڏيکائتو - پيڪپدارُ - ديداري - چمڪيلي. چمڪ - روشني. جهڙ - ميگهه - جهڙالو - ملهار - چَمر. آبر - ڪڪر - بادل. جهڙالي موسم - جهڙ وارو ڏينهن. وَسَ - مينهن - بارش - برسات - مينهوڳي. جهڙي ڦڙي. پاڻي. اندلٺ - قوس قزح - ڌنڪ. سانوڻ مهيني جو نالو. راڳ يا سُر جو هڪ قسم - هڪ راڳڻيءَ جو نالو (جو ٻن پهرن جو ڳائجي). ڏکن ڏکن وارو هرڻ. ڪوئل - ڪوئل جي ڪُوڪ. مورُ - مورَ جي ڪوڪَ. پپيهو. ڪُونجُ جو هڪ قسم. ماکيءَ جي وڏي مک (راڻي). نانگ - نانگ جو هڪ قسم. شينهن - شيهر. هاٿي. زال يا عورت. وڻ. گهيٽو. چٽي - لنڊي ڏوبَ چٽي. ڀهراڻ. ڪپڙو - وارُ. ٻيڻ جو گل. ڳل - ڦولُ. هڪ ساز جو نالو - چنگُ. هڪ ڳهه جو نالو. هڪ هيرو.

سون. هڪ ڪمان. صَنْدل - چَنْدَن. ڪافور. سيج پلنگ. هڪ ملڪ جو نالو. پاڻ ڌارڻ وارو - پکوان جو هڪ صفاتي نالو (سامي). هڪ قسم جي جهنگلي ٻوٽي - پُرتُ - ٻڪڙو (ت). ول جو هڪ قسم (ٻج گول، ڪنڊن وارو) - ڪنڊي (ث). (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو.

● سارَنگِيُ ج سارَنگِيُونُ: ث. [سن. سارنگي = هڪ ساز] ساز جو هڪ قسم - سِتارَ جو هڪ قسم. سُرندي جو هڪ قسم.

● سارَنگهَيارِ: اسم خاص. تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سارَڻُ ج سارَڻَ (ث): ذ. ڪوهه مان ڪوس ڀري ڪيڻ وقت اهو هنڌ جتي، ڪوسَ ٻاهر ڪيڻ وقت وهٽ بيهارجن. ڪوهه مان پاڻي ڪيڻ جو رسو. (اسم خاص). تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سارَڻُ: مصدر. [سن. سمرڻ = ياد ڪرڻ] ياد ڪرڻ - دِل تي آڻڻ - ياد گيري ڪرڻ. سَڏ اچڻ - سجهڻ - هرڻ. سنڀالڻ - جاچڻ. ڳڻڻ - ليکو ڪرڻ - ڪٿڻ - حساب ڪرڻ. ڀيٽڻ - برابري ڪرڻ - ڇڪاسڻ - ٽڪرائڻ - مقابلو ڪرائڻ - ٻُورائڻ - لائي ڏسڻ - مشابهت ڪرڻ. امتحان وٺڻ - سوجهڻ - پرکڻ - جاچڻ. سنڀالڻ - سانڍڻ - سَولو ڪرڻ. سهڻ - (پاڻ ۾) سمجهڻ (طاقت). طاقت يا توفيق رکڻ. تنگ ڪرڻ - سلڻ - سَل ڪيڏڻ.

- سارَ ج سارُونُ: ث. ياد گيري - سَنْڀارَ - سانڀَر - سَمَڪَ - سارونڍي - هُرَ - سُرت. حُبَ - سِڪَ - تانگهه - چِڪ - طَلَبَ - ڪپ - تاتَ. سُڄاڳي - سَرجيتائيُ - شناخت - سُڃيتپيُ - جاڳ (ننڊ مان). سُرت - سَمُجهَه. حِسابَ - ليکو - ڳاڻيٽو - ڳڻ - ڳڻپ - تخمينو - انداز. سُڌ - سَماءُ - خبر. مهرباني - لطف. تنگ - سَلُ. مادِيُ جانور جو خصوصاً ڳِنڍُون جو مخصوص عضوو.

- سارائِ ج سارائُون: ث. سارَ.

- سارَ ٿيڻُ: ياد گيري ٿيڻ - هُرڻ - دل تي اچڻ. محسوس ٿيڻ. ننڊ مان جاڳڻ - سُڄاڳي ٿيڻ - سنڀال ٿيڻ - جاڳ ٿيڻ. (زالَ کي) وِيمَ جو وقت ويجهو ٿيڻ.

- سارَپَ ج سارَپُونُ: ث. ياد گيري - سارَ.

- سارَ سَنْڀارَ ج سارُون سَنْڀارُونُ: ث. ياد گيري - سَنڀارَ - سنڀال - تمات - خبرداري - پرگهور - سَمَڪَ - سارونڍي - هُرَ - شناختَ. فڪر - ڳڻتي. ڳواڻا ڦولها.

- سارَ لَهَڻُ: سنڀال وٺڻ - خَبرَ وٺڻ - سڌ وٺڻ. سنڀال ڪرڻ - خبر ڪرڻ - ياد گيري ٿيڻ - سُڄاڳي اچڻ. مدد ڪرڻ - سَهارو ڏيڻ. نگاهه رکڻ.

- سَاروَنتَا ج سَاروَنتَا (ڪ): ذ. صفت. سارَ وارو - ڄاڻ وارو - سمجهو - سياڻو.

- سارُوڻيُ ج سارُوڻيُونُ: ث. ياد گيري - سنڀار - سانير - سارَ - سَمَڪَ. سُڄاڳي - جاڳ. نالو - ناموسَ. يادگار.

● سَارِڻو ج سَارِڻا: ذ. مٺارو گوشت - مٺارو ماسُ - ٿلهو مٺاهُ.

● سَارو ج سَارا: ذ. صفت. [سن. سَرْوَ = سڀ] سڀ - ڪُل - سربستو - سمورو - سڄو - سَمِند و - ثابت - سيونئي - سجونئي - سالم - سلامت - سڙيونئي - جملہ - صفاتي طرح مرڪبات ۾ ڪم اچي گهٽائي جي معنيٰ ڏيکاريندڙ جيئن:

"گهڻو سارو، ٿيو سارو".

- سَارائِ: ث. سارائي - سالميت. سڀ هجڻ جي حالت. دُرستي. خاتمو - پورائي.

- سَارائيُ ج سَارائِيُونُ: سَارائِ.

- سَارو جِسمُ آ ڪيئُونُ ٿِيڻُ: سڄو جسم ڦٽجي پوڻ - بدن تي تيرن جا نشان ٿيڻ.

- سَارو لَہ هُئڻُ (ث): هلندي ڀڄندي لہ هئڻ - رَسائي نہ هئڻ.

● سَارُو ج سَارُو: ظرف. (آاهي) جهڙو - وانگر - طرح - ساڳيو - گهاء - جيهو - جنسي - آچارُ - برابر - مثل - ساڪيات - موجب - موافق - پٽاندر - آهر - هوندَ.

● سَارِوانُ ج سَارِوانَ: ذ. صفت. [سن. سارٿن: س = سان + رٿ = گاڏي] اٺ هڪليندڙ - اوٺي - جت - ڪاهو - شتربان - ساربان.

- سَارِوانيءُ ۽ سَارِوانيئُون: ث. شُتربانيءَ.

● سارو سَنگهه رُ: اسم خاص. سنڌ جي قديم روايت هڪ مشهور پاڳيو جنهن وٽ هر قسم جو سال موجود هو.

● سارَهه ۽ سارَهئُون: ث. [سن. شَنَس= ساراهه] ساراهَه. (هه. سَراهنا).

● سارِهوري: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سارِيءُ ۽ سارِيئُون: ث. [سن. شالِيءُ= سارِيءُ. ف. شالي] آنُ جو هڪ قسم (وڏي پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ). اڇي ۽ ڳاڙهي رنگ جو آنُ- چانور کوهي سميت- تهه سميت چانور. [سن. ساره=مُهرو] "شطرنج، چوپڙ، نردين، چلهر وغيره". راندين ۾ ڪم ايندڙ داڻو- گوٽ- مهرو- داڻي. سَرسِيءُ- زياد تي- چاڙهي- چاندي- جيت- ڪاميابي- فتح. اجازت. (صفت). تيار- هوشيار- خبردار. ث. صفت. سچي- سربستي- ثابت مڪمل.

- سارِيءُ سَر ٿيڻ: نصيب زور ٿيڻ- پاڳوارو ٿيڻ.

- سارِيءُ سَر هئڻ: نصيب زور هجڻ.

- سارِيءُ ڪَرڻ: ڪامياب ٿيڻ- ڪٽيڻ- سَرسي ڪرڻ. مَلهه ۾ ٽن چٽن ڪي سانده دَسڻ (ت).

- سارِيءُ ڪٽڻ: گوءِ کٽڻ. ڪَثر ڪٽڻ. چوپڙ راند ۾ مخالف جي ساري کي مارڻ.

- سارِيالُ: ث. سارين جو- سارين وارو- سارين جي (پوک يا زمين).

● سارِيتِيءُ: ث. آها چوپائيءُ جا ڦرجيءُ سارَ يعني آرُ تي ڏهڻ ڏئي.

● سارِيڪو ۽ سارِيڪا: ذ. صفت. ظرف. [سن. سَدُرڪش] جهڙو- وانگر- طرح- ساڳيو- جيهو- جنسي. آچار. مثل- برابر- مٽَ- ساڪيات.

● سارِيڪو ۽ سارِيڪا (ڪ): ذ. صفت. ظرف. ساريڪو.

● سارِيئُون: ث. [سن. شالِيءُ] اناج جو هڪ قسم- چانورن جو فصل.

● ساڙَنهه (ت): ث. هر ڏينهن جي حالت- ساڻاءَ.

● ساڙَڻُ: مصدر. ٻارڻ- جلائڻ- ڪامائڻ. رک ڪرڻ- خاڪ ڪرڻ. ڳارڻ- سُڪائڻ- ڪومائڻ- سُسائڻ. (حرص) جا ڳاٽڻ- ڪجائڻ- چڙ ڏيارڻ- پڙڪائڻ. خار ڏيارڻ- ڏنگڻ.

- ساڙ ۽ ساڙ: ذ. جَلُ- جلڪو- باهه- ڪام- پارُ- ساڙو- تپش. ايرڪا- حسد- ريس- هوس- بغض- دشمني- وير- جلن- پنوستر. سوز. سخت مند جو تاءُ. حسد جو ساڙو. سيءَ جو سختي سببان وڻ، ٻوٽي جو سڙڻ. گهوڙن جي بيماري- گرمي، سردي ۽ مچر يا ڏنگ جي چڪ پائڻ سبب گهوڙي جي بدن جو سڙڻ- اڪين جي وٽن جو ڦڪو ٿيڻ، ٿوري چڪ سان پڇ جي وارن جو ٽٽڻ. لڏ جو ڳاڙهاڻ تي سائل ٿيڻ ۽ ڪنهن گهيڙ کهٽ سان چيلهه ڏلڳي ڪري ڏڪائي مٿي چڙهڻ- هڪ لا علاج مرض. سُورُ- دردُ- ايذاءُ- پيڙا- رَنجُ. سڙيل ماسُ. مردارُ. پريل هڏا- جليل هڏا. جانورن کي هڪ بيماريءَ جو نالو. گهوڙي کي ايندڙ هڪ بخارُ. (صفت). ڪنو- سڙيلُ- گندو- باسيءُ- پٽو.

- ساڙُ ٿيڻ (ت): ڪجهه جو محاورو- ڪجين ڪجين جو خراب تي هيٺ ڪرڻ. حسد ٿيڻ. بدن ۾ ساڙو ٿيڻ.

- ساڙَ ڏيارَڻ: چڙ ڏيارڻ- ڪجائڻ- پڙڪائڻ. (حرص). جاڳائڻ- خار ڏيارڻ- چيڙڻ- چيڙائڻ. ڪڙائڻ- پوسرائڻ.

- ساڙَ سَڙيو ۽ ساڙَ سَڙيا: ذ. صفت. ساڙ ۾ سڙيل- حاسد- ويري- ريسارو- بغضي. ساڙ ولڊو- اندر رڙو.

- ساڙ ڪَرڻ: سيءَ جو ٻوٽن، وڻن وغيره کي ساڙي ڇڏڻ. ساڙُ ٿيڻ.

- ساڙو ۽ ساڙا: ذ. جلڪو- جَلُ- پچ- ساڙُ- چَرَ- جلڻ- حسد- ايرڪا- ڪام. بغض- پيائي. گرميءُ- تپش- سوز. پيشاب جي هڪ بيماري. سيءُ جو ساڙُ.

- ساڙو وِجهڻُ: گاريون ڏيڻ - بدسخن ڳالهائڻ - واهيات بڪڻ. بيجاءِ طور ڪم آڻڻ - بيجاءِ هلت ڪرڻ.
- ساڙوُنڊو ڄ ساڙوُنڊا: ذ. صفت. ساڙ سڙيل - اندر رڙو - حاسد - بغضي - وِيري.
- ساڙِي ڪاڙو ڄ ساڙِي ڪاڙا: ذ. صفت. حاسد - ريسارو - ڪام ڪاڙو - آير ڪاڙو. شڪي - بدگمانُ.
- ● ساڙو ڄ ساڙا (ٿ): ذ. زال جو ڀاءُ - سالو. (ث. ساڙِيُ ڄ ساڙِيُون). [هہ. سالا+سالو]
- ● ساڙهہ ڄ ساڙهُون (ت): ث. خريف جي آبادي خصوصاً جوئر ۽ ٻاجهر جي فصل راهڻ وقت ڇانٽيي يا سرهہ لاءِ ڏنل هر جي اوڙ (جي سيئي هرويرو پورو ڇوٽ نہ هونديون آهن).
- ● ساڙهو ڄ ساڙها: ذ. ڏُهائيءَ جو ٿانءُ. ڀاڳيو. جيئن "ڪي ڏوهي ۾ ڏوهہ، ڪي ساڙهي ۾ سانگهيڙ يئون".
- ساڙهيُ ڄ ساڙهِيُون: ث. ساڙهي جو مونث. سوڙهي منهن واري دڪي (ت). [سن. شاٽڪا = ساڙهي] عورت جي پوشاڪ لاءِ ڪپڙي جي ڊگهي چادر - ڊگهي ڏوتي - ساڙي. (هہ. ساڙهيُ).
- ● ساڙِيُ ڄ ساڙِيُونُ: ث. ساڙهيُ.
- ● ساڙيهہ ڄ ساڙيهہ: ذ. [سن. سوديش = ديسُ] وطن - ڏيهہ - ديسُ - سائيهہ.
- ● سازُ: صفت. [ف. ساختن = ٺاهڻ] جوڙيندڙ - ٺاهيندڙ - بنائيندڙ - تيار ڪندڙ. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ، جيئن "دندان ساز، ڪارساز، گهڙي سازُ وغيره".
- ● سازُ ڄ سازَ: ذ. [سازُ. ساختن = ٺاهڻ؛ سن. سَڄ: ساج] سامان - اسباب - ٽپڙ ٽاڙي - جيئن "پيڙيءَ جو سازُ، گهوڙي جو ساز وغيره". وڄائڻ جو اوزار - ساجُ (سازن جا نالا: ستار - سارنگي، سُرندو، دَفُ، ڪمانچو، چنگ، سرمنڊل، توتارو، ربابُ، بين، پڪواز، بينسري، طائوس واري، ڏڪڙ، طنبورو، ڪرناءِ، شرناءِ، باجو، ونڊڻ، وغيره). اوزار (جنگ جا هٿيار وغيره). وسيلو - ذريعو. [ف. ساختن = ٺاهڻ - سلوڪ - صلح - لاڳاپو. ٻڌي - سازش - منصوبو.
- سازُ بازُ ڄ سازَ بازَ: ذ. صفت. [ف. ساز+ باز > باختن = کيڏڻ] خوش پوشاڪ - ٺهڪڻو - ڦهڪڻو - پورو - سڀ - سڀپهتو - سنجاتو - ٺيڪ ٺاڪ - ٺاهوڪو - سنجيلو - سنجورو - مڪيو چڪيو - سينجيو ڪُنجيو. منصوبو - سازش.
- سازُ بازُ ڪرڻُ: همراز ٿيڻ - ميل ميلاپ ڪرڻ - منصوبو رٿڻ.
- ساز سنوارڻُ: طلب پورا ڪرڻ - مُرادون پڄائڻ - ڪامياب بنائڻ - سوڀارو ڪرڻ:

"صاحبان سڀ سندام ساز سنوار"
(فاضل شاهہ).

- سازُ گارُ ڄ سازُ گارَ: ذ. صفت. ظرف. [ف. ساز+ گار = وارو] ٺاهہ ۾ سهائيندڙ. مطابقت ۾ - موافق. مبارڪ - راست - مصلح.
- سازِندَهُ: ذ. سازن وڄائڻ وارو. ٺاهيل - (شڪل وغيره).
- ساز وارُ ڄ سازُ وارَ: ذ. صفت. ظرف. موافق. سازگار.
- ساز وَ سامانُ: ذ. مال و اسبابُ - ٽپڙ ٽاڙي.
- سازِيُ ڄ سازِيُ: ذ. ڪلاوت - ڪلاونت - مُطربَ - گوئيو - سازيندڙ - مُوسيقارُ.
- سازِيندڙُ ڄ سازِيندڙَ: ذ. سازي - ساز وڄائيندڙ.
- ● سازِشِ ڄ سازِشُون: ث. (ف) اندروني ملت - ٻڌي - منصوبو - ٺاهہ - رِٿ - سِٽ. قانون جي خلاف صلاح مشورو. وڳوڙ. اٽڪل - ڦند - ڇند - چالاڪي - کيڏ.
- سازِشيُ ڄ سازِشيُ: ذ. صفت. وڳوڙ وجهندڙ - سازش ڪندڙ - منصوبائي - بغاوتي - دولابي - دغاباز - فريبي.
- ● ساسُ ڄ ساسَ: ذ. [سن. شواسَ = ساهہ] ساهہ - جان - پران - پساهہ - دَمُ - جيءُ. حياتي - جند - زندگي - جياپو. ڇوٽا - عمر - جمار. جيوتي - گذران. [هہ. ساس = ساهہ].
- ساسُ سَهيلا: ذ. سولو موت - آسان موت.
- ساسِيهِنُ سُڪالُو ٿيڻُ: سولاني سان مري وڃڻ.

- ساسِيُ ۽ ساسِيءُ: ذ. صفت. ماهوارو- جمانُدارُ.

● ساسائِڻُ: مصدر. [سن. سَه = سهڻ] سَهڻُسائڻ- سهڻ- برداشت ڪرڻ. (ساسائيو- ساسائيندو- ساسائيل).

● ساسِيترُ (ٿ)؛ ذ. سَوڻ- ساٽ- سڳڻ (شادي غمي يا پوڄا جي وقت جا).

● ساسَر ۽ ساسروُنُ: ساسَريُونُ: ٿ. (انگ. Saucer] چيني جي ننڍي ٿالهي- پليٽ (ڪوپ ساسر).

● ساسِنا ۽ ساسِنائُونُ: ٿ. سيکت- گوشمالي- سزا- مار. تنبيهه- جٽ- جهڪ- چڙٻ- ڌڀاءُ- جهڙپ.

- ساسِنائُونُ ڏِيڻُ: مار ڏيڻ- سزا ڏيڻ- سيکت ڏيڻ- گوشمالي ڪرڻ- تنبيهه ڪرڻ- جٽ ڪرڻ- لاڪ لاهڻ. جهڙپڻ- جهڪڻ- چڙٻڻ- ڌڀائڻ- چوُچوُ ڪرڻ.

● ساسُو ۽ ساسُو (ٿ)؛ ٿ. (زال يا مڙس) جي ماءُ- سَسُ.

- ساسُو سيڙائيو: ذ. شاديءَ جي پٺي ڏينهن تي ڪنواريتن طرفان گهوٽيتن کي ڏنل ڪاڏو.

● ساسُولِيُ: اسم خاص. بروهي قوم جي هڪ قبيلي جو نالو.

● ساعَتَ ۽ ساعَتُونُ: ٿ. ڏه ڪلاڪ جو عرصو- هڪ گهڙي پلڪ- منٽ- پل- دم- گهڙي- لحظو- کِن- ويرم. وقت ڏيکارڻ جو هڪ اوزار- واچ- گهڙي- ننڍو گهڙيال. بخت- نصيب- ڀاڳ. وجهه- چانس.

- ساعَتُ بساعَتُ: ظرف. هر گهڙي- لحظي- لحظي- گهڙي گهڙي.

- ساعَتُ هئڻُ: بخت هئڻ- ڀاڳ هئڻ.

- ساعِرُ ۽ ساعِرَ: ذ. [سن. شاعر] شاعر- ڪوي.

● ساعِيُ ۽ ساعِيءُ: ذ. صفت. [ع. سَعي] ڪوشش ڪندڙ- سعيو ڪندڙ. ڊُڪَ ڊوڙ ڪندڙ.

● ساغَرُ ۽ ساغَرَ: ذ. (ف) شراب پيئڻ جو پيالو- جام. پيالو- ڪٽورو- وٽو- جمن.

- ساغَرُ هلڻُ: شراب جو دَور هلڻ.

- ساغَرِيُ ۽ ساغرِيءُ: ذ. صفت. پيالي جو.

● سافُرو ۽ سافُرا (ل- ڪ): ذ. صفت. ڪنهن ڪم ڪان سواءِ- واندو اڪيلو. ٻيڙيءَ وغيره جي بدعت ڪان آجو ماڻهو. ٻي روزانٽو (ڪ).

● سافِلُ ۽ سافِلَ: صفت. هيٺيون- هيٺاهُون- هيٺاهون حصو. ڪميڻو.

● ساقُو ۽ ساقا (ٿ): ذ. صافو.

● ساقِطُ ۽ ساقِطَ: ذ. صفت. [ع. سَقَطَ: هو ڪريو. ڪرندڙ- ڪريل. گهٽ. نڪمو.

- ساقِطُ ٿيڻُ: ڪرڻ (حمل).

- ساقِطُ ڪَرَڻُ: ڪيرائڻ (ٻار يا حمل). علم عروض شعر جو بحر يا وزن ڪيرائڻ.

● ساقِيُ ۽ ساقِيءُ: صفت. [ع. سَقَي = هن پياريو] محفل ۾ شراب ورهائيندڙ- مئي ورهائيندڙ- شراب پيارڻيندڙ. مرشد. سخي. معشوق- محبوبُ- صنم.

● ساڪُ ۽ ساڪَ: ذ. [سَن. سَو = پنهنجو] لڳ لاڳاپو- مٽاچاري- سڳائي- مائٽي- عزيزي- عزازت- قرابت- رشتيداري- سنٻيُ- ڀائپي- ٻرادري- لاڳاپو- ناتو- ڳانڍاپو- سنٻنڌ- تعلق- نسبت. مشهور راجا ساليواهن کان شروع ٿيل سَن- شاڪ.

● ساڪا: ذ. ڪانهين (وٽيل ڪانهين) جا سڳا جي ويڙهي سيڙهي مٿان پڌ جن. (ن).

● ساڪارڻُ: مصدر. ڏيهي حساب موجب جاري ڪيل هنديءَ جا پئسا پرڻ (ضد. ناڪارڻ).

● ساڪارو ۽ ساڪارا (لس): ذ. صفت. ساک ڀت وارو. شاهوڪار:

"واحد ورياهن ۾ تون آهين سدا ساڪارو"

(صاحبڏنو. ڪتاب ٻيلاين جا پول).

● ساڪِيتُ ۽ ساڪِيتَ: صفت. [ع. سَڪَتَ = هن ماٺ ڪئي] چپ- خاموش- ماٺ- سانت. ماٺيڻو- چپ چاپ.

● ساکَرُ ج ساکَرَ: ذ. لَسو پٽ ـ رُهيڙي ـ مورَمُ. ڪکري ـ ڀھَيونُ. سنهي پٽريءَ واري زمين.
● ساکَرَ ج ساکَروُنُ (ٿ): ث. مصريءَ جو سنگ ـ مصري.
● ساکِرو: اسم خاص. ضلعي ٺٽي ۾ هڪ تعلقي جو نالو. تعلقي جو هيڊ ۾ هڪ ديھہ جو نالو.
ـ ساکِرائي: ذ. صفت. ساکِري جو. اَنَ جو هڪ بُڻ. (ميرپور ساکري جي طرف جو (رنگ ڪارو) لَسڻ اچو ٿئي، قد جو ڇوٽو پر هاڻ ۾ تکو "ساکرو آکرو").
● ساکُرُو: ذ. صفت. ڪٿو ۽ ڪڙو سَوادُ (ڪ). رنگ جو هڪ قسم.
● ساکَرِيو (ت): ذ. پَرڻي جي هڪ رسم جو نالو. (مکڻي کانپوءِ گھوٽيتا، ڪنواريتن جي گھر وڃي ڪپڙا ۽ زيور چوکريءَ کي ڏين، انهن ڪپڙن ۾ ويجهن عزيزن لاءِ ڪپڙو هڻي، ان جي عيوض ڪنواريتن طرفان هرهڪ وڳي پنيان هڪ ربيو روڪڙ ملي ـ هڪ خوشيءَ جو موقعو).
● ساکِرِيو وِڇُونُ (ٿ): ذ. وڇونءَ جو هڪ قسم ـ ڪاري رنگ جو وِڇُونُ.
● ساکُڙ ج ساکُڙُونُ: ث. مينهن جي پيرن ۾ وجهڻ جي سَنگهر ـ زنجير.
● ساکِڙِ ساکِڙِ ڪَرَڻُ (ت): تکڙو هلڻ ـ آپهرو هلڻ ـ جلدي وڃڻ يا اچڻ.
● ساکُڙُ ج ساکُڙَ: ذ. وٽيل ڏاگهو. (ت) آسري لٺي جو ڦَرُ، چمڙي رڱڻ جي ڪم ايندڙ.
ـ ساکُڙُ وِجهَڻُ: چمڙي رڱڻ لاءِ ٺاهيل مصالح ۾ ساکڙ يا لٺي جو ڦرُ وِجهَڻُ.
● ساکَڙو: ظرف. صبح جو (سوير).
● ساکِنُ ج ساکِنَ: ذ. صفت. [ع. سَڪَنَ = هو آرامي هو] بيحس و حرڪت ـ بنا چرپر ـ ويٺل ـ قائم. رهاکو ـ رهواسي ـ ويٺل ـ رهندڙ ـ مقيم ـ باشندو. علم نحو جي هڪ اصطلاح موجب هڪ هنڌ ويٺل اکر ـ اهو اکر جنهن تي ڪا حرڪت نہ بلڪ جزم يا سڪون هجي. جيئن "رَانگُ، شينهَنُ ۾ نْ، ي، نْ، نْ اکر".

● ساکُڻُ ج ساکُڻَ (ل): ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم. ڪپڙن کي رنگ ڏيڻ جي مصالح جو هڪ قسم ـ ساکُڙُ.
● ساکَ ج ساکُونُ: ث. [سن. ساکشيہ: س = سان + اکش = اک] اکين ڏٺي احوال جي گواهي ـ سچائي جي ثابتي ـ واچا ـ شاهدي ـ گواهي ـ ثابتي ـ پرماڻ. قسم ـ ڳالھ ـ شبد پرماڻ ـ قسم ـ سُنهُن ـ ويساھ. ناماچارُ ـ نالو ـ ناموس ـ آبرو ـ عزت ـ مان ـ آبُ ـ سَنمان. نيڪنامي ـ ايمالداري ـ سچائي ـ سُپتائي ـ ڪارپت ـ اعتبارُ ـ ويساهُ ـ پت ـ پنچ. شاباس ـ سُجرائي ـ جَسُ ـ پرَمُ. رُت ـ موسم. روشني ـ سوجهرو ـ پاڪ.
ـ ساکاٽو ج ساکاٽا (ل): ذ. صفت. ساکائتو.
ـ ساکائِتو ج ساکائِتا: ذ. صفت. ساک وارو. مانوارو ـ شانوارو ـ شانائتو ـ معزز ـ سپتيو ـ آبرو وارو ـ معتبر ـ مالائتو ـ اشراف. سوچارو ـ چڱو ـ خاصو. ستياوان ـ ايماندارُ ـ سُپتيو. اعتباري. هٽيڪو. سَکَرُ.
ـ ساکَ پَتِ ج ساکُونُ پَتُونُ: ساکُونُ پَتيئُونُ: ث. اعتبار ـ ويساھ ـ قسم ـ سُنهُنُ.
ـ ساکَ پَرَڻُ: سچائي جي ثابتي ڏيڻ ـ ايمانداري جو ثبوت ڏيڻ. ڪنهن جي پاران شاهدي ڏيڻ. اعتبار ڏيڻ. سُنهن کڻڻ ـ قسم کڻڻ.
ـ ساکَ ڪَيَڻُ: نالو ڪيڻ ـ ناموس ڪيڻ ـ مشهور ٿيڻ ـ ناميارو ٿيڻ.
ـ ساکِنائي ج ساکِنائيُونُ (ڪ): ث. شاهدي ـ گواھ. ثابتي ـ خاطري ـ ويساھ ـ پڪ.
ـ ساکَٽي: ث. شاهدي. ڪا حقيقت.
ـ ساکِيِ ج ساکِيِ: ذ. ساک ڏيندڙ ـ ساک پريندڙ شاهد ـ گواھ ـ اوڳاھ:
"ڳاڙيندي ڳوڙها، ست ساکي ٿيندءِ سامهان."
"وِڇُونُ جي رات وٽيون، تن جو ساکي سچ."
(شاھ)
مسلمانن جي عقيدي موجب انسانن جي ڪلهن تي ويهي سندن اعمال لکندڙ ٻہ ملائڪ ڪراماً ڪاتبين (غريب اللغات). (ٿ). شاهدي ـ گواهي، ثابتي ـ نشاني.

- ساکيا ع ساکيائُون: ث. شاهدي- گواهي. ساکٌ.
- ساکيءَ ڀُوتُ: ذ. پرماتما (سامي).
- ساکيءَ ڀَتيءَ: ظرف. ساک پت سان- اعتبار سان- ايماندار يءَ سانءَ.
● ساکاٽيءَ(ت): اسم خاص. چانڊين جي هڪ ذات جو نالو.
● ساکَرِ ع ساکَروُن (ل): ث. چڱيلائي- تندرستي- نمرائي، آرام.
● ساکِروءَ (ت): ذ. مينهن کان فراغت- ڦڪرائي.
● ساکِڙو ع ساکِڙا: ذ. چمڙيءَ جي بيماريءَ جو هڪ قسم- ڦُٽار- ڦُرڦُر- آرائيون- داڻ داڻ- ٽَنڊِيءَ.
● ساکو: اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ساکيءَ ع ساکيُونءَ: ث. آکاڻي- ڳالهه- قصو- ڪهاڻي- فسانو- ڪهت- ڪهات- نقل- نظير- مثال- حڪايت- داستان- بيان- ورتانت. تاريخ- ڪيفيت. جيئن "جنم ساکيءَ= سوانح عُمْرِيءَ". بيت جي سِٽ- مصرع- ڪَليءَ- انترو- پَدُ. بيت- ڪوِتا- شعر- غزل- نظم- ڇَنْدُ- راڳُ- ڳانو- گيت- ڀڄن- شبد.
● ساکياتُ: ظرف. [سن. ساڪْشاتُ= هوبهو] روبرو- سامهون- سنمک- حاضر- موجود. هُوبَهو- جهڙو- وانگر- سَدَ ٻُدَ- ساڳيو- جنسي. پورو پورو- ٺيڪ- برابر- کرو- درست.
● ساکيٺا (ت): ذ. ڀرت جو هڪ قسم.
● ساگُ ع ساگَ (ت): ذ. ٻوڙُ- ساڳُ.
● ساگَرُ ع ساگَرَ: ذ. [سن. ساگَرُ= سمنڊ] اٿاهه پاڻي- سمنڊ- سمونڊ- عميق- بحر- کارو. وڏو سمنڊ- بحر اعظم. درياءُ- سانئيرُ- ميهراڻ.
● ساگرِ: صفت. پورو.
● سَاگِراڻيءَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر حيدرآباد ۾).
● سَاگِڙيَا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● سَاگَڻُ (ت): مصدر. ٻڪرين کي کوه تي پاڻي پيارڻ.

● سَاگو ع سَاگَا: صفت. سَاڳيو. سڳو.
"ساهڙ ساڳن ريءَ سري، ساگا ساهڙ ساڻ،
وسن تنهن وصال سپن، پاڳن سندا پاڻ"
(خان زئي- سهڻي).
مال جو ولر- گَلو (ٿ).
● سَاگُو داڻو ع ساگو داڻا: ذ. سيگو چانور- صابو داڻا.
● سَاڳِ ع سَاڳُونءَ: ث. ڇِڪَ- ٽاڻ- ڪشش- طلب- (عشق جي).
● سَاڳُ ع سَاڳَ: ذ. [سن. شاڪ = ڪاٺي. ف. ساگوان > ساج] هڪ وڻ جو قسم، عمارتي ڪاٺ وغيره جي ڪم ايندڙ. ساڳوان. ٻڪو. ساڳي ڀاڄي- سبزي- پالڪ- ٻَڪَرُ- ترڪاري. گوشت- ماهه- ماسُ- مَاڻُسُ- ساڳو- قطار.
- سَاڳَائيءَ ع سَاڳَائيءَ: ذ. ساڳُ وِڪڻندڙ- سَاڳُ وارو.
- سَاڳُ سُوا: ث. هڪ قسم جي ساڳي ڀاڄي- سوئن جي ڀاڄي.
- سَاڳُ وَڻُ: ذ. سَاڳُ جو وَڻُ.
● سَاڳائِڻُ: مصدر. سمجهڻ- ٻجهڻ- ٻروڙڻ.
● سَاڳَاهيءَ ع سَاڳَاهيُونءَ: ث. پاڻي ماڻ جي ونجهي- پاڻي ڪڍڻ لاءِ ٻانس جي سنهي ڪاٺي.
● سَاڳِڻُ: مصدر. مال کي آهستي آهستي ٽولين ۾ پاڻي پيارڻ.
- سَاڳَ ع سَاڳُونءَ: ث. مال کي ترتيب وار جهلي جهلي پاڻي پيارڻ جي حالت.
● سَاڳو ع سَاڳا (ٿ- ل): ذ. اٺن ۽ گڏهن جي قطار- سات- قافلو- ولر. (ت). ساڳيو- اهوئي- جنسي- هُوبَهو. اصلي رهاڪو- هتي جا.
● سَاڳُوٺُو ع سَاڳُوٺَا: ذ. سن. ساورشيه = ساڳيو] اهو ساڳيو- ساڳيو- جنسي- هُوبَهُو- سُدَ ٻُدَ- ساڳيوئي- ساکيات- اهڙوئي- لونڌر- سؤرُوپ- آپيد- هڪجهڙو- برابري- اصلي- عين بين- نِسُ ٻِسُ- پورو پورو- ٺُرِ.
● سَاڳيو ع سَاڳيَا: ذ. صفت. [سن. ساورشيه = ساڳيو] ڏسو ساڳوٺو.

- ساڳِيائِيءَ ۽ ساڳِيائِيُون: ث. هڪجهڙائي - سَمَنْتا - مشابهت - برابري - ساڳوڻائي - اِيڪ ڀائي - سرو ڀائي.

● ساڳهر ۽ ساگهروُن: ث. [سن. گرهه = زال] گهر جون زالون ۽ ٻار - آل اولاد - پَرِوارُ - آڪهه - عَيالُ - ٽبيلو - ڪُٽنبُ - ٽبرَ - ڳيورُ. نَسل - ڪُل - وانس - گهراڻو - خاندان - خان مان. زال - جوء - پتني - اِسْتريءَ - وَنيءَ - آهلي - گهرواري.

● ساڳاتو ۽ ساڳاتا: ذ. سگهو - سنگتي - رفيق]

● ساڳاهو ۽ ساڳاها: ذ. مٺا چاري - مائٽي سڳائي - عزيزي - عزازت - ڳانڍاپو - تعلق - نسبت - رشتيداري - قرابت - سَپرنڌُ - دوستي.

● ساڳاهڻ: مصدر. [سن. سَنْجِچا = س = چڱو + چِچا = چاڻ] ساڃاهڻ - ساڃاهه ڪرڻ - خيال ڪرڻ - حوصلو ڌارڻ - خبردار ٿيڻ - منيالڻ - چيتڻ - هوش ڪرڻ. سمجهڻ - پروڙڻ - پرجهڻ - پُروُجهڻ - پُجهڻ - لکڻ - سَرجهڻ. ليکڻ - چاڻڻ. ڌيان ڏيڻ - ٻڌڻ. ادب ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ - پرواه ڪرڻ. رهڻ - گذارڻ. گهٽ ٿيڻ - تخفيف ڪرڻ - پٽ سان مٿو لڳڻ - باز اچڻ. ڪنڌرو يا نرم ٿيڻ. سنگ گهرڻ (ت). ڪير لاهڻ تي آماده ڪرڻ.

- ساڳاهه ۽ ساڳاهوُن: ث. ڳڻتيءَ - فڪر. منيال - تات. خبرداري - پرگهور - پرچار - پرداخت. خيال - ڌيان - سالگو - پرواهه - لک - چيت. ڏاهپ - سرت - سمجهه - حوصلو. عاقبت انديشيءَ - اڳ چيتي. جتن تاڪيد - چتاءُ. اختيار. گهُرَ - چِڪَ - طَلَبَ (سگهه جي) (ت). پيچ گهتڙ.

- ساڳاهتو ۽ ساڳاهتا: ذ. صفت. سياڻو - ڳهڻو - ڳاڙهو - مَتمانُ - ڊگهي نظر رکندڙ - دير گهه درشن - دور انديشُ - سياڻپ جو - پڪو پختو - سياڻتو. خبردارُ - سچيت - سُڄاڳُ - ساوڌانُ.

- ساڳاهيجَڻُ: ڪير ڏيندڙ جانور جو ڪير لاهڻُ - سگوئجڻ (ت).

- ساڳاهو ۽ ساڳاها: ذ. صفت. خبردارُ - هوشيار - سچيت - ساڌوان. سياڻو - ڳاڙهو - متمانُ - ڊگهي نظر رکندڙ - ڊِگهه نظر - سمجهو - درشُ - دور انديشُ - سياڻپَ جو - پڪو - سياڻتو.

● ساڳاهڻُ: مصدر. [سن. سَنْجِچا = س = چڱو + چِچا = چاڻ] سمجهڻ - سڃاڻڻ - سَچي ڪرڻ. ٿڻن ۾ ڪير لاهڻ (سگوئڻ) (ڪ). ڏڌل ٻڪري جي ٿڻن ۾ ڪير اچڻ.

● ساگيرو: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ساڳ واڳ ۽ ساڳ واڳ: ذ. معتبر ماڻهو - ڏسٺو وائسٹو.

● ساڳو واڳو ۽ ساڳا واڳا: ذ. معتبر ماڻهو - ڏسٺو وائسٹو.

● سالَ ۽ سالُون: ث. [ف. شال] شالَ - ريشمي چادر.

● سالُ ۽ سالَ: ذ. [ف. سال] ورهيه - سمت - سال - ١٢ مهنا - سج جي ڌرتيءَ جي چوڌار جي برج حمل جي پهرين نقطي کان شروع ٿي برج حوت جي پڇاڙي جي نقطي تي ختم ٿيندڙ حالت. عمارتي ڪاٺ جو وڻ - ڪاٺوڙي وارو وڻ. (صفت). صاف (آن") نج - نجو - صاف - شُڌ - لبارُ. سنو - اڇتو - نرمل. آصيلُ - چِٺڌُ. کرُ - تکو - سچو - چوکو - ٽنکسالي. پاڪُ - پوِترُ - پاڪدامن. صفا - نسورو (ڪوڙ). سنو - سالم - چڱو - عمدو - موچارو - اڇو. خوبُ - پورو.

- سالانُ: ظرف. ساليانو - سالَ جو - سالَ وارو - سال بِسالُ.

- سالُ بِسالُ: ذ. صفت. هر سالُ - هر ڪنهن ورهيه - هر ٻارهين مهينن - ٻاراهو.

- سالُ تمامُ: ذ. پوپود سالُ - اخير سالُ.

- ساليتماميءَ ۽ ساليتماميُون: ث. ٻارهن ماهي رپورٽ - سالَ جي ڪارگذاري - سالَ جي آخر جي يادداشت.

- سالُ پيهو سُتَهَ: ذ. پوڻين ۾ پويون سالُ.

- سالُ خُورْدَهْ: ذ. جهونو - پوڙهو - وڏو - پيرو. پراڻو - فرسوده. تجربڪار.

- سالُ شَمْسِي: ذ. سج جي گردش تي مقرر ٿيل سالُ.
- سالُ قَمْرِيُ: ذ. چنڊ جي گردش تي مقرر ٿيل سالُ.
- سالُ گُذَشْتَہُ: گذريل سالُ- پويون سالُ.
- سالگِرهُ ۽ سالگِرَهُونُ: ث. ڄمڻ جو ڏينهن- جنم جو ڏينهن- پيدا ٿيڻ جو ڏينهن.
- سالُ گَشْتِيُ: ذ. هڪ سال ٿي پيو سالُ- هڪ سالُ ڇڏي ٻئي سالُ- هِڪو ٻئي سال.
- سالَنامُو ۽ سالَناما: ذ. ڪئلينڊر. جنتري. اخبار يا رسالي جو سالانو نمبر.
- ساليوارُ: ظرف. هر سال- سالانو.
- سالَها: ظرف. ڪئين سالَ- سالن لاءِ- ڪي ورهَ- ڪجهہ مدت- ڪي ڏينهن آڳاٽو- زمانو.
- سالَها سال: ذ. ف. هر سال- هر منڌ- ڪيترو ئي عرصو- گهڻا سال- مدت دراز.
- سالئُونُ سالِ: ظرف. هر سالُ- ورهيارو.
- ساليانو ۽ ساليانا: ذ. صفت. (ف). سالَ جو- ٻارهن ماهو- ورهيارو. هر سالُ- سال بسالُ. (ث. ساليانيُ ۽ ساليانيُونُ)

● سالاتِ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سالارِ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سالارُ ۽ سالارَ: ذ. (ف) سپهہ سالارُ- اڳواڻ- رهنما- سردارُ- ليڊر- آفيسر- هادِيُ- رهبر- پيشوا- سرورُ- مکيہ- ڪماني- ڊرو- پرڌانُ- مهندارُ. ڪپتان- مکيہ اڳواڻ- اڳرو.
- سالارِ جنگ: ذ. جنگ جو سپهہ سالارُ.
- سالار قافِلَہُ: ذ. قافلہ جو اڳواڻ.
- سالارِ قَومُ: ذ. قوم جو اڳواڻ يا سرڪردو.

● سالارُ: اسم خاص. گاهہ جو هڪ قسم. دوا طور ڪم ايندڙ ٻمارڪو وکر.

● سالارائيُ: اسم خاص. مري بلوچن جو هڪ قبيلو.

● سالارُو ۽ سالارا: ذ. سنهي ڪپڙي جو هڪ قسم- شربتائين ململ- شَبْنَما- شَبْنَمُ. آبشار. (ضد. جالارو):

"سسئي سيئي سير ڪيا جالارا جبل جا، سالارا سَرَ ڪري، وَئي اَڪاري وِيرَ"
(آخوند).

(اسم خاص) تعلقي هالا ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سالاري: اسم خاص. تعلقي خيرپور ناٿن شاهہ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سالارِيُ لُنْڊُ: اسم خاص. گاهہ جو هڪ قسم، جو مارو ماڻهو ڀاڄيءَ طور ڪم آڻين.

● سالاهِڻُ: مصدر. ساراهڻ.

● ساليٽُ (ساليٽر): ذ. [انگ: لوڻ Salt] جلاب طور ڪم ايندڙ اڇي رنگ تي هڪ قسم جو لُوڻ.

● سالَر: اسم خاص. گاهہ جو هڪ قسم.

● سالِرَڻُ (ت): مصدر. جوش ڏيارڻ تي سامت ۾ اچي، وري ڪم تي تيار ٿيڻ.

● سالِڪُ ۽ سالِڪَ: ذ. [ع. سَلَڪَ] حال جي زور تي طريقت جون منزلون طئي ڪندڙ صوفي- درويش- خدا دوست- ڀهتل شخص- عابد- مقدس- مهاتما- ولي- اولياء. پابند شرع- عالم. اديب. سنت- ڀوڄاري. ساڌ- ٻُڌ جهڙو- سنت جهڙو- ساڌ ڪو. سلوڪ وارو- سلوڪ ڪندڙ. مسافر- سيلاني- پانڌياڙو- راهي- واٽهڙو- راهرو. (صفت). سياڻو- ڏاهو- گنڀير- سمجهو. وڏي عمر وارو. سگهڙ (اسم خاص). مرزا قربان علي بيگ دهلويءَ جو تخلص.

● سالگْرامُ ۽ سالگْرامَ: ذ. [سن. سال = ساڳ + گرام = هند] ساڳ جي گهڻن وڻن وار هند. [سن. شالهہ گرام] هڪ جبل جو نالو، جنهن تي هڪ قسم جو پٿر ٿئي، جنهن کي هندو ويشنو جي مورتي ڪري پوڄين.

● سالِمُ ۽ سالِمَ: ذ. [ع. سَلَمَ = هن سلامتي ڏني]. سلامت- صحيح سلامت- بچيل- محفوظ- سوگهو- هٽيڪو. برابر- ٺيڪ. پڪو- پختو. ڪامل- پورو- مڪمل- سڄو- سارو- سمورو- سڀ- مڙوئي- جملہ- ڪُل- سيوئي. سڄو- سڄر-

سٺو ڀرو - سينو ڀرو. تازو - توانو - تندرست - چڱو ڀلو - نروئو - اروڳ - ٽنگسالي - ڪرو. ڪڙاڪڙي - شڌ - بي عيب. سليم - صاف دل - شريف.

● سالُ مَڪانُ: اسم خاص. ڪوٽڙيءَ ڪان ستن ميلن جي مفاصلي تي هڪ ڳوٺ، جنهن جي آباديءَ جو مدار نئين باران جي پاڻيءَ تي مدار رکندڙ.

● سالِنوُ ج سالِنا: ذ. ترڪاري- ڀاڄي- ڀوڙ- گوشت.

● سالو ج سالا: ذ. [سن. شالَهه] زال جو ڀاءُ - جوءِ جو ڀاءُ. (ث. سالي ج سالِيُونُ) ذ. صفت. سال جو. عدد جي پٺيان اچي صفت جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندڙ لفظ "ڏو سالو = ٻن سالن جو، چئو سالو = چئن سالن جو".

- سالاٽُ ج سالاٽَ: ذ. سالي جو پٽ - سالاج.

- سالاجُ ج سالاجَ: ذ. سالاٽُ - ساليءَ جو پٽ.

● سالُوُ ج سالُوَ: ذ. ڳاڙهي رنگ جو تمام سنهو ۽ عمدو ڪپڙو - عورتن جي اوڍڻ جي ڀوتي (هه. سالُو = سنهڙو عمدو ڪپڙو). ڪوهه ڪوٽڻ جي موقعي تي پاڻي اچڻ وقت ان جي پاسن ڪان ڏنل هڪ قسم جي منجي.

- سالُورُ ج سالُورَ: ذ. [ف. شال] ڪپڙي جو هڪ قسم - شال جهڙو اٿيل - نفيس ڪپڙو - ڳاڙهي رنگ تي ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم - سالُورو. ريشمي وڳو. [هه. سالو + ر]. ڏاهو - سپتيو.

- سالُووُ ج سالُورا: ذ. سالورو. ساج - ساز. سڳڻ - سات. سڪ - سهنج. گاهه جو هڪ قسم.

● سالُونڙوُ ج سالُونڙا (ث). ذ. رگيل ڪپڙو - سال.

● سامَ ج سامُونَ: ث. [سن. شرام > شامن = راضي ڪرڻ] ج. امانت. پناهه - اجهو - اوٽ. بچاءُ - رکيا - سرن - حفاظت - پنارو - اڙ. حمايت - تلهداري. ذمو - عيوضو - بدلو. صدقو. پيش. لوهي اوزارن جي ٻچاڙيءَ ۾ لوهه جو ويڙهيل پٽو يا ڇلو.

- سامَ پَرُتَڻُ: ڪنهن ماڻهوءَ کي ٻئي جي حفاظت ۾ ڏيڻ يا سپرد ڪرڻ.

- سامَ پَوَڻُ: لام لڳڻ - پناهه وٺڻ - حمايت حاصل ڪرڻ - اجهي هيٺ رهڻ. امانت هجڻ - ڀاڄي ۾ پوڻ. پيش پوڻ.

- سامَ جهلَڻُ: اجهو ڏيڻ - پناهه ۾ آڻڻ.

- سامَ ڏِيَڻُ: پناهه ڏيڻ - اجهو ڏيڻ.

● سامُ: اسم خاص. حضرت نُوح جو وڏو پٽ. رستم پهلوان جو ڏاڏو.

● سامارو: اسم خاص. تعلقي جيمس‌آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سامانُ ج سامانَ: ذ. [ف] مال - شيءِ - ٽوڪ - وٿ - توشو - مڏي - اسبابُ - ٽپڙ. ملڪيت - مالي - راس - تت - جائداد - املاڪ. ساجُ. آراستگي. اوزار - هٿيار. شيءِ شڪل. مصالح. سامگري. حد - سنڌو - سرحد. ارادو - مقصد. گڻ - خاصيت.

- سامانُ ٻڌَڻُ: ڪنهن شيءِ جي ظاهر ٿيڻ جا آثار نمايان ٿيڻ. تيار ڪرڻ - ٽپڙ گول ڪرڻ.

- سامانِ حَرَبُ: ذ. [ف. سامان + ع. حرب = لڙائي] لڙائيءَ جو سامان.

- سامانَ ۾ اچَڻُ: هوش سنڀالڻ - غصو هٽڻ - ٺنڊو ٿيڻ.

● سامانو ج سامانا: ظرف. هٺيڪو. برقرار - ٺيڪ ٺاڪ. (ذ). تياري - سانباهو - سنيت - لالچ. مال - مڏي - شيءِ شڪل. ملڪيت - املاڪ - ماليات - راس - تت. جائداد. خبر - نياپو.

● سامائڻُ: مصدر. بالغ ٿيڻ - وڏو ٿيڻ - سامائجڻ (ڇوڪريءَ جو). جهلڻ - سانڍڻ - سانيڻ (ل).

- ساماڻو ج ساماڻا: ذ. بالغ ٿيل. ناڻي وارو. (اسم خاص). ماڻهوءَ جو هڪ نالو.

- سامائجَڻُ: مصدر. بلوغت کي پهچڻ - بالغ ٿيڻ - ساڳاهجڻ - وهي کي رسڻ - نوجوان ٿيڻ - وڏو ٿيڻ - ڦوهه ۾ اچڻ. پچڻ - راس ٿيڻ - تيار ٿيڻ. سمجهه واري عمر ۾ اچڻ.

- سامايلُ ج سامايَلَ: ذ. بالغ ٿيل - وهي چڙهيل - ڦوهه چڙهيل - جوانيءَ ۾ آيل. سمجهه ۽ پرک واري عمر ۾ آيل. رسيل - پور ۾ آيل.

- سامايَلُ وِياڻُ: بالغ ڌيءَ يا ڀي مائٽياڻي.

● سامڀَرُ ۽ سامڀَرَ : ذ. [سن. سَمڀَرَ>سامبر = ڦاڙهو]. هرڻ جو هڪ قسم - سانبر - ڳوٺِينُ - سانُوَرُ- ٻارهن سڱو هرڻ - وڏن سڱن وارو ڦاڙهو. ٻارهن سڱي هرڻ جو اچو يا پيلو چمڙو. مڇيءَ جو هڪ قسم. جبل جو هڪ نالو. ٻاٽي. جنگ. ٻَڌ ڏرم وارن جو هڪ ڏڻُ.

● سامَتَ ۽ سامَتُون : ث. سات - ٺهر - آرام - امن - شانتي - صبر. قرار - سانت - ٺانهر - آرام - ساهي. فرحت. مانيٽائي - ماٺاهي - سانتيڪائي - لوائي - سُن. هوش.

● سامَت ۽ سامتُون: ث. طاقت.

● سامِيتُ ۽ سامِيتَ : ذ. صفت. چڪتو - فيصل. ماٺو - مانيٺو - سانتيڪو. (ظرف). آرامي. خاموش - ماٺ ۾ - سن ۾ - چپ ۾ - مون ۾. اچَلُ - ٿيرُ - ڏِيرُ. ساڪت - ساڪِن.

● سامِتيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سامِتِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ڏوڪري ۽ ڪنڊياري تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سامِجَڻُ: مصدر. [ف. سهم = خوف] ڏجڻ وجڻ - هراسجڻ - ڏهلجڻ.

”شناور ساميا آت سيٽايا نہ سندين“
(شاهہ).

● سامُدرِڪُ ۽ سامُدرِڪَ: ذ هٿن جون ليڪون ڏسي، نصيب ٻڌائڻ جو علم - دست شناسيءَ جو علم - هست ودِيا - سمدرڪ وديا - علم قيافہ.

● سامُدرِڪيُ ۽ سامُدرِڪيُ: ذ. هٿ ڏسندڙ - دست شناس - سَمُدرڪي.

● سامُرَ ۽ سامُرُونُ: ث. ڍُڪي - ڳَڀ - واري - حامل جانور.

● سامَرَٿُ ۽ سامَرَٿَ: ذ. صفت. [سن. سمرٿيہ = طاقت] ٻَلُ - طاقت - سگهہ.

- سامِرَٿِيُ ۽ سامِرَٿِيُون: ث. طاقت - سَتُ - زور - سمرٿي - وسعت - سگهہ - قوت - سگهت - شڪتي - تيج. پڄندي - وَسُ - دسترس - پهچ - مجال - اختياري. آسرو - سهارو - تقويت - ڏَڍُ - آڌَرُ.

● سامَرُجُو: اسم خاص. تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سامَرُوٽِيُ: اسم خاص. ٿر جو هڪ ڀاڱو - تعلقي ڏيپلي جو ڳچ ۽ تعلقي مِٺيءَ جو ڪجهہ حصو.

● سامِرِيُ: اسم خاص. (ع). سامره شهر جي هڪ جادوگر جو نالو (حضرت جبرئيل کي ڪن آڳاٽن مان سڃاڻندو هو. هو چاندي ۽ سون مان هڪ گابو ٺاهي، ان جي پيٽ ۾ حضرت جبرئيل جي قدمن جي مِٽي وڪندو هو ته اهو گابو جيئرو ٿي آواز ڪندو هو، اهڙيءَ طرح هُن حضرت موسيٰ جي گهٽي امت کي گمراهہ ڪيو) - بني اسرائيل کي گابي جي پوڄا ڪرائيندڙ هڪ جادوگر. سامره جو رهاڪو.

- سامِرِيُ فَنُ ۽ سامِرِيُ فَنَ: ذ. (ع). جادوگري - فسون سازي.

● سامِڙِيُ ۽ سامِڙِيُ: ذ. سامِيُ.

● سامِعُ ۽ سامِعَ: ذ. [ع. سَمَعَ = ٻُڌو] ٻُڌندڙ - سُڻندڙ. ڌيان ڏيندڙ - خيال سان ٻڌندڙ.

- سامِعَہ: صفت. ٻڌڻ جي - ٻڌڻ واري.

● سامَگرِيُ ۽ سامَگرِيُون: ث. اسباب - سامان - شيءِ شڪل. مصالح - جزو. (صفت). جسماني.

● سامِگِيُ ۽ سامِگِيُون: ث. تنگي - ڪانهہ - واڻاهہ ڪي مٿي آڻ جي ٿيءَ تي قابو ڪرڻ لاءِ رَسي.

● سامُنڊِيُ: صفت. [سن. سَمُدرَ = سَمُنڊ] سامونڊي - سمنڊ جي - بحري - دريائي. ناکئو - ڪارائي - ملاح - خلاصي - جهازي - جهاز ران. پيڙيائتو. جنگي گهوڙو.

● سامِنهَرُ: اسم خاص. تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سامُودِرِڪُ ۽ سامُودِرِڪَ: ذ. [سن. سامدرڪ: سَ = سان + مُدار = نشاني] هٿن جون لڪيرون ڏسي، بخت ٻڌائيندڙ - دست شناس - هٿ ڏسڻ وارو.

- سامُودِرِيُ ۽ سامُودِرِيُ: ذ سامُودِرِڪ.

● سامُورِ: اسم خاص. تعلقي سالگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سامُونڊِيُ ۽ سامُونڊِيُ: صفت. [سن. سَمُدْرِيَہ] سمنڊ جو (رهندڙ) - سمنڊ جو - سمنڊ مان واسطو رکندڙ - سمنڊ تي سفر ڪندڙ. (ذ). خلاصي - ناکئو. مسافر. ڪاري جي گاهه جو هڪ قسم. جنگي گهوڙو.

● ساموهيُ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ساموُئِيُ: اسم خاص. سمن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ. ٺٽي ننگر کان ڏيڍ ڪوهه اتر طرف مڪليءَ ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي هڪ ننڍڙو ڳوٺ، جتان ڪنهن سمي درياءُ وهندڙ هو، ڄام تماچي ۽ نُوريءَ جي تربتن جي جاءِ - ساموئي ننگر.

● سام ويدُ: اسم خاص. هندن جي هڪ ڌرمي ڪتاب جو نالو. (رگ ويد، سام ويد، يجر ويد، اٿر ويد).

● سامُهون: ظرف. [سن. سَمُکہ. سا=سان + مک=منهن] روبرو - اڳيان - منهن مقابل - آمهون سامهون - دوبدو - منهن ميل - پيش - اکين آڏو. مُهڙ - آڳو - آڳُ - مهاڏو. مخالف - برخلاف. آڏو.

- سامُهائيُ ۽ سامُهائيُون: ث. مقابلو - سامهائي - برخلافي - مخالفت - وِڳهَنُ - اختلاف - ڦيٽ - ناموافقت. اَٽڪ - روڪ - جهَل. وِروڌ. اٽڪاءُ - اوندائي.

- سامُهنُو ۽ سامُهنا: ذ. صفت. سامهون وارو - اڳيان وارو.

- سامُهنائيُ ۽ سامُهنائيُون: ث. سامُهنائي.

- سامُهون اَچَڻُ: روبرو اچڻ - اڳيان اچڻ.

- سامُهون ٿِيَڻُ: مقابل ٿيڻ - روبرو ٿيڻ - اڳيان اچڻ. ظاهر ٿيڻ. منهن ڏيڻ - مقابلو ڪرڻ - وڙهڻ لاءِ اڳيان اچڻ - مهاڏو اٽڪائڻ - سامهون جواب ڏيڻ - سينو ساهڻُ - آڏو ٿيڻ - برخلافي ڪرڻ. اعتراض وٺڻ.

- سامُهون ڪَرَڻُ: پيش ڪرڻ - اڳيان آڻڻ - حاضر ڪرڻ - روبرو ڪرڻ. منهن تي چوائڻ. مقابلو ڪرائڻ - ٽڪرائڻ.

- سامُهون ڪَيَڻُ: ذ. منهن تي ڪرڻ - روبرو ڪرڻ - منهن ميل ڪرڻ.

- سامُهون وَڃَڻُ: سڌو وڃڻ - سنئون وڃڻ. لُوهَ وڃڻ - هِڪَ لَسَ وَڃَڻُ.

● ساميهيُ: اسم خاص. تعلقي پاٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سامُهين ۽ سامُهيُون: ث. ٽانگي جي ٻم جي منهن تي چڙهيل پتل يا لوهه جو پَٽُ.

● سامِئيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سامَٽيڻو ۽ سامَٽيڻا (ث): ذ. هڪ رسم جو نالو (جيجَ جڏهن ايندي تڏهن گهوٽ جي سامهون سهاڳڻ زال پٺي لوٽيا مٿي تي کڻي ويندي، پوءِ گهوٽ ان ۾ رپيو وجهندو) - مرحبا. شان سان سامهون وڃڻ جو ڪم.

● سامِيُ: اسم خاص. [سن. سوامن > سَوامي] هڪ ذات جو نالو. فقيرن جو قسم - سالڪ - سنت - فقير - درويش - الله لوڪ. گيڙو رنا ڪپڙا پائي گهمندڙ فقير - هندن ۾ هڪ رولو فقيرن جو قسم. جوڳي - سوامي - بيراڳي آڌوتي. مڙس - گهوٽ - ور - پتي - خاوند - مالڪ. سائين - ڌڻي. سنڌ جي هڪ شاعر پائي چين راءِ بچومل لنڊ جي مرشد پائي مينگهراج جو تخلص. زرخيز زمين. عالي.

● سامِيُ ۽ سامِيُون: ث. ميت کي دفن ڪرڻ لاءِ قبر جي پاسي ۾ کوٽيل کڏ - لحد. ڳجهه.

● ساميٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ساميلِيڻو ۽ ساميلِيڻا (ث): ذ. لوٽو. هڪ رسم گهوٽ جي گهوڙي تي چڙهڻ مهل هڪ ڪنواري ڇوڪريءَ طرفان لوٽو مٿي تي رکي گهوٽ اڳيان اچڻ).

● سامِيو ۽ ساميا: ظرف. سامهون - اڳيون اڳيان - دوبدو - روبرو.

● سانُ: حرف جر. [سن. سَم=ساڻ] ساڻ - سين - گڏ - ٻيڙو - ساٿ - سميت - سوڌو. سَهاءِ -

ڳَرَ - وَتِ - ڪان - ڏاري. ڀرسان. هٿان. جهڙو - جيهو. مثلاً "يڪ سان = هڪ جهڙو".

● سانِ ۽ سانئون: ث. سيراڻ. روهي. عزت. رواج - ريت - رسم. نشان - پتو. اشارو.

● سانُ ۽ سانَ: [ف. جاسوس] خصين وارو - پيهلن وارو. ڦرائيندڙ جانور (ڍڳو، ڀاڏو، ٻڪر وغيره). [هه. سانڊ >سا = ساڻ + آنڊ = ٻيهلو]. ٻاهو - شهوتي. ڏبر (ڪب). لانگ ڇوڏو - لنگوتاڙو - ڪلمي (ماڻهو). آزاد - خرچائو - هٺ ڦاڙ.

- سانَ آڏو ٿيڻ: ڏاڍن جو مقابلو ٿيڻ.

● سانڀَ: ث. محڪمي - استقلال.

● سانڀارو ۽ سانڀارا: ذ. درياء جو چاڙهه. (ظرف). برابر - آمهون سامهون.

● سانڀاهڻ: مصدر. سنبرائڻ - تيار ڪرائڻ - تيار ڪرڻ.

- سانڀاهَہ ۽ سانڀاهہ: ذ. تياري - سَنْٻَتِ. ارادو. اميد - آسرو.

- سانڀاهو ۽ سانباها: ذ. تياري - سَنْٻَتِ - لانچ - ڪوچ - لڏ پلاڻ. گهرتين طرفان ڪنواريتن کي ڏنل سنٻت لاء ٻنسا.

- سانڀاهي ۽ سانڀاهيون: ث. تياري - سَنْٻَتِ.

● سانڀاهو ۽ سانڀاها: ذ. پکيء جو هڪ قسم - گونهن خور - گوهڙو (ل). پينوڙي.

● سانڀيرو ۽ سانڀيرو: ظرف. سانپارو - سامهون - اڳيان.

● سانڀو: هڪ ڦر تي ٻه ڏڳيون مڙندڙ.

● سانڀوهي ۽ سانڀوهيون: ث. ٻَلن مارڻ جو وڏو جار - رَچ - ڦَرز.

- سانبوهيون سنڀالڻ: ٻلن مارڻ لاء جار تيار ڪرڻ.

● سانڀي ۽ سانڀي: ذ. (سانڪي) عزيز - مائٽ.

● سانڀيرڻِ ۽ سانڀيرڻون (ث): ث. سانداريء جي چمڙي کي ٻڌڻ لاء رسي. (رائچند).

● سانڀِ ۽ سانڀون (ل): ث. شامل - جوڙيوال.

● سانپارو ۽ سانپارا: ظرف. سامهون - آمهون سامهون. اڳيان - روبرو - مقابل - پيش

"هڪ پو بيراه جو پيو سانپراسيء"
(شاه).

ابتڙ - خلاف. هن پٽر.

- سانپاري ڪنڌ ۽ سانپاريون ڪنڌون: ث. سامهين ڪنڌ.

● سانپائڻ: مصدر. محڪم ڪرڻ.

● سانپائو ۽ سانپائا: ذ. سانڀاهو.

● سانپائي ۽ سانپائيون: ث. شاديء جو هلندڙ ڪم.

● سانپَرَ ۽ سانپَرون: ث. يادگيري - حافظو - سنڀار - سار - ڄاڻ. هُرَ. ڄمار - عمر. زمانو. تياري - سنٻت.

● سانپرُ ۽ سانپرَ: ذ. راجپوتانا علائقہ جي سانڀر ڍنڍ مان نڪرندڙ لوڻ. وڏو ڇڙو - ڪرڪو - مٺو - ٻ ڪري - وڏي گهنڊي.

- سانپرَ لوڻ: دوا طور ڪم ايندڙ ٻارڪو ۽ ڪر. ڪاري رنگ جو لوڻ.

- سانپَلَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سانپڻ: مصدر. [سن. سم پر: سم = ساڻ + پر = پالڻ] سانڍڻ - ٿهوڙ - سنڀالڻ - تاتڻ - بچائڻ - رکيا ڪرڻ - حفاظت ڪرڻ. نگهباني ڪرڻ - پڙ ڻ - نپائڻ - پرورش ڪرڻ - گڏ ڪرڻ.

- سانپ ۽ سانپون: ث. سنڀالَ - تاتَ - پرداخت - پرورش. خبرداري - پرگهور. هوشياري - سچيتائي. رکيا - بچاءُ - حفاظت - سانڍ. پرچار. ڳڻتي - فڪر.

- سانپَ ڪَرَڻ: سنڀالَ ڪرڻ - نظرداري ڪرڻ.

- سانپي ۽ سانپي: ذ. سنڀاليندڙ - سانپيڙو. مٽ - مائٽ - وارث.

- سانپيڙو ۽ سانپيڙا: سانپي - رکيڪ - راکو - سنڀاليندڙ - نگهبان - ڪرلاهو - سرپرست - وَصي - ڪانڌي ڪارڻي - امين - والي وارث - ڌڻي ڌوڻي. خاوند - مالڪ - ڌڻي. ميٺ - مائٽ.

● سانپيو ۽ سانپيا (ل): ذ. ڇڙو - مٺو. چيرِ.

● سانيوئي ع سانيوئيون: ث. پلن مارڻ جو رڇ - پَنُ.

● سانيويون (ج): ذ. مينهن وساڙا.

● سانيپيڻ: مصدر. [سن. سَمُو پشيَتَن = ] ويڙهجڻ - وڪوڙجڻ - گهيرجڻ. دل ۾ سانڍڻ - سنڀالڻ. منجهائڻ - موڳو ڪرڻ. ملهائڻ. پورو ڪرڻ. ڏسڻ. زيارت ڪرڻ.

● سانت ع سانتون: ث. [سن. شانتير = ماٺ] خاموشي - ماٺ - ٺهر - آرام - صبر - چپ - شانتي - ڌيرج. سامت - قرار - ٿانهر - ساهي. نوپڪلائي - ٺهپر - نوائي - ماٺار - ماٺر. پرتل (اند) مهلت.

- سانتڪائي ع سانتڪائيون: ث. آرام. مُهلت. ماٺ.

- سانتيڪائي ع سانتيڪائيون: ث. ماٺائي - ٺڪرائي - سامت - مائٽائي - نوائي - سُن - شانتي - قرار - امن - صبر - ماٺ. آرام. صفائي - اوجلائي. برد باري.

● سانتيڪو ع سانتيڪا: ذ. صفت. صبر وارو - مائٽو - ٿور ڳالهائو - ماٺو. آرامي. غريب. ڪُومل - اشراف. لماٺو. وِناسپتي ڪاڌو. بردبار.

● سانتيرو ع سانتيرا (ٿ): ذ. چڱو ڀلو.

● سانتيڪي ع سانتيڪي: ذ. ث. صفت. سٺي - اوکهي - موچاري - عمدي - چوکي - سڦري - شپ - چڱي - ڀلي. مفيد. نيڪ. بيڏوهي - بيگناه.

● سانتيملو: اسم خاص. ٿر ۾ ٿيندڙ هڪ راند جو قِسم.

● سانتيڙو ع سانتيڙا (ٿ): ذ. هَر ڪاهڻ لاءِ آڏن يا ڏڳن جو جوڙو - سانيتوڙو (پارڪر).

● سانتيوڙو ع سانتيوڙا (ٿ): ذ. سانيتيڙو.

● سانيتَن: سٺو سنگن جو جوڙ.

● سانتو ع سانتا: ذ. ڪمند وغيره جو سڪل ڪانو. (ذ. صفت). برابر - سنئون - سٺو - سنوالو.

"سَماٿو وَهُه وهاٿو، وٺي ڏي وانٿو،
سهسين سين سانٿو، ملهه مٿارن ملسٺو"
(حـ نزئي. جمن، ٣).

● سانتور: اسم خاص. تعلقي سالگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سانتورو: اسم خاص. ٿر ۾ ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم.

● سانتوري: اسم خاص. ٿر ۾ ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم - پٽ گاهه - واهو.

● سانتي ع سانتيون (ٿ): ث. زيور جو هڪ قسم.

● سانٺو ع سانٺا: ذ. سُڪل - ٺوٺ.

"ڪنگ کهنگ ڪانيرا، سُڪي ٿيا سانٺا"
(مهيري).

● سانپ ع سانپ (ٿ): ذ. نانگ - بَلا - سَپُ - مار - سرپ.

● سانپڙ ع سانپڙ (ٿ): ذ. سونو - ڏڪو.

● سانپڙڻ: مصدر. موڪلائڻ.

● سانجَر ع سانجرون (س): ث. ماجهر - سويل.

● سانجارو ع سانجارا: ذ. سمنڊ ڪان زنده پير (سکر) ڏانهن سڏو ويندڙ پلو، سٺو ۽ ٿلهو، پَچ ۽ پٽي ڪاري، پاڻيءَ ۾ تيکو هلندڙ.

● سانجڻ ع سانجڻون: ث. رڌ پچاءَ جو گهرو ڪم - رَسوئي - توڻ - سانجاڻ - سانجوڻ (ٿ). خانگي ڪم ڪار.

● سانجاڻ ع سانجاڻون: ث. [سن. سَج. تيار ڪرڻ] سانجڻ.

- سانجڻ جو ڪم: رَڌ پچاءَ جو ڪم.

- سانجڻ ڪرڻ: رڌڻ پچائڻ - ڪاڌو تيار ڪرڻ - بورچيخانو هلائڻ.

- سانجيئو ع سانجيئا: ذ. رڌ پچاءُ جو ڪم ڪندڙ - بورچي.

- سانجوڻ ع سانجوڻون (ٿ): ث. سانجڻ.

● سانجهائي ڪرڻ (ٿ): وهڻ تي سنج رکڻ. مسافريءَ تي نڪرڻ.

● سانجهي ع سانجهيون: ث. [سن. سَنديا. ساير (گاجرا)] نيما شام - شام - منهن مهر - سنجها - سج لهڻ جو وقت - شام جو وقت - پيشي. شفق -

ڳاهاڻ. شاديءَ جي موقعي تي ڪنوار جي نصيحت لاءِ سج لٿي جا ڳيت. (هه. سانجهه).

- سانجهيءَ تارو: ذ. سج لهڻ وقت ظاهر ٿيندڙ تارو.

- سانجهيڪو ۽ سانجهيڪا: ذ. صفت. شام جو- شام وارو- سنجها وارو.

● سانجهيجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سانڃاهه ۽ سانڃاڻ: ث. [سن. سنجڃا: سم = سان + جڃا = ڄاڻ] ساڃاهه- ساڃاهپ- شناس. معرفت- ادب. حيا.

● سانچو ۽ سانچا: ذ. [سن. سنچيچ] قالب- ڪارب- ٻوٿو- پنجرو. مشين- ڪل (ٻانٺين پرڻ، پينسلن گهڙڻ لاءِ).

● سانچارڻ (ل). مصدر. خدمت ڪرڻ- ٽهل ٽڪور ڪرڻ.

● سانچڻ: مصدر. [سن. سنچين = گڏ ڪرڻ] جمع ڪرڻ. آئت ڏيڻ. خبر وٺڻ. رکڻ- بچائڻ- رکيا ڪرڻ- واهر ڪرڻ- اوت ڪرڻ- حفاظت ڪرڻ- پناهه ڏيڻ- اڙ ڏيڻ- پنارو ڪرڻ. سنڀالڻ- لوچڻ- ٿهوڙڻ- تاتڻ. نپائڻ- سانڍڻ.

”دلاسي دارين جي سانچيو سانچي ساهه“

(شاهه).

سکيو ٿيڻ.

● سانچ ۽ سانچ: ذ. واقعو- حادثو- اتفاقي موت. صدمو. الهام. پڙ رائي- لٽين خبر.

● سانڌ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سانڌارو ۽ سانڌارا: ذ. [سن. سنڌوتار = درياهه ۾ گهڙي پوڻ] ٻيڙيءَ کي چوڙڻ واري حالت. چولي- لهر.

”سانداري سمونڊ جي لهوڙي ليا“

سيڻهه. پخال- مشڪ.

- سانڌارو ڏيڻ: ٻيڙيءَ کي هاڪارڻ جو اصطلاح. ٻيڙيءَ کي درياءَ جي پيٽ يا ويڪرائيءَ ۾ واءَ جي سهوليت موجب هڪ طرف کان ٻئي طرف نيئي، هيٺ لهوارو، مٿي اوڀارو هاڪارڻ.

- سانڌاري ۽ سانڌاريون: ث. ٻڪري يا هرڻ جي کل مان پاڻي لاءِ ٺاهيل پخال- مشڪ- کليءَ- اوني- ترڻ جي سيڻهه.

● سانڊاڻ ۽ سانڊاڻون: ث. [ع. ف. سندان] لوهه جو اوزار- لوهه ڪٽڻ لاءِ لوهه جي ڏِڪي.

● سانڊاڻ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سانڊاڻ: ٻت ۾ ٿلهو.

● سانڊاڻو: ذ. [سن. سندام = ڪتائي] آچار- ڪتائي- ڪتاڻ. سانڊاڻي رکڻ جو ڏڻءَ.

● سانڊِڪيءَ: اسم خاص. تعلقي بدين، گوني ۽ سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سانڊو: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سانڍهه ۽ سانڍهه: ظرف. لاڳيتو- سلسلي وار- هڪ ٻئي پٺيان- لڳو لڳ- لڳاتار- ذري ذري- وري وري- هڪ ڪرو- برابر- هڪ ڏڙو- هميشه- سدائين- هر روز- ڏهاڙي. هڪ لس- يڪ ساهي- متواتر. ٻڪو. اسم خاص. مڪان جو نالو.

● سانڍ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سانڍ: اسم خاص. تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سانڍان ۽ سانڍانون: ث. سانڍان- سنداڻ- آهرڻ.

● سانڍاڻ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سانڍاڻ ۽ سانڍاڻون: ث. سانڍان- سنڊاڻ.

● سانڍاڻ ۽ سانڍاڻيون (ل): ث. مال کي وڻ جي ڇانو ۾ وهارڻ جي جاءِ- ميڙهن پورڻ جو هنڌ (ث). ٻاٿاري (ل).

● سانڍاڻو ۽ سانڍاڻا: ذ. [سن. سنڌانم = ڪتائي] آچار- اٿاڻو- ڪتاڻ. ويامڻ ڪاڻپوءِ ڪنهن ڏڳي يا ميڻهن جي ٻن ڏينهن تائين ڪير ڏيڻ واري حالت.

● سانڍُنو ۽ سانڍُنا (ث): ظرف. هيڪاندو- يڪو- لاڳيتو.

● سانڊاٺو: اسم خاص. ٿر ۾ ٿيندڙ هڪ ٻوٽي جو قسم.
● سانڊو ۽ سانڊا (ٿ): ذ. ساندو-سانهو.
● سانڊ ۽ سانڊون (ٿ): ث. مادي آٺ-آٺڻ-ڏاچي. (هہ. ساندني).
● سانڊاٺا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● سانڊاٺو ۽ سانڊاٺا: ذ. پهلوان.
● سانڊڻي ۽ سانڊڻيون (ٿ): ث. سواريءَ لاءِ ڪم ايندڙ مادي آٺ - ڏاچي-آٺڻ.
● سانڊو (سانڊرو) ۽ سانڊا (سانڊرا): ذ. [سن. سرٽ>سري=سرڻ] ڪرڙي وانگي هڪ سرندڙ جيت جو هڪ قسم- ريگ ماهي- سانهو. اسم خاص. تعلقي ڏيري محبت ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● سانڊيو ۽ سانڊيا (ٿ): ذ. گونرو-آٺ (هہ. سانڊيا).
● سانڍ ۽ سانڍيون (ٿ): ث. مادي آٺ - ڏاگهہ - ڏاچي-مولهي. وڏي آٺ (هہ. ساندني).
● سانڍڻ: مصدر. [سن. سند=بچائي رکڻ] سنڀالڻ-سنڀال لهڻ-تاتڻ. رکڻ-ڌرڻ. بچائڻ- حفاظت سان رکڻ-خبرداري ڪرڻ. رکي ڇڏڻ. تيار ڪرڻ-پالڻ-نپائڻ-پرورش ڪرڻ. نوازڻ. لڪائڻ.
— سانڍ ۽ سانڍون: ث. خبرداري- هوشياري- سچيتائي-سنڀال- تات. پرورش- پرگهور- پرچار- پرداخت. رکيا-بچاءُ- حفاظت.
— سانڍور ۽ سانڍوروڻ: ث. چاڪري-خدمت.
● سانڍو ۽ سانڍا: ذ. [سن. سرٽ>سري= چرڻ] پٽ مڇي-ڪيلوڻي.
● سانڍو ۽ سانڍو: ذ. ساليءَ جو مڙس- زال جي ڀيڻ جو مڙس-سنڍو.
● سانڙ ۽ سانڙ: ذ. ڪيڙيل زمين جي سڌائي لاءِ ڪاٺ مان ٺهيل تڙ يا سيهنور-سنهور- ليٿڻ (ٿ).
● سانسار ۽ سانسارون: ث. آرام.
● سانسائڻ: مصدر. نقصان سهڻ.
● سانسي: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ هڪ هندن جي ذات- هڪ خانہ بدوش قوم.
● سانسي ۽ سانسيون: ث. ڪنهن شئي کي جهلڻ لاءِ لوهي اوزار-البوري.
● سانڪڻ: ذ. لٺيءَ جو چٺيل ٻور- ساڪڙ.
● سانڪو: اسم خاص. تعلقي اوباڙي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● سانڪي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● سانڪو: ذ. ڪٽ واڻڻ لاءِ ڇهن نوڙين جو گڏيل مجموعو.
● سانڪوتو ۽ سانڪوتا: ذ. ڪوڏ جو هڪ قسم- ننڍو ڪوڏ. سنڪ- ناد.
● سانگ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● سانگ ۽ سانگون: ث. [سن. مشنڪا= ڊپ] ڳڻتي- تات- فڪر-سوچ-ويچار- خيال- هور-خوض-ڌيان-انسنو- اٺ تڻ- هم تم- ڪٿ. انديشو-ڀؤ- ڊپ. قياس- سمجهہ- پروڙ- ٻرجهہ-فهم. خبرداري- پرگهور. پرواه. ٽولي- جماعت-سنڀير.
● سانگ ۽ سانگ: ذ. [سن. شنڪ=ڀالو] هٿيار جو هڪ قسم-(اڳاٽي وقت ۾ جنگ جو اوزار، رمي يا مهار سان، چوٽيءَ ۾ ڏڦو، جو مخالف سوار کي آچلي هڻندا هئا). ڀالو- بڇي- نيزو- ترار- ڪٽاري-نيمچو- ڏڦو-هلڪو ڀالو- ڪان- ڇمٽو-سنج- ترسول- ڪنڊو- چوڪو- ڪس- تيرشول. [سن. شرنگ=ٻسانگ] ٻسانگ- ٻيل- ٻيانو. (ڪاٺيءَ جو). ڪوهہ ڪوٽيندڙ. [سن. سنگ: سم=برابر+انگ=عضوو] نقل- راس ليلا-ناچ- تماشو-کيل- ناٽڪ- کيڏ- بازي- اٽڪل. جوا. روُنشو. راند- وندر. نماءُ-لقاءُ- ڏيک- ڏيک ويک- نظارو- ناهہ نوهہ- ڀيڪو- ڏيکاءُ- آڊمبر. ٻهر روپ-ويس ڌاري- ويس جي تبديلي جو- چمڙا پوش. ٻت- ٻوتو. دوکو- فريب- ٺڳي- ڊونگ- مڪر- بيڪ- چٽل-حيلو- حرفت. ڊول- ششول. ٻهانو- ڪيگ- ٽينٽال-

سينڌھَنَ. ڪرتوت - افعال. مذاق - چٿر - مسخري. ڪيل - ٺوڪ - چرچو. ڪوٺي - ڪارخانو - ڪاروبار. ڪرت - ڪم - ڌندو. جاءِ - مڪان - ماڳ.

"سيئي ڏونڊي سانگ جتي ماھڙ سرتيون" (شاھ).

واھڙ - واھ - ڏورو. نالو واھ جو [سن. سَمُچَچ: سم = ساڻ + آچچ = جلاوطني] پرڏيھ - پرديس. اڌ ڀلاڻ - لاڏائو - جُوءِ ڇڏڻ جي حالت - وَس. گذر - صرفو. مسافري - سفر. جدائي. اتفاق - سبب. قسمت. خيال. ادب. لالچ. سانگو - آسرو [سن. سَمُگيرَهَ: سَم = ساڻ + گيرَهَ = جهلڻ] بندوبست - ٺاھ - جهٽڪ. رَس - ٺان - ٺاھ. دوستي. لحاظ - لاڳاپو. سعيو - ڪوشش. وَجهه - وقت - وار - وَل - آوسر - سَمجهه - ساڃي - ٽڻ - موقعو. سنو - سَهنج. تمام - مڪمل - پورو - سڀ.

- سانڱاتو ۽ سانڱ تا: ذ. صفت. سنگتي - رفيق.
- سانڱانو ۽ سانڱانا: صفت. سانگ وارو.
- سانڱائيتو ۽ سانڱائيتا: ذ. صفت. سانگي سان. سک وارو - سهوليت وارو - سهنجو - آرام وارو. بنا تڪليف جي - فرحت سان. لڳي هٿ - اوچتو - سني وجهه وارو - موقعي وارو - ٽڻ وارو. لحاظي - ادب وارو - فهميدو - عزت وارو. پرواھ نہ رکندڙ. ضرورت مند - حاجت مند - گهرجائو.
- سانگ بَنائِڻ: مسخري وجهڻ - نقل ڪرڻ. رُسوا ڪرڻ - ٺٺول ڪرڻ. الو بنائڻ - بيوقوف بنائڻ. ٺڳي وجهڻ - برغلائڻ. مڪر ڪرڻ.
- سانگ بَنُجَڻ: ڪيل ڪرڻ - ورتڻ. اثر ڪرڻ - عمل ڪرڻ. (هن) والگر ڪرڻ، يا هلڻ، يا ٿي پوڻ. ڀهرو وٺڻ.
- سانگ پانڱان لڳڻ: حوصلا خطا ٿيڻ.
- سانگ تي وَڃَڻ: سفر تي وڃڻ.
- سانگ ٺاهڻ: اهل ڪرڻ - لمولو ڪرڻ.
- سانگ پوَڻ: سانگو پوڻ - سفر تي ٻاهر وڃڻ. اتفاق درپيش اچڻ.

- سانگ رَچائِڻ: ڍونگ رچائڻ - مڪر ڪرڻ. ڪيل ڪرڻ.
- سانگ سَجايو ڪَرَڻ يا ٿيَڻ: ڪو ڪم خيرخوبيءَ سان ختم ٿيڻ يا ڪرڻ.
- سانگ سِڌارَڻ: سفر ڪرڻ - مسافريءَ تي وڃڻ - ديس ڇڏي پرديس وڃڻ - پنهنجي دوستن عزيزن کان جدا ٿيڻ.
- سانگ سُرهُو ٿيڻ يا ڪَرَڻ: ڪو ڪم خيرخوبيءَ سان ختم ٿيڻ يا ڪرڻ.
- سانگ سَوانگ ۽ سانگ سَوانگ: ذ. ڪيل - تماشو. روپ - ڀهروپ. ظرافت - مسخري.
- سانگ صَرفو ۽ سانگ صَرفا: ذ. صرفو - ڪوءِ سوءِ - سَنجم - سِيت - ڪيوَت. ڪفايت - ڪم خرچي - پاڇي - جُڳت - بچت. حڪمت. انتظام.
- سانگ ڪَرَڻ: تماشو ڪرڻ - ڪيل ڪرڻ. جهڳڙو مچائڻ. ٺڳي ڪرڻ. لڏو پٽي گذران لاءِ تياري ڪرڻ.
- سانگ ڪَري اچَڻ: لاڏائو ڪري اچڻ - لڏ ڀلاڻ ڪري اچڻ. مسخري ڪري اچڻ - تماشو ڪري اچڻ.
- سانگ مَچائِڻ: سانگ ڪرڻ.
- سانگو ۽ سانگا: ذ. قافلو - سات - سڱر. صحبت - سنگت. ڀيلاپ. سنو سبب - پورو وَجهه - پورو ٽڻ - موقع. پورو وقت - پوري مهل - وقت سير. ڪاروبار - ڪوٺي - ڪارخانو - ڪم. واسطو - لاڳاپو. نهار - خيال - پرواھ - لحاظ - عزت - ادب. هاءِ ڀاءُ - اورانيو - سنمان. عرض واسطو. اتفاق. قسمت. آسرو.
- سانگ وَڃَڻ: ڪنهن سانگي يا سبب سان ٻاهر نڪري وڃڻ.
- سانگي: حرف جر. (هن) لاءِ - واسطي - جي ڪري.
- سانگي سان: ڀاڳ سان - قسمت سان. اتفاق سان. خيال سان - ارادي سان. بهاني سان. ڪم سان.
- سانگي ۽ سانگي: ذ. سانگ وارا - سارو ماڻهو - لاڏائو - هڪ هنڌان لڏي، ٻئي هنڌ ويندڙ.

گهمندڙ - سيلاني - شئلاني. رمتو - خانه بدوش - رولو. ساٿي - سنگتي - رفيق - دوست. اتفاق سان ايندڙ - مسافر - پرديسي. پهروپي. ڪوڙي دعويٰ ڪندڙ. مير حاجي عبدالحسين جو تخلص.

- سانگياڻي ج سانگياڻيون: ث. چوري چني. رول.

● سانگاهڻ: مصدر. رهڻ.

● سانگاهي ج سانگاهيون: ث. آهڙا مينهن جنهن جي صرف مٿي ۾ ٽِڪو هجي. (چارئي پير، مٿو ۽ پُڇ اڇو) - چالَ.

● سانگيڙي ج سانگيڙيون: ث. ٿينڊي - سانگهڙ.

- سانُ گمان ج سانَ گمانَ: ذ. (ه). وهم و گمان - فڪر انديشه.

● سانگوٽو ج سانگوٽا: ذ. [سن. شرنڪ = ننڍو سڱ] ننڍو سڱ. ساگو - گانگٽ.

"سمنڊ جي سيرين تنهن ماڻڪ ميڙيا،
چلر جي چوٽين تن سانگوٽا ۽ سپيون"
(شاه).

● سانگوٽي ج سانگوٽيون (ٿ): ث. ساهي پاسي ملهالي ٻڪيءَ جي تنوار.

● سانگي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ٽنڊي باگي، گڙهي ياسين ۽ ڪنڊياري تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سانگهه ج سانگهون: ث. معرفت.

● سانگهه: اسم خاص هڪ مڪان جو نالو.

● سانگهه ج سانگهه: ذ. رهڻ جو سبب - سهوليت - سانگ.

● سانگهارجڻ: مصدر. چوپائي مال جو ويامڻ بعد چر نه چڏڻ.

- سانگهار ج سانگهارون: ث. چوپائي مال جي بيماريءَ جو هڪ قسم.

● سانگهارڻ: مصدر. مال کي چاري لاءِ پڌڻ - سلهاڙڻ.

- سانگهار ج سانگهارون: ث. قطار.

- سانگهارجڻ: مصدر. قطار ۾ گڏجڻ.

- سانگهارو ج سانگهارا: ذ. قطار. وِٿي. ويڇو.

● سانگهارو ج سانگهارا: ذ. [سن. سنهار] پاڻيءَ لهڻ جو زمانو - پاڻيءَ جو ڇينارو يا ڇيهارو - نديءَ جي اٿل يا ٻوڏ ڪرڻ جي موسم. سوس - گهٽتائي - توائي - تنگي - سوڙه. (ه. سنگهار).

- سانگهارو ڏيڻ: وارو ڏيڻ.

● سانگهائي ج سانگهائيون: ث. مينهن جو هڪ قسم، اهڙي گول ٽڪي واري منهن سان - ٻولاهي مينهن.

● سانگهرِ ج سانگهريون: ث. ڳنڍ. نڪاح جو عقدو. مونجهارو - عقدو.

● سانگهيرو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سانگهڙ ج سانگهڙون: ث. ٿاڻءَ ۾ ننڍو سوراخ - ٽنگ - ٿينڊي.

- سانگهڙي ج سانگهڙيون: ث. سانگهڙ.

● سانگهڙ: اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سانگهڙي: اسم خاص. تعلقي کهوکيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سانگهو ج سانگها: ذ. لالڪو. بچاءُ. ٿورو - احسان. سانگو.

● سانگهي ج سانگهيون: ث. سوراخ - ٽنگ.

● سانگهيرو ج سانگهيرا: ذ. ٽُنگ - سوراخ - ٻرگهل - سَلُ - چيد. ڏَرُ. ٻيرُ. ڦٽُ - گهاءُ - زخم - ٽپ - واڍوڙ - چاڪُ.

● سانگهيڙ ج سانگهيڙا: ذ. قطار. وار - ٽولو. مچرڪو.

● سانگهيڙو ج سانگهيڙا: ذ. دلي جو سوراخ - سالگهي - ٽنگ.

"ڪجهه ڏوهي ۾ ڏوهه،
ڪجهه ساڙهي ۾ سانگهيڙا"
(مهيري).

ڳڙ ناهڻ واري ديگ ۾ وجهي، ڦيرائڻ لاءِ ڊگهي ڪاٺي. هڪ ننڍي ٻيڙيءَ جو اوزار، زورق ۾ سڪان يا ويٺين مثل - ٻيڙيءَ جي لهواري هلڻ وقت سڪان جو ڪم ڏيندڙ ڊگهي ڪاٺي.

● سانگهيڙي ج سانگهيڙيون: ذ. سال جي سانگي جهنگ ۾ رهندڙ مالدار ماڻهو.

● سانگائو ج سانگائا: ذ. مائٽي - عزازت.

● سانگاهڻ: مصدر. سمجهڻ. سڃاڻڻ. لحاظ ڪرڻ.
"مون کي ٻرين جا سور سانگاهين".

● سانگيري: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سانم ج سانمون: ث. سام - امانت. پناهه - پناري - لاري.

● سانمي ج سانميون: ث. قبر جي لحد.

● سانوَ ج سانوون: ث. پاڻيءَ جي پر تي مڇي کائيندڙ پکيءَ جو هڪ قسم. بدن سنهو، ڏگهو، ٽنگون ڏگهيون ۽ رنگ سائو - سانءِ - سانُهه.

● سانو ج سانا: ذ. سامونڊي مڇيءَ جو هڪ قسم - جهينگو - ڪالڪٽ. هڪ ٽڪر.

● سانوت: اسم خاص. ميگهه راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

● سانود: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سانور ج سانور: ذ. سهاڳو.

● سانورو ج سانورا: ذ. [سن. شيام = ڪارو] سانولو - ڪاري رنگ تي مائل - ٿورو ڪارو - ڀڪي رنگ تي. مشڪي - چمون - نڪين. سهڻي رنگ وارو - سلوڻو. ڪڻڪ رنگو. خاڪي - سيام. محبوب. وڻندڙ - دل چورائيندڙ. شري ڪرشن مهراج جو نالو.

- سانورائي ج سانورائيون: ث. ٿوري ڪاراڻ - سانولائي - رنگ جي پڪاڻ. ڪڻڪ رنگائي. ڀوراڻ. ڪاراڻ.

● سانوڪ ج سانوڪون: ث. (سن. شياما) هڪ ڀوڪ جو قسم - سانٺون. سائڙي رنگ تي اَنُ.

● سانول ج سانول: ذ. (سن. شيام = ڪارو) سانورو. دوست - محبوب - پريتم - ٻرين - معشوق - جاني - پيارو - جاني. پيار ۽ محبت جو نالو.

- سانولو ج سانولا: ذ. سانورو.

- سانولائي ج سانولائيون: ث. سانورائي.

● سانولپور: اسم خاص. تعلقي گهوڙاٻاري ۾ هڪ ديهه جو نالو. بدين شهر جو اصلي نالو. سالولي نالي هندو ١٧٥٠ع ۾ ٻڌايو. (سنڌ جو سيلاني).

● سانولو ج سانولا: ذ. پاڻيءَ جي هڪ پکيءَ جو قسم.

● سانوڻ: اسم خاص. [سن. شراوڻ > شروڻ = سانوڻ] هندڪي سال جو پنجون مهنو - برسات جو مهنو - مينهن جي موسم. گوڙ جو آواز - قديم هندن جي رواج موجب ويد پڙهڻ جو آواز (هه. سانون).

- سانوڻ آچڻ: مينهن جي مند اچڻ.

- سانوڻي ج سانوڻيون: ث. مينهن پوڻ واري موسم. پاڻيءَ جي چاڙهه جي موسم. خوشگوار موسم. ج سانوڻي: صفت. سانوڻ جي موسم وارو. اسم خاص. هڪ گاهه جو قسم. هڪ ڪاٺ جو قسم.

● سانوڻو: ذ. هڪ گاهه جو قسم.

● سانُهه ج سانُهيون: ث. زالن جو هڪ زيور - ماهي. هڪ سائي رنگ جو پکي - سانءِ (ت).

● سانُهو ج سانُها: ذ. ٻڪري - ڇيلو. هڪ پکيءَ جو قسم - آسماني رنگ جو پکي.

● سانُهاري: اسم خاص. تعلقي واره ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سانُهه سَتي: ظرف. آهستي - ڌيري.

● سانُهه سَتي ج سانُهه سَتيون: ث. واندڪائي - فرصت - نوڀڪلائي - فراغت - وارڪائي - ماٺائي. ماٺ - آرام - صبر - سانت - ساهي.

● سانُهه سَتو ج سانُهه سَتا: ذ. قدري مضبوط - ٿوري طاقت رکندڙ. واندو. بي چنتو.

- سانُهه سَتو ٿيڻ: سهسائڻ - صبر ڪرڻ.

● سانُهر ج سانُهر: ذ. ڪيڙيل زمين جي پٽرن پيچڻ لاءِ ڪاٺ جو ٻنڌ - تر - سنهور - ليٽڻ (ل).

- سانُهر ڏيڻ: هر ڏنل زمين سنئين ڪرڻ.

● سانُهين ج سانُهيون: ث. پکهه جي قد جيڏو هڪ اڇو ڏنڊ جو پکي.

● سانڍهڻ: مصدر. چڪ ڏيڻ - چڪڻ. زور ڏيڻ.
● سانڍهڻجو ج سانڍهڻجا: ذ. صفت. سولو - سهنجو.
● سانڍهڻچو ج سانڍهڻچا: ذ. صفت. سولو - سهنجو.
● سانءِ ج سانئيون: ث. هڪ ٻڪريءَ جو قسم، رنگ خاڪي، ڳچي ڊگهي، مڇي ۽ گاهه کائيندڙ.
● سانئيرُ ج سانئيرَ: ذ. شاعرُ. درياءُ. سير ڪندڙ. سانڍهرُ - ترُ - ليٽڻ.
● سانئرو ج سانئرا: ذ. [سن. شيام=ڪارو] سانورو - سانولو.
● سانئُو: ذ. هڪ گاهه جو قسم - سانوڪ (ت).
● سانئُوتيءَ ج سانئُوتيئون (ت): ث. ڍلڪرن جي ٻور ڪڻڻ لاءِ ٻن شاخن واري ڪاٺي - ٻياني.
● سانئور ج سانئورَ (ب)؛ ذ. سانڍهرَ - ترَ - سنڌهورُ - ليٽڻ.
● سانئون؛ ذ. (سن. شياما) هڪ گاهه جو قسم - هڪ ڏٿ جو قسم. ٻوٽي جو هڪ قسم.
● سانئيءَ: ث. هڪ گاهه جو قسم.
● سانئين ج سائين؛ ذ. (سن. سوامن) سردار - اڳواڻ - مٿاهون. معتبر - عزت وارو. درويش. مذهبي پيشوا. خدا تعاليٰ. (هه. سائين=سردار).
● سانئڻ ج سانئڻيون: ث. مالڪياڻي - گهر ڌياڻي. ماٺي - صاحب - بيبي - زال - ٻاڻي - ٻيگم - ٻالو - مير صاحب - سڪرَ.
● سانيءَ؛ اسم خاص. هڪ قسم جي مڇي، وِيسر ۽ پلي جو ڦوت، قد آڱر جيڏو.
● سانيسو: اسم خاص. تعلقي ميرواه (خيرپور رياست) ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ساڻ ج ساڻون؛ ث. هر جي وراڻي وٽ رهيل سڄي زمين - هر جي مٿاهڙ.
- ساڻ ڪڍڻ يا هڻڻ؛ هر جي وراڻي وٽ رهيل سڄي زمين کي هر سان ڪيڙڻ.
● ساڻ ج ساڻا: ذ. مٿهڙجي - ساڻ پساڻ.
● ساڻُ ج ساڻ؛ ذ. مال جو منڊ وار وير - تورُ. (حرف جر) سانءُ - گڏ - سات - سين پيڙو - سپاڙو.

سميت - سوڌو. سهاءِ - سنگ - ڳر - وٽ - گڏ - ٻيٽ - ٻرسان. شامل.
● ساڻيسيءَ ج ساڻيسيون (ت)؛ ث. انٻوري - جنٻوري - سالڌ سيٽيءَ.
● ساڻڪ ج ساڻڪون (ت): ث. نڪر جو هڪ ٿانءُ.
● ساڻڻ؛ مصدر. لنڊ ۾ ڪر سڙڻ ۽ ٻدن ساهڻ ۾ ٻاسو ورائڻ

"آڏي رات آٿي ويو ٻنهل ٻلاٽي،
سسئي جان ساٿي ته آٿ نه اوطاقن ۾"
(آخوند ٻهارو).

● ساڻو ج ساڻا؛ ذ. [سن. شرانت=ٿڪل < شرم=ٻرهيو] بي ستو - نستو - هيٺو - ڪمزور. اپرو - ڏٻرو. ٿڪل ٽنل - هڄيل. مورڇا. بيهوش. ماندو - بيزار - ڪهيل - ڳهيل - ڪيرو - ڦان. جهڪو. ڦڪو. موڳو.
- ساڻائي ج ساڻائيون: ث. غشي - مورڇائي - بيهوشي - ڪيرت - وِسام - ڍڪر - مورڇاڪتي. سستي. سن. ماندڪائي - ٿڪ. ڪمزوري - نستائي. ڪيرائي.
- ساڻو ٿيڻ: ماندو ٿيڻ - ٿڪجڻ. بي هوش ٿيڻ - ڪيرو ٿيڻ. مورڇا ٿيڻ. ڍڪرجڻ. وِسامڻ.
● ساڻهُ ج ساڻهَ: ذ. اصلوڪو وطن - ساڻيهه. آخرت.
● ساڻيءَ ج ساڻيءَ: ذ. ث. ساٿي - همراه - مدد گار. شريڪ - جٽ - ٻيٽ - رفيق. يار - دوست - سنگتي. ساڻ هلندڙ - سات ڏيندڙ.
● ساڻيهُ ج ساڻيهَ: ذ. [سن. سوديش] وطن - ڏيهه - ديس - پنهنجو ملڪ - جنم ڀونءِ - جنم ڀومي.
● ساوارو ج ساوارا: ذ. صفت. اڳوٺو - اصلوڪو.
● ساواڻ: ث. [سن. شيام=سانئو] ساوي رنگ جي خصوصيت - ساوائي - هريال - هرياليِ - سبزي. پيلائي - پيلاڻ - زرداڻ. سُک - سمپدا - سميت - فرخي. برڪت. لهر ٻهر - اقبال - چڙهت - طالع - سٺائي. ڪيرَ پٽَ. سڀاڳائي.
- ساوائڻ: ث. ساواڻ.

- ساوائپي ۽ ساوائپيون: ث. ساواڻ. دنياداري- تونگري - خوشحالي - جو ڀائپي - آسودائي شاهوڪاري.
- ساوتيري: ث. هندن اصطلاح. جڻيي جو سنسڪار.
- ساوتيي ۽ساوتيون: ث. سوٽ جو سنگ- سوٽاڻ.
- ساوتي سوٽ: سوٽاڻي سؤٽ- سؤٽ جو ٻه سؤٽ.
- ساوٽ ۽ ساوٽون (ل): ث. ساوڪ.
- ساوڌاڻ ۽ ساوڌان: ذ. صفت. ظرف. (سن.) خبردار- هوشيار- سچيت. متوجه- ڌيان ڏيندڙ- هڪ چتو- ايڪمنو.
- ساوڌاني ۽ ساوڌانيون: ث. خبرداري- هوشياري- سچيتائي. ڌاهپ. پچ ڳهڙ. عاقبت انديشي- اڳ چيتي.
- ساورن: ذ. سبرن= ] سون- زر- طلا- ڪنچن- ڪندن. (صفت). سون جو- سون وارو- سون جهڙو- سونهري.
- ساوڙ ۽ ساوڙون: ث. پوري وجهه ۾ اچڻ واري حالت.
- ساوڙ ۽ ساوڙون (ل): ث. صفت. سنئين سڌي- اشراف.

"ساوڙ هجي تنهن کي پانجن ساج"

(جام خان جي شعر تان ورتل)

- ساوڙ ۽ ساوڙ: ذ. ساجي هٿ سان ڪم ڪندڙ. (ضد. ڏاوڙ).
- ساوڙا: اسم خاص. ساوا ڏوڪا يا ڪارڪون جهليندڙ ڪجيءَ جي هڪ ذات.
- ساوڙو: اسم خاص. تعلقي جوهي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ساوڙو ۽ ساوڙا: ذ. جاءِ جي مٿين ڇڄهري کي جهليندڙ آڏيي ڪاٺي - داسو- پچر- لڙهو. ڳاهه ۽ ڏٿ جو هڪ قسم.
- ساوڙي: اسم خاص. تعلقي فيض گنج (رياست خيرپور) ۽ تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو. (۽) ساوڙيون: ث. [سن. شياما] هڪ قسم جو سائو ڳاهه.
- ساوَڪ ۽ ساوَڪون: ث. [سن. شيام = سائو]. ساواڻ. ٻوٽا- نباتات. ڇهچٽو- گلڪاري. وَس. راهه- رستو. سائي رنگ واري هڪ رڍ.
- ساوڪائڻ: مصدر. ساوڪ تي ڏيکائي ڏيڻ- ساواڻ تي مائل هئڻ.
- ساوَڪو (ڪ): اسم خاص. ڳاهه جو هڪ قسم.
- ساوَل ۽ ساوَليون: ث. صفت. سبزي- سائو ڳاهه. ساواڻ.
- ساوَنت ۽ ساوَنتَ: ذ. دلير- بهادر- سورهيه- سورمو.
- ساوَڻ: اسم خاص. [سن. شراوڻ=سانوڻ]. سانوڻ جو مهينو- سنبت سن جو ڏهون مهينو- مينهوڳي وارو مهينو- جولاءِ ۽ آگسٽ جي مهينن وارو عرصو. ماٿهوءَ جو نالو. سنڌيءَ جي هڪ شاعر جو نالو.
- ساوڻيي ۽ ساوڻيون: ث. برساتي مهينو. پانيءَ جي چاڙهه جو وقت.
- ساههَ ۽ ساههون: ث. [سن. سَجّا. سارٿ = تونگر. ف. ساز>ساختن = ٺاهڻ] ساري بدن جا ڳهه- زيور. پنهنجي ملڪيت- نيجي ماليات- چاپٽ- خود جا ڳهڻا. ڳهڻ جو سمورو جنسار. چڪ- ٽاڻ- چيچي- چڪي. ٽانگهه- لوري. ڳڻتي- فڪر- اُڌڪو.
- ساهه ۽ ساهَ: ذ. [سن. شواس] پساهه- دَم- جيءُ- جان- پراڻ- زندگي- عمر- حياتي- جيوَن- جيا ٻو- ساس- چوٽا- ارجا. نبض جي دَڪ دَڪ. جيوتي- گذران. دم ڪشي- دَم- آيو ساههُ. ڪَن- پلڪ- گهڙي- سيڪنڊ. [سن. سارٿ = تونگر] شاهوڪار- سيٺ- مهاجن- تاجر- واپاري. بينڪر- صراف. ديانتداري- ايمانداري.
- ساهه پرِيو ۽ ساهه پرِيا: ذ. جاندار- جيئرو- حياتي- زنده- ساهه وارو. چيتن- چتر. ستي- هوندڙ- موجود.
- ساهه پرِي شَيءِ: ساهدار يا جان واري شيءِ- جاندار شيءِ.

- ساهه تنگ هجڻ: آڪو هجڻ - گهٽي هجڻ.
- ساهه تي اچڻ: سخت تڪليف پهچڻ - سختيءَ ۾ اچڻ.
- ساهه تنگجڻ: انتظار هئڻ.
- ساهه تنگجي پوڻ: سخت انتظار ۾ پوڻ - آداس ٿيڻ - ڪُنڪو ٿي بيهڻ.
- ساهه پٽڻ: ساهي کڻڻ - ساهه کڻڻ - ٿڪ ڀڃڻ - و يسانهين وٺڻ - فرحت ڪرڻ - آرام ڪرڻ - ٿوري دير آرام ڪرڻ.
- ساهه پيٽ ۾ پوڻ: دلجاءِ ٿيڻ. ڀڪو آسرو ٿيڻ.
- ساهه پيٽ ۾ نه هجڻ: سخت خوف سبب پريشان هجڻ.
- ساهه تاروءَ مٺو ٿيڻ: ڏاڍي لذت حاصل ٿيڻ. تمام گهڻو خوش ٿيڻ. چپ چپ کي چٽڻ - مٺي شيءِ کائڻ.
- ساهه ڇڏڻ: مرڻ. بي زور ٿيڻ - نستو ٿيڻ.
- ساهه سان لڳڻ: ڏاڍو پريشان ٿيڻ - منُ منجهڻ - دل دهلجڻ. جان جو خطرو محسوس ٿيڻ.
- ساهه ستو ع ساهه ستا: ذ. قدري طاقت وارو - زور وارو.
- ساهه ستو ٿيڻ: طاقت مند ٿيڻ - ڪجهه زور اچڻ.
- ساهه سر قربان ڪرڻ: سڀ ڪجهه صدقي ڪرڻ. هر طرح حڪم بجا آڻڻ - پوري فرمانبرداريءَ سان هلڻ. تمام گهڻي پيار ۽ محبت جو اظهار.
- ساهه سڪڻ: ڊڄڻ - ڊپ ڪرڻ - ٻڏ وٺڻ.
- ساهه سڪي وڃڻ: ڊڄي وڃڻ - ھبڪي وڃڻ.
- ساهه سنئون: ظرف. ساهه جي برابر - جيءَ جهڙو پيار.
"آهه ساهه سنئون، سو ڪيئن گهڙو گهوريان" (شاهه).
- ساهه غضب ٿيڻ: ساهه بند ٿيڻ - ساهه نڪرڻ.
- ساهه قبض ٿيڻ: ساهه نڪرڻ - مرڻ. گهٽجڻ. ماندو ٿيڻ.
- ساهه ڪيڏڻ: ماري ڇڏڻ - ختم ڪرڻ.
- ساهه ڪيڏي ڇڏڻ: ڏاڍو ڏيڇارڻ - ساهه سڪائي ڇڏڻ.
- ساهه کڻڻ: ساهي کڻڻ - دم پٽڻ. (جيئن، ٿڌو ساهه کڻڻ) اداس ٿيڻ - ڏک ۾ هئڻ - ارمان هجڻ. آه ڀرڻ - شوڪارو ڀرڻ - اڀڪارڻ.
- ساهه مٺ ۾ اچڻ: پريشان ٿيڻ - تڪليف ۾ پوڻ - غمگين ۽ مونجهو ٿيڻ.
- ساهه مٺ ۾ ٿيڻ: ڊپ ۾ اچي وڃڻ - هيراسجي وڃڻ - خوف ٿيڻ.
- ساهه مٺ ۾ هئڻ: ڊپ ۾ هئڻ - مرڻ جو خوف هجڻ. ڏڪڻ.
- ساهه ۾ سانڍڻ: چڱي طرح سنڀال ڪرڻ - حفاظت ڪرڻ.
- ساهه وجهڻ: مدد ڪرڻ. ٽورو ڪرڻ.
- ساهه ورڻ: دلجاءِ ٿيڻ - آٿت اچڻ - دلداري اچڻ - تسڪين اچڻ - فرحت اچڻ - آرام اچڻ - سرهو ٿيڻ - خوش ٿيڻ. اميد ڪرڻ. غم دور ٿيڻ.
- ساهه هجڻ: طاقت هجڻ. طاقت ٿيڻ. همت هئڻ.
- ساها: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ساهت ع ساهتون: ث. چپ - ماٺ. رهائش - سڪونت - اڪيلائي - نوڪلائي.
- ساهت ع ساهت: ذ. [سن. ساهتيه = ] ادب. علم. لٽريچر - ڪتاب.
- ساهتا ع ساهتائون: ث. [سن. سهايه = مدد] سهائيتا - مدد.
- ساهتڻ: مصدر. [ف. شائستن؛ سن. ساهت] علم پڙهي لائق ٿيڻ. زيباور ٿيڻ. ڏسڻ جهڙو ٿيڻ. پرفهم ۽ لياقت ٿيڻ. حليم ۽ نيڪ طبع ٿيڻ.
- ساهتي: اسم خاص. سنڌ جي وچ واري ڀاڱي جو ادبي نالو - نواب شاهه ضلع واري اراضي.
- ساهتيا ع ساهتيائون: ث. منڊلي - جماعت - گروهه - سوسائٽي - پنگت - سنگت - ٽولي -

جٽو - ميا - مت. ميل - ميڙ - مجموعو. (هه. ساهيتيهُ = منڊلي).

● ساهيجڻُ (ت): مصدر. وڏيڪ ٿيڻ.

● ساهرُ ۽ ساهرَ: ذ. سنڀوڙ - ليٽڻ.

● ساهرُ ڏيڻُ: ٻيڙي ڇڏڻ - نابود ڪرڻ.

● ساهرا (ج) ذ. ] پر. ساسرُ. سن. شوواسرُ [ (مڙس لاءِ) زال جا مائٽ - (زال لاءِ) مڙس جا مائٽ.

- ساهرائو ۽ ساهرائا: ذ. صفت. (مڙس لاءِ) زال جي گهرَ جو - (زال لاءِ) مڙس جي گهر جو.

● ساهرو ۽ ساهرا: ذ. [سن. شوواشرُ = ] مڙس جي مائٽن يا زال جي مائٽن جو - ساهرائي آکهه جو - سسُ سهري جي گهر جو.

● ساهبروتيُ (ث): اسم خاص. ٿر جي هڪ ياڳي جو نالو.

● ساهڙَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ساهيڙُ ۽ ساهڙَ: [سن. سهارُد = پيارو] پيارو - دوست - محبوب. (اسم خاص). سهڻيءَ جي عاشق جو نالو - ميهار - ساهيڙ.

"جا هڙَ آندر جيءَ، ساهڙ ڏنيي ساهَ کي"
(شاهه).

● ساهڙُ ٻيڙُ: اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ساهسُ ۽ ساهسَ: ذ. [سن. ساهس > سهه - سهڻ] همت - جرئت - آتساهه.

● ساهڪاڻ ۽ ساهڪاڻيون (ث): ث. [سن. شياما = ساوو] ساوڪَ.

● ساهڪيُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ساهيمائيُ: اسم خاص. تعلقي جهمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

= ساهينڪو ۽ ساهينڪا: ذ. سهانگو.

● ساهڻُ: مصدر. [سن. سهَ = سهڻ] سنبرڻ - تيار ڪرڻ يا ٿيڻ - سنباهڻ - سنباهڻ. سهسائي وجڻ - ٻيڻاري وجڻ - سهي وجڻ - طلب ڪرڻ.

زور ڪرڻ - ٻانُ ڏانهن ڇڪڻ - آماده ڪرڻ - ڪشڻ - ڇڪڻ - تاڻڻ. چوائڻ - چوُچا ڪرائڻ. تنگ ڪرڻ - سوڙهو ڪرڻ. ڪر موڙڻ - آرس ڀڃڻ. ڏکهو ٿيڻ - ليٽڻ - فرصت وٺڻ - ٽڪ ڀڃڻ. هيڏانهن هوڏانهن هلڻ. طعنو ڏيڻ - مهڻو ڏيڻ - ٽنڪو هڻڻ.

= ساهه ۽ ساهون: ث. تاڻ - ڇڪ - ٽنڪ - ڪينچ. ڪشش.

- ساهه ڏيڻُ: ڇڪ ڏيڻ - ٿوري ست ڏيڻ - ٿورو زور ڏيڻ. تاجيءَ کي انگهن تي چاڙهي ڇڪي ٻهارڻ.

- ساهو ۽ ساهو: ذ. [سن. سهايه = ] سهي ويندڙ - برداشت ڪري ويندڙ. بهادر. خيرخواهه. دوست. پشت پناهه. داتا - سخي. محسن. چور - رهزن. بهادر - زور ڀريو - طاقت وارو. دولت وارو - هوند وارو. سپتيو - چڱي چال وارو. هوشيار - تڪڙو. درياءَ جي ڇوڙ وٽ هڪ وڏي قسات جو نالو. وڏو - شاهي. سٺو - چڱو. (اسم خاص). سنڌ جي هڪ شاعر جو تخلص؛ هڪ ستاري جو نالو.

- ساهيُ ۽ ساهيون: ث. ڇڪي - ڪشِ - تاڻَ. آرام.

● ساهوُ ۽ ساها: ذ. سهائو - اجالو - روشني - سوجهرو. خبر - ياد ڳيري - سڌ سماءُ. شاديءَ وقت ڪنواريتن طرفان گهوٽ کي مليل ڪپڙا (ث).

- ساهو سرڻُ: روشني ملڻ - فيض حاصل ٿيڻ.

● ساهوالَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ساهورو ۽ ساهورا: ذ. صفت. (زال لاءِ) مڙس جي ٻيءَ جو گهر يا ڳوٺ - (مڙس لاءِ) زال جي ٻيءُ جو گهر يا ڳوٺ. (هه. ساسرا).

● ساهومو ۽ ساهوما: ذ. ٻاراتو. مهڻو - ڏونگهو.

● ساهو والَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ساهيُ ۽ ساهيون: ث. ٿو روآرام - وسانهين - فرصت - فرجو - دمُ. مهلت - وقفو دمُ. ٻيهڪ - ٿهر - روڪ - ٿمَ - اٽڪاءُ - جهل - پل. پوکَ نه ڪرڻ وارو مندو. حرفت. چانڊوڪي.

- ساهيءَ پَٽَڻُ: دم پٽڻ - ويسانهين وٺڻ - آرام ڪرڻ.
- ساهيءَ رات ۽ ساهيءَ راتيون: ث. سهانئي رات - چانڊوڪي رات.
- ساهيءَ ڪَٽڻ: ڪم ڪان فارغ ٿي ٿورو وقت ترسڻ.
● ساهيتو ۽ ساهيتا: ذ. صفت. وڏو - سڌو. زور وارو. وڏيرو. سڌريل. چڱو - موچارو.
● ساهيڙي ۽ ساهيڙيون: ث. [سن. سکي = سنگتياڻي] يار - سُريت. سنگتياڻي - دوستي واري. جيڏي - سرتي - هڪ جيڏي - جيڏل - سهيلي. چرن داسي - ٽهڪلي. رفيقہ.
- ساهيڙپ ۽ ساهيڙپون: ث. واهپو. سينڌ - سيڪ - پريت - اُنس. دوستي - ياري.
● ساهيلي ۽ ساهيليون: ث. ڏسو ساهيڙي.
● ساءِ: سائين! - جناب! - صاحب! حضور!. امتاع کي مخاطب ٿيڻ وقت استعمال ٿيندڙ لفظ.
● ساءُ ۽ ساءَ: ذ. [سن. سواد = مزو] سوادُ - مزو - ذائقو - لذت - لاءُ - لطف - سٺاءُ - رَسُ - رسنا - چٽڪ - شيري - چسڪي - چاتي - چشڪو - چٽس - چشي - چهڪ. ونڊنا - ذوق. خيال - لحاظ - ادب - عزت. اورانيو - سائو. خوشي.
- ساءُ پوڻُ يا پئي وڃڻ (ڪ): ويرَ جو صفا لهي وڃڻ ۽ پاڻيءَ جو سُڪي وڃڻ.
- ساءَ ڇڏڻ سيئون ڇڏڻ: ميناج ڦٽو ڪرڻ. دنيا جي عيش عشرت ڪان پاسو ڪرڻ - من جون سڌون ماري ڇڏڻ - نفساني خواهشون ترڪ ڪرڻ.
- ساءَ سيڪ وارو ۽ ساءَ سيڪ وارا: ذ. دوست - يارُ.
● سائبانُ ۽ سائبانَ: ذ. (ف). شاميانو - تنبو - خيمو. ڇپر - ڇاڇو - ڇڄر - چاهرو - لانڍي - سنهُ. دروازي اڳيان لڳائڻ جي ڇپري - ڇپڪ. ڇني. چندو - پالُ - چايو.
● سائنيءَ ۽ سائنيون: ث. پن پاڻرن جي اولاد جو لاڳاپو - ساوتي.
- سائنيءَ سئوٽُ: ذ. سئوٽ جو پٽ - سئوٽائي سئوٽ - سئوٽ جو ٻه پٽ.

● سائچو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● سائيڊيءَ: اسم خاص. تعلقي خيرپور ميرس ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سائيرَ ۽ سائيرون: ث. (سر سائير) زمين ڪان سواءِ پين نديون نديون شين تي مڙهيل ڍل. سمنڊ تان ورتل ڍل.
● سائرُ ۽ سائرَ: ذ. [سن. ساگر = سمنڊ] سمنڊ - بحر - درياءُ - ساگر. ڪارو. ندي. موج - لهر. شاعر. ذ. صفت. سير ڪندڙ - ڦرندڙ - گهمڻ وارو. تمام - سڀ - بلڪل - سچو. باقي.
● سائڙو: اسم خاص. جوئر جو هڪ قسم، ان اچو ميرانجهڙو، ٿهُتهَ ڪارا.
● سائيڪ ۽ سائيڪ: ذ. منگر مڇيءَ جو هڪ قسم، پٺي هيٺئي، پيٽ اچو، قد اٽ فوٽ کان ڏيڍ فوٽ.
● سائيل ۽ سائيلَ: ذ. (ع). سوالي - پينار - عرضدار - فقير - منگتو - مڱڻو - گدا - بيکاري - پنٺو - گهرجائو - محتاج. اميدوار. پڇندڙ. درويش - ويراڳي. گراهڪ. اصيلُ.
● سائينس ۽ سائينسون: ث. [انگ Science] علم طبعيات - علم و فن.
● سائڻ ۽ سائڻيون ث. سائڻ. مالڪياڻي. صاحبہ. ماسترياڻي. ماسي.
● سائيٽي: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سائو ۽ ساوا: ذ. صفت. [سن. شياما.] سبز. موڱو - بصريو - آلو. پيلو - ڦيڪو - جهڪو. سر سبز - تازو. آباد - سر سير. ساچو - سڻائو. سپاڳو. ونهيو - ڀاڳيو. شاهوڪار - غني - تونگر - مالوند - مالدار - دولتمند - سکر. آسودو - سکيو. پڇندي وارو - هلندي وارو. نسُرت وارو - نهنو. خوش - فرخنده. (ذ). هڪ قسم جو رنگ - سبز رنگ.
- سائو ٿيڻُ: سرسبز ٿيڻ - آباد ٿيڻ - وڌڻ ويجهڻ. ترقي ڪرڻ - ڪامياب ٿيڻ. سکيو آسودو هئڻ - ساچو ٿيڻ. برڪت پوڻ - ڀاڳ ورڻ. ڦرڻ ڦلڻ. ٻج جو اپرڻ - سلهي جو ڦٽڻ.

= سائو ڏائو هُئَڻُ: سکيو هئڻ - آسودو هئڻ - پئسي وارو هئڻ - شاهوڪار هئڻ.
= سائو پاڻيءَ: بلڪل چِٽِي لَسِي. جهارو.
= سائو جيرو: ذ. دوا جو هڪ قسم - پسارڪو وکر.
= سائو ستابو ۽ ساوا ستابا: ذ. سُکيو. بي قرضو. اولاديءَ.
= سائو سُرخو: ذ. گهوڙي جو هڪ قسم.
= سائو سڱهارو هُئَڻُ: آسودو هئڻ - مالدارُ هئڻ. ڌن دولت وارو هئڻ. خوش نصيب هُئَڻُ.
= سائو ڦُودِنُو: ڦودني جي سبزي.
= سائو سَکو: ذ. ٻنين ۾ رهندڙ سائي رنگ جي هڪ وڏي مکِ.
= سائو ڳَنڙو: اسم خاص. جوئر جو هڪ قسم.
= سائوڪارَتُهو: جُوئر جو هڪ قسم.
= سائو ڪِرڙو ۽ ساوا ڪِرڙا: ذ. ٻر ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جي رنگ جي ڪِرڙي.
= سائو مُنهَن: هٿ جهڙو منهن - ٻنا رت.
= سائو مُنهَن ٿيڻُ: حقارت طور استعمال ٿيندڙ اصطلاح - منهن جو رنگ بدلجي وڃڻ.
= سائو ميگهانُ: ذ. اَٽ جي رنگ جو هڪ قسم.
= سائيءَ ۽ سائيئونءَ > سايئونءَ: ث. رنگ جو هڪ قسم - هريالي - ساوڪ واري - سرسبز. ريج ڏنل زمين. هڪ قسم جي بيماري.
= سائي ڀاڄيءَ ۽ سايئون ڀاڄيئونءَ: ث. ترڪاري - ولس پتي - سبزي - پالڪ وغيره. نباتات.
= سائيءَ ٿُومَ: ث. سبز ٿُومَ.
= سائيءَ ڀاتِ ۽ سايئونءَ ڀاتئونءَ: ث. ڪاشيءَ جي ڀات (ڪ).
= سائي سَانجهي: ظرف. شروع يا منڍ کان.
= سائيءَ سيڙَڪَ ۽ سايئونءَ سيڙ ڪُونءَ: ث. سائي رنگ جي ٻَٽ جي ٽِڙائيءَ.
= سائي ڳَوڙهَ: ث. گهاٽي سائي رنگ جو قسم.
= سائيڙو ۽ سائيڙا: ذ. صفت. سائيڙو - ٿورو سائو - ساواڻِ تي مائل - ٿڌو سائو.

= سائيرو ۽ سائيرا: ذ. صفت. سائيرڙو - ساواڻِ تي مائل - البته سائي رنگ تي مائل. زرداڻ تي مائل - پيرڙو.
● سائُو ۽ سائُو: ذ. [پرا. سن. ساهُ - ساڌُ = شاهوڪار] شاهوڪار - دولتمند - ولهيو - هريو - ڀاڳيو - ڌنات. سائو - آباد - سرسبز. ساڄو. سڀاڳو. سڻائو. فرخنده. [هه سائو = حليم] حليم. سراولدو. چڱي وانُ. تربيت يافته. نهٺو. داناءُ. ننگ سڃاڻندڙ. عاقل - ڄاڻو. نيڪ مرد - ڀلا پرش - ڀلان مانس. چڱو ماڻهو - اشراف. سڄڻ. مسڪين. صبر وارو. دلير - بهادر.
● سائُو جاٽيءَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (هوتواڻي بلوچن جو هڪ قبيلو).
● سائُونڊُ ۽ سائُونڊَ: ذ. [انگ. Sound] آواز.
= سائُونڊ باڪسَ: آواز جي پيٽي - گراموفون جو هڪ پرزو.
● سائُورُ ۽ سائُورَ (ٿ): ذ. صفت. سُبتو - سنئون سڌو.
● سائُونءَ: اسم خاص. [سن. شياما ڪٿ] هڪ قسم جي ڏٿ جي ٻوٽي، سلو اٽڪل ڇپله جيڏو، پَن البت ٻاجهري جي پَنن کان سنها، اٽڪل ڇهه انچ ڪن ڊگها، سنگ اهر جي داڻي جيڏو، سائونءَ جي اَنَ جو نالو، ٻاهران ڀوري رنگ تي، اندران اڇو. (ذ) خريف جي فصل ۾ ٿيندڙ اَنَ جو هڪ قسم - سائُوڪَ (ت).
● سائُونڊَ: اسم خاص. ٿر ۾ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.
● سائُونڪو ۽ سائُونڪا (ٿ): ذ. وهڻ لاءِ ٽيڪ واري سَنجي.
● سائُونٽيءَ ۽ سائونٽيئونءَ: ث. هڪَ ٻڪيءَ جو قسم - سرڻ.
● سائيءَ ۽ سايئونءَ: ث. [سن. شيام = سائو] هڪ بيماريءَ جو قسم - يرقان - ڪامڻ - دولري. پنگ. ڪاٻه سائي شئي - رنگ جو قسم. ڪچي ٻوڪ. وٽ تي زمين. (صفت) سکي - آسودي.

ڏُکي - لڳل. (اسم خاص). ٻارڻ طرف هڪ جبل جو نالو. هڪ لڪ جو نالو.

- سائي ٽيڻ؛ ڏُکي ٽيڻ - ڦرجڻ.

- سائي هُجڻ؛ ڪچي هجڻ.

- سائي وٿ: ٻنيءَ جهي آچا آهي هڻڻ وقت هر ڏينهن جي حالت.

● سائي چَن: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سائيڊ ۽ سائيڊون: ث. [انگ. Side] پاسو - طرف. ميدانئي. بيهڪ.

● سائيز ۽ سائيزون: ث. [انگ. Size] قد - قامت. اوچائي.

● سائيس ۽ سائيس: ذ. گهوڙي جو خدمتگار - سينس.

- سائيسي ۽ سائيسيون: ث. ٻهوڙي جي رکوالي جو ڪم.

● سائيڪل ۽ سائيڪلون: ث. [انگ. Cycle] ڪَل جو ٻن ڦيٿن سان گهوڙو - بائيسڪل - ڊو چرخو.

● سائين ۽ سائين: ذ. [سن. سوامن] سائين - سائي.

- سائينءَ جي دَربار: ث. خدا جي ڪچهري - بارگاهِ الهي.

- سائين لوڪ ۽ سائين لوڪ: ذ. پاڪ ماڻهو - درويش - اولياءُ - ولي - ڌرماتما - بزرگ ماڻهو - ايڪ پانهو. مقدس - پاڪ. پوتر آتما. متقي - پرهيزگار. خدا ترس - امين - ايماندار.

- سائين والو ۽ سائين والا: ذ. سائين لوڪ. سائل - پينو - بيکاري - گداگر - فقير.

● سائين ۽ سائينون: ث. [انگ. Sign] نشالي - اهڃاڻ. صحيح - دستخط.

- سائين بورڊ ۽ سائين بورڊ: ذ. سڃاڻپ جو تختو.

● سائين جو لوڪ: اسم خاص. ڪيرٿر جبل ۾ هڪ مڪان جو نالو.

● سائينو ۽ سائينا: ظرف. عمر ۾ برابر - هم عمر - هڪ جيڏو - جيڏو سرتو.

● سايڙ ۽ سايڙ: ذ. سنگتي - ساٿي - مددگار - پٺيرو - واهرو - حمايتي - ساٿي - ٻيلي.

● سايو ۽ سايا: ذ. [ف. سايه. سن. ڇايا = پاڇو] پاڇو - پاڇولو - عڪس - پرتو - ڊهو - ڪنج. گوشي نشيني. بچاءُ - حفاظت. حمايت. جن، ڀوت، پَري، ديهو جو اثر. صحبت جو اثر.

- سايو لهڻ: جن ڀوت جو اثر ڇڏڻ. حفاظت نه هئڻ.

- سايو هُجڻ يا هُئڻ: آسرو هئڻ - آڌار هئڻ. پُٺِ هئڻ. صحبت جو اثر هجڻ - مهرباني هجڻ - جن، پري وغيره جو اثر هئڻ.

- سايهداري ۽ سايهداريون: ث. حمايت - مدد.

- سايي ڪان پَڄڻ: پاڇولي ڪان ڊڄڻ - صورت ڪان ٿهڻ.

- سايي هيٺ آچڻ؛ حفاظت ۾ اچڻ - پناهه ۾ اچڻ. پري جن جي اثر هيٺ اچڻ.

- سايي ۾ ويهڻ: پاڇي ۾ ويهڻ. پناهه ۾ رهڻ.

- سايه: پاڇولو. پوش - ڍڪ. بچاءُ - پناهه - حفاظت. حمايت. جن، ڀوت يا پري وغيره جو اثر.

- سايه جو نقاب پائڻ: سايه جو پردو پائڻ - لڪڻ - ڇپڻ.

- سايهءِ خدا: بادشاهن جي لاءِ استعمال ٿيندڙ لقب - ظل الله.

- سايهءِ خُور: ذ. آس - ڪاڙهو.

- سايهءِ دار: ذ. صفت. ڇانو وارو.

● سبُ: [انگ. Sub] نائب - پيشڪار - هٿ هيٺ - ماتحت - ننڍو. گماشتو.

- سبُ آفيس ۽ سبُ آفيسون: ث. ماتحت دفتر - زيردست آفيس.

- سبُ انجنيئر ۽ سبُ انجنيئر: ذ. مير عمارات جو نائب - حاڪم تعميرات جو ماتحت - ننڍو انجنيئر.

- سبُ انسپيڪٽر ۽ سبُ انسپيڪٽر: ذ. صوبيدار - نائب ناظر.

- سَبُ ڊِوِيِزنُ ج سَبُ ڊِوِيِزَنُون: ث. ضلع جو هڪ حصو.
- سَبُ رِجِسٽِرارُ ج سَبُ رِجِسٽِرارَ: ذ. رِجِسٽِرارَ جو نائب.
- ● سُبُ ج سُبَ: ذ. پيار. مهر – رحم. سَوَڻُ. سُپُ. تعبير. ادي پيڻ ڪري سڌڻ واري حالت.
- ● سَبَا: اسم خاص. (ع) قرآن مجيد جي ٣٤ سورة جو نالو. هڪ شهر جو نالو.
- ● سُبَاسَ ج سُبَاسُون: ث. [سن. سُباس: سُ = سٺو + باس = بوء] خوشبوء – سرهاڻِ.
- ● سُبَاسُ ج سُباسَ: ذ. صفت. خوشبوء دار – سرهو.
- ● سَبَاڻُ ج سَبَاڻَ: ذ. ڪير ڇاڻڻ وقت ڪير ۾ وِڌل ڌڌُ يا ڏونرِي جو ذرو – سِباڻُ (ت).
- ● سِباڻَڻُ: مصدر. ڪير ڇاڻڻ لاء ڪير ۾ ڏڌ وجهڻ.
- ● سِباڻِيُ ج سِبَاڻِيُون: ث. [سن. سِيوَنَ =] سِلائي – توپائي – توپي ڏيارڻ جو سلهه. ٽاڪائي – بخيائي – بڪائي. مزوري – اجورو.
- ● سِبَائِڻُ ج سِبَائِڻَ (ت): ذ. سَبَاڻُ.
- ● سِبَائِڻُ: مصدر. [سن. سِيَوَنَ =] توپائڻ – ٽاڪائڻ – بخائڻ – بڪائڻ. وٺڻ. موزون لڳڻ.
- سِبَائِيُ ج سِبَائِيُون: ث. سِبائي.
- ● سِبَايَا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ● سَبَبِ: ظرف. جي ڪري – واسطي – لاء – سببان.
- ● سَبَبُ ج سَبَبَ: ذ. [ع. سبب ج اسباب = باعث] باعث – ڪارڻ – علت – وجه – ترغيب. مقصود – مطلوب. نيتَ – ارادو. حجت – دليل. تقريب. ذريعو – وسيلو. حڪمت – تدبير. پاسو. مقدمو. مانڊي. علم عروض جي اصطلاح موجب ٻه حرفي ڪلمو، مثلاً: "پَل، اچ، دَمُ، دمُ وغيره" ٻه قسم: (١) سبب خفيف (٢) سبب ثقيل. سَبَبُ خفيف: – ٻن حرفن جو ٺهيل يعني جنهنجو پهريون حرف متحرڪ ۽ ٻيو ساڪن، مثلاً: "پَلُ، آچُ، دِلُ وغيره." سَبَبُ ثقيلُ: جنهن جا ٻئي حرف متحرڪ، مثلاً: "دَمُ، هَمُ، دَمِ، يا ڪَلَ، مَتِ وغيره."
- سَبَبُ ٿيڻُ: باعث ٿيڻ – ڪارڻ ٿيڻ. اتفاق ٿِيڻ – اوچتو ٿيڻ – قضا سان ٿيڻ. اوچتو ملڻ.
- سَبَبُ سَوِلو ٿيڻُ: سُٺي شروعات ٿيڻ – سٺو سَوَڻُ ٿيڻ.
- سَبَبُ ڪَرَڻُ: ضرورت پيدا ڪرڻ. ذريعو پيدا ڪرڻ – وسيلو پيدا ڪرڻ. ٺهرائڻ – جوڙڻ. مقرر ڪرڻ. قاعدو ڪرڻ. فائدو ڪرڻ. عرض پورو ڪرڻ.
- ● سَبَتُ ج سَبَتَ: ذ. ڇنڇرء جو روز – موڪل جو ڏينهن. فرحت جو ڏينهن – آرام جو ڏينهن (جمعو، آچر). عبادت جو ڏينهن.
- ● سُبُتو ج سُبُتَا: ذ. صفت. ظرف. "ابتي" جو ضد – سڌو – سَنئُون – سڌي طريقي ۾. صحيح – پورو – درست – برصوابُ – ره. ٺيڪُ – شُدُّ – مناسب – آڇتُ – واجب. شايان. وهنوارڪو – ديکائتو. لائق – شائستو – جوڳو – جڳائتو – ٺهندڙ. سَاچو – سٺائو – سَوِلو. اڪتي.
- سُبُتَائِيُ ج سُبُتَائِيُون: ث. (ڪپڙي جو) سڌو طرف – سبتو پاسو – سُبَتَ. برابري – سَوِلائي.
- سُبُتَرِ: ظرف. سَنئين طرح – پوري طرح – شائستگي سان. مناسب طور.
- ● سُبُتو وَتُ: ذ. ڏاڳي جي تندِي ڪي پڪو ڪري وٽڻ لاء ڏنل وَٽُ.
- ● سُبُحَانُ: [ع. سَبَحَ = هو پاڪ ٿيو] پاڪ – قدوسُ – مبرا. خدا پاڪ جو صفاتي نالو. تعريف ڪيل – ثنا جو لائق – ساراه جو مُستَحَقُ. جليل – شاناڻتو – تيجوان – پرتاجي.
- سُبُحَانَ اللهُ: (ڪلمو) الله پاڪ آهي. خدا تعاليٰ کي پاڪائي سان ياد ڪريان ٿو – واڪاڻ جڳائي الله تعاليٰ کي. تعجب جو ڪلمو. تَحُسِينُ ۽ آفرين – واهه واهه – خوبُ – بهتر – تمام سٺو – ڇا ڇوان. بارڪ الله – الله اڪبر – کهڙي ڳالهه ڪجي. طَنزَ جو ڪلمو.

- سبُحَانَ رَبّنَا: صفت. اسان جو رَبُ پاڪ آهي.
- سَبُدُ ۽ سَبُدَ: ذ. [ف]. ٽوڪرو- ٽوڪري- چلي- چبو- ڪارو. نذر جي ڏالي.
- سَبَرُ ڪَتو ۽ سَبَرُ ڪَتَا: ذ. [س. سُ + ع. برڪت = واڌارو] چڱي برڪت وارو- گهڻو- ڪافي- عام جام.
- سَبَرُ ڪتَبيُ ۽ سَبَرُ ڪَتَيُونُ (ت): ث. ڏانداري.
- سَبُڙائيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (مبادا شابڙائي).
- سَبُڙ يُ: تَرُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- سَبُزُ: ذ. صفت. [ف. سبزه=ساوڪ] رنگ جو هڪ قسم- ساوئو- سَرُ سَبُزُ- هَرَ يو. ڪچو. تازو. شادابُ- موڳو- آلو. اڻ پڪل ميوو. وڻندڙ. نئون. دُميچي. ڳُئيُ جو ڪَنئو.
- سَبُزُ باغُ ڏيکارَڻُ: فريب ڏيڻ- ڏوڪو ڏيڻ- ڪوڙي وعدي سان برغلائڻ.
- سَبُزُ بَخُتُ: ذ. [ف. سبز + بخت = نصيب] خوش نصيب- صاحبِ اقبالُ- ليڪ بخت.
- سَبُزُ پاءِ: [ف. سبز + پاءِ = قدم] منحوس قدم. نامبارڪ- بد بخت.
- سَبُزُ پوشُ: ذ. صفت. سائي لباس وارو. زاهد. ماتمي.
- سَبُزُ قَدَمُ: ذ. [ف. سبز + ع. قدم = پير] منحوس قدم- نامبارڪ- بد بخت.
- سَبُزُ قَدَمُ ٿيڻُ: منحوس ۽ بد بخت ٿيڻ.
- سَبُزو ۽ سَبُزا: ذ. صفت. ساوَڪَ- سبزي- هَرُيالَ- هريالي- هرياڻ- هريائي. وسَ. گاهه- پَتا- پَن. پاڇيون- پالڪ- ترڪاري. ڪاراڻ تي مائل سبز رنگ جو گهوڙو.
- سَبُزَهُ: (ف). شادابي- تازگي- طراوت- نباتات- ساوڪَ- اوپر- سبزو. هڪ قسم جو جوهر. پنگ. سياهي ڏانهن مائل، سائي رنگ جو گهوڙو. ڏاڙهيءَ جي ريهَه.
- سَبُزَهُ رَنگُ: سانورو- ڪڻڪ رنگو.
- سَبُزَهُ زارُ: [ف. سبزه + زار- جاءِ. گهڻائي] مرغزار- چراگاهه- سائو جهنگل- گاهه جو فرش.
- سَبُزِ يُ ۽ سَبُزِ يُونَ: ث. سبزو. پنگ.
- سَبُزِ يُ فِروشُ ۽ سَبُزِ يُ فِروشَ: ذ. [ف. سبزه + فروش > فروختن = وڪڻڻ] پاڇيون وڪڻندڙ- باڪيري- بقال. پنگ وڪڻندڙ.
- سَبُزِ يُ گُلُ: اسم خاص. گل جو هڪ قسم.
- سَبُزِ يُ مَنُڊِ يُ ۽ سَبُزِ ي منڊِ يُونُ: ث. پاڇين وغيره جي مارڪيٽ.
- سَبُزونيُ: اسم خاص. هڪ بلوچ قوم جو نالو.
- سَبُز نُيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- سِبُطِ: ذ. (ع). پٽ جو اولاد- آل اولاد. پوٽو. ڏوهٽو. خاندان- نسل- ڪٽنب- گهراڻو- ڪُڙم- ڪٻڙُ- عترت. فرقو- ذات- ليات- قوم- قسم- يهودي قوم.
- سِبُطَيُنُ: (ع). ٻه پوٽا. ٻه ڏوهٽا. حضرت امام حسن رض ۽ حضرت امام حسين رض.
- سَبُعَ: صفت. (ع). هڪ تعداد جو نالو- سَتَ (٧).
- سَبُعَ سَمَاواتُ: [ع. سبع + سماء ۽ سماوات = آسمان] ست آسمان.
- سَبُعَ سَيّارات: ذ. [ع. سبع + سياره = گره] سَتَ گِرهَ: ١- مريخ ٢- مشتري ٣- زحل ٤- زهره ٥- عطارد ٦- شَمُسُ ٧- قمر.
- سَبَقُ ۽ سَبَقَ: ذ. [ع. سَبَقَ = هن شهه ڏني > هن گوءِ کنئي] سَبُقَتَ- پيش روئي- اعلي- سَرُسُ. روزانو پڙهائڻ ۾ ايندڙ ڪتاب جو ڪجهه ڀاڱو- درس- تعليم- ورد- سنٿا- پاٺُ. وڪيل ڪم. وظيفو. هاجَ- پورهيو- ڪَمُ. ذميداري. نصيحت- سمجهاڻي. سزا- گوشمالي.
- سَبَقُ پڙهائڻُ: تعليم ڏيڻ- سيکارڻ. تنبيهه ڪرڻ. عبرت ڏيڻ.
- سَبَقُ پڙهَڻُ: درس وٺڻ- سکڻ- تعليم حاصل ڪرڻ.

- سَبَقُ ڏِيَڻُ: پڙهائڻ - سيکارڻ - تعليم ڏيڻ - اڳتي وڌائڻ. نصيحت ڏيڻ - عبرت ڏيڻ. تنبيهه ڪرڻ - سزا ڏيڻ. ڏوکو ڏيڻ.
- سَبَقُ سِيکارَڻُ: درس يا سنتا يا رڪيل ڪم سيکارڻ. هدايت ڪرڻ. تعدي ڪرڻ - جُٽ ڪرڻ - سيکت ڏيڻ.
- سَبَقُ وَٺَڻُ: پڙهڻ - درس وٺڻ - سکڻ. نصيحت وٺڻ. عبرت حاصل ڪرڻ.
● سَبْقَتَ ۽ سَبقَتُون: ث. [ع. سَبَقَ = هن شَهه ڏني > هن گوءِ کٽي] اڳرائي - گوءِ - ڪَسَرَ - پيش روئي - تقدم. فوقيت - شرف - وڏائي - بزرگي - آنر. هلت - ڪاروائي - سرشتو - دستورالعمل - روش. خوبي - خاصيت - آچائي - ڀَلائي - گڻ - جوهر - فضيلت.
- سَبْقَتُ ڪَرَڻُ: اڳتي وڌڻ - پيش قدمي ڪرڻ. شروع ڪرڻ.
- سَبْقَتَ کَٽِي وَڃَڻُ: وڌڻ - وڌي وڃڻ - ٻئي کان واڌارو ڪري وڃڻ - گوءِ کڻڻ - باري يا ڪَسَرَ کٽڻ - شَهه ڏيڻ - سرسي ڪرڻ.
● سَبُڪُ ۽ سَبُڪَ: ذ. صفت. (ف). هلڪو - خفيف. نازڪ - ڪنئرو - نرم - لطيف. باريڪ - سنهو. چست - چالاڪ - تيز - هوشيار - پَڙ. ڪاريگر - ماهر. ڪم ظرف. بي عزت. بي تعلق.
- سَبُڪُ ٿِيَڻُ: هلڪو ٿيڻ - فارغ ٿيڻ. شرمنده ٿيڻ. نظر کان ڪرڻ - حقير ٿيڻ.
- سَبُڪَ خيزُ: [ف. سبڪ + خيز > برخواستن = اٿڻ] تيز رفتار - چست ۽ چالاڪ.
- سَبُڪُ دَسْتُ: ذ. صفت. [ف. سبڪ + دست = هٿ] ڦُڙت - چالاڪ - جلد ڪم ڪندڙ.
- سَبُڪْدوشُ: ظرف. [ف. سبڪ + دوش = ڪلهو] آزاد - ڇٽل. مجرد. فرصت وارو. آرامي - فرحتي - فارغ. بي تعلق. غير ذميدار. هلڪي ڪلهي وارو. (ديوان واصف).
- سَبُڪْدوشُ ڪَرَڻُ: آزاد ڪرڻ - بار لاهڻ - بري الذمہ ڪرڻ.
- سَبُڪُ گامُ: ظرف. تيز رفتار - تکو.

- سُبُڪِي ۽ سُبُڪِيُون: ث. هلڪائي - ٿورائي - خفت. خواري - بدنامي - ذلت - رسوائي - بي عزتي. شرم جي ڳالهه. صفائي - سنهائي. نزاڪت.
● سُبُڪُ ۽ سُبُڪَ: روشني - سوجهرو - نور - جوت - شعاع - پرڪاش. سُجهندو - آجالو - اهاءُ - ڀهائي. ذ. صفت. خسيس - تُڇ - هلڪو - خفيف - ادني.
● سَبُڪْتَگِينُ: اسم خاص. [ع. سبڪ = هلڪو، تگ = قدم - درجو، اين = پچاڙي] محمود غزنويءَ جي پيءُ جو نالو.
● سِبَنْدِي ۽ سِبَنْدِيُون: ث. لٽڪندڙ تلوار کي اٽڪائڻ لاءِ ڪمر ٻڌي جو ڪڙو.
● سِپَڻُ: مصدر. [سن. سيوَمَ] ٽوپڻ - ٽوپو ڏيڻ - سلائي ڪرڻ - ٽاڪڻ - بخيڻ - ٻَکڻ. اوٽي ڏيڻ. ڳنڍڻ - جوڙڻ - ٽاهڻ - ملائڻ.
● سِبُٽُو ۽ سِبُٽا: ذ. سوئو.
- سِبُٽِي ۽ سِبُٽِيُون: ث. سيبو - سلائي. ٽوپو - بخيو - اوٽي. سئي. ڪانٽو. سوئو.
● سَبُو ۽ سَبُو: ذ. (ف). شراب جي ٿانءُ جو هڪ قسم - دلو - گهڙو - مٽڪو - مٽُ - پيالو - برني. ڪادو.
● سَنبُوسو ۽ سَنبُوسا: ذ. ميدي ۾ قيمون ملائي ان کي گيهه ۾ تري ٺاهيل ٽڪر - سنبوسو.
● سَبِهَ (ث): صفت. ظرف. [سن. سَرْوا] سڀ.
● سَبِي: ظرف. [سن. سَهُوَرِي > سُبهُو] سڄو سارو. تمام گهڻو - مڙئو - سڀيل.
● سِبِي يا سِوِي: اسم خاص. بلوچستان جو هڪ ضلعو ۽ مشهور شهر.
● سَبِيلَ ۽ سَبِيلُون: ث. [ع. = واٽ] واهه - واٽ - رستو - سڙڪ - پيچرو - گس. طريقو. تدبير. صورت. بند و بست. وقف. خدا ڪارڻ پيارڻ لاءِ پاڻي يا کير - خيرات. سچي - خالص. صفت. [سن. سُبهُوري + ل] سڀ - مڙئي - ڪُل - زياده - تمام گهڻي - جهجهي - جام - وڌيڪ -

ڳَپِلُ ـ جالُ ـ ڀَهَنُون ـ گانبو ـ سرس. دستور ـ
چال ـ ڍنگ ـ هلت.

ـ سَبِيلَ پِيارَڻُ: محرم جي مهيني ۾ شربت يا
کير پيارڻ ـ مسافرن کي مفت پاڻي پيارڻ. بنا معاوضي
پاڻي پيارڻ.

ـ سَبِيلَ ڪَرَڻُ: خدا ڪارڻ ڏيڻ ـ رستو
ڪڍڻ ـ تدبير ڪرڻ. بندوبست ڪرڻ.

● سَبِيحُ ۽ سَبِيحَ: ذ. بندگي ـ عبادت ـ
پوڄا ـ اپاشنا ـ پَرسِتِشُ ـ جَپَ. شيوا ـ چاڪري ـ
تعظيم ـ سَنمانُ. حضور ـ جناب ـ بنده پرور.

● سَبِيرو ۽ سَبِيرا: ظرف. ساجهُر ـ سويَر ـ
سويلو ـ جلدي ـ بنا دير.

● سَپاجهو ۽ سَپاجها: ذ. صفت. [سن. سپاجن:
سُ = چڱو + پاجن > پاجَ = پيار ڪرڻ] پاجهه
وارو ـ پاجهارو ـ پاجهه پريو ـ رحيم ـ مهربان ـ
ڪرم ڪندڙ. شفيق ـ رحم دل. نيڪ سياڻ ـ حليم ـ
نيڪ پرڪار ـ هرد لعزيز. ڪيل مُک ـ شيرين مزاج ـ
موهن ـ سَهاجڙو. چئيوان ـ فرمانبردار ـ آگياڪاري ـ
آگياوان ـ چَياڪر ـ چئي ۾ ـ نيازمند. وڻندڙ ـ
ڏسڻ جهڙو. مائيٽو. سگهائتو ـ زوراورُ ـ طاقتور ـ
سَتائو ـ زبردست ـ پهلوانُ ـ جبرو ـ شهزور.
ڀچ وارو.

● سَپالو ۽ سَپالا: ذ. صفت. [سن. سبل: ست =
سان + بل = طاقت] سکيو ـ ڏهيل.

● سَپايا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَپُدُ ۽ سَپُدُون: ث. [سن. ستبده! ست =
چڱو + بدّ = سمجهه] عمدي سمجهه ـ دانائي. (هـ.
بدّه = ڄاڻ).

ـ سَپدِي ۽ سَپُدِي: ذ. صفت. تيز فهم ـ
ذي شعور ـ دانائ. گيانِي.

● سَپَرُ ۽ سَپَرَ: ذ. [سن. سبل > سُ = چڱو +
بل = طاقت] ٿلهو ـ متارو ـ ڏندو. طاقتور ـ سگهارو ـ
زور وارو ـ ڇوهوارو ـ سگهيرو ـ ڏاڍو ـ مضبوط ـ
جانٺو ـ جُنگ ـ جبرو ـ سٽائو ـ زبردست ـ پهلوان.
تندرست. سخت. وڏو ـ قداوَرُ ـ ٿورو مٽي ـ
ٿورو اپريل ـ ٿورو چڙهيل. پنسيوارو ـ شاهوڪار.

ـ سَپراڻِ ۽ سَپُراڻُون: ث. موٽائي ـ ٿلهائي ـ
ٿلهاڻ ـ سپرائي ـ طاقت ـ سگهه ـ زور.

ـ سَپُراڻُو ۽ سَپُراڻا: ذ. صفت. زور جو ـ
طاقت جو ـ سگهه جو ـ ٻل جو ـ قوت جو ـ
ڏاڍَ مڙسيءَ جو ـ ٻليار جو ـ پهلوان جو ـ طاقتمند جو.
زورَ وَراڻو ـ زبردست ـ دست درازيءَ جو ـ جبراڻو.
زبردستيءَ جو ـ غضب ناڪ.

ـ سَپرائِي ۽ سَپُرائيُون: ث. زور ـ ڏاڍائي ـ
جَبُراڻِ ـ ڏاڍائي ـ زوراوري ـ دست درازي ـ
ڌڪ دڙٻ ـ گهٽي پوسات ـ ظلم ـ زبردستي ـ غضب.
زور ـ ٻل ـ طاقت ـ قوت ـ زومَ ـ ڇوهه. تيزائي.

ـ سَپِرو ۽ سَپِرا: ذ. طاقت مند ـ سگهارو ـ
پهلوان. موٽو ـ ٿلهو.

● سَپُرِي ۽ سپرِيُون (ت)؛ ث. گهڻ عقل
واري زال.

● سُپَتُ (ل): ذ. چوپائي جي هڪ بيماري.

● سُپُڪُ ۽ سُپُڪَ: ذ. مونجهو ـ غمگين.
ڏکويل. مانيٽو.

● سُپُڪارو ۽ سُپُڪارا: ذ. سڏڪارو ـ سڏڪو.

"نہ ڪنهن سوره سپڪارو پريو،
نہ ڪنهن انسي آهَ ڪيا"

(مولوي غلام محمد ڀڳائي).

● سَپِڪَڻُ (ت): مصدر. ڪسڪڻ ـ پچڻ.

ـ سَپِڪِي رَهَڻُ: ڪسڪي وڃڻ ـ پچي
وڃڻ.

● سُپِڪَڻُ: مصدر. پَڪل فصل کي پوري
پاڻي نہ ملڻ ڪري اَنُ جو چڱي طرح نہ پچڻ.

ـ سُپِڪِي آچَڻُ: ٻُڪَ ۾ گذارڻ.

● سَپَلُ ۽ سَپَلَ: ذ. صفت. [سن. سَبَل >
س = چڱو + بل = زور] سپرو. مضبوط ـ طاقتور ـ
سگهارو. پهلوان ـ جوڌو.

● سَپَنْدُ ۽ سَپَنْدَ: ذ. [سن. سَبند: س =
چڱو = بنده = ٻڌڻ] سَنبَنْدُ. تعلق ـ ربط ـ واسطو.
سنجوڳ. لڳ لاڳاپو ـ ميلُ ـ ميلاپُ ـ ڳنڍ ـ
ڳانڍاپو ـ ناتو. اتفاق ـ ٻڌي. نسبت مائٽي ـ عزازت.
مشابهت. ڪشش.

● سُپَنڊُ ﴿ سَپَنڊَ : ذ. صفت. پڪو- پختو- ڏاڍو. مضبوط. ڦابو- سوگهو- اَچُلُ- برقرار- ڪپ ڪوڙ. اسٿر- ڏير جوانُ- ثابت قدم. چڱو ڀلو- ڇاڪُ- ڇاقُ- نِمرو- سڪرائتو. ٿلهو. تنناوَر. پوشيدو. سنهون. هلڪڙو. نازڪ.

● سَڀوجهہ ﴿ سَڀوجهون: ث. صفت. [سن. سَ= سان+ ٻوڌ= هوش] چڱي ٻوجهہ- عقل- دانائيِ- سياڻپ- هوش- ڄاڻ.

- سَڀوجهُ ﴿ سَڀوجهہ: ذ. صفت. هوشوارو- سياڻو- دانا- عاقل- ڏاهو. پڙهيل.

- سَڀُوجهُو ﴿ سَڀُوجها: ذ. صفت. چڱي ڄاڻ وارو- عاقل- سمجهو- سَڄاڻ. زيرڪ- چَتَرُ- سُگهڙ- مَتِمانُ- هوشيار- تيز فهم. فهميدو- فهيم. چالاڪ. ڦڙت. سالم.

● سُڀِيِ ﴿ سُڀِيُون (ٿ): ث. مُنْهَنُ جو نمونو- ڊولُ- شڪل. ٻت يا پُشم جو ڪنڊلو. (ت) نظر لڳڻ جي حالت ۾ ٻار جي ٻانهن ۾ ٻڌڻ لاءِ مُڇَ جي نوڙي.

- سُڀِيِ ٻَڙَهَڻُ: نظر جي اثر کي دور ڪرڻ لاءِ مُڇَ ٻڙڻ.

- سُڀِيرَ: ظرف. [سن. سُ= چڱو+ ويلا= وقت] سويرَ- ساجهر.

● سُڀيرِيُ: ث. [سن. سُ= چڱو- ويلا= وقت] شادي يا ڪاج جي ٻہ وقتي ماني- ٻہ ويلا ماني. همراه- دوست.

- سڀيرائيِ: ث. ٻہ وقتو طعام.

● سُڀيرِيُ ﴿ سُڀيرِيُ: ذ. صفت. مضبوط- ڏاڍو- طاقت وارو- سخت.

● سَڀِيلُ: صفت. [ع.] سَبِيلُ- جهجهو- گهڻو- بهون- زياده- وڌيڪ- گهڻل- جالُ- سَرُسُ.

● سُڀيليِ ﴿ سُڀيليِ: ذ. [سن. سُ= چڱو+ ويلهل= پيار] سچو ٻيلي- مدد گار- همراه- ساٿي- سنگتي. (﴿ سڀيليُون: ث) ساهيڙي- ساٿياڻي- سهيلي.

"سُور سپيليِ سئي، لڪ تنهين سَين لنگهه".

● سَڀُ: صفت. [سن. سَرْوَ= ڪُل] سڄو- سارو- سمورو- تمام- ڪُل- مڙيوئي- جملي. سڄو سارو- ثابت- سلامت- پوري جو پورو- هَمَہ- هڙ موڙي. بلڪل- سراسر- محض. ٽوٽل- جوڙ- جمع- ميزان. شامل. عام. عام ماڻهو- جڳ- عالم- دنيا.

- سَڀا ﴿ سَڀا: صفت. سڀ- سڀئي. هر طرح.

- سَڀِ ٻڙ: ظرف. هر حالت- سڀ طرح.

- سَڀَ جو سُونهُون ٿيڻُ: سڀڪنهن جو واقف ٿيڻ- سڀڪنهن سان گفتگو ڪرڻ.

- سَڀُ سَچِيُون ڪَرڻُ: سڀ سلڻ- سڀ ٻڌائڻ.

- سَڀُ سَلاميِ هُئَڻ: سارو جڳ محتاج هئڻ- دنيا جي سرداري حاصل هئڻ- سڀڪنهن جي نظرن ۾ محبوب هئڻ. وڏي مان ۽ مرتبي وارو هئڻ.

- سَڀُ وٽَ سانُ پورو هُئَڻُ: سيني سان دوستي جي نمولي پيش اچڻ- صحبت رسائيندڙ هئڻ- سڀ سان ٺهي هلڻ.

- سُڀُ ﴿ سُڀَ: ذ. (سن. شُڀُ= سُهڻو) سهڻو- چڱو- نيڪ- مبارڪ- مٺو. قسمتي- نصيب وارو- سڀاڳو- خوش نصيب- نيڪ بخت- شُڀُ- عمد و داءُ. سائو- آباد- سڦائو- سَرَ- سُپَرُ. وڏندڙ. شروعات- منڊ (صبح). سَگَڻ- مائٽي، ادي پيڻ ڪري سڏڻ واري حالت- سُڀ.

- سُڀُ سَڏَڻُ: ادي پيڻُ ڪري سڏڻ.

- سُڀُ گهَڙِيُ ﴿ سُڀُ گهَڙِيُونُ: ث. نيڪ گهڙي- مبارڪ وقت- ساعت سعيد.

- سُڀُ لَگَنُ ﴿ سُڀُ لَگَنَ: سٺو وقت. ٻن سُٺن ستارن جو ميلاپُ.

- سُڀُ موقعُ ﴿ سُڀُ موقعا: سهڻو وقت- سٺو موقع سونهن وارو.

- سُڀُ وارُ ﴿ سُڀُ وارَ: ذ. سٺو ڏينهن- سهڻو وارُ. سونهن وارو.

● سَڀا ﴿ سَڀائُون: ث. [سَنُ. سَڀا= جماعت] جماعت- مجلس- ڪچهري- سڀا- منڊلي- اجماع- انجمن- ميٽنگ- ڪائونسل- اسيمبلي- دربار- اجلاس- چوڌاري- ٽولي- جٿو- پنچات- نياءُ سڀا.

رگ ويدڪ واري زماني ۾ سرڪاري ڪاروبار واري جاءِ.

- سَيا پَتي ۽ سَيا پَتِيُ: ذ. مير مجلس - صدر انجمن - پريزيڊنٽ - سر پنچ - پرڌان - منهن موڪ - اڳوان - مکي.

- سَياسَدِ ۽ سَياسَدِ: ذ. شريڪ جلسه - ميمبر - مشير. ڀاتي. فرد - ڇٽو.

● سُيا: ذ. ظرف. سُياڻي. قيامت جو ڏينهن.

● سُياڳُ ۽ سَياڳَ: ذ. [سن. سيا ڳيه: سُ = چڱو + ڀاڳيه = بخت] نصيب - بخت - چڱي قسمت. خوشي. رحمت - ڪرم. دولت.

- سَياڳائي ۽ سَياڳائيُون: ث. بختاوري - وڏ ڀاڳي - لاڪيڻائي - خوش نصيبي - خوش قسمتي - سعادتمندي - نيڪبختي.

- سَياڳو ۽ سَياڳا: ذ. صفت. بختاور - ڀاڳوارو - وَڏَ ڀاڳو - ڀاڳن ڀريو - لاڪيڻو - خوش نصيب - خوش قسمت. سٺائو - سُٺي - سٺولو. سَدورو - ايڪ بخت. ليڇمي، چڱي طبيعت وارو - هردل عزيز - سڀاجهڙو - ڪل مُک - موهن - وڻندڙ. فرخنده. هڪ رنگ جو قسم يا ٿالهو - خاڪي. (ث. سياڳي ۽ سياڳيون).

● سُيانُ: ظرف. [سن. شُر + اهَنُ = ڏينهن] سياڻي - سُياڻين. قيامت جو ڏينهن.

- سُيانڪو ۽ سُيانڪا: ذ. صفت. سُيانڪو - سياڻي جو - سياڻي وارو.

- سُياڻڪو ۽ سُياڻڪا: ذ. ظرف. سُيانڪو.

- سُياڻو: ظرف. سياڻي وارو ڏينهن. صبح - صُبوحُ - ڀريات - فجر.

- سُياڻي: ذ. ظرف. سُياڻو - سُيان. صبح جو - صبحاڻي. فردا.

- سُياڻي تي ڪَمُ نَه رَکَڻُ: ٻئي ڏينهن تي ڪم نه رکڻ. سيان جو ڪم اڄ ڪرڻ.

● سُياني: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو ٿالهو. (نُڪَ چڇڙا).

● سياءُ ۽ سُياءَ: ذ. [سن. سُوڀاءُ. س = چڱو + ڀاوَ = حالت] چڱي فطرت - چڱي حالت - سٺو نمونو - سٺي عادت. عادت - خصلت - خُو - چال - مزاج - ڍنگ - نمونو - پرڪار - سيرت. خاصيت - صفت - وصف. رغبت - لاڙو. قسم - طبع - ذات. گڻ - اڇڻ. لياقت - هوشياري. قاعده. برتاءُ.

- سُياوِڪُ ۽ سُياوِڪَ: ذ. [سن. ڀاوَ = پسند] ڪِل مُک - وڻندڙ طبيعت وارو.

- سُياوِڪُ ۽ سُياوِڪَ: ذ. ازخود - بنا خيال جي. لازمي. چڱي طبيعت وارو - چڱي سُياءَ وارو.

● سَيتَرِ: ظرف. [سن. سَرُوَ تَرَ > سَرُوَ = سڀ] هرهنڌ - جاءِ بجاءِ - هر طرف. سيڪنهن نموني - هر ڪنهن طرح - هر طرف - سيڪنهن رستي. سڀ ۾. سنت - سعيو - تياري.

● سَيِرَ ۽ سَيِرُون: ث. گرڀڻي - پيٽ سان - ڳيڻ - ڳر ڪُڙي - دو پُشتي - ڳورهاري - ڀريل - ڍڪي - ڍُڪل - حامله. (ت). حمل واري مادي آڻ.

- سَيِرَ هُئَڻُ: حامله هئڻ - ڍُڪي هئڻ. (پيڙي سير هئڻ) پيڙي ڀرپور هئڻ. تمام گهڻي بار سان هئڻ.

● سَيِرُ ۽ سَيِرَ: ذ. صفت. [سن. سَبَلَ = سُ = چڱو + بل = طاقت] ٻلي - زور وارو - سگهارو. سبلُ - مضبوط - سياو - بدن ۾ ڀريل - ٿلهو - چڱو متارو - همت ڀريو. چڪار - لڏيل - سٺيل. شاهوڪار - غني - ڌنوان - آسودو - دولتمند - ونهيون - هريو - ڀاڳيو - سائو. وڏو. تدبيرساز.

- سَيُرائي ۽ سَيُرائيُون: ث. صفت. تونگري - شاهوڪاري - دنياداري - آسودائي. چڱيلائي - چاڪائي - نيڪائي - تندرستي. پيٽ - گَرڀُ - گرڀتا - اميدواري - ڳر ڪُڙائي.

- سَيُرو ۽ سَيُرا: ذ. طاقت وارو - ٿلهو - متارو - مضبوط - چڱو ڀلو. دنيادار - پئسي وارو. (ث. سَيري ۽ سَيريُون).

● سَيِرَ حَڻُ: مصدر. ياد پوڻ - دل تي هجڻ.

● سَيڙي پَٽُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ ديهه جو نالو.

● سَپ سَڦائي ج سَپ سَڦائيون: ث. ڪل خير ـ سڀ ڀلائي (دعا جو جملو).
ـ سَپ سَڦائي ٿيڻ: ٻيڙا ٻار ٿيڻ ـ مشڪل آسان ٿيڻ ـ من گهريا مطلب آسان ٿيڻ ـ دل جون مرادون پڄڻ.
ـ سَپ ڪجهه هُئڻ: ڪجهه به ڪين هُئڻ.
● سَپڪو: ضمير. هرڪو ـ جيڪو تيڪو ـ هر هڪ.
● سَپڪوئي: ضمير. هرهڪ. هرڪو ـ سڀڪو ـ جيڪو تيڪو ـ هرڪوئي ـ مڙيئي ـ سڀ ـ ننڍو وڏو.
● سَپ گهو: هڙپ ڪندڙ ـ لالچي ـ هٻڇي ـ کائي ويندڙ ـ هضم ڪندڙ ـ پيٽُ پَرُ.
● سَپنا: (مرڪب حرف ـ سنڌي) سڀني کان.
● سَپڪي: ضمير. سڀڪجهه ـ هرشئي.
● سُپڪي: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سَپو: صفت. [سن. سَروَ = ڪُل] سڀ ـ سڄو ـ ڪُل ـ سمورو ـ تمام ـ سارو. (ه. سپ).
ـ سَپوئي ج سَپوئي: ظرف. سڀئي ـ ڪُل ـ مڙيوئي ـ سمورو ـ سربستو ـ هڙئي ـ سارو ـ جملي ـ ڪُلئي ـ ثابت ـ سڄو ـ سالم.
● سَپو ٻوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● سَپوڳو ج سَپوڳا: ذ. صفت. [سن. سا = چڱي طرح + ڀُڄ = ساڙڻ] سٺيو ـ ڳهڻ لڳل. (ضد. آپوڳو).
● سَپهو: ذ. صفت. سڀئي. جهجهو ـ گهڻو ـ مٿئو ـ جام ـ وافر ـ ٻهُون ـ ريل ڇيل ـ بي انداز ـ هيڪاندو. (ضد. آيئو).
● سَپئو ج سَپئا: ذ. صفت. برڪت وارو. (ضد. آيئي جو).
● سَپئي: ظرف. [سن. سَروَ = ڪُل] سَپ ـ سڀئي.
ـ سَپئي: ظرف. سڀ ـ ڪل ـ سارا ـ سمورا ـ ثابت ـ سلامت ـ سالم ـ سَمُندا ـ مڙيوئي ـ جملي ـ رهيل کهيل ـ پوري جا پورا ـ هڙيئي ـ ڪُلئي. گهڻا ـ سڀيل.

● سپتا ج سپتائون: ث. سدارو ـ تمدن ـ تهذيب ـ اخلاق.
● سُپتا ج سُپتائون: ث. فرصت ـ وقت ـ مهلت. مخلص. امن ـ چين.
● سَتَ: صفت. [سن. سَپتَ > سَپتَنَ. ع. سبعة = سَتَ] هڪ عدد جو نالو ٦ کانپوءِ ۽ اٺن کان اڳ جو انگ ـ ٧ ـ ٧.
ـ سَتَ آگرو ج سَتَ آگرا: ذ. ست آگر ڊگهن ليشن وارو سوئر. ست سالن جو سوئر.
ـ سَتَ برادَر: ذ. سَتَ ذاتيون. گهڻا ماڻهو.
ـ سَتَ پِرائي: ث. ستن پائرن جي پيڻ. عورت جو نالو.
ـ سَتَ پُٽيتو (سَتَ پُٽريتو) ج سَتَ پُٽيتا (ست پُٽريتا): ستن پُٽن وارو ـ گهڻ اولادي.
ـ سَتَ پُٽو ج سَتَ پُٽا: ذ. ستن پُٽن وارو. اڦراٽو.
ـ سَتَ پيڙهيون: ث. بڻ بنياد. خاندان ـ گهراڻو ـ ڪٽنب.
ـ سَتَ راڄي ج سَتَ راڄيون: ث. ذات ذاتيون ـ گهڻا ماڻهو ـ انبوهه.
ـ سَتَ رَڇي ج سَتَ رَڇيون: ث. گهڻن قسمن جا طعام (ستن ٿانون ۾ پيل) ـ مال مليدا ـ ڪاڄ ڪورما ـ لذيذ کاڌا ـ سوادي طعام ـ مزيدار کاڌا.
ـ ستَرَنگي ج سَتَ رَنگيون: ث. ستن رنگن واري. فراشي جو هڪ قسم.
ـ سَترِيو ج سَترِيا: ذ. ستن مهينن جو ڄاول ٻار.
ـ سَتَ سُرَ: ذ. علم موسيقي جا ست درجا مثلاً: ١ـ سهرج ٢ـ رکب ٣ـ گنڌرا ٤ـ مڌم ٥ـ پنچم ٦ـ ڌيوت ٧ـ نکاد ((١) سا (٢) ري (٣) گ (٤) م (٥) پ (٦) ڌ (٧) ني.
ـ سَتَ سُري ج سَتَ سُريون: ث. ستن سرن واري ڳجهارت. ڪُتي ڳالهه ـ سڌي ڳالهه. ڪوڙي ڳالهه.

- سَتَ سُرِيُ پُڌائڻُ: ستن سرن واري پڌائڻ. ڪوڙو جواب ڏيڻ. تڪي ورندي ڏيڻ - حق چوڻ - خراب ڳالهائڻ.
- سَتَ سُڪان: ست عضوا جيڪي سجده ۾ لڳن - ست ڏينهن.
- سَتَ سَمُنُڊَ: ذ. دنيا جا ڪل وڏا ست سمنڊ. مثلاً: (١) بحر شام (٢) بحر قلزم (٣) بحر عرب (٤) بحر هند (٥) بحر عمان (٦) بحر فارس (٧) بحر اسود. هندي ماڻهن جي خيال مطابق: (١) کير (٢) گيهه (٣) ڏڌ (٤) شراب (٥) ڪمند جي رس (٦) ماکي (٧) لوڻ جو آهي.
- سَتَ سُهاڳڻيُونُ ڪارائڻُ: ستن جيئرن مڙسن وارين زالن کي شادي ۽ جي ڏاج يا ڪنهن نيڪ ڪم جي ڪرائڻ جي عوض ڪاڄ ڪارائڻ.
- سَتَ سِينگارَ: ذ. عورت جي سينگار جون ست شيون مثلاً (١) سرمو (٢) پان (٣) مساڳ (٤) ڦڻي (٥) زيور (٦) ميندي (٧) پيشاني ۽ جو تلڪ. ( هندن وٽ سورهن سينگار ٿين ).
- سَتَ ڦيرا: هندڪي رسم موجب ٻاهه جي چوڌاري سَتَ ڦيرا ڦرڻ جي رسم - هندن جي نڪاح جي رسم.
- سَتَ ڦيرا ڦيرَڻُ: هندن جي رسم موجب ويڌي پڙهڻ بعد سَتَ ڦيرا ڏيڻ.
- سَتَ ڪنڊو ۽ سَتَ ڪنڊا: ذ. ستن ڪنڊن وارو - ڪوشهڙ - هفت پهلو.
- سَتَنُ پردَنُ ۾ رَکَڻُ: حفاظت سان لڪائي رکڻ - پردي پناهه ۾ رکڻ.
- سَتَنُ جو گهرُ هُئڻُ: ڀرين درجي جو وڏو گهراڻو هئڻ.
- سَتَ نيڙيالُ ۽ سَتَ نيڙيالَ: ذ. ستن نڙين وارو - وڏي آواز سان ڳالهائيندڙ.
- سَتو ۽ سَتا: ذ. ستن جو انگ يا ست نمبر (پتن کيڏڻ ۾). سگهارو - زوراورُ - طاقتورُ - پهلوان - جبرو.
- سَتَواڙو ۽ سَتَواڙا: ذ. شادي ۽ بعد ستن ڏينهن ڪانوء ڪنواريتن ڏانهن وڃڻ جي رسم. هفتو. (ذ. صفت). ستن ڏينهن جو.

- سَتَوُنُ: ذ. صفت. عدد قطاري - ستين نمبر وارو (ث. ستين).
- سَتونڻ: ث. ڪنهن به الگ جي ڇهه پيرا وڌيڪ هئڻ واري حالت.
- سَتَوُڻو ۽ سَتَوُڻا: ذ. صفت. ست دفعا وڌيڪ حالت وارو.
- سَتَيُنُ: ث. جمع رات - ختمي ڏيارڻ واري تقريب جي تاريخ. ث. صفت. ستن جي درجي مطابق.
- سَتيُو ۽ سَتيا: ذ. صفت. ستن وارو.
- سَتيئي پيئو هيئُون ڏونڻُ: خاندان کي بدنام ڪرڻ جهڙو ڪم ڪرڻ - نوجوان ڇوڪري جو پنهنجي مائٽن وٽان ڀڄي وڃڻ وغيره.
- سَتُ ۽ سَت: ذ. سچ - ستيتا - يٿارٿتا - راستي - حق - صداقت - سچائي - حقيقت. سيل - ڌرم - سَتُ ٻچن - جت - پاڪدامني - عصمت - لڄ - شرم - پردو - حيا - پرم - سُشيلتا. ڪنوار پو. شڌتا - نيڪي - چڱائي - وساهه - پروسو - يقين. مضبوطي - پڪائي - استحڪام. سداچار - سَتَ گڻ - سُلڇڻ. گڻ - خاصيت - وصف. نچوڙ - مغز - جوهر - عرق - لب لباب - اصل روح - روغن - تت - ماپو - سار - مول - تتُ. رَسُ. طاقت - سمرٿي. وسُ - پڄندي - مجال - دسترسي - پڄندي - هلندي - پهچ. ٻلُ - زورُ - وتُ - توفيق - وسعت - قوت - قدرت - شڪتي - ايمان - سگهه - طاقت - سگهتَ - تيج - سامرٿي - همت - مڙسي - جرئت - فاڪ - جيگرُ - ڇاتي - ستيا - اوسان - آسرو - ڏڍُ. فطرت. صحيح - پورو - نيڪ - برابر - درست - بجا - برحق - ساپيان - رَءُ - کرو - ٽڪسالي - چوکو. نت - قائم - ازلي وَ ابدي - آنادي - سناتن - هميشه - جاوداني - سدائين. حلالي - نيڪ - راستباز - حقيقي. وفاداري. پتورتائي. هڪ سؤ (١٠٠).
- سَتا ۽ سَتا: ث. ٻل - زور - سگهه - طاقت - سمرٿي - قوت - وت - توفيق - وسعت - شڪتي. وڏائي. وسُ - پڄندي - دسترسي - مجال - پهچ. دگو - اختياري - هلندي. ستيا - هستي - هئڻ. پاءُ - وجود. جيوَ - مخلوق.

جيوتي ـ حياتي. چڱائي ـ ڀلائي ـ ڀالُ ـ خوبي.

ـ ستارُو ج ستارا: ذ. صفت. مضبوط ـ جاڏو ـ جبرو ـ ساڻو ـ بلدار ـ ٻلي ـ ٻر ٻلُ ـ سگهو ـ سترو ـ سگهارو ـ سگهائتو ـ ستپرُ ـ زورائتو ـ زور ڀريو ـ سگهتو ـ قوي ـ توانو ـ سنڌو ـ سترو تَرُ ـ ستائتو.

ـ ستائيتو ج ستائيتا: ذ. صفت. ست وارو ـ طاقت ورو ـ ستارو.

ـ ستُ ٻولڻُ: سچ چوڻ ـ سچ ڳالهائڻ ـ پوري يا صحيح ڳالهه ڪرڻ.

ـ ستَ تي رَهڻُ: سچ کي نه ڇڏڻ ـ ايمان تي قائم رهڻ.

ـ ستِ جُڳُ: ذ. نهايت ـ سچو زمانو ـ ديوتائن جو زمانو ـ سڀ کان سٺو جهولو زمانو ـ هندن جي عقيدي موجب ١٧٢٨٠٠٠ سالن تي مشتمل زمانو. ڀهرين عمر ـ پاڪ عمر ـ سونهري حياتي.

ـ ستُ ڇڏڻُ: ايمان ڇڏڻ ـ طاقت وڃڻ ـ ڪمزور ٿيڻ. پاڪدامني وڃائڻ.

ـ ستُ ڇوڙڻُ: عزت هٿئون ڇڏڻ ـ پاڪدامني وڃائڻ. بي همتو ٿيڻ ـ بزدل ٿيڻ.

ـ ستُ ڌَرمُ: ايمانداري ـ سچائي.

ـ ستُ رَکڻُ: اعتبار ڪرڻ. سچائي رکڻ. پاڪدامني قائم رکڻ.

ـ ستُ مارڻُ: همت سارڻ ـ طاقت سارڻ ـ ٻلُ محسوس ڪرڻ.

ـ ستُ سنگُ: ذ. چڱن جي سنگت ـ ايڪ ماڻهن جي صحبت.

ـ ستگُرَ ج ستگُرَ: ذ. صفت. سچو مرشد ـ هندو جوڳين وٽ خدا جو نالو.

ـ ستُ مارگُ ج ستَ مارِگ: ذ. سنئون رستو ـ سچي واٽ ـ صراط المستقيم.

ـ ستُ نِڪرڻُ: طاقت نه هجڻ ـ ٿڪجڻ. دولت نه هجڻ. جوهر اکرڻ.

ـ ستُ مُکُ ج ستُ مُکَ: ذ. صفت. سچي منهن يا وات وارو ـ سچار ـ سچو.

ـ ستو ج ستا: ذ. صفت. سگهارو ـ سگهائتو ـ سٽاڻو ـ زوردار ـ زور ڀريو ـ طاقتمند ـ قرارو ـ زبردست ـ پلوان ـ پراڪرمي ـ جبرو ـ ٻچڙيات ـ شهزور. ڀهچ وارو. پاڪدامن ـ پوتر. ستن دائن وارو تاس جو پتو.

ـ ستَوادِڻِ ج ستَوادڻيون: ث. صفت. سچي ـ راست گو ـ سُپتي ـ سچ ڳالهائيندڙ ـ حقي ـ راستباز ـ سچار ـ حق گو ـ کري.

ـ ستَوادِيُ ج ستَوادِيُ: ذ. سچ ڳالهائيندڙ ـ صفا ڳالهه چئي ڏيندڙ ـ نيڪ آدمي ـ پلو السان ـ سچو ماڻهو ـ سچار ـ سچو ـ راست گو ـ سپتيو ـ راستباز ـ حق گو. پرهيزگار. امين. (ث. ستَوادِي ج ستَوادِيون).

ـ ستَوَچَنَ ج ستَوَچَن: ذ. صحيح گفتگو ـ نيڪ ڳالهه. نيڪ نمونو. (ذ. صفت). بلڪل ٺيڪ ـ برابر پورو ـ بلڪل صحيح.

ـ ستيوَرِ ج ستيوَروُنُ (ل): ث. ستر واري ـ پاڪدامن. سچي ـ راست گو ـ حق گو.

● سيتُ ج سيتُون (ت): ث. سُتُ.

● سُتُ ج سُتَ: ذ. اکين جي ٽنرن ۾ پيدا ٿيل گند ـ اک جو خرابو ـ پيچي ـ چيپي. ٻارن ڪمي سُتي وجهڻ لاءِ وڏو سوتو ـ سُتيءَ جو موٽو نالو.

ـ سُتيرو ج سُتيرا: ذ. صفت. پچر ـ چيپر ـ پيچين يا گند سان ڀريل اکين وارو.

ـ ستا: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.

● ستابوُ ج ستابا: ذ. مکيو ـ آسودو ـ هوند وارو. ٻوٽي جو هڪ قسم، ٻارن جي هڪ بيماري "ٻارائيءَ" لاءِ استعمال ٿيندڙ. (اسم خاص). تعلقي ڪمبٽ (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

● ستابو ڀيو: اسم خاص. تعلقي کهونڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ستّارُ: ذ. صفت. [ع. ستَرَ = ڍڪيو] ڍڪيندڙ ـ پرده پوش ـ ستر رکندڙ ـ عيب ڍڪيندڙ.

ڏوهن گناهن تي پرد و وجهندڙ- رحيم- ٻاجهارو- دَيال- دَيالو- بخشڻهار. اسم خاص. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

- سَتّارِيُ ۽ سَتّارِيُون: ث. ڍَڪُ- پرده پوشي. رحم- دَيا- مهر- ڪرنا- ٻاجهه- ڪِرپا- ڪَهل- قياسُ- مرحمت.

● سِتارَ ۽ ستارون: ث. (هـ. ستار = ٽن تندن وارو ساز) ساز جو هڪ قسم- ٽن، ستن، ٻارهن، ايڪيهن تندن وارو ساز. سارنگيءَ جو هڪ ساز. سُرلدو- تنبورو- سارنگي.

- سِتارُ بازُ ۽ سِتارَ بازَ: ذ. ستار وڄائيندڙ- سازندو.

● سِتارَ پيشاني: ث. گهوڙي جي پيشانيءَ تي هڪ قسم جو خاص اڇو ليڪو- ٽِياڳ جي نشاني. گهوڙن جو اصطلاح. سفيد ۽ ميرالجهڙي رنگ واري ٻاني وارو گهوڙو. (ذ. صفت). ٽياڳو- چنبو- منحوس- بد بخت- ڪم بخت.

● سِتارو ۽ سِتارا: ذ. [ف. ستاره] آسمان جو هڪ برج- تارو- اختر- نجم- ڪوڪب- ستاره- نڪٽ- نڪتر- راس- برج. بخت جو برج- قسمت جو ستارو. بخت- قسمت- طالع- ساعت- نصيب- ڀاڳ- ڀاوي- لکيو- تقدير. هَٿُ. وَنِهارُ. ڏاڙهءَ مان ٺهيل ننڍو چمڪندڙ گول ٽڪرو. گهوڙي جي منهن تي آڱوٺي کان ننڍو اڇو نشان. شهر جو نالو.

- سِتارو بلند ٿيڻ: اوج تي رسڻ- اقبال تي پهچڻ- اقبال مند ٿيڻ. بخت زياده ٿيڻ- خوش بخت ٿيڻ.

- سِتارو چَڙهيَلُ يا زورَ ۾ هئڻ: ڀاڳ وڏا. ڪنهن جي پيٽ ۾ وڏيڪ بخت هئڻ. ڪنهن جي مٿان رعب هئڻ.

- سِتارو چمڪڻ: تاري جو روشن ٿيڻ. نصيب جاڳڻ- بخت ورڻ- ڀاڳ کلڻ.

- سِتارو سُنو ٿيڻ: نصيب سنو ٿيڻ- اقبال بلند ٿيڻ. تاري جو مٺي ٿيڻ.

- سِتارَهُ شُناسُ ۽ سِتارَهُ شُناسَ: ذ. [ف. ستاره + شناختن = سڃاڻڻ] ستارن جو علم ڄاڻندڙ- نجومي- جوتشي- منجم.

- سِتارِي جي گَرَدِش: ث. بد قسمتي- بد بختي- بد اقبالي. ادبار.

● سُتّارِيُ ۽ سُتّارِيُون: ث. سلامت- محفوظ- هٿيڪي.

● سُتاڙَ ۽ سُتاڙون: ث. سلامتي- حفاظت- هٿيڪائي.

● سُتَڙُ ۽ سُتاڙَ: ذ. صفت. سوگهو- قابو- مضبوط.

- سَتاڙو ۽ سَتاڙا (ل): ذ. چٽِي. (ذ. صفت). قابو- مضبوط- سوگهو.

● سَتاڙو ۽ سَتاڙا: ذ. شادي جي ستين ڏينهن گهوٽ ڪنوار طرفان ڪنواريتن جي گهر وڃڻ جي رسم- سَتاواڙو (ت). پرڻجڻ کان پوءِ ستين ڏينهن ڪنوار طرفان پاڻڻ جو پڙو. شادي بعد ستين ڏينهن ڪنوار جي ميٽ تيل سان وهنجڻ جي رسم.

- سَتاڙِي جي چُنِي: ستين ڏينهن تي ڪنوار جي اوڍڻ جي ڳاڙهي چُني.

- سَتاڙِي جي چولِي: پرڻجڻ کانپوءِ ستين ڏينهن تي ڪنوار جي پاڻڻ جو گَجُ.

● سُتاڙو ۽ سُتاڙا: ذ. صفت. ظرف. سؤکو- سهنجو- سولو- آسان- سليس- سُترو. آرامي- قراري- فرحتي- سُکي- آسودو.

● سَتاسِي: صفت. هڪ عدد جو نالو- اسي ۽ ستَ. نوي کان ٣ گهٽ- ٨٧.

● سَتاڳَ ۽ سَتاڳُون: ث. گهوڙي جي واڳ- سيلهي.

- سَتاڳَ وارَن: واڳ وارڻ- موڙڻ- اچڻ- مدد لاءِ پهچڻ.

● ستانوي: ذ. صفت. هڪ عدد جو نالو- نوي ۽ ست- سؤ کان ٽي گهٽ- ٩٧.

● سَتاواڙو ۽ سَتاواڙا: ذ. شادي کانپوءِ ستين ڏينهن گهوٽ ۽ ڪنوارجي وهنجڻ جي رسم- سَتاڙو.

ـ سَتاواڙو ڏوڻُ: شاديءَ کانپوءِ ستين ڏينهن گهوٽ ۽ ڪنوار جو وهنجڻ.

● سَتاوَرِ: اسم خاص. هڪ ٻوٽي جي ڪاٺي، دوا طور ڪم ايندڙ- سَتَوَلِ (گرم ۽ خشڪ دوا).

● سَتاوِرِيُ: اسم خاص. هڪ قسم جي وَلِ.

● سَتاوَڙُ ۽ سَتاوَڙَ: اسم خاص. هڪ تاڪرو ٻوٽيءَ جي پاڙَ، رنگ اڇو، زرديءَ ڏي مائل، سواد ڪسارو، دوا طور ڪم ايندڙ. سڀني زهرن جو ترياق.

● سَتاوِڙو ۽ سَتاوِڙا: ذ. ڀرٽي ڪانپوءِ ستين ڏينهن گهوٽ ۽ ڪنوار جيُ ڪنوارين جي گهر وڃڻ جي رسم- ستاڙو- سَتاواڙو (ت).

● سَتاوِنهَ: ذ. صفت. هڪ عدد جو نالو، وِنهَ ۽ سَتَ- ٣٠ کان ٣ گهٽ- ٢٧.

● سَتائِشَ ۽ سَتائِشُونُ: ث؛ ف. تعريف ۽ توصيف- حمد وثنا- شڪر وسپاس- سارا- واکاڻ.

● سَتائِڻُ: مصدر: تڪليف ڏيڻ- آزارڻ- ڪلپائڻ- هلاڪ ڪرڻ- ٻاٺي ڪشڻ- رنجائڻ- اڪائڻ- ايذائڻ- اهنجائڻ- ريڙائڻ- ڪجائڻ- وِياڪُل ڪرڻ. ڪاوڙائڻ- پريشان ڪرڻ- سَنڌائڻ- جنيون ڪرڻ- بيزار ڪرڻ- ورچائڻ- ڪڪ ڪرڻ. پشيمان ٿيڻ- چنبڙي پوڻ. سنت ڪرڻ- آزي نيزاري ڪرڻ.

● سَتائيهَ: ذ. صفت. سَتاويهَ- سَتَ ۽ وِيهَ.

● سَتبَرُڪُ: اسم خاص. ستن پنکڙين مان هڪ گل جو قسم.

● سَتيانُرُ ۽ سَتَيانُرَ: ذ. هڪ عام پکيءَ جو نالو- هيڙهو.

● سُتَتُ ۽ سُتَتُونُ: ث. (سن). تعريف.

● سَتَتُ: ظرف. [سن. سُتَتَ = جلدي] بنا روڪ- بنا رنڊڪ- جلدي- هڪدم- ترت- جهٽ پٽ- تَڪڙا- تڪڙي ڪڙي- ٻيئي ٻير- اِجهو- سَتَتي- تَهَه ٿَه- وَهندي- تَهَطَلبو- تڪڙو- پُٽَ- چوهو- بنا دير- يڪدم- هينئر جو هينئر- امالڪ- تهطل- تهطلب. تنهن مهل- تنهن ٽائي.

ـ سُتَتُ پَتَتُ: ظرف. سُتَتُ- جلدي- امالڪ- يڪدم- ٿهه ٿهه- تڙي ڪڙي- ٻيئي ٻير.

ـ سُتَتَنِيُ: سُتَتُ- جلدي- يڪدم- امالڪ- ٿهه ٿهه- ٻيئي ٻير- اجهو.

● سَتَ تَرِيُ: اسم خاص. منگر مڇيءَ جو هڪ قسم- ڏند (ڏندڻي) پنج آڱر، ٽي قطارون، ڏيگهه ٻن کان ٽوَ فوٽن تائين.

● سَتَتِيهَ: ذ. هڪ عدد جو نالو- ٽيهَ ۽ سَتَ- چاليهن کان ٽي گهٽ- ٣٧.

● سَتَپَڙُو ۽ سَتَپَڙا: ذ. ڳوهيل اٽي جي ستن تهن مان ڳاهيل مانيءَ جو هڪ قسم- آٿرانو. مانيءَ جو هڪ قسم- ستن پڙن وارو ڪيڪ.

● سَتَ جُڳُ: اسم خاص. [سن. سَتيڳُ] هندن جي چئن جڳن مان پهريون ۽ سچو زمانو ١٢٧٨٠٠٠ سالن تي مشتمل (ضد. ڪَلجُڳُ).

● سَتِجَڻُ: مصدر. طاقت ۾ اچڻ. مڙس ماڻهو ٿيڻ- سست نه ٿيڻ- همت ٻڌڻ.

● سُتِجَڻُ: مصدر. سهڻ- تنگ ڪرڻ- ٻوڏڻ- سوڙهو ڪرڻ. سست ٿيڻ- ڍلو ٿيڻ- ڪاهل ٿيڻ. اڪين ۾ پيچيون پوڻ.

● سَتَ ڌارِيو ۽ سَتَ ڌارِيا: ذ. غير واقف (ماڻهو)- ڌاريو- اوپرو- پرائو- غيرُ- بيگانو- اڻ سڃاتو- اڳ نه ڏٺل- اپوهو- اپوٺو. پرديسي- وِديشي- بديسي- بديهي- ٻاهر جو. نئون.

ـ سَتَ ڌارِيو هُئڻُ: ٻاهريچو هئڻ- بلڪل ڌاريو هجڻ.

● سَتَرِ: ث. صفت. [سن. سَپتَتي> سَتَّت] هڪ عدد جو نالو- ڏهه ٻڙي ايڪي ۽ ستن ڏهاڪن وارو انگ- ٧٠.

ـ سَتَرِ پَرَ پائڻُ: ڪيترو به چڱو ٿيڻ. غير معمولي حيثيت رکڻ- وڏَ وڏيرو ٿيڻ- گهڻيون خوبيون ڌارڻ.

ـ سَتَرِ سونُو ٿيڻُ: ڪيترو به چڱو ٿيڻ. غير معمولي حيثيت رکڻ- وڏَ وڏيرو ٿيڻ- گهڻيون خوبيون ڌارڻ.

● سَتَرُ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَترَ ۽ سَترُونُ: ث. جوار جو هڪ قسم، ٻِجُ ٻُهَه ۾ لڪائي رکجي پوءِ پوکجي.

● سَتُرُ ۽ سَتُرَ: ذ. (ع. سَتر. سن. سَتر= ڍَڪُ) ڍَڪُ – پردو– پوش. پردي جي جاءِ– عورت– خواه مرد جو شرمگاه. اوگهڙ ڍڪڻ جو ڪپڙو. نقاب– سُرقو– بُرقعو– چاري– گهونگهٽ. چَپُ– لِڪُ. حفاظت– پرهيز– ڪيري– رَڪَ.
– سَتُرَ جي سُٿَڻ پَهرڻَ: پاڪدامن رهڻ. هميشه ڍَڪَ پردي ۾ رهڻ. بردبار رهڻ– دل جو راز ظاهر نہ ڪرڻ– ڳجهہ اڪائڻ– هلڪڙو نہ ٿيڻ.
– سَتُرُ دارُ: صفت. سَتُرُ وارو. لِڪل– ڳجهو– ڍڪيل– پوشيدو– روءُ پوشُ. بند– قابو. پاڪُ.
● سُتَرُ ۽ سُتَرَ (ٿ): ذ. [سن. ] سُٿُ.
● سَتَرَبُ ۽ سَتَرَبَ: ذ. سردار يا صوبيدارُ.
● سَتُر هَنُ: صفت. (سن. سَتپدَش= ) هڪ عدد جو نالو– سَتَ ۽ ڏَهَہ– ويهن کان ٽي گهٽ– ١٧.
– سَتِر هُونُ: صفت. عدد قطاري موجب سترهين نمبر وارو.
– سُتَڙُ ۽ سُتَڙَ: ذ. (سن. سُ=چڱو+ تٽ < تڙ= ڪنڌي) سٺائو تَڙُ– سٺو گهيڙُ– سهنجو تَڙُ. سُٺي لهڻ جي جاءِ– سٺي منزل جي جاءِ– سٺو ماڳُ– سَولو هنڌ. برصواب– سالم. (ضد. آوتَڙُ، ڪُتَڙ، ڏُتَڙ). سنئين وات– سڌو رستو– چڱو پارُ.
"آوَتڙَ ڪنهن نہ اوليا، سُتڙ ويا سالم"
(شاهہ).
پارسه– ڪچهري– جماعت– ساٿاري.
– سُتَڙَ ٿيڻُ: سٺائي هنڌ رسڻ– پهچڻ– منزل کي رسڻ.
– سُتَڙُ لَڳَڻُ: سُٺي جڳهہ هٿ لڳڻ– سٺو هنڌ هٿ اچڻ.
● سُتيڙِيُ ۽ سُتيڙ يُونُ: ٿ. تمام هلڪي ماتا جي بيماري. سُتي (دوا) جو اسم تصغير.
● سَتيڙِيو ۽ سَتيڙِيا: ذ. (سن. ستين= ) ستن مهنن جو چاول پارُ– ڪچو چاول پارُ. تاس راند ۾ شروع ۾ ئي سَتَ هَتَعَ ڪٺي وڃڻ واري حالت– واٽُو.

● سَتيڙِ يُونُ: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۽ تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
– سَتُ سَتاءُ ۽ سَت سَتاءِ: ذ. ميڙَ– منٿ– آزي– نيازي. سُفارِش.
– سَتُ سَتاءُ ڪَرائِڻُ: ميڙ منٿ ڪرائڻ– سُفارِش ڪرائڻ.
● سَتَسَنو ۽ سَتَسَنا يا سَتَسَوا: ذ. سَتَ سٺو ڏاڳين وارو– سَتَ سٺو تندن وارو ڪپڙي جو ٿانُ.
● سَتِڪارُ ۽ سَتِڪارَ: ذ. [سن. سَتڪار] مانُ– عزت. آجيان– خوش آمديد– خير مقدم– آدرسڪار. آءُ آدر– آدر ڀاءُ– آءُ ڀاءُ.
● سَتَ گُرُ ۽ سَتَ گُرَ: ذ. [سن. ست= سچو + گرو= مرشد) سچو مرشد– مرشد ڪامل.
● سَتَ گُرُو ۽ سَتَ گُرُو: ذ. (سن). سچو مرشد. هندن جي عقيدي مطابق خدا تعاليٰ.
● سَتَ گُلو: اسم خاص. هڪ قسم جو اڇو گل، دوا طور ڪم اچي. هڪ قسم جو پسارڪو وَکَرُ. وڻ جو رَسُ.
● سَتَ گَهرا: اسم خاص. پنجاب جي ساهيوال ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ، مير چاڪر خان رند جي تربت جو هنڌ.
● سَتَلُ ۽ سَتَل: ذ. ٽامي يا لوهہ مان ٺهيل ڏوڪو ڪولارُ. مانٽو. نادي. حوضُ. ڀيپُ– ٽَپُ– ڍَمُ.
● سُتَلُ ۽ سُتَلَ: ذ. (سن. سپت) سُست– آرسي– آلسي.
● سَتِلَجُ: اسم خاص. (سن. شتدر) پنجاب جي پنجن ندين مان هڪ نديءَ جو نالو.
● سَتَلو: اسم خاص. ترم ۾ هڪ ذات جو نالو.
● سِتَمُ ۽ سِتَمَ: ذ. (ف). قهر– ظلم– غضب– انڌير– تعدي– جور و جفا– آزار– ايذاءُ– انرٿ– ڏُک– تڪليف– غريبان مار– راڄ هَٽُ– انڌ ڌُنڌ– ڌوڏُ– بيداد– بغداد– ڏاڙو– وَيلُ– ناحق– قيامت. سختي– زبردستي. داد ڏيڻ وقت استعمال ٿيندڙ ڪلمو.

- سِتَمُ اِيجادُ يا سِتَمُ اِيجادَ: ذ. [ف. ستم + ع. ايجاد] ظلم جو بنياد قائم ڪندڙ - نهايت ظالم.
- سِتَمُ ٿيڻُ: ف. ظلم ٿيڻ - انڌير ٿيڻ. سختي ٿيڻ - آفت نازل ٿيڻ. غم ٿيڻ. نهايت چالاڪ يا ڪنهن فن ۾ يڪتا ٿيڻ - عجيب ۽ انوکو ٿيڻ.
- سِتَمُ دِيدَهُ: ذ. [ف. سِتَم + دِيدَه = ڏسندڙ] مظلوم - ستايل. ڏکي - مجبور - لاچار.
- سِتَمُ رَسِيدَهُ: ذ. [ف. سِتَم + رسيده = پهتل] مظلوم - ستايل. ڏکي - مجبور - لاچار.
- سِتَمُ زَدَهُ: ذ. [ف. ستم + زده < زدن = هڻڻ] مظلوم - ستايل. ڏکي - مجبور - لاچار.
- سِتَمُ شِعارُ يا سِتَمُ شِعارَ: ذ. ظالم - بي رحم - ظلم ڪرڻ جو عادي - ستم گار - ستمگر.
- سِتَمُ ظَرِيفُ يا سِتَمُ ظَرِيفَ: ذ. کلندي کلندي ماريندڙ - کِل خوشيءَ ۾ ظلم ڪندڙ.
- سِتَمُ ظَرِيفِي يا سِتَمُ ظَرِيفِيُون: ث. ظلم - بيداد - غضب.
- سِتَمُ ڪَرَڻُ: ظلم ڪرڻ - بيداد ڪرڻ - ناحق ڪرڻ - غضب ڪرڻ. خراب ڪرڻ - عجيب ڪم ڪرڻ. افسوس جهڙو ڪم ڪرڻ.
- سِتَمُ گارُ يا سِتَمُ گارَ: ذ. ظالم - بيداد گر - مردم آزار.
- سِتَمگَرُ يا سِتَمگَرَ: ذ. قهار - ظالم - ڏوڏي - ظلمي - ستمي - غريبان مار ڪندڙ - ستمگار - ڏکوئيندڙ - غضب ڪندڙ.
- سِتَمِي يا سِتَمِيُ: ذ. ظالم - ستمگر.
● سَتَمِي: ث. (هـ). چنڊ جي ستين تاريخ.
● سَتِمِي يا سَتِمِيُون: ث. حصو - ڀاڱو - پتي - وانڊو - ورڇ - وِرهه - ونڊي - ڦانٽي - تقسيم - ورهاڱو.
- سِتِمِي چُورُ ٿيڻُ: برباد ٿيڻ.
- سِتِمِي سهام هُئڻ يا ڀُورِي هُئڻ: سڀ ناس ٿيڻ.
- سِتِمِي ڪَرَڻُ: ڦانٽي ڪرڻ - ورهاست ڪرڻ - حصا ڪرڻ. رضائمو ڪرڻ. قرض ڳڻ ڏڻ - اوڌر لاهڻ - بلو ڪيڻ. ڏوانون لاهڻ.

- سِتِمِي ناسُ ٿيڻُ: برباد ٿيڻ - تباهي ٿيڻ - آجاڙ ٿيڻ - خانه خرابي ٿيڻ - ستيا ناس ٿيڻ - ويراني ٿيڻ.
- سُتَنتِرُ يا سُتَنتِرَ: ذ. (سن. سوتنتر) آزاد - ڇٽل - ڇڙواڳ.
- سُتَنتِرُتا يا سُتَنتِرتائُون: ث. آزادگي - آزادي - حريت.
- سَتَڻُ: مصدر. اڳ نوڪريءَ ۾ بيٺل ماڻهوءَ مٿان ضد ۾ چڙهت ڪرڻ. همت ڀڃڻ - دل ڀڃڻ.
● سُتو يا سَتا: ذ. (سن. ستيا = پاڪائي) پاڪدامن - ستو جتو. (اسم خاص). سنڌ جي ڪوڏ جو هڪ قسم.
- سَتو جَتو يا سَتا جَتا: ذ. پاڪدامن. (ث. سَتي جَتي يا سَتيُون جَتيُون).
● سَتو يا سَتوئُون: ث. همدرديءَ جو جذبو - احساس. سچائي - سرم - ستوهه. تنگي - هلاڪت. بيزاري - پريشاني. ضرورت - لاچاري.
- سَتو ڪَرَڻُ: قدمو ڪرڻ - فرياد ڪرڻ. پٺيان لڳو رهڻ. ستائڻ - ڪپائڻ - هلاڪ ڪرڻ - دق ڪرڻ. ريڙائڻ - پاڻي ڪڍڻ - ڪٽي ڏيڻ. بيزار ڪرڻ - پريشان ڪرڻ.
● سَتُّو (ت): ذ. ڀڳل اَنّ جو اٽو.
● سُتو يا سُتا: ذ. صفت. "سمهڻ" مصدر مان اسم حاليه جي صورت. [سن. سُوپتَ. پرا. سُتّ = ] سانو - مونجهو - اجهائل.
"ستوئي سيج گهرين، جفا ڏئين نه جان"
(شاهه).
- سُتا سَپَ جاڳائڻُ: ننڍين سير ويهر وڌائڻ - بند ٿيل جهيڙو وڌائڻ.
- سُتا سُورَ جاڳائڻُ: ڏکن جون وسريل ڳالهيون وري ياد ڏيارڻ.
- سُتا شِينهَن جاڳائڻُ: پاڻ کي ڇاتي واٽي نقصان ۾ آڻڻ.
- سُتيي شاخَ چَرَڻُ: سُتا سورَ جاڳائڻ - سُتل عشق آيرڻ.
"محبتي ميهارَ جي، سُتيي شاخ چَريِ" (شاهه).

- سُتيي مڪيب جاڳائيڻ: بند ٿيل جهيڙو شروع ڪرڻ - معاملو مچائڻ.
● سُتُوتَ ۽ سُتُوتُون: ث. مناجات. آزي - نيزاوي.
● سَتوگُڻُ ۽ سَتوگُڻَ: ذ. نيڪيءَ جو اصول - سچو ڳُڻُ - چڱائي جو متو - فياضي قانون - سچ ڳالهائڻ جي خاصيت. حق جو آواز.
- سَتوگُڻِي ۽ سَتوگُڻِي: ذ. صفت. چڱو - ڀَلو - نيڪ - سُٺو - او ڪهو - آچو - موچارو - عمدو. سڦرو - شُڀُ. صحت بخش - مفيد - فائد يمند - نفعي وارو. بي ڏوهو - بي گناهه - بي عيب.
● سَتولُ ۽ سَتولَ (ٽ): ذ. ڪچهه ڳرو - ٿورو ڳرو.
● سَتَون (ٽ): ڪنڪ کي ڪاڙهي، ڪُٽي، ڇَڇي ۽ پيهي تيار ڪيل اٽو، ڪنڊ ۽ گيهه وجهي استعمال ٿيندڙ. سيري جو هڪ جلد تيار ٿيندڙ قسم.
● سُتُون ۽ سُتُونَ: ذ. (ف). ٿنڀ - ٿنڀو - رُڪن - پيلپائو. آڌار - ٽيڪ. منارو. ٿُوٺي. تڪليف - دردسَري - ڪَشالو - دقت - جاکوڙو. ويا ڪلتا - پريشالي - هَلاڪي - اهنج - ايذاءَ - ڏُکُ - ڏُکُ - ڏَنجُ - ڏنجهو - آپاندي - ڪلڪاهو. جنجال - آزار - زحمت. خرابي - وکوڙ - ڪڙ ڪڙ. واڻي - ڪَهڻي - چَوَڻي - سخن - ڪلام - واڻي. زبان - ٻولي - ڀاڪا - ڀاشا. ڳالهه ٻولهه - ذڪر - گفتگو. تقرير - وِياکيان.
- سُتُون بَنَدِي ۽ سُتُون بَنَدِيُون: ث. ٿنين جي قطار. هڪ قطار ۾ ٿنين کڙي ڪرڻ جي صنعت.
● سَتَوَنجاهُ: ذ. هڪ عدد جو نالو - ست ۽ پنجاهه - ست ڪان ٿي گهٽ - ٥٧.
● سَتوهُ ۽ سَتوهَ: ذ. ضرورو - لاچار - مجبوري. پارت - تاڪيد - گهٽو چوڻ. فرضي. زور (ڪانڻ لاءِ).
- سَتوهُ وَڪَڻُ: ذمو ڪرڻ - پارتائڻ - فرضي ڪم ڪري ڇڏائڻ.

- سَتوهُ ڪَرَڻُ: تاڪيد ڪرڻ - گهٽو چوڻ.
- سَتوهو: بارُ. زورُ. مِنتَ.
● سيتوهُ ۽ سيتوهَ: ذ. ڊپ - پڻو - خوف - ڏَرُ - سنڪوچ - اند يشو - آڌڪو - ڊِڄُ. رنج - سُورُ - اهنج - ڏُک. ڳٽي. سوڙهه - لاچار - مشڪلات. تنگي. افلاس - ڪَتي - لوڙ - احتياج - ضرورت - ڪَپُ - کهرج - ڪاڻ - حاجت - طلب. ويساهه. تابُ. جورو - بيداد - انڌيرُ - ظلم - ڏاڍ - زبردستي.
● سُتهُ ۽ سُتهَ: ظرف. ازخود - طبيعي - پاڻمرادو. (ذ. صفت). سياويڪ.
- سُتهُ سُڌ: ازخود.
"انيئي جوت اندر ۾ سُتَهه سُڌ ٻرِي" (سامي).
● سَتَهتَرِ: ذ. صفت. هڪ عدد جو نالو - سَتَ ۽ سَتَرِ - اسي مان ٿي گهٽ - ٧٧.
● سَتَهَٺ: ذ. صفت. هڪ عدد جو نالو - سَٺ ۽ سَتَ - سَتَر مان ٽي گهٽ - ٦٧.
● سَتَهِين: ث. قمري مهيني جي ستين تاريخ.
● سَتَهِين: ث. چنڊ جا پهريان سَتَ ڏينهن. چنڊ جو ستون ڏينهن.
● سُتيڙو ۽ سُتيڙا: ذ. [سن. شُڪتا] سمنڊ جي هڪ ڪوڏ جو قسم، اڪثر دوائن ٺهائڻ جي ڪم ايندڙ - سِپي - سُتيي - کهو گهيتو.
● سَتَيِن: ث. [سن. سَتَپَن] هر ڪنهن قمري مهيني جي ستين تاريخ.
● سَتيي ۽ سَتيُون: ث. صفت. [سن. ستيي = پاڪدامن] گُنائتي - سَلڇڻي - سَتُر واري. پاڪدامن - سيلوانَ - جَتي - سيتاوان - پتورت - شُڌَ - پتوتر - پاڪُ - صفا. ليڪ - پلي - ڌرم شيل. ثابت قدم - سچي - وفادار - پاڻ کي مڙس جي لاش سان گڏ ساڙيندڙ عورت (هند ڪي رسم موجب). ڏُرگا پاروَتي جو لقب. ثوابي - سد آچاري - ڇَچي. پتورتا. ڏ ها ڳڻ زال - بيوه - رنڙي - وڌوا - ڏنيل. ڳناهن ڪان آجي. سنڍ رڍ. ڦر ڪي ويجهو نه ويندڙ مادي جانور.

- ستيائي ۽ ستيائيون: ث. ستي - ستي جتي - ستياوان - پاڪدامن - شيلوان - پتورت - ڌرم شيل. ڏاتار - سخيائي - اڌار چيت - ڪشاده دل - درياه دل. ايمان واري. پروسي جهڙي. سچي - وفادار - وچن تي پوري.
- ستي ٿيڻ: هميشه لاءِ ڪنواري رهڻ. مڙس جي لاش سان گڏ سڙڻ (هندڪي رسم).
- ستي جتي ۽ ستيون جتيون: ث. ستي - ستيائي.
● ستي ۽ ستيون: ث. [سن. شڪتِ = ] سيپ مان ٺهيل پارن کي دوا وغيره پيارڻ جي سيپي - ستنڙو - سيپ. ڪوڏيءَ جو هڪ قسم. ٽڪي - دوا جو وزن.
" ٽڪي فرق نه ڪيو، سوين ڏنائون ستيون ".
دوا جو ڍڪ - لُڙڪي. گهيٽ. هير - عادت.
- ستي آچڻ: عقل اچڻ - پرائڻ - سکڻ - ننڍپڻ مان پرائڻ.
- ستي پوڻ: هير پوڻ - چوس پوڻ - عادت ٿيڻ - علت پوڻ. سکيا ملڻ.
- ستي ڏيڻ: دوا پيارڻ. زهر ڏيڻ.
● ستيا ۽ ستيائون: ث. [سن. ستيا = طاقت] ٻل - قوت - زور - سگهه - تيج. حق - ست - سچ. واقع - درحقيقت - دراصل. ايمان. مضبوطي - همت - مڙسي - جرئت - جگر - ڦلڪ - آئو سان - ڇاتي - جان. ارادو. قصد - پڪو ارادو - پرڻ. ٺهراءُ - رِٽ. ايمانداري - پت - سچائي - سپتيائي - ويساهه - توڪل. ڌيرج - صبر. پهلواني - بهادري.
- ستيا ٻڌڻ: همت ڪرڻ - مڙسي ڪرڻ - جرئت ڪرڻ - دل جهلڻ - جگر جهلڻ - ڦلڪ ڪرڻ - ڇاتي جهلڻ. ڪوشش ڪرڻ - (مارڻ جي) ڪرڻ.
- ستيا جو سندرو ٻڌڻ: همت ڪرڻ. محڪم ارادو ڪرڻ.
- ستيا جي پيڙن کي ستڙ ڪرڻ: ست قائم رکڻ - عصمت جي حفاظت ڪرڻ.
- ستيا ڪرڻ: همت ڪرڻ - بهادري ڪرڻ.
- ستيا گيرو: سچ تي بلڪل پوري طرح قائم رهڻ واري مهم - سچو عهد - سچو مقابلو. خاموش مقابلو.
- ستيا منڊڻ: همت ڪرڻ - مڙسي ڪرڻ - جرئت ڪرڻ - جگر ڌارڻ - ڇاتي رکڻ. پرڻ ڪرڻ - پڪو ارادو ڪرڻ - قصد ڪرڻ. رٽ ڪرڻ - ٺهراءُ ڪرڻ. ايمانداري رکڻ - سپتيائي رکڻ.
- ستيا ناس: ظرف. بربادي - تباهي - ابتري - اُجاڙ - ويراني - خاڪ خرابي - وناس - فنا - پائمالي.
- ستيا ناس ٿيڻ: تباهه ۽ برباد ٿيڻ - خراب ٿيڻ - ويران ٿيڻ - منهدم ٿيڻ. زور گهٽجڻ.
- ستيا ناس ڪرڻ: تباهي ڪرڻ - ويراني ڪرڻ - برباد ڪرڻ. خراب ڪرڻ - ردي ڪرڻ - بي ڪار ڪرڻ - ڦٽائڻ - ڊاهڻ - ڪٽائڻ. (نالو) پوڙڻ - ٻيڙي ٻوڙڻ - مسائڻ - بگاڙڻ - خالو خراب ڪرڻ - تلف تاراج ڪرڻ - چٽ ڪرڻ. نقصان ڪرڻ. طاقت وڃائڻ. بدراهه ڪرڻ.
- ستياوان ۽ ستياوان: ذ. صفت. همت پريو - ڇاتي وارو - متوڪل - جوانمرد - جرئت وارو - برجستو - ڦڙت - تن تپائو. تيج وارو. ايماندار. سپتيو - سچو.
● ستيارو: اسم خاص. تعلقي فيض گنج (رياست خيرپور) ۾ تعلقي دادو ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ستياري: اسم خاص. ٽنڊو الهيار، شهداپور، ۽ ديري محبت تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ستيتاليهه: ذ. صفت. هڪ عدد جو نالو - چاليهه ۽ ست - پنجاهه مان ٽي گهٽ - ٤٧.
● ستي ڏهرا: اسم خاص. تعلقي ننگر پارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ستينڙو ۽ ستينڙا: ذ. [سن. شڪتِ = ] پار کي ستي وجهڻ جي سيپي - ڏونيڻڙو.
● ستينڙو ۽ ستينڙا: ذ. پاڻيءَ جي هڪ جيت جو قسم.
● ست ۽ ستون: ث. [سن. سارٿ = ] مجلس - ڪچهري - محفل - بزم - سنگت - سڀا - منڊلي - جماعت - ميڙ - سٿ - قافلو - ساٿ. ساٿاري -

سماج - انجمن. اشراف لوڪ. انبار - ڍڳ - ڪُنڍُ - سرَتڻ - ڍيرُ - ڪوڙ - ڪيچ - دَلَ. خزانو. جهاز جو تخت.

- ستائي ۽ ستائيون: ث. ڍڳ ڪرائڻ جي قيمت يا مزوري.

- ستُ تي هئڻ: ڏوڏي، گيسر يا آرسي ماڻهو والڪر ڍڳ تي ليٽيو پوڻ.

● سِٿَ ۽ سِٿون: ث. [سن. شٿل = سِٿَ] - ستَ - ڍيرُ - ڍڳُ - انبارُ.

- سِٿُ تي هئڻ: سُسُت تي پوڻ - ڪاهل تي پوڻ - گيسريو يا آلسي تي پوڻ.

● سِتاپَڪُ ۽ سِتاپَڪَ: ذ. صفت. [سن. سُتا = قائم رهڻ] پڪو - پختو - ڏاڍو - مضبوط - آچلُ - برقرار - ڪُپ ڪوڙُ. آسرُ. ڏير جوانُ - ثابت قدم - قابو - سوگهو. تاڪيدي - قطعي. حقيقتي. شافي - صاف - چٽو. ناطق - پڪ سان چولدڙ. ڪنو.

● سُتاڪيرُو ۽ سُتاڪيرا: ذ. صفت ڀاڳ وارو - بخت وارو - نصيب وارو - قسمت وارو - سڀاڳو.

● سُٿانُ ۽ سُٿانَ: ذ. [سن. سُٿانِ] آستانو.

● سُتاپي: ظرف. [سن. سُ = چڱو + سُتاپي = وقت تي] پوري ٽاڻي تي - پوري وقت تي - وقت سر.

● سُتائي ۽ سُتائيون: ث. سُٿري - سولي - آسان.

● سُتائين ۽ سُتائيون (ل): ث. ظرف. ٽانڪي - جائتي - هٽيڪي - محفوظ.

● ستَرَ ۽ ستَرون: ث. تنگ جو گوڏي ڪان مٿيون حصو - ران. (هه. سانٿل).

- ستَرَ تي ڌَڪُ هڻڻ: افسوس ڪرڻ - ارمان جو اظهار ڪرڻ.

- ستَرَ سٿون: ظرف. آهستي - ڪنهن آزاد وقت - موقعي سان.

- ستَرَ سان پُٽُ چمڻ: ٿوري ڪم مان وڏو فائدو ٿيڻ - اڻ ٿهندي لاپ ڪاري ٿيڻ.

● سُترا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ستِراڙو ۽ ستراڙا: ذ. مري ويل جي گهر ۾ عزيزن جو ٻارهين تائين رهڻ جي رسم. ماني يا پِٽ ڪرڻ جي رسم.

● سترَڻُ: مصدر. پکيڙڻ - هموار ڪرڻ - هڪ جهڙو ڪرڻ - ڪنڍ پرڻ.

● سُٿرو ۽ سُٿرا: ذ. سوکو - سولو - سکيو - سٺائو - سهنجو - آسان - سليس - سُکئو - سَهُل. سُلائو - ڪنٿرو - لطيف - نفيس. نيڪ - پاڪ - صاف - آجلو - نرمل. (ث. سُٿري ۽ سُٿريون). (اسم خاص). بيشرمائي سان هندڙ فقيرن جي هڪ ذات. ذ. مسخرو.

- سُٿرا ساٿي آچڻ: سولائي سان مري وڃڻ - سولو موت اچڻ.

- سُٿرائي ۽ سُٿرائيون: ث. صفائي - سٺائي - پاڪائي - نرملتائي - اجلائي - اڇرائي - آجرائي. نرمائي - ڪوملتا. پوترتائي - پاڪائي.

● ستَري ۽ ستَريون: ث. ڪانن جي ننڍڙي ڍڳي - ستي - ٿهي - دَستي - پري - ڳڏو - سٿو - پاڪر - چنبو (گاهه جو). ڪُهڙي. ڪانن يا ان جي سنگن جو ڪرو. ڪپڙي ويڙهڻ لاءِ ٽي فوٽ ڊيگهه ۽ انچ گولائي وارو ڪاٺ جو ٽڪر (ڪورين جو هڪ اوزار). اوڙ - ڪاهي. ٿهرُ - ٺهرُ - سُنتَ - ختنو.

● سِتَلُ ۽ سِتَلَ: ذ. [سن. شُتَلَ = ڍلو] ساڻو - لستو. سست - ٽڏو - آلسي - ڍلو - جهلو - جهڪو لانجهو - ليلهڙو - موگو - ڍرڪيل - نِسچَلُ - آچَلُ - اِستر. ضعيف. سُتو. سُتل.

- سِتلائي ۽ سِتلائيون: ث. ٽڏائي - سستي - آلسي - موڳائي - جهڪائي - نستائي. ضعيفائي.

● ستَڻُ: مصدر. [سن. سُتَ = ڪٺ ڪرڻ] سٿو ڪرڻ - ٿهڻ - هڪ ٻئي مٿان رکڻ - ڍير ڪرڻ - ڍڳ ڪرڻ - ستي ڪرڻ - ڪوڙ ڪرڻ - ميڙي رکڻ - ڪنو ڪرڻ - ڳنڍُ ڪرڻ - گدام ڪرڻ. پرڻ - ڏٽڻ - وجهڻ - کهوچڻ. نپوڙڻ - چپڻ - زور ڏيڻ - پيڙڻ - پڪيرڻ - سوڙهو ڪرڻ.

- سٽيٺيُ ۽ سٽيٺيُونُ: ث. سٽي ڪرڻ جو لمونو - سٽيءَ جو طريقو. سٽيءَ هڻڻ جي مزدوري. چِپُوڙ - لپوڙَ. پيڙو - زور. ڳپا ڳيھ.
● سيٽڻُ: مصدر. دوسٽڻُ. ٽڙ ٽڪڙ ۾ اڪلائڻ. ڏوڪڻ. ڳاھٽ ڪرڻ. ڦسڻ - ڳوڙھ ڪرڻ. ٿوري جاءِ ۾ زور سان وجھڻ - ڏڪڻ - دٻڻ.
● سُٿڻَ ۽ سُٿڻُونُ: ث. [سن. سُوتْرَنيہ] ڪانچَ - شلوار - ازار - ڪوڏ واڙَ - پاڻجامو. (هـ. سُوٿَنُ).
- سُٿڻَ جو مڙُسُ ۽ سُٿڻَ جا مڙُسَ: ذ. برادريءَ جا ماڻھو.
● سٿُو ۽ سٿا: ذ. [سن. سٿ] ڍِڳُ - ڍيرُ - ڪوڙ - ٿهو - ميڙُ - انبارُ - سٿُ - ڪنجُ - ڳنڍُ - موجودات. پوک جي وَلِ جو ڦڙ و - سنگن جو ڍِڳُ. مال - سامان - ذخيرو. ڪيچ - دَل.
- سٿو سهڻُ: صبر ڪرڻ - بوجو برداشت ڪرڻ.
● سٿُوٿارو ۽ سٿُوٿارا (ٿ): ذ. مسافريءَ ۾ سنگت ڪرائيندڙ - همسفر.
- سٿيُ ۽ سٿيُونُ: ث. [سن. سٿَ] هڪٻئي مٿان رکيل استري ٿيل ڪپڙا - ڍِڳُ - ڪوڙ - انبارُ.
● سٽَ ۽ سٽُونُ: ث. چوٽَ - ڌَڪُ - چيٽ - ڌڪ ڪان آيل چوٽ - إيذاءُ - اهنج - هاڄ - دَردُ. نقصان - ٿوٽ. جلدائي - چوٽ - سگھ - سگھائي - ڦڙتائي - تڪڙائي - شتابي - چنڪي - تيزي - جھٽ پٽ. حملو - ڪاھَ - جُلھ - آچَل - مارو.
"جھول نہ جھلي سھٽي، سائر سٽ سندِ ياس"
(شاھ).
چِڪَ - چِپي. ڪاھ. آسرو - آڳانيو.
"تي سَري سٽَ آهي عاشق جي"
(خليفو نبي بخش).
ڪپڙي ڏونڻ وقت ان کي پٽر تي هڻڻ جو ڪم. ادمبر - چوڄ - ٺاٺُ - دبدبو - تومان - ڏام ڏومَ - پيڪو. پانهن جي لوڏَ. هڻڻ جو نمونو.
- سٽَ اچڻُ: ڪاڪڙو ڪيرڻ (پار جي حالت ۾). ڪنهن عضوي جو مڙڻ. نقصان رسڻ - چيهو پوڻ.

- سٽَ پنڌُ: ٿورو پنڌُ - پورو پنو مفاصلو - واجبي وڇوٽي - اوڏڙو - نزديڪ - ويجهو - پر ٿي وِ ڪُون.
- سٽَ پوَڻُ: چيلھ ۾ درد ٿيڻ - رڳَ جو مُڙڻ - چڪَ پوڻ. چِڪي پوڻ.
- سٽَ ڏِيَڻُ: چِڪي ڏيڻ - زور ڏيڻ. سگھ ڪرڻ - همت ڪرڻ.
- سٽَ سٽَ: ظرف. جلدي جلدي - هڪدم - يڪدم - سٽاسٽ. تڪڙي هلڻ جو آواز - ساڪڙ ساڪڙ.
- سٽَ سٽَ ڪرڻُ: يڪدم ڌڪ هڻي ونڃڻ.
- سٽَ ڪُٽَ ۽ سٽُونُ ڪُٽُونُ: ث. وَڏَ ڪُٽَ - ڪاپو. ڪپنهونءَ سان ڌَڪَ هڻڻ جو آواز.
- سٽَ ڪُٽَ رانڌِ: ث. ڪينهونءَ سان ڌڪ هڻڻ واري راند.
- سٽَ ڪَيَڻُ: سخت ڳالهائڻ - هاها ڪرڻ.
- سٽَ ڪَڍَڻُ: تڪڙو هلڻ - جلدي قدم کڻڻ. چڙب ڏيڻ.
- سٽَ هڻَڻُ: جوکي سهڻ لاءِ تيار رهڻ. لُوھ ڪرڻ.
● سٽِ ۽ سٽِيُونُ: ث. ليباز - لباز - لذر - لذرانو. وَڏَ ڪُٽَ. وٽ. [سن. سٽ = سودو ڪرڻ] سودو. مراد. مٽ سٽ. عوض. مالُ. سانُ.
- سٽِ جُڙَڻُ: عوض ملڻ - معاوضو ملڻ. سودو ٿيڻ.
"سِرَ ڏني سٽِ جُڙي تہ عاشق اي اچن"
(شاھ).
- سٽِ جوڙَڻُ: عوض مقرر ڪرڻ. سودو ٺاهڻ.
- سٽَ مٽَ: ظرف. هڪجهڙو - برابر (سودو).
● سٽُ ۽ سٽَ: ذ. قميص جي پانهن جو بٽڻ. ڍِبري. بَڪَلُ. (ليزنگ) لوھ جي پٽي (لاڙ).
● سيٽَ (سيٽرَ) ۽ سيٽُونُ (سيٽرُونُ): ث. [سن. سٽ. ع. سطر = سيٽَ] ليڪو - ليڪ - سيطر - لفظن جي قطار - ڪتاب جي لائين. خط -

ريک – ريکا. [سن. سرج = خلقتا] تجويز – رٿ – ٺهراءُ. ارادو – ٻھ – خيالُ. رِٿا – تدبير. منصوبو. ريت – رسم.
"ڏڻ ڏاران ڏارڻ رهڻ، اي نہ سنگهارن سِتَ"
سِٽا – جوڙجڪ – ترتيب – سِجل – بند و بست. سازش. ميل جول. ڪوشش. رستو – ڍنگ – ڍول – وَرجس – طريقو – نمولو – وَجھَ – دستور – قرينو. شروعات – آرنڀ – مُنڍُ. صرفو – قناعت. قطار – سلسلو. ڪِرَمُ. رواج. واسطو. ضابطو. حڪم – فرمائش. حالت. سينگار – ساجُ. ڪوھ يا ارلي تي آباد ٿيندڙ زمين جي ٻاريءَ جو ٻنو. ٻُوند – ذري – ٿوري – هَوَ.
– سِٽَ جوڙ ڻُ: مقابلو ڪَرَڻُ. سامان ڀورو ڪرڻ. ترتيب ڏيڻ.
– سِتَ سِتَڻُ: ارادو ڪرڻ – پرَڻُ ڪرڻ – قصد ڪرڻ. صلاح ڪرڻ – تجويز ڪرڻ – مشوره ڪرڻ – انڪل ڪرڻ – رٿ رٿڻ منصوبو ٺاهڻ.
– سِتَ ڪَرَڻُ: ٻنيءَ ۾ ٻج وجهڻُ لاءِ ٻنا ٻاريون جوڙڻ.
– سِتُون ٻانڌڻُ: سِتُون ڪيڏڻ – ليڪا ٻائڻ – نشان ڪرڻ – خطَ ڪَيڏَڻُ.
– سِتُونُ سَنڀاهڻُ: سِتُونُ سِتڻ – تجويزون سوچڻ.
– سِتُون سُنجهَڻُ: ڪِڪو وِڪو ٿيڻ – وِيڇون ڏيڻ – ڦيهيُونُ منجهڻ – منجهي پوڻ.
● سِتَ ۽ سِتُونُ: ٿ. سُرڪَ – بولڊَ – ڦُڙي. مالَ ۾ بيماريءَ جو هڪ قسم.
● سُٽِ ۽ سُٽُونُ: ٿ. برسات جي وقت ٻيٺل پاڻي جي ڪناري وٽ سُڪل زمين.
● سُٽُ (سُٽُرُ) ۽ سُٽَ (سُٽُرَ): ذ. [سن. سُوتُر. هرا. سُوتَرَ] ڪتيل ڪپھ جا ڌاڳا. ساڳو – سڳو – تند – تڳو – تارَ – ڌو ر – ڌوري. سوتلي. نائو. (هہ. سوت)
– سُٽُ پَسائڻُ: تڳڻ جي ڪوشش ڪرڻ.
– سُٽ سُنجهَڻُ: منجهي پوڻ. حيران ٿيڻ – ششدر ٿيڻ – وِيڇو ٿيڻ – بتال ٿيڻ – لپٽ يا چت ٿيڻ.

– سُٽُ سُنجهيُ پَوَڻُ: ڳالھ جو مشڪل ٿيڻ.
● سِٽا (سِٽرا) ۽ سِٽائُون (سِٽرائُون): ٿ. [سن. سرج = خلقڻ] رٿ – تجويز – انڪل – صلاح. ترتيب – جوڙجڪ – ٻيهڪ. سامان – اسبابُ. شيءِ – ٽولُ. شڪتي – ٻَل – طاقت.
– سِٽاءُ ۽ سِٽاءَ: ٿ. جوڙجڪ – ماندائو – جهوپڙو. سِٽَ – رٿَ – تجويز – انڪل. سامان – اسبابُ.
– سِٽائيتو ۽ سِٽائيتا: ذ. صفت. ڪفائتي – سنجمي – صرفائي – ٿور خرچو. سادو. با ترتيب – سِجلائتو – اسلُوبَ وارو.
– سَٽاسَٽُ: ٿ. [سن. سَٽَ = ] مارڪٽ جو مسلسل آواز – ڪُٽڪو. لڳاتار – ٻِي دَرُ ٻِي.
● سَٽاڪَ ۽ سَٽاڪُونُ: ٿ. لڪڻ سان مارڻ جو آواز – شڙاپُ.
● سِٽاڻِ (سِٽراڻِ) ۽ سِٽاڻُونُ (سِٽراڻُونُ): ٿ. [سن. سرج = خلقڻ] ڌندو – پيشو – ڪم ڪار – مشغولي – روزگار – پورهيو – مزوري. ٺاهَ – بندوبست – لَهو – پرٻنڌ – سٿو – جوڙجڪ – انتظار. حرفت – انڪل بازي – حرفت بازي – حڪمت عَمَلِي.
● سِٽاڻو ۽ سِٽاڻا: ذ. صفت. [سَٽلوان = ] سخت – ڏاڍو – زبردست. ڏکيو – ڪَٺن – مشڪل. سوٽ. گهاٽو. مضبوط – جاڏو – ڪرڙو – جانٺو – ٻليار – ٻلي – ڀَرُ ٻَلُ – ڪراڙو – ڪڙا ڪڙي – سگهو – سترو – سگهارو – سگهائتو – سَٻَرُ – زورائتو – زور پريو – سَگهتو – قوتي – سَٽائتو – قرارو. توانو.
– سِٽاڻو سانگَ ۽ سِٽاڻا سانگَ: ذ. ڏاڍو لاچار. سخت قسمت.
– سِٽاڻي سانگَ: لاچاري سبب.
"لالن لاڻي ڏينهڙا ڪنهن سِٽاڻي سانگ" (شاهہ).
● سَٽائِيءُ ۽ سَٽائِيُونُ: ٿ. موت جي مهل – سڪرات جو وقت.
● سَٽائڻُ: مصدر. [سن. سَٽَ = ] ڪٽائڻ – پڇاڙائڻ. ٺپائڻ. چڪائڻ. ٽاٽ ڪرائڻ. مار کيائڻ – موچڙا کارائڻ.
– سَٽائِيءُ ۽ سَٽائِيُونُ: ٿ. پڇاڙڻي – ڪُٽائي. سَٽائڻ جي مزدوري.

● سٽيپو ۽ سٽيپا: ذ. مهڻو- طعنو- ڏوراپو- ڏونگهو.

- سٽيپا ڏيَڻُ: مهڻا ڏيڻ- طعنا ڏيڻ- ڏوراپا ڏيڻ- ڏونگها ڏيڻ.

● سَٽِجَڻُ: مصدر. مارجڻ- ڪٽجڻ- سهڻ- نند ڪرڻ- آرام ڪرڻ.

● سَٽَرُو تَرُ ۽ سَٽَرَ وَتَرَ: ذ. صفت. جبرو- جانٺو. قوي- جُنگ. سڌر- جهالو- پڪو- جاڏو. ڏاڍو مٺو- پٽو- جٽو- رَتو- ٺلهو- متارو- ٺوڪانگ- دَونسو- مُٽڪو- ڏِڳُ- ٻٽَ ۽ پَرِيَلُ- ڇوٻڪو. مضبوط. چالاڪ- هوشيار. تازو توانو- صحت مند.

- سَٽَرُو تَرُ ٿِيَڻُ: پڪو ٿيڻ- مضبوط ٿيڻ- تڪليف سهڻ جهڙو ٿيڻ.

- سُٽُڪائِڻُ: مصدر. هڪدم پرايا عيب پڌائڻ- چوڙڻ. مقعد جي طرفان هوا ڪڍڻ- ٺوسَ ڏيڻ.

● سَٽِڪَڻُ: مصدر. ٺڪ هڻڻ. ڪاهه ڪرڻ. وڙهڻ.

- سَٽَڪَ ۽ سَٽَڪُونَ: ٿ. وڙهه- جهيڙو.

- سَٽِڪارَ ۽ سَٽِڪارُونَ: ٿ. جهيڙو- جهڳڙو.

- سَٽِڪارُ ۽ سَٽِڪارَ: ذ. ٺڪ جو آوازُ.

- سَٽِڪارُ ڪَيائِڻُ: ٺَڪُ هڻڻ.

- سَٽِڪو ۽ سَٽِڪا: ذ. ٺَڪَ جو آواز- ٺهڪو. ٺڪو- چاڙپَ. سوسات. پڇاڙ- سَٽَ ڪَٽَ. ڪپڙن کي ڌوئڻ مهل زور سان ٺڪ هڻڻ جو آواز- ميڻهُن جو آواز. (ذ. صفت). برجستو.

- سَٽڪو ڪُٽڪو ۽ سَٽڪا ڪٽڪا: ذ. مارڪٽ. ظلم زبردستي.

- سَٽڪو ڪَيائِڻُ: ٺَڪُ هڻَڻُ.

- سَٽِڪو ڪَرَڻُ: ٺهڪو ڪرڻ- ٺڪاءُ ڪرڻ- هڪ ئي ڀيري وار ڪرڻ.

- سَٽِڪو مَچائِڻُ: مارڻ- ٺهڪو ڪرڻ.

● سَٽِڪِيُ ۽ سَٽِڪِيُونَ: ٿ. دائِيُ.

● سَٽَلُ ۽ سَٽَلَ: ذ. آڏاڻي جي هڪ اوزار جو نالو- بابين دانُ.

● سَٽَلُ ۽ سَٽَلَ: ذ. [سن. سَٽ = سودو ڪرڻ] سودو- انجام- معاهدو. رِٿَ- خيالُ. صلاح- مصلحت. فيصلو. قميص جي ڪَفَ ۾ پوندڙ بٽڻ.

- سَٽَلُ ڪَرَڻُ: ٺاهه ٺوهه ڪرڻ- بندوبست ڪرڻ. صلاح ڪرڻ. پڌي ڪرڻ. سودو ڪرڻ.

- سَٽَلُ مَٽَلُ: صلاح مصلحت. ڦيرگهير.

- سَٽَلُ هڻَڻُ: صلاح ڪرڻ.

● سَٽَڻُ: مصدر. اڇلڻ- اڇلائڻ- ڦٽو ڪرڻ- اميد وڃائڻ. دَسڻ- ڪيرائڻ- ڪيرڻ، ڌِڪو ڏيڻ. ڇِڪَڻُ- سٽ ڏيڻ.

● سَٽَڻُ (سَٽَرَڻُ) مصدر. پڇاڙڻ- زور سان هڻڻ- ڇاپڻ- ڪُٽڻ. ڳاهڻ. مار ڏيڻ- ڏاڳورڻ- سڙهڻ- سٽڪائڻ. ٽپڻ. هٽڻ- وِتائڻ. ڪپڙا ڌوئڻ- ٺڪو هڻڻ- ڪٽي ڪڍڻ. شڪار لاءِ ٺٽرن کي جهنگ مان اٿارڻ.

- سَٽِيُ (سَٽِرِ ٽِيُ) ۽ سَٽِيُونَ (سَٽِرِ ٽِيُونَ): ٿ. ٻڪري، رِڍَ يا اٺ جي وارن کي سٽڻ جي ڪاني- سانُو.

- سَٽِي ٻارِ ڪَرَڻُ: ڏاڍي مار ڏيڻ.

● سِٽَڻُ: مصدر. [سن. سرج = خلقڻ] رٿڻ- ٺاهڻ- جوڙڻ- تجويز ڪرڻ- (قياس) ٻڌڻ. گهڙڻ. سوچڻ- ويچارڻ- سنوارڻ- سڌارڻ سَجائڻ- سينگارڻ. شروع ڪرڻ- سنڌڻ- ڏائڻ- ڏائڻ- آرنب ڪرڻ- جوٽڻ. پَهڻ- پيهڻ- گهڙڻ- اندر وجڻ- پير وجهڻ.

● سَٽو ۽ سَٽا: ذ. [سن. سَٽ = سودو ڪرڻ] واپار جو سودو- غير حاضر مال جو واپار. تحريري اقرار نامو. سٽا سٽا- سانو- عيوضو- بدلو- بدو- وار ڦير- اٿل پٿل- وَٽو- مارچو- ڏي وٺ- وهنوار. ٺَڪَ- ٺَلَ- اٽڪل- قياسُ. ويچار- خيالُ- ڪاپنا. حڪمت. سوٽي- ڌراوَتَ. پيڙيءَ جو فرش دار پاٽيو.

- سَٽا هڻَڻُ: (ملاحن جو اصطلاح) ونجهه هڻڻ. مڇي ڦاسائڻ جي موقعي تي زور سان مڇيءَ جو ڏسُ ڏيڻ.

- سَٽُوڙِي ۽ سَٽُوڙِيُون: ذ. سَٽائي - سَٽا هڻندڙ. سودو ڪندڙ - دَلالُ. پڙوو.

- سَٽُو: مڇيءَ کي جار ڏي پچائڻ لاءِ پاڻي ۾ لٺيون هڻي آواز پيدا ڪرڻ. واڪَ ڏيڻ. شرط هڻڻ.

- سَٽي بازُ ۽ سَٽي بازَ: ذ. پيداوار تي شرط هڻندڙ - سَٽائي.

● سِٽُو ۽ سِٽا: ذ. ڪنهن ٻه ٻوڪ جو سنگ. تاجيءَ کي مٿان جهلي ٻيهندڙ ڏور.

● سَٽُڙُ ۽ سَٽوڙ: ذ. شوخ - سخت - ڏاڍو.

- سَٽِي ۽ سَٽيُون ث. رَسي

"ڪوهر ٽران ٽر جت، سانيڪا ۽ سَٽيُون"
(شاهه).

● سِٽي: (انگ. City = شهر) وڏو شهر، هڪ لک کان مٿي آبادي وارو.

● سٽيڪيٽي (لس): ث. جنڊ جو استر جنهن تي اٽو ڪري.

"نازمنجهان ليندوس، شُوشي تنهنجون سٽيڪيٽون"
(مير پُرو).

● سِٽيِنُو: اسم خاص. ڪپڙي جو هڪ قسم.

● سَٺِ: ث. صفت. [سن. شش > شَشٽي] هڪ عدد جو نالو - ٽي ويهون - ڇهه ڏهاڪا - پنجاهه ۽ ڏهه - ٦٠.

● سِٺَ ۽ سِٺُون: ث. هَجُوَ - گِلاَ. شڪايت. ٽوڪبازي - ڪُوارُ - جُٺِ ڦِٺ. طعنو - ٽُنُڪو. نڪته چيني. خواري.

● سِٺِ ۽ سِٺُون (ڪ): ث. نرڙ جو گهنج.

● سِٺُ ۽ سِٺَ: ذ. خوار خراب - بڇڙو.

● سٺائڻ: مصدر. واٽ جو واقف ڪرائڻ - رستي جو سونهون.

● سَٺِيَ ريا (ل): ذ. سٺ ڏينهن ۾ پچي تيار ٿيندڙ. (هه. سٺاٺي).

- سَٺِيَ ريا چانُورَ: اسم خاص. سٺ ڏينهن ۾ پچي تيار ٿيندڙ چانورن جو هڪ قسم.

- سَٺيَ رِي جُوئرُ: سٺ ڏينهن ۾ ٿي پچندڙ جوئر جو هڪ قسم.

● سِٺَڻُ: مصدر. ننڌڻ. گِلا ڪرڻ - هَجو ڪرڻ. جُٺ ڪرڻ - ٽوڪڻ - ذليل ڪرڻ - شرمندو ڪرڻ. خوار ڪرڻ. گاريون ڏيڻ - بد شد ڳالهائڻ. ٻاراتو ڏيڻ. جوڙڻ - ٺاهڻ. ٺاهي رکڻ (ڪتاب) سٽڻ.

● سِٺَڻُ ڦِٺَڻُ: هَجو يا گِلا ڪرڻ - ڪُوار چوڻ - ننڌڻ - ٻرن لفظن ۾ ياد ڪرڻ. لَظم ۾ ڪهٽ وڏ ڳالهائڻ. ڦٽ ملامت ڪرڻ.

● سِٺِيُو ۽ سِٺِيا: ذ. عورتن جي راڳ جو هڪ قسم - سِهرو - ڪيچ - ڳيت - ڪيت - هيرو.

● سَٺُو ۽ سَٺا: ذ. سانڪو. وَجهه - وقت - مهل - ٽيڻ - موقعو - وارُ - ڏت - ول - اوسر - سَجهُ - ساڃي - ڏَتُ. حرفت - انڪلبازي - حڪمت عملي. بند و بست - انتظام - ٺاهه - جوڙجڪ - پَر ٻنڌ. لَهو - اجهو.

● سَٺائيتو ۽ سَٺائيتا: ذ. صفت. وَجهائتو - مَهلائتو - وقتائتو - سَجهائتو - موقعي وارو. سانگي وارو. سيبائتو - تجويزائون. ويجهو.

- سَٺُو ڪَرَڻُ: بند و بست ڪرڻ - ٻر ٻنڌ ڪرڻ - ٺاهي رکڻ - ٺيڪ ڪرڻ - جوڙجڪ ڪرڻ.

● سُٺو ۽ سُٺا: ذ. صفت. [سن. سُشٽ = چڱو] عمدو - سهڻو - چڱو - سڦرو - جَسُ پريو - ملوڪ - خاصو - ٺاهوڪو - ڀلو - وڻندڙ - ٺيڪ. اڇو آجرو. خالص - نج - صاف - پاڪ - پوتر - اجلو - نرمل - اوجل - اصل - شُڌ - نِبارُ - نيٺ. چند - اصل. نيڪ - خوب - چوکو - ڪرو - ٽڪو - ٽڪسالي. چڱي خصلت وارو. سچو.

- سُٺا ڪيرو ۽ سُٺا ڪيرا: ذ. صفت. پاڪ - پوتر. خاصو - عمدو. جس پريو - سڦرو - وڻندڙ. اڇو آجرو. لذيذ.

- سُٺامو ۽ سُٺاما: ذ. صفائي - پاڪائي. سٺائي.

- سُٺاڻِ: ث. صفت. سٺائي - صفائي - پوشيدائي - اڇائي - آجلائي. نزاڪت - ملوڪت - باريڪي.

- سُٺائي ۽ سُٺائيون: ث. صفت. سُٺاڻ - صفائي - اڇائي - پاڪائي. لذت. نزاڪت - ملوڪت. چڱائي - خوبي - خاصيت.

━ سُنو سَتابو ع سُنا سَتابا؛ ذ. صفت. لذيذ ـ سُنا کرو ـ سفرو ـ وسن جهڙو ـ وڻندڙ (کاڌو). خوش. مٺارو.

● سَنيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَپ ع سَپ؛ ذ. [سن. سَرپ = نانگ] زهريلي بَلا جو هڪ قسم ـ نانگ ـ بَلا.

"سنها پاڻ م سپ، وياء واسينگن جا"
(شاهه).

"سنها پاڻ م سپ، سُڪا جنهين پيٽ"
(شاهه).

معنو ـ منديڻو ـ اهنج ـ ايذاءُ. نقصان.

━ سَپ ڪَنڙو هڻڻ: ڀوڙو هجڻ. آهستي ڳالهه ڪڍڻ.

● سِپ ع سِپُون؛ ث. [سن. شُڪتِه. پرا. سِپ] درياڻي يا سامونڊي جيت جو هڪ قسم. سچن موتين جو کوپو ـ صدف ـ سپي. سُتيڙو. ڪوڏي ـ ڪوڏ. (هه. سيپ).

● سُپ ع سُپ؛ ذ. [سن. سورپ] ڇڄ ـ گاگڙو ـ وارڙو. فيل گوش. (هه. سُوپ).

● سُپاتر ع سُپاتر: ذ. صفت. [سن. سپاتر] لائق ـ جوڳو ـ سپاٽ ـ وڙائيتو ـ پاٽ ـ سُسڪر. نيڪ ـ چڱو ـ لائق پريو ـ گُڻونت ـ روڙو ـ لالائتو. صالح ـ سپوٽ ـ چڱي وان ـ فرمانبردار ـ حلالي. ظرف. شايان ـ واجب.

● سُپاتو ع سُپاتا: ذ. [سن. سپاتر؛ سُ = سنو + پاتر = ٿانءُ] سکيو ـ سهنجو. ٿلهو ـ مٺارو. ايماندار.

● سَپاٽ ع سَپاٽ: ذ. صفت. [سن. سپاتر: سُ = چڱو + پاتر = ٿانءُ] لسو ـ سنئون ـ برابر. تراڪڙو ـ وينوڙو ـ چپٽرو ـ چپڙو ـ لاسرو ـ صاف. بنا ڪُڙين واري جُتي ـ سون يا چانديءَ جي مڙهت وارو جوتو ـ سپاٽو. (ذ). مٿاچرو ـ مٿ ـ روءِ ـ تر ـ سطح.

━ سَپاٽو ع سَپاٽا؛ ذ. جُتيءَ جو هڪ قسم ـ سادي جُتي ـ زنانو سليپر ـ بنا ڪُڙين جي جُتي. (هه. سپاٽ).

● سُپاٽ ع سُپاٽ: ذ. [سن. سُپُتر: سُ = چڱو + پٽ = پٽ] سُپاتر ـ صالح ـ چڱيوان ـ فرمانبردار ـ سپوٽ ـ حلالي. لائق ـ جوڳو ـ جوڳ ـ وڙائتو ـ پاتر ـ پاٽ ـ سڪر ـ نيڪ ـ چڱو ـ لائق پريو ـ گُڻونت ـ روڙو ـ لالائتو. اصيل. ايماندار. خاصو ـ عمدو. معقول. آتم. (ظرف). شايان ـ واجب.

● سَپار ع سَپارون؛ ث. محنت. گهڻو ڪم ـ جفاڪشي.

● سُپارت ع سُپارتون؛ ث. [ف. سفارش] سُپارش ـ شفارش ـ پارت ـ سُپارس. چوڻ ـ ميڙ منٿ. سپردگي. پلائي.

● سُپارس ع سُپارسون؛ ث. سُپارت.

● سُپارش ع سُپارشون؛ ث. سُپارت.

● سُپارڻ؛ مصدر. [سن. ارپڻ = حوالي ڪرڻ] حوالي ڪرڻ ـ ذمي ڪرڻ ـ سونپڻ ـ سپرد ڪرڻ ـ پرتوَ ڪرڻ ـ هٿ ۾ ڏيڻ ـ قبضي ۾ ڏيڻ. سَڪارڻ ـ پورو ڪرڻ (ڪم وغيره). سنپارڻ ـ سَڏارڻ.

"منهنجي عيبن ڏي نه نهار،
لنگ پنهنجو پاڻ سُپارج"
(منٺار).

● سَپاري ع سَپاريون: ث. سلچڻي ـ چڱين عادتن واري.

● سُپاڙو ع سُپاڙا؛ ذ. ظرف. [سن. سُ = سان + پٽ = پٽڻ] پاڙ سودو ـ پاڙ سان. (ذ. صفت). چڱي خاندان جو ـ خانداني. (ث. سُپاڙي ع سَپاڙيون).

● سِپاس: ث. (ف). شڪرانو ـ حمد ـ احسانمندي جو اظهار. شاباس ـ تعريف ـ واکاڻ ـ ساراهه ـ ڏنيه واد.

━ سِپاس گُذاري ع سِپاس گُذاريون؛ ث. [ف. سپاس + گذاري > گذاشتن = رکڻ] شڪرگذاري ـ منت شناسي ـ اعتراف ـ نعمت.

━ سِپاس نامو ع سِپاس ناما: ذ. تحريري شڪريه ـ ائڊريس.

● سِپاهُہ ج سپاهَہ: ذ. (ف). لشڪر - فوج - ڪٽڪ - جٿو. جنگي سپاهي.

- سِپاهِڪو ج سِپاهِڪا: ذ. سپاهي جو - سپاهيائو - ملٽري جو - فوجي.

- سِپاهِگَري ج سِپاهِگَرِيُون: ث. فوجي ڪم - بهادري - سورمائي - سپاهگيري.

- سِپاهگيري ج سِپاهگيرِيُون: ث. فوجي نوڪري - سپاهيائو عهدو - پوليس جو ڪم يا نوڪري. پانهپ - ٻانهپو - نوڪري - ڌنڌو - پورهيو - مزوري - ڪاروبار.

- سِپاهيُ ج سِپاهِي: ث. فوجي ماڻهو - لشڪري - سوجهرو - ڪانسٽيبل - سنٽري. جنگي بهادر - سورمو - ويرُ - غازي مرد - پهلوان. جوڳي - سِرُ تريءَ تي رکڻ وارو. گولو - نوڪر - ٻانهو - در جو ماڻهو.

- سِپاهيائو ج سپاهيائا: ذ. صفت. سپاهي جو - سپاهي وارو - فوجي - جنگي - سپاهڪو.

● سُپاهَتَ ج سُپاهَتُون: ث. نيڪ عادت - چڱا اچڻ - سٺا پيرڪار.

- سُپاهَتِيُ ج سُپاهَتِيَ: ذ. صفت. موچاري ڪم وارو.

● سَپَتَ ج سَپَتُون: ث. [سن. شَپَتَ = قسم] قسم. سُونهن - سوڳند.

● سُپَتَ ج سُپَتُون: ث. [سن. سُپُرَتَسيہ: سُ = چڱو + پرتسيہ = پَتِ] چڱو رستو - سُمارگ. سچائي - ايمانداري - راستبازي - سُتيائي - پَتِ.

- سُپَتِيو ج سُپَتِيا: ذ. صفت. چڱي پت وارو - سچو - راست بازُ - سچار - ايماندار - سچيت - ماڪائتو - ستياوانُ - امين.

● سَپِتا: ث. ستواڙو. هفتو.

● سُپُتارو ج سُپُتارا (ل): ظرف. بالڪل - صاف - بينهه.

● سُپَتِ رَشِيُ: اسم خاص. آسماني برج جو هڪ نالو - دب اڪبر.

● سُپَتِ سِنڌو: اسم خاص. رگ ويد وارو زماني ۾ سنڌ مُلڪ جو نالو. ستن دريائن جهڙوڪ

۱- جهلم ۲- چناب ۳- راوي ۴- ستلج ۵- بياس ۶- سَرُسوتي ۷- سنڌو واري ايراضي وارو ملڪ.

● سَپَتَ (ث): (آواز) آٿ ڪي ڏانوڻ وڇڻ مهل ان ڪي پير سوڙها ڪرائڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظ.

● سَپُتُ (سَپُٽُرُ) ج سَپُتَ (سَپُٽُرَ): ذ. [سن. س = چڱو + پتر = پٽ] نيڪ پٽ - صالح پٽ - سپوتُ - چئيوان پٽ - فرمانبردارُ پٽ. سٺو ڇوڪر.

- سَپُتو ج سَپُتا: ذ. صفت. صالح پٽن وارو - چڱن پٽن وارو.

- سَپُٽيو ج سَپُٽيا (ت): ذ. صالح ۽ نيڪ اولاد وارو.

● سَپِجَڻُ: مصدر. [سن. سَمپَن = ] ڄاڻڻ - خلقجڻ - پيدا ٿيڻ - وَرتجڻ - آپائجڻ - رَچڻ - سِرجڻ - نپجڻُ.

"مَ سَپَنيي مارُئي! مُٺي! ڄائي!"
(شاهہ).

رهڻ. ماپڻ. سمائجڻ.

● سَپُجَڻُ: مصدر. [سن. سَمپَدَ = ] پيدا ٿيڻ - سرجڻ. حاصل ٿيڻ - لڀڻ - لڀجڻ - ملڻ - هٿ اچڻ.

● سَپِرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سِپَرَ ج سِپَرُوں: ث. [ف]. ڍالَ - ڪيڙي. ڍَڪُ - پردو - پوش پناهہ - روڪ - بچاءُ - اَڙ - جهل. حمايت. چٽڻ لاءِ نشان.

● سِپَرُ ج سِپَرَ: ذ. [ف. سپر] آسمان - آڀُ - فلڪ.

● سُپَرَ ج سُپَرُونَ: ث. حامله زال. ڍُڪيي ڇوٽهائي.

● سُپِرِ: ظرف. موچاري ريت - چڱيءَ طرح.

● سُپُرَد: ظرف. حوالي - ذمي - ذميواري ۾ - چارج ۾ - جوابداري هيٺ - تفويض ڪيل. امانت ۾. ٻارت. سفارش.

- سُپُرَد ڪَرَڻُ: سونپڻ - حوالي ڪرڻ - ذمي ڪرڻ - چارج ۾ ڏيڻ - هٿ ۾ ڏيڻ - پرتو ڪرڻ -

سنڀالي ڏيڻ. امانت رکڻ. نظر بنديءَ ۾ ڏيڻ- حراست ۾ ڏيڻ.

- سُپُرَدِ کِيءُ ۽ سُپُرَدِ کِرُوز: ث. تحويل- حوالات- حراست- نظربندي- ذميواري.

● سُپَرُدُ ۽ سُپَرُدَ: ذ. ويهڪ جي جاءِ جو اندريون پاسو- پچو- مُقَرو.

● سُپُرُسُ ۽ سُپُرُسَ: ذ. [سن. سُپَرش] ڇهڻ.

● سپر ڪاٺ: ٽر ۾ هڪ راند جو قسم (جا ڪينهي سان کيڏبي آهي).

● سُپُرِنٽيڊَنٽُ ۽ سُپرنٽيڊنٽ: ذ. (انگ) محافظ- نگهبان- نگران- داروغه- ناظر- منتظم- مُهتمم.

● سُپَرُوائيزَرُ: ذ. [انگ] نگهبان- نگران- داروغه- مهتمم. وڏو تپيدارُ- سرڪل جو حاڪم.

● سپَرِيُ: اسم خاص. تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سپِريُ ۽ سپِرِيُن: ث. ٽانگي جي اڳين خالي اڳيان گهوڙي جي لتن کان بچاءَ لاءِ ڪاٺ جو تختو.

● سُپِرِيُ ۽ سُپِرِيُون: ث. هنڌي وانگر وڏي منهن سان دهڪڙو- ٽاپيلو- تپيلو- ٽوپُ. (لس) دېکي- ڀندي.

- سُپِرِيُون ڪَيدَڻُ: ڪجيءَ جي ٿر جهلڻ لاءِ چپيڙ پُون ڪَيدَڻُ.

● سُپِرِين ۽ سُپِرِينُ: ذ. [سن. سُ= چڱو+ پري= پيار ڪرڻ] ساجن- پرين- ڏولڻ- دوست- پيارو- محبوبُ- عاشق- ڍولڻ- لالڻُ- دلبر. سيڻدو- يار- چگهڻُ.

● سَپَڙُ: اسم خاص. لس ٻيلي جو هڪ سخي سردار.

سَپَڙَ رات سنباهيا تازي تو لاءِ،
جو جاڻي نه ڪائي، تنهن سان ٻيلي ڏاڻي پاڇهه ڪئي.
(شاهه)

سَپَڙ در سوالَ ڪر ته قيمت آئين.
(شاهه).

● سَپَڙا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● سَپَڙَتائي ۽ سَپَڙَتائيءُ: ذ. طوائفن سان طبله وڄائيندڙ- سازن وارو. ڳائيندڙ.

● سُپِڙو ۽ سُپِڙا: ذ. ڪڇيءَ ۾ پائڻ جو هڪ زيور. پُونءَ ڦوڙ- سَپَ ڪُنڍيءُ- ڦُڏڪي.

● سُپَڙِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سُپَڪُ ۽ سُپَڪَ: ذ. صفت. [سن. سَپَڪ: سُ= چڱو+ پڪ= پچڻ] چڱي طرح پڪل- خوب پڪل- پورو پڪل- سوڪ- ڪڙڪ- سخت. لائق- ڪامل. تيار- رسيدو- ساماڻل. بالغ. سهڻو- سٺو- عمدو. تازو. چڱو. سنهڙو- نفيس. سيڙپڪُ. ذ. پڪل دلو.

● سُپَڪيءُ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سُپَڪيءُ جاگيرُ: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَپَ ڪُنڍيءُ ۽ سَپَ ڪُنڍيُون: ث. برساتي يا سيلابي زمين تي پيدا ٿيندڙ هڪ نباتات جو قسم- پُونءَ ڦوڙ- سپڙو. ڪُنڍيءُ.

● سُپِنجُ ۽ سُپِنجَ: ذ. رٻڙ مان ٺهيل پاڻيءَ کي چهندڙ هڪ سوراخدارُ شئي- ڪَڪَرُ.

● سپَن دوشُ ۽ سپَن دوشَ (ٽ): ذ. صفت. خراب خيال وارو- بدمزاج.

● سُپِنڊُ ۽ سُپِنڊَ (ٽ): ذ. ساڳي پنڊ وارو- ساڳي آکهه جو پاتي.

- سُپنڊو ۽ سُپِنڊا: ذ. سُپِنڊُ.

● سُپِنو ۽ سُپِنا: ذ. [سن. سوَپن>سوَپ = سمهڻ] سهڻو- خواب- رؤيا- ننڊ ۾ ڏٺل ڪا به واردات. وهم- خيال. (هه. سوپنا).

● سُپِنا بنڌُ ۽ سُپِنا بنڌَ: ذ. ڪوڙو خوابُ.

● سپُوتُ ۽ سپُوتَ: ذ. [سن. سپوتر: سُ= چڱو+ پوتر= پٽ] لائق ۽ فرمانبردارُ پٽ- سچو پٽ. سٺو ڇوڪرُ.

سَپُوترَ: ذ. [سن] سپوتُ. ڪم ۾ چالاڪ.

● سَپُوٽُ ۽ سَپُوٽَ: ذ. [سن. سپُوتر: سُ= چڱو+ پوتر= پٽ] فرمانبردارُ اولاد- سعاد تمند فرزند. (ذ. صفت). بختاورُ- ساڃهو-

سياڻو. لائق. چئيوان - چئيدارُ - مڃتائتو. ( ھـ. سپوت ). زالالي پير جو ھڪ قسم.
- سَپُوتو ۽ سَپُوتا: ذ. صفت. داناءُ - عاقل - سياڻو - بردبارُ.
- سَپُوتِيلَ: ذ. صفت. داناءُ - عاقل.
● سَپُورَانجُ ۽ سَپُورَنجَ: ذ. صفت. سريلو. سمجهو.
● سَپُورنجهُ ۽ سَپُورنجهَ: ذ. صفت. سگهڙ - هنرمند.
● سَپُورو ۽ سَپُورا: ذ. ٽيڪو - وزن. سفارش. ( ھ. س+ پورن ).
● سَپُورِيَلُ ۽ سَپُورِيَلَ: ذ. صفت. سياڻو. سگهڙ.
● سَپُوزَ ۽ سَپُوزونُ: ث. دَبَ - دبڙات - دڙڪو.
● سَپُوڙَڻُ: مصدر. ڊاهڻ. مارڻ.
● سِپَهُ: ذ. (ف). فوج - لشڪر - سپاه.
- سِپَهُ سالارُ ۽ سِپَهُ سالارَ: ذ. ڪماني - جرنيل - سٺاپتي - سرَهنگُ - لشڪرڪسُ - مهندارُ - سردارُ - اڳوانُ.
- سِپَهُ گيرِيُ ۽ سِپَهُ گيرِيُون: ث. سپاهگيري - فوجي نوڪري.
● سَپَهُتو ۽ سَپَهُتا ذ. صفت. چڱو. ڀلو - ليڪ. سٺو. اوکهو - اڇو - موچارو - عمدو - سڦرو - چوکو - شُپُ. وڻندڙ - وسن جهڙو. خالص - صاف - نجو. سوڊو. ورجائتو - سنجيلو. قابو. باحفاظت.
● سَپَهُڏِيُ: اسم خاص. تعلقي ڏگهڙي ۾ ھڪ ديه جو نالو.
● سِپِهُرُ ۽ سِپِهُرَ: ذ. (ف) آسمان - عرش - آپُ.
● سِپِي ۽ سِپِيُونُ: ث. [سن. شڪت=سپي] سمنڊ ۾ ٿيندڙ ھڪ جيت جو قسم. دوائن جي پيالي - سٽي - سپ جو کوپو. اسم خاص. ھڪ واھ جو نالو. بلڪل ٿورو حصو.
● سُپيتُ ۽ سُپيتَ: ذ. صفت. [سن. شميت يا شُويت. ف. سفيد=اڇو] اڇو - صاف - سفيد.

● سُپيدُ ۽ سُپيدَ: ذ. صفت. (ف). سفيد - اڇو.
● سَپيرُ ۽ سَپيرَ: ذ. داناءُ - عقلمند.
● سُپيرَ: اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو.
● سُپيرو ۽ سُپيرا: ذ. [سن. سُهگ: سُ=چڱو+ پگ= قدم] پير سُڀاڳندڙ - ڀيري - ڀيرادُو - ڀاڳي.
● سِپِيا: اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو.
● سَپيهلُ ۽ سَپيهَلَ: ذ. سج - آفتاب - سورج.
● سَجُ: ث. شڪل. انداز. سينگار - آرائش. خوبصورتي.
- سَجُ ڌَجُ: صورت - شڪل. ھار سينگار - زيب و زينت.
● سَجُ ۽ سَجَ (ٿ): ذ. وَجهُ - ٻُل. سنوت - سيڌائي.
- سِجُ ۽ سِجَ: ذ. [سن. سُوريه=سج. ع. سراج] سورج - آفتاب - شمس - آڌِتِ - آدتيہ - سُوريہ - سجُ - ميهر.
- سِجَ اڀرَڻي: ظرف. سج لڪرڻ وقت - صبح جو - صبح مهل - ڏينهن شروع ٿيڻ وقت.
- سجُ ٻُڏَڻُ: سجُ لهڻ - سورج غروب ٿيڻ.
- سِجُ ٻين سُئين ۾ هُجَڻُ: پوري منجهند هئڻ - ٺاڪ منجهند هئڻ.
- سِجُ تَرِيُ هيٺُ لڪائڻُ: ڪليل يا ٻڌري ڳالهه کي لڪائڻ جي اجائي ڪوشش ڪرڻ.
- سِجَ چَنڊَ وانگرُ نيڪرَڻُ: مقرر وقت تي لڪرڻ.
- سِجَ سانُ: ظرف. صبح جو - سِجَ اڀرڻ ٽي وقت.
- سِجُ سُورِجُ: اسم خاص. ھندن جو ھڪ وڏو ڏينهن ڦڳڻ جي مهني ۾ ايندڙ.
- سِجُ ڪاڀار تي اچڻُ: مَنجهندُ ٿيڻ.
- سِجَ کي پِتَرَ هڻَڻُ: سج لهڻ کان اڳي رات جي ماني کائڻ.
- سِجَ کي ھَٿَرَ هڻَي ڪاڻڻ: رات جي ماني سويل کائڻ.

- سِجَ گِرَهَڻُ: سج وٺجڻ جي حالت - سج جي ڌرتي ۽ چنڊ جي وچ ۾ اچي وڃڻ جي حالت. ڪسوفُ.
- سِجُ لاڙاٽُو ٿيڻ: سج لهڻ وارو ٿيڻ.
- سِجَ لَٿي: ظرف. شام جو - سج لهڻ بعد - سانجهي مهل - مغرب مهل.
- سِجُ لَنئُوائيڻُ: فائدي ملڻ جي جاءِ ٿيڻ - فائدو پوڻُ.
- سِجُ لَهَڻُ: ڪِلارو ٿيڻ. بي مانو ٿيڻ. بي غيرت ٿيڻ. بيڪار ٿيڻ. بي همت ٿيڻ.

● سُجات: صفت. [سن. سُ = چڱو + جات = ذات] سٺي گهراڻي جو - چڱي ڪٽنب جو - چڱيءَ ذات وارو. خانداني - ڪُلين - اصيل - پِٽلو - اُتم - رَفيعُ. امير لوڪ. سُجاتيو.
- سُجاتيو ۽ سُجاتيءَ: ذ. صفت. ڏسو سُجات. سٺي گهراڻي جو. اُتم گهراڻي جو.

● سِجاتو ۽ سِجاتا: ذ. سجات وڻ جي ٽاندورن مان نُهيل نوڙي - سِجادو - پيندو. (ٿ). سِٽيءَ جو هڪ قسم.
- سِجاتي جو سَڳو: مٽي جو سور وغيره لاهڻ لاءِ سجاتي مان ڏاهيل ۽ دم ڪيل سڳو.

● سَجاتِي ۽ سَجاتِي: ظرف. هڪ ذات وارو - ذات ڀائي - هم قوم - مٽ مائٽ - شريڪ - سيالُ.

● سَجّادَهُ: ذ. (ع). جاءِ نماز - مُصَلّو. درويشن يا پيرن جي گادي - آسڻ - ويهڻ جي جاءِ.
- سَجّادَهُ نشينُ: ڪنهن پير يا بزرگ جي گاديءَ تي ويهڻ وارو.
- سَجّادَهُ نَشِينُ ٿيڻ: پير جي گاديءَ تي ويهڻ - خلافت وٺڻ.

● سِجادو ۽ سِجادا: ذ. ڏسو سجاتو.

● سَجارو ۽ سَجارا: ذ. صفت. هوشيار - اڪابر - سياڻو - ڏاهو - داناءُ - عقل وارو - هوشيو لَدُ - زيرَڪ - سمجهُ - سُٺو هرو - پهچاڻ - سَمجهُو - فهميدو - پڙهوان - گياني. دور انديش - جهان ديدو.

● سَجارِي ۽ سَجاريون: ث. هرلڏڪائي.

● سِجافُ ۽ سِجافَ: ذ. (ع). حاشيو. سينجافُ.

● سُجاڪُ ۽ سُجاڪَ: ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم - پرميل - سوزاڪ.

● سُجاڳو ۽ سُجاڳا: ذ. صفت. [سن. جاگر] سجاڳ - جاڳيل - سجاڳو - بيدارُ. خبردارُ - باخبر - هوشيار - چوڪسُ. چيتي وارو.
- سُجاڳائي ۽ سُجاڳائيون: ث. جاڳ - سُجاڳي - جاڳرتا - سُجاڳ - بيداري. چوڪسي - خبرداري - هوشياري - سجاڳائي.
- سُجاڳي ۽ سُجاڳي: ذ. صفت. سُجاڳ - هوشيار.

● سُجاڳ: ذ. صفت. [سن. سُ = چڱو + جاگر = جاڳڻ] هوشيار - جاڳيل - بيدار - خبردار - سُجاڳو. هوشيار - باخبر - چوڪس. چيتي وارو. چالاڪ - ڦُڙت - تيز. سُچيت - آگاهه.
- سُجاڳائي ۽ سُجاڳائيون: ث. سجاڳي - جاڳرتا - جاڳ - بيداري. هوشياري - خبرداري - چوڪسي.
- سُجاڳ ٿيڻ: جاڳڻ - ننڊ يا بي خبريءَ مان هوشيار ٿيڻ. خبردار ٿيڻ.
- سُجاڳ ڪرڻ: ڪنهن کي ننڊ مان خبردار ڪرڻ - ڪنهن خاص حقيقت کان واقف ڪرڻ - آگاهه ڪرڻ.
- سُجاڳو ۽ سُجاڳا: ذ. سجاڳ - هوشيار - بيدارُ.
- سُجاڳي ۽ سُجاڳيون: ث. خبرداري - سجاڳائي - جاڳرت - جاڳ - بيداري. هوشياري - چوڪسي. ليکهالي. سُچيتائي.
- سُجاڳي ٿيڻ: ننڊ مان هوشيار ٿيڻ - اکيون کولڻ.

سُجاڳو ۽ سُجاڳا: ذ. سويلَ. سانجهي واري روشني. صبح جو اجالو.
- سُجاڳي: ظرف. سويلي - ساجهر.

● سُجانُ ۽ سُجانَ: [سن. سُ = چڱو + جڃا = ڄاڻڻ] عالم - گياني - واقفڪارُ - پنڊتوانُ. ڄاڻو - سمجهو - سياڻو. داناءُ - هوشيارُ - عاقل. زيرڪ - چالاڪُ - چاتر - عيارُ. پهلوان.

● سجاوتُو: اسم خاص. ٻوٽي جو هڪ قسم- سجاتو.

- سجاوَتيءُ: [سن. سوريه = سج] سج اڀرڻ وقت ٿيندڙ مٽي جو سور.

- سجاوتيءَ جو سڳو وَٽائڻُ: اڌ مٿي جي سور لاءِ سڳيءَ جو ڌاڳو وٽائڻ.

- سجاوَتيءُ سُورُ: سج اڀرڻي جو درد- سج اڀرڻ وقت مٿي ۾ ٿيندڙ سُورُ.

- سجاوَلُ: اسم خاص. تعلقي ميرو خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- سُجاوَلُ: اسم خاص. تعلقي سُجاوَل ۾ هڪ ديهه جو نالو- ضلع ٺٽه ۾ تعلقي ۽ شهر جو نالو.

● سجاهڻُ: مصدر. مارڻ- سزا ڏيڻ.

- سجاهَ ۽ سجاهُون: ث. مار- ڪُٽ- سَزا.

- سجاهَ ڏِيَڻُ: مار ڪيڻ- ڇيت ڏيڻ.

- سجاهَ ڪَيَڻُ: مار ڪيڻ.

● سَجائڻُ: مصدر. [سن. سَجَ = سينگارڻ] سينگارڻ- زيبدارُ بنائڻ- ٺاهڻ. ڀائڻ- ڀهرائڻ.

- سَجاوَتَ ۽ سَجاوَتُون: ث. آرائش- زيب- زيبائش- ٺاهه ٺوه- سينگار- بناوت- قرينو- بناءُ. جوڙجڪ- انتظام. ترتيب.

● سَجائيءُ: اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو. ٿر ۾ هڪ ڏهر جو نالو.

● سَجائيءُ ۽ سَجائيُون (ٿ): ث. اٺ جي وڏي تنگ ۾ ڏاس جا وڏا جهاپا. ٽَڙا.

● سُجائيءُ ۽ سُجائيُون: ث. ڪمائتي- فائديمند- مفيد.

● سَجائيو ۽ سجائيا (ٿ): ذ. پاڪي- آسترو.

● سَجايو سَجايا: ذ. صفت. [سن. سُ = چڱو + جاءِ = هنڌ] چڱي جاءِ وارو- سڪارتو- سڪيارتو- سود مند- فائديوارو- واڌاري وارو- لفعي وارو- لاڀائتو- گنجائشي- فيض وارو- ڀلي وارو- مفيد- ڪمائتو- ڪارائتو- ڪتبائتو- ڪم وَندُ- سُڪَمو- سارٿڪُ- ڪَمَ جو- ڪارَ جو- مُجَرَّبُ.

● سَجٿايو ۽ سَجٿايا (ٿ): ذ. ڀاڪي- آسترو.

● سَجدو ۽ سَجدا: ذ. [ع. سجده =] خُدا جي اڳيان مٿي جهڪائڻ جي حالت- بندگي- نيوڙت- ڏنڊوت- ضعفُ ڪَمال. ڀيشوا.

- سَجْدَهٔ سَهوَ: لمازم ڀل چوڪ ٿيڻ جو سجده.

- سَجْدَهٔ شُڪرُ: خدا تعاليٰ جي شڪر گذاري جو سَجده.

- سَجْدهٔ ڪَرَڻُ: سر جهڪائڻ- مٿو ٽيڪڻ. امر سجڻ.

- سَجْدهُ گاهُ ۽ سَجْدَهُ گاهَ: سجدي ڪرڻ جي جاءِ- مٿي ٽيڪڻ جو هنڌ.

- سَجْدَهٔ گذارُ ۽ سَجْدَهٔ گذارَ: ذ. سَجْدَهُ ڪندڙ.

● سَجْرو ۽ سَجْرا (ٿ): ذ. شجرو- نسب نامو- حسب نسب- ونساوَلي- ڀيڙهي- ڪُٽنب جو سلسلو. سَنَدَ.

● سَجَڙُ ۽ سَجَڙَ (ٿ): ذ. ڪنڀيءَ جي ڪانيءَ جو ڏانڊو- ڪُونڀَتُ.

● سُجِڙيو ۽ سُجڙيا (ٿ): ذ. ڇيٽي جو ڏانڊو.

● سَجْعَ ۽ سَجْعُون: ث. (ع). خوش الحان پکين جي لات. ٻن جملن جي پڇاڙيءَ ۾ هڪجهڙن لفظن هئڻ وارو هڪ قسم جو نثر. موزون ڪلام- مقفيٰ.

● سَجَڪَڻُ (ل): مصدر. محفوظ رکڻ. سنڀالڻ.

- سَجَڪو ۽ سَجَڪا: ذ. صفت. رکپائتو- هٿيڪو- زيان ٿيڻ کان بي ڊپو. (ضد. آجَڪو).

● سَجِڪڻُ (ل): [سن. سجڻ =] ڀرڻ- سٽڻ. ڇهڻ. ويڙهجڻ- چنبڙڻ. سَجِڻُ- سَجهائڻُ

"سنجهي ۽ صبوح سورن ٿي سَجڪيُون"

(شاهه).

- سَجَڪو ۽ سَجَڪا (ل): ذ. صفت. ڀَريَلُ- چڪار ٿيل. ڀاوَلُ- رَچيَلُ. دنيادارُ- تونگر- شاهوڪارُ- مايا وَندُ- جوپ.

● سَجيڪو ۽ سَجيڪا: ذ. بي آرام.

● سجلائڻُ: مصدر. بندوبست ڪرڻ- ٺاهي ڪرڻ- ترتيبائتو ڪرڻ- قريني تي آڻڻ- باقاعدي ٺاهڻ- سَجائڻ- سُڌارڻ- سَنوارڻ.

- سجل ۽ سجلون: ث. صفت. ڪنهن به ڪم ڪرڻ جو طريقو يا ڍنگ - سليقو - اسلوب - شعور. طرز - طرح. سگهڙائي - صفائي - هوشياري - سيونج - ناهه - بندوبست - پرٻند - جوڙجڪ. ترتيب. تصوير.

- سجيل ۽ سجل: ذ. صفت. عمده. نفيس - نازڪ. نيڪ - معقول.

- سجلائتو ۽ سجلائتا: ذ. صفت. تجويزائتو - ناهائتو - باترتيب - سٽائتو - سلسلي وارو - قريني وارو. ورجائتو. سنجيلو.

- سجيلائي ۽ سجيلائيون: ث. صفت. سگهڙائي - صفائي - هوشيدائي - سيونج - سليقو - اسلوب - شعور. طرز - طرح. هوشياري. خوبي. چالاڪي. دانائي. (گنگا جو ڪتب ص. ٣).

- سجيلو ۽ سجيلا: ذ. صفت. ورجائتو - سنجيلو - سجيل - خوش اسلوب - طرزائتي - سليقي مند - هوشيد و باشعور.

● سجڻ ۽ سجڻ: ذ. پيارو - وڻندڙ - سڄڻ - محبوب. (ث. سجڻي ۽ سجڻيون).

● سجڻ: مصدر. [سن. سجنا = سينگارڻ] سينگارڻ - ناهڻ - سنوارڻ - سڌارڻ. ڪپڙا ڍڪائڻ. ڳهه پهرائڻ. هاٿي تي پالڪي رکڻ. هٿيڪو رکڻ.

● سجڻ (ٿ): مصدر. رڌجڻ - پچڻ. اندر ۾ ڪاوڙجڻ. ٻاهر ڳالهائي نه ڪيڻ.

● سجود ۽ سجود: ذ. [ع. سجده. هن سجدو ڪيو] سلام - تعظيم - ڏنڊوت - پوڄا. خدمت گذاري. گانڊ غلامي.

- سجود پرڻ: سجدو ڪرڻ - ڏنڊوت ڪرڻ - سر جهڪائڻ - پوڄا ڪرڻ. غلاميءَ جو دم ڀرڻ. خدمت گذار ٿيڻ.

● سجودي: اسم خاص. مڪران ۾ پوک تي گذران ڪندڙ هڪ قوم.

● سجوڙي ۽ سجوڙيون (ل): ث. خدا حافظ - الله واهي - موڪلائيءَ جو ڪلمو. جيئن: ”ادا سائين! هاڻي سجوڙي“. بيڙو پار - ڪاميابي - سوڀ.

- سجوڙي ٿيڻ: بيڙو پار ٿيڻ - ڪاميابي ٿيڻ - سوڀ ٿيڻ.

- سجوڙي ڪرڻ: ڪاميابي ڪرڻ - ڪم ناهڻ.

● سجوڪو ۽ سجوڪا: ذ. صفت. سولو - بنا جوکي - آسان. (ضد. اجوڪو). ث. (سجوڪي ۽ سجوڪيون).

- سجوڪائي ۽ سجوڪائيون: ث. سولائي - آساني - بي جوکائي. (ضد. اجوڪائي).

● سجي ۽ سجي (ل). ذ. صفت. گهڻو - زياده - وڌيڪ.

● سجي ۽ سجيون: ث. باهه تي پچايل گوشت جي ران يا ٽڪر. سربستو سجو چيلو گنڊل ۾ وجهي باهه تي پچايل - بلوچڪي دعوت جو خاص طعام. ”ڪنڊڪوٽ جي سجي مشهور ر“.

● سجيهه ۽ سجيهه: ذ. صفت. گهڻو - وڌيڪ - زياده - سنوالو.

● سجيهو ۽ سجيها: ذ. صفت. ٿورو گهڻو - ٿورو وڌيڪ - ٿورو وڌو.

● سج ۽ سج: ذ. [سن. سوريه = سج] سج - شمس - آفتاب - سورج.

● سڄاڳ ۽ سڄاڳ: ذ. صفت. [سن. سجاگر: سُ = چڱي طرح + جاگر = جاڳڻ] جاڳيل - خبردار - بيدار - هوشيار.

- سڄاڳائي ۽ سڄاڳائيون: ث. خبرداري - بيداري.

- سڄاڳي ۽ سڄاڳيون: ث. خبرداري - بيداري.

● سڄاڻ ۽ سڄاڻ: ذ. [سن. سڄڃا: سُ = چڱو + ڄڃا = ڄاڻڻ] هوشيار. چڱي ڄاڻ وارو - ڄاڻو - سڄاڻ - سياڻو - عقلمند - هوشيار - عاقل. ڏاهو - دانا - سمجهو - دانشمند - سٺوپرو - چڱو - واقفڪار - متمان - زيرڪ - عقل جو - عقلي - عقول - ڀڏيوان. عزت وارو. سچار. چاتر - چالاڪ. عيار. مدبر. مهربان. سنو. ڳڻائتو. عارف.

● سُڄائِڻُ: مصدر. [سن. شُو يَتي > شُو = وڌڻ] اُڀارڻ - اُڀارڻ - سوچ ڪرائڻ - ڦوڪڻ - ڦوڦرائڻ. (هہ. سُجانا).

● سَڄائِي ۽ سَڄائِيُون: ث. چڱائي - ڀلائي - خير - سڄڻائي. اکين جي ٻينائي. سالميت.

● سَڄِتُ ۽ سَڄِتَ: ذ. سڄي پاسي وارو وهندڙ ڏاندُ.

● سَڄَرُ: ذ. صفت. تازو - تير - نہ ڪوسو ۽ نہ ٿڌو - پورو پڪو. تازو توانو - نيرو يو - چڱو. صاف. جهڄهي جسم وارو.

● سَڄِرائِي ۽ سَڄِرائِيُون: ث. تازگي - تراوت. تندرستي - چڱيلائي.

● سَڄَڻُ ۽ سَڄَڻَ: ذ. [سن. سَڄَنُ = دل گهريو]. دل گهريو - دلبر - محبوب - دلدارُ - گهرو دوست - ساجن - ڍولڻ - معشوق - پرين - يارُ. خاوند - شوهر - مڙس - گهوٽ - وَرُ. عاشق. همدرد - وفادارُ ساٿي - خيرخواه - غمخوار - جانياڻي - ڏک ونڊيندڙ. نيڪ ماڻهو. سردارُ - حاڪم - امير - نوابُ - راءِ. خداوند - پروردگار. گهڻ گهرو. وفادارُ. رام - ڪرتار (ذ. صفت). اخلاق وارو. عزت وارو. (اسم خاص). تعلقي ٺٽي باگي ۽ تعلقي ڊگهڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- سَڄَڻائِي ۽ سَڄَڻائِيُون: ث. سَڄَڻپائي - سَڄاڻپ - اخلاق مندي - گهڻگهرائي - غمخواري - دل گهرائي.

- سَڄَڻپائِي ۽ سَڄَڻپائِيُون: ث. سڄڻائي.

● سَڄَڻپو ۽ سَڄَڻپا: ذ. سَڄَڻائِيُ. دل گهرائي - گهڻگهرائي.

● سڄڻُ (ل): مصدر. تيار ڪرڻ - سنياهڻ.
"پُڄيسج پوءِ پريتڪون، پهرين سرُ سَڄي"
(شاهہ).

● سُڄَڻُ: مصدر. [سن. شُوَت > شُو = وڌڻ] ڌڪ يا ڦٽ جو ٿورڻ - ٿورجڻ - آماسجڻ - اُڀامڻ - اُڀرجڻ - پرجڻ - سوڄ چڙهڻ - آيري اچڻ. (هہ. سوجنا). ڦوڪجڻ - ڪاوڙجڻ - منهن ۾ شور وجهڻ - ڦنڊجڻ. (سن. ڪريہ) [سن. شُدَّيَتِ = صاف] پٽاجڻ - پڌڻ - مٽڻ.

"ڪُن ڪلاچي پارَ ڏي، سَڌُ نہ سُڄي"
سهجڻ - خبر هئڻ.

● سَڄَڻُ پارُ: اسم خاص. تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَڄو ۽ سَڄا: ذ. [سن. سَڄ = تيار ڪرڻ] ثابت - سمورو - سارو. پورو - سڀ - مڙيئي - سمثو. ڪُلُ - سلامت - سيائي - سالم - مڙيوئي - جملہ. سربستو - پيرائتو. (ذ. صفت). وارو - سڄي پاسي وارو - ساڄو. (هہ. سجا).

- سَڄا ڪَيڏَڻُ: سڄو انگ لهڻ - صحيح عدد ڪيڻ.

- سَڄو ڇورو (ٿ): ذ. اهو ڇوڪرُ جنهن جي ماءُ مري ويل هجي.

- سَڄو سارو ۽ سَڄا سارا: ذ. صفت. سَيُ - داناءُ. اکين وارو.

- سَڄو سونُ ٿيڻُ: ڏاڍو سچار ٿيڻ - پڪو ديندارُ ٿيڻ.

- سَڄي آنڱرين ظرف. سڄي لڱين - تندرست.

- سَڄِي آڪِ ڦَرُڪَڻُ: فائدي جو موڻ ٿيڻ.

● سَڄِي ۽ سَڄِيُون: ث. ڀلائي - خيرخواهي - مدد. ڀلو - فائدو. هر ڏيڻ وقت ساڄو پاسو. (ضد. کبي). (هيم. سڄي = روبرو) روبرو - حاضريءَ ۾ ويٺل.

"سو مون هٿان نہ ٿئي، جيڪي تو جڳائ،
تو سڄيون، تو سنديون سڪن توهين ساءِ"
(شاهہ).

- سَڄِي ڪَرَڻُ: فائدو ڪرڻ - ڀلائي ڪرڻ. راز کولڻ - ڳجهارت پسڻ. توڙ تائين رسائڻ - پورو ڪرڻ.

- سَڄِي وَهَڻُ: ڪنهن سان چڱا پير کڻڻ. ڪنهن سان ڀلو ڪرڻ. آسان ڪم ۾ مدد ڪرڻ.
"سَڄِي وَهي سَيڪو، ۾ کبي وهن خان".

- سَڄِيءَ ۾ هُئڻ: ڪنهن جي ڀلائي ۾ هئڻ - ڀلو چاهڻ - ڪنهن جو ڀلو گهرڻ - ڪنهن جو گهڻگهرو هئڻ.

● سَڄهُه ۽ سَڄهَ: ذ. وَڄهُه - وقت - وارُ - وَلُ - آوَسَرُ - وارو - فرصت - داءُ - ساڄي - ٽڻ -

موقعو - سانگو - ڏَتُ. سهولت - سَوِلائي - سهنجائي. ڦيرو. ڪيڏ - آپاءُ - حيلو وسيلو - مٿو ڪٿو. لوڻو - ريت - ٽل - طرح - اٽڪل سٽڪل - فن فريب - تجويز - ٻلو. ڍَنگُ - اٽڪل - لَلُ - هُنر. مصلحت.
- سَجَهاتيءَ ۽ سَجَهاتيئون (ل)؛ ث. سولي - وجهه واري - وجهائتي.
- سَجَهائيتو ۽ سَجَهائيتا: ذ. صفت. وَجهائيتو - مهلائتو - وقتائتو - ساجو - موقعائيتو - ٽڻ وارو - سانگائيتو. سڏو - پورو. موقعو ڳوليندڙ - ٽڻ ڳوليندڙ.
- سَجُهه ڏِيَڻُ: وارو ڏيڻ - موقعو ڏيڻ - ٻل ڏيڻ. سَجُهه لَڳَڻُ: وَجُهه لڳڻ - داءُ لڳڻ. ڪم آسان ٿيڻ.
- سَجُهه وَجهه ڏورَڻُ: داءُ پيچ ڳولڻ - اٽڪلون رٿڻ. صلاَحونَ ٻَڇائڻ.
● سُجَهه ۽ سُجُهون (ل): ث. هئڻ واري حالت - هوند.
● سُجهاڪُو ۽ سُجهاڪا (ل): ذ. صبح - فجر - روشني.
- سِجَهاهَه ۽ سِجَهاهُون (ٿ): ث. سزا - سيکت.
- سِجَهاهَه ڏِيَڻُ: سزا ڏِيَڻُ: سيکت ڏيڻ.
● سَجهائِڻُ (ل): مصدر. پوري ٽُڪ ٻَڌڻ. سَجهائيتو ڏَڪُ هڻڻ - سَنڌائتو ڏَڪُ هڻڻ.
● سِجهائِڻُ: مصدر. [پرا. سِجهئي. سن. سِڌ = رڌڻ] ٻارڻ - ساڙڻ - جَلائڻ - پچائڻ. آپارڻ - ڏيمي ٻاهه تي ٽهڪائڻ - سيڪڻ. فنا ڪرڻ - چڪچور ڪرڻ - پورو ڪرڻ - ختم ڪرڻ. ٻي طاقت بنائڻ. بس ڪري ڇڏڻ.

"صورت تنهنجي سوين سِجهايا"
(منٺار).

ڳارڻ - جهڄائڻ - جهورڻ - رڌڻ.

"جي سِجهائي تہ پڻ سيڪي سئي"
(شاهه).

پرائڻ - حاصل ڪرڻ - وصُول ڪرڻ - هٿ ڪرڻ - قبضي ڪرڻ - پائڻ - ميلڻ - وَٽڻ - وٺڻ - ڪڍڻ - لَهڻ. فائدو ڪرڻ - ڪمائڻ.
● سُجهائِڻُ: مصدر. [سن سُوچ = خبر ہوڻ] معلوم ڪرائڻ - واقفيت ڪرائڻ.
● سَجهائيوُ ۽ سَجهائيا: ذ. حَجامت ۾ ڪم ايندڙ اوزارُ - پاڪي (ٿ).
● سُجهنڌو ۽ سُجهنڌا (ل): ذ. [سن. سُوجَسَ = سوجهرو] روشني - نُور - سوجهرو - جوت - شعاءُ - پرڪاش - سهائي - اُجالو - آهاءُ. پرهه ڦُٽي - فجر. ڏينهن - ٻتي. سوير. يڪدم. (ظرف). نظر ۾ - خيال ۾. خبر.
● سَجهَڻُ: مصدر. سَرَنُ - سولو ٿيڻ - پورو ٿيڻ.
● سِجهَڻُ (ل): مصدر. [سن. سِڌ = رڌڻ] ڪامڻ - سڙڻ - ٻجڻ. رَجهَڻ. ٿڪڻ - آٻرڪڻ - آٻرڻ - آپامڻ. جوش ۾ هئڻ. بيماريءَ ۾ ڏکويل هئڻ - تڪليف ۾ اچڻ. پرائڻ - ميلڻ - حاصل ٿيڻ. ڪٽڻ - وٺڻ - ڪمائڻ - فائدو ڪرڻ. هٿ ڪرڻ - واصل ٿيڻ. نرم ٿيڻ - رِجَڻ - پٺرو ٿيڻ - پتلو ٿيڻ. ايذائجڻ - سُور ۾ پرجڻ - ڏکوئجڻ.
- سِجهيُ وَڃَڻُ. پورو ٿي وڃڻ - ڪمزور ٿيڻ - ڏاڍو ٿڪجي پوڻ. ختم ٿي وڃڻ - بس ٿي وڃڻ.
● سُجهَڻُ: مصدر. [سن. سُوچ = خبر ہوڻ] ڀاسڻ - خيال ۾ اچڻ - دل تي ترَي اچڻ - هُرڻ - سمجهه ۾ اچڻ - نظر ۾ اچڻ - سَمَڪَ ۾ اچڻ - ڀانئجڻ - سارڻ - سمرڻ. دل سان لڳڻ. حاضر ٿيڻ - فرض ڪرڻ - سمجهڻ. خبر هجڻ - علم هجڻ - معلوم هجڻ - محسوس ڪرڻ - محسوس هئڻ. ليڻ - حاصل ٿيڻ. جرئت رکڻ.
● سَجهوڳُ ۽ سَجهوڳَ: ذ. سڀهو - سهولت. آسرو - اميد. سٺو ڪم. چڱائي. مزو.
- سَجهيءُ: ذ. صفت. زياده - وڌيڪ - سرَسُ - جهجهو. آتم - اعليٰ - بالا - اوچو - وڏو - مٿيون. بيشُ - ٽرُ - بهترُ - اڌڪ. اڳرو - عمدو - فائق. ڀوترُ - سُريشٽُ. سهائگو. (ظرف). اجا به. واڌو - گهڻي قدر - نهايت.

- سَجهيءُ پڇائڻُ: گهڻو پڇائڻ. شيشُخ پڇائڻ.

● سَڄ ۽ سَڄُونُ: ث. [سن. سَجا: سَ = سان + جڃا = ڄاڻ] نسبت - واسطو - لاڳاپو - تعلق.

"ڄاڻي پڇهي جن توسين سورَ سجن ڪي"
(شاهه).

اشارو - ڏس - پتو. چتاءُ. چيڪَ.

- سَڄ ڪَرَڻُ: ڏيکارڻ - سامهون ڪرڻ - آڇڻ.

- سَڄُونُ ڪَرَڻُ: نسبت جو اهڃاڻ ڏيڻ. سڌ ڏيڻ - وراڻي ڏيڻ.

● سُڃَ ۽ سُڃُونُ: ث. [سن. شونيتا = سُڃَ] اجاڙ - ويراني - پينگ - تباهي - آرَءُ - رڻ. هيڪلِ - وِسوڙائي - رَدي - خارج. اجايو - نڪمو. واندڪائي - فراغت - پالهائي - فرصت. سُنَ - خالُ. ڏڪار - بُڪَ.

"سُڃَ وَسندي تنکي، جوش جلايا جي"
(شاهه).

- سُڃَ ڪَرَڻُ: ويراني ڪرڻ - برٻادي ڪرڻ - چٽ ڪرڻ - ڪُٽائڻ - ڪپائڻ.

- سُڃَ واڪا ڪَرَڻُ: ويراني هجڻ.

- سُڃهَرَ ۽ سُڃهَرَ: ذ. سُڃو هنڌ - ويران هنڌ - بيابان - غير آباد زمين.

- سُڃهَرُو ۽ سُڃهَرا: ذ. سُڃَ - ويراني - بيابان.

● سُڃاڻڻُ: مصدر. [سن. سَجيا: سَ = سان + جيا = ڄاڻڻ] سڃاڻڻ - اوڪڻ - سوهڻ. سڃاڻجي پوڻ.

● سُڃاڻُ ۽ سُڃاڻَ (ڪ): ذ. جبل جو چشمو.

● سُڃاڻڻُ: مصدر. [سن. سَجيا: سَ = سان + جڃا = ڄاڻڻ] اوڪڻ - سوهڻ - پهچائڻ - ڄاڻڻ. ساڳوڻائي ڏسڻ - شامليت ڏسڻ. سڃڻ - ليکڻ - قدر شناسيءُ ڪرڻ. حق شناسي ڏيکارڻ.

- سُڃاڻَ ۽ سُڃاڻُون: ث. واقفيت - ڄاڻ پڇاڻَ - مهاڳڙو - ڏيڻ - منهن مقابلو. سهيپو - اوڪار - پرچو - اوڪائي.

- سُڃاڻپَ ۽ سُڃاڻپُون: ث. واقفيت - ڄاڻ پڇاڻَ - ڏيڻ ويڻ - منهن مقابلو.

- سُڃاڻُو ۽ سُڃاڻُو: ذ. واقف ڪار - ڄاڻ پڇاڻ وارو - پرچيوان - سهي - ڏٺل. مهاڳڙو - سهيپو - پرچو.

- سُڃاڻيجيءُ سِگَهه مِلڻُ: جوڳي هلت ٿيڻ.

- سُڃاڻپ سِگَهه ڏِيڻُ: لياقت آهر ڏوجو عطا ڪرڻ.

● سَڃڻُ: مصدر. [سن. سَنڌانَ] آڇڻ - نذرانو ڏيڻ. ڏيڻ - بخشڻ - عطا ڪرڻ - صلاح ڪرڻ. شسٽ پڌڻ - نشان ڪرڻ.

"سرَ جو سچيو سچئين هنگا ٻاڻ پري"
(شاهه).

تڪڻُ - ڪشڻ - بندوق سڌي ڪرڻ - اولارڻ - الهاڙڻ - هٿ جو ارادو ڪرڻ. سامهون ڪرڻ - آهڪ ڪرڻ - واراڻ. لڳائڻ.

"تون پارس آءٌ لوهُه، جي سَڃين ته سون ٿيان"
(شاهه).

ڏسڻ - ڏيکارڻ - اشارو ڪرڻ - سگهڻ. پڌائڻ - سلڻ - ظاهر ڪرڻ. چتاءُ ڏيڻ. سونهو ٿيڻ. پرولي پچڻ. ملائڻ - اکيون ملائڻ. نسبت رکڻ - واسطو رکڻ. دل تي رکڻ. ارهڻ - گهورڻ.

● سُڃو ۽ سُڃا: ذ. صفت. [سن. شُونيتا = سُڃَ - پينگ] پينگيو - ڪنگال - سکڻو - مسڪين - مفلس - بکيو - محتاج - جوکو - ويران ٿيل. برباد - اجڙ - ڦٽل - ويران - آريج. اڻ وسيل - نيرجن - نِرمنش. اکيلو. آداس. (ذ). بيابان - صحرا - رڻ پٽ - بَرُ.

- سُڃائيءُ ۽ سُڃائيُون: ث. ڪنگاليڻو - پينگيائي - مفلسي - مسڪيني - بکيائي - ڪوٽ - محتاجي - جوکائي - اجاڙ - سُڃَ - ويراني - برٻادي. بياباڻي. ڪنجوسائي - مرڇوڻائي - سوسَ - سُڃَ - ڪسيپائي - تيڙُ تڪلو. ٽڪ ٽنيڻ. آداسائي.

- سُڃو سُڪيڻو هُجَڻُ: پينگيو هجڻ - تمام غريب هجڻ - ڪنگال هئڻ.

- سُڃَ وَسڻُ: اسم خاص. ساميءَ فقيرن جي پن منزلن وارو هنڌ - سکو پٽ ۽ جاڳرت جو وچ. (ساميءَ جا سلوڪ ٢٢٥).

- سَچَهارَ ع سَچَهارون (ل): ث. ويراني - غيرآبادي - سُچ.

● سَچُ ع سَچَ: ذ. صفت. [ پرا. سچو. سن. ستيہ > ست = سچائي] حق - برحق - سچ پچ - ستيتا - يٿارٿتا - راستي - صداقت. صحيح - ستُ - راست. سچائي - سچارائي - سچاڻ - سچي ڳالهہ. برابر - پورو - بجا - تحقيق - بيشڪ. لازمي - برقرار. صاف - پاڪ - نجو - خالص - نج - روشن - چمڪندڙ. ڪلمہ تصديق - ها - واقعي - نيڪ - درست. يقيناً - حقيقتاً. ساپيان - صداقت - کرو - چوکو. هوبهو - ساڳيو. (ضد. ڪوڙ). (هہ. سانچ). گرم موسم - مئي ۽ جون جا مهينا. بلورن راند ۾ کٽيل گيلُ - کڏ وغيره.

● سُچُ ع سُچَ: چندي راند ۾ کوٽيل ننڍڙي کڏ - گِدِ (ت). ٻٻو. ٻٻري جي پنبڻ.

● سَچارُ ع سَچارَ: ذ. سچ ڳالهائيندڙ - سچو - حق گو - راست گو. سَتِ - سچائيتو - برحق - يٿارٿ - برحال - ساپيان - پورو - نيڪ - صحيح - درست - کَرو - رَءُ - ٽڪسالي - چوکو. حقيقي - حقي - سپتيو - ستوادي. ساڪائيتو - ستياوان - ايماندار. صاف دل - راسخُ - ايسڪيپتُ. ڪارپت وارو. سچيت - سرلو.

- سَچارائِيُ ع سَچارائيون: ث. سچائي - سپتيائي - ايمانداري - راستبازي - سَچُ.

- سَچارو ع سَچارا: ذ. صفت. سچار - سچو.

- سَچائِيُ: ڪلمہ تصديق. سَچُ - تحقيق - واقعي.

- سَچائِيتو ع سَچائيتا: ذ. سچو - سچار - سچارو.

- سَچائِيُ ع سَچائيون: ث. سچ - ستيتا - يٿارٿتا - راستي - وادِتا - صداقت - ستُ - حق - سچاڻ - حقيقت. ايمانداري - سپتيائي. صفائي - سٺائي. برابري. اصليت.

- سَچائِيُ ڏيکارَڻُ: ايمانداري ڏيکارڻ - سچو رهڻ. محبت ڪرڻ.

- سَچائِيُ ڪَرَڻُ: ايمانداري ڪرڻ.

- سَچُ ٿيڻُ: برابر هئڻ - صاف هئڻ.

- سَچُ پَچُ: ڪلمہ تصديق - سچ مچ - سَچُ. واقعي - هوبهو - بلڪل. بيشڪ - بنا شبهہ. صحيح.

- سَچُ چَوَڻُ: صاف ڳالهہ چوڻ. ڪوڙ نہ ڪرڻ. حق چوڻ.

- سَچُ سَچُ: ڪلمہ تصديق. صحيح - درست - بيشڪ - نيڪ.

- سَچُ ڪِ: ڪلمہ تصديق. تحقيق - بيشڪ.

- سَچو ع سَچا: ذ. صفت. صادق - سرلو - راسخ - صاف دل - سچيت - راست - پورو - کرو - سپتيو. نيڪ - درست - برحق - يٿارٿ - ساپيان - سوڏيت. نمڪ حلالُ - حلالي. سچارو - سچائيتو. ايماندارُ. وفادارُ. ٽڪسالي - واسيتو - حقيقي - سچو پچو - آصيل - تز - چوکو - چند - ٺيٺ. راست باز. نج - خالص - نبار - بنا کوٽ. نِسڪَپَٽ - پروسي جهڙو - انجام جو پورو - سرڏالو. قائم - پڪو - پختو - اَچَلُ - ثابت قدم - قائم مزاج. سٺو - مهٺو - عادِل - انصاف پسند. پورو پنو - سٺائو - چڱو خاصو (طبيعت جو) موچارو. رهندو. واجبي. برثوابُ. برابر - حقائيتو.

- سَچُو (ت): وسريل ڳالهہ ياد اچڻ وقت جملہ جي اڳ استعمال ٿيندڙ لفظ.

- سَچو پَچو ع سَچا پَچا: ذ. برابر - اهو ساڳيو. حقيقي - اصلي.

- سچو موتيُ ع سَچا موتيُ: سپَ مان نڪتل موتي - اصلي موتي.

- سَچِي ع سَچيون: ث. صحيح ڳالهہ - سچ - ستيتا - راستي - حقيقت. دوست - همراه. ناتو - واسطو - تعلق - گهرائپ - دوستي. هڪ ديوي جو نالو - اندر جي زال.

- سَچِي پَچِي: واقعي - برابر ائين. حقيقي.

- سَچِي ڪَرَڻُ: باسڻ - قبول ڪرڻ - سلڻ - اقرار ڪرڻ - هائوڪار ڪرڻ - مڃڻ - حقيقت ڪرڻ.

● سَچانا: اسم خاص. باز جو هڪ قسم - سيچانا.

● سَچِدانَندُ: روح القدس - پوِتر آتما - برهما - خدا تعاليٰ. جان - آتما - روح - روحاني وجود.

● سَچِديوَ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● سَچَرُ ۽ سَچَرَ: ذ. [سن. سُ = چڱي طرح + چَرُ = چرڻ] گهڻو کائيندڙ- پيٽ پري کائيندڙ- چاروڪڙ- وَڏ قوتو- بکيو. هيچي- بُکَ مٺو- پَانُئُٽ پيو- ڏانتي- درندو. هميشه چرچر ڪندڙ. چٽو ڪندڙ. (ضد. ڏچر).

● سَچَلُ: صفت. [سن. ] چرندڙ- ڦرلدڙ- گهمندڙ. تکو- تيز. اصل اصل- نيڪ چرڻ جي طاقت. ڦرڻ گهرڻ جي طاقت يا سگهه. هارجيت جي جُوا.

● سَچَلو ۽ سَچُلا: ذ. صفت. ڪمائتو- ڪارائتو.

● سَچُو: اسم خاص. تعلقي ڊگهڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَچُو: ذ. [سن. سچو = دوست] گهرو دوست. سپاهُ جو ميمبر. وزير. خوشي- سک. سچل سرمست جو تخلص.

● سُچيت ۽ سُچيتَ: ذ. صفت. خودي وارو- مغرور- بي پرواه- هنيلو. خبردارُ- هوشيار- دانشمند- محسوس- اثر پذير- نظر پذير- آگاه- سريتو- سرتياڻ تو- چيتائيتو- هوشائتو. ڏاهو- عقلمند- عاقل- داناءُ- سياڻو- ساڳو واڳو- سويتو- واقفڪار- سڄاڻ- چاڻو- سمجهو- حوصلائتو- متمان. ڌيان ڏيندڙ- ساوِ ڌانُ- مُتوَجهه- هڪ چتو- يڪسُو- قانع- خوش. سجاڳ. چالاڪ- تيزفهم- ڦڙت.

- سُچيتائي ۽ سُچيتائيُون: ث. خبرداري- هوشياري. ڏاهپ- سياڻپ- عقلمندي- دانائي- سمجهه- پروڙ- آگاهي- سُرتَ- چيتو- ڌيان- هوش- سچيتي- خيالُ- حوصلو- ساگاهه- سيبتائي. جتن. چتاءُ- تاڪيد. سُجاڳي. ڦڙتائي.

- سُچيتي ۽ سُچيتيُون: ث. هوشياري- خبرداري- دانائي- سمجهه- پروڙ- سُچيتائي.

● سچيڏنُو ڪلهوڙو: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سچي لائي: اسم خاص. سائي ڦڪي رنگ تي هڪ پوٽي جو قسم، انهن جو ڪاچ، سندس ڪالين مان ڪار نهندڙ.

● سَچيلو ۽ سَچيلا: ذ. باز جو هڪ قسم، تلورن ۽ ڪولجن جو شڪار ڪندڙ.

● سَحابُ ۽ سَحَابَ: ذ. ڪڪر- بادل- ابر- گهٽا- ميگهه.

● سَحبَانُ: اسم خاص. عرب جي مشهور فصيح ۽ بليغ شاعر جو نالو، گفتگو ۾ ساڳيو لفظ ٻيهر استعمال نه ڪندڙ.

● سَحَرُ: ث. صبح- فجر- ڏُڪي. آسرُ. خيرات جو وقت. روز روشن- نور جو تڙڪو.

● سَحَرُ خيزُ ۽ سَحَرُ خيزَ: ذ. صبح جو سويل اٿندڙ.

- سَحرِي: روزي رکڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ کاڌو.

● سِحرُ ۽ سِحرَ: ذ. (ع.) جادو- طلسم- افسون- ساحري- ڏوهُ- مَنڊُ- مَنتُرُ- ڪامڻ- چيٽڪَ. حرفت- چلُ. هُنر.

- سِحرِ بَيانُ: ذ. صفت. فصيح بيان- جادو جو بيان. شاعر. سٺي ۽ اثر وارو تقرير ڪندڙ.

- سِحرِ سَامِري: سامري جادوگر جو علم (جنهن جي زور تي هو حضرت جبرئيل عليه السلام کي سُڃاڻي ڳالهائيندڙ سونو ڪابو ٺاهي سگهيو ۽ ۽ حضرت موسيٰ جي برخلاف بني اسرائيل کي تعليم ڏني).

● سَخا ۽ سَخائُون: ث. فياضي- بخشش- دان- خيرات.

- سَخاوَت ۽ سَخَاوَتُون: ث. سخا- بخشش- دان- خيرات- فياضي- ادارتا- فراخ دلي- درياهه دلي- ڪشاده دلي. هٿ ڦاڙي.

- سَخَا ڪَرَڻُ: خيرات ڪرڻ.

- سَخُتُ ۽ سَخُتَ: ذ. صفت. (ف). ڏاڍو- سٽائو- محڪم- مضبوط. ڪٺن- مشڪل. سوٽ. اوکو- اهنڊ- لال ولو- اهنجو- ڏهيرو- ڏلني- ڏهيلو- تنگ. جبرو- هيبتناڪ- سَهاوَت. بلڪل صحيح- بلڪل تاڪيدي- خوب چوکس. زوراوَر- زبردست. قاعدي جو پابند- سپراٽو- جبرالو- دست دراز- غضب ناڪ- ڪنور-

بي رحم - سنگدل. بد مزاج. بخيل - ڪنجوس. ٽلهو.
(ضد. نرم) (آصفيه). (ظرف). بي حد - نهايت -
ازحد - گهڻو.

- سَخۡتُ او پالا سِر تهي آچڻُ: سخت سزا ملڻ - چيڀ ڏيڻ - ڏاڍا ڏک ڏاکڙا سهڻ - وڏين مصيبتن ۾ مبتلا ٿيڻ.

- سَخۡتُ جانِ: ذ. صفت. بي مهر - سنگدل. جنهن جي جان مشڪل سان نڪري.

- سَخۡتُ جانِيُ: ث. زحمت ڪشي - جفاڪشي - برداشت جو مادو.

- سَخت دِلِ: ذ. صفت. سنگين دِل - پٿر دِل - بي رحم - ڪٺور.

- سَخۡتُ دِلِيُ: ث. بي رحمي - بي مهري - سنگدلي - ڪٺورائي. ظلم - سختي.

- سَخۡتُ زَمِيۡن: ڪي مٽي واري زمين. مشڪل بحر - قافيه - رديف وغيره.

- سَخۡتِيُ ۽ سَخۡتِيُون: ث. ڪرڙائي - ڏاڍائي - سختائي - مضبوطائي - مضبوطي. دشواري. تندي - تيزي. بي رحمي - ڪٺورائي. ڏاڪڙو - مصيبت - ڏک ڏوجهرو - تڪليف - اهنج - درد - ڏک - ظلم - زيادتي. سنگدلي - چوکسي. تنگي. افلاس - سڃائي. بد بختي.

- سَخۡتِيُ ڪَرَڻُ: ظلم ڪرڻ - زيادتي ڪرڻ. تنبيهه ڪرڻ.

- سَخۡتِيُون سابِ ٿِيڻُ: تڪليفون اجايون ٿي وڃڻ - محنتن جو ڦل ملڻ - پورهيو ساب پوڻ.

● سُخۡتَرُ ۽ سُخۡتَرَ: ذ. بوٽ يا جُتيءَ ۾ اندر پير جي بچاءَ لاءِ پيل چم جو ٽڪر - پتاوو (ت).

● سُخَنُ ۽ سُخَنَ: ذ. (ف) واڻي - ڪٿي - چوڻي - ناطقه - واڪُ - آلاءُ - واڻي - ڪلام. ڳالهه - گفتار - ذڪر - گفتگو. تقرير - وڀا ڪياڻ. ٻولي - زبان - باڪا - ڀاشا. وعدو - انجام - قول - اقرارُ - عهد - وچن - ڏَتُ پَتُ - پرتگيا - پرڻُ - قسم - ٻولُ - زبانَ. شعر - نظم - مقولو. بد سخن - بد شد - گار.

- سُخَنُ آفرِينُ: ڪلام پيدا ڪندڙ - خدا تعاليٰ.

- سُخَنُ آوَرُ ۽ سُخَنُ آوَرَ: ذ. [ف. سُخَنُ + آوَرۡدَنَ = آڻڻ] تقرير ڪندڙ. خوش بيان - خوش گفتار - زبان آوَرُ - شيرين گو - فصيح - بليغ.

- سُخَنُ پَرۡوَرُ ۽ سُخَنُ پَرۡوَرَ: ذ. [ف. سُخَنُ + پَرۡوَرۡدَنَ = پالڻ] پنهنجي ڳالهه کي وزن ڏيڻ وارو. تعصبي - هٺيلو - ضدي.

- سُخَنُ پَرۡوَرِيُ ۽ سُخَنُ پَرۡوَرِيُون: ث. تعصب - هٺ ڌرمي - ضد.

- سُخَنُ چِينُ: ذ. صفت. [ف. سُخَنُ + چيدن = چونڊڻ] لائي چائي ڪندڙ - چيٽاپور - چغل خور - چغل. چاتر - چالاڪ.

- سُخَنُ چِينِيُ ۽ سُخَنُ چِينِيُون: ث. چغلي - چغلپائي - لائي چائي.

- سُخَنُ دانُ ۽ سُخَنُدانَ: ذ. [ف. سُخَنُ + دانستن = ڄاڻ] شعر چوندڙ - شاعر - ناظم - سخن گو.

- سُخَنُدانِيُ ۽ سُخَنُدانِيُون: ث. شاعري - خوش بياني - فصاحت.

- سُخَنُ ڏِيَڻُ: انجام ڏيڻ - اقرارُ ڏيڻ - وعدو ڏيڻ. گار ڏيڻ - خراب الفاظ ڪيڻ.

- سُخَنُ رَسُ: [ف. سُخَنُ + رسيدن = پهچڻ] ڳالهه سمجهندڙ ۽ سوچيندڙ - هوشيار - سمجهدارُ - تيز فهم.

- سُخَنُ سازُ ۽ سُخَنُ سازَ: ذ. [ف. سُخَنُ + ساختن = ٺاهڻ] شاعر - سُخن گو - خوش تقرير - فصيح. مڪارُ - عَيارُ.

- سُخَنُ سازِيُ ۽ سُخَنُ سازِيُون: شاعري. جوڙ ٺوڙ - دنيا سازي - لساني.

- سُخَنُ سَنۡجُ ۽ سُخَنُ سَنۡجَ: ذ. [ف. سُخَنُ + سنج = ماپيندڙ] شاعر - ڪَوِيُ - ناظم - سخن گو.

- سُخَنُ شَناسُ: ذ. [ف. سُخَنُ + شناختن = سڃاڻڻ] ڳالهين جو جوهري - سخن جو قدردان. ڪلام کي سمجهندڙ.

- سُخَنُ شَناسِيُ: ث. ڪلام کي سمجهڻ جو فهم. سخن جي قدرداني.

- سُخَنُ طَرَازُ ۽ سُخَن طَرَازَ: ذ. شاعر ـ ڪَوِي.
- سُخَنُ طَرَازِيُ: ث. شاعري.
- سُخَنُ فَهمُ: ڳالهه سمجهندڙ ۽ سوچيندڙ ـ هوشيار ـ سمجهدارُ ـ تيز فهم.
- سُخَنُ فَهمِيُ: ث. سخن کي سمجهڻ جو فهم.
- سُخَنُ کي سينگار وَڌائِڻُ: نظم ۾ رنگيني پيدا ڪرڻ ـ شعر ۾ صنايع ـ بدائع استعمال ڪرڻ. ڪلام ۾ نازڪ خيالي ڏيکارڻ.
- سُخَنُ گُوُ ۽ سُخَنُ گُوُ: ذ. [ف. سُخَنُ + گفتن = ڳالهائڻ] شاعر. فصيح ـ خوش بيان ـ خوش گفتار.
- سُخَنُ ميلَڻُ: ڳاريون ملڻ.
- سُخَنُ وَرُ ۽ سُخَنُ وَرَ: ذ. [ف. سُخَنُ + وَرُ] شاعر ـ ڪوي. فصيح ـ خوش بيان ـ خوش گفتار ـ ناظم.
- سُخَنُ وَرِيُ: شاعري. خوش بياني ـ فصاحت.

● سَخِيُ ۽ سَخِيَ: ذ. (ع) ڏاتار ـ فياض ـ ادار چِتُ ـ فراخ دل ـ درياه دل ـ ڪشاده دل ـ داني پرش ـ دلوارو ـ خدا جي نالي تي ڏيندڙ ـ سخاوت ڪندڙ. هٿ ڦاڙ. مولائي. داتا ـ ڪريم.

● سَدُّ ۽ سَدُّوُنُ: ث. (ع). روڪ ـ آڙ ـ آڏ. اوٽ ـ پردو ـ ٻن شين جي وچ ۾ حائل شيء.
- سَدُّ باب: ڪنهن ڳالهه تي قطعاً روڪ.
- سَدُّ باب ڪَرَڻُ: روڪڻ ـ بند ڪرڻ.
- سَدُّ راهَ: رستي جي روڪ.
- سَدُّ راهَ ٿيڻُ: روڪ ٿيڻ ـ مزاحم ٿيڻ ـ آڏ ٿيڻ ـ حائل ٿيڻ. وچ ۾ اڙ ٿيڻ.
- سَدُّ سِڪَنْدَرَ: اسم خاص. ترڪستان علائقي ۾ سڪندر جي نهرايل هڪ ديوار.
- سَدُّ ياجُوجَ: اسم خاص. سَدُّ سڪندرُ.

● سَدِ: ظرف. [سن. سدا = سدائين] سدائين ـ هميشه.

● سِدُ ۽ سِدَ: ذ. مَنگر جو هڪ قسم، رنگ ڳاڙهيرو، منهن تمام سنهو، پاسن وارا ڦنگ سنها، پڇ سنهو ۽ ڊگهو، ڊيگهه هڪ ڪان ڇهن فوٽن تائين.

● سِدِ ۽ سِدُّونُ: ث. سنوت ـ سڌائي. پاڪائي.

● سَدا: ظرف. [سن. سدا = سدائين] سدائين ـ مدام ـ نِتُ ـ هر وقت ـ پارو هي ـ سرودا ـ دائم ـ جُڳَ جُڳَ. لاڳيتو ـ مُسلسل ـ ڳنڍيل.
- سَدا بَهارُ: فقيرن جي هڪ سَيُنَ جا الفاظ ـ هميشه سرسبز رهندڙ ـ سدا ساوُ ـ سداسي بهارُ ـ بي خيزان ـ نتيہ ـ دائمي ٽڙيل گل.
- سَدا سُهاڳُ: گل جو هڪ قسم. ڪنهن عورت جو مڙس جيئرو هجڻ.
- سَدا سُهاڳِڻُ ۽ سَدا سُهاڳِڻيُونُ: ث. زنده مڙس واري عورت. گل جو هڪ قسم.
- سَدا سُهاڳِيُ ۽ سَدا سُهاڳِڻيُونُ: ث. هميشه خوش. هميشه مڙس واري.
- سَدا سُهڻُو ۽ سَدا سُهڻا: حسين ـ حسن وارو. محبوب ـ معشوق.
- سَدا قَلُ ۽ سَدا قَل: ذ. هميشه ڦر ڏيندڙ وڻ ـ سال بسال ڦر ڏيندڙ وڻ.
- سَدا گُلابُ: ذ. گلاب جي گل جو هڪ قسم، ٻارهوني ٽڙندڙ. خوشبودار سڳداسي ساوين جو هڪ قسم. جوئار جو هڪ قسم.
- سَدا لَعَلُ: ذ. جانورن جو هڪ قسم.
- سَدا مُدا: ظرف. هميشه ـ سدائين ـ ٻارهوني.
- سَدا وِرُتُ ۽ سَدا وِرُت: ذ. روزانو غريبن ۾ ورهائجندڙ خيرات ـ لنگر ـ خيرات ـ سخاوت.
- سَدائِين: ظرف. سَدا. هميشه ـ نِتُ ـ اٺهين ـ هردم ـ دائم ـ مدام.
- سَدائِين سَرَسُ سَرِ ٿِيَڻُ: هر وقت سوڀارو ٿيڻ ـ سدا ڪامياب ٿيڻ ـ سدائين فتحمندي حاصل ڪرڻ. هميشه بخت وارو هجڻ.

● سُدابُ ۽ سُدابَ: ذ. هڪ ٻوٽي جو قسم.

● سَدا تَورو ۽ سَدا تَو راءِ: ذ. چڱن لڇڻن وارو ـ کِيل مُک ـ سپاجهڙو ـ هردل عزيز ـ حليم ـ چئيوان ـ سدورو.

● سَدُ آچارُ ۽ سَدَ آچارَ: ذ. [سن. سداچاره. سَت = سٺو + آچار = هلت] سٺي چلت ـ چڱي فضيلت ـ وڻندڙ چال ـ نيڪ لڇڻ.

ـ سَدُ آچارِيُ ع سَدُ آچارِيُ: ذ. صفت. نيڪ اچڻ وارو ـ سٺي هلت وارو ـ سٺي چلت وارو ـ چڱي ورتاءُ وارو ـ اشراف.

● سَدادُ ع سَدادَ: ذ. سچائي ـ صدق. سنوت.

● سَداوَتَ ع سَداوَتُون: ث. محبت. دوستي. (ضد. عداوت).

● سِدْرَةَالْمُنْتَهيٰ: اسم خاص. ستين آسمان تي ٻير جو هڪ وڻ. حضرت جبرئيل جو مقام. بهشت جو هڪ وڻ.

● سُدَرْشَنُ ع سُدَرْشَنَ: ذ. صفت. [سن. سُ = چڱو + درشن = ديدار] سهڻو ـ خوبصورت ـ حسين.

ـ سُدَرْشَنُ چَڪَرُ: اسم خاص. ڪرشن مهراج جي هڪ هٿيار جو نالو.

● سِدِروڪُو ع سِدِروڪا: ذ. سمجهو ـ ڏاهو ـ عقل وارو.

● سَدِڪارِ ع سَدِڪارُون: ث. سٺي طعام کائڻ بعد پاڻي پيئڻ ڪري ٿيل آرس.

● سُدُ ڪاسِيُ: سُکداسي.

● سَدِ گُڻُ ع سَدِ گُڻَ: ذ. صفت. [سن. سَتِ گُڻ: سَتُ + گُڻ = خاصيت] اهل هنر ـ صاحب هنر ـ عمدين صنعتن جو شوقين. چڱو ـ سٺو ـ اوڳهو ـ موچارو ـ نيڪ.

● سَدوروُ ع سَدورا: ذ. صفت. سڀاڳو ـ ڀختاور ـ وَڏَ ڀاڳو ـ ڀاڳن ڀريو ـ لاڪيڻو ـ خوش قسمت ـ خوش نصيب. شبُ ـ سڀُورو ـ مبارڪ. چئيوان ـ فرمانبردار ـ چئي وارو ـ آگياوان ـ آگياڪاري ـ چياڪَرُ ـ نيازمند ـ تابعدار. ماڻهوءَ جو نالو. (ث. سَدورِيُ ع سَدورِيُون).

● سَدورِيُ: اسم خاص. هڪ ڇيل جو نالو. زال جو نالو. مالداڻي (عام).

● سَدُ وسَدِيُ: ظرف. سدائين ـ هميشه.

● سَدِيُرو ع سَدِيُرا: ذ. منگر مڇ جو هڪ قسم، رنگ سفيد، ٻڪ اچا، قد هڪ ڪان ٻ فوٽ، کائڻ ۾ لذيذ ـ سِدُ جو ٻچو.

ـ سَدِيشُ ع سَدِيشَ: ذ. صفت. [سن. سديش = ساڳيو ملڪ] ساڳيو ملڪ ـ اهو ئي ملڪ ـ پنهنجو ملڪ. ڀاڙو. (ذ. صفت). اڳئين ڪان ويجهو ـ اڳيون. (ظرف). اتڪل موجب.

ـ سَدِيشِيُ: صفت. ساڳئي ملڪ جو ـ هم وطني ـ پنهنجي ديس جو ـ ديسواسيُ ـ ڀالڏيهي ـ ملڪي ـ هم وطن.

● سَدِيُوَ: ظرف. [سن. سَدا = سائين] هميشه ـ سدائين ـ روز ـ ٻارو هي ـ نيتُ ـ اٺيهي ـ سَدا ـ سَروِدا.

● سَدّ ع سَدّوُن: ث. خواهش ـ ذوق ـ چاهه ـ دِل ـ مرضي ـ تمنا ـ آرزو ـ منشا ـ ڪامنا ـ اڇا ـ ڳهرَ ـ پسندي ـ سَنڪلپُ ـ واسنا. ارادو ـ نيت. دل جي مراد ـ مقصد ـ منورتُ. چاتي ـ خيالُ ـ لاءُ. حرص ـ طمع ـ لالچ ـ ڪاوڙ ـ ڏک ـ رنجُ. دَٻاءُ.

ـ سَدّارو ع سَدّارا: ذ. صفت. سَدّوارو ـ خواهان ـ خواهشمند ـ شائق ـ سَدّائتو ـ اچاوانُ.

ـ سَدّائيتو ع سَدّائيتا: ذ. صفت. خواهان ـ سدّار ـ خواهشمند ـ شايق ـ اچاوانُ ـ آرزومند ـ مرضي وارو. (ث. سَدّائيتِي ع سَدّائيتِيُون).

ـ سَدّڙِيو ع سَدّڙِيا: ذ. صفت. خواهشمند ـ آرزومند ـ خواهان ـ سدّائيتو ـ اچاوانُ. سگهي خواهش ڪندڙ ـ ڪنجوسُ. (ث. سَدّڙِيُ ع سَدّڙِيُون).

ـ سَدّ ڪَرَڻُ: مرضي ڏيکارڻ. دل ٿيڻ.

● سِدّهُ: صفت. ظرف. راس ـ پورو ـ حاصل ـ ختم. پورن ـ سمَاپتَ ـ رسيَلُ ـ ڪامل ـ سالم. ٺهرايل ـ درست ـ مباح ـ روا ـ جائز ـ بحالُ. سچارُ ـ سچو ـ سچيو. وفادارُ ـ حلالي ـ ايمالدارُ. مضبوط ـ پڪو ـ ڏاڍو. صحيح ـ سالم ـ تندرست ـ چڱو ڀلو. تيار ـ سينگاريل سچ ـ تحقيق ـ ساڀيان. ث. پورائي ـ سامرٿائي.

● سِدّهُ ع سِدّهَ: ذ. [سن. سِدّهُ = سنت] مهاتما ـ ڀيرُ ـ وَلي ـ اولياءُ ـ رشي ـ ڌرماتما. فاضل ـ عالم. ساڌو ـ سنت ـ جوڳي عابد ـ زاهد ـ عارف. غيب جو علم ڄاڻندڙ. جادوگر ـ ساحر ـ سنوت ـ

سِڌائي- هڪجهڙائي- همواري. ( ذ. صفت). مقدس- پاڪ- پوتر- معصوم- گناهن کان پاڪ.

- سِڌائُو ۽ سِڌائَا: ذ. صفت. سنت جو- اولياءَ جو- بزرگ جو- مهاتما جو- وليءَ جو. ڪرامتي- اسراري- اڏيوت- عجيب- حيرت جهڙو.

- سِڌائِي ۽ سِڌائِيُون: ث. جادوءَ جو علم- ڪامڻ- جوتش- جادوگري.

- سِڌ ٿِيَڻ: حاصل ٿيڻ (سامي جا سلوڪ ۲۲۵).

- سِڌ ڏِيَڻ: مڃڻ- حال تي هلڻ (۳۰۴).

- سِڌ ڪَرَڻ: پورو ڪرڻ- ختم ڪرڻ. پهچائڻ- ساڌڻ- رسائڻ- پڄائڻ. تمام ڪرڻ- سرانجام ڪرڻ- راس ڪرڻ- لبيرڻ- سمپورن ڪرڻ. حاصل ڪرڻ. مقدس ڪرڻ- هٿ لڳائڻ. ڪاميابي حاصل ڪرڻ. بحال ڪرڻ- پڪو ڪرڻ. سِڌو پڌ ڪرڻ- وِچُون ڪڍڻ.

- سِڌ واڪ وَچَن: پيش خبري- اڳڪٿي- پيشن گوئي.

- سِڌِي ۽ سِڌِيُون: ث. هڪ قسم جو جوڳ- جوڳي فقيرن جو زهد. ڪرامت- سمرٿي- طاقت. ڪاميابي- فتح- سوڀ. جيئن- برصوابي- ڪَرَمَ سِڌِي- ڪرتارتَ. نعمت- پدارٿ. موباسو- عبادت يا خدمت جو ڦل يا ميوو. جادوئي اثر. مڪمل صفائي.

● سُڌِ ۽ سُڌُون: ث. [سن. شڌ=صفا ڪرڻ] خبر- علم- معلومات- آگاهي- ڄاڻ- ڪَلَ- گُمَ- سَمَاءُ- سَمَڪَ- پروڙ. خيال- ڌيان- ذِهن- سمجهه- إدراڪ- سُرت- عقل- وديان- گيان. خبرچار- سماچار- ڳالهه- واهُ ساهُ- حقيقت- واقفيت- احوال. ويچار- سوچ- توجهه- غور- تدبير- فڪر. هوشياري- چترائي- چستي- چالاڪ- سجاڳي- سُرچيتائي- شناخت- سچيتي. چؤڪسي. جوش. هيراس. حواس- اندري. اوسان.

- سُڌِ بُڌِ: ث. واقفيت- خبرچار. هوش و حواس- عقل شعور (ظرف). گويا- چڻڪ. صورت نموني وغيره ۾ هڪجهڙو- پورو پورو- ٺُرُ- هوبهو- عَين بعَين- ساڪيات.

- سُڌِ بُڌِ نَہ رَهَڻ: ڪابہ خبر نہ رهڻ- هوش حواس نہ رهڻ.

- سُڌِ بُڌِ وَٺَڻ: خبرچار وٺڻ- خبرگيري ڪرڻ- حال احوال وٺڻ.

- سُڌِ بُڌِ هُجَڻ: خبر هجڻ- علم هجڻ- واقفيت هجڻ- حرف شناسي هجڻ. هوبهو هئڻ- عَيِن بعَين هئڻ.

- سُڌ تہ بُڌ هُجَڻ: حالت پرمائي رٽ رٽڻ.

- سُڌ بُڌ: ظرف. سچ پچ- واقعي. هوبهو- اصل ان جهڙو. عَين بعَين- ٺُرُ- ساڪيات- پورو پورو. چڻڪ- گويا. جائي- حقي.

- سُڌِ ڏِيَڻ: احوال ڏيڻ- خبرچار پڌائڻ- جواب ڏيڻ. ملڻ.

- سُڌِ رَکَڻ: خبر رکڻ- خيال رکڻ- ڌيان رکڻ.

- سُڌِ لَهَڻ: جاچڻ- خبرچار لهڻ- سَماءُ لهڻ. پيرو ڪرڻ- معلوم ڪرڻ. هٿ ڪرڻ- تحقيقات ڪرڻ. ڳولڻ- ڦولڻ- دريافت ڪرڻ- چڪاس ڪرڻ. هٿ ڪرڻ. خبرداري ڪرڻ- پرگهور لهڻ- پرداخت ڪرڻ. سيکت ڏيڻ- خبر وٺڻ.

- سُڌِ وَٺَڻ: خبر وٺڻ- خبر رکڻ- خبرگيري ڪرڻ. ڌيان رکڻ. سيکت وٺڻ- سُڌِ لهڻ- هاجَ وٺڻ.

- سُڌِ پائيتو ۽ سُڌِ پائيتا: ذ. صفت. آگاهه- سريتو- سرتيتائيتو- هوشائتو- سمجهو- متمان- حوصلائيتو- سوبتو- ساگو واگو- سياڻو- سچيت- دانا- ڏاهو- عاقل. هوشيار- باهوش. پرهيزگار- ڪرپائتو- نيمتو- ري پيشتيَل. سالم- ديرينو- گنڀير- ڏيرجوان. مشهور- عالم آشڪار- معروف.

● سُڌ ۽ سُڌَ: ذ. صفت. [سن. شُڌ= پاڪ ڪرڻ] شُڌ- نج- نجو- صاف- نِبار- ستو- ٺيٺ- اڇتو- نِرمَل- خالص- سچو- آصيل- چند. کرو- ٽِڪو- سَچو- چوکو- ٽڪسالي. پوتر- پاڪدامن- پاڪ. ڪچي گوشت جو وڏو چانو- پو ٽاڙ- پُوتَ- مُٺو- ڳنڍو. صحيح- درست. سُوڌو.

● سِڌا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سُڌا تُورو ۽ سُڌا تُورا: ذ. صفت. سلڇڻو۔ خوش اطوارُ۔ شائستو۔ گڻن وارو۔ چڱي سڀاءُ وارو۔ سڀاڳو۔ نيڪ خصلت۔ نيڪ عادت۔ لڇڻن وارو. تربيت پَذيرُ. چشيوانُ. حَليم. سَراوَنڌو. هر دلعزيز۔ سڀاجهڙو۔ ڪيل مڪ۔ وڻندڙ۔ موهَنُ. سُهاجهڙو (پار). (ضد. ڪُڌا تورو).

● سيڌارَڻُ: مصدر. [سن. سيڌَن. ڪ. سڌاروونُ= ] الڏڻ۔ گذر ڪرڻ۔ وفات ڪرڻ۔ وصال ڪرڻ۔ مري وڃڻ. روانو ٿيڻ۔ رخصت ڪرڻ۔ وڃڻ۔ آسهڻ۔ هلڻ۔ پڌارجڻ۔ ڇڏي وڃڻ۔ سفر تي نڪرڻ.

”سنجهي سات سيڌاريو، پنهون پچان پوء ٿي“ (شاهه).

● سُڌارَڻُ: مصدر. [سن. شُڌَ= صاف ڪرڻ] سنوارڻ۔ درست ڪرڻ۔ مرمت ڪرڻ. ٺاهڻ۔ بڻائڻ۔ جوڙڻ. ملائڻ۔ پيڙڻ۔ مقابلو ڪرڻ۔ ترتيب سان رکڻ۔ بندوبست ڪرڻ۔ سڌڻ۔ اصلاح آڻڻ۔ درستي ڪرڻ۔ چيٽڻ۔ سارڻ. سُلهه وڌائڻ. فائدو وٺڻ. بيماريءَ مان آڇڙڻ. سزا ڏيڻ۔ وَرُ ڪيڻ. مڪمل ڪرڻ.

- سُڌارُ ۽ سڌارَ: ذ. سڌارو۔ اصلاح۔ ترقي۔ بندوبست۔ جوڙجڪ۔ ٺاهُ۔ پرپنڌ۔ سنو. قاعدو۔ قانونُ۔ نيمُ۔ دستور العمل۔ ٺاهه ٺوهه۔ سنوار۔ ضابطو. (ذ. صفت). ٺاهيندڙ۔ سڌاريندڙ.

- سُڌارَڪُ ۽ سُڌارَڪَ: ذ. سُڌارو ڪندڙ۔ ترقي پسند۔ اصلاح پسند.

- سُڌارُ ڪَرَڻُ: خبرداري ڪرڻ۔ پرگهور لهڻ۔ سنڀال ڪرڻ۔ ٺهوڙڻ۔ پرداخت ڪرڻ. اصلاح آڻڻ۔ ترقي ڪرڻ. ٺاهه ٺوهُ ڪرڻ۔ بندوبست ڪرڻ. جوڙجڪ ڪرڻ.

- سُڌارو ۽ سُڌارا: ذ. اصلاح۔ ترقي۔ سڌارَ۔ بهتري۔ جوڙجڪ۔ ٺيرو۔ واڌارو۔ سنوارَ. تمدن۔ سڀيتا۔ تهذيب۔ اخلاق. چڱو ڪم۔ سنو ڪم.

- سُڌاري جو پيچ پَڌَڻُ: هروڀرو نصيحت ڪرڻ۔ اجايو پاڻ کي چڱو ماڻهو سڏائڻ.

● سُڌان (ٽ): ذ. ڪُتڪ ۽ چانورن جو آنُ.

● سيڌانتُ ۽ سيڌانتَ: ذ. [سن. سڌالت= ] اصول۔ متو۔ عقيدو. انومان۔ نتيجو۔ حاصل مطلب. بيان۔ مطلب. ڇيهُ۔ پڇو۔ پڇاڙي۔ نچوڙو. الت۔ ختم۔ آخرُ۔ تماميُ. سماپتي۔ ڦلُ۔ پاڇي. پرڻام. دليل ڪانپوء ثابت ڪيل سچ.

● سيڌَڻُ: مصدر. روانو ٿيڻ.

”سنجهو ٿارن ڪين ڪي، صبح سڌاڻا“.

● سَڌائڻُ: مصدر. سَڌَ ڪرڻ۔ خواهش ڪرڻ۔ سڌارو ڪرڻ.

● سڌايا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سيڌ پالوُ ۽ سيڌَپالا: ذ. ڪَرائيءَ ۾ پائڻ جو هڪ زالو زيور.

● سڌَرُ ۽ سڌَرَ: ذ. صفت. [سن. س= چڱو + ڌر= آڌار] جبرو۔ جانٺو۔ قوي۔ جُنگ. جهالو۔ پڪو۔ جاڏو۔ ڏتو متو۔ پتو۔ جٽو۔ زڱو۔ سٽر وٽر۔ ڏونسو۔ سُٽڪو۔ ڏرِڳ۔ سٽارو۔ ڏَمتالُ۔ پختو۔ سٽاڻو۔ مضبوط۔ پَرپريو۔ مُشٽنڊو۔ پهلوان۔ بهادر. کهٽو۔ غني۔ شاهوڪار۔ دولتمند۔ دولتوند۔ دنيادارُ۔ تونگر۔ سکر. چڙهيل۔ مچي مانيءَ وارو. سَرندو۔ سٽابو۔ آسودو. چڱو۔ سٺو. ٿلهو۔ ٿوٿان۔ ڦوڦانگ.

- سُڌرائيُ ۽ سُڌرائيُون: ٿ. مضبوطائي. شاهوڪاري۔ اميري۔ تونگري۔ دنياداري.

● سُڌِرَڻُ: مصدر. سنورڻ۔ ترقي ٿيڻ۔ اصلاح ٿيڻ۔ سڌارو ٿيڻ۔ چيٽڻ. چڱو ٿيڻ۔ نيڪ ٿيڻ۔ سنو ٿيڻ. رستي تي اچڻ۔ سڌو اچڻ. تيار هجڻ. بيماريءَ ۾ اپڙڻ. اگهه چڙهڻ. سکر ٿيڻ. درست ٿيڻ۔ نيڪ ٿيڻ. صحيح هئڻ.

- سُڌِرِيَلُ ۽ سُڌِرِيَل: ذ. صفت. سلڇڻو۔ خوش اطوار۔ سڌا تورو۔ نيڪ۔ سکر۔ شائستو۔ لائق۔ وڙائتو۔ تهذيب يافته. درستي ڪيل۔ اصلاح ڪيل۔ سنواريل. ڦيرو ڪاڍل.

● سڌري (ٿر): ٿ. اَن جو تڏو.

● سيڌِمُ ۽ سيڌِما (ٽ): ذ. پُڄندي وارو. مددگار.

● سيڌَڻُ (ٽ): مصدر. [سن. سڌ= پُنو] راس ٿيڻ۔ پَچڻ.

● سِڌو ۽ سِڌا؛ ذ. [سن. سڌ] سنئون - سوڌو - سڌو لو - سرل. سامهون - هڪلس - هڪ اڌو هڻ - تنت - وهندي. راست باز - صاف دل - کرو - سچو. سٺي وهنوار وارو. ٺيڪ - برابر. (هه. سيڌهه).

- سِڌائي ۽ سِڌائيون؛ ث. سنوت - سوڌائي - سڌائپ - سنوائي - سڌاڻ - راستبازي - سولائي. سٺائي. سچائي - ايمانداري.

- سِڌائي وٺڻ: ٺاهه جون ڳالهيون ڪرڻ - عقل واريون ڳالهيون ڪرڻ - ٺاهه ڪرڻ.

- سِڌو ڪرڻ: سنئون ڪرڻ - رستي تي آڻڻ - چٽي ۾ ڪرڻ - حڪم سوجب ڪرڻ - سڌارڻ. سيکت ڏيڻ.

- سِڌي ۽ سِڌيون؛ ث. سنئين. ٺيڪ - برابر - درست.

- سِڌي ٻڌائڻ؛ سولي راهه ڏسڻ - ٺوس جواب ڏيڻ - اڻ وٺندڙ ڳالهه ٻڌائڻ.

- سِڌي راهه: سولو رستو - حق جي واٽ - صراط المستقيم - نيڪ راهه.

- سِڌيءَ طرح: سولي ريت - آهستگيءَ سان.

- سڌيون ٻڌائڻ؛ صاف صاف چوڻ - سچ چوڻ.

● سڌو پوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سڌوجا: اسم خاص. تعلقي سوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سڌوڙ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سڌوئي: اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سُڌِي ۽ سُڌِيون: ث. گوشت جي مشڪ - سڌي - بوتي. سهائي - سهائو پڪڻ.

● سُڌِيان ۽ سُڌِيانَ: ذ. مسئلو - ٺهراءُ - رٿ. جاميٽريءَ جو سبق.

● سِڌِي ۽ سِڌِيون؛ ث. [سن. سِڌِ] ڪاميابي. حاصلات. يوگ ڪرڻ سبب انسان طاقتن مان مليل هڪڙي طاقت. پورائي.

● سُڌِيرُ ۽ سُڌِيرَ: ذ. صفت. [سن. سڌير = سُ = چڱو + ڌير = سياڻو] ڌيرجوان - صابر - آرامي - صبرائتو - ڪمندڙ - ڌيرائتو - برد بار. ڏاهو - اڪابر - سياڻو - سچيت - سمجهو - عاقل - خبردار - هوشيار - هلندڙ - تکندڙ - جٽاءُ ڪندڙ. جبرو - ٻلي - سگهارو - سٺائو - قوي - زور ڀريو. (ظرف). خاطر جمع - سامت ۾. سجاڳ.

● سَڏُ ۽ سَڏَ؛ ذ. [سن. شبد = ڳالهائڻ - گفتو] (هر. سدو). ڪوٺ - دعوت - ٻڌائو - نينڊ - سپهند - ڪاليد. ملاقات. طلب - ٻڪار. آواز - ٻرلاءُ - واڪو - رڙ - ڪوڪ - دانهن - نعرو.

- سَڏَ تي اچڻ: وقت تي واهر ڪرڻ.

- سَڏَ پنڌ: سڏ ڪرڻ جيترو مفاصلو - اٽڪل اڌ ميل ڪن - ٿورو مفاصلو.

- سَڏُ پنڌ هئڻ: ٿورو مفاصلو هئڻ.

- سَڏُ ڏيڻ؛ شادي جي موقعي تي راڄ يا برادر کي دعوت ڏيڻ. نوتو. ڏامو يا ڪوٺ ڏيڻ - ڪالڻ - نينڊ ڏيڻ. جواب ڏيڻ - سڏ جو سڏ ڏيڻ. مدد ڪرڻ - سهارو ڪرڻ - وڌائڻ - سهائتا ڪرائڻ - همراهي ڪرائڻ - حمايت ڪرڻ - واهر ڪرڻ - ٻنيرائي ڪرڻ. چتائڻ.

● سَڏُ ڏيئي وڃڻ: ڪم پورو ڪرائڻ - ڪنڌ ڪيرائڻ.

- سَڏُ سلُوءُ ۽ سَڏَ سَڏُوءَ؛ هڪل هوڙ. ڪم ڪار.

- سَڏَ ۾ سَڏُ ڏيڻ؛ مهل سر ڪم اچڻ - هڪل سان حاضر رهڻ.

- سَڏُ وَهيڻو ۽ سَڏُ وَهيڻا؛ ذ. ڪوٺ تي حاضر ٿيڻ وارو. همراهه - مدد گار - واهيرو - حمايتي - تلهدار.

- سَڏُ هڻڻ: سَڏُ ڏيڻ - دعوت ڏيڻ - ڪالڻ - ڪوٺ ڏيڻ. خبر پهچائڻ.

● سَڏائڻ: مصدر. ڪوٺائڻ - گهرائڻ - سڏڪرائڻ - طلب ڪرڻ. چوائڻ - آکائڻ.

● سَڏرِي ۽ سَڏرِيون: ث. تلوار جي هٿ.

● سَڏِڪَڻُ: مصدر. [سن. سُفُنڊَ = سڏڪا ڀرڻ] ڏسڪڻ - روئڻ کان اڳي ۽ پوءِ تڪا تڪا آيا ساهه کڻڻ - ٽيساڏا ڀرڻ - ڦتڪڻ.

- سُڏِڪَارَ ۽ سُڏِڪَارُنُ: ث. روئڻ جو آواز - سُڏِڪو - ڏسڪو.

- سُڏِڪو ۽ سُڏِڪا: ذ. روئڻ جو آواز - ڦتڪو - ڏسڪو - ڏسڪارَ - سڏڪارَ.

- سُڏِڪو ڀَرَڻُ: ڏسڪڻ مهل تڪو ساهه کڻڻ - ڦتڪڻ - سُڏڪَڻ.

● سَڏَ ڻُ: مصدر. ڪوٺڻ گهرائڻ - سڏائڻ - پڪارڻ - طلب ڪرڻ - هڪل ڪرڻ. دعوت ڏيڻ - مالي چوڻ - ڏامڻ - چَوَڻ - آکڻ. پاڻتي آڻڻ.

● سَڏِڻِي ۽ سَڏِڻِيُون: ث. ابتي ترار - ڀنيري ترارَ.

● سَڏو ۽ سَڏا: ذ. سَڏُ - ڪوٺَ - گهرَ.

- سڏو ڏيڻُ: سَڏُ ڏيڻ - ڪوٺ ڏيڻ - شادي جي دعوت ملڻ. موت جو پيغام اچڻ. طلب ڏيڻ.

- سَڏِي تي اَچَڻُ: پيغام تي اچڻ - شادي جي دعوت تي اچڻ.

● سُڏو ۽ سُڏا: ذ. صفت. ننڍي منهن وارو.

● سَڏوهو ۽ سَڏوها: ذ. سبتو ڏهڻ وارو ڀاسو.

● سُڏِي ۽ سُڏِيُون: ث. سهائي - سهائو پڪ.

● سُڏِيتُ ۽ سُڏِيتَ: ذ. صفت. صحيح - سچو. پورو برابر.

● سَبُولُ سَبُولَ: ذ. صفت. سهڻي شڪل وارو - ڊولائتو - ٺاهوڪو - سهڻي هاني وارو - خوبصورت - خوش وضع - موزون. وڻندڙ - سهڻو - ٻيهڪ وارو. سهڻو ٺاهيل - خوش اسلوب. (هه. سُپڊولَ).

- سَبُولو ۽ سَبُولا: ذ. صفت. ٻيهڪ وارو - ڊولائتو - ٺاهوڪو. خوش اسلوب. خوش اندام - حسين - سهڻو - موچارو.

● سُڀالُ ۽ سُڀالَ: ذ. صفت. نيڪ عادت. سيبتو - سياڻو. (ث. سُڀالَ ۽ سُڀالَ).

● سَڙَڻُ (ل): مصدر. دِل جهلي اچڻ - ڪاهه ڪرڻ.

● سَرُ: اسم خاص. تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَرُ: ظرف. سِڌو - سامهون (سر اوله = سڌو اوله جي طرف). مٿي - چوٽيءَ تي (سَردار = سوليءَ تي). مٿان - اُپو (سَرِ ڪاپار = نيڪ مٿان منجهند). تي - وقت (سَرِ مَجلس = مجلس جي وقت). (ذ) مٿو - سِرُ. چوٽي - ڪاميابي. وڏو - مُکُ. (انگ Sir) سائين - مالڪ - حضور - جناب - حاڪم.

- سَرِ اِجْلاسَ: ظرف. ڪنهن اجلاس جي موقعي تي - ڪورٽ ۾ - دربار ۾ - حضور ۾ - پري ڪچهري ۾ - فيصلي جي جاءِ ۾ - حاڪم جي روبرو.

- سَرا ڀَاءِ: ظرف. مٿي کان پيرن تائين - ننهن کان چوٽي تائين - سڄو سمورو - اول کان آخر تائين - سمورو - سربستو. فن شعر ۾. تعريف - حُليه. خلعت.

- سَرُ آنْجامُ: ظرف. پورو - مڪمل. شئي - شڪل - مصالح - سامگري. نتيجو - اختتام.

- سَرُ آنْجامُ ڪَرَڻُ: بند و بست ڪرڻ - راس ڪرڻ - پورو ڪرڻ - ختم ڪرڻ. گهر سنڀالڻ. انتظام ڪرڻ. سميٽڻ - اڪلائڻ - نبيرڻ - سمورو ڪرڻ - سِڌ ڪرڻ - سمپورن ڪرڻ - پڄائڻ. وس رکڻ.

- سَرُ آنْجامِي ۽ سَرُ آنجاميُون: ث. سماپتي - پڄاڻي - تمامي - پڄاڙي - انت - انتها - توڙ - ڇيڙو - خاتمو - ڇيهه.

- سَرِ بَازارِ: ظرف. بازار ۾ - عام رستي تي - ظاهر ظهور - اعلانيه. سِڌ - سنئون.

- سَرِ بَامِ: ظرف. ڪوٺيءَ جي ڪڏ يا ڇت تي - جاءِ تي - ظاهر ظهور - اعلانيه.

- سَرُ بَسْتو ۽ سَرُ بَسْتا: ذ. پورو - مڪمل - سمورو - سڄو - سارو. سڀ - ڪُل - سڀوئي - سڄو - ثابت - سلامت - سالم. پوشيده - مخفي.

- سَرُ بَسَرُ: برابر. بالڪل - اول کان آخر تائين - سراسر.

= سَرْبِڪَفُ: ظرف. سر تريءَ تي- مرڻ لاءِ تيارُ.

= سَرْ بُلَنْدُ: ظرف. ممتاز- معزز- اعليٰ- اقبالمند- بختاوَرُ.

= سَرْبُلَنْدُ ڪَرَڻُ؛ ممتاز فرمائڻ- درجو وڌائڻ- عزت بخشڻ.

= سَرْبُلَنْدِي ع سَرْبُلَنْدِيُون؛ ث. اقبالمندي- عزت. فَخرُ

= سَرْ بَمُهْرُ: صفت. مهر لڳل- قفل لڳل- بند- سيل مهر ٿيل.

= سَرْ تَا پَا؛ ظرف. مٿي کان پير تاءِ- لنهن کان چوٽي تاءِ- اول کان آخر تاءِ.

= سَرْ ٿِيڻُ: فتح ٿيڻ. مڪمل ٿيڻ- پورو ٿيڻ.

= سَرْپَرَسْتُ ع سَرْپَرَسْتَ؛ ذ. صفت. حامي- مددگار- نگهبان- محافظ. ميزبان.

= سَرْ پَنْجُ؛ ذ. پينچن جو سردارُ- ميرمجلس- صدر- پريزيڊنٽ.

= سَرْ پوشُ ع سَرْپوشَ؛ ذ. ٿالهي وغيره جو ڍَڪُ- دستر خوان جو ڪپڙو.

= سَرْجوشُ؛ ذ. صفت. جوش سان ڪم ڪندڙ- اورچ- ڪوشش ڪندڙ. ڪارڪن. محنتي.

= سَرْجوشِي ع سَرْجوشِيُون: ث. محنت- سعيو- ادم- ڪوشش- ڪشالو- اورچائي- اڻ ورچائي- آديوگ- ثابت قدمي.

= سَرِ حَلْقَہ: جماعت جو سردارُ- مهندارُ.

= سَرْخُوش ع سَرْخُوش: ذ. صفت. مسرور. شراب ۾ مست.

= سَرْخُوشِي ع سَرْخوشِيُون؛ سُرور. شراب جو نشو.

= سَرْخيلُ ع سَرْخيلَ: ذ. قبيلہ جو سردارُ- ڪنهن ٽوليءَ جو سردارُ- خالدان جو سردارُ. امير- سالار- آفيسر.

= سَرِ دَسْت: ظرف. في الحال- هاڻي- هن وقت. فوراً. موجود- حاضر.

= سَرِ دَفْتَرُ؛ دفتر جو سردارُ- هيڊڪلارڪ کان وڏو عهديدارُ- دفتردارُ.

= سَرْزَنِش؛ ث. ملامت- ڌڪار- ڦٽڪار- گهٽ وڌ ڳالهاءُ.

= سَرْ زورُ ع سَرْ زورَ: ذ. ڏاڍو- زور آوَرُ- سرڪش. اراولدو- وَونڪو- شتر بي مهارُ- پاڻ مرادو- پاڻ زورو- آجهل- بي چيو- بي فرمان- نٽر- هوڏي- اڏوڙو- شدتي. نجس. ڪنهي- لرچو- لرجو- اهنڊ. فسادي.

= سَرْ سَلَڻُ: مٿي ۾ ٽنگ ڪرڻ. مٿو ڪپائڻ.

= سَرْ قلم ڪَرَڻُ: سر جدا ڪرڻ- قتل ڪرڻ.

= سَرْ ڪَرَڻُ: فتح ڪرڻ- جيتڻ- شڪست ڏيڻ. شروع ڪرڻ- آباد ڪرڻ- خوش ڪرڻ. مڪمل ڪرڻ. داغ ڏيڻُ. فير ڪرڻ. دمُ ڪائڻ.

= سَرْ ڪوبِي ع سَرْ ڪوبِيُون: ث. گوشمالي- سزا- مارَ.

= سَرْ لَڙائِڻُ: سر جي بازي کيڏڻ.

= سَرْ گِراني ع سَرْ گِرانِيُون: ث. مٿي جو بار. تڪليف. مٿي جو سورُ.

= سَرِ گَرْدانُ: ظرف. منجهيل- حيران- پريشان- واٽڙو. ڪڪ- بيزار. اچٽيو.

= سَرْ گَرْداني ع سَرْ گَرْدانِيُون؛ ث. حيرالي- پريشاني- آوارگي- رولو- مونجهارو- جنجل. دقت- تشويش- فڪر. بيزاري. اچٽائي.

= سَرَ مَغْزِي: تمام گهڻو فڪر. بڪ بڪ. بڪواس- بي فائده مغزلي.

= سَرِ نَميائِڻُ: آڻ مڃڻ- پيش پوڻ. سجدو ڪرڻ.

= سَرِ نَوُ؛ ذ. ظرف نئون- جديد- هاڻوڪو- تازو آيل- تازو ٺهيل. نئين سر- ورِيُ- پيهر- پيو دفعو.

= سَرِ لِوِشْتَ ع سَرِ لِوِشْتُون: ث. نراڙ جو لکيو- تقدير جو لکيو- نصيب- قسمت- ڀاڳ. حڪم ازلي- قضا.

= سَرْ وَجَڻُ: مساڻ تائين جنازي سان گڏ وڃڻ. مصيبت ۾ ڦاسڻ. خاتمو ٿيڻ.

= سَرْ هُجَڻُ: فتح پائڻ. حاڪم ٿيڻ. مٿانهون هجڻ- افضل هجڻ. سچو هجڻ. تيار هجڻ- سلڻ (گهوڙي جو گهوڙيءَ سان).

● سَرَ ۶ سَروُنُ ؛ ث. [سن. سِر=سِرَڻُ] موتين جي مالها-تسبيح جي موتين جو سڳو-ڦَٽاڪن جي لڙهي يا ڀانو-ڪَچَ جي ڀِرت جو هڪ قسم (ڪ). آڻ جي بغل جي وچوارو وڏيل گوشت.

● سَرَ ۶ سَرِيُون: ث. [سن. سِر=سِرَڻُ] ڪچ ڪوڏين جي جهالر واري اوچيدار چني.

● سَرُ ۶ سَرَ: ذ. [سن. شَرُ=ڪاني جو قسم] ٻوڙ ِي جو ڏکو ٻَنُ-ڪانهه جو ڏکو ٻَنُ. ٻاڻ-تير-تينگر-ٻيلو-ڪمان-ڪان-ڪرڪ-لوري-سر جي ڪاني مان ٺهيل تيرُ. تيراندازُ. ٽاوِڪَ-خندق. [سن. سرس= ] تلاءُ-تالاب-حوض-چشمو. ڍنڍ-تَڙُ-گهيڙ-ڍورو-ٽادي. ٽانڪي-ڪاڻ. ترائي-تراءُ-ڪڏ. ٻاٽي. ڪير جي ٻيچيءَ جو مٿيون تهه. زمانو-دنيا-جهان-سنسار. دنيا جو دستورُ. گهنج-وَرُ. ڪانچ جو وَڪَڙُ-گهنجُ. چنهنب-ڪُنڊَ-چيڙو-ڏارَ-اڳ-آڳر. ارادو-منشا-لاڙو-گهُرَ-خواهش-عشق-آرزو. زور آور-طاقتور. ڏامَ جو طاقتورُ ٻتو. هنڌ-جاءِ. عورت جو شرم گاهه.

= سَرُ مَٽڻُ: جاءِ ڦولڻ-هنڌ هٽ ڪرڻ (ڪارايل ۹۰۹)

" سو سُرمٿي هنجڙو، جتي ٻرين سنداس ".

● سِرَ ۶ سِروُنُ: ث. [سن. شِلا=سِرَ] مٽيءَ جي ٺهيل ڪچي يا پڪي چڪي-مٽيءَ جو چورس يا ڪعب ٺڪر فرش وغيره ۾ ڪم ايندڙ. مالي ٻچائڻ لاءِ ٺيڪر جو ٺٺو. دائو-ٻيچ. تيلو-سلو. ٻينگهي جي ڪاني، جنهن ۾ کهوڙي ۽ ٽنگون هجن. سَرَ جي ڪالي جي ڪلن واري ڪٽ.

= سِرَبَنڌُ ۶ سِرَبَنڌَ: ذ. سرون لاهيندڙ-سِرون وجهندڙ.

= سِرَ سِرَ ڪِي ٿي مِڙَڻُ: عمارت ڪري پوڻ-محل ويران ٿيڻ-شهر غرق ٿيڻ. تباهي ٿيڻ-ويراني ٿيڻ.

● سِرِ: ظرف. ڏي-وٽ. ڏانهن-تي-آتي-مٿي-۾. اڳيرو-اڳتي. ويجهو-لڳ-ڀر ۾ (پهچڻ). سان. بابت.

● سِرُ ۶ سِرَ: ذ. [سن. شرس > شره = مٿو] بدن جو هڪ عضوو-مٿو-سِرِي-سِيسِي-منڍي. ڪمال-چيهه. ابتدا-شروعات.

● سِرُّ ۶ سِرُ: ذ. [ع. سِرُّ= اسرار] ڳجهه-راز-ڀيد-مَنجهه-الت. وِڃُ-سُرُ-ڀيتُ-پوشيدگي. حيرت. خوشي.

= سِرُ آڏائڻُ: سرُ قلم ڪرڻ-سيسي لاهڻ.

= سِرَ افگندگي: نياز-تواضع. سجدو.

= سِرُ بچائڻُ: خطري جو بچاءُ ڪرڻ-حياتي جي سلامتي جي ڪوشش ڪرڻ.

= سِرَ بَخْتَ جو خيرُ هُئَڻُ: جان مال جو خير هئڻ.

= سِرُ بَدَرُ ڪَرائڻُ: مٿو ڪوڙائڻ-ڪنجو ٿيڻ-نوڙهو ٿيڻ-روڏو ٿيڻ.

= سِرَ تانُ بلا ٽارَڻُ: ڪنهن مصيبت کان نجات حاصل ڪرڻ-جند ڇڏائڻ.

= سِرُ تيرِيُ تي جهلَڻُ يا رَکَڻُ: ڪنهن به جوکي سهڻ لاءِ تيار رهڻ.

= سِرَ تي اچَڻُ: قريب پهچڻ-نزديڪ هجڻ. مٿان اچڻ.

= سِرَ تي پَوَڻُ: مٿان بوجو پوڻ-ذميداري پوڻ. آفت پوڻ.

= سِرَ تي رَکَڻُ يا ڪَرَڻُ: پاڻ تي هموار ڪرڻ.

= سِرَ تي سَهَڻُ: برداشت ڪرڻ.

= سِرَ تي سِهْرا ٻَڌَڻُ: ڪهوٽ ٿيڻ-شادي ڪرڻ. ڪنهن ڪم ۾ فتح حاصل ڪرڻ.

= سِرَ تي سَهْرا هُئَڻُ: سِرَ تي سهرا ٻڌڻ-ڪهوٽ ٿيڻ. ذميدار هئڻ. فتح حاصل ڪرڻ.

= سِرَ تي ڪَفَنُ ٻَڌَڻُ: هر وقت مرڻ لاءِ تيار رهڻ-مرڻ کان پوءِ جو سامان سات رکڻ.

= سِرَ تي وَڃِي پَوَڻُ: ڪنهن تي وڃي ڪڙڪڻ-بارُ بڻجڻ. ڪنهن کان مفت ڪاڏو ويتو حاصل ڪرڻ.

- سِرَ تي وَسائِڻُ: بارُ کڻڻ - ذميداري کڻڻ - جوابداري کڻڻ.
- سِرَ تي هَٿُ ڦيرَڻُ: پيار ڪرڻ - قُرب ڏيڻ - دلاسو ڏيڻ - مهربانيءَ سان پيش اچڻ.
- سِرَ جو سِپنهون: آڌر ڏيندڙ - سات ڏيندڙ.
سِرَ جِي سَٽَ ٤ سِرَ جُون سَٽُون: ث. خود قرباني. انتها درجي جي ڪوشش.
- سِرَ جِي سَٽَ ڏِيَڻُ: حياتي جو ڪي ۾ وجهڻ. جوکائتو ڪم ڪرڻ.
- سِرَ جِي لَڳَڻُ: پنهنجي حياتيءَ جو اولو هجڻ - پنهنجي ساهه جو خطرو هجڻ.
- سِرُ جهُڪائِڻُ: ڪنڌ هيٺ ڪرڻ. شريف ٿي رهڻ. شرم يا غيرت کان گردن جهڪائڻ. مڃڻ - تسليم ڪرڻ - فرمانبردار رهڻ.
- سِرُ جهُڪَڻُ: شرمنده ٿيڻ - سِرُ جهُڪائڻ.
- سِرُ چِٽَڻُ: ميت ۽ سينڌر ڪڏي ڪنوار جي سِرَ تي چِٽَ ڪيڻ.
- سِرِ چَڙهَڻُ: روبرو يا مقابل ٿيڻ - سَنمک ٿيڻ. منهن مقابل ٿيڻ.
- سِرُ ڏِيڻُ: قربان ٿيڻ - اثار ٿيڻ - جان جوکي ۾ وجهڻ - فدا ٿيڻ - جان ڏيڻ لاءِ تيار ٿيڻ - خون ڏيڻ - موت ۾ وڃڻ - مرڻ.
- سِرِ ڙُو سَهائِڻُ: سِرُ تيريءَ تي ڪٽي بيهڻ - جان جي بازي لڳائڻ. برهه جو بار مٿي تي کڻڻ - محبت جي ميدان ۾ قدم رکڻ.
- سِرَ سانُ: ظرف. پاڻ سان گڏ - جان سان - ساهه سان.
- سِرَ سانُ ڪَفَنُ ٻَڌَڻُ: جان جوکي ۾ وجهڻ - مرڻ لاءِ آماده ٿيڻ - سِرَ جي بازي ڪرڻ.
- سِرَ سان لَڳَڻُ: ڪنهن وڏي تڪليف ۾ اچي ڦاسڻ - ڏکيو وقت ڏسڻ.
- سِرُ سَلامَتُ هُجَڻُ: جان برقرار هئڻ.
- سِرُ فِدا ڪَرَڻُ: ڪنهن لاءِ جان ڏيڻ.
- سِرُ ڦِتو ٤ سِرَ ڦِتا: ذ. صفت. بي آرام - سُک ڦِتو - بي تاب - تير تيرڙو - ڦٿڪنيو - چيلولو - چِترو - ڪپچلو.
- سِرُ قَلَمُ ٿِيَڻُ: سِسي لهڻ - قتل ٿيڻ - خون ٿيڻ.
- سِرُ قَلَمُ ڪَرَڻُ: مارڻ - خون ڪرڻ - قتل ڪرڻ - سِسي لاهڻ.
- سِرُ کائِڻُ: اجايو مغز هڻائڻ - مٿو کائڻ - مغز کائڻ - کهڙو ڳالهائڻ - بي فائدو بکوات ڪرڻ. ڇچ ڇچ ڪرڻ - تنگ ڪرڻ - ستائڻ.
- سِرُ کَپائِڻُ: پاڻ کي اجائي مصيبت ۾ وجهڻ - ڪنهن ڪم ۾ فڪر ڪرڻ - ڪنهن سخت ڪم ۾ مصروف رهڻ. دِق ڪرڻ - کک ڪرڻ - بيزار ڪرڻ - اڪائڻ. مٿو هڻڻ. سمجهائڻ - ڪوشش ڪرڻ.
- سِرَ ۾ خاڪِ وِجهَڻُ: ماتم ڪرڻ - روئڻ - غمگين ٿيڻ. افسوس ڪرڻ.
- سِرَ مِيرو ٤ سِرَ ميرا: ذ. صفت. تڙ وارو - مٿي ميرو. جنبي.
- سِرَ وَنُدِي: ث. آهو آجورو جو زمين تي ڪم ڪرڻ جي عيوض ملي (ماڻهوءَ کي هڪ اَٽُ، پن ڍَڳن جي برابر سمجهيو ويندو آهي).
● سُرُ ٤ سُرَ: ذ. [سن. سُوَرَ = آواز] سُريلو آواز. علم موسيقيءَ مطابق آواز جي هيٺاهين ۽ مٿاهين، ستن درجن ۾ ورهايل آهي: (١) دل مان نڪرندڙ آواز مور جهڙو (٢) پيٽ مان نڪرندڙ آواز پپيهي جهڙو (٣) ڇاتيءَ مان نڪرندڙ آواز رِڍَ جهڙو (٤) معدي مان نڪرندڙ آواز ڪُڪڙ جهڙو (٥) قلب مان نڪرندڙ آواز ڪوئل جهڙو (٦) گلي مان نڪرندڙ آواز ڏيڏر جهڙو (٧) دماغ مان نڪرندڙ آواز هاٿيءَ جهڙو. مٿو آواز - آلاپ - تنوار. ڌُنَ - لئي. رڙ - ڪُوڪ - دانهن - چِنگهه - ٺڙڪو - ٺڪاءُ. گلو - نيڙي. آواز جو ڍنگ - نمونو - طرز. خبر - علم - ڄاڻ. حقيقت - مطلب. خيال - ڌيان - غور - نالو - مشهوري. مالڪ - آقا ديوتا. اشارو - مام - ڳجهه - انت.
- سُرائِيتو ٤ سُرائِتا: ذ. صفت. سُر وارو. ڏسڻ جهڙو. ڪمائتو. چڱي حال وارو. چڱو - سُٺو.

- سُرَ پائيءِ ٿِيڻ: هڪ صلاحو ٿيڻ - رازدار ٿيڻ.
- سُرَ جهالائُو ع سُرَ جهالائُو: ذ. ڳالهه کي ٽيڪو ڏيندڙ - تائيد ڪندڙ. راز ڄاڻندڙ.
- سُرَ جهلو ٿِيڻ: ٽيڪو ڏيڻ - هُنيرائي ڪرڻ.
- سُرُ ڏِيڻ: ڳجهي خبر ڏيڻ - مخفي اطلاع ڏيڻ - راز بيان ڪرڻ.
- سُرَ سان سُرُ ميلائڻ: ها ۾ ها ملائڻ. فسادن ۾ مددگار هجڻ.
- سُرُ ڪاموڏ: شاهه جي رسالي جي هڪ سُرَ جو نالو. تماچي ۽ نوريءَ جي آکاڻي وارو.
- سُرُ ڪَلياڻ: شاهه جي رسالي جي هڪ سُرَ جو نالو.
- سُرُ لَهڻ: الت لهڻ - ڳجهه معلوم ڪرڻ.

"شريعت جو سُرُ لهي، تن تيائين تار".

- سُرُ ميلائڻ: هارموني وغيره جي سُرَ سان ٻئي ساز جو سُر ميلائڻ - وڄت سان تان ميلائڻ. ها ۾ ها ڪرڻ - پاسو جهلڻ - ڳالهه کي ٽيڪو ڏيڻ - هنيرائي ڪرڻ.
- سُرَ وِدِيا: موسيقيءَ جو علم - راڳ جو علم.

● سَرا ع سَرائُون: ث. گهر - جاءِ - حويلي - مڪان. مسافرن جي رهڻ جي جاءِ - مسافرخانو - مهمان سراءِ.

● سَرابُ: ذ. ڪلر يا واريءَ واري زمين. اُن ۾ ٿورو پاڻيءَ جو ڏيکاءُ ڏيندڙ رُڃَ. ڏوڪو - معدوم - نابود.

● سِرابُ ع سِرابَ: ذ. [سن. سوراپن=ڪيفُ] نشو - ڪيف - خمارُ - ڳهرَ. ڊپُ - ڊِڄُ - خوف - ڀَوُ - ڏَرُ - آڌڪو.

"سپ نه ماري سَپَ جو سِرابُ ماري".

● سَراپَڻُ: مصدر. [سن. شاپ=پِٽَڻَ] بد دعا ڏيڻ - پِٽَڻ - پاراتو ڏيڻ. (هه. سراپنا).

- سِرابُ ع سِرابَ: ذ. بد دعا - پاراتو - لعنت - پِٽَ - غضب.
- سِراپجَڻُ: لعنت پوڻ - پاراتا جهلڻ - پُنجڻ - بد دعا ملڻ - هچا پوڻ. ڊڄڻ - ٿهڻ - ڏڪڻ - خوف ۾ پرجڻ.

● سِراجُ ع سِراجَ: ذ. [ع. سراج=ڏِيئو] ڏيو - چراغ. روشني - سوجهرو. آفتابُ - سج - خورشيد.

● سُراچو ع سُراچا: ذ. صفت. لمڪين - لوڻ وارو - سلونو. (ث. سُراچي ع سُراچيُون).

- سِرا ديهو: اسم خاص. ٿري جهنگلي ٻُوٽيءَ جو هڪ قسم.

● سَراڌُ ع سَراڌَ: ذ. [سن. شراڌَ = بزرگن جي شيوا] مئي جي ماني - ختمو - مئل جي روح کي ثواب پهچائڻ لاءِ ڀاڻيڻ کي کارائڻ جي رسم.

● سَراڌارُ ع سَراڌار: ذ. صفت. موچارو.

● سَرارو ع سَرارا: ذ. صفت. سڌوئي سڌو - سڌ واڙو - سنئون سڌو.

● سِرارو ع سِرارا: ذ. [سن. شِلا = سِرَ + رو = وارو] پٿر - روهي - سِرَ. [سن. سُرُوُ = سُرڻ] وِڪ - ڊرانگهه - چوڪڙو - ڇپول - ڊِڪُ - پيچ - ڊوڙ - سِراڙو - سِراڙهو.

● سِراڙو ع سِراڙا: ذ. وِڪَ - ڊرانگهه - ڦلانگهه.

"جي ساهڙ جون سولهيون سير سراڙو تن ڪي".
(شاهه).

ڀاڄ - تيزي - تڪاڻي - ڊوڙ - ڇپولُ - چوڪڙو - سنئون رستو - ميدان. وهڻ جو پنڌ.

● سَراڙِيُ: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَرازُ ع سَرازَ: ذ. چمڙي تي سون يا چانديءَ جي مڙهت ڪندڙ. موچي - سوچي. وڏو هنرمند - پڙ ڪاريگر.

- سَرازِڪو ع سَرازِڪا: ذ. صفت. سرازن جو - سوچڪو - موچڪو.

● سَرازَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَراسَرُ: ظرف. (ف). سر بسر - يڪ لخت - سڄوئي - نپٽ - اصل - بلڪل - محض - مورُ - ٻئيءَ - تمام. منڍ کان ڇيڙي تائين - ابتدا کان انتها تائين.

- سَراسِرِيُ ع سَراسِرِيُون: ث. مختلف ۽ گهڻ وڻ اسمن جو هڪ جيترو ورهاڱو - هڪ جيتري ورهاست - معمولي - سرسري - رواجي - سڌارو -

وِڇُون - وَهُ - مختصر - تَرڇي. نسبت. واجبي حصو - حصي رسد - حصي پاڱي. پرماڻ - انداز - مقدارُ - پيشاني جو هڪ زيور. جلدي.

● سَرا سيمَهَ: صفت. (ف) حيران - پريشان - وائڙو - موڪو. ڪهبرايل - بيقرارُ. متعجب - هَڪو بَڪو.

- سَرا سيمگيءَ: ث. پريشاني - حيراني - بدحواسي.

● سُراغُ ع سُراغَ: ذ. (ع) ڳولا - جاچ - پيرو - تلاش - جستجو - کوج. نشان - ڏس - پتو.

- سُراغُ رَسانُ ع سراغُ رَسانَ: ذ. [ف. سراغ + رسان < رسيدن = پهچڻ] پتو لڳائيندڙ - تلاش ڪندڙ.

- سُراغُ وَٺڻُ: پتو لڳائيندڙ - تلاش ڪرڻ.

- سُراغيُ ع سُراغيُ: ذ. کوجي - جاسوس - ڳولائو.

● سُراڪَ ع سُراڪَ: ذ. ساز جو هڪ نالو.

- سُراڪِيُ ع سُراڪِيُ: ذ. سُراڪَ جو ساز وڄائيندڙ.

● سيرامڻُ (ٿ): اسم خاص. ساوڻ.

● سَرامو ع سيراما: ذ. جانور جي مٿي جو چمڙ. جنهن جي سيري وارو چمڙ.

● سَرانَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَرانَدا: اسم خاص. رياست لس ٻيلي ۾ هڪ ڍڪ جو نالو.

● سَرانديپُ: اسم خاص. (هندستان جي ڏکڻ ۾ سلون ٻيٽ جو قديم نالو - جزيره لنڪا.

● سرانگَ ع سَرانگُون: ث. ٻڙالگ - وڏي وِکَ - ٻاهانگ.

● سَرانيُ ع سَرانيُون (ٿ): ث. ڪاني - سراڻي.

● سيراڻِ ع سيراڻُون: ث. [سن. شاڻ = سيراڻ] هٿيارن کي تيز ڪرڻ جو ڦرلڊڙ پٿر - روهي. (هه. ساڻ) ڪاهيل زمين جو سيرو - اوڙو.

- سيراڻيُ ع سيراڻيُ: ذ. سيراڻ هلائڻ وارو - اوزارن کي صاف ۽ تکو ڪندڙ - صيقلگير - تيوارو. مرشد - ڪامل - گرو.

"اڄ آڳڙيا آئيا، سَوڏا سيراڻي"
(شاهه).

● سيراڻُ ع سيراڻ: ذ. ساوڻ جو مهنو.

● سيرائو ع سيرائا: ذ. [سن. شرس = سيرُ] ڪنڌالو (لس) - وهائو - تکيو - طول - سيرالدي. ٽيڪ - جهلو - سهارو.

● سَراوانُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو، ١٢ پاڙا: (١) احمد زئي (٢) التزئي (٣) بنگل زئي (٤) ديناري (٥) گرگناڙي (٦) ڪرد (٧) قمبرائي (٨) لهڙي (٩) لنگر (١٠) رئيساڻي (١١) رديني (١٢) سمبلاڻي. (سينز ١٩٣١ع).

● سراوَڪُ ع سراوَڪَ: ذ. جين يا ٻڌ ڌرم جو پيروڪارُ. ڪانءُ - زاغُ.

● سَراوندو ع سَراوَندا: ذ. صفت. مڙندڙ - مڙنو. لچڪيدارُ - ملايم - نرم. پرمتڙيو - منهن ڪٽيو.

● سَراهَ ع سَراهُون: ث. [ف. سَراء = مسافرخانو] جاءِ - جڳهه - ماڳ - مڪان. سراءِ - مسافرخانو.

"سُجو سَراهَن ۾ اڏيون پيون آهين،
پسيو پياڪن کي دکويون دانهين"
(نواب جانعلي).

مڏي - ناڪو.

● سَراهجڻُ: مصدر. سرهو ٿيڻ - واسجڻ.

● سَراهڻ: مصدر. واکاڻڻ - ساراهڻ - جَسُ ڳائڻ - صفت ڳائڻ. شاباس ڏيڻ - آسُشتي ڪرڻ - وڏائي ڪرڻ - آفرين ڏيڻ. سفارش ڪرڻ - پارت ڪرڻ - حوالي ڪرڻ - سؤنپڻ - پرتو ڪرڻ - پرتڻ.

● سَراهيُ ع سَراهيُون: ث. خوشي - سَرهائي - دلاسو. مبارڪ.

"ڏاڻون سَراهيُون تن کي منجهائي ترڀا".

- سَراهيُ ڏيڪارڻُ: اميد ڏيکارڻ. مبارڪ ڏيڻ. خوشخبري ڏيڻ. خوشي ظاهر ڪرڻ.

● سيراهيُ ع سيراهيُون: ث. ڏڪڻ جو سوراخ ڪڍڻ لاءِ لوهو اوزارُ - سياري (ت).

● سَراءِ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

ــ سَراءِ ع سَرائُون: ث. گهر ـ جاءِ ـ هنڌ ـ ماڳ ـ مڪان. مسافرن جي رهڻ جي جاءِ ـ مهمان خانو. حويلي. جهان. مڏي ـ ناڪو.

ــ سِرائِڻُ: مصدر. [من. سِر=سُرڻُ] سورڻ ـ ٻري ڪرڻ ـ هڻائڻ. سنپائڻ.

● سَرائِي ع سرائِيُون: ث. [من. شلاڪا = سرائي] سُرمي پائڻ جي ڪاني. گاڏي جي ڦيٿن واري ڪاٺ يا لوهه جي لٺ. نار جي چڪر ۾ آيل ڍڳهي ڪاني. ڪنهن به ڦيٿن واري گاڏي، موٽر وغيره جي ڦيٿن جي لٺ. مڇي مارڻ لاءِ ميربحرن جي هڪ اوزار جي ڪاني. بخيو ـ ٽاڪو ـ ٽوپو ـ ڪُنُ.

ــ سَرائِي ٻار: ذ. اُن جي لڏ جو اهو ٻار، جو آيو سنئون ٻيهي.

ــ سَرائِي هَڻَڻُ: ٽاڪڻ ـ ٽانڪڻ ـ ٽوپڻ ـ ٽوپو ڏيڻ ـ ڪُنُ هڻڻ ـ بخيو هڻڻ ـ ٻخڻ ـ سبڻُ. پٿريءَ جي مريض جي آلت جي سوراخ ۾ پٿري ڪيڻ لاءِ سَرائي کهڙڻ.

● سيرائِي ع سيرائِيُون: ث. سلائي ـ ٽوپو. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. سري جا رهاڪو. سنڌ جي ڪنهن چڱي مڙس جو لقب. لماڻو ـ سياڻو ـ فهميدو ـ سگهڙ.

ــ سيرائِڪو ع سيرائِڪا: ذ. صفت. سرائيءَ جو.

● سيرائِڪِي ع سيرائِڪِيُون: ث. سنڌي مسلمانن جي هڪ قديم ٻولي.

ــ سيرائِي هَڻَڻُ: ٽوپو ڏيڻ ـ بخيو هڻڻ ـ سلائي ڪرڻ.

● سَرايَت ع سَرايَتُون: ث. (ع). تاثير ـ اثر.

ــ سَرايَت ڪَرَڻُ: رچڻ ـ گهڙڻ ـ اندر ۾ وهڻ ـ اندر ۾ گهڙڻ ـ جذب ٿيڻ. اثر ڪرڻ ـ تاثير ڪرڻ. ڪن به ٻن شين جو هڪ ٻئي ۾ ملي وڃڻ.

● سَرايو ع سَرايا (ث): ذ. ڪيوڻ جو چمڪو ـ چمڪاٽ.

● سَرُبُ ع سَرُبَ (ث): ذ. صفت. [سن. سَرُوَ = سڀ] سڀ ـ ڪُل ـ سڄو ـ سمورو ـ سارو ـ مڙيوئي ـ سمورو ـ سربستو ـ پورو. هرڪو ـ هرهڪ ـ سڀڪو ـ جيڪو سو.

ــ سَرُبَ سُوڀُهاري ع سَرُبَ سُوڀُهاريُون: ث. تمام سهڻي ـ موچاري ـ حسين.

ــ سَرُبَڪُ ع سَرُبَڪَ: ذ. سڀ ۾ حاضر.

ــ سَرُبَنڪُ ع سَرُبَنڪَ: ذ. صفت. سينبي انگن وارو ـ گهڻن رستن وارو.

● سَرُبارِي ع سَرُبارِي: ذ. [ف. سر = مٿو + بار = بوجهه] وهٽ جي پنهي پاسن ڪان وڌل بارُ. پنهي پاسن کان بار کڻندڙ وهٽ.

● سَرُبَرُ ع سَرُبَرَ: ذ. [ف. سَر = مٿو + بر > بُردن = کڻڻ] اڳوان ـ مهندار. (ظرف). قبول. ذمي.

ــ سَرِ بَرِ ڪَرَڻُ: ذمي ڪرڻ ـ حوالي ڪرڻ. قبول ڪرڻ ـ مڃڻ ـ قبولڻ ـ آڇڻ ـ ها ڪرڻ.

● سَرُبَراهُ ع سَرُبَراهَ: ذ. [ف. سر + به = سان + راه = رستو] انتظام ڪندڙ ـ منتظم ـ ڪارڪن ـ ڪارگذار. اڳوان ـ ليڊر.

ــ سَرُبَراهڪارُ ع سَرُبَراهڪارَ: ذ. [ف. سر + براه + ڪار = ڪم] ڪاروبار هلائيندڙ ـ منتظم ـ ڪار پرداز ـ ڪم هلائيندڙ ـ منيب.

ــ سَرِ بَراهِي ع سَرِ بَراهِيُون: ث. انتظام ـ بندوبست ـ نظم و نسق ـ جوڙجڪ ـ اهتمام. همت ـ سرفرازي. عزت ـ مان.

● سَرُبَراهِي ڪَرَڻُ: عزت لهڻ. چڱو ڪم ڪرڻ. نالو ڪيڻ. گوءِ کڻڻ. اڳواڻي ڪرڻ.

● سِرَبَنڌُ ع سِرَبَنڌَ: ذ. سِرون وجهندڙ ـ سرون ناهيندڙ.

● سَرُبَنڪِي ع سَرُبَنڪِي: ذ. هر شيءِ کي کائي ويندڙ، گهٽ ذات وارا فقير. حرام ۽ حلال جي تميز نه ڪندڙ.

● سَرُبَٽُ ع سَرُبَٽَ: ذ. گاڏڙ شيءِ يا ڪا رڌل کاڌو.

● سُرُبٽُ ع سُرُبٽَ: ذ. اڪيل منهون آواز ـ گڏ و چڙ آواز. پٽ پٽ. ٺس ٺس. ڪڙڪ.

- سُرُٻاتُ ڪَرَڻُ: پٽڻ پٽڻ ڪرڻ - آواز ڪرڻ. هوريان ڳالهائڻ.

● سُرُٻُرُ ۽ سُرُٻُرُون: آهستي گفتگو - گوش گفتار - سُس ڦُس. سُرٻُر - گفتگو.

- سُرُٻُرُ ڪَرَڻُ: سُس ڦُس ڪرڻ - ڪَن ۾ ڳالهه ٻڌائڻ. هوريان هوريان ڳالهائڻ.

● سَرُٻَنڪُ ۽ سَرُٻَنڪ: ذ. سڀني الکن وارو - وياپڪ. هر جا حاضر ناظر.

● سُرُٻُرُ ۽ سُرُٻُرُون: ث. ڪَن جي ڳالهه - آهستي ڳالهه - سُسُ ڦُسُ.

- سُرُٻُرُ ڪَرَڻُ: تمام هوريان ڳالهائڻ.

● سَرُتابِيُ ۽ سَرُتابِيُون: ث. (ف). نافرمالي - سرڪشي - حڪم عدولي - بغاوت. نمڪ حَرامي.

● سَرُتاجُ ۽ سَرُتاجَ: ذ. سڀني جو چٽ - سردار - رئيس - وڏيرو - پِرڌان - مکي - دکيداوُ. آقا - خاوند - مالڪ. پتي - شوهر - مڙس. سوامي. سائين - حضرت. اڳواڻ - رهبر. چڱو مڙس. وڏي درجي وارو. حاڪم.

● سَرُتاجُ ٻَنائِڻُ: ڪنهن ڪي پنهنجو فخر سمجهڻ - خانداني باعزت وارو تصور ڪرڻ. سردار بنائڻ.

● سُرِتاڻُ: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.

● سَرُتَڻُ ۽ سَرُتَڻَ: ذ. البار - سَٽَ - ڪَنجُ - ڍيرُ - ڪوڙ - ڳَندُ - موجودات - ڪيچ - دَلَ. سامان سڙو - رَسَد - سيڌ و سامان - سامگري. جنگي اسباب - باروت - هٿيار پنهوار.

● سُرُتَڻُ: مصدر. [سن. سُمر = ياد ڪرڻ] سمجهڻ - خوش ڪرڻ - سنڀالڻ.

- سُرُتِ ۽ سُرتُون: ث. [سن. سُمرَتي] سمجهه - عقل - هوش - سُرجهه - ٻوجهه - شعور - يادگيري. ڄاڻ - خبر - سڌ - سماءُ - ڪَمَ - ڪَلَ - سَمَڪ - وِدِيا - علم. ڌيان - خيال - توجهه - ساوِڌاني - سوچ - ياد - حافظو - چيتو - ياداشت - هوشياري - سمرتي - هنئين گهر - ذِهن. سنڀال - تات - پر ڪهور - پرداخت - سارَ - سنڀار. پروڙ - امتياز. دريافت. ڳڻتي - فڪر.

- سُرُتِ اچڻُ: هوش اچڻ. ڄاڻ پوڻ.

- سُرُتِ ڇَڏڻُ: افعال بگاڙڻ - بد عادت بنجڻ.

- سُرُتِ ۾ هُجَڻُ: هوش ۾ هجڻ - هوشيار هجڻ.

- سُرُتِ نَہ رَهَڻُ: هوش نہ هئڻ. عقل نہ هئڻ. وساري ڇڏڻ - ڀلائي ڇڏڻ - ياد نہ رهڻ - خيال تان لهي وڃڻ - نِراد ر ڪرڻ. بدحواس ٿيڻ. موکو ٿيڻ. وِسو ٿيڻ.

- سُرِتوُ ۽ سُرِتا: ذ. صفت. سچيت - ساوڌانُ - هوشيار - خبردار - سجاڳ.

- سُرُتِ وَٺائِڻُ: سلڇڻو بنائڻ - سليقہ دار ڪرڻ.

- سُرُتِيُنوُ ۽ سُرُتِيُنا: ذ. عاقل - سمجهدار - سُرتو.

- سُرُتِيائِتوُ ۽ سُرُتيائِتا: ذ. صفت. چيتائتو - هوشائتو - سمجهو - متمان - حوصلائتو - سوبتو - ساڳو واڳو. سياڻو - سچيت - ڏاهو - سُڄاڻ. داناءُ. نمتو - ري پيتل - هوشيار - باهوش. سالم. پرهيزي - پرهيزگار - ڪِرياتو. ديرينو - گنڀير - ڏيرجوان - زِيرَڪ - چتر - سٺو پرو. خبردار - سُجاڳ. سياڻو - عقل مند - سرتيو.

- سُرُتِيو ۽ سُرُتِيا: ذ. صفت. سرت وارو - داناءُ - عقلمند - چالاڪ. سچيت - هوشيار - سمجهو. اڻ پذير - نظر پذير - آگاه - متمان - سُرتيائتو.

● سَرُتو ۽ سَرُتا: ذ. [سن. سِر = سُرَڻُ] جيڏو - هم عمر. برابر - مثل - مٽ - همسَر. شريڪ - ثاني - جوڙياڪ. هڪ جيترو - هڪ جهڙو - هڪ جيڏو - سَرِيڪو. هم وزن - تُل - سمان - سنئين ڪاني - سَماوي. سنگتي - يار - دوست (ذ. صفت). قابل - لائق. (ث. سَرتيي ۽ سُرُتيُون = ساهيڙي - سهيلي).

● سُرُتا: لٺوڙي.

"سرتا ساريو سوکِري، جرهاڙي جاڙاءُ"
(تاريخ سنڌ ادب - ١٨٦).

● سَرُتِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَرُتيهلَ ۽ سَرُتيهلُون: ث. سوڙين کي ٻڌڻ لاءِ ڪم ايندڙ رنگين رسي.

● سَرَتُ ٿ سَرْتَ؛ ذ. اڪ جو ڪتر- ذرو- تنڪو- ڪٺو. مال کي رسي ٻڌڻ جي جاء تي پيل گاٺ. هڪ بيماري.

● سَرِتُ ٿ سَرِتَ: ذ. سَچَرُ- سَتَرُ. خوش.

● سُرِتِڻِ ٿ سُرِتِڻُون؛ ث. رسي کي ڳنڍ ڏيڻ جو هڪ نمونو- (ل) سرڪڻ ڦاهي- لوپي. ڳنڍ.

● سِرِتِڻِ ٿ سِرِتِڻُون (ل)؛ ث. سرڪڻ ڦاهيُ- لوپي.

● سِرِتو ٿ سِرِتا (ٿ)؛ ذ. ٻاجهري جو لنڊو سنگ.

● سِرِتيُ ٿ سِرِتيُون (ل)؛ ث. ٻاجهر يا جوئر جو سنهو سنگ- سنگ جي ٽڪري.

● سُرِتيُ ٿ سُرِتيُون (ٿ)؛ ث. چوٽري جي چوٽي. دلي جي ڪچي.

● سَرْٽيفڪيٽُ ٿ سَرْٽيفڪيٽَ؛ ذ. [انگ. Certificate] سند- پروانو. رضانامو. ڪارگذاري جي چٺي. هلت چلت جو پرزو. خوشنودي.

● سَرْپُ ٿ سَرْپَ: ذ. سَپُ- نانگ- بلا. ازدها- اجگر. ڪينءُ وَرُ.

● سَرْپارا: اسم خاص. بروهي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● سَرْپَٽُ ٿ سَرْپَٽُون: ث. گهوڙي جي ڊوڙ جو هڪ نمونو.

- سَرْپَٽُ ڊوڙڻُ؛ تمام تکو ڀڄڻ- تکو ڊوڙڻ.

● سُرْپُر ٿ سُرْپُرُون: ث. سُس ڦُس- پُڻ پُڻ- پٽڪو- ٻاپور- پٽڪار- جهونڪار- ڪنن جي ڳالهه- پٽڪات- چِڙڪو. آهستي ڳالهه- ڳجهه ۾ ڳالهه. ڪُرڪو- ڪِنجهڪو- رُٽڪو. سُرڪو- چُرڪو.

- سُرْپُرُ ڪَرَڻُ؛ آهستي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ. جاء ڏيڻ لاء سوڙها ٿي وِهڻ- ڪجهه سيرڻُ.

● سَرپَرَسْتُ ٿ سَرْپَرَسْتَ: ذ. مددگار- نگهبان- خبرگير- محافظ- حامي.

- سَرْپَرَسْتيُ ٿ سَرْپَرَسْتيُون: ث. نگهباني- حمايت- مدد گاري.

● سَرْپَرَهُ: اسم خاص. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو.

● سَرْپَنْچُ ٿ سَرْپَنْچَ: ذ. مير مجلس- صدر- سياڻي- پريزيڊنٽُ- ٽياڪر- امين- ثالث- مَڌيسَتُ. مهندارُ.

● سَرِپُورُ ٿ سَرِپُورَ: ظرف. تمام تيز- تيز رفتار.

● سُرْپُ وِياپُ؛ ظرف. سڀ ۾ حاضر.

● سَرْپيچُ ٿ سَرْپيچَ: ذ. بادشاهن، امرائن، اميرن جي پڳ ۾ موتين جي لڙي.

● سَرَجُ: اسم خاص. راڳ ۽ وڄت جي ستن قسمن مان هڪ قسم. هندڪي وڄت جو چوٿون سُر.

● سَرْجامَ ٿ سَرْجامُون (ل): ث. اوپر- پيدائش- نيسرَ- واڌ. (مومل مينڌرو ص ٣٤٧).

● سَرْجاميُ ٿ سَرْجاميُون: ث. تياري- ٺاهه ٺوهه- سرانجامي- پورائي.

● سَرْجَنُ ٿ سَرْجَنَ؛ ذ. (انگ. Surgen) جراحت ڪندڙ- آپريشن ڪندڙ- ڊاڪٽر.

● سُرْجَنُ ٿ سُرجَنَ: ذ. (سن). معزز ماڻهو- ڀلي ماڻس- شريف.

● سُرْجَنْهارُ؛ اسم خاص. سن. پيدا ڪرڻ وارو- خالق. مالڪ- خدا.

● سِرْجَڻُ: مصدر. [سن. سرج = خلقڻ] آسرڻ- آپرڻ- پيدا ٿيڻ- ڪين مان کي ٿيڻ. رچڻ. وڌڻ. چمڻ.

"سِرجي ته سُور، ساماڻي ته سُک وِيا"
(شاهه).

- سِرْجَڻْهارُ ٿ سِرْجَڻْهارَ؛ ذ. خلقيندڙ- پيدا ڪندڙ- پاليندڙ- آپائيندڙ- خالق- مالڪ پرماتما.

● سَرْجَڻُ: مصدر. تيار ڪرڻ.

● سُرِجَڻُ: مصدر. جيتن ڪان ڪاچي وڃڻ- ڪينئون لڳڻ- آڏوهي کائڻ. پورو ٿيڻ. خراب ٿي وڃڻ.

● سُرِجيٺو ٿ سُرِجيٺا؛ ذ. سُرندڙ جيت (وچون، بلا وغيره).

● سُرِجيُ ٿ سُرِجيُ؛ ذ. صفت. سُرجيت- خبردار.

● سُرجيٺُ ۽ سُرجيٺَ ؛ ذ. سجاڳ - باهوش - بيدار. سُرتيو - آگاهه - واقف. جيئرو - حيات.

- سُرجيٺائي ۽ سُرجيٺائيون: ث. سجاڳي - بيداري. هوش - سُرتيائي. آگاهي - واقفيت. اطمينان - فڪر - غور.

- سُرجيٺُ ٿيڻُ: سجاڳ ٿيڻ - هوشيار ٿيڻ. واقف ٿيڻ - آگاهه ٿيڻ.

● سَرجيئُونُ ۽ سَرجيئُونَ : ذ. صفت. [سن. سير = سُرَڻُ + جيون = حياتي] سرسبز - شاداب. زرخيز. روح افزا - روح بخش - جان بخش - حيات بخش - فرحت بخش. مضبوط - لازوال.

● سَرجيئُونُ ٻُوٽي: ث. هڪ قسم جي فرحت بخش ۽ زندگي بخش ٻوٽيءَ جو نالو.

● سَرجيئُونُ ٻَهارُ: ذ. سَرجيون ٻوٽيءَ وارو جبل. فرحت بخش ۽ سرسبز جبل.

● سِرُجَڻُ (ڪ): مصدر. ڪير، گهه وغيره جو جمڻ. پيدا ٿيڻ - ٺهڻ - ٻنجڻ. (هہ. مرجنا).

● سُرجهَڻُ: مصدر. [سن. سُ = چڱي طرح = جُڇا = ڄاڻڻ] سمجهڻ - ٻروڙڻ - ڄاڻڻ - مغز ۾ وهارڻ - ٻرجهڻ - لکڻ - ٻُجهڻ - ٻُروجهَڻ - معلوم ٿيڻ - آگاهه ٿيڻ - خيال ۾ اچڻ.

- سُرجهُ ۽ سُرجهَ : ذ. صفت. آزاد - ڄاڻو - سمجهُو.

- سُرجهو ۽ سُرجها: ذ. سڄاڻ - سمجهو - زيرڪ - چتر - سٺو ٻرو - مثمان - آزاد سمجهه.

● سَرچِڙو ۽ سَرچِڙا: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم جو وڻ جي ڏارين سان پنهنجو آکيرو ٺاهي.

● سَرچَشمو ۽ سَرچَشما: ذ. (ف). پاڻي نڪرڻ جي بنياد جو هنڌ - منبع. آبشار.

● سَرچَڻُ: مصدر. پرچڻ - ٻرپڻ - ريجهڻ - راضي ڪرڻ - خوش ٿيڻ - راس ٿيڻ - ماٺ ڪرڻ - سانت ڪرڻ. سامت ۾ اچڻ.

- سَرچاءُ ۽ سَرچاو ؛ ذ. پرچاءُ - ٺاهه - صلح - سُلوڪ - راضي نامو.

- سَرچاءُ ٿيڻُ: ٺاهه ٿيڻ - صلح ٿيڻ - رضانامو ٿيڻ.

- سَرچاءُ ڪَرَڻُ: ٺاهه ڪرڻ - صلح ڪرڻ - رضانامو ڪرڻ.

- سَرچائِڻُ: ٺارڻ - سانت ڪرائڻ - ٺهائڻ - پرچائڻ - ٺاهي ڇڏڻ - صلح ڪرائڻ. جهيڙو لاهڻ. ٺهڪائڻ - ملائڻ. ڪيڏائڻ - ڪڏائڻ. هيرڻ - موافقت ڏيکارڻ.

● سَرچِيئهو ۽ سَرچِيئها: ذ. هڪ قسم جو پکي.

● سَرچو ۽ سَرچا ؛ ذ. سائو - آباد - سرسبز. سٺو. سٺائو - سولو.

● سَرچِي ۽ سَرچِيون: ث. صفت. گاهه واري جوءِ. (ضد. آرچي).

● سَرحالُ ۽ سَرحالَ : ذ. صفت. خوشي - راضي - نهال - سرهو - ٻرسن - سکي. آسودو. آچڪ. فرحت ۾ - مزي ۾. ونديل - ٻرپيل - ريڌل - رنجهيل. بختاور - ڀاڳوارو. شُپ - چڱو.

● سَرحَد ۽ سَرحَدون ؛ ث. سَندو - دنگ - حد. پاسو - پر. ڪنارو. انتها. (اسم خاص). تعلقي گهوٽڪي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَرحِل : اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سُرخ ۽ سُرخَ : ذ. صفت. [ف. سُرخ = ڳاڙهو] هڪ رنگ جو قسم - ڳاڙهو - لالُ - آحمرُ - رَتو. تنبوءَ جي وچين ڪاني - چوبَ. ماسي جو انون حصو.

- سُرخاڻِ ۽ سُرخاڻيون ؛ ث. ڳاڙهاڻ - لالاڻ - رتاڻ.

سُرخائي ۽ سُرخائيون ؛ ث. ڳاڙهاڻ - رتائي - لالاڻ - رتاڻ - سُرخاڻ - ڳاڙهائي - ڳاڙهپَ.

- سُرخُ ٿيڻُ ؛ ڳاڙهو ٿيڻ - لال ٿيڻ. ڪاوڙ ۾ لال ٿيڻ - غصي ۾ اچڻ. ميوي جو پچڻ. نشي ۾ پُر ٿيڻ.

- سُرخُرُو ۽ سُرخُرُو ؛ ذ. صفت. [ف. سرخ + رُو = مُنهن] لال منهن وارو. آبرو وارو - مانائتو - عزت وارو - مُعزز. مقبول - اگهيل. عزيز. ناموَر. فتحمند - ڪامياب. فخر ڪرڻ وارو. لڄ نجو - بي حيا - بي شرم.

- سُرخُرُو ٿيڻُ: ماڻ وڌائڻ جي ڪوشش ڪرڻ۔ آڳ ڀوڻ. خوش ٿيڻ. ڪامياب ٿيڻ. وعده وفا ڪرڻ.
- سُرخُرُو رَهڻُ: سچو رهڻ - پورو رهڻ. عزت سان رهڻ.
- سُرخُرُوئي ۽ سُرخُرُوئيون: ث. عزت - شان - مان - آبرو - مانُ مَهَتُ - ناموس - سنمانُ - آبُ سيئلُ - سَتُ - درجو - ساک - پت - پَدَوي - معتبري.
- سُرخُ ڪرڻُ: ڳاڙهو ڪرڻ - لال ڪرڻ.
- سُرخو ۽ سُرخا: ذ. ڪميونسٽ پارٽي سان تعلق رکندڙ - ڪميونسٽ - دهريو. سفيد رنگ جو گهوڙو. ذ. صفت. ڳاڙهو - لال - سُرخُ.
- سُرخي ۽ سُرخيون: ث. ڳاڙهاڻ - لال رنگت. هڪ سرُ جي سِٽي. عورتن جي سنڌ سينگارن سان هڪ - لالي. خونُ - لهو.

● سُرخا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ڪميونسٽ.

● سُرخابُ ۽ سُرخابَ: ذ. دنيا جي هڪ جو هڪ قسم، بدڪ جنس مان، رنبي جيڏو، رنگ ميڻاٺون. (ث. سُرخابي ۽ سُرخابيون).

● سُرخم ۽ سُرخمَ: ذ. پرون - ڇاتي - سرجس.

● سُرخو ۽ سُرخا: ذ. گهوڙي جو هڪ قسم، رنگ اڇو، پٺ تي ٿورا ڇٽ. (ث. سُرخي ۽ سُرخيون). (صفت). سرخي رنگ (حقيقي رنگ اڇاڻ تي مائل). جو گهوڙو جنهن جا ڪئين قسم: ١- شربي سرخو (ڳاڙهيرو سرخو) ٢- نيرو سرخو ٣- سياه سرخو ٤- گلزار سرخو ٥- عمرد سرخو يعني پنج ڪلياڻ سرخو.

● سُرخي ۽ سُرخيون: ث. مضمون جو سرو - عنوان. گهوڙي جو هڪ قسم. عورتن جي سينگار جو هڪ قسم - لالي.

● سَرَدُ ۽ سَرَدُ: ذ. [س. شَرَدَ = ٿڌو] ٿڌو - اريَلُ - سِيل. آلو - ڪهيل - آڌوڪو. رُڪو - نيرسو هيو. بيجان. سست - ڍلو. بي لطف - بيمزي - بي رونق. بزدل - نامرد.

- سَرَدُ ڪَرَڻُ: ٺارڻ - ٿڌو ڪرڻ. غصو ڍرو ڪرڻ.
- سَرَدُ گَرَمُ: صفت. موافق - پورو پنو.
- سَرَدُ مزاجُ: ظرف. سُرد دل - سُست. بي مروت.
- سَرَدُ مِهرُ: صفت. بي مهر - بي رحم - بي محبت بي مروت. بي ديان - بي وفا. سخت دل - ڪٺور - ظالم.
- سَرَدُ مهري ۽ سَرَدُ مهريون: ث. بي وفائي - بي مروتي. سنگدلي. بي پرواهي.
- سَرَدِي ۽ سَرَديون: ث. ٿڌ - ٺار - سيءُ - پارو - پرد - سيتل - ٿڌڪي. زڪام، ريزش - نزلو - ليمس. سياري جي مُند - سيارو.

"١. سَردي ساليمُ نه رهان، ڪرسي ٿيان گذار"
"٢. سَردي ساليمُ نه رهان، ڪوسي سهان ڪانهه"
(شاهه).

- سَرَدِي گرمي ۽ سَرَديون گرميون: ث. ڏک سک - تڪليف - مشڪلات.
- سَرَدِي گَرَمِي ڪان بچڻُ: گرم سرد هوا کان پاسو ڪرڻ. تڪليف کان آزاد رهڻ - مشڪلات کان بچڻ.
- سَرَدِي لڳڻُ: سيءُ لڳڻ - ٺار پوڻ. ليمس ٿيڻ.
- سَرَدِيَن ۾ هُجَڻُ: سڪرات ۾ هجڻ.
- سَرَدِي هُجَڻُ: نزلو زڪام ٿيڻ - سيءُ هجڻ.

● سَرَدارُ ۽ سَرَدارَ: ذ. اڳواڻ - امير - ڏڳيدارُ - سَرورُ - صدر - مکي - منهن مُنهي - پريو مڙس - پٽيل - وڏيرو - چوڌري - پرڌانُ. حاڪم - آفيسر - والي. پالڻ - راڄ ڌڻي - امام - هادي - پيشوا. رسول ڪريم صلعم جن جو لقب.

- سَرَداري ۽ سَرَداريون: ث. اڳواڻي - ڏڳيداري - اميري - حاڪمي - افسر - حڪومت. وڏيرائي - رئيس پڻو. بزرگي. رهبري.

● سَرَدَرُ ۽ سَرَدَرَ: ذ. پٽ جي ٽيڪ لاءِ در جي مٿان رکيل ڪاٺي - سَرَدَرو.

- سَرُدَ رو ۽ سَرُدَرا: ذ. سَرُدَرُ.
● سَرُدَرَختيءُ: اسم خاص. خاص ميوات تي عائد ڪيل هڪ قسم جي ڍلَ.
● سَرُدو ۽ سَرُدا: ذ. هندائي جو هڪ قسم- شردو. (ذ. صفت). ميٺاج وارو- مِٺو.
● سَرڌا ۽ سَرڌائون: ث. [سن. شرڌا= ايمان] ويساهه- يقين- ڀروسو- عقيدو- اعتبار. دين ڌرم- الجام- وچن. حُبَ. خوشي.
- سَرڌالو ۽ سَرڌالو: ذ. صفت. سچو- وفادارُ. ايمانوارو- ايماندارُ. ڀروسي جهڙو. وچن تي پورو.
- سَرُڌاوانُ ۽ سَرُڌاوانَ: ذ. ايمانوارو. وفادار.
- سَرُڌوانُ ۽ سَرُڌوانَ: ذ. صفت. وفادارُ. دينداارُ. ايمان وارو. سرڌالو- ڀروسي جهڙو. انجام جو پورو.
● سِرِڊَرَ ۽ سِرِڊَرونُ (ث): ث. دروازي جي چوڪ جي مٿين ڪاٺي- سَرُدَرُ.
● سَرُرِ: ث. آتشبازي جي سڙڻ جو آواز.
● سَرِڙاٽُ ۽ سَرِڙاٽَ: ذ. سوساٽ- تڪڙي هلڻ جو آوازُ. تڪڙي ڳفتگو جو آواز. سَرُڙو- ڪار.
● سَرِڙاٽَ: ذ. سنهون آواز. بدن ۾ ڪنهن جيت جي سَرُ سَرُ.
● سَرِڙ ڀَرِڙ: ظرف. تڙ تڪڙ- جهٽ پٽ- امالڪ.
- سَرڙ ڀرڙ ڪَرَڻُ: تڪڙ ڪرڻ- جلدائي ڪرڻ.
● سَرِڙِڪو ۽ سَرِڙڪا (ث): ذ. اوچتو تکري وڃڻ وقت، تيل آواز- تيزيءَ سان لڪرڻ وقت، آواز.
● سَرِڙڻُ: مصدر. تلوار وغيره مياڻ مان چڪڻ- ٻاهر ڪڍڻ- ڇڪڻ- رسڪائڻ. چلڻ.
- سَرِڙو ۽ سَرِڙا: ذ. تلوارڪشي. دَٻَ- دَٻڙاٽَ. ڪار.
- سَرِڙو ڀنئائڻُ: دَٻائڻ- وڙهڻ.
● سُرِڙو ۽ سِرِڙا: ذ. مينهَنُ جو غبار. سَرڙاٽُ. (ذ. صفت). چنل لتڪَ وارو.

● سِرِڙيو ۽ سِرُڙِيا: ذ. صفت. اڪيلي سو ڪمائيندڙ. جوڙي ڪالسواءِ هاري- هٺاهينُ.
● سَرِزَدُ: ظرف. اتفاق- واقعو- حادثو- ڳالهه. ڪاوڙيل- چڙيل- غصي- ناراض- رَنجُ. ظاهر- نمودار.
- سَرِزَدُ ٿيڻَ: ظاهر ٿيڻ- نمودارُ ٿيڻ- ظهور ۾ اچڻ.
● سَرُزَميِنَ ۽ سَرُزمينون: ث. ڌرتي- پٽ- زمين. ملڪ- ولائت- ديس- اقليم- خطو. سطح. جاءِ- هنڌ- تڏو. جاءِ واردات- واقعي جو هنڌ- اصل جاءِ. بنياد- ڪارڻ- سبب- دَليلُ.
● سَرُسائڻُ: مصدر. [سن. سَرسَ: سُ= چڱي طرح + رس = ٻهچڻ] گهڻو ڪرڻ- جهجهو ڪرڻ- وڌيڪ ڪرڻ- زياده ڪرڻ. ويجهائڻ- اضافو ڪرڻ. چاڙهڻ- ناليوارو ڪرڻ- ترقي ڪرائڻ- اڳرو ڪرڻ- چاڙهو ڪرڻ- واڌارو ڪرڻ. مشهور ڪرڻ.
- سَرُسُ ۽ سَرُسَ: ذ. صفت. سواٻو- وڌيڪ- سَنوالو- زياده- سَنُجيڻُ- سرسو- گهڻو- هيڪاندو- جهجهو- ٻهُونُ- مٿو- وافر- الاهي. اتم- اوچو- بالي- اعلي. ڀلارو- چوکو- خاصو- فائق- نهايت چڱو- عمدو- سريشت- سٺو- بهتر. بهشُ- وڏو. مٿيون- برتر. چڱي رَسَ وارو- هنڌَ ۾ پيرُيلُ. (اڪ). ث. سَرُسي ۽ سَرُسيُونُ).
- سَرُسائيءُ ۽ سَرُسائيُون: ث. گهڻائي- واڌ- جهجهائي- سرسيُ. سبرسالي- سُڪَرُ. واڌارو- اضافو. آڇائي- فضيلت. جوهر- خوبي- خاصيت- ڪيپائي- آتمتا- ڳڻ- شرف. سَبقَتَ- برڪاسُ. فوقيت- وڏائي- بالادستي.
- سَرُسُ سَاري ڪَرَڻُ: بازي کٽڻ- شَهَ ڏيڻ- زور ڀَرڻ- وڌيڪ ڪامياب ٿيڻ.
- سَرُسو ۽ سَرُسا: ذ. واڌ- واڌارو- سَرُسيُ- زيادتي- گهڻائي.

"ڏيئي وِيا آڏولَ ڪي سورن جو سرسو"
(شاهه).

سَوابو- سَرُسُ- وڌيڪ.

= سَرُسِيُ ٤ سَرُسِيُون: ث. صفت. زيادتي- گهٽائي- سوائي- سوالي- جهجهائي. زيادتي- اڳرائي. ظلم- زبردستي. ڏک- ڏاڍ. ترقي. ڀلائي. خوبي- خاصيت- آڇائي- گڻپائي- گڻ- جوهر- فضيلت- آترُ- فوقيت- شرف. واڌَ- واڌارو- چاڙو- وراڻ. ڦورو- مهرباني. ڪاميابي- فتح- سوڀ.

= سَرُسِيرو ٤ سَرُسِيرا: ذ. صفت. ڪجهه وڏيڪ- ٿورو گهٽو- ڪِچ جهڙو- ٿورو زياده- البت ڪجهه واڌ.

= سَرسِيُ ڪَرَڻُ: گوءِ کڻڻ- سوڀ ڪرڻ- ڪَسَرَ ڪڍڻ- بازي کڻڻ- شَهَهَ ڏيڻ- مات ڪرڻ- ٻئي کي هارائڻ. سنهن ستي کڻڻ. اڳرو ٿيڻ.

= سَرُسِيُ لَهَڻُ: سرس ٿيڻ. اڳرائي ڪرڻ. گوءِ کڻڻ- سبقت حاصل ٿيڻ.

● سَرَسُ ٤ سَرَسَ (ث): ذ. سَرِينهَنُ جو وڻُ

= سِرُسُ: ذ. [س. شريش= ] هڪ قسم جو کونر جهڙو ڀسارڪو وَکر- ڪاٺ ڳنڍڻ لاءِ ڪم ايندڙ دَوا- ٽنيڻ. گهوڙي ۽ ڳائي مال جي وڳن سان لهندڙ دَوا.

● سُرُسَ ٤ سُرُسُون: ث. ڪنهن به ڳالهه جي ٿوري خبر- ڪڙڪ. ڪَنل- خَبر- علم- ڄاڻ.

● سَرِسامُ: ذ. (ف) مغز جي بيماريءَ جو هڪ قسم- مغز جي پردن جي سوڄَ واري بيماري. دماغ جي خرابي- مغز جو خلل. بدگماني- شَڪُ- وَهمُ.

● سُرُساتَ ٤ سُرُساتُون: ث. مصالح- ڪاڏي وغيره تيار ڪرڻ لاءِ گهربل شيون. سيڌو ٻاڌو- سيڌو سامان- سَمَرُ- توشو- رَسَدُ. ڪاهُ- چارو.

● سَرُسَبزُ: ذ. صفت. (ف) سائو- هميشه سائو- هريو- شادابُ- بهاري وارو- هَريو ڀَريو- خوش بهار. فتح مند- ڪامياب. تازو توانو- خوش. ڀريو ڀاڳيو- آباد- وَڌ ِ ڦَلُ- ويجهيل- لاٺ. سينگار- گلڪاري. سکيو- آسودو.

= سَرُسَبزُ ٿيڻُ: تازو توالو ٿيڻ- شاداب ٿيڻ- خوش خورم ٿيڻ. ڪرسي نشين ٿيڻ- قابل پذيرائي ٿيڻ- شهرت حاصل ڪرڻ. آسودو ٿيڻ.

= سَرُسَبزُ هُجَڻُ: تازو توالو هجڻ- خوش هجڻ. عزت وارو هجڻ- زيب زينت حاصل هئڻ.

● سَرُسُپَرُ ٤ سَرُسُپَرَ: ذ. صفت. سائو- آباد. ساجو. سڀاڳو. سڻائو. فرخنده- سکيو- سڻابو- آسودو.

● سَرُسَتيو ٤ سَرُستا: ذ. چالبازي- ڪيڏ- انڪل (ڀلا).

● سَرُسَتِيُ ٤ سَرُسَتِيُون: ث. خود قرباني- آپُ ٻليدانُ- پاڻ صدقو.

● سَرُسَرُ: ث. هوا جو تيز آواز- زوزاٽ- سرڙاٽ. سردي سبب هڪ نمولي جي حالت- ڏڪڻي.

● سُرُسُرُ ٤ سُرُسُرُ: ث. خارش- ڪِرُڻهِنُ- ڪِرسيرو- تيرتير. ڪن جي ڳالهه- ڀشڪو. جنبش. بت تي ڪنهن جيت جو سُرڪو.

= سُرُسُرُ ڪَرَڻُ: هري ڳالهائڻ- بدن تي ڪنهن جيت جو سرڪڻ.

● سُرُسُرُو: ذ. اناج کي کائيندڙ جيت- سُرڻو.

● سَرُسَرِيُ: صفت. آسان- سولو- سهنجو- سٿوڪو- سٿرو- سليس. ٿورو- گهٽ- ذرو- خيرڪو- قليل. آرامي- سکي- آسودو. ڀتلو- سنهون- هلڪو- ڪمزور- مختصر- مجمل طور. جلدي- تڪڙو- جهٽ پٽ. بي پرواه. اڇاترو. بي مقصد. سرچو. معمولي. بي ترتيب- ذري ڪٿان ذري ڪٿان. دليلي. عدالت خفيه.

= سَرُسَرِيُ نَظَرَ: مٿاڇري نگاهه.

● سَرُسِلو ٤ سَرُسِلا (ث): ذ. [ع. سلسلة] بند و بست- جوڙجڪ- نهراءُ- ٺاهُ- پر پَند- سٿو. ڦڙتائي- چالاڪي. تياري. شوق- چاهُ. شروعات- ابتدا- منڍ.

● سُرُسِٽو ٤ سُرُسِٽا: ذ. سوڄ- ٽوٽر (١٣٠).

● سَرُسوَتِ: اسم خاص. هند جي هڪ ذات جو نالو.

● سَرُسوتِيُ: اسم خاص. هڪ ديويءَ جو نالو. برهما جي زال. سيني عملن ۽ ڄاڻن جي موجهه.

علميت جي ديوي - وِدِيا جي ديوي. فضيلت جي ديوي (هندن جي عقيدي موجب) - پَگوتي. الهآباد جي ويجهڙائي ۾ وهندڙ هڪ درياءَ جو نالو.

● سَرِشارُ ۽ سَرِشارَ: ظرف. [ف. سَر=متو+ شار>شوريدن=وهڻ] مخمور - مست - خماريل - مَدَ ۾ مست - موج ۾ - متوالو - نشي ۾ چور - غرور يا جوانيءَ ۾ مست. لبريز - پُرِيل - مالا مال - منهان منهن - پُرپور.

= سَرِشارِيُ ۽ سَرُشارِيُون: ث. مستي - بيخودي - نشو.

● سَرِشْتُ ۽ سَرِشْتُونُ؛ ث. [س. سريشت> سُرج=خلقڻ] خلقت - جوڙجڪ - پيدائش - طينت. نيچر. خو - مزاج - طبيعت - عادت - خصلت - خمير - فطرت. جسم - وجود.

● سَرِشْتو ۽ سَرِشْتا؛ ذ. انظام - سٿاءُ - ڏاهپ - بندوبست - جوڙجڪ - طريقو - ڍول - نمونو - ڍنگ - سِجل - ڪِرم - قاعدو - ريت - ترڪيب - دستور. جڳت - جهان - دنيا - خلقت. تواريخ. داخلا. دفتر. ڪارگذاري. ڪاغذ پٽ.

= سَرِشْتِيُ ۽ سَرِشْتِيُون: ث. خلقت - پيدائش. ڪائنات.

● سَرِشْتيدارُ ۽ سَرِشْتيدارَ؛ ذ. ججَ جو حاضري زيردست - مئجسٽريٽ جو زيردست عملدار.

● سِرُشْٽُ ۽ سِرُشْٽُونُ: ث. [س. سريشٽ> سرج=خلقڻ] دنيا - جهان - جڳ - جڳت - سنسار - لوڪ - وِس - عالم - ڪائنات. زمانو - سَمو. زمين - پرٿوي. خلقت - مخلوقات. سَرِشٽ - دنياداري - جهانداري - لوڪ چار. لوڪ - دنيا جا ماڻهو. دنيوي معاملو - سنساري جهڳڙو.

= سِرُشْٽُ ڪَرُتا؛ خلقت جوڙيندڙ - خالق.

● سِرُشْٽِيُ ۽ سِرُشْٽِيُونُ: ث. [س. سِرِشٽي= دنيا] خلقت - ڪائنات - دنيا - جهان - خدائي - جڳت. قدرت جي جوڙ - مخلوق - خلق الله. هستي - موجودات.

● سَرِشڪُ ۽ سَرِشڪَ: ذ. (ف). قطرو - ڳوڙهو - اشڪ - آنسو.

● سَرُطانُ: اسم خاص. (ع). آسمان جي چوٿين برج جو نالو - ڪرڪ راس - ڪرڪ گهرو. هڪ آبي جيت - پاڻي واڻو - ڪيڪڙو. هڪ بيماريءَ جو نالو.

= سَرُطانُ بَحرِيُ؛ ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم. ٽِني نورُ، ۽ قسم: هڪ بحري، ٻيو بري، هن ڪي ساڙي دوائن ۾ ڪم آڻين.

= سَرُطانُ نَهرِيُ: هي سَرطان، نهري جي شڪل تي ٿيندو آهي، هر نهري جي پُٺ تي سُئي هڻبي ته پاڻي کير وانگر نڪرندو آهي. هڪ پسارڪو وکر، جو دوا طور ڪم اچي.

● سَرُطانَ: اسم خاص. تر ۾ رهندڙ نڪرن جي هڪ ذات جو نالو.

● سَرِطانپُور: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سُرُعَتُ ۽ سُرُعَتُونُ: ث. (ع). جلدائي - تيزي - تڪڙ - شتابي. ڦڙتائي - چالاڪي.

● سَرفِرازُ؛ ظرف. [ف. سَر + افراز> افراشتن = ڪڙو ڪرڻ] منهن مٿي - سرخرو - اعليٰ - بلند - اوچو - وڏو - چنديو. معزز - ممتاز. ترقي يافته. خوش - ڀرايل - نوازيل - مان ڏنل - عزت ڏنل.

= سَرُفِرازُ ڪَرَڻُ: اوُج تي رسائڻ - بلندي ڏيڻ - وڏائڻ - چاڙهڻ - ترقي ڪرائڻ. نوازش ڪرڻ - چِندڻ. وڏي عزت ڪرڻ - عزت بخشڻ - درجو عطا ڪرڻ. نهال ڪرڻ - خوش ڪرڻ.

= سَرُفِرازُ هُئَڻُ؛ ترقي يافته هئڻ. عزت وارو هئڻ - ممتاز هئڻ.

= سَرُفِرازِيُ ۽ سَرُفِرازِيُونُ: ث. بلندي - اوُج وڏائي. شان - بزرگي. ترقي - اضافو. عزت. ناموري - ميل جول. بهادري.

● سَرُفِروُ ۽ سَرُفِرا؛ ذ. صفت. [ف. سر + فرو= هيٺ] ڪنڌ هيٺ - لاجواب - فڪرمند.

● سَرِفُو: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَرُقوُ ۽ سَرُقا (ت)؛ ذ. ٿورو خرچ - قناعت - بچت - پاڇي - سرفو.

● سَرُقوڪو: اسم خاص. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪو وڪر، چراڳي جي انهن جهڙو هڪ ساٿو گاهه، سواد ڪڙو ۽ تيکو، خاصيت گرم. (هه. سَرُقوڪو).

● سَرُڪَ ۽ سَرُڪُون: ث. گهوڙي جي واڳ ـ ڏوري ـ رسي ـ نوڙي.

ـ سِرُڪَ ساهِيُ ۽ سِرُڪَ ساهِيُون: ث. هڪ قسم جي ڳنڍ ـ سُرڪڻ ڦاهي ـ سُرڪڻي ـ ڦاهي ـ ڦاسي ـ ڦنه و ـ ڦاله و.

ـ سَرُڪَسائِيُ ۽ سَرُڪَسائِيُون: ث. سِرڪ ساهي ـ سرڪڻي ـ ڦاسي ـ ڦاهي ـ ڦند و ـ ڦالد و.

ـ سَرُڪَناڪو ۽ سَرُڪَناڪا: ذ. رَسيءَ جو ڦاهو.

● سَرُڪارِ ۽ سَرِڪارُونُ: ث. [ف. سَر = مٿو + ڪار > ڪردن = ڪرڻ] حڪومت ـ راڄ ـ گورنمينٽ. رياست. تخت ـ مَسنَدَ ـ سنگاسَنُ. آقا ـ مالڪ ـ سردارُ. گهر جي مالڪيائيءَ جي عزت جو خطاب. دربار شاهي ـ عدالت ـ ڪچهري ـ ٻارگاهه ـ دنيوي ڪاروبار. سموري دولت، تن، مَن ۽ ڌَنُ.

"سَمُوري سرڪار، نيئي رکج ناهه مه" (شاهه).

ـ سَرُڪارِي ۽ سَرُڪارِيُ: صفت. حڪومت جو ـ سرڪار جو ـ گورنمنٽي ـ شاهي ـ حضوري ـ حاڪماڻو. رياستي.

ـ سَرُڪارِيُ ڪاغَذُ: گورنمنٽي ٻَنو ـ اسٽامپ وغيره.

ـ سَرُڪارِيُ وَظيفو: سرڪار جي طرفان ملندڙ رقم ـ پينشن.

● سَرُڪارِيُ ۽ سَرُڪارِيُون (ٿ): ث. ٿاڃي جي تندن کي ڌار ڪرڻ جي هڪ ڪاٺي.

● سَرُڪاٺِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَرُڪَرُدو ۽ سَرُڪَرُدا: ذ. [ف. سَر = مٿو + ڪرده = ڪيل] اڳوان ـ ليڊر ـ ڏڳيدار ـ سردار ـ مهندار. مکي ـ وڏيرو ـ منيب ـ رئيس. حاڪم ـ ٻرڌان. مکيه ـ وڏو ـ خاص. ٻالدَپُ. ڏرو ـ هادي ـ رهبر. قابل ـ چالاڪ ـ هوشيار.

● سَرُڪَرِيُ: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● سَرُڪَسُ ۽ سَرُڪَسُون: ث. [سن. سَرُسَنُشيِنَ = سرڪس] جسماني ڪرتبن جو تماشو.

● سَرِڪَشُ: ذ. صفت. [ف. سَر + ڪَش < ڪشيدن = ڇڪڻ] حڪم عدولي ڪندڙ ـ باغي ـ نافرمان ـ راڄ ڌوهو ـ سر زور ـ عاق ـ سَر ڦيريو. آراولدو ـ وَونڪو ـ شتر بي مهار. بدمعاش. فساديُ ـ جهڳڙالو ـ خللي. مغرور. ڪِهڪهيرُ ـ هوڏي. لمڪ حرام. بي وفا. هلڪڙو.

= سَرُڪَشِيُ ۽ سَرُڪَشِيُونُ: ث. بغاوت ـ نافرماني ـ راڄ ڌوهي. برابري ـ بدمعاشي. بي وفائي. نمڪ حرامي. حرامزائي ـ لچائي. فتنو ـ بلوو ـ بغاغو ـ فساد. وڏائي ـ هٺُ. حجت.

● سَرِڪِلُ ۽ سَرِڪِلَ: [انگ Circle] حلقو ـ دائرو ـ ڏن يا ڇهن تپن مان تاهيل تعلقي جو ڀاڱو. ننڍو ڏڪر. صوبو.

● سَرُڪَنُيانُ ۽ سَرُڪَنُيانَ: ذ. حقي جو هڪ قسم. هڪ قسم جي سُلفي. کهوڙي کي ڏيڻ وارو الياڻ. گڏهه جي آلت جو اصطلاحي نالو.

= سَرُڪَنُڊِيُ (ٻيلو) اسم خاص. هڪ قسم جي گل جو نالو.

● سَرُڪَڻِ ۽ سَرِڪَڻُون: ث. هڪ قسم جي سرڪندڙ ڳنڍ ـ ڦاهيُ ـ سرڪڻ ڦاهي ـ دام.

ـ سُرُڪَڻِ ڦاهِيُ ۽ سُرڪَڻُ ڦاهيُون: ث. سُرُڪَڻِ.

● سُرُڪَڻُ: مصدر. [سن. سير = سيرَڻُ] تيرڪڻ ـ ٿسڪڻ ـ کسڪڻ ـ گسڪڻ. رڙهڻ. هيٺ ڪِرڻ. چُرڻ ـ سُرڻ. هلڻ ـ گهمڻ ـ ڦرڻ. روانو ٿيڻ ـ پٺي وڃڻ.

ـ سُرِڪَ ۽ سُرُڪُون: ث. کِسڪَ ـ تِرڪَ. گِسڪو ـ جُنبَشُ ـ لوڏو.

ـ سُرُڪاٽُ ۽ سُرِڪاٽَ: ذ. چُرُڪو ـ کسڪو. چُرُ ٻُرُ ـ سُرُڪو ـ جنبش ـ لوڏو.

- سَرڪارُ ۽ سَرڪارَ: ذ. سَرڪاٽُ.
- سَرڪائِڻُ: ڪا شيءِ آهستي ڪِڍي وٺڻ- ڪسڪائڻ. چُرڪائڻ- چُرچُر ڪرائڻ.
- سَرڪائيندڙُ ۽ سَرڪائيندڙَ: ذ. صفت. ڪسڪائي وينهڙ- چوري ڪندڙ.
- سَرِڪو ۽ سَرِڪا: ذ. سَرڪاٽ- ڪِسڪو. چُرپُر- سُرپُر.

● سَرڪَڻُ: مصدر. ڏتارجڻ- لالچجڻ- حرصجڻ- موهجڻ- هرکجڻ- ٻرغلائجڻ. چڪجڻ- ڪِهلجڻ. سَرڪون ڏيڻ- ڪِيت ڏيڻي اچڻ- ڏڪ پرڻ. ڦررڙات ڪري اچڻ.

- سَرڪَ ۽ سَرڪون: ث. ڪِيهت- ڏڪَ. چڪو- ٻُٽو- لَپَ- چرون- ذرو- ٿورو.
- سَرڪي ۽ سَرڪيون: ث. سَرڪ- ڏڪ- چُڪو.
- سَرڪي پِرَڻُ: سَرڪ پرڻ- ڏڪُ پرڻ- ٿورو پئڻ.
- سَرڪي ٻيارَڻُ: ڏڪُ ٻيارڻ. زهر ڏيڻ. قسم کڻائڻ. خوار ڪرڻ.

● سَرڪو ۽ سَرڪا: ذ. انڪورن، ڊاک وغيره مان ٺهيل رَسُ- دوا طور استعمال ٿيندڙ هڪ وڪر.

● سَرڪي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَرِڪي: اسم خاص. تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَرِڪيولرُ ۽ سَرِڪيولرَ: ذ. [انگ Circular] سَرڪاري هدايت نامو- گشتي حڪم يا چٺي. اشتهار يا ڍنڍورنامو.

● سَرڪُٽُ ۽ سَرڪَٽَ (ٽ): ذ. ڏاس جي ڏاڪڻ ڪي ويڙهڻ لاءِ ادائي فوٽ ڊگهو ڪاٺ جو ٽڪر- اٽي.

● سَرڪُٽُ ۽ سَرڪَٽَ: ذ. صفت. برک- چولبد- پسند يده- جوڙ. اتم.

"لوهو لال لڳن جو چاڪن منجهان چڪ،
تنهان ٻيو سَرڪُٽُ ڦٽين واڍوڙن ۾"
(خان زئي).

● سِرڪُٽُ ۽ سِرڪَٽَ: ذ. جادو- طلسم- منترُ.

● سَرڪائيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سِرڪَنُ: اسم خاص. هڪ خوشبودارُ وڻ جو نالو، جنهن جا چوڏال ڪاٺيون، پَنَ، ٻاڙ ڪم اچن (١- ٻاڙ، چوپ چيني ٢- پن، ڪمال پٽ ٣- ڦر، جافر ٤- چوڏو، دال چيني ٥. ڪاٺي سِرڪَنُ).

● سِرڪَنڊُ ۽ سِرڪَنڊَ: ذ. [سن. شري= لڇمي+ کنڊ=ٽڪر] هڪ قسم جو سرهو ڪاٺ- چندن- صندل- رِڪتيچندن. (ٿ) چوٽي.

"آڪون، ڊاڪون، سيرکنڊ شاخون،
ٻن چوڪا چندن ڪنولر"
(شاهه).

● سِرڪَڻُ (ڪ): مصدر. هرکڻ- لالچڻ- پنيلجڻ.

● سَرِڪو ۽ سَرِڪا: ذ. صفت. جهڙو- والڪر- طرح- ڪهاءِ- جيهو- جنسي. موافق. آچارُ- برابر- مثل- ساڪيات. هڪجيڏو- جيئنسُ- جيڏو- نظير- ثاني- مٽ. هڪ جهڙو- مشابهت رکندڙ- برابر. ساڳئي قسم جو. سنئون- ليول ۾- هورو. ساڳي سنوت تي. اٽڪل- قريباً- ڪنهن جي شان وٽان- سَمَ- ساڳئي قسم جو.

● سَرڪي ۽ سَرڪيون: ث. اڳيان، ٻنيان ٽوڙي وِچٽي هڪ جيتري بار سان ڀريل گاڏي. ڪَٽَ جي اِيسَ. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو. کھوڙي.

● سَرِڪياڙِي ۽ سَرِڪياڙِيون (ٽ): ث. ظرف. سراسَرِي.

● سَرڪيلُ ۽ سَرڪيلَ: ذ. سريڪو- هڪ جهڙو. ڀائيچاري- برادري.

● سَرِڪائيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَرڪائڻُ: مصدر. ٻارَڻُ.

● سَرگِرانُ ۽ سَرگِرانَ: ذ. [ف. سر+ گران=ڳرو] خفا- ناراض- ڪشيده خاطر. مغرور- متڪبر. خمار آلوده- مخمور.

- سَرگِراني ۽ سَرگِرانيون: ث. خمار. مٿي جو سورُ. ڪشيدگي- رنجيدگي. غم- افسوس. افسردگيه

● سَرِ گَرْدانُ ع سَرِ گَرْدانَ ؛ ذ. [ف. سر + گردان > گرديدن = ڦرڻُ] حيران - پريشان - ششدر. بتليل - ويچون. گهمندڙ - رولُو.
- سَرِ گَرْدانُ هُئَڻُ: پريشان هئڻ. قربان هئڻ - صدقي هئڻ.

● سَرْگَرَمْ: ذ. [ف. سَر + گرم] جوشائتو - گرم جوش - پرجوش - اتساهي - شوق مند - آچتمي - آچتمائتو - نيهي - سَعيائتو - تکو. چالاڪ. محنتي.
- سَرْگَرْمي ع سَرْگَرْميُون: ث. جوش - اتساهه - شوق - سعيو. خفت - جنون. تيزي - ڪوشش بليغ. آمادگي. چالاڪي. آچتم - آدم. پڙڪي - فَلَڪَ - ڏُنَ.

● سَرْگُذَشْتَ ع سَرْگُذَشْتُونَ ؛ ث. [ف. سَر + گذشت > گذشتن = گذرڻ] اتفاق - قضا - حادثو - سهاس - جوڪي جو ڪم - واقعو - ماجرا. قصو - ڳالهه - آکاڻي - ڪهاڻي - ڪٿا - افسانو - احوال - داستان. جانبازي - وَرِ تانت. ڳالهه - چرتر. پچاڙي - جنم ساکي - جيوني - سوانح عمري.

● سَرْگَس ع سَرْگَسُون: ث. جسماني ڪرتبن جو تماشو. ميڙ - سرگشت - جلوس - سواري - جَبَجَ.
- سَرْگَسْ ڪَيَڻُ ؛ جلوس ڪيڻ - سواري ڪيڻ - جَبَجَ ڪرڻ يا ڪيڻ.

● سَرْگَلَ جو سُورُ: اسم خاص. ڪيرٿر جبل ۾ هڪ لَڪَ جو نالو.

● سَرْگَمْ ع سَرْگَمَ ؛ ذ. [سن. سرگم = ستن سُرن جو لاڙهه چاڙهه] آواز جي ستن پڌن تي سُرَ ۽ لَئي جو آئار ۽ چاڙهه. آواز جي لاهي ۽ چاڙهيءَ جا ست ڏاڪا. راڳ جي ڪروت مثلاً؛ (١) سا (٢) رِي (٣) گَ (٤) مَ (٥) پَ (٦) ڌَ (٧) نِي. جنهن ۾ [(١) سا = سهرج (٢) رِي = رِکَبُ (٣) گَ = گندارُ (٤) مَ = مَڌَمُ (٥) پَ = پنجم (٦) ڌَ = ڌيوتُ (٧) نِي = نکاد].
- سَرْگَمَ سُڻائيڻُ ؛ صلاتون سڻائڻ - ڪُتيُون پڌائڻ. ميڻ يون پڌائڻ.

● سَرْگَڻُ ع سَرْگَڻَ: ذ. صفت. گڻن وارو. شڪل وارو. ساڪار.

● سَرْگوشيِ ع سَرْگوشيُون ؛ ث. [ف. سَر + گوش = ڪن] ڪن جي ڳالهه - سُس ڦُس.
- سَرْگوشيِ ڪَرَڻُ: ڪن ۾ آهستہ آهستہ ڳالهائڻ - آهستہ گفتگو ڪرڻ.

● سَرْگِيرُ ع سَرْگِيرُ ؛ ذ. [ف. سر + گير > گرفتن = وٺڻ - پڪڙڻ] گهوڙن کي ٿيندڙ هڪ بيماريءَ جو قسم - زڪام، نزلي، لِيس، سردي، لڏ (پاڻي پيارڻ سان ٿئي).

● سَرَڳَ ع سَرَڳُون: ث. رسي.
- سَرَڳَ ڪَيَڻُ: آزاد ڪرڻ.
- سَرِ ڳِيِ ع سَرِ ڳِيُون: ث. ڪتي جي ڳچيءَ ۾ پيل رسو.

● سَرَڳَ ع سَرَڳُون (ڪ) ؛ ث. پنهنجي ڦر کي ڏارائي چڏيندڙ چوپائي - سُمُهير.
- سَرَڳَ هُجَڻُ: ڦر تي هجڻ.

● سَرْڳَ ع سَرَڳَ: ذ. [سن. سُوَرْگَ = بهشت] بهشت - سُورڳ - فردوس - جنت. عدن جو بهشتي باغ. فرحت - خوشي - آرام. پَرَمَ آننه. عيش. پي دنيا. آسمان - فَلَڪُ (ذ. صفت). چڱو - خوشبودار. وڻندڙ - اندرلوڪ. (هہ. سَرَگَ).
- سَرْڳَواسُ ع سَرْڳَواسَ: ذ. موت - رحلت - رضا.
- سَرْڳِواسيِ ع سَرْڳِواسيِ: ذ. صفت. بهشتي - جنتي - فردوسي - سؤڳي - سُورڳباشي - جنت ۾ رهندڙ - فردوس مڪاني. مغفور - فوتي - مرحوم - مَتُل. (ث. سَرڳَواسڻ ع سَرْڳَواسڻيُون).
- سَرْڳَواسيِ ٿيَڻُ ؛ انتقال ڪرڻ - مرڻ. بهشت ۾ وڃڻ.
- سَرْڳِيِ ع سَرْڳِيِ ؛ ذ. ث. بهشتي - جنتي - فردوسي - سُورڳي - سَرْڳواسي. آسماني - آڪاسي. فوتي - مَتُل - گذريل. مغفور - مرحوم.

● سَرِ ڳوُ ؛ اسم خاص. تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَرْلُ ع سَرْلَ: ذ. ٢٠ کان ٣٠ مهنن جمي چمار وارو گهوڙو - کيرو - وچيرو - لنڊو ڦَرُ.

● سَرِ لُ ۽ سَرِلَ ؛ ذ. [سن. شُرلَ = ] سرلو- سکيو- سهنجو- سؤکو- سادو- ٻالو پولو- صاف.
- سَرُل زِبانُ ؛ ذ. صفت. ڳالهائڻ جو چٽو- چٽرو- فصيح- زبان جو تکو. تکڙو ڳالهائيندڙ.
● سَرُلاتِ ۽ سَرُلاتُون ؛ ث. بلوچستان جي مشهور ٽڪرين جو نالو.
● سَرُلو ۽ سَرُلا : ذ. [سن. سرنيو+سرلو] هَوا- واءُ- هير- ٿڌي هَوا. هانسي. مينهن- مينهو ڳي- مينهن جي موسم- رُهي وارو وقت- جهڙ- ملارُ. رکو کاڏو (ذ. صفت). جهٽ پَٽ لڌڙ- جلد سٺندڙ- کنن جو تکو- تيزُ. صاف- چٽو- ظاهر- پڌرو. سادو- صاف دِل. سنئون سِڌو. سچو- ايماندارُ. نمک حلالُ- وفادارُ. چٽُ- کُيَڏنکو- الاڙي.
- سَرُلائي ۽ سَرُلائيُون ؛ ث. سادِگيُ. بودِلائي- پورِڙائي- ٻوگهلائي. سؤکائي- سولائي. تکائي- تيزائي- جلدائي. چٽائي (پڌڻ جي).
● سَرُلي ۽ سَرُليُون : ث. کنن جي پاپڙيءَ ۾ قليءَ جهڙي شکل جي پائڻ جو ڳهڻُ.
● سَرُما ؛ ث. (ف) سيارو- سردي جي موسم.
● سيرُمالُ ۽ سيرُمال (ت) : ذ. آٽ تي ٽاڪين کي پڌي قابو ڪرڻ وارو رَسو.
● سَرِماليهي : اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ برهمڻن جي هڪ ذات جو نالو.
● سَرُمائي : ث. سمنڊ جي هڪ مڇيءَ جو قسم. (گور) ۽ (ڪرڳڻ).
● سَرُمايو ۽ سَرُمايا : ذ. [ف. سَرُمايَہ=دولت] ڌَنُ- دولت- پونجي- زر- ملڪيت. سور- اصل زر- موڙي. فند.
- سَرُمايَہ دارُ ۽ سَرُمايَہ دارَ : ذ. ملڪيت وارو- دنيادارُ- دولتمند.
● سَرمَدُ : ذ. صفت. [ع. سَرَمَدُ=بقادارُ] دائم- قائم- هميشه- پيوستہ- رهڻ وارو- دائمي- غيرفاني. قادرِ لايزالُ- جنهن جي ابتدا انتها نہ هجي. خدا تعاليٰ. سَرميل- سردارُ. دهليءَ جي هڪ مجذوب ولي الله جو تخلص يا لقب.

● سَرُمَسُتُ ۽ سَرُمَسُتَ ؛ ذ. [ف. سر+مست] متوالو. مدهوش- مخمور- لشي ۾ چور- بدمست. اسم خاص. سنڌ جي هڪ صوفي شاعر "سچل" جو لقب.
● سَرُمَنُڊَلُ ۽ سَرُمَنُڊَلَ ؛ ذ. هڪ ساز جو قسم- مورچنگ- وات چنگ. سَو تارن وارو هڪ ساز (هہ. سَرُمَنُڊَلُ).
"سَرُ مَنُڊَلُ جي ساز منجهان سانڊو چا سمجهي".
● سُرُمو ۽ سُرُما ؛ ذ. اکين ۾ پائڻ جو ڪاري رنگ جو هڪ پٿر- سوٻرو- الجن.
"سرمون سياهي جو رلن کي رهاءِ"
(شاهہ).
(ذ. صفت). سنهون- باريک. اڇي چانديءَ جو سنهيون پوريون اڙهيُون- مقيش- مُکو (هہ. سَلما). وارَ جي لوکَ جيترو- تمام ٿورڙو- ذرڙو.
- سُرُمائي ۽ سُرُمائي : ث. ذ. صفت. سُرُمي جي رنگ جهڙو- پُورپهڙو- ڏَوَنرَسيرو- کَکيرو- اکيڙو.
- سُرُمہ تَسُخيرُ : سرمو قابو ڪَرَڻُ وارو.
- سُرُمو پائِڻُ : اکين ۾ سُرُمو وجهڻ. اکيون پڌڻ- چِتَنُ- نِکڻ- ڏَهيُ ڏِيَڻُ.
- سُرُمگينُ : ف. سرمو پيل- سُرمي وارو- ڪَجلو.
- سُرُمو ڪارو : ٽڪر جي ڪاٺين سان ڪاري رنگ تي چمڪندڙ پٿر سان ٺهيل سُرُمو.
- سُرمُو ڪَرَڻُ : پيهڻ- زبون ڪرڻ- ناس ڪرڻ.
- سُرِمُو وِجهَڻُ ؛ گمراهہ ڪرڻ- انڌو ڪرڻ. چالاڪي ڪرڻ.
- سُرِميداني ۽ سُرُميدانيُون : ث. سُرُمي وجهي رکڻ جي شئي- آلڙو.
- سُرُميدائي ۽ سُرميدَئيُون : ث. سُرُميدالي.
● سَرُمورائي : اسم خاص. پٺاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو.
● سَرمورو ۽ سَرمورا : ذ. صفت. مور جي آڇيءَ جهڙي ڳچيءَ سان.

"باروچا پيا گهڻا، منهنجو ساڄن سَر مورو"
(مبارڪ).

● سَرمهيلُ ۽ سَرمهيلَ: ذ. سردار-اڳوان-منهندار.

● سَرَنْ: اسم خاص. هاڙهي جبل (بلوچستان) جي پاڙ وٽ هنگلاج غار ويجهو چند ننڍين غارن جو نالو، هندن جي عقيدي مطابق هڪ ديويءَ جي تلاءَ جو هنڌُ، عقيد تا. و هنجڻ جي جاءِ.

● سَرَنِ: ث. [سن. شَرَڻَ = پناهه] پناهه - اجهو - آسرو - اوٽ - آسري جي جاءِ - پناهه جي جاءِ. شامَ. حفاظت - بچاءُ - رکيا - پنارو - آڙَ. حمايت - جَهلو (ظرف). حوالي - آسري.

- سَرَنِ ۾ آچڻُ: ڪنهن جي پناهه ۾ وڃڻ - اجهو وٺڻ - بچاءُ وٺڻ - پناري پوڻ.

- سَرَناگَتَ ۽ سَرَناگتُون: ث. [سن. سرڻ + آگت = آيل] سامَ - اَجهو - پنارو - دامن.

- سَرَناگَتُ ۽ سَرناگَتَ: ذ. سام پيل - اجهي ۾ آيل - پناهگير - شرنارٿي.

- سَرَنِ دَرياءَ: ظرف. درياه داخل - درياه حوالي - درياه جي اندر.

● سُرِنِ: ث. [سن. سُمرتي = ياد گيري] هوش - يادگيري - خبرداري.

● سَرِنامو ۽ سَرِناما: [ف. سَر + نام = لکت] خطَ جي مٿان لکيلُ پتو - ائڊريس. نالو - اسم. پارپتو - نشان - ڏَسُ، خطابُ - لقب. عنوان. مٿو - مهڙ. فهرست.

● سَرْناءِ ۽ سَرْنايُون: ث. سُونٽَرَ جي نالَ.

● سَرْنائيُ ۽ سَرْنائيُون: ث. [سن. سُوَنُ = آواز ڪرڻ] توتاريءَ جو هڪ قسم - شهنائي - توتاري - شرناءِ. لڙ- بانسري. مُرلي. تُري.

- سَرْنايو ۽ سَرْنايا: ذ. صفت. توتاريءَ وارو - شرنائي، شرناءِ وَڄائيندڙ.

● سَرِنجيڙِي: اسم خاص. تعلقي جوهي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَرَنْدُ ۽ سَرَنْدَ: ذ. پُڄَتُ وارو - پڄندي وارو - سرلدي وارو. ملڪيت وارو - پئسي وارو - شاهوڪارُ. آميرُ.

- سَرَنْدُو ۽ سَرَنْدَڙَ: ذ. شاهوڪارُ - دنيادارُ.

- سَرَنْدَنا ۽ سَرَنْدِناڻون: ث. طاقت - سگهه.

- سَرَنْدناتُ ۽ سَرَنْدِناتَ: ذ. شاهوڪارُ - پڄندي وارو.

- سَرَنْدِي ۽ سَرَنْدِيُون: ث. هُوندَ - آسودگي. وَسُ - پُڄندي - هلندي. وسيلو - ذريعو - اُپاءُ. سمرٿي - لياقت - لائقي. فوقيت. جمعيت. وسعت. اختياري.

- سَرَنْدِياتُ ۽ سَرَنْدِياتَ: ذ. پڄندي وارو. ملڪيت وارو - هوندي سرندي وارو.

- سَرَنْدِيارُ ۽ سَرَنْدِيار (ل): ذ. شاهوڪار. پڄندي وارو - هلندي وارو.

- سَرَنْدِيءَ وارو ۽ سَرَنْدِيءَ وارا: ذ. صفت. هوند وارو - وَسَعتمندُ - سرلدو. فوقيت وارو. جمعيت وارو. پڄندي وارو - هلنديءَ وارو. وسيلي وارو - اپاءَ وارو.

- سَرَنْدِيُون ڪَرَڻُ: پنهنجي مرضي موجب هلڻ. ٻئي جو لحاظ نه رکڻ.

● سُرَنْدائيُ: اسم خاص. آسٽريليا جي هڪ عجيب پکيءَ جو نالو، قد ننڍو ڪڪڙ جيڏو، رنگ پورو يا خاڪي، ڳچي، ڪنڀ، پُڇ ڳاڙهو يا ڪهنبو.

● سَرَنْدِ ڳِنڍِ ۽ سَرَنْدِ ڳنڍِيُون: ث. بيماريءَ جو هڪ قسم - ننڍي ڳوپ.

● سُرَنْدو ۽ سُرَنْدا: [سن. سُوَرَه = آواز] هڪ قسم جو گهڻين تندن وارو ساز. ولائتي سارنگي. چؤتارو.

- سُرَنْدائيُ ۽ سُرَنْدائِيُ: ذ. سُرلدو وڄائيندڙ. جنتر نوازُ.

- سُرَنْدو وَڄائڻُ: ريهڻ - ريبڻ. هدايت ڪرڻ - چوَڻُ - آکڻ. آزيون نيزاريون ڪرڻ.

● سِرِنگِ ۽ سِرِنگُون (ٿ): ث. [سن. سُرلگا =] وينبي ۾ پيل موتين جي قطارَ.

● سُرِنگَ ۽ سُرَنگُون: ث. [سن. سرلگا = ] نقب - سوراخ - ٽنگ.

● سُرَنڱ ج سُرَنڱ: ذ. صفت. [سن. سُ = سٺو + ف. رنگ] سٺي رنگ وارو- سُرخ رنگ وارو.
● سَرَنڱارُ ج سرَنڱارَ (ٿ): ذ. سينگارُ.
● سَرِنيڱون: ذ. [ف. سَر+ نگون = مٿو يل] شرمنده- خجل. آبتو.
● سِرِنڱهہ ج سَرِنڱهون: ث. [سن. سُرَنڱا=چُرَ] زمين جي اندر کوٽيل چُرَ- غار- کنڌ- چُرَ- وڏو ڏرُ- ڪُرُ- رُکهہ- ڏورو- جبل اندر پيچرو- بهرو- ڳجهو رستو- چور رستو- غفا- لَنبُورُ- بُخارو. کاٽ. کاڻ. ٽڪر ٽاڪڻ جي لوهي سيخ- چنجور. لانگ جو هڪ قسم، چِتَ ڪري، ۽ سنهي، تکو هلندڙ. (هہ. سيرنگ).
- سِرِنڱهہ ڪَرَڻُ: چُرَ کوٽڻ- زير زمين رستو ٺاهڻ. ڀاڙ کاٽڻ. اکوڙڻ- ڀاڙ پٽڻ- بيخ ڪڍڻ. جَڙَ ڪڍڻ. اندران ئي اندران کاٽ هڻڻ. منصوبو سِٽڻ.
- سِرِنڱهہ هَڻڻُ: زمين اندران رستو ٺاهڻ- کوٽڻ. بغاوت ڪرڻ.
- سُرِنڱهيڙو ج سُرنڱهيڙا: ذ. سنهو سوراخ- ٽنگ.
● سِرِنڱهو ج سِرِنڱها: ذ. ٿر ملڪ ۾ هڪ قسم جو وڻُ.
● سُرَنڱو ج سَرَنڱا: ذ. صفت. چٽي آواز وارو.
= سَرُليواهُ: اسم خاص. تعلقي ڪنڊ ڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● سَرِنوِشتَ ج سَرِنوِشتون: ث. [ف. سَر+ نوشت > نوشتن = لکڻ] نصيب- ليکيو- قسمت- تقدير- ڀاڳ- قضا- انگ.
● سَرَنهہ ج سَرَنهہ: ذ. جبل جو هڪ جانور.
● سِرنهہ: ث. [سن. شرِيش يا سر شپ=] هڪ تيلي ٻج جو قسم. هڪ قسم جي ٻوڪ.
● سَرِنهڻ ج سَرِنهڻون: ذ. هڪ قسم جو وڻ- سَرِنهڻ.

● سُرُنهڻُ ج سُرُنهڻ: ذ. ميخ- ڪِلي.
● سَرَڻِ ج سَرَڻون (ٿ): ث. [سن. شَرَڻ] پناهہ جي جاءِ- بچاءُ جي جاءِ- دارالامان. پناهہ- آسرو- ڀروسو- تڪيو. (ظرف). وَسِ- دامن- ذِمي.
- سرڻ ڏائِڻُ: امانت ۾ ڏيڻ- اجهي ۾ ڏيڻ- پناهہ ۾ ڏيڻ- حوالي ڪرڻ (پرٺائڻ).
- سَرَڻِ هوَڻُ: سام پوڻ- اجهو وٺڻ.
- سَرِڻِ وَٺَڻُ: پناهہ وٺڻ- آسرو وٺڻ.
- سَرِڻِي ج سَرِڻِيون: ث. امانت- اجهو- اوٽ- پناهہ.
- سَرِڻِيو ج سَرِڻِيا: ذ. صفت. پيش پوندڙ- پناهہ وٺندڙ.
● سَرَڻُ: مصدر. [سن. سرڻ] تيار هئڻ يا ٿيڻ- راس ٿيڻ- سِڌِ ٿيڻ- پورو ٿيڻ- سمپورن ٿيڻ. ختم ٿيل. انتظام رکڻ- ڪم نبِڙڻ. سَتُ چڙڻ. جڳائڻ. آپڙڻ- پيدا ٿيڻ. گذارو ٿيڻ.
"منهنجي ڪانہ سري ٿي هوت ٻنان".
ملڻ- حاصل ٿيڻ.
● سِرَڻِ ج سِرَڻون > سِرَڻِيون: ث. پکيءَ جو هڪ قسم- هِلِ (ت)- چِيلِ.
● سُرڻُ: مصدر. [سن. سِر = چُرڻ] چُرڻ- وڏڻ- سرکڻ. کسڪڻ- گِسڪڻ- تِرڪڻ- رسڪڻ. اڳتي وڌڻ. ريڙهيون پائڻ- ٻانبڙا ڏيڻ- گِسرڻ. هري هري خارش ٿيڻ- سُرسُر ٿيڻ. استدعا ڪرڻ. هٿڻ.
- سُرُنڌو ج سُرُنڌا: ذ. سرلندڙ- چرندڙ. هڪ قسم جو جيت- ڪينهو. سرلدڙ ساهوارو. خارش- ڪِرنهن- ڪِرسِرو- سُرسُر. سيساندڙي. چمڙي سُجي پوڻ جي هڪ بيماري.
● سُرَڻِ واءُ: ذ. آڳ جي چيلهہ سڪي وڃڻ جي هڪ بيماري. گهوڙي جي هڪ بيماري- چيلهہ جي ڪمزوريءَ سبب چيلهہ ڏڪائڻ. (نالي جو سبب: سرڻ پکي ساري، ڳوٺريءَ ۾ وجهي، ڏهن سيرن پاڻيءَ ۾ ٺهڪائي، جڏهن باقي ٽي پاءُ پاڻي بچي تڏهن پاڻي موافق پاڇريءَ

جو اٺو مَلي گهوڙي کي ڪارائبو. پ. يا ٽي سرڏيون ڪارائيون).

● سَرُڏيي ۽ سَرُڏيون (ل): ث. گهر جي منهي ڪاٺي - ٽِنٽِيَ. مقرري.

● سَرُوَ: ذ. صفت. [سن. سَرَوُ>سَرَبُ = سڀ] سڀ - ڪل - سڄوئي - مڙيوئي - سارو - جملہ - سَمَنُدو - هر هڪ - سمورو. واڌو - زياده - سرس - اجهان ٻـ - گهڻو - وڏيڪ.

- سَرُوَ پِوميي ۽ سَرُوَ پُوميي: ذ. صفت. ڪائنات جو - ساريءَ جو - سڀ جو - عام - عالمگير - سَرُوَ پوسَڪُ - سَرُوَ ديسِي - سَرُوَ ساڌارڻ - سَرُوَ گَتَ. سڄو - سمورو - سارو - جملہ - وِشو - ڪشاده خيال - بي تعصب.

- سَرُوس: صفت. سڀکي - گهڻو - زياده - وڌيڪ - سَرُوَلس.

- سَرُوَساڌارڻُ: سڄو - سارو جملہ - سمورو - ڪُل.

- سَرُوَسَرَ ۽ سَرُوَسَرَ: ذ. صفت. سڄوئي - سمورو - ڪل - تمام - سَڀُ - سَڀوئي - سَمَنُدو. (ظرف). بلڪل - پٽيءَ - مور - لپٽ - اصل.

- سَرُوَسَڪتِيوانُ: ذ. صفت. [سن. سَرُو + شڪتي = طاقت] سڀ کان طاقت وَرُ - قادِرُ مُطلق - خدا تعاليٰ - ڌڻي - رب - الله تعاليٰ.

- سَرُوَسَڪتِيوانُ: سڀني تي طاقت مند - خدا تعاليٰ.

- سَرُوَگِرُ: ذ. [سن. سَرُو + گر = ڄاڻڻ] ڄاڻهار - عالم مطلق - هَمَہَ دانُ.

- سَرُوَسَگهتِيوانُ: ذ. سَرُوَسَڪتِيوانُ.

- سَرُوَمَئيي: ذ. صفت. عالمگير - ڪائنات جو - ساريءَ وِسَ جو - سڀَ جو - عامُ - پُومَڪُ - سرو ديسي - سَرُوَ ساڌارڻ.

- سَرُوَ وِياپِي: ذ. صفت. هر هنڌ حاضر ناظر - هر جاءِ حاضر. هر شيءِ ۾ سمايل.

● سَرُوُ ۽ سَرُوُ (ل): ذ. [سن. سرڪه = شراب] شراب جو هڪ قسم - شراب.

"سيسيُ سڀ گهرن جي واڇيندڙ وچ ۾،
آو ڪي پيو پڇن، سَرُوُ جن سنباهيو"
(شاهہ).

نشو - ڪيف - خمار. پيالو - قدح. سُرُڪَ - ڍُڪُ. شوق. محبت - سِڪ. رستو. نشان. مٿو. قافلو - لڏو.

- سَرُوُ سَنباهڻُ: شرابُ تيار ڪرڻ - دارون چڪائڻ.

● سَرُوُ ۽ سَرُوَ: ذ. هڪ ڏِگهي، سِڌي ۽ سهڻي وڻ جو نالو.

- سَرُوَ قَدُ: صفت. ظرف. ڏِگهي ۽ سڌي قد وارو - قداوَرُ - خوش قامت.

● سَرَوُ: ث. هڪ موسم جو نالو - خزان.

● سِرو ۽ سِرا: ذ. [سن. شِيرَشُ. ف. سَر = مٿو] مٿيون پاسو. مٿو - سِسِيُ. وهاڻو - تڪيو - سِراڻو. شروع - ابتدا - اول - آغاز - مُنڍ. ڇيڙو - حد - پڇاڙي - انتها. رقمن جي جوڙ لکڻ جو هنڌ. (اسم خاص). سنڌ جي اترئين پاڱي جو نالو.

- سِري وار: ڏکڻ سري شهر واري جبل جو نالو.

● سِروُ: ڪاٺي - بالس جي منهي ڇيت.

● سُرُو ۽ سُرا: ذ. ڄيت جو هڪ قسم، ان، ڪاٺي وغيره کي ڪائيندڙ - گهڻُ. ڄيتن جو ڪاڏل يا ڇپاڙيل اناج وغيره. (ذ. صفت). جلدي وڌندڙ. (ضد. ڪُرو). ڄاڻ - واقفيت.

- سُرو ڏِيَڻُ: خبر ڏيڻ - واقف ڪرڻ.

● سَرُواڳَ ۽ سَرُواڳُون: ث. [ف. سَر + واڳ = رسو] گهوڙي جي مٿي کان وري ايندڙ رَسِيُ - دَهاڻي واري رَسِيُ.

- سَرُواڳَ ڪاهڻُ: واڳ کان وٺي گهوڙي کي ڪاهي هلڻ.

● سَرُوانيُ: اسم خاص. بروهين جو هڪ قبيلو. قلات جي اتر طرف سراوان ۾ رهندڙ.

● سَروانَ: اسم خاص. ڪاري ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات.

● سَروانُ ۽ سَرُوانَ: ذ. [ف. ساربان = سُوارُ] اڳوان - اڳوان - نَر هَرَ - مهندارُ - قافلہ ڌڻي - ساروان - جَتُ (ڪ) هرڻ.

● سَرُوائِيءُ: اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو، رستمائين جي شاخَ.

● سَرُواهُ ۽ سَرُواهَ: ذ. قربان.

"ساهہ سِر سَرُواهَ سائين آءُ ڪريان توتان ليشار" (سالڪي).

● سرُواهِيءُ ۽ سَرُواهِيُون: ث. سڌي منهن واري تلوار- تلوار- شمشير- صمصام. ظرف. [سن. سَرُو=سڀ] رواجي- معمولي- عام- اهڙو جهڙو- پورو پنو. سادارڻ. ريل ڇيل- عام جام. (اسم خاص). مارواڙ رياست ۾ ابو جبل کان ٿيهہ ڪوهہ مفاصلہ تي هڪ ڳوٺ جو نالو.

● سَرُوائِيءُ ۽ سَرُوائِيُون: ث. تلوار جو هڪ قسم، پنهي پاسن کان وهندڙ ٻهلي واري.

● سَروبَدرِ: ث. مثاستا- وٽو. وارڦير. اٿل پٿل. عيوض- بَدو- سَٽو.

● سَرُوتو ۽ سَرُوتا (ث): ذ. صفت. [سن. شُروتا<شُروَ= ٻڌڻ] ٻڌ لدڙ- سُڻندڙ- سامع مجلس.

● سَروتُ ۽ سَروتَ (ل): ذ. صفت. سخت- سوٽُ.

● سِروتِ: ث. [سن. شلا=سِرَ] سِرون- لوٽا وغيره. سِرو ساهنڪو.

"جو ورلهہ وِهائي سو سِرَوتِ"
(شاهہ).

● سُرُوتَ ۽ سُرُوتُون: ث. مضبوط ڪاني. ڪمائتي ڪالي.

● سِروٽو ۽ سِروٽا: ذ. [سن. شِلا=سِرَ] سِرَ جو ٽڪر- جِنڊُ- ڦوڙُ.

● سِروٽِيءُ ۽ سِروٽِيُون: ث. درياهہ ۾ وڏي پاڻي جي ڪُنَ مٿان پاڻيءَ جو گولُ چڪَرُ- اولهي هتڏ وهندڙ پاڻيءَ جو لينڪهہَ.

● سُرُوپُ ۽ سُرُوپَ: ذ. صفت. [سن. سروپ. سَ+سان+رُوپُ=شڪل] چهرو- مهانڊو- روءِ- منهن جو پنو. ڏيک- شڪل- روپ- صورت. ڍَولُ- آڪارُ- لمولو. حالت. درجو. [سن. سُرُوپُ: سُ=سٺو+روپُ=شڪل] حسين- سهڻو- شڪيل- جميل- من مهڻو- خوبصورت- سندر- خوشرنگ. پرماتما- ڌڻي تعاليٰ. (ظرف). برابر- مثل- سَمان. [سن. سُوَ=پاڻ+روپ= شڪل] پاڻ سڃاڻڻ جو ڪم- خود شناسيءُ.

● سَرُوپا ۽ سَرُوپائُون: ث. [ف. سَر+پا= مٿي کان پيرن تائين] خلعت- عزت جي پوشاڪ- مرتبي جو وڳو، ليباسُ.

● سُرُوجُ ۽ سُرُوجَ: ذ. [ف. سرود=آواز] سرود. آوازُ. ڳالهائڻ جو نمونو يا ڍنگ. سُرُ. وضع- طرز. صدا. الحان- هاڪَ- پڙلاءُ- تنوار- ٻولي- ڪوڪَ. ڪَلو. واڪ- واڻي. حڪم- فرمان- ارشاد.

● سَروجُ ۽ سَروجَ: ذ. [سن. سروجُ= ] پاڻي ۾ پيدا ٿيل ڏانڊي- پاڻيءَ ۾ چاول پڻ جو ڦل. نيلو ڦر.

● سِروجهيءُ ۽ سِروجهيُون: ث. آٽَ جو هڪ منج، اندران ڳوڻ ۽ ٻاهران ٽپڙ سوتلي سان ڳنڍيل.

● سُرُودُ ۽ سُرُودَ: ذ. ساز جو هڪ قسم- سُرلدو. ستار. سر منڊل. بين- باجو- واڄو. ڳانو- راڳ- نغمو- لات- گيتُ- ڳيتُ. بيتُ- شعر. سُر- مٺو آوازُ- ترالو- آلاپ. ڳائڻ وڄائڻ. ڳالهہ- سخن.

- سُرُودُ آميزُ: ذ. صفت. مٺو- سريلو- وڻندڙ- موهيندڙ.

- سُرُودِيءُ ۽ سُرُودِيءُ: ذ. سُرود وَڄائيندڙ- سُرندائي. منگتو.

● سَرُور: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَرُورُ ۽ سَرُورُ: ذ. سردار- سرڪردو- اڳواڻ- مهندارُ- پيشوا- وڏو- پرڌانُ. حاڪم- دِڳيدارُ. ليڊر. ڏڙو. هادي- رهبر. بادشاهہ. امير. حضورجن جو لقب. (سَخِيءُ سَرُورُ: ديري غازي خان جي اولهہ وارن جبلن ۾ بلوچن جو هڪ مشهور پير).

- سَرُورَ جو سَڏُ: ڪنهن آميد پوري ٿيڻ تي سَرُورَ جي ياد ۾ ڪوٺايل پاڙي جي ماين جو ميڙُ.

- سَرُوَرِ ڪائِناتُ؛ ذ. سردارِ عالم - حضرت رسول ڪريم صلعم جن جو لقب.
- سَرُوَرُ ڪَرَڻُ: شادي يا ڪنهن مراد پوري جي موقعي تي ميندي پسائي سونڻ ڪرڻ. ڳهوٽ جي ماءُ يا وڏيءَ طرفان ڳچيءَ ۾ ڪپڙو پائي ٻيهڻ ۽ ٻين عورتن طرفان پير سَرور جي شان ۾ سهرن ڳائڻ جي رسم ادا ڪرڻ - هڪ مشرڪانه بدعت پوري ڪرڻ.
- سَرُوَرِيُ ۽ سَرُوَرِيُون: ث. سرداري - مهنداري.

● سُرُوُرُ ۽ سُرُوُرَ: ذ. (ع). خوشي - فرحت - راحت - لذت - مزو - لطف - موج - حَظُ - جشن - آنند - هَرَشُ. هلڪو نشو - ڪيف - خمار. وندر. ذوق. شادي.

● سِرِوِرِ ۽ سِرِوِرِيُون (ل)؛ ث. ڪيهه - ڪپيسَر - ڪاڌو - ڊِڍِلَ - ڄَاهائي - سِيلَ - ڪيسر - سستي - ڪيهِلَ. مشغولي - لنڊو ڪم - خسيس ڪم. اجائي وقت وڃائڻ واري حالت.
- سِرِوِرِ ڪَرَڻُ: خسيس يا معمولي ڪم يا ڳالهه ۾ وقت وڃائڻ.

● سِرِوِرُو ۽ سِرِوِرا (ل): ذ. جانور جي اوجهريءَ جو هڪ حصو - اوجهريءَ جي ٿوهي.

● سَرُوَرِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سِروِڙُو: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَروُزُ ۽ سَروُزَ؛ ذ. [ف. سُرود = ساز] سُرود - ساز.

● سَرِوِسُ ۽ سَرِوِسُون؛ ث. [انگ. Service] ملازمت - نوڪري - خدمت.
- سَرُوِسُ بُڪُ ۽ سَرُوِسُ بُڪَ: ذ. نوڪريءَ جو ڪتابُ موڪل ۽ اضافو وغيره ڏيکاريندڙ.

● سَروُڪارُ: ظرف. (ف). واسطو - مطلب. تعلق - لاڳاپو - ميل ميلاپ - ڪم - معاملو.
- سَروُڪارُ رَکَڻُ؛ مطلب رکڻ - غرض رکڻ - واسطو رکڻ - لاڳاپو رکڻ. دوستي رکڻ.

● سَرُوَمَنِيُ ۽ سَرُوَمَنِيُ؛ ذ. [سن. شروَمَنهه = اڳوان] مهندار - اڳواڻ - پيشوا سردار - رئيس. ڏڙو. هادي - رهبر. مکي. وڏو - پرڌان. حاڪم. ڊِگهيدارُ.

● سَرُوَنُ ۽ سَرُوَنَ؛ ذ. ڪَنُ. پُڏ ڏٽي - سُڻِي.

● سِروُنُ؛ ذ. ٿورو سٽ ڳنڍيل.

● سَروُنَ ۽ سَرُونُون: ث. صفت. طاقت واري - وڏ ڏڙ.

● سَرُونُدُ ۽ سَرُونُدَ: ذ. اميدوار.

● سَرُونُبُ ۽ سَرُونُبَ؛ ذ. رلبي جو مٿو.

● سَروُنُڪو ۽ سَروُنُڪا (ث)؛ ذ. سهڻو - وڻندڙ.

● سَروُنُئو ۽ سَروُنُئا (ث): ذ. چٽو واچو.

● سَروُنُو ۽ سَروُنَا (ث)؛ ذ. ڳالهائيندڙ - آلاڻو - وَڪيتا. تقرير ڪندڙ - وياڪيائي - مقرر. پڙهندڙ.

● سَروُنُو ۽ سَروُنُا (ث)؛ ذ. صفت. لوڻ وارو (کاڌو) - سلونو.

● سِروُنِيُ ۽ سِروُنِيُون (ث)؛ ث. شاديءَ جو پيغام.

● سَرُوُوَرَ (ث): ظرف. برابر - هڪ جيترو.

● سَرُوُوَرُ ۽ سَرُوُوَرَ (ث)؛ [سن. سرس = تلاءُ] تلاءُ - تلادي - تالڪي. ڍِليه. حوض - ڇهڇو - ڪانتو.
- سَرُوُوَرِيُ (ث)؛ ذ. تلاءُ.

● سَروُهيِ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سِروُهِيُ: اسم خاص. تعلقي گمبٽ (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَروُنُو ۽ سَروُنَا (ث)؛ ذ. مَٽ مان پائي پرڻ لاءِ ڏار ڪڍون - ڏونڪهو. شاديءَ جو سچو ڪم.

● سَرُوِيُ؛ ث. [انگ. Survey = جاچڻ] پٽيءَ جي ماپ.

● سَروِيپرُ ۽ سَرُوِيپرَ: ذ. [انگ ] پيمائش ڪندڙ. پبلڪ ورڪس کاتي جو ننڍيو عملدارُ.

● سَرِهَہ: ذ. [سن. سرشپ=سَر هَہ] ربيع ۾ ٿيندڙ فصل ۽ تيلي ٻج. ٻي رباڻي-سچ-سچائي. همدردي-پريت.

● سَرِهُہ ۽ سَرِهَہ: ذ. [ف. سرشن= ] هڪ ڦاڙهي جو قسم، جنهنجو پتو دوا طور ڪم ايندڙ.

● سِرِهُہ ۽ سِرِهَہ: ذ. وڻ جو هڪ قسم-سَرِيُنهَنُ.

● سَرُها: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سُرُهاتُ ۽ سُرُهاتَ (ل): ذ. ماڪوڙي يا جيت جو سُرُڪاتُ. خارش-سُرڙاتُ-سرڪو. سُسُ ڦُسُ-ڪن جي ڳالهه.

● سَرِهارِيُ: اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَرُهاڙو ۽ سِرِهاڙ: ذ. ڀڪي ڊوڙ-ميدان.

● سَرُهالُ ۽ سَرُهالَ (ل): ذ. [سن. سَهَرش؛ سَ=سان+هرش=خوشي] تندرست-سَدُرُ-عمر ۾ وڏو.

● سَرِهاموٺ: اسم خاص. هڪ قسم جو گاهه.

● سَرُهاٺو ۽ سَرُهاٺا: ذ. صفت. ڍڪيل-پوشيده.

- سَرهاٺو پيرُ ۽ سَرُهاٺا پيرَ: ذ. ڍڪيل يا جُتيءَ ۾ پيل پيرُ.

● سَرُهائيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَرُهَلُ: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَرُهَلَ ۽ سَرُهَلُونُ: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● سَرَهَنُ ۽ سَرَهَنُ: ذ. ڦاڙهي جو هڪ قسم-حلال جانور جو هڪ قسم.

● سَرِهَنُ: ث. [سن. سرشپ = سرنهه] هڪ قسم جي تيلي ٻج واري ٻوٽي. هڪ تيلي ٻجُ.

- سَرِهَنُ جيترا داڻا ڪَرَڻُ: سنها ذرا ڪرڻ. سخت تڪليف ڏيڻ.

● سَرَهَنُ: ظرف. غالباً-سَچُ.

● سَرهَنْدِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو-امام احمد رباني سرهندي جو اولاد.

● سَرُهَنگُ ۽ سَرُهَنگَ: ذ. فوج جو آفيسر-ڪپتان. ڪوتارُ. نگهبان. بهادر-پهلوان-شجاع.

● سَرُهَڻُ: مصدر. چالڪڻ-حفاظت ڪرڻ.

● سِرَهَڻُ: مصدر. بند ڪرڻ-پورڻ-پوتڻ. محڪم وڻڻ. هڻڻ-ٻري ٽيڻ-سُرَڻُ-سِرَڻُ-چرپر ڪرڻ.

- سِرُهيُ وِيهَڻُ: سنڀالي ويهڻ-پاسو ڪري وِهَڻُ.

● سُرُهَنُو ۽ سُرُهڻا: ذ. سرنڊڙ جيت (وڇون، نانگ وغيره). سُرُڏو. هڪ قسم جي بيماري.

● سَرُهو ۽ سَرُها: ذ. صفت. [سن. سهرش: سَ=سان+هَرشَ=خوشي] خوش-اهال-پرسن-ممنون-راضي. آسودو-سُکي. پرپيل-رِيُجهيلُ-آچَڪُ، بختاوَرُ. تازو. (اسم خاص). مَرد جو نالو. جهنگ جو هڪ جانور.

- سَرهائيُ ۽ سَرهائيُونُ: ث. خوشي-راحت-جَشَنُ-مَوجَ. لطف-فرحت-لذت-مزو. پوڳ-بِلاسُ. وندر. ذوق. تازگي. چڱيلائي.

- سَرُهيجَڻُ: خوش ٿيڻُ.

● سِرُهو ۽ سِرها: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم-ڪَنڊرُ مڇي، تورَ هڪ آڱر ٿائين، رنگ اڇو، پوٽ موڪرو، پڇڙي سنهي.

● سُرَهو ۽ سُرَها: ذ. صفت. [سن. سُرَڀ= خوشبوءِ] خوشبودارُ-سُگَنڌُ-سڳنڌيو. وڻندڙ.

"مونکي مور نہ وسريا سُرها وڻ سندن"

(اشرف).

سٺو. پختو. آٿر وارو. (ذ). عطر-عنبر-تيل ڦليل-خوشبوءِ وغيره.

"گَهرَ مَهارا گهوريا، سُرها مون نہ سُهاءِ"

(شاهه).

پاڻيءَ تي ٿيندڙ هڪ ٻوٽيءَ جو قسم.

- سُرَهاڻِ ۽ سُرَهاڻُون: ث. خوشبوءِ-سُرهائي-مَهڪ-ٻهڪارُ-سُگنڌ-واسُ. عطر-ڦليل.

- سَرَ هائِي ۽ سَرَ هائِيُون: ث. سَرَ هاڻِ - خوشبوءِ.
- سَرَ هائِي ۽ سَرَ هائِيُون: ث. سَرَ هاڻِ - هُگاءُ. خوشبوءِ - سُگند.
- سَرَ هو ڪَرَڻُ: خوشبوءِ دار بنائڻ. ڪنهن جو ڪفن دفن ڪرڻ.
- سَرَ هِيِ ۽ سَرَ هِيُون: ث. صفت. خوشبوءِ واري. (ث). خوشي. فائدو.
- سَرَ هِيِ جِيرِي: هڪ خوشبوءِ دار مصالح ۽ ٻج جو قسم. هڪ ٻساڪو وکر.
- سَرَ هِيِ ڪَرَڻُ: چڱي ڪرڻ - اعتبار جوڳو ڪم ڪرڻ.
- سَرَ هِيِ مَرُ: دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻساڪو وکر.
- سَرَ هِيو ۽ سَرَ هِيا (ل): ذ. صفت. سُرهو - خوشبوءِ دار. مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم. (جا اڪثر پاڻيءَ ۾ ٽپي ڦڙڪندي، جن مڇيءَ جو چڳل، جنهن مان ميربحرن کي خبر پوندي ته هت مڇي آهي).
- سَرِ هُون (ل): ث. چيتو. واڇي جو آواز.
- سَرِ هِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- سَرَ هِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- سَرَ هِيارِي: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- سَرَ هِيالُ ۽ سَرَ هِيالَ: (ڪ): ذ. صفت. وڏو.
- سَرَ هِيَلُ ۽ سَرَ هِيَلَ: ذ. وڻ جو هڪ قسم - سُرنهَن.
- سِرِ هِيو ۽ سِرِ هِيا: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم، چيلر ڪارڙا، ست پَرَ يا ڪَنڊا، وات لنڊڙو، قد انچ ڪان ڦوٽ تاءِ.
- سَرَ هِيو ۽ سَرَ هِيا: ذ. [سن. سُرڀ] عطر وڪڻندڙ - عطار. سڳيون ۽ اگربتيون ٺاهيندڙ - سَرَ هو - مرهياڙي.
- سَرَ ءُ: اسم خاص. [سن. شَرَد = سَرءُ] سال جي ڇهن مُندن مان هڪ مُند جو نالو - خزان.
- سَرَ ءُ جو تَپُ: ذ. مليريا جي بيماري - موسمي بخار - مڇرن کان آيل تَپُ.
- سَرِي: حرف جر. کان سواءِ.

"ڪانڌ هلندي ڪيچ ڏي، ساهيڙين سَرِي."

- سَرِي ۽ سَرِيُون: ث. [سن. سرا] لڙهي - مالها - تسبيح.

"سائي شال ڪاهن ۾،
سامي سون سَرِي"
(شاهه).

گهوڙي جي ڪنڌ وٽان پٽڻ لاءِ چمڙي جو ٽُڪر - سَرَ واڳي. نارَ جو هڪ عضوو - ٽنهين ملائڻ لاءِ انهن کي لڳل ڪاٺ جي ڪِلي. ٻيڙي جي پاڇل جي اڳين پاسي ۾ اٽڪل ڪاٺي. پاڻيءَ جي ڪَسي. زالن جي مٿي جو ڪوڙو - پوتي - چُني - لنڊڙو بوچڻ - رئو. مڙهي جو وچ - ڪاٺي. وڻن جي قطار. ڪڇيءَ جي گوشي جي تند. پاڻيءَ تي پيدا ٿيندڙ هڪ پوتي جو قسم. پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم. تيز - تيکي.

- سَرِي: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو. (ث). گهوڙي جي سنجن جو سڳو (جو جنوئي ۾ وجهي هيٺ گاشي جي پٺيءَ ۾ پڌ جيئن ته ڪنڌ نمائي هلي). (ت).
- سَرِي: اسم خاص. [سن. شريم = پاڳ] وشنو جي زال لڪشمي جو هڪ نالو. دولت ۽ اقبال جي ديوي. ڇهن راڳڻن مان چوٿين نمبر راڳ جو نالو. هندو مرد کي نالي اڳيان عزت جو لقب - حضور - جناب يا مسٽر جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندڙ لفظ.
- سَرِي آسامِي: ظرف. جٿي جٿي تي - اڪيلي تي.
- سِرِ يِمَتَ ۽ سِرِ يِمَتَ: ذ. صفت. سڀاڳو - بختاور - وڏ ڀاڳو - لاڪيٺو - ڀاڳن ڀريو - خوش نصيب.
- سِرِ يِمَتِيي ۽ سِرِ يِمَتِيُون: ث. زالن لاءِ عزت جو لقب. (صفت). سڀاڳي - ڀاڳوند - بختاور - لاڪيٺي - ڀاڳن ڀري - خوش نصيب.

● سَرِ يُراڳُ: اسم خاص. هڪ راڳڻيءَ جو نالو. ڇهن راڳن مان چوٿون نمبر راڳُ (١- گوري ٢- پوربي ٣- گورا ٤- ترون ٥- مالسري ٦- جئيسري) تمثيلي تصوير مطابق، هڪ سهڻو جوان، سفيد پوشاڪ، ڳچيءَ ۾ لعلن بلورن جي مالا ۽ هٿ ۾ ڪنول گل.

● سِري ﻊ سِريُون: ث. [سن. شيرس = سِسي] سِسي - مُنڍي - مٿو ۽ ڳچي. مڙهه - لاش - لاش - مڙدو - پراڻي - لوٿ - ديهه - مَئيت - جنازو. پوتي - گندي - اوڍڻي (ت). ڏند يا ڪن ڪوڻي. نڪ جي ڦلي. سيني جو هڪ لطيفو. ٿوم، بصر وغيره جي ڳڙي يا ڳنڍ. ڍليءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم - ڪانهيري.

● سَرِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَرِيالُ ﻊ سَرِيالَ (لس، ڪم، ڪ): ذ. راڄ جو چڱو مڙس - ريو مڙس - وڏيرو - ڌڻيدارُ.

● سَرِيالُ ﻊ سَرِيالَ: ذ. طاقت مند. قابل.

● سِرِيالَ ﻊ سِرِيالُون (ڪ): ث. مٺي درياءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

● سِرِيالو ﻊ سِرِيالا: ذ. هڪ ٻارڪو وڪر دوا طور ڪم ايندڙ.

● سُرِياني: ث. (ف). هڪ قديم زبان جو نالو.

● سُرِيت ﻊ سُرِيتُون: ث. [سن. سُرت. ع. سُريتہ = استري] وهاريل عورت - نڪاح ڪانسواءِ زال - ساهڙي - سنگتياڻي - يار - سيڻي - آشنائي.

- سُرِيتَي ﻊ سُرِيتيُون: ث. سُريت. (ذ. صفت). سورن واري - ويامڻ تي.

● سُرِيتو ﻊ سُرِيتا: ذ. صفت. [سن. سُو رَت: سُ = چڱو + ريت = نمونو] سُرائتو - سٺي ڍنگ جو - ريتائتو - رٿائتو - سٺي هلت وارو - سلڇڻو - خوش آطوارُ - شائستو - سڌاتو.

● سَرِيجَ ﻊ سَرِيجُون: ث. سيرجڻ جي حالت - پيدا ٿيڻ جي حالت. گاهه گلڪاري جو ڦوٽهڙو.

● سَرِيجَنُ ﻊ سَرِيجَنَ: ذ. سجڻ - سجن. سهڻل - محبوب. [سن. سَرِيجَنُ = پيدا ڪندڙ] پيدا ڪندڙ - ڻاهيندڙ - بڻائيندڙ.

● سَرِيرُ ﻊ سَرِيرَ: ذ. [سن. شرير = بدن] بدن - جسم - جسو - تن - ڏيل - بت - خاڪي قلب. مَنُ - جان - ڪايا - هالڻي - ڪالي - ڍَڍَرُ - ڍَڍَري. ديهه. دماغ. طبعت. وجود. تخت - گادي - ٽيلو - مسند - سنگهاسَڻُ - سنگاسن - کٽ - پلنگ.

- سَرِيرَ کي مُوافيقُ اَچڻُ: دکي وڻڻ - پسند اچڻ - طبيعت سان ٺهڪي اچڻ.

- سَرِيري ﻊ سَرِيري: صفت. بدني - جسماني - ديهه ڌاري - سَرِيرَڪُ.

● سَرِيري ﻊ سَرِيرُون: ث. وهاريل عورت - سُريت.

● سَرِيسَ ﻊ سَرِيسُون: ث. رٿَ - تجويز. تحريڪ.

● سِرِيسُ: ذ. ڇاپي جي مشين ۾ استعمال ٿيندڙ هڪ قسم جي ٿنيڻ جهڙي شئي.

● سُرِيسَ ﻊ سُرِيسُون: ث. ٿوري خبر - ڪڙڪ - پتو - ڳالهه.

● سُرِيشٽُ ﻊ سُرِيشٽَ: ذ. صفت. [سن. شريشٽ = اتم] اعليٰ - اچو - اتم - فائق. نيڪ - پلارو. سٺو - چڱو - خاصو - عمدو. سٺي ۾ سٺو - پل پلورُ.

● سُرِيشٽُ ﻊ سُرِيشٽَ: ذ. صفت. تمام چڱو.

● سَرِيعُ: ذ. صفت. (ع). جلد - شتابُ - تيز. جلدي ڪندڙ - تکڙو.

- سَرِيعُ التّاثِيرِ: صفت. جلد اثر ڪندڙ - زود اثر. تيزُ.

- سَرِيعُ الفَهمِ: صفت. تيزُ فهم - سمجهو - جلد سمجهندڙ.

- سَرِيعُ الهَضمِ: صفت. تمام جلد هضم ٿيندڙ - جلد تحليل ٿيندڙ.

● سَرِيڪو ﻊ سَرِيڪا: ذ. جهڙو - سٽ - ٿالي.

● سَرِيڪو ﻊ سَرِيڪا: ذ. صفت. ظرف. هڪجهڙو - برابر - سٽ - ٿاني - (آن) جهڙو - ساڳيو - وانگر - همموار - مندربل - سنئون - پاڻ جهڙو. (هه. سريڪا).

- سَرِيڪَتَ مَتَ: ظرف. برابر.
● سريڪوران؛ اسم خاص. رياست مڪران ۾ خاران جي لوابَ جي هڪ جاگير جو نالو. (ت. بلوچستان ص ٨٧).
● سُرِيلو ۽ سُرِيلا ؛ ذ. صفت. خوش آواز- سُر وارو- مٺو- شيرين- مَدُرُ- سُرود آميز. سياوڪي- ڳالي جو شونقين. ٺاهوڪو. سياڻو.
● سَرِيَن: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سَريَن: ظرف. [من. شيرَمن = ] جلد- ٺهه ڦهه- ترت- چٽپٽ- تهطلبو- هڪدم- بنا دير جي- يڪدم- اوڏي مهل. (ث) سولائي- آسالي.
● سَريو ۽ سَريا: ذ. هڪ قسم جي سفيد لنڊي ڪرڙي.
● سيريوال ۽ سيريوالَ ؛ ذ. صفت. (سيري = اتر + وال = وارو) اترادي- اتر جو رهاڪو- اتر جو. اسم خاص. لغاري بلوچن جي هڪ ذات جو نالو.
● سَرِيٺهَ ۽ سَرِيٺهَ ذ. لاش- لاشو- مڙدو- پراڻي- مڙهه- سٿ- لوٿ- ديهه. هڪ وڻ جو نالو. سَرِيٺهَ.
● سَرِيٺهَ ۽ سَرِيٺهَا ؛ ذ. سهڻيءَ جو هڪ قسم.
● سيريهَنُ (وڻ): (ف. سريش) هڪ وڻ جو قسم- سيرنهن جو وڻ.
● سَرِيٺڙو ۽ سَرِيٺڙا ؛ ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم.
● سَڙاسَڙ: ذ. صفت. تيرَن جو وسڪارو. وارو وارُ. سَٽ سَٽان.
● سَڙاڪو ۽ سَڙاڪا: ذ. تڪڙ ۾ نڪري وڃڻ جو آوازُ.
● سُڙاڪو ۽ سُڙاڪا: ذ. حُقي کي زور سان ڇڪڻ يا پيئڻ وقت حُقي جو آواز.
● سڙاڪا ڪيڻ؛ زور سان حقو ڇڪڻ- ساڙَ ڪيڻ.
● سُڙپاتَ ۽ سَڙپاتُون؛ ث. چپن ۾ گُفتگُو- آهستي آوازُ.

- سَڙ پاتَ ڪَرَڻُ: چپن ۾ هوريان ڳالهائڻ. ڪا مخفي ڳالهه ٻڌائڻ.
● سَڙِپَٽُ: ذ. آڌ رَڏل سخت ڇانئورَ.
● سَڙِپَچَ ۽ سَڙِپَچُون: ث. ڪامَ- ساڙُ- حسدُ- ايرڪا- رشڪ.
● سَڙِپَڻُ: مصدر. [هـ. سڙپنا: شڙپو ڪرڻ] شُڙپو ڪرڻ- شرڪو ڪرڻ- سُرڪي پرڻ.
- سَڙَپُ ۽ سَڙَپ: ذ. ڪنهن پَتڙي شئي جي جلدي کائڻ يا پيئڻ جو آوازُ- لڪڻَ جو آوازُ- سُڙڪو- شُڙڪو- شُرڪو- پيٺي- چٺي.
● سَڙُ سَڙُ؛ آواز تڪڙو تڪڙو- سَٽُ سَٽُ.
● سَڙَڪَ ۽ سَڙِڪُون: ث. [ع. شرڪ> شارع = رستو. من. سر = رستو] رَستو- واٽَ- شاهي دَڳُ- شاهراه- شارع عام- گَسُ- پيچرو- لنگهه- راهَ- سڳُر- سيرَ- گهاڙو- سيرو. ساڙو.
● سَڙَڪِ ۽ سَڙَڪُون: (ث). (ع. سَرَقَهَ) آٽَ جو ٽُختو- پوٺاري. سَهارَ.
● سَڙِ ڪَڻُ (ت. ل)؛ مَصدَرُ. [من. شيرتُ = ڪاڙهيل] ڏَڪَڻُ. بُخار ۾ جيهڄَڻُ.
● سَڙُڪو ۽ سَڙُڪا؛ ذ. سَٽُڪو- آوازُ- ڪَڙَڪو. گوڙُ- شورُ- هُل- لَڙُ- گهَمَسانُ- غوغاءُ- ڌومَ- ڌَمچَرُ- ہانيستالُ- مَمَڻُ- پَڙدڪو- هَنبَسُ. ٺَڪا ٺُوڪي. بخار جي ڏَڪڻي.
● سَڙِلو ۽ سَڙِلا (ث): ذ. ڪَڪَرَن جي ڪهڻائي- جهڙُ ڦڙ جهورَ جهڪورَ؛ جئن ته:
"سج سَرلهي ڍَڪيو جهڙُ ڦڙ جهورَ جهڪورَ".
● سَڙَڻُ: مَصدَرُ. ٻرَڻ- ٻچڻ- ڪامَڻ- جلڻ- دُکڻ- پَڙُڪَڻ. تپڻ. باهه لڳڻ- جوش اچڻ. ڪُرَڻ- چِتَ ٿيڻ- ڪينو ٿيڻ- ناس ٿيڻ. هَٽڻ- ڳِرڻ. خارَ کائڻ- ضدُ ہوڻ- حَسَد ٿيڻ- بُغض ٿيڻ. پوک کي پاڻيءَ جي ضرورت ٿيڻ- پوک جو سُڪڻ.
- سَڙَٿِيي ۽ سَڙَٿِيُون: ث. سَڙڻ جي حالت- جلڪو- جَل- ساڙُ- ڪامَ. ايرڪا- حَسَدُ- بُغض. رِيسَ- پيائي- ڪينو.

● سَڙ يا ڪامانُ ڪَرَڻُ: پَچَڻ - جَلَڻ. سخت غُصو آچڻ.
- سَڙيو ڪاٺُ ٿيڻُ: پُورو بي ايمانُ ٿيڻ. ڪَميِنو ٿيڻ.
- سَڙيَلُ ۽ سَڙيَلَ: ذ. حاسِدُ - ساڙي ڪاڏو - رِيسارو - ڪامَ ڪاڏو - آرڪاٺُو. ڏُڪوٺيَلُ. غَليِظُ - گندو - خرابُ. نِڪَمو - عَيبدارُ. بيڪارُ.
- سَڙيَلُ ڪاپَڙُ ۽ سَڙيَلَ ڪاپَڙَ: ذ. ڪَنجيءَ جو گوشَتُ هيٺان سُڪَل چارو - ڪاپَڙ.
- سَڙيَلُ هڏو ۽ سَڙيَلَ هَڏا: ذ. جَليَلُ ڪنڊو - ٻريل هَڏو. ماسَ جو مُرُدارُ - ساڙُو - ساڙيلو - حاسِدُ.
- سَڙيُون ٻوٽيون ڪاٽڻُ: سَخُتُ دُشمن هڻڻ. سَخت ڪاوڙ هڻڻ.
- سَڙُوُ ۽ سَڙُو: ذ. حاسِد - سَڙيل - آرڪاٺُو.
● سَڙوڪو ۽ سَڙُوڪا: ذ. حُقي جو سُوٽو.
● سَڙَهُ ۽ سَڙَهَ (ث): ذ. نَ وَهندَڙُ ڏالڊُ - ڪُوڙو ڏالڊ - وَهڪَ ۾ ڪريل ڏالڊُ. سُسُتُ. سُتَلُ - ڊِگهو ٿي پيل. ڪَمَ جو ڪوسُ يا ڪَمَ ڪوسُ.
● سَڙهُ ۽ سَڙهَ (ث): ذ. وَرَتَ جو تُتَلُ ٽُڪُر. تَري پِرُتَ جو هڪ نمونو.
● سِڙُهُ ۽ سِڙَهُ: ذ. (ع. شراع = سڙه) ٻيڙيءَ جو ڪپڙو - باد بانُ - ڪَمُڻي - سِڙُهُ؛ جيئن تہ:
"سِڙُهُ سُڃاٽيو چوءِ، ما ساموندي آئيا"
(شاهہ).
- سِڙُهُ آتيٽيءَ ۾ ڪَرَڻُ: ٻيڙيءَ کي اهڙيءَ طرح ڦيرائڻ جو واءُ ڪُوهي جي ٻين پاسن کان اچي سِڙُهہ پَري.
- سِڙَهہ جي سِڪِيُ ۽ سِڙَهہ جُون سِڪيُون (ڪ): ث. وِيڙهہ ۾ واڏڪي ٻڌڻ جي ننڍن رَسَنُ مان هڪڙو.
- سِڙُهہ چاڙَهڻُ: ٻيڙيءَ جي سِڙَهہ کي کولڻ. ٻيڙيءَ کي رَوانو ڪرڻ. جِماع ڪَرَڻ.

- سِڙُهہ ساڄي ۾ ڪَرَڻ (ل): ٻيڙيءَ کي آهڙيءَ طرح ڦيرائڻ جو واءُ ڪوهي جي پاسن کان اچي سِڙُهہ پَري.
- سِڙُهُ سُڪائڻُ (ڪ): گوش آريا ڪَرَڻ جي ڪري گوش سان ٻيڙيءَ جو ٻوٽي (واءَ جي پُٺيرو) سٿرڻ (انهيءَ لاءِ آريا ڪرڻ تي آوازُ ٿئي ها) سو هاڻي ٻنان آواز ڪرڻ جي ٻوٽي ڦِرڻ اِنهيءَ لاءِ تہ سَڃيءَ جي آوازجي خبر پوي.
- سِڙَهُ کي ڏِنيُ ڪَرَڻُ (ڪ): يعني تہ گوش آريا ڪري سُرُڪَ ڇڪي ٻرسانُ کي هڪ سَنوَت تي بيهارَڻ.
● سَڙهاڪُو ۽ سَڙهاڪا: ذ. جانيوَرَ جي پُٺيرِي ٻاجِ - اهڙي ٻاجِ جو آوازُ.
- سَڙَهڪو ۽ سَڙَهڪا: ذ. جانوَرَ جي وَٽَن مان اوچتي ٻاجِ. دَهشَت وارو آوازُ.
● سَڙَهَڻُ (ل): سَهڻَدَرُ. سَتَڻ - ڪَتَڻ - سارَ ڏِيَڻُ - ڏانگورَڻ - سَتِڪَڻ - پِيچَڻُ. هيساٺِڻ. ڳاهڻ.
● سَڙهيُ ۽ سَڙهيُون (ل): ث. سَنهي چَڙيُ.
● سَڙِيُ ۽ سَڙِيُون: ث. لاشُ - سَڙُهہ. بَدنَ. ڪنڪَ جو ننڍڙو ٻَندُ - سَٽِري. سارِين جي اُٺيَلَ سَنگَن جي سُٽِ.
● سَزا ۽ سَزائُون: ث. مارَ - تَنبيِہ - عَقُوبَتَ - سيڪَتَ - گوشمالِي. عوَضُ - بَدلو - عذابُ - تڪليف - تَعزِيرَ. جُرمانو. قيدُ. ظرف. مُوافِقُ - مُناسبُ - لائق - مُطابقُ.
- سَزاوارُ ۽ سَزاوارَ: ذ. سَزا جو لائقُ - سيڪَت جو حَقدارُ - ڏوهارِي - آڏِيڪارِي - خَطا وارُ - گُنهگارُ. جَوابدارُ - ذِميوارُ. جوڳو - قابل - پَذِيرُ (خطا).
- سَزاوارُ ٿِيڻُ: راس ٿيڻ - موافق ٿيڻ. مُراد کي پهچڻ - ڪامياب ٿيڻ.
- سَزائِتو ۽ سَزائِتا: ذ. صفت. عَقُوبَتَ لائق - سيڪَتَ جوڳو - تَنبيہ لائق - مارَ جوڳو - ڏوهاري.
- سَزاياب ۽ سَزاياب: ذ. صفت. [ف. سزا + ياب < يافتن = حاصل ڪرڻ] جوابدار - ذميوار -

سَزا جو ڳو - مُجرم - ڏوهي. سَزا ڪاڌل - سزاياڦتہ.

- سَزا يافتو ج سَزا يافتا: ذ. سزا ڪاڌل.

● سَس ج سَسُون: ث. [سن. شوشر] زال جي ماءُ (مڙس لاءِ) - مڙس جي ماءُ (عورت لاءِ) چَندُ. ماسُو.

● سِس ج سِس: سُنڌي - سِرُ - ڳچي - مٿو - ماسري - سِسي. گلو - گردن - ڪَندُ.

● سُساڌو ج سُساڌا (ٿ): ذ. صفت. لذت وارو طعام. سزيدار - سَوادي - چَهَرو - سَلُوڻو - لُوڻاٺيو - مصالحدار. اڌ گرم ماڻي.

- سُساڌائي ج سُساڌائِيُون: ث. سَلُوڻائي - لُوڻائِيائي - چَهرائي - ٽِڪائي.

- سُسائِڻُ: مصدر. گهٽائڻ - گهٽ ڪرڻ - ننڍو ڪرڻ. لاهڻ. ڪاٽ ڪُوٽ ڪرڻ - تخفيف ڪرڻ. جهپائڻ.

● سُسُتُ ج سُسُتَ: ذ. صفت. ڪالت - آرسي - ٺوڙي - سليو سات - ڍاڪن ڍِلو - ڪاهِل - عاري - ڪم ڪوس - ڪم چور - ڪم ديرڪندڙ. سُوستي - وِساڻو - ڍِلو - نَسُن ٺُٺو - نَسُن وڍيل - نَسُن ڪَپيل. آداس - دلگير - مَلُول. ڪم عقل - ڪم ذهن. ڪمزور. گهٽ شهوت وارو (اسم). هڪ قسم جي مُنڊي.

- سُسُتائي ج سُسُتائِيُون: ث. آلِس - سُستي - ڪاهلي. ڍِرائي - ڳِرِ - ڳَهير - آرس - ٺوٺپائي - ٺوٺپڻو.

- سُسُتُ ٿيڻُ: آداس ٿيڻ - غمگين ٿيڻ. ڪرهت ٿيڻ. آرسي ٿيڻ.

- سُسُتُ ماڪو: ذ. صفت. سست - رولاڪڙ - ڪالت - ڳيسر ڪاڏو.

- سُسُتِيُ ج سُسُتيُون: ث. ڍِلائي - ڍِرائي. ڳِرِ - ڪاهلي - ڳَهير - آرس - ٺوٺپائي - آلس. ڪمزوري.

● سَسُتو ج سَسُتا: ذ. صفت. گهٽ قيمت وارو - ڪم خرچ وارو - سَهالڪو - ارزان - مندو.

● سُس پُس: ث. سُس ڦُس - پُڻ پُڻ - ڀاڻور - پُڻڪو - پُڻڪار. جهُونڪار. ڪَنَ جي ڳالهہ - آهستہ گفتگو - مخفي ڳالهہ.

● سُس پُس ڪَرَڻُ يا سُس ڦُس ڪَرَڻُ: مخفي ڳالهيون ڪرڻ. آهستہ ڳالهيون ڪرڻ. ڪَنَ جون ڳالهيون ڪرڻ.

● سُس پُسيو يا سُس ڦُسيو ج سُس پُسيا يا سُس ڦُسيا: ذ. پُڻ پُڻيو - پُڻڪاري. ڪَنَن جي ڳالهہ ڪندڙ. چُغل خور - ڪِلا خور.

● سُسَرِ ج سُسَرُون (ل): ث. اڇي ماٽيءَ جي ڍَنيءَ.

● سُسِراتُ ج سُسِراتَ: ذ. آهستہ دانهن - إيذاءَ سبب شُوڪارو.

- سُسِراتِي ج سُسِراتِيُون: ث. سُسِرات.

- سُسِراتِي ڀَرَڻُ: دانهن ڪرڻ.

● سَسِرو (لاڙ): ذ. سهو.

● سُسُرو ج سُسُرا: ذ. ڪچي ٽالهي يا ٻيَر جي ڪَچَ کي کائيندڙ هڪ قسم جو ننڍڙو جيتُ.

● سَسُڪُ ج سَسُڪَ (ٿ): ذ. صفت. سوکهو - مضبوط - قابُو.

● سَسِڪيتو ج سَسِڪيتا (ٿ): ظرف. سهڪندو.

● سَسُلو ج سَسُلا (ک): ذ. سهو - خرگوش.

● سِسَلي ج سِسَليُون (ٿ): ث. ٻيٽَ مان گذاري ويندڙ عورت. ٻاراتي طور ڪم ايندڙ لفظ.

● سُسَڻُ: مصدر. [سن. شُش = سُڪڻ] گهٽجڻ - سوس کائڻ - سَنڪوچڻ. ڍرو ٿيڻ. ڳرڻ - هَڄڻ. ڍُرڪڻ - جهڄڻ - ٻُٽي ٿيڻ. ماندو ٿيڻ - ساٺو ٿيڻ - ڪنڪڻ. ڊِڄڻ - خوف ڪرڻ. ڪُومائجڻ. لَنءُ لائڻ.

- سُسِي وَڃَڻُ: ڊِڄي وڃڻ. مات ڪرڻ - بس ڪرڻ. سوس کائي وڃڻ - سُسڻ.

● سَسو ج سَسا: ذ. [سن. شِشُو] ننڍڙو گهيتو - ماسيو. (ک). وَهُو - ڀولِي. سَهَوَ (ذ. صفت). هيسيَل - ڊِنل. سنڌ جي هندن جي

الف - بي جو هڪ حرف. ر جو لنڊڙو لار قسر - لنڊڙو کهڻو يا گهيتي.

"هوءَ ڏيون ڪرر ين ڪونٿري سرتيون مٿان سَسن" (شاهه).

- سَسو ڪَرَڻُ: سَهُوَ ڪرڻ.

● سَسُوُ ۽ سَسُوُ (ٿ): ث. سَسُ - مُڙس جي ماءُ (زال لاءِ) - زال جي ماءُ (مڙس لاءِ).

● سِسو ۽ سِسا (ل): ذ. [سن. شيرش = مٿو] سِرُ - مٿو - سِرِي - سِيسُ - سُنڌي - گردن - ڪنڌ.

● سِس وِسُ ۽ سِس وِسُون: ث. شَڪُ - گُمانُ - وَهم - انديشو. پَرم - سَنسو. وسواس. غيرت. سَنديهُ.

- سِس وِسِيو ۽ سِس وِسيا: ذ. شَڪي - پرمي - وِسو سِيو - بي ويساهه - گُماني - شڪائتو - اڻ وسَهُو - سَنسي - وشوامي. سَنديهي. سُبهو.

● سَسُئي: ث. اسم خاص. [سن. ششي = چنڊ] چنڊ جهڙي سهڻي عورت. هڪ عورت جو نالو جا پُنهونءَ جي معشوقه هئي. شاهه لطيف جي سُورمي. سنڌي راڳ جي هڪ سُر جو نالو. تعلقي ٽنڊه باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو. (صفت). چنڊ جهڙي - سهڻي - سلوڪ. چنڊ. آسمان. بهشت.

- سَسُئيءَ جو پَتَرُ: ذ. هڪ خوشبوءِ دارگاهه جو قسم. پَٽي. هڪ دوا جو قسم.

● سِسِي ۽ سِسِيُون: ث. [سن. شيرش] سُنڌي - سِرُ - ڳچي - مٿو - سِري - سِيسُ. ڪنڌ - گردن. ڍورن جو هڪ عدد - ڪَنُ.

● سِسِيرِي: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَسِيهَرُ ۽ سَسِيهَرَ (ل): ذ. نانگ جو هڪ خطرناڪ قسم - ڪاريهر.

● سَسِيهَلُ ۽ سَسِيهَلَ (ٿ): ذ. سِج.

● سَسِيو ۽ سَسِيا (ٿ): ذ. هڪ قسم جو سُرندڙ جيتُ.

● سَطحَ ۽ سَطحُون: ث. مٿاڇرو - مٿيون حصو - سَٽُ - سَپاٽ - روءِ - تَرُ. سِڌي جِت.

- سَطحِ آبُ: ث. پاڻيءَ جو مٿاڇرو.

- سَطحِ زَمِينُ: ث. زمين جو مٿاڇرو - رُوئي زمين.

- سَطحِي ۽ سَطحِي: ذ. صفت. مٿاڇري معلومات رکندڙ - ڪم فهم.

● سَعادَتَ ۽ سَعادَتُون: ث. (ع). چڱو نصيب - خوش نصيبي - نيڪ بختي - سڀاڳائي - سڀاڳائي - سد ورائي - بختاوري. خوشي - راحت - فرحت - سُک - ڪلياڻ - آنند - منگل - مزو - ڀوڳ - پُلاس. نيڪي - ڀلائي.

- سَعادَت مَنُدُ ۽ سَعادَت مَنُدَ: ذ. [ع. سعادت + ف مند = وارو] فرمانبردار - چئيوان - آگياوان - سَراوَندو - سُپاتر - سُپٽ - سدورو - نيڪ بخت. نيڪ اخلاق - سهانو - لچمي.

- سَعادَتمَنُدِي ۽ سَعادَتمَنُدِيُون: ث. فرمانبرداري - آگياڪاري - چيو - اطاعت. نيڪ بختي.

● سَعُدُ ۽ سَعُدَ: ذ. (ع). نيڪ - مبارڪ - سعيد. ستارن جو سٺو اثر. (ضد. نَحسُ).

● سَعُدُآبادُ: اسم خاص. تعلقي سکر ۽ تعلقي روهڙيءَ ۽ تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَعدِ پُورُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي، تعلقي ميهڙ، تعلقي ڪُوني، تعلقي ڪنڊياري ۽ تعلقي اُباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَعُدُ خانُ: اسم خاص. تعلقي شهداد پور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَعُدِ ڪِي: اسم خاص. تعلقي ڏکڙي، تعلقي کپري ۽ تعلقي ماماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَعُدِي: اسم خاص. شيراز جي مشهور شاعر شيخ مصلح الدين جو تخلص.

● سَعِيدُ ۽ سَعِيدَ: ذ. صفت. (ع). سعادت وارو - نيڪ بخت - بختاور - سڀاڳو - ڀاڳوارو. نيڪ - مبارڪ. سٺو. ڪامياب. (اسم). مُرشد.

- سَعِيدائي: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● سَعِيرُ ۽ سَعِيرَ: ذ. (ع). دوزخ. (صفت) - دوزخ جو.

● سَعيو ع سَعيا: ذ. [ع. سَعي = هَلن كوشش كَني] كوشش. جتن - ڪشالو - مشاڪت - جيهدُجفا- تڪليف - مرجوشي - جاڪڙو- اوَرچائي. محنت.

- سَعيا اجايا ٿيڻ: ڪوششون بيڪار ثابت ٿيڻ - آميدون پوريون نہ ٿيڻ - ناڪاميابي حاصل ٿيڻ - لايو سجايو نہ ٿيڻ.

- سَعيائيتو ع سَعيائيتا؛ ذ. محنتي - اورچ - اجمي - هڏڏوکي - آجمائتو.

● سُغلات ع سُغلاتَ؛ ذ. سهڻو - سُٺو - شُعلات.

● سَفارَت ع سفارَتون؛ ث. (ع). هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ ڏانهن موڪليل مستقل سياسي وفد. ايلچگيري. مفاهمت جو پيغام. رسالت - پيغمبري. وڪالت.

- سَفارَتخانو ع سفارَتخانا: ذ. سَفير جي آفيس.

● سُفارَش ع سُفارَشون؛ ث. [ف. سپارش < سپردن = حوالي ڪرڻ] پارت - سُپارت - چؤچواءُ. سپردگي. سهائتا - مدد - سَهارو. اثَر - زور - هلندي هٿ جوڙ - آرداس.

- سُفارَشَ ڪَرَڻ: مدد ڪرڻ - سهائتا ڪرڻ - وسيلو ڪرڻ. رسائي ڪرڻ. پارت ڪرڻ.

● سُفارَش نامو ع سفارَش ناما؛ ذ. [ف. سپارش + نامہ = لکت] سفارشي چٺي - پارَت جو خط.

- سُفارَشي ع سُفارَشيَ: ذ. پارت ڪندڙ - سفارش ڪندڙ. سفارش وارو.

● سَفّاڪ ع سَفّاڪَ؛ ذ. [ع. سَفڪ = رت هارڻ] رتو ڇاڻ ڪندڙ - قاتل - خوني. بي رحم - ڪَنور - ظالم.

- سَفّاڪي ع سَفّاڪيون: ث. خونريزي - رَتو ڇاڻ. بيدَردِي - بي رَحمي.

● سَفالو ع سَفالو؛ ذ. [ع. سفال = نشيب، اوٻهائي] اونهو ونو (ضد. تاسرو).

● سَفَرُ ع سَفَرَ: ذ. (ع) مسافِري. سيرُ - ڪَهڻ - آجهاڳو - آجهاڳُ - سَنبل - شَيڻل. ڪُوچ - رَوانگي. وَقت.

- سَفَر سَنوارَڻ؛ سَفَرُ ڪرڻ - مُسافِري تي رَوانو ٿيڻ. پنڌ ڪرڻ.

- سَفَرُ ڪَرَڻ: سياحَتَ ڪرڻ - مُسافِري ڪرڻ. ڪُوچ ڪرڻ. رحلت ڪرڻ - پورو ٿيڻ.

● سَفَرنامو ع سَفَرناما: ذ. [ع. سفر + ف. نامہ = لکيت] سَفر جو روزنامچو - سياحت نامہ. سَفَر جا حالات.

● سَفَرو ع سَفَرا: ذ. [سن. سڦل = فائدي وارو] لائق - سُٺو.

● سُفِرو ع سُفِرا: ذ. [ع. سفره] دسترخوان - خُونچو. ميز پوشُ. ٻچو - ڳُڊُ.

● سفِلُو ع سِفِلا؛ ذ. صفت. [ع. سفل = گهٽ ٿيڻ] نِيچ - ڪَمينو - ڪَرتڻ ڪينو - ڪُ ماڻهو - ڪم ذات - ڪُڌو. ڪين جهڙو - اوڇو - گهَٽِ - خَسيس. ڪِروپيڙو. مَٺِ پُر - وِڇولو - دَرميانِي. سادو - جهڙو تهڙو - غريباڻو.

● سِفِلائي ع سِفِلائيون؛ ث. ڪَميڻائي - نِيچپڻ - ڪُڌائي - اوڇَ - اوڇائي - ٿَسورائي. هَلڪائي. بيهُودائي. بي ادبي. موڙڪائي - بيعقلي - پورڙائي - آلپ پُڌِي. سادگي - البيلائي.

- سِفِلِي جادُو: ذ. شَيطاني عمل.

- سِفِلِي عَمَلُ ع سِفِلِي عَمَلَ: ذ. شَيطاني عَمل.

● سَفُوفُ ع سَفُوفَ: ذ. [ع. ڪُٽيل دَوا - ڦَڪِي - چُورو - ٻُڪِي. ٻُورو - ٻُڪو - پاؤڊر - آٽو.

● سُفيِتُ ع سُفيِتَ؛ ذ. صفت. [ف. سپيد = اڇو] اڇو - سُفيد - ٻڳو.

● سَفيدُ ع سَفيدَ؛ ذ. [ف. سپيد = اڇو] اڇو - ٻڳو - ڏَوُنرو. گورو - پُورو. صاف - آجل - چٽو - صفا. پاڪُ. کورو. سادو. خوفزَده. (ضد. سياهُ).

- سَفيداڻ : ث. سُفيدي - سُفيدائي - اَڇاڻِ - اَڇائي - بڳائي - ڏَوُلرائي. گورائي - چِٽائي - پِڌرائي.
- سُفيدائي ۽ سَفيدائيون : ث. سفيدي - سفيداڻِ - اَڇاڻ - اَڇائي - بڳائي - ڏَنئُرائي. گورائي - چِٽائي - پِڌرائي.
- سُفيدپوش ۽ سَفيدپوشَ : ذ. صفت. [ف. سپيد+ پوش> پوشيدن= ڍڪڻ] اَڇا ڪپڙا ڍَڪيندڙ - فَضيلَتَ پريو - ذِميدو وائسٽو - آباڻو - زيباڻو. آشراف - شائسٽو. صاف سُٺو - وَرجائتا - سَنجيلو - شَهُوتائتو - اڇو اَجرو - پوشيدو.
- سُفيدو سياد : ذ. نيڪي بدي - چڱائي ابڙائي - ڀلائي بُرائي.
- سُفيدي ۽ سُفيديون : ث. سَفيدائي - سفيداڻ - اڇاڻ - اڇائي - بڳائي - ڏَوُنرائي. گورائي - چِٽائي - پڌرائي. جُوابازن جي اصطلاح ۾ کنڊ يا مٺاڻ.
● سُفيدو ۽ سُفيدا : ذ. سُفيتو. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وَکرُ. اڇو شيهو. ٿُلايل جست. قلعيءَ مان ٺهيل اڇي رنگ تي، ڦٽن ڦُرڙين لاءِ هڪ دوا.
● سَفيرُ ۽ سَفيرَ : ذ. [ع. ايلچي - وڪيل - قاصد - پيغمبر - سند يشي.
● سَفينو ۽ سَفينا : ذ. [ع. سفينه = ٻيڙي] ٻيڙي - ڪَشتي.
● سَقِرو ۽ سَقرا : ذ. صفت. [س. سقلو : سُ= چڱو + قل] چڱو - سُٺو - ڀَلو - اوکهو - آڇو - موچارو.

"سُرَ سڀئي سَقِرا،
هر خاصو سُر کنڀات"

(خليفو نبي بخش).

عمدو - چوکو - شُپ. ايڪ - ڀلارو - آتم - آتر - فائق. نهايت چڱو - نهايت عمدو - سُربشٽ. وڻندڙ - وَسَن جهڙو. آسانُ - سَوَلو. آباد. سُقرو - ڳَڏيا - ڀڄو. گول چٽر.

- سُقِرائي ۽ سُقِرائيون : ث. نيڪي - چڱائي - ڀلائي. سُٺائي - عمدائي - سُهڻائي.
● سَقِري ۽ سَقِريون : ث. ٻج سميت ڳوار جي ڦَري.
● سَقل ۽ سَقَلَ : ذ. صفت. (س). سُود مند - فائدي وارو - سڦلو - نفعي وارو - وڏائي وارو. ڪارگر - مُجرب - هڪ ٽڪ - عمل ڪندڙ. ميوي دار. (اسم). سٺو ڦَلُ - سُٺو نتيجو. (ظرف). برصواب - پورو.
- سَقلو ۽ سَقَلا : ذ. صفت. سُود مند - فائدي وارو - سَقَلُ - لفعي وارو - واڌاري وارو - سجايو. ڪارگر - مجرب - هڪ ٽڪ. عمل ڪندڙ. نيڪ بخت - مبارڪ. (سَقَلي ۽ سَقَليون) جئن تہ :
"سَقلي ٿيندي ماءِ، جيڪا خرچي ناءُ خدا جي".
● سَقا : اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● سَقَرَ ۽ سَقَرونِ : ث. [ع. سقر = ساڙڻ] دوزخ - نرڪ - جهنم.
● سَقراط : اسم خاص. يونان جي هڪ مشهور فيلسوف جو نالو.
● سَقلات ۽ سَقلاتَ : ذ. [ع. سقلاط] ڪرمزي رنگ جو ڪپڙو - رَتول ڪپڙو. بناوت. (ذ. صفت). ٿلهو - مضبوط.
● سُقَمُ ۽ سَقَمَ : ذ. [ع. سَقَمَ = بيمار ٿيڻ] عيب - اَوڻائي - وِيڪ - نقص - جيءَ - وِنگ - وِڏَ - گهٽتائي - الَ - خامي - ڪارات - خرابي. بيماري - مرض - علت.
- سُقمُ ڪَيڻُ : عيب ڪيڻ - گهٽتائي ڪيڻ.
● سَقمُونيا : ث. (ع). هڪ قسم جو لڳلڳدار وَکَرُ. هڪ قسم جي وڻ جي کوٽر.
● سَقَنقُورُ ۽ سَقَنقُورَ : ذ. (ع). دوائن جي ڪم ايندڙ هڪ صحرائي جانور - ريگماهي - کيلوڻي. نيل درياهہ ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جي ڳاڙهي رنگ جي مڇي، دوائن جي ڪم ايندڙ.
● سَقو ۽ سَقا : ذ. [ع. سقي = پاڻي ڏيڻ] بهشتي - پاڻي پريندڙ - پکالي - مَشڪي.

● سقيملو ج سقيملا: ذ. [ع. سڪين = چاقو] سڪيلو- ترار.

● سقيم ج سقيم: ذ. صفت. [ع. سقم = بيمار ٿيڻ] بيمار- اگهو- ناچڱو- لڱو- ناچاڪ- لاچاق- روڳي- عليل- مريض. ڪيڻ- ڪمزور- هيڻو- نرٻل- نيست- ضعيف- نيستو- ٻوڏو- بي قوتو- بي ستو- بي سگهو- نٻل- زِچ- ٻل هيڻ- ڏٻل. ڪچو. نازڪ. ڪهلو- ڪهرو. غريب- مسڪين- درد ري- نيڌر- تهيدست- ڪُتل- اٻالو. ڪينو- چٽ ڪاٽي جو- ڪنهن نه ڪم جو. بي مزي- الوٹو.

- سقيم الحال: صفت. ناتوان. مسڪين- تباهه حال- ڪمزور. بيمار.

- سقيمت ج سقيمتون ث. نياز- لماڻائي.

● سڪ ج سڪ: ذ. اڱرو- نه وٹندڙ- بي مزادي. ڦِڪو- سخت.

● سِڪ ج سِڪون: ث. پيار- قرب- محبت- حُب- هيج- پِريت. آس. چِڪ.

- سِڪ ٻڌندو ج سِڪ ٻڌندا: ذ. صفت. گهٽ- ٿورو. مناسب.

● سُڪ ج سُڪون: ث. ظرف. [سن. ششڪ = خشڪ] ڏاڍو- مضبوط- سوگهو- سخت- لوهه. ٻڪيءَ طرح. ٻندش. خشڪي- ڪڙڪي- سوڪ- اڻاٺ- اوسر- سوڪهڙو- اڻوٹ- تنگي- اڻ هوند.

- سُڪ تي سنڌرو ٻڌڻ: سڃائيءَ هوندي وڏي خرچ ڪرڻ جو ڪم ڪرڻ. همت ڪرڻ.

- سُڪتڙ سُڪتڙ: ذ. ٻاڻيءَ جي نه هجڻ جو هنڌ. سوڪ- ڪُرَءُ (ت).

- سُڪ تي گذارڻ: لنگهڻ ڪيڻ- ٻُکون ڪيڻ.

- سُڪ تي لنگهائڻ: ڪنهن کي ڪوڙين اميدن سان ٻري رکڻ- آسري ۾ رهائڻ.

- سُڪ ڪرڻ: قابو ڪرڻ- پختو جهلڻ.

- سُڪ هجڻ: قابو هجڻ. پختو هجڻ- لوهه هجڻ.

- سُڪي ج سُڪيون: ث. خشڪي- خشڪ زمين.

● سڪا ج سڪائون: ث. [سن. شنڪا: شڪ] شڪ- ناخاطري آميدگاري- اميد واري- حمل- پيٽ- گرڀ.

● سڪاج ج سڪاج: ذ. صفت. [سن. سڪاريه: س = چڱو + ڪاريه = ڪم] داناءُ. مراد وارو. سڪاجهو. سوڀارو- فتح ياب- ڪامياب- سمرادو- ڪرتارث- سڌارث- فتحمند. پورو- پريو- راس- تيار- سنجيتو- سمنڌو- سپتر- سماپت. سگهڙ- گڻن وارو- نپڻ- پڪو. لائق پريو- فضيلت وارو.

● سڪاج ج سڪاج: ذ. [سن. سڪاريه] صحيح ڪم ڪندڙ- ڪم وارو- رت پهت وارو. وڙائتو- لائق. چڱو ڪم- سقلو ڪم (سر سورٺ- گر).

● سُڪار ج سُڪار: ذ. [سن. سڪل: س = چڱو + ڪال = وقت] سهانڪائي- سُڪر- چڱو وقت- آباديءَ ۽ فراواليءَ وارو عرصو- خوشحالي- سهنجائي. جهنجهائي- گهڻائي.

- سُڪار جڻ: سستو ٿيڻ- سهانگو ٿيڻ. وسندي ٿيڻ.

- سُڪاريو ج سُڪاريا: ذ. صفت. خوش- آسودو- خوشحال.

● سڪارتو ج سڪارتا: ذ. [سن. سڪاريه: س = چڱو = ڪاريه = ڪم] سجايو- ڪمائتو- سقلو- ڪارآمد- مفيد. سٺي لموني ٿيل (ڪم) يا ڪيل.

- سڪارتو ڪرڻ: ڪنهن ڪم سان لڳائڻ. سُڪيو ڪرڻ. دفن ڪرڻ.

● سڪارتو ج سڪارتا: ذ. صفت. [سن. سڪاريه: س = چڱو + ڪاريه = ڪم] سجايو- ڪمائتو- فائدي وارو- فائديمند- ڪارائتو- ڪتبائتو- ڪم ونهو- مفيد- سود مند- ڪم ڪار جو- واڌاري وارو.

● سڪارج: ذ. [سن. سڪاريه: س = چڱو + ڪاريه = ڪم] سٺا ڪم- سنوان ڪم- سڌا ڪم.

● سَڪارَڻُ: مَصدَرُ. قبول ڪرڻ. مطلب پورو ڪرڻ.

● سُڪاڻِ ج سُڪاڻُون: ث. [سن. شُشڪ = خشڪ] سوڪ - آڻوٽ. آٿاٽ - آؤسَرُ. ٿوٽُ - رُڪائي - سڪڻائي.

● سَڪائِڻُ: مصدر. [سن. سَوڪھ = ويجھو عزيز] مِٺيي مائٽيي هئڻ - لڳ لاڳاپو هئڻ - عزازت هئڻ.

سَڪاوَتَ ج سَڪاوَتُون: ث. صفت. مِٺيي مائٽيي - لڳ لاڳاپو - عزازَتُ - قرابت - رِشتيداري.

سَڪائپي ج سَڪائپيُون: ث. مِٺيي مائٽيي - لڳ لاڳاپو - عزازَت - قرابت.

● سِڪائِڻُ: مصدر. شئي ڏيکاري لـ ڏِيڻ. سَڌَ پُوري لـ ڪرڻ.

- سِڪائِتو ج سِڪائِتا: ذ. خواهِشمَندُ - ڪھرج وارو - ضرُورَتُ مَندُ

● سُڪائڻ: مصدر [سن. شُشڪ = خشڪ] خشڪ ڪرڻ - ٿوٽ ڪرڻ - پاڻي نـ ڏيڻ. آس ۾ رکڻ. ڪم ۾ دير لڳائڻ. [سن. شنڪ = ڪنبڻ] ڪنبائڻ ڏڪائڻ.

- سُڪائِپي ج سُڪائِپيُون: ث. ٿوٽِ - خُشڪي - سُڪاڻِ.

● سَڪَتو: ذ. [ع سَڪَتَ = ماٺ ۾ رهڻ] هڪ دِماغي مرض جو نالو - سَردگيءَ مثل مرض - بي هوشيءَ جو مرض - غَشي - مِرگهي. حَيرتُ - ماٺِ - چپ.

● سَڪُتيِ ج سَڪُتيُون (ل): ث. سُگھڙ - قابل.

● سَڪَرَ ج سَڪَرُون ث. [ع. سڪر = ڪنڊ] چُميِ - بوسو - سِنيي. پيار چسيي.

● سَڪُرَ ج سَڪُرُون: ث. آهـا مينهن لـڳڻ جي عمر ۾ هجي - لاڳُروچ - وڏي وچ جا لـڳڻ واري هُجي.

"سڌ ڪيائون ساهڙ ڪي تون سَڪُرَ ميڙ سنگهار" (سگهڙ).

ٿِياس سينهين. گھڻو ڪير ڏيندڙ ٺوجوان مينهن. ڀهرِيات سينهين.

● سُڪَرَ ج سُڪَرَ: ث. صفت. آنوري وَچَ جا اچا لڳي نـ هجي.

● سُڪَرُ ج سُڪَرَ: ذ. [سن. س = چڱو + ڪَر > ڪال = وقت] سَهانگائيي - سَستائيي - آرزانيي. سُڪائيي. جمع جو ڏِينهَنُ.

- سُڪَرَ سَٺائيي ٿيڻُ: سَستائيي ٿيڻ - سَهانگائي ٿيڻ.

- سُڪَرَ سَٺائي هُجَڻ: سَهانگائي هُجَڻ.

● سَڪراتِ ج سَڪرَاتُونُ: ث. (ع). موتَ جو وَقتُ - مَوتَ جو آخري دَمُ. ڇاڙيءَ جا پَساهَ. ساهـ نڪرڻ وقت تڪليفَ. بيهوشيي - غشيي. موت جو نَشو. جان ڪندني.

- سَڪراتِ جو وقتُ: ساهـ نِڪرڻ جو وقت.

● سُڪِرتُ ج سُڪِرتُونُ: [سن س = چڱو + ڪِرت > ڪيري = ڪرڻ] چڱو ڪم - نيڪي - ثَوابُ.

- سُڪِرتيي ج سُڪِرتيِ: ذ. صفت. چڱو ڪم ڪندڙ - نيڪو ڪارو - چڱن ڪَمن وارو يا سُٺن لڇڻن وارو - فَياضُ - مهربانُ.

- سُڪِرِيتو ج سُڪِرِيتا: ذ. نيڪ بَختُ.

● سُڪَرمُ ج سُڪَرمَ: ذ. [سن. س = سٺو + ڪَرَمَ > ڪريہ = ڪم] چڱو ڪم - چڱو قاعدو.

- سُڪَرمَڪُ ج سُڪَرمَڪَ: ذ. صفت. چالاڪُ - چستُ. ڪارگرُ - اثرائتو.

- سُڪِرمِيُ ج سُڪِرمِيُ: فاعل - ڪَرڻ وارو - ڪَندڙ - ڪَرتا.

● سَڪِرو ج سَڪِرا: ذ. ننڍو ڀاڏو. سَرل ڪھوڙو. (صفت). طاقتورُ

● سُڪِرُو ج سڪرو: ذ. اپچُ.

● سَڪَرِيارِيُ: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سَڪَڙُ ج سَڪَڙَ: ذ. ڊِپُ - خَوفُ - هِراسُ. ڏَنڌَڻُ.

- سَڪَڙَ ڀَوَڻُ: ڏَنڌڻَ ڀَوَڻُ. ڊَپ کان زبان بند ٿيي وڃڻ.

● سِڪَلُ ۽ سِڪَلَ ؛ ذ. ڪِنيو - ڳوڙهو.
- سِڪَلَ ٻَڌ جَڻُ (ل)؛ ڪِنيا ٻڌ جڻ.
● سُڪَلُ ۽ سُڪَلَ : ذ. [سن. ششڪ = خشڪ] سُڪي ويل - ٺوٺُ - خشڪ - پُرٽ - سِڪو. ٻاٺي نہ مليل - ڳريل - ڪمزور. ٻنا ساھ جي. ٻنا رَسُ جي.
- سُڪِلاڻِ ۽ سِڪِلاڻُون ؛ ث. سُڪِلائي - سوڪ.
- سُڪِلائي ۽ سُڪِلائيُون ؛ ث. خشڪي - اڻپائي - ٺوٺ.
● سُڪَلُ روُمُ: اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديھہ جو نالو.
● سُڪِلانُ ۽ سُڪِلانَ ؛ ذ. پيرجو هڪ زيور.
● سَڪِمو ۽ سَڪِما ؛ ذ. طاقتور - مضبوط - سگهارو - ڏاڍو مڙس. سياڳو. (ث. سَڪِمي ۽ سَڪِميُون: ث.)
● سِڪَنْڌُ ۽ سِڪَنْڌَ : ذ. (سن). ڪتاب جو حصو - باب - چيپٽر. فوج جو جٿو - جيش. شهزادو. اُستاد. راھہ - رستو. جنگ - لڙائي. معاهدو - قبوليت.
● سڪَ نئيُ: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديھہ جو نالو.
● سِڪِيڻُ : ظرف. رهڻ لائق - قابل رهائش. وهَڻَ جهڙو.
● سَڪَڻُ: مصدر. [سن. شَنڪَ = ڊِڄڻ] ڪنبڻ - ڊِڄڻ - ڏَڪڻ - لرزش ۾ اچڻ. جيئن تہ ؛
"مُترڪن مُنھہ ڪڍيا، سانداڻيون سَڪَنِ"
(شاھہ).
ڊَڄڻ - ڏَهڪڻ.
● سِڪَڻُ: مصدر. آڪنبڄڻ - واجهائڻ - تڪڻ. حرص ڪرڻ. آداس ٿيڻ - خواهش مند ٿيڻ - گهرجائو ٿيڻ - ضرورتمند ٿيڻ. (اسم خاص). هڪ لئي جو نالو.
- سِڪِڻو ۽ سِڪِڻا ؛ ذ. صفت. سِڪ ڪنهن شيءِ تي روح رکندڙ - رسڪڻو - ريسالو. لالچي - لوڀي - حريص. سِڪندڙ - سِڪ وارو - سِڪايل - خواهشمند - سِڪَ وندو. اُمائتو - اُميد وار.

● سُڪَڻُ: مصدر. [سن. ششڪ = خشڪ + ڪري = ڪرڻ] خشڪ ٿيڻ - سوٽُ ٿيڻ - ٺوٺ ٿيڻ - ڦڪرو ٿيڻ. آساڻجڻ. ٻنڌ تي وڃڻ - نہ وهڻ. سنهو ٿيڻ - اپرو ٿيڻ - ڪمزور ٿيڻ. رطوبت لڪري وڃڻ. بي حس ٿيڻ.
● سِڪِشا: اسم خاص. ڪاري جي حصي ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.
● سڪِئيُ: اسم خاص. تعلقي ڏهري محبت ۾ هڪ ديھہ جو نالو.
● سَڪو ۽ سَڪا ؛ ذ. [سن. سُوَڪَهہ = ويجهو ماڻٽ] ماڻٽ - عزيز - قريب - سڳو - رت - رشتيدار.
● سِڪو ۽ سِڪا ؛ ذ. [ع. سڪہ = مهر هڻڻ] سرڪاري طرح منظور ٿيل ڪنهن ڌاتوءَ جو قيمتي ٽُڪرو - ضرب. مُهر - ڇاپَ - ٺپو - ٻور - ٽِڪلي. طرز - رَوَش - طريقو - قاعدہ - قانون.
- سِڪائيُ ۽ سِڪائيُ ؛ ذ. صفت. سِڪو جوڙيندڙ - ضرب ساز.
- سِڪو ڄمائڻُ: ڏاڪو ڄمائڻ - رعب وهارڻ.
- سِڪو هَلڻُ ؛ ڏاڪو لڳڻ. حڪومت هلڻ.
● سُڪو ۽ سُڪا ؛ ذ. صفت. [سن. ششڪ. پرا. سُسڪَ = خشڪ] سُڪل - خشڪ - ٺوٺ - ڦڪرو. آساڻيل. (ظرف). مورڳو - صرف.
- سُڪا ساوا ٿيڻُ: ڏتڙيلن جو آسودو ٿيڻ - غريبن جو شاهوڪار ٿيڻ - بي وسيلن کي وسيلو هٿ اچڻ - ظلم جي بدران انصاف جاري ٿيڻ - مظلومن کي انصاف ملڻ.
- سُڪَنُ گڏُ آلا ٻارَڻُ ؛ بي ڏوهين کي بہ ڏوهين سان ملائڻ.
- سُڪَنُ گڏُ آلا ٻرَڻُ: ڪمينن جي صحبت ۾ اشرافن جو بدنام ٿيڻ. گنهگارن سان گڏ بي ڏوهين جو ڏوهاري ليکجڻ.
- سُڪَنُ گڏُ آلا سڙَڻُ ؛ بدمعاشن جي ڪري اشرافن کي بہ تڪليف پهچڻ.
- سُڪو ٻانوُ ۽ سُڪا ٻانا : ذ. صفت. ڏُبرو - لاغر - ضعيف.

- سُڪو جَوابُ ۽ سُڪا جَوابَ: ذ. رُکو جواب - خشڪ جواب - صاف انڪار - خالي جواب.
- سُڪو جَوابُ ڏِيَڻُ: صاف انڪار ڪرڻ - خشڪ جواب ڏيڻ - رُکو جواب ڏيڻ - ڪَنن تي هٿ رکڻ.
- سُڪو ڪاٺُ ۽ سُڪا ڪاٺَ: ذ. صفت. ڪنجُوس - پڪو - بخيل - مرچُوٺ - چنجُوس.

● سُڪُوتُ ۽ سُڪُوتَ: ذ. [ع. سڪوت = سانت] خاموشي - ماٺ - چُپ - چُپ چاپ - سانت. صبر. ٻُٽ - گُپ چُپ - گُنگ ٻوڙ. امن. سامت.
- سُڪُوتُ ڪَرَڻُ: خاموش رهڻ - چُپ چاپ ۾ رهڻ.
- سُڪُوتِي ۽ سُڪُوتِيُون: ث. چُپ چاپ - خاموشي - ماٺ. آرام. سامت.

"تهان پوءِ آئون سڪان تي سلام ڪي" (شاهه).

"سڪوتي سلام پريان سندي پار جو" (شاهه).

● سِڪوتو ۽ سِڪوتا (ل): ذ. مضبوط. سڪايل - آمائتو. لاچي.

● سَڪُوڙ پَلُ ۽ سَڪُوڙ پَلَ: ذ. تَوَ جو سيڪيل.

● سُڪُونُ ۽ سُڪُونَ: ذ. [ع. سَڪَن = ماٺ ۾ رهڻ] آرام - قرار - قيام - رهائش. آسودگي - اطمينان. علم النحو جو هڪ مثال - حرف علت لاءِ مقرر ٿيل خاص نشاني - جزم.
- سُڪُونَتَ ۽ سُڪُونَتُون: ث. قيام - رهائش - گهر - هنڌ - جاءِ - ماڳ - مڪان - رهڻ جي جاءِ - بود و باش - ٺڪاڻو - سڪن - اقامت. آرام - راحت. ملڪ - وطن.
- سُڪُونَتُ پَذِيرُ ٿِيَڻُ: [ع سڪونت + ف. پذ ير > پذ يرفتن = قبول ڪرڻ] رهڻ - بود و باش اختيار ڪرڻ.
- سُڪُونَتَ حاصِلُ ڪَرَڻُ: آرام و راحت حاصل ڪرڻ.
- سُڪُونُ گاهُ ۽ سُڪُونُ گاهَ: ذ. [ع. سڪون + ف گاهه = جاءِ] آرام گاهه.

● سِڪُولِنٽلا: اسم خاص. هڪ ناٽڪ جو نالو. هڪ ڪتاب جو نالو.

● سِڪِي ۽ سِڪِيُون (ک): ث. مٿاڙ ڪي (پرماڻ) آڏ سان پڌڻ جي واجهه جو ٽڪرو. درياهه جي پيڙي.

● سُڪِي ۽ سُڪِيُون: ث. [سن. شُشڪ = خشڪ] خُشڪي. (ث. صفت). سُڪل - خشڪ - لوٺ - سُڪي و پل - ڦڪرو ٿيل. رطوبت کانسواءِ - خالي. ضعيف - ڪمزور - ناتوان - لحيف.
- سُڪِيءَ آليءَ کي آزمائڻُ: زماني جون لاهيون چاڙهيون ڏسڻ - دنيا جو تجربو حاصل ڪرڻ - چڱي مَٺي جو نتيجو پروڙڻ - دوست ۽ دشمن کي چڱيءَ طرح پروڙڻ يا جاچڻ.
- سُڪِي پاڪِي ۽ سُڪِيُون پاڪِيُون (ت): ث. مُنڊو آسترو - حجامت ڪاهڻ جو اوزار. مُنڊي پاڪي.
- سُڪِي ڀاڪِيءَ سانُ ڪُوڙڻُ: ٺڳَڻُ - فريب ڏيڻ.
- سُڪِي ڍانگو ٿِيَڻُ: گَري وڃڻ.
- سُڪِي ڪَنڊا ٿِيَڻُ: نهايت ضعيف ٿيڻ - اپرو ٿيڻ - ڪمزور ٿيڻ - سُڪي وڃڻ.
- سُڪِيءَ جِي سانُڀاهَ: ث. آخرت جي سنيت.
- سُڪِيءَ سانُ ڪَرَڻُ: هروڀرو ڏبائڻ.
- سُڪِيءَ ۾ ٽُبي هَڻَڻُ: پڌري ڳالهه آلي وڃڻ.

● سُڪِيارُ تو ۽ سُڪِيار تا: ذ. صفت. [سن. سُڪريہ: سُ = چڱو + ڪريہ = ڪم] سجايو - سڦلو - فائدمند - ڪارائتو - ڪمائتو - سفيد - فائدي جو - سُود مند - واڌاري وارو - فائدي وارو - ڪم ڪار جو - ڪم وَند.

● سَڪِيلو ۽ سَڪِيلا: ذ. [ع. سڪين = چاقو] ترار - تلوار - شمشير - تيغ - صمصام - سرواهي. رُڪ جو هڪ اوزار.

● سَڪِيئلو ۽ سَڪِيئلا ؛ ذ. [ع. شڪيل = سهڻو] سهڻو - سڊول - ٺاهوڪو - حسين - وڻندڙ - شڪيل - سُنهر - ديداري - ڇيلو.

● سِڪيلَدو ۽ سِڪيلَدا ؛ ذ. صفت. سکي سيکي حاصل ڪيل - لاڏلو - پيارو - پيار سان پاليل - دادلو - سُکيو لِپايل - الپيلو.

- سِڪيلَدو هُئڻ: لاڏلو هئڻ - الپيلو هئڻ.

● سِيک ۽ سِيکيائون ؛ ث. [سن. شِڪش = سکڻ] وِديا - تعليم - علم. اسم خاص. هڪ ذات جو نالو - خالصا.

● سِيکُ ۽ سِيکَ: ذ. گُرُوءَ نانڪ جو پوئلڳ. مُريدُ - چيلو - شِشُ - معتقد - طالب - شاگردُ.

● سُکُ ۽ سُکَ ؛ ذ. [سن. سُکَ = آسودگي] سَهنجُ - سَولائي. آسودگي - راحتَ - آرامُ - آننڊُ - ڪليان - چَينُ - فرحتَ - سَهولَتَ - قرارُ - سيونجُ - مَنگلُ. خوشي - مَسرَتَ. تندرستي. وِٿَت - پَسَنديگي - پرسنتا - ترپتي - راضپو - مَرضي - اختيارُ. شاباسُ - آفرينُ - واه واه. ڪلم ؛ چڱو - ٺهيو - بَسُ - خيرُ - اڇا.

- سُک پَوَڻُ: نه گهرجڻ - ڪنهن ۾ پوڻُ - اوڙاهه ۾ پوڻُ.

- سُک جيءُ سيرانديءَ هيٺئون سيرُ ڏَرِڻُ: سدائين سُکيو ستابو رهڻ - اوَجَ ۽ اِقبال ڪي وَسڻ - سياڳو ٿيڻ - حياتي عيش ۾ گذارڻ - آرام ۽ اطمينان واري زندگي بسر ڪرڻ.

- سُک ڦِٽَڻُ: آرامُ ڦِٽڻُ. لاڳيتو انتظار هئڻ.

- سُک سُمهڻُ: آرام جي زندگي بسر ڪرڻ. ڪوبه اولو يا ڳڻتي دل ۾ نه هئڻ.

- سُک وَڃَڻُ: آرامُ ڦِٽڻُ. اِنتظارُ وَڌڻُ.

● سُکا ۽ سُکائون: ث. پاسَ - منتَ - مَڃتَ - ڪُڻُ - نذر نيازُ - نذرانو - جنتا - داچا - وَچنُ - مَڃيتا - پُرڻُ - سُڪليپُ - پرڻ تَڪيا - آسيد. خوشي.

● سُکالو ۽ سُکالا: ذ. صفت. [سن. سک + الي = جاء] خوشُ - آسُودو - سُکيو - پرسنُ.

نَوُ بَنو - تَندُرُستُ - چاقُ - چاڪُ - چڱو ڀلو. سَورلو - سَهنجو. نهالُ - خوشُ.

- سُکالڙو ۽ سُکالڙا ؛ ذ. صفت. خوشُ - آسُودو - سُکيو. چڱو. سَکرو - سَجهو - بهتر - سَجيئيه - خوشحالُ. تندرست - چاق - چاڪُ - چڱو ڀلو. (مجازاً). بيمارُ - ناخوشُ. بي مَزي.

- سُکالڙو هُئڻ: بيمار هئڻ.

- سُکالڙي ۽ سُکالڙيون: ث. خوشُ - آسودي - سُکي - چڱي - سَکري - سجهي - بهتر - سَجيئي - خوشحالُ. تندرست - چاقُ - چڱي ڀلي. (مجازاً). بيمار - آڪهي - ناچاقُ.

- سُکاوِلو ۽ سُکاوِلا: ذ. صفت. [سن. سُک] خوشُ - آسودو - سُکيو - نَوُ بَنو - تندرستُ - چاڪُ - چڱو ڀلو. (مجازاً). بيمارُ - ناچڱو - ناخوشُ.

- سُکاوِلي ۽ سُکاوِليون ؛ ث. صفت. سُکي - آسودي. (مجازاً). بيمار. (اسم). بيماري - تپاوَلي.

● سُکانُ ۽ سُکانَ: ذ. [ع. سُکان سکن = ترتيب] ٻيڙيءَ يا جهاز کي ڦيرائڻ يا ورائڻ جو هڪ اوزار - ٻيڙيءَ جو ڪَنُ - سُکاڻُ. ويٺي پنيان اچو تختو. هڪ مُنشي وارو ويٺو. ڪُوهو. انتظام - حڪومت جون واڳون.

- سُکاني ۽ سُکانيءَ: ذ. جهاز يا ٻيڙي هلائيندڙ - جهاز ران - ملاح.

- سُکاڻُ ۽ سُکاڻَ (ڪ): ذ. سُکانُ - ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو - ٻيڙيءَ جي رُخ ڦيرائڻ واسطي هڪ قسم جو اڀو تختو - ويٺو. (ل) ٻيڙي کي هلائڻ لاءِ ڪاٺ جو ٽُڪر.

- سُکاڻي ۽ سُکاڻيءَ: ذ. سُکاڻ وارو - ٻيڙي هلائيندڙ - رهبر.

● سِکائي ۽ سِکائيون: ث. [سن. شڪش = سکڻ] اسڪول جي فِي - اُجورو - پگهار - لوازمو - محنتانو.

● سِيکارِڻُ (ت): مصدر. [سن. شڪش = سکڻ] سيکارڻ - سکيا ڏيڻ - تعليم ڏيڻ - سبق ڏيڻ.

● سُکُپالُ ۽ سُکُپالَ : ذ. [سن. سُکَ + پال = پالکي] ڏولي - پالکي - چوڏيل - محفو. خاوالد - مُحافہ - (صفت). سُکُهُو - موچارو.

● سُکُپِٽَ ۽ سُکُپِٽُون: ث. [سن. شُپِٽ = گهري ننبُ] سيج - سيج - شادي ۽ جو پلنگ (اسم خاص) هندو فقيرن جي پيي منزل جو نالو (سُنوت، سکپِٽ، جاگرت، تريا).

- سُکُپِٽَ سيجَ ۽ سُکُپِٽِ سيجُون: ث. شادي ۽ جو پلنگ.

● سُکُپُور: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد، تعلقي خيرپور ناٿن شاه، تعلقي جاتي، تعلقي شاهبندر، تعلقي گهوڙاباري، تعلقي ميرپور ساڪرو، تعلقي سجاول ۽ تعلقي سڪرنڊ ۾ ديهن جو نالو.

● سُکُپِرُ ۽ سُکُپِرَ: ذ. صفت. موڪرو - ڪُشادو - ويڪرو - چوڙو.

● سُکُدائِي ۽ سُکُدائِيُ: ذ. صفت. [سن. سک + دا = ڏيڻ] آرام ده - فرحت بخش - راحت وارو - وڻندڙ.

● سُکُدامُ ۽ سُکُدامَ: ذ. آسائش گهر - آرام گهر.

● سَکَرُ ۽ سَکَرَ: ذ. صفت. [سن. ساڪشر: سَ = سان + اڪشر - اکر - وديا] چڱو ماڻهو - عزت وارو - آبروُ وارو - تمام سٺو ماڻهو - ڀَلو ماڻهو. چڱو - موچارو - خوش چڱو ڀلو - تازو تکڙو - صحت ياب - تندرست ۽ نيمرو - بهتر - سکرائتو - فرحتي. وڻندڙ - پسندي ۽ جهڙو. سَرس - ٿورو زياده. اسم خاص. سنڌ ۾ هڪ ضلع، شهر ۽ ديهه جو نالو.

- سَکَرائِتُو ۽ سَکَرائِيتا: ذ. صفت. چاق - تندرست - چڱو ڀلو - خوش - تازو - توُرينو - جوڙ.

- سَکَرائِيُ ۽ سَکَرائِيُون: ث. چڱيلائي - چاقائي. آمَن. آسُودگي.

- سَکَرُو سَنو ۽ سَکَرا سَنا: ذ. چڱو ڀڄڙو.

- سَکِيرُو ۽ سَکِيرا: ذ. ناهوڪو. (ضد = نسکرو).

● سَکَرَ ۽ سَکَرُون: ث. [سن. شيڪر = ڳاڙهي، لال] ڳاڙهي ۽ چمڪندڙ رنگ جو هيرو يا لعل. عربستاني چنبيلي ۽ جي مُکڙي ; جئن ته :

"سَولهن وجاير سومرا،
سَکَر جهڙي سُونهن"
(شاه).

چُهَنب - ڏار - چونب. (صفت). وڻندڙ - پسندي ۽ جهڙي - حَسين - سهڻي.

● سَکَرُ پُراڻو: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَکَرُ جَرُوارَ: اسم خاص. تعلقي شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَکَرُ نئون: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَکَر يجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سُکُمَرُدُ ۽ سُکُمَرُدَ: ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو، باغنُ ۾ سالئونُ جي موسم ۾ آپرندڙ، دَستنُ کي بند ڪرڻ لاءِ دوا طور استعمال ٿيندڙ. عياشُ.

- سُکُمَرُدُ: ذ. سُکُمَرُدُ.

● سِکَڻُ: مصدر. [سن. شيڪش = سکڻ] وِدِيا يا علمُ حاصل ڪرڻ - پرائڻ - حاصل ڪرڻ - سبق حاصل ڪرڻ. پُڌُڻ - خبر پوڻ. ڪنهن جي عادت يا رَوِشَ اختيار ڪرڻ. جاڻڻ - پُجهڻ - پِرُوڙڻ. هٿ ڪرڻ. معلوم ڪرڻ.

● سَکِيٽو ۽ سَکِيٽا: ذ. خالي - ٺلهو - پالهو - واندو. سُڃو - کِنل - هٿين خالي - غريب - ويران - نِسڪَملو - بکيو. اڪيلو.

● سَکِيٽائِي ۽ سَکِيٽائِيُون: ث. آڻ هوند - ڪنگاليُو - اُوٽائِي - گهٽتائِيُ - ڪَميِيُ - اِفلاسُ - ڪِنِيلائِي - غريبي - ڪوتاهيُ - آپرائِيُ - وِلهائِيُ.

- سَکِيٽو دِلاسُو ڏِيڻُ: فقط آسرو ڏيڻ مگر ڪم نه ڪرڻ.

● سيکِيٽيِي ۽ سيکِيٽيُون: ث. سيک عورت - چيلِيي - مُربدِيائِيُ.

● سڪو ۽ سڪا (ل): ذ. دوسـتُ - يارُ. ساٿِي. سِيڪُ - خالصو.

● سُڪو ۽ سُڪا: ذ. [هہ. سوڪا = سُڪل] سائِيُ - ڇيڊِي پيَنڪَ. پيَنڪَ جِي سِوائِي. [سن. ششڪ = خشڪ] شُڪلُ - خُشڪ تيل - هروتيل - سُڪل تماڪُ.

- سُڪو پَتَر: ث. گَهيرِيُ نينڊَ - گهيرَنُ واري ننڊَ. پَٽَ ۾.

● سَڪِيُ ۽ سَڪِيُونُ: ث. [سن. سَڪِي = ساهيڙي. عورت] سَهيلِيُ - ساهيڙِيُ - سَرتِيُ - جيڏِ ڙي - جيڏِي - پريت واري - هِڪجيڏِيُ. مددگار - همدرد - دِل واري - حال وَنڊِ ينڊَڙَ. زَنانو لباس ڪندڙ فقيرن جي هڪ ٽولي.

● سِڪِيُ ۽ سِڪِيُونُ: ث. [سن. شِڪش = سکڻ] چيلِيُ - شاگِرد پاڻي - مُريد پاڻِيُ. سکَ ڌرم ۾ داخل ٿيڻ لاءِ پرچار. سِکَ عورت.

● سُڪِي ۽ سُڪِيُون: ث. هڪ قِسم جو ڪوڙو - ڦُلڪاريُ.

● سِکيا ۽ سِکيائُون: ث. [سن. شِڪش = سکڻ] وِدِيا - تعليمَ - عِلمُ - ڄاڻ - مَعلومات - خبرَ. پروڙَ - عقل - هُنر - پَرُوڙَ - سَمُجهَ - سُڄاڻ. نصيحت - هدايتَ - تَلقينَ. وَظيفه - حاصِلات. اُجُورو - مَحنتانو - مَزُدوري.

● سِکيُجا: اسمِ خاص. مهر قَوُمَ جو هڪ پاڙو.

● سِکيَرائِيُ: اسمِ خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سُکيو ۽ سُکيا: ذ. صفت. [سن. سُکَ = خوش] آسُودو - سَکَرُ - خُوشحالُ - هُولِد وارو - مَڇِي مانِيءَ وارو - شاهوڪارُ. سَوَلو - سَهَنجو - پنان تَڪلِيفَ. خوش - سُکِي - نِهالُ - آنند - پرسَنُ - سُکالو. چڱو. سرسبز - آبادُ. بَختاوَرُ.

- سُکياڻِيُ ۽ سُکياڻِيُونُ: ث. آسُودِي عورت - سَکَرَ زالَ.

- سُکيو تَکَر کانئِڻُ: خُوشُ گُذارَڻُ.

- سُکيو سَتابو ۽ سُکيا سَتابا: ذ. صفت. آسُودو - شاهُوڪارُ - پنهنجيءَ هُولِد وارو - پنان اِحتياج وارو. خُوشُ.

● سَگُ ۽ سَگَ: ذ. (ف) هڪ جاليوَرُ - ڪُتو.

- سَگِ بازارِيُ: عام ڪُتو - بازاري ڪُتو.

- سَگبانُ ۽ سَگبانَ: ذ. [ف. سگ + بان = تاتيندڙ] ڪُتا رکندڙ - ڪُتا ڌار پيندڙُ - ڪُتا پاليندڙُ. ڪُتن جو ڌڻي - ڪُتن جو مالِڪُ.

- سَگِ تازِيُ: ذ. (ف). عربي نسل جو شِڪاري ڪُتو.

- سَگِ شِڪارِيُ: ذ. (ف). شِڪارُ ڪندڙ ڪُتو.

- سِگارُ ۽ سِگار: ذ. اسم. [انگ Cigar] تماڪَ جي پنن مان ٺهيل وڏو سِگريٽُ - چُرُوٽُ.

● سگارَتُ ۽ سگارَتُون: ث. ڪاميابي - ڪامراني - فتح - جيت - فتحمندي.

● سگائِڻُ (ت): مَصدَرُ. کسڪائڻ - تيرڪائڻ - لمائڻ - چورائڻ. ٿيڙَڻُ. گِسڪائڻ - ٻري ڪَرڻ - هَٽائڻ.

● سگنو ۽ سگنا: ذ. [سن. سنڪٽ: سوڙهو - تنگ = بد بختي] نَحسُ ڏِينهَنُ - ليا ڳو ڏينهَن - مَنحُوسُ ڏينهَن - نِحَسُ ڏَڻُ.

● سگنو ۽ سگنا: ذ. [سن. ست = نيڪ + گت = رستو] چڱو ڏينهن - سيا ڳو ڏينهن.

● سُگِنو ۽ سُگِنا (ت): ذ. [سن. شَڪت = وِٽندڙ] صافُ - صَفا - ليچُ - ڇِنڊُ - شُڌُ - پاڪُ - پَوِترُ. سوزُونُ - پورو - پيهَڪ وارو.

● سُگِرو ۽ سُگِرا (ل): ذ. [سن. شڪٽڪا] هڪ لوهارڪو اوزارُ - اُهيندَن کي رَوات وغيره هَڻڻ لاءِ جهلي بيهڻ جو اوزارُ - سوڳارو. (لوهارو).

● سِگِيرِيُ ۽ سِگِيرِيُونُ: ث. ڪوئلن پارڻ لاءِ لوهه جي ڇُلهه - ڪُلُ - انگيٺِيُ - منگَل.

● سُگِرِيُ (ت): ذ. ٿر ملڪ ۾ ٿيندڙ هڪ ٻڪِيءَ جو قِسمُ.

● سِگريٽُ ۽ سِگِريٽ: سِگِريٽُونُ: ذ. ث. [انگ. Cigratte] تماڪ ڀريَلَ وِلائتي اڇي ٻني جي ٻيڙِيُ.

● سَڳيلو ۽ سَڳيلا؛ ذ. فضيلت وارو - فضيلت پَريو - فضيلت ماب. ڏاهوڪو - سُهڻو - حَسِين - موچارو. سُٺو - چڱو. (ضد. آڳلو ۽ آڳلا).

● سُگهرُ ۽ سُگهرَ: ذ. صفت. [سن. سُ = چڱو + گهر = وڃڻ]. سَوَلو - سَٺائو - آسانُ - سَهنجو - سَليِسُ - سُٿِرو - سَوکو.

● سُگَنُ ۽ سُگَنَ: ذ. ساٺُ - سَنُوڻُ - سوڻُ. شُگَنُ - شُگُونُ - فالَ - آؤساڻُ.

● سِگنَلُ ۽ سِگنَلَ؛ ذ. [انگ. Signal] اِشارو - اَهڃاڻُ - اَهڃَ. ريل گاڏِيءَ جي آمد جو نِشانُ.

- سِگنَلرُ ۽ سِگنَلرَ؛ ذ. [انگ Signaller] اِشارو ڏيندڙ. ريل گاڏيءَ جي آمد جو نشانُ ڏيندڙ. تار بابُو - ٽيليگراف ڪِلارَڪُ.

● سَڳو ۽ سَڳا (ٿ): ذ. سڳو - ويجهو - مائٽُ - رِشتيدارُ - عزيزُ.

- سَڳوتَرُ ۽ سَڳوتَرَ (ٿ): ذ. سڳي برادري - ساڳيو ڪُٽنبُ.

● سَڳُ ۽ سَڳَ؛ ذ. ڪُرُ - پتو - پارُ - نيشانُ - پيرو - ليڙو - ليڪو - پَتڻُ - اَهڃاڻُ - ڏَسُ - پَروُ - اَهڃَ. چوريءَ مان ڦورو هٿ آيل مالُ - چوري ٿيل سامانُ. ثابِتي - تَصدِيقَ - پڪ - خاطري. اصلي شيء - ساڳِي شيء - جِنسِيُ - هُوبهُو.

- سَڳدارُ ۽ سَڳدارَ: ذ. سَڳ وارو - ثابتيءَ وارو - تصديق وارو - چوري ٿيل مال.

- سَڳ سڃاڻڻُ؛ چور وٽ پنهنجي اصلي شيءِ سڃاڻڻ - ثابتي لهڻ - اصليت مان واقف ٿيڻ.

- سَڳ مِلڻُ؛ ثابتي ملڻ - پڪ ملڻ - تصديق ملڻ.

● سَڳائِي ۽ سَڳائيُون؛ ث. [سن. سڳوتر = عزازت] عزيزي - مائٽي - مِٺاچاري - عزازت - رشتو - مِٽي - سَنبندُ - پائپي - رشتيداري - قرابت - قريبي. ناتو - دوستي - سنگت - ساٿ. لاڳاپو - ڳالهاپو. [سن. سَڳرَيَ] هڪجهڙائي - برابري - مشابهت - ساڳي اصليت.

● سَڳتَ ۽ سَڳتُون: ث. [سن. شَڪتِ = سگهہ - طاقت - زور - قُوَت - سَگهہ - ٻَلُ - وِتُ. هِمت - بهادري - بَرجُستائي - سُورهيائي.

- سَڳتائو ۽ سَڳتائا؛ ذ. صفت. طاقت وارو - زور وارو - طاقتور - زورآور - هِمت وارو - سُورهيہ - بهادر - ٻَلوان - قَوي - جُنگ - سَگهو - بَرجُستو - ٻَلُيار - ٻَلُيارو - همٿوان.

- سَڳتو ۽ سَڳتا؛ ذ. صفت. طاقت وارو - زور وارو - سُورهيہ - بهادر.

● سُڳترو ۽ سُڳترا؛ ذ. [هہ. سُک تَلا] جُتيءَ ۾ هيٺان رکيل چمڙو - سُپترو - پَتاوو.

● سُڳَنداسِي: ذ. [سن. س = چڱو + ڳَند = گَنڌ = باس + واسُ] خوشبوءِدار جانورن جو هڪ قسم - خاشا - سُگنداسِي.

● سَڳَرُ ۽ سَڳَرَ؛ ذ. وَڳَر - سَٿ - سنگت - ٽولو. قرابت - پاڙو. گَلو - وَلَرُ - وَڳُ - ڌَڻُ - رَهلو - رَلو. [سن. سنڪل = رستو] واٽ - راهہ - رستو - دَڳُ - سڙڪ - پيچرو - گهاڙوُ. سَفرُ - مُسافري. جبل - پهاڙُ - ڪوهہ - ٽڪري. (صفت). برابر - مَٽَ - هڪ جهڙو - ثاني - شريڪ - هُوبهُو - جِنسِي - نِيمُ پيمُ. اهڙو (ڪ - سَڳُون) (اسم خاص). رياست ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.

● سَڳِڙو ۽ سَڳِڙا؛ ذ. سڳو - ڏاڳو - تَندُ. ڪَرائيءَ ۾ ٻڌل سنهو ڏاڳو - ڳانو - ڳاني. ٻَڌُونءَ يا ڳوٺريءَ جو هڪ قسم.

- سَڳِڙِي ۽ سَڳِڙِيُون؛ ث. شاديءَ ۾ هڪ ڳاني ٻڌڻ جي رسم.

- سَڳِڙِيءَ واري ۽ سَڳِڙِيءَ وارِيُون: ث. شاديءَ ۾ ڳاني ٻڌڻ واري رسم ادا ڪندڙ عورت - ڏوري واري - رڪڙي واري. سُڳڻ واري - ساٿَ واري.

● سُڳَنُ ۽ سُڳَنَ؛ ذ. [سن. شَڪُنُ = سَوَڻُ] سَوَڻُ - سُڳڻ - ساٿ - شُگُون - اؤساڻ. رسم - رواج.

- سُڳِنائِيتو ۽ سُڳِنائِيتا: ذ. سُڳن وارو - سَوَڻَ وارو - ساٿ وارو.

● سُڳنڌُ ج سُڳنڌُون: ث. [سن. سُگنڌَ. سُ=چڱي+ گنڌ=بوء] سٺي بوء- خُوشبُوء. سُرهاڻَ- هُٻڪارَ- هُٻا- هُڳاءُ- مَهڪَ- واسَ. عَطرُ- تيلُ ڦُليل. ڌُوپُ- واسُ- ريالُ- لوبانُ.

- سُڳنڌادِڪُ ج سُڳنڌادِڪَ: ذ. خوشبوء دارُ- سُڳنڌِي- سُڳنڌِيو- مَهڪدارُ- سُڳنڌادِڪُ.

- سُڳنڌِيو ج سُڳنڌِيا: ذ. صفت. خوشبوء دارُ- سُرهو- سُڳنڌِيُ. (اسم). سُرها چانوَرَ- چانوَرَن جي هڪ جنس- سُڳداسِيُ.

● سُڳڻُ ج سُڳڻَ: ذ. [هـ. شگُن=سُڳڻُ] سَوَڻُ- ساتُ- ساٿُ- آهيَچ- آؤساڻُ- شُگُونُ- فالَ- سُوڻُ. ڀَرمُ- سَنسو- وَهمُ- گُمانُ. ترتيبَ- جوڙجڪُ- بيهڪَ- ناهہ نوهہ- سياٽسيلو.

- سُڳڻُ ڪرڻ: سَوَڻُ ڪرڻ- ساتُ ڪرڻ. فال وِجهڻ. چکي ڏِسڻ- چکڻُ- وِندِرا ڪرڻ- لذت وٺڻ- چَشڪو وَٺڻ- سَوادُ وَٺڻُ- ذائقو وٺڻ- مزو وَٺڻ- چَسَ وَٺڻ.

● سُڳڻا ج سُڳڻا: ذ. [سن. سُ=چڱو+ گن= خاصيت] سڀورو- شُڀُ- سڀاڳو- مَهُورَت وارو- سَدورو- ڀَختاوَرُ- نيڪ ڀَختُ.

- سُڳڻِي ج سُڳڻِيُون: ث. سَوَڻَنُ واري- ساڻَنُ واري. گُڻُ واري- گُڻوانُ- گُڻائتيُ. فائديمند- فائدي وارِيُ

● سُڳڻو ج سُڳڻا (ت): ذ. سَستو- سَهانگو- ٿوري مُلهہ وارو- گهٽ قيمت وارو.

- سُڳڻائيُ ج سُڳڻائيُون: ث. سَهانگائي- سَستائي.

● سُڳڻيُ ج سُڳڻيُون: ث. اِسمِ خاصُ. اوپڙَ جو هڪ قِسمُ- ماڄهليُ- ٽُوئر.

● سڳو ج سڳا: ذ. ڌاڳو- ڌورُ- سُٽَ وغيره جي تَنڊُ. سينگار لاءِ سُٽَ جي تَنڊ جو زيوَرُ. ڪَرائيءَ ۾ ٻَڌڻ جو سونَ يا چانڊِيءَ جي تند جو زيوَرُ. مال جو رَسو. گهوڙي يا اٺ جو سُٽ مان ٺهيل ڪنهن سَنجهہ جو هڪ قِسمُ.

دُعا لاءِ سُٽَ جي وَٽايل تَنڊُ- سڳو ڦيٺو. رَسو- واجهہ- ٺوڙهو. سڳَ ۾ سَنڌُون سِڌو عزيزُ- مائٽُ- مٽُ- رشتيدارُ- مائٽِيءَ وارو- سَڳو- ساڳي ڪُٽنب جو- ڀيرادِرِيءَ وارو- حَقيقي- جيگرُ- رَتُ- پنهنجو. سچو. (ضد. ليڳو).

- سڳو ڀاءُ ج سڳا ڀائُرَ: ذ. حَقيقِيُ ڀاءُ- هڪ ماءُ پيءُ جو اولادُ- سچو ڀاءُ- جيگرِيُ ڀاءُ.

- سڳو سورَڻُ: تَسبيحَ سورَڻ- وَظيفو ڪَيڻ. حيلو هلائڻ- آڱڪل ۽ حرفت ڪان ڪم وَٺڻ. ٺَهارَڻ- ڳالهہ ڪَيڻ- گُفتگُوء ڇيڙڻ.

- سڳي ڌاڳي ۾ هُجَڻُ: چَنسي ۾ هُجڻ- ٻَڌَلُ هُجڻ. ٻوٿلڳُ هجڻ- چيلو هجَڻ.

● سڳورو ج سڳورا: ذ. [سن. سُ=چڱو+ گن=خاصيت] ڀَلارو- مُبارَڪُ- اَفضَلُ- وَڏو- بُزرگُ- شانوارو- شاناٺو- مَٿاهُون- آعلي- آتاهُون. سڀاڳو- سَدورو- ٻَختَ وارو. سَٺائو- سَولو- آسانُ- سَهنجو. چڱو- شُڀُ. پَوِترُ- پاڪُ.

● سڳهَڙُ ج سڳهَڙَ (ت): ذ. ڪُجهہ وَڏيرو- پنهنجي طاقت تي هَلندڙ- ٻَرجُستو "ٻارُ".

- سڳهڙو ج سڳهَڙا (ت): ذ. چاڪُ- چڱو ڀلو- تندرست- سَکَرُ- ٺيڪُ- نَوَ ٻَنو- تازو توانو- جوپُ- خُوشُ باشُ.

- سڳهَڙو ٿيڻُ (ت): چڱو ڀلو ٿيڻ- تَندرُستُ ٿيڻ- سَکَرَ ٿيڻ.

● سڳِيُ ج سڳِيُونُ: ث. زالن جُون وارَنُ ۾ ملائڻ جُون سُٽَ يا پَٽَ جون لامُون- عورَتن جي سينگارَ جي هڪ شَئي. عزيز- ويجهيُ- رَت. (ضد: نيڳيُ).

● سڳيُون: ث. اسم خاصُ. تعلقي ڪَنڊيَت خيرپورُ رياسُتَ ۾ هڪ ديهہ جو ٽالو.

● سِکهہ: اِسم خاص. تعلقي ڪيهري ۾ هڪ ديهہ جو ٽالو.

● سُکھاٹو ج سُکھاٹا (ت): ذ. سُٺيي هَلَرَ ڳاهيَلَ- تمام صفا ڪَيلُ آنُ.

● سڳهيرو ۽ سڳهيرا: ذ. صفت. [سن. سَ = سان + گره = گهر] پرڻيل - شادي شُده - زالَ وارو. عَيالَ سان - ٻاتين سان - ٻارَن ٻچن وارو - عيالدارُ - عَيالَ وارو - ٻچڙيوالُ - ڪُٽنبَ وارو - گهرَ ٻارَ وارو - ٻاقيبيلي. (ظرف). سَڀُ - ميڙ بوئي - ميڙ يئي - جُملہ - ڪٺا - گڏُ. هرهڪ - هرڪو - جُدا جُدا - آڪيلو.

● سُگهڙ: اسم خاص. خيرپور رياست ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.

● سُگهڙُ ۽ سُگهڙ: ذ. [سن. سُ = چڱو + گهٽ = گهڙڻُ] سهڻو ٺاهيندڙ - سهڻو ٻهاريندڙ - سهڻو ٺاهيندڙ - سهڻو ڪندڙ - سني گهڙت وارو - هُنري - چتُرُ - ڪُشل - ماهر - حاذق - هُنرمند - ڪاريگر - هُنرائتو - هُنري - اُستاد - چالو - تجربہ ڪار - دستڪار. عاقل - داناءُ - فهيم - سمجهو - ٻُڌوان - ٻُڌيوان - ذَڪي - ذَهين - هوشيار - ڏاهو - سياڻو - سُتروان - عقلمند - صاحب تميز - ذي شَعُور - دانشمند. چڱو - ايڪ - ڀَلو - سيلوان - ڌرم شيل - نيڪوڪار - ثوابي - سلڇڻو - نيڪيءَ جو - پاڪدامن - سدا چاري - ڳڻوان - خاصيتن وارو. شاعر - پين جا شعر ياد ڪندڙ ۽ ٻڌائيندڙ - سُخن سنج - شعر چوندڙ. سيبتو - صفائي پسند - صفا - اُجلو - پوتر - پاڪ - اڇو اُجرو - سالڪ. چالاڪ (ث. سُگهڙ ۽ سُگهڙون). (اسم خاص). هڪ ماڻهوءَ جو نالو.

- سُگهڙائپ ۽ سُگهڙائپون: ث. هنرمندي - سني گهڙت - سني جوڙ. ڪم - هُنر - ترتيب - ڏاهپ - وهنر - ڪَرڻ ڪُوت. سياڻپ - ڏاهپ - هوشياري - چترائي - چالاڪي. دانائي - عقلمندي - عقل - شَعُور - تميز. ادب - حيا - فضيلت - لڇڻ.

- سُگهڙائيءَ ۽ سُگهڙائيون: ث. سُگهڙائپ.

● سُگهڙو: اسم خاص. چانورن جي هڪ قسم جو نالو.

● سڳهڻ: مصدر. [سن. شڪن = طاقت هئڻ] طاقت هجڻ - زور هجڻ - وِت هجڻ - سگهہ رکڻ - ٻَلُ هجڻ - توفيق رکڻ. لائق هجڻ - پورو هجڻ. ڪو به ڪم ڪري سگهڻ. پُڄڻ - پُڳڻ - پهچڻ. همت رکڻ.

- سگهہ ۽ سگهون: ث. زور - طاقت - ٻلُ - سگهت - سامرٿي - وَسُ - سَمرٿي - توفيق - سَتُ - شڪتي - قُوت. آڌار - آسرو - ڏَيُ - سهارو. پُڄندي - هلندي - مَجالُ - پُهچ - وِتُ - دَسترَسي. دِ گهو - اختياري. مردانگي - مڙسي - بهادري - هستي - جُرئت - همت. قابليت - لياقت - هوشياري - دانائي - ڏاهپ.

- سگهاتو ۽ سگهاتا: ذ. صفت. طاقت وارو - طاقتور - زور وارو - زوراورُ - ٻَلوان - پهلوان - سگهارو - سگهائتو - جانٺو - قَوي - جُنگ - پليارو - بانڪو - جوڌو - ڏاڍو مڙس - دلير - بهادر - همت وارو.

- سگهہ آرُ ڪرڻُ: همت ڏانهن لاڙو ڪرڻ - بهادريءَ ڏانهن رجوع ٿيڻ.

- سگهارو ۽ سگهارا: ذ. طاقتمند - ٻَلوان - سگهاتو - سگهائتو - قُوَتي - زوروارو - زورپريو - ڏاڍو - همتي - همت وارو - دلير - بهادر - بانڪو. پهلوان - جانٺو - مضبوط. تندرست - نِرويو - چاق - چڱو ڀلو. خوش - سرهو - راضي - نهال - پرسن.

- سگهائيتو ۽ سگهائيتا: ذ. صفت. سگهو - سگهاتو - سگهارو - طاقت وارو - زور وارو - قوي - قُوت پريو - ٻَلوان - پليارو - پهلوان - دلير - بهادُر.

- سگهائجڻُ: طاقت ۾ اچڻ - زور ۾ اچڻ - قُوَت ٿيڻ - سگهہ اچڻ - همت ٿيڻ - پهلواني ٿيڻ - دليري جو جوش اچڻ - بهادريءَ جو جذبو اچڻ.

- سگهائيُ ۽ سگهائيون: ث. زور - طاقت - ٻَلُ - توفيق - سگهت - سگهہ - شڪتي - سَتُ - تيجُ - جوهر - سامرٿي - قُوت - جانٺائي. دليري - بهادري - همت - مردانگي. چاڪائي - چڱڀلائي - تندرستي - جوڙائي - سَڪرائي - نِيڪائي.

- سگهتَ ۽ سگهتون: ث. اسم. طاقت - ٻَل - سگهہ - قُوَت - توفيق - همت - مردانگي - دليري - بهادري - سگهائي.

- سَگھو ۽ سَگھا: ذ. صفت. طاقتور - مضبوط - طاقت وارو - سگھارو - سگھائتو - زوردار - زور ڀريو - زبردست - سَتائو - جَبرو - پراڪرمي - ٻلوان - ڦرارو - شهه زور - ٻلیار - جاڏو - ٻلي - ڪڙا ڪڙي - سَبرُ - سَگتو - سگتي - سَتائيتو - قوتي - تَوانو - جانٺو - جوانمرد - پهلوان - دلير - سَڪمو - جرئت وارو - همت ڀريو - جُنگ - راٺوڙ. ٻچت وارو - هلنديءَ وارو - پڄنديءَ وارو. تندرست - چاق - چڱو ڀلو - خوش - نيڪ - جُوپُ. تيکو - تيز - چُوهو - چُوٽ (ڪ). (اسم خاص). ماڻهوءَ جو نالو.

- سَگھو ٿيڻُ: چاق ٿيڻ - چڱو ڀلو ٿيڻ - تندرست ٿيڻ. طاقتور يا مضبوط ٿيڻ.

● سِگھو ۽ سگھا: ذ. ظرف. [سن. شيگھر] جلد - تڪڙو - سگھه ڀريو. تَهه ٻَهه - سيگهه ۾ - ٻاڪ ۾ - يڪدم - فوراً - جهٽ پٽ - تيز - چُوهو - آمالڪ - بنا دير - اِجهو - هينئر جو هينئر - ٿوري ۾ - جلدي - تُرت - فرفر - تڙي ڪڙي - تيکو - يڪدم - ٿڏي تي - ٻيٺي پير.

- سِگھاڻ ۽ سِگھائون: ث. [سن. شيگھر] جلدائي - سيگهه - تڪڙ.

- سِگھائي ۽ سِگھائيون: ث. سيگهه - چوٽ - تيز - جلدائي - چُنڪي - ڦُڙتائي - چُوهائي - تڪڙ - تڪڙائي.

- سِگھيڙو ۽ سِگھيڙا: ذ. ظرف. جلد - سِگھو - جهٽ پٽ - هڪدم - آمالڪ - بنان دير - تَهه ٻَهه - تيکو - تڪڙو - چُوٽ - چُوهو - تيز. (اسم). ڏاڳ جو هڪ قسم.

● سِگھيڙيو: ذ. هڪ قسم جو سنهو ڏگهو ڏاڳ.

- سِگھوئي: ظرف. سِگھو - جلد.

- سِگھيرڙپ ۽ سِگھيرڙيون (ت): ث. جلدائي - سِگوڙائي - سِگھيرڙائي - سيگهه.

- سِگھيرڙو ۽ سِگھيرڙا: ذ. ظرف. سِگھو - سِگھوئي - سِگھيرو - ٿورو تڪڙو - ڪجهه جلدي.

- سِگھيرو ۽ سِگھيرا: ذ. ظرف. سگھيرڙو - سِگھو - سِگھوئي - ٿورو تڪڙو - ڪجهه جلدي.

● سُگھيرُ ۽ سُگھيرَ: ذ. چڱو رستو - سنو رستو - آتم رستو - سُنو کهڙو.

● سَڱُ ۽ سَڱَ: ذ. مائٽي - عزيزي - مِٽاچاري - ناتو - سَٻنڌ - نسبت - تعلق - رشتو - لاڳاپو - ڳانڍاپو - سڳائي - عزازت - رشتيداري - مِٽي. شاديءَ لاءِ گھر بل پانهن.

- سَڱابندي ۽ سَڱابنديون: ث. مِٽي مائٽي - عزازت - رشتيداري - سَڱاتَ. شاديءَ جي سلسلي ۾ وٺ - ناتو - پاڻيچاري.

- سَڱاتَ ۽ سَڱاتون (ت): ث. سَڱابندي.

- سَڱُ ڇِڪڻُ يا سَڱُ ڇِڪائڻُ. عزازت ڳنڍڻ لاءِ سَڱ جي گھُر ڪرڻ - پانهن جي گھُر ڪرڻ - سَڱابندي ڪرڻ - عزازت لاءِ ڇِڪڻ - شاديءَ لاءِ ڇوڪريءَ جي گھر ڪرڻ.

- سَڱُ ماهڻُ: مائٽيءَ جي دعويٰ ڪرڻ - عزيز سڏائڻ - رشتيداريءَ جي دعويٰ ڪرڻ - مائٽي ڪرڻ - مائٽي ڇِڪڻ. برابري ڪرڻ - سينو ماهڻ - هڪجهڙائي ڪرڻ - مشابهت ڪرڻ.

- سَڱُ سَنوان ڪَرَڻُ: دوستيءَ جا دم هڻڻ - مائٽيءَ جي دعويٰ ڪرڻ - عزازت جي دعويٰ ڪرڻ - رشتو ڳنڍڻ.

- سَڱُ سُورَڻُ: سَڱَ ماهڻ - رِشتو ڳنڍڻ - رشتي جي اميد رکڻ - مائٽيءَ جي دعويٰ ڪرڻ - عزازت ڇِڪڻ.

- سَڱُ سياڪو ۽ سَڱَ سياڪا: ذ. مِٽي مائٽي - رشتيداري - رشتو - عزازت - مِٽي - مِٽاچاري.

- سَڱُ کهُرَڻُ: نڪاح ڪرڻ لاءِ ڇوڪريءَ جي گھُرَ ڪرڻ - پانهن جي گھر ڪرڻ.

- سَڱُ وَٺَڻُ: شاديءَ لاءِ ڇوڪِري هٿ ڪرڻ.

- سَڱيتو ۽ سَڱيتا: ذ. صفت. برادِري - عَزازَتَ - پاڻيچاري - مِٽيءَ - مائٽي - مِٽاچارِيءَ - رِشتيدارِيءَ - عَزِيزِيءَ - رِشتو.

- سَڱيڻو ۽ سَڱيڻا: ذ. [سن. سُڱڪي] سَڱ وارو - عزازت وارو - عَزِيزُ - مِٽُ -

مائٽُ - رِشتيدارُ - ويجهو - قريبُ. مَڱيلُ - مانٽيي ڪيلَ. (ظرف). وَهيٺو - برابريءَ جهڙو - برابر - لائقُ - جوڳو - جهڙو - ساڳيو.

● سِڱُ ج سِڱَ؛ ذ. [سن. شرنگ=سِڱُ] جانورن جي مٿي تي بچاءَ واسطي قدرت جو ڏنل هٿيارُ - چوپائي مال جو هڪ عضوو - قرنُ - شاخ. سنگهر - سنبو - ڏڦو - سينگُ. (اسم خاص). تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- سِڱرُ ج سِڱرَ؛ ذ. صفت. سِڱنُ وارو.

- سِڱڙي ج سِڱڙيون: ث. تصغيلَ - فقيرن جي وڄائڻ جو وڏو سِڱُ.

- سِڱنُ تي ڪڻڻُ: خوب ڌمال ڪَرڻ - ڌمڪي ڏيڻ - ڌمڪائڻ - چندڻ ڪَرڻ - دڙڪا ڏيڻ. ذليل ڪرڻ - شرمند و ڪرڻ - ڦڪو ڪرڻ - لڄي ڪرڻ. کهٽ وڏ ڳالهائڻ - لعنت ملامت ڪرڻ - جٺ ڦٽ ڪرڻ - تعدي ڪرڻ.

- سِڱِي ج سِڱيون: ث. [سن. شرنگ= سِڱُ] بدن مان ڪني رت چوسي ڪڍڻ لاءِ سِڱ مان ٺهيل هڪ ڪيف جهڙو اوزارُ. ننڍڙو سِڱُ. توتاري.

● سڱائڻُ: مصدر. حفاظت ڪرڻ - بچاءُ ڪرڻ - خبرداري ڪرڻ - سنڀال ڪرڻ - هرگهور ڪرڻ. سڌ سماءُ ڪرڻ - نظرداري ڪرڻ - جانچ ڪرڻ.

● سڱٽُ: ذ. جانورن جي سڱن ڪي ماڙي ٿاهيل اکين جي دوا.

● سڱرَ ج سڱرُون: ث. [سن. شرنڪلا= زنجير] زنجيرُ - سنگهر.

- سڱرو ج سڱرا: ذ. سنگهر - سنگهيرو - زنجير. ڳٽُ - طوقُ.

● سِڱرُ ج سِڱرَ: ذ. [سن. سِڱرُ= سِڱرُ] ڪنڌي جي وڻ جي ڦرهي - ڪنڊيءَ جو ڦر يا ڦلُ. (ث) باهي - جيرو.

- سِڱراڙ ج سِڱراڙون (ل): وس جي ول، ڀاڄيءَ طور ڪم ايندڙ لنڊيون ڦريون.

- سِڱري ج سِڱريون؛ ث. ڦري - ڪنڊي جي وڻ جي ڦري. (ث). هڪ ٻوٽيءَ جو قسم - گرنڊو.

● سِڱر ج سِڱريون (ڪ): ث. پاڻيءَ ۾ مڇي ڦاسائڻ لاءِ مهاڻن جا وڏل ڏار يا ڍنگهر - ڇاپ.

● سِڱري ٻچي: ث رڍ جو هڪ قسم.

● سڱڻُ: مصدر. هٿ ڏکو ڪرڻ - ٻانهن ٻاهر ڪڍڻ - هٿ ٽنگڻ.

● سِڱوئڻُ (ث): مصدر - ڪير حاصل ڪرڻ لاءِ ڳئون يا مينهن جي ٿڻن کي مهٽڻ.

- سِڱوهجڻُ (ت): مصدر. جانور جو ڪير لاهڻ - ٿڻن ۾ ڪير جو اچڻ - سِڱوئجڻ - ٿڻن ۾ ڪير پرجڻ.

- سِڱوئجڻُ؛ مصدر. ڪير جو ٿڻن ۾ پرجي اچڻ - عورت يا جانور جو ڪير لاهڻ - سِڱوهجڻ.

● سَلُ ج سَلَ: ذ. ڇيد - ٻير ڳهل - سوراخُ - ٽُنگ - ڏرُ - ٻيرُ - ٻورُ - خالُ. (پرا. شَلُ: سن. شيل) ڦٽُ - زخم - چاڪُ - وڍُ - چيرُ - ڦوڙو.

- سَلُ ڪرڻُ: ٽُنگ ڪڍڻ - سوراخ ڪرڻ - ڇيد ڪرڻ - ونڌڻ - ٻير ڳهل ڪرڻ.

- سَل ۾ ولڪ هڻڻُ: ڳالهه ۾ ڦير هڻڻ - ڳالهه ۾ وَرُ هڻڻ.

● سِلَ ج سِلُون: ث. بيماريءَ جو هڪ قسم - سيلهه - ٽپُ دقُ - وڏي کنگهه - ڦڦڙن جي بيماري. دير - کيسر - کيسر - کيهل - اوير - اويل - اويلاڻي. يڪساهيءَ ٻوڙ - سراڙو - رومڙ - ڪاهه - سيخ - شيخ [سن. شالهه = هڪ ٻوٽو] هڪ قسم جو ڪاهه يا ڀاڄي. (ث - جمعيت).

● سِلا ج سِلائُون (ث)؛ ث. [سن. شيلا=سِر] پٿر جي ڇپ - سِرَ. ننڍي نيٽي رن زال - بيوه.

- سِلاٽو ج سِلاٽا: ذ. سِرون وجهندڙ - سِرون ٺاهيندڙ. رازو - معمار.

● سَلابَتَ ع سَلابَتُون (ت)؛ ث. حُسن - خوبصورتي - سُهڻائي - سُونهن. سُٺائي - اڇائي - آجرائي - صفائي - آجلائي - لَڇڻ - فضيلت - ارڪان - افعال - ڪَرتُوت. (ع. صَلب: سخت. مضبوط - طاقتور - صَلابت؛ قُوَت - مضبوطي) وڏائي - مرتبو - شانُ - شوڪت - حشمت - دَهشت - وقار - دَٻدَٻو - رُعب - جَمت. سلامتي - بچاءُ - امن.

● سَلاپُون ع سَلاپُون؛ ذ. زمين اندر ڏٺل سطحي مَواد.

● سلاجيتُ ع سَلاجيتَ؛ ذ. [هہ. شيلا = پَٿَرُ + جيتو = روحُ] پٿر جو روح - جبل جو ڪوئرُ - دوا طور ڪم ايندڙ - پٿر مان اڪرندڙ هڪ سياه مادہ - موميائي - سَلارس - دوا جو هڪ قسم.

● سِلاحُ ع سِلاحَ: ذ. (ع). وڙهڻ جا اوزار - هٿيار - شَستُرُ.

- سِلاحَ بَنْدُ ع سِلاحَ بَنْدَ؛ ذ. [ع. سلاح + ف. بند > بستن = ٻَڌڻ] هٿيار بند - هٿيارن سان پريل.

- سِلاحَ خانَہ: ذ. [ع. سلاح + ف. خانہ = گهر] هٿيارن رکڻ جي جاءِ - توبخانو - ميگزين.

- سِلاحَ سازُ ع سِلاحَ سازَ: ذ. [ع. سلاح + ف. ساز > ساختن = ٺاهڻ] هٿيار ٺاهيندڙ.

- سِلاحَ شُورُ ع سِلاحَ شُورَ: ذ. [ع. سلاح + ف. شور > شوريدن = بغاوت ڪرڻ] بهادر سپاهي - جنگي سپاهي - هٿيار بند سپاهي. ميگزين جو داروغو - سِلاح خاني جو رکوالو.

● سَلاخَ ع سَلاخُون؛ ث. (ف). لوهہ جي ٿُلهي ۽ گول شيخ - بارِي.

● سَلارُ ع سَلارَ (ت): ذ. جوڙو - ٻہ گڏ - ٻيلهہ - ٻِٽو.

● سَلارَسَ ع سَلارَسُون؛ ث. ڦوڻن جو تيل. ڪؤنر جو هڪ قسم. خوشبوءِ دار ٻسارڪو وَکَر.

● سَلارو ع سَلارا (ت)؛ ذ. صفت. ڪجهہ وڏو - وڏ ڀرڙو - ٿورو وڏو - وڏيرو - وڏڙو - ڪجهہ زيادہ.

● سَلاڙَهَڻُ: مصدر. ڳنڍڻ - گڏ ٻَڌڻ - ملائڻ - گڏڻ - جوڙڻ - رِلائڻ. سَلهڙُ هڻڻ - ڏورو ٻَڌڻ - جفت ڪرڻ - قطارڻ - گڏو گڏ ڪرڻ.

- سَلاڙَهہ ع سَلاڙَهون: ث. ملاپ - ڳنڍڻ واري حالت.

● سَلاسَتُ: ث. [ع. سَلَسَ؛ آسان ٿيڻ] رَواني - وَهڪَ - روانگي - سادگي. فصاحت: آساني - سَوَلائي - سهنجائي - سهُولت. نرمي - ٿَڌائي - ماٺائي - ماٺ - ڍِرائي.

- سَلاسَتِ زِبانَ: [ع. سلاسہ + ف. زبان] فصاحت - شيرين گفتاري - خوش ڪلامي - نرم گوئي - زُبان جو مِٺاجُ.

● سَلاسِلُ: ث. [ع. سِلسلہ = ڪَڙِي] ٻيڙيُون - زَنجير - ڪَڙيُون.

● سَلالو ع سَلالا (ت)؛ ذ. ڪجهہ وڏ ڀرڙو - ٿورو وڏو - زيادہ - وڌيڪ - جاستي.

- سَلالِي ع سَلاليُون (ت)؛ ث. ڪجهہ وڏيري - سُنوالي - ٿورو زيادہ.

● سَلامُ ع سَلامَ؛ ذ. [ع. سَلَمَ = سلامت رهڻ] سلام عليڪم جو اشارو - تسليمات - پرنام - نمسڪار - تسليم - آداب - جُهارُ - سُواگت. امن امانُ - سُکُ - سلامتي - رِکيا - رَکشا - بچاءُ - حفاظت. ڪَلياڻ - جمعيت - شانتي - قرار. موڪلائي - الوداع - خدا حافظ - رخصت - آسرو الله جو - الله تو هار - خدا حافظي - اجازت - موڪل - چُوٽي - حاضري - پيرو - وارو - گهمرو. زيارت - درشن - دِيدار. ٺاهہ - پرچاءُ - ميلاپ - پرچائي - صلح - رضانامو.

- سَلامُ پَرَڻُ: بندگي چوڻ - نمسڪار ڪرڻ - پرنام ڪرڻ - آداب ڪرڻ - نياز ڪرڻ - تسليم ڪرڻ. حاضري ڀرڻ - حاضر ٿيڻ - منهن ڏيکارڻ - روبرو اچڻ - روزانہ ملڻ - وارو ڪرڻ - گهمرو ڪرڻ - پيرو ڪرڻ. زيارت ڪرڻ - درشن ڪرڻ - ديدار ڪرڻ. ڪاڻ ڪيڻ - واسطو رکڻ - غرض ڪيڻ.

= سلامت: ظرف. محفوظ - سوگھو - هر بلا کان بچيل - صحيح سلامت - هٽيڪو - سانيهو - بي جو کو - سالم - ثابت - اجو کو - خيرن سان - صحيح - ثابت. موجود - حاضر - قائم. تندرست - چڱو ڀلو - تازو توانو - سگھو - نروئو - چاق. خوش خورم - شاد و آباد - سرسبز - تازو - سرهو - نوبنو. زنده - جيئرو - حيات - ساهه سان.

= سلامت رو [ع. سلامت + ف. رو < رفتن = هلڻ] درميانو - وچولو - منڌ يان - وچٿرو. مدبر - منتظم - ڏاهو - عاقل - دانا - سياڻو.

= سلامت رهڻ: خوش رهڻ - سرهو رهڻ. تندرست رهڻ - چاق رهڻ - چڱو ڀلو رهڻ. صحيح رهڻ - امان ۾ رهڻ - بچاءَ ۾ هجڻ. محفوظ رهڻ - قائم رهڻ. زنده رهڻ - جيئرو رهڻ - حيات رهڻ - حياتي هجڻ. آباد رهڻ - سرسبز رهڻ - وڏندو رهڻ.

= سلامتي ٤ سلامتيون؛ ث. (ع. ف). حفاظت - سوگھائي - امن - بچاءُ - هٽيڪائي - امان خيريت - عافيت - تندرستي - چڱيلائي - چاڪائي - نيڪائي - صحت - صحتيابي. آرام - قرار - فرحت. راحت - خوشي - سرهائي. زندگي - حياتي - جيئرائي - زندگاني. موجودگي - حاضري - موجودات.

= سلامتي ڪشتي ٤ سلامتي ڪشتيون؛ ث. جهاز ۾ لڳل سلامتيءَ سان پهچائڻ واريون ٻيڙيون.

= سلامتي گھرڻ؛ خيريت گھرڻ - حفاظت گھرڻ - الله تعاليٰ کان امن گھرڻ - بچاءُ جي دعا گھرڻ.

= سلام پيام ٤ سلام پيام: ذ. (ف). گفت و شنيد - ڳالهه ٻولهه. سڱابنديءَ جي گفتگو. نياپو - سنيهو - پيغام.

= سلام ڏيڻ؛ ياد ڪرڻ - سارڻ - يادگيري ڪرڻ. نياپو ڏيڻ - سنهيو ڏيڻ - پيغام ڏيڻ. رخصت ڪرڻ - وداع ڪرڻ - ڇڏڻ - اجازت ڏيڻ - موڪل ڏيڻ - ڇوٽي ڏيڻ - جوٽڪارو ڏيڻ.

= سلام ڏيڻ نه وراڻڻ: لاڳاپو نه رکڻ - ميل نه رکڻ - قطع تعلقات ڪرڻ.

= سلام شوق: (ف). محبت جو سلام - پيار جو نياپو - عشق جو سنيهو - قرب جي دعوت - پيار جي گھر - سلام محبت.

= سلام عليڪم: (ع) اوهان تي سلامتي هجي - شل سلامت هجو - شال توهان تي رحمت هجي - شال توهين خوش خورم هجو. مسلمانن جو سلام.

= سلام ڪرڻ: متي تي هٿ رکي تسليم ڪرڻ - مجرو ڪرڻ - بندگي ڪرڻ - نياز ڪرڻ - نمرت ڪرڻ - عجز ڪرڻ. عرض ڪرڻ - التجا ڪرڻ. عليڪ سليڪ ڪرڻ. موڪلائڻ - خير باد چوڻ - خدا حافظ ڪرڻ. ڇڏڻ - دست بردار ٿيڻ. روانو ٿيڻ - ڪوچ ڪرڻ - موڪلائي ڪرڻ - اجازت گھرڻ - رخصت ڪرڻ.

= سلام وٺڻ؛ بندگي قبول ڪرڻ - نياز قبول ڪرڻ - سلام قبول ڪرڻ - سلام جو جواب ڏيڻ - سلام وراڻڻ - آداب قبول ڪرڻ - لبيڪ چوڻ. حاضر ٿيڻ - موجود ٿيڻ - پيش ٿيڻ - ملاقات لاءِ گڏجڻ.

= سلام وراڻڻ؛ سلام جو جواب ڏيڻ - آداب قبول ڪرڻ - تسليم ڪرڻ - سلام قبول ڪرڻ. نماز پوري ڪرڻ - نماز جي ختم ٿيڻ جو اعلان ڪرڻ.

= سلامي ٤ سلاميون؛ ث. (ف) پرنام - جُهار - تسليمات - تسليم - سلام - بندگي - سواگت - نمسڪار - آداب. تعظيم - شان - عزت - مان. ليهنائي - نمرت - نياز - حليمائي - ڪانڌ. استقبال - آجيان - آدرڀاءُ - پيشوائي - مرحبا - ڀلي ڪار - خوش آمديد. توبن يا بندوقن جي فيرن سان ڏنل تعظيم. ڪنهن ڏڙي يا ڏکي کي کوڙڙ جي لپ. نذرانو - سوغات - سوکڙي - تحفو - نذر - بخشش -

عطيہ. ڪنھن ٻئي ڪي ڪوڏر سان ڏالِ ٽپ. حُڪم ۾ - اطاعت ۾ - چَٽي ۾ - آڳيا ۾.

- سلاميِ ڏيڻ: توبن يا بندوقن جي فيرن سان تعظيم ڪرڻ - عزت ڪرڻ - سلام ڪرڻ - آداب ڪرڻ - عزت افزائي ڪرڻ. ڪنھن دڙي يا دِڪي کي ڪوڏر جي پُٺِ سان ٽپ ڏيڻ. ڪنھن ڪانيءَ کي ڪُھاڙي يا واھوليءَ سان سِڌو ڪرڻ.

- سلاميِ وٺڻ: سلام قبول ڪرڻ. ڪنھن دڙي کي ڪوڏر سان ٽپڻ. ڪنھن ڪانيءَ کي ڪھاڙي سِڌو ڪرڻ.

● سِلاوَٽ ۽ سِلاوَٽ: ذ. [سن. شِلا = سِرَ] سنگتراش - پٿر ٽُڪيندڙ - پٿرن تي چِٽسالي ڪندڙ. چمڙو ڪُرچڻ ۽ صاف ڪرڻ وارو ڪاريگر.

- سِلاوَٽي ۽ سِلاوَٽيون: ث. چمڙي کي ڪُرچڻ ۽ صاف ڪرڻ لاءِ هيٺان رکيل سِرَ - روھي.

● سِلاوَتا: اِسم خاص. ھڪ ذات جو نالو.

سَلاھِڻ: مصدر. ساراھڻ - واکاڻڻ - وڏائي ڪرڻ - صفت ڳائڻ - تعريف ڪرڻ - ساراھ ڪرڻ - جَسُ ڳائڻ - آستتي ڳائڻ - ثنا چوڻ - واھ واھ ڪرڻ. ٻرتو ڪرڻ - حوالي ڪرڻ - سونپڻ - سپرد ڪرڻ - ڀارَت ڪرڻ - ذمي ڪرڻ - ذميداري ۾ ڏيڻ - ھَٿ وَسِ ڪرڻ.

- سَلاھَ ۽ سَلاھون: ث. واکاڻ - تعريف - ساراھ - صفت - وڏائي - آستتي - ثنا - واھ واھ - جَسُ. ڀارت - سِپارت - سفارش - ذمو - ذميداري - حوالو - سپردگي.

● سَلائِڻ: مصدر. [سن. شَلُ کھڻ] ساراھڻ - واکاڻڻ - تعريف ڪرڻ - صفت ڪرڻ - ثنا ڳائڻ - جَسُ ڳائڻ. سچي ڪرائڻ - قبول ڪرائڻ - باساوائڻ - مڃائڻ - سچتا ڪرائڻ - ھائوڪار ڪرائڻ. ٽنگ ڪيڏائڻ - سَلَ ڪيڏائڻ.

● سِلائِڻ: مصدر. سِبائڻ - سِلائي ڪرائڻ - ٽوپا ڏيارڻ - بخيا ھڻائڻ. سِبو ڪرائڻ - ڳنڍ ٽوپو ڪرائڻ.

- سِلائي ۽ سِلائيون: ث. سِبو - ٽوپو - بخيو - ٽانڪو. سِبائڻ جي اُجرت - سِبائي - سِبڻ جي مزدوري.

● سُلائڻ (ت): مصدر. پُڌائڻ - سُڻائڻ.

● سَلب: (ع). ظرف. کَٽي وڃڻ جي حالت - کَسڻ جي حالت - ڦُري وڃڻ واري حالت - وَٺي وڃڻ جي حالت - جيئن: سلب اختيارات.

- سَلب ڪرڻ: نابود ڪرڻ - ناس ڪرڻ - چَٽ ڪرڻ - تباھ ڪرڻ - برباد ڪرڻ - تاباں ڪرڻ - تاوان ڪرڻ. جذب ڪرڻ - حَلُ ڪرڻ - ميل ڪرڻ.

● سَلٽڻ: مصدر. "پوري طرح" سلڻ - پُڌائڻ - چڱيءَ طرح ظاھر ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ - چڱيءَ طرح ڏَسُ ڏيڻ.

- سَلٽائڻ: مصدر. پوريءَ طرح ڏَسُ ڏيڻ - چڱيءَ طرح پُڌارائڻ - کولي ظاھر ڪرائڻ - چڱيءَ طرح سَلائڻ.

● سَلَٽ ۽ سَلَٽَ (ت): ذ. ھارپ جي ڪم جو مڪمل سامان. صلاح - اٽڪل - رِٿَ - تجويز - مشورہ. (ل). سنگت - پيڙائي - سنگ - وَڳر - ڪچھري - مجلس - سات - ھڪ جيڏائي - سرتائي - دوستي - ياراني. بندوبست - جوڙجڪ - انتظام - رِٿا - سٿل.

● سُلَٽ (سُلَٽر) ۽ سُلَٽَ (سُلَٽر) (ت): ذ. ناھ - صلح.

● سُلجھڻ: مصدر. کُلڻ - آسان ٿيڻ - سولو ٿيڻ - سمجھ ۾ اچڻ - مونجھاري مان نڪرڻ - صفا ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ - ظاھر ٿيڻ - چٽو ٿيڻ - سمجھڻ - رڳڙي مان نڪرڻ. آزاد ٿيڻ - ڇُٽڻ. کُولجڻ - ڦلھرجڻ - وِڪِرجڻ.

- سُلجھائڻ: مصدر. سڌارڻ - سنوارڻ - سلڻ - سمجھائڻ - ڦلھيرڻ - ڌاڳي جي منجھيل سُٽي جا وَرَ لاھڻ - سوجھڻ - ڇڏائڻ. کُوندڻ - وِکيڙڻ. چٽو ڪرڻ - ظاھر ڪرڻ. سمجھائڻ.

- سُلجھائيندڙ ۽ سُلجھائيندڙ: ذ. سنواريندڙ - سمجھائيندڙ - صفاڪندڙ - آسان ڪندڙ. سُٽ يا ھٽ وڻ ٻڙھيندڙ.

● سُلَڇَڻُ ۽ سُلَڇَڻ: ذ. [ ه. سُلَڇَنُ: سُ= سُٺو+لَڇَڻ=ارڪان] سُٺو لَڇَڻُ - ارڪانُ - لَڪَڻ - لَڇَڻ - اَفعالُ - چڱي عادَتَ. سُٺو ڪم - چڱي تهذيب - سُٺو اَخلاقُ - سُٺو ڪَرتُوتُ.

- سُلَڇڻو ۽ سُلَڇڻا: ذ. صفت. [ه. سُلَڇڻو= سُٺن ارڪانن وارو] چڱن لڇڻن وارو - خوش اطوارُ - سَدا تورو - شائستو - نيرڪُ - ڀَلو - سيلَوانُ - ڌَرم شيلُ - سَدا چارِيُ - چڱن اخلاقَن وارو. تهذيب وارو - پَتورَتُ. سَدورو - سڀاڳو - ٻختاوَرُ - خوش نصيبُ. نيهَنو. اوِرچُ - محنتي. ٺَجي - پاڪدامن - ثوابيُ.

● سِلَحُ: ذ. (ع) هٿيارُ - اوزارُ.

- سِلَحُ پوشُ ۽ سِلَحُ پوشَ: ذ. [ع. سلح + ف. پوش>پوشيدن=ڍَڪَڻ] هٿياربند - جَنگي.

- سِلَحُ خانو ۽ سِلَحُ خانا: ذ. [ع. سِلح+ ف. خانہ=گهر] هٿيارُ گهَرُ - هٿيارن رکڻ جي جاءِ - توشاخانو.

- سِلَحدارُ ۽ سِلَحدارَ: ذ. [ع. سلح+ف. دار> داشتن=رکڻ] هٿيارن وارو - هٿياربند - اوزارَن وارو.

- سِلَحُ سَهيڙَڻ: سامان سَڙو گڏ ڪرڻ - تَيرِ لاڙِيُ مهڙڻ.

● سَلسَبيلَ: ث. (ع) بهشت جي هڪ نَهِر. خوش گوار شَئي. شَرابُ.

● سَلسَلُ البَولُ: ذ. (ع). هڪ قسم جي پيشابَ جي بيمارِيُ - مِٺو پيشابَ ۾ ڪنڊ - ذيابيطس.

● سِلسِلو ۽ سِلسِلا: ذ. [ع. سِلسِلَہ= ڪڙي] ڪنهن شئي جي لاڳيتي حالت - زنجير - لَواڙو - سَر رَشتہ - پيڙِيُ. هڪ ٻئي پُٺيان هُئڻ وارِي حالت - ترتيب. شُجره. قَرِينو - دُرستي. شروعاتُ - مُنڍُ - رُجوعات - اَوَلُ. خاندان - نَسلُ - بُنيادُ - ڪُٽنبُ - آکَہ.

- سِلسِلي وارُ ۽ سِلسِليوارَ: ذ. [ع. سلسلہ] لمبر وارُ - دَرجہ وارُ - ترتيب وارُ - حَسب مَراتب هڪ ٻئي پُٺيان - لاڳيتو.

● سُلطانُ ۽ سُلطانَ: ذ. (ع). بادشاهہ - شَهنشاهہ - قَيصَرُ - راجَ ڌَڻي - راجا - حڪومت جو مالڪ - حڪمرانُ - واليُ - فَرمانرَوا - شاهہ - پاتشاهہ - آمير - نوابُ - شهزادو.

- سُلطانہ: ث. (ع). مَلڪہ - راج ڌَڻي يا راجَ ڌڻاڻي. شَهزادي - بادشاهزادي. بيگم.

- سُلطانيُ ۽ سُلطانيون: ث. (ع) بادشاهي - راج - حُڪومَت - راجائي - بادشاهت - سَلطَنَتَ.

- سلطانيُ: ذ. صفت. شاهي - شاهانو - راجائي - بادشاهي شان وَٺان - بادشاهي گهراڻي جو - وَڏِ گهراڻي جو - پاتشاهيُ.

● سَلطَنَتَ ۽ سَلطَنَتون: ث. (ع). حُڪومَتَ - راجُ - سُلطانيُ - بادشاهتَ - بادشاهيُ - شَهنشاهي - شَهنشاهتَ - فرمانرَوائي - تاجدارِيُ.

● سُلطانپورُ: ث. اسم خاص. تعلقہ شاهبندر ۾، تعلقي ڳَڙهي خيري ۾ ۽ تعلقي ٺٽي عاقل ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سَلَفَ: ذ. صفت. [ع. سَلَفَ= گذاري وڃڻ] گُذريلُ - گذشتہ - اڳيون - اوائليُ. پَهريون - قديم - سابق - اڳوڻو. اڳيان ماڻهو - اڳين زماني جا ماڻهو. آباءُ اجداد - آبا ڏاڏا.

- سَلَفَ صالِحِينُ: ذ. رَسُول اَڪرم جي حُڪمن جي پوري طرح بجا آورِي ڪندڙ اڳيان.

● سُلَفُ: ذ. [ع سُلَفُ= سودا ڳيرِيءَ ۾ لڳايل نالو] سَودو - سامانُ - آسبابُ - چيزُ - وَٿَ - شئي - وکَرُ. خريد و فروخت - واپارُ - ڏي وَٺ - وِڪرو خَريدِيُ.

● سُلفو ۽ سُلفا: ذ. [ع. سَلف=ڳوٿري. ف. سَلف=ڪنگهہ] تماڪ ڇڪڻ جو اوزارُ - پائيپُ. چرُوٽُ - سگارُ.

● سُلفيُ ۽ سُلفيون: ث. تماڪ ڇڪڻ جو اوزار. پُٺڪڙِيُ.

● سِلڪَ ۽ سِلڪُون: ث. (ع). لَڙهيُ - هارُ - ڌاڳو - هڪ شَئي سان ٻيُ شَئي پَيوَستَل. سِلسِلو - تَرتيبَ - قَرِينو. سَنگتِ - دوستيُ.

پارائي. جَماعت - ٽولو - سَٿَ - ميڙ - سَحِفَل - ڪَچَهري - مَجلِس. [سن. سَرَڪَم=رستو > سري=هلڻ] رَستو - واٽ - دَڳ - گس - پيچرو - سَڙڪَ - راهَ - وَنڊ - گهاڙو. (انگ. Silk) هڪ قسم جو ريشم - سٽي. سٽيءَ جو ڪپڙو.

● سِلِڪائِڻُ (ل): مصدر. دُڪائڻ - پارڻ - ٻَڪائڻ.

● سِلِڪاڻِي: ث. اِسم خاص. جکراڻي بلوچن جو هڪ پاڙو.

● سُلَڪَڻُ ۽ سُلَڪَشَڻُ: ذ. صفت. [سن. سُلَڪشَڻ: سُ=چڱو+لڪشن=لڇڻ - افعال] سُٺو لَڇَڻ - لَکَڻ - سُٺي عادت - سُٺو افعال - سُٺو آرڪان - سُلَڇَڻ - نيڪ خَصلَتَ - سُٺي فَضيلَتَ.

= سُلَڪَڻو ۽ سُلَڪَڻا: ذ. [هه. سُلکَڻ=سُٺي عادَت] سُٺين عادَتن وارو - سُلَڇڻو - فضيلت وارو - نيڪ خصلت.

● سَلَڪڻو ۽ سَلَڪڻا (ت): ذ. خالي - پورو - ڪوڪو - ٽلهو - واندو - پالهو - ڪورو.

● سِلِڪارُ ۽ سِلِڪارَ: ذ. (ل): سينگار - ٺٺ - تَجمُّل - ڊاڍُ بَسَرو - ڊانڊ سُ. ناهہ نوهہ - جوڙ جَڪ.

● سَلَم: ذ. (ع). بيانو - بيعانه - تقاوي - اڳواٽ وَرتل ناڻو - پيشگي - سُوٽي - آڏوانيس.

● سَلمو ۽ سَلما: ذ. (هه). هڪ قسم جي سون جي يا چانديءَ جي چلڪندڙ تار - روهو ۽ سونو ڪلابتو (توهين تي سلمي جو پرت). ٻُوٽو - ٻُوڙهو (جنهن مان واٽ ٺهي).

● سَلَڻُ: مصدر. ڏَسَڻ - ٻُڌائڻ - سُڻائڻ - ڏس ڏيڻ - پتو ڏيڻ - خبر ڏيڻ. ظاهر ڪَرڻ - ڦولهڻ - کولڻ - پڌرو ڪرڻ - آپتار ڪرڻ - کولي ڏيڻ - ڦڪو ڦاڙڻ - پڌري پٽ ڪرڻ - فاش ڪرڻ. سچي ڪرڻ. پار ڏيڻ - باسڻ - قبول ڪرڻ. مڃڻ - اقرار ڪرڻ - راز اورڻ. ( ع. سَلوان) تنگ ڪرڻ - سَل ڪرڻ - ولڏڻ - چيڊ ڪرڻ - سُوراخ ڪرڻ - چيڊ ڻ - پور ڪرڻ - خال ڪرڻ - ٻر گهل ڪرڻ. عذاب ڏيڻ - ڏک ڏيڻ - تڪليف ڏيڻ - جا ڪوڙو ڏيڻ.

● سَلُو ۽ سَلا: ذ. [سن. شَلَ=اوپَر] پيچ مان ڦُٽل لنيڙو تازو ٻوٽڙو - آنگهه - ڳُونچ - آنگور - نئون زمين مان پيدا ٿيل پوٽو - گوشو - تيلو - ڪَڪ - اِبتدائي ڦوٽهيڙو. چڪي - لنيڙو ٽڏو. گاهه يا اناج جو سچو. بنياد - تَندو - پيڙ هَه - پَستي - پَشت. پيچرو - واٽ - گس - رستو - دَڳ - سَڙڪَ. پيڙيءَ جي سيڙهه جو هڪ رَسو - پيڙيءَ جو هڪ عضوو.

● سَلوا: ذ. (ع) هڪ قسم جو لنيو پکي، عربي تتر جو هڪ قسم، حضرت موسيٰ جي ڏينهن ۾ يهودين کي خدا جي طرف کان کاڌي طور ملندڙ پکير.

● سَلُوبَتَ ۽ سَلُوبَتُون (ث): ث. محبت - پيار - حُب - سِڪَ - قُرب - ڪاڏو - عشق - چاهت.

● سَلُوتِري: ذ. (هه). گهوڙن جي بيمارين جو علاج ڪندڙ - گهوڙن جو ڊاڪٽر.

● سَلُوٽ ۽ سَلُوٽون: ث. (هه). وَر - پيچ - شڪن - گهنج - موڙ - وَڪڙ - ڦيرو - وَراڪو - وَٽ.

● سِلوڪ ۽ سِلوڪَ: ذ. [سن. شَلوڪ=چوٽي] چوٽيي - چوڪ - چوت - ڪَهتَ - ڪهڻي - شعر - قطع - شعر جو ٽڪر - بيت - گيت - ڏوهڙي - دوهو - رباعي - مصرع - نظم - ڪوتا - پَد - سٺو بيت. وچن - ٻول - آنجام - قول - اقرار - سُخن.

= سِلوڪَتَ ۽ سِلوڪتون (ث). رَس - محبت - مزو - پيار - قُرب - ڪاڏو - چاهه. ميلاپ. لاڙو - رغبت. سهولت - سولائي - آساني - سهنجائي - سيهو. دلچسپي - ونڊر - راحت - فرحت. لحاظ - رايو - پاسخاطر - پاسخاطري - پاسو - بدلو - طرفداري. سلوڪ - سالڪي - طريقت - فقيرائي.

● سُلُوڪُ ۽ سُلُوڪَ: ذ. بَرتاءُ - عملُ - رَوَيو - وَرتاءُ - وَرَتي - هَلَتَ - وَرتَڻُ - رَستو - رَوَش - رُخُ. دوستي - ياري - سَنگَت. پيارُ - محبت - پريت - موهہ - پاوُ - اُڪيڻ جهرُ - آرواحُ - سَنيهُہ - قُرب - چاهہ - چاهت. لاڙو - رغبت. لاڳاپو - لَهرو چِڙُ - گهيرائپ - لاتو - ڳانڍاپو - رستو. شالتي - مات - صَبر - اَمَن - صُلَح - مانت - امانُ - ٿاليهَر - آرامُ - قَرارُ - ڌيرَجُ - جَمعيتَ - چَين. ڀلائي - نيڪي - خيرخواهي - بهتري - بهبُودي - چڱائي. ڪَرسِڪيا - تَصوُّفُ - حق جو رستو - طريقت. فقير يءَ جو رستو - صوفي طريقو.

● سلڪڻي: ث. صفت. سو لڪڻ واري. سلڇڻي.

● سَلُونگڙو ۽ سَلُونيڪڙا (ت): ذ. سُوراخُ - ٽُنگُ - ڏَرُ - ڇيدُ - ٻِرُ - لوڪهو - ٻورُ. گُڏِيا - ڳُٺِي.

● سَلُونڻي ۽ سَلُونڻيُون (ث): ث. اَڪل فصل - تيار ٿيل ٻَنِي.

● سَلُونو ۽ سَلُونا: ذ. [سن. سَلُون: سَ = سان + لَوَڻَ = لُوڻ] لُوڻيَل - چَهِرو - لمڪين - لُوڻيانو - لُوڻ وارو - کارو - لوڻاٺيل - مَصالحدارُ. وَڻندڙ - سوادِي - مزيدارُ - ذائقدارُ - ذائقہ وارو - مَلِيحُ - مزي وارو - چَسڪيدارُ - وڻندڙ - ذائقہ مندُ.

● سِلَهہ: ث. اسم. (ع). هڪ مَرضَ جو نالو - بيماري ۽ جو قسم - سِحافُ - دِقُ تَپُ - تپ - کَهَنہ - پراڻو تپُ - وَڏي کنگهہ واري بيماري. (ج. سلهو: ث. دف). جَلهائي - ڪاڏو - سُستي - لاغَرائي - نوتُ - کِهلَ - لاغرضائي. لوهہ جي شيخ - ٻاري.

● سِلَهہ ۽ سِلَهہ: ذ. صفت. سِدو - سَنئُون - سُودو - سِڌو.

● سَلهاڙڻ: مصدرُ. ڪَنڌ ڀڃڻ - قطارڻ - گُڏاڙڻ. ڪَنڌڻ - ميلائڻ - ولائڻ - ڦاسائڻ - ڳنڍڻ. جيل ۾ رکڻ - لاڪپ ۾ رکڻ - بند ڏيڻ - ٻُورڻ - ڍَڪڻ.

- سَلهاڙَ ۽ سَلهاڙُون: ث. جَڪڙ - ڳَنڍ - قَطارَ. ٻِلهہ.

- سَلهاڙجڻ: مصدر. هڪ ٻئي سان ٻَڌجڻ - قطارجڻ - ٻِلهہ ۾ اچڻ - واڙجڻ. ڳَنڍجڻ - رلڻ - ملڻ. ڍَڪجڻ - ٻورجڻ - بند جڻ - قابو ٿيڻ.

- سَلهاڙَ سيلَ: ذ. ظرف. ٻِلَهہ - ٻٽو - ٻہ گڏ - جوڙو - گڏيل - مِليل - رَليَل.

- سَلَهڙُ ۽ سَلَهڙَ: ذ. سَلهاڙَ. ڍورن ٻَڌڻ جو ٻِلَهہ.

● سَلَهتُ (سَلَهتَرُ) سَلَهتَ (سَلَهتَرَ) (ت): ذ. صُلح - ٺاهہ - ٻَرچاءُ - رِيجَهہ - ميلاپُ. صَلاح مصلحت - مَشوره - ڪِڻ ڳوت - وِيچارُ - ٻچار - ڀائيچارو.

● سَلَهڻُ (ڪ): مصدر. ٻُڌائڻ - سَچي ڪرڻ - حقيقت ڏيڻ. (اسم) ۽ سَلَهڻ (ت): ذ. ڪِيهہ ٺاهڻ وقت منجهس وڌل آنو - لوڻُ.

- سَلهائڻ: مصدرُ. سَلائڻ - سَل ڪرائڻ - سُوراخُ ڪرائڻ - ٽُنگُ ڪرائڻ - ڇيدُ ڪرائڻ. ٻُڌائڻ - چوائڻ - قبول ڪرائڻ. سَميٽڻ - ختم ڪرڻ - پورو ڪرڻ - خاتمو ڪرڻ - سَماپت ڪرڻ. آڇ ڪرڻ - صلاح ڪرڻ.

● سَلٿارَ ۽ سَلٿارُون (ث): ث. صفت. ڦَرسُودي - ڦَر سان.

● سَلِيُ ۽ سَليُون: ث. [سن. شَلِيُ = ڪاني] دَروازي جي چوڪي جي هيٺين ڪاٺي. پٽ سان پريل ديگ ڪڍي وڃڻ لاءِ ڪاني. وِڻل چوپائي کي آثارڻ لاءِ هيٺان ڏلل ڪاني.

● سُليٽو ۽ سَليٽا: ذ. ڪُٽيل ڳوڻ جي چادر جا پاسا وَرائي آٽ تي مسافريءَ جي سامان ٻڌڻ لاءِ هڪ تجويز.

● سيليٽ ۽ سيليٽُون: ث. اسم. [انگ. Slate] اڪرن لِکڻ لاءِ پٿر يا لوهہ جي ڪاري تختي.

● سيليپَرُ ۽ سيليپَرَ: ذ. [انگ. Slipper] هَلڪي جُتي - آڌ ڪَلسيل بُوٽُ - سَپاٽُرُ. ريلَ جي پٽي هيٺان لڳل ڪاٺ جو تختو.

● سِليدارُ ٤ سِليدارَ: ذ. صفت. [ع. سلح + ف. دارُ = > داشتن = رکڻ] هٿيارُ بند سپاهِيُ. جابلو پوليس وارو. سِلح دارُ.

● سَليِسُ ٤ سَليِسَ: ذ. (ع). آسانُ - سَوَلو - ساڌو - سَؤکو - اَڻ مُنجهيَلُ - سُٿرو - سَهنجو - ڦيڻ جو گهو - سَٿائو. عام فهم - سَهلُ - صافُ. نَرمُ - هَمُوارُ. خَسيِسُ - تيجُ - ڪينِ جهڙو - ڪنهن ڪارِ جو - بي ڪَمو - بيڪارُ.

● سَليِقو ٤ سَليِقا: ذ. [ع. سَليقه > سَلَقَ = اختيارُ ڪرڻ] ڍَنگُ - لمونو - سرشت - خلقتَ - طبعيتَ - سُپاءُ - عادَتَ. تميز - شَعُورُ - وَقُوفُ - ليِاقَتَ. تهذيبَ - آخلاقُ - اوڪانُ - افعالُ. خَصلَتَ - خَصالتَ - سُگهڙپائِيُ.

- سَليِقئہ مَجلِسُ: ث. مَجلِسَ جا آداب - محفل جو ڍَنگُ.

● سَليِمُ ٤ سَليِمَ: ذ. صفت. [ع. سَلِمَ = سلامت رهڻ] نيڪُ - دُرسُتُ - ڪامِل - پُورو - برابر - صحيح - سالِمُ. ڪُنئرو - نَرَمُ - ڪُومَلُ - حَليِمُ - مَهربانُ. بُرد بارُ - گنڀيِرُ. ڪيلِمڪُ - مِلڻو - رِلڻو - خَليِقُ - ڪيلڻو. تندرستُ - چاقُ - چڱو ڀلو - چاڪُ. ساده دِل - صاف دل. چڱو - ليڪُ - سُٺو - ڪَمائتو - ڪم وارو.

- سَليِمُ شاهِيُ: اسم خاص. هڪ قسم جي دِهليءَ جي جُتيءَ جو نالو.

- سَليِمُ الطَّبعِ: ذ. (ع) حَليِمُ المِزاجُ. نرم دِل - رَحَمُ دِل - قياسُو ندُ. دانشمند - صاحبُ الراءِ - دُور انديشُ - ڏاهو - سياڻو - عاقل.

● سُلَيمانُ: اِسم خاص. هڪ مشهور و معروف پيغمبَر جو نالو - حضرت سُليمانُ. هڪ جبل جو نالو.

- سُليماني ٤ سُليمانِيُ: ذ. صفت. حضرت سُليمانُ جو. (ذ. اسم). هڪ قِسِمَ جو دو رنگو پٿَرُ.

● سَليماڻي: ث. اسم خاص. دَرڪاڻيُ بلوچَنُ جو هڪ قبيلو.

● سَليِمُ شاهُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَليو ٤ سَليا: ذ. صفت. [سن. سوميه = مست] سُستُ - ٽونِيُ - ڪالتُ - هَڏَ رڪُو - آرَسِيُ - ڍاڪين ڍِلو - سَليو ساتُ - ڪاهِلُ - عارِيُ - ڪم ڪوسُ - سُومتيُ - آلسيُ - گيسرَو.

- سَليو ساتُ ٤ سَليا ساتَ: ذ. سَليو.

● سِليو: اسم خاص. تعلقي ڪونڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَمُّ: ذ. (ع). زهَرُ - وِهُ - وِڪُ.

- سَمُّ قاتِلُ: ذ. زَهر قاتل - تيز زَهرُ.

- سَمُّ الفارِ: ذ. ڪوئي جو زَهرُ - سَنکِيو. هڪ زهريلو پٿر، جنهن جي کائڻ سان ڪوئو تمام جلد مري وڃي.

● سَمَ ٤ سَمُونُ: ث. ڪُلَ پائِي - گولچُ. زورُ - بارُ. واڌارو.

- سَمَ رَکَڻُ: وڏيڪ زور يا بارُ رکڻ.

- سَمَ ڪَڍَڻُ: ٻئي جو بارُ کڻڻ - ٻئي جي تڪليف پنهنجي سِرَ تي کڻڻ - وڏن جي پيروي ڪرڻ.

● سَمُ: ظرف. [سن. سَمَ] برابر - پورو - هم وزن - هڪجهڙو - يڪسان - هَمسَر - مَٽَ - ثاني - لائق - قابل - هڪ جيترو - هڪ جيڏو - سَمان - ساڳيو - والڪر - مساوِي. ڪامل. سڀ.

- سَمُ ٽيُ وَڃڻُ: برابر ٿي وڃڻ. ميڄجي وڃڻ.

- سَمَدِرشيُ ٤ سَمَدِرشيا ذ. صفت. [سن. سَمَ = برابر + درشي = ڏسندڙ] هڪ اکيو - بي رِيا - نيرُپَکَشُ - بي پَڇو - پنان پاسخاطريءَ - انصاف جو - هڪ جهڙو ڏسندڙ.

- سَمَروپيُ ٤ سَمَروپيا ذ. صفت. [سن. سَمُ = برابر + روپيُ = شڪل وارو]. ٻيلو رَ جهڙو - هَمُ شڪلي.

● سِيمَ ٤ سِيمُونُ: ث. [سن. سِرُ = سمڻ] زمين مان ڦاٽ کائي نڪتل ڪينو پاڻي - سِيمُون - ٿوري آلاڻ. ڳاڙ - نَمِ نَمِ - ٽينڍِي - سَنهي سيرَ - سَنهي وَهڪ. چيڪَ - ڪَپَ - راڦو.

- سير سير: آلي ڪاٺي باهه ۾ وجهڻ ڪري منجهانئس لڪرلڊڙ رس.
- سير نيڪرڻ: زمين مان پاڻيءَ جو سيمي اڪرڻ.

● سُمُ ۽ سُمَ: ذ. گهوڙي جو ڪُرُ - سُنبُ.

● سما: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سماڻيرڻ: اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سمات: اسم خاص. هڪ قوم جو نالو.

● سماپتَ ۽ سماپتُون: ث. [سن. سماپت = پڄاڻي] پڄاڻي - پڇاڙي - تڪميل.

- سماپتُ ۽ سماپتَ: ذ. صفت. پورو - ڪامل - مُڪمل. آخرين - پڇاڙيءَ وارو.
- سماپتيُ ۽ سماپتي: ذ. صفت. ختم ٿيل - پورو ٿيل.
- سماپنُ ۽ سماپنَ: ذ. ڇيهه - پڇاڙي - پڄاڻي - پيچو - انتُ. آخري - الومان. لتيجو. (صفت). آخري - تمامي - اچوڙو.

● سماجُ ۽ سماجَ: ذ. [سن. سماج = مجلس] قوم - برادري - پنگت - سُوسائٽي - مجلس - جماعت - محفل - سڀا - سنبلي - ميڙو - راڄُ - سٿُ - انجمن - ڪاميٽي - سنگتُ - ساٿاري. ذات. گروهه - جٿو - ٽولي - ڏرُ. هاٿي. سنجَ - آٺ. گهوڙي جو سامان.

- سماجڪُ ۽ سماجڪَ: ذ. صفت. سماجي - راڄوڻي - پنگتي - سڀائي - جماعتي - سنگت جو - منڊليءَ سان لاڳو. اسيمبليءَ جو ميمبر - ڪنهن به جماعت جو رُڪن.
- سماجڪتا ۽ سماجڪتائون - ث. جماعت - ميڙ - سُوسائٽي - ميڙو. رُڪن.
- سماجوُ ۽ سماجا (ت): ذ. ميلاپُ - ملاقات.

● سماجتَ ۽ سماجتون: ث. [ع. سماجه > سمج = گندو ٿيڻ] خرابي - بدي. شرمندگي. خوشامد - چاپلوسي - منٿ - مرڪب ۾ منٿ سان گڏ استعمال ٿيندڙ لفظ جئن ته "منٿ سماجت".

● سماجوڳُ ۽ سماجوڳَ: ذ. [سن. سمايوڳ] خلاف عادت پيش ايندڙ حالت جي وقت استعمال ٿيندڙ تعجب جو لفظ مثلاً "ڪهڙو سماجوڳ آهي"!

● سماجوڳُ ۽ سماجوڳَ: ذ. [سن. سمايوڳ] اتفاقي ملاقات - وقتي ملاقات - ميلاپُ.

● سماچارُ ۽ سماچارَ: ذ. [سن. سماچار = خبر چار] خبر چار - حال احوال - نيپاهو - پاراپو - واءُ سُڌ - سُڌ - اطلاع - واقفيت - آگاهي - آڳاهي - معلومات - اوراپو - پروڙ - ڏاهپ - چاڻ - سماءُ. روايت. حالت - ڪيفيت - ميزاج - روئداد. خير و عافيت - سماڊ - حالتن جو احوال.

- سماچار ڏيڻ، سُڌ ڏيڻ: خبر ڏيڻ - سُڌ ڏيڻ - احوال بيان ڪرڻ - سربستي ڳالهه ٻڌائڻ.

● سماچار: اسم خاص. ٿر ۾ چيلهه جي ڏکڻ طرف پنج ميل مفاصلي تي هڪ وڏي پٽ جو نالو ۽ لاڪي جو نالو.

● سمادُ ۽ سمادَ: ذ. [سن. سنواد = تعلق] خدائي ڏيان - خدائي لاڳاپو.

● سماڌ ۽ سماڌون: ث. [سن. سماڌ؛ سم = گڏ + آ = چوڌاري + ڌيئي = ڌيان ڪرڻ] خدا ۾ محو ٿيڻ واري حالت. يوگ جي آٺين ۽ پوئين منزل. قبر - استغراق - ڌيوري - هندن جو قبو يا مقبرو - ڪنڊ - غار. جوڳين سنياسين يا واجائن جي هندن جي دفن ٿيڻ واري جاءِ - ساڌو، نيڪ يا عارف جي مٿان اڏيل قبو.

- سماڌي ۽ سماڌيون: ث. مئل ماڻهوءَ جي ميٽي - قبر - لحد - حد - قبو - يادگار - ماڻهوءَ جي ساڙيل لاش وارو هنڌ. بينڪ - ورهڪ - آستانو. خدا سان لنؤ لڳائڻ جو هنڌ. پورو ڌيان - برابر خيال - هڪچتو ٿي بندگي ڪرڻ جي حالت - عبادت ۾ محو ٿيڻ جي حالت - بي خبري - مراقبو. هدايت.

● سمارُ ۽ سمارَ (ت): ذ. پٿرن پڃڻ لاءِ لوهه جي ڪيلين لڳل ڪاٺ جو ٿهيل اوزار - ساهر - سنهو رهه - ليڙ (ت).

● سماڙ ۽ سماڙون (ت): ث. لبڪاهڻ - نظرداري.

● سَماڙُوءُ ¤ سَماڙُوءُ (ٿ)؛ ذ. واقف - ڄاڻو.
● سَماڙَهوءُ ¤ سَماڙَها؛ ذ. ڄالورن جي مرض جو هڪ قسم - مُهاڙُو.
● سَماسُ ¤ سَماسَ: ذ. ٻن شبدن جو ميلاپ.
● سَماعُ ¤ سَماعَ: ذ. [ع. سَمع = ٻُڌڻ ٻُڌو] راڳ ويراڳ - رقص و سُرُودُ - ناچ گانو. راڳ ۾ ذڪر جو لمولو - فقير جوش ۾ اچي زور سان رچي اللّٰه اللّٰه جي ڪيفيت.
- سَماعَتَ ¤ سَماعَتُون؛ ث. (ع). ٻُڌڻ جي حالت. شنوائي - حاضري.
- سِماعِيءُ ¤ سِماعِيءُ؛ ذ. صفت. ٻُڌل - روايتي - نقلي.
● سِماقُ ¤ سِماقَ: ذ. (ع). هڪ قسم جو رنگين سخت پٿر دوا طور ڪم ايندڙ دوائن پيهڻ لاءِ اُن مان روهيون لهن - هڪ قسم جو سنگمرمر.
- سِماقَ جا داڻا: ذ. هڪ قسم جو ٻسارڪو وَکَرُ.
● سَماڪُ ¤ سَماڪَ: ذ. خيالُ - هوشُ.
● سَماڳَتَ ¤ سَماڳَتُون؛ ث. (سن). ميلاپُ. تعلق - لاڳاپو.
- سَماڳَتُ ¤ سَماڳَتَ؛ ذ. صفت. مليل - گڏيل. متعلق.
- سَماڳَتِيءُ ¤ سَماڳَتِيءُ: ذ. صفت. سماڳتُ.
● سَماڳَمُ ¤ سَماڳَمَ؛ ذ. [سن. سَماڳَمُ؛ سَمَ = گڏ + ڳَم = وڃڻ] مجلس - جماعت - منڊلي - سنگت - مجموعو. ميلُ - ميلاپُ - ملاقات - اتفاقُ - ايڪو - ٻڌي - سُلُوڪُ - تعلقاتَ. خدا ۾ سَچيوءُ ٿيڻ جي حالت - جماعُ - ڀوڳُ. لڳُ. رهاڻ - ڳالهه ٻولهه - گفتگُوءِ.
● سَمالوچَنُ ¤ سَمالوچَنَ؛ ذ. [سن. سمالوچن؛ سَمَ + آلوچن = ڏسڻ] تصنيف جي اظرثالي. ورڪ - قواعد. ديباچہ - تمهيد - پيُومڪا.
- سَمالوچِنا؛ ¤ سَمالوچِنائُون؛ ث. ٽيڪا ٽپڻي - لُڪتہ چيني - تنقيد - رايو - پڙدائي. اِبتدائي سَمُجهاڻِيءُ.

● سَمَّا؛ اسم خاص هڪ ذات جو نالو.
● سَمان؛ ظرف. [سن. سَمانُ = والکو] برابر - مِثل - وانگر - طرح - جيئن - موجب - ٻالڪو - والکي - وانگيان - طور - لمولي. برابر - سنئون - ساڳيو - مٽ - ثالي - لائق - قابل - هيڪجهڙو - هَمُسَرُ - هيڪ جيڏو.
- سَمانُ جوڙ چَوْرَسُ ¤ سَمان جوڙ چورَسُون؛ ث. هڪ جيڏن پاسن واري چورس.
- سَمانْدِ (ل)؛ ظرف. [سن. سمانُ = برابر] برابر. وانگر - جيان.
● سَمانْڪَرُ ¤ سَمانْڪَرَ: ذ. مُشْڪَ - مُرڪ. (صفت). الفت ڪندڙ. خُوش رَاڪُ.
● سَمانو ¤ سَمانا: ذ. [سن. سُمانُ. سُ = ساڻ + مانُ > من = مڃڻ] عزت وارو - مانوارو - مانائتو - شانَ وارو. لقبَ وارو - وڏو ماڻهو. قانع - صابر - راضِيءُ. سُکيو - آسودو - خوشُ. برقرارُ. هٺيڪو. (سَمانِيءُ ¤ سَمانِيُون؛ ث).
● سَمائِڻُ؛ مصدرُ. آمانُ - رُخصت ڏيڻ - آلوداع ڪرڻ - موڪلائڻ.
● سُماڻو ¤ سُماڻا؛ ذ. صفت. خوشُ. لڳل - مليل.
● سَماهَ ¤ سَماهُون (ٿ)؛ ث. سَماءُ - سُرُت - نظر - ڏيکُ.
● سَماءُ ¤ سَماءَ؛ ذ. (ع). آسمانُ - فلڪُ - آڪاشُ - آمبرُ.
- سَماوات؛ سَماء جو جمع - آسمانَ - آفلاڪ.
- سَماوِيءُ ¤ سَماوِيءُ؛ ذ. صفت. آسماني - مٿيون - غيبِيءُ.
● سَماءُ ¤ سَماءَ: ذ. سُڌُ - خبر - اِطلاع - ڄاڻ - پروڙَ - علم - ڪَلَ - ديک ڀال - نگهباني - نظرداري. ديدَ - سمڪَ - وديا - گيان - ڳم - معرفت. آداڪاري - گڏجي ڳايل راڳُ - سالڪُ.
- سَماءُ ٿيڻُ: ديه ٿيڻ - لڳاهه يا نظر پوڻ. خبر پوڻ.
● سَمائِڻُ: مصدر. [سن. سَمَ = چڱي طرح + آ = چوڌاري + ما = ماپڻ] ماپائڻ - داخل ڪرڻ - اندر ٿيڻ.

= سَمائجَڻ: مصدر. ماپجڻ - ماپڻ - پورو آچڻ - پنجي وڃڻ. برابر ٿيڻ - ٺانيي ٿيڻ - هڪجهڙو ٿيڻ. سيبائڻ. جاچڻ. حياتي پرجي آچڻ. نيهڪ ٿيڻ - ڪُپ ٿيڻ.

● سَمائِي ۽ سَمائِيُون (ل): ث. گنجائش - وسعت. بُردباري - صبر - تحمل - ڌِيرج - ڇالتي - ٿانتهر. حوصلو. طاقت.

● سَمُت ۽ سَمُتُون: ث. [ع. سَمَت = رستو وٺڻ] راه - رَستو. طرف - پاسو - جهت - ڏِس - پهلو - جالب - رُخ - رَوَش.

= سَمْتُ الرّأس: ظرف. [ع. سَمْت + رأس = متو] متي جي طرف - متان - آسمان ڏانهن - سِڌائيءَ تي. (اسم) ترقي - ڪمال - آوج.

● سُمَت ۽ سُمَتِيُون: ث. [سن. سُمت: س = چڱو + مَتَ = مَتِ] چڱي همت - سُٺي صلاح - هدايت - نيڪ صلاح - نصيحت. عقل - صحيح سمجھ.

● سَمَتا ۽ سَمِتائُون: ث. سَم = برابر] برابري - هڪجهڙائي - هڪجيڏائي - سَر يڪائي - سَمانتا - هڪ نظر.

● سَمْتِي ۽ سَمْتِيُون: ث. [سن. سَم + اِتي] راجائن، لوابن وغيره جي تاجپوشي يا ڪنهن ٻئي تقريب جي موقعي تي ٿِبليڪ جي ڪٺ ٿيڻ جي جاء.

● سُمَتِي ۽ سُمَتِيُون: ث. ڏيوالي ۾ وِيل ماڻهوءَ جي ملڪيت ڪي قرضدارن ۾ وِرهائڻ جو فيصلو.

● سَمَتْوُ: ذ. افق.

● سَمْتو ۽ سَمْتا (ث): ذ. صفت. صاف - پاڪ.

● سَمُپادَڪ ۽ سَمُپادِڪَ: ذ. ايڊيٽر - صحافي - اخبار نويس - خبرون ڇپيندڙ. سُهتمُم.

● سَمْپَت ۽ سَمْپَتُون: ث. (سن). دولت - ڌن. خوشحالي - آسودگي.

= سَمُپَتِي ۽ سَمُپَتِيون: ث. ڌن - دولت.

= سَمپِدا ۽ سَمپِدائُون: ث. ملڪيت - ڌن - خزانو - دولت. برڪت - اِقبال - طالع.

ڇڙهتيي - اتهر بتهر - ڪير ڀِت - شاهوڪاري - مولد. سُڪ - فَرخي.

● سَمْپَرِدايَہ ۽ سَمْپَرِدايائُون: ث. (سن). روايت - ڏِلد ڪٿا - اتهاس - سمرتي. حديث.

● سَمْپَن. صفت. [سن. سنپورن] پورو - پورن - سَمپورَن.

= سَمْپُورَن: صفت. [سن. سَمْپُورَن = پرپور] پُورو پَرِيل - پَرپُور. پورو - سڄو - ڪامل - برابر - مڪمل - سمورو - سارو - بينان ڪنهن گهٽتائيءَ جي - ثابت - تمام. (ظرف). سراسر.

= سَمْپُورَن راڳُ: سَر گرم جي سڀني آوازن (سُرن) سان لڳڻ وارو راڳُ - مُڪمل راڳُ - پورو راڳُ.

= سَمْپُورَن ۽ سَمْپُورَڻ: ذ. صفت. ڪامل - پُورو - ڪُل - سڀ - تمام.

● سَمُ جيشَنْدو: اِسم خاص. تعلقي سالگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَمجَهڻ: مصدر. [سن. سَمُبُدِ: سَم = چڱي طرح + بُدِ = ڄاڻ] ڄاڻڻ - پَرُوڙڻ - پُرجهڻ - پُجهڻ - پُروجهڻ - سَرجهڻ. خبر هُئڻ - عِلم هُئڻ. لَکَڻ - محسوس ڪرڻ - سَهي ڪرڻ - وِيچارَڻ - فِڪر ڪرڻ. حِساب لڳائڻ. عِيوضو وٺڻ - بدلو وٺڻ. پاڙَڻ. مَڃَڻ - قبول ڪرڻ - تسليم ڪرڻ.

= سَمْجهہ ۽ سَمْجهُون: ث. ڄاڻ - پَروڙ - پُرجهہ - عقل - فهم - گيان - وَقُوف - ادراڪ - دانائي - حوصلو - ٻُڌ - هوش - خيال - ذِهن - ٻوجهہ - سُوجهي - وِيدِيا - پاس - نهِراءُ - آٽِڪل - رايو - قِياس. جاچ - نظر - نِگاهہ - نَظر جي پُهچ - مُراد - مَطلب - مَنشا.

= سَمْجهہ آچَڻ: عقل آچڻ - هوش آچڻ. ٻارَ جو وَڏو ٿيڻ.

= سَمْجهائِي ۽ سَمْجهائِيون: ث. آگاهي - ڄاڻ - معلومات. شَرح - ٽِيڪا - نِرواري - ارٿ - حاشيہ - وِڏِيت - ڀاشيہ - تفسير - وِياتاڪيان - نصيحت - هدايت - فهمائش.

- سَمُجھائِي ڏيڻ: ڪا ڳالھ سمجھائڻ. نصيحت ڪرڻ - ھدايت ڪرڻ.

- سَمُجھائِڻ: ذ ھَن نشين ڪرائڻ - ٻُڌائڻ - کولي ٻڌائڻ - مطلب ٻڌائڻ - تفصيل ٻُڌائڻ - ڏيان تي آڻائڻ - آگاھ ڪرڻ. نصيحت ڪرڻ - فھمائِش ڪرڻ - ھدايت ڪرڻ.

- سَمُجھدار ۽ سَمُجھدار: ذ. صفت. [من. سمبڌ+ف. دار<داشتن=رکڻ] سياڻو - ھوشيار - دانا - عاقل - چڱي مَتِ کي سمجھائڻ وارو - عقل مند. تجربه ڪار.

- سَمُجھڻ آسُجھڻ: سوچ ويچار ڪرڻ.

- سَمُجھڻ ٻُجھڻ: سوچ ويچار ڪرڻ - خيال ڪرڻ - عقل ڪرڻ - ھوش ڪرڻ.

- سمجھو ۽ سمجھو: ذ. صفت. عقل مند - سَمجھدار - دانشمند - سُڄاڻ - سُرھيتو - ڄاڻُو - ھوشيار - ڏاھو - سياڻُو - مَتمان - سڌو ھيرو - ڄاڻ وارو - تيز فَھم - ڄيتاڻو - ھوشائِتو - حوصلائتو - سوڀتو - ساگواڻ - سچيت - سُرتيائتو - عاقل. چالاڪ - زيرڪ. نظر ھَنڍير - آثر ھَنڍير.

● سَميدرائِي ۽ سَميدرائِيون (ث): ث. سَرميدائِي.

● سَمنڌرُ مُنُجھڻ: پيشاب بند ٿيڻ.

● سَمنڌَڻ ۽ سَمنڌَڻ: ذ. صفت. سَربستو - سَمُورو - ذري ھُرزي.

● سَمَرُ ۽ سَمَرَ: ذ. [من. سَمبَل=سفر جو توشو] مُسافري جو سامان - تنبو تارڙي - توشو - موجُودات - ذخيرو. وسيلو - آسباب - رَسد. ٻيلو - آڏت - بند و بست - سامان مھيا ڪرڻ جيترو خرچ - راھ خرچ.

"سَمَرُ جن سھي تن ڪونھي اھڪ عنايت چئي"
(شاھ).

"سمر جنھين نہ ساڻ ھوت حماتي تنجو"
(شاھ).

- سَمَرائِتو ۽ سَمَرائِتا: ذ. صفت. سَمَرَ وارو.

- سَمُرو ۽ سَمُرا: ذ. سفر جو سامان - سمر - رَستي جو توشو.

● سَمُراد و ۽ سَمُرادا: ذ. صفت. [من. س=چڱو+ع. مُراد<رود=حاصل ڪرڻ] سوڀارو - مُراد پوري وارو - سڀاڳو - سعادتمند - ڪامياب - فتح مند.

● سَمُرائِي: اسم خاص. سَري بلوچن جو ھڪ قبيلو.

● سَمُرائِڻ: مصدر. [من. سُمرت=ياد گيري] ياد گيري ڏيارڻ.

- سَمَرتيي ۽ سَمَرتيون (ث): ث. ياد گيري - حافظو - ذ ھن.

● سَمُرت ۽ سَمُرتُون: ث. عقل - ھوش - فَھم.

● سَمَرَٿ ۽ سَمَرٿُون (ث): ث. [من. سَمَرٿ] طاقت - ھُنج - شڪتي - ٻَل - سگھ - زور. قدرت - حيثيت - لياقت.

- سَمَرٿ ۽ سَمَرٿ: ذ. صفت. جبرو - زور وارو - طاقتمند - ٻلوان - سگھارو - زور ڀريو - سگھائتو - زبردست - پھلوان - قوت وارو - پُڄنديات - شه زور - ھُنج وارو - مضبوط - جاڏو - ٻليارو - ٻلي - ھُرٻل - ڪڙا ڪيڙي - سنبرو - سبر - قرارو - سگھيتو - قوتيي - سگھيتي - توانو. پڄنديءَ وارو - پڄندڙ - پڄي ڪائيندڙ. لائق.

- سَمَرٿيي ۽ سَمَرٿيون: ث. طاقت - زور - ٻل - سگھ - وس - پڄندي - مجال - ھُنج - وت - توفيق - وسعت - دڳو - ست - سگھت - شڪتي - تيج - تقويت. ڏي - آسرو - آڌار. قابليت - لياقت - حيثيت - پڄندي - جوڳائي - ڀر پيشتا. صفائي - پاڪائي.

● سُمُرَٿ ۽ سُمُرَٿ (ل): ڪارساز.

● سُمُرتيي ۽ سُمُرتيون (ل): ث. ھوش - تدبير.

● سُمُرھڻ: مصدر. [من. سَمَ=چڱي طرح+ارھڻ=حوالي ڪرڻ] حوالي ڪرڻ - سوڻپڻ. خيرات ڪرڻ - دان ڏيڻ.

● سَمُرڪو: اسم خاص. تعلي جاتيءَ ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● سَمُرَڻُ: مصدر. [سن. سُمِر = ياد ڪرڻ] ڏڻيءَ جو نالو جپڻ - تَسبيح ڦيرائڻ - وِردُ، وَظيفو ڪرڻ. ياد ڪرڻ - ياد رکڻ - سَنڀارَڻ - سَمَڪَ آڻڻ. سارَڻ. هُرَڻ - سُجهڻ. عِزَت ڏيڻ - سَجدو ڪرڻ - پُوڄڻ.

- سُمُرَڻِ ۽ سُمُرَڻيُون: ث. تَسبيح - مالا.

- سُمُرَڻُ ڪرڻُ: تَسبيحُ ڪرڻ - وِردُ ڪرڻ - وَظيفو ڪرڻ - خُدا جو نالو وَرِي وَرِي چوڻ. مالها ڦيرَڻ - تَسبيحَ سورَڻ.

- سُمِرِنُو ۽ سُمِرِنا: ذ. تسبيح جو وڏو دائو.

- سُمُرِني ۽ سُمُرِنيُون: ث. ننڍي مالها - ننڍي تسبيح - جَپُ مالهان.

- سُمُرِني سورَڻُ: تسبيح پڙهڻ. انتظار ۾ عبادت ڪرڻ.

● سَمَسا ۽ سَمَسائُون: ث. [سن. سَمَسيا] حالت. مُشڪل - اوکي.

● سَمعُ ۽ سَمعَ: ذ. (ع). هڪ عضوي جو نالو - ڪَنُ - گوشُ؛ مثلاً:

"سَمعن ۾ سوڍ و چوي هن ڪاهيڙين کي ڪَنيدَ".

- سَمعِ خَراشيُ ۽ سَمعِ خَراشيُون: ث. [ع. سمع + خراشي>خراشيدن = ڪرڙڻ] ڪنن کائڻ جي حالت - مٿي کائڻ جي حالت.

● سَمَعَ: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَمَڪَ ۽ سَمَڪُون (ل): ث. [سن. سُمِر = ياد ڪرڻ] سمجهه. خبر چار - ڄاڻ - سُڌَ - خبر - اطلاع - ڪَل - ڪَنَ - سماءُ - پَروڙَ - عِلمِ - گيانُ - وِديا - ڏاهَپَ - عقل - واقفيت - ياد گيري - سارَ - سنڀارَ - سانڀر. تجويز.

- سَمَڪ اچڻُ: سمجهه اچڻ - هوش اچڻ - عقل اچڻ.

● سِمِڪُ: ث. ڪنوار - وَني.

● سَمڪَڻُ (ل): مصدر. نوازڻ - پَتِهرائڻ - راضي ڪرڻ - سرفراز ڪرڻ. خوش ٿيڻ. بي پرواه هُجڻ.

● سَمڪوُ: ذ. هڪ قسم جو ڏٿُ.

● سَمڪيُ: اسم خاص. ميرپورساڪري، گهوڙا ٻاري، سجاول، ڪوني ۽ ٺٽي تعلقن ۾ ديهن جو نالو.

● سِمڪِيُ ۽ سِمڪِيُون: ث. ڄانورن وغيره ان ۾ ٿيندڙ ڪيئَون. معدي ۾ پيدا ٿيندڙ سَنهڙو ڪيئون - سِنُو ڪِيُ (ت).

● سَمڪَڻُ: مصدر. [(١) سن. سَمَڪِتَ = نوازيل (٢) سن. سُمِ: مُشڪڻ = کِلڻ] نوازڻ - بخشش ڏيڻ. راضي ٿيڻ - ريجهڻ.

"سَيِڙ رات سَمڪِيا، داتا ڏِني دانَ" (شاهه).

- سَمُڪَ ۽ سَمُڪُون (ل): ث. رضا - مرضي - خواهش. راضپو - ريجهاءُ. نوازش - مهرباني.

- سَمڪائِڻُ: راضي ڪرڻ - ريجهائڻ. نوازڻ - مهرباني ڪرڻ.

- سَمڪِجَڻُ: راضي ٿيڻ - ريجهڻ. خوش ٿيڻ.

● سَمُڪهَڻُ ۽ سَمُڪهَڻَ: ذ. صفت. [سن. سُمِ = کِلڻ] خوش - آسودو - آرامي - مزي ۾.

● سَمَلائيُ: اسم خاص. مزاري ۽ ٻروهي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● سَمَنَ ۽ سَمَنُون: ث. [انگ. Summon = سڏڻ] ڪورٽ جو سَڏُ - نوٽيس - حڪم نامو. روبڪاري.

- سَمَنُ تَعمِيلُ ڪَرَڻُ: ڪورٽ جو حڪم واسطيدار ماڻهوءَ کي وڃي ڏيڻ. حڪم جي پيروي ڪرڻ.

- سَمَنُ جارِيُ ڪَرَڻُ: ڪنهن کي ڪيس جي حاضريءَ وغيره لاءِ اطلاع نامو موڪلڻ.

● سَمَنُ ۽ سَمَنَ: ذ. (ف). گُل جو هڪ قسم - چنبيلي. (اسم خاص). چوڏهين صديءَ جي وليالله جو نالو "سَمَنُ شاهه".

- سَمَنُ انُدامُ ۽ سَمَنُ انُدامَ: ذ. [ف. سَمَنُ + اندام = عُضوا] گوري رنگ وارو ماڻهو - معشُوق - سيم تَنُ.

● سَمَنُ ۽ سَمَنَ: ذ. [سن. سمدريه = مجموعو] ويدن واري زماني ۾ چوڪرين طرفان وَرُ چونڊڻ لاءِ سڏايل ميڙُ - سويمبر.

"سمن ڳنڍي ڏول کي رهي ڀَوَنَ سين قول"
(شاهه).

(اسم خاص). هڪ هندي شاعر جو تخلص.

● سَمَنَ ۽ سَمَنُون؛ ث. محبت. ملاقات – گڏجاڻي. واعدو – انجام.

"نه ڪنهن جهول جهلي،
هُئي سَمَن ڀُوري سهڻي" (شاهه).

● سَمَنڊُ ۽ سَمَنڊَ: ذ. گهوڙي جو هڪ قسم (ڀورو، بادامي ۽ سواهري رنگ تي مائل.
– جوز سمند؛ ث. صفت. گهوڙي يا گهوڙيءَ جو رنگ (هيٺ اڇو، مٿي اڇي، اکيون شيريون ۽ رنگ ڦڪو).
– سَمَنڊُ سَنجو ۽ سَمَنڊُ سَنجا؛ ذ. سَمندُ رنگ جو سَنجهيلُ گهوڙو.

● سَمَنڊَرُ ۽ سَمَنڊَرَ: ذ. [ف. سَم = باهه + اندر] مسلسل سئو سالن تائين ٻرندڙ باهه مان پيدا ٿيندڙ هڪ روايتي جانور، ارم ڀَشم مان ڪُوئي جيترو.

● سَمُنڊَرُ ۽ سَمُنڊَرَ: ذ. [سن. سَمُدر = سَمونڊُ] سمنڊ – سمُولڊ – ساگر – بَحرُ – مهراڻ – سائرُ.

● سَمُنڊو ۽ سَمُنڊا؛ ذ. [سن. سَمَدُريه = سمورو] سڄو – سارو. پَرتُو – وڏو جوڙ – ڪامياب قافلو.

● سَمُنڊُ ۽ سَمُنڊَ: ذ. [سن. سَمُدرَ = سَمولڊ] مهراڻ – ساگرُ – سمُولڊ – سامُولڊ – بحر – درياء اعظم – سائرُ – کارو – مؤجو – اٿاهه پاڻي.

"سمنڊ سرڪيائي نه تني عشق وارن کي"
(شاهه).

"جي سمنڊ منهن ڪريان،
ته به سرڪيائي نه تني"
(شاهه).

– سَمُنڊَ جا ڪانگَ تڙَڻُ؛ لکمو ۽ بيڪار گذارڻ – اجايا ڏڪا ٿاٻا کائي ڏينهن پورو ڪرڻ.
– سَمُنڊَ جيءُ گجيءُ؛ ث. سمنڊ ڦيڻَ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وَکرُ.
– سَمُنڊَ ڦيڻِ: ث. سمنڊ جي گجي – سمنڊ جي جهڳَ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ سُفيد پسارڪو وَکرُ.
– سَمُنڊَ وَڻُ: سمنڊ ۾ لڙهندڙ هڪ قسم جو ٻُوٽو.

● سِمَنڪَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَمَنڪَڻُ؛ مصدر. [سن. سَمڪُتَ = نوازيل] نوازڻ – راضي ڪرڻ – خوش ڪرڻ. سامَ جهلڻ.
– سَمَنڪَ ۽ سَمَنڪُون؛ ث. نوازش – مهرباني. راضپو. خوشيءُ.
– سَمَنڪيجَڻُ؛ راضي ٿيڻ – خُوش ٿيڻ.

● سَمَنڪهُ ۽ سَمَنڪهَ: ذ. ظرف. راضيءُ – خُوشُ – سَرفرازُ.

● سَمَنڪهِيءُ ۽ سَمَنڪهِيُون (ت – ل)؛ ث. هارَ سينگارَ واري عورَت.

● سِمَڻُ؛ مصدر. [سن. سَرَ = پاڻيءَ جي وَهڪ] ٽِمَڻُ – وَهَڻُ – سَنهُون وَهَڻُ – ٿورو وَهَڻُ.
– سِمِيو ۽ سِمِيا؛ ذ. صفت. سِيمي وارو – ٽِمَنڊَڙُ – سِمَنڊَڙُ – ٽِپو ٽِپو ڪري وَهندڙُ – ڳاڙي وارو. مُتو. ڦاٽوڙو دُهلُ – واتَ ڦاٽو. روئيٽو. دِل جو خرابُ.

● سَمِيو: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَمو؛ اسم خاص. سنڌ جي هڪ حاڪم جام تماچيءَ جو سندس ذات جي ٻنيان مجازي مروج نالو. "جهڙو سَمو تهڙي سامِيڪرِي".

● سمو ۽ سَما؛ ذ. [سن. سَمَ = وقت] وَقت – دَوُرُ – زَمانو. مُدَت – سال – ورهيه – ايام. پَلُ – ويرَ – هنگامُ – وِيل. موقعو – وجهه – آوَڪاشُ – مَهل – ساعتَ – ٽائو – گهڙي – ويلو – موسِمَ – مُنڊَ. ڦرجو – ڦيرڪو – ڦيرو – دفعو – لڳو – ڪهَمرو. موسِمَ – رُتِ – فَصل – تُنڙِ. راڳ رانگُ. ڪيفيتَ – مزو.

● سَمُوٽَ ۽ سَمُوٽُونُ؛ ث. اِعانتَ – ڪُمَڪَ – مَدَدَ – واهرَ.

● سَمُوْرُ ۽ سَمُوْرَ: ذ. هڪ قِسم جو لوميڙيءَ مِثل جانورُ، اَن جي کلَ مان پوستينيون ٺهَن ٿيون.

● سَمُوْرو ۽ سَمُوْرا: ذ. [سن. سَ=سان+ مول=پاڙ] جُملي - مِڙئي - سَڀئي - هڙئي - سَڀوئي - سڀ - سَچو - سالم - ثابت - سارو - کُلُ - سَمُنڊو - سلامت - سربَستو. (ث. سَمُوري ۽ سَمُوريون).

● سَمُوم ۽ سَمُومون: ث. [ع. سم=زَهَرُ] بيابانَ جي زَهريلي هَوا - لُڪ - گرم هوا.

● سَمُونڊُ ۽ سَمُونڊ ؛ ذ. [سن. سَمُدره= سَمُنڊُ]. سَمُنڊُ - مَهراڻ - ساگر - سائر - بحر.

● سَموهُ ۽ سَمُوهَ: ذ. فوجَ - ڪَٽڪُ - لَشڪرُ.

● سَموهَڻُ: مصدر. [سن. سَ=سان+ مُهيَ= موهڻ] سمجهائڻ - ذهن نشين ڪرائڻ. پڌائڻ - وَرُجائڻ. چڱي طرح تاهي رکڻ - ترتيبَ ڏيڻ - سَنوارَڻ - سُوڌو ڪرڻ. سوڙهو ڪري رکڻ - بند ڪرڻ. مُنجهيل شئي کي سُڌارڻ. موتيي پوئڻُ.

● سَمُنو ۽ سَمُنا (ٿ): ذ. لاڏائو - رحلت - وفاتَ.

- سَمُنيِ ڪرڻُ: مَري وڃڻ - لاڏائو ڪرڻ.

● سَمَهُ ۽ سَمَهُون؛ ث. مِنَتَ - اِلتجا - سَؤالُ - وينتي - عاجزي - نيزاري - عَرضُ - زاري - ليلڙائي. هڪ قِسم جو وَجدي نعرو - هوڪارو. سَماع جو هڪ قِسمُ.

- سَمَهَ هڻَڻُ: خاص قِسم جو نعرو هڻڻ - وَجد ۾ اچي سَماعُ ڪرڻ.

● سَمَهُ ۽ سَمَهَ ؛ ذ. [سن. سَمَيہ=وقت] زمانو - وَقتُ. مُنڊ.

● سَمُهابو ۽ سَمُهابا: ذ. لِحاظُ - لياقَت - مَروَت. (صفت). لحاظو - لياقت وارو - مَروَت وارو - مروَتي - لائقُ.

● سَمهاڙو ۽ سَمُهاڙا (ڪ. ل): ذ. صفت: سَوَلو - آسانُ - سَهَلُ. خَسيسُ - مَعمُولي - رَواجي. سِڌو - سَنئون.

- سَمُهاڙي ورِيامَڻُ؛ سَنئين ڪُرِيڻُ ورِيامَڻُ.

● سُميهاڙو (ٿ)؛ ذ. مالَ جي هڪ بيماريءَ جو قسم (وات ۽ کُرن پچي پوڻ جي بيماري). مُهاڙو (ٿ).

● سُميهاڙو ۽ سُميهاڙا (ل)؛ ظرف. سامهون - اڳيان. ويجهو - نزديڪُ.

● سُمَهيائي؛ اسم خاص. تعلقي ديرو محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَمَهڙو (ٿ)؛ ذ. مالَ جي بيماريءَ جو هڪ قسم - مُهاڙو.

● سُميهڙي ۽ سُميهڙيون (ٿ)؛ ث. هميشه هڪ وَقت کير ڏيندڙ ٻڪري.

● سَمَهيڙو: اسم خاص. مال جي بيماريءَ جو هڪ قسم - سَميهاڙو - مُهاڙو. ۽ سَميڙا: ذ. صفت. سَنئون سِڌو (ٻچو جو پيٽ مان لڪري).

- سَمَهيڙو ٿيڻ؛ مال جو واتُ ۽ پير پچي پوڻ - مالَ کي مُهاڙي جي بيماري لڳڻ.

● سُمَهڻُ: مصدر. [سن. شش=سمهڻ] ننڊَ ڪرڻ - آرام وَٺڻ - ڍِڪهو ٿي پوڻ - بستري تي سنئون ٿي پَوَڻ - رت جو دورو بند ٿيڻ - پوڻ - سوڙهو ڪرڻ. بي فِڪر رَهڻُ. پاسو وَرائڻ. همبستري ٿيڻ - صحبت ڪرڻ - جماعُ ڪرڻ. مَرڻ - وفات ڪرڻ - رحلت ڪرڻ - دُنيا مان اکيون بند ڪرڻ.

- سُمهارَڻ: [هـ. سُلانا] ننڊَ ڪرائڻ - ليٽائڻ - آرام ڪرائڻ.

- سُمَهائي ۽ سُمَهائيون: ث. آرامَ جو وَقتُ - سُمهَڻ جو ٽائيمُ - ننڊ جو وقتُ - عَشاء جو وَقت - رات جو پهريون پهرُ.

- سَمهوري؛ ث. ننڊَ - خوابُ.

- سُميهيَل ٽُبُوليِ ليڪَ: ث. Horizental axis.

- سُميهيَل مُفاصِلو: ذ. Absasia.

- سُميهَين ماڻهَن ؛ ظرف. سومهيائيءَ جي وقت - عِشا مَهيلَ.

● سميهڻون: اسم خاص. تعلقي ڏوڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سمهورو ۽ سمهورا؛ ذ. [سن. س = سان + مول = پاڙ] سڄو - سمورو - سڀ - سارو - ڪل - تمام - سمنڊو.

● سميهون ۽ سمهان؛ ظرف. سامهون - اڳيان - آمهون سامهون. سيڌو - سنئون.

● سمهيڙ ۽ سمهيڙ (ڪ): ذ. سرڪٽ - ٻهشت.

● سمي: اسم خاص. تعلقي ڪنڀت (خيرپور ضلعي) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيمي ۽ سيميون؛ ث. مير بحرن جو اصطلاح - رڇ جو هڪ حصو. ڀاين کي جدا ڪري مضبوط ٻڌڻ لاءِ ڪاٺيءَ جو ٽڪر.

● سميت: حرف جر [سن. سميت؛ س = سان + ات > اِي = اچڻ] سان - ساڻ - گڏ - سيهارو - سات - سوڌو - ٻيڙو - باهم - همراهه - سهن - شامل - سع - سنگ.

● سميٽڻ؛ مصدر. [سن. سم = گڏ + اِت = آيو] گڏ ڪرڻ - جمع ڪرڻ - هڪ جاءِ ڪرڻ. ميڙڻ - ڪٺو ڪرڻ - سنچڻ. وصول ڪرڻ. چونڊڻ. ڀاڻ سنڀالڻ. تهه ڪرڻ. ٻڌڻ. بند ڪرڻ - ويڙهڻ. ختم ڪرڻ. ڍڪڻ. ڪنجڻ. ڪٺي چڏڻ. ميسارڻ - ڊاهڻ - صاف ڪرڻ. ناهڻ. چست ڪرڻ.

- سميٽ ۽ سميٽون؛ ث. ميڙ ميڙ - ڪٺ - سنڪر. چنهو - وصولي - ڦوڙي - اوڳاڙ - اوڳڙ - گڏ ڪرڻ جي حالت. ويڙهڻ جي حالت.

- سميٽجيو وڃڻ؛ پورو ٿيڻ. سري وڃڻ. ڪٺي اچڻ.

● سميپوٽا (سميپوترا)؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سميپوٽئي (سميپوترائي): اسم خاص. تعلقي ڪونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سميجا؛ اسم خاص. تعلقي ٺٽل ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

- سميجاڻو ۽ سميجاڻا؛ ذ. صفت. چوريءَ جو نالو.

- سميجاڻو هٿڻ: چوريءَ جو هٿڻ - چورن جو هٿڻ.

● سميجاڻي؛ اسم خاص. تعلقي ڪونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سميڙ ۽ سميڙ (ڪ)؛ ذ. صفت. سنڀاليندڙ - سڌير - سڄاڻ. مقدم - پوتر - پاڪ.

● سميرو: اسم خاص. هڪ جبل جو نالو (هندن جي عقيدي موجب منجهس جواهرات جون کاڻيون آهن) جبل.

"آڏا ڏونگر ڏاڪرا سخت سڄهن سمير".

۽ سمير؛ ذ. صفت. محڪم - قائم - مضبوط.

● سميع ۽ سميع؛ ذ. [ع. سمع = هن ٻڌو] ٻڌندڙ - سڻندڙ. داد ڪندڙ - (اسم پاڪ) ڏني تعاليٰ جو صفاتي نالو.

- سميع بصير؛ [ع. سمع + هن ٻڌو بصر = هن ڏٺو] ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ - دانا بينا. خدا جو صفاتي نالو.

● سميل ۽ سميلون (ڪ - ل)؛ ث. بيل گاڏيءَ جو هڪ عضوو - پانجاريءَ ۾ ٻيل آئي ڪاٺي.

● سميننا؛ اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● سن ۽ سنون (ٿ): ث. پاڻيءَ جي سيمي سبب چاول لوڻ - ٿري لوڻ جي کاڻ.

- سن ٿي وڃڻ؛ ٿر ۾ ڪن پاڻيءَ جي تلائن جي جاءِ لوڻ ۾ تبديل ٿي وڃڻ.

● سن؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سن ۽ سن؛ ذ. [ع. سِن] سال - سنبت. عمر. (ظرف). جيڏو. هڪ جيڏو - سرتو. برابر - ست. (اسم خاص) ڪوني، سوري ۽ ڪونڙي تعلقي ۾ هڪ شهر جو نالو.

● سن بلوغ: ذ. [ع. سِن + بلوغ] سمجهه جي عمر - جوانيءَ جي عمر - (قانوناً ارڙهن سال).

- سن بلوغت: ذ. (ع. سِن + بلوغت] سن بلوغ.

= سين" تميزُ ؛ ذ. [ع. سين" + تيميزُ] سَن. ٻلوغ.
= سَن رَوان : ذ. موجوده سال - اِسال - هلندڙ سال.
= سَن عيسوي ؛ حضرت عيسيٰ جي پيدائش جي زَمانِي کان شروع ٿيندڙ شمسي سال.
= سَن فصلي ؛ فصل مطابق شمار ٿيندڙ سال.
= سَن هجري ؛ ذ. حضور پاڪَ جن جي هجرت ڪرڻ جي تاريخ کان شروع ٿيندڙ قمري سال. محمدي سال.
● سينُ ع سينَ : ذ. [ع. سين"] ڏَندُ.
● سُنَ ع سُنون ؛ ٿ. [سن. شُوليہ = ماٺِ] ماٺِ - چپ - صبر - غم - سانت - خاموشي - شانت - ڌيرج - تحمل - سناٽو - ڪُپ چُپ - پَٽ - گُنگ پوڙ. بي حسي - بي هوشي - بي خبري - سور چاگيتي - گيرائي. ڪنوراڻي - بي دردي - جوش - خروش جي حالت. ڳتي.
= سُنَ کائڻ ؛ غم کائڻ - وقت جي لحاظ کان غصو روڪڻ. ماٺ ڪرڻ.
= سُنَ کپڻ : ماٺ ڪرڻ - صبر ڪرڻ. غصو کائڻ.
= سُنَ ۾ پوڻ : ڳتيءَ ۾ پوڻ.
● سنا ؛ اسم خاص. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪو وَکر. (ڀ. قسم ١- ڪوڙي ٢- سچي).
= سناڪوڙي : ٿ. هڪ قسم جو ٻوٽو، دوا طور ڪم ايندڙ (پَن شاخون سنهيون، گل سرخي رنگ تي).
● سنامڪي : ٿ. هڪ ٻسارڪو وَکر، دوا طور ڪم ايندڙ (ولک سائو، پن سنهڙا، ٿوڪاري، گل زرد، جبل ۾ پيدا ٿيندڙ).
● سنات ع سناتون : ٿ. صفت. [سن. سناتن = قديم] پُراڻي - قديم - آڳاٽي - جھوني: "سُو سنات پارهن ذات".

● سناتن ع سناتن : ذ. صفت. (سن). قائم - ابدي - ابتُ - اناديِ - هميشه جو - جاودان - ازلي و ابدي - آڳاٽو - پراڻو - پراچين - پُراڻو (اسم). هيندڪي رسم جو نالو. قديم هندو.
● سناٽو ع سناٽا ؛ ذ. ماٺ - سانت - چپ - ڪُپ چُپ - خاموشي - سنات - پَٽ - سُن - گُنگ پوڙ. سُک - ڪُشل - آمن - سلامتي - ڪليان - جميعت - شانتي - صلح - ميلاپ - قرار - آنند - سلوڪ - آمن - آمان. حيرت - هُو جو عالم. خوف - دهشت. ويراني. ڪُجھ آواز - شور - هُل.
● سناخت ع سناختون ؛ ذ ٿ. [ف. شناخت > شناختن = سڃاڻڻ] شناخت - سڃاڻ - پرُوڙ - جاڻ. حيا - شرم - مروت.
● سنارو ع سنارا ؛ ذ. سونَ جو ڪم ڪندڙ. ڪيهر ٺاهيندڙ. زورگر.
= سناري ع سنار يون : ٿ. صفت. [سن. سناري = حسين عورت] سهڻي زال - حسين عورت - سلوڪ آستني. (هه). سناري جي زال.
● سناڙي : اسم خاص. لڙ ۾ سانتوڙي جي نمولي گاهه جو هڪ قسم پاجيءَ طور استعمال ٿيندڙ.
● سناس ع سناس ؛ ذ. [سن. سنياس = ] دنيا کان ڪنو ٿيل فقير - جوڳي - سنياس. هندو ڌرم موجب عمر جو چوٿون ۽ پويون حصو. بالدَو. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.
● سناسي ع سناسي ؛ ذ. فقيرن جو هڪ قسم - آشرم وارو - تياڳي - رَمتو - تارڪ - جوڳي. (اسم خاص). هندو فقيرن جي هڪ ذات جو نالو. جنڌيءَ تي ڪيڏيل ڪُل جو قسم. جٽي جو هڪ قسم، ڳلهي ۽ ڳاڙهي دائي وارو. لڙ پل موڙ وارو ڪڪڙ.
● سناڪتَ ع سناڪتون ؛ ٿ. [ف. شناخت = سڃاڻ] سناخت - جاڻ - پرُوڙ - شناخت - سڃاڻ. لحاظ - حيا - مروت.

● سنامڪي: ث. هڪ پساري وڪر. دوا.
● سنانُ ۽ سنانَ: ذ. [سن. سنانُ=غسل] غسل - وهنجڻ - تڙ - اشنانُ - جهيلو (ث) - جهيلارو (ث).
● سِنانُ ۽ سِنانَ: ذ. [ع. سِنّ=تکو ڪرڻ] تير جي نوڪ - پڪُ. ڀالو - ٻرڇي. نيزو.
● سنانيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● سناڻُ ۽ سناڻَ (ل - ث): ذ. [سن. سنان=غسل]. وهنجڻ جي حالت - سنانُ - آشنانُ - تڙُ.
● سناوَرُ ۽ سناوَرَ: ذ. [ف. شناوَرُ=تارو] تارُو - تري چاڙهندڙُ - ترندڙُ.
"سناوَرَ ساميا هُن، آت سڏايا نہ سندين"
(شاهہ).
● سنائيُ: اِسم خاص. هڪ حڪيم ۽ شاعر جو نالو.
● سُنبُ ۽ سُنبَ: ذ. [ع. سُمُ=ڪُرُ] گهوڙي يا گڏه جو ڪُرُ.
- سُنبارُ ۽ سُنبارَ: ذِ صفت. وڏن سُنبن وارو گهوڙو.
- سُنبُ تراشُ ۽ سُنبَ تراشَ: ذ. [ع. سُمُ+ف. تراش>تراشيدن=ڪرڙڻ] گهوڙن يا گڏهن جي پيرن جا نُنهن لاهيندڙُ.
- سُنبَ جي قوتِ: ڪُرَ جي وچ ۾ چيرُ.
● سُنبارُ ۽ سُنبارَ: ذ. ڪتنيءَ لسيءَ ۾ ٿوري لسيءَ جو ميلاپُ - ٻهڙ (ت) - ڦيڏرو (ل).
● سنباڻُ ۽ سنباڻَ: ذ. کير جماڻ لاءِ ماٽيءَ ۾ ڏڌ لپَ وڌلُ - ٻنير - ڪنو - ڏوڙرو وغيره.
● سنباهڻُ: مصدر. پرت جو ڪم پورو ڪرڻ - ٺاهڻُ - بنان ٻڌڻ.
● سنباهہ سنباهہ: ذ. [سن. سمبرُو = ] مالبوهہ - تياري - سانباهو - سنبتِ - لانچ - هلڻ جو سعيو.
- سنباهيُ ۽ سنباهيُونُ: ث. سنبتِ - تياري.
- سنبتِ ۽ سنبتُونُ: تياري - ڪوچُ - سانباهو - هلڻ جو سعيو - سنبرڻ جي حالتِ.
● سنبتُ ۽ سنبتَ: ذ. هندڪو سن جو راجا وڪرماجيت کان شروع ٿيو هو - سالُ - ورهيہ.
● سنبرُ ۽ سنبرَ: ذ. پاڻيءَ جي وڏي سطح. زوردارُ وهڪڙو.
● سنبرڻ: مصدر. [سن. سنبُ=هلڻُ] تياري ڪرڻ - سانباهو ڪرڻ. [سن. سمرِ=ياد ڪرڻ] ياد ڪرڻ - ياد رکڻ.
- سنبتِ ۽ سنبتُونُ: ث. [سن. سنوَتُ=تياري] تياري - سانباهو - ڪوچ - هلڻ جو سعيو - سنبرڻ جي حالت.
● سنبڙو (ل): اسم خاص. [هہ. سنيري=ڪل جي بيماريُ] هڪ وڇوندڙ مرض جو نالو.
● سنبلُ ۽ سنبلَ (ع): گُل جو هڪ قسم. خوشبودار گاهہ جو هڪ قسم - سرِهيُ مرَ - هنديِ پشتا.
● سُنبلُ فارُ: [ع. سم الفار] سنکيو.
● سُنبو ۽ سُنبا: ذ. سلن ٺاهڻ لاءِ لوهہ مان ٺهيل هڪ لوهارِ ڪو اوزارُ. هڪ ڊڪاڻڪو لوهو اوزارُ. سولو. سوياري.
● سنبوسو ۽ سنبوسا: ذ. [ف. سموسه] ڀاڄي ۽ قيمتيي ميدي مان ٺهيل هڪ ڪاڏي جي شئي.
● سنبوهيُ ۽ سنبوهيُونُ: ث. مڇين ڦاسائڻ جو هڪ قسم جو چارُ.
● سنبهڻُ: مصدر. [سن. سنبُ=هلڻ] تياري ڪرڻ - سنبتِ ڪرڻ - سنبرڻُ - هلڻ جو سعيو ڪرڻ.
- سنبهہ ۽ سنبهُونُ: ث. تياري - سنبتِ.
- سنبهائڻ: تيار ڪرڻ - سنبرائڻ. آماهڻ - ٻهرائڻ - ٺاهہ ٺوهہ ڪرڻ. آلا ٿيڻ.
- سنبهتِ ۽ سنبهتُونُ: تياري - سانباهو.
● سنبهي ۽ سنبهيُونُ: ث. سيربحرن جو اصطلاح - مڇي مارڻ جي ٽڪنڊِي جاري، صرف آڏ پاڻ سٽَ مان ٺهيل.
● سنبيڙ ۽ سنبيڙُون: ث. صف - قطارَ - لاَئِنَ.

● سَنْبَنْڌُ ع سَنْبَنْڌَ: ذ. [سن. سَمبنڌ؛ سم = گڏ + بنڌ = ٻڌڻ]. نِسبت. برادري - مائٽي - سڱائپ - ميتاچاري - رشتيداري. ڪٽنب - ڪُٽُمُ - قبيلو. راهه وَ رَسم. ميلُ ميلاپُ - لاڳاپو. دل - پيارُ - قُربُ.

- سَنْبَنْڌِيُ ع سَنْبَنڌِيُ: ذ. صفت. واسطو رکندڙ - تعلق وارو - ميتُ مائٽُ - عزيزُ - رشتيدارُ. دوست - لاڳاپيدارُ.

- سَنْبَنْڌِيُ سَروَنامُ: اسم ضمير موصولُ.

- سَنْبَنْڌِي وِڀَڪتِيُ؛ حالتِ اِضافتَ.

- سَنبودَنُ: حالت نِدا.

● سنڀارُ ع سَنڀارَ: ذ. مالَ کي ٻَڌڻ جو چڙهو يا گِهنڊُ. (ث. سَنڀارَ ع سَنڀارُونُ).

● سَنڀارَڻُ: مصدر. [سن. سَنڀارَنُ > سَمِر: سم = گڏ + ڀر = پالڻ] سَنڀالڻ - سارَڻ - اونو رکڻ - خيالُ رکڻ - خبر لهڻ - تَنهوڙَڻ - حوصلو ڏارَڻ. سڪَ آڇڻ - ليڪڻ - جاڻڻ - حفاظت ڪرڻ. [سن. سمر = ياد ڪرڻ].

- سَنڀارَ ع سَنڀارُون؛ ث. سارَ - خبر - سَماءُ - سارُوڻيُ - يادِ گيريُ. آڪيرَ - چِڪَ - سِڪَ. سنڀالَ - سڪ. هُرَ - جاچَ. نِنڊَ مان جاڳڻ جي حالت - جاڳ - سُجاڳي. عورتَ کي وِيَمَ جا سُورَ.

● سَنڀارو ع سَنڀارا؛ ذ. صفت. سنوَت وارو - سِڌو.

● سَنڀالَڻُ: مصدر. [سن. سَنڀارَنُ > سمِر: سَم = گڏ + ڀر = پالڻ] نِگاهه رکڻ - خيال رکڻ - چوڪسي رکڻ. سنڀال لهڻ - اونو رکڻ - نِهارَ رَکڻ - حوصلو ڏارَڻ - خبردار ٿيڻ. جهلو ڏيڻ - سهارو ڏيڻ - ڏَڍُ ڏيڻ. پالڻ - تَنهورَڻ - پارَڻ - لپائڻ - ڏارَڻ - پَرورِش ڪرڻ. انگ ٻِٽ ڏيڻ. واهر ڪرڻ - رَکيا ڪرڻ - بچائڻ - مدد ڏيڻ - حمايت ڪرڻ. جهلڻ - روڪڻ - ٻَڌَڻ. تپاسڻ. وَس ۾ رکڻ - تابع ڪرڻ - قاعدي ۾ رکڻ. ڪارخانو هلائڻ. اوزارُ جهلڻ. اِنتظام رَکڻ. ساڳاهہَ يا سَمجهہَ واري عمر ۾ آڇَڻ. سُڌارَڻُ - اصلاح يا دُرستي ڪرڻ. سُمرڻ - چيتڻ. ڳڻڻ - ڳڻڻ - شُمار ڪرڻ. عورت کي وِيَمَ لڳڻ.

- سَنڀالَ ع سَنڀالُونُ: ث پَرورِشَ - سنڀارَ - تاتِ - پرداخت - ٽهوڙَ. خيالُ - خبرداري - اولو - ڏيانُ - جاچَ - نِهارَ - نِگهباليُ. سارَ. عورت کي وِيَمَ جا سُورَ.

- سَنڀالَ ٿيڻُ: سارَ ٿيڻ - ننڊَ مان جاڳڻ. عورت کي وِيَمَ جا سُور لڳڻ.

- سَنڀالَ ڪَرَڻُ: نِگهباني ڪرڻ - چوڪسي رکڻ. خيالُ ڪرڻ.

- سَنڀالي ڇڏَڻُ: شُمارُ ڪري ڇڏڻ - ڳڻي ڇڏڻ.

- سَنڀاليندَڙُ ع سَنڀاليندَڙ ؛ ذ. پرداخت ڪندڙ - نِگهبانُ - راکو - رَکپالُ - سَرپَرستُ. رَکيڪُ - وَصِي - هاتيف - ڪَرلاهُو. ڏَڻي ڌوڻيُ - وارث والِي. آمينُ - رَکيڪُ مَلائڪُ - ڪانڌِي ڪارڻي.

● سَنڀالو؛ اسم خاص. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ٻوٽو، قدُ ڀُورو ڀَنو، ٽڙسنهو ۽ ڊِگهو، ٻن، گُل ۽ ڪل دوا طور ڪم اچي.

- سَنڀالُو وَڻُ: ذ. هڪ ٻسارکو وَڪر دوا طور ڪم ايندڙ، ڏاڙهونءَ جي وَڻ جيڏو، ٻن زيتون جي ٻنن جهڙا ۽ لنڊا، باغن ۾ ٻاٽيءَ جي پَرِ تي ٿيندڙ.

● سَنڀانُ ع سَنڀانَ ؛ ذ. کير جمائڻ لاءِ کير ۾ وِڌلُ ڏوڌي جو ڏَرو - سَنڀڻُ.

- سَنڀاهَ ع سَنڀاهَ: ذ. تياري - سانباهو.

- سَنڀِتِ ع سَنڀِتُونُ: ث. [سن. سَنبُ = هلڻ] سَنڀِتِ - سعيو - تياري - سانباهو. لاڏائو - ڪوچُ.

● سَنڀِرَڻُ: مصدر. سارَڻُ - يادُ ڪرڻ. آسرڻ - وَڏو ٿيڻ - سانباهو ڪرڻ - سنبتِ ڪرڻ. سنبهڻ - لانچڻ - سعيو ڪرڻ.

- سَنڀائڻ؛ مصدر. سنيرائڻ - تيارُ ڪرڻ.

- سَنڀُورو ع سَنڀُورا؛ ذ. يادگيريءَ وارا؛

"جنين موت وِساريو لاتنين کي وارا،
اُن سنڀورا تارَ ۾ وڃن وِڇارا."
(گرهوڙي).

● سَنڀُوڙَڻُ: مصدر. [سن. سَنڀرَن = تيار ٿيڻ]. سنيرڻ – تيارُ ٿيڻ – آسَرَڻُ – روالو ٿيڻ.

– سَنيوڙ ع سنيوڙا: سنيريَلُ – تيار ٿيل:

"سنيوڙو سيڻاهه سان، سيکهورَس سَنگهارَ"

(شاهه).

يادپيل – سَنياريَلُ. (سنڌي ٻوليءَ جي آڳاٽي محاوري موجب) 'سَنبهڻ' مصدر مان ماضي مطابق سنبهيو سنبريو.

● سَنيوڳُ ع سَنيوڳ: ذ. [سن. سميوڳ = جَماعُ – مُجامعت – لڳُ – لڙ.

● سَنيوڻيُ ع سَنيوڻيُون: ث. چار سان ٻَڌڻ جي لَٽِ – ٻچي ڦاسائڻ جو رَڇُ.

● سَنڀيڙَڻُ: مصدر. مُنجهائڻُ – موڳو ڪرڻ. دِل ۾ ساليڙَڻ.

● سَنَتَ ع سَنَتُون: ث. [ع. سند] بخت – ڀاڳُ.

● سَنتُ ع سَنتَ: ذ. ساڌُو – ڌ رماتما – مَهاتما – فقير – الله لوڪ – گُڻوانُ – سائين لوڪ – ڀڳت – اوليـاءُ – دَرويشُ – زاهِدُ – عابد – پرهيزگارُ. دينـدارُ – خُدا تَرسُ – خدا پَرستُ – صالح – سُتقيُ – ستي جتي – سِڌو سنئُون. ڀالو ڀولو.

● سُنَّتَ ع سَنتُون: ث. [ع. سنت>سنّ = طريقو قائم ڪرڻ] نبيءُ ڪريم صلعم جن جي رَهڻي ڪَهڻي – ڀاڻ ڪريمَن جي پيروي – راهَ – رَوَشِ – عادَتَ – دَستُورُ – رَسم – طريقو. سَنئين راهَ – سِڌو رَستو. ختنو – طُهرَ. لڏرانو – ڀوتا – ڏَنُ. شَهپَرَن جي وارن جي ڪَتائي.

– سُنَّتَ إبراهيمي: حضرت ابراهيم جو اختيار ڪيل عَمَلُ. ختنه – طُهر.

– سُنَّتَ ڪرڻ: طهرَ ڪرڻ – ختنو ڪرڻ.

– سُنَّتَ نَبوِيُ: حضور پاڪَ جن جو طريقه عَمل.

– سُنَّتَ وَٺَڻُ: شَهپر ن جا وار پاڪي سان يا ڪَينچيءَ سان ڪَترڻ.

– سُنَّتَ وِهارَڻُ: طُهر ڪرائڻ. ختنو ڪرائڻ. مسلمان ڪرڻ.

● سَنتا: ظرف. صفت. وَڌندَڙُ – مزيدارُ.

● سَنتاپُ ع سَنتاپَ [سن. سَم = گڏ + تپ = تپڻ] ڏُکُ – دَرد – سُورُ – رَنج – آهنجُ – تڪليفَ – ايذاءُ – ٻڙا – ڪشت – شوڪ – مُصيبتَ – ٻَرو. تيز حرارَت. سوجُ. ٻاهه. توبهه. جوڳُ – بيراڳُ.

– سَنتاپيُ ع سَنتاپيُ: ذ. صفت. غمگين – موڳو.

● سَنتاسُ ع سَنتاسَ: ذ. بالدَرُ.

● سَنتانُ ع سَنتان: ذ. [سن. سَم = گڏ + تان>تن = تاڻڻ] اولادُ – ٻارَ ٻچا. نَسُل – آلُسُ – ڪُٽنبُ. آدِ ڪير – جَڻ – ٻَناڏ (ٻيٽ مان چاوَلُ).

● سَنتَرُ: (عدد شماري) ٻُڙي ايڪي ٤ ستن ڏَهاڪا وارو انگ – سَترُ – ٧٠.

● سَنتَرِ ع سَنتَرُون: ث. ميڙُ – قَطارَ. (ظرف). تمام گهڻا.

● سَنتَرُ ع سَنتَرَ: ذ. (انگ. Centre). وِچُ – مَرڪَزُ – آڌُ.

● سَنتَرُ ٻَتِ کهول: رچيل ٻاڻياڻُ.

● سَنتِري ع سَنتِريِ: ذ. [انگ. Sentary] پَهريدارُ – چوڪيدارُ – جاڳو – ڪَراوَلُ – پَهري وارو – پاسبانُ – سپاهي – قيدين تي چوڪسي ڪندڙ. سَنتڪُ – نگهبانُ.

● سَنتَرِڻُ (ٿ): مصدر. نَهڻ. سِڌو ٿيڻ.

● سَنتِڙو ع سَنتِڙا: ذ. هڪ قِسم جو ميوو – سَنگتڙو.

● سَنتُو ع سَنتُو (ٿ): ث. کوهَه مان پاڻي ڪَڍَڻ جو ٻوڪو – ڪلي – وَرَتَ.

● سَنتوش ع سَنتوشَ: ذ. [سن. سم = گڏ = تش = خوش ٿيڻ] صَبر – إستقلالُ – ڌِيرَجُ. اطمينانُ – دِل جَمعيُ – تَسلي – خاطري. قناعتَ – پرسنتا – سَنتوکُ. (صفت). خوشُ – راضي – سَرهو – آراميُ. صابرُ.

– سَنتوشيُ ع سَنتوشيُ: ذ. صفت. خوشُ – راضي – سَرهو – قانع – سَنتَشٽُ – سنتوکيُ.

● سَنتوکڻُ: مصدر. [سن. سَم = گڏ + تش = خوش ٿيڻ] بند ڪرڻ – سوڙهو ڪرڻ. ٻورو ڪرڻ – سَميٽَڻُ.

- سَنتوڪُ ع سَنْتوڪَ؛ ذ. سنتوشُ.
- سَنْتوڪيُ ع سَنْتوڪيِ؛ ذ. راضيُ- خُوشُ- سَنتوشيُ- هَرِسَنُ.

● سَنْتَا ع سَنْتَائُون؛ ث. تعلقات- ميلُ. منڊلي- انجمن- مجموع- سنگ- سَيا- مَجلِس- ڪَچَهِريُ- دَرْبارُ.

● سَنپات؛ اسم خاص. هڪ ٻَسارِڪو وَڪر ڏَوا طور ڪم ايندڙُ. عِشق پيچ جي وَل والِڪر وَڻن ڪي ويڙهيندڙُ، ان ۾ گل بِنَفشي جهڙا زَرد، شاخون سايُون، ان ۾ گُلن جو رَسُ ڏينهُن ۾ وِچُون ءَ جي ڏنگ لاءِ ڪارائتو، ان جو ڪاڙهو ڪَن جي سُورَ لاءِ مُفيدُ.

● سَنْپالَ؛ اسم خاص. هڪ ذاتِ جو نالو.

● سَنْپَتِ ع سَنْپَتون: ث. (سن). دولَتَ- دُنيا- مايا- ڌَنُ. برڪَتَ- إقبالُ- سَٺائي- طالع- چڙهتي- لَهر بَهر. ايڪتا- ناهُ- ٻَٽِ- مازُ- ميلُ- صُلح- مِلنسارِيُ- ٻَهَتُ- اتفاق- ٻَڌِي. آهنگ- سَمْپَتِ- جَمعيَت سُڪُ- سَمپِدا- فَرخيُ.

● سُنْپيتو ع سُنْپيتا: ذ. صفت. سُهڻين عادتن وارو. سلڇڻو.

● سَنْپَنُ ع سَنْپَنَ؛ ذ. صفت. سَماپَتِ- بي عَيبُ. پورَنُ- پورو- ڪامِلُ- سالِمُ- سَمُورو- سَچو. پَڪو- پُختو.

● سَنْپُورَڻُ: مصدر. [سن. سَمِ= گڏ+پورن= پورو]. سر انجامُ ڪرڻ- پورو ڪرڻ- راس ڪرڻ- سڌ ڪرڻ- ختم ڪرڻ- نِبيرَڻ- سڄو ڪرڻ- سالم ڪرڻ- ڪامِل ڪرڻ. آڪارَڻ- پُڄائڻ.

● سَنْپيهر ع سَنْپيهرا؛ ذ. ساٿي- سالب- همراه.
- سَنْپيهرو ٿي آچَڻُ: ساٿي ٿي اچڻ- سائب ٿي اچڻ- همراه ٿي آچڻ.

● سَنْجَ ع سَنجُون؛ ث. [سن. سنڌيا=شام] شامَ جو وقت- سَنجهو- نِماشام- ٻوڇاڙِيُ- ٻوڇاڙِي.

● سَنجُ ع سَنجَ؛ ذ. [سن. سجّا=سينگارڻ] اوزارُ- هٿيارُ. گهوڙي جي هَني جو ٿيڙ.

● سِنجُ: اسم خاص. گاهه جو هڪ قسم.

● سَنْجا؛ اسم خاص. ٿَر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو. (ٿ) ٿورو ٿورو پاڻي چڪائي گڏ ڪرڻ- ريجاون ڪوهن جي تري ۾ ٿورڙو بيٺل پاڻي ٿورو ٿورو ڪري ورتن ذريعي ڪڍڻ.

"سِنجهي سِنْجهي کهڙا ويڙهي ويا ورت"
(شاهه).

● سِنجابُ: اسم خاص. ٿَڌن مُلڪن ۾ وَڏي ڪئي سان مشابهتَ رکندڙ آعليٰ قِسم جو پشم دارُ کَلَ وارو هڪ جانوَرُ، جنهن جي کل مان پوستينيون ٺهن.

● سِنجاپُورُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊو باگو ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَنُ جاگيڙرَ: اسم خاص. تعلقي ڏيرو محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَنجاف ع سَنجافَ؛ ذ. (ف). ڪَنلي يا ڪِناري تي لڳل هڪ قِسم جو ڪپڙو. حاشيو. گهوڙي جي رنگ جو هڪ قِسم- آبلق ڪان گهٽُ ڪَپِري رَنگ جو گهوڙو.
- سِنجافُ لڳائِڻُ: ڪِنارِي لڳائڻ- ڪپڙي ۾ گنلو وِجهَڻ.
- سِنجافِيُ ع سِنجافِيُ؛ ذ. صفت. حاشيءَ وارو- ڪِنارِيءَ وارو.

● سَنْجَتُ (سَنْجَتُرُ) ع سَنْجَتَ (سَنْجَتَرَ)؛ ذ. صفائي- سٺائي- اوجلائي- هوشيدائي.

● سَنجَرُ: اسم خاص. تعلقي شَهداد ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَنْجِرائيُ: اسم خاص. تعلقي ميرواه (خيرپور رياست) ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ذات جو نالو. مَزاري بلوچن جو هڪ قبيلو (رُستماڻين جي شاخَ).

● سَنْجَرُ چانگُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊو الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَنجِرَڻُ: مصدر. پاڻيءَ جو زمين مان ٻاهر نِڪرَڻ- شروعات ڪرڻ- سُنهَنُ ڪڍڻ.

- سَوُ ڏاچِيءَ جوُ سَردارُ هُئَڻُ؛ وڏو مالدار هئڻ - وڏو شاهوڪار هجڻ - پاڪيو هجڻ. وڏو هجڻ. لاليوارو هجڻ - ناميارو هجڻ.

- سَوُ ساهَه صَدَقي ڪَرَڻُ: قربان ٿيڻ - ٻلهار وڃڻ - گهوري وڃڻ. بي انداز پيار ڪرڻ - حد کان وڌيڪ قرب ڪرڻ.

- سَوُ ڪوشِشُون ڪَرَڻُ؛ ڪئين حيلا ڪرڻ - تمام گهڻي محنت ڪرڻ - جفاڪشي ڪرڻ - گهڻيون اٽڪلون ويڙهائڻ.

- سَوُ ڳالهه جي هِڪِڙِي ڳالهه؛ مختصر ته - حاصل ڪلام - آخرين ۾ - نيڏان - مطلب ته - الغرض - نيٺ - آخر. نهايت سنجيدي ۽ تجربي ڪار ڳالهه - سُٺي ڳالهه - هدايت - سمجهاڻي - نصيحت.

● سِو ۽ سِوُون: ث. ڇانورن مان ٺهيل هڪ پيڻ جي شئي.

● سُوُ ۽ سُوُ؛ ذ. [ف. سُو = طرف] طرف - پاسو - ڏس - ڏِسا - سِمت - جانِب. پنهن جي - آتم - خود جي.

● سَوا: صفت. پرا. سَوايو. [سن. سَپادهه: سَ = سان + پاد = چوٿون] هڪ سڄو ۽ پئي جو چوٿون حصو - ڪُنپ جو هڪ انگ.

- سَوائُون؛ ذ. ظرف. هڪ سڄو ۽ پئي جي چوٿين پتي.

- سَوائُوڻِ ۽ سَوائُوڻِيُون؛ ث. ظرف. هڪ سڄو ۽ پئي جي چوٿين پتي واري حالت - سَوائِي.

- سَوائُوڻُو ۽ سَوائُوڻا: ذ. ظرف. هڪ سڄو ۽ پئي جي چوٿين پتيءَ واري حالت وارو.

- سَوائِيُ ۽ سَوائِيُون: ث. ظرف. چوٿون حصو - وڌيڪ - زياده - ڪجهه وڌيڪ - ٿورو سَرسُ - لَپ کن زياده - جُڪو جاستي. چوٿون حصو. پنگ جي پريل پيالي کان وڌيڪ چُڪو.

- سَوائِينُ: ظرف. سوا جي عام صورت - ۾. "اڳي ڪٺڪ جو مڻ سوائين ٽين رُپئي ملندو هو".

- سَوايُو ۽ سَوايا؛ ذ. صفت. چوٿون گڏيل - چوٿون حصو وڌيڪ گڏيل. وڌيڪ - گهڻو - جهجهو - گهڻو - پَهُوُن - جال - سَرسُ. پيالو. سُڪاريو - سڪيو ٿيو - آسودو ٿيو.

● سِوا؛ حرف جر (ع) عِلاوه - سِواءِ - بِنا - بغير - جُدا - کان - کانسواءِ. (صفت). زياده - گهڻو. فالتو - بيڪانو - واندو - بيڪار.

● سُوا ۽ سُوائُون (ل)؛ ث. صفت. [سن. سُو = جڻ] تازي وِيائَل چوپائِي "مينهن، ڍڳي، رڍ، ٻڪري وغيره" - سُئا - کير وارو وهٽ. (ٿ): ذ. فائدو - نفعو - لاڀ - پراپَت - فيض. هڪ قسم جي خوشبوءِ دار ڀاڄي.

● سَواتِيُ ۽ سَواتِيُون؛ ث. اسم. سِپ ڪي وٺندڙ مينهن جي ٻُونڊ

● سُواتَ ۽ سُواتُون؛ ث. [سن. سُ = چڱو + وات = وات] سنو رستو - سنئون رستو - سِڌو رستو - چڱي راهه - چڱي وات - سؤلي وات. هدايت وارو رستو.

- سُواتُو ۽ سُواتا (ل): ذ. سنئين راهه سان هلندڙ - چڱيءَ وات وارو - سُٺي رستي وارو - سنئين رستي جو - سنئين رستي وارو. سنئون سِڌو - پرهيزگار - حق پرست.

● سَوادُ ۽ سَوادَ: ذ. [سن. سُواءِ = ذائقو] ذائقو - چڪاءُ. مزو - لذت - لست - فرحت - لاءُ - لطف - رَسُ - رسنا. چَٽَ - چسڪو - چشڪو - چکي - چَٽُ. ميناج - ميناس - مِيناڻ. شوق. چِٽَ - باس - ڏپ - بُوءِ - ڏپُ. سڳند - خوشبوءِ. خوشي - مزو - فرحت - آرام - راحت - وِنُدر - آنند - قرار - مَوُج. پريت - محبت - پيار - قُرب - سُوهڻ - لاڙو. اخلاص.

- سَوادُ آچَڻُ؛ مزو اچڻ - ذائقو اچڻ - لطف اچڻ - چشڪو اچڻ - ساءُ اچڻ - چَسَ اچڻ.

- سَوادُ خورُ ۽ سَوادَ خُورَ: ذ. صفت. [سن. سواد + ف. خور > خوردن = کائڻ] چشڪيباز - مزو وٺندڙ - چشون ڳوليندڙ - چشڪا وٺندڙ - ذائقا ڳوليندڙ.

- سوادِيُ ۽ سَوادِيُ: صفت. مزيدارو - کائڻ ۾ سُٺو - سَلُوڻو - مزيدار - ذائقيدار - ڪاميگور -

چشائتو - سيجل - ليڻ نار - لذيذ - لذتي - چشڪيدار - رس ڀريو - شيرين - سواد وارو. دل قرار - وٽندڙ.

● سُوادِيُ ۽ سُوادِيُون (ت): ث. ڪورين جو تندن صاف ڪرڻ جو اوزار - بُرش جو هڪ قسم.

● سُواڏائِيُ ۽ سُواڏائِيُون: ث. خوشخبري - چڱي خبر - مُبارڪ - واڌائي - مُبارڪي - ڪيڻُر - مُبارڪي - چڱي اوسه - نيڪ خبر.

● سَواڏُ ۽ سواڏَ: ذ. [سن. سواد = ذائقو] سواد - مزو - لطف - چسڪو - چشڪو - لذت - چش - رَسُ - چَهڻُ - لاءُ - ساءُ - چاڻيُ.

- سَواڏِيُ ۽ سَواڏِيُ: ذ. سوادي - ذائقيدار - چسڪيوارو - چشڪيدار - لذت وارو - لذتي - ذائقي وارو.

● سُوارُ ۽ سُوارَ: ذ. (ف) سُواري ڪندڙ - چڙهيل - چاڙهُو - هسوارُ - گهوڙي سُوار. پوليس جو سپاهي. پوڙيءَ جي سيڙهه ۾ پدل رسو. (ذ. صفت). چالو - خبردار - هوشيار.

- سُوارُ ٿِيَڻُ: چڙهڻ - سواري ڪرڻ. رخصت ڪرڻ - موڪلائڻ - روانو ٿيڻ - الوداع ڪرڻ - موڪلائي ڪرڻ - آسهڻ. چالو ٿيڻ. شروع ٿيڻ. جماع ڪرڻ.

- سَوارُ ڪَرَڻُ: چاڙهڻ - سواري ڪرائڻ. رخصت ڪرڻ - موڪل ڏيڻ - روانو ڪرڻ - الوداع ڪرڻ. شروع ڪرڻ.

- سُوارُ هُجَڻُ: تيار هجڻ - چڙهيل هجڻ - موڪلائڻ وارو هجڻ - رخصت وٺي وڃڻ وارو هجڻ - آسهڻ وارو هجڻ. قابض هجڻ - ڪنهن تي ضابطو هئڻ - مسلط هئڻ.

- سُوارِيُ ۽ سُوارِيُونُ: ث. وهٽ تي چڙهڻ واري حالت - چڙهي - هسواري - چاڙهيڪو - چڙهه - چاڙهه. آڻالو - سامان سڙو - سَڏي - اسباب - ڏاٿابو - ڊلُبلو - چاڪر چُوڪر - ڊنگل - عملو. جُلوسُ - سرڪس. چڙهڻ لاءِ ڪا گاڏي يا وهٽ وغيره.

- سُوارِيُ آچَڻُ: جلوس اچڻ - سرڪس اچڻ.

- سَوارِيُ ڪَرَڻُ: چڙهڻ - سُوارُ هجڻ - سوار ٿيڻ. "ڪنهن وهٽ تي".

- سُوارِيُ هُجَڻُ: چڙهيءَ لاءِ ڪو وهٽ وغيره هجڻ.

● سُوارَٿُ ۽ سُوارَٿَ: ذ. [سن. سُوارٿ؛ س > سُو = پنهنجو + ارٿ = مطلب] خود مطلبي - پاڻ مطلبي - خود غرضي - غرض مندي - ذاتي غرض - پنهنجو مطلب - خود مطلب. لابُ - فائدو - نفعو - پراپت - سُنافعو - مطلب. فضول خرچي - اڍنگو خرچ - بيجا خرچ - اجايو خرچ - بي فائدو خرچ.

- سُوارَٿُ سَرُالمُ: ذ. اِسم ضمير مشترڪ.

- سُوارَٿِيُ ۽ سُوارَٿِيُ: ذ. خود غرض - خود مطلب - پاڻ ڀَروُ - آپ سُوارٿي - آپ مطلب - مطلبي - ذاتي غرض وارو.

● سوارَڻُ: مصدر. سجائڻ - سينگارڻ - ٺاهه ٺوهه ڪرڻ - جوڙجڪ ڪرڻ - ترتيب سان رکڻ - انتظام سان رکڻ - بنائڻ. سانڍيور ڪرڻ - سنڀال ڪرڻ - سنڀالڻ - سنڀارڻ.

- سَوارَ ۽ سَوارُون: ث. سُڌار - سُڌارو "اُستاد جي مار، يار جي سنوار".

● سَوارَٽِيُ ۽ سَوارَٽِيُون: ث. سجاوٽ - بناوٽ - ٺاهه ٺوهه - سينگار - سينگارٽي - جوڙجڪ - انتظام. سنڀال - سانڍيور.

● سَوارو: ظرف. [سن. ويلا] سويل - سويلو - سويلي - ساجهر - سويرو - سوير.

"چالڪي سر چڙهي ويا ساٿي سوارا"
(شاهه).

جلدئي - جهٽ پٽ - يڪدم - تهه ٻهه - سُتت - سُتت ئي - بنا دير جي.

- سَوارِيُ (ت): ظرف. سُڀاڻي - ٻئي ڏينهن.

● سَوارِيُ ۽ سَوارِيُون (ت): ث. ڪورين جو تندن کي سنوارڻ لاءِ بُرش جهڙو هڪ اوزار.

● سَواڙوُ: ظرف. سٺي نموني ۾ - چڱي طرح.

- سَواڙوُ هَلَڻُ: سٺي نموني هلڻ - سڌو هلڻ - سنئين رستي سان هلڻ - ڍنگ سان هلڻ.

● سِواسُ ۽ سِواسَ: ذ. [سن. بشوسَ = ساهه کڻڻ] جيءُ - پساهُ - ساهه - دم - جان - پرانُ - ساسُ - جيا ءُ - زندگي - حياتي - پراڻ. اطمينان - پروسو - آسرو - خاطري - پڪ - يقين. سُڪُون - آرام - قرار - راحت - فرحت - چَيِنُ.

● سِواسائي ۽ سِواسائيون (ک - ل): ث. مينهن وسڻ بعد ٿيل وائسڪائي - اوساڪرائي - واڏوڪرائي - صفائي - چيٽائي - ظاهرائي - پڌرائي.

● سُواڳتَ ۽ سُواڳتَ وَنُ: ث. [سن. سُواڳت: سُ = چڱو + آڳت = آيو] مرحبا - آفرين - جَسُ - شاباس - شابس.

● سُوالُ ۽ سُوالَ: ذ. [ع. سأل = هُن پڇيو] پڇا - دريافت - گهُرَ - التماس - عرض - مانگ. پرشن - حجت - تڪرار - بحث. ڳالهه - مسئلو - حقيقت - بيان. عقيده - ويساهه. شُبهو - شڪ - شُبهو. التجا - آزي - درخواست.

- سُوالُ ٺاهڻُ: پڇا ڳاڇا جي تياري ڪرڻ - چڪاس جو مسوده ٺاهڻ. ڪو مسئلو تيار ڪرڻ.

- سُوالُ جَوابُ ۽ سُوالَ جَوابَ: پُڇا - پڇاڳاڇا - پڇاڙو - حساب ڪتاب. رد بدل - بحث - تڪرار - حجت - قُڏو - ترديد.

- سوالُ جَوابُ ڪَرَڻُ: پڇا ڳاڇا ڪرڻ - بحث ڪرڻ - پڇاڙو وٺڻ - حساب ڪتاب وٺڻ. رد بدل ڪرڻ - قُڏو ڪرڻ.

- سُوالُ حَلُ ڪَرَڻُ: مسئلو حل ڪرڻ - مسئلي کي ظاهر ڪرڻ - سمجهاڻي ڏيڻ - مُنجهيل ڳالهه کي کولڻ. ڪو عقده کولڻ. مشڪلات لاهڻ - تڪليفون پري ڪرڻ - مصيبتون هٽائڻ.

- سُوالُ ڏيَڻُ: ڪورٽ ۾ دعويٰ پيش ڪرڻ - عرض ڪرڻ - درخواست ڏيڻ. ڪنهن سوال کي حل ٿيڻ واسطي پيش ڪرڻ. پڇا ڪرڻ - پڇاڙو وٺڻ - پڇاڳاڇا ڪرڻ.

- سُوالُ سَجايو ڪَرَڻُ: عرض اگهائڻ - مطلب پورو ڪرڻ - دل جي مراد پڄائڻ - مراد پوري ڪرڻ. مشڪلاتون آسان ڪرڻ - تڪليفون لاهڻ - اهنج ايذاءُ دور ڪرڻ.

- سُوالُ ڪَرَڻُ: پڇڻ - پڇا ڳاڇا ڪرڻ - پڇاڙو وٺڻ. گهرڻ - مڱڻ - منگڻ - خيرات پنڻ. گهُر ڪرڻ - طلب ڪرڻ. منٿ ڪرڻ - عرض ڪرڻ - درخواست ڪرڻ - التجا ڪرڻ. امتحان وٺڻ - آزمائڻ - آزمائش ڪرڻ - جانچڻ جولچڻ - پريڪشا وٺڻ. شڪ آڻڻ - شبهو ڪرڻ - گمان آڻڻ. اعتراض وٺڻ - رد قد ڏيڻ. ترديد ڪرڻ.

- سُوالُ وِجهَڻُ: گهُرڻ - التجا ڪرڻ - درخواست ڪرڻ. سوال رد ڪرڻ - نامنظور ڪرڻ - انڪار ڪرڻ.

- سُوالِيُ ۽ سُوالِيُ: ذ. صفت. پينو - گدا - گداگر - فقير - سوال ڪندڙ - گهُرجائو - سوال وارو - عرضدار - سائل - منگتو - منگتو - گهرلدڙ - بيڪاري. ضرورتمند - حاجتمند - حاجتي. پڇائيندڙ - پڇائو - پُڇندڙ. درخواست ڪندڙ - عرضدار.

- سُوالِيُ کي خالِيُ نہ ڇڏَڻُ: سخاوت ۾ ڪابہ ڪوتاهي نہ ڪرڻ - سڀڪنهن کي مَن گهريون مرادون ڏيڻ - سڀڪنهن جون گهرجون پوريون ڪرڻ - سڀڪنهن فقير کي خيرات ڏيڻ.

● سَوالُو ۽ سَوالا: ذ. سولو - آسان - سهنجو. سهانڪو - سستو - ٿوري ملهه وارو.

● سُوامِيُ ۽ سُوامِيُ: ذ. صفت. [سن. سُوامي = بزرگ]. جوگي - سنياسي - درويش - گوسائين. وڏو - بزرگ. مالڪ - ڌڻي - وارث. حاڪم - بادشاهه - شاهه - راجا - شهنشاهه. خاوند - مڙس - آقا - گهر وارو - ميان. عاشق - پيارو - محبوب - مُحبُ - دل وارو. مرشد - پِيرُ - پيشوا - رهبر - امام. حضور - جناب اعليٰ - قبلو - حضرت - معتبر - چڱو مڙس - عزت وارو - سڳورو. (اسم خاص). وشنو جو هڪ صفاتي نالو.

● سَوانجيڙو ۽ سَوانجيڙا: ذ. اسم خاص. هڪ ٻوٽي جو نالو. هڪ وڻ جو قسم. هڪ ڦل جو قسم.

● سَوانجو ۽ سَوانجا: ذ. ويرڪان پوءِ استعمال ٿيندڙ هڪ دوا - پٿيڪو ڀُڙو ويَم جو.

● سَوانِح ۽ سَوانِحون: ث. [ع. سانح ۽ سَوانح = واقعو] ماجرا - واقعو - واردات - رُوئداد -

احوال - حال - حالت. قصو - ڳالهه - بيان. نتيجو - پڇاڙي - انتها - آخر - حد - ڇيڙو - ڇيهه.

▬ سَوانحِ عُمري: ج سَوانحِ عُمريون: ث. [ع. سوانح + عمر] ڪنهن ماڻهوءَ جي زندگي جو حال - حياتي جو واقعو - حياتيءَ جي ڪهاڻي - حياتي جو بيان - جنم ساکي - جيون چرتر - جيوني. حياتيءَ جو سرگذشت، تذڪره.

▬ سَوانحِ نِگارُ ج سَوانحِ نِگارَ: ذ. [ع. سوانح + ف. نگار > نگاريدن = لکڻ] واقعو لکندڙ - وقائع نگار - افسانہ نگار - ڪهاڻي نويس. اخبار نويس. نامہ نگار.

● سَواڻي: ذ. اسم خاص. سوراڻي بلوچن جو هڪ قبيلو (ت).

● سُواه: [سن. سُواها = آهوتي ڏيڻ وقت جو آواز] آهوتي ڏيڻ وقت ڪيل آواز. ناس - نابود.

● سَواهرو ج سُواهرو: ذ. [سن. واهرو] چڱو مددگار - چڱو حمايتي.

● سَواهيلي: ث. اسم خاص. هڪ قوم.

▬ سَواءِ: حرف جر. ٻيءَ ريت - ڌاران - ٻاجهون - ري - تنهن کان - بغير - بگر. جُدا - ڌار - علاوه - الڳ.

● سُواءُ ج سُواءَ: ذ. صفت. [سُ + واءُ]. چڱو واءُ - مٺائو واءُ - سُٺو واءُ - سولو واءُ - سُڪار. خبر - ڄاڻ - معلومات - علم.

● سُوائي ج سُوائيون: ث. [سُ + وائي = ] چڱي ٻولي - چڱي گفتگو - وڻندڙ ڳالهه ٻولهه - مٺي گفتگو - خوش ڪلامي. ج سُوائي: ذ. سٺي گفتگو ڪندڙ. چڱيءَ ٻوليءَ وارو - سٺي گفتگو وارو - وڻندڙ ڳالهه ٻولهه وارو - سُوائيو. سخي - داتا.

▬ سُوائيو ج سُوائيا: ذ. [سن. سُ + چڱي + وارتا = وائي]. وڻندڙ گفتگو ڪندڙ - مٺا وچن ٻوليندڙ - خوش آواز - وڻندڙ وائي ڪندڙ - خوش ڪلام. سُکيو - آسودو - سُڪاريو.

● سَوايو: اسم خاص. (سوايو = وڌيڪ) نالو ماڻهوءَ جو.

● سُوباسُو ج سُوباسا: ذ. فائدو - نفعو - لاڀ - لاهو - ڪٿيو - پراپت - وَڌاءُ - وَڌپ - فيض. ڳڻ - خاصيت. ٿورو - مهرباني - احسان - ڪرم - لائق. فتح - ڪاميابي - سوڀ - جيت - ڪَٽَ - ڪامراني - برصوابي - جَسُ - ڪرتارث - ڪرم سڌي.

● سُوڀَٽُ ج سُوڀَٽَ: ذ. اسم خاص. ڀٽ پيدا ڪندڙ هڪ ڪٽنب جو نالو يا قسم - ٻُوجيري ڪَڏَرُ.

● سوڀَڌو ج سوڀَڌا (ڪ): ذ. فرحتي - آسائشي - قراري. خبردار - هوشيار - سُجاڳ. تحمل - ٺاٺيرُ - قرار - ڌيرج - صبر - ڪالڌ.

▬ سُوڀَڌو ٿيڻ (ڪ. ڪ): فرحت ڪرڻ - آسائش ڪرڻ - ڌيرج ڪرڻ - بُردباري ڪرڻ.

● سُوڀَر ج سُوڀَريون (ت): "ڏوڀَر" حوضُ. سُک - چَين - آسودگي - خوشي - راحت - ڊَوُ.

● سُوڀِڙو ج سُوڀِڙا (ت): ذ. ڪينو تيل ڪاڏو.

● سوُڀَلو ج سوُڀَلا (ڪ): ذ. صبر وارو - سانتيڪو - ماٺيڻو - چُپ وارو - ڪانڌ وارو - تحملي - بُرد بار - ديرينو. فهميدو - سمجهو.

● سُوڀا ج سُوڀائون: ث. [سن. شوڀا = سونهن = چمڪو] سوڀيا - سونهن - حُسن - شوڀا - سهڻائي - ڏَڄا - خوبصورتي - خُوبروئي. چمڪو - چلڪو - چمڪاٽ - تيج - تجلو - تجلي.

● سُوڀارَ (ڪ): ث. اسم خاص. ڪاري ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.

● سُوڀاري ج سُوڀاريون: ث. سنڌ جي گهوڙين جو هڪ مشهور نسل.

● سُوڀَرَ ج سُوڀَرون (ل): ث. ڊُکي - حمل واري - پيٽ واري - ڳَرڀ واري - ڳرڀوتي - پيٽ سان. "هميشه گهوڙي وهٽ سان ڪم ايندڙ".

● سُوڀڻُ: مصدر ر. [سن. شوڀَن] حَسين ڪرڻ - سونهن ڏيڻ - سينگارڻ - زيباوَرُ ڪرڻ - زينت وارو ڪرڻ - سوڀياوان ڪرڻ. چمڪڻ - چلڪڻ - تجلي ڪرڻ - چمڪار ڪرڻ. فتح ڪرڻ - ڪٽڻ -

جيتڻ - ڪاماراني حاصل ڪرڻ. ملهائڻ. سَر ڪرڻ - حُڪم وارو ٿيڻ - سوڀ ڪرڻ - قابض ٿيڻ. مرڪ هڻڻ - چِڪائڻ - ٽهڻ - شاديان هڻڻ.

- سُوپَ ۽ سُوپُون: ث. [سن. شوڀا = چمڪو] فتح - جيت - جئه - جئڪار - ڪَٽَ - سَرسي - ڪاميابي - ڪاماراني. واکاڻ - ساراهه - تعريف - تحسين - واهه واهه - آفرين - ساڪ - شاباس - جَسُ. مُهتَرَ - بهادريءَ جو ڪم.

- سوُڀا ۽ سوُڀا؛ ذ. سوڀارو - سَرخرو - فتح مند - ڪامران - ڪامياب.

- سوُڀارو ۽ سوُڀارا؛ ذ. سوڀ وارو - فتح مند - ڪامران - ڪامياب - فتح وارو - فتحياب - فاتح - کٽڻهار - کٽيندڙ - کٽهڙيات - جيتائتو - رڻ جيت. سهڻو - ٻولائتو - سوچارو - سوڀياوان - زيبائتو - شڪيل - چڱو - خاصو - سُٺو - عمدو. (اسم خاص). هڪ ماڻهوءَ جو نالو - سوڀو.

- سوُڀائيتو ۽ سوُڀائيتا؛ ذ. سوڀارو - فتحمند - سوڀ وارو - کٽندڙ.

- سوُڀَ کَٽَڻُ: ڪاميابي حاصل ڪرڻ - فتحمند ٿيڻ - جيتڻ. ناڪامي جي موقعي تي يا ڪنهن ڀُڏي ڪم ڪرڻ وقت، ڪنهن لاءِ طنز طور استعمال ٿيندڙ اصطلاح.

- سوُڀِنا ۽ سوُڀِنائُون (ت)؛ ث. فتح - سوڀ - جيت - کَٽَ - فتحمندي - ڪاماراني.

- سوُڀو ۽ سوُڀا (ل)؛ ذ. فتحمند - ڪامران - کٽڻهار - کٽيندڙ - فاتح - رَڻُ جيت - فتحياب - فتح وارو. سردار - مهندار - ڏُرو - اڳوان. (اسم خاص). هڪ ماڻهوءَ جو نالو.

- سوُڀنيڪُ ۽ سوُڀنيڪَ؛ ذ. صفت. سوڀياوان - سوڀيا وارو - سُونهن وارو - سهڻو - وڻندڙ - خوبصورت - حَسين - سهڻو - موهڻو.

- سوُڀي ۽ سوُڀيُون؛ ث. صفت. حَسين - چمڪندڙ - جلوو يدار - جهرڪندڙ - حسن والد - تجليدار - ڏِچا ڏار - روشن روءِ - مٺيادار - سهڻي - مَلُوڪَ - وڻندڙ - مَن موهن - موهني - سوڀياوان - سونهن واري. سوڀ واري - فتحمند - جيتيندڙ.

بختاور - ڀاڳوان - ڀاڳ واري - سَدوري. مڙس وٽ مقبول عورت - مڙس جي چاڳلي عورت. بَندي - ٻانهي.

"توڪي سوڀِي ٿي نہ سار" (شاهہ).

- سوُڀيا ۽ سوُڀيائُون؛ ث. سولهن - سهڻائي - حُسن - خوبصورتي - حُسن و جمال - زينت. ملوڪت - چڱائي - مٺيان - دِيدَ - ڏيک ويک - صفائي - وٽڻ - سينگار - زيب - ٺاهه ٺوهه - رونق - ٺَٺُ - ڊانڊس - آراستگي - آرائش - ليزاڪت - ڀپهڪ - ٺاهُہ. آهاءُ - تجلو - جلوو - جهلڪو - روشنائي - ڏَچا - ڀِراجُ - تيج - ڪِرالتي - ڀِڙڪي - ڀرتاب - ڏما - ڀِڪر - تجمل. عزت - آبروءِ - حُرمت - مان - شان - آبُ.

- سوُڀياوانُ ۽ سوُڀياوانَ؛ ذ. صفت. سولهن وارو - سهڻو - حَسين - مَلُوڪُ - ٺاهوڪو - عمدو - سُندر - خوبصورت - صورتمند - سوچارو - خوشنما. شالدار - شانائتو - آبائتو - رونقدار - جلويدار - چمڪندڙ - ڏچا وارو. عمدو - سٺو - خاصو.

● سُوٽُ ۽ سُوٽَ؛ ذ. [سن. سَتَ] آقما - روُح. تمام ٿورو ذرو. انچ جو ڏهون حصو.

● سُوٽُ بہ نہ ملڻُ: ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيڻ - ذرو بہ نہ ملڻ.

● سُوتارُ ۽ سُوتارَ (ٿ)؛ ذ. [سن. سُوتَر + ڌار = ڪاٺ رکندڙ] ڪاٺ رکندڙ - واڍو - سُوٿهڙ - سُوٿار - ٻَڍڻ.

● سُوتيرُ ۽ سُوتير؛ ذ. صفت. [سن. سُوتر] حڪم نامو - حڪم - آگيا - فرمان. نصيحت - اُپديش - وِديا ڪيان - هدايت.

● سُوتَرارِيوُ ۽ سُوتَرارِيا (ٿ)؛ ذ. ڪاٺيءَ ڪي ڇهنب سان وڍيندڙ - ڪاٺ ڪُٽو هڪي - ٻڪان هڪي (ت).

● سُوتيراڙُ ۽ سُوتيراڙَ (ٿ): ذ. [سن. سُوٿار] واڍو - ٻڍڻ - ڪاٺ جو ڪم ڪندڙ - سُوٿهڙُ - سُوٿارُ.

● سُوتڪُ ۽ سُوتَڪَ: ذ. [سن. سُ = ڄڻڻ، ناپاڪائي جيڪا ڄمڻ سبب گهر ۾ پيدا ٿئي]

عورت جو چٽيءَ کان اڳ وارو وقت - عورت جو ٻار ڄڻڻ ۽ مٿي پاڻي ڏيڻ جي وچ وارو وقت - چلو. ڪنهن گهر ۾ قضيي بعد ٽن ڏينهن وارو عرصو. سچ ۽ چنڊ گرهڻ.

- سُوتڪجڻُ: ناپاڪ ٿيڻ - پليت ٿيڻ - پليد ٿيڻ - ڇُوٻجڻُ.

- سُوتڪيُ ج سُوتڪيُ: ذ. صفت. ناپاڪ - پليت - پليد - اُٻوتَرُ. ج سُوتڪيُون: ث. صفت. تنگ - سوڙهي (شلوار).

● سُوتليُ ج سُوتليُون: ث. [سن. سُوتر= ڌاڳو] سُٽيءَ جو ڌاڳو.

● سُوتنترُ ج سُوتنترَ: ذ. صفت. [سن. سُوَتنتر]. آزاد - ڇُٽل - ڇوٽڪاري وارو - رها - خودمختيار - ڇڙواڳ - سُئواڌ پڻُ. بي پرواهه - بي ڪاڻيو - ڇُڙُٽي پلاند - لاغرض - رضا راڻو. هُونڊ وارو - پنهنجي وارو - سُکيو - آسودو.

- سُوتنترتا ج سُوتنترتائُون: ث. آزادي - ڇڙواڳي - رهائي - ڇوٽڪارو - مُڪتي - بي محتاجي - بي پرواهي - لاغرضي - بي ڪاڻي - رُوءِ سُٺائي.

● سوتڻو ج سوتڻا (ڪ): ذ. سپ - سپيني. ٻار کي سُٽي پيا ڻ جو ڏونيڙو.

● سُوتڻو پُوتڻو ج سُوتا پُوتا: ظرف. ڪافي - پورو - برابر - ٺيڪ - دُرست - واجب - برصواب. سنئون سڌو. پورو پُنو - وچولو - درميان - قدرآهرُ.

- سُوتڻه پُوتڻو هئڻُ: لاچار پورو ٿيڻ - مشڪل سان ڪافي ٿيڻ.

● سُوتيارو: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سُوتيرو ج سُوتيرا (ت): ذ. سَڙو - سولو - آسان - سهنجو. سَئو - چڱو - موچارو.

● سُوتڙي ج سُوتيڙيُون (ٿ): ث. پرت جو هڪ قسم - ٽنڊن جي وچ ۾ ڪچو پرت.

● سُوتڻُ (ل): مصدر. [سن. سَتنيڪار: ست = سچ + ڪر = ڪرڻ]. خريد ڪرڻ لاءِ ڪنهن شيءِ واري سُودي ۾ ڪنهن شيءِ جي سچي قيمت ڏيڻ بدران ڪجهه رقم پيشگي طور ڏيڻ - اڳواٽ ڪجهه رقم ميڙائڻ - سوٿي ڏيڻ - شاهي ڏيڻ (ت).

- سُوتيُ ج سُوتيُون: ث. سودي پڪي ڪرڻ لاءِ ڏنل اڳواٽ رقم - بيانو - پيشگي - شاهي (ت).

● سُوتيڻو ج سُوتيا (ت): ذ. ٽانءُ رکڻ لاءِ لوڙيءَ جو سينهو - سُينهي - سُوڙي - سُوڙو (راءِ).

● سُوٽُ ج سُوٽَ: ذ. صفت. [سن. شُلشٽَ = چنبيل] خشڪ - ڪَڙڪُ - سُڪل - ٺوٺُ. سخت - ڏاڍو - مضبوط - سيٺائو. آوکو - مشڪل - ڏکيو - آڙانگو - آهنجو - پَڪو - تجربڪار "ماڻهو". ڪُهُرُ - آهنبو - ڪربڙو.

- سُوٽاڻ ج سُوٽاڻون: ث. سُڪل هجڻ واري حالت - خشڪي - لولپائي. سختي - ڏاڍائي - مضبوطي - مضبوطائي.

- سُوٽائيُ ج سُوٽائيُون: ث. سُوٽاڻ.

● سَوٽُ (سَوٽرُ) ج سَوٽَ (سَوٽرَ): ذ. چاچي جو پٽ - زال جو مڙس جي لاءِ رسمي نالو. (ث. سَوٽِ).

● سُوَٽُ ج سُوَٽَ: ذ. صفت. [سن. سُ = چڱو + وَٽُ = وٽيل] مضبوط وٽيل - سخت - ڏاڍو. آٽُ.

● سُوٽُ ج سُوٽَ: ذ. [انگ. Suit = وڳو] ڪپڙن جو جوڙو. انگريزي پتلون.

- سُوٽُ ڪوٽ ج سُوٽ ڪوٽَ: ذ. [انگ. Coat + Suit] مڪمل انگريزي ڊريس - مڪمل سوٽ - فل سوٽ.

- سُوٽُ ڪيسُ ج سُوٽَ ڪيسَ: ذ. [انگ. Case + Suit = خانو] ڪپڙن رکڻ لاءِ چم جو ٺهيل - چمڙي جي پيٽي - چم جو بڪس.

- سُوٽيلُ ج سُوٽيلَ (ت): ذ. سُوٽ پاتل.

● سُوٽارُ ج سُوٽارَ: ذ. [هه. سُوٽار = واڍو] واڍو - ٻڍڻ - ڪاٺ جو ڪم ڪندڙ - سُوٽهر.

● سُوٽارِيُو ۽ سُوٽارِيا (ٽ): ذ. هڪ پکيءَ جو قسم – ڪانُ ڪُنُو – ڍڪان پکي.

● سُوٽُرو ۽ سُوٽُرا؛ ذ. هُرلي، اٽ يا لار جو اصطلاح – اري ۾ ان سان لاڳو "ڦرهيءَ" کي ڏنل ماڳيو نشان – ڳاسو.

● سُوٽَلُ (سُوٽُرَلَ) ۽ سُوٽَلُون (سُوٽُرَلُون) (ٽ): ٿ. مالهه جي چهَلَ لاءِ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺي.

● سُوٽَڻُ (سُوٽُرَڻ): مصدر. ٻُهڙڻ (ٻُرهڙڻ) – رڳڙي لاهڻ. مهٽڻ – گهڻ – گهرڙڻ – مَلَڻُ – مالش ڪرڻ – رڳڙڻ – زور سان اُڏ ڪرڻ – زور ڏيڻ – ڳسائڻ. ڏمڪائڻ – ڏمڪي چاڙهڻ – دٻ ڪيڻ – چنبڙ ڪيڻ – ڳالهائڻ – دَٻائڻ – هيسائڻ – هيسڻ – دڙڪا ڏيڻ. ميهڻا ڏيڻ – طعنا ڏيڻ – اوراڻيا ڏيڻ. چِڪيُ ڏيڻ – جهڻڪيُ ڏيڻ – چِهڪيُ ڏيڻ – چِڪ ڏيڻ – سَٽ ڏيڻ.

– سُوٽَ (سُوٽُرَ) ۽ سُوٽُون (سُوٽُرُون): ٿ. ٻُهڙ (ٻُرُهڙِ) چِڪ – جهڻڪيُ – چِڪيُ – چِهي – سَٽ – ڪَش – تاڻ. ٻُوهَ – اُڏَ. چِنبُ – ڏينب – ڳالهاءُ – ڏمڪي – چِنب – ٽڙي – دَڙڪو – ٺِڪو – چِڙٻ – دٻِسامو. درد – سُور – ايذاءُ – سيني يا ڇاتيءَ ۾ اوچتو سُورُ جي لاٽ. ميهڻو – طعنو – ڏوراپو – اوراڻيو.

– سُوٽا سَهڻُ (سُوٽرا سَهڻُ)؛ مهڻا سهڻ – ڏوراپا سهڻ.

– سُوٽائِڻُ (سُوٽرائڻ) (ٽ): اُڏ ڏيارڻ – مهٽائڻ – مَلائڻ.

– سُوٽيِپُو ۽ سُوٽيِپا (ٽ)؛ ذ. مهڻو – طعنو – ڏوراپو – اوراڻيو.

– سُوٽَ ڏِيَڻُ (سُوٽر ڏيڻ) (ٽ): ٻُوهه ڏيڻ – اُڏ ڏيڻ – مهٽڻ – ملڻ – رَڳڙڻ – ڳسائڻ – گهڪو ڏيارڻ – گِهٽو ڪيائڻ.

– سُوٽُو (سُوٽرو) ۽ سُوٽا (سُوٽرا)؛ ذ. مهڻو – ڏوراپو.

– سُوٽُو هڻَڻُ (سُوٽرو هڻڻ): ڏوراپو ڏيڻ – مهڻو ڏيڻ – طعنو هڻڻ.

● سُوٽَڻُ: مصدر. حقي يا ٻيڙيءَ جو دم هڻڻ – چِڪڻ.

– سُوٽَ ۽ سُوٽُون: ٿ. حُقي يا ٻيڙيءَ جو دم – سُوٽو. وات مان اندر چِڪ.

– سُوٽُو ۽ سُوٽا (ل)؛ ذ. چلم، حقي يا ٻيڙيءَ وغيره جو دم – ڪَش – چِڪ – وزم.

– سُوٽُونُ سُنبِڻُ ٿيڻ (ل)؛ عورتن جو اصطلاح – ٿڪجي پوڻ.

– سُوٽُو هڻَڻُ؛ دم هڻڻ – وزم هڻڻ – چِڪ ڏيڻ "ٻيڙيءَ وغيره جي".

● سَوٽُو ۽ سَوٽا (ٽ)؛ ذ. [س. سُوٽُر = ] ڏنڊو – ڏُڪو – لَٺَ – سوٽو – ٻانو.

● سَوٽي ۽ سوٽيُون (ٽ)؛ ٿ. ننڍي لٺ – ڇڙهي – سوٽي – ٻانو. ڏنڊي – ڏُڪي. لَڪڻ – اڪڙي.

– سُوٽيءَ ڪُٽَ ۽ سُوٽيءَ ڪُٽُون (ٽ)؛ ٿ. لاچاري – مجبوري – زبردستي. تڪليف. "گهڻي سوٽيءَ ڪُٽَ بعد ڪم ڪيو اٿس". "گهڻي سوٽيءَ ڪُٽَ بعد ڪم ٿيو آهي وغيره".

● سَوِٽُو (ٽ)؛ ظرف. سَويرو – جلدي – ٻنا دير جي – ماجهر – سويلو.

● سُوٽَهڙُ ۽ سُوٽَهڙَ (ٽ)؛ ذ. واڍو – ٻڪڻ – سُوٽار. (اسم خاص). ٿر ۾ رهندڙ هندن جي هڪ ذات.

– سُوٽَهڙڪُو ۽ سُوٽهڙِڪا (ٽ)؛ ٿ. واڍڪي – ٻڪاڪو.

● سُوٽَهَلَ؛ اسم خاص. هندن جي هڪ ذات.

● سُوٽيي (سُوٽُرِيُ) ۽ سُوٽِيي (سُوٽُرِيُ)؛ صفت. [س. سُوٽر = سُٽ] سُٽ جو – سُٽ مان ٺهيل – ڪپهه جي ڌاڳن مان ٺهيل.

– سُوٽيي ڪَپِڙُو (سُوٽُرِيُ ڪپڙو) ۽ سُوٽِيي (سُوٽُرِيُ ڪپڙا)؛ سُٽ مان ٺهيل ڪپڙو – ڪپهه جي ڌاڳن مان ٺهيل ڪپڙو.

● سُوٽِيي (سُوٽيِري) ۽ سُوٽِيُون (سُوٽيِريُون) (ٽ)؛ ٿ. رٽ – تجوبز. ڳجهو منصوبو – مِيٽ – سازش. فِتو – جهڳڙو – فساد.

ڪَهَپَيءُ - رَڏي - ڪوهي. نقصان - ڇهو - توتو. قاهي - ڦند و - ڦاسي - گهوگهو.

- سُوٽيءَ آڏَڻُ (سُوٽيري آڏَڻُ): ڦاسائڻ جا طريقا اختيار ڪرڻ - ڳجهو منصوبو سٽڻ - سازشون سٽڻ.

- سُوٽيءَ سٽَڻُ (سُوٽِري سٽَڻُ) (ت): سازش سٽڻ - بڇڙي نيت رکڻ - بد ارادو ڪرڻ - برو خيال ڌارڻ.

● سُوٽِيءَ ج سُوٽِيُون (ت): ث. مقصد - گديا. رَڳَ.

- سُوٽيءَ سَڙِيُو ج سُوٽيءَ سَڙِيا (ت): ذ. ڏُٻرو - آڻرو - ضعيف - لينجهه - هيڻو - ناتوانُ - لاچار - بي ستو - ڪم طاقت. بيمار - روڳي - آگهو - ناچڱو - لڱو - مريض - ڏُجهارو.

- سُوٽنٻين نَهڻُ (سُوٽرين نهڻ) (ت): ذ. ڳالهين ۾ نهڻ - سرچڻ - پرچڻ - ريجهڻ - نهي وڃڻ - ملي وڃڻ - رضانامو ڪرڻ - پرچاءُ ڪرڻ - راڌا ويڌ ڪرڻ.

- سُوٽنٻين نَهيَلُ هُجَڻُ (سُوٽرين نهيل هجڻ): همرازُ هجڻ - هڪ ڳالهه ۾ هجڻ - پرتل هجڻ - سرچيل هجڻ - ريذل هجڻ. رضامند هجڻ.

● سُونَڻُ (ل) مصدر. [سن. سُپَشنسيءَ ڪُرُو] سڃاڻڻ - واقفيت ڪرڻ - پهچائڻ - سَهيءَ ڪرڻ. ڳولڻ - لهڻ. مڪيارو ڪرڻ.

- سَونَ ج سُونَون (ل): ث. سڃاڻپ - واقفيت - چاڻ پڇاڻ. عيب - وِڏ - گهٽتائي - اوڻائي - ڦوڻائي - ڪَميءَ.

- سُونائِتو ج سُونائِتا: ذ. صفت. مڪياري - وڻنديءَ تي - پسنديءَ تي. سونَي وارو - سونَي هئيڪو. (ظرف). ٺيڪ - برابر - صحيح - دُرست - بجا - واجب - لازمي - لازم - رَوا.

- سُونائِتيي ج سُونائِتيُون (ت): ث. ذمه ڪيل - پاڻ تي جوابداري ڪنيل - ذمہ داريءَ سان.

- سُونائِڻُ: سڃاڻپ ڪرائڻ - واقفيت ڪرائڻ - پهچاڻ ڪرائڻ - چاڻ ڪرائڻ. ڳولڻ - ڏولڻ. چونڊڻ - چونڊ ڪرڻ. سمجهائڻ - ڌيان ۾ وهارڻ.

ذمہ ڪڻڻ - پَڙَ ڪڻڻ - ضامن ٿيڻ - سونو ڪڻڻ - ذميواري ڪڻڻ - ذميداري ڪڻڻ.

- سُونِيرو ج سُونِيرا: ذ. ذميداريءَ جهڙو - امانتي - ذمي وارو - جوابداريءَ جهڙو - ضامن جهڙو. ايماندار - سچيو - سچو - ٺيڪ نيت. وفادار.

- سُونُو ج سُونا: ذ. ذمو - ذميداري - جوابداري - ضامنگير - ضمانت - بار و - سنو. انجام - اقرار - وعدو - قول - پرڻُ - وَچن - ٻول - پرتگيا. واقف ڪار - سُڃاڻو - سَهيي - سهڃو - چاڻو - واقفيت وارو.

- سُونا سَهائِڻُ: ذما ڪڻڻ - جوابداري قبول ڪرائڻ - ذميداري مڃائڻ - ضمانت ڪڻائڻ.

- سُونُو ڪڻَڻُ: ذمو ڪڻڻ - جوابداري ڪڻڻ.

● سُوپارَڻُ: مصدر. سُپارڻ - پارت ڪرڻ - سونپڻ - حوالي ڪرڻ - جوابداريءَ هيٺ ڏيڻ - ذمي هيٺ ڪرڻ - ضمانت ۾ ڏيڻ.

- سُوپَ ج سُوپُون (ڪ): ث. سنڀال - خاطري - پرداخت - نگهباني - نگهداشت - چوڪسي - جاچ. ڏاهپ - سياڻپ - هوشياري - چالاڪي - انڪل بازي. پارت - سپارت. ضمانت - جوابداري.

● سُوپارو ج سُوپارا: ذ. مردالي ڳجهي عضوي جو مٿو - ٽوپڻ - مٿو - ٽوپُ.

● سُوپارِي ج سُوپارِيُون: ث. [سن شتر = سَو + ف. پا = پير] هڪ وڻ جو ڦل - پسارڪو وکر. هڪ جيت جو قسم: سنهي، ڊگهي، هڪ سئو پيرن سان - سوپيري.

● سُوپيرو ج سُوپيرا (ت): ذ. سُڦرو - پَڇو.

● سُوپَڙَ ڪَنو ج سُوپَڙَ ڪَنا (ٿ): ذ. ڊگهن ڪنن وارو.

● سُوپَڙِيو ج سُوپَڙِيا: ذ. صفت. سپاهي. پٽيوالو. محافظ - نگهبان. پهريدار. چيڙاڪ - چڙتو (ت).

● سَوپَڳيي ج سَوپَڳيُون (ٿ): ث. [سن. شتر = سَو + پڳ = پير] هڪ سُرندڙ جيت جو قسم - سوپيري.

● سَوپَڻُ: مصدر. [سن. سَم = سان + ارپ = ڏيڻ] سَونپَڻُ - حوالي ڪرڻ - سُپرد ڪرڻ -

ذمي ڪرڻ - جوابداريءَ ۾ ڏيڻ - سونپي ۾ ڏيڻ. بخشش ڪرڻ - عنايت ڪرڻ - بخشڻ.

● سَوُپوُ ڄ سَوُپا؛ ذ. ننڍ جو جهونڙو - ڊونڪو - ننڍڙي - ٿوري لنڊ - جهنٽڪو - ٻنڪي.

● سَوپيرِي ڄ سَوپيرِيُون؛ ث. [سن. شتر = سئو + پڳ = پير] هڪ سئو پيرن واري جيت جو هڪ قسم - ڪَنُ سو پاري.

● سُوجَ ڄ سُوجُون (ت): ث. [سن. شَوچ = صفائي] هندن وٽ مقعد ڌوئڻ لاءِ محاورو - طهارت. صفائي (هندن جي).

● سُوجاڳو ڄ سُوجاڳا (ت): [سن. سَ = سان + آت = مٿي + جُول = چمڪڻ] سوجهرو - سوجهاڳو - روشني. ڪنهن ٻه داڳيني جي سموري تور - بارداني سُوڌي مال جي تور. سماچار - سُڌ - واءُ سئاءُ - خبر چار - سَماءُ - اطلاع.

● سُوجِنيِ ڄ سُوجِنيُون: ث. بستري تي چادر - پلنگ پوش.

● سُوجوُ ڄ سُوجا؛ ذ. هڪ واڍڪو اوزار - هڪ قسم جو ڪاٺ چيرڻ جو اوزار - گول ڪاڻائي - گول ڪرت. زبانو.

● سُوجِي ڄ سُوجِيُون؛ ث. هڪ قسم جو ٿاڦو اٽو - ڪڻڪ جو مغز - سُهجي (ت).

● سُوجَ ڄ سُوجُون؛ ث. [سن. شوتَ = ٿوٿر] ٿوٿر - آٿر - ٿُنڍ - آماس.

- سُوجَ چڙهڻُ: ٿوٿر چڙهڻ - آٿر ٿيڻ - ٿُنڍ جي وڃڻ - سُڄي پوڻ - آماس ٿيڻ.

- سُوجِ لهڻُ: آٿر لهڻ - ٿوٿر لهڻ.

● سُوجهہ ڄ سُوجهُون: ث. [سن. شَوچ = صفائي] طهارت - سوجُ وٽُ - اِستنجا - مَسئو.

● سُوجهاڪوُ ڄ سوُجهاڪا (ل - ث)؛ ذ. [سن. سَ = سان + آت = مٿي + جُول = چمڪڻ] روشنائي - سوجهرو - آجالو - سوجهاڳو - سُجهند و - تجلو - سُهائي - سُهانپ - تُورُ - چمڪو - روشني.

- سُوجَهاڳو ڄ سُوجَهاڳا (ت): ذ. سوجهاڪو.

● سُوجهروُ ڄ سُوجهرا؛ ذ. [سن. سَ = سان + آت = مٿي + جُولُ = چمڪڻ] روشني - روشنائي - سجهندو - آجالو - نُور - جوت - شعاعُ - پرڪاش - سوجهاڪو - سوجهاڳو - آهاءُ - سهائي - چٽائي - پڌرائي - ظاهرائي - صفائي. فجر - پرهہ ڦٽي - پاڪ - صبح. هوشياري. سوڀ - ڪاميابي.

- سُوجهروُ ڪَرَڻُ: روشنائي ڪرڻ - سوڀ ڪرڻ - فتح ڪرڻ.

● سُوجَهڙ ڄ سُوجَهڙيُون (ت): ث. سَوَلي وات - سَوَلي راهہ - سولو رستو - سَئائي راهہ.

● سُوجهڙ بارانيِ: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سُوجَهڻُ: مصدر. [سن. سُوچ = خبر پوڻ] ڏسڻ - پسڻ - نهارڻ - نگاهہ ڪرڻ. سمجهڻ - ويچارڻ - سوچڻ - خيال ڪرڻ. ڌيان ڏيڻ - هوش ڪرڻ - عقل ڪرڻ - حواس هلائڻ. ڳولڻ - ڦولڻ - نيهارڻ - ڍُنڍَڻُ - هٿوراڙيُون ڏيڻ - چڪاسڻ - تلاش ڪرڻ - ڦلورڻ - کوجڻ - کوجنا ڪرڻ - ڏورڻ - سولجهڻ - دريافت ڪرڻ - پڇڻ - پڇا ڪرڻ. لهڻ - هٿ ڪرڻ. يادُ ڪرڻ - سنڀالڻ - يادگيري ڪرڻ - يادِ گيرُو ڪرڻ - دماغ ۾ وهارڻ. صاف ڪرڻ - چٽو ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ - ظاهر ڪرڻ - عيان ڪرڻ - واقف ڪرڻ - سڄالو ڪرڻ - ڄاڻو ڪرڻ - واقف ڪار ڪرڻ - سَهيِ ڪرڻ.

- سُوجَهہ ڄ سُوجهُون؛ ث. جوت - نظر - بينائي - بصارت - نيرت - نگاهہ - ڏسٽي - ديد. عقل - إدراڪ - سمجهہ - ٻوجهہ - حواس. انديشو - خيال - ويچار. ڳول - چڪاس - جانچ - کوجنا - کوج - نهار. انتظام - بندوبست - جوڙجڪ. مطلب - مراد - مقصد - إرادو - نيت. ڍنگ - طريقو - طرز - نمونو - طورُ - ريت - طرح.

- سُوجَهہ ٻوجَهہ: ث. عقل و فهم - دوراندیشي - اڳ ڀوءِ جو خيال.

● سوجهہ ڄ سوجهيُون؛ ث. [سن. شَوُچ = صفائي] سوچ - طهارت.

● سُوجهَا ۽ سُوجهائُون (ت)؛ ث. [سن. سُوجهه = خبر پوڻ] واقفيت - سُڌ - سماءُ - ڄاڻ - خبر - معلومات. جستجو - ڳولا - کوجنا - کوجه - جانچ - پڙتال.

- سُوجهَا پَوَڻُ؛ خبر پوڻ - ڄاڻ پوڻ - سُڌ پوڻ - معلوم ٿيڻ - اطلاع ٿيڻ.

- سُوجهائِڻُ (ت)؛ واقف ڪرڻ - ڄاڻ ڏيڻ - سُڌ ڏيڻ - اطلاع ڏيڻ - خبر ڏيڻ - سماءُ ڪرڻ - سماچار ڏيڻ.

- سُوجهُو ۽ سُوجهَا: ذ. واقف ڪار - ڄاڻو - واقف - سڃاڻو - سڃاڻپ وارو. خبردار - هوشيار - سڄاڳ - چالاڪ - تيز فهم. سُوجهيندڙ - جستجو ڪندڙ. ڪم نظر - تُوري نظر وارو - جهانپو - جهڪو.

- سُوجهي ۽ سُوجهيُون؛ ث. سماءُ - خبر - سُڌ - ڄاڻ - آگاهي - علم - واقفيت - اطلاع - پاس - ادراڪ - پروڙ - پوجهه - امتياز - گيان - پُرجهه - وديا - معلوميت - معلومات. هوشياري - سڃاڻپ - تيز فهمي - سگهڙائي - عقلمندي - چالاڪي - سمجهه - عقل - ڏيان - فهم - زيرڪي - ٻُڌ - ذِهن.

- سوجهي ڪيڻُ: ڳولي ڪيڻ - ڏونڍي ڪيڻ - ڳولي هٿ ڪرڻ.

● سوچا: اسم خاص. رياست خيرپور ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات.

- سؤچاٽيي (لس)؛ ث. سڃاڻپ جي چٺي جا الهيءَ کي پڌندا جو بادشاه جو ماريل هولدو ته متان پويان قومون پاڻ ۾ وڙهن.

● سُوچِ ۽ سُوچيُون؛ ث. [سن. شَوُچ = صفائي] اِستنجا - طهارت - صفائي - مَسُو.

- سُوچا ۽ سوچائُون؛ ث. [سن. شَوُچ = صفائي] صفائي - سوچ.

- سُوچ ڪَرَڻُ (ل)؛ طهارت ڪرڻ - صفائي ڪرڻ - اِستنجا ڪرڻ - مسُو ڪرڻ.

● سُوچاڪيِ ۽ سُوچاڪيُون (ل)؛ ث. ماکوڙي جهڙو ننڍڙو ڏنگيندڙ جيت - ڏنگهائي (ت) - ڏڪرائي. سيڪوئي.

● سُوچَڻُ: مصدر. [سن. سُوچ = خبر پوڻ]. ويچارڻ - خيال ڪرڻ - ڏيان ڪرڻ - فڪر ڪرڻ - غور ڪرڻ - چنتا ڪرڻ - قياس ڪرڻ - ڳڻپ ڪرڻ. سمجهڻ - پُرجهڻ - پروڙڻ - ٻجهڻ - ذهن نشين ڪرڻ - دماغ ۾ وهارڻ - مغز ۾ وهارڻ - هنداڻڻ. انديشو ڪرڻ - ڳڻتي ڪرڻ - اوسيئڙو ڪرڻ - انتظار ڪرڻ - منتظر رهڻ. جانچڻ جولچڻ - ڳڻڻ ڳوتڻ - خبرداري ڪرڻ - تورڻ تڪڻ. مراقبي ۾ وڃڻ - مراقبه ڪرڻ - ڏيان لڳائڻ.

- سُوچَ ۽ سُوچُون: ث. ويچار - خيال غور - فڪر - ڏيان. ڳڻت - ڳڻپ - ڏيان - خوض - راءِ - قياس - ساڃهه - ڪٿ - آنسُو. فڪر - ڳڻتي - توجهه - چنتا - اونو - اوسيئڙو - انتظار - انتظاري. غم - الم - رنج - ارمان - ڏک - شوڪُ - ماتم. خبرداري - هوشياري - سُڄاڳي. جاچ جونچ - ڳڻ ڳوت - تور تڪ - سنڀال. تخمينو - انداز - شمار - حساب.

- سُوچِنا ۽ سُوچِنائُون: ث. خيال - ويچار - سوچ - غور - ڏيان - ڳڻتي. خبر اطلاع - سُڌ - سماءُ - سماچار - ڄاڻ.

- سُوچَ ڪَرَڻُ؛ فڪر ڪرڻ - چنتا ڪرڻ - انديشو ڪرڻ - اوسيئڙو ڪرڻ - خيال ڪرڻ - ويچار ڪرڻ - ڏيان ڪرڻ - ڳڻ ڳوت ڪرڻ - جانچ جونچ ڪرڻ. غم ڪائڻ - ڏک ڪرڻ.

- سُوچَ ۾ رَهَڻُ: خيال ۾ مصروف هجڻ - فڪر ۾ غلطان هجڻ - اوسيئڙي ۾ هجڻ. انتظار ۾ رهڻ. غم ۾ رهڻ - ڏک ۾ رهڻ - ماتم ۾ هجڻ - المدارُ هجڻ.

- سُوچَ ۾ وِهڻُ؛ خيال ۾ وهڻ - ويچار ۾ وهڻ - ڌيان ۾ هجڻ.

- سُوچَ ۾ هُجَڻُ: فڪر ۾ هجڻ - خيال ۾ هجڻ - سوچڻ - ذڪر ڪرڻ - اوسيئڙو ڪرڻ - انتظار ڪرڻ - منتظر ڪرڻ.

- سُوچَ وِيُچارُ ۽ سُوچَ وِيُچارَ: ذ. فڪر و تامل - غور و فڪر - ٻَهَه ڊَهُه - ڏيان - غور - سوچَ سمجهه - خيال - جانچ جونچ - ڏيٺ ويٺ.

- سُوچَ ويچار ڪرڻ: خيال ڪرڻ - فڪر ڪرڻ - سوچڻ.

- سُوچِيءُ پَتَرُ ۽ سُوچِيءُ پَتَرَ ؛ ذ. فهرست - ياداشت. تِيرِيءُ - هٿ جو نقشو - هٿ جون ريکائون. هٿ جون ليڪون.
- سُوچِي سَمُجِهيءَ ؛ ظرف. ڏسي وائسي - جانچي جونچي - جاٿي پُجهي - ڏيان سان - خوض سان - غور سان - دِماغ سان.
- سُوچِيءُ گَرُ ۽ سوچي گَرَ (ت) : ذ. سياڻو - ڏاهو - عقلمند - دانا - هوشيار - سوچيندڙ - عاقل - هوشيار - ڏيان وارو - فڪرمند - جاچيندڙ - جوچيندڙ - ڏسندڙ وائسيندڙ - خيال ڪندڙ - ڳڻ ڳوت ڪندڙ.
● سُوچِيءُ ۽ سُوچِيءَ : ذ. [سن. سوچي = چيندڙ] چيندڙ - آر (لوهه جو چهنبيارو سوچڪو اوزار) سوئو - سئي - لوهه جي چهنبياري سيخ. جُتين جو ڪم ڪندڙ - جتيون ٺاهيندڙ - مراڙ - موچي - ماڙيچو. سبيندڙ - درزي. (اسم خاص) هندن جي هڪ ذات.
- سُوچِڪو ۽ سُوچِڪا : ذ. صفت. سوچيءَ جو - سوچيءَ وارو - موچڪو - سَرازڪو.
- سُوچِياڻو ۽ سُوچِياڻا : ذ. صفت. سوچڪو.
● سُوچُ ۽ سُوچَ (ٿ) ؛ ذ. صفت. [سن. شُڌ = پاڪ] صاف - پاڪ - شفاف - آوجل - نِرمل - پوتر - صفا - اُجلو - اڇو - نج - شُڌ.
● سُوخَتَ ۽ سُوخَتون : ث. [ف. سوخت > سوختن = سڙڻ] سوزش - ساڙو - جَلَن - پَچ - ڪام - پَچُرَ - جَرَ - تَئُو - سيڪ.
- سُوخَتَ ڪَرَڻُ ؛ جلائڻ - ساڙڻ - پچائڻ - ڪامائڻ - پچرائڻ - سوزش ڪرڻ.
- سُوختگيءَ ۽ سُوختگيون : ث. سوزش - ساڙو - جلن - جَرَ - پَچ - ڪام. تڪليف - ڏکيائي - مشڪلات - اهنج - ڏچو - ڏجهائي - ڏنجهه - رنج - صدمو - غم - الم. ڪلفت - پيائي - فراق - لفاق - وڇوڙو - جدائي - ڦيٿاڙو.
- سُوخْتَنِيءُ ۽ سُوخْتَنِيءَ ؛ صفت. ساڙڻ جهڙو - ساڙڻ جي لائق. بيڪار - خراب.
- سُوخِتَہ ۽ سُوخِتہ ؛ ذ. صفت. سڙيل - جليل - ڪاميل - پڪل - پچيل - ٻاهه وارو - ٻاهه لڳل - سوزشي - ساڙي وارو. مصيبت زده - ڏجهارو.
- سُوخِتيءَ ۽ سُوخِتيون ؛ ث. ڪلفت - پيائي - نفاق - وڇوڙو. رنج - تڪليف - غم - مصيبت - هلاڪت. (صفت). ساڙڻ جي قابل - جلائڻ جي لائق - ساڙڻ جوڳو.
● سُودِ ۽ سُودِيون (ت) ؛ ث. واسطو - لاڳاپو - تعلق - نسبت - رشتو - ڳانڍاپو - جوڙ - ميلاپ. ڪم - ڪار - ڪاج - ڏنڌو - ڪرت - مشغولي.
● سودُ ۽ سودَ (ٿ) ؛ ذ. وڻ جو پورو ٿُڙ.
● سُودُ ۽ سُودَ : ذ. (ف). وياج. فائدو - لفعو - ميٽي - آيت - ڪٽيو - پراپت - لاڀ - آپراسو - لاهو - وڌاءُ - سوباسو - وَتُ - منافع - بهتري - ڀلائي - چڱائي. خوبي - عمدگي - سٺائي.
- سُودُ خُورُ ۽ سُودَ خُورَ ؛ ذ. [ف. سود + خور > خوردن = کائڻ] وياج وٺندڙ - وياج کائيندڙ - وياج خور. لاڀ خور - لفعو وٺندڙ.
- سُود دَرُ سُودُ : ذ. [ف. سُود + در = ۾ + سود] وياج تي وياج - گڏيل وياج.
- سُودُ ڏِيَڻُ : وياج ڏيڻ. منافعو ڏيڻ - لفعو ڏيڻ - فائدو ڏيڻ - لاڀ ڏيڻ.
- سُودُ ڪائِڻُ : وياج کائڻ - لاڀ کائڻ - منافعو وٺڻ.
- سُودُ لَڳائِڻُ : وياج مڙهڻ - وياج چاڙهڻ. لفعو رکڻ - لاڀ رکڻ - منافعو رکڻ.
- سُودُ مَنْدُ ۽ سُودُ مَنْدَ : ذ. [ف. سود + مند = وارو] فائدي وارو - مُفيد - لفعي وارو - فائدي مند - وڌاءُ وارو - واڌاري وارو. لاهائيتو - سجايو - سڪيارٿو.
- سُودُ وَٺَڻُ : وياج وٺڻ. لفعو وٺڻ - لاڀ وٺڻ - منافعو وٺڻ.
- سُودُ هَئَڻُ ؛ فائدو ٿيڻ - لفعو ٿيڻ. هٿ اچڻ - حاصل ٿيڻ - پراپت ٿيڻ - موصول هئڻ.
● سَودا ۽ سَودائون ؛ ث. [ع. سَودا = ف. ڪاري]. اجاين خيالن اچائڻ جي بيماري - سوداءُ - جنونُ - ديوانگي - چريائي - خبط - هاڳليٿو - ماليخوليا. رت سڙي ڪهاڻي ٿيڻ واري هڪ بيماري - ڪارو بلغم. خيال - ڏيان - ڌيانُ - غم - انديشو -

فڪر - ڳڻتي. اوسيئڙو - انتظار. عشق - اريت - محبت - پيار - موهه - قرب - سينهه. (اسم خاص). انساني جسم جي هڪ طبيعت جو نالو. هندستان جو شاعر مرزا.

- سَوُدا ٿِيَڻُ: ماليخوليا ٿيڻ - جنون ٿيڻ - ديوانگي ٿيڻ - فڪر ٿيڻ - چريائي ٿيڻ - ٻاڪِلپڻو ٿيڻ. ڳڻتي ٿيڻ. اوسيئڙو ٿيڻ - انتظار ٿيڻ - انديشو ٿيڻ - خيال ٿيڻ - ويچار ٿيڻ.

- سَوُدا ڪَرَڻُ: ڳڻتي ڪرڻ - فڪر ڪرڻ - خيال ڪرڻ - پهه پچائڻ - ويچار ڪرڻ.

- سَوُدا لَڳَڻُ: خفقان ٿيڻ - جنون ٿيڻ - سودائي ٿيڻ - ماليخوليا ٿيڻ. ويچار ٿيڻ - خيال ٿيڻ - انديشو ٿيڻ.

- سَوُداوِيُ ۽ سَوُداوِيُ: ذ. صفت. سودا متعلق - سودائي. مغموم - غمگين - ڏکارو - رلجيده - ڏکويل - ڏُجهارو. سودائي جي طبيعت وارو.

- سَوُداوِيُ مِزاجُ ۽ سَوُداوِيُ مِزاجَ: ذ. [ع. سَوُدا + مزاج = طبعيت] خفقالي - چريو - سودائي - جنوني - ديوانو - ٻاڳِل. فڪرمند - ڳڻتيءَ وارو.

- سَوُدا هُئَڻُ: ديوانگي هئڻ - چريائي هئڻ - ماليخوليا هئڻ - خفقان هجڻ. ويچار هجڻ - خيال هجڻ - فڪر هجڻ - انديشو هجڻ. عشق هئڻ.

- سَوُدائُ ۽ سَوُداءَ: ذ. چريائي - سودا - ديوانگي - مغز جي خرابي - ماليخوليا - دماغي خرابي. خفو - آجايا خيال - پهه - پور - ريچڪ. هڪ بيماريءَ جو قسم.

- سَوُدائِيُ ۽ سَوُدائِيُ: ذ. صفت. سودائي وارو - ٻورالو - خيال ڪندڙ - سوڪرُ - ديوانو - چريو - ٻائولو - ٻاڳِل - مجنون - مستانو - مست. خفقاني - خبطي - ماليخوليا وارو - پهه وارو. مايوس - غمگين - ڏکارو - مَلُول. احمق - بيوقوف - چٽ - چرٻٽ - چسو - نادان.

- سَوُدائِي بَڻجَڻُ: ديوانو ٿيڻ - چريو ٿيڻ - ٻائولو ٿيڻ - خفقالي ٿيڻ - ٻورالو ٿيڻ. عاشق و شيدائي ٿيڻ.

● سَوُداگَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَوُداگَرُ ۽ سَوُداگَرَ: ذ. [ف. سَوُدا = سامان سڙو + گر = وارو] واپاري - تاجر - تجارت ڪندڙ - واپار ڪندڙ.

● سُودُ پُودُ (ت): ظرف. هُوبَهُو - اصل اهڙو - ساڳيو - هڪ جهڙو - نِسُ پِسُ - همشڪل.

● سُودَرَ: اسم خاص. [سن. شودر] هندن ۾ هڪ گهٽ ذات - نيچ قوم. (سُودَرُ ۽ سُودَرَ: سودر ذات جو ماڻهو).

● سُودِرا: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ مينگهوارن جي هڪ ذات (راءِ).

● سَوُدَڻُ: مصدر. [ف. سَوُدا = ڪُنل شيءِ] خريد ڪرڻ - وٺڻ - خريدڻ - ڳِنهڻ - سودو وٺڻ - خريداري ڪرڻ. پئسن سان وٺڻ. مُلهه چڪائڻ - قيمت پڇڻ.

- سَوُداگَرُ ۽ سَوُداگَرَ: ذ. واپاري - تاجر - وڻجارو - تجارتي - واپار ڪندڙ - وچائت - ٻنجارو.

- سَوُداگَرزادوُ ۽ سَوُداگَرزادا: ذ. سوداگر جو پٽ - واپاريءَ جو پٽ.

- سَوُداگَرِيُ ۽ سَوُداگَرِيُون: ث. وڻجهه - واپار - خريد و فروخت - تجارت - سودو - سلف - ڏَنڌو - ڪرت - وچائتي ۽ سوداگري: ذ. صفت. سوداگر سان تعلق رکندڙ - واپاري - تجارتي.

- سَوُداگَرِيُ ڪَرَڻُ: واپار ڪرڻ - تجارت ڪرڻ - وڻج ڪرڻ - ڪاروبار ڪرڻ - خريد و فروخت ڪرڻ - ڏيتي ليتي ڪرڻ - مال جي ڏي وٺ ڪرڻ - مال جي آمدني روانگي ڪرڻ.

- سَوُداگيرِيُ مالُ ۽ سَوُداگيرِيُ مالَ: ذ. وِڪري جو اسباب - فروخت ڪرڻ جون شيون - مال اسباب - ٽپڙ ٽاڙي - تجارت جون شيون.

- سَوُدوُ ۽ سَوُدا: ذ. واپار - وڻج - تجارت - سوداگري - خريد و فروخت - خريداري - وِڪر ٻِڪر. ڏَنڌو - ڪرت - پيشو - ڪم. وِڪرَ شيءِ - ٿوڪُ.

- سَوُدوُ پَجالُ ٿِيَڻُ: خريد و فروخت جو معاهدو طئي ٿيڻ - مقصد حاصل ٿيڻ - مُرادون پُڄڻ - سوڀارو ٿيڻ - ڪامياب ٿيڻ - فتحمند ٿيڻ.

- سَوُدوُ پاڙوُ ﻉ سَوُدا پاڙا: وڻج واپار- تجارت- خريد و فروخت- مال جي ڏي وَٺَ.
- سَوُدوُ سَلَفُ ﻉ سَوُدوُ سَلَفَ: ذ. ريزڪي سيڌو- ريزڪي سامان. ڪاڻ پيڻ جي شئي- خريد ڪيل بازاري شئي. سَودو- سودو پاڙو- سيڌو پاڙو. وڻج واپار.
- سَوُدوُ ڪَرَڻُ: واپار ڪرڻ- تجارت ڪرڻ- خريداري ڪرڻ- سوداگري ڪرڻ. مٽائڻ- ڏي وٺ ڪرڻ.
- سُوديشُ ﻉ سُوديشَ: ذ. [سن. سُوَ = پنهنجو + ديش = ملڪ] پنهنجو ملڪ- وطن.
- سُوديشي ﻉ سُوديشي: ذ. صفت. ديسي- ملڪي- پنهنجي ملڪ جو- وطني- پنهنجي ديس سان واسطو رکندڙ- ڳوٺائي (ضد. اوديشي).
- سُوديشي ڪَپڙوُ: ذ. ديسي ڪپڙو- ملڪي ڪپڙو- پنهنجي ملڪ اندر ٺهيل ڪپڙو.
● سَوڌ ﻉ سَوڌيُون (ت): ث. چيرُ- خال- پورُ- وٿي- گهپُ- کهپو- ڦوٽ.
● سُوڌَرَ: اسم خاص. رياست خيرپور ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات. هندن جي هڪ اڇوت ذات جو ڀالو. (سُوڌر ﻉ سُوڌَرَ: ذ. سُوڌَرُ).
● سُوڌَڻُ (ل- پيلھ): مصدر. [سن. شوڌن > شڌ = صفا ڪرڻ] صفا ڪرڻ- پاڪ ڪرڻ- صفائي ڪرڻ سوڌڻ- چونڊڻ. اصلاح ڪرڻ- دُرست ڪرڻ- ٺيڪ ڪرڻ- بجا ڪرڻ- صحيح ڪرڻ- غلطي ڪيڻ- چڪون ڪيڻ- ٺاهڻ- بنائڻ- سنئون ڪرڻ- ور وڪڙ ڪيڻ- ڏنگ ڪيڻ. آرستہ ڪرڻ- سينگارڻ- سنوارڻ. چڪاسڻ- سهي ڪرڻ- جانچڻ. ڳولڻ- تلاش ڪرڻ- ليهارڻ- ڊوليڻ- ڦولهڻ- وَڙول ڏيڻ. ڦهلائڻ- ڇڪيڙڻ- وڻيڙڻ. شمار ڪرڻ- حساب لڳائڻ- ڳڻڻ- تخمينو ڪرڻ- اندازو ڪرڻ- ڪٿ ڪرڻ. پير چُولي کير ۾ سوڌي ڪارائڻ.
- سُوڌَ ﻉ سُوڌُون: ث. سڌائي- سنوت- ٺيڪائي- درستي- اصلاح. ٺاهپ- جوڙ- آراستگي- سنوار. صفائي- پاڪيزگي. وڙول- ڳولا- تلاش. ڪٿ- اندازو- تخمينو.
- سُوڌاڻِ ﻉ سُوڌائُون: ث. سڌائي- برابري- پورائي- سنوت- ٺيڪائي- جوڙ- ٺاهپ- آراستگي- سنوار. اصلاح- درستي- سڌارو. صفائي پاڪيزگي- پاڪائي. سوڌ- ڳولا- تلاش. اندازو- ڪٿ- تخمينو.
- سُوڌائِيُ ﻉ سُوڌائِيُون: ث. سنوارپ- سڌائپ- برابري- پورائي- سنوت- ٺيڪائي. سنوارڻ جي مزدوري.
- سُوڌائِڻُ: صفا ڪرائڻ- اڇو ڪرائڻ. درست ڪرائڻ- سڌارڻ- ٺيڪ ڪرائڻ- سنوارائڻ- صحيح ڪرائڻ.
- سُوڌائِيُ ﻉ سُوڌائِيُون: ث. سنوت- سڌائي- پورائي- برابري- ٺيڪائي- سُوڌاڻ- درستي- اصلاح. هڪجهڙائي. سچائي- سچائي.
- سُوڌِ رِيوُ ﻉ سُوڌِ رِيا: ذ. درست ڪندڙ- صحيح ڪندڙ- سڌاريندڙ- ٺيڪ ڪندڙ- سُوڌيندڙ- سنواريندڙ- اصلاح آڻيندڙ. ٺاهيندڙ- بنائيندڙ- جوڙيندڙ- خلقيندڙ- اپائيندڙ- رچيندڙ- صفا ڪندڙ- صفائي ڪندڙ- اڇو ڪندڙ- اجرو ڪندڙ- پاڪ ڪندڙ- پوِتر ڪندڙ.
- سُوڌَ سَنوارُ ﻉ سُوڌ وُنُ سَنوارُونُ: ث. اصلاح- سُڌارو- دُرستي- ٺيڪائي- سنوار. ٺاهُ ٺوهُ- جوڙجڪ- گهڙپيچ- رَچنا. صفائي- اڇائي- اجرائي- آوجرائي- اوجلائي- پاڪائي.
- سُوڌَلُ ﻉ سُوڌَلَ (ل): ذ. سيڌو- سنئون- سُوڌو- درست- بجا- صحيح- ٺيڪ. سچو- سچيو- ايماندار- سچار.
- سُوُڌوُ ﻉ سُوُڌا: ذ. سيڌو- سنئون- سنئون سيڌو. سٻتو. اڇو- ڪڙو. ٺيڪ- برابر- درست- صحيح- پورو. بجا. ايماندار- سچو- صاف دل. صاف گو- بي رياءُ- سچيو- راستباز- سچار. سولو- سڦرو- سريکو- پورو پورو. سادو- ساده دل. سهڻو- حسين- جميل- خوبصورت. هوشيار- قابل- ڏاهو- دانا- عاقل- سياڻو- سمجهو- سمجھ وارو.

جفاڪش - محنتي - چست - چالاڪ. پاڪ - صاف - نج - پوتر - چند - اڇو - اُجرو - اُجلو - اوجل - نجو - صفا. (حرف جر). ساڻ - گڏ - سميت - جُملہ - ڪنو - مليل. تائين - هيستائين - جيستائين.

▬ سُوڌِيءَ ۽ سُوڌِيُون: ث. سڌي - سنئين - اِيي - ڪڙي. درست - ٺيڪ - بجا - پوري - صحيح. (حرف جر). سان - گڏ.

▬ سُوڌِي دَڳَ تي اچَڻُ: سنئين راھہ تي اچڻ - گمراهي ڇڏڻ. سچار ٿيڻ. حق پرستي اختيار ڪرڻ.

▬ سُوڌِيُ هَلَڻُ: وهنوار ۾ ٺيڪ هلڻ - ڏي وٺ ۾ پورو هلڻ - رسم رواج ۾ ٺيڪ هلڻ.

● سُوڌُ پُڌُ ۽ سُوڌُ پُوڌَ (ت): ذ. هوبهو - ساڳيو - بجنسي - اصل آن جهڙو - مشابهتي - ٺيس ٺس.

● سُوُڌَرِيو ۽ سُوُڌَرِيا: ذ. [سن. سُ = چڱو + ڌريہ = رکڻ] درست ڪندڙ - صحيح ڪندڙ - سنواريندڙ - اصلاح آڻيندڙ - ٺيڪ ڪندڙ - سُڌاريندڙ. ناهيندڙ - بنائيندڙ - جوڙيندڙ - خلقيندڙ - اُپائيندڙ - رچيندڙ. صاف ڪندڙ - اُجرو ڪندڙ - پاڪ ڪندڙ - پوتر ڪندڙ.

● سُوُڌِيتُ ۽ سُوُڌِيتَ (ت): ذ. تحقيق - پڪائي - سچائي - خاطري - پڪ. کوجنا - ريسرچ - اِيجادُ.

● سُوڍو ۽ سُوڍا: ذ. ڪيڪڙي جو هڪ قسم.

● سُوڍا: ث. [انگ. Soda = ڪار] ڪپڙن ڌوئڻ جي ڪار. پيٽ جي سُور جي لاءِ ڪم ايندڙ هڪ تيز پاڻيءَ جو قسم. اريٽيڊ واٽر جو هڪ قسم. اسم خاص. سنڌ ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات.

▬ سُوڍا واٽَرُ: ذ. هڪ تيز پاڻيءَ جو قسم - سوڍا مان ٺهيل ولايتي پاڻي.

● سُوڍاپُورُ: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد يا ڪوٽ غلام محمد ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● سُوڍاچار: اسم خاص. ٿر ۾ ڇيلهہ کان پنج ميل ڏکڻ طرف هڪ سرڪاري ناڪو.

● سُوڍائِيُ: اسم خاص. بلوچن جي هڪ ذات.

▬ سُوڍائِي ٿِيَڻُ: لُچُ ٿيڻ - بدمعاش ٿيڻ - اڙٻنگ ٿيڻ. خوني ٿيڻ.

● سُوڍائِيُ: اسم خاص. ڪاري جي حصي ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات.

● سُوڍَرَ: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● سُوڍِڙا: اسم خاص. خيرپور رياست ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● سُوڍِڪِيُ: اسم خاص. تعلقي ڪوني يا ٽنڊي محمد خان ۽ تعلقي ميرپور خاص ۾ ديهن جا نالا.

● سُوڍَلَ ۽ سُوڍِلُون: ث. هڪ قسم جي لنڊڙي پيتي.

● سُوڍِلِ (ٿ): ث. ماتا جي بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ ماتا جا چٽا سڄي بدن تي ٿي پون).

● سُوڍَلُ ۽ سُوڍَلَ (ل): ذ. صفت. سوڍو - دوست - محبوب - يار - دلبر - سنگتي - سڄڻ - همسفر - پرين - پيارو - دل گهريو - معشوق - پريتم - پيتم - ساجن لالڻ - ڍوليو - جاني. (اسم خاص). سوڍا قوم جو هڪ فرد. سُومل جو مڙس. مينڌرو - "راڻو سوڍو" - مومل راڻي جي ڪهاڻي جو هيرو.

▬ سُوڍو ۽ سُوڍا: سوڍل.

● سُوڍِيُ: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● سُوَرَ ۽ سُوَرَ: ذ. [سن. سوڪَر = سُوئَر] هڪ پليت جانور جو نالو - اگهوري - سُوئرُ - سرو - سروُن - خنزير - حرامزاده - بدمعاش - شرير - لُچو - لُچ. حرڪتي - ڏِنگو. گار طور استعمال ٿيندڙ لفظ. (ل)، ذ. صفت. [سن. س = چڱو + وَرُ = مڙس] ڀاڳيو - مڙد - سُکيو ماڻهو - شاهوڪار - آسودو - خوشحال.

● سُوُرَ ۽ سُوُرُونُ: ث. قرآن شريف جو هڪ ڀاڱو يا ٽڪر - سُورة - سورت - سُوڙہ (ل). (اسم خاص). ڪوهستان ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو. تعلقي ديري محبت يا ماتليءَ ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● سُوْرَ ۽ سُوْرَ: ذ. [سن. سُوريہ = سج] سج - سورج - آفتاب - خورشيد - سيج. پنڊت - (ذ - صفت). نايڪ - پهلوان - غازي - بهادر - شجاع - وِير - رستم - دلير - شير - قوي. عالم - فاضل - داناءُ - ڏاهو - سياڻو - عاقل - عقلمند. [سن. شُول = تڪليف] تڪليف - درد - اهنج - ڏُک - پيڙا - رنج. جاکوڙ - ڪشالو - ڪشت. افسوس - ارمان - غم - الم. ٻار ڄمڻ وقت عورت کي ايندڙ ايذاءُ. بلڪل سُهڻو - گُل.

- سُوْرَانِجَڻُ: سور ٿيڻ - سور پوڻ - اهنج اچڻ - ايذاءُ ٿيڻ - رنج ۾ هئڻ - تمام گهڻو درد ٿيڻ - ڏکوئجڻ - دردمند هئڻ - سوراڻ - سورن ۾ اچي وڃڻ - مصيبت ۾ اچي وڃڻ. ڏکويل هجڻ - دلگير ٿيڻ - غمناڪ هجڻ - ملول ٿيڻ - ڏک جهڙو هجڻ - رنجيده هجڻ - غمگين ٿيڻ. پريشان ٿيڻ.

- سُورانِڻُ: سورانجڻ. وَڪڙ ڪاڍڻ - ٻل ڪاڍڻ - ٻل ڏيڻ - ڦيرا ڪاڍڻ.

- سُورانِيَلُ ۽ سُورانِيَلَ (ت): ذ. سورانيو دردمند - ايذائيل - دردي - رنجيده - غمگين - ملول - ڏکويل.

- سُورانِيَلُ سُنهَنُ: ذ - صفت. غمگين شڪل - آداس - ملول ڏک پريو - ڏُجهارو - رُوئنهارڪو - رُئنو.

- سُوْرانِيَلُ مُنهَنُ هُئَڻُ: غمگين ڏسڻ ۾ اچڻ.

- سُورائُو ۽ سُوراٿا: ذ. صفت. سور وارو. درد وارو - ڏک وارو - ڏکارو.

- سُوْرائِتو ۽ سُوْرائِتا: ذ - صفت. سوريتو - غمگين - دردِيلو - سُور وارو - ڏک وارو - درد وارو. (ث. سُوْرائِتي ۽ سُوْرائِتيُون).

- سُوْرايَلُ ۽ سُوْرايَلَ (ل): ذ. دردن وارو - ڏکن وارو - سُوريتو - درديلو.

- سُوْرُ تَرَڻُ: ڏک ڏسڻ - سور سهڻ - درد ٻسڻ.

- سُوْرَ ٿِيڻُ: "ويم جا" سُور ٿيڻ "ويم جو وقت" ويجهو اچڻ - درد شروع ٿيڻ - ويم جو خيال ٿيڻ - عورت جو ٻار ڄمڻ جو ٽائيم ويجهو اچڻ - هٿ پير لهڻ جو وقت اچڻ.

- سُوْرُ ٿِيڻُ: درد ٿيڻ - ايذاءُ اچڻ - تڪليف ٿيڻ.

- سُوْرُ پِٽَڻُ: محنت ڪرڻ - ڪشالا ڪرڻ - جاکوڙا ڪرڻ - مشڪلاتون سهڻ - مصيبتون سهڻ - ڏاکڙا ڪيڻ - رُئنا پٽڻ.

- سُوْرَ پَچارَ ۽ سُوْرَ پَچاروُنُ: ث. ڏکن جون ڳالهيون - سورن جون ڳالهيون. عشق جي ماجرا.

- سُوْرُ پَچورُ ۽ سُوْرَ پَچوروُنُ: ث. سُورَ پچار.

- سُوْرُ پَوَڻُ (ت): درد جاڳڻ. خيال ٿيڻ - ريجڪ اچڻ - جُوجڪي اچڻ - پُور پوڻ. لالچ رکڻ - طمع رکڻ - لوڀ رکڻ.

- سُوْرُ پِئَڻُ: ڪاوڙ جهلڻ - غم سهڻ - تڪليف برداشت ڪرڻ - مصيبت سهڻ - تڪليف سهڻ. غم مٽائڻ.

- سُوْرِجَڻُ (ت): دردمند ٿيڻ - ڏکارو ٿيڻ - ڏجهارو ٿيڻ - غمگين ٿيڻ - دردي ٿيڻ - سُورائتو هجڻ.

- سُوْرُ ڏَکاءُ (ت): ذ. سُورج ڏڪاءُ - مٿل ماڻهو جي قبر تي ٽي ڏينهن مالده وجي ختمو درود ڪرڻ جي رسم - قل.

- سُوْرُ سيرانڊِي ٿِيڻُ: ڏک آڏو ٿيڻ - مصيبت ۾ ڦاسڻ - غم ۾ گرفتار ٿيڻ. مشڪلاتن ۾ پوڻ - دردن ۾ ڦاسڻ.

- سُورَ طَبِيبُ ۽ سُوْرَ طَبِيبَ: ذ. سور لاهڻ وارو - درد دفع ڪرڻ وارو.

- سُوْرَڻُ ۽ سُوْرَڻَ (ل): ذ. چوپائي مال کي ويامڻ وقت ايذاءُ اچڻ - درد ٿيڻ - سُور لڳڻ - تڪليف آهنج.

- سُوْرَ دَّنُ: حرف جر. سور جي ڪري - سور سبب - ڏک وچان.

- سُوْرِيائِي ۽ سُوْرِيائِيُون (ل): ث. ٻار ڄڻائڻ واري - دائي - آيا.

- سُوْرِيتُو ۽ سُوْرِيتا: ذ. صفت. سورائتو - درد وارو - دردي - غم وارو - غمگين - ڏک وارو - ڏکارو - درديلو - ڏکويل - مضطر - ڏجهارو - سُوريو.

- سُورِيو ۽ سُورِيا (ل): ذ. صفت. سُورَ وارو - سوريتو سوراڻتو.
● سُورا: اسم خاص. ڪاري ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.
● سُوراڻي (ل - ڪ): اسم خاص. هڪ گاهه جو قسم.
● سُوراجُ ۽ سُوراجَ: ذ. [س. سوراجيه: سُو = پنهنجو + راجيه = راج] پنهنجو راج - آپشاهي - خود حڪومت - خود مختياري - سيلف گورنمينٽ - ڏيهي راج - آزاد حڪومت - سوراج.
- سُوراجُ ۽ سُوراجَ: ذ. سوراج.
● سُوراچَنڊ: اسم خاص. تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سُوراخُ ۽ سُوراخَ: ذ. [ف. سوراخ = ٽنگ] ٽُنگ - ڳُتڙڪ - سَلُ - ڇيد. روزن - رخنه - دَرزَ - ڏَرُ - ڏرو - کهو. سوري - پورُ - خال. مقعد - گديا.
- سُوراخُ پَرَڻُ: ٽُنگ پرڻ - درز پرڻ - ڇيد پرڻ - خال پرڻ.
- سُوراخيدارُ ۽ سُوراخدارَ: ذ. [ف. سوراخ + دار = وارو] ٽنگ وارو - دروازو.
- سُوراخُ ڪَرَڻُ: ٽُنگ ڪرڻ - ڇيد ڪرڻ.
● سُوراروُ ۽ سُورارا (ٿ): ذ. صفت. بختاور - خوش نصيب - بخت وارو - سدورو - ڀاڳن ڀريو - سدا ٺُورو - سڀاڳو - نيڪ بخت.
● سُوراڪَ ۽ سُوراڪُون: ٿ. (ع). سنڌو درياءَ ۾ هلندڙ هڪ قديم زماني جي ٻيڙي.
● سُورانڪَڻَ ۽ سُورانڪڻُون (ل): ٿ. سَوڙ - رضائي - لحافَ.
● سُورانگهَڻُ: مصدر. اورانگهڻ سان گڏ استعمال ٿيندڙ لفظ - برانگهڻ مٿان ورڪ پرڻ.
"چڪيم چڱائي سُورانگهي سُوريءَ تان" (شاهه).
● سُوراڻي: اسم خاص. بلوچن جو هڪ قبيلو.
● سُورَبَ ۽ سُورَبُون: اسم خاص. هڪ ٻوٽيءَ جي ميراجهڙي رنگ تي پاڙ، سُربي ۾ ڪم ايندڙ.

● سُوربيرُ ۽ سُوربيرَ: ذ. صفت. [س. سوريه = بهادر] سُورو پُرَ - بهادر - سُورمو - بانڪو - قوي - دلير - ورنهه - پهلوان - وير - برجستو.
● سُورَتَ ۽ سُورَتُون: ٿ. (ع. سُوره) قرآن شريف جو ڪو به باب يا حصو - سُورة - سُورَ.
● سُورَت: اسم خاص. [س. سوراشٽر] بمبئي علائقي ۾ شهر جو نالو، انگريزن جي اوائلي واپار جي اوائلي ڪوٺيءَ وارو شهر.
● سُورتيِ ۽ سُورتيُون (ل): ٿ. (پورچوگيز = سورٽ) شرط - لاٽري - قسمت آزمائي. (اسم خاص). هڪ گاهه ۽ گل جو قسم.
● سُورِٺَ: ٿ. اسم خاص. [س. سوراشٽر = (١) نالو هڪ راڳڻي جو (٢) نالو هڪ عورت جو] هڪ راڳڻيءَ جو نالو - سينگهه راڳ جي هڪ شاخ. راءِ ڏياچ جي زال - هڪ قديم راڻيءَ جو نالو. اولهه ڀارت ۾ هڪ علائقي جو نالو. سُورت. ٿ. صفت. سُهڻي - حسين - خوبصورت.
- سُورِنيو ۽ سُورنيا: ذ. سورٺ سُرَ جي ڳائڻ وارا. مڱڻهار - ٻپنو - فقير - گداگر - منگتو - بيڪاري.
● سُورَجُ ۽ سُورَجَ: ذ. [س. سُوريه = سج] سج - شمس - آفتاب - خورشيد. آس - سج جي روشني - تيزڪو - ڪاڙهو. (اسم خاص). هڪ گل جو قسم، سورج مکي.
- سُورَجُ بنشي: اسم خاص. [س. سوريه + ونش = اولاد] سج جو اولاد سڏائيندڙ. راجپوتن جو هڪ فرقو - راجپوتن جو سورج گهراڻو - سورج واسي.
- سُورَجَ سَنسارُ: ذ. [س. سوريه + سنسار = جهان] نظام شمسي - سورج منڊل.
- سُورَجُ سَنڪِرات: ذ. [س. سوريه + سم = گڏ + ڪرم = هلڻ] سج جي هڪ برج مان ٻئي برج ۾ وڃڻ واري حالت - تحويل آفتاب.

– سُورَجُ گِرَهَڻُ؛ ث. [سن. سوريه + گرهن = گرفتاري - پڪڙ] سج گرهڻ - ڪسوف - گرفتگيءِ آفتاب - سج جي جهلڻ جي حالت.

– سُورَجُ گُلُ؛ ذ. [سن. سوريه + ف. گل] گل جو هڪ قسم - سورج مکي - سورج منڊل.

– سُورَجُ مُکِيُ؛ اسم خاص. گل جو هڪ قسم - سورج گل - سورج منڊل - هڪ قسم جو هميشه سج ڏانهن منهن ڪندڙ گل. ٽري پرت جو هڪ نمونو، سورج مکي گل جي نموني تي.

– سُورَجُ مُکِيُ گَجُ (ت)؛ ذ. هڪ قسم جو پرت پريل گج، صرف ٽڪڻ ۽ پرت جي گلڪارين سان.

– سُورَجُ مَنڊَلُ؛ ذ. شمسي تنهه - شمسي پردو - دائرو - پيڙهه - نظام شمسي - سورج سمپرداي - سج جي چوڌاري ڦرندڙ گرهه. گل جو هڪ قسم. سورج مکي - سورج گل.

– سُورَجُ مَنڊلِيُ؛ ث. سورج منڊل - نظام شمسي.

– سُورَجُ وَنُ ۽ سُورَجَ وَنَ؛ ذ. سج جهڙو سهڻو - ڏجا وارو - چمڪندڙ - تجليدار - پيڪدار.

– سُورَجَ وَنشِيُ؛ ذ. [سن. سوريه + ونش = اولاد] سج جو اولاد. هندن جو هڪ مکيه گهراڻو - سورج ونسي. ۽ سُورَجُ ونسي؛ ذ. صفت. لاپين - آنڊو.

– سُورَجُ وِاشُ: اسم خاص. هندن جي هڪ بادشاهي گهراڻي جو نالو.

– سُورَجُ وَنشِيُ: ذ. سورج وَنشي خاندان جو راجا. سورج بنسي.

● سُورِجا؛ اسم خاص. هڪ گل جو قسم - سُورِجاڻ جو گُلُ.

● سُورِجاڻ؛ اسم خاص. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

● سُورجاٽي؛ اسم خاص. ڪنيُر ٿر جبل ۾ هڪ لڪ جو نالو. تعلقي ڳوليءِ يا ٺٽنبري محمد خان تعلقي سجاول ۾ ديهن جا نالا.

● سُورداسُ ۽ سُورداسَ؛ ذ. صفت. لاپين - الٿو - لاپينا - اکين ڪان ويٺل. (اسم خاص). هڪ انڌي هندو شاعر ۽ ڪوي جو نالو - پڳت سُورداس.

● سُورَشَ ۽ سُورَشُون؛ ث. [ف. شورش < شوريدن = بغاوت ڪرڻ]. شورش - ڦڙڦوٽ - پڄ ڊڪ - گوڙ - ڏمڇر - هنبڇس - هُلَرَ - انڌ شور - مالڏاٿو - ماڻڏاڻ.

● سُورَگَ ۽ سُورَگَ؛ ذ. سن. سُورَگ = بهشت] ديوتائن جي رهڻ جي جاءِ - اندرلوڪ. جنت - بهشت - فردوس - سرڳ. آڪاس - پهريون آسمان. ٻيو جهان - هُو دنيا.

● سُورگر: اسم خاص. ڪوهستان ۾ هڪ لڪ جو نالو.

● سُورَگُ ۽ سُورَگُ؛ ذ. [سن. سُورَگ = بهشت]. بهشت - سرڳ - سُورگ - فردوس - جنت.

– سُورَگُ پِتا؛ ذ. [سن. سُورگ + هند. پتا = پيءُ] بهشت جو پيءُ - نه ڏسڻ جهڙي هستي جو مظهر.

● سُورمُو ۽ سُورما؛ ذ. صفت. [سن. شُورَ = پهلوان - بهادر - غازي - سورهيه - سُوروير - جوڌو - شجاع - رستم - دلير - ٻانڪو - پهلوان - ڪوپو - ڳوڌو - ٻليارو - قوي - همٿوان - ويڙهو.

– سُورماڻو ۽ سُورماڻا؛ ذ. صفت. سورمي جو - سورمي وارو - بهادر جو - پهلوان جو - بهادراڻو.

– سُورمائي ۽ سُورمائيُون: ث. پهلواني - بهادري - همٿ - ٻلواني - دليري - جُونجهارپ.

● سُورَنبي ۽ سُورَنبيُون (ل)؛ ث. مزو - لطف - ساءُ - رَس - رَسنا - چش - چشڪو - ونڊاڻا.

● سُورَنجان؛ اسم خاص. (هه). هڪ دوا جو قسم.

– سُورَنجان شِيرِينُ؛ ث. سورنجان جو هڪ قسم.

● سُورَڻُ؛ مصدر. [سن. سِر = سُرڻ]. چورڻ - هڪ هنڌان ڪٺي ٻئي هنڌ رکڻ - سيرڻ - هلائڻ - سرڪائڻ - ريڙهڻ - هٽائڻ - کسڪائڻ - ترڪائڻ -

ريڙهو ڏيارڻ - کسڪو ڪارائڻ - متي ڪرڻ (وٽ ٻتيءَ جي) - چاڙهڻ - ڪشڻ. ٻُوهارڻ - ٻُهارڻ - صاف ڪرڻ - چنبڙڻ - ميڙڻ - گڏ ڪرڻ - صفائي ڪرڻ. مٿو ڪوڙڻ - حجامت ڪرائڻ. اوزار - پاڪي.

- سُورَ ع سُورُوَنُ: ث. حرڪت - چُرپُر - تحرڪ - جنبش - وڏو - لوڏو. ريڙهو - کسڪو - کسڪو - نورَ - سيرو.

- سُورَنِ ع سُورِڻيُون (ل): ث. وارن لاهڻ جو اوزار - پاڪي - آسترو.

● سُورُڻِ: ث. [سن. سورَنهہ] ڀاڄيءَ جو هڪ قسم. هڪ ول جو قسم.

● سُوَروُ ع سُوَرا (ل-ث): ذ. سَبِتو - ساڄو - پاسو - سڄون پاسو - سُوڌو پاسو - ساڄو هٿ.

● سُوُرُو ع سُوُرا: ذ. صفت. [سن. شُوُرُ = پهلوان] بهادر - ٻَليُ - پهلوان - جوڌو - جونجهارُ - سورهيہ - سورمو - دلير - وِيرُ - طاقت وارو - غازي - ويڙهو - جُوان - ٻلوان - ٻليارو - قوي - جُنگ - رائوڙ - همٿوان - همٿيريو. الٽو - نابين - نابينا - سورداس.

● سُورَہَ ع سُورَهُونُ: ث. (ع) قرآن شريف جي ١١٤ بابن مان هڪ باب - سورت - سُوڙهہ.

- سُوُرَهَ اخلاصُ: اسم خاص. قرآن شريف جي هڪ سورت - قُل هو الله واري سورت.

- سُورَہَ تبارَڪُ: اسم خاص. قرآن شريف جي هڪ عزت واري سورت جو نالو - ٢٩ پاري جي شروع واري سورت.

- سُورَہَ اِسراءِ: اسم خاص. قرآن مجيد جي ١٥ پاري جي سورت جو نالو.

- سُورَہَ نُوُرُ: اسم خاص. قرآن شريف جي ١٨ پاري ۾ مؤمن صورت جي بعد ۾ آيل سورت جو نالو، مدينہ منور ۾ نازل ٿيل.

- سُورَہَ ياسِينُ: اسم خاص. قرآن شريف جي هڪ مشهور سورت جو نالو. مرڻ وقت بيمار ماڻهو کي پڙهي ٻڌائڻ واري سورت.

● سُوُرِہُ ع سُوُرِہَ: ذ. صفت. [سن. شُورَ = پهلوان] بهادر - سورمون. وِيرُ - پهلوان - هيڻاتو - دلير - دِل وارو - جونجهارُ - طاقت وارو - سورهيہ - جوڌو - غازي - ويڙهو - ڪُوہو - ڳوڙو - سُور وِيرُ - مڙس ماڻهو - جرئت وارو - ڇاتيءَ وارو - همٿيريو - همت وان - همٿي - ٻي ڊپو - پهلوان - ٻَليُ - ٻليارو.

- سُورِهاڻو ع سُورِهاڻا: ذ. صفت. پهلوالي وارو - پهلوان جو - سُورهيہ جو - بهادراڻو - دليريءَ جو - همت وارو - سورماڻو.

- سُورِهائِيُ ع سُورِهائِيُونُ: ث. دِليري - پهلواني - بهادري - شجاعت - مڙسي - ٻَلُ. طاقت - همت - سُورهيائي - سورمائي - شهہ زوراڻي - بي ڊپائي - جگر. رڻ آستاهي - پَراڪِرمُ.

- سوُرِهيہ ع سُوُرِهيہ: ذ. بهادر - دلير - پهلوان - همٿ ڀريو - همت وارو - جوڌو - جانٺو - قوي - ويرُ - شير مرد - ٻلوان - ٻَليُ - ٻليارو - سورمون.

- سُورِهيائِيُ ع سُوُرِهيائِيُونُ: ث. بهادري - دليري - سورمائي - پهلوالي - مڙسي - همٿ - ٻلواني - جونجهارپ - سُورِمتا - شجاعت - سُورِهيائپ.

● سوُرهَڏِيُ: اسم خاص. تعلقي گوني يا ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سورهَنُ: صفت. [سن. شودش = سورهن] ڏهن جو هڪ انگ - ڇهن ايڪن ۽ هڪ ڏهاڪي وارو هڪ انگ ١٦.

- سورَهنُ آنا: ظرف. بالڪل - ٺيڪ - پورو - مڪمل.

- سورَهَنُ آنا سَچُ هُئڻُ: بالڪل سچ هئڻ.

- سور هَنُ آنا هُئڻُ: ٺيڪ هئڻ - سچ هئڻ - تحقيق هجڻ. پڪ هجڻ - خاطري هجڻ.

- سورَهَنُ سنسڪارَ: ذ. هندن جون ڌرمي ريتون ۽ رسمون - مذهبي رواج.

- سورَهَنُ سينگارَ: ذ. هندستان جي عورتن جا سورهن قسمن جي زيب وَ زينت جا سامان - عورت جي سينگار جون سورهن شيون (تفصيل: ڏسو. سينگار).

- سورِهو: ذ. وِيُهي کان ٿورو ٿلهو سٽُ.
- سورَهُون: ذ. صفت. درجي ۾ سورهون - سورهن مان پڇاڙيءَ وارو - ١٥ کان پوءِ ايندڙ انبر وارو. (ث. سورهيُن).

● سُورَ هَنَڌِي: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۽ ماتليءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سورهيو: ذ. سورهن آنه حرامي.

● سيورِي ۽ سيورِيُون (ت): ث. انَ کي کائيندڙ هڪ ننڍو جيت - سُرو.

● سُورِي ۽ سُورِيُون: ث. [من. شُول = ڦاهي. درد] ڦاسي - ڦاهي - سُولِي - ڦَنڌو - ڏاگهه - دام. صليب. موت جي سزا - قتلام - مَوتُ. بيماريءَ جو هڪ قسم - ڪاڪوس ۾ رَتُ - ٻُورُ - پڇش - پيچ - رَتُ ٻُور. (اسم خاص). هڪ گل جو نالو. افغانن جي هڪ ذات جو نالو. "شير شاهه سوري". هڪ دال جو قسم - مَسُور - مُهُر - مُهَرِي.

- سُورِيءَ تي نِنڊَ آچَڻُ: ڪِٿي نه هجڻ - ڪوبه الڪو نه هجڻ - بي انتظار هجڻ - ٻنان اوسيئڙي جي هجڻ - ڪوبه فڪر نه هجڻ - بي اولائي هجڻ.
- سُورِي پَوَڻُ (ت): پيٽ ۾ وِرِنِي پوڻ - ساڙُ اچڻ - حسد ٿيڻ - بغض ٿيڻ - ڪِيِنو ٿيڻ - جلڻ ٿيڻ - پچر ٿيڻ - پچ ٿيڻ.
- سُورِيءَ چاڙهَڻُ: ڦاسي ڏيڻ - ڦاهي چاڙهڻ - گهيرڻ - ٽنگڻ - لٽاڪڻ. صليب تي چاڙهڻ. موت جي سزا ڏيڻ. مصيبت ۾ آڻڻ.
- سُورِيءَ مانُ ڪَنڍُو ٿِيڻُ: مهالگو ٿيڻ - اڻ لڀ ٿيڻ.

● سوريجا: اسم خاص. مَزاري بلوچن جو هڪ قبيلو.

● سُورِينڊَلُ ۽ سُورِينڊَلَ (ل): ذ. [من. سير = چرڻ] سُورِيندڙُ - ريڙهيندڙُ - ريڙهو ڪندڙ - سُيرو ڪندڙ.

● سُورِينگهَ (ڪ): هڪ گاهه جو نالو.

● سَوَڙِ ۽ سَوَڙُون: ث. [من. (١) سَ = سان + رو = ڪپهه (٢) سيوَ = سبڻ + رو = ڪپهه] رِليءَ جو هڪ قسم - ٿلهي ۽ ڪپهه ڀيل رَلي - رضائي - پٽرائي - پٽرِني - ڇيري.

- سَوَڙِ آهَرِ پيرَ ڊِگهارَڻُ: پيدائش آهر خرچ ڪرڻ - آپت سارو ڪپت ڪرڻ - ڪمائي سارو خرچ ڪرڻ.
- سَوَڙِ سارو پير ڪَڍَڻ: آپت سارو خرچ ڪرڻ - پچنديءَ آهر خرچ ڪرڻ.
- سَوَڙِ ۾ ڇُهينڊڙِيُون پائِڻُ: زال جو محتاج ٿيڻ - زال جو مڄو ٿيڻ. زال کي منٿ ڪرڻ.

● سُوڙُ ۽ سُوڙَ (ڪ): ذ. پٿر جو هڪ قسم.

● سُوڙانُ (ت): ذ. پٿر جا ڪنڊا.

● سوڙاهَ: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سُوڙو ۽ سوڙا: ذ. صفت. سوڙهو تنگ. پريشان - عاجز.

"سوين اچي سمونڊ ۾ ٿيا ميڙايا سوڙا"
(شاهه).

● سَوَڙو ۽ سَوَڙا: ذ. صفت. [من. منُ = چڱو + وَره = آسيس] وڙائتو - وڙ وارو - چڱن وڙن وارو - ڳڻائتو - ڳڻائتو - ڳڻوان - سالڄهه وارو - سُرت وارو - سمجهه وارو - حيا وارو - شرم وارو - لڄ وارو. مهربان. نيڪبخت - ڀاڳوارو - ڀاڳوان - ڀاڳيو - سَس وَرو. غيرتمند - غيور.

● سُوڙو ۽ سُوڙا (ڪچ): ذ. طوطو - مِٺُو - چٽون. (اسم خاص). اولهه آتر جي هَوا.

● سُوڙَهَ ۽ سُوڙَهُون: ث [من. سنڪٽ = تنگي - مشڪلات] تنگي - سنگوڙ - ڪُهت. ڳاهٽ - ٽڙپيڙ - پيهه. تنگدستي - سقيم حالت - پئسي جي سوڙهه - لاچاري حالت - کهٽائي - ٿورائي - ڪوتاهي - تنگ دلي - تنگ حالي. مشڪلات - ڏکيائي - تڪليف - مصيبت - پريشالي. مهانگائي - ڏُڪارُ - ڏُڪَرُ - افلاس. گهرج - ڪاپو - محتاجي - ضرورت - ڪپ. مونجهه - مونجهائي - دل تي بار ٿيڻ واري حالت.

- سُوڙَهاڪِ ۽ سُوڙَهاڪِيُون: ث. جاءِ جي تنگي - سوڙهه. ڳاهٽائي - ڳپاڳهه. اڻ لاڳهو -

ڏاڍو - پُختو - پڪو - سخت. چُست - چهنيل - چنبڙيل (بدن تي ڪپڙو) ننڍيرو - ننڍو - ڇوٽو - ڪوتاهہ (بوٽ وغيره). ويجهو - نزديڪ - اوري. (اسم خاص) هڪ شهر جو نالو.

- سُوڙهُو پَوَڻُ: تنگ ڪرڻ - بيزار ڪرڻ - لاچار ڪرڻ - پريشان ڪرڻ - تنگ ڪرڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ - گارگند ڪرڻ - بد الفاظ ڳالهائڻ - ويجهو اچڻ - نزديڪ اچڻ - اوري اچڻ - قريب پوڻ.

- سُوڙَهُو جهَلَڻُ: آزائڻ - ڦاسائڻ - اٽڪائڻ. منجهائڻ. گهٽي جهلڻ - قابو ڪرڻ - بند ڪرڻ - گهٽڻ. تڪليف ڏيڻ - آزارڻ - پريشان ڪرڻ - لاچار ڪرڻ - تنگ ڪرڻ - بيزار ڪرڻ - ڪڪ ڪرڻ - ششدر ڪرڻ.

- سُوڙَهو سَنگوڙو يا سُوڙَها سَنگوڙا: ذ. بلڪل تنگ - گهٽيل - سوڙهو.

- سُوڙَهو ڪَرَڻُ: تنگ ڪرڻ - گهٽڻ - لاچار ڪرڻ - دٻاءُ رکڻ - زور پرڻ - زير بار ڪرڻ. تڪليف ۾ آڻڻ - مصيبت ۾ وجهڻ - پريشان ڪرڻ.

- سُوڙَهُو گهُٽَڻُ: تنگ ڪرڻ - دٻائڻ - مجبور ڪرڻ - لاچار ڪرڻ.

- سُوڙَهي يا سُوڙِهيُون: ث. سختي - تڪليف - لاچاري - تنگ - مصيبت - پريشاني - اؤکيائي - ڏکيائي. سڪرات - موت جو آخرين وقت. قيامت - پڇاڙيءَ جو ڏينهن. ڪوهي بيهارڻ لاءِ پيڙهيءَ جي تري ۾ ناهيل چوڪنڊي ڪُڏ.

- سُوڙَهي سَنگَرَ: اسم خاص. ڪراچي ۽ هنگلاج جي وچ ۾ جبل جي هڪ سوڙهي وات - گهٽيڪا - هڪ سوڙهو لڪ - تمام تنگ پيچرو.

- سُوڙِهي ڪُنڊَ يا سُوڙِهيُون ڪُنڊُون: ث. ننڍي ڪُنڊ - گولي ڪُنڊ کان ننڍي ڪُنڊ.

- سُوڙِهي ڪُنڊَ ٽِڪُنڊو: ننهي نوي درجن کان گهٽ ڪُنڊن وارو ٽِڪُنڊو.

● سُوڙِهہ يا سُوڙِهہ (ٿ): ذ. [سن. سُونُبر = پنهنجي مرضيءَ سان عملندڙ] بيڪار - تنگ - بي ڪمو - نِڪار - نِڪمو. لاچار - بيزار - پريشان - ڪَڪ.

- سُوڙِهہ ٻَنڌِي يا سُوڙِهہ ٻَنڌِيُون: ث. هر قسم جي روزاني ٻيلپي جي واپارين جي چوپڙي - روزانو هر قسم جي ڏيتي ليتي لکڻ جو ڪاتو.

● سُوڙَهڻُ: مصدر. حملو ڪرڻ - هلان ڪرڻ - ڪاهڻ - ڪاهہ ڪرڻ - جُلهہ ڪرڻ. ڌوڪڻ - ستڻ - سَٽَ پائڻ - روُمڙ ڪرڻ - تکي ڊوڙ پائڻ. اڻ ڪيڙيل ٻنيءَ ۾ هَرُ ڏيئي ٻجُ ڇٽي پائي ڇڏڻ (ت). ڪائڻ - ڇپاڙڻ (ڪ).

- سُوڙَهہ يا سُوڙَهون: ث. ظرف. صفت. ڊوڙ - ڊَڪ - تکي ڊوڙ - هُڙي - هُوڙِهي - رومڙ - سڌي ڊوڙ - تيز رفتار - سَٽَ - گهٽ - لُوهہ. جُلهہ - ڪاهہ - ڌوڪ - حملو. جهڙپ - جهٽ - لامارو (پڪيءَ جو). تڪليف - سوڙهہ - گهٽ - لاچاري - مشڪلات - تنگي - ڏُکيائي - اوکائي. بيماري - اگهائي - ڪُمهرائي - لڳائي - لاچگائي - بي چڱائي - بي چاقائي. ٻَٽاڪ - ٻاڙ - ڊاڙ - لاف - ٽڪ. چالاڪي - عياري - مڪاري - اٽڪل بازي - حرفت. ٻنيءَ جي جهنگ جي وَڍَ (ٿ). وڏو ڪنڊو - نيش - ڀالو. ريتيءَ سان مليل ڇيڪي سيٽي.

- سُوڙِها ٻاڙِهيِ يا سُوڙِها ٻاڙِهيُون (ت): ث. تکڙ - جلدائي - تيزائي - چُوهائي - تِکائي.

- سُوڙِها ٻاڙِهي ڪَرَڻُ (ت): تکڙ ڪرڻ - تيزائي ڪرڻ.

- سُوڙِها ٻاڙِي يا سُوڙِها ٻاڙِيُون (ت): ث. سُوڙها ٻاڙهي. سُوڙهہ - سُوڙهہ. ڏڪر - ڏڪار - ڪوٽ - اڻ لڀائي. مهانگائي. احتياج - ضرورت - گهرج.

- سُوڙِها ٻاڙِي لَڳَڻُ (ت): ڏکر پوڻ. تڪليف ٿيڻ.

- سُوڙَهہ ڇِٽَ يا سُوڙَهہ ڇِٽُون (ل): ث. ريج ڏيئي هَرُ ڪاهيل زمين ۾ ڪيل سارين جي ڇٽَ.

- سُوڙَهہ ڏَڪاءُ يا سُوڙَهہ ڏَڪاءَ: ڌڪاوَ (ت): ذ. آفت جو آواز - ڌٻڙاٽ.

= سُوڙ هڻ ڪرڻُ (ٿ): ہَنيءَ جو جهنگ وَڍڻ - صفائي ڪرڻ.

= سُوڙ هڻي ٤ سُوڙ هڻيُون: ٿ. ڏ ريل دال - ڏڏر - ڏارو. اڌ ڙ - اڻ چاڙيل. چٽن جوانو - بيسڻ (ٿ). ڪماليت وارو ڪم - ڪمال. ڏ ڙو - لَڪ (ٿ).

● سُوزُ ٤ سُوزَ؛ ذ. [ف. سوز > سوختن = ساڙڻ] ساڙ - جلڻ - پچر - پَچ - بوسَر - باھ - آتت - تپت - سوزش. درد - رنج - ڏُک - غم - تڪليف - ملامت - ڏُک. ماتم - روج - روُدن - زاري - گريہ - راڙو. مرثيہ خواني جو هڪ نمونو. (اسم خاص). هندستاني شاعر، منشي محمد مير مرحوم جو تخلص.

= سُوزاڪُ ٤ سُوزاڪَ؛ ذ. عضوہ مخصوص ۾ ٿيندڙ هڪ بيماريءَ جو قسم - ٽانڪي جو مرض - پرميل - سُجاڪُ - حرقةالبول - ساڙي جي بيماري.

= سُوزائيتو ٤ سُوزائيتا: ذ. صفت. سوزُ وارو - ساڙي وارو - تپش وارو - جلن وارو - درد وارو - ڏک وارو - فراق وارو.

= سُوزخَوانُ ٤ سُوزخَوانَ؛ ٿ. [ف. سوز + خوان > خواندن = پڙهڻ] هڪ خاص طرز تي مرثيہ پڙهندڙ - مرثياڻي - مرثيہ خوان - مرثيہ پڙهندڙ.

= سُوزخَوانِي ٤ سُوزخَوانيُون: ٿ. خاص نموني جي مرثيہ خواني - نَوح خواني.

= سُوزشُ ٤ سُوزشُون: ٿ. تپش - ساڙو - جلن - پچر - پچ - ڪام - سوز - ساڙ - جلڪو - جَلُ - تاءُ - باھ - سوختگي. هڪ بيماريءَ جو قسم.

= سُوز ۾ سَڙيُ وَڃڻُ: مسرت ۾ گهٽجڻ - پنهنجي ناڪامي تي ڳوڙها ڳاڙڻ - قسمت تي روئڻ - ڏاڍو حيران ۽ پريشان ٿيڻ. فراق ۾ جلڻ - جدائي ۾ ڳرڻ - وڇوڙي ۾ گذارڻ.

= سُوزنُ ٤ سُوزنَ: ذ. ڏک - افسوس - رنج - آهنج - غم - شُوڪ - گوندر. ڏنج - سُوسُ - آرمان - ڪيليشُ. ويدن - ماتم - دُک - رودن - روج زاري - گريہ. مصيبت - تڪليف - پريشاني.

● سُوزَنُ ٤ سُوزَنُون؛ ٿ. [ف. سوزن = سُئي] ڪپڙن سبڻ جي سُئي - اِبُر.

= سُوزَنُ ڪاري ٤ سُوزَن ڪاريُون: ٿ. [ف. سوزن + ڪار > ڪردن = ڪرڻ] ڪم - ڀرت جو ڪم - سيبو - ڦوپو - بخيو - سلائي - ٽانڪو - ٽاڪو.

= سُوزني: ذ. هڪ قسم جو ڪپهہ سان ڀريل ڪپڙو، گهڻو ٽوپن ڏنل.

● سُوزَنُ ٤ سُوزَنَ: ذ. بندوق جي صفا ڪرڻ جو گز - چُوڪو - گزُ.

● سُوسَ ٤ سُوسُون: ٿ. فڪر - ڳڻتي - چنتا - وسواس. انتظار - اون - اونو - اوسيڙو. آسرو - اميد - پروسو. سنڀال - خبرداري - تاپ - پرگهور - نگهداشت - پالنا - پرورش - سنڀال.

= سُوسَ پلنجڻُ: دل ڪچڻ - خيال لهي وڃڻ - آسرو نہ رهڻ - اميد نہ رهڻ. انتظار نہ رهڻ.

= سوسَ پلڻُ؛ دل ڪٽي ڇڏڻ - خيال لاهي ڇڏڻ. آسرو نہ ڪرڻ - اميد نہ رکڻ. انتظار نہ ڪرڻ.

= سوس؛ ٿ. [سن. شش = سُڪڻ] سوڪڙو - سڪرائي - گهٽتائي.

● سوسُ ٤ سوسَ؛ ذ. ڏُکُ - درد - رنج - ويچار. [ف. افسوس > سوس]. سستي - ڪاهلي - ڍلائي - ٽوٽپائي.

= سوساٽُ ٤ سُوساٽَ: [سن. سَمَ = سان + آت = ستي + سُونٽُ = هلڻ] پاسي سان تکي لنگهڻ جو آواز - شرڙاٽ - سوسٽ - باھ جي پڙڪڻ جو آواز - شوشاٽ. هري هري وات سان ڪيڏيل چُوڪاري جو آواز - چپن سان ڪيڏيل ڦوڪ - سُوساٽ - سُوسراٽ - چُوڪاٽ - شوڪاٽ. ڪنهن تتل لوھ يا ڌاتوءَ تي پاڻي وجهڻ وقت نڪرندڙ آواز - چُوانڇو - چونڇاٽ. سُور جو وِڏُ - وَٽُ - مروٽ - مروٽو - گهمرو - سُوٽ - سُوٽو - پيچ.

= سُوسَٽُ ٤ سُوسَٽَ؛ ذ. هوا جو زور سان لنگهڻ جو آواز - ڪنهن تيز آڏامندڙ شئي جو آواز. ٽانگ ٻلا جو آواز - ڦوڪاٽ - شوشٽ. ٻوڙ يا ڀاڄي رڌڻ مهل ديگڙيءَ سان نڪتل آواز - سُون - شَون شَون. شوڪارو - غم سبب ڪنيل ٿڌو ساهُ - ارمان ۾ ڪنيل ڏُکهو ساھ. ايذاءُ وقت نڪرندڙ آواز - سُور مهل نڪتل دانهن.

- سُوسَٽَ ڪَرَڻُ: زور سان لنگھڻ يا آڏامڻ جو آواز ڪرڻ. غم جو اظهار ڪرڻ- شوڪارو پرڻ. سُون سُون ڪرڻ - شُوشُون ڪرڻ. هور يان ڳالهائڻ- مڻ مڻ ڪرڻ - پُٽڪات ڪرڻ.
- سُوسِراٽُ ۽ سُوسِراٽَ: زور سان لڳندڙ هوا جو آواز- سُوسَٽ - شُوشَٽ- زوُزَٽ - سُوسِڙاٽ.
- سُوسِڙاٽُ ۽ سُوسِڙاٽَ: سُوسِراٽ.
● سُوساڌُ ۽ سُوساڌَ (ٿ)؛ ذ. سواد- ذائقو. مزو- لذت.
- سُوساڌُو ۽ سُوساڌا: ذ. صفت. سواد وارو- لذت وارو- ذائقي وارو- چس وارو- چسڪي وارو- ذائقيدار- مزيدار- سوادي. (ٿ. سُوساڌِي ۽ سُوساڌِيُونُ).
● سُوسائِٽِي ۽ سُوسائِٽِيُون: ٿ. [انگ. Society = جماعت- سماج] سماج- انجمن - مجلس- سڀا- منڊلي- فرقو- ڳَرُوهُ- ميڙُ- ڪٺا- سٿَ. ميل جُول- سنگت- سات. محبت. تمدن.
● سُوسَرُو ۽ سُوسَرا (ٿ): ذ. سَهُرو- مُڙس جو پيءُ (عورت لاءِ)- زال جو پيءُ (مرد لاءِ).
● سُوسِرِي ۽ سُوسِرِيُون (ڪ): ٿ. چيلو- نرم ماني- ڪِنڌرو ڍوڍو. بي ڊولي ماني (ل).
● سُوسِڙُو ۽ سُوسِڙا؛ ذ. صفت. [سن. آشُمَن = گرمي] اڏوڪابرو- اڏوُرو. ٻورو ٻُنو- وِچولو- مَتَڊِيُمُ- درمياني- وِچٿرو- موافق. ٿورو گرم پاڻي- شير گرم- نَنُهُن سو ٽڙو- ٿورو ڪوسو. ٿڌو- ٺريل سيتَل. بي پرواهه- مغرور- هٺيلو. بخيل- ڪنجوس- مرچوٽ- شُوم- مکي چوس (ٽ).
- سُوسِڙُو ۽ سُوسِڙا. ذ. [سن. آشُمَن = گرمي] آتش بازي جو هڪ راند يڪو- ٽونٽو. عورت جو مخصوص عضوو. مقعد.
- سُوسِڙُو سَڙَڻُ: ڳُٺيءَ ڪان ٻاهر وڃڻ - سخت چڙ لڳڻ.
- سُوسِڙِي ۽ سُوسِڙِيُون: ٿ. [سن. آشمن = گرمي] آتش بازيءَ جي راند يڪي جو هڪ قسم- سُوسُوڙي- داروُنءَ سان ڀريل ٽانئُو - داروُنءَ جو ٽونٽو- هوائي. چٽنگ- چٽڻاٽي. چغلي- گھٽ وڌ ڳالھ. جھيڙو- فساد- ڦِڏو- جنگ- لڙائي (ٿ).
- سُوسِڙِي ٻارَڻُ (ت)؛ جھيڙي جو بنياد وجھڻ- فساد مچائڻ.
- سُوسِڙِي دُکائِڻُ (ت): جھيڙي جو بنياد وجھڻ- فساد مچائڻ.
- سُوسِڙِي مَچائِڻُ؛ سُوسڙي ٻارڻ- سُوسڙي دُکائڻ.
- سُوسُوڙِي ۽ سُوسُوڙِيُون؛ ٿ. [سن. آشُمَن = گرمي] سوسڙي- هوائي- آتشبازي جي راند يڪي جو هڪ قسم- ڪُوڙو ڦٽاڪو- وَٽِ- جامڪي- ٻَليتو. جھيڙو- جنگ- فساد- ڦِڏو- جھڳڙو.
- سُوسُوڙِيُون جاڳائِڻُ؛ جھيڙو لڳائڻ- جھڳڙو ڪرائڻ- فساد ٻرپا ڪرائڻ.
- سُوسُوڙِيُون ساڙَڻُ؛ سوسوڙيون جاڳائڻ.
● سُوسَ ڳَهيڻُ؛ اسم خاص. ٿر ملڪ ۾ ٿيندڙ هڪ گاهه جو قسم.
● سُوسِمارُ ۽ سُوسِمارَ: ذ. [ف. سوس = پٽ ڪيئون + مار = نانگ] هڪ جانور جو قسم- گھوھ.
● سُوسَنُ ۽ سُوسَنَ: ذ. (ف). آسماني ۽ ڦڪي رنگ تي هڪ گُل جو قسم- زبان جي شڪل تي هڪ گل جو قسم. ڦِڪو رنگ- هيڊو- زردو- پيلو. زناني سٿڻ جي ڪپڙي جو هڪ قسم، ڳاڙھو تَرُ، اچي ليڪَ، ڪارو پيٽو ۽ ڪَنِي زردي. (ذ. صفت).
- سُوسِنو ۽ سُوسِنا: ذ. صفت. ڦِڪو- ڦِڪي رنگ تي- هيڊي رنگ وارو- هيڊو زردو- سونهري رنگ وارو- پيلو. ڪهاٽو آسماني- ٽيڪو بيلو- واڱڻائي رنگ وارو بنفشو.
- سُوسِني ۽ سُوسِنيُون: صفت. نيرو- آسماني.
● سُوسَنڊو ۽ سُوسَنڊا (ڪ)؛ ذ. ٻورو ٻُنو- وِچولو- مَتَڊِيُمُ- درمياني- وِچٿرو- موافق ٻورو سُورو. رواجي- هلندو چالُو.

● سنؤسنگيءُ (ت) ؛ ث. ٻوٽي جو هڪ قسم (ننڍڙو ٻوٽڙو، جنهن جي ڏاڍن ۾ ٻست جيڏا هزارها داڻا هوندا آهن ۽ دوا طور ڪم اچي)- هزار داڻي.

● سنؤسڻُ: مصدر. [سن. شش = سڪڻ] گهٽ ڪرڻ - ٿورو ڪرڻ - گهٽائڻ - سسائڻ - جهپائڻ - ننڍو ڪرڻ - چوٽو ڪرڻ. گهٽڻ - گهٽجڻ - ٿورو ٿيڻ - گهٽ ٿيڻ - سسڻ - سوس کائڻ.

- سنؤسَ ۽ سنؤسون: ث. اوڻائي - کوٽ - قلت - ڪمي - کوتي - اٽات - ڪوتاهي - گهٽتائي - تخفيف - لاٽ - ٿورائي. درڪار. ڪسُ. ڪنجوسائي - شومائي - مرچوٽائي - بخيلي - ڪنجوسپائي - ڪفايت - صرفو - سانگو - ٿورو خرچائي - ٿور خرچي. ضعيف - ڏٻران - لاغرائي.

- سنؤسا ۽ سنؤسائون: ث. گهٽتائي - ٿورائي - کوٽ - درڪار - قلت - اوڻائي - سوسُ. بخيلي - شومائي - ڪنجوسائي - مرچوٽائي.

- سوسائيتو ۽ سوسائيتا: ذ. صفت. سوسي وارو - صرفي وارو - ٻچت ڪندڙ - ٿور خرچائتو - سوسو - ڪفائتي - صرفائي. ڪنجوس - شوم - مرچوٽ - ڪنجوسائي ڪندڙ. (ث. سنؤسائيتي ۽ سوسائيتيون).

- سنؤسنؤ ۽ سنؤسا: ذ. ڪنجوسُ - مسؤذيُ - بخيل - مرچوٽ - مکي چوس - ڪوڏيءُ ڪتُ - شوم - فڪر - انديشو - اونو - انتظار - ڳڻتي - اوسيئڙو. (ذ - صفت). سڻهائيندڙ - ٿورو گرم - سوسيڙو - ننڍهڻ سوسيڙو.

● سنؤسنؤ ۽ سنؤسا: ذ. زالن مخصوص عضوو - فرج - شرم گاهه - ڀنڀڻ. ٻوڙهي عورت جو مخصوص عضوو.

● سنؤسنؤ : [سن. سم = سان + آت = مٽي + سنؤنتُ = هلڻ] مرچ وغيره کائڻ کانپوءِ وات سان ڪيل شوڪاري جو آواز. سيءَ پوڻ وقت وات سان نڪرندڙ آواز.

- سنؤسنؤ ڪرڻُ: مرچ وغيره کائڻ کانپوءِ وات سان شوڪارو ڪيڻ. سيءَ پوڻ کانپوءِ وات سان ٿوڪاري جو آواز ڪيڻ.

● سنؤسيءُ ۽ سنؤسيئون (ل) ؛ ث. کوهه سان پاڻي ڪيڻ لاءِ تري ۾ سوراخ ٿيل لوٽي. (ث. صفت). ٿوري پاڻيءَ واري. آما عورت جا مکڻ سوسي.

● سنؤسيءُ ۽ سنؤسيئون: ث. [ف سوسي < سوس = پٽ ڪيئون] هڪ گربيءَ جو قسم - ڪورين جو هٿ سان اڻيل عورتن جي شلوارن لاءِ ڪم ايندڙ ليڪن وارو رنگين ڪپڙو - تاسيلو (ت). گيڪم (ت). اڳ قيمتڙ زناني سٿڻ جو ڌوتل رنگين ڪپڙو. عراق جي شهر سوس جو اڻيل ڪپڙو.

● سنؤسيڙو ۽ سنؤسيڙا ؛ ذ. اونو - اوسيڙو - انتظار - ڳڻتي - آدِڪو - آلڪو - فڪر - ساروٽي - انديشو.

● سنؤشلُ ؛ ذ. صفت. [انگ. Social = سماجي] سوسائٽي جو - معاشرتي - عمراني - تمدني.

- سنؤشليزم ؛ اسم خاص. سوسائٽيءَ جو هڪ نظريو - اشتراڪيت - اجتماعيت.

- سنؤشلسٽ: ذ. اشتراڪيت جي اصولن کي مڃيندڙ - اشتراڪي.

● سنؤغاتَ ۽ سنؤغاتون: ث. (ترڪ. سوغات) تحفو - سنؤکڙي - نادري. کا ڏنل خاص شيءِ. عمدي شيءِ. نذرانو - پيتا - ٻاکڙي - هديو. ڊونٿو.

- سنؤغاتيءُ ۽ سنؤغاتي ؛ ذ. ث. صفت. ناياب - املهه - خاص. عمده - پسنديده - وڻندڙ - سهڻو - سٺو - لطيف. تحفي ۾ ڏنل.

● سنؤفا ؛ ذ. [انگ. Sofa = ڪوچ] وهڻ جي گاديلن سان ڪرسي - ڪوچُ.

- سنؤفا سيٽ ۽ سنؤفا سيٽ ؛ ذ. مڪمل ٽن گاديلن واريون ڪرسيون، هڪ ٻيٽيءُ ۽ ٻه مجرد يا اڪيليون.

● سنؤفارُ ۽ سنؤفارَ: ذ. (ف). تير جو مٿو. سئي جو ٻاهو - ٻاکو.

● سنؤڪَ ۽ سنؤڪون: ث. [سن. شُش = سڪڻ] سوڪاڙو - سوڪاڙي - سنؤڪهڙَ - اوڻائي - پاڻيءَ جي اڻاٺ - پاڻيءَ جو ٿورائو - سوڪڙ -

پاڻيءَ جي قلت. سُڃ - ويراني - ٿ - بيابانِي - اُجاڙ.
(ٿ) نڍن ڪانن واري جوئر جو هڪ قسم. (ٿ) پهاڄ - سوڪڻ.

- سُوڪَ ٽِيڻُ: سوڪهڙو ٿيڻ - ٻوڪ ۾ پاڻيءَ جي قلت ٿيڻ. اَنَ جو سنگهري وڃڻ - اَنَ ڪان سواءِ سنگ ٿيڻ.

- سُوڪَڙَ ۽ سُوڪَڙُونَ: ٿ. سوڪ - سوڪاڙو - سوڪاڙي - خشڪي - سُوڪهڙ - سوڪهڙو - پاڻيءَ جي اٽاٽ. تنگي "فصل جي".

- سُوڪيڙُو ۽ سُوڪيڙا: ذ. صفت. سُڪڻ واري حالت - سوڪائي - سوڪڙ - سوڪڙو - سُوڪهڙو - پاڻيءَ جي اٽاٽ - پاڻيءَ جي ڪَمِي. بُڪ - ڪاڌي جي گهٽتائي - لنگهڻ - فاقو.

- سُوڪَهڙَو ۽ سُوڪَهڙا: ذ. صفت. سڪڻ واري حالت - سوڪ - سوڪڙ - خشڪي - سوڪهڙو - سوڪڙو. بُک - فاقہ - لنگهڻ.

- سُوڪَهڙو ڪَڍَڻُ: بُک ڪڍڻ - فاقہ ڪڍڻ.

- سُوڪَهڙو ڪَرَڻُ: سوڪ ڪرڻ - خشڪي ڪرڻ - سُڪائڻ. هوا ڏيڻ - سڄ جي گرمي ڏيڻ لاءِ کولي رکڻ - واڪو ڪرڻ.

- سُوڪَهڙِي ۽ سُوڪَهڙِيُونَ: ٿ. صفت. سوڪ واري حالت - سوڪاڙو - سوڪائي - سوڪهڙائي. اٽاٽائي - پاڻيءَ جي ڪمي - پاڻيءَ جي قلت - خشڪي.

● سُوڪُ ۽ سُوڪَ: ذ. صفت. [سن. شُش = سڪڻ] سُڪل - سخت - ٺوٺ - خُشڪ - ڏاڍو - ڪَڙڪ. چڱيءَ طرح پڪل - سڪيل "ماني" يا "فصل" - نرمي ڇڏي ويل ماني. [سن. شوڪُ] ڏک - غم - ارمان - الم - دُک - گوندر. تنگي - سوڙهه - جُوکائي (پئسي جي) اِفلاس. بُک - فاقہ - فاقو - ڪاڌي جي اٽاٽ. جاکوڙا - محنت - ڪشالو - مصيبت - تڪليف.

- سُوڪَ مانِيُ پَچائِڻُ: خوب سيکت ڏيڻ - سخت مارڻ - سخت سزا ڏيڻ. تعدي ڪرڻ - جُٽ ڦٽ ڪرڻ. ڪجهہ بہ نہ ڏيڻ. فاقو ڪيڻ - لنگهڻ ڏيڻ - ڪاڌي کان نراس رکڻ.

- سُوڪَ مانِيُ ڪَرَڻُ: سوڪ ماني پچائڻ.

● سُوڪَ ۽ سُوڪُون: ٿ. [سن. سم = سان + آت = مٿي + سُولَتُ = هاڻ] سُومات - سُوسٽ - شُوڪو - شُوڪات - ڦوڪ - ڦوڪارو - شوڪارو - شوڪو - چُوڪارو. [سن. شوڪَ = ارمان] ڏک - غم. مقعد - گِئي. عورت جو مخصوص عضوو - پوڪِ.

- سُوڪ ۾ سَکو پَڌَڻ: تنگ ڪرڻ - پريشان ڪرڻ. مهر ۾ انڪائڻ.

● سُوڪَرَ ۽ سُوڪَرُونَ (ٿ): ٿ. وڏ ڦڙي مينهن جو زور سان آواز - سخت برسات جو ٻري کان گجڪار - ڏڏڪو - شوڪو - زوڪو.

● سَوُکَ ۽ سَوُکُونَ: ذ. [سن. سُکُ = سولائي] سولائي - آساني - سهنجائي - سهولت. آرام - فرحت - قرار - راحت - آنند - سُک. خوشي - سرهائي - کِل - بُود (ذ - صفت). سولو - سهنجو - آسان - سهولت وَرو.

- سَوکائِ ۽ سَوکائُون: ٿ. سولائي - سهنجائي - آساني - سوکائي - سوکيڙائي - سهولت - سوکت - سوکپ.

- سَوکائِيُ ۽ سَوکائِيُون: ٿ. سوکاڻ.

- سُوکَتَ ۽ سُوکَتُون: ٿ. سوکاڻ - سوکائي - سوکپ.

- سَوکَپَ ۽ سَوکَپُون: ٿ. سوکاڻ - سوکائي - سوکت.

- سَوکُو ۽ سَوکا: ذ. سَولو - سهنجو - سهولت وارو - سوکيرو - آسان. آسودو - سُکيو - خوشحال. خوش - راضي - نِهال - پرسن. متارو - بدن ۾ پريل - ٿلهو.

- سَوکيرو ۽ سَوکيرا: ذ. صفت. ٿورو سولو - ٿورو سوکو - ٿورو آسان. سوک وارو - سهنجاتو - سولائي وارو - سهنجو - آسانيءَ وارو. ٿورو خوش - ٿورو متارو.

● سُوکيڙِي ۽ سُوکيڙِيُون: ٿ. سوغات - تحفو. لذ رانو - پيتا. هديہ - ڏالي

- سُوکيڙيءَ ٻاڪيڙيءَ ع سُوکيڙيُون ٻاڪيڙيُون: ث. سوغات وغيره.

● سُوکِمُ ع سُوکِمَ: ذ. صفت. [سن. سُوڪُشمُ = سنهو] سنهون - مهين - باريڪ - نازڪ - لطيف. ٿورو. سهنجو - سولو - آسان - سوکو. ڳجهڙو. تيز - تکو - موشگاف - تيز فهم - باريڪ بينُ. حرفتي - ڦڏڪو - سياڻو - چالاڪ - چُست - هوشيار - عقلائتو.

- سُوکِمِيءَ ع سُوکِمِيءَ (ل - ث): سکيو - آسودو - خوشحال.

- سُوکِمُ ع سُوکِمَ: ث. صفت. سُوکِمُ. حَسين - سهڻو - وڻندڙ - مَنُوڪُ - پيارو - سنهڙو. دل ڇڪيندڙ. هلڪڙو. ننڍڙو. ذرڙو.

- سُوکِمُ ٻُڌيءَ ع سُوکِمَ ٻُڌيءَ: ذ. صفت تيز - تکو - تيز فهم - ذهين. حرفتي - باريڪ بين - سياڻو - ڦڏڪو - هوشيار - چالاڪ - چُست.

- سُوکِمتا ع سُوکِمتائُون: ث. نفيسائي - نزاڪت - نازڪائي - ٿلهائي - رقت. حرف - چترائي - موشگافي - چالاڪي - هوشياري. باريڪ - سنهي.

● سُوڳُ ع سُوڳَ: ذ. [سن. شوڪ = ارمان] ڏک - رنج - غم - تڪليف - مصيبت - ارمان - ستم - اندوهُ - سياپو - ماتم - زاري. خاوند مرڻ بعد عورت جو اختيار ڪيل طريقو - سُوڳ، مُئل ماڻهوءَ لاءِ ڪيل ڏُک - مٺي جو (ٽن، ڏهن يا ٽيرهن يا چاليهن ڏينهن لاءِ رسمي) ماتم. ميراڻ - ميرائي - ناپاڪائي - نفرت - ڪراهت - حقارت.

● سُوڳ ع سُوڳُون: ث. نفرت - ٻُڇان - ڪراهت - حقارت - ڏِڪار - ڏَپَ - بَدبُوءِ - خراب بانس. عورت جي مرد جو مرڻ کان پوءِ اختيار ڪيل طريقو.

- سُوڳ اچڻُ: نفرت اچڻ - حقارت اچڻ.

- سُوڳارو ع سُوڳارا: ذ. صفت. نفرت وارو - ڪِنو - گندو - گندو - حقارتي. سوڳ وارو - نفرت ڪندڙ - ٻاسو ڪندڙ - ڏوراڇو.

- سُوڳالو ع سُوڳالا (ت): ذ. سُوڳارو.

- سُوگائيتو ع سُوگائيتا: ذ. سُوگارو - سُوگي.

- سُوگِيءَ ع سُوگِيءَ: ذ. سُوگارو - سُوگالو.

● سُوگِنو ع سُوگِنا (ٽ): ذ. صفت. سُنو - موچارو - چڱو - ملوڪ ذ. ڪپڙي جو ٿاهيل ڪُڏو.

● سُوگَنيءَ ع سُوگَنيُون (ٽ): ث. چوڙ جي راند ڪرڻ جي ساري - ڳوٽ.

● سَوگَنُ ع سَوگَنَ (ٽ): ذ. [ف. سوگند = قسم] قسم - سُنهن - ساک - حلف. و يساهه - هَٽ.

- سَوگَندُ ع سَوگَندَ: ذ. سَوگَنُ.

- سُوگَندُ وِجهڻُ: سنهن ڏيڻ - ساک کڻڻ - قسم وِجهڻ. سوگن ڏيڻ.

- سُوگَنڌُ ع سُوگَنڌَ: سَوگَن - سوڳن - سوگَندُ.

- سَوگَندُ ع سَوگَندَ: ذ. سَوگَن.

● سوڳُ ع سوڳَ: ذ. [سن. شوڪ = ارمان] ڏک - افسوس - غم - شوڪ - گوندر - سُور - ارمان - سوسُ - ڏاڄ - ڏنجهه - ڪلپڻ - ويڌن - ڏُک - ماتم - رودن - روڄ - راڙو - ڪشٽ - درد - سوڳُ.

- سوڳارو ع سُوڳارا: ذ. صفت. سوڳارو - سوڳ وارو - سُڪرُ - ماتامي - سُڳرُ - ڏکويل.

- سُوڳِيءَ ع سوڳِيءَ: ذ. صفت. سوڳارو - ڏُکي مَنُول - غمگين - درديلو.

● سُوڳِرو ع سُوڳِرا (ت): ذ. ڪاٺ جو ٺهيل ٻالڪ وانگر هڪ اوزار.

● سوگهارو ع سوگهارا: ذ. لوهار جو اوزار ۾ ڇيرون وڇان ڪلي - ڇڻ هڪ ڦڪڙ جنهن جي هڪ طرف لغام وغيره جهلي ٻئي طرف روات هڻندا - ڪنهن ڏٺ ڏني ته "۾ زالون اڳٿ هڪڙو" يعني سوگهارو.

● سُوگهُو ع سُوگها: ذ. ظرف. [سن. سُ = چڱي طرح + گره = ڦڪڙڻ] قابو - جوپُ - پَڪو - پختو - ڏاڍو مضبوط. برقرار - اڇل - اِستَرُ - ڪُٽپُ ڪوڙ - محڪم - ثابت قدم - وير جوان - هٽيڪو. صحيح سلامت - سلامت - محفوظ - سانيو - ٺاڪو - سالم - پورو - آجو کو - بي ضرر - بلائتو.

- سوگهاڻ ۽ سوگهائيون: پڪائي - پختائي - ڏاڍائي - مضبوطائي - محڪومائي. قاہو واري حالت - استرائي - برقرائي - هٺيڪائي.
- سوگهائي ۽ سوگهائيون: ث. سوگهاڻ.
- سوگهو جهلڻ: قابو جهلڻ - مضبوط جهلڻ.
- ● سُول: اسم خاص. هڪ قسم جي مڇي.
- سَوَل (ت): طرف. سويل - سويلو - ساجهر - سوير - اڳواٽ.
- ● سِوِل: صفت. [الگ. Civil = ملڪي] مُلڪي - قومي - مالي - انتظامي - ديواني - تمدني. خليق - مهذب - شريف - حليم - سنجيده. تعليم يافته - پڙهيل.
- سِوِل جَج: (انگ) ديواني مقدمن جو فيصلو ڪندڙ حاڪم - عدالت جو صاحب - قاضي - مفتي - انصاف ڪندڙ.
- سِوِل سَرجَن: (انگ) مُلڪي ڊاڪٽر - اعليٰ درجي جو سرڪاري ڊاڪٽر.
- ● سِوِل سَروِس: (الگ) ملازمت جو وڏو عهدو، ڪم از ڪم ضلع جو عملدار.
- سِوِل سَروَنٽ ۽ سِوِل سَروَنٽ: ذ. (الگ) وڏن عهدن جا مستحق اعليٰ درجي جا ملڪي ملازم - حڪام.
- ● سِوِل ڪوڊ: (انگ) ديواني قانون جو دستور العمل.
- سِوِل ڪورٽ ۽ سِوِل ڪورٽون: ديواني عدالت - ڏيتي ليتي جي مقدمن جي ڪورٽ - ديواني مقدمن جو عدالت خانو.
- سِوِل لا: ديواني قانون.
- سِوِل لسٽ: مُلڪي ملازمن جي فهرست - سِوِل سروس ۾ ڪم ڪندڙ ملازمن جي فهرست.
- ● سُوَل ۽ سُوَل (ل): ذ. هوشيار - چالاڪ - قابل - سياڻو - ڏاهو - سمجهو. هنرمند - هُنري - فنڪار. موقعو - وجهه - وارو.
- ● سُول ۽ سُول: ذ. [سن. سُ = چڱو + اير = هلڻ] ٺاهه - ايڪتا - ٻڌت - ساز - ميل - صلح - اتفاق - ٻڌي - يڪائي - جوڙ - موافقت - ڳانڍاپو - رغبت - ميلاپ. انجام - ٻول - قؤل - وعدو - وچن - اقرار. شڪل - چهرو. فرصت - آرام - لفعو - لاپ.
[سن. شُول = سور] ڏک - غم.
- ● سُولا نڪيڙو ۽ سُولا نڪيڙا (ت): ذ. سوراخ - ٽنگ - ڇيد - ٻور - ڏر - ڏرو.
- ● سُولاني (ڪ): اسم خاص. هڪ لئين جو نالو.
- ● سَولو ۽ سَولا: ذ. صفت. سليس - آسان - سهنجو - سؤکو - سٽرو. چڱو - فائديوارو. آسودو - سکي. ايماندار - سپتيو - سچو.
- سَولائي ۽ سَولائيون: ث. آساني - سهنجائي - سهولت. سڌائي - ٻيهڪ - ٻروائي - موافقت - موافقي.
- ● سُول ٻَهالُو ۽ سُول ٻَهانا: (هِندِي) ٺول - وهاڻو - سَوڙ - ٻتراڻي. رضائي. ٻسترو - هنڌ - وڇاڻو.
- ● سُوليجَر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ● سوليجَر ۽ سوليجَر: ذ. (الگ. Soldier) سپاهي - فوجي - فوج جو ڪنسٽيبل.
- ● سولنگي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ● سولنگي سمان: اسم خاص. سمائن جي هڪ ذات جو نالو.
- ● سُولَهڙ ۽ سُولَهڙ (ٿ): ذ. تڪليف ۾ اچڻ - مشڪلات ۾ پوڻ - ڏکيائي ۾ پوڻ.
- ● سُوليهي ۽ سُوليهيون (ت): ث. راند جو هڪ قسم.
- ● سُولي ۽ سُوليون: ث. [سن. شول = سوري] سُوري - ڦاسي - ڦاهي - دار - دام. اجل - ازل - موت - مرڻو. مصيبت - تڪليف.
- سُولي ڏِيڻ: سُوليءَ تي چاڙهڻ - ڦاسي ڏيڻ - موت جي سزا ڏيڻ.
- سُولي تي چڙهڻ: ڦاسيءَ تي چڙهڻ - ٽنگجڻ - موت جي منهن ۾ وڃڻ - ڏسي وائسي جو ڪاٿو ڪم ڪرڻ.
- سُوليءَ چاڙهڻ: ڦاسي ڏيڻ - ٽنگڻ - لٽڪائڻ. موت جي سزا ڏيڻ - قتل ڪرڻ. تڪليف ڏيڻ - مصيبت ۾ وجهڻ.

- سُوليءِ چَڙهڻُ : ڦاسيءَ تي چڙهڻ - ٽنگجڻ - لٽڪڻ.
- سُولِيءَ هڻڻُ : ڦاسي هڻڻ - ڦاهي هڻڻ. جان جو عذاب هڻڻ. جوکائتو ڪم هڻڻ.
● سُومُ ۽ سُومَ ؛ ذ. [ هه . سن . سوم = چنڊ] چنڊ - ماهه - قمر - ماهتاب - مهتاب - چندرمان - چندر. ملڪ الموت - يم راج - عزرائيل - يمدوت. ديوتائن جو خزانچي. شيو - مهاديو. هوا - واءُ. ڪافور. هڪ قديم ٻوٽيءَ جو نالو.
- سُومارُ ۽ سُومارَ ؛ ذ. [سن. سوم + وار = ڏينهن] هڪ ڏينهن جو نالو - چنڊ جو ڏينهن - سُومر - سُومُ وارُ (اسم خاص). هڪ ماڻهوءَ جو نالو.
- سُومَرُ ۽ سُومَرَ ؛ ذ. هفتي جو هڪڙو ڏينهن - سُومار - سوموار. هڪ ماڻهوءَ جو نالو.
- سُومُ وارُ ۽ سُومُ وار ؛ چنڊ جو ڏينهن.
● سُومالاڙِي : اسم خاص. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو.
● سُوَمانُ ۽ سُوَمانَ ؛ ذ. [سن. سَوَ = پاڻ + مان = عزت]. خود عزت - پاڻيهي پاڻ کي ڏنل عزت - سؤمان.
● سُومانَ پور ؛ اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سُومَتَ ۽ سُومَتَئون (ت) ؛ ث. گندگي - غلاظت - ناپاڪائي - پليتائي - بي پاڪائي - گندائي - ميرائي. آرس - آلس - ڪَمُ - سستي - ڍلائي - ڍرائي - ڪِهير - ڪاهلي - ٽوٽپائي.
- سُومَتَ لاهڻُ ؛ گندگي لاهڻ - غلاظت ڪڍڻ - صفائي ڪرڻ - پاڪائي ڪرڻ - اجائي ڪرڻ.
- سُومَتيُ ۽ سُومَتِيَ ؛ ذ. صفت. غلاظتي - گندو - گندگي وارو - اڻ صفا - ميرو - ڪينو - گدلو - ناپاڪ - پليت. ڦريل - مُلحد - ڪافر. آرسي - ڪاهل - ٽوٽي.
● سُومرا : اسم خاص. تعلقي گوني يا ٽنڊي محمدخان جي تپي آڪڙي ۽ تپي ڪاتيار ۾ ديهن جا نالا. سنڌي مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● سُومَراسُر ؛ اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سُوميرائي : اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سُوميراءِ جاگيرُ ؛ اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سُومَرُ سانگي ؛ اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سُومَرڪي : اسم خاص. تعلقي گوني ۽ تعلقي ديري محبت ۾ ديهن جا نالا.
● سُومَرُ ڪي جاگيرُ : اسم خاص. تعلقي گولي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- سُومَريٽ ؛ اسم خاص. تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سُوميرجي : اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سُومينات : اسم خاص. گجرات پرڳڻي جي هڪ مشهور بتخاني واري شهر جو نالو.
● سُومَنات ؛ اسم خاص. سُومنات.
● سُومَنَ واري : اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سُومَهَٽي ۽ سُومَهَٽيئون (ت) ؛ ث. رات جو سمهڻ وارو ٽائو - سانجهيءَ کان پوءِ وارو وقت - عشا - سنجهو - سُتيلوڪ - سُومهيائي - سُوهميائي - سُمهائي - سهڻائي.
- سُومَهيائي ۽ سُومَهيائيئون ؛ ث. سومهٽي.
● سُونُ ۽ سُونَ ؛ ذ. [پراڻو سُونُ : سن. سُوَرڻ = سون] ڌاتوءَ جو هڪ قسم - ڪنڪ - چڙهڻ وارو ڌاتو - زَر - ڪنچن - ڪُندن - طلا ڌن - نائو - مالي - ملڪيت - دولت - پئسو. (ذ. صفت). پوتر - پاڪ - صاف - پاڪيزه. نيچ - اصل. اتم - اعليٰ - آچو - سٺو - عاليشان.
- سُونارا : اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- سُونارو ۽ سُونارا ؛ ذ. صفت. [سن. سُوَرڻ + ڪار = سون ناهيندڙ] سون جو ڪم ڪندڙ -

سون جا زيور ٺاهيندڙ - سولارُ. سون وارو - سون جو واپاري - زرگر - صراف - شراف.

- سُونارِڪو ۽ سُونارِڪا: ذ. صفت. سوناري جو.

- سُونا سيگَ چاڙَهَڻُ: ڀھُنبيون پائڻ - گھُنبڊ وجھي لھارڻ - شور وجھي ڏسڻ - ڪاوڙ مان ڏسڻ.

- سُولاسَڪي: ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ڀسارڪو وڪر - سون جي مَرُ مان ٺاهيل هڪ وڪَرُ.

- سُونا وَرْقَ: ذ. سون جا ٺاهيل سنها پردا.

- سُونُ تِيڻُ: نصيب وارو ٿيڻ - سڀاڳو ٿيڻ - سَدورو ٿيڻ - بخت وارو ٿيڻ - وڏ ڀاڳو ٿيڻ - چڱو ٿيڻ - آسودو ٿيڻ - خوشحال ٿيڻ. پاڪ ٿيڻ - صاف ٿيڻ - پوتر ٿيڻ - صفا ٿيڻ.

- سُونُ چانْدِيُ: ذ. زر مال - ڌن دولت - مال ملڪيت - پئسو ڏوڪڙ - گھڻو - مال متاع.

- سُونَ کي ڪَسُ نَہ هُئَڻُ: سدائين هڪ جھڙو هئڻ - هميشه هڪ حال ۾ هجڻ. پاڪ هجڻ - صاف هجڻ.

- سُونُ مُٽيءَ مانُ وِرْهائِڻُ: بي رياٰئي ڪرڻ - پورو انصاف ڪرڻ.

- سُونُو ۽ سُولا: ذ. صفت. سون جو - سون وارو - سون مان ٺهيل - طلائي - زرّين. بالڪل سٺو - خاصو - عمدو - سهڻو - چوکو. نيج - ليبار - صاف - صفا - پاڪ - پوتر - بي عيب.

- سُونُو پاڻيُ: ذ. چالديءَ جي زيورن کي ڏيڻ ۾ ڪم ايندڙ سون جو پاڻي - سون جو مُلمعو.

- سُولُو پاڻيُ چاڙَهَڻُ: چالديءَ جي ڳهڻ کي مُلمعو چاڙهڻ - ڪوڙي زيور کي سونو ڪرڻ.

- سُونُو پاڻيُ ڏِيَڻُ: سونو پاڻي چاڙهڻ.

- سُونُو پاڻيُ ڪَرَڻُ (ت): سولو پاڻي چاڙهڻ. اچڻ لاءِ مرحبا ڪرڻ - آجيان ڪرڻ - پلي ڪار ڪرڻ.

- سُونُو سِجُ اُڀِرَڻُ: سڀاڳو ڏينهن ٿيڻ - ڦائدي وارو ڏينهن هجڻ - سدورو ڏينهن ٿيڻ.

- سُونُو ڪَنُو رُو هَٿَ ۾ هُئَڻُ: پينڻ کان آر نہ هُئڻ - فقيريءَ جو رستو اختيار ڪرڻ - گداگريءَ کان شيڪو نہ ڪرڻ.

- سُونُو نَڪُ وِڃھَڻُ (ت): عزت رکڻ - بي عزتيءَ کان بچائڻ.

- سُولَهِرِيُ ۽ سُونَهِرِيُ: ذ. صفت. سون جي رنگ جھڙو - سونو - طلائي - زرّين. ڳاڙهاڻ تي مائل - ڳاڙهيسرو. تجلا ڪندڙ - تجلائي - ٻکندڙ - چمڪندڙ.

- سوليارو ۽ سونيارا (ٿ): ذ. صفت. سون جو - سونو - طلائي - زرّين.

- سونِيُ پانْھِنُ هَٿَ ۾ هُئَڻُ: معتبر ضامن هئڻ - ڪولادار هئڻ. آسودو ماڻهو هٿ ۾ هجڻ - ڪو شاهوڪار ماڻهو چيلو هجڻ.

- سونِيُ تَنَڊُ سانُ ڪَٽِڻُ (ت): سٺي هلت ڪرڻ - چڱي چال هلڻ - سٺي روش اختيار ڪرڻ. ڪنهن کي وڏي عزت يا مان ڏيڻ.

- سونِيُ دانگِيُ چڙهَڻُ (ت): سخت ڏڪار پوڻ - اناج جي تمام ڪوت پئجي وڃڻ.

- سونِيُ ڪلنگِيُ هُجَڻُ: وڏو ماڻهو هُئَڻُ - معتبر هئڻ.

- سونِي ماڻَ سان سَٿِي ڏِيَڻُ: قرض وري موٽائي نہ ڏيڻ - آڌار واپس نہ ڪرڻ.

● سوناپ (ل): ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● سوناري (ل): ث. زناني سٿڻ جي ڪپڙي جو هڪ قسم (پيتو نارلگي، ليڪ ۽ وٽ ڳاڙهي).

● سونا سپيرو: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

● سوناف (ک): ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم رنگ سونهري.

● سونا گهڙو: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر. ڳاڙهي، ٽڪي، ۽ سونهري رنگ جي سيتي.

● سوناسَڪي: ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر - سون مڪئي.

● سولائيءَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سُونبَ ۽ سُونبُون (ت): ث. سونگ - سُوگ - ڪراهت - نفرت - ڏڪار - چوپ - شيڪو - چيڪو.

– سُونبَ ڪَرَڻُ: سوالگ ڪرڻ - سُوگ ڪرڻ - ٻاسو ڪرڻ - نفرت ڪرڻ - ڪراهت ڪرڻ - ڏڪار ڪرڻ - شيڪو ڪرڻ.

● سُونٻيٽيءَ ۽ سُونٻيٽيون (ٽ): ث. منهن جو ڀاڱو - چهري جو حصو - مهاندو - شبيھ.

● سُونٻيءَ ۽ سُونٻيون (ٽ): ث. ٻاجهري (ڀو ڪيل) جا گونچَ.

● سَونٽَ ۽ سَونٽُون (ڪ): ث. ڪپڙي وغيره کي ڪترڻ جو اوزار - ڪَتر - ڪينچي.

● سَوَنٽَ ۽ سَوَنٽُون: ث. سِڌائي - سنوائي - ڀول - مٺاڻي جي هڪجهڙائي. سولائي - سهنجائي - آسائي - سوکائي. عقل - سمجھ - هوش - سوچ - ڏاهپ - سياڻپ. اٽڪل - تجويز - رٿَ - رِٿا.

– سَوَنٽاتو ۽ سَوَنٽاتا (ڪ): ذ. صفت. سمجھ وارو - عقل وارو - عقلمند - عاقل - سياڻو - سمجهو.

– سِوَنٽرَڻُ: مصدر. سنوت تي اچڻ - سڌي وات تي آچڻ - سڌرڻ - سالم ٿيڻ - هوشائتو ٿيڻ - سياڻو ٿيڻ.

● سَوانٽيڙَڻُ (ل): مصدر. سولو ٿيڻ - سهنجو ٿيڻ - آسان ٿيڻ - سوکو ٿيڻ. سڌرڻ - ڏاهو ٿيڻ - سياڻو ٿيڻ.

● سُونٺَڻُ (ل): مصدر. خريدي وقت ٿوري رقم اڳواٽ ڏيڻ - سوٿي ڏيڻ - بيانو ڏيڻ - پيشگي ڏيڻ. ائڊوانس ڏيڻ.

● سُونٺيو ۽ سُونٺيا (ٽ): ذ. ٿانون جي هيٺان رکڻ جو لوڙي يا ڪکن جو ٺهيل چڪرو - سينهون - سُوڙي - هنوڙي - مولهاٿو - سينهي.

● سَونٺو ۽ سَونٺا (ل): ذ. ڏنڪو - ڏنڊو - سوٽو - ٿلهي لٺ - ٻانٺو - عصا. لوڙهه - ڪڙيالي. (ذ. صفت). ٿلهو - متارو - ڏڌستو - مٽڪو.

● سَوَلٽيءَ ۽ سَوَنٽيون (ڪ): ث. نڪ جو سوراخ - ناڪوٽي - چوٽي - ناس.

● سُونٽيءَ ۽ سونٽيون (ٽ): ث. پيٽ جو وچ - دُن - ناف.

● سُونڌَ (ٽ): ث. وکر جو هڪ قسم - سُڪل ادرڪ - سُنڍَ.

● سُونڍڻُ (ل): مصدر. لَهڻُ - لَيَڻُ - هٿ اچڻ - ميلڻ. سُڃاڻڻ - پَڇاڻڻ - شناخت ڪرڻ. تَڪڻ - جاچڻ - ڏسڻ - پَسڻ - نهارڻ. ارادو ڪرڻ - نيّت ڪرڻ - خيال ڪرڻ - ويچار ڪرڻ. اميد ڪرڻ - آسرو ڪرڻ. اختيار ڪرڻ - وَمڻ ڪرڻ. پسند ڪرڻ - قبول ڪرڻ. خريداريءَ وقت ڪجھ رقم اڳواٽ ڏيڻ - سُوٿي ڏيڻ - بَيانو ڏيڻ - پيشگي ڏيڻ.

● سُونڌو ۽ سُونڌا (ڪ): ذ. صفت. سونهون - واقف - ڄاڻو - سُڃاڻو - واقفڪار - ڀُومو.

● سُونڌيءَ: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَوَنپارَ: اسم خاص. ڪڇ ڪان آيل هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● سُون پَتَ: ذ. جبل جو ٻوٽو، رات جو ٻري، سج ڏي لڙندو آهي. دم ڪشيءَ لاءِ ڪارگر، سُڪائي، کهوني، ڪکڙ جي تريل آنيَ مٿان وجهي، دم واري کي کارائجي.

● سُونپڙِينَ (ٽ): ث. ڀوت جو هڪ قسم (ٽڪنڊي شڪل تي)

● سَونپڻُ: مصدر. [سن. سَم = چڱي طرح + ارپ = ڏيڻ] سُپرد ڪرڻ - حوالي ڪرڻ - چارج ۾ ڏيڻ - قبضي ۾ ڏيڻ - ذميداريءَ ۾ ڏيڻ - ذمي ڪرڻ - ارپڻ. سنڀال ۾ ڏيڻ - هٿ ۾ ڏيڻ - رکيا ۾ ڏيڻ - نگهبانيءَ ۾ ڏيڻ. ڀارت ڪرڻ - سفارش ڪرڻ.

– سَونپَ ۽ سَونپُون: ث. حوالي ڪرڻ جي حالت - سُپردگي - ذميداري - قبضو - چارج. سنڀال - رکيا - نگهباني - رکشا - نگهداشت. ڀارت - سُپارت.

● سَونَپُورُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سُونَجِڙو ج سُونَجِڙا (ل): ذ. صفت. ڪِجهيءَ طرح ملڪيت گڏ ڪندڙ- لِڪَ ۾ مايا ميڙيندڙ- ڪِجهڙو. ڪنجوس- مکيچوس- چَمڙيچُوس- بخيل. (ذ). واڌ ڪي اوزار جو هڪ قسم- ننڍڙي ڪارائي. وڻ جو هڪ قسم- سُئانجڙو- سُهالجڙو.

● سُونجهَڻُ: مصدر. [من. سُوچُ = خبر پوڻ] ڳولڻ- ڦولهڻ- ڍونڍڻ- تلاش ڪرڻ- ڄاڇڻ. جاچ رکڻ- خبر وٺڻ- سُڌ وٺڻ- سماءُ وٺڻ- سنيال لهڻ. واٽ نهارڻ- تڪڻ. ڏسڻ- نهارڻ- ڀسڻ. نُوس نُوس ڪرڻ- اوسڻ. خيال ڪرڻ- سوچڻ- ويچار ڪرڻ.

- سُونجهَ ج سُونجهُون: ث. ڳولا- ڦولها- تلاش- لهار- جاچ- تجسس. جاچ جوچ- پڇا ڳاڇا- دريافت. ڄاڻ- سُڌ- سماءُ. عقل- هوش- دماغ. خبر- معلومات. واقفيت- نُوس نُوس.

- سُونجهِڙو ج سُونجهِڙا: ذ. صفت. ڳوليندڙ- نهاريندڙ- تلاش ڪندڙ- جاچيندڙ- ڦولهيندڙ- دريافت ڪندڙ. (ذ) ٻوٽي جو هڪ قسم- سُوانجڙو.

- سُونجهَ سُونجهَ لائِڻُ: هيڏانهن هوڏانهن لهارڻ- نُوس نُوس ڪرڻ- جاسُوس ٻاٽي ڪرڻ- لاسُون هڻڻ.

- سُونجهِئو ج سُونجهِئا: ذ. صفت. ڳوليندڙ- ڳولئو- ڦولهڙو- سُونجهيو- پُرسان- پُڇ پڇيو. نُوس نُوس ڪندڙ- نُوسئو. عجب جهڙو- عجيب. هَوس ناڪ- لوڀي- لالچي- طمعي.

- سُونجهوُ ج سُونجها (ت): ذ. صفت. ڳوليندڙ- ڳولائو- تلاشي- ڦولهڙوُ- سواجهيو. واقف- ڄاڻو- خبردار. سونهون- رهبر- پيشوا- هادي- اڳوان.

● سَونچَ ج سَونچُونُ (ل): ث. ٺورو آواز- ٺڪار ٺڪاٽ. ڪَڙَ.

- سَونچوُ ج سَونچا: ذ. آواز- غوغاءُ- ڪڙڪو- ڪَڙَ. سانباهيءَ جو هُل- سفر جي تياري- چُرپُر- سنبت. [من. سوتڪ = منتظر] فڪر- خيال- اُلڪو- آڌڪو- انديشو- انتظار- اوسيڙو- ڳڻتي- ويچار. [سن. سوچن = ارمان] ڀؤ- ڊپ- خوف- ڏر- ڊِڄُ- سنڪُوچ- خطرو. سُجاڳي- سُجاڳو- جاڳَ. وارو- لامارو. واڍڪي اوزار جو هڪ قسم- ڪارائيءَ جو هڪ قسم.

- سَونچَرُ ج سَونچُرَ: ذ. انتظار- ڳڻتي- اوسيڙو- چنتا- فڪر- انديشو- وسواس- الڪو- بي صبرائي- اڌڪو- مالڪائي- وَسوَسو. اوڻ جو هڪ قسم- ڪارو لوڻ.

- سَوچو لائِڻُ: لامارا ڏيڻ.

- سَونچَرُ لُوڻُ: ذ. ڪارو لُوڻُ.

● سُونڊ روُ ج سُونڊرا (ٽ): ذ. ٻاٽيءَ تي ٽيندڙ هڪ ٻوٽي جو قسم.

● سُونڊَڻِ: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سُونڌَ (سُونڌ رُ) ج سُونڌون (سُونڌرون): ث. [من. شُڻڌا] هاٿيءَ جو ڏکهو نڪُ- سُونڍِ. ڌُوناڙ- ڌُون- ڀُوت- ڀوتاڙو. منهن ۾ ڪاوڙ جو گهُنڊ- گهُنجُ- شور. ڦوڪَ- شُوڪَ- ڪاوڙ- غصو- شوخي- تُرشروئي- ڪروڌ. ريل جي انجڻ اڳيان نهيل لوهي ڇڇري.

- سُونڌُ (سُونڌر) ج سُونڌَ (سُونڌرَ): ذ. صفت. منهن ۾ ڪاوڙ جو گهُنڊ وجهندڙ- منهن سجيل- گهُنڊرُ.

- سُونڌ ٻائِڻُ (سُونڌرُ ٻائڻ): ڪاوڙ مان ڀروُن گهنجائڻ- شور وجهڻ- گهُنڊ وجهڻ- شُوڪجڻ- ڪاوڙ ڪرڻ- غُصو ڪرڻ- رنج ٿيڻ- ناراض ٿيڻ- منهن سجائڻ.

- سُونڌرُ ج سُونڌرَ: ذ. صفت. مُنهن ۾ گهنڊ وجهندڙ- منهن سُجيل- گهُنڊرُ- ڦوڪيل- شُوڪيل- سِيٽيل- ڪاوڙيل- چيڙاڪ- ناراض.

- سُونڌُ مُڪُ (سُونڌرُ مُڪُ) ج سُونڌَ مُڪَ (سُونڌرَ مُڪَ): ذ. صفت. سُونڌ منهون- منهن سجيل- سدائين ڪاوڙيل- منهن ڦريل- گهُنڊر- سونڌو- سُونڌر.

- سُونڌُ مُنُهون ۽ سُونڌَ مُنُهان: ذ. صفت. سُونڌ مک - سُونڌو.
- سُونڌو (سُونڌرو) ۽ سُونڌا (سُونڌرا): ذ. صفت. سُونڌ منهون - سُونڌ مک - سُونڌرِ.
- سُونڌِ وَڌائِڻُ (سُونڌرِ وَڌائِڻُ): شور وجهڻ - منهن ۾ گهنڊ وجهڻ - ناراض ٿيڻ - ڪاوڙجڻ.
● سُونڌا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● سُونڌرَ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سونڌڻُ (ل): مصدر. واپس اچڻ - وري اچڻ - موٽڻ - ورڻ - موٽي اچڻ - واپسي ڪرڻ.
● سُونڌو ۽ سُونڌا (ت): ذ. ڪچين ليڻ مان ٺهيل ڪارو - ڇٻو - ٽوڪرو - ڇپلو. ٻڪيءَ جو هڪ قسم - گيجهہ (ل).
● سُونڌِيُ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سُونڊَ ۽ سُونڊون: ث. [سن. شُنڊا: شُونڊَ = سُونڊ] هاٿيءَ جو هڪ عضوو - سُونڍ. ڏونائڙ - ڏونُ - ٻوٿاڙُ - ٻُوٿاڙو - ٻُوٿُ. ريل جي اڳيان ٺهيل لوهي ٻيرو. ڪاوڙ - غصو - ناراضگي - ضِدُ - شورُ.
● سُونڊِلو ۽ سُونڊِلا (ل): ذ. ڪٽيي يا ڇار جي سنهين ڪانين مان ٺهيل ڪارو - ٽوڪرو - ڇپلو - ڇٻو - ڏلهو - ٽپڙو.
- سُونڊو ۽ سُونڊا: ذ. سُونڊلو - سُونڌو.
● سُونڊِڻُ: مصدر. [سن. ڊنڊنَ = ڳولهڻ] ڳولڻ - سولجهڻُ - ڊونڊڻُ - جاچڻ - نِهارڻ - ڦولهڻ. ٽوهڻ - ٽوهِ ٽوهِ ڪرڻ.
● سؤنرو ۽ سؤنرا (ل): ذ. صفت. چڱو ڀلو - تندرست - ٺيڪ - جوپُ - چاقُ - تازو - توانو. طاقتور - ٻَليُ - زورآورُ - بهادر. هوشيار - هوش ۾ - ساليمُ.
● سَونسُ ۽ سَونسَ (ت): ذ. قسم - سَنهن - ساکَ - ويساهُ - حلف - سوگندُ - سوگنڌُ - سوڳنڌُ. وچنُ - انجام - ٻولُ. ويساهُ - ڀروسو - اعتبار.

● سَونسارُ ۽ سَونسارَ: ذ. [سن. سَونسار = دنيا] سنسار - دنيا - جهانُ - جڳتُ - جڳت - رچنا - جوڙ - سرشٽي - خلقت. دنياوي ڌنڌا - گهرُ ٻارُ - ٻارُ ٻچا - گهرُو معاملا.
● سَونسو ۽ سَونسا: ذ. [سن. سنشيہ = شڪ] وَسوسو - شڪُ - گمان - سَنسو - ڀرم - وهم.
● سُونُ سُونُ: ث. (آواز) شُونُ شُونُ - نڪَ مان نڪتل آواز - سنگهڻ جو آواز - ٻاڦ واري ٻاڦيءَ جو آواز - زور مان هوا لڳڻ جو آواز - سُوسڙاٽُ - شوشٽُ - سِيسڙاٽُ.
● سَونفُ ۽ سَونفَ: ذ. ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم - هڪ قسم جي ٻُوٽي جو خوشبودار ٻج جو داڻو - وڏَقُ - وڏفَ - باديانُ.
- سونفَ روميُ: ذ. سونفن جو هڪ قسم.
● سُونڪِيُ ۽ سُونڪِيون (ت): ث. ناسَ - لسوار. ناس جي ڏبلي - سُونکهي - سونڪِيُ.
● سَونڪو ۽ سَونڪا: ذ. [سن. شَنڪا = ڏپُ] ڏَپُ - هراس - خوف - ڀؤ - ڏرُ - ڊِڄُ - ڊاءُ - ڌڙڪو. چِرڪُ - چَونڪو - چَونڪارُ - چَونڪاٽُ. ويچار - فڪر - ڳڻتي - انديشو - آڌڪو. انتظار - اوسيئڙو - آلڪو. ڏمُ جي بيماري.
● سُونگَ ۽ سُونگون (ت): ث. پوشيدگي - صفائي - ستائي. نفرت - ڏِ ڪار - ڪراهت - سُوڳَ.
- سُونگارو ۽ سُونگارا: ذ. صفت. سُونگ وارو - سُونگ ڪندڙ - سُوڳارو. صفائي وارو - صفائي پسند - اجرو - اوجل.
- سُونگَ ڪرَڻُ: ڪنهن گهڻتائي سبب استعمال نہ ڪرڻ - نفرت ڪرڻ - ڌِ ڪارڻ - ڪراهت ڪرڻ - سُوڳَ ڪرڻ.
● سُونگيرا (ت): اسم خاص. راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.
● سُونگيرِيُ ۽ سُونگيريون: ث. ڪپهہ جي ڪوڪڙي جي ڪَلَ يا ڇلتو - سُونڪڙي.
- سُونڪڙِيُ ۽ سُونڪڙِيون (ت): ث. ڪپهہ نڪتل ڪوڪڙو - سونڪري ڪپهہ جي ٻوٽي (ل).

● سَوَنِڪَلَ: اسم خاص. ايريا ڪراچيءَ ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● سُونڪَڻُ (ل): [سن. شَلَڪَ = سُنگُ - محصول] محصول جي ڪري روڪجڻ. سينگھڻ- بُوءِ وٺڻ - نڪ سان واسُ وٺڻ.

- سُونڪَ: ذ. چولڪي - محصول - ناڪو - اڪٽ - لوازمو.

- سُونڪَڻُ ۽ سُونڪَڻَ: ذ. پتڻ تي اڳاڙيل محصول.

- سُونڪيُ ۽ سُونڪيُ: ذ. صفت. محصول اڳاڙيندڙ - وصولي ڪندڙ - ناڪي وارو - اڪَٽُ وٺندڙ - چونڪيءَ وارو.

● سُونڪيٽو ۽ سُونڪيٽا (ت): ذ. اڌ ڳول جي شڪل تي ننڍي ٻُسري - ڳُڙ وجهي پچايل اڌ ڳول جي شڪل تي ماني - اڌ ڳول ڳُڙياري.

- سُونڪيٽي ۽ سُونڪيٽيُون (ت): ث. ڳُڙ وجهي اڌ ڳول جي شڪل تي پچايل مالي. ڏُنبي جي چرٻيءَ ڪي ڪاڙهي سٽي ڪيدي چڏڻ بعد ۾ بچيل چرٻي، ڪاڏي طور استعمال ٿيندڙ. لاس - نسواڙ (ت). ڏبلي - ڏبي - سُونڪي. (ث. صفت). آڀري - ضعيف - ڏُٻري - لاغر - نحيف (ت).

● سُونڳو ۽ سُونڳا: ذ. [سن. شُنڪَ] ڪاٺ جو ڏابلو - ڪاٺ جو ٽڪڙو. ساز جو هڪ قسم - طبلو - ڏُڪڙُ. (ڪ) سُوئر جو ڏند - ڪات.

- سُونڳي ۽ سُونڳيُون: ث. سولڳي جو مونث - ڏبلي - ڏابلي - ڏبلي - سُونڳي.

- سُونڪيءَ ماٺُ (ل): ذ. شاديءَ جي هڪ رسم - گھوٽ ۽ ڪنوار اڳيان ڏبليءَ رکڻ ۽ ڳائڻ جو هڪ ماٺُ.

● سُونگھڻُ: مصدر. سينگھڻُ - نڪ سان هوا وٺڻ - بُوءِ معلوم ڪرڻ - واسُ وٺڻ. ناسُون هڻڻ.

● سُونڳھي ۽ سُونڳھيُون: ث. ناس رکڻ جي ڏبلي - ڏابلي - ڏبلي - ڏبيُ - ڏبي - سونڳھي - سُونڳي.

● سوَنَلِ: اسم خاص. نالو هڪ عورت جو (سوليءَ جو اسم تصغير) - ڏوڏي سُومري جي ڌيءَ جو نالو.

● سونَلِ پَهُ: اسم خاص. تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● سونَ مَڪائي: ث. ٻاڙڪي وکر جو هڪ قسم - سونا مَڪي.

● سونَ مياڻي: اسم خاص. بلوچستان جي هڪ ساموندي بندر جو نالو. (ڪراچيءَ کان ٢٥ ميل پري).

● سوَلَڻُ: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● سُولَڻُ (ل): مصدر سواد وٺڻ - ذائقو وٺڻ - چکڻ. فال وٺڻ - سَوڻُ ڪرڻ - سُڳڻُ ڪرڻ.

● سُونيواھہ: ث. اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● سُونو ٻنڌي: ث. اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

- سُونھَن ۽ سُونھُون: ث. [سن. شوڀن؛ پرا. سوهَڻ] سوڀيا - حُسن - خوبصورتي - سونهپ - سهڻائي - زيب - زينت - سُندرتا - نزاڪت - شوڀا - سوڀارائي - عُمدائي. ڏَما - چمڪو - چياڪو.

- سُونھارو ۽ سُونھارا: ذ. صفت. سونهن وارو - خوبصورت - سهڻو - سوچارو - سُندر - سوڀياوان - ملُوڪ - زينت وارو - وڻندڙ - موهَنُ - موهيندڙ. هردل عزيز - ڪيل سُڪ - سڀاجھڙو - نيڪ سياءُ - حليم - نرم طبعيت وارو - ڀلارو - سڳورو - پاڪُ - شريف - اشراف. ظاهر - پڌرو - مشهور. (اسم خاص). ماڻهوءَ جو نالو.

● سُونھارو پتي: اسم خاص. تعلقي ميروخان ۾ هڪ ديھہ جو نالو.

● سُونھائِڻُ: مصدر. [سن. شوڀن = خوبصورت] ڏڪ لائڻ - وات ڏيڪارڻ - وات لائڻ - رستو لائڻ - سُونهون ڪرڻ - واقف ڪرڻ. هلائڻ - پسائڻ - وٺي وڃڻ. گستاخ ڪرڻ - هيرائڻ - حجتي ڪرڻ. سيبائڻ - نهڻ - جڳائڻ. وڻڻ - سهڻو لڳڻ - پورو لڳڻ - موزون لڳڻ. نباهڻ - ٻجا آڻڻ - پچائڻ - پاڙڻ - پورو ڪرڻ - سرانجام ڪرڻ. وفا ڪرڻ - سچو ٿيڻ.

▬ سُونهائيءَ ع سُونهائيئُون: ث. اڳواڻي - رهبري - رهنمائي - پيشوائي - اڳرائي. معلمي - جهاز گُذاري. سُونهپ - واقفيت - ڄاڻ سڃاڻ - پهچاڻ.

● سُونهاري ع سُونهاريُون: ث. ڏاڙهي - ريش - سُنهاري. ڪورين جي اصطلاح ۾ تاڃيءَ سنوارڻ جو هڪ اوزار (ت). (ث. صفت). سُونهن وارو - سهڻي - زينتدار - خوبصورت - حسين. چڱي - عمدي - پِڪي - خُوب - بهترين - لاجواب - موچاري.

● سُونهالو ع سُونهالا (ڪ): ذ. صفت. زياده - سرس. مٿيرو. اڳيرو. وزنائتو.

● سونهير: اسم خاص. تعلقي بدين، تعلقي ميرپورخاص ۽ تعلقي ٽنڊي باگي ۾ ديهن جا نالا.

● سونهري: ث. صفت. [سن. سُوَرڻ = سون] سون جهڙي رنگ جهڙي - چمڪندڙ. (ذ). سارين جو هڪ قسم (ڪ). (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو (ت). تعلقي گوني، تعلقي ٽنڊي الهيار، تعلقي ڏگهڙي، تعلقي روهڙي، تعلقي عمرڪوٽ، تعلقي ٽنڊي باگي، تعلقي ميرپور ساڪري ۽ تعلقي ميرپور بٺوري ۾ ڪن ديهن جا نالا.

▬ سونهري سَمَنڊ (ت): ذ. گهوڙي جو هڪ قسم.

● سُونهڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾).

● سُونهَن ع سُونهن: ذ. قسم - سُنهن - سوڳند - حلف.

● سُونهڻ ع سُونهڻيُون: ث. ٻيڙي - ڏونڊي - ڪشتي - ٻتيلو. ڪاٺ کي چلڻ ۽ پالش ڪرڻ جو هڪ رواڻ.

● سُونهڻ: مصدر. [سن. شوڀَن = خوبصورت] زيبدار ٿيڻ - ٺهڻ. خوبصورت لڳڻ - حسين لڳڻ. زيب ڏيڻ. سوڀيا ڏيڻ - سهڻو لڳڻ - سُونهن ڏيڻ - سُرڪ هڻڻ - شايان هڻڻ - ٺهڻ - جڳائڻ - سيبائڻ. ڳولڻ - ڍونڍڻ - ڄاچڻ - تڪڻ - ڏسڻ - نهارڻ - پسڻ - لهڻ - جستجو ڪرڻ. (ع سونهڻ: ذ) ڪاٺ جو سُونو - ڪاٺ جي ڪيلي - ڪاٺ جي ميخ - مارفو - ڪُشُول.

▬ سُونهپ ع سُونهپُون: ث. اڳواڻي - رهبري - رهنمائي - سُونهائي. معلومات - سُڌ سماءُ - خبر چار. شاهدي - گواهي - ثبوت. سُهڻائي - خوبصورتي.

▬ سُونهُون ع سُونهان: ذ. صفت. رهبر - واقف ڪار - ڄاڻو - خبردار - معلومات رکندڙ. اڳوان - هادي - پيشوا - مهندار - سردار - معلم - اڳواڻ - آرڪاٽي.

● سُونهي: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سُونهيرا: اسم خاص. ڪوهستان ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.

● سُونهيري: اسم خاص. ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سُونهين ع سُونهينيُون: ث. (ف. سُوهان) پاڻيءَ جي ننڍي شاخ - واهي - ڪسي - ڪُنڊ. جهاز ران جي ننڍي ٻيڙي - ٻتيلو - ڏونڊي - ڪشتي.

● سُونهيُون: اسم خاص. تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

سُونٺالو ع سُونٺالا (ڪ - ٿ - ل): ذ. صفت. سرسيرو - وڏيڪ - ٿورو زياده - گهڻو - سَرس.

● سُونٺالي ع سُونٺاليُون (ٿ): ث. اڳين ڪڙيل زمين - هر ڏلل زمين. (ڏاڍيءَ جو ضد).

● سُونڙو: اسم خاص. تعلقي ديري محبت يا ماتلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سونيا: اسم خاص. خيرپور رياست ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.

● سُونياپهه: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ پٽ جو نالو.

● سُونيات ع سُونياتُون: ث. لڪ هيرڪان ناس طور ڏين لاءِ پنن جو اٽو - ٻُورو.

● سونيهري: ذ. لاڙ ۾ ٿيندڙ ڇانورن جو هڪ قسم.

● سُونيئليءِ: ٿَر مُلڪ ۾ ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم. (چوٽيءَ ۾ ڦڪو خوشبوءِ دار گُل، ڏنار ڪَتوريءَ مثل).

● سَوَڻُ ج سَوَڻَ: ذ. [سن. شَڪُنَ = ساٽ] ساٽُ- سُگڻُ- سَنئُوَڻُ- فال- شگون. اڳ ڄاڻ- اڳم گيان- مُٽِسَ. ترتيب- تجويز- رٿا- رِٿَ- سِٿا- سِٽَ- اٽڪل.

- سَوَڻائيتو ج سَوَڻائيتا: ذ. صفت. سُگڻي- سُٺي سوڻ جو- نيڪ فال وارو- سُڀاڳائتو- سڀورو- سڀاڳو- سدورو- شُڀُ.

- سَوَڻُ سُگَڻُ ج سَوَڻَ سُگَڻَ: ذ. سوڻ ساٽَ- رسمون رواج.

- سَوَڻُ ڪَرَڻُ: ساٽُ ڪرڻ- فالَ وجهڻ- شگُون ڪرڻ- سُگڻَ ڪرڻ. ڇَڪَڻُ (ڪنهن ڪاڏي مان). ڪنهن ٻار جو بيماريءَ ۾ ساٽ ذريعي علاج ڪرڻ.

- سَوَڻيُ ج سَوَڻيُ: ذ. صفت. ساٽُ ڪندڙ- سُگڻَ ڪندڙ. سَوَڻ ڳڻيندڙ- فالچي.

● سُوڻَڻُ (ٿ): مصدر. سُڃڻ- سوجهيُ ڪرڻ- سوجُ ڪرڻ- سُڃيُ پوڻ- ٿوٿر ڪرڻ.

- سُوڻلُ سُوڻَلَ: صفت. سُوٽو.

- سُوٽو ج سُوٽا: ذ. صفت. سوٽيل- سُڃيل- سوج وارو- سُڳَلُ- ٿُوٿر وارو. ٿُلهو- ڦيٿو- مُسِڪو- دَوانُسو.

- سُوٽو مُوٽو ج سُوٽا مُوٽا: ذ. صفت. سُڃيل- سُڃيل- ٿوٿريل- سُوٽل- ڦُوڪيَلُ. ڪاوڙيل- ناراض ٿيل- غصي ٿيل. رُسڻو. تيسر- ڪيٽائي- ضدي- هوڏي- هٺيلو.

- سُوٽو مُوٽو هُئَڻُ: ضدي هئڻ- نِٽر هُئڻ- ڍَنَر هُئڻ. رُسندڙ هئڻ- ڦوڪجندڙ هئڻ.

- سُوٽيَلُ ج سُوٽيَلَ: ذ. صفت. سُڃيل- ڦُوڪيل- ڦُونڊيل- سُوٽل. ٿلهو- ڦيٿو.

● سوهاتو ج سوهاتا (ٿ): ذ. صفت. وڻندڙ- پسند ايندڙ- سهائيندڙ- سُٺو لڳندڙ.

● سوهارو ج سوهارا (ٿ): ذ. هڪ پاسي جو وزن- ڪاٽ.

● سُوهانُ ج سُوهانَ: ذ. ڪاٺيءَ يا لوهه کي گسائڻ جو هڪ اوزار- ريڪوري- رواٽ- سُونهَڻ.

● سوهانِ رُوحُ: ذ. صفت. روح کي تڪليف پهچائيندڙ- دِل کي آزاريندڙ- دِل ڏکوئيندڙ- گيران خاطر.

● سُوهائِڻُ (ت): مصدر. واقف ڪرڻ- سُونهون ڪرڻ- سُونهائِڻ- خبر ڏيڻ. سيکارڻ- پاڙهڻ- سمجهائڻ- مغز ۾ وِهارڻ- هدايت ڪرڻ.

● سوهَرو ج سوهَرا (ٿ): ذ. شاديءَ جو گيت- سِهرو- لاڏو- ڪِيچُ.

- سوهَڙو ج سوهَڙا: ذ. سوهرو.

● سوهِڪيِ: اسم خاص. تعلقي هالا ۽ تعلقي سجاول ۾ ديهن جو نالو.

● سُوهَرُ ج سُوهَرَ (ڪ): ذ. ڏک- تڪليف- مصيبت- ڏاڪڙو- جاکوڙ- ڪشالو- دُک- هيڙا- آزارُ.

● سُوهيمو ج سُوهيما (ٿ): ذ. آرام- فرحت- قرار- چَئِنُ- راحت- جمعيت- سُک- تسڪين- مزو- لطف. مهڻو- طعنو- ڏوراپو (ت).

● سُوهينجو ج سُوهَنجا (ٿ): ذ. صفت. سَولو- سهنجو- آسان- سَهڪو- سوکو.

● سُوهَڻُ ج سُوهَڻُون: ث. ڪاٺ کي لسي ڪرڻ جو لوهو اوزار- سُولهَڻَ- رواٽ- ٽڪوري- رواتي.

● سُوهَڻُ: مصدر. سڃاڻڻ- پڇاڻڻ- واقف هجڻ- سُڌ هجڻ- ڄاڻ هجڻ- واقفيت ڪرڻ- معلومات ڪرڻ. نهڻ- جُڙڻ- جُڳائڻ (ج. سُوهَڻ: ذ) هُرلي جي ڦرهي ۾ نڪتل تنگ ۾ پيل ڪاٺي.

● سُوهڻُون ج سُوهڻان: ذ. خواب- سُپنو. جيئن:

"آيل سوهڻون رڏ، سُهڻي ڪامَ وِسهي"
(شاهه ڪريم).

● سُوهڻو (ت): ذ. زمين کوڙڻ بعد پن ٽن، ڦوڙن بعد نڪرندڙ واري.

● سُوهڻو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سُوهِيءُ ۽ سُوهِيئُون: ث. جاءِ - ٺَڙُ - جَڳهه - مڪان - ٿانُ - هنڌ - گهيڙ. جيئن:

"مولا مون ڏيکار، سُوهِيئُون سامونڊن جون" (خان زئي).

راڳ جي سُر جو هڪ قسم.

● سُوهِيئتَرُ ۽ سُوهِيئتَرَ (ٿ): ذ. (ف. شَهتير) جاءِ جي ڇت ۾ لڳل وچ وارو وڏو داسو - شَهتِيرُ - ڪامُ.

● سُوهِيئُرو ۽ سُوهِيئُرا (ڪ): ذ. سُرمون - سونيرو.

● سُوهِيڙُو ۽ سُوهِيڙا: ذ. [سن. سُوَپ = سمهڻ] سپنو - خواب - سهڻو.

● سُوءِ ۽ سُوئُون: ث. [سن. شُوڪ: ف. سوگ = ڏُک] ڏُک - رنج - ماتمُ - ماتامُ - ماتمداري - سوڳُ - سوڳُ. ڪنهن عزيز جي مرڻ بعد زالن جي هڪ ادا ڪيل رسم - غم جي رسم - عِدت. سامونڊي مڇيءَ جو هڪ قسم.

- سُوءِ لاهِڻُ: عزيز جي مرڻ بعد ڪنهن خاص ڏينهن تي زالن طرفان هڪ ادا ڪيل رسم پوري ڪرڻ - عِدت جو وقت پورو ڪرڻ.

- سُوءِ لَهَرائِڻُ: پاڙي وارين زالن جو گڏجي قضئي واري گهر جي زالن سان عدت پوري ڪرڻ جي رسم ادا ڪرڻ.

- سُوئِيتو ۽ سُوئِيتا: ذ. صفت. سُوءِ ڪندڙ - ماتامي - غم ۾ گذاريندڙ - غمگين - ڏکارو - ڏکويل - دردمند. سُوءِ وارو.

● سُوءِ: ث. (ع). برائي - خرابي - بڇڙائي - بدي - ڪينائي. گندائي. بيماري - اگهائي - ناچاڪائي - لڳائي - ڪُمهرائي. (ف). طرف - پاسو - جانب. (ذ. صفت). بُرو - خراب - بَد - بڇڙو - ڪينو - گندو.

- سُوءِ اِتفاق: ذ. موقعي جي خرابي - وقت جي برائي - مهل جي خرابي. بي مهلائي - بي موقعائي - اوچتي حالت.

- سُوءِ ادَبُ: ث. بي ادبي - بي حُرمتي - بي فضيلتائي.

- سُوءِ ظَنُ: ذ. بدگماني - بدظني - خيال بد. بَد نيتي - بي ايماني.

● سُونا ۽ سُونائُون: ث. صفت. کير ڏيندڙ مينهن، ڍڳي، ٻڪري وغيره. (ذ). ٻاجهيءَ جو هڪ قسم. مڇيءَ جو هڪ قسم.

- سُوناپِڻو ۽ سُوناپِڻا (ٿ): ذ. مال جي کير ڏيڻ جي حالت.

- سُونا جو ۽ سُونا جا (ٿ): ذ. وِڃ جو سامان - سُونانجو.

- سُونانجو ۽ سُونانجا: ذ. سُونا جو.

● سُوئَرُ ۽ سُوئَرَ: ذ. سُوڪَرُ > ف. خوڪ = سوئر] جهنگلي جانور جو هڪ قسم - مِروُنُ - خنزير - مِرُو - آکهوري. (ذ. صفت). بي مروّت. بي غيرت - بي حيا - بي شرم. گار ڏيڻ وقت استعمال ٿيندڙ لفظ.

- سُوئراڻو ۽ سوئَراڻا: ذ. صفت. سُوئر جو - مرونءَ جو. بي غيرتيءَ جو - بي حَيائيءَ جو.

- سُوئَرَ جهَلَڻُ (ت): سُوئر کي ڦاهڻ - سُوئر کي پڪڙڻ.

● سُوئِرو ۽ سُوئِرا (ت): ذ. سُرمون - سونيرو.

● سُوئَڙو ۽ سُوئِڙا: ذ. سوٺارين وِڄڻ جو اوزار - سوئڙي.

● سُوئَمُ: ذ. گاهه جو هڪ قسم.

● سُوئنچو ۽ سُوئِنچا: ذ. فڪر. چنتا - ڪِٽي - غم - ڏک - دُک. پيڙا - درد - اهنج - ايذاءُ - سُورُ - ڪِليشُ. سُجاڳي - سجاڳ (ت).

● سُوئِڻُ: مصدر. [سن. سُڌ = صاف] چولڻ - صاف ڪرڻ - ڪک پن ڪيڻ - رَڍُ ڪيڻ - ڪن ڪچرو ڊار ڪرڻ. ڌُهيڙِيُ لاهڻ - ڪنهن وڻ تان سنهيون ڏاريون ڪپڻ - ڪنهن ڏاريءَ تان پن روڙڻ - ٻاجهيءَ جا پن صاف ڪرڻ. سُسائِڻُ - سوڙهو ڪرڻ - ڇپن کي سوڙهو ڪرڻ (ت).

- سُوءِ ۽ سُوئُون: ث. چُونڊَ - چَنڊ چاڻ - صفائي - روڙ. ڇَهَڙَ (ت).

- سُوءِ ڪَرَڻُ: صفائي ڪرڻ- روڙ ڪرڻ- ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ.
- سُوئِڻُ سِڪوئِڻُ: پاڄهن پُٽين مان ڪَڪ ڪچرو ڪڍي ڇڏڻ.
● سُوئِڻُ (ڪب): ذ. ڪيٽي بندر طرف ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم.
● سُوئِٽي ۽ سُوئِٽيُون (ل)؛ ث. نڙُ ۾ سوراخ ڪيڻ جو ڍگهو ڳَرُ.
● سُوئو ۽ سُوئا: ذ. لوهه مان ٺاهيل ڳوٺين وغيره سبڻ لاءِ وڏي سُئي. ڪڪ، ڍَبُ ڍا گاهه وغيره مان ڪَٽل سنهون تيز ڪنڊو. ڪڃيءَ جي ڦرهي جو ڇهنبدار ڪنڊو. ڪنبو- سيهڙ- ڪانٽو. ڪاري جي سَجِيءَ جو هڪ قسم.
- سُوئو ٽُنبڻ: ايذاءُ رسائڻ.
- سُوئِي ۽ سُوئِيُون: ث. سبڻ جو اوزار- سُئي- اِبر- سوزني.
● سُوئِي: اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ تعلقي ميهڙ ۾ ديهن جو نالو. اوپاوڙه تعلقي ۾ هڪ درگاهه جو نالو- سوئِي شريف. سوئي گئس.
● سُوئِيٽَرُ ۽ سُوئِيٽَرَ (ٿ)؛ ذ. شُنهيٽرُ- سُوهيٽَرُ.
● سُوئِيرُو ۽ سُوئِيرا (ٿ): ذ. (ڳچ. سوئرو= سرمو) سُرمو- سوهيرو- سوئرو. ڪَجَلُ- ڪجليو.
● سُوئِيو ۽ سُوئِيا (ٿ)؛ ذ. جهنگلي ڏٿ جو هڪ قسم.
● سِوِي: ث. ڪڇ ڪائيندڙ جيت جو هڪ قسم- سُرو. (اسم خاص). هڪ شهر جو نالو- سِبِي.
● سُوِيالِي (ڪ)؛ ث. هڪ والد جو نالو.
● سَوِيتَ ۽ سَوِيتُون؛ ث. (ع) برابري- هڪجهڙائي- مشابهت. ٻُوواني.
● سُوويٽ: اسم خاص. روس جو ملڪ- رشيا.
● سَوِيرَ ۽ سَوِيرُون؛ ث. [سن. س=سان+ ويلا=مهل] ساجهر- سويلائي. (ظرف). جلدي- اڳ ۾- سويلَ- ساجهرُ- سويلو- اڳي- شروع ۾- ٻهرين- سگهو.

- سَويرَ هُون: ظرف. ساجهَرَ- سويلو- سويلُ- جلدي- سيگهه ۾- سگهو- جهٽ پٽ.
- سَوِيرڙا هُون: ظرف سويل پرو- ٿورو سويل سان- ساجهر پرو- سَويرڙو- ٿورو جلدي.
- سَويرڙو: ظرف. سويل پرو- ٿورو سويل سان- سيگهه سان- سويرڙا هون.
- سَويرو ۽ سَويرا: ذ. صبح جو وقت- سويلائي. (ظرف). سويلي- سويلو- سويري- ساجهرُ- سيگهه سان- سيگهوائي ۾ ساويلو- سويرڙو. صبح جو- صبح جو وقت- پره ڦٽي- پره ٻانگ.
- سويري: ظرف. جلدي- ساجهرُ- سويلو- سويرو.
● سُويڙُ (ڪ): ذ. گاهه جو هڪ قسم.
● سُويساهَ ۽ سُويساهَ (ت): ذ. چڱو ويساهه- پت- اعتبار. (ذ. صفت) ايماندار- سچيو- ڪار پت وارو- امانتي- اعتبار وارو.
- سُويساهيو ۽ سُويساهيا؛ ذ. صفت. سُويساهه- ويساهه وارو- ايماندار- ڪارپت وارو- اعتبار وارو- امانتي.
● سَويڪار ۽ سَويڪارون؛ ث. (سن). قبوليت- هائوڪار- مڃتا- اقرار.
● سَويلَ ۽ سَويلُون: ث. [سن. سَويلا < سَ=سا+ويلا=وقت] سوير.
- سَويلا هُون؛ ظرف. ساويلو- سويل کان- ساجهر- ڪڏهن جو- ڪڏهوڪو- ويرم لٿي- سويري. (ذ. صفت). سويل وارو- اڳيون.
- سويلو ۽ سَويلا: ذ. سَويلائي- ساجهرُ. (ظرف). ساجهري- جلدي- سيگهه سان- سويرو- سويليرو- ساجهرُ- سيگهو.
- سَويلو: ظرف. سويري- ساجهرُ- جلدي- سگهو- سويلو- سويرُ.
● سُويلو ۽ سُويلا؛ ظرف. (سن) چڱي وقت تي- چڱيءَ مهل تي- ويلائتو- مهلائتو- مهل سر- بروقت.
● سُويمبرُ ۽ سُويمبرَ: ذ. (سن. سويمبر: سويم=خود+ ورَ=وَرُ- مڙس. پنهنجي مرضيءَ

سان چونڊيل مڙس) عورت طرفان پنهنجي مرضيءَ سان پَرڻيءَ مجلس مان مڙس چونڊڻ جي اڳين هندن جي رسم.

— سُويَمبَرُ رچَڻُ: راجائي ڪنيا جي ورواهه لاءِ مجلس منعقد ٿيڻ.

— سَويَهمَوَرَ ۽ سَويهمَوَرَ: ذ. سُويَمبَرُ.

● سَويهن: صفت. [سن. شتم = سَو] سَو دفعا – سَوَ ڀيرا – سَو ڀيرا. ڪيپئيءُ – ڪيترئُونئيءُ.

● سيءِ: صفت. (ف) پن ڪان بعد وارو انگ – ٽيءُ – (٣).

— سيءِ چَند: ذ. ث. صفت. ٽيٽو – ٽيٽيءُ.

— سيءِ شُنبَہِ: ذ. آچر ڪان ٽيون ڏينهن – منگل – اڱارو ه.

— سيءِ ماهيءُ ۽ سيءِ ماهيئُون: ث. سال جو چوٿون حصو – ٽي مهنا – ٽه ماهيءُ.

● سَهَہ ۽ سهُون: ث. سهيلي – ساهڙي. بندش – سختي – روڪ – منع . ڪوشش.

— سَهَہ هُجَڻُ: بندش هجڻ – روڪ هجڻ – منع هجڻ.

● سَهُہ: حرف جر. ساڻ – سان.

● سَهُہ ۽ سَها: ذ. [سن. سَهَرَه = ڪهوٽ] ڪهوٽ – وَرُ – لاڏو – دولهه.

"سَهہ ڳچي ڪَٽ ڪيسري پار ڪري جنِ پول" (محمد).

● سيهَہ ۽ سَهُون: ث. ڪَوئنج.

● سيهُہ ۽ سِہَہ: ظرف. [سن. سِيَّہ = برابر] پورو – برابر – ٺيڪ. مڪمل. نهايت. تهه سيارو.

● سَها: اسم خاص. مالڪوس راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

● سُها ۽ سُهاءِ: ذ. ننڍو تارو – پنج ساڻ – سُهائو تارو. هندن جي هُونُ ڀڪ جو هڪ خاص لفظ. ظرف. ختم – خلاص – پورو. اڪهيَلُ.

"جيڪو آيو سو سُها" يعني جيڪو آيو سو اڪهيو.

● سُهابَتُ ۽ سُهابَتَ: ذ. ڇئيدار – ڇئي وارو – ڇئيوان.

● سُهاتيءُ ۽ سُهاتيئُون: ث. صفت. سهپ واري – سهنج واري – وجهه ۽ سجهه واري. ث. اهڙي ٻوڪ.

● سُهاجهڙو ۽ سُهاجهڙا: ذ. صفت. سهاجهڙو. وڻندڙ – هردل عزيز – موهن. ڪرل منڪ.

● سَهاجو ۽ سَهاجا: ذ. صفت. [سن. سَدُ ڀِسڪه] سلڇڻو – خوش اطوارُ – سُدا ڌرو – شائستو. چيو مڃيندڙ – فرمانبردار – چئي وانُ. نيهنو – لٽڙت وارو – لياز وارو.

● سَهادو: ذ. پيئڊيءَ جي ٻوٽيءَ مثل هڪ ڏکو ٻوٽو – تاندارن سڳن لاهڻ جي ڪم ايندڙ – ڪوڙي سيٽيي.

● سَهارُ ۽ سَهارَ: ذ. [سن. سَهَہ = سهڻ] صبر – ڌيرج – تحمل برداشت جو ساد و – ٿامرُ – ڪالد – تنڪشا. ماٺ – آرام – فرحت – قرار – چُپُ – ٺَهَرَ.

● سيهار: هڪ پسارڪو وکر.

● سَهارَنپُورِيءُ انبُ: اسم خاص. انب جو هڪ قسم – سهارنپور جي پاسي جو انب.

● سَهارڻ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَهارَڻُ: مصدر. [سن. سَهَہ = سهڻ] آڌار وٺڻ – آڌار ڏيڻ – سهارو ڏيڻ. مدد ڪرڻ. همت ٻڌائڻ. همدردي ڪرڻ.

— سَهارو ۽ سَهارا: ذ. آسرو – آسيد – آس – ڀروسو – آسانگو – ٽيڪ – جهَلو – آڌارُ – مدد – وسيلو – توقع – جهَل – سهائتا – پالنا – حمايت – سرپرستي – ٽڪي – قوت – توانائي – اطمينان.

— سَهارو ڏيَڻُ: مدد ڏيڻ – ساٿ ڏيڻ – ڀرجهلو ٿيڻ – همراهي ڪرڻ – همدردي ڪرڻ. آڌ ڏيڻ – ٽيڪ ڏيڻ.

— سَهارو ڪَرَڻُ: پناهه ڪرڻ – آسرو ڪرڻ – وسيلو ڪرڻ. همدردي ڪرڻ. آڌ ڏيڻ – ٽيڪ ڏيڻ.

— سَهارو ڳولَڻُ: آسرو ڳولڻ – آڌار ڳولڻ – پناهه ڍونڊڻ. همدرد ڳولڻ.

— سَهارو وَٺَڻُ: مدد وٺڻ – پناهه وٺڻ – آڙ وٺڻ – همدردي حال ڪرڻ – مدد وٺڻ.

● سُهارِيُ ع سُهارِيُون: ث. [سن. سَمّارجني] جهاڙو- ٻُهاري- ٻُهارو- ٻُهاري سُهاري.

● سَهاڙُ ع سَهاڙَ؛ ذ. سُهاڳ. مک. (اسم خاص). ساهڙ- سيهارُ.

● سُهاڳ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سُهاڳُ ع سُهاڳَ: ذ. [سن. سِيا ڳيہ: سُ= چڱو + ڀاڳيہ = ڀاڳ] سڀاڳ- بخت- سڀاڳوائي- چڱو نصيب- ڀاڳ- ڀاڳو- خوشحالي سٺي قسمت- خوشي- موج- فرصت. پيار- قرب- محبت. مڙس جو پيار- مڙس جي حياتيءَ تائين پائڻ جو ڳهڻُ- نٿَ، پوپو، ڪوڪو وغيره. مڙس جي زلده هئڻ جي ڪابہ نشاني، سُندر، مانگهہ وغيره. خاوند يا گهر وارو- پَلسَرو. (اسم خاص). هڪ ماڻهوءَ جو نالو.

- سُهاڳُ آڇلَڻُ: مڙس جي مرڻ بعد نٿَ لاهي ڇڏڻ- سينگار نہ ڪرڻ- خوشي نہ ڪرڻ.

- سُهاڳُ ڀاڳُ هُئَڻُ: سٺو ڀاڳ هئڻ- بخت جو ورڻ.

- سُهاڳُ راتِ: ث. شاديءَ جي رات- پرڻي جي رات- وهانوَ جي رات- شب عروسي.

- سُهاڳُ سَرڻُ: سهر وارو مڙس ملڻ. گهر جو نصيب ٿيڻ- عيش ۽ آرام حاصل ٿيڻ- ڏُهاڳ ڏور ٿيڻ.

- سُهاڳُ سيجَ: ث. شاديءَ جو پلنگ- گهوٽ ڪنوار جي سمهڻ جي کٽَ.

- سُهاڳُ لاهڻُ: مڙس مرڻ بعد نٿ، ڳهہ وغيره لاهڻ- رنڊاپڻ ظاهر ڪرڻ.

- سُهاڳُ ماڻَڻُ: مڙس سان خوش هجڻ- مڙس جو زنده رهندو اچڻ.

- سُهاڳڻِ ع سُهاڳڻيُون: ث. مڙس وارِي- وَرَ واري- سُهاڳي- شوهر واري. مڙس جي زنده هئڻ واري زال. پنهنجي خاوند جي پياري زال- پياري يا دادلي زال. بختاور- نصيب واري- ڀلي ڀاڳ واري. پرڻيل. (ضد. ڏُهاڳڻ).

- سُهاڳُ وارِيُ ع سُهاڳُ وارِيُون: وَرَ واري. مڙس واري- خاوند واري- شوهر واري- پرڻيل.

- سُهاڳُ وَٺَڻُ: مڙس وٺڻ- پرڻجڻ- شادي ڪرڻ.

- سُهاڳِي ع سُهاڳِيُون؛ ث. سُهاڳڻ- مڙس وارِيُ- وَرَ وارِيُ. بخت واري. (ذ. صفت).

ع سَهاڳِيُ: ذ. صفت. سکيو- سڀاڳو- خوش- عزت وارو- هلندي پُڄَندِي وارو- رسوخ وارو. وڻندڙ- پسند آيل.

● سُهاڳا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سُهاڳوُ ع سُهاڳا: ذ. زمين کي ليول ۾ آڻڻ ۽ سنهن پترن پچڻ جو اوزار- سينور. سون يا چانديءَ جي ڳارڻ لاءِ ڪار جو هڪ قسم- ڪنگڻ ڪار- هڪ پسارڪو وَکرُ.

● سُهاڳِيُ: اسم خاص. تعلقي ڏگهڙي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سَهامُ ع سَهامَ: ذ. تير- ٻاڻ- ڪان- سيل.

● سُهانُ ع سُهانَ (ث)؛ ذ. اَنّ تارڻ جو ڪم- اَنّ صاف ڪرڻ جو ڪم.

- سَهانُ ڪَرَڻُ؛ اَنّ تارڻ. اَنّ صاف ڪرڻ.

● سُهانجڙو ع سُهانجڙا: ذ. [سن. شوڀانجن=] هڪ وڻ جو قسم، جنهن جون ڦريُون ۽ گل ماڻهو ڀاڄيءَ طور استعمال ڪندڙ. (اسم خاص). تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سُهانڊِڙو ع سُهانڊِڙا؛ ذ. [سن. شوڀانجن= هڪ وڻ جو قسم، جنهن جا گل ۽ ڦريون ڀاڄيءَ طور استعمال ٿيندڙ.

● سَهانگو ع سَهانگا؛ ذ. صفت. [سن. سُمرگهہ: سُ- چڱو + ارگهہ = اگهہ] سستو- ڪم خرچ- ڪفايتي- گهٽ قيمت وارو- ارزان. جهجو. سولو- آسان:

"سڀڪو ڀانئيُ، عشق سهانگو"
(شاهہ).

- سَهانگائِيُ ع سَهانگائِيُون: سستائي- ارزاني- سُڪرُ.

- سَهانگپَ ع سَهانگپُون؛ ث. سَستائِيُ- سُڪرُ.

- سَهانگَ سَچائَڻُ: سهانگائي جو قدر ڪرڻ- سَستي شئي کي اجايو نہ وڃائڻ- هٿ ڦاڙ نہ ٻنجڻ- قناعت ڪرڻ.

● سَهانُو ج سهانا: ذ. [سن. شُوسَ = سوجهرو] روشنائي. خوشي.

● سُهانُ ج سَهانَ: ذ. ڪاٺ ڪي لسي ڪرڻ جو اوهي رواتُ- سُونٿهنُ. (ٻيلہ) ڪير ڪي چمائڻ لاءِ ان ۾ وڌل ڪتو- سَباڻ.

● سَهاءِ ج سَهائيُون: ث. [سن. سمايہ = مدد] مدد- سهارو- جهلو- ڏَڍُ- آڌار. ج سَهاءِ: ذ. صفت. مهربان- ٻاجهارو- رحمدِل- قياس وارو. ماڻي. ٻچائيندڙ. (هميشہ اسم جي پويان ايندڙ. جيئن ستگر سهاءِ = ٻاجهارو مرشد).

- سَهائِتا ج سَهائِتائُون: ث. مدد- اوٽ- واهر- همراهي- پٺڀرائي- سَهارو- حمايت- پشتي- مدد گارِي- همدردي. آرام- فرحت- ٺاهُرَ- ڪُمَڪ. ٻاجھ- رحم. دان- ڀڪيا- خيرات- ڀيکَ.

- سَهائِتا ڪرَڻُ: مدد ڪرڻ- حمايت ڪرڻ- همدردِي ڪرڻ- پٺڀرائي ڪرڻ.

- سَهائِتي: اسم خاص. نواب شاهہ ضلع جي وچواري ڀاڱي جو نالو (ادب جي ترقيءَ ۽ سڌارِي سبب مٿس رکيل).

- سَهائِڪُ ج سَهائِڪَ: ذ. صفت. حمايتي- مدد ڳار- واهرو- پٺڀَرُو- چوٽڪارو ڏيندڙ- ٻچائيندڙ. پناه ڏيندڙ- اجهو ڏيندڙ- ماڻي.

- سَهائِي ج سَهائِيُون: ث. صفت. حفاظت- اوٽ- ٻچاءُ- رکيا- سرٿ- پنارو- پناه. آڙ. حمايت- جهلو- آسرو- سَهارو- پٺڀرائي- واهر- پت پروسو.

● سَهاءُ ج سَهاءَ: ذ. [سن. شُوسَ = سوجهرو] سوجهرو- سُهائي- شُعاعُ- نُورُ- روشني- جوت- پرڪاش- آجالو- آهاءُ. چمڪو- تيرو رو- ڪرِٽو- جهلڪو- چاندوڪي. فجر جي مهل. ٻتيءَ جو ٽمڪو.

- سُهانُو ج سُهانا، سُهاوا: ذ. سوجهرو- آجالو- پرڪاش- جوت- شعاع. چاندوڪي- سُهائي- چنڊ ٻڌرهين تاريخ واري روشني. فجر جي مهل. (ذ. صفت). صاف- چٽو- روشن- چمڪندڙ.

- سَهانُو پَکُ ج سُهاوا پَکَ: چاندوڪي رات.

- سُهائِي ج سُهائِيُون: ث. روشنائي- چاندوڪي- سوجهرو. سنائي- ڀلائي- چڱائي.

● سَهائِڻُ: مصدر. [سن. سَهَنَ = سَهڻُ] طعنو ڏيڻ- مهٽو ڏيڻ- ڏوراپا ڏيڻ- ٽوڪ ڪرڻ. جهلڻ- سهڻ- برداشت ڪرڻ. هموار ڪرڻ- روڪڻ- سِر تي وسائڻ. هلائڻ- تڳائڻ. تابعدار ڪرڻ- روشن ڪرڻ. جتاءُ ڪرڻ- هنيڻ. ترسائڻ- ماڻا ڪرڻ. نخرا ڪرڻ- ناز ڪرڻ.

- سَهائِپَ ج سَهائِپُون: ث. طعنہ يا مهٽي ڏيڻ واري حالت. تڪليف برداشت ڪرڻ واري حالت. ناز- نخرو- ماڻو.

● سُهائِڻُ: مصدر. جڳائڻ- لائق هئڻ- سُنهَڻُ- سَرڪَ هئڻ- ٺهڻ- شايان هئڻ- واجب هئڻ- مناسب هئڻ- موزون هئڻ- سونهائڻ- سيبائڻ. پَرچائڻ- ريجهائڻ- راضي ڪرڻ- خوش ڪرڻ. پسند ٿيڻ- پسند آچڻ- پسند ڪرائڻ. وڻائڻ. ڦٻڻ- هضم ٿيڻ.

- سُهاءِ: ظرف. رِهندو- حلال- حقائتو- جائز- مناسب- روا- حقي- سُهائيندڙ.

- سُهائِتو ج سُهائِتا: ذ. صفت. لائق- شائِستو- وڙائتو- شايان شان- وجهائتو.

- سُهائِيندو ج سُهائِيندا: ذ. صفت. جُڳائيندو- جڳائيندڙ- لهندڙ- مناسب- واجبي- لائق. شائِستو. شالائتو- وڙائتو. ايندڙ. قربدار.

- سُهبِندو ج سُهبِندا: ذ. صفت. چڱو ڀلو- تندرست- چاقُ- صحت مند.

● سَهتَ ج سَهتُون (ت): ث. [سن. سُهِره = سِڪَڻُ] حُبَ- سِڪَ- آکيرُ. مهلت- فرصت.

● سَهَتا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڪنڊياري، تعلقي بدين، تعلقي گهوٽڪي، تعلقي ڪمبٽ

(رياست خيرپور) تعلقي جيمس آباد ۾ يا ڪوٽ غلام محمد تعلقي شهدادپور ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ ديهن جا نالا.

● سِهَڻُ (ت): مصدر. [سن. سَهَ = سَهَڻُ] برداشت ڪرڻ - سهي وڃڻ. مَڃڻ - قبول ڪرڻ.

- سَهائڻُ: برداشت ڪرائڻ - سَهائڻ. مَڃرائڻ - مڃائڻ - قبول ڪرائڻ.

● سَهُتو: اسم خاص. تعلقي فيض گنج (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَهُتَ ۽ سَهُتُون: ث. [سن. سَپرِه = سِڪڻُ] سِڪ - قُرب - چاهه - محبت. چِڪ - ياد گيري. تمنا - ارادو - خواهش. خدمت - چاڪري. ونڊر.

● سُهُجُ ۽ سُهُجَ؛ ذ. [سن. سهج = سڀاءُ > پرا. سَهِڄ] سُکُ - خوشي - آرام - آسائش - فرحت - آنند - عيش. آسودگي - دلجمعي. مزو - لطف. سولائي - سهولت - آساني - سهنج. امن - سلامتي. سات - چپ - صبر. تسلي - دلداري - خاطر جمعي. سڀاءُ - فطرت - لاڙو.

"سهسين سائر گجن توءِ سَهُج نه متي سوهڻي" (شاهه).

آهستگي - نرمي. ڪچهري - رهاڻ - صحبت. (ظرف). ٺيڪ - برابر. (ذ. صفت). سُنوالو - وڏيڪ - ڪثرائتو. پيار. سات - سگهڻ.

- سَهُجِ سڀاءُ: ظرف. سولائي سان - مزي سان - سهنجائيءَ سان - سولو - پاڻهي - ازخود - پاڻمرادو.

- سَهُجَ ڪَرَڻُ: خوشيون ڪرڻ - فرحتون وٺڻ - عيش ڪرڻ. لاڏ ڪرڻ - ناز ڪرڻ. هر طرح جي خاطري ڪرڻ - ڪرمشون ڪرڻ - سات ڪرڻ. جيئن؛

"هيت سهج ڪن ٿيون سومريون هيرا پڌيو هار".

- سَهُجَڻُ (پيل): خوش ٿيڻ.

- سُهجو ۽ سُهجا؛ ذ. صفت. کيلمک - ڪلڻو - خوش طبع - ڪلائيندڙ. سرهو - خوش - راضي. خوشيءَ جو - خوشيءَ وارو.

- سَهجِيءَ: ظرف. [سن. سان + ج > جن = جڻڻ = پيدا ڪرڻ] سهنجائيءَ سان - سولائي سان - تڪڙو.

- سَهجِين؛ ظرف: سَهجِي.

● سَهُنجائي؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَهُنجُر (پيل)؛ ظرف. ساجهر - سويل - سوير.

● سَهُنجيڙو؛ اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَهُنجو ۽ سَهُنجا (ڪ): ذ. جيڏو - سرتو - سپنگو (ت).

● سُهجو ۽ سُهجا؛ ظرف. خوش - مگن - راضي.

● سَهُنجي ۽ سَهُنجي؛ ذ. پننگ پيئندڙ - مواليِ.

● سَهَجي ٻرائي ۽ سَهجي ٻرائي؛ ذ. صفت. گنڀير - بُرد بار. سانتيڪو - ماٺيڻو - صابرين - صابر.

● سَهَجي سُون ۽ سَهَجي سَون؛ ذ. ڪَسُ - مَٽُ - ملاوتي ڌاتو - سون ۽ چانديءَ جي ڪس يا مٽ.

● سَهُجَ ۽ سَهُجَ؛ ذ. [سن. سَهَجَ = سڀاءُ] ڏسو سَهجُ.

● سَهَچو ۽ سَهَچا (ل)؛ ذ. صفت. سٺون مٺو - سُپنٽيو - ڪار وَهنوار وارو.

● سُهجاڻِ ۽ سُهجاڻون (پيل)؛ ث. [سن. سَ = سان + جڃا = ڄاڻڻ] سڃاڻ - پڇاڻ - سڃاڻپ - واقفيت.

● سُهجاڻي ۽ سهجاڻيون (ل)؛ ث. (سَڃڻ > سڃاڻي > سهجاڻي) سڃاڻپ. نشاني.

"آئون وري ويندس ويڙهه ڏي هي پهري پرائي، وجي وهنديس ويجهڙي ڪٿي سر تي سهڄاڻي" (سانوڻ).

● سَهُنچارَ ۽ سَهُنچارون؛ ث. پريت - پيار - محبت. سِڪ.

● سِهَدَ ۽ سِهَدون؛ ث. واقفيت - دوستي - ڏيٺ.

- سِهَدو ۽ سِهَدا: ذ. صفت. واقف - دوست.

● سَهَدارُ ۽ سَهَدارَ: ذ. [ف. ساه + دار > داشتن = رکڻ] ساهه وارو - جاڻ وارو - جاندار - ساهدار.

● سَهَرَ: ث. مال جي بيماريءَ جو هڪ قسم. [ع. سَهَل، إسهال] جلابي دست يا دستن جو مرض.

● سَهَرُ ۽ سَهَرَ (ت): ذ. زمين جي پٽرن پچڻ جو گول پَنُنڊُ - سَنُهَوَرُ. ليٽڻ - ڪِپڻ.

● سُهَرُ ۽ سُهَرَ: ذ. ڀُهاريل گهَرُ - صاف گهر.

● سُهُرابُ: اسم خاص. ايران جي هڪ مشهور پهلوان جو نالو.

● سُهرابِي: ذ. مير سهراب جو ضرب ڪرايل سڪو، جنهن تي محمود شاهه (غالباً افغانستان جي باد شاهه) جو نالو ۽ جلوس مهيمن لکيل هو.

● سُهرات: اسم خاص. تعلقي ڳوني ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سُهُرانِي: اسم خاص. بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو. بلوچن جي هڪ ذات.

● سَهَرَ پار: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَهُرو ۽ سَهُرا: ذ. [سن. شَڪا= تعريف جو گيت] شاديءَ جي وقت گهوٽ جي مٿي تي ٻڌڻ ۾ ايندڙ موڙ - مُنڪُ - مُڪَٽَ - ڪَلَنگي. شاديءَ جا راڳ - ڳيچ - راڳ - لاڏو - ڳاچ - ڳاچُ.

- سِهرا ڳائڻُ: شادي يا خوشيءَ جي موقعي تي عورتن طرفان راڳ ڳائڻ - لاڏا ڳائڻ - ڳيچ ڳائڻ.

- سِهرو ٻَڌَڻُ: موڙ ٻَڌڻ - مُڪَٽُ ٻڌڻ - گهوٽ جي مٿي سان گُلن وغيره جي جهالر ٻڌڻ.

● سَهُرو ۽ سَهُرا: ذ. شُوَشُرو= سهرو. ف. خُسره] گهوٽ جي ڪنوار جو پيءُ - ڪنوار جي گهوٽ جو پيءُ - سهورو - سُسَر - خُسُرو.

● سُهُروَرُدِي: اسم خاص. شيخ شهاب الدين سهروردي ڏانهن منسوب فقراء جو هڪ گروهه.

● سَهِرِياڻِي: اسم خاص. تعلقي ڪنڊ ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَهَڙَ ۽ سَهَڙُونُ: ث. ناهه نوهه - جوڙجڪ. سار سنڀال - پرگهور - پَرو رش - پالنا.

- سَهُڙَ سَنڀالَ ۽ سَهُڙَ سَنڀالُونُ: ث. ناهه جوڙ - سار سنڀال - پرگهور - پرورش - تربيت - پالنا - پرداخت.

● سَهَڙُ ۽ سَهَڙَ (ل): ذ. سهو - خرگوش - سهڙ.

● سَهُڙَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۾).

● سِهڙ: اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَهڙا: اسم خاص. تعلقي سوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَهڙڪِي: اسم خاص. تعلقي ڳوني، تعلقي ڏِگهڙي ۽ تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ ديهن جو نالو.

● سَهُڙَڻُ: مصدر. وارد ٿيڻ - پهچڻ - تشريف آڻڻ - اچي گڏ ٿيڻ - رَسَڻُ. اچي وڃڻ. ترسڻ - ٽِڪڻ - رهڻ. مال جو ماڳ تي موٽي اچڻ.

- سَهَڙَ ۽ سَهَڙُونُ: ث. پُهچ - رسيدگي - رَسائي. گڏجاڻي - ميلاپ (مال جو).

- سَهُڙائِڻُ: مصدر. پهچائڻ - وڃي رسائڻ. مال کي ٿانيڪو ڪرڻ.

● سُهڙِي ۽ سُهڙِيُونُ (ل): ث. سوپاري پچڻ جو ننڍو اوزار.

● سَهَسُ ۽ سَهَسَ: ذ. [سن. سَهَسُرَ= هڪ هزار] هڪ هزار - ڏهه سو. (ذ. صفت). زيادهه - وڌيڪ - گهڻو - بي اندازه.

● سَهُسپرِڙو ۽ سَهُسپرِڙا: ذ. صفت. گهڻو - زيادهه. ٿورو گهڻو.

- سَهُسين: ظرف. سوين - هزارين - ڪيئين - بيشمار.

● سَهِسُ ۽ سَهِسَ: ذ. گهوڙي جو سوار - سِهِسُ.

● سَهُسائِڻُ: مصدر. [سن. سَمَهَ= سهڻ] سهڻ - برداشت ڪرڻ - غم کائڻ - صبر ڪرڻ - چپ ڪرڻ - سر تي سهڻ - نقصان وغيره جو سور پي وڃڻ - سهي وڃڻ - سهڻ. نا اميد ٿيڻ - اميدون و يڙهي رکڻ - آسرو لاهي ڇڏڻ.

● سيھہَ سيارو: ذ. ڏهہ سيارو. وچ سيارو.
"سيھہَ سيارو، واٽي ھارو،
جت جھڙ، جھڪ ۽ جھول"
(شاھ).

● سَھِڪار ۽ سَھِڪاروُن: ٿ. ٻڌي - ميل - ايڪتا - اتحاد. تعلقات. شامليت.

● سَھِڪنجي: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سَھِڪڻ: مصدر. [من. شُوس = ساھ کڻڻ] زور سان جلدي جلدي ساھ کڻڻ - تڪڙا ۽ وڏا ساھ کڻڻ - ڏاڍيان ساھ کڻڻ - گرمي يا زور ڏيڻ سبب تڪڙا تڪڙا ساھ کڻڻ - اُپا ساھ کڻڻ - هَسڪڻ - هَپڻ ٿيڻ - هُلڻ - هُڦڻ - هَنڌجهڻ. ٿوري مخفي خبر پئڻ.

= سَھِڪيڙو ۽ سَھِڪيڙا: ذ. صفت. تڪڙي ساھ کڻڻ واري حالت. زور سان دم هڻڻ واري حالت - هُلو - هينئيارو - دَمُ - اُپ ساهي (ٽ).

= سَھُڪو ۽ سَھُڪا: ذ. سهڪڙو. بيماريءَ جو هڪ قسم. دَمُ - دَمُڪشي - اُپ ساهي (ٽ).

= سَھُڪي ۽ سَھُڪيُون: ٿ. سَھڪو - هُلو - هَنئيارو - دمڪشي - اُپ ساهي - دَمُ.

● سَھُڪو ۽ سَھُڪا: ذ. صفت. سَهنجو - سوکو - آسان - سولو.

● سَھُڪَ ۽ سَھُڪَ: ذ. آرام - فرحت - چَين. سُهاڳ.

● سَھَل: ٿ. نرم ۽ ٻريلي زمين جو هڪ قسم.

● سَھَلُ ۽ سَھَلَ: ذ. صفت. [ف. سهل = آسان] آسان - سهنجو - سولو - سٺائو. سليس. ساده. نرم.

= سَھَلُ انگارُ ۽ سَھَلَ انگار: ذ. صفت. آسان طلب - تن آسان، ڪاهل - سُست - آلسي - ٿوٽيي.

= سَھَلُ انگاري ۽ سَھَلُ انگاريُون: ٿ. تن آساني - آرام طلبي. ڪاهلي - سُستي - ٿوٽائي. حيلہ جوئي - ٻهانا سازي.

● سَھَلائڻ (ل): مصدر ر. سامت ۾ اچڻ - هوش ۾ اچڻ. ٻاٽ جهلو ٿيڻ.

● سَھَمُ ۽ سَھَمَ: ٿ. ميهڻو - طعنو - ڏوراپو. جهڙڪ - تنبيهہ - چَنڊ - چيڀاٽ - چيڙپ - ڊيٻ - دٻ. سيکيت - نصيحت - جُٽ ڦٽ. ڏمڪي. (ٿ. سَھَمَ ۽ سَھِمَڙون).

= سَھِما: ذ. جهڙڪون.

= سَھِما جهلڻ: طعنو جهلڻ - سَٽيا ڪائڻ.

= سَھِما سَھَڻ: طعنا برداشت ڪرڻ. ڏوراپا جهلڻ - طعنا جهلڻ. چيڀيون جهلڻ - چيڙپون جهلڻ.

= سَھِمو ۽ سَھِما: ميهڻا - طعنو - سَتيپو. جهڙڪ - چيڀ - چيڙپ.

"ڪان دورانگي دور رهہ تون،
مير آنهي سَھِمو نہ سَهڻ"
(قلم).

● سَھِماڻيي ۽ سَھِماڻيُون: ٿ. سج لهڻ ڪان پوءِ واري مهل - سُنهن اونڌاهي - عيشا جو وقت - سمهڻ جو وقت. عيشا نماز. ظرف. سج لٿي کان پوءِ. ويل - دير سان رات جو.

● سَھِمَڻ: مصدر. (ف. سَھِمُ = ڊپ - خوف) ڊڄڻ - ڊپ ڪرڻ - خوف ڪرڻ - هراسجڻ - مرعوب ٿيڻ - رُعب هيٺ اچڻ.

= سَھِمُ ۽ سَھِمُون: ٿ. ڊَپُ - خوف - ڏَر هراس. هراسجي وڃڻ واري حالت - مرعوب ٿي وڃڻ واري حالت.

= سَھِمائڻ: مصدر. ڊيڄارڻ - ڊپ ڏيڻ. مرعوب ڪرڻ - رعب هيٺ آڻڻ.

= سَھِمجڻ: مصدر. ڊڄي وڃڻ - ڏکي وڃڻ ڏهڪائجي وڃڻ. هيسجي وڃڻ - مرعوب ٿي وڃڻ - ڊڄي وڃڻ.

● سَھِميَل ۽ سَھِميَل: صفت. سدورو لچمي - فرمانبردار - تابعدار - نِهڻو.

● سَھِنُجُ ۽ سَھِنُج: ذ. [هہ. سهج = سهج - سولائي - سهوليت - آساني. آرام - سُک - فرحت - آسائش - راحت - آنند - سکيائي. حيلو - سبب. سجو - موقعو. ذ. صفت. سوکو - آسان - سکيو.

- سَهنجائپ ۽ سَهنجائپُون: ث. سهولت - سهنج - آساني.
- سَهنجائي ۽ سَهنجائيُون: ث. سولائي - سُکيائي - آساني - سهولت. آهستگي - نرمي. فرحت - سک - آرام.
- سَهنجو ۽ سَهنجا: ذ. صفت. سولو - آسان - سکيو - سُکي - آرامي. ڪُشادو. سادو.
● سَهنجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● سُهنج ۽ سُهنجَ: ث. سڃاڻپ - واقفيت - پڇاڻ. خبر - ڄاڻ - معلومات.
● سُهنڊ ۽ سُهنڊَ: ذ. خوشي - فرحت - آرام. رغبت. ذ. صفت. حسين - سهڻو - جميل.
● سُهندڙو: اسم خاص. هڪ ٻوٽيءَ جو قسم.
● سَهندو ۽ سَهندا: ذ. صفت. جٽاءُ وارو - جٽا دار - گهڻو وقت هلندڙ. سهڻ جهڙو - برداشت ڪري سگهڻ جهڙو. سمائجي سگهندڙ - ماپي سگهندڙ.
- سَهندڙو ۽ سَهندڙا: ذ. سهڻ ۾ ايندڙ - قابل برداشت - اڻسهڻ سوسڙو - ٿورو گرم.
- سَهڻ سيل: صفت. سهي ويندڙ - سهڻ هار - سهندڙ - برد بار.
- سَهڻ شڪتي ۽ سَهڻ شڪتيون: ث. سهڻ جي طاقت - برداشت ڪرڻ جي سگهه. جٽاءُ - بقاءُ - ٽڪاءُ - ڌيرج.
● سُهنڊ ۽ سُهنڊَ: ذ. چڱي جاءِ - چڱو هنڌ. سٺو هنڌ - هر جاءِ. ظرف. چڱيءَ جاءِ - سٺي هنڌ. مهل تي - موقعي - وقتائتو.
● سُهنڊَ ۽ سُهنڊَ: ث. ڏسو سُهنڊ.
● سَهنگو ۽ سَهنگا (ث): ذ. صفت. سستو - ڪفايتي - ٿوري ٻها وارو - ارزان. ڪم خرچ. سڪائو. (ث. سَهنگي ۽ سَهنگيُون).
- سَهنگائي ۽ سهنگائيُون: ث. سستائي - سُڪار - ارزاني - ٿورَ مُلهائي.
● سَهڻ: مصدر. [سن. سه = سهڻ - برداشت ڪرڻ] جهلڻ - برداشت ڪرڻ. صبر ڪرڻ - سات ڪرڻ - غم کائڻ - سور ٻي وڃڻ. پوڄڻ - اوڙڻ. جٽاءُ ڪرڻ - هلڻ. جائز ٺهرائڻ - روا رکڻ. ڏک ڏسڻ - تڪليفون ڏسڻ. ڪٽڻ - نڀڻ - وڪڻ - ڀرڻ - ڀڏڻ. (سٺو - سهندو - سٺل).
- سَهڻشيل ۽ سهڻشيل: ذ. صفت. صبر ڪندڙ - سهي ويندڙ - برداشت ڪري ويندڙ - بُرد بار.
- سَهڻو ۽ سَهڻا: ذ. صفت. سهندڙ - سهي ويندڙ - برداشت ڪري ويندڙ. بُرد بار - ڌيرج وارو - صبر وارو.
- سَهڻَ هار ۽ سَهڻَ هار: ذ. صفت. سهندڙ - برداشت ڪندڙ. برد بار - ڌيرج وارو.
- سَهڻي ۽ سَهڻيُون: ث. برداشت ڪرڻ جي حالت. خاموشي - صبر. اڪ ٻوٽ.
- سَهڻيءَ سمهڻ: اطمينان سان سمهڻ - ٻي فڪرو ٿي آرام ڪرڻ
- سَهڻي نه سمجهڻ: ڳالهه تي اعتبار نه ڪرڻ.
● سُهڻ: مصدر. سُولُهڻ - ٺهڻ - جڳائڻ - لائق هئڻ - پوڻ (منهن تي). سهڻو لڳڻ. ڀانءِ پوڻ.
● سُهڻا ٻڪيرا: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ڏيهه جو نالو.
● سَهڻ سنڀهڻ: مصدر. تيار ٿيڻ - تيار ڪرڻ.
● سُهڻو ۽ سُهڻا: ذ. [سن. شوڀن = سُونهن] حسين - سوچارو - خوب صورت - وڻندڙ - سونهن وارو - ٺاهوڪو - ملوڪ - سوڀيان وان - سُندر - سٺو - زيبدار - ڊولائتو. (ث سُهڻي ۽ سهڻيون).
- سُهڻائي ۽ سُهڻائيُون: ث. سونهن - سوڀيا - حُسن - خوبصورتي - زيب - نزاڪت - زينت. لطف. خوبي - چڱائي.
- سُهڻو سُنهڻ ڏيڻ: چڱي نموني گفتگو ڪرڻ.
- سُهڻي ۽ سُهڻيُون: ث. صفت. خوبصورت - سُندر - ٺاهوڪي - سوهڻي - دلپسند - وڻندڙ - دلفريب. (اسم خاص). نالو عورت جو - ڏَم جي زال.
● سَهَوَ ۽ سَهَوُون: ذ. [ع. سَهْوَ = غلطي] چُڪ - خطا - ڀُل - غلطي - قصور - ڏوهه. نماز ۾ ڀُل.

▬ سَهواً: ظرف. چُڪ وچان - غَلَطيءَ سبب - ڀُل ڪان - غفلت ڪان - ارادي ڪانسواءِ.

▬ سَهوَ القَلَم: ث. قلم جي غَلَطي - لکڻ ۾ غَلَطي.

▬ سَهوَ ٿيڻ: ڀُل ٿيڻ - خطا ٿيڻ. غلطي ٿيڻ - سَهو ٿيڻ.

▬ سَهوَ ڀوڻ: غَلَطي ٿيڻ - ڀُل ٿيڻ. نماز ۾ ڀُل ٿيڻ.

▬ سَهوَ جو سَجدو ڏيڻ: نماز ۾ ڀل ڀُل جي تلافيءَ لاءِ وڌيڪ ٻه سجدا ادا ڪرڻ. توبهه ڪرڻ - ٻاڻ ڪرڻ.

▬ سَهوِ ڪَاتِب: ث. لکڻ واري جي غَلَطي.

● سَهو ۽ سَها: ذ. [سن. شش=سهو] هڪ ننڍڙو - حلال جهنگلي جانور - سهڙ - خرگوش.

▬ سَهو ڪُتو ٿيڻ: تمام تيز ڀڄڻ.

▬ سَهي جي کَل رَکائڻ: ڍڄند و رهڻ - ڀَو ڪرڻ.

▬ سَهي جي کَل هُئڻ: بدن جو سنهو هئڻ - سنهي هاڻيءَ وارو هئڻ - ضعيف الجسم هئڻ.

▬ سهي جي ننڊ ۾ گذارڻ: غفلت ۾ رهڻ - بي خبر رهڻ - ڪم ڏانهن ڌيان نه ڏيڻ - بيخيالو گذارڻ.

● سَهو ۽ سَهو: ذ. صفت. لائق - شاناڻو - سهڻو - چڱو چوکو

"سوڙيهن مُسترَ ٻاءِ ڀکو سَهو و لارئو" (شاهه).

سهجهه وارو. آزمايل - جهلي سگهندڙ - برداشت ڪري سگهندڙ. بردبار. ماڻهي سگهندڙ. ڌيرجوان - ڪمندڙ - صبرائتو - صابر.

● سهو ۽ سها: ذ. [سن. سَ=سان+آشَ= اميد] وَجَهه - موقعو. مراد - مقصد - آرزو - آسرو - اميد - آسانگو. واقفيت - ڏيٺ - ڄاڻ پڇاڻ - سڃاڻپ - [سن. شي = سَهڻ] لاڳاپو - سنگت. ڀاڙو - ويجهڙائي. شوق - چاهه. سهولت - سهنج. تَرو - ٻاتار - ٻاتال. پوسل - ٻاٺيات - سير.

▬ سهو ڀاڙو ۽ سهاڀاڙا: ذ. سهولت - سهنج.

● سهو ۽ سها (ل): ذ. هلڪي پوک - نيست پوک.

● سَهواڻ ۽ سَهواڻ: ذ. بهادر - بانڪو - سوره - ورير.

● سَهو قَد: صفت. قداوَر - سَرو قد - ڊگهي قد وارو.

● سهول: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَهولت ۽ سَهولتون: ث. [ف. سَهل = سولائي] سولائي - سهنجائي. سوکائي - آساني - سوکائي - آساني - سَهنج - فرحت - آرام - سک - آسودگي - آسائش. آهستگي. نرمي. واندڪائي - فرصت.

● سَهونجي: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَهي: ظرف: صفت. ڄاڻو - واقف ڪار - سڃاڻو - پڇاڻ وارو - واقف. داناءُ - هريل - مريل ماهر. (ذ) پيچڪ موجب مال جي خريدي قيمتن ڪان رهيل تي نفعو واڌ خرچ سميت. سيئي - سپ (ت).

▬ سَهيپ ۽ سَهيپون: ث. واقفيت - ڄاڻ پڇاڻ - سڃاڻ - ڏيٺ ويٺ.

▬ سَهي ڪرڻ: سڃاڻڻ - پرجهڻ - پرروڙڻ - پرکڻ. سهجهڻ - خبر پوڻ - معلوم ٿيڻ - خبر ملڻ. ڏسي وٺڻ.

▬ سَهيل ۽ سَهيل: ذ. واقف - ڄاڻو.

● سَهيڻ (ت): مصدر. قبول ڪرڻ - مڃڻ. برداشت ڪرڻ - سهڻ.

▬ سَهيائڻ (ت): مڃائڻ - قبول ڪرائڻ - آهستي آهستي مڃائڻ. برداشت ڪرائڻ.

● سَهيڻو ۽ سَهيڻا: ذ. آسرو - اميد - آڌار - مدد - سڃائي. سنيال.

● سَهي پوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سَهيجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سهڻجائي: اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سَهيُرَلُ ۽ سِهيُرَلَ (ڪ): ذ. صفت. ٿَهو ٿڪيُو- ٻت ۽ رنگ ۾ رت ۾ ڀُهل- آباڻتو- منهن ۾ پُريل- نيمڪَ وارو- صحيح سلامت- سانبيل.

● سَهپيرو ۽ سَهپيرا (ل): ذ. صفت. وڏو- ڪشادو. زياده- سَرس- گهڻو- جاسيتيءَ.

● سَهپڙڻ: مصدر. [سن. ساوَڌان = خبردار] ميڙڻ- گڏ ڪرڻ- ڪٺو ڪرڻ. پوک جي ول گڏ ڪرڻ. سنڀال لهڻ- خبرداري وڪڻ- چوڪس رکڻ. خبرداري ڪرڻ- هوشياري ڪرڻ- سُچيتائي ڪرڻ.

= سَهپڙَ ۽ سَهپڙوڻ: ث. گڏ ڪرڻ يا ميڙڻ جو ڪم. سُچيتائي- هوشياري- خبرداري- سجاڳي- نگهباني- پهري جي سُجاڳي.

= سَهپڙجڻ: مصدر. گڏ ٿيڻ- ميڙڻ- ڪٺو ٿيڻ.

= سَهپڙو ۽ سَهپڙا: ذ. اچي گڏ ٿيڻ يا وارد ٿيڻ واري حالت. ميلاپ- گڏجاڻي.

● سَهپس ۽ سَهپسَ: ذ. گهوڙي جي سنڀال ڪندڙ- سهيس.

● سُهيِلَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سُهيِلُ: اسم خاص. هڪ چمڪندڙ تاري جو نالو- يمن جي ملڪ ۾ اڀرندڙ، پنهنجيءَ خوشبوءِ سان جيتن کي ناس ڪندڙ- ايٺُ. هڪ ملڪ جو نالو. طارق جو اصل نالو (سهيل يمني).

● سُهپيلو ۽ سُهپيلا: ذ. صفت. [ف. سَهل = آسان] سولو- سَهنجو- آسان- سُکي- سُٿرو. سَلِيس- سوکو. آسودو- آرامي- خوش. سُنُو. بي پرواهه. ذ. محرم جي ڏهي ۾ عورتن طرفان ڳائڻ ۾ ايندڙ مرثيو- نوحو.

= سُهيلائي ۽ سُهيلائيُون: ث. سولائي- سهولت- آساني- آسائش- آرام- سُک- سَهنج- آنند- قرار- سَهنجائي.

= سُهيلپَ ۽ سُهيلپُون: سهولت- سَهنج.

● سَهپيلي ۽ سَهپليُون: ث. [سن. سکي؛ سَ = سان + گيا = ڳالهائڻ] سَرتي- سَکي- جيڏي- ساهيلي- ساهيڙي- الاتي واري- سنگتياڻي- جيڏل- رازدان. گڏ رهندڙ- مصاحب. رفيق.

● سِهپينڊَ ۽ سِهپينڊوُن: ث. راضپو- مرضي. رغبت- لاڙو.

= سِهپينڊي ۽ سِهپينڊيُون: ث. پسنديدگي- راضپو- خوشي. رغبت- لاڙو.

= سِهپينڊيءَ جو سڱ: پسنديءَ جي ميٽي يا سڱابندي. خوشيءَ جو ڪم.

● سَهيو ۽ سَهيا: ظرف. [پرا. سَهي. سن. سُکيتَ] خوش. سکيو- آسودو آرامي.

● سُئا ۽ سُئائُون: ث. [سن. سُرسا > سُ = ڄڻڻ] کير واري (مينهن، ڏڳي، ٻڪري وغيره) کير ڏيندڙ- ميڙندڙ.

= سُئاتِي ۽ سُئاتيُون: ث. کير واري- سوئا. ٻار واري (عورت) ٻاريتي.

= سُئاجو: ذ. [سوئا = کير واري + جو = وِيم واريءَ جو] ويم وقت ۾ ان ڪان پوءِ عورت کي کارايل دوا- درمل.

● سِئاڄجڻ: مصدر. [سن. شيت = سيءُ] ٿڌڄڻ- ٿڌ لڳڻ- سرديءَ ۾ ونجڻ. ڏڪڻي ولڻ- ڏڪڻ- ٺڙڪڻ- سيتلجڻ. اداس ٿيڻ.

● سِئاني: ث. هڪ مڇيءَ جو قسم.

● سِئارجڻ: مصدر. ڪوڙجڻ. ٿُهي پيهڻ. پَلتجڻ. پٽرڻ. سڌرڻ.

● سِئاخور ۽ سِئاخورَ: ذ. سخت سيءُ- پارو- ٿڌ.

● سِئارو ۽ سِئارا: ذ. هڪ موسم جو نالو- ٿڌي موسم- سيارو- موسم سَرما.

● سِئاڪو ۽ سِئاڪا: ذ. ڏسو سياڪو.

● سُئاڪو ۽ سُئاڪا: ذ. ڪنهن جي موت جي وقت زالن جو ماتم- سوڳ- سُوڪ.

● سِئال ۽ سِئالَ (ت- ل): ذ. سن. شَرُگال > ف. شغال = گيدڙ] گدڙ. مائٽ- عزيز- خويش- اقرباءُ.

● سِئالو ۽ سِئالا (ت): ذ. صفت. ٿورو وڌيڪ- ڪجهه وڌيڪ- سُئالو- سَرس- گهڻو- زياده.

● سَنانبِرائِي ع سَنانبِرائِيون: ث. ڀاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم.
● سَنانتِي ع سَنانتِي (ت): ذ. صفت. ماڻهو ـ گهٽ ڳالهائيندڙ.
● سَنانتِي ٻوندَ ع سَنانتِي ٻوندون: ث. سِپ ڪي وٺندڙ مينهن جي ڦڙي.
● سَنانجو: ذ. [سن. س = جڻڻ] ويم ڪان پوءِ ڪم ۾ آڻڻ جي دوا
● سِنانڊري ع سِنانڊريون: صفت. پاڙو ـ پاسي وارو گهر ـ محلو. ڪٽنب ـ قبيلو.
● سِنانڊو ع سِنانڊا: ذ. [سن شيت = سيءُ] سيءُ ـ ٿڌ. ذ. صفت. ٿڌ جو سٽيل ـ پاري جو ماريل ـ ٿڌيل.
● سِنانٺيتو ع سِنانٺيتا: ذ. گهر جي پاسي وارو ٻيو گهر ـ پاڙو. پاريسري ـ محلي وارو.
● سِنَاءُ ع سِنَاوَ: ذ. [سن. سَهَچرَ؛ سَهَ = گڏ + چر = هلڻ] سڳابندِيءَ جي ماڻهيءَ ۾ ڳنڍيل ڪنهن گهر جو مک ماڻهو ـ سڀڻ. موت جو مرثيو ـ پار. لذت ـ مزو ـ سواد ـ ذائقو. طرز. شوق. سڳنڌ.
● سَنَاءُ ع سَنَاءَ: ذ. [سن. سواد] سواد ـ مزو ـ ذائقو.
● سَنِجو ع سَنِجا (ل): ذ. صفت. [ف. سهل = سولو] سهنجو ـ سولو. سوڌو ـ سئون سڌو ـ سادو ـ غريب. ڏيتي ليتيءَ جو سوڌو.
● سُنَر ع سُنَرَ: ذ. [سن. سُوڪرَ = سوئر] هڪ جانور جو نالو ـ سِرون ـ سور ـ خنزير.
ـ سُنَرَ جو وَچ ع سُنَرَ جا وَچ: ذ. سِرونءَ جو ڏند ـ ڪات.
ـ سُنَر شِڪل: خراب شَڪل وارو ـ ڪِني شَڪل وارو ـ بد صورت. بد افعال.
ـ سُنَرَ مُنهون ع سُنَرَ مُنهان: ذ. صفت. بَد شِڪل ـ خراب شِڪل وارو. بي ايمان.
● سِنَرو ع سِنَرا: ذ. ماڻي يا سيتا ڪان پيل داغ ـ ماتا جو داغ يا چُکهو.
● سِنَڙو ع سِنَڙا: ذ. صفت. سٺو ـ لائق.

● سُنَڙو ع سُنَڙا: ذ. سوپاري ڀڃڻ (ودڻ) جو اوزار.
● سُنڙي ع سُنڙيون: ث چاندي يا سون يا ڪنهن ٻي ڌاتو جو ٿهيل آگر جيتري ڪڙيءَ سان، وچ ۾ گول هيٺ ڏگهي ڇيتري سٺي، جمله ڀ ننگ، هڪ ڪن ڪوٺي، ٻي ڏند ڪوٺي، ٻئي اڪثر سڳي يا ڳاني ۾ پوتل ۽ ڳچيءَ ۾ پاتل ـ سٺي ـ ڪانٽو ـ سيٺي. تروڪڙي ـ ڏينيوڙي.
ـ سنڙي هڻڻ: تروڪڙي هڻڻ ـ تيلو ڪڙي هڻڻ ـ ڏينيوڙي ڏيڻ.
● سَئيس ع گهوڙي جو سنڀاليندڙ ـ سَيس.
● سَئِنَ ع سَئِنون: ث. [سن. سُوچنا = اشارو] خيرات وٺڻ لاءِ فقير جو آواز ـ صدا ـ سوال. اشارو.
ـ سَئِنَ هڻڻَ: خيرات لاءِ صدا يا آواز ڪرڻ.
● سَئِنا ع سَئِنائون: ث. [سن. سيِنا = ] لشڪر ـ فوج ـ سپاه.
ـ سَئِناپتي ع سَئِناپتي: ذ. سپه سالار ـ لشڪر جو سپهدار ـ ڪمانڊر.
● سَئِنترڻ (ل): مصدر. سٽرڻ ـ ورڻ (بدن ۾) ستارو ٿيڻ.
● سَئِنڊل ع سَئِنڊلَ: ذ. [انگ. ] انگريزي نموني جي زنالي جُتي ـ سپاتو.
● سَئِنڊيڪيٽ ع سَئِنڊيڪيٽون: ث. [انگ. ] انتظام هلائيندڙ جماعت. اسيمبليءَ جي مکيه جماعت. ڪنهن يونيورسٽيءَ جي مجلس جو منتظم. سرڪاري طرح اناج خريد ڪرڻ جو ادارو.
● سَئِنسو ع سَئِنسا: ذ. صفت. سهڻ جهڙو ـ ٿورو گرم ـ نيم گرم ـ ٿنهن سوسڙو. ڀيرم ـ سنسو (ت).
● سَئِنڪلي ع سَئِنڪليون: ث. [هـ. سَنڪلي = ] چاندي يا سون جو ڳچيءَ ۾ پڌل ڏورو ـ قميص ۾ بٽڻ طور ڪم ايندڙ سون يا چانديءَ جي زنجيري.
● سَئِنڪو ع سَئِنڪا (ل): ذ. ڌڪو ـ دَپ ـ ڊاءُ ـ ڏر ـ خوف ـ هراس.

● سنيما ۽ سنيمائون؛ ث. [انگ. ] فلمي کيل ـ فلم ذريعي ڏيکاربل تماشو.
ـ سنيما هائوس ۽ سنيما هائوس؛ ذ. فلم ڏيکارڻ جي جاءِ ـ پڪچر هائوس.
● سڻڻ: مصدر. سُڻڻ ـ ٻُڌڻ.
● سئو: ذ. [سن. شتم=سئو] هڪ ڳاڻ جو انگ ـ ڏهن ڏهاڪن وارو انگ ـ صد ـ ستاءِ (۱۰۰).
ـ سئو پيري ۽ سئو پيريون؛ ث. [سن. شتم+پگ=قدم] هڪ قسم جو جيت ـ هڪ سؤ پيرن سان. اٽڪل اڌ فوٽ ڊگهو ـ سوپاري (ت).
ـ سون ۾ سو هو ٿيڻ: سچو انسان ٿيڻ. بي عيب ٿيڻ.
ـ سووڻ ۽ سوان: ذ. صفت. سئو وارو. (ث. سوين ۽ سويون).
ـ سئوڻ ۽ سئونيون؛ ث. ڪنهن شيءِ جي سئو دفعا وڌيڪ هئڻ واري حالت.
ـ سئوڻائڻ: مصدر. سئو دفعا وڌيڪ ڪرڻ جيئن "پيٺائڻ، ٽيٺائڻ وغيره".
ـ سئوڻو ۽ سئوڻا؛ ذ. صفت. هڪ سو دفعا وڌيڪ حالت وارو.
ـ سئيئون ۽ سئيئان: ذ. صفت. سوون.
● سئو ۽ سئا؛ ذ. [سن. شوار = سوڏو] ڳوڻين کي سبڻ جو هڪ ٻاهي سان ڇهنبدار ڪوڪو. هڪ ڪورين جو اوزار، قالب جي مٿان ٻيهنڊڙ.
● سئوٽ (سوتر) ۽ سئوٽ (سوتر)؛ ذ. چاچي جو پٽ.
ـ سئوٽيي سئوٽ (سوتري = سوتر) ۽ سئوٽيي سوٽ (سوتري سوتر): ٻيءَ جي سوٽ جو پٽ.
● سئوٽيي ۽ سئوٽيون (ل): ث. [ع. سوط= ] ڪاٺ جي ڏنڊي ـ ننڍي لٺ ـ سونٽيي ـ سوٽيي (ت) ـ ڏانگ.
● سئوراج ۽ سئوراج؛ ذ. پنهنجو راڄ ـ پنهنجي حڪومت ـ خود حڪومت ـ سوراڄ.

● سئون ۽ سوان؛ ذ. صفت. سڌو سنئون ـ ٻنا وڙ وڪڙ جي ـ ٻنا ڏنڊ جي ـ برابر. جهڙو ـ ساڳيو. صحيح ـ بلڪل پورو ـ سنواتو ـ سڌو.
● سئي ۽ سئيون؛ ث. [سن. سوچ=سئي] سئي.
● سئين ۽ سئيون؛ ث. هدايت. سڌو رستو ـ ڀلائي ـ چڱائي. چڱي ـ ڀلائي.
ـ سئين ٻنهين هجڻ: هڪ ٻئي جي ڀران هجڻ ـ دنگائتا هجڻ.
ـ سئين ٿيوڻ: چڱي ڪٿڻ. ڀلو ارادو رکڻ (ڪنهن جي باري ۾).
ـ سئين ليکين ٿيڻ: بيماريءَ کانپوءِ طاقت وٺڻ.
ـ سئين ليک؛ ث. سڌي ليک.
ـ سئين منهن هئڻ؛ ويامن جي وقت کي نزديڪ اچڻ.
● سئونچو ۽ سئونچا (لس): ذ. ڏپ ـ آڏکو ـ ڊاءُ ـ ڀؤ. سجاڳي ـ جاڳ ـ بيداري.
● سئوڻ ۽ سئوڻ؛ ذ. سگڻ ـ ساڻ ـ شگون ـ سوڻ (ت).
ـ سئوڻ ڪرڻ؛ شاديءَ جي موقعي تي ساڻ سگڻ ڪرڻ.
● سئي ۽ سئيون؛ ث. [سن. سوچ=سئي] رڪ سان ٺهيل سبڻ جو اوزار ـ ٽوپي ڏيڻ جو اوزار ـ پرت پرڻ جي سئي ـ چمڙي کي سبڻ جو اوزار ـ سٽي ـ سوزن ـ اِبر ـ سوزني. دوا کي جسم ۾ داخل ڪرڻ جو اوزار ـ انجيڪشن ـ فونئي جي رڪارڊ تي رکيل ڪوڪو. سئڻ ـ مصدر. مان ماضي مؤنث جو صيغو ـ پُڌي.
ـ سئي جو سگهي کي سهرڻ: ڪنهن به نتيجي جو ڪو نه ڪو سبب ضرور هئڻ.
ـ سئيدان ۽ سئيدان: سئين رکڻ جي شيءِ ـ ٽاچنين ٽنبڻ جي گدي ـ پن ڪشن.
ـ سئي سگهي سودو: ذ. صفت. سمورو ـ سربستو. ذري پرزي.
ـ سئي سگهي سودو مال هئڻ: سموري جائداد هئڻ.

- سئي سڳي کئي سورڻ: مهل تي ڳالهه لکڻ.

- سئي کٽي سگهي ڳولڻ (ت): اجائي تڪليف ڪرڻ. بي وقوفي جون ڳالهيون ڪرڻ.

● سئيت ۽ سئيتون: ث. سيپ ۾ مينهن جي بوند — سواتي.

● سئينتر ۽ سئينتر: ذ. [انگ. ] گرم گنجي.

● سئيري ۽ سئيريون: ث. ڪاري جي مڇيءَ جو قسم، سوئي جي پڇڻ، رنگ ڪاريڙو، پڪ ڪارڙا، بغل تي ٽِڪا، قد، ٢ ڪان ۾ فوت.

● سئيس ۽ سئيس: ذ. گهوڙن جي سنڀال ڪندڙ — سئيس. گهوٽ جو اهنر.

● سئيڪار ۽ سئيڪار: ذ. [سن. سويڪار] اقرار — قبوليت — انگيڪار.

● سئي ڪندر: اسم خاص. تعلقي شهداد پور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سئين ۽ سئينون: ث. خيرات لاءِ آواز — سوال جو سڏ — صدا — سئين.

- سئين هڻڻ: صدا ڪرڻ — سوال لاءِ سڏ ڪرڻ.

● سئينا: اسم خاص. ذات جو هڪ قسم.

● سئينچ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (ڀٽ سيرائي).

● سي (سو جو جمع): ضمير. آهي.

● سيا ۽ سيا (ت): ذ. عزيز — ذات ڀائي. پيارو — محبوب — معشوق. "سڀئي سگهه سيا". ڏاريو — اوپرو.

- سياپو ۽ سياپا (ل): ذ. صفت. فاتح خواني — عذرخواهي — منهن ڪاڻ — غم ۾ شرڪت. ماتم — غمي — ماتام — سوڳ — سوڪ. آهه — دانهن — ورلاپ — رودن. گوڏي پيچ. مائتي — عزازت.

● سيار (ل): ذ. گدڙ.

● سياڪر ۽ سياڪرون (ل): ث. ڏڪڻي — ٿڙڪڻي.

- سياڪرو ۽ سياڪرا (ل): ذ. سياڪر.

● سياتر: ذ. ڪري جو آنءُ گهر ڪٺي اچڻ وقت نياڻي يا غريب يا ڪنهن غريب کي ڀي ڏي ڀاتيون ڏنل آنءُ.

● سياتڻ: مصدر. [سن. شيپت = ] سيءُ لڳڻ — ٿڌ لڳڻ — سياٽو ٿيڻ.

- سياتجڻ: مصدر. [سن. شيشر = ٿڌ ڪري جمڻ] ٿڌ لڳڻ — سياٽو ٿيڻ — سيءَ ۾ ولوتجڻ.

- سياٽو ۽ سياٽا: ذ. صفت. ٿڌ — ڏڪڻي. تپ ۽ سيءُ. خوف — انديشو — ڊپ — ڊاءُ.

● سياتي (سياتري) ۽ سياتيون (سياتريون) (ت): ث. ڪل جو اڏ رڳيل تنگ وارو چمڙو.

● سيّاح ۽ سيّاح: ذ. صفت. ع. سيح = سفر ڪرڻ] سير ڪندڙ — گهمندڙ — مسافري ڪندڙ — جهان گرد — مسافر — سيلاني. جاتري — ياتري — زيارتي.

- سياحت ۽ سياحتون: ث. سفر — سير — جاترا — زيارت.

- سيّاحي ۽ سيّاحيون: ث. مسافري — سير — سفر — مسافرت.

● سيادت ۽ سيادتون: ث. [ع. سود = حڪمراني] سلطنت — حڪومت — بادشاهي — سرداري — امامت — پيشوائي — رهبري. شرافت. بزرگي. ساداتيت.

● سيّار ۽ سيّار: ذ. [ع. سير = ڦرڻ — گهمڻ] سير ڪندڙ تارو — ڦرندڙ ستارو — گيره. سير ڪندڙ — گشت ڪندڙ — مسافري ڪندڙ — مسافر — رولو گهومو — رول — ڀٽڪندڙ — ڀنوار — ٽلڪائو — رولو چولو — ٽوهو — ڀٽو ڏمو — ٽولاڪڙ — رلئو پنئو. رمتو. تيکو هلندڙ — تکو گهمندڙ — تيز رفتار.

- سيّار تارو ۽ سيّار تارا: ذ. گيره.

- سيّاره: ذ. (ع). گردش ڪرڻ وارو ستارو — ڦرڻ وارو ستارو — ڦرندڙ ستارو.

● سَيارُ ۽ سَيارَ: ذ. [هـ. سيار = گدڙ] هڪ جهنگلي جانور - گدڙ - سِيالُ.
"راتيان پولي ڪالڪڙي، ڏينهان پولي سيارُ،
جانُ مري ڏيهه ڏٺي، جانُ پئي ڏڪارُ".
- سَيارڙوُ ۽ سَيارڙا: ذ. جهنگ جو گهمندڙ جانور - ميرون - سيار - سيال - شغال - گدڙ.
- سِياري ۽ سِيارِيُون: ث. مادي گدڙ - گداڙي.
● سِيارُ ۽ سِيارُون: ث. سيرائي - ڪاٺين ۾ گول ٽُنهَن ٺنگن ڪرڻ وارو اوزار - سيرائي - سِياري (ث).
- سِياري ۽ سِيارِيُون: ث. سِيارَ.
● سِيارِ: اسم خاص. تعلقي چاچڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سَيار پڇ: اسم خاص. سنهڙو اُڀُنب جهڙو گاهه - ٻاڙ ۾ اڀندڙو پُٽ.
● سِيارَچُ (ث): اسم خاص. هڪ جهنگلي گاهه جو قسم.
● سِيارچُ (ث): اسم خاص. وَلِ جو هڪ قسم، برسات ۾ ٿرن ۽ پوٺن تي ڄمندڙ، چوٽيءَ ۾ ڳاڙها گل، ٿري ماڻهن لاءِ ڀاڄي طور استعمال ٿيندڙ. ان جو اَنُ جوئر يا ٻاجهريءَ جي اٽي سان ملائي استعمال ٿيندڙ.
● سِيارسِي: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سِيارو ۽ سِيارا: ذ. [سن. شِشِرَ = پاڻي جمي پوڻ. سن. سِيتَ + ڪال = سرد وقت] هڪ موسم جو نالو - سردي جي موسم - سيءَ واري رُت - موسم سرما - پوهه، مانگهه ۽ ڦڳڻ جي مهينن واري موسم. آتر جي واءُ - آتر آيرلدي جي ڪُنڊ جو واءُ.
● سِياڙُ ۽ سِياڙَ: ذ. [ف. شغال = گدڙ] هڪ جهنگلي جانور - گدڙ - سيال.
● سِياسَت ۽ سِياسَتُون: ث. [ع. سَاس > سوس = حڪمراني] ملڪ جي سنڀال - ملڪ جو انتظام - ملڪ جي حفاظت - ملڪ جو بندوبست - حڪومت جو ڪاروبار. گوشمالي - داب - تنبيهه - ڏمڪي - رعب داب. خوش دهشت - قهر - غضب - سختي. ڄاڻ - علم - معلومات.
- سِياسَتَ بازي ۽ سِياسَت بازيُون: ث. [سياست + بازي > باختن = راند ڪرڻ] لچائپيءَ واري سياست. سياسي ڪيڏ - سياسي ملاکڙو.
- سِياسَتدانُ ۽ سِياسَتدانَ: ذ. [سِياسَتَ + دانُ > دانستن = ڄاڻ] ملڪ جو انتظام هلائيندڙ - سياست مان ڄاڻندڙ - سياست وارو. ڄاڻو.
- سِياسَتُ ڪَرَڻُ: سزا ڏيڻ - تنبيهه ڪرڻ - گوشمالي ڪرڻ - ڏمڪي ڏيڻ.
- سِياستگري ۽ سِياستگريُون: ث. [سياست + گر = ٺاهيندڙ] حڪومت جو انتظام.
- سِياسِي ۽ سِياسِي: صفت. ملڪي انتظام متعلق - ملڪي - سرڪاري - راڄ نيتڪ.
● سِياڪو ۽ سِياڪا: ذ. زالن جو تعلق - ماٽئي - سياهو - عزازت - ڀائيچاري يا برادري، سڱ - لاڳاپو - تعلق.
"ڪهڙو سنگ سياڪو هاري سون هوتن سين" (شاهه).
عزازت جو سڏ - ڪانڌ - ڪوٺ. (ذ. صفت). ماٽيءَ جو - سيٽيءَ جو - ڀائيچاريءَ جو - سيڪو.
● سَيّالُ ۽ سَيّالَ: ذ. صفت. [ع. سيل = وَهڻ] وهندڙ - روان - جاري. پتڙو - پاڻياٺو - چيڊو - ريڙو - لباب - نرم - سنهو. رقيق - دوست.
● سِيالَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي دادو، تعلقي شهداد ڪوٽ، تعلقي گنبت (خيرپور رياست) ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سِيالُ ۽ سِيالَ: ذ. صفت. شريڪ. ڏاريو - اجنبي.
- سِيالڳيڙي: سيالن يا مٽن مائٽن جي شادي غميءَ جي سڏ تي شرڪت يا شموليت.
● سِيالڪوٽُ: اسم خاص. پنجاب ۾ هڪ مشهور شهر جو نالو.
● سِيالڪِي: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سِيامُ ج سِيامَ ذ. صفت. ڪارو- سياه. ڪاري ڪوئل. ڪرشن مهراج جو لقب. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

● سيام: اسم خاص. چين جي آتر ۾ هڪ ملڪ جو نالو.

● سِيانُ ج سِيانَ: ذ. رستي جي سنوت- سڌائِي- سَطَح- مٿاچرو.

● سِيانِ ج سِيانُون: ث. پير جي مٿائي.

● سِيانُنو ج سِيانُنا: ذ. پاڻيءَ جو هڪ جانور- مارين کي وڍيندڙ- ڪيڪڙ- ڪيڪڙو- سرطان.

● سِيانُڊرو ج سِيانُڊرا: ذ. مِٽي- مائٽي- برادري- ڀائيچاري. دوستي- يـاري. تعلق- لاڳاپو.

● سِيانُڊرِي ج سِيانُڊرِيُون: ث. مائٽي- عزازت- شرڪت- مِٽي- برادري. ڀر واري جاءِ.

● سِيانُڊو ج سِيانُڊا: ذ. [سن. شِيت=سِيءُ] سِيانُو- سِيءُ- ٿڌ. ڏڪڻي- رڪڻي- ڀَوُ- خوف- ڊپُ- خطرو- هَراس- ڊر- ڊِڄُ.

● سِيانُٺِي ج سِيانُٺِيُون: ث. هڪڙي گهر جو گهر چڙهي پيو دَرُ- پاڙو. ڪوچو- ڪُنڊو- محلو.

● سِياڻَ ج سِياڻُون (ت): ث. قبر جي وچ ۾ يا پاسي ۾ کوٽيل کڏ- سامِي (ت) لحد.

● سِياڻُ ج سِياڻَ (ت): ذ. کير جمائڻ لاءِ ان ۾ وڌل ٿورِي لسي يا جَهڻ- منياڻ- سِيائِڻُ (ت).

● سِياڻو ج سِياڻا: ذ. [سن. سَ=سان+ جڃا= ڄاڻڻ] عقل وارو- عاقل- عقل مند- ڏاهو- فهم- سمجهو- سمجهدار- گيانـي- هوشائتو- ٻُڌوان- دانـاءُ- تيز فهم- سگهڙ- عالم- واقف- اڪابر- زيرڪ- فهميدو. چُست- چَلِي- چالاڪ- هوشيار. هنرِي. ڀڪو- تجربيڪار. طبيب- ڊاڪٽر. عيارُ. دوراند يش.

- سِياڻَپَ ج سِياڻَپُون: ث. سمجهه- ڏاهپ- عقل- هوشيارِي- دانائِي- گيان- ٻُڌُ- عقل مندي- حرفت- اٽڪل- ڍنگ- ڊول- چالاڪيءَ- چترائِي- زِيرڪِيءَ- عيـاري- دوراندِيشي- تيز فهمي. چالاڪي- چُستائِي. سُگهڙائپَ.

- سِياڻو و ڀاڻو ج سِياڻا و ڀاڻا: ذ. صفت. سياڻو- فهميدو.

● سُيائِيءَ ج سُيائِيُون (ل): ث. عورت کي ٻار ڄڻائيندڙ عورت- دائي- نَرس.

● سِياوُش: اسم خاص. (ف) هڪ گاهه جو قسم. ڪيڪائوس جو پٽ.

● سِياهہ ج سِياهَہ: ذ. صفت. (ف) ڪارو- ڪاري رنگ جو. اونداهو- تارِيڪ. شومُ- نحس- بَد- خراب.

- سِياهہ باطِنُ: ذ. صفت. [ف. سياه + ع. باطن = ڳجهه] بد باطن- رياڪار- منافق.

- سِياهہ بَخْتُ ج سِياهہ بَخْتَ: صفت. [ف. سِياه + بخت = ڀاڳ] بَدنصيب- بد طالع- نڀاڳو- چوڪ چندو.

- سِياهہ پُوشُ ج سِياهہ پُوشَ: صفت. [ف. سياه + پوش> پوشيدن=ڍڪڻ] ڪاري لباس وارو- ماتمي- ڏکويل- غمگين- ماتامي.

- سِياهہ پُوشُ ٿِيَڻُ: ڪاري پوشاڪ پائڻ- ماتمي لباس ڪرڻ.

- سِياهہ پوشِيءَ ج سِياهہ پُوشِيُون: ث. ڪاري لباس ڍڪڻ واري حالت. ماتم- غم.

- سِياهہ چَشْمُ: [ف. سياه + چشم = اک] ڪارين اکين وارو- ڪجلو. ترمچي باز جو پيو نالو.

- سِياهہ دِلُ ج سِياهہ دِلَ: صفت. [ف. سياه+دل] ڪاري دِل وارو- اندرڪارو- گنهگار- عاصِي. سنگدل- بي رحم- ظالم.

- سِياهہ ڪارُ ج سِياهہ ڪارَ: ذ. صفت. [ف. سياه+ڪار> ڪردن=ڪرڻ] خراب ڪم ڪندڙ- فاسق- عاصي- بد ڪار- فاجر- گنهگار. ظالم- پاپِيءَ.

- سِياهہ ڪارِيءَ ج سِياهہ ڪارِيُون: ث. بَد ڪارِيءَ- بڇڙائِي. ظلم.

- سِياهہ گوش ۽ سِياهہ گوش: ذ. [ف. سياهہ + گوش = ڪن] هڪ جهنگلي جانور- ڦيڪاري. ذ. صفت. تيز نظر- تکي نظر وارو.
- سِياهہ و سفيد جو مالڪ هئڻ: هر نقط خيال کان طاقتور هئڻ- وڏي دست رس هئڻ. حاڪم هئڻ.
- سِياهي ۽ سِياهيون: ث. صفت. ڪاراڻ. ڪارنهن- ڪاروڻ. اونداهي اوندهہ- انڌوڪار. دل جي ڪارنهن- ڪجل. داغ.
- سِياهان: اسم خاص. مڪران جي اتر وارن جبلن جي قطار جو نالو.
- سِياهہ باز: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- سِياهہ قند: اسم خاص. بلوچن جي قوم جو هڪ قبيلو.
- سِياهو: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
- سياءُ ۽ سياوَ (پيلا): ذ. [سن. سَ = ساڳيو + آدر = پيت] شريڪ- ذات ڀائي- عزيز- پرپرو عزيز- ڏوراهو مائٽ. دوستيءَ جو مائٽ- مائٽ- ڀائپي.
- سيائڪو ۽ سيائڪا (پيلا): ذ. صفت. شريڪائو- مائٽائو.
- سيائڙو ۽ سيائڙا: ذ. [هند. سيال. ف. شغال = گدڙ] گدڙ- سيال- شغال.
- سيب ۽ سيبَ: ذ. (ف) هڪ قسم جو ميوو- صوف.
- سيبا ٿيڻ: مصدر. بُکَ ۾ ڀاهہ ٿيڻ- سيٺا ٿيڻ.
- سيباج ۽ سيباج: ذ. ملڪيت- دولت- ڌن. مرجاتا- شائستگي- سنبيتي.
- سيبارو ۽ سيبارا: ذ. ٽڏا ٽا هيندڙ- تولريون ٽا هيندڙ.
- سِبيان: ث. سيپ يون.
- سِبياڻ: ث. ڏڏ ڇڪو جو کير ۾ ڏونري لاءِ وجهجي.
- سيباڻ: مصدر. [سن. شوڀا = سونهن] وَڻڻ- پسند پوڻ- دل کي وڻڻ- پسند اچڻ. پور- جوڳو- برابر- ٺيڪ. ماپڻ- سنهن تي پوڻ- جڙڻ.
- سيباٽو ۽ سيباٽا: ذ. [سن. شوڀن = سونهن] وڻيل- پسند ٿيل. مناسب- لائق- دل گهريو- خواهان- سيبڻ. سهائڻ- جڳائڻ.

”لنگهي سير سنئوان تيٺي ساهڙ سيباٽا“
(شاهہ).

- سيبتو ۽ سيبتا: ذ. [ف. سربستہ > ع. ثابت] جُملہ- پورو- سياڻو- سگهڙ. هوشيده- سليقہ وارو. رَت پَهت وارو- سنجيدو.
- سيبيلو ۽ سيبيلا (ت): ذ. سيم. سردي عورت جي هنگڻ جي جاءِ- گُٿي.
- سيبتِ ۽ سيبتون (ڪ): ث. مقعد کان عضوي مخصوص جي وچ وارو هيٺيون حصو- آلت ۽ مقعد جي وچ وارو ٽڪر. مقعد ۽ عضوي مخصوص جي وچ واري رڳ. مقعد- گُدِيا.
- سيبڻ (ڪ): مصدر. [سن. سيون = سبڻ] سبڻ- تروپو ڏيڻ- جوڙڻ- ٽهڻ- جڳائڻ.
- سيبو ۽ سيبا: ذ. صفت. ترپيو- ٽاڪو- بخيو- بڪو- ڦاري- ڪير. سنڌو- دَرزَ- ڪڻ. پرت جو سڄو ڪڻ- ڪوهستان ۾ پرت جو قسم. چتي- ٽڪري.

”سهسين سيبا ڪنجري لوئي ليڙون ليڙ“
(شاهہ).

- سيبي ۽ سيبيون (ڪ): ث. سلائي- ترپو- بخيو.
- سيبي هڻڻ (ت): چمڙي جي سنهي تندِ سان ترپو ڏيڻ.
- سيپاءُ ۽ سيپاءَ (ت): ذ. سياءُ- لڇڻ- عادت.
- سيتِ ۽ سيتون (ت): ث. [سن. شيت = ٿڌ] سردي- ٿڌ- سيءُ (ڪ). ڪاريءَ جي پيڙيءَ جو هڪ عضوو. جانار ۽ واڙي جي ڏنگ وارو حصو
- سيٽ ۽ سيٽَ: ذ. صفت. ٿڌو- سردُ. (اسم خاص). هڪ مرض جو قسم.

- سِيتَلُ ۽ سِيتَلَ ؛ ذ. صفت. [ هہ. سن. شيتَلُ = ٿڌو] ٿڌو - سرد - خنڪ - ٺريل. خوش- سکي - آسود. نرم - ڪومل - نهو - لڙو - ڪچڙو. ڏيرج وان - بردبار. رکو - بي دليو - نرهيو. وڻندڙ - مزيدار. صاف - اوجل. (ذ). ڪافور هڪ قِسم. موتِي. چنڊ. ڦرهن مان نهيل ڪارڪن جو چپو - پِنڊو. پاڻيءَ تي پيدا ٿيندڙ هڪ پوٽِي (ڪرڪٽيءَ جو سنگ).

● سِيتا: اسم خاص. [سن. سِيتا = هڪ ديوي] راجا جنڪ جي ڌيءَ ۽ رام جي زال جو نالو. (ث. صفت). پاڪدامن - پارسا - با عصمت - ستَ وارِي.

- سِيتاستِي: ث. سيتا جهڙي پاڪدامن - نيڪ عورت.

● سِيتارامِي: ث. هڪ سون جو قِسم.

● سيتا ڦلُ ۽ سِيتا ڦلَ: ذ. [سن. شيت = ٿڌ + هند. ڦل = ميوو] هڪ ميري جو نالو. شريفہ.

● سِيتان: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سِيتانگُ ۽ سِيتانگَ (ت)؛ ذ. [سن. سِيتانگُ = بيماري] هڪ بيماري جو قِسم - متي ۽ پيرن تي ڦگهر ٿيڻ جي بيماري. هڪ قِسم جي خارش جي بيماري - بدن تي ڊِ پڙ ڊِ پڙَ ٿيڻ واري بيمارِي. فالج. لقوه.

- سِيتانگِي ۽ سِيتانگِي: ذ. صفت. بيمار- ناچاق.

● سِيتَپَرُ ساڌُ ۽ سِيتَپَرُ ساڌَ: ذ. گروهہ يا برهمڻ جي ڪاڌي لاءِ گوشت جو ٽڪرو.

● سِيتَلُ ۽ سِيتَلَ ؛ ذ. صفت. [سن. شيت = ٿڌ] ٿڌو - سرد.

● سِيتَلا ۽ سِيتَلا ٿون ؛ ث. [سن. سِيتَلا = ٿڌي - ماتا جي بيماري] هڪ بيماريءَ جو نالو- ماتا - مائِي - چيچڪ - ديوِي - وڏي مائِي. (ث. صفت). ٿڌي - سرد.

● سِيتَلا پوڄڻ (ت)؛ هاج وڃڻ - خبر وٺڻ - سزا ڏيڻ.

- سِيتَلا ڪَيڏَڻُ: ماتا جي مرض کي روڪڻ لاءِ اڳوات ٽڪا ڏيڻ - ٽڪا ڪيڏڻ - ٽڪا هڻڻ. ساڻِڻُ.

● سِيتَلَ چِيني: ث. هڪ قسم جو مصالح. عربي سمنڊ جي ٻيٽن ۾ پيدا ٿيندڙ.

● سِيتِي: حرف جو. [سن. سَ = ساڻ] سان - ساڻ - سميت - سين - پيڙو - سُوڌو

● سِيٽَ ۽ سِيٽُون: ث. [سن. سِيٽَرُ = سيٽ] آڪڙ - ٺانءِ - ڦُونڊ - وڏائي - غرور - هَٺُ - تڪبر. سوڻائي - سوڻاڻ - سختائي - سختي - مضبوطي. سوکائي. انگ لوچو - انگ اچلو - ڪرکِي - ڪڙائي. ڏکڻي - ٽڙڪڻي. ٽرٽلو. ڪشش - چِڪ. ڪاوڙ - غصو. سيٽِي - سيٽ. ڪُوڪَ (ريل جي) - ڪُوڪاٽ - سُوساٽ. نوڙِي - رَسِي - وَڌي. ڏانوڻ - نِير - بَنڌُ.

"وِتِي سيٽَ سوٽَ پاءِ پنهنجي ڪرهي" (شاهہ).

جانور جي هڪ بيماري - (انگ. Seat) ويهڻ جي جاءِ - ڪرسي - ڪوچ وغيره. جوارين جي اصطلاح ۾ جوان عورت.

- سيٽِيرُ ۽ سيٽِيرَ: ذ. سيٽِيون وڄائيندڙ- سيٽِيبازُ. بدمعاش.

- سيٽَ وَڄائِڻُ: سيٽ وڄائڻ - سيٽي وڄائڻ - سيٽبازڻ (ريل جو) - ڪُوڪ ڪرڻ - ڪُوڪڻ - گهُو گهُو وڄائڻ. گهُو گهات ڪرڻ.

- سيٽِي ۽ سيٽِيُون: ث. چپن کي سوڙي ڪيڏيل سنهڙو آواز سيٽ - سيٽ. ريل جي ڪُوڪَ.

- سيٽِي وَڄائِڻُ؛ سيٽ وڄائڻ - سيٽبازڻ - آواز ڪرڻ. (ريل جي) - ڪُوڪ ڪرڻ - ڪُوڪڻ - گهُو گهُو وڄائڻ. گهُو گهات ڪرڻ. سپاهيءَ جو سيٽيءَ ذريعي چتاءُ ڏيڻ.

● سيٽُ ۽ سيٽَ: ذ. (انگ). ڪن شين جو مجموعو. (مثلاً چانهہ جو سيٽ - ڪوچن جو سيٽ - سينگار جو سيٽ وغيره).

● سِيٽُ ۽ سِيٽَ (ت): ذ. ڪوهہ مان پاڻي ڪيڏڻ لاءِ چمڙ جو ڊگهو رَسو - ٽاهو رَسو -

ڪنديءَ (ت). ڀوڪ کي ڦهلجڻ کان بچائڻ لاءِ
ڏيڻ مان ٺهيل سنهي ڇڙيءَ مان وسو، ٽڪاءُ
ڪيائڻ لاءِ. ٽنٽ.

● سيڻتا ٿيڻ (ڪ): ٻُڪَت مرڻ - ڀاهه ٿيڻ.

● سپتار ۽ سپتارون (ت): ث. ڀرائين جتين
سبڻ لاءِ آر.

● سيڻتڻ: مصدر. ستُ ستُ ڪري وجڻ -
ڪاهي وجڻ - ستڻ - تڪڙو ڪاهڻ.

● سيڻتڻ: مصدر. سخت ڪرڻ - ٽات ڪرڻ -
سوٽ ڪرڻ - پڪو ڪرڻ - پختوڪرڻ - تنگ جهلڻ.
ٻَڪَت وجهڻ. ٽرٽلي ۾ وجهڻ - ٽيلهڻ. گهاٽو ٿيڻ.

- سيڻتَ ۽ سيڻتون: ث. وڏائي - تڪبر -
آڪڙ - هٺ - غرور - مغروري - ٻُڪَت - ڊگڙ.

- سيڻتجڻ: مصدر. سخت ٿيڻ - ٽات ٿيڻ -
سوٽ ٿيڻ - ڏاڍو ٿيڻ. قابو ٿيڻ - سنبتو ٿيڻ.
پڪو ٿيڻ. پختو ٿيڻ. گهاٽو ٿيڻ. ضدي ٿيڻ -
نيٺر ٿيڻ. چڪجڻ. وڏائي ڪرڻ - تڪبر ڪرڻ.

- سيڻتيجي هلڻ: آڪڙ سان هلڻ - ٽيڪرجي
هلڻ - ڦونڊجي هلڻ.

- سيڻتَ جهلڻ: آڪڙ کي روڪڻ - وڏائيءَ
کي ختم ڪرڻ.

- سيڻتير ۽ سيڻتيرَ: ذ. صفت. وڏائي وارو -
تڪبر وارو - آڪڙيل.

- سيڻتَ ڪرڻ: آڪڙ ڪرڻ - وڏائي ڪرڻ.

● سيڻو ۽ سيڻتا (ت): ذ. ڪي زمين - گهٽي
گاهه واري زمين (ذ. صفت). متارو - ٿلهو - ڏٿو.
سگهارو - طاقتور. جوان مرد - پهلوان.

● سيڻتو ۽ سيڻتا (ل): ذ. ڪپڙي جو وٽيل نوڙ.

● سيڻتوائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سيٺ ۽ سيٺيون: ث. [سن. شريشٽ =
شاهوڪار، پرا. سيٺ] شاهوڪار - دولتمند -
دنيادار - ڌن جو مالڪ - پئسي وارو. واپاري -
سوداگر - تاجر - وڻجارو - ڪنهن ڪارخاني جو
مالڪ، عام طور هندن لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظ.

- سيٺپائي ۽ سيٺپائيون: ث. سيٺپڻو -
دولتمندي - شاهوڪاري. وڏ ماڻهپائي - ڊگر - وڏائي.

- سيٺڻي ۽ سيٺڻيون: ث. سيٺپائي - سيٺپڻو.

- سيٺاڻي ۽ سيٺاڻيون: ث. سيٺ جو مونث -
شاهوڪار زال - سيٺياڻي. ودياڻي - واڃاڻي - هندياڻي -
ڪراڙي.

- سيٺياڻي ۽ سيٺياڻيون: ث. سيٺ جو
مونث - شاهوڪار زال - سيٺڻي.

- سيٺيو ۽ سيٺيا: ذ. آسودو - شاهوڪار -
سيٺ ماڻهو. واڻيو - هندو - ڪراڙ.

● سيٿار ۽ سيٿارون (ل): ث. وچ واري ٽوبي
ڏيڻ جي آر - ڪيرڻي (ت).

● سيٿار: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سيٿار: اسم خاص تعلقي گونيءَ ۾ هڪ
ديهه جو نالو.

● سيٿار پيڙهه: اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾
هڪ ديهه جو نالو.

● سيٿارجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
تعلقي گمبٽ (خيرپور رياست) ۾ هڪ ديهه ۽
شهر جو نالو.

* سيٿاري: اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ
ديهه جو نالو.

● سيٿاڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سيڻتا مالڪَر ڪرڻ (ل): پنهنجي وڏائي
بيان ڪرڻ - پاڻ پڏائڻ - شيخي بيان ڪرڻ.
(هي لفظ استعمال ٿيندڙ، جتي ڪو ماڻهو مقروض
هجي ۽ قرض خواهه کي ڪجهه به نه ڏي ۽
پنهنجا ڪم ڪار ڪندو وتي).

● سيڻتر: اسم خاص. تعلقي ڪنڌياري ۾ هڪ
ديهه جو نالو.

● سيڻترَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سيڻڙ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سيڻو ۽ سيڻا (ڪ): ذ. آگونو - نونيو.

● سيپارو ۽ سيپارا: ذ. [ف. سي = ٽيهه +
پاره = ٽڪرا] مسلمانن جي پاڪ ڪتاب قرآن
شريف جي ٽيهن سيپارن مان هڪ پارو.

- سيپارهه: ذ. (ف). قرآن شريف جو ٽيهون
حصو.

● سيپاڪي: پنهنجو منهن تہ ڏس، سيپاڪي ٿي پيو آهين.

● سيپٽمبر: اسم خاص [انگ. September] عيسوي سال جي نائين مهيني جو نالو.

● سيپڪ ۽ سيپڪ (ت)؛ ذ. صفت. تمام سنهو - لاغر - ضعيف - هيٺو - اڀرو - ٽڪل - ڏٻرو.

- سيپڪڙو ۽ سيپڪڙا (ت)؛ ذ. سنهڙو - لفيس.

● سيپلي سيپليون (ت) : ث. دوا - سٽي.

● سيپو ۽ سيپا؛ ذ. ٻرندڙ ڪاٺيءَ مان نڪرندڙ ڏوپ.

● سيپي ٻونو؛ اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● سيج ۽ سيجون: ث. [سن. شيا > شي = سمهڻ] شاديءَ وقت گهوٽ ڪنوار لاءِ ناهيل پلنگ - سينگاريل بستر، پلنگ يا کٽ - هنڌ يا بسترو - ڪوچ - سيجھ - تعزيہ. کٽ. ماه محرم جي ٩ تاريخ تي تابوت سان گڏ گهمايل پلنگ يا سينگاريل کٽ.

- سيجا ۽ سيجائون: ث. ڏسو سيج.

- سيجبند ۽ سيجبند: ذ. [سن. شيا + ف. بند > بستن = ٻڌڻ] سيج تي وڇايل هنڌ جي چادر کي کٽ جي پاوَن سان ٻڌڻ ۾ ايندڙ ڏورن مان هڪڙو. سيج جي پاون کي ٻڌڻ ۾ ايندڙ ڇھاڻ يا ٽنورن مان هڪڙو.

- سيج پچائڻ: ڪنولي داخل ڪرڻ. سيکت ڏيڻ.

- سيج چڙهڻ: گهوٽ ڪنوار جو گڏجي شاديءَ واري کٽ تي سمهڻ - همبستر ٿيڻ. شادي ڪرڻ.

- سيج رات: اسم خاص. محرم مهيني جي نائين تاريخ واري رات - سيج جي مرڪس ڪيڊڻ واري رات.

- سيج سنوارڻ: شاديءَ جو هنڌ وڇائڻ - بسترو سينگارڻ.

- سيج ڪڇائي: ث. سٽ جي ڪچين تندن سان سيج جي پلنگ کي ڪچڻ جي هندڪي رسم.

- سيج لڙڻ (ت): زال سان گڏ همبستر ٿيڻ.

- سيج ماڻڻ؛ شادي ڪرڻ.

- سيج وڇائڻ: شاديءَ جو بستر درست ڪرڻ - هنڌ وڇائڻ.

● سيجان؛ اسم خاص. تعلقي آٻاوڙي ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● سيجاه: ث. [ف - سزا] سزا - مار.

● سيجاهرو ۽ سيجاهيرا؛ ذ. صفت. هٺ ورسيو - سيونجائيو - هڪيو - سيجھرو - ٻامي اوٺو. هنري - ڊپي. ڦڙت. سٽائو.

● سيجرا (ت)؛ ذ. صفت. مينهوڳيءَ سبب ٿيل آلي زمين.

● سيجو ۽ سيجا (ڪ)؛ ذ. چلھ - ماني پچائڻ جو تنور.

● سيجو؛ اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات (ت).

● سيجھرو ۽ سيجھرا: ذ. صفت. ڏسو سيجاهرو.

● سيج ۽ سيجون؛ ث. [پرا. سيجا. سن. شيا = بسترو] ڏسو سيج. (ھ. سيج).

● سيچاهو ۽ سيچاها: د. ڄاڻ - سڃاڻ - علم - معلومات.

● سيچھ ۽ سيچھون (ت)؛ ث. حياءُ - قدرشناسي - سانڃھ. سڃاڻپ - ڏيٺ - واقفيت.

- سيچاهو ۽ سيچاها؛ ذ. صفت. سڃاڻندڙ - پرکيندڙ. قدرشناس - ساڃھي.

● سيچانو ۽ سيچانا (ڪ) - ذ. باز جو هڪ قسم - سيچانو.

● سيچاڻو ۽ سيچاڻا (ت)؛ ذ. هڪ پکيءَ جو قسم - هڪ باز - سيچاڻو - ترمچي باز جي مادي - هڪ شڪاري پکي.

"ڪن ا ئيون سهٽي سڄڻ جون،
سورمو سيچائي مشال."

● سيچڻ (ت): مصدر. تنگ ڪيل ٿيڻ.

- سيچ ۽ سيچون: ث. تنگ - ڪشش - ڇڪ - ڌوهڻ.

- سيچائڻ: مصدر. تنگ ڪولائڻ.

● سيپچو ۽ سيپچا (پڻ): ذ. ماني وغيره پچائڻ جي جاءِ. رَڌَڻِجاءُ جو هَنڌُ. تَنُورُ.

● سِيخَ ۽ سِيخُون: ث. لوهہ جي سنهي ڊگهي لٺِ. تارِ. ڪَبابَ پچائڻ جي شيخَ. ڪارب مان نڪتل مٽيءَ ڪي وڏڻ جي تار. پڪ. ٽُڪَ. پڪل گوشت. ڪُڪڙ جي ڪنڙو. (ظرف). سنئون. سِڌو. سَوِلو. اُپو. ڪڙو.

— سِيخَ ٿِيَڻُ: شيخَ وانگي ڪڙو ٿي بيهڻ. سِڌو ٿيڻ. سنئون ٿيڻ. نرا ڪٽڻ (گهوڙي جو). اپڙڻ. گهٽو ڪاوڙجڻ. مقابلو ڪرڻ. وڙهڻ. سامهون ٿيڻ.

— سِيخَرُ ۽ سِيخَرَ: ذ. پورين ڪَڙَ هَن وارو ڪُڪُڙُ. سُنو ويڙهو.

— سِيخَ هَڻَڻُ: گوءِ يا نَڙَ مان گند ڪيڻ.

● سَيِد ۽ سَيِدَ: ذ. [ع. سيد = سردار] سردار. اڳواڻ. مهندارُ. پيشوا. رهنما. هادي. هدايت ڪندڙ. ايڪ بخت. حضرت امام حسين عليہ سلام جو اولاد. حضرت رسول ڪريم صلعم جو ڏهتاڻ. اهلبيت.

— سَيِّدُ الاَنامِ: [ع. سيد + انام = خلق جو سردار] رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جو لقب.

— سَيِدُ الشُهَدا: اسم خاص. [ع. سيد + شهدا = شَهِيدَ] شهيدن جو سردارُ. امام حسين عليه السلام ۽ حضرت حمزه جن جو لقب.

— سَيِّدِ يائِي ۽ سَيِّدِ يائِيُون: ث. سيد جو اهل. بيبي.

— سَيِدازَئِي: اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو.

● سَيِدُ شُجاعُ: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سيپڙي ۽ سيپڙيُون (ت): ث. سِڌائِي. سَنئوَتَ.

● سيپڙانگ ۽ سيڌانگُون (ت): ث. واڌارو. برڪت.

● سيپڙَڻُ (ت): مصدر. [سن. سَڌَ = تڪليف ڏيڻ] دَٻائڻ. هيسائڻ. دَٻاءُ رکڻ. هيسڻ. ڊيڄارڻ.

ٿورائتو ڇوائڻ. سزا ڏيڻ. مار ڏيڻ. سوجهڻ. جاچڻ. هٿ ڪرڻ. ڪٽڻ. جيتڻ. سوڀ ڪرڻ. فتح ڪرڻ. آڻ مڃائڻ. تات مڃائڻ. مطيع ڪرڻ. تابع ڪرڻ. مغلوب ڪرڻ. وَسَ ۾ آڻڻ. ماري مات ڪرڻ. غالِبُ پِڙڻ.

— سيپڙَ ۽ سيپڙُون: ث. تابعداري. ڊڄ. خوف. ڀَوُ. سزا. مار. سيکتِ.

— سيپڙائِڻُ: مصدر. تابعدارُ ڪرائڻ. سزا ڏيارائڻ. مار ڪارائڻ. سيکت ڏيارڻ.

— سيپڙِجَڻُ: مصدر. تابع ٿيڻ. سزا کائڻ. سيکت حاصل ڪرڻ.

— سيپڙِ سيپڙِڻُ: دَٻاءُ رکڻ. زور آڻڻ. ڀَوُ ڏيارڻ. ڊيڄارڻ.

● سِيڌو ۽ سِيڌا: ذ. ڪچو طعام. رسد. سامان. سَمَرُ. توشو. سامانُ سِڙو. وَکَرُ واڙي. آنُ آنو. سنهو ٿلهو ڪاڌي جو سامان. خوراڪ. آهارُ. کيڻُ. چوڏو. آذِقو.

— سِيڌو پاڌو ۽ سِيڌا پاڌا: ذ. صفت. سيڌو سامان. سَمَرَ. توشو. رَسَدُ. آهارُ. آذِقو. خوراڪ. چوڏو. کيڻُ.

● سيپڏائِڻُ: مصدر. سِڪائڻ. خواهش ڏيکارڻ. خواهان ٿيڻ. آرزو ڪرڻ. ارادو ڪرڻ. واجهائڻ. منتظر ٿيڻ. بک مَرَڻُ.

● سيپڏو ۽ سيپڏا (ڪ. ت): ذ. نڪ مان نڪتل سِنگهہ جو ڳنڍو. بوڙو. گوبو.

● سيڏيِنو: اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سيپڙ ۽ سيپڙُون (ت): ث. سَوَڻُ. شگون.

● سيَرُ ۽ سَيَرَ: ذ. وڏي ماتا.

● سيرُ ۽ سيرَ: ذ. [سن. سيٽڪ] تور جو هڪ وٽ. ماپ جو هڪ تورو. مڻ جي چاليهين ڀاڱي وارو وزن. چئن پائن جو گڏيل وٽ. (سنڌي سيرُ ٨٠ تولا، طبي سيرُ ٥ تولا ٨ ماسا، شاهي سيرُ ٢١ ماسا، عالم گيري سير ٣٠م طبي مثقال، خراساني سيرُ ١٥ طبي مثقال وزن). ڏِڦُ.

— سيرَڪُ ۽ سيرَڪ: ذ. صفت. هڪ سير وزن جو.

- سيرو ۽ سيرا: ذ. صفت. وزن جو انداز ڏيکاريندڙ. جيئن ته "ٻه سيرو" يا "ٽه سيرو" وغيره.

● سَيرُ ۽ سَيرَ: ذ. [ع. سير = وڃڻ] گشت - سياحت. چهل قدمي - هوا خوري - تهل - گهمڻ ڦرڻ - شَيلُ - گهمڻ. دَورو - گرد واري - چڪرُ شڪار - شيل شڪار. مزو - لطف - تماشو. مطالع. گداگري - فقيري - پنڻ. ڏو.

- سَيرُ ڪَرڻُ: تفريح ڪرڻ - گشت ڪرڻ - گهمڻ. چهل قدمي ڪرڻ - هوا کائڻ. مطالع ڪرڻ - گداگري ڪرڻ - پنڻ.

- سَيرُ گاهُ ۽ سَير گاهون: ث. [ع. سَيرَ + ف. گاهه = جاءِ، هنڌ] گهمڻ جي جاءِ - سَيرَ جي جاءِ - وندر جو ميدان - گهمڻ ڦرڻ جي جاءِ - نظاري جي جاءِ - تماشا گاهه. ٻر فضا مقام - ڏسڻ جهڙي جاءِ.

● سِيرَ ۽ سِيرون: ث. اهڙ، درياءَ يا لئين جي وچ وارو حصو، اونهي ۽ تيز وهڪري وارو پاڻي - پاڻيءَ جو تکو وهڪرو - تکڪ. چير - ڦوٽ - ڏار - شڪاف. هَرَ ڪاهڻ وقت ڏکي کي ٻڌڻ لاءِ رسو - نار وهڻ وقت ڏڳن جي سڱن ۽ نار جي پرچل کي ٻڌيندڙ رسو. نشتر سان رت ڪڍڻ واري حالت - فصد. اوسر جي شڪار ۾ ڪُتا سير ۾ جهلي وهندا آهن. جبلن جي وچ مان وهندڙ پوري. حلال مال کي ڪهڻ وقت ڏنل وَڍُ. مڇيءَ جو هڪ قسم. تڪبر - وڏائي. ميراڻي - ڪنبڻي - ڏڪڻي.

- سِيرَ جو رَسو: هر ڪاهڻ وقت ڏکي جي سڱن ۽ هَرَ جي مُنڍيءَ ۾ ٻڌل رسو. نار هلڻ وقت ڏڳن جي سڱن ۽ پرچل ۾ ٻڌل رسو.

- سِيرَ چوڙائڻُ: نشتر هڻائي خراب رت ڪڍائڻ - فصد کولائڻ.

- سِيرَ چوڙَڻُ: مصدر. ڪنهن نس يا رڳ کي چهڪُ ڏيئي رت ڪڍڻ. اڙ چوڙڻ - فصد کولڻ - نبض کولڻ - رت ڪڍڻ - نس وَڍڻ - رڳ ڪپڻ. ڏُڪُ پهچائڻ.

- سِيرَ ڏِيَڻُ (ت): ڪُهڻ - ذبح ڪرڻ - حلال ڪرڻ.

- سِيرَ ڪَڍَڻُ: نشتر سان ٻانهن مان رت ڪڍڻ.

- سِيرَ وِجهَڻُ: ڪُهڻ - حلال ڪرڻ - ذبح ڪرڻ - سير وهائڻ - تڪبير وجهڻ - گهات ڪرڻ. قتل ڪرڻ.

- سِيرَ وَرائِڻُ: نئين جاٽ هڻڻ لاءِ ڏاند جي رسي کي ورائڻ.

- سِيرُوڻ آيُرَڻُ: ڏُک جون ڳالهيون ياد ڪري سيسرائيون آيرڻ - لڻون ڪانڌارجڻ.

- سِيرَ وَهائِڻُ: ڪُهڻ - قتل ڪرڻ - پائڻ - سير وجهڻ - تڪبير وجهڻ - نيڙي ڪپڻ - گهات ڪرڻ - حلال ڪرڻ (ٻڪري وغيره کي).

- سِيرَ هَڻَڻُ: نشتر هڻڻ - فصد کولڻ - سير چوڙڻ.

● سِيرُ ۽ سِيرَ: ذ. رستو - راهه - واٽ - سڙڪ - دَڳُ - مارڳُ - سنگرُ - سيرو - پيچرو - گس - گذرگاهه - لنگهه. درياهه جو وچُ. وچ - اڌ. شراڪت - ڀائيواري. سچائي - سچيتا - سچ - سيلُ - سَتُ - پوترتائي - پاڪدامني. سِڪَ - پيار - محبت. استقامت. حقداري - ڏَڍُ. (اسم خاص). شهداد پور تعلقي ۾ هڪ ديهه جو نالو. مغلين جي وچهو ڪاري پاڻيءَ جي هڪ ڍنڍ جو نالو.

- سِيرالو هُجَڻُ (ت): شراڪت وارو هجڻ - ڀائيواري جو هجڻ - آڌيرو هجڻ.

- سِيرَ تي چڙهَڻُ: پرميشور ڏي هلڻ. سولائي ٿيڻ. ڍَپُ ٿيڻ.

- سِيرَ سَتَ: ظرف. سِڌو وڃان - سنئون ئي سنئون.

- سِيرڙي ۽ سِيرڙيون: ث. پيچرو - واٽ - دَڳُ - گسُ - چارو.

- سِيرُ ڪَرَڻُ: ڪنهن چوپائي مال ۾ ڀائيواري ڪرڻ.

● سَيرابُ ۽ سَيرابَ: ذ. صفت. [ع. سَير = ڀريل + ف. آب = پاڻي] ڀريل - لبريز. تازو - ترو تازو - ساوو - سرسبز - شاداب. زرخيز. فائده مند. ڀاوَل.

= سيرابُ ڪَرَڻُ: تروتازه ڪرڻ - تازو ڪرڻ. پرڻ - تمتار ڪرڻ. آباد ڪرڻ. آڳ لاهڻ.

● سيُرَآباد: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيُراپُ ۾ سيُراپَ: ذ. پؤ - ڊَپُ - خوف - هيراسُ.

● سيُرافُ ۾ سيُرافَ: ذ. خوف - سيراپُ - ڊَپُ - هيراسُ.

"سَپُ نہ ماري، سَپ جو سيراف ماري".

● سيُرامُونُ ۾ سيرامانُ (ت): ذ. [ف. سر= مٿو] مينهن يا ڏاندن جي مٿي واري ڪل - سيريءَ جو چوڙو - سيرامُون.

● سيرانُدِيُ ۾ سيرانُدِيُونُ: ث. [ف. سَر= مٿو + آمد> آمدن = اچڻ] کٽ جي مٿي رکڻ وارو پاسو - بستري يا پلنگ جو مٿي وارو پاسو. (ضد. پيرانديُ).

● سيرانُ ۾ سيرانُونُ: ث. اوزارن کي تکي ڪرڻ جو گول قرنڊ پٿر - سيراڻ.

● سيُراڻ ۾ سيُراڻيُونُ (ڪڇ): ث. ليرن - ناشتو. اوزارن کي تکي ڪرڻ جو پٿر - سيراڻ - روهي. هڪ مهني جو نالو - موسم - سالوڻ.

● سيُرائيُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيراهہ ۾ سيُراهہ: ذ. سيُرافُ - ڊَپُ.

"تيکي ڪاتي هٿ ۾ رکسي قريهن،
سَڏڙيا سيراه ۾ موئيو پوءِ وڃن"
(خان زئي).

سيُرَ وارو وقت - ڪَسڻ جي ويل.

● سيُراهيِ ۾ سيُراهيُونُ: ث. سَنهن سوراخن ڪيڻ لاءِ واڍن جو هڪ پيچدار اوزار - سيُراهي - گمليٽ - برمُو - سيار ي (ت).

● سيُرائيُ ۾ سيرائيُونُ: ث. هڪ واڍڪو اوزار - ڪاٺ کي تنگ ڪيڻ جو اوزار - سيُراهي - برمُو - گمليٽ - سياري (ت).

● سيرائيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو - سيرائي. (٢٤ پاڙا) (١) آهيُر (٢) آوان (٣) بَدا (٤) پيگَست (٥) پنبد (٦) ڀُوهڙ (٧) ڀُڪ (٨) ڀَٽ (٩) چچڙا (١٠) ڳچل (١١) گورو (١٢) جويا (١٣) قتاصرا (١٤) ڪيمتيا (١٥) ڪوڪر (١٦) کهاوڙ (١٧) مسساڻ (١٨) سَمتيا (١٩) سيال (٢٠) سَيُهرَ (٢١) سهاڳ (٢٢) ٽانوري (٢٣) تاتاريُ (٢٤) تَبگڙ) (ذ) معزز - عزت وارو - چڱو مڙس.

● سيرَبَ ۾ سيرَبُونُ (ت): ث. وارن ٽاهڻ يا نهرائڻ جو ڪم - حجامت - سنوارت.

= سيرَبَ ٽاهڻُ: سنوارت ٽاهڻ - ڏاڙهي ٺيڪ ڪرڻ.

= سيرَبَ لهرائڻُ: مٿي ۽ ڏاڙهي جا وار نهرائڻ.

= سيرَبَ جو ڪَپڙو: سيرب نهرائڻ وارن جي ڇاتيءَ تي ويڙهڻ لاءِ حجامن وٽ رکيل ڪپڙو.

= سيرَب لاهڻُ: وار لاهڻ - حجامت ڪرڻ - حجامت ٽاهڻ - حجامڪو ڪم ڪرڻ. نقصان پهچائڻ - سزا ڏيڻ - مار ڏيڻ.

= سيرَبَ وَٽڻُ: وار ٽاهڻ - سنوارت ٽاهڻ. چٽي ڪيڻ - ڏڪُ ٻٽائڻ.

● سيُرَتَ ۾ سيُرَتُونُ: ث. [ع. سير= هلڻ] هلت چلت - اخلاق - چال - چلگت - آچرن - عادت - اچڻ - اطوار - آچار - خصلت - خو - وصف - سليقه - سُڀاءُ - گڻ - انتظام.

● سيرَتو ۾ سيرَتا (ڪ): ذ. اوزار کي تکهي ڪرڻ جي روهي - سيراڻ.

● سيرَپَ ۾ سيرَپُونُ (ٿ-ل): ث. سنوارت - حجامت - سيربَ.

● سيرچَچا: اسم خاص. تعلقي سڪرلد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيُرچيري: اسم خاص. هڪ مڇيءَ جو قسم.

● سيرڪائيُ: اسم خاص. لغاري بلوچن جو هڪ قبيلو.

● سيرقوتائيُ ۾ سير قوتائيُونُ: ث. ڪاري ٻانيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

● سيرڪ ۽ سيرڪون (ت) : ث. سوڙ – رضائي.

● سيرڪوئي : ث. بدن تي ڦرڙين نڪرڻ جي بيماري.

● سيرڪي : اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيرڳنڊو : اسم خاص. تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهه جو نالو. مغلڀين کان ٻه ڪوهه ڪن ٻري هڪ ڳوٺ جو نالو، جتان مير ٽالپر ڪاري ٻيٺي وهي – سنڌو بندر.

● سيرڻ : مصدر. [سن. سر = سرڻ] چورڻ – سورڻ – سرڪائڻ – ريڙهڻ – هلائڻ – رمڪائڻ – هڪ پاسي ڪري رکڻ – ڪٿي ٻئي هنڌ نيڻ – ڪٿي ٻري ڪرڻ. لاهڻ.

● سيرڻ : مصدر. چيرڻ – ڏارڻ – ڦوڙڻ.

– سير ۽ سيرون : ث. ڪاٺيءَ کي وچ مان چير – ڦوٽ – ڏار – ڦاڪ، ڦاٽ. سينڌ – سانگ.

– سير ڏيارڻ : وارن مان جهون ڪيائڻ.

– سير ڏيڻ : ستي مان جهون ڪيڻ.

● سيرو ۽ سيرا (ت) : ذ. متجو – محتاج – تابعدار – هٿ جوڙو. تندي – سختي. سڏو – سنثون. حلوي جو هڪ قسم.

– سيرو ڪرڻ : تندي ڪرڻ – سختي ڪرڻ – ها ها ڪرڻ. سڏو ڪرڻ – سڏارڻ.

– سيرو هجڻ : تهيل هجڻ – ماتحت هجڻ – فرمان يا چٺي ۾ هجڻ.

● سيرو ۽ سيرا : ذ. گيهه، کنڊ ۽ ميدي مان ٺهيل هڪ حلوو – شيرو – پتڙو حلوو.

– سيري جهي سڌ تي اچڻ : مفت جو مال ملڻ.

– سيري مان رب ڏيڻ : نياڳو ڏيڻ – لفعي جي بدران نقصان ملڻ. امير مان هڪدم غريب ٿيڻ.

”جي ڏني بخت دب ته، سيري مان رب“.

● سيرونڊو ۽ سيرونڊا (ل – ڪ) : ذ. اوزار ٽڪي ڪرڻ جي روهي. ٽوٽو – ٽڪو ٽڪرو – سير جو ٽڪرو.

● سيرول ۽ سيرول : ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم. منگر مڇيءَ جو هڪ قسم (مٿهن منهو ڪير جهڙو، پڇ ننڍو، ڪوري والگر قد ١ کان ٦ فوٽن تائين).

● سيرون ۽ سيرون (ت) : ذ. کٽ جي سيراندي واري ڪالي – سيرانديءَ وارو اوپرو. (ضد. پيرون). (هه . سيروا).

● سيرونڪو ۽ سيرونڪا (ت) : ذ. ٽنگ – سنهو ٽنگ – سوراخ.

● سيروئي : اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سيرهه ۽ سيرهيون : ث. ڪاٺ کي ٽنگ ڪيڻ جو اوزار – سيرائي – سيراهي – سياري (ت).

● سيرهڻ ۽ سيرهڻ (ت) : ذ. پاسي وارو ڏورٿو.

● سيري ۽ سيريون : ث. جاگير ۾ اها اراضي جا جاگيردار خود آباد ڪرائي – خود ڪاشت (الهيءَ لحاظ سان سنڌ ۾ ڪيترن ڳوٺن ۾ ان جو نالو سيري آهي). اسم خاص. ڳوٺ سونيدا جي آس پاس واري ايراضي، جنهن ۾ ميرن جي ڏينهن ۾ ملا عبدالرحمان هڪ خوددار ۽ رسوخ وارو شخص هو. انعام ۾ ڏنل زمين. آبادي – پوک – فصل. آبادگارن طرفان هارين کان پوک سوڏي ورتل زمين مان حاصل ڪيل فصل. ٻن ڏندن جي وچ واري وٿي – گهاري – چيداڻ. ڪهيٽي – ڪتلبي.

”نڪريو لرور سيرئين راجا رنمل رليو“ (شاهه).

مڇيءَ جو هڪ قسم.

● سيري : اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۽ تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيري : اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيري جاگير : اسم خاص. تعلقي سجاول ۽ تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيڙ : اسم خاص. تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيڙَ ۽ سيڙون؛ (ل): ث. ڪِتَڙَ جو اِيذاءُ - ڦٽ جي تڪليف.

● سيڙارَ ۽ سيڙارون (ڪ): ث. ڏُهڻ مهل ڪير نه ڏيندڙ ٻلڪ بعد ۾ ڳابي کي ڌارائي ڇڏيندڙ ڳئون.

● سيڙاهيءُ (ت): ڳئن ۽ مينهن جي بيماريءَ جو هڪ قسم.

● سيڙَهَڻُ (ت): ٻُڪٽ ۾ گذارڻ.

● سيڙِڪيا (ٿ): ذ. پيلي رنگ جا پيرون.

● سيڙَڻُ: ذ. ٻاچاريءَ ۾ وهٽ کي قابو ڪرڻ لاءِ ڇيڙن ۾ ٻڌل رسو، ته جيئن وهٽن جا ڪنڌ هڪ ٻئي سان نه لڳن. (مصه ر). روڪڻ - رَنڊڻ. دير ڪرڻ - ليٽ ڪرڻ - ٽيٽيرڻ - ڪيسرڻ - ٿَمَڻ - ٿهرڻ. صبر ڪرڻ. سِبڻ. مشغول رهڻ.

- سيڙَ ۽ سيڙون؛ ث. ڪيسر - سيڙپ - دير - سيڙاهو - ڪِهِلَ - سِل وِل - اوسيڙو - چِرڪ - اويل. بندش - ٻاڇو - رَنڊَ - روڪَ - جهَل - اٽڪاءُ - رَنڊڪ.

- سيڙاهو ۽ سيڙاها: ذ. صفت. ڪيسر - سيڙپ - ڪِهِلَ - سيڙ - سِل وِل - دير - اويل - چرڪ. ڪوتيپو. مشغولي. تڪليف. بندش - ٻاڇو - رنڊ - رنڊڪ - روڪ - اٽڪ - اٽڪاءُ.

- سيڙائِي ۽ سيڙائيون؛ ث. ڪپڙن جي سِلائي - سِبائي.

- سيڙائڻُ: مصدر. دير ڪرائڻ - ٽڙائڻ - ڪيسرائڻ - ڪِهل ڪرائڻ - سيڙ ڪرائڻ - سيڙاهو ڪرائڻ - اوير ڪرائڻ - دير وجهڻ - وقت وڃائڻ - ليٽ ڪرائڻ. روڪي ڇڏڻ - روڪڻ - ترسائڻ - رنڊائڻ - اٽڪاءُ ڪرڻ.

- سيڙَپَ ۽ سيڙَپون؛ ث. دُڪان ۾ پئسن جي لڳت. سيڙاهو.

- سيڙِجڻُ: مصدر. ڪِهلجڻ - ڪيسرجڻ - روڪجڻ - ترسجڻ - رنڊجڻ. دير پوڻ.

● سيڙو ۽ سيڙا (ڪ): ذ. سيلو.

● سيڙَهَه: ث. هڪ قسم جي راند، سروٽن کي هڪ ٻئي تي چاڙهي، ان کي ٻال سان ڌَڪُ هڻي ڌريعي ڪيڏڻ ۾ ايندڙ - نانڪيل ڦوسيل.

● سيڙِهه ۽ سيڙِهون: ث. [سن. شليه] ڍڳهن ۽ سخت ڪنڊيدار وارن سان هڪ جانور - خار پُشت. جانور جي ٽڻ مان اڪتل ڪير جي ڌار - ڪير جو ڳنوهو.

● سيڙِهيڪا (ٿ): اسم ذات. اڇا پيرون، جي تمام مٺا ۽ لذيذ ٿين.

- سيڙِهو ۽ سيڙَها: ذ. هڪ جانور جو قسم - خار پُشت.

- سيڙِهيارَ ۽ سيڙِهيارون؛ ث. ڳوهو ڳوهو ڪري ڪير ڏيندڙ مال - آهستي آهستي ڪير لاهيندڙ - چُرڪ.

● سيڙهاڻِي؛ ث. رَتُ پيتُ سُڪي وڃڻ واري حالت. بيماريءَ جو هڪ قسم.

● سيڙهاڏِي: ث. مال جي بيماريءَ جو هڪ قسم، جنهن ۾ مغز خراب ٿئي.

● سيڙَهه ڏيَڻُ؛ وِنڍڻ - سَلڻ - تنگ ڪَيَڻُ.

● سيڙَهَڻُ؛ مصدر. پهچائڻ - رسائڻ.

"اوليان رکي ان کي، سيڙهيو سنئين پار".

● سيڙَهَڻُ؛ مصدر. گل تنگ ڪرڻ. ميڙڻ - گڏ ڪرڻ.

- سيڙهه ۽ سيڙهون (ت): ث. ڪل جي تنگي. ڪشش. سيڙاهو. سور ۽ سوجَ.

● سيڙهو ۽ سيڙِها (ت): ذ. ڌڪ - سنڌو - حَدَ. لُوهَه - تيز رفتاري - تيزي. حملو. ويڙهه جو خيال. پڪو خيال.

- سيڙِهو ڪَرِي نڪرَڻُ؛ سِڌُ ڪري نڪرڻ. تڪڙو هلڻ - تيزيءَ سان هلڻ - لُوهه ڪري نڪرڻ.

● سيڙهو ۽ سيڙها (ڪ. ل. ٿ): ذ. ڳاهه پيدا ڪرڻ لاءِ آباد زمين جي پر وارو ٽڪر) ٻنيءَ سان لاڳيتو زمين جو ٽڪر - ٻوڪ جي پاسن ۾ مال لاءِ ڳاهه جي رَکَ - مال جي چارڻ جي جڳهه - ڪوچو.

● سيڙهيءُ ۽ سيڙهيون؛ ث. اڇي رنگ جي ڳئون (ت). ڇن-ڇولو. (اسم خاص). تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيڙهيءُ ۽ سيڙهيون؛ ث. اوچو رستو- چاڙهي. ڏاڪڻ. ڏاڪو- درجو. ذريعو- وسيلو.

● سَيِسُ ۽ سَيِسَ؛ ذ. گهوڙو سنڀاليندڙ- گهوڙي جي خدمت ڪندڙ.

● سيسُ ۽ سيسَ: ذ. [س. شيرُش=سِرُ] مٿو- سِري- سِيسِيءُ- مٿنڍي- سرَ. کوپري کپرائي. پيشاني- نرڙ. ڪارو نانگ. نانگ يا پاتال جو راڄا- ڏِگها وار. اٿيل- آڇيل.

- سيسُ لمانگ؛ ذ. [س. شيشنه] وڏو نانگ- نانگن جو بادشاهه.

- سيسُ نِمائڻُ؛ سرُ جهڪائڻ- ڪنڌ لمائڻ. حڪم مڃڻ. سجدو ڪرڻ.

- سيسُ نِوائڻُ؛ آڻ مڃڻ- قبول ڪرائڻ- ڪنڌ نمائڻ- هار قبول ڪرڻ- گردن جهڪائڻ.

● سيسا ۽ سيسائُون؛ ث. [س. شيش=باقي] هندن جي ڏرمي مجلس ڪاڄوءِ ورهايل شئي- پيما- نذرانو- وٽَ- مٺائي. دانُ- پُڄ- خيرات.

- سيسائُونُ ڪرَڻُ؛ هندن جو ڇٽن جا کوهر رڌيِ خيرات ڪرڻ.

● سيسا پتيسُ (ت)؛ ث. پينسل (راء).

● سَيسارُ ۽ سَيسارَ؛ ذ. درياهه جي هڪ خوفناڪ جانور جو قسم- سيسرُ- مانگر مڇ جو هڪ قسم. واڳو.

● سيسرُ ۽ سيسرَ: ذ. ڏِسو سيسارُ.

● سيسراتَ ۽ سيسراتُون (ل): ث. سياڻو- ڏڪڻي- سياڻو- سياڻيءُ- سياڻڙي- سياڻڙي- ڏڪڻي. ڏڪڻي- سيءُ. قياسُ- رحم.

- سيسرائِيءُ ۽ سيسرائِيُون (ل): ث. ڏِسو سيسراتَ.

- سيسڙاتَ ۽ سيسڙاتُون (ت): ث. ڏِسو سيسراتَ.

● سيسِرِيءُ ۽ سيسِرِيُون (ڪ)؛ ث. نرم ماني- چلو- چلڙو (ت).

● سيسڪ ۽ سيسڪُون (ث)؛ ث. ڪاوڙ- چڙ- غصو.

● سيسڪ: ث. [انگ. Sea = سمنڊ + سِڪ = بيمار] سمنڊ جي ڇولين سبب هانءُ ماندي ٿيڻ جي بيماري.

● سيسلو ۽ سيسلا (ڪ)؛ ذ. نرم ماني- چلو- چلڙو- چلڙو.

● سيسهَرُ ۽ سيسهَرَ: ذ. هڪ نانگ جو قسم.

● سيشَنُ ۽ سيشَنَ: ذ. [انگ. Session= ميڙ] اجلاس- بيٺڪ- گڏجاڻي. ضلع جي عدالت- ڪورٽ.

- سيشَنُ جَجُ ۽ سيشَنَ جَجَ: [انگ. Judge+Session=منصف] ضلع جي عدالت جو وڏو جَجُ.

- سيشَنُ ڪورٽ ۽ سيشَنُ ڪورٽُون؛ ث. [انگ. Court + Session = عدالت گهر] ضلع جي وڏي ۾ وڏي ڪورٽ- ديواني ۽ فوجداري مقدمن هلائڻ جي جاءِ.

● سَيفَ ۽ سَيفُون؛ ث. [ع. سَيف=ترار] ترار- تلوار- شمشيرُ- صمصام- قمقام- سڪيلي- تيغ- سَرواهيءُ.

● سيفُ ۽ سَيفُ (ڪ): ذ. صفت. اڇو صفا- اُجرو. سچارُ.

● سَيفَل؛ ذ. جبل جو هڪ قسم جو ٻوٽو جنهن جو اڪثر ماڻهو ٻوڙ رڌين.

● سيڦو ۽ سيڦا: ذ. مڇيءَ مان نڪتل وَهُ- چربي.

● سيڪاتيجَنُ (ت)؛ مصدر. سرديءَ جو لڳڻ.

● سيڪارو ۽ سيڪارا: ذ. سڏڪو- شوڪارو.

● سيڪا ڪاريءُ: ث. هڪ قسم جي ٻوٽي، وارن ڪپڙن وغيره کي صاف ڪرڻ جي ڪم ايندڙ.

● سيڪٽَرُ ۽ سيڪٽَرَ: ذ. [انگ. Sector= گول جو حصو] گول جي قوس ۽ ٻن نيم قطرن جي وچ وارو ڀاڱو- قطاع دائرو.

● سِڪِرَ: ث. بُسُک ۾ پاهَہ ٿيڻ جي حالت. وَسڪاري جو پنهن تان سنگ ڇڏائڻ جو نمونو. انَ جي ڪيڻ جي ترتيب. ڪُهرَ - طلبَ.

- سِڪِرَ ڪَرَڻُ: گهرڻ - ڪاہ شئي گهري وٺڻ - پاڻ جهڙي ڪان ڏ ڪئي وقت ۾ پنڻ.

- سِڪِرُو ۽ سِڪِرُو: ذ. صفت. خواهشمند - طالبو - خواهان - سڏائتو - اڇاوان. آڪنڊي - سَڌرُ رُبو - سوَالي.

"جا مٺي تو مٺيا تنهن سِر جو آهيان سِڪِرُو" (شاهہ).

- ڪابل - سڪندرُ. عاشق.

● سِڪِرُو ۽ سِڪرا: ذ. صفت. سؤ - صَدَ - صَدَيُ - سئو تي ڪجهہ مقرر ڪيل انداز.

- سِڪرو ڪَرَڻُ: حساب ڪتاب صاف ڪرڻ.

● سِڪنڊُ ۽ سِڪنڊ: ذ. [انگ Second] منٽ جو سٺيون حصو. ٿورڙو وقت - ڪين جهڙو وقت.

● سِڪَڻُ: مصدر. [سن. سُرش = جلائڻ] تؤ ڏيڻ - گرم ڪرڻ - ڪوسو ڪرڻ - تپائڻ - تائيڻ - ڪاڪر ڪرڻ پڇڻُ. تاڪوڙ ڪرڻ - تونڻ - تڪورڻ - تاتورڻ. [سن. شِرُش = ڏ ڪوئڻ] سزا ملڻ بعد جلندو رهڻ.

- سِڪُ ۽ سِڪَ: ذ. تؤ - گرمي - تاڏؤ - چِرَ - تپش - تاڪوڙ - تاتوڙ. ڏک - چڪي - ڪهڪاءُ.

- سِڪَ اَچَڻُ: تؤ لڳڻ - گرمي لڳڻ - گرمائش رسڻ - سڙڻ - پچڻ. ڪهڪاءُ اچڻ - همدردي ٿيڻ - ايذاءُ يا ڏک ٿيڻ. ڪاوڙ لڳڻ.

- سِڪُ پهچڻُ (ت): سهمون ٿيڻ - پوسل ٿيڻ. ڏک ٿيڻ - چڪي اچڻ - ڪهڪاءُ رسڻ.

- سِڪو ۽ سِڪا: ذ. تؤ - تاڪور - گرمائش - ڏمرُ. (ذ. صفت). خشڪ - ٺوٺُ - ڦڪرو.

- سِڪو چاڙهڻُ: تؤ ڏيڻ. سختي ڪرڻ - زور رکڻ - دٻاءُ رکڻ.

- سِڪو ڪَرَڻُ: تاڪور ڪرڻ - تڪور ڪرڻ.

- سِڪو هڻڻُ: دٻائڻ - هيسائڻ.

- سِڪيندو وتڻُ: تڪليف لاهڻ لاءِ ڪوشش ڪندو وتڻ.

● سِڪَڻُ: مصدر. چڻڻ.

● سِڪو ۽ سِڪا (ت): سنهڙو چوڪر. ڦر متري وچڻ جي حالت ۾ ڪير حاصل ڪرڻ لاءِ ڳئون يا مينهن جي ٿڻن کي ڪيل مَهَتَ - پُلَ - ڪُچَ.

- سِڪو لائڻُ: ٿورو رکڻ. ماڻو ڪرڻ.

- سِڪو هڻڻُ: ڪير لاهيندڙ جانور جي هڪ ٿڻ کي لاڳيتو گهٽو ڀهڻ تہ ايذاءُ سبب ڪير لاهي. سهائڻ - رسامو ڪرڻ.

● سِڪوئي ۽ سِڪوئيون (ل): ث. ماڪوڙي جهڙو هڪ ڏنگيندڙ جيت - ڏڪراٽي - سوچاڪي - ڏڪڻ هاري.

● سِڪي ۽ سِڪيون: ث. پيٽ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جو ننڍڙو ڪينئون - سِڪيُ - سِيُو ڪِيُ (ت).

● سِيک ۽ سيکَ: ذ. [سن. شيش = باقي] باقي - ڪَٽَ - خاص.

● سِيک ۽ سِيکون (ت): ث. لوهہ جي سيخ - تارَ - شِيخَ.

● سيکاتُ: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهہ ۽ ڳوٺ جو نالو.

● سيکارَڻُ: مصدر. [سن شِڪُس = سکڻ] سکيا ڏيڻ - ترتيب ڏيڻ - تعليم ڏيڻ - سيکائڻ - سبق ڏيڻ - پاڙهڻ. ڪيڙڻ. رستي لڳائڻ - حاصل ڪرائڻ - اپياس ڪرائڻ. هرڪائڻ - ريجهائڻ - لالچائڻ. مڃائڻ - ڳالهہ تي آڻڻ - قبول ڪرائڻ.

- سيکارڻي ۽ سيکارڻيون: ث. ڪنهن ڪم مان واقف ڪرڻ جو طريقو.

- سيکاريندڙ: ذ. صفت. استاد - پاڙهيندڙ - مُعلم - تعليم ڏيندڙ - ماستر - اوجهو - اڌ يا پنڪ.

- سيکائُو ۽ سيکائُو: ذ. صفت. سيکڙائُو - سيکڙات - سيکڙيات - شاگرد - وِديارٿي - طالب العلم - متعلم.

- سيکت ۽ سيکتون: ث. سمجهاڻي - نصيحت - هدايت - سنوار - درستي - تاڪيد. مار - سزا - گوشمالي - سياست - تنبيهه. تڪليف - ڏک - عقوبت.
- سيکت ڏيڻ: سمجهاڻي ڏيڻ. مار ڏيڻ - سزا ڏيڻ - گوشمالي ڪرڻ - تنبيهه ڪرڻ.
- سيکڙات: ذ. صفت. نئون سکندڙ - نئولو.
- سيکڙائُو ۽ سيکڙائُو: ذ. صفت. سيکڙيات - سيکڙات - سيکائو - سکندڙ - شاگرد - وديارٿي - طالب العلم - متعلم - نوآموز - نئون سکندڙ - پڙهندڙ.
- سيکڙيات ۽ سيکڙيات: ذ. ڏسو سيکڙائو.
● سيگرائي: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ ٻيلو.
● سيکو داڻا: ذ. کجور جي وڻ جي ڪپ مان نڪتل اناج - سيکو چانور، بيمارن جي خوراڪ طور استعمال ٿيندڙ.
● سيگي ۽ سيگيون: ث. ٻلا جو هڪ قسم - لانگ جو هڪ قسم.
● سيگهه ۽ سيگهه: ذ. [سن. شيگهر = سگهو] جلدي - جلدائي - چوٽ - سگهائي. ڦڙتائي - تيزي - تڪڙائي - شتابي - چُڪي - چڙچوٽ - تڪڙ - تکائي.
- سيگهو ۽ سيگها: ذ. ظرف سگهو - جلد. (ذ). سيگهڙائي - سيگهه.
● سيگهي (ڪ): ذ. هڪ لانگ جو قسم. (ث). هڪ قسم جي ٻلا.
● سيگو ۽ سيگا: ذ. هڪ جيڏو - سرتو - هم عمر. هم جنس. عزيز - مائٽ - سڱڻو.
● سينگ ۽ سينگون: ث. [سن. شرنگ] ڪنڌي مينهن يا هرڻ وغيره جي سڱن مان ٺهيل ڪمان - ڌنش. پرڪار جو هڪ قسم.
● سينگاري ۽ سينگاريون (ت): ث. مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم - سينگهاڙي.
● سيل ۽ سيل: ذ. ]ع. سير = هلڻ[ سير - شيل - چڪر - هوا خوري.
- سيلان ۽ سيلان: ذ. مسافري - سفر - گهمڻ - آجهاڳو - آجهاڳ. چڪر - هوا خوري.

ڪانو پينو - محفل - جهڳٽ - وڏو ڏينهن - تماشو.
- سيلاني ۽ سيلاني: ذ. صفت. سير ڪندڙ - گهمندڙ - شيلالي - سياح - مسافر - پانڌيڙو - راهي - واٽهڙو - گهومو - رمتو. ڏيکائيتو - ڏيکر - ڏيکي - ادمبري - چمڪيدار - چمڪيلو - نمودار - ٺاهي - ديداري - هشناڪي. طلسمي. نقلي - هٿراڌو - جڙتو.
- سيلاني فقير: گهمندڙ جوڳي - درويش.
● سيل ۽ سيل: ذ. [سن. شولم = ڪنڊو] ڪنڊو - خار - سيلهه.

"سيئي سيلهه ٿيام، پڙهيام جي پاڻا"

(شاهه ڪريم)

تير - پاڻ - ڀالو - ٻڇي - نيزو. سوراخ - ٽنگ. (هه. سول).
- سيل ڏاهڻ: ڪانيءَ ۾ ٽنگ ڏاهڻ.
- سيلو ۽ سيلا: ذ. صفت. تير - پاڻ - گز - ڪرڪ - سر - تيگر - پيڪان - پيلو - ڪان - لوري - ڪاني ۽ ڪنڊيءَ مان ٺاهيل تير. وڏو ڪنڊو - سيلهه - سيلهو - نيزو. سوري.
● سيل ۽ سيلون: ث. (ف). چرو - پوڙ - آتل. (انگ Seal) مهر - خاتم.
● سيل ۽ سيل: ذ. [سن. شيل = چڱو سڀاءُ] سٺي چال - سٺي چلت - چڱي هلت - سٺي طبعيت - سٺو سڀاءُ - گڻ - خاصيت - لڇڻ - خلق - خصلت - چڱو مزاج - اخلاق - وصف - سلڇڻ - سشيلتا. مان - شان - عزت - نيڪي - مرتبو - مان مهت - سنمان - آب - چڱائي - مد آچار - ست گڻ - عصمت - آبرو. پاڪدامني - جت - ستر - پرهيزگاري - پرم - پت. ناموس - ايڪ رهڻي - سپت - نيتي - علم - ايمانداري - حق - راستبازي - سپتائي - سچائي. قناعت. (هه. سيل = پاڪدامني). ث. آها مينهن جا وهرجڻ تي هجي. مهر - ٺپو (انگ. Seal). هڪ مڇيءَ جو قسم (انگ. Seal).
- سيل ۾ آچڻ: ڌرم ۾ اچڻ. ٻج جهلڻ جو وقت اچڻ.
- سيلو ۽ سيلا: ذ. صفت. سيل. همٿ. سچائي.

- سيلوانُ ٿ سيلوانَ: ذ. صفت. نيڪ - سلڇڻو - چڱين عادتن وارو. ڌرم شيل - ثوابي - سدا آچاري - پڇيي. پاڪدامن - پتورتُ - پتورتا - ستياوانُ - پرهيزگار - گناهن کان پاڪ - شُڌُ - پوتَرُ.

- سيلونتُ ٿ سيلونتَ: ذ. صفت. سيل وارو - سيلوان. نيڪ - گڻائتو. عصمت وارو - پاڪدامن - پاڪباز - متقي - پرهيزگار - گناهن کان پاڪُ.

- سيلپتيُ ٿ سيلپتيُ: ذ. صفت. سيلوان - نيڪ - سلڇڻو - ڌرم شيل - سدا آچاري - ثوابي - پڇي. پاڪدامن - پتورت - پتورتا - سيلَ واري - ستيا واري - همت واري - ستي.

- سيلابُ ٿ سيلابَ: ذ. پاڻيءَ جو چاڙهه، آٿل پيدا ڪندڙ - ٻوڏَ - آٿل - لهرَ - ٻوڙ ٻوڙان. پرهرو - وهڪرو. ٻوسل. طوفان. آب ڪلالي.

- سيلابيُ ٿ سيلابيُ: ذ. صفت. ٻوڏ جو - ٻوڙيل - ٻُڏل - پاڻيءَ هيٺ آيل - ر يجيلُ.

● سيلاٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سيلاٽاڻي: اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو، رستماڻين جي شاخ.

● سيلاٽو ٿ سيلاٽا (ت): ذ. رسو - نوڙي - سيلهيُ.

● سيلاٽيُ ٿ سيلاٽيون (ڪ): ث. هڪ جيت جو نالو.

● سيلاپڻُ: مصدر. آلو ڪرڻ - پسائڻ - پُچائڻ - آبڻُ.

● سيلا (ڪ. ل): ذ. پرت جو هڪ قسم.

● سيلاچيُ: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيلاچُ (ڪ. ل): ذ. هڪ پرت جو قسم.

● سيلائڻُ (ت): مصدر. گڏ ڪرائڻ.

● سيلرُ: اسم خاص. سمات قوم جي هڪ ذات جو نالو.

● سيلرا: ذ. ايريال - هڪ پاڇيءَ جو قسم.

● سيلرا: اسم خاص. تعلقي شهداد ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيلفوُ ٿ سيلفا (ت): ذ. ڏاس جو رَسو.

● سيلڻ (ڪ. ل): ث. پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم.

● سيلٽيُ ٿ سيلٽيون: ث. هڪ پاڻيءَ جي پکيءَ جو قسم - ڦوليارو - ڦوو لارو.

● سيلوُ ٿ سيلا (ت): ذ. ڪنوڻ جي نڪرڻ ۽ گڏ ٿيڻ واري حالت. وارن جي وٽيل چڳ جو رسو - رَسو. سالُورُ. سيلهو. [گ. شيلو. م. شيلا. پرا. سيهَرا. سن. شيکر. ه. سيلا] ريشمي هار. (ڪ). اسم خاص. هڪ پکيءَ جو قسم. (ذ. صفت). موڪرو - ويڪرو - خلاصو.

● سيلوُ ٿ سيلا: ذ. [پرا. سيلَ. سن. شيل] هار سينگار.

"سهڻيءَ جا سيلا وهڪَ سڀ وڃائيا"
(شاهه).

گڻ - وصف. [سن. شَرَ = تير] تير. (ڪ) بچاءُ - حفاظت - سير.

"سپر سيلو ساهه جو، تون توري پُڇ تمام"
(سگهڙ).

● سيلوانَ (ت): سَيُون - سپيو يُون (ت).

● سيلورُ: اسم خاص. تعلقي ڏگهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيلهُ ٿ سيلهُ (ت): ذ. [سن. شولم = ڪنڊو] وڏو ڪنڊو (پير جو) - ڪجيءَ جو ڪنڊو - خارُ - سيلُ. تيرُ - ڀالو - نيزو. لوهه جو ڪلو - سُوري.

● سيلهڻُ ٿ سيلهڻون: ث. پڇوڙي.

● سيلهو ٿ سيلها (ت): ذ. ٻڪريءَ جي ڏاس مان ناهيل رسو - نوڙ. مغز کي ٻڌل ريشمي کهڙي جي پٽي يا ڏوري.

● سيلهنو (ت): ث. اسم خاص. راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.

● سيلهورڻُ (ل): مصدر. پاڻيءَ ۾ تکو هلڻُ.

- سيلهورَ ٿ سيلهورون: ث. پاڻيءَ ۾ تکي وهڻ جي حالت - تيز رفتاري.

● سيلهوڙو ﻉ سيلهوڙا؛ ذ. ڪاٺي لاءِ ڪنوار ٻوٽي جا گل وڏي، لوڻي ۽ سڪائي رکيل.

● سيلهي ﻉ سيلهيون (ت)؛ ث. ٻڪريءَ جي وارن جو ٺهيل رسو يا ڏورو. وهٽ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل ڪوڏين ڪالسواءِ رسو. ڪنهن فقير جي ٽوپيءَ ۾ چوڌاري ٻڌل رسو. اُٺ جي ناڪيليءَ واري هنڌ تي ٻڌل رسو. ڳئون ڏهڻ وقت ان جي پيرن ۾ وڌل رسو. ٻنڌڻ. ڳاني (ڪ). متهار. سِرڪَ. ٻنهڙ. ڪشش. سڳي. ٻيٽ وارو وارن جو نشان.

● سيلي ﻉ سيليون: ث. اُٺ، گهوڙي يا ڪنهن ٻئي جانور جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ جي ڳاني. وارن يا ڪاري ڌاڳي مان وٽيل ڏوري. فقيرن جي ٽوپيءَ کي ويڙهيل موتين يا مڻڪن جي مالها. نوڙي. ڏوري. ڀشم جي ڌاڳن ۽ وارن جو ٺهيل هار. سينهوڙي وانگر مٿي تي رکڻ ۾ ايندڙ، عربي عقال جو نمونو. رٽ. رڪ. ڪيري. ڦليار.

– سيلينگ ﻉ سيلينگون (ل)؛ ث. اُٺ، گهوڙي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل مڻين واري ڳاني.

– سيليو ﻉ سيليا (ٻيلو): ذ. هيٺ مٿان، مڻڪن سان جڙيل ڳانو.

● سيليون (لس)؛ اسم خاص. هڪ قسم جو جهنگلي ٻوٽو، ٻن ڪاٺڻ ۽ ڇپن ڳاڙهي ڪرڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ. پانَ جو هڪ قسم.

● سيم ﻉ سيمون؛ ث. وَلَ جو هڪ قسم، وڻ ويڙهي مثل درياهه جي ڪناري تي آهرندڙ.
"اهڙن عجيبن، ساهه سو کهو ڪيو سيم جانِ"
(وڏو).

● سيمَ ﻉ سيمون (ٿ): ث. [سن. سيمن = حد] ڳوٺ جي ڀسگردائي وارو جهنگ، ڳوٺ جي ڀالي سان، موسوم (ڏيهاري جي سيم- مٿيءَ جي سيمَ وغيره) چراگاهه. ڪوچو (ت). جهنگ. ديسي چٽن جي ڦري. مڇيءَ جو هڪ قسم، ٻنان چلرن، سفيد، وڏو وات، ڊيگهه ٢ ڪان ٦ انچ، ٻٽ واري پاسي ڏکيون ليڪون. ان جون ٻيون ذاتيون: (١) چتمون، ويڪرائي ۾ ڪهٽ، اڪ وڏي. (٢) ٻانگڙو، ويڪرائي ۾ وڌيڪ. (٣) ٻتڪو، ٻانگڙي کان به وڌيڪ. سيلو.

ترڪاريءَ جو هڪ قسم- ڀاڄي. [ف. سيم = چاندي] چانديءَ جي سنهي چپٽري تار، جنهن ۽ ڪمري ۾ لڳڻ جي ڪم ايندڙ. چاندي- رپو- نقره. دولت- رپيا- پئسا.

– سيمبر ﻉ سيمبر: ذ. صفت. [ف. سيم + بر = بغل] چاندي جهڙي بغلن وارو. محبوب- معشوق.

– سيمتن ﻉ سيمتن: ذ. صفت. [ف سيم + تن = جسم] چاندي جهڙي بدن وارو- اڇي جسم وارو- خوبصورت. معشوق- محبوبُ.

– سيمتولي ﻉ سيمتوليون (ت): ث. ڳوٺ جي ڀسگردائي وارو جهنگ- سيمَ.

– سيمَ هڻڻ؛ جتي يا ڪنهن ٻي ٿيڙ کي چانديءَ جي تار هڻڻ.

– سيمين ﻉ سيمين: ذ. صفت. (ف). چانديءَ جو- چانديءَ جهڙو.

● سيمُ ﻉ سيمَ: ذ. [سن. سيمن = حد] حدَ- سنڌو- ڏنگ- سرحد- سيڙهو.

● سيمابُ ﻉ سيمابَ: [ف. سيماب = پارو] هڪ سفيد پاڻياٺو ڌاتو- پارو. (اسم خاص). هندستان جي هڪ اردو شاعر جو تخلص (سيماب اڪبر آبادي).

● سيمارَ ﻉ سيماروُن (ٿ): ث. چاري- ٻوري- سيمَ.

● سيمرغُ ﻉ سيمرغَ: ذ. هڪ قداور خيالي پکي جو هڪ قسم، قد تقريباً گينڊي جيڏو، روم، سرانديپ، چين ۽ ايران ۾ رهندڙ، ان جا هڏا زهر کي ٻرڪڻ طور استعمال ٿيندڙ. ڳجهه جو هڪ قسم.

● سيمڪَ (ل): ذ. گهوڙي جي بيماريءَ جو هڪ قسم، جنهن ۾ پويون ڏڙ سنهون ٿي پوندڙ- سينوڪ (ت). ﻉ سيمڪ: ذ. اُن جو هڪ قسم.

● سيمو ﻉ سيما: ذ. [سن. سَر = سِمڻ] چشمو- جهرڻو. سيمَ- سيڪُ. سيلابُ.

● سيِمو ج سيِما : ذ. پيشانيءَ تي سجدي جو نشان. سيميا يا طلسم جو علم.

● سيِمُور ج سيِمُورَ : ذ. ڏسو سويمبر.

● سيِنُ ج سيِنُون : ث. [سن. سنجان= سيِنُ] سوالُ - صدا - پڪار (فقير جي). اک جو اشارو - آهچ - غمزو. ڳجهه.

- سيِنُ هڻڻُ : ڀڪڙ يا خيرات لاءِ گهر ڪرڻ - سوال ڪرڻ - صدا ڪرڻ.

● سيِنُ : حرف جر. سان - سيارو - ساڻ - گڏ - سوڌو - سميت - سنگ - پيڙو.

- سيِنُ (لس): حرف جر. سان.

● سيِنِ ج سيِنُون : ث. [انگ. Seiene = نظارو] نظارو - ڏيک - منظر - ڏيک ويک - سينيري. رونق ۽ تماشو. پردو.

- سيِنا ج سيِنائون : ث. [سن. سينا= فوج] لشڪر - ڪٽڪ - فوج - پلٽڻ - سشنا - سپاهه. انبوهُ - دَلُ.

- سيِناپَتِي ج سيِناپَتِي : ذ. [سن. سينا + هه. پتي= مڙس] لشڪر جو وڏو عملدارُ - لشڪر يا فوج جو مهندارُ يا اڳوانُ - سپهه سالارُ - سالار جنگ - ڪپتانُ - ڪماني - لشڪر ڪشُ - سرَهنگ - ڪمانڊر. سردارُ.

● سيِنبائڻُ (ل): مصدر. وڻڻ - پسند اچڻ - سٺو محسوس ٿيڻ - فرحت حاصل ٿيڻ.

● سيِنيائڻُ (ڪ): مصدر. سينبائڻ - سيبائڻ.

● سيِنٽ ج سيِنٽون (ٿ): ث. عضوءِ مخصوص تي ٿيل وارُ - زيرناف.

● سيِنٽو ج سيِنٽا (ڪچ - ل): ذ. آڱوٺو - لٿيو.

● سيِنٽ ج سيِنٽون : ث. [انگ.] خوشبوءِ - مهڪ. عطر.

● سيِنٽرُ ج سيِنٽرَ : ذ. [انگ. Centre] وچُ - مرڪزُ.

- سيِنٽرلَ ج سيِنٽرلَ : ذ. (انگ) مرڪزي - درمياني.

- سيِنٽرل جيل ج سيِنٽرلَ جيلَ : ذ. مرڪزي جيل.

● سيِنچَ : اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سيِنچڻُ (ٿ): مصدر. اوتڻ - هارڻ. کوهه مان پاڻي ڇڪڻ يا ڪڍڻ. وڻ کي پاڻي ڏيڻ. ٿورو گيهه باهه ۾ وجهڻ.

● سيِندو ج سيِندا : ذ. [سن. سنڌ = واقفيت] واقفڪار - ڄاڻو - سڃاڻو.

- سيِندِي ج سيِندِيون : ث. واقفڪار. يار - سرٻت - ساهيڙي.

● سيِنڌ ج سيِنڌون > سيِنڌيون : ث. [سن. سنڌ = واقفيت] ڄاڻ سڃاڻ - سڃاڻپ - لاڳاپو - آشنائي - واقفيت - سهپو - مهاڳڙو - ڏيٺ - خبر - سڌ - ڄاڻ. دوستي - يارائي - ياري - ڪيلُ ڪيلُ - ميترتا - ٺهڪُ. ٻرچو. ٻيڻل ڳالهه، اڻ ڀيليل.

- سيِنڌُ ج سيِنڌَ : ذ. ڏسو سيندو.

- سيِنڌِ ساڃهه : ث. ڄاڻ ٻڃاڻ - واقفيت - آشنائي. سهپو - مهاڳڙو - ڏيٺ. خبر - سڌ - ڄاڻ. دوستي - يارائي - ياري.

- سيِنڌِ سڃاڻَ : ث. سيِنڌِ ساڃهه.

- سيِنڌِ ملاقاتِ : ث. واقفيت - سڃاڻپ. ملاقات.

- سيِنڌُ منافِق ج سيِنڌُ منافِقَ : ذ. ڏٺل واڻيل دشمن تي پوندڙ.

- سيِنڌو ج سيِنڌا : ذ. سڃاڻو - واقف - آشنا - سونهو - ڏٺل - حجتي - ارچيوانُ - سهي. راز محرم - رازدانُ. دل کي وڻندڙ - پيارو - دوست - يارُ - پرين - سُپرين - ساجن - محبُ - دلدارُ. ٻڪ مٽ يارُ - هڪ جيڏو - سرتو. ناجائز تعلقاتن وارو - چڪهڻ - يارُ.

- سيِنڌِ هڻڻُ : واقفيت جتائي مهٽا ڏيڻ.

● سيِنڌِ ج سيِنڌون > سيِنڌيون : ث. [سن. سيمنت > سيمن = حد] پيشاني کان مٿي چوٽي تائين وارن وچان خط. ليڪ يا سير. مانگ. پٺ ۾ ڪيل سير - سيِرات - ليڪ - واٽ - چيڀ. اقرارُ - انجام.

- سيِنڌِ ٽِڪِي ج سيِنڌِ ٽِڪِيون (لس): ث. زيور جو هڪ قسم - سون جو ٽڪلو، سيِنڌ جي مٿان پائڻ ۾ ايندڙ.

- سينڌِ جو قَسَمُ: ذ. عورت جو اقرار - انجام.
- سينڌِ ڏيَڻُ: عورت جو وعدو ڪرڻ - انجام ڏيڻ.
- سينڌِ سُرُمون ۽ سينڌِ سُرُمان: ذ. هار سينگار - ٺاهه ٺوهه.
- سينڌِ ڦَلُ ۽ سينڌِ ڦَلَ: ذ. سينڌ جو هڪ زيور - ٽِڪلو. ٻيڙيءَ جي سُهري جي منهن ۾ لڳل هٿي.
- سينڌَ ڪَيڏَڻُ: مٽي جي وارن کي ٻن حصن ۾ ورهائي وچان سَنڌو يا ليڪو ڪيڏڻ.
● سينڌُرُ ۽ سينڌُرَ: ذ. [س. سِندورَ. ف. سند روس = هڪ قسم جو ڳاڙهو رنگ] رنگ جو هڪ قسم - ڳاڙهو رنگ - شنگرف جهڙي هڪ ڳاڙهي شيءِ يا پاوڊر - هڪ پسارڪو وکر - سيندورُ ۽ سُنڌُرُ - سُنڌُورُ.
● سينڌُرِيو (ٽ): ذ. لمڙيا جي بيماري.
● سينڌُڙُ ۽ سينڌُڙَ: ذ. صفت. سينڌُ جو - سنڌِي.
- سينڌُڙُ ڏينيُو (ٽ): ذ. پيلي رنگ وارو لنڊو ڏينيو.
● سينڌَلُ ڪَمالُ: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● سينڌو: ذ. [س. سئينڌو] لُوڻ جو هڪ قسم - مشهور لُوڻ.
- سينڌو لُوڻُ: ذ. [ف. لمڪ سنگ] لُوڻ جو هڪ قسم - ٻه قسم: (١) اڇو (٢) ڳاڙهو، دوائن ۾ ڪم ايندڙ - جابلو لُوڻ.
● سينڌارَڻُ: مصدر. آواز ڪرڻ - چپن کي موئي، منهو آواز ڪيڏڻ - چپن سان هوائي سيٽي وڄائڻ. ڪوڪارڻ - ڪُوڪ ڪرڻ.
- سينڌَ ۽ سينڌُونُ: ث. چپن کي موئي ڪيل منهو آواز - سيٽي - سيٽ - وَوَنڙو. ڪُوڪ.
- سينڌائِي ۽ سينڌائِيُ: ذ. سينڌ هڻندڙ - سيٽائي - سيٽيرُ - سينڌِرُ.
- سينڌَ ڏيَڻُ: اڳواٽ چتائڻ - اڳواٽ خبر يا اطلاع ڏيڻ.

- سينڌِرُ ۽ سينڌِرَ: ذ. سينڌَ وڄائيندڙ - سينڌائي - سيٽائي - سيٽيرُ - سيٽرائي.
● سينڌارو ۽ سينڌارا (ل): ذ. ٻڪيءَ جو هڪ قسم.
● سينڌاڙُ ۽ سينڌاڙَ (ڪ): ذ. جهنگ چرڻ بعد مالَ جي وِهڪ جي جاءِ.
- سينڌاڙَ تي آڻڻُ: جهنگ چارڻ کان پوءِ مال کي وهڪ جي جاءِ تي آڻڻ - ماڳ تي آڻڻ - وٿاڻ تي آڻڻ.
● سينڌُوٽِيُ ۽ سينڌُوٽِيُون (ٽ): ث. اڳڙين جي ٺهيل گول چڪري، ڪاري يا دلي وغيره ڪڻڻ مهل مٽي تي رکڻ ۾ ايندڙ - سينهوڙي - سينهَڙِين - سينهوٽِي.
● سَيِنڌُرُ ۽ سَيِنڌُرَ (ل): ذ. گاهه جو هڪ قسم، ساوَن ٻنن، ڪانين ۽ سَرَ جهڙي ڪاني سان.
● سينڌُرَ ۽ سينڌُرُونُ: ث. آهما ٻانهن جا زور سان ورتي وڃي - آهي حاڪم جي زوريءَ سگ وٺندا هئا "يا سپنر ڏيو يا لڙائي ڪريو".
● سينڌُرُ ۽ سينڌُرَ (ل): ذ. ڪڪڙن جو ڳاٽ ڪنيل ٽُڪرو. ڳاٽُ ڪٽي وڙهندڙ.
● سينڌسارُ ۽ سينڌسارَ (ل): ذ. درياءَ جو هڪ وڏو خوفناڪ جانور - مگر مڇ جو هڪ قسم.
● سَينڪِلِيُ ۽ سَينڪِلِيُون: ث. نسنيدي سَنگهَرَ. عورت جي پائڻ جو هڪ زيور.
● سينڪورِيُ (ٽ): ذ. وڇونءَ جو هڪ قسم.
● سينڪوئِيُ ۽ سينڪوئِيُون (ڪ): ث. جيت جو هڪ قسم.
● سينڪِيُ ۽ سينڪِيُون (ٽ): ث. جيت جو هڪ قسم - ڳاڙهي ماڪوڙي. هڪ ٻلا جو نالو.
● سينڪِڙو ۽ سينڪِڙا (ٽ): ذ. مانڊائيءَ جي مٿين پاسي واري ڪاني. نيرو.
● سَينڪِيو ۽ سَينڪِيا: ذ. [س. شِرِنگِي. ف. شِرِنگ] هڪ قسم جو زهر، دوائن ۾ ڪم ايندڙ. مختلف رنگ: اڇو، زردو، ڳاڙهو، ڪارو وغيره.
● سينڪُ ۽ سينڪَ (ٽ): ذ. سِڱُ. ڪَمَنَ.

- سينگڙي ۽ سينگڙيون (ٿ)؛ ث. جانور جو ننڍڙو سڱ. ننڍڙي ڪمان.

● سينگاتِي ۽ سينگاتِيون (ٿ): ث. پاڻيءَ جي اوهاري.

● سينگارَڻُ: مصدر. [سن. شرنگارَ = ٺاهہ ٺوهہ] ٺاهہ ٺوهہ ڪرڻ - براجڻ - ونگاسڻ - سوڀيا ڏيڻ - زيب ڏيڻ - آراستہ ڪرڻ - چِٽ ڳُل ڪيڻ - سنوارڻ - سُڌارڻ - ٺاهڻ.

- سينگار ۽ سينگارَ: ذ. سوڀهن ڪي وڌائڻ جو ساٿُ - ڪپڙولٽو - ڳهہ ڳٺو - آراستگي - تيل ڦليل - سِينڌ سُرمو - ويس وَڳو - ٺاهہ ٺوهہ - جهڳمڳ - زرق برق - رَچا ڏچا - زيب و زينت - سَجاوَت - ٺهوڙَ - شان شوڪت - ٺاٺ - تجمل - صفائي. پيار پوڳ. ڪبوتر جي ڳچيءَ ۾ پڌل چِلو. (ڪ). چيريل ڦٽا. سينگارن جو عدد، جملي سورهن؛ (١) ڏلڏڻ (٢) منجن (ڏندن لاءِ پورو) (٣) اپٽي (٤) سِينڌَ رُ (٥) ڪيسرُ (٦) ڪجل (٧) ننڍي ڳول ٽِڪَ (٨) تيل (٩) ڦڻي (١٠) عطر (١١) پانُ (١٢) مِسي (١٣) تروڪڙي (١٤) ميندي (١٥) گل ڦل (١٦) لاک جو رنگ، مُرين ڪان مٿي پير ڳاڙها ڪرڻ لاءِ.

- سينگارائتو ۽ سينگارائتا؛ ذ. صفت. آرائشي - زيبائتو - سينگاريل.

- سينگارجڻُ؛ مصدر. ٺاهہ ٺوهہ ٿيڻ - آراستہ ٿيڻ - سهڻو ٿيڻ.

- سينگارَدانُ ۽ سينگارَدانَ؛ ذ. عورتن جي سينگار جي سامان رکڻ جي پيٽڙي.

- سينگارَ ڪَرَڻُ؛ ٺاهہ ٺوهہ ڪرڻ - تيل ڦليل ڪرڻ - آراستگي ڪرڻ - پوشاڪ. ڳهہ ڳٺا پائڻ - سِينڌ سُرمو ڪرڻ.

- سينگارَ جي مَيزَ؛ ث. سينگار جي سامان رکڻ جي مَيز.

● سينگارچِي: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سينگارو ۽ سينگارا؛ ذ. وَلِ جو هڪ قسم، پاڻيءَ اندر ٿيندڙ، آن ۾ ڦلُ پيدا ڪندڙ ڪاري

رنگ جي ٿلهي ڪنڊن واري ڪَل سان، سفيد ۽ مٺي ڳِپ واري، ڪاڌ طور استعمال ٿيندڙ، هڪ پساريڪو وکر طور دوائن ۾ بہ ڪم ايندڙ. (اسم خاص). تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سينگارِي ۽ سينگارِيون: ث. مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم، بنا ڇلرن جي، ٻہ ڪنڊا ڪلين ڪان، هڪ پٺيءَ تي، هُج ٻن ڏکهن پرن سان، وڏيءَ جي تور اٽڪل اڌ مڻ عام طرح ڏيکهہ ڏيڍ فوٽ ڪان ٻن فوٽن تائين، وڏي مڇي ست فوٽ، رنگ پيلو، سندس پِتو دوائن ۾ ڪم ايندڙ - سينگاري. ڪيهري ۽ آواڙي جي وچ ۾ ڪم ڏيندڙ ڏکهين ڪاٺين مان هڪڙي.

● سينگاريو؛ اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سينگري ۽ سينگريون (ٿ)؛ ث. سِگري - سِگُرُ - پلڙو.

● سينگو ۽ سينگا (ٿ)؛ ذ. اڪ جي ڪير ڏُهي اچڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ ٻورو سڱ.

● سينگي ۽ سينگيون (ٿ): ث. چمڙي مان گهنجن ڪيڻ جو هڪ اوزار.

● سينگَ ۽ سينگون: ث. ڪمان - چاپَ.

- سينگڙي ۽ سينگڙيون: ث. ننڍي ڪمان - سينگَ.

● سينگارِي ۽ سينگارِيون: ث. مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم - سينگارِي.

● سينگڙو ۽ سينگڙا؛ ذ. سڱ وارو - سڱيٺو. دوست - يارُ.

- سينگڙي ۽ سينگڙيون؛ ث. سڱ واري - سَڱيڻي ساهيڙي. يار - سُريت.

● سينگهارِي: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● سينو ۽ سينا: ذ. هر جو هرهڪ دفعو.

● سينو ۽ سينا؛ ذ. [ف. سينہ = سينو] گردن کان هيٺ ۽ پيٽ کان مٿي، بدن جو حصو - ڪوڙو - ڇاتي. آرَهہ - ٻُبا - پِستان. هر جو هرهڪ دفعو.

- سيِنابَنْدُ ۽ سيِنابَنْدَ: ذ. [ف. سينه + بند > بستن = ٻڌڻ] ڇاتيءَ کي گرم رکڻ لاءِ هڪ قسم جو ڪپڙو. گهوڙي جي ڇاتي ٻڌڻ ۾ ايندڙ چمڙو يا سُٽ جو پٽو - تَنگ. زالن جي ڇاتيءَ تي پائڻ جو هڪ زيور. عورتن جي ٿڻن کي ٻڌڻ جو هڪ ڪپڙو - آنگي.
- سيِنابِيِنُ ۽ سيِنابِيِنَ: ذ. [ف. سينه + بين > ديدن = ڏسڻ] ڊاڪٽرن جو هڪ اوزار - دل جي حرڪت کي ماپڻ جو اوزار.
- سيِنازَنُ: ذ. صفت. [ف. سينه + زن > زدن = هڻڻ] سينه ڪوبي ڪندڙ - پٽيندڙ - ماتمي - ماتم دارُ.
- سيِنازَنيِ ۽ سيِنازَنيِوُن: ث. سيني تي ڌڪ هڻڻ واري حالت - سينه ڪوبي - پٽڪو.
- سيِنازورُ ۽ سيِنازورَ: [ف. سينه + زور = طاقت] زبردست - سرڪش - طاقتوَرُ.
- سيِنازوريِ ۽ سيِنازوريُون: ث. زبردستي - سرزوري - سختي - ڏاڍائي - سَرڪشي.
- سيِنازوريِ ڪَرَڻُ: ڏاڍائي ڪرڻ - زبردستي ڪرڻ - سرڪشي ڪرڻ.
- سيِناڪاريِ ۽ سيِناڪاريُون (ڪ): ث. [ف. سينه + ڪاري > ڪار > ڪردن = ڪرڻ] زورُ - زبردستي - ظُلم - جبَرُ - ڏاڍُ.
- سيِناڪَشيِ ۽ سيِناڪَشيُون (ت): ث. [ف. سينه + ڪشي > ڪش > ڪشيدن = ڇڪڻ] جنگ - جدل - ويڙهه. هٿسِري.
- سيِنو ٺوڪَڻُ: ضامن ٿيڻ - ٻڪ ڏيڻ. تيار ٿيڻ - آماده ٿيڻ.
- سيِنو ڏيِڻُ: گاريون ڏيڻ. طعنا هڻڻ - مهڻا ڏيڻ. خراب ڪرڻ. منهن ڏيڻ.
- سيِنو ساهِڻُ: شوخي ڪرڻ - مغروري سان ڇاتي ڪڍي هلڻ - اَکڙ ڏيکارڻ - غرور ڪرڻ. برابري ڏيکارڻ - مقابلو ڪرڻ - ڪُلهو هڻڻ - ٻر ميڇڻ - رِيس ڪرڻ سامهون ٿيڻ. حال اورڻ - ڏک ظاهر ڪرڻ.
- سيِنو سُپَرَ ڪَرَڻُ: سامهون ٿيڻ - منهن مقابل ٿيڻ - روبرو ٿيڻ.
- سيِنو سيِاهُ ۽ سيِنا سيِاهَ: ذ. صفت. [ف. سينه + سياه = ڪارو] ڪاري دِل وارو - اندر ڪارو.
- سيِنو ڦولَڻُ: ياد ڪيل ڳالهين جي آٿار ڪرڻ. ڪنهن کان ياد ڪيل علم و ادب لڪائي وٺڻ. ڪجهه ڪيڏڻ - رازُ حاصل ڪرڻ.
- سيِني پَرُ سُرَڻُ: سيني سان رڙهڻ - هلندو رهڻ.
- سيِني تي مُڳَ ڏَرَڻُ: (دشمن) کي ساڙڻ جهڙا ڪم ڪندو رهڻ.
- سيِني تي هَٿُ رَکَڻُ: ڪنهن صدمي کان دل کي روڪڻ - تسلي ڏيڻ - دلاسو ڏيڻ - صبر ڪرڻ - تڪليفون سهڻ - آٿت ڏيڻ - همدردي ڪرڻ اندازو لڳائڻ - پاڻ تي پرکڻ - احساس ڏارڻ.
- سيِني سانُ لَڳائِڻُ: پيار ڪرڻ - محبت ڪرڻ.
- سيِني صافُ ۽ سيِني صافَ: ذ. صاف دِلُ - اندر جو صاف.
- سيِني کي صافُ ڪَرَڻُ: دِل صاف ڪرڻ - پاڪ ٿيڻ - دِلُ مان غير ڪڍي ڇڏڻ. ناراضگيءَ کي ختم ڪرڻ.
- سيِنوَرُ ۽ سيِنوَرَ: ذ. [سن. شيال = سينور] پٽل پاڻيءَ جي مٿاڇري تي ترندڙ سائو ڇارو. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم جيان ۾ پيدا ٿيندڙ، دوا طور ڪم ۾ ايندڙ. زمين کي هموار ڪرڻ جو تختو - سنهوَرُ.
- سيِنوارَجَڻُ: مصدر. ڪنهن آلي شئي جو دٻي رکڻ سبب ان تي سائو ته، چڙهڻ - سينوَرُ لڳڻ - سيِنيارُ لڳڻ - ڇارو لڳڻ. خراب ٿيڻ. بدبوءِ ڪرڻ.
- سيِنوَرو (ل): ذ. پاپِهو - پاهو (ڪڇي).
- سيِنهُ ۽ سيِنهَ (ٿ): ذ. [سن. سِنهه = شينهن] شينهَن - شيِرُ.
- سيِنهُن ۽ سيِنهَن: ذ. شينهُن - شيِرُ.
- سيِنها: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.

● سِينُهالَ ۽ سِينُهالُون (ٿ)؛ ٿ. ٿر ۾ هڪ قسم جي وَلِ.

● سِينُهَڙا؛ اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو.

● سِپِنُهِڻُدِ ۽ سِپِنُهِڻُدون (ٿ): ٿ. سڃاڻپ سِپِنڊ - واقفيت - ڄاڻ سڃاڻ.

- سِپِنهِندَو ۽ سِپِنهِندا؛ ذ. واقفڪار. يارُ - دوست.

- سِپِنُهِڻُدِي ۽ سِپِنُهِندِيُون؛ ٿ. واقفڪار. يار - سريت.

● سِپِنِهُو ۽ سِپِنِهُو: ذ. اکڙين وغيره مان نِهيل سوڙي - سِينهوڙو - سِپِنِهِي - سِپِنهين - مونڙي. (ٿ. سِپِنهِي ۽ سِپِنِهِيُون).

- سِپِنهُوڙو ۽ سِپِنهُوڙا؛ ذ. سِپِنِهُو. (ٿ. سِپِنهوڙي ۽ سِپِنهوڙِيُون).

● سِينهورَ: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سِينهورِي؛ اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو. اسم ذات. ڍنڍ جو گاهه جنهن کي مڃي کائي.

● سِينُهوڙو؛ اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سِين؛ ٿ. [سن. سيما = حد] ڏَنگُ - حَدَ، جيئن ته:

"سِپر سِينءَ ڪَيي ڪيئن، چولدو جيئن، ٽيندو تيئن"

هرهڪ ٻنيءَ جو ڏنگ. تائين. مان - سِين؛

- سِينُٽَنَ؛ ٿ. حَدَ.

● سِينُٽَر؛ ٿ. بيماريءَ جو هڪ قسم - ماتا - ٽڏي - ٽڏڙي - ماتا. مال جي هڪ بيماري - موڙو.

- سِينُٽَرُ ۽ سِينُٽَرَ؛ ذ. ماتا جي ڦرڙي. ماتا جو داغُ - نشانُ.

- سِينُٽَرو ۽ سِينُٽَرا؛ ذ. چِيڄَڪُ. ماتا جو داغُ.

● سِپِنِي ۽ سِپِنِيُون؛ ٿ. سِپِنهوڙي - سِپِنِهِي.

● سِينُنِي ۽ سِينُنِيُون؛ ٿ. [سن. سِين = حد - منڈو] حَدَ - منڈو - ڏنگ - سرحد - سيڙهو. (حرف جر) تائين - توڻِي - سوڌو - لاڪُون - سِين.

● سَينُنِيچَرُ ۽ سَينُنِيچَرَ: ذ. [سن. شنيئت = ست + چڙهڻ] هڪ نهايت سست رفتار ۽ منحوس سياري جو نالو - ستون گِرَهُ - ستُون سيارو - زحل. نيا ڪُت - چنڊائي - بد نصيبي.

● سِپِنِيُون؛ ٿ. ڪڻڪ جي ميدي مان ٺاهيل وارن جهڙيون ڊگهيون لڙهيون - هڪ ڪچو طعام - سيوِيُون - سِپِمِيُون - سَيُون.

● سِپِڻِ: حرف جر. ساڻ - گڏ - مايل - جمله. ۽ سِپِڻَ: ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم (چوٽيءَ ۾ اڇو سنگ، گهوڙا ۽ ڳئون کائين).

- سِپِڻاسِ؛ ساڻس "سوٽي سو سِپِڻاس" الخ (شاهه).

- سِپِڻانِ؛ ساڻن - هنن سان.

"سَپِڙَ ڄامَ سِپِڻان ويهي رات وِروهيو"

(شاهه ڪريم).

- سِپِڻانِي: ساڻن ئي - هنن سان ئي.

- سِپِڻائُو ۽ سِپِڻائا: ظرف. گڏ - ملت ۾ - جُٽُ - ٻيٽَ.

- سِپِڻَسُ: ساڻَسُ - هن سان.

● سِپِڻُ ۽ سِپِڻَ: ذ. [سن. سُوَجَنَ. ٻرا. سَيسَڻَ. سَ = سان + جِيا = ڄاڻڻ] کهوٽ ٻا ڪنوار جي مائٽن لاءِ محاورو. سڱيٽو - مائٽ - مِٽَ - عزيز. سڄڻ - دوست - محبوب - محبُ. پيار.

- سِپِڻاپو ۽ سِپِڻاپا: ذ. محبت - لاڳاپو - تعلق. سَنگُ.

- سِپِڻِپو ۽ سِپِڻِپا: ذ. شادي ڪرڻ وقت نياڻي جي سس کي چولي ۽ رَئي ڏيڻ واري رسم. سڱابنديءَ جو لاڳاپو.

- سِپِڻِي ۽ سِپِڻِيُون: ٿ. سِپِڻ مان اسم ذات - عزازت - رشتيداري - مائٽي.

- سِپِڻَ سَتائِڻُ: پنهنجن کي ايذاءُ پهچائڻ - مائٽن جو سَنگهرو ٿيڻ - عزيزن جو بدخواه ٿيڻ - پنهنجي ڪٽنب سان وير رکڻ.

– سپيٽوٽُ ڻ سپيٽوٽَ: ذ. ناڻيءَ جو پاءُ. ننهن جو پاءُ.

● سپيڻَ ڻ سپيڻيُون: ث. ٿر ملڪ ۾ ٿيندڙ هڪ گاهه جو قسم - مال جي چرڻ لاءِ گاهه طور استعمال ٿيندڙ. هڪ پکيءَ جو قسم - سيرَنَ. ڪورين جي ڦندي جو لفظ - تاڃيءَ جي سيڻَ - ڪڙن پڌڻ جو وٽيل ۽ پٽ لڳل مضبوط ڌاڳو - ريچ جي ڪم ايندڙ ڌاڳو - تاڪيڻي جو ڌاڳو. جنهن مان تاڻو تاڃي ڪري. پشم جو سڳو.

● سيِٽاهَه ڻ سيِٽاهيُون: ث. [ع. شنع = ترڻ] ٻڪريءَ جي کَلَ مان تيار ڪيل ترڻ جي کَلي - سيٽهه - سانداري.

– سيِٽاهَه پيئو ڻ سيِٽاهَه پيتا: ذ. صفت. وڏي پيٽ وارو - گهڻو کائيندڙ - پيٽڙيرُ - پيٽي.

– سيِٽاهيو ڻ سيِٽاهيا: ذ. سيٽاهه جو تاروُ - سيٽهه تي تري ڇاٽيندڙ.

– سيِٽاهو ڻ سيِٽايا: ذ. صفت. سيٽهه وارو - سيٽاهَه تي ترندڙ.

"سَناوَر ساميا هه ۾ آت سيٽايا نه سَنديِن" (شاهه).

● سيِٽڪَ ڻ سيِٽڪُون: ث. طبقو - طبق - درجو.

● سيٽڻَ: مصدر. [پرا. سُوٽڻَ. سن. سُوچن] سيٽَڻُ - اندريءَ وارو نوپو ڏيڻ - اونيءَ وارو نوپو ڏيڻ.

● سيِٽهه ڻ سيِٽهُون: ث. ڏسو سيِٽاهه.

– سيِٽهه تيُ پوَڻُ: گهڻو کائڻ يا پرچڻ - کاوڙجڻ - ڦوڪجڻ.

● سيِٽهڙِيُ: اسم خاص. تعلقي ساساري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سپيئو ڻ سپيئا (ت): ذ. ٿر ملڪ ۾ ٿيندڙ ٻوٽي جي شڪل جهڙو گاهه، نوڙين ٺاهڻ جي ڪم ايندڙ.

● سيو ڻ سيا: ذ. سيءَ سان ايندڙ بخار. سيءُ - ڏڪڻي.

● سُيو ڻ سُيا (ث): ذ. هڪ قسم جو جهنگلي ڏٿ.

● سپيوا (ڻ): اسم خاص. قديم زماني جا هندو راجا، بلوچن جي آمد کان اڳ، رياست قلات تي حڪومت ڪندڙ.

● سپيور: ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

● سيُوَرَ ڻ سيُوَرُوڻُ (ت): ث. ٻي نڪاح جي زال.

● سپيوَرو ڻ سپيوَرا: ذ. جين ڌرم جو فقير - سيوڙو.

● سپيوڙو ڻ سپيوڙا: ذ. رمتو فقير. جين ڌرم جو پوڄاري - سپيوَرو.

● سپيوَل: ث. پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ ٻوٽي جو قسم.

● سَيُون (ڻ): ث. [سن. سمتا] ڪٺڪ جي سمعدي ۽ اٽي مان ٺهيل ڊگهيون ۽ سنهيون لامون، کاڌي طور استعمال ٿيندڙ - سيئيُون - سپويُون.

● سپيو نڄَ ڻ سپيونڄُون: ث. سک - سهنج - سهوليت. سٺو - سانگو - لَهڻ. سٺائي - صفائي - پوشيدائي - شهوُتُ.

– سيونڄُ ڻ سيونڄَ: ذ. سهنجو وقت - سؤکو وقت.

– سيونڄائيتو ڻ سيونڄائيتا: ذ. صفت. سؤکو - سهنجو - سهنجائتو. ڪشادو - خلاصو. صفا - صاف - پوشيدو - سٺرو - آجرو - اڇو - پاڪ.

● سپيو نگَ: ث. [انگ. To Save = بچائڻ] بچت - پاڇي.

– سپيو نگ بينڪَ ڻ سپيو نگ بينڪُون: ث. پئسن بچائي رکڻ جي آفيس.

– سپيو نگ سرٽيفڪيٽُ ڻ سپيو نگ سرٽيفڪيٽَ: ذ. ڌراوت جو چٺو - پئسن بچائي رکڻ جي حالت ۾ مليل سرڪاري چٺو يا رسيد.

● سپيوڻُ: مصدر. [سن. سيو = ٽهل ڪرڻ] سُوچڻ - سيوا ڪرڻ - بندگي ڪرڻ.

– سپيوَ ڻ سيووُنُ: ث. شيوا - پوڄا - بندگي - سيوا - عبادت - ڀڳتي.

● سيوا ج سيوائُون: ث. خدمت - ٽهل - چاڪري. شيوا - پُوڄا. آپاشينا - پرستش - عبادت - بندگي - ڀڳتي - سجدو - عزت - تعظيم - منمان. حاضري. حفاظت - سنڀال. نوڪري - ملازمت. انتظام ڪرڻ جي حالت.

- سيوا ڪَرَڻُ: خدمت ڪرڻ - ٽهل ڪرڻ - چاڪري ڪرڻ. نوڪري ڪرڻ. پوڄا ڪرڻ - پوڄڻ - سجدو ڪرڻ - عبادت ڪرڻ - بندگي ڪرڻ. پرستش ڪرڻ. انتظام ڪرڻ.

- سيوَتِيءُ ج سيوَتِيُون: ث. مرد جي ٽهل، خاطري يا شيوا ڪندڙ زال - ٽهلڻيءَ - داسي - خدمتگار - سيوَري. نوڪرياڻي - نفرياڻي.

- سيوَڪُ ج سيوَڪَ: ذ. پرست - پوڄيندڙ. خدمتگار - داس - ڀڳت - ٻانهو - ٽهليو - شيوَڪُ - نوڪر. چيلو - مُريد - شَشُ - سِکُ. شاگرد - ٻالڪو. پوڄاري - عبادتي - عابد - آپاسَڪُ.

● سيوو ج سيوا: ذ. لَٽهوارو ٽيل هَرُ.

● سيوِهَڻُ: اسم خاص. سنڌ جي هڪ نهايت قديم شهر جو نالو، قديم آرين جي زماني ۾ سندس نالو "شواستان"، قلندر شهباز جي درگاهه ڪان مشهور. تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● سيوَتِيُون (ج): ث. ڏسو سَيُون يا سيوِيُون.

● سيئِرِي ج سيوِرِيُون: ث. چانورن يا اٽي کي سُري والکر ڪائيندڙ جيت جو هڪ قسم - گهڻو.

● سِيُهَه: ث. (ف). اولڏائو - اونداهو - ڏلڏلو - جهڪو. ڪارو - سياهُ. بَد - خراب. نياڳو.

- سِيَهُ باطِنُ: ذ. صفت. [ف. سِيُه + باطن = ڳجهه] اندر جو ڪارو. (ذ). اندر جي ڪارائي.

- سِيَهُ بَخْتُ ج سِيَهُ بَخْتَ: ذ. [ف. سِيَهُ + بخت = قسمت] ڪمبختي - چنڊائي - نياڳائي. (ذ. صفت). ڪم بخت - نياڳو - چنڊو - ستار پيشاني.

- سِيَهُ پوشُ ج سِيَهُ پوشَ: ذ. صفت. [ف. سِيَهُ + پوشيدن = ڍڪڻ] ڪارا ڪپڙا ڍڪيندڙ - ماتم ڪندڙ - ماتمي.

- سِيَهُ رُوُ ج سِيَهُ رُوُ: ذ. صفت. [ف. سِيَهُ + رُوُ = منهن] منهن جو ڪارو. چنڊو - نياڳو. گنهگار - عاصي.

● سيهڙو، سِهرو (ٽ): ذ. ٻاپيهو يعني سيڙهه جو تصغير.

- سِيَهُ ڪارُ ج سِيَهُ ڪارَ: ذ. [ف. سِيَهُ + ڪردن = ڪرڻ] ڪارا ڪم ڪندڙ - ڪِنا ڪم ڪندڙ - ڀڏا ڪم ڪندڙ - گنهگار - عاصي.

- سِيَهُ ڪاري ج سِيَهُ ڪاريُون: ث. ڪنو ڪم - بدڪاري - گناهه جو ڪم.

● سِيُهُ ج سِيُهَ: ذ. سرديءَ وارو مهينو. سخت سِيءُ. شينهَڻُ - شيرُ.

"هڪ ڀؤ ٻيراهُ جو، ٻيئو سانپارا سِيُهَ" (شاهه).

● سِيُهَ ج سِيُهُون: ث. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم، ٻنا ڇلرن جي، رنگ سفيد، وات وڏو، قد انڪل ٻن ڪان ڇهن انچن تائين.

● سيهالِفَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو - مزاري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو، رستمائين جي شاخ.

● سيهراجُ ج سيهراجَ (ٽ): ذ. سيلاپ. پريت.

● سيهِرِي ج سيهِرِيُون (ٽ): ث. آٽ جو چيٽو - گيسي - پوليهڙو - ڦوليڙو - لپڏوٺو - اٽ جو نرم ٽورو.

● سيهڙَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو، اڪثر لاڙڪاڻي، حيدرآباد ۽ خيرپور ۾ رهندڙ (ڀُٽَ سيراڻي).

● سيهڙُ ج سيهڙَ: ذ. هڪ قسم جو جانور، پشم دار اڇي نرم کل مان، ٻليءَ جيڏو، پير ۽ ٻليءَ جهڙا، منهن سيڙهه وانگي، سَهو - خرگوش. (ڪ) ماتا جي بيماري.

● سيهڙ ڪل رَ ڪائڻ: نازڪ بدن ٿيڻ. نزاڪت رکڻ - سُونهن رکڻ. (ت). ڊڄندو رهڻ - ڊَپُ ڪندو رهڻ.

● سيهڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● سيهڙو ۽ سيهڙا (ٿ): ذ. هڪ قسم جو لنڊو جانور - چاهو.

● سيهو ۽ سيها: ذ. صفت. ڏاهو - سيائو - ڏاڻو - چالو.

"چريو سوئي لوڪ، چرين کي چريو چوي؛
چرين ڏٺو سو ڏوڪُ، سيها سڪن جن کي".

سيهو. چاڻ - سڃاڻ - ڏيٺ ويٺ. سهولت - آساني.

● سيهو ۽ سيها: ذ. [سن. سَيڪ] هڪ قسم جو مشهور ڌاتو - شيهو. تيج - خسيس شئي. ڪچ. ڪوڙ.

● سيءُ ۽ سيءَ: ذ. [سن. شيت=سردي] سردي - ٿڌ - سيائو - ٺار - ٺنڍ - ٺَرُ. ساڙ - پالو - پارو. سرد هوا. سيءَ سان ايندڙ بخارُ. (اسم خاص). هڪ قسم جو گاهہ. هڪ خوشبوءِ دار گاهُ، جو زالون خوشبوءِ خاطر وارن ۾ وجهن.

"سيءُ نہ وِجهان سينڌ ڪا تيلائي تري"

(گلو ميانو).

— سيئاٽو ۽ سيئاٽا: ذ. ڏڪڻي - ٿرڪڻي - ڦرڪڻي - سياٽڊو - سياٽ - سٽهاٽ.

— سيئاٽڊي ۽ سيئاٽڊيون: ث. ڏڪڻي - ڪنبڻي - خوف واري حالت.

— سيئاٽڊيون آڻڻ: خوف طاري ٿيڻ - بدن ۾ ڪنبڻي پوڻ.

— سيءُ ٿيڻ: ڊَپُ لڳڻ - خوف ٿيڻ. ٿڌ محسوس ٿيڻ.

— سيئو ۽ سيئا: ذ. ٿڌ ۽ سيءَ سان ايندڙ بخارُ.

— سيءُ وَٺڻ: پارو لڳڻ - سردي لڳڻ. خوف ٿيڻ - ڏڪڻي لڳڻ - ڊپ ٿيڻ.

— سيئو ڪيري ۽ سيئو ڪيريون: ث. بدن ۾ سيءَ سبب ٿيل ڪانڊار - سيسراٽي.

● سيئاٽرُ ۽ سيئاٽرَ: ذ. ڪري ڪٽڻ وقت شروع ۾ انَ جو ڇڇ پري لياٽيءَ کي ڏيڻ واري حالت.

● سيئاپو ۽ سيئاپا: ذ. مرڻ تي گهڻين زالن طرفان گڏجي سُر سان رُئڻ واري رسم - پارَ.

● سيئارُ ۽ سيئارَ (ٿ): ذ. جانور جو هڪ قسم - گدڙ. (هہ. سيالَ) ڪاٺيءَ ۾ ٽنگ ڪڍڻ لاءِ اوزارُ. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم، چلرن ۽ مڇين سان، ڦوٽو ٿئيس، ڪَليون تکيون ۽ ڪپيندڙ، قد ۲ ڪان ۾ فوٽن تائين. جانورن جي بيماريءَ جو هڪ قسم - ماتا.

● سيهٽري ۽ سيهٽريون: ث. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم، چلرن سان، بنا ڦوٽي، ڊيگهہ اٽڪل هڪ ڪان ۲ فوٽن تائين - سيرَ مڇي - رانوَسَ مڇي.

● سيهٽن ۽ سيهٽون (لس): ث. رستو - ڪَس - واٽَ (حرف جر). سان. تائين - سوڌو - آهرُ. موجب.

● سيهڻ: مصدر پاڻَ ۾ رڌڻ يا پچائڻ - ڀاڙڻ - ڀاڦَ ڏيڻ - اوٻارڻ - پائيڻ.

● سيهو ۽ سيها: ذ. ڀاليندڙ ۽ سانڍيندڙ مرد.

● سيهڻي ۽ سيهڻيون: ث. ڄار جي ڳهائي ۾ لوهہ ٻڌڻ جي رسي.

— سيهو ڏيڻ: ڄار جي واڙ کي سنڌس چنيڙ سان ملائڻ.

● سيئون ۽ سيئان: ذ. صفت. سوين پتي وارو.

● سهنبي ۽ سهنبيون: ث. ڦوت - چير - ڏارُ - شڪاف. ضمير جواب موصول. اهڙي - آهي - سا ڳيان.

# ش

**ش**: ث. سنڌي الف بي جو اوڻٽيهون اکر. عربي الف بي جو تيرهون اکر، فارسي الف بي جو سورهون اکر. ابجد جي حساب موجب عدد ٣٠٠. (ف). حاصل مصدر جي نشاني، جيئن تہ "ڪوشش، بندش، بخشش" وغيره.

● شابُ ۽ شَبَ: ذ. (ع). جوان - ڳڀرو - لاٽڙيات - نوجوان - چوويهن ورهين کان چاليهن ورهين تائين عمر وارو ماڻهو.

● شاباسِ ۽ شاباسُون: ث. [ف. شادباش = شاد = خوش + باش > بودن = هئڻ] خوش هجو! آفرين! مرحبا! - واه واه! - ساراهہ - واکاڻ - تعريف.

- شاباش ۽ شاباشُون: ث. شاباس.

● شابَراڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ڪهڙو ڪري قنبر تعلقي ۾ رهندڙ.

● شابَسِ: ث. [ف. شاد + باش = خوش هجو] آفرين.

● شابي: نِدا [ف. شاباش! - آفرين!

- شابي شابي ڪَرَڻُ: شاباس شاباس چوڻ - وڌڻ لاءِ همٿائڻ.

- شابيِڙَ (ڪ): نِدا. شاباس! - آفرين! - واه واه!

● شاتُ: ظرف. [ف. شايد = مبادا] شايد - جيڪر.

● شاپَ ۽ شاپُون: ث. [انگ. Shop] دُڪان - هَٽُ - ڪوٺي. ڪارخانو.

● شاپارُ ۽ شاپارَ (ت): ث. شوق - محبت - عشق - سِڪ.

● شاخَ ۽ شاخُون: ث. [ف. شاخ: سن. شاکا = ٽاري] ٽاريِ - لام - ڏار. واهہ مان نڪتل ننڍي ڪسي - واهي - نالي. سلسلو - نسل. ڀاڱو - حصو. وڻ ۾ ڪو الب. نشاني. اقرار - انجام - ساک. روشنائيءَ جي ليڪ - شُعاعُ - دَوَ. ڏل پرينڊ ڙ رياست - ڏالي - خراجي.

- شاخدارُ ۽ شاخدار: صفت. [ف. شاخ + دار > داشتن = رکڻ] ٽارين وارو - شاخن وارو لاميَلُ - سِگرُ.

- شاخَ ڪَڍَڻُ: وڻ جون ٽاريون ڪيڏڻ. ظاهر ٿيڻ (ڏينهن يا سج جو) - آپرڻ. ڏسجڻ ۾ اچڻ.

- شاخَ لڳائِڻُ: قلم لڳائڻ - اک هڻڻ (وڻ جي) - اک لڳائڻ.

- شاخَ هَڻَڻُ: ٽاريُ هڻڻ. سگي هڻڻ.

● شاخَتَ ۽ شاخَتُونَ (ت): کهوڙي جي سَنجَن مان هڪ سَنجَ جو نالو. ڏمچيءَ ۽ هَنِي کي ٻڌڻ لاءِ ڪپڙي جو ٽُڪر - پشتڪ.

● شاخَ ڏَڙَيَلُو: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● شاخَ سامارو: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● شاخسانهُ: ذ. (ف) فتنو، فساد جهيڙو - شڪ شُبهہ. لئين ڳالهہ. عيب - نقص - ننڍا - خَلل. الزام - بهتان - تُهمت. فريب - دوکو - ڏوکو.

● شاخَ کِيجَراڙِيُ: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● شادُ ۽ شادَ: ذ. صفت. [ف. شاد = خوش] خوش خورم - خوش حال - با فرحت. خوش - سرهو - بهار - ٻهال - سکِيُ - آسودو - شُيُ - مزي ۾ - ممنون - پرسن.

- شادابُ ۽ شادابَ: ذ. صفت. ف. شاد + آب = پاڻي] سرسبز - ترو تازه.

- شادابيُ ۽ شادابيُون: ث. سرسبزي - ساوڪ. طراوت - تازگيُ. خوشي - آسودَگيُ.

- شادانُ ۽ شادانَ: ذ. صفت. خوش - سرهو - بَهارُ - پرسنُ - ٻهال.

- شادانُ هُجَڻُ: خوش هجڻ - سرهو هجڻ.

● شادَپُورُ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شادَمانُ: اسم خاص. تعلقي جوهي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شادِيُ ۽ شادِيُون؛ ث. [ف. شادي=خوشي] خوشي - جشن - سَرهائي - حَظُّ - آنند - هَرشُ. شاد مالو - مَجلس - ڪانو - منگل چار. پرڻو - وِهانءُ - ڪاجُ - نڪاح. خوشخبري - بَشارت.

- شادِيانو ۽ شاديانا: ذ. خوشيءَ جو واجو - خوشيءَ جو راڳ - دهل دماسو - راڳ روپ. مبارڪ باد - خوشخبري - بَشارت.

- شادِيانو وَڄائِڻُ: خوشيءَ جي نوبت وڄائڻ - فتح جو نقارو وڄائڻ.

- شادِيُ ڏِيَڻُ: خوشي ڏيڻ - آرام پهچائڻ. انعام ۽ اڪرام عطا ڪرڻ.

- شادِيُ ڪَرَڻُ: وِهانءُ ڪرڻ - پرڻو ڪرڻ - پرڻجڻ. خوشي ڪرڻ - جشن ڪرڻ - شاد مانو ڪرڻ - شاديءَ جي خوشي ملهائڻ.

- شادِيُ مُبارَڪ: شاديءَ جي رسم بعد مبارڪباد.

- شادِيُ مَرگُ: ذ. [ف. شادي + مرگ = موت] خوشيءَ جو موت - گهڻي خوشيءَ جي ڪري ايندڙ موت.

- شادِيُ هُجَڻُ: وِهانءُ هجڻ - نڪاح هجڻ. خوشي هجڻ.

● شادِيُ ابڙو: اسم خاص. تعلقي رتيديري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شادِيُ اڪَهيرُ: اسم خاص. تعلقي رتيديري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شادِيُ هَلِيُ: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شادِيُ والُو: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شاذُ: ظرف. [ع. شذ = جدا ٿيڻ] جُدا - الڳ - تنها - اڪيلو. ڪڏهين ڪڏهين. عجيب - انوکو - اڻلڀ - نادر.

- شاذُ و نادِرُ: ظرف. اتفاقاً - ڪڏهين ڪڏهين - گاه بگاه.

● شارُ ۽ شار؛ ذ. [ع. شَعْر = وار] وارُ (ڏهس).

● شارٽَ؛ صفت. [انگ. Short] ننڍڙو - مختصر.

- شارٽ هَينڊ: ث. مختصر نويسي.

● شارِحُ ۽ شارِحَ: ذ. صفت. [ع. شَرَحَ = کولڻ] شرح ڪندڙ - کولي بيان ڪندڙ - معني ڪندڙ - ٽيڪاڪار.

● شارِعُ ۽ شارِعَ: ذ. صفت. وڏو رستو - شاهي واٽ. دين جو رستو - مذهبي واٽ - شريعت تي هلندڙ - صاحب شرع - فقيهه - عالم - فاضل. انصاف ڏيندڙ جج.

- شارِعِ عامُ: ذ. عام رستو - شاهراه.

● شارڪَ: ث. (انگ). تمام وڏي مڇيءَ جو هڪ قسم.

● شارڪَ ۽ شارڪُون (ت): ث. وزن جو هڪ قسم - آنو - ڇٽانگ - پنج دُڪا.

● شارِڪُ ۽ شارِڪ: ذ. صفت. [ع. شَرَڪَ = ڀاڱا ڪرڻ] خدا سان ٻيو شريڪ ڪندڙ - شرڪ ڪندڙ - مشرڪ - ڪافر.

● شارو ۽ شارا (ب): ذ. [ع. اشارَه = ڏيکارڻ] اشارو - هٿ ڏَسِ - آهج.

● شارِيرِڪُ ۽ شارِيرِڪَ: ذ. صفت. [سن. شارير = جسم] بدني - جسماني. شريرَڪُ - ديهَ ڌاري.

● شاستَرُ ۽ شاستَرَ: [سن. شاستَرَ = هدايت جو ڪتاب] پُستڪ - ڪتاب. هندن جو ڌرمي ڪتاب. متن جو ڪتاب - قانون جو ڪتاب.

- شاستَرِيُ ۽ شاستَرِيُ؛ ذ. صفت. شاستر جو ماهر - هندو ڌرم جي قاعدن جو ماهر - پنڊت. ث. شاسترن جي ٻولي - سنسڪرت زبان - سنسڪرت ڌرم جي چال چلگت.

● شاشَتَ ۽ شاشَتُون (ت)؛ ث. همت - جرأت - دليري - بهادري. ڪوشش.

- شاشتَ ٿيڻُ: عمت ٿين - جرأت ٿيڻ.

● شاشوتُ ۽ شاشوتَ: ذ. صفت. (سن). شروعات جو - ازلي. قديمي. آريائي. سچو.

● شاطِرُ ۽ شاطرَ: ذ. صفت. (ع) شوخ. عيار - چالاڪ. اٽڪلي - چُست - ڪڙو تڙو. قاصد. شطرنج راند ڪندڙ.

● شاعِرُ ۽ شاعِرَ: ذ. صفت. (ع. شَعَرَ = ڄاڻڻ) شعر ٺاهيندڙ - شعر جوڙيندڙ - ڪوِي.

- شاعِرائِيُ ۽ شاعرائِيُون: ث. بيتن يا شعرن ٺاهڻ جو هنر - شاعِري.

- شاعِرِيُ ۽ شاعِرِيُون: ث. شعرن ٺاهڻ جو هنر - شعر بندِي - قافِيه بندي - ڪَو - ڪَوتا.

● شافِعُ ۽ شافِعَ: ذ. صفت. [ع. شَفَعَ = مدد ڪرڻ] شفاعت ڪندڙ - ڇڏائيندڙ - بچائيندڙ - شَفِيع. سفارشِي.

- شافِعِيُ ۽ شافِعِيُ: ذ. صفت. ڇوٽڪارو ڪندڙ - وِچُولو - وڪيل. سفارشِي.

● شافِعِيُ: ذ. صفت. (ع). امام شافعي جي پيروي ڪندڙ. (اسم خاص). اهل سنت جماعت جي چئن امامن مان هڪ جو نالو.

● شافِيُ ۽ شافِيُ: ذ. صفت. (ع. شَفَعَ = مدد ڪرڻ) شفا ڪرڻ وارو - شفا ڏيڻ وارو. خدا جو هڪ صفاتي نالو.

- شافِيُ مُطْلَقَ: اسم خاص. الله تعاليٰ جل شانهُ.

● شاقُ ۽ شاقَ: صفت. [ع. شق = چيرڻ - ڏوڙڻ - ڦوڙڻ] تڪليف وارو - ڏکيو - سخت - ڪٺن. اٺانگو - مشڪل - دُشوار - ناگوار. خراب.

● شاقو ۽ شاقا (ت): ذ. اٽڪل - دَغا - ٺڳي. وجهه.

- شاقو هَڻَڻُ: اٽڪل ڪرڻ - دغا ڪرڻ. هيسائڻ.

● شاڪُ ۽ شاڪَ: ذ. سِتن ملڪن مان هڪ ملڪ. راجا ساليواهن کان شروع ٿيل سن (جو عيسوي سن کان ٦، ٧، ٨ ورهيه بعد شروع ٿيو آهي). (انگ. Shoch = لوڏو) ڌِڪو - لوڏو.

● شاڪِرُ ۽ شاڪِرَ: ذ. صفت. [ع. شَڪَرَ = مهرباني سڃڻ] شُڪر ڪندڙ - شڪر گُذار - مشڪور - ممنون. رضا تي راضي رهندڙ - صابر - قانع - راضي. مهرباني مڃيندڙ. آهي سالڪ جن معرفت حاصل ڪئي آهي، جنهن لاءِ هُو خدا جو شڪر بجا آڻين ٿا.

"صَبُرُ شاڪِرَنِ آهي اوطاقُنِ ۾"
(شاهه).

سنڌي ٻاٻي جي سچيءَ جو هڪ قِسم ڪارڙن چلرن سان ۽ ستن ٻرن سان سراسر ڊگهو، ڇنو (ڇڙو) کان قد ۾ ننڍو - وات وڏو، عام طرح وڏي جي ڊيگهه ٣ فوٽ تور ٥ سير ڪن، اندر ماس ۾ فقط هڪ ڪنڊو ۽ شڪل ڪوراڙِ ٻلا وانگر اٿس - سُنڊو - سُڪر - ٻرڪلو (ل). (ث. شاڪرِيُ - شاڪرِيُون).

● شاڪِرائِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● شاڪِيُ ۽ شاڪِيُ: ذ. صفت. (ع. شِڪَوه = شڪايت ڪرڻ) شڪايت ڪندڙ - گِلا ڪندڙ. داد گهرندڙ - فريادِي. بَدگو - چُغلخور.

● شاگِرْدُ ۽ شاگِرْدَ: ذ. صفت. (ف). تعليم وٺندڙ - طالب العلم - پڙهندڙ. متعلم - وديارٿي. ڪو ڪم سکندڙ - سکيا وٺندڙ. پوئلڳ - مريد - پيرو - ٻالڪو - چيلو. خدمتگار - ٽهل ڪندڙ. تابعدار - نوڪر.

- شاگِرْدُ ڪَرَڻُ: علم ڏيڻ. چيلو بنائڻ - پوئلڳ ڪرڻ.

- شاگِرْدُ هُجَڻُ: چيلو ٿيڻ - مريد ٿيڻ. قائل هجڻ - استاد مڃڻ.

- شاگِرْدِيُ ۽ شاگِرْدِيُون: ث. طالب علمي - استاد جي هٿ هيٺ ڪم سکڻ جي حالت. مريدي - خدمت چاڪري.

- شاگِرْدِيُ ڪَرَڻُ: ڪو ڪم سکڻ - تعليم پرائڻ - پڙهڻ. استاد ڪرڻ.

● شالَ: حرف ندا. [ع. شاءَ الله = جيئن الله گهريو] خدا اُئين ڪري - الله ڪري - الله گهريو ته - شَل - مَن.

● شالا: ظرف. شال - مَن - جهيڪر.
● شالَ ۽ شالُون: ث. (ف). اوني يا ريشمي چادر - لوئِي - اوڍڻي - دُشالو - ڏوري.
- شالَ دوزُ: ذ. صفت. شالن جي دُرستي ۽ مرمت ڪندڙ ڪاريگر.
● شالَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● شالا ۽ شالائُون: ث. (سن). گهر - مڪان - جڳهه - جاءِ. جيئن "پاٺ شالا - ڌرم شالا".
● شالامار: اسم خاص. لاهور شهر جي هڪ مشهور باغ جو نالو.
● شالَميڻ: اسم خاص. [ع. سلمان = سليمان] هڪ نالو.
● شالُورُ ۽ شالُورَ: ذ. (سن). ڪپڙي جو هڪ قسم. ڳاڙهي ريشم جو رَئو - سالورو.
● شامَ ۽ شامُون: ث. [ف. شام = سانجهي] سانجهي - رات - سنجها - لِماشام - مُنهَن ميرو - پاڇولو - چانڊ. ڪاري رنگ جي عورت. اڻ ويامل عورت. سام - پناهه. جنازي لاءِ ورهايل ڪارڪُون (ل). زالائي چولي جو سامهون ڪيسو - اندرين.
- شام پَوَڻُ: ڪنهن وٽ وڃي پناهه وٺڻ.
- شامَ جهلَڻُ: اپاهجن کي اجهو ڏيڻ.
- شامَ ڊوهڻُ: پناهه هيٺ آيلن سان ڊوهه ڪرڻ.
- شامَ ڍونُڻُ: شام ڊوهڻ.
- شامِ غَريبان: ث. مصيبت جي شام - مايوسي ۽ تنهائي جي شام - مسافري جي شام - مفلسي جي شام.
- شامَ ڪليان: ذ. شام جي وقت جو راڳ. هڪ سُر جو نالو.
- شام وسَحَر: ظرف. [ف. شام + ع. سحر = صبح] صبح و شام - هر وقت - پٺي وقت - صبح سنجهه.
● شامَ ۽ شامُون (ت): ث. اوزارن جي ڳَن کي ڇيرجڻ کان بچائڻ لاءِ ڪنهن ڌاتوءَ جو لڳل ڇلو.
● شام: اسم خاص. (سرياني) هڪ ملڪ جو نالو (جنهن کي شام بن نوح آباد ڪيو هو). (سن. شام = ڪارو) ڪرشن مهراج جو هڪ نالو.

- شامي ۽ شامِيُ: ذ. شام ملڪ جو رهندڙ.
- شامي ڪبابُ ۽ شامِيُ ڪبابَ: ذ. ڪباب جو هڪ قسم.
● شامَتَ ۽ شامَتُون: ث. [ع. شامت > شام = ڀاڳو] اڀاڳ - نڀاڳ - نحوست - ادبار - ڪرنصيبي - بدبختي. مصيبت - آفت - آپدا - وپت. سختي - ڏک. اوسَر - ڏکيا ڏينهن.
- شامَتَ اچڻُ: مصيبت اچڻ - آفت اچڻ - سختي اچڻ - ڏکيا ڏينهن اچڻ - بد قسمتي ٿيڻ - قهر الاهي نازل ٿيڻ.
- شامَتِ اَعمالَ: ث [ع. شامت + اعمال = ڪَرم] ڪيل گناهن جي مُصيبت - خراب لڇڻن جو نتيجو - ڪِنن ڪَرتُوتن جو بدلو.
- شامَتِ زدَه: ذ. [ع. شامت + ف. زده > زدن = هڻڻ] مصيبت جو ماريل - سختي هيٺ آيل - ڏکيا ڏينهن گذاريندڙ - بدقسمت.
● شامِلُ ۽ شامِلَ: ذ. صفت. [ع. شامل > شمل = گڏي چڙهڻ]. (سان) لڳل - ڳنڍيل - ماٺيل - گڏيل - پيوند ڪيل - شريڪ ٿيل. صُحبتي - ساٿي. شريڪ.
- شامِلُ ڪَرَڻُ: ڳنڍڻ - گَڏَڻ - ملائڻ - لڳائڻ - ڪٺو ڪرڻ - ڀيٽَ ڪرڻ - ڀيلهه ڪرڻ - پيوند ڪرڻ - ساٿي ڪرڻ - پاسي ڪرڻ - پالهن ڀيلي ڪرڻ.
- شامِلُ هُجَڻُ: گڏ هُجڻ - شريڪ هُجڻ.
● شامور (ل): صفت. سڄي - سموري - ثابت. جيئن "گاهه ڍڳيءَ کي شامور پيو ڏائي".
● شامَه: ذ. [ع. شامه > شَم = سنگهڻ] پنجن حواسن مان سنگهڻ جو هڪ حِس.
● شاميانُو ۽ شاميانا: [ف. شاميانه] خيمي جو هڪ قسم - سايه پوش - سائبان - ڇَتِري - چندو - ڍَڪُ - پال - ڇاپو.
● شانُ ۽ شانَ: ذ. [ع. شان > شان = بزرگي. عزت. ڏڏو] عزت - مانُ - مَرتبو - عظمت - وڏائِي - بزرگِي - اقبال. جلال - تيج - فلڪ - رونق - سوڀيا - جهلڪو. ڀڀڪو - تجمل - ٺٺُ -

دَبدبو - ٺاٺ - شوڪت - حَشمت. حق - ليسبت.
فخر. حُرمت - شرف. درجو - حالت - توقير.
قدرت - شَڪتي - طاقت.

- شالائتو ۽ شالائتا؛ ذ. صفت. عزت وارو - شان وارو - شاندار. وڏو - مکيه - عظيم - شاهي - عاليشان - پيڪيدار - سوڀياوان - رونق دار.

- شانيدار ۽ شانيدار؛ ذ. صفت. [ع. شان + ف. دار > داشتن = رکڻ] شان وارو - عزت وارو - شالائتو. وڏو - عظيم - شاهي - مکيه - ڳرو. عاليشان - پيڪيدار - فلاڪ وارو - رونق وارو - عمده - سوڀياوان.

- شان ڏيکارڻ؛ وڏائي ڏيکارڻ - تجمل ظاهر ڪرڻ - قدرت ڏيکارڻ.

- شان ۽ شوڪت؛ ث. [ع. شان + ف. شوڪت = دبدبو] رعب - داب - تجمل - شڪوه - ٺڙڪو - ٺاٺ.

- شان وڃڻ؛ عزت ۾ فرق اچڻ - عزت گهٽجڻ - گهٽتائي ٿيڻ.

- شالي ۽ شالي؛ ذ. صفت. شان وارو - شالائتو - شاندار. پيڪي وارو.

● شانب ۽ شانبون (ڪ)؛ ث. وڻ جي ننڍي ٽاري - چانپ - لام. هٿ سان اشارو - ميچ - آهچ - شالڊ.

● شانت؛ ذ. صفت. [سن. سانته = مات] ماٺو - ماٺيڻو - ٿانهريو - سانتيڪو - ڌيرج وان.

- شانتي ۽ شانتيون؛ ث. ماٺ - چُپ - صبر. فرحت - ساهي - آرام - ٺاهر - ٺانڊهر - چين - جمعيت - قرار - ڌيرج - ماٺ. امن - امان - سک - آنند - سلامتي - سُلوڪ - ٺاهه - ٺرڇاڻ - ميلاپ.

● شالڊ ۽ شانڊون (ڪ)؛ ث. اشارو - اهچ - ميچ - شانب.

- شانڊون ڏيڻ؛ اشارا ڏيڻ - ميچون ڏيڻ.

● شانڪارڻ (ڪ)؛ مصدر. وڙهڻ لاءِ آماده ڪرڻ - لنڪارڻ. ڀچ ڪرڻ - اوڀارڻ - ڀڙڪائڻ - وڙهڻ لاءِ ڀڙڪائڻ.

● شانڪير: اسم خاص. هڪ ٺٺين جو نالو.

● شانگ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو).

● شانگارڻ (ڪ): مصدر. سُريلي آواز سان راڳ يا سهرا ڳائڻ - چالڪارڻ - جهونگارڻ. واڪاڻ ڪرڻ - پڙهڻ.

● شانگول ۽ شانگول (ڪ)؛ ذ. صفت. قداور - ڊگهو - لنبو.

● شانو ۽ شانا؛ ذ. [ف. شانه = ڪلهي واري ڦٽي] ڪلهو - دوش.

● شانهر ۽ شانهرون (ت)؛ ث. هلڻ ڪان جواب - وهڻ يا ڪم ڪرڻ ڪان لابري. هڙاڏو بي هوشي - دَت - چُپ.

- شانهريل ۽ شانهريل؛ ذ. صفت. سُست - ڪم ڪوس. ڳيدي.

● شانهڙي: اسم خاص. ڀرت جو هڪ قسم.

● شاني ۽ شاني؛ ذ. صفت. [ع. ثاني = ٻيو] برابر - مٽ - هڪ جهڙو.

- شاني شريڪ ۽ شاني شريڪ؛ ذ. صفت. مائٽ - عزيز.

● شاه ۽ شاه؛ ذ. [ف. شاه = وڏو] مالڪ - آقا - مسلمان بادشاهن لاءِ ڪم ايندڙ لفظ - راجا - حاڪم - بادشاه - سلطان. شطرنج راند جو هڪ مُهرو. فقيرن، پيرن ۽ اميرن جو لقب. سيد - سادات - داتا - سوامي. (صفت). ساڌ - شريف - اشراف.

- شاهِ اُمم؛ ذ. اُمتن جو بادشاه - رسول خدا، حضور مقبول صلي الله عليه وسلم جن جو لقب.

- شاهائو ۽ شاهائا؛ ذ. صفت. شاه جو - شاه وارو. شاهي - راجائي. بادشاهي شان وٺان. رئيساڻو.

- شاهائي نُور هلڻ؛ آهستي ۽ فرصت سان هلڻ - ناز نخري سان هلڻ.

- شاهباز ۽ شاهباز؛ ذ. [ف. شاه + باز] وڏو باز. پکين جو بادشاه. پکيءَ جو هڪ قسم - شهباز - شاهين.

- شاهه بلُوط ۽ شاهه بلُوط؛ ذ. وڏي قد وارو وڻ - وڻ جو هڪ قسم - ڏيال.

- شاهہَ بَنْدَرُ ج شاهہَ بَنْدَرَ؛ ذ. بندرن جو سردار (جو بندر محصول آڳاڙي).
- شاهہُ تِيرُ ج شاهہَ تِيرَ؛ ذ. وڏو ڪاٺ - ڳگهو داسو - ڏالد ڀچو - ڪاٺُ - ڀَجَرُ - شَهتِير.
- شاهتَرو؛ هڪ گل جو قسم.
- شاهُ پَرُ ج شاهُ پَرَ؛ ذ. پکيءَ جو سڀ کان وڏو پَرُ - وڏي کنبڙانبي. مَڇَ - شَهپَرُ.
- شاهپَنِي (ڪ)؛ ظرف. ظاهر ظهور - شاهہ شاهوڪاري - کليو کلايو.
- شاهُ جُوڳَ ج شاهُ جُوڳَ: ذ. صفت. ناموس جهڙو - جَسائِتيو - سُپتيو - مُعتبر.
- شاهُ راهہَ ج شاهَ راهُون: ث. [ف. شاه + راه = رستو] وڏو رستو - وڏي سَڙڪ - عام رستو.
- شاهہُ رڳَ ج شاهہَ رَڳُون: ث. (ف. شاه + رگ = رڳ) وڏي رَڳَ - حبل الوريد.
- شاهہَزادو ج شاهہَزادا؛ ذ. [ف. شاه + زاده = ڄايل] بادشاه جو پُٽ - بادشاه زادو - شهزادو.
- شاهہَزادِي ج شاهہَزادِيُون؛ ث. بادشاه جي ڌيءَ.
- شاهہُ سُوارُ ج شاهہَ سُوارَ؛ ذ. صفت. [ف. شاه + سوار = گهوڙي تي چڙهندڙ] وڏو سُوار - اُستاد سُوار. خُوب سُواري ڪندڙ.
- شاهہُ شاهُوڪارِي: ظرف. کُليو کُلايو - ظاهر ظهُور - دِيناداستيي.
- شاهہُ شِريانَ ج شاهہ شِرياليُون؛ ث. [ف. شاهہ + شريان = هڪ رڳ] وڏي رڳ - شَهہ رڳ. جسم جي سيني رڳن کان وڏي رڳ (جيڪا سڄي بدن کي رت پهچائي).
- شاهہُڪارُ ج شاهہُڪارَ؛ ذ. [ف. شاهہ + ڪار = ڪم] سڀ کان وڏو ڪم - عجيب ڪم - الوکو ڪم.
- شاهہُ ڳَڙهِي: ذ. اَٽ جو هڪ قسم (جنهن جا اهن ڳاڙها، قد ۾ ڳچي ڊانيءَ اَٽ جهڙي).
- شاهہُ مَرْدُ ج شاهہَ مَرْدَ؛ ذ. [ف. شاهہ + مرد = جوان] شاهي خاندان جو مرد - شهزادو - شاهہ زادو.
- شاهہِ مَرْدانُ: ذ. حضرت علي ڪرم الله وجهه جو لقب.
- شاهہَ نامُو ج شاهہَ ناما: ذ. [ف. شاهہ + نامہ = ڪابہ شيءِ لکيل] بادشاهن جي احوال جو لکيل ڪتاب (هڪ مشهور قديم فارس جي منظوم تواريخ، جا فردوسي شاعر سنہ ١٠٠٠ع ۾ محمود غزنوي جي حڪم سان لکي هئي).
- شاهنْشاهہُ ج شاهنْشاهہَ؛ ذ. وڏو بادشاهہ - بادشاهن جو بادشاهہ - قيصر - سلطان - خاقان - مهاراجا.
- شاهنْشاهِي ج شاهنْشاهِيُون؛ ث. وڏي سلطنت - حڪومت - بادشاهي.
- شاهہَ نَشِينُ: ث. وڏي جاءِ. [ف. شاهہ + نشين < نشتن = ويهڻ] بادشاهن جي ويهڻ جي جاءِ.
- شاهہَ وارُ ج شاهہَ وارَ: ذ. صفت. (ف). بادشاهن جي لائق نهايت نفيس چيز - جواهرات - موتي.
- شاهہُوڙُ ج شاهہُوڙَ: صفت. بلڪل وڏو - تمام وڏو - شاهي.
- شاهہَ وَلَڪُ ج شاهہَ وَلَڪَ: ذ. وڏي ڪمان - دروازي جي مٿان وڏي محرابدار ڪمان.
- شاهِي ج شاهِيُون: ث. بادشاهي - حڪومت - سلطنت - راڄ - راڄائي. ج شاهِيَ: صفت. وڏو - تمام وڏو - شاهوڙ. شاهہ جو - شاهہ وارو - شهنشاهي - راڄائي - بادشاهي - قيصري - شاهاڻو. بادشاهي شان وٽان - شانُدار - رعبدار - ملوڪُ - ريساڻو.
- شاهِي رَسْتو ج شاهِي رَسْتا: ذ. وڏو رستو - عام لنگهہ.
- ● شاهائِي: اسم خاص. تعلقي دادو ۾ هڪ ديهہ جو نالو. هڪ ذات جو نالو.
- ● شاهہُ بِلاوَلُ: اسم خاص. هڪ بزرگ جو نالو. (هي بزرگ قلندر شهباز جو هم عصر هو، ڪراچيءَ کان چوٽيهن ڪوهن جي مفاصلي تي لاهوت کان ڏيڍ ڪوهہ پنڌ تي سندس درگاهہ آهي. ڪن ماڻهن جو عقيدو آهي تہ هن بزرگ اهو علائقو گوڪل نالي ديوَ جي چنبي مان آزاد ڪرايو هو).

● شاهہ بَلُوطُ؛ ذ. (ف). وڻ جو هڪ قسم- دَيالُ.
● شاهبُورُ: ذ. ٻڪيءَ جو هڪ قسم (ڇيري ٻڪيءَ جو وڏو قسم) ڇيپ.
● شاهتَرو؛ اسم خاص. (ف. شاهتره) دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻساڪو وڪر. گاه جو هڪ قسم (جنهن جا ٻه نمونا آهن: هڪ جا پَنَ ذَرا ذَرا دائن وانگيان، گل خاڪي رنگ جو (بنفشہ) جهڙو ۽ ٻئي جا پن ڊگها ۽ ساوا ۽ گل اڇو، ٻر ٻئي ڪَوڙا آهن).
● شاهہ ٻَنجُو؛ اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● شاهپُورُ؛ اسم خاص. تعلقي شهدادپور، تعلقي ميرپور ماٿيلي، تعلقي ميرپور بٺوري، تعلقي ٻني عاقل، تعلقي جيڪب آباد، تعلقي گهوڙا ٻاري، تعلقي شڪارپور، تعلقي موري ۽ تعلقي هالا ۾ ڪن ديهن جو نالو.
● شاهدُ ۽ شاهِدَ؛ ذ. صفت. (ع. شاهد< شَهد= گواهي ڏيڻ) شاهدي ڏيندڙ- گواهي ڏيندڙ- گواه- ساکي- اوڳاهہ. اکين ڏٺي ڳالهہ ڪندڙ. خوبصورت حسين- معشوق. (ف- ل).
- شاهِدِيُ ۽ شاهدِيُونُ؛ ساک- گواهي- اوڳاهيُ- ثبوت- تصديق- اظهار- ثابتي- پرماڻ. خوبصورتي- حَسِينيُ- معشوقي.
● شاهدانو ۽ شاهدانا: ذ. (ف) ليار جو دائو- ڳاڙهو دائو.
● شاهہ عَبّاسُ؛ اسم خاص. (ع) عباس بن عبدالمطلب. رسول مقبول جن جي چاچي جو نالو. حضرت علي جن جي پُٽ جو نالو (جو حضرت فاطمه جي وفات بعد ٻيءَ بيبي مان پيدا ٿيو هو).
● شاهہڪَپُورُ: اسم خاص. تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهہ ۽ ڳوٺ جو نالو
● شاهُلُ ۽ شاهُلَ: ذ. هڪ رازڪي اوزار جو نالو. ڀت جي سَنوت جاچڻ لاءِ ڪم ايندڙ هڪ اوزار. (لوهہ جو گولو ڏور ۾ ٻَڌَلُ). واڻ مان لاهيل جٽي- چاهُلَ (ڪ). (اسم خاص). تعلقي شڪارپُور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● شاهہ مورِيو؛ اسم خاص. تعلقي جوهي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● شاهہ ميهڙو؛ اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● شاهنامو ۽ شاهناما؛ ذ. (ف. شاه= بادشاه+ نامہ= ڪاڳر شئي لکيل). بادشاهن جي احوالن جو ڪتاب. (اسم خاص). فردوسي نالي پارسي شاعر جو هڪ لکيل ڪتاب (جنهن ۾ ايران جي بادشاهن جي توارخ شعرن ۾ لکيل آهي).
● شاهَوُ ۽ شاها؛ ذ. راند ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جو نڪر (ت). محصول وغيره جي حساب رکڻ جو ڪتاب. فريب- ٺڳي- مَڪاري- ڀَرتو- چٽَ.
- شاهُو ڏيَڻُ؛ ڳلتو ٻڌڻ- چٽ ٻڌڻ- چاڙها ڏيڻ- ڀرتا ٻَڌڻ. ٻرغلائڻ- آتارڻ- چٽرائڻ.
● شاهُوُ ۽ شاهُوُ؛ ذ. صفت. [سن. سارت= تونگر] شاهوڪار- دولتمند- ڌنوان- شاهہ- وسعت مَند- ڀَلو- چوکو. (اسم خاص). تعلقي شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
- شاهُوڪارُ ۽ شاهُوڪارَ: ذ. صفت. کهٽي ملڪيت وارو- دولت وارو- ملڪيت وارو- ڌنوان- دُنيادارُ- دولت مند- تونگر- زردار. سکيو- آسُودو- جوپ- ونهيون.
- شاهُوڪارِيُ ۽ شاهُوڪارِيُونُ؛ ث. دولتمندي- تونگري- دنياداري- ونهيائيُ. واپارين جي بندين مان هڪ بندي (جنهن ۾ انهن ماڻهن جا ڏار ڏار ليکا رکيا آهن جن کان مال اوڌر تي خريد ڪيو آهي).
● شاهُوائيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● شاهہ واهُ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● شاهُوڪَ (ڪ): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● شاهولَ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر حيدرآباد ۾).
● شاهہ وَنگ؛ ث. نارهي هڪ ڪاني جو نالو. (سرين جي چٽني مٿن ۽ ٿاٻيءَ جي ٻنهي مٿن کان وربل ڪاٺين مان هرهڪ ڪانيُ).

● شاهِي ۽ شاهِيُون: ث. (ف. سياهي = ڪاراڻ) سياهي - مَس - ڪارڻ - ڪَٽ.
"افلاطون عقل ڇا ٿا شاهي لاهن شاهہ"
(جلال).
موتي - پيالو. ۽ شاهي: ذ. صفت. (ف. شاه = وڏو) وڏو - تمام وڏو - ڏگهو - لنبو. بدمعاش - لچو - لوليو - اٺوري - شودو - ڪميڻو - بَد ذات - لُفَنگو. روپيہ جو اٺون حصو. سٽيءَ جي هڪ ڪپڙي جو قِسم. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.
● شاهِين: ذ. (ف) پکيءَ جو هڪ قِسم - وڏو باز - شهباز.
● شاهِنگ ۽ شاهِنگَ: ذ. نالي چڙهيو بَدمعاش. شودو - ڪالينگهو - لُچ - چور - آڙاه چور.
● شائِستو ۽ شائِستا: صفت. (ف. شائِستَہ = بردبار) لائق - شايان - واجب - معقول - قابل - جوڳو - مُناسب. عزت وارو - آبائتو - ڪٽونتَ - فَضيلت وارو - اشراف - سکر - نيڪ - لائق پريو - معزز - مانوارو.
- شائِستگي ۽ شائِستگيُون: ث. اخلاق - ڀلائي - تهذيب - قابليت - لياقت - ڏاهو ڪائي - رغبت - فضيلت - مرجادا - حياءُ - پوشيدگي - مان شان - آدميت - مروت.
● شايِع: (ع. شائِع > شاع = ظاهر ڪرڻ) ظاهر - آشڪارا - پڌرو - فاش - ڇَپيل - مشهور ڪيل
- شايِع ڪَرَڻ: جاري ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ - مشتهر ڪرڻ - ڇاپڻ.
● شائق ۽ شائِقَ: ذ. صفت. (ع. شائق < شَوق = چاهڻ) شوق رکندڙ - خواهشمند - خواهان - طلبگار - شوقين.
● شايان: صفت. (ف). (جي) لائق - زيبا - موزون - دلپسند - مناسب - جوڳو - قابل. عمده - نفيس.
● شايد: ظرف. (ف). اتفاق سان - ممڪن آهي ته - ٿي سگهي ٿو - مبادا - مڃان - الاجي - جيڪس - ممڪن - اوچتو.

● شايِستہ: صفت. (ف). لائق - موزون - شايان - مناسب. تعليم يافتہ - صحبت يافتہ - اهل. خوش خلق - سگهڙ - هنرمند. سٺو - بهتر.
● شايِستگي ۽ شايِستگيُون: ث. درستي - تهذيب - قابليت - لياقت - خوش خلقي - اخلاق - آدميت - انسانيت.
● شايع: ذ. صفت. (ع. شاع = ظاهر ڪرڻ) پڌرو - ظاهر - کليل. ڳجهہ کوليو - پڙ پڌرو ڪيو - ڦڪڙ ڦاڙيو. جاري ڪيو.
● شايِق ۽ شايِقَ: ذ. صفت. (ع). شوقين - خواهشمند - چاهيو - سڌائتو - خواهان - اڇاوان - خواهن - آڪنڊير - آتُر.
● شَب: ث. (ف). سج لهڻ کان سج اڀرڻ وارو عرصو - رات - رَيڻ - رَجني - لَيل - تکي - تامِني.
- شَب باش: ذ. صفت. (ف. شب + باش < بودن = هئڻ) رات رهندڙ - رهڻ وارو - رات بسر ڪندڙ.
- شَب باشي: ث. رات گذرڻ جي حالت - رات جو قيام.
- شَب بَخَير: جملو. (ف. شب + ب = سان + خير = چڱو) رات جي دعا - رات خير سان گذري.
- شَب بَرات ۽ شَب بَراتُون: ث. خوشيءَ جي رات. (ماه شعبان جي ١٥ تاريخ رات، جنهن ۾ ملائڪ رزق ۽ عمر، الله جي حڪم سان لکندا آهن.
- شب بيدار: ذ. صفت. (ف. شب + بيدار = سجاڳ) رات جو اٿندڙ - رات جو جاڳندڙ - سڄي رات عبادت ڪندڙ.
- شَب بيداري: ث. رات جو جاڳڻ جي حالت - سڄيءَ رات عبادت ڪرڻ واري حالت.
- شَب تار: ث. انڌاڻي رات - ڪاري رات.
- شَب تاريڪ: ث. (ف. شب + تاريڪ = اونداهو) انڌيري رات - اونداهي رات - ڪاري رات.

- شَبِ خوابيءَ: ث. ]ف. شب + خوابي < خواب < خفتن = سمهڻ] رات جو سمهڻ جي حالت. رات جو سمهڻ وقت پاتل پوشاڪ.
- شَبخورُ ج شَبخورَ: ذ. صفت. [ف. شب + خور < خوردن = کائڻ] رات جو نه ڏسندڙ- رات جو انڌو. گهوڙن جو اصطلاح. رات جو نه ڏسندڙ (گهوڙو).
- شَبِ خونُ: ذ. [ف. شب + خون = رت] رات جي وقت ڪيل خون- رات جو قتل. رات جو حملو- راتاهو.
- شَبِ روزُ: ظرف. [ف. شب + روز = ڏينهن] رات ڏينهن- ليل وَ نهار.
- شَبِستانُ ج شَبِستانَ: ذ. [ف. شب + آستان = جاءِ- هنڌ] رات ٽڪڻ جي جاءِ- رات جو سمهڻ جي جاءِ. خلوت گاهه- خواب گاهه.
- شَبِ قدرُ: ث. [ف. شب + ع. قدر = وڏائي] عزت ۽ عظمت واري رات- سڳوري رات. قرآن شريف نازل ٿيڻ واري رات (رمضان شريف جي ٢٧ تاريخ جي رات).
- شَبُ ڪورُ ج شَبُ ڪورَ: ذ. صفت. [ف. شب + ڪور = انڌو] رات جو نه ڏسي سگهندڙ- رات جو انڌو.
- شَبُ ڪوريءَ: ث. رات جو نه ڏسي سگهڻ جي حالت- رات انڌائي.
- شَبُ گونُ: ذ. [ف. شب + گون = رنگ وارو] رات جي رنگ وارو- ڪارو.
- شَبِ وِصالُ: ث. [ف. شب + ع. وصال < وَصل = ملڻ] معشوق سان ملڻ واري رات- سهاڳ جي رات- ملاقات جي رات. اها رات، جنهن ۾ ڪنهن عارف بالله جو لاڏاڻو ٿيو هجي.
- شَبِ وَصلُ: ث. شبِ وِصال.

● شَبُ ج شَبَ: ذ. ڳجهه- پردو- پيهد- منجهه- اَنٽُ- راز- سرُ- ڀيتُ- وِڇُ. ٻلوڙو- چيڪَ- اونو- ڍَڪُ- اوت. عزت- آبرو- سنمان.

- شَبُ رَکَڻُ: راز لڪائڻ- ڳجهه ظاهر نه ڪرڻ- پردو رکڻ- ڍَڪُ رکڻ.
- شَبُ ڪَرَڻُ: شب رکڻ- پردو رکڻ- ڍَڪُ رکڻ.
- شَبَ ۾ رَکَڻُ: ڳجهه ۾ رکڻ- لڪائڻ- پردو ڏيڻ- ڪنهن راز کي لڪائڻ- ڍَڪ ڏيڻ- راز کي راز ۾ رکڻ (لڪايل ڳالهه).

● شَبابُ ج شَبابَ: ذ. [ف. ع. شَبَ = جوان ٿيڻ] هر ڪنهن شيءِ جي ابتدا- آغاز- شروعات. جواني جو زمانو- جوالي- جوڀن- ڳڀروپڻ- لاساري.

● شَبانُ ج شَبانَ: ذ. صفت. (ف). ڌڻ جو راکو- ڌنارو- ڌنار- ڌَراڙُ.

● شَباهَتُ ج شَباهَتُونُ: ث. [ف. شباهت < ع. شبهه < شبيهه = جهڙو بنائڻ] شڪل- شبيهه- صورت. رولق- روپ. مشابهت- مطابقت- هڪجهڙائي.

● شَبَدُ ج شَبَدَ: ذ. (سن. شَبَدُ = چوڻي) آواز- صدا. سُر. اکر- لفظ. جملو. چوڻي- چوَڪَ- چيل شعر. شعر جو ٽڪر- ٻاواڻي- ٻاڻي- بيت- ڏوهيڙو. راڳ. ڀڄن- ڪيرتن وغيره. نصيحت واري چوڻي- ٻول- وچن- آپديش- پند- نصيحت. نڪتہ شعر ۾ بيان ڪيل.
- شَبَدُ ارٿُ: ذ. بيت جو مطلب- شعر جو مطلب.
- شَبَدُ ڇيدُ: ذ. شعر جي ترڪيب.
- شَبَدُ سادَنُ: ذ. لفظن جو بنياد- ڌاتو- صرف- اشتقاق.
- شَبَدُ ڪوشُ: ذ. لفظن جي معنيٰ جو ڪتاب- لُغت- ڊڪشنري.

● شَبَڪو ج شَبَڪا: ذ. سونارن جي اصطلاح ۾ سون تي اُڪر جو ڪم- ڳهڻ تي چِٽ جو ڪم. سون کي جاميٽريءَ جي شڪلين ۾ وڍهاست ڪرڻ، الهن ۾ چٽسالي جو ڪم.
- شَبَڪپيدارُ ج شَبَڪپيدارَ: ذ. صفت. چهچٽي وارو سهڻو- مزيدار- وڻندڙ.

● شَبْڪُورَ : اسم خاص . ( ع ). هڪ ذات جو نالو.

● شِبْلِيُ؛ اسم خاص. ( ع ). هڪ مشهور عالم جو نالو.

● شَبْنَمُ ج شَبْنَمُونُ: ث. [ف. شَبُ = رات + نَمُ = آلاڻ] ماڪَ - وِ لَهُ - اوس - مات. ڪپڙي جو هڪ قسم - شَبْنَمُ - ململ.

● شَبْنِما؛ ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم.

● شَبُّو؛ ذ. (ف). گل جو هڪ قسم (Tuberose).

● شُبهو ج شُبا؛ ذ. (ع. شُبْهَ = شَڪُ) شَڪُ - گمان - شُبهہ. وهم - وَسوَسو - پيرم - منسو - لاويساهي - بِڇتائِي - شُبهو.

● شُبْهَ؛ ذ. شڪُ.

- شُبْهَ ڪَرَڻُ؛ شڪ آڻڻ - بدگماني ڪرڻ - گمان آڻڻ.

- شُبَهُ هُئَڻُ: گمان هئڻ - شَڪ هئڻ - بي ويساهي هئڻ.

- شُبَهو ج شُبْهَا؛ ذ. ( ع ) گمان - شَڪُ - وَهم - شبو - شُبَهُ.

● شَبِيهَ ج شَبِيهُون؛ ث. (ع. شبيه < شبه = جهڙو بڻائڻ) شَڪل - صورت - آڪارَ - رُوپُ - مُهانڊو. ڊؤل. نمواو - وَنُگُ - دستور - وڏِي - ڪهات. چِٽُ - تصوير.

● شُپُ ج شُپَ: ذ. (سن. شَپ = سٺو) چڱو - سٺو - سَعِيدُ. مهٺو - مرغوب - وڻندڙ - من مهٺو - بهترين - شاندار. روشن - چمڪندڙ. قسمت وارو - نصيبدار - خوش.

● شَتَ (ڪ)؛ ظرف. (ف. شايد = مبادا) شايد - مبادا - متان.

● شِتابُ ج شِتابَ: ظرف. (ف). تڪڙو - جلد - جلدي - يڪدم - لُرُ ۾ - تڪڙ ۾ - اُتهہ - ڦٽهہ - ترت - جهٽ پٽ - فوراً. (ث. ذ). تعجيلُ - تڪڙ - آبهرائي. آتوريلا - تاهوتَ - مگهائي - سيڪهہ - جلدائي.

- شِتابِيُ ج شِتابِيُونُ؛ ث. آبهرائيُ - تڪڙ - تعجيل - تيزيُ - جلدائي - چوت - سيڪهہ - ڦڙتائيُ. گهبراهٽ. بي صبري - اضطرابي.

● شَتاهَ ج شَتاهُونُ (ت)؛ ث. چالاڪ عورت.

● شُتُرُ ج شُتُرَ: ذ. (ف). آٺُ - ڏاگهو - ڪرهو - ليڙو - توڏو - ميو - جَمل - چانگهو.

- شُتُرُبانُ ج شُتُرُبانَ؛ ذ. (ف. شتر + بان - وان = وارو) آٺ وارو - اوٺي. آٺ جو نگهبان. آٺ هلائيندڙ - ساربان.

- شُتُرُبانِيُ ج شُتُرُبانِيُونُ؛ ث. آٺ هلائڻ جو ڪم - سارباني.

- شُتُر بي مَهار: ذ. صفت. مهارن ڪانسواءِ آٺ - ناڪيلي ڪانسواءِ آٺ. آزاد - خود مختيار. پنهنجي مرضيءَ تي هلندڙ.

- شُتُرُ بي مَهار هُئَڻُ؛ آٺ جو مهار ڪانسواءِ هُجڻ - بنا ناڪيليءَ جي آٺ هُجڻ. ڇڙواڳ هجڻ - آزاد هجڻ - چوڻ چائڻ وارو نہ هُجڻ.

- شُتُرُ سُوارُ ج شُتُرُ سُوارَ؛ ذ. صفت. آٺ جو سوار - آٺ هلائيندڙ - جَتُ.

- شُتُرُ مُرْغُ: ذ. (ف. شتر + مرغ = پکي) پکيءَ جو هڪ قِسم - آٺُ پکي. آفريڪا ۽ عربستان جي رڻن ۾ رهندڙ هڪ وڏو پکي. (هي پکي اصل عربستان ۽ آفريڪا جو رهاڪو آهي اهو نالو هن ڪري مليو اٿس جو هُو شڪل، قد ۽ پيرن ۾ آٺ جهڙو آهي. ٢- آٺ والگر گرم ۽ واريامي بيابان ۾ گذاري ٿو. ڇهن ڪان نوَن فوٽن تائين ڊگهو ٿئي ٿو. هن جا کنڀ تمام سهڻا ۽ قيمتي آهن ۽ ٽوپين ۾ ڪم ايندا آهن).

- شُتُرُوانُ ج شُتُرُوانَ : ذ. شتربان.

- شُتِرو ج شُتِرا (ت)؛ ذ. صفت. آٺ جهڙو. بي حياءُ - بي شرم - بي دِيدو - اکين اچو. (ذ). ڏاند جو هڪ قِسم - وڏن ۽ ڪُنڊن سڱن وارو ڏاند.

● شَتِرُو ج شَتِرُو؛ ذ. صفت. (سن. شَتْرُهُ = دشمن) دشمن - ويري - رپ - ورو ڏي - ڏُڄڻ.

● شَتَڪو ج شَتَڪا (ڪ)؛ ذ. کهٽيءَ اچ وچ - ڊوڙ ڊُڪَ - ڊوڙ ڀاڄ.

● شَپ: صفت. (ف). جلد - شِتاب - جهٽ - يڪدم.
- شَپ شَپ؛ ظرف. جهٽ پَٽ - يڪدم.
● شُپُ ۽ شُپَ (ل): ذ. مُنُهَن - پوٿ - شَڪل.
● شَپاڪو ۽ شَپاڪا (ل)؛ ذ. پڪيءَ جو هڪ قِسم.
● شَپِڙَڻُ (ڪ)؛ مصدر. سُڪَڻُ - ڪومائجڻ. سُسَڻ. هيسجَڻ.
● شَپُ شَپُ؛ ذ. (آواز) آواز جو هڪ قِسم - ڦَهه ڦَهه. ڪنهن شيءِ سان لاڳيتو ڌڪن هڻڻ جو آواز.
● شَپُڪُو ۽ شَپُڪا: ذ. (آواز) ڪنهن شَي ڪِرڻ يا لڳڻ جو آواز - ڦهڪو - ٽپڪو - ٽپڪو.
● شَپَڻُ (ڪ)؛ مصدر. ٽَپڻ - ٽاهڻ.
● شُپو (ڪاڇو - جوهي)؛ ذ. صفت. نڀاڳو - منحوس.
● شُجاعُ ۽ شُجاعَ: ذ. صفت. (ع. شجاع > شَجَعَ = بهادر ٿيڻ) بهادر - پهلوان - سورمون - سورهيه - دلير - پَلوان.
شُجاعَتَ ۽ شُجاعَتُون؛ ث. دليري - بهادري - سورهيائِي - مڙسِي - مردانگِي.
● شَجَرُ ۽ شَجَرَ؛ ذ. (ع) دَرَخْتُ - وَڻ.
- شَجَرُ پَرَسْتُ ۽ شَجَرُ پَرَسْتَ؛ ذ. صفت. (ع. شجر + ف. پرست > پرستيدن = پوڄڻ) وڻ جو پُوڄارِي.
● شُجْراءِ؛ اسم خاص. (سن. سورج + راءِ > سج + راءِ) هڪ ذات جو نالو.
● شُجِراهُ: اسم خاص. تعلقي ٺَل ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ذات جو نالو.
● شُجْرو ۽ شُجْرا؛ ذ. (ع. شَجْرَهُ = نسب جو نقشو) نسبي وڻ. نسب نامو - وَنْساوَلِي - حسب نسب. پِيڙهي - بنياد.
● شَڪُ ۽ شَڪَ (ڪ)؛ ذ. (ع. شَڪُ) شَڪُ - گُمان - وهم.
● شَخْصُ ۽ شَخْصَ؛ ذ. (ع. شخص ۽ اشخاص > شخص = وڏيل هڻڻ) وجود انسان جو - ماڻهو - بَشر - مَردُ - آدمِي - پُرش - آسامي - جِئو - پَهر - والڪي - ڌُر.
- شَخْصِي ۽ شَخْصِي: صفت. شخص جو - ماڻهوءَ جو - آدمِي جو. هڪ ماڻهوءَ لاءِ. سندس - ذاتِي - وجودِي - ديهڪ - بدني - اِسمي.
- شَخْصِيَّتَ ۽ شَخْصِيَّتُون؛ ث. انسانيت - ماڻهپائِي - آدميت. ڪيولِيهَ - فرديّت - وَحدَت - ويڪتي. ذاتيات. اشرافت - خوبِي - سُپلائِي - ڳڻ. عزت - شان - وقعت - وقارُ - پَتِ.
- شَخْصِي حَيثِيَتَ ۾؛ ظرف. ذاتي وسعتَ - پنهنجي پُهچَ - پجندِي.
● شَدَّ ۽ شَدَّون؛ ث. (ع. شَدَّ = سخت ڪرڻ) مضبوطي - سختي - ڏاڍائِي. قوت - طاقت - پَل. (لفظ جي) هڏ تي زور - دٻاءُ - تاڪيد لفظي، اُچار جو هڪ قسم. ڪنهن لفظ ۾ هڪ جهڙن ٻن اکرن جو لاڳيتو اچڻ ڪري، ٻئي اکر هڪ ٻئي ۾ ضَمُ ڪري مٿان ڏليل نيشاليِ. جيئن: "حَقَّقُو = حَقُّو، شَدْدادُ = شَدّاد. وغيره".
ريت - رواج - رسم - چال - واهپو (ڪ). جيئن ڏه، ڀهراڙيءَ ۾ مٿي آکهاڙي ڪرڻ جي "شَدَ" ٿي ڪالهي."
- شَدَّ مَدَّ سان؛ ظرف. (ع. شَدّ + مَدّ = ڊگهو ڪرڻ) تاڪيد سان - لفظ تي زور ڏيڻ سان. صاف طرح.
- شَدَّ مَدَّ سان ڳالهائِڻُ؛ چڱي زور يا فلڪ سان ڳالهائڻ.
- شَدَّ و مَدَّ؛ ث. ڏام ڏوم - ٺاٺِ - شان شوڪت.
● شُدّ (ت)؛ ذ. (سن. شُدّ = صاف) صفا - نج - شُدّهُ. ثابت. مقرر.
- شُدّ ڪَرَڻُ؛ ثابت ڪَرَڻُ.
● شَدّادُ؛ اسم خاص. (ع) خُدائيءَ جي دعويٰ ڪندڙ هڪ مشهور ڪافر بادشاهه جو نالو (جنهن بهشت ٺهرايو هو).
● شَدائِڻُ؛ مصدر. هري هري ٻئي جي دل وٺڻ - رهڻ - ريڻ - ريجهڻ - ڏتڻ - ڦَاوڻ - چترائڻ -

هِرکائڻ - ڦُسلائڻ - بکهڙڻ. رمز سان ٿُنبڻ. آڏو اشارو ڪرڻ. (زال جو) ست ٽوڙڻ.

● شِدّتَ ¤ شِدّتُون ُ؛ ث. (ع. شدت. شدّ = سختي ڪرڻ) زور - دباءُ - سختي - ڏاڍائي. تيزِ ي. زبردستي - زوري - زيادتي. جوش - غلبو - قوت. تيسئو - نترائپ ُ - ضِد - تڪرار - معاملو - ڏوڏ - ڏيهائي - ريڙهه پيڙهه. هوڏ - شرط. حجت. مناظره - بحث. هَٺ ُ - ٻانئور - تڪبُّر.

- شِدّتيِ ُ ¤ شِدّتيِ ُ؛ ذ. صفت. شدت ڪندڙ - ضدي - هوڏِ ي ُ - تڪراري - نِئِتر ُ - اصراري - ڦڏائپ ُ - مُدعي - حُجتي - ڏوڏي - بحثي. الولو - تَجس ُ - ڪدي - نرجو - آهنب. کهڪير ُ (وِ هَٺ ُ) - لِکَر ُ (مرض).

● شُدُني ُ؛ صفت. فعل. (ف. شدلي > شُدن = ٿيڻ) ٿيڻو - ٿيڻ جهڙو - ٿيڻ جوڳو - ٿي سگهي ٿو - ممڪن. (ث). هجڻ واري ڳالهه - اتفاق - ڳالهه - واقعو - حادثو - ماجرا.

● شِدو ُ ¤ شِدا؛ ذ. (ع. شِده) ضِد - هوڏ - شرط.

- شِدو ٻڌڻ ُ؛ ضِد ٻڌڻ. هوڏ رکڻ - شرط رکڻ

- شِدو ڪَرَڻ ُ؛ ضِد ڪرڻ. هوڏ ڪرڻ - شِدَت ڪَرَڻ.

- شِدو ُ مُدو ُ ¤ شِدامُدا؛ ذ. ضِد ُ - سختي - جوش - ريڙهه پيڙهه - شِدَت.

● شُدَه ُ شُدَه ُ؛ ظرف. (ف). آهستہ آهستہ - رفتہ رفتہ.

● شَدِيد ُ؛ صفت. (ع. شدّ) سخت. ڪٺن - مشڪل - دشوار.

- شَدِيد ُ شَرِير ُ ¤ شَدِيدَ شَرِير؛ ذ. صفت. سخت شرارت ڪندڙ.

● شُدّ ُ؛ صفت. (سن. شُد ُ = پاڪ) پاڪ - صاف - بيداغ - پوتر - سچو - لَبيج ُ - خالص - نرمل - نبار - سنو - نيٺ - لڄو.

- شُدّ تا؛ ث. صفائي ُ - پاڪائي ُ - بيداغي ُ - پَوِتري ُ. سچائي - لڄائي ُ.

- شُدِ ي ُ ¤ شُدِيُون ُ؛ ث. پاڪائي - صفائي - ستائي - آزادي. سچائي - برابري. هڪ جهڙائي. پاڪ ڪرڻ (آرين ميواتي راجپوتن کي شدي ڪيو).

- شُدِي ُ ڪَرَڻ ُ: مصدر. پاڪ ڪرڻ - پوتر ڪرڻ - صفائي ڪرڻ (غير هندن کي هندو ڪرڻ).

● شُدُ ُ ¤ شُدَ (ل)؛ ذ. مٺئي جو هڪ قسم (اڪثر لٺُن ۾ ڪم ايندڙ سائي رنگ جو موتي).

● شَرَ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● شرّ ¤ شَرّ: ذ. (ع. شَرّ = خراب ٿيڻ) بُرائي - خرابي - بُڇڙائي - بَدِي. شرارت - بدمعاشي - لُچائي. جهڳڙو - ٽونٽو. فسادي - جهيڙو.

● شير ُ ¤ شِيرَ؛ ذ. (ف). جِنّ - ڀُوت - ديو ُ - عَڪس خيال - درسن - رويا. شِير ُ.

- شير ُ ڦاڙَڻ ُ؛ راز پڌائڻ - ڳجهه ظاهر ڪرڻ. ڪرامتون ڏيکارڻ. اجايون ڳالهيون پڌائڻ - اجايون ڪهاڻيون چوڻ.

- شير ُ ڪُڏائِڻ ُ: شيطان ڪيريءَ جهڙا ڪم ڪرڻ - شرارت ڪرڻ.

- شير ُ مَچائِڻ ُ؛ شرارت مچائڻ - اجايو جهڳڙو ڪرڻ - بي فائده شور ڪرڻ.

● شَراب ُ ¤ شَرابَ: ذ. [ع. شراب > شرب = پيئڻ] نشيدار عرق - انگورن جو چڪايل رَس ُ - مَي - مَدَ ُ - شراف - دارُون.

- شَراب ُ پٽو ُ ¤ شَراب ُ پٽا: ذ. خُمار - نشو - مَي مَستي.

- شَراب ُ پِيَڻ ُ: خمار ٿيڻ لاءِ نشيدار عرق پيڻ - نشو واپرائڻ - مَي نوشي ڪرڻ.

- شَراب ُ خانو ُ ¤ شَرابَ خانا: ذ. [ع. شراب + ف. خانہ = جاءِ] شراب پيڻ جي جاءِ - مَيخانو. شراب وڪڻڻ جي جاءِ - ڪلال خانو - ڪٽو. شراب ٺهڻ جي جاءِ - ڀَٺي ُ.

- شَراب ُ خور ُ ¤ شَرابَ خورَ؛ [ع. شراب + خور > خوردن = پيئڻ] ذ. صفت. شراب پيئندڙ - شرابي.

- شَراب ُ خَوار ُ ¤ شَراب ُ خَوارَ؛ ذ. صفت. شراب پيئندڙ - شَرابي - ميخوار.

- شَرابُ خورِيْ ؛ شَرابُ خور پُڻُ: ث. شراب پيئڻ جي حالت - مَئي لوشي - شراب نوشي.
- شَرابِ طَهُورُ: ذ. [ع. شراب + طهور > طَهَرَ = صاف ٿيڻ] پاڪ ۽ صاف شراب (جو بهشت ۾ جنتين کي ملندو).
- شَرابُ سِينڍِيْ: جو ڪَنل، ڇُهارن، ڪنڪ جي داڻن، پان جي پاڙ، ٻير جي ڇوڏن ۽ ٻين وڻن جي شين مان ڪاڙهي ٺاهيندا آهن.
- شرابُ داڳِيو سِينڍِيْ: شراب سنڌي، جو ۾ پيرا باهہ تي ڪاڙهيو وڃي. "شراب داڳيو سنڌي"، يعني ڪڙهيو باهہ تي ٻہ پيرا.
- شَرابِيْ ؛ شَرابِيْ: ذ. صفت. شراب پيئندڙ - شراب خور - مئي لوش - نَشئي - ڪيفي - متوالو - مخمور - سرمست.
- شَرابُور: ذ. صفت. [ع. شراب = پيئڻ جي شيءِ + ور = وارو] پِڇَل - پُسيل.
● شرابِيْ: اسم خاص. ڪراچي ايريا ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● شِراڌُ ؛ شِراڌَ: ذ. (س). هندو قوم ۾ هڪ رسم (بدي واري مهيني ۾ مئلن عزيزن جي ياد ۾ برهمڻ کي کاڌ و کارائيندا آهن).
● شراڌِيو: اسم خاص. گاهہ جو هڪ قسم (مري ويل ماڻهو جي ٻارهين تي هن گاهہ مٿان چانور رکي ڪانگن کي کارائين).
● شَرارُ ؛ شَرار: ذ. (ع) باهہ جي چڻي - آلو. ٽالبو - چڻنگ - شَررُ.
- شَرارو ؛ شَرارا: ذ. (ع. شراره) ٽالبو - شرَرُ - شرارُ.
● شَرارَتَ ؛ شَرارَتُون: ث. (ع. شرارت > شر = خراب ٿيڻ) بدي - بُرائي - بڇڙائي - بد ذاتي - شيطانيت - خبيثائي - حرامزاد کي - بدمعاشي - ڪچل - مسخري - حرڪت - چترائي - لچائي - ڪوسڦنائي. خَلُو - لقصان.
- شَرارَتَ ڪَرَڻُ: بدي ڪرڻ - بُرائي ڪرڻ. حرڪت ڪرڻ - مسخري ڪرڻ - چِيڙڻ.

- شَرارَتِي ؛ شَرارَتِي: ذ. صفت. بڇڙائي ڪندڙ - بڇڙو - بُرائي وارو - خَبِيثُ - حرامزادو - بدمعاش. شرارت ڪندڙ - لچو - حرڪتي - مَسخَريخور - شرير.
● شِراستَ ؛ شِراستَون (ت): ث. (ع. شرارت مان بگڙيل) شرارت.
● شَرَفُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● شَرافُ ؛ شَراف: ذ. صفت. سون چاندي جو واپاري - صراف - شاهوڪار (ت): ذ. صفت. لائق - شريف - اشراف.
● شَرافَتَ ؛ شَرافَتون: ث. (ع. شرافت > شَرَفَ = مٿي ٿيڻ) انسانيت - آدميت - چڱمڙسِي. اصليت - بزرگي - چڱائي - ڀلمانسِي. اشرافت.
● شَراڪَتَ ؛ شَراڪَتون: ث (ع شراڪت > شَرَڪَ = حصو ڪرڻ) ميلاپ - گڏ جائي - شامليت - اتفاق - ڀٽي - ڀڪ‌مُشتِي. ڀتي - حصيداري - ڀائيواري - ڀائپي.
- شَراڪَتَ ڪَرَڻُ: ميلاپ ڪرڻ - ملاوت ڪرڻ. ڀٽي ڪرڻ - اتفاق ڪرڻ. گڏجڻ. مائٽي ڪرڻ. يڪمُشتِي ڪرڻ - ڀتي ڪنيڊڻ - حصيداري ڪرڻ.
- شَراڪَتَ نامو ؛ شَراڪَتَ ناما: ذ. (ع. شراڪت + ف. نامہ = ڪا لکيل شئي) ڀائيوار نامو - حصي ڀتيءَ جو ڪاغذ - ڪنهن گڏيل ملڪيت يا ڀائيواريءَ بابت اقرار نامو.
- شَراڪَتِي ؛ شَراڪَتِيُون: ث. شامليت - ڀائيواري - ڀائپي - حصيداري. ؛ شراڪتي: ذ. صفت. ڀائيوار - حصيدار - شامل - ڳنڍيل - مليل - گڏيل.
● شِرانڳِجَڻُ (ت): مصدر. ڪاوڙجڻ - غصي ٿيڻ - ڏمرجڻ. رنج ٿيڻ.
● شَرائِطُ: ذ. (ع. شرط جو جمع) قول - اقرار - انجام.
● شربت ؛ شربت: ذ. (ف. شربت > ع. شرب = پيئڻ) پيئڻ جي شيءِ. پيڻ جو مٺو پاڻي - پيچ. کنڊ جي چاشني.

- شَرْبَتْ پِيارَڻُ: مِٺو پاڻي پيارڻ - خوشيءَ جي موقعي تي وات مِٺو ڪرائڻ.
- شَرْبَتِي ع شَرْبَتِيُ: ذ. صفت. مِٺاڻ وارو - مِٺو - لذيذ. رنگ جو هڪ قسم.

● شُرْبو ع شُربا (ت): ذ. (ف. شوروه) شوروو - رَسُ.

● شَرِت ع شَرِتُون (ت): ث. فريب - ٺڳي - دغا. ڪوڙ - ڪوٽ - بَدِچالي.

● شَرِتاڪَ ع شَرِتاڪُون (ڪ): ث. سَنِهون لَڪَڻ - چِمَڪ.

● شُرْتِي: ذ. (سن. شروتِه) آڪاس واڻيءَ رستي آيل قانون - الهامي قاعدو.

● شَرِتَڪو ع شَرِتَڪا (ڪ): ذ. (آواز) آواز جو هڪ قسم - پيرن جو آواز - آهٽ - ٺڪو

● شِرِجَڻُ: مصدر. ڪاوڙجڻ - غصي ۾ اچڻ - ڏمرجڻ. رُسڻ.

● شَرْحَ ع شَرْحُون: ث. (ع. شرح < شَرَحَ = کولڻ) سمجهاڻي - معنيٰ - ارٿ - مطلب - حاشيه - تفسير - ٽيڪا - نِرواري - سمجهوتو - ياشِيدُ - تَشريح. بيان - اظهار - وياکيان. واد - ٽيڪا - وَڌيتَ. مقرر اگهه - ڀتو - مجرائي. دستخط - وِڪاءُ. ڀٽ ڀرڻ جي حالت (ڪنهن هُنڊيءَ وغيره جي). ٻهچ جو اقرار.
- شَرَحَ ڪَرَڻُ: مفصل بيان ڪرڻ - کولي لکڻ - تشريح لکڻ - معنيٰ ڪرڻ.
- شَرَحَ لِکَڻُ: ڀُٽ ڀرڻ (هنڊي جي) - سفارش لکڻ - تصديق ڪرڻ - وِڪاءُ پائڻ. سمن يا نوٽيس تي تعميل ڪندڙ عملدار جي تصديق.
- شَرَحِي ع شَرَحِيُ: ذ. صفت. ضامن جوکو (وارنٽ).

● شَرْدو ع شَرْدا: ذ. ميوي جو هڪ قسم.

● شَرْڌا ع شَرْڌائُون: ث. (سن. شَرْڌا = عقيدت) اعتماد - ايمان - اعتقاد - يقين - ويساهه - ڀروسو. توفيق - شڪتي - اِڇا. عزت - آدر - قدرداني - خاطر تواضع.
- شَرْڌالُو ع شَرْڌالُو: ذ. صفت. ايمان وارو - اعتقاد رکندڙ - يقين وارو.

● شَرَرُ: ذ. (ع). باهه جي چڻنگ - آلو - ٽانڊو.

● شِرْڙُ ع شِرْڙَ: ذ. جنن، ڀوتن ۽ جادوگرن جي اسرارن بنسبت آکاڻيون - بيهوديون آکاڻيون - اجايون ڳالهيون.
- شِرْڙُ ڦاڙَڻُ: جنن ۽ ڀوتن جون واهيات ڳالهيون ڪرڻ.
- شِرْڙِي ع شِرْڙِيُ: ذ. صفت. جنن ۽ ڀوتن جون ڳالهيون ڪندڙ. لچو - حرڪتي - ٺڳ - اٽڪلي. شرارتي.

● شُرْڙُ ع شُرْڙَ (ت): ذ. صفت. شرارتي - لُچ - فسادي - ويڙهو.
- شُرْڙِي ع شُرْڙِيُ: ذ. صفت. شرارتي - لُچ - فسادِي - وِيڙهو.

● شَرْڙاتُ ع شَرْڙاتَ: ذ. (سن. شَرآتا = شرڙات) آواز جو هڪ قسم - زور سان نڪرندڙ آواز. هُل - گوڙ - واجو - پڙاڏو.

● شَرْط ع شَرْطُون: ث. (ع. شرط = ڪنهن جي مٿان ڪنهن معاهدي مطابق ڪا شئي مڙهڻ) هوڏَ - بازِي - داءُ - ڪوءَ. مقابلو.
- شَرْطَ ٻَڌَڻُ: بازِي لڳائڻ - هوڏ ڪرڻ. داءُ لڳائڻ.
- شَرْطَ پُڄائِڻُ: ڊوڙ پڄائڻ - بازِي لڳائڻ.
- شَرْطَ جو گهوڙو: ذ. ڊوڙ جو گهوڙو - بازِي جو گهوڙو.
- شَرْطَ جو مَيدانُ: ذ. (گهوڙن جي) ڊوڙڻ جو ميدان.
- شَرْطَ رَکَڻُ: بازِي رکڻ - داءُ رکڻ - هوڏَ هڻڻ.
- شَرْط مارَڻُ: ڪوءِ کٽي وڃڻ.
- شَرْطَ هَڻَڻُ: بازي رکڻ - داءُ هڻڻ.
- شَرْطِي ع شَرْطِيُ: ذ. صفت. بازيءَ جو.

● شَرْطَ: ظرف. (ع) سان. سَهل - وقت. جملہ ۾ شرطيه يا وقت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ. جيئن: "وڃڻ شرط، اچڻ شرط، وغيره". علم نحو موجب جملي ۾ پيدا ٿيل اهڙي معنيٰ جنهن جي ڪري هڪڙي جملي جو ٻئي سان تعلق رهي (علم نحو).

● شَرْطُ ۽ شَرْطَ : (ع) انجام ـ قول ـ اقرار ـ عهد ـ پيمان ـ وعدو. ڪوڙ ـ دروغ.
ـ شَرْطُ ٻَڌَڻُ: اقرار ڪرڻ ـ عهد ڪرڻ ـ قول ڪرڻ.
ـ شَرْطُ رَکَڻُ: انجام رکڻ ـ قول ڪرڻ.
ـ شَرْطَ مارَڻُ: انجام تان ڦِري وڃڻ ـ انجام شڪني ڪرڻ.
ـ شَرْطِيُ ۽ شَرْطِيَ: ذ. صفت. اقراري ـ ٻول جو ٺهرايل.
ـ شَرْطِيهُ: ذ. آهو جملو، جنهن ۾ شرط هجي ۽ منجهس حرف شرط جو ڪم آيل هجي. جيئن: "جيڪڏهين اهو ڪم ڪندين، ته اقصان پهچندءِ".
● شَرْطاڪِيُ ۽ شَرْطاڪِيَ؛ ذ. صفت. ٺڳُ ـ دغاباز ـ فريبي ـ ڪپتي ـ ٺڳبازُ ـ واهيات ڳالهيون ڪندڙ.
● شَرْعَ ۽ شَرْعُون: ث. (ع. شرع = تجويز ڪرڻ) تجويز ٿيل رستو ـ سڌو رستو ـ سنئين وات. خدا تعاليٰ جي حڪم تي هلڻ جي وات. حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جو ٺهرايل قاعدو ـ اسلامي قانون ـ قرآني طريقو. آئين ـ دستور ـ قانون ـ شريعت. دين ـ مذهب. اعتقاد.
ـ شَرْعاً: ظرف. شرع موجب ـ اسلامي قانون موجب ـ شرعي طرح ـ محمدي قانون موجب.
ـ شَرْعَ تي هَلَڻُ: شريعت تي هلڻ ـ سنئين وات تي هلڻ ـ دين اسلام جي پيروي ڪرڻ.
ـ شَرْعَ مُحمدِيَ؛ ث. قانون محمدي ـ قانون اسلامي ـ دين اسلام جو طريقو.
ـ شَرْعَ ۾ شَرْمُ ڪَرَڻُ؛ جائز ڪم کان شرم ڪرڻ.
ـ شَرْعِيُ ۽ شَرْعِيَ: صفت. شريعت مطابق ـ قانون اسلام موافق. رهندو ـ حلال ـ حقائتو ـ جائِز ـ روا ـ حقي ـ باقاعدي ـ قانوني.
ـ شَرْعِيُ ڪَرَڻُ (ت) حجامن جي اصطلاح ۾ وار ڪن جي هاڙ جي سنوت تائين ڪوڙي ڇٽوان ڪرڻ.

● شَرَفُ ۽ شَرَفَ ؛ ذ. (ع شَرَفَ = عزت وارو ٿيڻ) درجو ـ فوقيت ـ ترجيح. بزرگي ـ ڀلائي. بُلندي. عزت ـ شان ـ مان ـ آبروُ ـ فخر ـ جَس.
ـ شَرَفِ خِدْمَتُ: ذ. خدمت ۾ حاضر رهڻ جو فخر.
ـ شَرَفُ ڏِيَڻُ؛ رونق وڌائڻ ـ درجو ڏيڻ ـ عزت ڪرڻ.
ـ شَرَفُ هُجَڻُ: بزرگي يا فخر حاصل ٿيڻ ـ عزت ملڻ.
ـ شَرَفُ ياب ۽ شَرَفُ يابَ: ذ. صفت. (ع. شرف + ف. ياب > يافتن = لَهڻُ) عزت وارو ـ معزز.
● شَرْقُ ۽ شَرْقَ: ذ. (ع. شَرَقَ = اڀرڻ) هڪ طرف جو نالو ـ سج اڀرڻ وارو طرف ـ اڀرلدو ـ مشرق ـ پورب.
ـ شَرْقِيُ ۽ شَرْقِيَ: صفت. مشرق جو ـ پوربي ـ مشرقي.
ـ شَرْقِيُ زِبانَ ۽ شَرْقِيُ زِبانُون: ث. اڀرلدي ملڪن جي ماڻهن جي ٻوليُ. مثل: عربي، چيني، فارسي، سنسڪرت وغيره.
● شِرْڪُ ۽ شِرْڪَ: ذ. (ع. شرڪ = حصا ڪرڻ ـ ورهائڻ) خدا جي ذات پاڪ ۾ ڪنهن کي شريڪ ڪرڻ جي حالت ـ بُت پرستي ـ ڪُفر. پائيواري.
ـ شِرْڪَتُ ۽ شِرْڪَتُون: ث. (ع). شراڪت ـ شموليت ـ ساٿُ ـ همراهِي ـ شاملات ـ ڀَڪمُشتي.
ـ شِرْڪُ جَلِيُ: ذ. ظاهري شرڪ، جهڙوڪ بُت پرستي وغيره.
ـ شِرْڪُ جوُ وَرْقُ وارَڻُ؛ دل جي ڦرهي تان شرڪ جا لفظ ميساري ڇڏڻ ـ شرڪ جي ٻهر ڇڏڻ ـ خدا تعاليٰ جي وحدانيت تي ثابت قدم رهڻ ـ خدا کي ڪنهن سان به شريڪ نه سمجهڻ. جيئن: "شِرڪُ جو مِٽ صُفحو ورق واري
هيڪڙائي هنن ڏسي ڏيکار" (فاضل شاه)
ـ شِرْڪُ خَفِيُ: ذ. ڳُجهو شرڪ ـ پوشيده شرڪ. جهڙوڪ، مطلبن جي پورائيءَ لاءِ ڪنهن ماڻهوءَ کي وسيلو وٺڻ.

- شَرِڪَتَ ۽ شَرِڪَتُونُ (ت): ث. عجيب شيء- عمدي شيء. لئين نمولي جي چيز.

● شَرُڳُو ۽ شَرُڳا (ت)؛ ذ. صفت. ڀَتَڙو- ڀاٿيء جهڙو- ڪينگهو- آنگهو. بي سواد.

● شَرَمُ ۽ شَرَمَ؛ ذ. (ف). حَيَاءُ- لَجَ- سَرِمُ- ليهه- ڦِڪائي. جيئن:

"شَرمِ صُبُح وچ سرتين ايندءِ"

(شاهه).

ندامت. غيرت. حجاب- لحاظ- خيال- ديد. جيئن: "هن کي ڪنهن ماڻهوءَ جو شرم نہ ٿيو". شرم جي ڳالهہ- بدنامي. پاڪدامني- سَتُر- اوگهڙ.

- شَرَمائيتو ۽ شَرَمائيتا؛ ذ. صفت. حياءُ وارو- حياءُ دار- شرم وارو- لڄارو- ٿڌو. محبوب- محجُوبُ- پاڪدامن.

- شَرَماڻِجَڻُ: مصدر. شرم و حياءُ محسوس ڪرڻ- لڄي ٿيڻ- شرمند و ٿيڻ- ڦِڪو ٿيڻ.

- شَرَمائِڻُ: مصدر. ڦڪو ٿيڻ- لڄي ٿيڻ- شرمندو ٿيڻ- شرم ڪرڻ- حياءُ ڪرڻ. شرمندو ڪرڻ- لڄارو ڪرڻ- ذليل ڪرڻ.

- شَرَمائُو ۽ شَرَمائُو: ذ. صفت. حيادار- لڄارو- شرميلو.

- شَرَمَ ڀُوتِيُ ۽ شَرَمَ ڀُوتِيُون؛ ث. شرم واري ٻوٽي- ڪنوار ٻوٽي. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم (جنهن کي هٿ لائڻ سان ڪومائجي وڃي)- لاجونتي.

- شَرَمُ ٻَرُچائِڻُ: شرمساريءَ کي ڪُم ڪرڻ جون ڳالهيون ڪرڻ- شرمندگي کي قبول ڪرڻ. ڦِڪائي واندرائڻ.

- شَرَمَ جِي ڳالهہ: ث. لَجَ جي ڳالهہ- غيرت جي ڳالهہ- افسوس جي ڳالهہ.

- شَرَمَ جِي صُورتَ؛ ث. حياءُ سان ڀريل صورت. حياءُ وارو- پاڪدامن.

- شَرَمُ حَضُوري؛ ذ. اکين جو شرم- منهن ڏسڻ جو ديد- منهن سامهون لحاظ.

- شَرَمُ رَکَڻُ؛ لڄَ رَکَڻُ- غيرت بچائڻ. پَت رکڻ.

- شَرَمسارُ ۽ شَرَمسارَ: ذ. صفت. شرم وارو- شرمنده- حيا وارو- لڄي- ڦِڪو.

- شَرَمسارُ ٿيڻُ؛ ڦِڪو ٿيڻ- لڄي ٿيڻ- شرمنده ٿيڻ.

- شَرَمساريُ ۽ شَرَمسارِيُون؛ ث. شرمنده ٿيڻ جي حالت- شرمندگيُ- لَجَ- شرم- حياءُ- ڦِڪائيُ.

- شَرَمُ ڪَرَڻُ؛ حياءُ ڪرڻ- حجابُ ڪرڻ- لحاظ ڪرڻ- عار ڪرڻ- خيال ڪرڻ.

- شَرَمُ گاهُ ۽ شَرَمَ گاهہ؛ ذ. شرم واري جاءِ- مرد خواهہ زال جي اوگهڙ.

- شَرَمَ ۾ خِيانَتَ ڪَرَڻُ: ڀرائي عورت سان زبردستي ڪرڻ.

- شَرَمناڪُ ۽ شَرَمناڪَ: ذ. صفت. شرم جهڙو- لَجَ وارو- حيا جو.

- شَرُمِندِگِيُ ۽ شَرَمِندِگِيُون: ث. شرمساري- لڄ شرم- ڦڪائي. بدنامي- خواري- ندامت. اپمان- هَتڪَ عزت. بي عزتيُ. غيرت.

- شَرُمِندُو ۽ شَرَمِندا؛ ذ. صفت. شرمايل- شرمسارُ- شرمناڪُ- لڄي- ڦِڪو. نادم- پشيمان. غيرت مند. احسان مند- مَمنُون.

- شَرُمِندَهُ: ذ. صفت. شرمندو.

- شَرُمِندَهُ ڪَرَڻُ؛ ڦڪو ڪرڻ- لڄي ڪرڻ. شرمسار ڪرڻ- ذليل ڪرڻ.

- شَرُمِندہ هُجَڻُ: ڦِڪو هُجَڻ. ممنون هُجڻ- احسان مند هُجَڻ.

- شَرُمِيُ ۽ شَرُمِيُ؛ ذ. صفت. شرم وارو- حيا وارو- لڄ جو.

- شَرُميلو ۽ شَرُميلا: ذ. صفت. شرم وارو- شرمندو- لڄارو- حيا دارُ- ڦِڪو. مُنهان چيرو- محبوب.

● شِرُمُ ۽ شِرُمَ: ذ. چار- سرڪڻي- ڦاندو- ڦاهيُ. سخت ٻورهيو- ٻوڙ- ڪنهہ- هَٿڻي- چاڪوڙ- ڪشالو- محنت- درد سَرِيُ. ويرجا سُور. ٿَڪَ- لَڪُ- چوڪڙو- ماندگيُ.

● شِرِماليِءُ (ث)؛ اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● شَرَنُ ۽ شَرَنَ؛ ذ. (سن. شَرَنُ = بچاءُ، اجهو) بچاءُ - اجهو - اوٽ - سلامتي - پناه - ڍَڪ.

= شَرَنُ پَوَڻُ؛ سام پوڻ - پناهه ۾ اچڻ - حفاظت ۾ اچڻ - اجهي ۾ اچڻ.

● شَرنائِ ۽ شَرنائيُون؛ ث. (ف. شَهنَائيِ > ع. صرناء = توتاري) ساز جو هڪ قسم - تُوتاري - سرنائِي - شَرنائِي - شَرنَه.

= شَرنائِيِ ۽ شَرنائِيُون؛ ث. شرناء.

= شَرنايو ۽ شَرنايا؛ ذ. صفت. شرناء وڄائيندڙ - تُوتاري وڄائيندڙ - لنگهو.

= شَرنُهِي ۽ شَرنُهيُون (س)؛ ث. شَرناء.

● شَرَوُ ۽ شَرا؛ ذ. (ع. شَرعَ = اظهار ٿيڻ) انصاف - فيصلو - نبيرو (ت، ڪ) جيئن؛

"هيڏي شهر پنيور ۾، شرونا تورو".

هَل - فساد - جهڳڙو - جنجال - ڪِيترا ڳُٺ (ل-ڪ). شُمار - ڳڻپ (ڪ).

= شَرو شُمارُ نہ هُجَڻُ؛ تمام گهڻو هجڻ - حد کان زياده هجڻ.

● شِرواهُ؛ اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شِروتا ۽ شِروتا؛ ذ. صفت. (س). پڙهندڙ - سُڻندڙ.

● شُروعُ؛ ذ. (ع. شَرعَ = شروع ڪرڻ، داخل ٿيڻ) ابتدا - اول - شروعات - منڍ - آغاز - آرنڀ - ڀرڻين. (صفت). هلندڙ - چالو - رائج - هالو - هليل.

= شُروعاتِ ۽ شُروعاتُون؛ ث. ابتدا - آرنڀ - شروع - مُنڍُ - منهن - اوائل. اڳياڙي.

= شُروعَ ڪَرَڻُ؛ ابتدا ڪرڻ - آرنڀ ڪرڻ - آغاز ڪرڻ. چالو ڪرڻ - جاري ڪرڻ - برپا ڪرڻ - ڪڙو ڪرڻ. لڳڻ.

= شُروعَ کانُ؛ ظرف. اول کان - ابتدا کان - ڀرڻين کان - منڍ کان - اوائلي - ابتدائي.

= شُروعُ هُئَڻُ؛ آغاز هجڻ - ابتدا هجڻ - جاري هئڻ. چالو هئڻ - هلندڙ هئڻ.

● شَرَومَنڊيُ؛ ث. (سن). عزت يا مان جو هڪ لقب.

● شُروو ۽ شَروا؛ ذ. (ف. شوربا = رَسُ) رَسُ - رَهو - سُوپُ - صُوفُ (ڀوڄ يا ميوي وغيره جو) عرق - رُبُ - چاش.

● شِريِ؛ ذ. (سن. شِري = پاڪ) سڪَ - سَمپدا - اقبالُ - برڪت. (صفت). پاڪ وارو - برڪت وارو - بزرگ - مان وارو. لقب طور ڪم ايندڙ، جيئن؛ "شِري ڪرشن، شِري فلاڻو وغيره". سِري. (اسم خاص). (هندن ۾) لَڪشمِي ديويءَ جو نالو - وشنوءَ جي زال - لڇمي. (ث) پاڪ جي ديوِي.

= شِري ڪَرَڻُ؛ گهڻي دست اندازي ڪري بگاڙڻ.

● شِريانَ ۽ شِريانيُون؛ ث. (ع) بدن ڪسي رت پهچائيندڙ نَلِيِ - رت واهڻ - نار - النَّبضَ - رَڳَ.

● شَرِيرُ ۽ شَرِيرَ؛ ذ. (سن. شَرِيرُ = بدن) بدن - جسم - سَرِيرُ - جثو - بُتُ - دِيهه - جان. (ع. شَرٌ) شرارت ڪندڙ - شرارتِيُ - حرڪتي - لُچُ - بد معاش. فسادي - جهيڙاڪ - خَلَلِيُ - چغلخور. خراب - بُڇڙو - پاپِيُ - بدڪار - خَبيثُ.

= شَرِيرَ جو ڏِيئو ٻَرَڻُ؛ اَنْدَرَ جو سوجهرو ٿيڻ - اندر آجرو ٿيڻ - دل صاف ٿيڻ - قلب جي صفائي حاصل ٿيڻ.

● شَرِيرَڪُ ۽ شَرِيرَڪَ؛ ذ. صفت. شارِيرَڪ - جِسمانِي - بدنِيُ - دِيہ داريُ.

● شَرِيعَتَ ۽ شَرِيعَتُون؛ ث (ع. شَرَعَ = داخل ٿيڻ) سڌو رستو - سنئين واٽ. طريقو - واٽ. اسلامي قاعدو - قانون الاهي - قرآني آئين - ديني قانون - قاعدو - قانون - نِيَمُ. انصاف - دادُ - نياءُ. درويشن جي اصطلاح ۾ سُلوڪ جو پهريون درجو (جنهن ۾ خدا تعاليٰ جي حڪم ۽ محمدي شريعت تي هلڻو آهي) ناسوت.

● شَرِيْفُ ع شَرِيْفَ ؛ ذ. صفت. (ع. شريف > شَرَفَ = اوچو ٿيو) وڏي رُتبي وارو- عزت وارو- بزرگ- ڀلارو. آتم- اعليٰ- رفيع. پوتر- پاڪ- مقدس. وڏي گهراڻو- خانداني- ڪُلاڻتو- اشراف- اصيل. چڱو مڙس- سَڪَرُ.

- شَرِيْفَ: ث. شريف عورت- عزت واري عورت.

● شَرِيْفاڻي ؛ اسم خاص. تعلقي ٺٽبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شَرِيْفَ پُور ؛ اسم خاص. تعلقي رتي ديري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شَرِيْڪُ ع شَرِيْڪَ ؛ ذ. صفت. (ع. شريڪ > شَرَڪَ- ڀاڱيوار ٿيڻ- شامل- مليل- گڏيل- شرڪت ڪمل- حصيدار- ڀائيوار- ڀتيارُ- ڀائيپي؛ ساٿي- همراه- مددگار- رفيق- هڪ ئي نيات يا فرقي جو ماڻهو- عزيز- مِٽُ- مائٽ.

- شَرِيْڪاڻو ع شَرِيْڪاڻا ؛ ذ. صفت. شريڪ جو. گڏجو- ڀائيواريءَ جو- گڏيل حصي جو- ساڱيي مائٽي مِٽيءَ جو- ساڱئي نيات جو.

- شَرِيْڪاڻو ڦوڪو ڪَڍَڻُ: عزيزن يا دوستن جو احسان يا ٽورو ڪڍڻ.

- شَرِيْڪَتَ ع شَرِيْڪَتُون ؛ ث. مِٽي مائٽي- عزازت- برادري- ڀائپي. ڀائيواري- حصي داري- برابري- مساوات. همسري. جيئن:

"سرتيون شريڪت آئُون ڪيئن آڳن مي ڪريان" (شاهه).

- شَرِيْڪُ ڪَرَڻُ: شامل ڪرڻ- گڏڻ- ملائڻ- ڳنڍڻ. حصيدار بنائڻ- ڀائيوار ڪرڻ.

- شَرِيْڪُ هُئَڻُ: شامل هئڻ- سات هئڻ- گڏ هئڻ- ڀتي دار هئڻ- حصي دار هئڻ. مددگار هئڻ.

- شَرِيْڪِي ع شَرِيْڪِيُون: ث. شراڪت- لاڳاپو- نسبت- تعلق. ڀائيواري- حصي داري. مائٽي- عزازت- مٺاچاري- ناتو- سڱائي. برابري- هڪجهڙائي.

● شَڙُهو ع شَڙُها ؛ ذ. (ف. شوربا = رَسُ) ڀڙڪي شيءِ ڪي پيڻ جو آواز.

● شِسْتَ ع شِسْتُون ؛ ث. (ف). هدف- نِشان- چِشت (تير جو). آڳوٺو- آگر.

- شِسْتَ ٻَڌَڻُ ؛ نشان ٻڌڻ- چِست ٻڌڻ.

● شَسْتَرُ ع شَسْتَرَ ؛ ذ. (س). هٿيار- اوزار- اسلح. هٿيار جو هڪ قسم. تلوار- خنجر- نيمچو.

- شَسْتَرَدارِيُ ع شَسْتَرَدارِيُ ؛ ذ. صفت. هٿياربند- سلاح دار- مُسلح.

- شَسْتَرشالا ع شَسْتَرشالائُون: ث. هٿيارخالو- سلاح خالو- بارُوت خالو. توبخانو.

- شَسْتَر هِيڻُ ؛ ذ. صفت. بي هٿيار- هٿين ٺلهو- خالي هٿن.

● شُسْتَهَ ؛ صفت. (ف. شسته > شَستَن = ڌوئڻ) ڌوتل- صفا- پاڪ- خالص.

- شُسْتَگِي ع شُسْتَگِيُون: ث. صفائي. پاڪائي. لفظن جي پختگي- سلامت.

● شَشُ: صفت. (ف. شش = ڇهه) هڪ تعداد- ڇَهه. (س). چنڊ- چند رما. سَسُ.

- شَشُ پَهْلُو ع شَشُ پَهلُو: ذ. صفت. (ف. شش + پهلو = پاسو) ڇهن پاسن وارو- ڇهه پاسو- ڇهه ڪُنڊو- مُسدس.

- شَشُ جِهَتُ: ذ. صفت. (ف. شش + جهت = طرف) ڇهن طرفن وارو. (ذ). سڄو ئي جهان- سڄي دنيا.

- شَشُ دانگُ ع شَشُ دانگَ: ذ. (ف. شش + دانگ = طرف) ڇهه طرف- ڇهه پاسا. سڄي دنيا.

- شَشُ دَرُ ع شَشُ دَرَ: ذ. صفت. (ف. شش + در = دروازو) ڇهن درن وارو مڪان. (صفت). حيران- پريشان- وَيْرانُ- موڪو- وائڙو.

- شَشْماهِي ع شَشْماهِيُون ؛ ث. (ف. شش + ماهه = مهينو) ڇهن مهنن جي- ڇهه ماهي- اڌ سال جي.

- شَشُ وَ پَنْجَ ؛ ذ. (ف. شش + پنج = پنج) سوچ ويچار- پريشاني- فڪر- انديشو. انتظار.

- شَشُ و پَنْج ۾ هُئَڻُ ؛ سخت مونجهه ۾ هئڻ.

● شِشُ ع شِشَ: ذ. (س. شش = شاگرد) شاگرد- چيلو- مريد- سِڪُ.

● شُشُ ۽ شُشَ (ت): ذ. صفت. بي وقوف ـ بي عقل ـ ڀُوڪُ ـ چِچُ.

● شِشْتاچارُ ۽ شِشْتاچارَ: ذ. (سن) سٺيون عادتون ـ لڇڻ. انسانيت ـ ماڻهپو. انسان ذات ـ بني آدم.

● شَشْدَرُ ۽ شَشْدَرَ: ذ. صفت. (ف. شَش= ڇه + در) حيران ـ پريشان ـ وائڙو ـ مُنجهيل ـ ٻَتِيلِيَلُ ـ وِيڳُونُ ـ چَتُ ـ موڳو ـ لُڙهِتُ. بي خبر ـ بي حواس.

ـ شَشْدَرُ هُئَڻُ: حيران و پريشان هئڻ ـ حيرت ۾ هئڻ.

● شُشْڪارَڻُ: مصدر. (سن. شُش = ڦُڪر + ف. ڪار = ڪم) ڦُوڪي وارو آواز ڪرڻ. شُشُ شُشُ ڪرڻ (رڍن ٻڪرين وغيره کي). جانورن کي هڪلڻ يا سڏڻ جو آواز ڪرڻ.

ـ شُشْڪارُ ۽ شُشْڪارُونُ: ث. ٻَچِ.

ـ شُشْڪارَ ڪَرَڻُ: ٻَچِ ڪرڻ.

● شَشْڪانِي ۽ شَشْڪانِيُونُ (ڪ): ث. بندوق جو هڪ قِسم ـ ٻري مارو ڪندڙ ـ ميرخاني بندوق.

● شِشِي قَمْرِي ۽ شِشِي قَمْرِي: ذ. صفت. (ع. شَمْس = سج + قمر = چنڊ) قَمَرُ ـ شَمْسِي قَمِرِي ـ سج ۽ چنڊ جو ـ دولابي ـ ڪوڙو ـ ڪُپٽيو ـ بي ايمان ـ بي پٽيو ـ دغا خور ـ خيالتي ـ ويساهه گهاتڪ. (ذ. ث) بي ايمانيءَ جو لقعو ـ تغلب ـ خيانت ـ خورد بُردُ ـ وِڍي ـ رشوت ـ لَٻ ـ ڳڦو.

● شَطْرَنْج ۽ شَطْرَنْجُونُ: ث. (ف. چَتْرَنگ = دِل جي و ندر > چَتْرَنگ = چار طرف (فوج جا) يعني هاٿين + گهوڙن + گاڏين + پيادل سپاهين جا. شش رَنگ = ڇهه رنگ ـ ڇهه مُهرا ـ ڇهن رنگن جون مکيه سارٻون، مثلاً بادشاهه، وزير، گهوڙو، هاٿي، آٺ ۽ پياده). هڪ مشهور ويٺي جي راند جو نالو. (هيءَ مشهور راند جنهن کي عربن، ايرانين وٽان سکيو ۽ پوءِ دنيا ۾ مشهور ڪيو ـ اندلس مان هي راند يورپ ۾ پهتي. عرب مورخ مسعودي (سنه ٩٥٠ع) پهريون عالم هو جنهن هن راند جي تاريخ تي روشني وڌي، عربن جي تحقيق موجب هي راند ڏاهر لالي شخص ايجاد ڪئي. هن نالي مان سمجهجي ٿو ته هي راند سنڌ ۾ ايجاد ٿي. بقول فردوسي، ايرانين هي راند هندستان مان سکي. سنڌ هندستان جو نزديڪ پاڙو آهي جنهنڪري غالباً ايرانين اها راند سنڌ مان سکي هوندي.

ـ شَطْرَنْج بازُ: ذ. صفت. (ف. شطرنج + باز > باختن = کيڏڻ) شطرنج راند کيڏندڙ ـ شاطر.

ـ شَطْرَنْج بازِيُ: ث. شَطْرَنج جي راند. شطرنج راند ڪرڻ جي حالت.

ـ شَطْرَنْج پَکيڙَڻُ: وڏيون رٿون ۽ اميدون ڪرڻ. وڏو منصوبو ڏاهڻ.

ـ شَطْرَنْجِي ۽ شَطْرَنْجِيُونُ: ث. فراسيءَ جو هڪ قِسم. شطرنج راند جي چورس رنگن جي ڪپڙي والگر فراسي.

● شِعارُ ۽ شِعارَ: ذ. (ع. شعار > شعر = ڄاڻڻ) عادتون ـ اخلاق ـ لڇڻ.

● شُعاعُ ۽ شُعاعَ: ذ. (ع. شعاع > پکڙجڻ) روشني جي ڪِرڻن جي پکڙجڻ واري حالت. روشنائي ـ روشني ـ جوت ـ سهائو ـ سوجهرو. جهلڪو ـ تجلو ـ آب و تاب ـ چمڪو. سج جا ڪِرڻا ـ اولڙو.

● شَعْبانُ: اسم خاص. (ع). گناهن ۽ ثوابن کي جدا ڪرڻ جي وقت واري هڪ مسلماني مهيني جو نالو ـ اسلامي يا هجري سال جو اٺون مهينو ـ شَعْبانُ المُعَظَّمُ.

● شُعْبَدَهُ: ذ. (ع. شعبده > شعبذ = هٿ جي چالاڪي ڏيکارڻ) جادو يا مکر جي بازي ـ دوکي بازي ـ فريب ـ مڪاري. هٿ جي صفائي ـ هٿ ڏاڻ ـ نظربندِيُ.

ـ شُعْبَدَهُ بازُ ۽ شَعْبَدَه بازُ ذ. صفت. (ع. شعبده + باز > باختن = کيڏڻ) جادوگر. دوکي باز ـ مَڪارُ. مداري ـ بازيگر.

- شَعۡبَدَهُ بازِي ۽ شَعۡبَدَهُ بازِيُون؛ ث. جادوگرِي. بازيگرِي. دغا بازي - مڪاري - چالاڪي. نظربندِي.
- شَعۡبَدَهُ ڏيکارَڻُ: جادوڏيکارڻ - تماشوڏيکارڻ.
- شَعۡبَدَهُ گَرُ: ذ. صفت. (ع. شعبذ + ف. گر = ٺاهيندڙ) جادوگر. بازيگر - مدارِي. مَڪارُ - فريبي.

● شَعۡبَهُ؛ ذ. (ع. شعبة > شعب = ڪَڍڪرڻ) گروه - فرقو - ٽولو. شاخ - ٽڪرو - حصو. ڪنهن نهر مان نڪتل شاخ.

● شَعَرُ ۽ شَعۡرَ؛ ذ. (ع. شعر > شَعَرَ = ڄاڻڻ) ڄاڻَ - ڄاڻَپَ - دريافت. لنڊو بيت - پَدُ - ڏوهيڙو - بيت.
- شعر خوانِي ۽ شعر خوانيون: ث. (ع. شعر + ف. خواني > خوان > خواندن = پڙهڻ) شعر پڙهڻ جي حالت - شعر گوئي.
- شَعِرُ گوئِي ۽ شَعِرَ گوئِيُون: ث. (ع. شعر + ف. گوئي > گو > گفتن = چَوَڻُ) شعر چوڻ جي حالت - شاعرِي.

● شُعۡلو ۽ شُعۡلا: ذ. (ع. شعلة > شَعَلَ = ٻرڻ) چمڪو - روشني - جوت. باهه جي لاٽَ - آلو - پَنۡبَٽ - پَپَرُ - ڄڀي. باهه جو سَچ - آگ - باهه - آتش.
- شُعۡلَهُ خُو ۽ شُعۡلَهُ خُو: ذ. صفت. (ع. شعلة + ف. خو = طبعيت) تيز مزاج - تيزخُو - بَد مزاج.
- شُعۡلَهُ رُو: ذ. صفت. (ع. شعلة + ف. رُو = مُنهن) سهڻيءَ شڪل وارو - نهايت خوبصورت - حَسِينُ.

● شَعُورُ: ذ. (ع. شعور > شعر = ڄاڻڻ) سمجهه - عقل - ٻُڌِ - ڄاڻ. دانش - سمجهه - واقفيت - شناخت. اخلاق - لڇڻ - لَلُ - عادت - افعال - تَميزَ - فَضيلت - چيهڙ - آڻڻ وهڻ - شعورُ - ادب اندازو - نِشِسۡتِ - برخاست - سليقو.

● شُعَيۡب؛ اسم خاص. (ع) هڪ پيغمبر جو نالو.

● شِغَالُ ۽ شِغَالَ: ذ. (ف) جانور جو هڪ قسم - گدڙ - سِيالُ.

● شُغۡلُ ۽ شُغۡلَ: ذ. (ع. شُغۡلُ > شُغَلَ = رُڌل رهڻ) مَشغولي - ڪَمُ - ڪارُ - ڌنڌو - نوڪري - ڪرت - وِندي - وِرونهن - وِنۡدِرَ. تماشو - راڳ - کيل - بازِي - راند - روند. مجلس (راڳ وغيره جي).
- شُغۡلُ ڪَرَڻُ؛ پاڻ کي وندرائڻ - مشغولي ڪرڻ - کيل تماشو ڪرڻ - ڳائڻ و ڄائڻ. ڪتَبِ آڻڻ - رُنۡيالِڻ.

● شَفا ۽ شِفائُون؛ ث. (ع. شفا > = صحت جو سڌرڻ) بيماريءَ مان آٿڻ جي حالت - صحت يابي - سکرائي - نمرائي - تندرستي - چڱڀلائِي - افاقو. چوٽڪارو - ڇوٽڪو. ٻِلو - آپاءُ - تدارڪ - چاڙو آوُکِد - علاج. دوا - دارُون.
- شِفاخانُو ۽ شَفاخانا؛ ذ. صفت. (ع. شفا + ف. خانہ = جاءِ) بيمارن جي علاج جي جاءِ - علاج گهر - دواخانو - دارالشفا - هاسپيٽل - اسپتال - مطب.
- شَفا ڏِيَڻُ؛ صحت بخشڻ - تندرستي عطا ڪرڻ - چڱڀلائي ڏيڻ - آرام بخشڻ.
- شَفا يابُ ۽ شفا يابَ: ذ. صفت. (ع. + ف. ياب > يافتن = لَهڻُ) بيماري مان آٿيل - چڱو ڀلو - نمرو - خوش - سَکرُ - ڪارڪرتو.
- شَفا يابِي ۽ شَفا يابِيُون: ث. چڱڀلائي - صحتيابي - سکرائِي.

● شَفاعَتَ ۽ شَفاعَتُون؛ ث. (ع. شفاعت > شَفَعَ = سفارش ڪرڻ) گناهن جي معافي جي سفارش - پارت - پراٿنا. ڇوٽڪارو.
- شَفاعَتَ ڪَرَڻُ؛ ڇوٽڪارو ڪرڻ - بخشڻ معافي ڏيڻ.

● شَفّافُ ۽ شَفّافَ؛ ذ. صفت. (ع. شفاف > سنهو ۽ سهڻو ٿيڻ) نهايت صاف - صاف - چٽو - نِرمَلُ - اُوجَلُ - بکندڙ - ڪُلتوُ. جنهن مان آرپار ڏسي سگهجي - پاردرشڪُ - ترُپار شرو.
- شَفّافِي ۽ شَفّافِي: ذ. صفت. صاف ٿيل نِرمَلُ - شفاف - اوجَلُ - بکندڙ - ڪُلتوُ. پاردِرشڪ - ترپارشرُو.

● شَفۡتالُو ۽ شَفۡتالُو: ذ. (ف). ميوي جو هڪ قسم - تازو آلو بخارو - بادام.

● شُفْعُ ۽ شُفْعُ ؛ ذ . (ع) ٻـاڙي جو حـق-ـ سڀانديءَ جو حـق - حق شفع.

- شُفْعِي ۽ شُفْعِيُ: ذ. صفت. ٻاڙي جو حق ادا ڪندڙ.

● شـفـق ۽ شـفـق ؛ ذ. (ع) سج لهڻ ۽ اڀرڻ وقت ظاهر ٿيل ڳاڙهاڻ. سنڌيا - سنجها - سُنهن اونداهي.

● شـفـقـت ۽ شـفـقـتون ؛ ث. (ع. شفقت > اشْفَقَ = مهربان ٿيڻ) ٻاجهائي - مهرباني - وڙُ - مهر - ٿورو - لائق . رحم - ڪرم - ٻاجهه - ترس - همدردي - دَيا. مُنهن ڪاڻ - پرچاٽي - اعزا پرسي - غمخواري . محبت - پيار - قُرب .

● شـفـويـه: ذ. (ع). علم نحو جي اصطلاح موجب چپن مان نڪرندڙ آواز وارا اکر. جيئن: "ب، ف، م، و" (علم نحو).

● شـفـيـع ۽ شـفـيـع ؛ ذ. صفت. (ع. شفيع > شَفَعَ = سفارش ڪرڻ) گناهن جي سفارش ڪندڙ شفاعت ڪندڙ - ڇڏائيندڙ - ڇوٽڪارو ڪندڙ - شافعي.

- شَفِيْعُ الاُمَمِ: ذ. صفت. (ع. شفيع + اُمت ۽ اُمم = اُمتون) اُمت جي شفا ڪندڙ. (اسم خاص). حضرت پيغمبر صلي الله عليه و سلم جن جو لقب.

- شَفِيْعُ مَحْشَرُ ؛ ذ. صفت. (ع. شـفـيـع + محشر > حَشَرَ = گڏ ٿيڻ) محشر ۾ شفاعت ڪندڙ. (اسم خاص). رسول مقبول صلعم جن جو لقب.

● شَفِيْعُ آباد: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شَفِيْعُ مُحمدُ ؛ اسم خاص. تعلقي سنجهوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شَفِيْقُ ۽ شَفِيْقُ : ذ. صفت. (ع). خدا جي خوف کان متاثر ٿي. مهرباني ڪندڙ - ٻـاجهـو ڪندڙ - مهربان . عنايت ڪندڙ. رحم ڪندڙ - رحمي - ٻاجهارو - ڪريم - دَيـال - مشفق - همدرد.

● شَقُ ۽ شَقُ ؛ ذ. صفت (ع. شَقٌ > شَقَ = ڪپڻ - چيرڻ) ڦاٽل - چيريل. (ذ). ڦاٽ - چيرُ - شگاف.

- شَقُ الْقَمَرُ ؛ ذ. صفت. (ع. شق + ال = جو + قمر = چنڊ) چنڊ جو چيرُ حضور پاڪ جن جو چنڊ چيرڻ جو هڪ معجزو.

- شَقُ ٿيڻُ ؛ ڦاٽڻُ - چيرجڻُ.

● شِقِرو ۽ شِقِرا (لس) ؛ ذ. (حقيقت ۾ مادي مگر مذڪر طور استعمال ٿيندڙ) (ع. ف. صقر) پيلين اکين وارو مشهور شڪاري پکي. "چپڪ" جي مادي.

● شَقِي ۽ شَقِي: ذ. صفت. (ع). بدنصيبُ - ڪمبخت - بد بخت - نياڳو.

● شَڪَ ۽ شَڪُون ؛ ث. (سن. شَنْڪُمُ) ڪيلي - ڪيري. بَنْدُ. جيئن ؛

"تون ڪِنَ ۽ وجهين تن کي سومرا شَڪُون" (شاهه).

● شَڪُ ۽ شَڪَ ؛ ذ. (ع. شَڪٌ. سن. شَنْڪا = گمان) شبهو - گمان - انديشو - آدڪو - وهم - سنسو - ڀرم - وَسواسُ - خيال - ڊپُ - فڪر - پرائو ڊِنگرُ (ڪ). شرم - حيا - لڄ (ت).

- شڪائيتو ۽ شڪائيتا ؛ ذ. صفت. شڪ جهڙو - شڪ وارو - شڪ جو - شڪ ڪندڙ - شڪي - وهمي - وَسواسيُ - وسوسيو - سنديهي - ڊپائتو - گماني.

- شَڪُ پَوَڻُ ؛ گمان پوڻُ - وهم پوڻُ.

- شَڪْجَڻُ ؛ مصدر. گمانجڻ - وهمجڻ - وسواس ٿيڻ. دل رڪڻ - پائڻُ.

- شَڪَ رَفع ڪَرَڻُ: گمان مٽائڻ - شُبه دور ڪرڻ - وهم وڃائڻ.

- شَڪُ شُبُو ۽ شَڪَ شُبا ؛ ذ. (ع. شڪ + ف. شبه = الڏشو) وَهم - گمان - شُبهُ. انديشو - ڊپُ. ڀرم - سَنْسو.

- شَڪُ ڪَڍَڻُ ؛ وهم ڪَڍَڻ - شُبهُ دور ڪرڻ.

- شَڪُ ڪَرَڻُ ؛ گمان ڪَرَڻُ - شُبهُ آڻڻ. انديشو ڪرڻ - ڊپُ ڪرڻ.

- شَڪُ وِجهَڻُ ؛ گمان پيدا ڪرڻ - وهم وجهڻ - شبهُ پيدا ڪرڻ.

- شَڪِي ع شَڪي: ذ. صفت. شڪ ڪندڙ- شڪائون- وهم آڻيندڙ- وهمي- ڀرمي- سنسئي- وسوسائي- گماني. اڻ وسهو- بي اعتبار- بي ويساهو. شرمندو- ٺڪو- لڄي (ت).
- شَڪِي ٿيڻ: شڪ وارو ٿيڻ- شڪائون ٿيڻ- وهم آڻڻ- وهم ٿيڻ- وسواسي ٿيڻ- وسوسيو ٿيڻ- ڀرمي ٿيڻ. شرمسار ٿيڻ- لڄي ٿيڻ (ت).
● شِڪارُ ع شِڪارَ؛ ذ. (ف). جانورن يا پکين کي ڦاسائڻ يا مارڻ جو ڪم- مارَ- ڪُٽ- سوڌَ. ماريل يا ڦاسايل جانور يا پکي وغيره- صيد- آهيڙو. وَجهُ- ٻُلُ- ڪَٽ- پيچو.
- شِڪارُ ٿيڻ؛ ڪنهن جانور جو مارجي وڃڻ. دام ۾ ڦاسڻ. عاشق ٿيڻ.
- شِڪارُ ڪَرائِڻُ (ت)؛ سوئر کي ڪُتن کان مارائڻ.
- شِڪارُ ڪَرڻُ؛ ڪنهن جانور يا حيوان کي مارڻ يا ڦاسائڻ. دام ۾ آڻڻ- قابو ڪرڻ- ڦندي ۾ ڦاسائڻ. ڌوڪي سان مارڻ. عاشق بنائڻ.
- شِڪارُ گاهُ ع شِڪارَ گاهَ؛ ذ. (ف. شڪار+ گاه = جاءِ- هنڌ) شڪار ڪرڻ جي جاءِ- صيد گاه.
- شِڪارُ ماهِيُ: ث. (ف. شڪار+ ماهي = مڇي) مڇيءَ جي شڪار ٿيڻ جي جاءِ- مڇيءَ ڦاسائڻ جي جاءِ- مڇيءَ جي ميانڻ.
- شِڪارُ هَٿُ لَڳَڻُ؛ شڪار حاصل ٿيڻ- پکي يا حيوان جو شڪار جي دام ۾ ڦاسڻ- ڦندي ۾ ڦاسڻ- قابو ٿيڻ. آسامي هَٿَ اچڻ- مراد جهڙو ڪم ملڻ.
- شڪارِي ع شِڪارِي؛ ذ. صفت. شڪار ڪندڙ- شڪارباز (ماڻهو، ڪتو، جانور وغيره). ڀنگي- مهتر- چُوهڙو- ڏيڙُ.
- شِڪارِي ڪُتو ع شِڪارِي ڪُتا: ذ. صفت. شڪار ڪندڙ ڪُتو. تازي ڪُتو.
● شِڪارپُورِ: اسم خاص. سنڌ جي هڪ مشهور شهر جو نالو (هاڻوڪي شڪارپور ۾ اڳي دائودپوٽن جو شڪارگاه هو ۽ ڳوٺ لڳي ۽ ڪجهه ٻيا ڀَرَ وارا ڳوٺ وسيل هئا. سنه ١٦١٧ع ۾ لکيءَ جي مهرن کي داٗودپوٽن شڪست ڏني، انهيءَ سوڀ جي يادگيريءَ قائم ڪرڻ لاءِ اهو شهر ٻڌائون جو قلعي جي اندر هوندو هو). تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● شِڪارِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● شِڪافُ ع شِڪافَ؛ ذ. (ف. شِگاف = چِيرُ) چِيرُ- ڦاٽُ- شِگاف.
● شَڪائِڻُ؛ مصدر. (ع. شڪ؛ سن. شَنڪا) شڪ ۾ آڻڻ- گمان ۾ آڻڻ- وسوسي ۾ وجهڻ.
● شِڪايَتَ ع شِڪايَتُونُ؛ ث. (ع. شڪاية < شَڪَوَ = گلا ڪرڻ) گِلا- شڪوه- ٻَدي- غيبت- عيبُ جوئي. ڏُکُ- مرض- بيماري- تڪليف. فرياد- دادخواهي- ڏوراپو- دانهن.
● شِڪايَتَ ڪَرڻُ؛ گِلا ڪرڻ- شڪوه ڪرڻ. مصيبت بيان ڪرڻ. فرياد ڪرڻ- دانهن ڪرڻ.
- شِڪايَتَ هُئَڻُ؛ گِلا هُئَڻ- بُرائي هُئڻ- شڪوه هئڻ- ٻَدي هئڻ. مرض هئڻ- بيماري هئڻ- تڪليف هئڻ. دانهن هئڻ- فرياد هئڻ.
- شِڪايَتِي ع شڪايَتِي؛ ذ. صفت. گِلا ڪندڙ- شڪوه ڪندڙ. دانهن ڪندڙ- فريادي. بيمارُ.
● شَڪُتِي ع شَڪُتِيُون؛ ث. (سن. شَڪتي= طاقت) طاقت- توفيق- وسعت- وِتُ- سگهه- ٻَل- زور- قوت- سمرٿي. پهچندي- دڳو- وَسُ- دَسترسي- پهچ- اختياري- هلندي. قابليت- حيثيت- جو ڳاڻي.
- شَڪُتِيوانُ ع شَڪُتيوانَ: ذ. صفت. زوردار- طاقت وارو- ٻَلوان- قوّت وارو- سگهارو- سگهائتو. سٽائو- ڪرارو- ٻَلوانُ- پراڪرمي. پهچنديءَ وارو- پهچ وارو- هلنديءَ وارو- جبرو- زبردست.
● شَڪَرِ ع شَڪرُونُ؛ ث. (سن. شَرڪرا. ف. شڪر: ع. سَڪَرُ) مٺي شيءِ- کنڊ- کنڊ.

- شَڪَرُ پارَهُ: ذ. (ف. شڪر+پاره=ٽڪرو) مٺائيءَ جو هڪ قِسمُ - پيپِسَنُ ۽ کنڊ مان ٺهيل ٽِڪي.
- شَڪَرِي تُوتُ: ذ. ميوي جو هڪ قِسمُ - تُوتَ.
- شَڪَرُ دَهَنُ: ذ. (ف. شڪر+دهن=وات) مٺو وات - کنڊ جهڙو وات. (ذ. صفت). مٺو ڳالهائيندڙ - مٺ ڳالهائو.
- شَڪَرُ رَنْجِيُ ۽ شَڪَرُ رَنْجِيُونُ: ث. (ف. شڪر+رنجي > رنجيد ن=ڏڪوڻ) اڻ بڻ - معمولي رَنْجِشَ.
- شَڪَرُ لَبُ ۽ شَڪَرُ لَبَ: ذ. (ف. شڪر+لب=چَپ) مٺو چَپُ - کنڊ وارو چَپُ. (صفت). جنهن مان مٺو ڳالهائيندڙ - مٺ ڳالهائو.
- شُڪْرُ ۽ شُڪُرَ: ذ. (ع. شُڪْرُ > شَڪَرَ=احسان مڃڻ) احسان - مهرباني - لائق - ٿورو - شڪرانو - سپاس.
- شُڪْرانو ۽ شُڪِرانا: ذ. مهرباني - احسان - منت - ٿورو - شڪريو.
- شُڪْرانُو ادا ڪَرَڻُ: احسان مڃڻ - ٿورو مڃڻ - مهرباني مڃڻ.
- شُڪْرانَهُ: ذ. احسان - مِنَّت - ٿورو. ڪنهن ڪم جو عيوضو.
- شُڪْرُ بَجا آڻَڻُ: احسان مڃڻ - ٿورو مڃڻ.
- شُڪَرَ جو سَجدو بَجا آڻڻُ: ڏاڍي تعاليٰ جا لکين شڪر ڪرڻ. مصيبت ٽرڻ وقت تي خوشيءَ جو اظهار ڪرڻ - پنهنجي ڪاميابيءَ تي خوش ٿيڻ.
- شُڪْرُ ڪَرَڻُ: احسان مڃڻ - شڪرالو ڪرڻ.
- شُڪْرُ گُذارُ ۽ شُڪْرُ گُذارَ: ذ. صفت. احسانمند - ٿورائتو - ممنون احسان - شاڪر. نيازمند. حق شناس. نمڪ حلالُ.
- شُڪْرُ گُذارِيُ ۽ شُڪْرُ گُذارِيُونُ: ث. احسانمندي - ڏنهِ واد - نيازمندي - ممنونيت. حَق شناسي. نمڪ حلالي.

- شُڪْرُ ۽ شُڪْرَ: ذ. (سن. شُڪْرُ=روشني) هڪ روشن گره جو ٿالو - هڪ گره جو ٿالو - وينس - زُهرُو. ستن ڏينهن مان هڪ جو ٿالو - جمعو.
- شُڪُرُ وارُ ۽ شُڪُرَ وارَ: ذ. جمع جو ڏينهن - آدينه.
- شَڪَرَ تُوتيُ: ذ. پکيءَ جو هڪ قِسمُ.
- شَڪَرُ خورُو: اسم خاص. پکيءَ جو هڪ قِسمُ (هي پکي سڀني ڪان ننڍڙو پکي جو ڏينيو يا چيلاٽي ڪان گهٽو وڏو ٿئو ٿئي. هن جي ڪنين ۾ ڪيترائي رنگ گڏيل آهن، جهڙوڪ ڳاڙهو، سائو، پيلو، هي پکي رڳو آمريڪا ۾ ليي ٿو ۽ سندس ڪنيپ زيورن والڪي ڪم اچن ٿا).
- شِڪِرُو ۽ شِڪِرا: ذ. پکيءَ جو هڪ قِسمُ - باز جو هڪ قِسمُ - باشو (چڪ بازجي مادي).
- شُڪُرُ وارُ: (سن. شڪر وار=شڪر ديوتا جو ڏينهن) جمعي جو ڏينهن - آدينه.
- شِڪَسْتَ ۽ شِڪَسْتُونُ: ث. (ف. شِڪَسْتَ > شِڪَسْتَن=ٽُٽَڻ) ڀورَ - ڀَڃَ - ٽوٽ - پَڪَ. هارَ - ماتِ - شِڪَ ڪمي. زيان - ڪوٽ - نقصان.
- شِڪَسْتَ ٿِيَڻُ: هارجڻ - هارائڻ. ڀڄڻ - ڀور ٿيڻ - ٽُٽڻ.
- شِڪَسْتَ حالُ ۽ شِڪَسْتَ حالَ: ذ. صفت. خراب حالُ - پريشان حال - بدحال - مصيبت زده.
- شِڪَسْتَ حاليُ ۽ شِڪَسْتَ حاليُونُ: ث. پريشالي - بَدحالي - خراب حال.
- شِڪَسْتَ ڏِيَڻُ: جيتڻ - هارائڻ - مات ڏيڻ - شهه ڏيڻ نا اميد ڪرڻ پڇائڻ - مغلوب ڪرڻ.
- شِڪَسْتَ فاشُ: ث. (ف شڪست+فاش=ڪليل) سخت هارَ - وڏي هارَ. ڪليل شِڪست. اهڙي شِڪست جنهن ۾ وري ڪنڌ نہ کڄي سگهي.
- شِڪَسْتَ کائِڻُ: هارائڻ - نا اميد ٿيڻ.
- شِڪَسْتِگِيُ ۽ شِڪَسْتِگِيُونُ: ث. ڀَڃَ ڀُورَ - پَڪَ ٽوٽ - ٽوڙ ڦوڙ. هار - شِڪَسْتَ.

- شڪسْتو ۽ شڪَسْتا؛ ذ. ڀڳل - ٽٽل. هارايل. مات ڪاڌل.
- شڪَسْتَه؛ ث. ڀڳل - ٽٽل.
- شڪَسْتَه حال ۽ شڪسته حالَ؛ ذ. ڏکي - پريشان حال - مصيبت زده - آفت جو ماريل - تنگ - ڪنگال - خسته حال.
- شڪَسْتَه حالي ۽ شڪَسْتَه حاليون؛ ث. خسته حالي - پريشاني حالت - آفت - مصيبت - تباهي.
- شڪَسْتَه خاطر؛ ث. رنجيده - غمگين.
- شڪَسْتَه دل؛ ذ. صفت. ٽٽل دل - ڀڳل دل - نااميد.
- شڪَسْتي ۽ شڪَسْتيءَ: ذ. صفت. ڀڳل - ٽٽل - نااميد - مايوس - غمگين - ملول. جيئن: "شڪَسْتي سيڻ چئي، ڇپهان ڪرئو پوءِ" (شاهه).

● شَڪل ۽ شَڪليون: ث. (ع. شَڪل = جهڙو ٿيڻ - وانگيان هئڻ) صورت - مهانڊو - چهرو - روپ - مُنهن. نوع - ڍنگ - ڍول - طور - طريقو - قسم - نمونو - ٻهڪ. سورتي - تصوير - مورت. ڏيک. آڪار - حالت - ڪت.
- شَڪلائڻ: مصدر. صورت ۾ مشابهت رکڻ - هڪجهڙائي ڏيکارڻ.
- شَڪل لاهڻ: مُنهن لاهڻ. وس ڏارڻ. تصوير لاهڻ.
- شَڪل شيشا ڀڃڻ: بدشڪلو هئڻ.
- شَڪل ڪيڻ؛ آماءُ ڪرڻ - الڪل ڪرڻ. مورت ڪيڻ.
- شَڪل کان بيزار ٿيڻ: ڪنهن جي صورت کان نفرت ڪرڻ.
- شَڪل و شمائل: ث. صورت و سيرت. رنگ روپ.

● شَڪل پڪش: ذ. (سن). مهيني جو چانڊوڪيءَ وارو حصو - سهائي وارو اڌ مهينو - سهائو پک.

● شڪم ۽ شڪَم: ذ. (ف). پيٽ - ڍڍ - اوجهڙ - بطن - ڍڍل. ڏولهه. ويڪرائي - موڪرائي - جوڙائي. پاسو. ٻر.
- شڪم پرست: ذ. (ف. شڪم + پرست < پرستادن = پوڄا ڪرڻ) پيٽ جو پوڄيندڙ - پيٽو - پيٽير - پيٽ لٽ - مالين ٻوڙ - هٻڇي. خوش خوراڪ.
- شڪم پرور ۽ شڪم پرور: ذ. صفت. (ف شڪم + پرور < پروردن = پالڻ) پيٽ پال - ڪاڌي جو طالبو - پيٽوڙي - پيٽي - هٻڇي - ڪاڻو - هاڻو. خوش خوراڪ.
- شڪم پروري ۽ شڪم پروريون: ث. پيٽ پوڄا - ڪاڌي جي تات - پيٽ جي ڳڻتي.
- شڪم پوري (ت): ث. شڪم پروري.
- شڪم ماد ر؛ ذ. (ف شڪم + مادر = ماءُ) ماءُ جو پيٽ.
- شڪمي ۽ شڪمي: ذ. صفت. پيٽ جو. جنم جو - مادر زاد - پيدائشي. اندروني. پيٽوڙي.

● شڪن: ذ. (ف. شڪن < شڪستن = ٽٽڻ) ور - وڪڙ - پيچ - گهنج - سر - وٽ.
- شڪن پوڻ: ور پوڻ - سر پوڻ - گهنج پوڻ.
- شڪن ۽ شڪن: ذ. صفت. (ف. شڪن < شڪستن = ٽٽڻ) ڀڃيندڙ - ٽوڙيندڙ.
- شڪني ۽ شڪنيون: ث. ڀڃڻ جي حالت - ٽوڙڻ جي حالت - ڀڃڻي - ٽوڙڻي.

● شڪن ۽ شڪن: ذ. (سن. شڪن = سڳڻ) سوڻ - سڳڻ. پيرو - سنسو - وهم - آجايو خيال.

● شڪنتلا: اسم خاص. سنسڪرت ٻوليءَ ۾ ڪاليداس ڪويءَ جي ناهيل هڪ ناٽڪ جو نالو. شڪنتلا ناٽڪ جي سورميءَ جو نالو.

● شڪنجبي: (ف). شربت جو هڪ قسم - ليمي جي رس (کنڊ يا ماکي سان). سرڪو.
- شڪنج بين: ذ. شڪنجبي.

● شِڪَنْجو ۽ شِڪَنْجا ؛ ذ. (ف. شِڪَنْجَہ) ڏوھارين کي سزا ڏيڻ لاءِ ھڪ ڪَلَ جو نالو. جلد سازن وٽ ڪتابن کي چِپڻ لاءِ ھڪ اوزار جو نالو. (ڪپڙن جو) گھوڙو. سخت ـ عذاب. ڏک ـ سزا.

ـ شِڪَنْجا چاڙهَڻُ: سخت تڪليف ڏيڻ ـ عذاب ڏيڻ ـ سزا ڏيڻ.

● شِڪَنْجِي: ذ. (ف). شربت جو ھڪ قسم ـ ليمن جو شربت. ليمي جي رَس (ماکيءَ يا کنڊ سان مايل). سرڪو.

● شَڪَڻ ؛ مصدر. (ع. شَڪُ: مِن. شَنُڪا = شَڪُ) وھم آڻڻ شڪ آڻڻ ـ گمانجڻ.

● شُڪِٽي ۽ شُڪِٽِيُون (ڪ) ؛ ث. سنھي لَڪِٽي. لَڪَڻُ ـ چِھو ـ شرتاڪ.

● شِڪْوَہُ: ذ. (ف) شڪايت ـ گِلا ـ ڏوراھو.

● شِڪْوہُ ؛ ذ. (ف). رعب ـ داب ـ شان ـ شَوڪت. ڦام ڏوم ـ دَبدَبو. ٺاٺُ ـ چوچ ـ آڊمبر ـ ٺومان ـ پَيِڪو ـ حَشمت ـ پرتاب ـ تجمل. مرتبو ـ بزرگي.

● شِڪِيبُ ۽ شِڪِيبَ ؛ ذ. (ف). صبر ـ ماٺ ـ تحمل ـ آرام.

ـ شِڪِيبائِي ۽ شِڪِيبائِيُون: ث. صبر واري حالت ـ صبرپائي ـ بُردباري ـ ماٺائِي.

● شَڪِيلُ ۽ شَڪِيلَ ؛ ذ. صفت. (ع. شڪيل > شَڪُلَ = جھڙو ٿيڻ) صورت وارو ـ صورت وَنْدُ ـ خوبصورت ـ ٺاھوڪو ـ حسين ـ سوپياوان ـ سھڻو ـ سوچارو ـ اوگھو ـ وِينگس ـ زيبائتو ـ ڏَجُ مَچ جھڙو ـ پريءَ مان ـ خوش وضع.

● شَڪِيلوُ ۽ شَڪِيلاَ ؛ ذ. ھٿيار جو ھڪ قسم. تلوار ـ ترار ـ شمشير ـ سڪيلو ـ سقيلو (جنھن جو منھن ۽ پنيءَ جو چوٽون حصو تيز ٿيندو آھي) درياھ جي پيڙيءَ جو ھڪ اوزار.

● شِڪِروُ ۽ شِڪِرا ؛ ذ. باز جو ھڪ قسم ـ شِڪروءَ.

● شَڪِيُ ۽ شَڪِيُ (لس) ؛ ذ. صفت. (ع. سَخِيءَ جو بگڙيل لفظ) سَخِيُ.

● شِگافُ ۽ شِگاف: ذ. (ف. شگاف > شگفتن = ڦٽَڻُ ـ ٽِڙڻُ) چيرُ ـ وَڍُ ـ ڦوٽ ـ سِيرَ ـ ڏار ـ ڦوڙ ـ ڏاڙ.

ـ شِگاف ڏِيَڻُ ؛ ٽُڪو ڏِيَڻُ ـ چھڪ ڏيڻ ـ وَڍُ ڏيڻ ـ چِير ڏيڻ.

● شَگانُ ۽ شَگانَ (ڪ) ؛ ذ. (ف). شِگاف = چيرُ) چيرُ ـ ٽُڪو ـ وَڍُ ـ چھَڪ. طعنو ـ ٽُنڪو ـ اوپالو ـ مھڻو. ٽوڪَ ـ چِٽَرِ.

● شَگُبِگُ ؛ ذ. وسوسو ـ وھم ـ ڳڻتي.

"شِگبگ آھم سرتيون دم دم ڏينھان رات" (آدم).

● شِگِفْتَ ۽ شِگِفْتُون: ث. (ف. شگفت = تعجب) تعجب ـ حيراني.

● شِگُفتُ ۽ شِگُفتَ ؛ ذ. صفت. (ف). ٽڙيل ـ کُليل (گل وغيره جو). شاداب ـ سائو ـ تازو ـ آباد.

ـ شِگُفتگِي ۽ شِگُفتگِيُون: ث. گل جي ٽڙڻ جي حالت. خوشي ـ فرحت. سرسبزي ـ شادابي.

ـ شِگُفتَہ ؛ صفت. ٽڙيل ـ کُليل. شادابُ ـ سائو ـ تازو ـ آباد.

ـ شِگُفتَہ خاطِرُ: ذ. صفت. (ف. شگفته + خاطر = دل) خوش دل ـ خوش مِزاجُ.

ـ شِگُفتہ رُو ؛ ذ. صفت. (ف. شگفته + رو = مُنھَن) کِلمُک ـ خنده پيشاني.

ـ شِگُفتَہ رُوئي ؛ ث. کِلمُکائي.

● شَگُنُ ۽ شَگُنَ ؛ ذ. (ف. مِن. شَگُنُ = سُٺي خبر آئيندڙ) نيڪ فال ـ سُٺو سوڻ

● شُگُوفو ۽ شُگُوفا: ذ. (ف. شُگُوفہ) اڻ ٽڙيل گُل ـ مُکري ـ ڪَلي. گُل ـ ڦُل ـ ھُشپ. ڪنھن عجيب ڳالھ جو ظھورو ـ آفواه.

● شُگُونُ ۽ شُگُونَ: ذ. (ف. مِن شَگُن = سُٺي خبر آئيندڙ) نيڪ فال ـ نيڪ ـ خبر ـ سوڻ ـ سَگڻ ـ سَوڻ.

● شَلُ ؛ ذ. صفت. (مِن. شَلُ = ٽڪجي پوَڻ) ھٿن پيرن جو کھڻي ڪم ڪرڻ سبب بيڪار ٿيڻ جي حالت ـ ٿڪاوٽ ـ ٿاڪيڙو. (صفت). سُست ـ

تَڪَلُ - چُورُ - وِرتَلُ - کُهيو - مالدو. عاجز - جڏو. پکهريل - شَمُ.

= شَلُ ٿيِءُ هَوَنُ: ٽڪجي پوڻ - ساٿو ٿي پوڻ - پکهر ۾ شيِمُ ٿيڻ. ٽنگون ٿيڙي سمهڻ - ڍ ڳهو ٿي پوڻ.

= شَلُ ٿيِڻُ: هٿن پيرن جو ڳهٽي ڪم ڪرڻ سبب ماندو ٿيڻ - پکهر ۾ ٿڪِپار ٿيڻ - پکهرجڻ. ٽڪجڻ - مالدو ٿيڻ.

● شَلارُ: اسم خاص. پرت جو هڪ قسم.

● شَلَتاڪُ ۽ شَلتاڪَ (ت): ذ. فريب. فَنُ.

● شَلتڙُ ۽ شَلتڙَ: ذ. (سن. شَلُ = ٽڪجي پوڻ) سُستُ - ڪاهل - ڍِ رو - ڍِ لو - ڍِ رڙو - (پکيءِ لاءِ).

● شَلڪوُ ۽ شَلڪا (ل): ظرف. خيرڪو - ڪوئي - ئي.

● شَلَنڪُ ۽ شَلَنڪَ (ڪ): ذ. ٽڪر ٽڪر تي مينهن جو وسڪارو (جيئن هيٺي مينهن وسي وري ميل پنڌ تي وسي).

= شَلَنڪُ ڪَرَڻُ: مينهن جو وسڪارا ڪرڻ.

● شِلِنڪُ ۽ شِلِنڪَ: ذ. (انگ). هڪ انگريزي سڪي جو لالو - پائونڊ جو ويهون حصو.

● شَلوارَ ۽ شَلوارون: ث. (سن. شَتوارَ > ف. شَلوارَ > ژ نُڊ. سروار. ع. سَراويلَ) پهرڻ جو هڪ قسم - چيلهه کان پيرن تائين پاتل ڪپڙو - سَلوارَ - سُٿڻ - ڪانڇ - گوڏ واڙ.

= شَلوارُ بَنَدُ ۽ شَلوار بَنَدُ: ذ. صفت. (ف. شلوار + بند > بستن = ٻڌڻ) اڳٺ - لاڙو - ازار بند.

● شَلواڻيُ: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو (ت. بلوچستان).

● شَلوڪُ ۽ شَلوڪَ: ذ. (سن. سلوڪ = ساراهه جو گيت) ڪَلمي - انتروُ - پَدُ - بيت جي سِٽَ - مصرع. چئن پَدن جو سنسڪرت ٻوليءَ ۾ شعر - بيت - سَلوڪُ.

● شَليُ ۽ شَلِيُون: ث. ڳَنَ جو هڪ انڊو قسم - ارٽ - اولو.

● شَمَ ۽ شَمُون: ث. (ع شَمْعَ = بَتي) بتيءَ جو هڪ قسم - موم بتي - شمع بتي - ميڻ. اتفاق - ناهه - ايڪتا - ملت - ميل - ميٽ - محبت - سلوڪ.

● شُمارَڻُ: مصدر. (ف. شمردن = ڳڻڻ) هڪ هڪ ڪري ڳڻڻ - تعداد ڪرڻ - تخمينو ڪرڻ. انگ ڳڻڻ. ڳڻپ ڪرڻ - حساب ڪرڻ - ليکو ڪرڻ - وِرنس ڪرڻ. اندازو ڪرڻ - جاچ ڪرڻ - ڪَٿَ ڪرڻ.

= شُمارُ ۽ شُمارَ: ذ. ڳڻپ - ڳاڻيٽو - حساب - ليکو - تعداد. اندازو - جاچ - تخمينو - انگل روءِ ڪَٿَ. جملو - رقم - راس.

= شُمارُ ڪَرَڻُ: حساب ڪرڻ - اندازو ڪرڻ - ڳڻڻ - ليکو ڪرڻ.

= شُمارَ کانُ ٻاهَرُ: ظرف. بي حساب - بي انت - تمام گهڻا - بي انداز.

= شُمارَ کانُ زِيادَهُ: ظرف. شُمار کان ٻاهر.

= شُمارِيُ ۽ شُمارِيُون: ث. ڳاڻيٽو - وَرِنو - بيان مجمل - واچنا.

= شُمارِيُ عَدَدُ: ذ. مفرد عدد - اصلي عدد.

● شِمالُ: ذ. (ع) هڪ طرف جو نالو - اُتر.

= شِمالِيُ: ذ. صفت. اُتر جو - اُترين - اُتر وارو - اُترادِي. سَرُ الهندي جو واءُ (هوائون).

● شَمْباڻيُ: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو (هنن کي ريساڙي به چولدا آهن ت. بلوچستان).

● شَمْپِيرُ: اسم خاص. (شَمْس پير جو مخفف) ڪراچيءَ کان ١١ ميل پنڌ تي ماريپور ۾ هڪ ٻيٽ جو نالو (جتي شَمْس پير جي تربت آهي).

● شِمرُ: اسم خاص. (ع). حضرت امام حسين عليه السلام جن جي قاتل جو نالو - يزِيدَ جي هڪ سپهه سالار جو نالو. (ذ. صفت). مَردُودُ - بدذات - ظالم.

● شِيمرُو ۽ شِيمرا: ذ. صفت. شِيرين اکين وارو - شيرو.

● شَمْسُ ۽ شَمْسَ: ذ. (ع). سِجُ - سورج - سوريه - آفتاب - آڏت.

- شَمۡسُ الضُّحيٰ؛ ذ. (ع. شمش + ضحيٰ= منجهند) چمڪندڙ سِجُ.
- شَمۡسِيُ ▪ شَمۡسِيُ؛ ذ. صفت. سج جو- سج وارو- آفتابي- سنڪرانتي.
- شَمۡسِيُ حَرۡفُ ▪ شَمۡسِيُ حَرۡفَ: ذ. صفت. شَمۡسُ يا سج سان واسطو رکندڙ حرف (ڏندن جي مدد ۽ زبان جي چوٽيءَ کان لڳرندڙ آواز وارا اکر، جهڙوڪ: "ت، ث، د، ذ، ط، ظ، ل، ن، ر، ز، س، ش، ص، ض"). هنن اکرن ۾ لام لڪي ويندو آهي.
- شَمۡسِيُ قَمۡرِيُ؛ ذ. صفت. سج ۽ چنڊ جو.
● شَمۡسوُ ▪ شَمۡسا؛ ذ. ڦُبي يا ڪَلَس جي مٿان لڳايل سونهري چنڊ. تَسبيح ۾ داڻن کي ڌن حصن ۾ ورهاست ڪندڙ خاص داڻا.
● شَمۡشادُ؛ ذ. (ف). وڻ جو هڪ قسم (سهڻي ڊگهي قَدَ جو).
● شَمۡشانُ ▪ شَمۡشانَ: ذ. (س. شَمۡشانُ= مَسانُ) هندو مُردن جي ساڙڻ جي جاءِ- مساڻ- شَمۡشان ڀومي.
- شَمۡشانُ ڀُومِيُ: ذ. هندو مُردن جي جلائڻ جي جاءِ- مساڻ.
- شَمۡشان واسِيُ ▪ شَمۡشان واسِيُ؛ ذ. صفت. مساڻ ۾ رهندڙ.
● شَمۡشُ چَپۡرِيُ: اسم خاص. تعلقي اباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● شَمۡشيِر ▪ شَمۡشيروُنُ؛ ث. (ف. شَمۡ = ڇَڃُ + شير= شينهن) شينهن جي ڇڃ جهڙي هڪ هٿيار جو نالو- تلوار- ترارڙ- ترار- سيف- تيغ- شڪيلو- سڪيلو- سقيلو.
- شَمۡشيرِبازُ ▪ شَمۡشيرِبازَ؛ ذ. صفت. (ف. شمشير+ باز > باختن = کيڏڻ) تلوار وارو- ترارِيو. سپاهي- جوڌو- جنگي جوان.
● شَمۡعَ ▪ شَمۡعُونُ: ث. (ع). چرٻي ۽ ميڻ مان ٺهيل بتي- ميڻ جي بتي- موم بتي.
- شَمۡعُ دانُ ▪ شَمۡعَ دان؛ ذ. صفت. (ع. شمع + ف. دان = رکڻ جي شيءِ) بتيءَ رکڻ جي جاءِ- فانُوسُ- فانُوسُ- روشن دان. بتي. گاڏيءَ ۾ بتيءَ جهلڻ جي ڪهوڙي.
- شَمۡعُ رُو؛ ذ. صفت. (ع. شمع + ف. رُو= منهن) شَمع وانگر ٻرندڙ مُنهن وارو- سهڻو- حَسِينُ.
- شَمۡعَ سَحۡرِيُ؛ ذ. (ع. شمع + سحر= صبح) صبح جو ڏيو- جلد فنا ٿيڻ واري شيءِ.
● شَنَّڪُ: ث. جانورن جي بيماريءَ جو هڪ قسم- هڏڙي جي بيماري. (ٻوڏين گوڏن ۾ ٿيندڙ بيماري). (جانورن جي طب. ص ١٣٥).
● شملوُ ▪ شَمۡلا؛ ذ. (ف. شمله > شملة > شَمَلَ= ويڙهڻ) ڪُلهن تي رکڻ جي شالَ (لُنگيءَ جهڙو ڪپڙو، جو درٻاري امير چيلهه سان ٻڌندا هئا ۽ سندس پلاند لٽڪائي ڇڏيندا هئا. هن وقت اهڙي پٽڪي کي شملو چئجي ٿو، جنهن جو هڪ پَلَوُ پٺيان چيلهه تي لٽڪائي ڇڏبو آهي) پٽڪو- مولهيو- پٽڪَ.
- شَمۡلوُ ٻَڌَڻُ (ت): جوڙجڪ ٻڌڻ. تهمت ڏَرَڻُ- الزام هڻڻ.
● شَمۡناوَرُ ▪ شَمۡناوَرَ؛ ذ. (ف. شَناور = تارُو) تاروُنُ- تاروُ- تيراڪ- سناوَرُ.
● شَمَنُ گَڏِڙِيُ ▪ شَمَنُ گَڏِڙِيُونُ (ت): ت. بالڪل حسين- نازڪ بدن- سهڻي- سوڀياوان.
● شَمَنُ گَڏو (ت): ذ. سهڻو- حسين- نازڪ.
● شِمَّهُ: ث. (ع). ٿوري خوشبوءِ- بوءِ. ٿورو- ذرو.
● شَمِيمُ: ث. (ع). خوشبو- سڳند- سرهاڻ- نڪهت- مهڪ.
● شَناخَتَ ▪ شَناخَتُونُ: ث. (ف. شَناختن = سڃاڻڻ) سڃاڻپ- ڄاڻ- پَروڙ- پهچاڻ- شناسائي. واقفيت- خبر- پَتو- سَمُجهه- ڪَلَ- ڳم- سماءُ- سُڌ- سَمَڪَ. وِدِيا- علم- گيان. حِس- حواس- اندري گيان. عقل- چيتو- هوش- خيال.
- شَناخَتَ ڪَرَڻُ؛ سڃاڻپ ڪرڻ- واقفيت ڪرڻ- سماءُ سُڌ ڪرڻ- عقل ڪرڻ- هوش ڪرڻ.

- شتناسُ ع شتناسَ: ذ. صفت. (ف). ڄاڻو - سڃاڻو - مهاڪڙو - واقف. ڄاڻندڙ - محسوس ڪندڙ - سهي ڪندڙ. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ، جيئن: "مرد شناس، حق شناس" وغيره.

- شتناسا: ذ. صفت. سڃاڻندڙ - ڄاڻندڙ - واقف ڪار - پرکيندڙ.

- شتناسائِيُ ع شتناسائِيُون: ث. ڄاڻ پڇاڻ - سُڃاڻ - سڃاڻپ - واقفيت - ڏيٺ.

- شتناسِيُ ع شتناسِيُون: ث. واقفيت - سڃاڻپ - واقف ڪاري - ڏيٺ - مهاڪڙائي.

● شتنانُ ع شتنانَ: ذ. (سن. سنانُ = وهنجڻ) بت تي پاڻي وجهڻ جي حالت - وهنجڻ - تڙُ - غُسل - جهنيلو - سنانُ - آشنانُ.

● شتناورُ ع شتناوَرَ: ذ. صفت. (ف. شنا = ترڻ) تارُوُ - ترندڙ (پاڻي ۾) - تيراڪُ - تارُونُ - سناوَرُ - شتمناوَرُ.

● شتنبائِيُ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● شنبَہُ: ذ. (ف). هڪ ڏينهن جو نالو - ڇنڇر - سنيڇرُ. (يڪ شنبہ = آچر، دو شنبہ = سومر، سہ شنبہ = اڱارو، چار شنبہ = اربع، پنج شنبہ = خميس).

● شنبائِيُ: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو (ت. بلوچستان).

● شتنبُ ع شتنبَ (ت): ذ. تلاءُ - حوض.

● شتنپتِيُ ع شتنپتِيُ: ذ. صفت. (سن). يجر ويد واري زماني ۾ هڪ سوَ ڳوٺن جو رئيس يا سردار (هندن جي تاريخ ص ١٧).

● شِنجرفُ: ذ. (ع). هڪ دوا جو نالو - شِنگرِفُ.

● شنجور: ذ. گهوڙي کي ٿيندڙ هڪ عيب.

● شتندُ ع شتندَ (ت): ذ. (سن. ڇندُ) مڪرُ - ميکرُ - ڇندُ - فريبُ - ڇَل.

● شِندولُ ع شِندولَ (لس): ذ. صفت. سهڻو - حسينُ (ث. شِندولَ ع شندولُون).
جيئن:
"آتڻ ڏي هئي سسئيُ ڪا پاڇهي شين شِندولَ"

● شتنڪرُ: اسم خاص. (سن). هندو ڌرم ۾ هڪ مهاتما جو نالو.

● شِنگُ ع شِنگَ (ت): ڀِرُ - زِرُ - بي قابو. تيار - آماده.

- شِنگَ ٿيي چڙ هڻُ: ضد ڪرڻ - ساڙ ڪيڻ. لاڏ ڪرڻ.

- شنگُ ٿيڻُ: هٿَ ۾ پرجڻ - زِرُ ٿيڻ - ڀِرُ ٿيڻ. تيار ٿيڻ - آماده ٿيڻ.

- شِنگُ ڪرَڻ: زِرُ ڪرڻ - ڀِرُ ڪرڻ. تيار ڪرڻ - آماده ڪرڻ.

● شِنگرَفُ: ذ. (ف). دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر. پاري ۽ گندرف مان تيار ڪيل هڪ ڳاڙهي رنگ جي دوا - شِنجرَفُ.

- شِنگرَفِيُ ع شِنگرَفِيُ: شِنگرف جهڙو ڳاڙهو - ڳاڙهو.

● شِنگوائِيُ: اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو (تاريخ بلوچستان ص ٢٩).

● شتنگورُ: اسم خاص. (ف). شڪولُ = کهنبي وارن وارو سهڻو ماڻهو) هڪ شيدي جو نالو.
ع شتنگورَ: ذ. صفت. شودو - اڙيالو - لوفر - حرڪتي - لُچ - بدمعاش (مومل ميندرو).

● شِنگهَ ع شِنگهَ: ذ. (سن. شِنگهَ = هڪ جانور جو نالو - شينهن - شير - سِنگهه. (صفت). بهادر - پهلوان - سورهيه.

● شِنگهوائِيُ: اسم خاص. هندن ۾ هڪ ذات جو نالو (هندن جي تاريخ).

● شُنوائِيُ ع شُنوائِيُون: ث. (ف. شُنيدن = ٻڌڻ) ڪا ڳالهه ٻڌڻ جي حالت - سماعت. عدالت ۾ حاضريءَ واري تاريخ - حاضري.

● شتنهارُ (ڪ): ذ. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

● شتنهارَجِيُ (ڪ): اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.

● شتنهارِيُ ع شتنهارِيُون (ڪ): ث. پيئل پاڻيءَ تي ٽڪي ۽ سائي رنگ جو گڏ ٿيل مواد - ڄارو - ٽَرُ - ٽَرِيُ - سينورُ - ڇتُ.

● شُنيدَ ج شُنيدُونَ: ث. (ف. شُنيدَنَ = ٻڌڻ) ٻُڌڻ ۾ آيل ڳالهه - ٻڌرائي - مشهورائي. خواري - بَد نامي - گِلا - بد ناموسي.

= شُنيدِنيءَ: ث. ٻُڌڻ جي لائق هئڻ واري حالت.

= شُنيدَهُ: ذ. صفت. ٻڌل - سُڻيل - معلوم.

- شُنيدِيءُ ج شُنيدِيُونَ: ث. خواري - بد نامي - گِلا - بَد ناموسي.

● شَنِيعُ ج شَنِيعَ: ذ. صفت. (ع. شَنِيعُ < شَنَعَ = خراب ٿيڻ) خراب - بَد - بُڇڙو - ڪِنو - بُرو - مَعيُوبُ. جيئن: "فعل شنيع" وغيره.

● شُٺو ج شُٺا (ڪ): ذ. صفت. ٺَڪ مان ڳالهائيندڙ - گهُٺو.

● شِوُ: ذ. صفت. (سن. شِوَ = ڀلارو - ڀيا ڳو) ڀلارو - ڀختاور - نصيبدارُ. واڌارو ڪندڙ. خوش. لغوي معنيٰ ۾ مخلوقات کي فنا ڪندڙ - ناس ڪندڙ - برباد ڪندڙ. (اسم خاص). هندن جي ٽن ديوتائن مان هڪ جو نالو. (جو مارڻ جي قدرت رکي ٿو ۽ سڀ ڪان کهڻي ان جي پُوڄا ڪئي ويندي آهي).

= شِوراتِرِيءُ ج شِوراتِرِيُونَ: ث. شِومهراج جي يادگيري ۾ هڪ وڏو ڏينهن.

● شِوَ ج شِوُونَ: ث. (سن). ڀُڙِي - (٠). واپارين جي اصطلاح ۾ ڪجهه به نه.

● شُو ج شُو: ذ. (انگ). ٻُوٽ - انگريزي جُتي.

● شَوالُ: اسم خاص. (ع). اسلامي سال جي ڏهين مهيني جو نالو.

= شو'لا ڀُلاهُ: ذ. ڀُلاهه جو هڪ قسم.

● شِوالو ج شِوالا: ذ. (سن. شِو + آلي = جاءِ) مهاديوَ جو آستان - شِوَ مندر - ٽِڪاڻو.

● شُوٽ: (انگ). چِٽَڻ - هڻڻ (گوليءَ جو).

- شُوٽ ڪَرَڻُ: بندوق جي گولي هڻڻ - گولي هڻڻ - چِٽڻ - نشان ڪرڻ.

- شُوٽِنگُ ج شُوٽِنگُون: ث. بندوق جي گولي مارڻ جي حالت.

● شو'خُ ج شو'خَ: ذ. صفت. (ف). بهادر - دلير. چالاڪ. شرير - لُچُ - گُستاخ - زبان دراز - بي ادب. نِڙر - ڍيٺ. هٺيلو - ايماني. ڪاوڙيل. لاف زَن - ٻٽاڪي - زبان دراز - بيهودو - واهيات - بي فضيلت. فتنه انگيز - فسادي - شرارتي. بُڇڙو - بُرو - خراب. بَد رڪابُ - بَد لغام.

- شو'خائيءُ ج شو'خائِيُونَ: ث. دليري. چالاڪي - تيزي. لُچائي - شرارت. گستاخي - بي ادبي - بي فضيلتي - بيهودائي. ٻٽاڪ - لاف - ڊاڙ - ٻَڪوات. نِڙرائي. سختائي - ڏاڍائي - تيزائي - تِکائي.

= شو'خُ چَشمُ: ذ. صفت. (ف. شوخ + چشم = اک) ڪَرڙين اکين وارو. بي حيا - بي ادب - بي فضيلتو - گستاخ. شرارت - لُچائي.

= شو'خُ وَ شِنگُ: ذ. صفت. بي حيا - بَد مزاج.

= شو'خِيءُ ج شو'خِيُونَ: ث. تِکائي - تيزائي. چالاڪي. گستاخي - بي حيائي - بي ادبي - نِڙرائي - بي فضيلتي. ڍيٺائي.

= شو'خِيءَ ڪَرَڻُ: تيزي ڪرڻ - تکائي ڪرڻ. ڪاوَڙ ڪرڻ.

- شو'خِيءَ سانُ: ظرف. تيزيءَ سان - تکائيءَ سان. ڪاوڙ سان.

● شِو'داسائيءُ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● شُودَرُ ج شُودَرَ: ذ. (سن. شُودَرَ = گهٽ ذات وارو) هندن جي چئن مکيه ذاتين (١. برهمڻ ٢. کتري ٣. ويش ٤. شودر) مان هڪ ذات - هندن جي چئن ورڻن مان چوٿون - (مَنوشاستر موجب "شودر" جو ڪم آهي، باقي ٽن ذاتين جي خدمت چاڪري ڪرڻ). نِيچ - خدمتگار.

● شو'دِڪو ج شو'دِڪا (ڪ): ذ. صفت. نماڻو - غريب - هيسيَلُ.

● شو'دو ج شو'دا: ذ. صفت. (ع. شَهدَهُ) لُچو - بَد معاش - رهزن - لفنگو - گوندو - هڙتالو - حرامزادو - لغور - شيطان. نامراد - لُڪرو - نياڳو.

● شوُر: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● شوُرُ ۽ شوُرَ: ذ. (ف. شور > شوريدن = بغاوت ڪرڻ) آواز- هُل- گوڙ- پائيتال- لُڙ- گهمسان- غوغاءُ- ڪڙڪو- واڪوواڪاڻ- وَڙوَڙ- ڪَرڪِل- غُلُغُلو. شهرت- ڏاڪو- ڏوم. ڪاوڙ- چِڙ- غُصو- ناراضگي- سُونهِ- ڳهنڊ.
- شوُرانُجَڻُ: مصدر. ڳهنڊ پائڻ- شور پائڻ- سُونهِ سَچائڻ- سُونهِ پائڻ ڳهُور ڪري نهارڻ.
- شوُرائِڻُ: مصدر. جوش ڏيارڻ- چيڙڻ- ڪاوڙائڻ- ڪاوڙ ڏيارڻ- مچائڻ- پڙڪائڻ- چورَڻُ.
- شوُرجَڻُ: مصدر. ڳهنڊ پائڻ- شوخ ٿيڻ- ڳهُوري نهارڻ- اکيون ڪرڙيون ڪرڻ- ڪاوڙجڻ.
- شوُرُ ڪَرَڻُ: آواز ڪرڻ- هُل ڪرڻ- گوڙ ڪرڻ- غوغا ڪرڻ.
- شوُرُ مَچائِڻُ: آواز ڪرڻ- شور ڪرڻ.
- شوُرُ وِجهَڻُ: ڳهنڊ وجهڻ. غصي ۾ اچڻ- ڪاوڙجڻ.
- شوُرُ وَ شَرَّ: ذ. (ف. شور + ع. شر = فساد) فتنو و فساد- هُل هنگامو- گوڙ گهمسان.
- شوُرِيُ ۽ شوُرِيُ: ذ. صفت. گوڙ ڪندڙ- گوڙ وارو- غوغائي.
● شوُر: ذ. (ف). لُوڻ- نِمڪ. ڪَلَرُ- ڪلراٺي زمين.
- شوُرِبخُتُ: ذ صفت. (ف. شور + بخت = ڀاڳ) نڀاڳو- اڀاڳو- ڪم ورو- ڪم بخت- بد بخت- ڪرم هيڻو- بد قسمت- بد نصيب- ڪم نصيب.
● شوُرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● شوُرامَڪ: اسم خاص. بلوچستان ۾ هڪ ديهه جو نالو. (ت).
● شوُرانُ: اسم خاص. بلوچستان جي ويجهو هڪ شهر جو نالو، جتي ڀهريائين ڀهريائين رلند بلوچ اچي آباد ٿيا هئا. (ت).
● شوُرِبوُ ۽ شوُرِبا: ذ. (ف. شوروَہ = رَسُ- رسنا) رڌل گوشت يا ڀاڄيءَ جو رَسُ- شوروو- رَهو.
● شوُرَشُ ۽ شوُرَشُونُ: ث. (ف. شورش > شوريدن = بغاوت ڪرڻ) شورُ و غوغا- لُڙ- هُل هنگامو- ٻَلوو- غدر- فساد- فتنو. وڳوڙ- ڏقير- جهڳڙو- بکيڙو- خَلَلُ- رولو- ڦيٽاڙو- گهمسان- ابتري. چِرچ- چِڙ- شورش- چورَ- چُرت- گِلا- بدنامي.
- شوُرَشُ بَرُپا ڪَرَڻُ: فساد کڙو ڪرڻ- بغاوت ڪرڻ- سرڪشي ڪرڻ.
● شوُروُ ۽ شوُرا: ذ. (ف. شوُرَہ) ڌاتوءَ جو هڪ قسم. تيزاب جهڙو هڪ ساڙيندڙ وَکر.
● شوُرِووُ ۽ شوُرِوا: ذ. (ف. شوربہ = رَسُ) رڌل ڀوڄ جي رَسُ- رَهو- رسنا- لاس(ت). چاشَ- وَبَ.
● شوُرِيُ: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● شوُرِيدَهُ: صفت. (ف. شوريده > شوريدن = بغاوت ڪرڻ) حيران- پريشان- آواره- سرگردان.
- شوُرِيدَهُ حالُ: ذ. صفت. (ف. شوريده + حال = حالت) پريشاني حال- حيرانيءَ حال. خراب حال.
- شوُرِيدَهُ سَرُ: ذ. صفت. (ف. شوريده + سَر = مٿو) ديوانو- سودائي- چريو.
● شوُرِينڪُ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● شوُڙڪَنڊِيُ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● شوُشُ ۽ شوُشَ (ل): ذ. (ع. وَسوَسه جو مخفف) شَڪَ- گمان- وَسوَسو.
● شُوشاٽُ ۽ شُوشاٽَ: ذ. (آواز) آواز جو هڪ قسم- شرڙاٽ- سُوساٽُ- زوزاٽُ.
● شوُشيڙوُ ۽ شوُشيڙا (ت): ذ. صفت. موڳو- واڙو- حيران.

● شوش فِلانُ (ڪ): جملو. بي معني لفظ جو ڪنهن ڳالهه جي وچ ۾ تڪيہ ڪلام وانگر ڳالهائجي. جيئن "هيئن ٿيو، هُولئن ٿيو، الاڻ فلاڻ، ٿيو مٿيو" وغيره.

● شُوشڪُت: ذ. (سن). ايشور ۽ مايا (ساسي).

● شوشو ۽ شوشا: ذ. (ف. شوشه > شعشعه = گند - خرابو = ذرو - پرزو) ذرو - تورو - ٽُڪر. جهڳڙي جهڙي ڳالهه - فساد پيدا ڪرڻ جهڙي ڳالهه. فساد - هُل - افواهه - چوچو (ڪ). (صفت). ڇيهو - ڪنهن پڳل - ڦڏو - ڇپ وڍ يو (ڪ).

- شُوشو آڻڻ: فساد جهڙي ڳالهه آڻڻ - افواهه آڻڻ - چوچو آڻڻ.

● شوفر ۽ شوفر: ذ. (انگ) موٽر هلائيندڙ - موٽر ڊرائيور.

● شوق ۽ شوق: ذ. (ع. شوق = خواهش اُڪير) خواهش - آرزو - تمنا - چاهه - اِڇا - منشا - سڌ - مرضي. خيال. نفساني خواهش - ڪامنا. رغبت - ميل - ميلان - لاڙو - دل - رُچي - ليت - رُخ - لاهه. ذوق - مزو - چشڪو - امنگ - چڏ پو. ڏن - موج - لهر - مستي. سِڪ - محبت - اڪير - چِڪ. جوش - سرگرمي.

- شوق سان: ظرف. خوشيءَ سان - مزي سان. بي خوف - بي ڌڙڪ. مرضيءَ سان - ارادي سان.

- شوق و ذوق: ذ. عيش و عشرت.

- شوقي ۽ شوقي: ذ. صفت. خواهشمند - خواهان - چاهيندڙ. مرضي جهڙو.

- شوقين ۽ شوقين: ذ. صفت. شوق وارو - شوق رکندڙ - شوق ڪندڙ - ڪوڏيو - اتساهي - خواهشمند - طالب - چاهيندڙ. عياش. عادي. تماش بين. جوشيلو - سرگرم. رنگيلو - لهري - موجي.

● شوڪ ۽ شوڪ: ذ. (سن). ڏڪ - ڏکُ - غم - درد - رنج - الم - ڳوندر - ماتم - غمي - سُوڳ. داغ - ٽِڪو (ڪ).

● شُوڪارڻ: مصدر. (سن. شوش = ساهه ڪڍڻ) آهه ڀرڻ - ٿڌو ساهه ڀرڻ - آهڪارڻ - افسوس ڪائڻ - شيڪارڻ (ت). سِڪڻ - تڙپڻ.

- شوڪارو ۽ شوڪارا: ذ. آهه - ٿڌو ساهه - افسوس. آهڪارو - شيڪارو (ت).

- شوڪارا ڀرڻ: ٿڌا ساهه ڪڍڻ - آهه ڀرڻ - افسوس جو ساهه ڀرڻ - ارمان ڪرڻ.

● شَوڪت ۽ شوڪتون: ث. (ع. شوڪه = دٻدٻو) دٻدٻو - ٺاٺ - تجمل.

- شَوڪت اِسلام: ث. اسلام جو دٻدٻو ۽ ان جي قوت. (جا اوائلي زماني ۾ هئي).

● شُوڪڻ: مصدر (سن. شوڪ = ڪاوڙجڻ) گهٻرائجڻ - شوخي سان ڏسڻ - ڪرڙائي سان ڏسڻ - گهُور ڪري نهارڻ. سن. شُوس = ساهه ڪڍڻ). شُوڪاٽ ڪرڻ (ٻلا وغيره جو) شُون شُون ڪرڻ - آواز ڪرڻ (ل). زور سان اچڻ - ڪاهڻ - هلان ڪرڻ (ل) جيئن "پاڻي شوڪيندو اچي."

- شُوڪ ۽ شُوڪون: ث. گهٻرو - سُونٺو - گهُور. شوخي - ڪرڙائي. ڦوڪ. اڪڙ - تيپڙي - ٽينبڙ.

- شوڪجڻ: مصدر. ڪاوڙ ڪرڻ - ڦوڪجڻ - اڪڙجڻ.

- شوڪو ۽ شوڪا: ذ. زور سان ڦوڪ جو آواز - ڦوڪو.

● شوڪو ۽ شوڪا: ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

● شُول ۽ شُولون: ث. (سن. شُوس = ساهه ڪڍڻ) وات ۾ اڳرين وجهي وڄايل سيٽي (ڪ). بيماريءَ جو هڪ قسم - سهڪي - آپو ساهه.

● شُولُ: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شولا (نثر): ذ. (ف. شُلہ) قنڌوري. طعام جو هڪ قسم (جو چانورن ۾ گوشت رس، مصالح، پاڇي وغيره ۾ وجهي تيار ڪجي).

● شولو: اسم خاص. تعلقي ننگر پارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شُولو ۽ شولا (ڪ): ذ. ٻکيو - ٽاڪو - سيبو - ٽوپو. (سن. شول = درد) مصيبت - طوفان (ت).

● شو°لين؛ اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو (جو مسي دائين جي شاخ آهي). (تاريخ بلوچستان ص ٢٨).

● شُو°مُ ع شُو°مَ؛ ذ. صفت. (ع. شُوم > شأم > نياڳو ٿيڻ) منحوس - نيياڳو - اياڳو - بَد بَخۡتُ - ڪَمۡبَخۡتُ - چَنۡبو. ڪَنجوسُ - مَکي چُوُس - بَخِيۡلُ - موذي - مَرُچوٽُ - ڪرپڻ - ڪدرَچُ - چِچِيُ مارُ. ڪاوڙيل.

- شُوماڻو ع شُوماڻا؛ ذ. صفت. شومَ وارو.

- شُومائِي ع شُومائِيُون؛ ث. ليياڳائي - چنبائي - بد بختي. بخيلائي.

- شُومَت ع شُومَتُون؛ ث. نياڳائي - چنبائي - بَد بختي. بخيلائي - شومائي - مرچوٽائي. خرابي - شامت.

- شُومَتِي ع شُومَتِي؛ ذ. صفت. شومت وارو - شُومِي - چَنبو - لياڳو - نِدورو - بد بخت. بخيل - ڪَنجوس - موذِي - مَرچوٽ. جيئن؛

”شومتي شيطان شومي متقين مان مدعي،
دزد دعوىٰ ٿو ڏري ۽ ٿو دَڙي ديوٽ دڙ“
(فاضل شاه).

- شُومِي ع شُومِيُون؛ ث. نياڳائي - چنبائي - بَد بختي. بَخيلائي. ڪنجُوسي. شُومائي - شُومت.

● شُونٽَڻُ (ڪ)؛ مصدر. جهُوتَڻ - جهو°تَڻُ - ڳولڻ - لُوسڻ - لُوسڻ.

● شُونشَڻُ (ل)؛ مصدر. سُونگهي ڪا شيءِ لهڻ - ڳولڻ.

● شُونڪاڙُ؛ ذ. هڪ پکيءَ جو نالو.

● شُونڪَڻُ (ل)؛ مصدر. سُونگهڻ. بانس ڪرڻ. نِهارڻ. پچا ڪرڻ.

● شَونڪو ع شَونڪا؛ ذ. فڪر. ڳڻتي. انديشو - ڊَپُ - چَونڪو (ت). آواز جو هڪ قسم - زُرڪو - شُوڪو. ملڻ جو آواز (ڪ).

● شو°هَرُ ع شو°هَرَ؛ ذ. (ف). گهر وارو - مڙس - وَرُ - ڪانڌ - خاوند - مالڪ - ڌڻي - پَتار - مَرد. ٿَري لهجي ۾ شهر جو بَدل - شوهر. جيئن؛

”آئين وڏن شوهرن ۾ ڪير ڏو ڪنهن سان پلائي ڪري“ (بدلصوب ڦري).

● شَهۡ؛ ذ. (ف). مخفف شاه جو. بادشاه - باچاهه - مَلِڪ - سلطان - راجا - شاهه. (صفت). وڏو - بزرگي يا حَسَبُ نَسَبُ ۾ وڏ يڪ هجي. جيئن؛ ”شَهه زور، شهه باز، شَهۡ پَرُ“ وغيره. (ث). شطرنج راند جو هڪ داءُ - هار - شڪست - مات - روڪَ - جهَل.

- شَهائِي ع شَهائِي؛ صفت. رعب وارو - شاهاڻو - شاندار - رعبدار - راجائو - عاليشان.

- شَهۡ بازُ ع شَهۡ بازَ؛ ذ. وڏو باز. (شڪار جهلڻ ۾ ڪم ايندڙ).

- شَهۡ تِيرُ ع شَهۡ تِيرَ؛ ذ. وڏي لَٺِ - ڪامَ.

- شَهۡ پَرُ ع شَهۡ پَرَ؛ ذ. پکيءَ جو وڏي ۾ وڏو پَرُ - شاهه پَرُ. مُڇَ (آدميءَ جي).

- شَهۡ ڏيَڻُ؛ شطرنج راند ۾ بادشاه کي شڪست ڏيڻ - هار ڏيڻ. آڪَ ڏيڻ - سَرسي ڪرڻ - بازي کٽڻ.

- شَهۡ چالَ ع شَهۡ چالُون؛ ث. شطرنج راند جي هڪ چال.

- شَهۡ چورُ ع شَهۡ چورَ؛ ذ. وڏو چور - آزمودگار چور - اڙاهه چور.

- شَهۡ رَڳَ ع شَهۡ رَڳُون؛ ث. وڏي رَڳَ - شِريان - شاه - حبل الوريد - دل کان جسم کي سنو رت پهچائيندڙ رَڳَ.

- شَهۡ زادو ع شَهۡ زادا؛ ذ. بادشاه جو پُٽ - شاهه زادو.

- شَهزادِي ع شَهزادِيُون؛ ث. بادشاه جي ڌيءَ - شاهزادِي.

- شَهۡ زورُ ع شَهۡ زورَ؛ ذ. صفت. تمام گهڻي طاقت وارو - بهادر - پهلوان - پلوان - زور آور - سگهارو - سگهاٺو - زوردار - زوريريو - سورمو - سورهيه.

- شَهه زوري ع شَهۡ زورِيُون؛ ث. پهلوائي - طاقت - زبردستي. ڏاڍائي - ڏاڍمڙسي.

- شَهہ سوارُ ع شَهہ سوارَ؛ ذ. صفت. گهوڙن کي هلائڻ جو چاڙو سوار- شاه سوار- وڏو سوار- ماهر سوار- ڪامل سوار- چاڙو سوار- پڪو سوار.
- شَهہ ڪارِيگَرُ؛ ذ. صفت. وڏو ڪاريگر- هر زيلي.
- شَهہ کائِڻُ؛ شِڪَسْتَ کائڻ- هارَ کائڻ- مات کائڻ.
- شَهہ کي مَقْتُول ۽ مات ڪَرَڻُ؛ شيطان جي اڪرائيءَ کي دفع ڪرڻ (ديوان فاضل).
- شَهہ ماتُ: ث. بادشاهہ جي مات- شَهہ شِڪَسْت. شطرنج راند ۾ بادشاهہ جي مارجڻ جي حالت.
- شَهہ ۾ پَوَڻُ (ڪ)؛ هوڏ ۾ پَوَڻ- وڏائي ۾ پَوَڻُ.
- شَهہ مَرْدُ ع شَهہ مَرْدَ (ت)؛ ذ. شاه مَرْدُ- شَهزادو- شاهزادو- بادشاهہ زادو.
- شَهہ مُوْرُ ع شَهہ مُوْرَ (ت)؛ ذ. شَهزادو- شاه زادو.
- شَهہ مِيرُ ع شَهہ مِيرَ (ت): وڏو امير- وڏو ماڻهو.
- شَهہ نَشِينَ ع شَهہ نَشِينِيُون: ث. بادشاهہ جي ويهڻ جي جاءِ- بادشاهي گدي- شاه نشين.
- شَهابِيُ ع شَهابِيُ: ذ. صفت. ڳاڙهي رنگ جو- ڳاڙهو- سُرخ.

● شِهابُ: ذ. (ع. شهاب > شَهَبَ = هيڊو ٿيڻ) باهہ جي چِڻِنگ- چَڙ- لاٽ- شعلو. ڪرندڙ تارو. (اهل اسلام جي خيال موجب جڏهين شيطان آسمان جون ڳالهيون ڪن ڏيئي ٻڌڻ ٿو گهري تڏهين ملائڪ هن کي ماريندا آهن). (ف. شَهہ > شهب = هيڊو + آب = پاڻي) ڳاڙهو رنگ- سُرخي.
- شِهابِ ثاقِبُ؛ ذ. رات جو ڪرندڙ تارو ۽ چمڪندڙ تارو.
- شَهابِيُ ع شَهابِيُون: ث. لاٽ- شعلو- عَڪْس- پرتو- جهلڪو. ع شَهابِيُ: ذ. صفت. ڳاڙهو- سُرخ.

● شَهادَتُ ع شَهادَتُون؛ ث. (ع. شهاده > شهد = گواهي ڏيڻ) شاهدي- گواهي- ثابتي- ساک- صحيح خبر. خدا تعاليٰ جي وحدانيت ۽ رسول مقبول جو سچيءَ دل سان اقرار. خدا ۽ رسول جي برحق هئڻ جي شاهدي- ڪلمو شهادت. خدا جي راهہ ۾ قَتَلُ- ذبيحُ. موت- وفات يا مَرْڪ.
- شَهادَتُ ٿِيَڻُ؛ گواهي ٿيڻ- شاهدي ٿيڻ. شهيد ٿيڻ- خدا جي راهہ ۾ مارجڻ. فوت ٿيڻ- مَرڻ.
- شَهادَتُ ڏِيَڻُ: شاهدي ڏيڻ- گواهي ڏيڻ- سچو اظهار ڏيڻ.
- شَهادَتُ وَٺَڻُ؛ گواهي وَٺَڻُ- اظهار وٺڻ.
- شَهامَتَ؛ ث. (ع. شهامت > شهم = مضبوط ٿيڻ) بزرگي- وڏائي. بهادري- دليري- چُستي- چالاڪي- شجاعت.

● شَهائِيُ: اسم خاص. سَنْشِيائي هندن جو هڪ پاڙو. (هندن جي تاريخ).

● شَهْبارڪائِيُ: اسم خاص. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو. (جي رستماڻي بلوچن جي شاخ آهن "ت").

● شَهْبازُ: ذ. (ف. شَهہ = وڏو- باز) پکيءَ جو هڪ قسم- وڏو باز- شڪرو- عقاب- شاهين. جوان مَرد. سخي- ڏاتارُ. (اسم خاص). ميوهڻ ۾ هڪ مشهور اولياءُ جو نالو.

● شَهْبيگُ: اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● شَهْتا (ڪ): ث. بندوق جو هڪ قِسم.

● شَهْتارُوُ ع شَهْتارُوُ؛ ذ. صفت. (ف شَهہ + تارُو) تکو ترندڙ- تکو تارُو. وڏو سيتارو (پرت ۾ ڪم ايندڙ). جيت جو هڪ قسم (جو پاڻيءَ تي تِکو ترندو آهي).

● شُهْتَرُ ع شُهْتَرَ: ذ. صفت. (ع. شاطر = انڪلي) چهتو. ٺڳ. جادوگر.

● شَهْتُوتُ ع شَهْتُوتَ: ذ. هڪ ميوي ۽ وڻ جو نالو- جِليبرُ- توت.

● شَهہ تِيرُ ع شَهہ تِيرَ: ذ. (ف. شَهہ = وڏو + تير = ڪاٺ). وڏي ڪاٺي- ڏِکهي ڪاٺي- ڪامَ- لاٽڻ. (ت).

● شَهْپَرُ ۽ شَهْپَرَ : ذ. (ف. شَهْ = وڏو + پَر = کنڀ) پکيءَ جو وڏو پَرُ. مڇن جو هڪ پاسو - مڇ.

● شَهْپَرُ جَکَرُو ؛ اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شَهْجَرَاهُ ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر لاڙڪاڻي، حيدرآباد ۽ خيرپور ۾).

● شَهْدُ: ث. (ع). ماکي - انگبين. ظرف. تمام مٺو - شيرين.

● شَهْدُ آگُر ؛ ث. (ف. الگشت + ع. شهادت = شاهدي) هٿ جي پهرئين آڱر - ڏسڻي آڱر.

● شُهْدَاءِ ؛ ذ. (ع. شهيد جو جمع) شهيد جو جمع - شهيد.

● شَهْدَاد پُور ؛ اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۽ شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شَهْدَادُ ڪوٽُ: اسم خاص. ضلعي لاڙڪاڻي ۽ تعلقي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شُهْدُو ۽ شُهْدَا ؛ ذ. صفت. (اردو) لُچو - بدمعاش - غنڊو - بازاري - اوباش - رولو - شودو. بدنصيب - بي يار ومددگار - ننڍڙو - ويچارو - ڏاهيل. شهادت. جيئن ؛

"پوي مانَ قبول، شُهد و شهيدن جو"
(خان زئي).

● شَهْدِي ۽ شَهْدِيُون ؛ ث. (هـ. شهدا. ف. شهده = ڪميٽي) لنڊي - ڪميڻي. جيئن :
"وهاري وطن ۾ شهدي ڪي مَ سڪاءِ"
(شاهه).

غريب - لماڻي. سڪڻي - سڪندڙ.

● شَهَرُ ۽ شَهَرَ : ذ. (ع). قمري مهينو - ماه. (جيئن ته هلال ڏسي شهرت ڪجي ٿي تنهن ڪري اهو نالو رکيو ويو آهي). ڪهڻن ماڻهن جي گڏجي رهڻ جو هنڌ - بستي - ڳوٺ - ڳامُ - قصبو - ننڍو - مدينو - بلده - نگر - پور - پري. ضد - هوڏ - بحث.

- شَهَرُ آبادُ ڪَرَڻُ ؛ نگر وسائڻ - بستي ڪرڻ - ڳام ٺاهڻ.

- شَهَرُ بَدَرُ ڪَرَڻُ ؛ شهر مان ڪنهن ڏوهه سبب ٻاهر ڪڍڻ - شهرنيڪالي ڏيڻ - ديس نيڪالي ڏيڻ - جلاوطن ڪرڻ.

- شَهَرُ تُو ۽ شَهَرُ تُو ؛ ذ. صفت. شهر جو رهاڪو - شهري.

- شَهَرُ پَناهَ ۽ شَهَرَ پَناهُون ؛ ث. شهر جي بچاءَ لاءِ چوڌاري ڏنل وڏي ڀت - ڪوٽ - قلعو - فصيل.

- شَهَرُ خَموشان ؛ ذ. خاموشيءَ وارو هنڌ. قبرستان - مقام - گورستان - مرگهٽ - مساڻ.

- شَهَرُ ڪَرَڻُ: ضد ڪرڻ - هوڏ ڪرڻ - بحث ڪرڻ.

- شَهَرِي ۽ شَهْرِي ؛ ذ. صفت. شهر جو - شهر وارو. شهر ۾ رهندڙ - شهرواسي - نگرواسي. بدمعاش - لُچو - ڪُڌ ننڍو.

- شَهَرُ يارُ ۽ شَهَرَ يارَ ؛ ذ. شهر جو بزرگ - شهر جو وڏو - بادشاهه - راجا.

- شَهْرِي بَنْد وبَسْتُ ۽ شَهْرِي بَنْد وبَسْتَ: ذ. شهري انتظام - شهر جو انتظام.

- شَهَرِ يَتَ ۽ شَهَرِ يَتُون : ث. شهر ۾ رهڻ جا قاعدا. شهر جا رهاڪو ۽ سندن عادتون. شهر جي باشنده هجڻ جي حالت. شهر جي آبادي.

- شَهْرِ پُچو ۽ شَهْرِ پُچا : ذ. صفت. شهر جو رهاڪو - شهري.

● شَهَرُ بانُو ؛ اسم خاص. (ل). شهر جي اميرزادي - شهر جي خاتون. شهر جي زينت. ايران جي بادشاهه يزدجرد جي ڌيءَ جو نالو (جا ايران فتح ٿيڻ بعد حضرت امام حسين جن جي نڪاح ۾ آئي).

● شُهْرَتَ ۽ شُهْرَتُون ؛ ث. (ع. شهرت > شَهَرَ = ظاهر ٿيڻ) ڌوم ڌام - اطلاع - اشاعت - ڦهلاءُ - مشهوري - اشتهار - هُلُ - پڌرائي - چرچو - چوپولو. نالو - ناڻءُ - نيڪي - ناموري - ناماچاري - ناموس - ڏاڪو - نيڪ نامي - هاڪ. بدنامي - گلا - رُسوائي - خواري - بي عزتي.

– شُهْرَتْ ٿِيڻُ: مشهوري ٿيڻ – لاماچاري ٿيڻ. بدنامي ٿيڻ – گلا ٿيڻ.

– شُهْرُو ع شُهْرا؛ ذ. (ع. شُهْرَهُ = مشهوري) شُهرت – مشهوري – نالو – ناموس – نيڪي – لاماچاري.

– شُهْرَهُ؛ ذ. ڏسو شُهْرو.

– شُهْرهٔ آفاقُ؛ صفت. سڄي جهان ۾ مشهور.

● شَهْزادو ع شَهْزادا؛ ذ. (ف. شاهُ = بادشاه + زادَهُ = ڄڻيل) شاه (بادشاه) جو ڄڻيل – بادشاه جو پٽ – بادشاهه زادو – بادشاهي پارُ – راجڪمارُ – شاهزادو. (ث. شَهْزادِي ع شَهْزادِيُون).

● شَهْڪُ؛ اسم خاص. (ف. شاهِ حق) رَنْد بلوچن جي مشهور سردار جو نالو (جو پهريائين پهريائين مڪران مان اچي، سبي جي پرسان شوران ۾ رهيو "تاريخ بلوچستان").

● شَهْڪِرُ ع شَهْڪَر (ت)؛ ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم – مُڪَرُ.

● شَهْڪوشُ؛ ذ. (ف. شَهه = وڏو + گوش = ڪن) جانور جو هڪ قسم – ڪارن ڪنن واري گدڙي – سياه گوش – ٽيڪاري.

"شينهن شهه گوشن جي ٿي دُور پوي ڏاڪر".

● شَهَلُ ع شَهَلَ؛ ذ. ڇَهَلَ – ڇَهَرُ – ڇَلُ – مَڪَرُ. هُنَرُ – فَنُ. رازڪي ڪم جو هڪ اوزار – ديوار جي سڌائي لهڻ لاءِ اوزار.

– شَهَلُ بازُ ع شَهَلَ بازَ؛ ذ. صفت. هُنَر وارو – مڪرپيلُ – فن باز – ٺڳ.

– شَهْلِي ع شَهْلِيُون: ث. شهل تي ٻهاريل اوڏڪي پٽ. اها اوڏڪي ديوار جا پيڙه کان چوٽيءَ تائين هڪجهڙي هُجي. (مَهلي جو ضد).

– شَهْلِي ع شَهْلِي؛ ذ. صفت. حرفتي – ٺڳُ – مڪارُ – چالاڪُ – شهلباز.

● شَهْمالَ: ث. چيٽ جا پويان ڏينهن. اوپر ڏکڻ جي ڪُنڊَ.

● شَهْمَڻُ (ت): مصدر. شَرْمائڻ – شَرْمِجَڻُ – ٺڪو ٿيڻ.

● شَهْمِيرُ (ٽ)؛ اسم خاص. هڪ پيٽَ جو نالو.

● شَهِمِينگُ ع شَهمِينگ (ڪ): ذ. صفت پَريلَ – پِنَلُ – بُڏَلُ – آلو ٿيلُ – تَر ٿيل – پُسيَلُ.

– شَهْمِينگُ ٿيڻُ: رت صاف ڳاڙهو ٿيڻ.

● شَهْنائِي ع شَهْنائِيُون: ث. (ف). وڄائڻ جو هڪ سازُ – توتاري – شرنائي – توتيڙي – بَنْسِري – مُرْلِي – شَرْناءِ – قرناءِ – مُتو.

● شَهَنْشاهُ ع شَهَنْشاهَ؛ ذ. (ف. شَهَنْ = وڏو + شاه = بادشاه) وڏو بادشاه – بادشاهن جو بادشاه – وڏو بادشاه جنهن جي ماتحت ٻيا بادشاه ۾ هجن. سلطان – قيصر – مهاراجا – خاقان – فَغفُور.

– شَهَنْشاهِي ع شَهَنْشاهِيُون: ث. بادشاهي – سلطاني – تاجداري – سلطنت – حڪومت.

● شَهِنَنگُ ع شَهِنَنگَ (ڪ)؛ ذ. ٻڪريءَ جو هڪ عضوو (جو گوشت ورهائڻ مهل کهٽ ذات وارن کي ڏبو آهي).

● شَهَٽا (ڪ)؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● شَهْوانِي؛ اسم خاص. لاشاري ۽ بروهي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● شَهْوانِي؛ اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شَهْوَتَ ع شَهْوَتُون: ث. (ع. شهوت> خواهش ڪرڻ) خواهش – آرزو – شوق ڏجهه – حِرْصُ – موهُ – هَوَسُ. بُک – اشتها. نَفْسالي جذبو – خواهش جماع – باهه – ڪام – عياشي.

– شَهْوَت انگيزُ؛ ذ. صفت. (ع. شهوت + ف. انگيز> انگيختن = ڪڙو ڪرڻ) شَهوتَ يا نفسالي خواهش کي اڀاريندڙ.

– شَهْوَتْ ٿيڻُ: جماع جي خواهش ٿيڻ – باهه ٿيڻ – ڪام لاءِ مستَ ٿيڻ – نفسالي خواهش ٿيڻ. وَهَر ٿيڻ – چاڙو ٿيڻ.

– شَهْوَتْ پَرَسْتُ؛ ذ. صفت. (ع. شهوت + ف. پرست> پرستيدن = پوڄڻ) شهوتي – گهڻو جماع ڪندڙ – نفس پرست – عياش – ڪامي – پوگي.

– شَهْوَتِي ع شَهْوَتِي؛ ذ. صفت. شهوت وارو – ڪامي – عياشي. حواسن جو – اندرين جو – نفساني – جسمالي – وِشيءَ.

● شَهُوتُ ۽ شَهُوتُون: ث. ستائي - صفائي. گهر ٻار هلائڻ جي چاڻ. سگهڙائي - سليقو.

- شَهُوتُ ۽ شَهُوتَ: ذ. صفت. سٺو - صاف. سگهڙ - سليقہ مند.

- شَهُوتائيتو ۽ شَهُوتائيتا: ذ. صفت. صفائي وارو - ستائي وارو. ڏاهوڪو - وڻندڙ - سٺو. سگهڙ - سليقہ مند.

- شَهُوتو ۽ شَهُوتا: ذ. صفت. سٺو - صاف - صفائي وارو - وڻندڙ - پسنديءَ جهڙو - مزيدار.

● شَهُودُ: ذ. (ع. شهود > شاهد > شهد = اکين ڏٺي شاهدي ڏيڻ). حاضر ٿيڻ جي حالت - موجودگي. (اهل تصوف جي اصطلاح ۾ آهو درجو جو جنهن ۾ طالب هر موجود شيءِ ۾ عين الحق ڏسي ٿو). ڏيک - لظارو - ظاهرائي. (اسم خاص). شڪار جو ڪو جانور.

● شَهُورُ ۽ شَهُورَ: ذ. (ع. شعُورُ) شعُورُ. عقل - سمجهہ - سليقو. اٿڻ ويهڻ جي چاڻ - چيهڙ - لشت برخواست. لَڄَ - شَرَمُ - ليهہ (ت).

● شَهُول: ث. ول جو هڪ قسم - گهوڙا ول.

● شَهُونگُ ۽ شَهُونگَ: ذ. (ف. شَهُ = وڏو + ونگ = ورُ) وڏي ڪمانَ. دروازي مٿان سِرن جو ونگَ - محرابُ. کوهہ جي تَرَ ۾ رکيل ڪاٺ جو گول چڪرو - چڪُ (ت).

● شَهُوڻي: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● شَهپنجا: اسم خاص. مَري بلوچن جو هڪ قبيلو.

● شَهِيدُ ۽ شَهِيدَ: ذ. صفت. (ع). شاهد - گواهي ڏيندڙ - گواه. خدا جي راهہ ۾ قربان ٿيل - وِيرُ ڏرمُ - بي گناه مُئل. قتل ٿيل - ڪُٺلُ - ذبح ٿيل - ڪُسيل - مُئل - قربان - فدا. (اسم خاص). تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

- شَهِيدُ ٿيڻُ: راهہ خدا ۾ مرڻ - قتل ٿيڻ - وت ٿيڻ. ڪُسجڻُ - ذبح ٿيڻ.

- شَهِيدُ ڪَرَڻُ: قتل ڪرڻ - مارڻ.

● شَهِيدَينُ وارو: اسم خاص. هڪ جبل جو نالو (نئن بارڻ جي آلهندي ۾، هتي ڪي ميڙهہ شهيد ٿيا هئا).

● شَهِيرُ ديرو: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● شَهِينُ ۽ شَهِينَ (ت): ذ. (ف). باز جو هڪ قسم - پاڻيءَ جي پکين جو شڪار ڪندڙ - بحري باز.

● شِئاتُو ۽ شِئاتا: ذ. (س. سيت = ڏڪڻي). ڏڪڻي - ٿرڪڻي - ٿرڙڪڻي - سياندو - سيسراٽُ - شهاتُ - سياتُ.

● شَيءِ ۽ شَيئُون: ث. (ع). وٿ - وَسُتو - چيزَ - پدارٿ - ٿولُ - ٿوڪ - جنسَ - داگينو.

- شَيءِ بَئي: ث. مال مڏي - سامان سَرو - مال متاع - وسلا واڙي - سامان اسباب.

- شيءِ ٿيڻُ: ڪجهہ وڏو ٿي پوڻ - پُوُ ڪرڻ - پورائو يا مطلب ٿيڻ. هڪ لاءِ ڪافي هئڻ. ٻئي جي مرضي رکڻ يا عرض مڃڻ.

- شيءِ شڪل ۽ شَيءِ شڪليُون: ث. ڪابہ شيءِ. شيءِ بئي - مال مڏيُ - مال متاع - وسلا واڙي - اسباب سامان.

- شَيءِ ڪَرَڻُ: ڍَنڻُ - ڏلهڻُ - راضي ڪرڻ - ٻُوسڻ. پُساڻي يا پيچائي ڪرڻ.

● شيپڪو ۽ شيپڪا: ذ. سنهو - ڊگهو لڪڻُ - چنهو.

● شيت ۽ شيت يا چيت ۽ چيٽون: ث. (ع. عراق جي قديم شهر شيٽ جو آئيل ڪپڙو) هڪ قسم جو گلڪاري وارو ڪپڙو جنهن مان اڪثر عورتن جي پوشاڪ جا ڪپڙا ٿاهين.

● شيپاڪ ۽ شيپاڪون (ڪ): ث. سنهو لڪڻ. (جنهن مان ڪپهہ ۽ ڏاس سنئي ڪُٽي صاف ڪبي آهي. ڳاڳيءَ جي ڪاٺي هولهي آهي ۽ لسي نيٽ وانگر هوندي آهي).

● شَيخَ: اسم خاص. (ع). هڪ ذات جو نالو. (ٻن قسمن جا ١- هندن مان مسلمان ٿيل ٢- ايران کان آيل).

● شيخ = شيخ ؛ ذ. (ع). پير - مرشد - بزرگ. عالم - فاضل - مذهبي علوم جو ڄاڻو. قاضي - مفتي - محدث - فقير - واعظ. پوڙهو - ٻڍو - پير مرد. خانقاه جو سردار - سجاده نشين. تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- شيخ الاسلام: مذهب اسلام جو سڀ کان وڏو پيشوا - مفتي - وقت جو امام - مجتهد.

- شيخ چلي؛ ذ. آهو شيخ، جو چلا ڪري ڪري چريو ٿي پيو هجي. (صفت). مورک - بيوقوف - چريو - پاڳل - هڪ فرضي بيوقوف (جنهن جا قصا مشهور آهن).

● شيخ = شيخون ؛ ث. (ف. سيخ = لوهي ڪيلي) لوهه جي ٿلهي تار - لوهه جي لٺ - ڪباب پچڻي - شيخ - ڪڙ - سرائي - ڏري - سنبو.

- شيخ تپائي ڏيڻ ؛ ڪنهن جي پنيان لاهي پاهي دشمني وجهڻ. ڏنب ڏيڻ - تڪليفون ڏيڻ - سزا ڏيڻ.

- شيخ تيسڻ: غصي ۾ اڀو ٿيڻ - تمام ڪاوڙجڻ. چڙهڻ - آپرڻ - نرا ڪٽڻ. مٿي آڏامڻ - مٿي چڙهي وڃڻ.

- شيخ تي وڃڻ ؛ غصي ۾ سڙجي وڃڻ - اپو ٿي وڃڻ - تيز ٿي وڃڻ.

- شيخ پچائڻ ؛ شيخ ۾ گوشت، ڪباب وغيره پچائڻ. کهٽي تڪليف سهڻ - ڪشالا ڪرڻ - سور سهي ڏاڍو ٿي وڃڻ - ڪهڻ - وهڻ.

- شيخ ڪرڻ: ڪنهن به حلال جانور يا پکيءَ جو گوشت شيخ ۾ وجهي پچائڻ.

- شيخ ماس جي پچائڻ: پنهنجي جان تي تڪليف سهڻ - بدن کي تڪليف جي ڪري سڪائڻ. ڪنهن جانور يا پکيءَ جو گوشت شيخ ۾ وجهي پچائڻ.

● شيخ ابراهيم: اسم خاص. لس ٻيلي جي هڪ مشهور شاعر جو نالو.

● شيخائو: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شيخاڻي ؛ اسم خاص. تعلقي گهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. گورچاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو (ت).

● شيخاڻي: اسم خاص. تعلقي ننڍي، تعلقي ننڍي باگي ۽ تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شيخ پير ڪيو: اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو. مشهور بزرگ جو نالو - شيخ آچاري.

● شيخ پور: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شيخ حمر ؛ اسم خاص. لس ٻيلي جي هڪ مشهور شاعر جو نالو.

● شيخڙو: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شيخ فوجو ؛ اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شيخ ڪتڙيو ؛ اسم خاص. لس ٻيلي جي هڪ مشهور درويش جو نالو.

● شيخلو = شيخلا: ذ. پيڙيءَ جو هڪ عضوو. سيڙه لاهڻ جي اڀي ڪاٺي.

● شيخي = شيخيون ؛ ث. (ف. شوخي = سختائي) وڏائي - بزرگي - مغروري - هٺ - گهمنڊ - دماغ - وڏائي - هوء - دم - غرور - فخر - مرڪ - ناز. داڙ - لپاڙ - لاف - ٻٽاڪ.

- شيخي هڻڻ: دم هڻڻ - ٻٽاڪ هڻڻ - هڏڻ - مرڪڻ - فخر ڪرڻ.

● شيدا = شيدا ؛ ذ. صفت. (ف). عشق ۾ ٻڏل - عاشق - مجنون. قربان - گهوري - صدقي - فدا. مست - چريو - ديوانو - مشتاق (عشق ۾).

- شيدائي = شيدائي ؛ صفت. عاشق ٿيندڙ - عاشق - مفتون. قربان ٿيندڙ - صدقو ٿيندڙ - فدائي.

● شيدي = شيدي: ذ. (ع. اسود = ڪارو) ڪارو - حبشي - زنگي. (اسم خاص).

آفريڪا جي هڪ قوم جو نالو. (ث. شيدڻ - شيڊيُون). آنَ جو هڪ قسم - گهنڊيدار وارن وارو آنُ (ت). انب جو هڪ قسم (ڪ).

- شيدِ ياڻِي ۽ شيڊِ ياڻِيُون: ث. شيديءَ جو مواث - حبشڻ - شيدڻ.

- شيڊي ڪُڪڙُ (ت): ذ. گهنڊيدارن کنين وارو ڪُڪڙُ.

● شينهُن ۽ شينهَن: ذ. (ف). هڪ مشهور جانور - شينهَن - سينگهه - واگهه - چيتو - لسرواڻ - اسد. (صفت). بهادر - دلير - سورهيه - سورمو. پهلوان - طاقت وارو.

- شينهُن ٿِيَڻُ: دلير ٿيڻ. بهادر ٿيڻ. هوشيار ٿيڻ. غالب ٿيڻ.

- شينهِ خُدا: ذ. حضرت علي ڪرم الله وجهه جن جو لقب - موليٰ علي - اسدالله.

- شينهِ دِلُ: ذ. صفت. شينهن جهڙي دِل وارو - بهادر - سورهيه - پهلوان.

- شينهن ڪَرَڻُ: ڪنهن ماڻهوءَ کي چتاءُ ڪري هوشيار ڪرڻ. بهادر ڪرڻ.

- شينهَلُ ۽ شينهَلَ: ذ. صفت. شير - بهادر - پهلوان. (اسم خاص). بادشاهه جي هڪ شاعر جو "تخلص".

- شينهُ مَرْدُ ۽ شينهُ مَرْدَ: ذ. صفت. شينهن جهڙو مرد - شينهن مڙس - بهادر - جوانمرد - دلير - سورهيه - سورمو - وِير.

- شينهُ مَرْدِي ۽ شينهَ مَرْدِيُون: ث. جوانمردِي - دليري - بهادري.

- شينهُ مڙسُ ۽ شينهُ مڙسَ: ذ. شينهن مرد.

● شِيرُ: ذ. (ف). کيرُ. حيوانن ۽ عورتن جي ٿڃن مان نڪرندڙ سفيد پاڻيٺ. ڪاٺ جو ٻورو (ڪ). وڏو ڪوڙ.

- شيرُ بِيازُ: ذ. ڳُجهه - اسرار - عيبُ. بصرن، دال وغيره مان تيار ڪيل ڪڙهي.

- شيرُ پِيازُ پَڌرو ڪَرَڻُ: ڪنهن جا ڳُجهه ظاهر ڪرڻ - سڀ عيب آگهاڙڻ.

- شيرُ بِيازُ ظاهِرُ ڪَرَڻُ: سڀ عيب ظاهر ڪرڻ.

- شيرُ بِياڪُ ۽ شيرُ بِياڪَ: ذ. صفت. کير پياڪ - ٻالڪُ - طِفل.

- شيرُ خِشْتِ: ذ. اهو کاڌو يا ماني، جو بني اسرائيلن کي عربستان جي رڻ ۾ مليو هو - مَنُ سَلْوىٰ - قوت روحاني.

- شيرُ خُوارُ: ذ. صفت. کير پياڪ - ٻالڪ - معصوم - ٻارُ.

- شيرُدانُ ۽ شيرُدانَ: ذ. کير جو ٿانءُ. کير ڏيندڙ ساهواري جي بدن جو هڪ عضوو، جنهن ۾ کير رهي - سِڻي ساني - سالهُڙو - شير مال.

- شيرُداڻُ ۽ شيرُداڻَ (ڪ): ذ. ٻڪريءَ جو هڪ عضوو، جنهن ۾ کاڌو ۽ کير جمع ٿئي.

- شيرُ شَڪَرُ ۽ شيرُ شَڪَرَ: ذ. کير ۽ کنڊ - مِٺا موچارا. گهرو - هيريل سِريل. همدم - جاني - يارُ.

- شيرُ شَڪَرُ ٿِيَڻُ: کير کنڊ ٿيڻ - مِٺو موچارو ٿيڻ - سنگتي ٿي پوڻ.

- شيرِ مادَرُ: ذ. ماءُ جو کير. حلال - جائز - رَوا.

- شيرُمالُ ۽ شيرُمالَ: ذ. صفت. کير، ميدي ۽ کنڊ مان ٺهيل مٺي ماني - مال پڙو.

- شيرُ گَرَمُ ۽ شيرُ گَرَمَ: ذ. اڌ گرم - نُهَنُ سوسِڙو - ٿورو ڪوسو - مَسَهُنْدو.

- شيرُ وَ شَڪَرُ: ذ. صفت. کير ۽ کنڊ وانگر مليل. گڏيل - مليل. هڪ جان ۽ قالب - تمام گهرا دوست.

- شيرُ وَ شَڪَرُ ٿِيَڻُ: کير ۽ کنڊ ٿيڻ. تمام رِلي ملي وڃڻ - پاڻ ۾ چڱيءَ طرح ٺهي وڃڻ.

- شيرِ ڻِيُ ۽ شيرِ ڻِيُونُ: ث. کير مان رڌل رب - ڦيرِ ڻِي - کيرڻي. لائي (جانورن جي لائي). ڪاٺ جي شيءِ (سرائڪي).

● شيرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● شيرازُ: اسم خاص. (ف). ايران جي هڪ مشهور شهر جو نالو.

- شيرازي: ذ. صفت. شيراز شهر جو. (ذ). ڪبوتر جو هڪ قسم - ڳاڙهي ۽ اڇي رنگ جو ڪبوتر - پارپل.

● شيرازو ع شيرازا: ذ. (ف. شيرازه) رنگين يا سفيد پٽي، جا ڪتاب جي جلد کي مضبوط ڪرڻ ۽ خوبصورتيءَ لاءِ هڻندي وڃي. انتظام - سلسلو. بندش.

- شيرازه بندي ع شيرازه بنديون: ث. (ف. شيرازه + بندي > بستن = ٻڌڻ) جلد بندي - جز بندي - ڪتاب جي سلائي. اتحاد - اتفاق - ٻڌي.

- شيرازه ٽٽڻ: جلد جي سلائي ٽٽڻ. انتظام نه رهڻ.

● شيران: اسم خاص. تعلقي ڪنڊ ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شيران پور: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شيرالي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو - افغان. (٥ پاڙا. ١- بابر الياس لکياني ٢- مند زئي ٣- ٻوبا خيل ٤- موسي خيل ٥- آستر يالي (سينسز ١٩٣١ع).

● شيرائي: اسم خاص. مري بلوچن جو هڪ قبيلو (تاريخ بلوچستان).

● شيرخان: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شيرشاه: اسم خاص. جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شيرڪڙه: اسم خاص. تعلقي ڪنڊ ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شيرو ع شيرا: ذ. صفت. اکين يا ٻوٽن تارن وارو - شيرو - گربه چشم.

● شيرو ع شيرا: ذ. صفت. اڇين اکين وارو - نيرين اکين وارو - ٻليءَ جهڙين اکين وارو - ساين اکين وارو. ڏلدن وارو (ڪ). (ذ). مٺائيءَ جو هڪ قسم - سيرو - حلوو (ل).

● شيرو ع شيرو: اسم خاص. (مخفف شير محمد، شير خان وغيره جو) نالو ماڻهوءَ جو.

● شيرواه: اسم خاص. تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● شيري ع شيريون: ث. (ف. شيرين جو مخفف) مٺاج - ميٺ - مٺاڻ - شيرني - مذورتا - رس. سواد - مزو - ذائقو - چشڪو. شيريني.

- شيري ٻيري ڪرڻ (ت): مفت جو مال کائڻ - رشوت وٺڻ - اٽڪل سان مال هٿ ڪرڻ. عيش ڪرڻ.

● شيرين: ذ. صفت. (ف). مٺو - مٺاڻ وارو - شيريءَ وارو. لذت وارو. لذيذ - سوادي - لبيب - وڻندڙ. (اسم خاص). فرهاد جي مشهور معشوقہ جو نالو.

- شيرين دهاني: ذ. صفت. (ف. شيرين + دهاني > دهن = وات) مٺي وات وارو - مٺو ڳالهائيندڙ.

- شيرين زبان: ذ. صفت. (ف. شيرين + زبان + جي) زبان جو مٺو - مٺ ڳالهائو - خوش گفتار - خوش آواز - سريلو. ملڻو - خليق - ڪيل مُک - خوش آور.

- شيرينِي ع شيرينيون: ث. مٺاڻ - مٺائي - حلاوت. سواد - مزو - ذائقو - چشڪو.

● شيري جي رڪ: اسم خاص. هڪ لڪ جو نالو (ڪير ٿر جبل ۾).

● شيشا ڪاري: اسم خاص. هڪ ڍنڍ جو نالو (سنڌ جو سيلاني).

● شيشڪالي ع شيشڪانيون (ڪ): ث. (ف. شش ڪاني) بندوق جو هڪ قسم - سنڌي رائفل.

● شيشم ع شيشم: ذ. (سن. سيسم) ڪاٺ (وڻ) جو هڪ قسم - ٽالهيءَ جي وڻ جي ڪِٺ - ڪاري ڪاني.

● شيشناگ ع شيشناگ: ذ. (س). نانگن جو راجا. منڊو - مٺو سپ - نانگ - سپ - بلا - اژدها. (هندن جي خيال موجب شيش نانگ جا هزار ڦڻ آهن، جنهن تي وشنو سمهي ٿو ۽ هڪ تي زمين بيٺي آهي).

● شيشو ۽ شيشا: ذ. (ف. شيشه = ڪانو). ڪانچ - ڪاچ - ڪانو. شيشي مان ٺهيل ٻاٽلي - ٻوتل. آئينو - درسني - آرسي - آهري - ٽيڪ.

- شيشائون ۽ شيشائان: ذ. صفت. شيشي وارو - ڪانچ وارو - آرسي وارو.

- شيشو باشو ۽ شيشا باشا: صفت. ٺاڪئون - نازڪ - ڀُرندڙ.

- شيشگر ۽ شيشگر: ذ. صفت. شيشي جو ڪاريگر - شيشي مان سامان ٺاهيندڙ - شيشو ٺاهيندڙ.

- شيش محل ۽ شيش محل: ذ. صفت. شيشي جو محل - شفاف يا اوجل محلات - عاليشان سهڻي عمارت جا شيشن مان سينگاريل هجي.

- شيشي ۽ شيشيون: ث. ننڍو شيشو - ننڍي ٻوتل - ٻوتل.

- شيشي سنگهائڻ: بي هوشيءَ جي دوا سنگهائڻ. بي هوش ڪرڻ - نستو ڪرڻ - مُردار ڪرڻ.

● شيطان ۽ شيطان: ذ. (ع). مخالفت ڪندڙ - نافرمان - سرڪش - باغي - خبيث - بدڪار - پليد. سڌي رستي کان ٿڪيل - گمراه. اوجهڙ - بدراه. شرير - لُچ - فسادي - بدذات - فتنه انگيز - فتنه پرداز. متڪبر - هٺيلو - ضدي. (اسم خاص). هڪ ملائڪ، جو حضرت آدم عليه السلام کي سجدي نه ڪرڻ سبب بهشت مان هڪاليو ويو هو - ابليس - عزازيل - خناس - جِنُ - ڀُوت. (ذ). چڙ - ڪاوڙ - غصو - غضب - ڏمر - جهڳڙو - فساد - ظلم - انڌير.

- شيطان اچڻ: ڪاوڙ اچڻ - غصو اچڻ. خواب ۾ تڙ ٿيڻ - سپني ۾ استري ڀوڳ ڪرڻ.

- شيطان ٿيڻ: فسادي ٿيڻ - ڏنگي ٿيڻ - لُچ ٿيڻ - بدمعاش ٿيڻ. حرڪتي ٿيڻ.

- شيطانپائي ۽ شيطانپائيون: شيطان جهڙو ڪم - خراب ڪم - لُچائي - حرڪت. فساد - ڏنگو - شيطان گري.

- شيطان جا ڪن هوڙا هجڻ: شيطاني ڪمن کان پري هجڻ.

- شيطان جا ڪن ڪپڻ: حرڪت بازيءَ ۾ شيطان کي شڪست ڏيڻ - شيطاني ڪمن ۾ گوءِ کڻڻ.

- شيطانپڻ: مصدر. شيطان اچڻ - شيطان جي ڦندي ۾ ڦاسڻ.

- شيطان جو پيلو: ذ. اوير جو هڪ قسم - ڀون ڦوڙ سهڙو. ڪميڻو ماڻهو - فسادي.

- شيطان جو تتو (ت): ذ. جهنگلي وڻن ۾ پيدا ٿيندڙ سفيد آني جيڏي هڪ قسم جي ڪنري شئي.

- شيطان جي ماسي: ث. شريُر يا خراب زال يا ڇوڪري.

- شيطان جي ناني هجڻ: شرير ڇوڪري يا زال هئڻ.

- شيطان چڙهڻ: غصو چڙهڻ - ڪاوڙ چڙهڻ - ضد چڙهڻ.

- شيطانڪو ۽ شيطانڪا: ذ. صفت. شيطان جو - شيطاني.

- شيطان مجسم: ذ. صفت. ننڍهن کان چوٽيءَ تائين شرير - فتنه پرواز - بد ماڻهو - نهايت بدمعاش.

- شيطاني ۽ شيطانيون: ث. شيطان جهڙو ڪم - حرڪت - لچائي. بدمعاشي. فساد. خراب ڪم. ۽ شيطاني: ذ. صفت. شيطان جو - شيطانڪو - ڏاناسرو.

- شيطاني حرڪت ۽ شيطاني حرڪتون: ث. شيطان جهڙي حرڪت - خراب حرڪت - ناگوار حرڪت - شرارت - لچائي.

- شيطاني لشڪر ۽ شيطاني لشڪر: ذ. شرير يار جو ميڙ - لچا يار - حرڪتي يار.

- شيطاني وسوسا: ذ. خراب خيال - اجايا خيال - وهم.

- شيطنت ۽ شيطنتون: ث. شرارت - لُچائي - حرڪت. سرڪشي - مخالفت - نافرماني. فتنو - فساد - بدڪاري.

● شيعو ۽ شيعا: ذ. (ع). حضرت علي جو پوئلڳ - مسلمانن جو هڪ گروه جو

(حضرت علي بن ابو طالب ڪرم الله وجهه ۽ ان جي اولاد جو پيرو) معاون - مددگار مددي لشڪرسپاهي. پيرو - مقلد.

● شيڪارو ۽ شيڪارا: ذ. (سن. سوس = ساه ڪڍڻ) ٿڌو ساه - شوڪارو - سڏڪو.

– شيڪارو ڀرڻ: ٿڌو ساه ڀرڻ - شوڪارو ڀرڻ.

● شيڪارو ۽ شيڪارا (ٿ): ذ. نر هرڻ. وڏن سڱن وارو هرڻ.

● شيڪر ۽ شيڪر (ڪ): ذ. ڪچيءَ پشن مان وتيل رسو (جنهن مان پيشن جا ڦڙها جوتين وتان پوئتي گول لڙهو پڌن).

● شيڪشڻ ۽ شيڪشڻ: ذ. (سن). ڪرشن مهراج جو پوڄاري.

● شيڪلو ۽ شيڪلا: ذ. (سن. شريڊ = سيڙه + ڪاشٽ = ڪاٺي) پيڙيءَ جو ڪنوهو - شيخلو.

● شيڪڻ ۽ شيڪڻيون (ڪ): ث. ڏاس جي ٿهل سهٽي فراسي (جا جنڊ جي هيٺان رکي اٿو پيهبو آهي ۽ پوءِ جنڊ ڪٺي اٿو انهيءَ فراسيءَ ۾ ويڙهي آتيئي ڇڏبو آهي وقت ضرورت جي وري اٿو ٿورو گهنو ڪيدي وري آتيئي ويڙهي ڇڏبو آهي).

● شيڪڻ: مصدر. خارڻ يا ڪاوڙ ۾ ڏلد پيڙڻ بهسڻ - وهسڻ - ڏند ڪيدي ڪيلڻ.

– شيڪ ۽ شيڪون: ث. ڏلدن ڪيڻ جي حالت. چڙ - ڪاوڙ. مائو - لاڏ - ناز - نخرو (ت).

– شيڪجڻ: مصدر. ڏلد ڪيڻ. سيڙجڻ - ڪاوڙجڻ.

– شيڪر ۽ شيڪرون: ث. اجائي وڏائي - شيڪ - ڪاوڙ - غصو.

– شيڪرجڻ (ل): مصدر. ڪاوڙجڻ - غصو ڪرڻ. ڏند ڪيڻ.

– شيڪو ۽ شيڪا (ل): ذ. نفرت - ڪراهت. مائو - لاڏ - نخرو. (ت) جوش - ڪاوڙ - غصو (ت). اجايو ضد. بيفائدو هٽ.

– شيڪو جهلڻ: سڪيئي وڏائي ڪرڻ - اجائي سيٽ ڪرڻ.

– شيڪو چڏڻ: وڏ مائهپائي ڦٽي ڪرڻ - غرور ۽ آڪڙ ڇڏڻ - نياز لئڙت اختيار ڪرڻ.

– شيڪو ڪرڻ: آڪڙ ڪرڻ. حجاب ڪرڻ - لڄ ڪرڻ - شرم ڪرڻ - پاسو ڪرڻ. ڪاوڙجڻ - رسڻ. نخرو ڪرڻ - لاڏ ڪرڻ - ناز ڪرڻ.

– شيڪيل ۽ شيڪيل: ذ. صفت. شڪ ڪندڙ. پاسو ڪندڙ - ڪنارو ڪندڙ. خوشي ڪندڙ. ضدي - هٺيلو.

● شيڪڻ (ڪ): مصدر. چيرڻ - ڏارڪرڻ - ڦاڙڻ.

● شيل ۽ شيل: ذ. (ع. سير = وڃڻ) هوا خوريءَ لاءِ گهمڻ جي حالت - هوا خوري - چهل قدمي - گشت - دورو - سير - ونڊر - گهمڻ ڦرڻ - ورونه - چڪر.

– شيل شڪار ۽ شيل شڪار: ذ. سير - هوا خوري - گهمڻ ڦرڻ - تفريح - ولدر. عيش - خوشي.

– شيل گاه ۽ شيل گاه: ذ. سير جي جاءِ - گهمڻ جو هنڌ.

● شيمڪ ۽ شيمڪ (ڪ - ت): ذ. گهوڙن جي بيماريءَ جو قسم - گهوڙي جي منهن جو عارضو ۽ ڏڪٽي - ڪمري (جيئن انسان کي تپ، مينهن کي سيڙهاني ۽ گهوڙي کي شيمڪ).

● شين: (ع. ف. سن). عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ جي "ش" اکر جو آچار.

● شين: ذ. (ف) شور - غوغا - فرياد - زاري.

● شين ملوڪي ۽ شين ملوڪيون: ث. (سن. سينڌ ملوڪي) عورتن جي خوش خير و عافيت جو اصطلاح.

● شينا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● شينب ۽ شينبون (ڪ): ث. ڪناري - ريشڙ - وٽ - چيپ - ڏنبڙ - ليهه (ڪپڙي جي).

● شينڪار ۽ شينڪارون (ڪ): ث. چيري ڪيڍل شيءِ. ڦڙهي مان چيري ڪيڍيل تندون جن مان واڻ يا تڏا ٺاهجن.

● شينڪرجڻ: مصدر. ڪاوڙجڻ - ڏمرجڻ.
● شينڪڻ (ڪ) مصدر. چڙهڻ - ڏار ڪرڻ - ٿاڙڻ - ڦوڙڻ.
● شينهڙا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو
● شينهڙو ع شينهڙا (ت): ذ. درياه جي مڇيءَ جو قسم. (اسم خاص). نالو ماڻهوءَ جو.
● شينهن ع شينهن: ذ. (سن. سنگهه = شير) هڪ مشهور جهنگلي جانور جو نالو - جانورن جو بادشاهه - شير - ببر - ڪيهر - واگهه - واڳ. (ث. شينهڻ ع شينهڻيون). (صفت). بهادر - سورهيه - پهلوان - سورمو - وير. لڪ جو نالو. (اسم خاص). نالو ماڻهوءَ جو.
- شينهن جو آواز: شينهن جي گجگوڙ.
- شينهن ٻڪري (ت): پاراڻي راند جو هڪ قسم.
- شينهن ٻڪري گڏ چرڻ: عدل ۽ انصاف جو دور دورو هئڻ.
- شينهن ٽپي راند: ث. ٻارن جي راند جو قسم.
- شينهن جي ڪن ۾ هئڻ: تمام ڏکيو هئڻ. ڪٺي مشڪلات ۾ هئڻ.
- شينهن ڪلهي چڙهڻ: ڪنهن مشڪل ڪم جو سر ٿيڻ. لياڻيءَ جو ٻرانجي وڃڻ. ٻي اوڙو يا سڪي ٿيڻ.
- شينهن ڪن ۾: ظرف. تمام مشڪل - ڏکيو.
- شينهڙو: اسم خاص. (جانور جي نالي تان) نالو هڪ ماڻهوءَ جو.
● شينهن لر: اسم خاص. هڪ ٽڙ جو نالو، جو اسٽيشن دوڙ ضلع نواب شاهه کان ويهن ڪوهن تي اوڀر طرف پٽن ۾ هڪ ٽڙ جو نالو (جتي ماڻي لاڏان ذات ڏاهري، مشهور دلير ۽ ٻهادري دار عورت رهندي هئي، اٽڪل چار - پنج سال ڪيس مٿي ٿيا آهن، مولانا ابوالحسن ڏاهريءَ جي ماسات جي ڏوهٽي چوائيندي هئي).
● شينهن وڙهو: اسم خاص. تعلقي ڪنڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● شينهڻ ع شينهڻيون (ت): ث. باز جو هڪ قسم (ٻن قسمن جو، اڇو ۽ ڪارو).

● شيني ع شينيون: ث. (ف. سيني = خونچو) ڪاٺي جي وڏي ٿالهي - خوانچو.
● شيوا ع شيوائون: ث. (سن. سيوا = ٽهل ٽڪور) خدمت - چاڪري - ٽهل ٽڪور - نوڪري - حاضري. عبادت - پوڄا - آپاشنا - بندگي. عزت - تسبيح - تعظيم.
- شيوادل: ذ. عام خلق جي شيوا يا خدمت ڪرڻ لاءِ ٽولي.
- شيواڌاري ع شيواڌاري: ذ. صفت. خدمتگار - ڪم ڪندڙ - ٽهليو - خادم - نوڪر - چاڪر. عابد - بندگي ڪندڙ.
- شيواستان ع شيواستان: ذ. عبادت گاهه. ڏيوري - ٽڪاڻو - ديول.
- شيوڪ ع شيوڪ: ذ. صفت. شيوا ڪندڙ - خدمتگار - خادم - چاڪر - ٽهليو. عبادتي - عابد - ٻانهو - پوڄاري. مريد.
● شيولو ع شيولا: ذ. صفت. ساڻ اکين وارو - شهرو. (ث. شيولي ع شيوليون).
● شيون: ذ. (ف). آواز. آهه - هڪار - ماتم - واويلا - فرياد - روڄ - ٻڪو - نالو - لوڙهه. رنج - ڏک - صدمو.
● شيوو ع شيوا: ذ. (ف. شيوه = طريقو) ناز - انگل - ڪرشمو - لچڻ - ادب - انداز. هير - چال - ريت - رواج - ٻر. دستور - ڍنگ - پار - وجهه - ڍول - نمونو.
● شيوهاڪ ع شيوهاڪ (ل): ذ. سنهو لڪڻ - ڇهڪ - چابڪ - چاٻڪ.
● شينهڻ ع شينهڻيون: ث. (سن. سيهني = شينهڻ) شينهن جي مادي - شيرڻي.
● شينهو ع شينها: ذ. (سن. سينهسر = سيهو) ڏاتوءَ جو هڪ قسم - سرب.
● شيهي: اسم خاص. هڪ قوم جو نالو (ايران ۽ مڪران ۾).
● شپئر ع شپئر: ذ. (انگ). حصو - پتي - ولڊ - ورچ - تقسيم.

# ص

صَ : ذ. (ع). عربيءَ جو چوڏهون، فارسي جو سترهون ۽ سنڌيءَ جو ٽيهون اکر- ابجد جي حساب ۾ عدد ٩٠.

● صابِ ؛ ظرف. (ع. صاب = نشاني تي لڳڻ) قبول- پسند. سجايو. پورو- ٺڪاڻي تي.

● صابِ پَوَڻُ ؛ قبول پوڻ. سجايو ٿيڻ؛
"سوئي صاب پيو م جو هن آڄاڻندي اوريو".

- صابِ وِڃَڻُ ؛ صاب ڪرڻ.

● صابِرُ ‡ صابِرَ : ذ- صفت. (ع. صابر > صَبَر پاڻ کي روڪڻ) صبر ڪندڙ- صبر وارو. ڪنهن تڪليف اچڻ تي ماٺ ڪندڙ- بردبار. رضا تي راضي رهندڙ (اسم خاص). حضرت ايوب عليه السلام جو لقب. امام حسين رضه جو لقب.

- صابِرِيُ ‡ صابِرِيُ ؛ ذ- صفت. صابر؛
"رهيا اٿيئي رات، صبح ويندي‌ءَ صابري".
(شاه).

- صابِرِيْنُ ‡ صابِرِيْنَ (ت) ؛ ذ. صفت. صابِرُ- صبر ڪندڙ- ماٺيڙو.

● صابُڻُ ‡ صابُڻَ ؛ ذ. (ف. صابون) ڪار سوڊا، ميدي، تيل وغيره مان ٺهيل ڪپڙن ڌوئڻ جو مصالح.

● صابُوائِيُ (ت) ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (جکراڻي پاڙو).

● صاچِينُولا ‡ صاچِينُولاَ ؛ ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم. (دالچيني جي شڪل، رنگ بوءِ ۽ لذت وارو).

● صاحِبُ ‡ صاحِبَ ؛ ذ. (ع. صحب = هن صحبت رکي) يار- دوست- ساٿي- سنگتي- صحبتي. سائين- مالڪ- آقا- سردار- والي- حاڪم. خدا- پرميشور- ايشور. حاڪم- اعليٰ- گورنر- سردار. تعظيم طور ڪم ايندڙ هڪ لقب- حضرت- جناب- حضور سائين. يورپين جو عام لقب (صفت). وارو. جيئن "صاحب علم، صاحب اخلاق وغيره".

- صاحِبِ اِخْتِيارُ ؛ ذ- صفت. (ع. صاحب + اختيار > خير = حاصل هئڻ) اختيار وارو- با اختيار- خود مختار- مرضيءَ جو مالڪ- صاحب حڪومت. حاڪم.

- صاحِبِ اَخْلاَقُ ؛ ذ- صفت. (ع. صاحب + اخلاق > واحد خُلق > خُلق = طبعيت) لڇڻ جو مالڪ- سلڇڻو- سٺن لڇڻن وارو- فضيلت وارو- خوش اخلاق- خوش خلق.

- صاحِبِ اِقْبالُ : ذ- صفت. (ع. صاحب + اقبال = فياضيءَ سان ملڻ) ڀاڳ وارو- بختاور- خوش نصيب.

- صاحِبُ الزَّمانِ : ذ. (ع. صاحب + زمان > زمن = وقت) اثناعشرين وٽ حضرت امام مهدي رضي الله عنه جو لقب.

صاحِباڻو ‡ صاحِباڻا : ذ- صفت. آبرو وارو- ماڻائتو- عزت ڀريو. خوش پوشاڪ.

- صاحِبُ بَهادُرُ ‡ صاحِبُ بَهادُرَ ؛ ذ. انگريز- يورپي. يورپين جو لقب.

- صاحِبِ تَخْتُ ؛ ذ- صفت. (ع. صاحب + ف. تخت). تخت جو ڌڻي- تخت جو مالڪ. گاديءَ ڌڻي- گادي نشين- تاجدار.

- صاحِبِ تَدْبِيرُ ؛ ذ- صفت. (ع. صاحب + تدبير = حد سوچڻ) اٽڪل وارو- تجربه ڪار- هوشيار. مدبر.

- صاحب تَمِيزُ : ذ- صفت. (ع. صاحب + تميز > ميز = جدا ڪرڻ) هوش ۽ عقل وارو- دانا- سمجهو- سياڻو. دانشمند- ڄاڻو- سگهڙ.

– صاحِبِ جَمالُ: ذ – صفت. (ع. صاحب + جمال = سونهن) حسن وارو – حسن جو مالڪ – حسين – خوبصورت – سُنُدر – سهڻو.

– صاحِبِ حيثيت: ذ – صفت. (ع. صاحب + حيثيت > حيث = جنهن جاءِ تي) شاهوڪار – دولت مند. عزت وارو.

– صاحِبِ دِلُ: ذ – صفت. (ع. صاحب + ف. دل) دل وارو. خدا شناس – ولي – عارف. ڪرامت وارو. پرهيزگار – پارسا – متقي.

– صاحِبِ ذوقُ: ذ – صفت. (ع. صاحب + ذوق > ذاق = مزو وٺڻ) ذوق وارو – شوقين. عاشق مزاج.

– صاحِبِ رازُ ۽ صاحِبِ رازَ: ذ – صفت. (ع. صاحب + ف. راز = ڳجهه) همراز – رازدار – محرم. دمساز – ڀيدي.

– صاحِبِ زادوُ ۽ صاحِبِ زادا: ذ. (ع. صاحب + ف. زاده > زائيدن = ڄڻڻ. ڄمڻ) اميرزادو – رئيس جو ٻار – نواب زادو. اشراف جو ٻار – عزت واري جو پُٽ. پٽ – فرزند. (ث. صاحبزادي ۽ صاحبزادِيُونُ).

– صاحِبِ سَلامَتَ ۽ صاحب سَلامَتُونُ: ث. (ع. صاحب + سلامت > سَلم = سلامت هئڻ) عليڪ سليڪ – چاڻ سڃاڻ – چاڻ – واقفيت – ملاقات.

– صاحِبِ سَليقُه: ذ – صفت. (ع. صاحب + سليقه = روش) سياڻو – تميز وارو – عاقل – هنر وارو – سُگهڙ.

– صاحِبِ عالَمُ: ذ. دهليءَ جي (مغل) شهزادن جو لقب.

– صاحِبِ فَراشُ ۽ صاحِبِ فَراشَ: ذ – صفت. (ع. صاحب + فراش > فَرش = پکيڙڻ) بستري تان آٿي نه سگهندڙ بيمار.

– صاحِبِ قُدرتُ: ذ – صفت. (ع. صاحب + قدرت – سگهه) قدرت وارو – قدرت جو مالڪ. طاقت وارو – شڪتي وان.

– صاحِبِ ڪمالُ ۽ صاحِبِ ڪَمالَ: ذ – صفت. (ع. صاحب + ڪمال > ڪَمَلَ = پورو ٿيڻ) ڪمال وارو – ڪمال کي پهتل – ڪامل. ڪماليت جو مالڪ. گُڻوان – ماهر – استاد. پُورَڻ – بي عيب – مهاپت – سنت – ساڌو – ولي – عارف – درويش – رشي – مني. پلارو – اوچو – چڱو – خاصو – چوکو. فائق – نهايت عمدو.

– صاحِبلُوڪُ ۽ صاحِبلُوڪَ: ذ. صفت. يورپي – فرنگي. (ذ). يورپي آفيسرن جو خطاب – صاحبلوڳ.

– صاحِبلُوڳُ ۽ صاحِبلُوڳَ: ذ. صاحبلوڪ.

– صاحِبِ نَصِيبُ: ذ. صفت. نصيب وارو – سڀاڳو – ڀاڳوان – بختاور.

– صاحِبِي ۽ صاحِبِيُونُ: ث. حڪومت – سلطنت – بادشاهي – راڄ. اميري دَوُر – زمانو – وقت.

– صاحِبِي ڪَرَڻُ: حڪومت ڪرڻ – راڄ ڪرڻ. حڪم هلائڻ – بادشاهي ڪرڻ. قاعدي ۾ رکڻ – وس رکڻ.

– صاحِبِي هَلائِڻُ: بادشاهي هلائڻ – حڪومت ڪرڻ. ظلم سان حڪم هلائڻ. دڙڪائڻ – زور هلائڻ – ظلم ڪرڻ.

● صاحِبُ چَنگا: اسم خاص. ڪارونجهر جبل جي چوٽيءَ جو نالو.

● صاحب جي صاحبي: حاڪم جي حڪومت. قادر جي قدرت.

● صادُ: ذ. (ع) حرف صاد (ص) جو تلفظ. منظور ڪرڻ جي نشاني. قرآن شريف جي اٺيهين سورة جو نالو. پکيءَ جو هڪ قسم.

– صادُ ڪرڻ: تصديق ڪرڻ – منظور ڪرڻ – پسند ڪرڻ – دستخط ڪرڻ.

● صادِرُ: صفت. (ع. صادر > صدر = جاري ٿيڻ) نڪرندڙ – ٻاهر اچڻ وارو – ڪنهن هنڌان ٻاهر نڪرڻ وارو. موڪلائيندڙ. جاري ٿيندڙ.

– صادِرُ ٿِيَڻُ: جاري ٿيڻ – نافذ ٿيڻ. واقع ٿيڻ پيش اچڻ. پهچڻ – نازل ٿيڻ.

– صادِرُ ڪَرَڻُ: جاري ڪرڻ – نافذ ڪرڻ. ڪو حڪم يا فرمان پاس ڪرڻ.

● صادِقُ ﻙ صادِقَ؛ ذ. صفت. (ع. صادق < صدق=سچ ڳالهائڻ) سچو. سچار- راست گو- ست وارو. انصاف ڪندڙ- منصف. ايماندار- سُپيتو. ڀلي مانس. وفادار.

- صادِقُ آچَڻُ؛ ٺيڪ ٿيڻ- درست ٿيڻ. عائد ٿيڻ.

- صادِقُ الاِعتِقادُ ﻙ صادِقُ الاِعتِقادَ؛ ذ. صفت. (ع. صادق + اعتقاد < عقد = گهنڍي ٻڌڻ) سچي اعتقاد وارو- ويساهه وارو- معتقد.

- صادِقُ القَولِ ﻙ صادِقُ القَولَ؛ ذ. صفت. (ع. صادق + قول < قال= هن ڳالهايو) ڳالهه جو پورو- وچن پال. سچو. وفادار.

● صافُ ﻙ صافَ: ذ. صفت. (ع. صاف < صفا < صفو= سَرُ لَهَڻُ- صفا ٿيڻ) کرو- خالص- نيج- بنا ملاوت- نيار. اڇو اجرو- چٽو- صاف- بي داغ- بي عيب- شفاف- اوجل. بي گناهه- نِرد وش- پاڪ- پوتر. سنئون سڌو- بنا روڪ. پورو- ٺيڪ.

● صافُ پَکو ﻙ صافُ پَکا؛ ذ. ڏِکي جو هڪ قسم- سفيد رنگ جو ڏاند.

- صافُ جَوابُ ﻙ صافُ جوابَ؛ ذ. (ع. صاف+ جواب) کٽو جواب- اِنڪار- ناڪار.

- صافُ جَوابُ ڏِيَڻُ؛ بالڪل انڪار ڪرڻ. روڪڙو جواب ڏيڻ. انڪر ڪرڻ.

- صافُ دِل ﻙ صافُ دِلَ؛ ذ. صفت. (ع. صاف+ ف. دل) دل جو اڇو. ايماندار. کرو- بي ريا. سچار. نردوش.

- صافُ دِلِي ﻙ صافُ دِليُون؛ ث. صداقت- راستي- سچائي. نيت خلوصي- اخلاص.

- صافُ رَهَڻُ: پاڪ رهڻ. اوجل رهڻ. ايمانداريءَ سان رهڻ.

- صافُ شَفافُ؛ صفت. بلڪل صاف- اوجل.

- صافُ صافُ؛ صفت. ظرف. کُلم کُلا- کُليو کُلايو- علانيه. ظاهر ظهور. سنئون سڌو.

- صافُ صافُ ٻُڌائِڻُ؛ کُليو کُلايو ٻُڌائڻ. سنئين سڌي ۽ سچي ڳالهه ٻڌائڻ. فيصلي ڪُن ڳالهه ٻُڌائڻ.

- صافُ صافُ چَوَڻُ: کُليو کُلايو چوڻ. کري ڳالهه چوڻ. سچ چوڻ.

- صافُ صَفائِي ﻙ صافُ صَفائِيُون: ث. اڇائي اجرائي- ڦڪرائي- صفائي. شفائي- اوجلتا- ڪنهن ڳالهه جي چنڊ ڇاڻ- آخري فيصلو.

- صافُ ڪَرَڻُ؛ مير ڪيڏڻ- ڌوئڻ. چنڊڻ- ڦوڪڻ. مانجڻ- مَلڻ- مَهڻ. اجلو ڪرڻ. ٻُهارڻ- جهاڙو ڏيڻ. برباد ڪرڻ.

- صافُ ڪَري ڇَڏَڻُ؛ مانجڻ. ڌوئڻ. ٻُهاري ڏيڻ. جهنگ کي ميدان ڪرڻ- چٽ ڪرڻ- اجاڙڻ.

- صافِي ﻙ صافِي؛ صفت. صاف ڪيل. باقي بچيل- رهيل- رهت ڪيل. باقيات. ﻙ صافِيُون؛ ث. ڇاڻڻ جو ڪپڙو- صافو. سُلفي ڇڪڻ لاءِ ڪپڙو. هڪ مڇيءَ جو قسم. بارداني کان سواءِ مال جي تور. بچت- بچيل- باقيات. صفائي.

- صافِي ڏِيَڻُ؛ ڏاڙهيءَ جي وارن کي صاف ڪرڻ- ڏاڙهي ڪوڙڻ.

- صافِي صافُ ﻙ صافِي صافَ: صفت. بالڪل سنئو- بالڪل نيجُ.

- صافِي نفعو ﻙ صافِي نفعا: ذ. خرچ ڪڍي پوءِ باقي فائدو.

● صافو ﻙ صافا؛ ذ. مٿي تي ٻَڌڻ جو ڪپڙو- پٽڪو- پڳڙي- پڳ. ٿالهي يا پنگ وغيره ڇاڻڻ لاءِ ڪپڙي جو ٽڪر. ديگ يا ديڳڙي مٿان ڏيڻ جو ڪپڙو. حجام جو پاڪي وغيره صاف ڪرڻ جو ڪپڙو (صافو اصل ۾ هڪ ڪپڙي جو نالو آهي، جو پنجاب ۾ خاص پٽڪي لاءِ تيار ڪيو ويندو آهي. آهستي آهستي اُن پٽڪي کي به صافو ڪوٺڻ لڳا ۽ اڄڪلهه پٽڪي جي معنيٰ ۾ مستعمل آهي. سنڌ جي موالين جي اصطلاح ۾ وري پنگ ڇاڻڻ جي ڪپڙي کي صافو چوندا آهن).

- صافو سُڪڻُ نه ڏِيَڻُ: گهڙي وٽي نه وجهڻ.

● صالِحُ ﻙ صالِحَ: ذ. صفت. (ع. صالح < صلح= چڱو ٿيڻ) سُٺن لَڇڻن وارو- نيڪُ.

ليڪ بخت - سڀاڳو. چئيوان - فرمانبردار. پارسا - پرهيزگار - مُتقي. (اسم خاص). هڪ پيغمبر جو نالو.

● صالُو: اسم خاص. (مخفف صالح محمد جو) نالو هڪ ماڻهوءَ جو.

● صانِعُ ۽ صانِعَ: ذ. صفت. (ع. صانِعُ < صَنَعَ = ٺاهڻ) ڪاريگر - ٺاهيندڙ. ڪاريگري ڪندڙ، ٺاهيندڙ يا ڏيکاريندڙ. پيدا ڪندڙ. خالق. دنيا ٺاهيندڙ.

- صانِعُ حَقِيقِي: ذ. صفت. (ع. صانع + حقيقي < حق = صحيح هئڻ) اصلي ڪاريگر. خالق. (اسم خاص) خدا تعاليٰ.

- صانِعِ قُدرَت: ذ. صفت. (ع. صانع + قدرت < قدر = لائق ٿيڻ) قدرت جو ٺاهيندڙ. مخلوق کي پيدا ڪرڻ وارو - خدا تعاليٰ - الله پاڪ.

- صانِعِ مُطلَق: ذ. (ع. صانع + مطلق < طَلَقَ = آزاد هئڻ) صنعت ۾ ڪنهن جو به محتاج نه ٿيندڙ ڪاريگر - خدا تعاليٰ.

● صاهُرا: ذ. (ع. صَهرو) جمع ۾ ڪم ايندڙ لفظ. گهوٽ لاءِ ڪنوار جا ۽ ڪنوار لاءِ گهوٽ جا مائٽ - ساهريجا.

● صائِبُ: ذ. صفت. (ع. صائب < صوبَ = پهچڻ - نهڪڻ) پهچندڙ. درست - ٺيڪ.

● صائِمُ: ذ. صفت. (ع. صائم < صوم = رکڻ. روزو رکڻ) روزو رکندڙ - روزه دار.

- صائِمُ الدَّهرِ: صفت. (ع. صائم + دهر = وقت) هميشه روزه رکندڙ.

● صَبا ۽ صَبائُون: ث. (ع. صبا < صبو = ڪيڏڻ) اڀرندي کان لڳندڙ هوا. پوئين رات جو لڳندڙ پوربي هوا. صبح جي هِيرَ. بهار جي هوا.

● صُباحَ ۽ صُباحُون: ث. (ع). سج اڀرڻ جي مهل - صبح - فجر - سحر - پرڀات - پرهَ ڦٽي - صُبوح.

● صَبُحائِي، صُبُحاڙِي (ل): صبوح جو.

● صَباحَتُ ۽ صَباحَتُون: ث. (ع. صباحت < صَبَحَ = سُهڻو ٿيڻ) حُسن - سُونهن - سوڀيا - خوبصورتي - خوبروئي - جمال.

● صُبُحُ ۽ صُبُحَ، صُبُحُون: ذ. ث. (ع). سج اڀرڻ جي مهل - فجر - سحر - پرهه - پرڀات.

- صُبُحُ ٿيڻُ: ڏينهن نڪرڻ - فجر ٿيڻ - سج اڀرڻ. پرهه ڦٽڻ.

- صُبُحَ جو تارو: ذ. سج اڀرڻ کان اڳ ۾ پرهه جو ڏسڻ ۾ ايندڙ هڪ گرهه - وهائو تارو - پڌ گرهه.

- صُبُحَ جي ڏِني وانگُرُ پَساهَ کڻڻُ: تمام پوڙهو ٿيڻ. قبر ۾ پير لٽڪائڻ - مرڻ جي ڪنڌيءَ تي هئڻ - پويان پساهه پورا ڪرڻ.

- صُبُحُ دَمُ: ذ. (ع. صبح + ف. دم = وقت - مهل) صبح جي مهل - علي الصباح - وڏي فجر - ڏڪيءَ ويل.

- صُبُحُ شامَ ڪَرَڻُ: اج سڀاڻي ڪرڻ. حيله بهانو ڪري ٽارڻ - ٽٽائڻ. بهانا ڪرڻ.

- صُبُحُ صادِقُ: ذ. (ع. صبح + صادق < صَدَقَ = سچ ڳالهائڻ) نُور جو ترڪو - علي الصبح. فجر - پرهه - ڏِڪي - اڇو ڏينهن.

- صُبُحُ ڪاذِبُ: ذ (ع. صبح + ڪاذب < ڪذب = ڪوڙ ڳالهائڻ) وڏو اسُر. صبح صادق کان اڳ ۾ ٿيل اجاڻ، جنهن بعد وري اونده ٿئي.

- صُبُحُ ڪَرَڻُ: رات ڪاٽڻ - رات گذارڻ. سڄي رات جاڳي ڪاٽڻ. اوجاڳو ڪرڻ.

- صُبُحُوئِي: ذ. صفت. صبح جو - صبح وارو.

● صَبُرُ ۽ صَبُرَ: ذ. (ع. صَبُرُ < صَبَرَ = ماٺ ۾ رهڻ) چُپ - ماٺ - خاموشي - مانت - شانتي. ڌيرج - تحمل - ٿامر - حلم - برد باري. برداشت - توقف - تامل. تسلي - تسڪين - اطمينان. توڪل. قناعت. دير.

- صَبُرُ اچَڻُ: ماٺ اچڻ - خاموشي اچڻ - تسلي ٿيڻ - اطمينان ٿيڻ. قرار اچڻ - چين اچڻ. فرحت اچڻ. ٺهر اچڻ.

- صَبُرُ ٿيڻُ: ماٺ ٿيڻ - چپ ٿيڻ. برداشت ٿيڻ. تسلي ٿيڻ.

- صَبُرُ جا ڪوٽَ پَچَڻُ: بي صبري اختيار ڪرڻ - وس ڪان ٻي وَس ٿيڻ. آهي ڪان ٻاهر اڪرڻ.
- صَبُرُ ڪَرَڻُ: ماٺ ڪرڻ - چُپ ڪرڻ - ساٺ ڪرڻ. ڌيرج ڪرڻ. ساهه ڪڍڻ - ساهه پٽڻ. برداشت ڪرڻ - تحمل ڪرڻ - سهڻ. دير ڪرڻ - ترسڻ. قناعت ڪرڻ. توڪل ڪرڻ.
- صَبُرُ وَ شُڪُرُ ڪَرَڻُ: ڪنهن مصيبت وغيره ۾ چُپ رهڻ. تڪليف ۾ خدا جو شڪر بجا آڻڻ.
● صَبُرِ ڪَتِيي ۽ صَبُرِ ڪَتِيِيُون: ث. ڏانداري - صبرڪتي.
● صَبُوحِ: ذ. (ع. صُبح) سج اڀرڻ جي مهل - صُبح - صَباحُ.
● صَبُوڙِي ۽ صَبُوڙِيُون (ث): ث. (ع. صُبوحي) صبح جو ڪاڌو - نيرن - ناشتو - نيراڻ.
● صَبِيِ: صفت. سولو - سوکو - آسان.
● صَبِيحُ ۽ صَبِيحَ: ذ - صفت. (ع. صبيح < صَبَحَ = سهڻو ٿيڻ) اڇو - ڳورو. سهڻو - خوبصورت - ملوڪ - حسين.
● صَحاب: ذ. (ع. صحاب < صَحَبَ = ڪنهن سان تعلق رکڻ) يار - دوست. اصحاب. رسول مقبول ﷺ جن جا همجلس.
- صَحابَتَ ۽ صَحابَتُون: ث. تعلق - لاڳاپو.
- صَحابتَ ۽ صَحابَتَ: ذ. صفت. ڪل مکب. هردل عزيز - وڻندڙ - موهن - سپاهوڙو - سُهاجڙو. چهيوان - فرمانبردار. حليم.
- صَحابِيُ ۽ صَحابِيُ: ذ. صفت. حضور مقبول صلي الله عليه وسلم جن جا ساٿي - اصحاب.
- صَحافَتَ ۽ صَحافَتُون: ث. لکڻ جو هنر - اخبار نويسي.
- صَحافِيُ ۽ صَحافِيُ: ذ. صفت. (ع. صَحَف = لکڻ) لکندڙ - ڪاتب. اخبار نويس - ايڊيٽر - سمپادڪ.
● صُحُبَتَ ۽ صُحبَتُون: ث. (ع. صحبت < صَحَبَ = تعلق رکڻ) ياري - دوستي - سنگت. همراهي - ساٿ - مدد - ميل جول - ميل ميلاپ - ملاقات. عورت سان گڏجي سمهڻ جي حالت - همبستري.
- صُحُبَتُ جو اثر ٿيڻ: دوستيءَ ۾ گڏ اٿڻ ويهڻ ڪري ٻين جي عادتن جو غالب پوڻ.
- صُحُبَتُ رَکَڻُ: سنگت رکڻ - دوستي رکڻ - ياراڻي گڏيڻ.
- صُحُبَتُ ڪَرَڻُ: ميلاپ ڪرڻ - ياري ڪرڻ - سنگت ڪرڻ. مجامعت ڪرڻ.
- صُحُبَتِيُ ۽ صُحُبَتِيُ: ذ. صفت. يار - ساٿي - سنگتي - رفيق - دوستي وارو - دوست. ناتي وارو - ڳهاٽو دوست.
- صَحِيبِيُ ۽ صَحِيبِيُ: ذ. صفت. (ع) صحبت ڪندڙ - صحبتي. سنگتي - دوست.
● صُحُبَتَ مَرِيُ: اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● صِحَتَ ۽ صِحَتُون: ث. (ع. صحت < صحّ = تندرست رهڻ) تندرستي - چڱڀلائي - نروائي - شفا. درستي - تصحيح.
- صِحَتَ بَخشُ ۽ صِحَتَ بَخشُ: ذ. صفت. (ع. صحت + ف. بخش < بخشيدن = مفت ڏيڻ) تندرستي بخشيندڙ - شفا ڏيندڙ. فائدو ڏيندڙ - مفيد.
- صِحَتَ جانِ: ث. (ع. صحت + ف. جان = جسم) چڱڀلائي - نروائي. شفايابي - تندرستي.
- صِحَتَ خانو ۽ صِحَتَ خانا: ذ. (ع. صحت + ف. خانہ = گهر) ڪاڪوس - پاخانو - جاءِ ضرور - ٻُنّي - بيت الخلا.
- صِحَتمَنِڙو ۽ صِحَتمَنِڙا: ذ. صحت. تندرست - چاق - شفاياب.
- صِحَتَ سَنيهُهُ ۽ صِحَتَ سَنيهُهَ (س): ذ. صفت. چڱڀلائي جي خوشخبري ڏيندڙ.
- صِحَتَ ڪَسَرَڻُ: تندرستي حاصل ٿيڻ - تندرست ٿيڻ - شفاياب ٿيڻ. سگهو ٿيڻ. تازو توانو ٿيڻ.
- صِحَتَ نامو ۽ صِحَتَ ناما: ذ. (ع. صحت + ف. نامہ = هر لکيل ڳالهه) غلطنامو - پيل نامو - ڪتاب جي آخر ۾ ڇپيل غلط الفاظن جي فهرست (درست الفاظن سان گڏ).

- صِحَّتُ يابُ ۽ صِحَّتُ يابَ: ذ. صفت. (ع. صحت + ف. ياب > يافتن = لهڻ) تندرست- چڱو ڀلو- نيرو. شفاياب.

● صَحْرا ۽ صَحْرا؛ ذ. (ع). واريءَ وارو ميدان- ريگستان- رڻ- رڻپٽ- ٿَرُ- بيابان، سُڃ- ويراني- برپٽ.

- صَحْرا نَوَرْدُ ۽ صَحْرا نَوَرْدَ؛ ذ. صفت. (ع. صحرا + ف. نورد > نوردن = ويڙهڻ) بيابان پيٽيندڙ- رڻ گهمندڙ.

- صَحْرا آعْظَمُ: اسم خاص. (ع. صحرا + اعظم = تمام وڏو) آفريڪا جو مشهور رڻ پٽ.

- صحراءِ لَق و دَقُ؛ ذ. ويران رڻپٽ.

- صَحَرائِيُ ۽ صَحَرائِيُ؛ ذ. صفت. رڻ پٽ جو- ريگستاني- بياباني.

● صَحْنُ ۽ صَحْنَ؛ ذ. (ع). اڱڻ- ايوان- آڳند- آڳر.

● صَحْوَ ۽ صَحْوونُ: ث. (ع). هوشياري- سجاڳي.

● صَحِيُ ۽ صَحِيُ؛ صفت. (ع. صحيح > صحَّ = ٺيڪ هئڻ) سچ پچ. صحيح- برابر- ٺيڪ.

● صَحِيحَ ۽ صَحِيحُون: ث. (ع). دستخط- هٿ اکر جو نالو. تصديق. شاهدي (لکت ۾).

- صَحِيحِ بُوڪُ: ذ. ڏنل پُسن جي صحيح وڻڻ جو ڪتاب.

- صَحِيحِ ڏيڻُ: دستخط ڏيڻ- تصديق ڏيڻ.

- صَحِيحِ ڪَرَڻُ: دستخط ڪرڻ. تصديق ڪرڻ.

● صَحِيحُ ۽ صَحِيحَ؛ ذ. صفت. (ع). عيب کان پاڪ- صاف. اڇُ- شُڌ- خالص. پورو- درست- بجا. سچو- راست. حقي. پورو- ڪامل- سچو- سارو.

- صَحِيحاً؛ ظرف. پوريءَ طرح- سٺين طرح. مناسب طور- شائستگي سان.

- صَحِيحُ العَقْلِ: ذ. صفت. (ع. صحيح + عقل > عَقَل = سياڻو ٿيڻ) سالم عقل وارو- ماڻهو- عاقل- فهيم.

- صَحِيحُ النَّسَبِ؛ ذ. صفت. (ع. صحيح + نسب > نَسَبَ = سلسلو قائم رکڻ) اسل جي اعتبار کان ٺيڪ- صحيح گهراڻي جو- اصيل. خانداني.

- صَحِيحائِيُ ۽ صَحِيحائِيُون؛ ث. صحيح هجڻ جي حالت- درستي- اصلاح- سڌارو- صحت.

- صَحِيحُ ٿِيَڻُ؛ غلطي نڪرڻ- درست ٿيڻ- ٺيڪ ٿيڻ. پڪو ٿيڻ- برابر ٿيڻ.

- صَحِيحُ سالِمُ ۽ صَحِيحُ سالِمَ؛ صفت. (ع. صحيح + سالم > سَلَمَ = بي جوکو رهڻ) جيئن جو تيئن- پورو- برابر- سالم- ٺيڪ. صحيح سلامت. سلامت- هٽيڪو- محفوظ- چڱو ڀلو- تندرست.

- صَحِيحُ سَلامَتُ؛ ذ. صفت. جيئن جو تيئن- صحيح سالم. صحت ۽ تندرستيءَ سان- چڱو ڀلو- تندرست.

- صَحِيحُ ڪَرَڻُ؛ اصلاح ڏيڻ- درست ڪرڻ. غلطي ڪيڻ. ٺيڪ ڪرڻ- سُڌڻ سنوارڻ. ڪرو ڪرڻ. ثابت ڪرڻ. ثابتي پهچائڻ. شاهديءَ لاءِ پڪو ڪرڻ.

● صَحِيفو ۽ صَحِيفا؛ ذ. (ع. صَحِيفَهُ = ڪتاب > صحف = لکڻ) ڪتاب- رسالو. لکيل صفحو- ورق- پنو. خدا جي طرفان موڪليل ڪتاب.

- صَحِيفهءِ اِبْراهِيمِي: ذ. حضرت ابراهيم عليہ السلام تي نازل ٿيل ڪتاب.

● صَخْرَهْ؛ ذ. (ع). سخت پهڻ. (اسم خاص). مسجد اقصيٰ جي پرم رکيل هڪ پٿر جو نالو، جنهن جي اوله، واري پٽ يهودين جو قبلو ۽ اوپر واري پٽ عيسائين جو قبلو آهي.

● صَدُ: صفت. (ف). هڪ تعداد جو نالو- سئو- سيڪڙو.

- صَدُ آفَرِيْن: نِدا. (ف. صد + آفرين = شاباس) ڪلمهءِ تحسين. مرحبا! بارڪ الله! شاباس.

- صَدُ بارُ؛ ظرف. (ف. صد + بار = ڀيرو- گهمرو) سئو دفعا- سئو ڀيرا- ڪيترائي دفعا.

- صَدُ رَحْمَتُ: ندا. (ف. صد + ع. رحمت > رَحِمَ = مهرباني ڪرڻ) صد آفرين.
- صَدُ شُڪْرَ؛ ذ. (ف. صد + ع. شُڪْر > شَڪَرَ = احسان مڃڻ) سوين شڪرانا.
- صَدُها: ظرف. سوين. تمام گهڻا - هزارين.

● صَدا ۽ صَدائُون؛ ث. (ع). گنبذ جو آواز - گونج. پڙاڏو - پڙلاءُ. آواز - لِدا. قول - گفتگو. درويش يا فقير جي گهرڻ جو آواز - سوال - سَٽَين. وينتي - عرض. جيئن:

"صَدا وِڌيم سُور جي، اڳيان ڪوهاري"
(شاهه - آبري).

آهه. واٽي. فقيرن جو پِنَڻ وغيره وقت تڪيه ڪلام (ت).

- صَدا ڪَرَڻُ؛ سوال ڪرڻ. آواز لڳائڻ. ڪجهه گهرڻ لاءِ آواز ڪرڻ. سوالين جو پِنَڻ وقت صدا هڻڻ.
- صَدا لَڳائِڻُ؛ پنڻ لاءِ سوال ڪرڻ.
- صَدا هَڻَڻُ؛ سوال ڪرڻ. صدا ڪرڻ.

● صَدارَتَ ۽ صَدارَتُون؛ ث. (ع. صدارت > صَدَرَ = جاري ڪرڻ. روانو ڪرڻ) اڳواڻي - رهبري. ڪنهن مجلس يا جلسي جي ڪارروائي جي اڳواڻي - صدرنشيني - پريزيڊنٽي - پرڌانپڻو - چيئرمني. اسم خاص. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● صَداقَتَ ۽ صَداقَتُون؛ ث. (ع. صداقت > صَدَقَ. سچ ڳالهائڻ) سچائي - صاف گوئي. خلوص. وفاداري. بي ريائي. ثبوت - ثابتي - گواهي - شاهدي - تصديق. ايمانداري - ديانتداري.

● صَدُ بَرُگُ ۽ صَدُ بَرُگَ: ذ. (ف صد + برگ = پن - سو پنن وارو گل) گل جو هڪ قسم.

● صَدُرُ ۽ صَدُرَ: ذ. (ع). سينو - ڇاتي. اڱڻ - آڳند. آهو هنڌ، جتي ڪنهن اعليٰ مرتبي واري شخص کي ويهارجي - مٿاهون هنڌ - مٿاهين جاءِ - ٿلهو - اسٽيج. وڏي آفيسر جي رهڻ جو هنڌ - هيڊ ڪوارٽر (صفت). اعليٰ - رئيس - بزرگ - وڏو - مکيه - اڳواڻ - سردار. اوچو. (ذ). پيش جو ٿهيل پڙچ - تڏو (ڪ). گادي - مسند - تخت - ڪئمپ - ڇانوڻي - لشڪرگاهه.

- صَدُرُ اعليٰ؛ ذ. وزير اعظم.
- صَدَرُ بازار؛ ث. ڇانوڻيءَ جي بازار - لشڪرگاهه جي بازار.
- صَدُرِ عَدالَتُ؛ ث. وڏي عدالت - هاءِ ڪورٽ.
- صَدُرُ مَقامُ: ذ. وڏي آفيسر جي رهڻ جي جاءِ - هيڊ ڪوارٽر.
- صَدُرُ مَڪانُ ۽ صَدُرُ مَڪانَ؛ ذ. صدر مقام.
- صَدُرُ نَشِينُ ۽ صَدُرُ نَشِينَ؛ ذ. مير مجلس - چيئرمين.

● صَدَرُجِيُ: اسم خاص. تعلقي خيرپور رياست ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

- صَدُرِيُ ۽ صَدُرِيُونُ؛ ث. (ع. صدر) سينو - ڇاتي. دل - ياد گيري. ڪوٽ وانگر پائڻ جو وَسْتَرُ - ٻانهن کان سواءِ ڪوٽ - ڦتُوهي. ڪبڙي ويڙهڻ جو ڪَنَڙُ (ت).

● صَدَفُ: ث. (ع). سمنڊ جو هڪ جيتُ (جنهن مان موتي نڪري) - سِپ - سِپي پِهُڙي.

● صَدَقُ: ظرف. (ع). صدقي - قربان - فدا.

● صِدُقُ ۽ صِدُقَ؛ ذ. (ع. صِدُقُ > صَدَقَ = سچ ڳالهائڻ) سچ - سچائي - سَتُ - راستي. خلوص. ايمانداري - ديانتداري.

- صِدُقَ جِيُ سِتَ سَنْڀالَڻُ؛ سچائيءَ تي قائم رهڻ.

● صَدُقو ۽ صَدُقا؛ ذ. (ع. صَدَقَهُ) خدا جي نالي تي ڏنل شيءِ - خيرات - قرباني - بَلُ. ڪنهن جي مٿان گهوريل شيءِ. ٻلهاري - عوض. فدا - قربان.

- صَدُقو ٿِيَڻُ؛ قربان ٿيڻ - فدا ٿيڻ - نثار ٿيڻ - ٻلهار وڃڻ.
- صَدُقو ڏِيَڻُ؛ خيرات ڪرڻ. ڪا شيءِ گهوري ڏيڻ. قربان ڪرڻ - نثار ڪرڻ. قرباني ڏيڻ.
- صَدُقو ڪَرَڻُ؛ قربان ڪرڻ - گهورڻ - نثار ڪرڻ.

- صَدُقو وَجَڻُ: قربان ٿيڻ - گهوري وڃڻ - نثار ٿيڻ - ٻلهار ٿيڻ.
- صَدُقي: ظرف. گهوري - نثار - قربان - فدا. طفيل - بدولت.
- صَدُقي ٿيان: ڪلمو. خوشي منجهان ڪيئڪاوڻ ۽ دعا ڪرڻ جو ڪلمو. گهوري وڃان - قربان ٿيان.
- صَدُقي ٿيڻُ: قربان ٿيڻ.
- صَدُقي جو ٻڪرو ۽ صَدُقي جا ٻڪرَ: ذ. گهوريل ٻڪر.
- صَدُقي جي ٻڪري ۽ صَدُقي جون ٻڪريون: ث. گهوريل ٻڪري. تمام ضعيف. سڀ جي پاڇائي. نڌڪي.
- صَدُقي جي ٻڪري هئڻ: بي وسيلو يا لاڏلڪو هئڻ.
- صَدُقي ڪرڻُ: قربان ڪرڻ - گهورڻ - ٻلهارڻ.
- صَدُقي وَجَڻُ: قربان ٿيڻ. ٻئي لاءِ جان ڏيڻ. وڏي قرباني ڪرڻ. دل سان چاهڻ - ٻلهار ٿيڻ.

● صَدُمو ۽ صَدُما: ذ. (ع. صَدمة > صَدمَ = ڌڪو ڏيڻ) ڌڪو - ٺيلهو - ٽڪر. ٿابو - ڌڪ. ضرب - چوٽ. اوچتو حادثو - واقعو. نقصان - ضرر - ڇيهو.
- صَدُمو ٿيڻُ: رنج ٿيڻ - غم ٿيڻ - تڪليف پهچڻ.
- صَدُمو پهچڻُ: ڌڪ اچڻ. اوچتي واقعي سبب نقصان ٿيڻ - غم ٿيڻ.
- صَدُمو سهڻُ: تڪليف سهڻ - نقصان سهڻ. ڪو حادثو برداشت ڪرڻ.

● صَدِي ۽ صَدِيُون: ث. (ف. صَد = سَو) سيڪڙو. سؤ ورهيه - سؤ سال. جيئن "تيرهين صدي، چوڏهين صدي وغيره". سيڪڙو - سؤ تي. جيئن "في صدي وياج وغيره".

● صَدِيقُ ۽ صَدِيقَ: ذ - صفت. (ع. صديق > صَدَقَ = سچ ڳالهائڻ) نهايت سچو - راست گو. دوست - يار. وفادار دوست (اسم خاص). حضرت ابوبڪر رضه جو لقب.

● صِدِيقي: اسم خاص. ڪهڙو ڪري حضرت ابوبڪر صديق جي اولاد مان هڪ ذات جو نالو (اڪثر لاڙڪاڻي، حيدرآباد ۽ خيرپور ۾).

● صُراحِي ۽ صُراحِيُون: ث. (ف. صراحي، ع. صُراح = خالص شراب). شراب يا پاڻي رکڻ جو ڍڪهي ۽ سنهي ڳچيءَ وارو ٿانءُ - ڪهڪهي.
- صُراحِي دارُ: ذ - صفت. (ف. صراحي + دار = وارو) صراحيءَ وانگر - ڪهڪهيءَ جهڙو - ڍڪهي ڳچيءَ سان.
- صُراحِي دار ڪَرڏَنُ: ذ. ڍڪهي ۽ سهڻي ڳچي.

● صِراطَ ۽ صِراطُون: ث. (ع). رستو - راهه - ڪس. اهل اسلام جي عقيدي موجب دوزخ ۽ بهشت جي وچ ۾ وار کان سنهي ۽ تلوار کان تکي هڪ پُل جو نالو. (جنهن تان خدا جا نيڪ ٻندا آسانيءَ سان اڪري ويندا ۽ گنهگار هيٺ دوزخ ۾ وڃي ڪرندا).
- صِراطُ المُستَقِيمُ: ث. (ع. صراط + مستقيم > استقام > قام > قوم = سڌو ٿي بيهڻ) سڌو رستو - راهه راست - سنئون رستو.

● صَرّافُ ۽ صَرّافَ: ذ - صفت. (ع. صَرّاف > صَرف = مٽاسٽا ڪرڻ) دولت جي مٽاسٽا ڪندڙ. ٻار ڪُو - پرکيندڙ - سڃاڻيندڙ. رپيه پرکيندڙ - سون چاندي پرکيندڙ. نقدي يا زيور جي ڏيتي ليتي ڪندڙ شاهوڪار - سوداگر - شراف. سياڻو - سمجهو - تيز فهم. قاضي - مصنف - امين - نياڪر.
- صَرّافي ۽ صَرّافِيُون: ث. شاهوڪاري - شرافي. روپين جو واپار - مٽاسٽا - ڏيتي ليتي - وار ڦير - ڏي وٺ (ناڻي جي).
- صَرّافي چِٺِي ۽ صرافي چِٺِيُون: ث. ناڪارو، نه پريندڙ يا ڏيوالو ڪيل هنڊي خاصي نه ڪندڙ ماڻهوءَ کان ٻئي ماڻهوءَ تي لکائي ورتل هنڊي. هنڊي - چيڪ - بِل.

● صَرُ صَرُ: (ع. صَرّ = آواز ڪرڻ) آواز سان لڳندڙ واءُ - سخت هوا - زورائتي هوا - تيز هوا - جهڪ - طوفان - جهولو - لُڪ.

● صَرفُ: ذ. (ع. صرف=مٽا سٽا ڪرڻ-تبديل ڪرڻ) خرچ-اخراج-کپت-ڪاڀو-ڏيتي. لکت (ڀئسي جي)- نقصان- هرج. (ٻوليءَ جو). لفظن جي اکرن، ڦيرين گهيرين، گردانن ۽ بدل سدل ڄاڻڻ جو علم-شبد ساڌن وِديا-شبد ويچارُ- اشتقاق.

- صَرفُ ٿِيَڻُ: خرچ ٿيڻ.

- صَرفُ ڪَرَڻُ؛ خرچ ڪرڻ-خرچ ۾ آڻڻ- کپائڻ. ڪم آڻڻ. وِهائڻ-ساڙڻ-ڪاٽڻ-گذارڻ- گهارڻ. ٽِڪڻ-رهڻ-ٽِهرڻ-ترسڻ.

- صَرفُ ونَحوُ؛ ذ. گرامر-وياڪرڻ-لفظن جي پيچ ڊاهہ ۽ ملائڻ جو علم- ٻوليءَ جو قاعدو؛ جيئن

"لوڪان لحو صرفُ، مون مطالع سپرين"
(شاهہ ڪريم).

- صَرفِي ۽ صَرفِيُ: ذ. صفت. علم صرف جو ڄاڻندڙ- وياڪرڻي- صرف نحوي- گرامري.

● صِرفُ؛ صفت. (ع). خالص-نج-ارمل. (ظرف). فقط-رڳو-رُڳُنو-مُرڳو-محض.

● صَرفُو ۽ صُرفا؛ ذ. (ع. صَرفَه) واڌارو- زيادتي. غلبہ-اڳرائي. ڪفايت ۾ زيادتي- خرچ ۾ تنگي-بخل-بخيلي-ڪنجوسي. بچت- ڪفايت-قناعت-ڪم خرچي-ڪوڙ-سَنجَمَ- سِيتُ-ڪيَوتُ. لحاظ-پاسخاطري: جيئن

"ڳالهائڻ ۾ ڪوبہ صرفو نہ ڪج."

- صَرفُو ۽ صَرفُو؛ ذ- صفت. خرچ ڪندڙ خرچيندڙ- کپائيندڙ.

"سار ٿي صرفُو ڪي جنهن هڪل هوڪاري"
(الله ڏنو).

- صَرفُو ڪَرَڻُ؛ ڪفايت ڪرڻ-بچت ڪرڻ. ڪنجوسائپ ڪرڻ-بخل ڪرڻ.

- صَرفِي سانُ: ظرف. ڪفايت سان-سنجم سان- ترڪيب سان.

● صَرِيحُ؛ صفت. ظرف. (ع. صريح>صرح= ظاهر ٿيڻ-صاف ٿيڻ) ظاهر-کليو-آشڪار-نشانبر- عيان. چٽو-صفا. جهڙن

"ڏک ڏوراڀو سيڻن کي صريح لوهہ"
(شاه-آبري).

بلڪل-پڌرو. برابر-صحيح. نج-اسورو-خالص.

- صَرِيحاً؛ ظرف. کليو کلايو-علي الاعلان- ظاهر ظهور-پڌري پٽ.

● صُعُوبَتُ ۽ صُعُوبَتُونُ؛ ث (ع. صَعَبُ= ڏکيو) سختي-ڏکيائي-دقت-دشواري-مشڪل. اهنج-تڪليف-مصيبت. ڪشالو-ڪشٽ- مشڪلات-ڏاڪڙو.

● صُغرا؛ ث. (ع. صُغرا>صَغَرَ=ننڍو ٿيڻ) ننڍي ڇوڪري، سڀ کان ننڍي شيء. علم منطق ۾ ننڍي شڪل جو ٻهريون قضيہ. (اسم خاص). امام حسين عليہ السلام جن جي دختر جو نالو "حضرت فاطمہ صُغرا".

● صَغِيرُ ۽ صَغِيرَ؛ ذ-صفت. (ع صِغَرُ= ننڍو-گهٽ-ادنيٰ-ٿورو-هلڪو-خسيس. ٻار- نابالغ-ڪم عمر. ضعيف-ڪم طاقت-لڙيل-اپرو- هيڻو-ننڍو گناه؛ جيئن

"مون هٿان منهنجا ڏٿي، سهسين ٿيا صغير"
(شاه).

- صَغِيرُ سِنُ؛ ذ. صفت. (ع. صغير+سن= سال) گهٽ ڄمار وارو-ننڍي عمر وارو-نابالغ.

- صَغِيرسِنِي: ث. ننڍپڻ.

- صَغِيرُ وڪَبِيرُ: ذ. (ع صغير+ڪبير> ڪبر=وڏو ٿيڻ) ننڍا وڏا-اعليٰ ادنيٰ.

- صَغِيرِي ۽ صغيريُون؛ ث. ننڍپڻ- ٻال اوستا-ٻالڪپڻ-ٻچپڻ-ٻالاتڻ-نابالغي.

● صِفُ ۽ صِفُونُ؛ ث. (ع. صِفّ=قطار ۾ بيهارڻ) لائين-ڀرو. نمازين جي قطار.

- صِفُ آرا ۽ صِفُ آرا؛ صفت. (ع. صف+ آرا>آراستن=سنوارڻ) قطار ٻڌل-قطار ۾ بيٺل. مقابلو ڪندڙ-جنگ لاءِ تيار.

- صِفُ آرا ٿِيَڻُ: لڙائي لاءِ قطارون ٺاهي بيهڻ.

- صِفُ آرائِي ۽ صِفُ آرائِيُونُ: ث قطار بندي.

- صِفائِتو ۽ صِفائِتا؛ ذ-صفت. قطار ۾-لائين ۾- لمبروار-هڪ ٻئي پٺيان-لڳاتار-سلسليوار-لاڳيتو

- صِفُ بَنْدِي ۽ صِفُ بنديون؛ ث. (ع. صِفَ + بندي > بند > بستن = ٻڌڻ) قطاربندي - صف آرائي.
- صِفُ ٻَڌَڻُ؛ قطار ٺاهڻ - لين ٻڌڻ. سڌي هڪ قطار ٺاهڻ.
- صِفُ جِي صِفُ؛ ث. قطار جي قطار - سڄي قطار.
- صِفُ ماتَمُ؛ ث. (ع. صف + ف. ماتم = روڄ) ماتم جي قطار - ھٿر.
- صِفُون ٻَڌَڻُ؛ قطارون لڳائڻ.

● صَفا ۽ صَفَا؛ صفت. (ع. صفا > صَفَوَ = صاف ٿيڻ). پاڪ - پاڪيزه - پوتر - اڇتو. اڇو کيل - شفاف - اڇو - نرمل - اوجل. چٽو - ظاهر. ڪرو - لڄو - اصل. سٺو. پورو - ٺهرايل - پڪو. جدا - الڳ - خالي - سکڻو - ٺلهو - ٻالهو - والدو. سڌو - سنئون. (اسم خاص). مڪي شريف ۾ هڪ ٽڪريءَ جو نالو.
- صَفا؛ صفت. بلڪل صفا. ويران - چٽ - تباهه.
- صَفا صفا ڪَرَڻُ: تباهه ڪرڻ - اجاڙڻ - برباد ڪرڻ.
- صَفا جَوابُ ڏِيَڻُ؛ انڪار ڪرڻ - ناڪار ڪرڻ - ٺابري وارڻ. جواب ڏيڻ - نه قبولڻ - ناقبول ڪرڻ - نه مڃڻ - روکڙو جواب ڏيڻ. موٽائڻ - خالي موٽائڻ.
- صَفا چَٽُ ڪَرَڻُ: بنياد ئي ناس ڪري ڇڏڻ. برباد ڪرڻ. ڦُري وڃڻ - سيڪجهه ٻُهاري يا ميڙي کڻي وڃڻ. ڪنهن کي ترين پر ڪرڻ.
- صَفا چَوَڻُ؛ سچ چوڻ - کليو کلايو چوڻ.
- صَفا ڇُٽِي وَڃَڻُ؛ بالڪل آزاد ٿي وڃڻ. باقاعده آزاد ٿيڻ. ڦٽ وغيره جو بالڪل ميڄجي وڃڻ.
- صفا رالٺهِ ڪَرَڻُ: اڇي اڇي رانه ڪرڻ.
- صَفا ڪَرَڻُ: صاف ڪرڻ - مَلڻ - اوجل ڪرڻ. ليکو لاهي لعل ٿيڻ. سنمڪ ٿيڻ. قرض وغيره سيڪجهه لاهي ڇڏڻ. ڪجهارت يا بيت ٻجهڻ.
- صَفائِي ۽ صَفائِيون: ث. پاڪائي - پاڪيزگي - پوترتائي. اڇائي - اجرائي - سٿائي - اجلائي - اوجلائي. چمڪ - ڦوڪ - آگهه. سچائي - صداقت. چلڪو - رونق. اسائي - سڌائي. انتظام - جوڙجڪ. ٻڌرائي. حساب جي ٻي باقي - فيصله - تصفيه. ميلاپ - صلح. ديانت داري. سادگي - ڀالائي ڀولائي - ڀورڙائي. بيوقوفي - بي شرمي - بي حيائي. ترديد. برد باري. تباهي. جيئن "گهر جي تباهي ٿي ويئي". چالاڪي - ڦڙتي - تيزي. جيئن "هٿ جي صفائي" وغيره.
- صَفائِي ٿِيَڻُ: خالي ٿي وڃڻ - ختم ٿي وڃڻ - کُٽي وڃڻ. پورو ٿي وڃڻ. خرچجي وڃڻ.
- صَفائِي ڪَرَڻُ: ٻُهارڻ - ڇنڊڻ - ڦوڪڻ - آگهڻ - صاف ڪرڻ - چمڪائڻ - اجلو ڪرڻ. فيصلو ڪرڻ. برباد ڪرڻ - تباهه ڪرڻ.
- صِفاتِي ۽ صِفاتِي: صفت. صفات ڏانهن منسوب. عارضي - هٿراڌو - جڙتو - نقلي. حاصل ڪيل - ڀرايل - ميليل - ڪٺيل.

● صَفا وَ مَرْوه؛ اسم خاص. (ع) مڪه شريف جي مشهور ٻن ٽڪرين جا نالا.

● صِفَت ۽ صِفَتُون: (ع. صفت > وصف = بيان ڪرڻ) ڪنهن شيء جو نشان - آهڃاڻ. گڻ يا چڱاين جو بيان. تعريف - خوبي - وصف - ساراهه - واکاڻ - آستتي - ستائش - ساک. خاصيت - خصلت. حمد - ثنا. چڱائي - ڀلائي. آفرين - تحسين - واهه واهه. تاثير. وضع - سياء - لڇڻ. لياقت - سيرت - خصلت - عادت. هوشياري. گرامر ۾ اسم يا ضمير سان لاڳو ٿي اُن بابت ڪجهه حقيقت ڄاڻائيندڙ لفظ. مرڪبات ۾، جهڙو - وانگر - جيئن - مثل. جيئن "شمع صفت، گرگ صفت وغيره".
- صِفَتُ تَفْضِيلُ؛ ث. (ع. صفت + تفضيل > فَضَلَ = جدا ڪرڻ) گرامر ۾ ٻي صفت سان ڀيٽ ۾ ايندڙ. جيئن "سني ڪان سٺو الب هي آهي".
- صِفَتُ خالِصُ؛ ث. (ع. صفت + خالص > خلص = صاف ٿيڻ) گرامر ۾ ٻي صفت سان ڀيٽ ۾ نه ايندڙ لفظ، جيئن: "هي گهوڙو ڀلو آهي".
- صِفَتُ ضَمِيرِي؛ ث. (ع. صفت + ضمير = پنهنجي ذات) گرامر ۾ صفت ٿي ڪم ايندڙ ضمير جو لفظ، جيئن؛ "جهڙو، تهڙو، ههڙو وغيره".

– صِفَت عَدَدِي؛ ث. (ع. صفت + عدد > عَدَّ = ڳڻڻ) گرامر ۾ صفت تي ڪم ايندڙ عدد جو لفظ، جيئن: "پنج، ڏهه، ويهه وغيره".

– صِفَت مُبالغو: ث. (ع. صفت + مبالغه > بَلَغَ = پهچڻ - وسڻ) گرامر ۾ پين سيني ساڳي جنس يا قسم وارن مان پيٽ ۾ ايندڙ صفت جو لفظ جيئن؛ "هي ماڪرو الب، پين سيني انبن کان سٺو آهي".

– صِفَت مُرَڪَب؛ ث. (ع. صفت + مُرڪّب >رَڪَبَ = مليل هئڻ) ڪنهن زائد حرف ملائڻ مان گرامر ۾ صفت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ مرڪب لفظ، جيئن؛ "هُنرمند، عالي شان وغيره".

– صِفَت وَصفِي؛ ث. (ع. صفت + وَصفَ = بيان ڪرڻ) گرامر ۾ اسم جي خاصيت، قد، درجو، حالت يا قسم ڄاڻائيندڙ لفظ، جيئن: "پيلو، لنڊو، مٺاهون، شاهوڪاري، ماڪرو وغيره".

● صَفحو ۽ صَفحا؛ ذ. (ع. صفحه > صَفَحَ = منهن ڦيري ٻئي پاسي ڪرڻ) ٻني جو هڪ پاسو - ورق. ڪتاب جو پاسو. مٿاڇرو - سطح - پڪيڙ. جاءِ جو وڏو ڪمرو - هال - ڪوٺي.

● صَفحهءِ هَستِي: ذ. (ع. صفحه + ف. هستي > هست > هستن = هُئڻ) دنيا جو مٿاڇرو - روءِ زمين.

● صَفدَر ۽ صَفدَر: ذ. صفت. (ف. صَف = قطار + دريدن = چيرڻ) قطارون چيريندڙ - لشڪر جون صفون چيريندڙ. بهادر. (اسم خاص). حضرت علي عليه السلام جن جو لقب.

● صَفَر؛ ذ. (ع. صَفَرَ = خالي ٿيڻ) خالي - خالي ڪيل - ٺالهو - سکڻو. قمري سال جو ٻيو مهينو. (انهيءَ نالي جو سبب، ظهور اسلام کان اڳ ماهه محرم ۾ قتل وغيره ڪرڻ يا سير شڪار ڪرڻ منع ڪيل هو، انهيءَ ڪري هن صفر مهيني ۾ اهل عرب گهر ٻار خالي ڪري، سير شڪار تي ويندا آهن).

– صَفَر سوئِين اربَع؛ ث. صفر مهيني جي پڇاڙيءَ وارو اربع جو ڏينهن. عام ماڻهو هن کي سڀورو ڏينهن سمجهندا آهن، پر حقيقت ۾ ائين نه آهي.

– صَفَر سوئِين اربَعائِڻ: سَيج هئڻ - ويراني ڏسڻ ۾ اچڻ (ن - ب).

● صِفَر؛ ث. (ع). خالي - ڪجهه به نه. ٻڙي.

● صَفرا؛ ذ. (ع). جسم جي چئن خلطن مان پيلي رنگ جو هڪ خلط. جسم جو پيلو پاڻي - پِت - ڪڙاڻ. ڪاوڙ - تيسو - ضد - هٺ.

– صَفراوِي ۽ صَفراوِي؛ صفت. صفرا جو - صفرا وارو. تيسر - ضدي - چيڙاڪ - هٺيلو.

– صَفراوِي مِزاج: ذ. اهو ماڻهو جنهن جي مزاج ۾ صفرا جي خلط زياده هجي - تلخ مزاج.

● صَفَر طَوق: اسم خاص. سنڌ جي اولهه ۾ هڪ جبل جو نالو.

● صُفو ۽ صُفا: ذ. وڏي ڪوٺي - ڪمرو - صفحو.

● صَفُوران؛ اسم خاص. ڪراچيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. عورت جو نالو.

● صَفَوِي: اسم خاص. (ع). ايران جي هڪ شاهي خاندان جو نالو (جنهن ۾ شاهه طهماسپ، شاهه اسماعيل مشهور بادشاهه ٿيا).

● صَفِي: صفت. (ع. صَفَوَ = صاف ٿيڻ) صاف - پاڪ - پوتر. شُڌ - نيج - خالص (اسم خاص). حضرت آدم عليه السلام جن جو لقب.

● صَقِيلِي ۽ صَقَلِي؛ ذ. صفت. لوهه صاف ڪندڙ - ترارِيون ڌاهيندڙ.

● صَلا ۽ صَلائُون: ث. (ع) آواز. سَڏ - ڪاڌي کائڻ يا ڪنهن شئي واسطي سڏ. ڪوٺ - نينڊ - دعوت - لوتو - ڏامو.

– صَلا ڪَرَڻ: ڪاڌي کائڻ لاءِ چوڻ - ڪاڌي لاءِ سڏ ڪرڻ.

● صَلابَت ۽ صَلابَتُون: ث. (ع. صلابت > صَلَبَ سخت ٿيڻ) سختي - مضبوطي - ڏاڍائي. استحڪام - ٻيهڪ - ٻيڻائي. اقبال - شان - شوڪت. رعب - دٻدٻو - حشمت - تُومان - آب - تجمل - ٺٺ - ٺلڪ - مٺيا - ڏيا - ماڃاهه.

– صَلابَت جَنگ؛ ذ - صفت. لڙائي جو مضبوط. بهادر - جنگجو - جوڌو. جنگي عهديدارن جو خطاب.

● صَلاحَ ع صَلاحُون؛ ث. (ع. صلاح> صَلَحَ = چڱو ٿيڻ) نيڪي - ڀلائي - سٺائي - چڱائي. بهتري - بهبودي. نيڪ ڪاري. پارسائي. سچائي؛ جيئن

"ساهڙ جي صلاح، پار لنگهايس پاجهہ سين"

(شاه - سهڻي).

مت - نصيحت - هدايت. مشوره - مصلحت - ڳُٺت - لاءِ - رٿ - تدبير - تجويز. ارادو - منشا - مرضي. ڪاڏي ڪائڻ جي التجا - صلا.

- صَلاحَ ٻيهَڻُ؛ رٿ ٻيهڻ - مشوره ٿيڻ - تجويز بحال ٿيڻ. ارادو ٿيڻ.

- صَلاحَ ٻُڌائِڻُ؛ راءِ ڏيڻ - تجويز ٻڌائڻ - ڍنگ ٻڌائڻ - رستو ڏسڻ.

- صَلاحَ پَرِيُو ع صَلاحَ پَرِيا؛ ذ - صفت. صلاح وارو - صلاحتو - مناسب - واجب - ٺيڪ.

- صَلاحِتو ع صَلاحِتا: ذ - صفت. صلاح وٺندڙ - مشوره ڪندڙ. لياءِ سان - شرعاً - عدلاً.

- صَلاحَ تي هَلَڻُ؛ ڪنهن جي راءِ تي ڪم ڪرڻ. ڪنهن جو چيو مڃڻ.

- صَلاحَ پُڇَڻُ؛ راءِ پڇڻ - رٿ پڇڻ - ارادو پڇڻ - مرضي پڇڻ.

- صَلاحَ ڏِيَڻُ: راءِ ڏيڻ - رٿ ڏيڻ - مشوره ڏيڻ - تجويز ڏيڻ. رستو ٻڌائڻ. مڪتب ۾ ڪائڻ واري شيءِ سان سيڪار ڀندڙ کي ڀاڱو ڏيڻ. (ن-ب).

- صَلاحَ سانُ؛ ظرف. راءِ سان - رٿ سان - مشوره سان - تجويز سان. سمجهائڻ سان.

- صَلاحَڪارُ ع صَلاحَڪارَ؛ ذ - صفت. (ع. صلاح. +ف ڪار> ڪردن = ڪرڻ) صلاح ڏيندڙ - راءِ ڏيندڙ - مشوره ڏيندڙ. مشير - منتري - وزير. ناصح.

- صَلاحَ ڪَرَڻُ: راءِ ڏيڻ - راءِ وٺڻ - مشوره ڪرڻ - ارادو ڪرڻ - تجويز ڪرڻ - تدبير سوچڻ - ڳُٺت ڪرڻ. ٻُڇڻ - ڳُٺڻ - ٻَهَڻ. هڪراءِ ٿيڻ. ڪاڏي ڪائڻ لاءِ سڏ ڪرڻ - طعام ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سڏ ڪرڻ. صلاح ڪرڻ.

- صَلاحَ مَشْوِرَهُ؛ ذ. تدبير و تجويز - اڪيل سڪل.

- صَلاحَ مَصلِحَتُ: ث. مشوره - راءِ - راءِ زني - هدايت. سوچ - ويچار - ڳُٺت. اڪيل سڪل.

- صَلاحُو ع صَلاحُو؛ ذ - صفت. صلاح ڪندڙ. صلاح ڏيندڙ - صلاحي.

- صَلاحَ وَٺَڻُ: راءِ وٺڻ. رٿ وٺڻ - مشوره پڇڻ. ڪائڻ جي شيءِ مان ڪجهہ حصو وٺڻ.

- صَلاحِيُ ع صَلاحِيُ؛ ذ - صفت. صلاح ڪندڙ - صلاح ڏيندڙ - صلاحو - صلحي - ملتي - جُٽَ - ڀِتُ - شريڪ - ساٿي.

● صَلاحِيَّتُ ع صَلاحِيَّتُون؛ ث. (ع. صلاحيت > صَلَحَ = چڱو ٿيڻ) بهتري - ڀلائي - نيڪي. اصلاح - درستي. پارسائي - پرهيزگاري. لياقت - سمجهہ. پهچ - رسائي. نرمي. ملائمت - آهستگي.

● صُلحُ ع صُلحَ؛ ذ. (ع. صُلحُ> صَلَحَ = چڱو ٿيڻ) ميل - ميلاپ - اتحاد - ٻڌي - ٺاهہ - ٺهراءُ - سلوڪ - موافقت - راضپو - راضي نامہ - پرچاءُ - سرچاءُ. آمنُ - امانَ - آشتي - سلامتي. سُک - آنند - آرام - قرار - ڪُشل - ڪلياڻ.

- صُلحَ آميزُ؛ صفت. (ع. صلح +ف. آميز> آميختن = ملي وڃڻ) صلح وارو - صلح جو - صلحائتو.

- صُلحائِتو ع صُلحائِتا؛ ذ - صفت - صلح وارو - صلح پسند - با امن - سانتيڪو - سليم - صلحي. آنند مئي - آسودو.

- صُلحُ ٿيَڻُ: عهد نامہ ٿيڻ - ٺاهہ ٿيڻ - ميلاپ ٿيڻ - اتحاد ٿيڻ. پرچاءُ ٿيڻ - سلوڪ ٿيڻ - پرچڻ - سرچڻ - راڄ ٿيڻ - ٺهڻ - راڏاويڏ ڪرڻ. سک ٿيڻ - امن ٿيڻ - شانتي ٿيڻ.

- صُلحَ پَسَندُ ع صُلحُ پسند؛ ذ - صفت. (ع. صلح + ف. پسند> پسنديدن = وڻڻ) صلح پسند ڪندڙ - امن پسند - صلح دوست.

- صُلحُ دوسْتُ ع صُلحَ دوسْتَ: ذ - صفت. صلح کي پسند ڪندڙ - امن جو گهرجائو - امن پسند سا اهنسڪ - صلح پسند.

- صُلْح صَلاح ڪَرَڻُ: سوچ ويچار ڪرڻ- مصلحت ڪرڻ- مشوره ڪرڻ.
- صُلْح ڪَرائِڻُ: ٻنهي ۾ ناهه ڪرائڻ- ميلاپ ڪرائڻ- ٺڌي ڪرائڻ.
- صُلْح ڪَرَڻُ: ناهه ڪرڻ- ميلاپ ڪرڻ. ٺڌي ڪرڻ. عهدنامو ڪرڻ. ٺهراءُ ڪرڻ.
- صُلْح ڪُل: ذ. صفت. سڀني مذهبن جو هڪڙو مقصد، خيال اڳيان رکي ڪنهن مذهب جي مخالفت نه ڪندڙ- امن پسند.
- صُلْح ۾ وِگوڙ: بدامني- فساد- جهيڙو- جنگ- فتنو.
- صُلْحنامُو ۽ صُلْحناما: ذ. ناهه جو دستاويز- صلح جو ڪاغذ- لکيل پرچاءُ- پرچاءُ نامو- عهدنامو- راضي نامو.
- صُلْح وَ صَفا: ث. صلح- دوستي- ناهه.
- صُلْحِيُ ۽ صُلْحِيي: ذ. صفت. با امن- صلحائتو- صلح پسند- ساڻيڪو. سليم. آنند مئي- آسودو.
● صَلِّ عليٰ: ث. (ع). لغوي معنيٰ ۾ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جن تي درود موڪل.
- صَلْعَم: ث(ع). دعا- صلي الله عليه وآله وسلم جو مخفف (اُن تي خدا تعاليٰ جا درود رحمتون ۽ سلام هجن).
● صَلوٰاة: ث. (ع). درود- خدا جي رحمت. دعا. نماز- بندگي. خدا جي واکاڻ. برڪت. آشيرواد- آسيس.
- صَلَوات ۽ صَلَواتُون: ث. صلوات جو جمع- برڪتون. خدا تعاليٰ جي طرفان حضور پاڪ جن جي حق ۾ درود، برڪتون ۽ رحمتون. دعا- بندگي- نماز- پراٿنا. منٿ- عرض- سوال. آسيس- آشيرواد.
- صَلَواتُون پَڙهائِڻُ: ٻرو ڀلو چوڻ- گاريون ڏيڻ- ڪهٽ وڏا ڳالهائڻ.
● صِلهُ: ذ. (ع). انعام- عطا- بخشش- تحفه- هديه. ايڪيءَ جو عوض- بدلو- اجر. جزاءِ نيڪ.
- صِلهُ ڏِيَڻُ: انعام ڏيڻ. بدلو ڏيڻ- عوض ڏيڻ- اجرت يا مزدوري ڏيڻ.
- صلهُ مِلَڻُ: سٺي ڪم جو عوض ملڻ- بدلو ملڻ.
● صَلِيبُ ۽ صَلِيبَ: ذ. (ع. صلب = ڦاسي چاڙهڻ) دار- سولي- چليپا- ڦاسي. ڦاسيءَ جو ڪاٺ. عيسائين جي خاص نشاني- ڪروس.
- صَلِيبَ تي چاڙهَڻُ: ڪروس تي چاڙهڻ- ڦاسيءَ تي چاڙهڻ. مغلوب ڪرڻ.
- صَلِيبِي ۽ صَلِيبِيي: ذ. صفت. مجاهد- بهادر.
● صُمُّ ۽ صُمُّ: ذ. صفت. (ع. اصمّ ۽ صُمّ = گنگو) ڪَنَن کان نه ٻڌندڙ- ٻوڙو- ڪهبرو.
● صَمَدُ ۽ صَمَدَ: ذ. صفت. (ع). بي نياز- غير محتاج- بي پرواهه. خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو. ڌڻي- مالڪ- آقا- خاوند- رَبُ- پرڀُو. (صفت. ظرف). ات- قائم- ازلي و ابدي- سناتن- انادي- هميشه- هميشه جو- جاودان- امر.
- صَمَدانِي ۽ صَمَدانِيي: ذ. صفت. وڏائيءَ وارو. جوان.
● صَمَدانِي شَبابُ ۽ صَمَدانِيي شَبابَ: ذ. صفت. وڏائيءَ وارو جوان.
● صَمْصامُ: ث. (ع). اهڙي شيءِ جنهن جو منهن نه ڦري (ڪنايةً) تکي تلوار- تلوار- شمشير- سرواهي.
● صَمَنْدُ ۽ صَمَنْدَ: ذ. صفت. گهوڙي جو هڪ قسم. گهوڙي جو هڪ رنگ. سمند (گهوڙو).
● صَمَنْدُ ڪوٽُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● صَنّاعُ: ذ. صفت. (ع. صَنَعَ = ناهڻ) تمام وڏو ڪاريگر- پيشه ور- هنرمند.
- صَناعَتُ ۽ صَناعَتُون: ث. هنر. ڪاريگري. ڪرت- ڪم- پيشه- ڌنڌو. وڻج- واپار- سودو- سوداگري- تجارت.
- صَنائِعُ: ذ. جمع صنعت جو. صنعتون- ڪاريگريون- هنر.

- صَنائع بَدائع: ذ. نظم يا ڪلام ۾ طبيعت جي لاڙي ۾ رنگيني پيدا ڪرڻ لاءِ عجيب و غريب نڪتا.

● صُندرائبي (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● صَنْدَل ۽ صَنْدَلَ: ذ. (سن. چندن) خوشبوءِ دار وڻ جو هڪ قسم- چندن. (صندل ٽن قسمن جو آهي؛ ١- سفيد، خوشبودار. ٢- ڳاڙهو، بنا خوشبو. ٣- پيلو، بنا خوشبو، صندل جي ڪاٺي بنا ريشي ٿئي ۽ گهڻ سان بلڪل صاف ٿئي). (سن. سندي) ڪاٺ جو نهيل ڪٽولو- تختن سان ٺهيل کٽ- تختائين کٽ.

- صَنْدلي ۽ صَنْدليون: ث. (سن. سندي) ڪاٺ مان ٺهيل ننڍو صندل- ڪاٺ جي ننيڙي تختائين منجي. ڪورين جو هڪ اوزار- تُرَ ۾ پيل لوهي سيخ (ت).

● صَنْدُوق ۽ صَنْدُوقون: ث. (ع) پيٽي- بڪس. تابوت. (اسم خاص). تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● صَنْعان: اسم خاص. (ع) هڪ مشهور معروف ولي ڪامل جو نالو (جو پوءِ بت پرست ٿيو).

● صَنْعَت ۽ صَنْعَتُون: ث. (ع. صَنَعَ = ناهڻ) ڪاريگري- هنر- فن. پيشو- ڌنڌو- ڪسب- ڪم. اٽڪل- ڏپ. چالاڪي- ڪيڏ- اٽڪل بازي- حرفت.

- صَنْعَت گَر ۽ صَنْعَت گَرَ: ذ- صفت. ڪاريگر- هنري. ڪارستالو- پيشه ور. استاد. اٽڪلي- چالاڪ- حرفتي.

- صَنْعَتي ۽ صَنْعَتيُ: ذ- صفت. هنر جو- ڪاريگريءَ جو. هنري- ڪاريگر- هنرمند.

● صِنْف: ث. (ع). قسم- جنس- نوع (ڪن لغتن صنف جي معنيٰ لکي "هر نوع جو قسم" جيئن "نوع" آهي گهوڙو ۽ صفت آهي ترڪي، عربي، ايراني، ساموندي وغيره").

- صَنَم ۽ صَنَمَ: ذ. (ع). بُت- مورتي- پتلو- پتلي. (مٽيءَ، پٿر، ڌاتو يا ڪاٺي وغيره) مان ٺهيل بت. (صفت). پريتم- پيارو- دلبر- دلدار- دلربا- جاني- محبوب- معشوق لالڻ- پرين- سپرين.

- صَنَم خانو ۽ صَنَم خانا: ذ. (ع. صنم + ف. خانه = گهر) بتخانو- مندر- ديول.

- صَنَم ڪَدَه: ذ. (ع. صنم + ف. ڪده = پيالو) صنم خانو.

● صَنَوْبَر ۽ صَنَوْبَرَ: ذ. (ع) وڻ جو هڪ قسم. چيل- ديال.

● صِينِڪ ۽ صِينِڪُون: ث. (ع. صحنڪ) ننڍو طباق- رڪابي- ٿالهي- ٿيلهي- ٻاٽ- سيڻڪ.

● صَواب ۽ صَوابَ: ذ. (ع) صوب=سڌو وڃڻ) سڌو- راست- صحيح- درست. بهتر- خوب. سڌائي- سنوت. سنئون رستو- چڱي وات. سُٺ- سچائي- ثواب- برڪت. خير جو ڪم- نيڪي چڱائي- ڀلائي. سدا آچار- گڻ- خاصيت- وصف. پرهيزگاري- ديانتداري. جيئن:

"ساهڙ رءِ صَوابُ، آءُ گهٽو ئي گهوريان" (شاهه).

● صُوبو ۽ صُوبا: ذ. (ع. صُوبَه) پرڳڻو- علائقو. ملڪ يا حڪومت جو حصو. صوبي جو حاڪم- امير- سردار- حاڪم- رئيس. (صفت). خالداني- ڪُلين- اصيل- پلو- آتم.

- صُوبِدار ۽ صُوبِدارَ: ذ- صفت. صوبي جو حاڪم- پرڳڻي جو مالڪ- گورنر.

- صُوبِداري ۽ صوبداريون: ث. صوبي جي حڪومت. صوبه دار جو عهدو.

- صوبيدار ۽ صُوبيدارَ: ذ- صفت. صوبي جو سنڀاليندڙ- صوبه دار. پوليس جو هڪ ننڍو عملدار- ٿاڻيدار.

- صُوبيداري ۽ صُوبيداريون: ث. صوبه داري. صوبه دار جو عهدو. حڪومت جو علائقو.

● صوپا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● صُوپُو لُنڊ: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● صَوت: ذ. (ع. صوت = آواز ڪرڻ) آواز- صدا- ندا- بانگ.

● صُوُر ۽ صُوُرُوُن؛ ث. (ع. صور=آواز ڪرڻ) وڄائڻ جو سڱ - سڱي - قرناءِ - قرن - نفيري - نفيل - سنڱهو. مسلمانن جي عقيدي ۾ حضرت اسرافيلؑ وارو توتارو (جنهن جي ڏڪاءَ ۽ سخت آواز تي سڀ ماڻهو مري ويندا).

- صُور اِسرافِيلُ: ذ. اهل اسلام جي عقيدي موجب، قيامت جي ڏينهن تي حضرت اسرافيلؑ جي توتاري جو آواز.

● صُوُرَتَ ۽ صُوُرَتُون؛ ث. (ع. صورت) شڪل - شبيهه - مُنهن - مهانڊو - چهرو - ايڪر - آڪار - روپ. نقشو - نقش - فارم. ڳهاڙ - بناوت. تصوير - خاڪو - مورت. قالب. پُتلي. ڳهاٽ - طرح - طريقو - ڍنگ - نوع - لمونو - آچار - وڏي - دستور. تدبير - تجويز - اٽڪل - ريت. علامت - نشان. حالت - ڪيفيت. اوستا - ڪَتيي - دشا - رونداد. درجو. (ظرف). مانند - مثل - وانگر.

- صُوُرَتُ آشنا ۽ صُوُرَت آشنا؛ ذ. صفت. (ع. صورت+ف. آشنا=واقف) معمولي واقف - روشناس - چاڻ سڃاڻ.

- صُوُرَتُ بَدلَڻُ؛ ويس بدلڻ - چهرو تبديل ڪرڻ - شڪل بدلڻ.

- صُوُرَتُ بِگاڙَڻُ: چهرو بگاڙڻ. شڪل خراب ڪرڻ - اڏاوت خراب ڪرڻ - ڦٽائڻ - سهڻائي خراب ڪرڻ.

- صُوُرَتُ پَرَستُ ۽ صُوُرَت پَرَسَتَ؛ ذ - صفت. (ع. صورت + ف. پرست > پرستيدن = پوڄا ڪرڻ) بت پرست - ظاهر پرست.

- صُوُرَتُ جو صاحِبُ هُئَڻُ: صورت وارو هئڻ - نهايت سهڻو هئڻ.

- صورتُ حالُ؛ ث. ظاهري حالت - حقيقت - سچي ڳالهه. نقشو - خاڪو. رٿا - تجويز - سِٽا - سِٽ - مسوده. سچي ڳالهه - حقيقت.

- صُوُرَتُ حَرامُ ۽ صُوُرَتَ حَرامَ؛ ذ - صفت. شڪل جو چڱو پر اندر جو کوٽو - پاهران سٺو پر اندر جو پليت - ڏيکائيتو - ڏيکدار - ڏيکر. پاهران سچو - ملمعائي - آريبي.

- صُوُرَتُ خَطيِيُ ۽ صُوُرَتُ خَطيِوُن؛ ث. اکر اکر ڪري لکائڻ جي حالت - مشق.

● صُوُرَتُ دارُ ۽ صُوُرَتُ دارَ: ذ - صفت. صورت ولد - خوبصورت - سهڻو.

- صُوُرَتُ دِيوارُ ۽ صُوُرَتُ دِيوارَ؛ ذ. صفت. صورت حرام.

- صُوُرَتُ ڏيکارَڻُ؛ شڪل ڏيکارڻ - مهانڊو ڏيکارڻ. سامهون اچڻ - روبرو اچڻ.

- صُوُرَت گَرُ ۽ صُوُرَتُ گَرَ؛ ذ - صفت. (ع. صورت + ف. گر=ٺاهيندڙ) مورت ٺاهيندڙ - تصوير ٺاهيندڙ - مصور - نقاش.

- صُوُرَتُ گَريُ ۽ صُوُرَتُ گَريون: ث. مورت ٺاهڻ جو ڪم - مصوري - نقاشي.

- صُوُرَتُ وَنُدُ ۽ صُوُرَتُ وَنُدَ؛ ذ - صفت. صورت وارو - ڊولائتو - سهڻو - شڪيل - حسين - خوبصورت - ٺاهوڪو - زيبائتو - موچارو - سوپياوان - سدرشن - عمدو - چڱو چرڪو - وينگس - ڏڄ مڄ جهڙو - ليڪو - اوگهو - پريه مان.

- صُوُرَتِيِي ۽ صُوُرَتِيُون؛ ث. ٻارن جي هڪ راند جو لمونو - قسمت آزمائي (هُڪُن يا ڪُٽُن رستي).

● صُوُفُ ۽ صُوُفَ؛ ذ. (سيب: سن. سيبو) ميوي ۽ وڻ جو هڪ قسم. (ع). آنَّ - پشم - ڪاري رلگ جي ڪپڙي جو هڪ قسم - ايلپاڪو. گوشت يا ڀاڄيءَ جو سَتُ - رَسُ (جو بيمار وغيره کي ڪارائجي) پرت جو هڪ قسم (ث).

- صُوُفانُشُونُ ۽ صُوُفانُشانُ؛ ذ - صفت. صوف جي رنگ جهڙو. (ذ). مَتَنَرُ.

- صُوفانُشِينُ چِنِيُ (ث): ث. پرت پريل چني (جا ڪنوار جي پيڪن مان موڪلائي ساهري گهر وڃڻ وقت پائي).

- صُوُفِيُ؛ پيرُ ۽ صُوُفِيُ پيرَ؛ ذ. صوف جيڏي وڏي پير جو هڪ قسم.

- صُوفائِي: اسم خاص. تعلقي ميرواه (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● صُوفِنْتِي ۽ صُوفِنْتِيُون: ث. دوا ۾ ڪم ايندڙ ڏک پسارڪو وکر- ٻج جو هڪ قسم.

● صُوفِي ۽ صُوفِي: ذ- صفت. (ع. صُوف = اُن مان ٺهيل ڪپڙو) اوني ڪارو ڪپڙو پهريندڙ- پشمينه پوش. متقي- پارسا- پاڪباز- پرهيزگار- صاف. (ذ). فقيرن جو هڪ قسم- سلوڪ وارو فقير. شراب يا ڪنهن به نشي کان پرهيز ڪندڙ. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- صُوفِيائِي ۽ صُوفِيائِيُون: ث. پرهيز- پرهيزگاري- سنجم- اعتدال- رک- ڪِري- جُڳت. شراب کان پرهيز.

● صولائيتو ۽ صولائيتا: ذ- صفت. جڙندڙ- شائستو- ٺهندڙ- لائق- شايان- وڻائيتو- ڏانوَ جو- ڪم جو- وڻندڙ- ڀاوند- جڳائتو.

● صَوْم: ذ. (ع. صَوم = رکجڻ) روزو- ورت.

- صَوْم صَلواة: روزو نماز.

● صَهْبا: ث. (ع). ڳاڙهو شراب- سفيد انگورن جو شراب.

● صهيجا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● صَيّاد ۽ صَيّاد: ذ- صفت. (ع. صيد = هو شڪار ٿيو) صيد ڪندڙ- شڪار ڪندڙ- شڪاري- ماري- آهيڙي.

● صَيْد ۽ صَيْد: ذ. (ع. صيد = هو شڪار ٿيو) اهو جانور جو مارجي- شڪار.

- صَيْد ڪَرَڻ: شڪار ڪرڻ- آهيڙڻ. قبضي ۾ آڻڻ- وس ۾ آڻڻ.

- صَيْدگاهَ ۽ صَيْدگاهَ: ذ. ث. (ع. صيد + ف. گاهه = جاءِ) شڪار جو هنڌ- شڪارگاهه.

● صِيغو ۽ صِيغا: ذ. (ع. صوغ = ڪارب ۾ وجهڻ) سانچي ۾ وجهڻ- قالب ۾ ڍاليل. لفظن جو اصل- ڌاتو- بنياد- اشتقاق- وُتپتي. ارٿ- مطلب- معني. گرامر جي اصطلاح ۾ اهو لفظ جنهن مان فعل جي بيان جي نموني جي خبر پوي. اهل تشيع ۾ ايجاب و قبول جا ڪلمه- نڪاح- عقد.

● صَيْفَل: اسم خاص. تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● صَيْقَل: ث. (ع. صَقَلَ = پالش ڪرڻ) ڪٽ (لوهه ٽان) لاهڻ جو ڪم. صفائي چمڪو- چلڪو- اوجر- تاب.

- صَيْقَل ڏِنِي ۽ صَيْقَل ڏِنِي: ذ- صفت. مانجيندڙ- مليندڙ. دل اجار.

- صَيْقَل ڪَرَڻ: ڪٽ لاهڻ (لوهه ٽان)- صاف ڪرڻ- چمڪائڻ.

- صَيْقَل گَر ۽ صَيْقَل گر: ذ- صفت. چمڪائيندڙ- چلڪائيندڙ- اجاريندڙ- هٿيارن يا لوهه جي سامان کي چمڪائيندڙ ۽ صاف ڪندڙ- لسو ڪندڙ- پالش ڪندڙ- ٽپيوڙو- زرهه ساز- سلاح ساز.

- صَيْقَلْگِير ۽ صَيْقَلْگِير: ذ- صفت. صيقل گر.

# ض

ضُ: ذ. (ع). عربيءَ جو پندرهون، فارسيءَ جو ارڙهون ۽ سنڌيءَ جو چوٽيهون (٣٤) اکر- ابجد جي حساب موجب عدد (٨٠٠).

● ضابِطُ ۽ ضابِطَ: ذ. صفت. (ع. ضَبَطَ = هن سو گهو ڪيو) هوشياري ۽ سمجهه سان ڏسندڙ- نظرداري ڪندڙ. چڱيءَ طرح پڪڙيندڙ- سو گهو جهليندڙ- قابض. انتظام ڪندڙ- مُنتَظِمُ. هوشيار. حاڪم- مالڪ.

- ضابِطو ۽ ضابطا: ذ. لُغوي معنيٰ ۾ هر شيءِ کي حد اندر نگاهه ۾ رکڻ جو ڪم- نگهداشت- نظرداري- چوڪسي- سنڀال. قاعدو- قانون- دستور- آئينُ. بندوبست- انتظام. ربط و ضبط- قبضو. دباءُ- رعبُ- حِمَت- هِمَّت- هِمّند ي- وسعتَ.

- ضابِطو رَکَڻُ: قاعدو رکڻ. بندوبست رکڻ. سختي رکڻ. جمت رکڻ- دباءُ رکڻ.

● ضادُ ۽ ضادَ: ذ. (ع. ض). پانگ ڏيندڙ ڪُکُڙُ (علم لتحيو ص ٢٠).

● ضاعِفا ۽ ضاعِفائُون (ت): ث. (ع. ضَعِيفَہ = هيٺي) عورت- زال- مائي- زائفان.

● ضامِنُ ۽ ضامِنَ: ذ. صفت. (ع. ضامن > ضَمَنَ = جوابدار رهڻ) ذمو کڻندڙ- ذمہ دارُ- ذمي وارُ- جوابداري کڻندڙ. ويساهه ڏياريندڙ. وچ ۾ پوندڙ- طرفدارُ- تلهي دارُ- عيوضي. وسيلو- آڌارُ- ٻچاءُ. وِري جي هيٺان تيڪ طور ڏنل ڪاني- شَهتيرُ.

- ضامِنُ ٿيَڻُ: ڪنهن جو ذمہ دار ٿيڻ. وچ ۾ پوَڻُ.

- ضامِنُ ڏِيَڻُ: ڪنهن ٻئي کي پنهنجي طرفان ذِمو کڻائڻ.

- ضامِنگِيرُ ۽ ضامِنگِيرَ: ذ صفت. ع. ضامن + ف. گير > گرفتن = وٺڻ) جوابداري کڻندڙ- ذِمہ دارُ.

- ضامِنگِيرِي ۽ ضامِنگِيرِيُون: ث. ذمہ داري- جوابداري.

● ضاءِ: ظرف. (ع. ضايع > ضَيَعَ = برباد ٿيڻ) نقصان (سمُر سريراڳ).

● ضائِفانُ ۽ ضائِفائُونَ: ث. (ع. ضَعِيفہ = هيٺي) زال- عورت- مائي.

● ضايَعُ: صفت. (ع. ضَيَعَ = برباد ٿيڻ) اڪارث- لڪمو- اجايو- بي فائدو. زِيانُ.

- ضايَعُ ٿيڻ: اجايو وڃڻ- بي فائدو وڃڻ- برباد ٿيڻ.

- ضايَعُ ڪَرَڻُ: بربا دڪرڻ- وِڃائڻ- بيڪار ۽ ليڪمو ڪرڻ- ناس ڪرڻ.

● ضَبْطُ: (ع. ضَبَطَ = هن سو گهو ڪيو) سنڀال- جاچ- نِگهباني- حفاظت- چوڪسي. روڪ- بندش- پابندي- قيد. سرڪاري قبضو. انتظام- بندوبست.

- ضَبْطُ ڪَرَڻُ: سنڀال ڪرڻ- نگراني ڪرڻ. روڪڻ- قابُو ڪرڻ. جذب ڪرڻ. بندش وجهي سرڪاري ڪرڻ. قبضي ۾ آڻڻ- قباڻڻ.

- ضَبْطِ وِلادَتَ: ث. اولاد کي روڪڻ جو فعل.

- ضَبْطِي ۽ ضَبْطِيُون: ث. نگراني- سنڀال. روڪ- بندش- پابندي. ڪنهن مال کي قبضي ڪرڻ واري حالت.

- ضَبْطِي ٿيَڻُ: سرڪاري سنڀال هيٺ اچڻ. قُرجي وڃڻ.

- ضَبْطِي ڪَرَڻُ: بندش وجهي سرڪاري ڪرڻ. قبضي ۾ آڻڻُ. قُرڻ- ڪَسَڻُ.

● ضخامت ؏ ضخامتون : ث. (ع. ضخامت < ضخم = ٿلهو ٿيڻ) ٿولهه - ٿلهائي - موٽائي - ضخم - جسامت.

● ضخيم ؏ ضخيم : ذ. صفت. ٿلهو - موٽو - جسيم.

● ضد : ذ. (ع). برعڪس - اُبتو - برخلاف - خلاف - اونڌو - اُبتو - اُلٽو - اُبتو.

● ضد ؏ ضد : ضدون. ذ. ث. مخالفت - برخلافي - عداوت - دشمني - ساڙ - حسد - وير - ڪينو - بغض. إصرار - هٺ - وري وري چوڻ - شدت. ليٽر پائي. بحث - هوڏ - شدو. ڪاوڙ - چڙ - غصو.

- ضد ٻڌڻ: گهڻو إصرار ڪرڻ - وري وري چوڻ - بحث ڪرڻ. هٺ ڪرڻ ڪنهن ڳالهه تي ٽيسو ڪرڻ. دشمني ڪرڻ - عداوت ڪرڻ - مخالفت ڪرڻ - وير رکڻ.

- ضد تي چڙهڻ: مخالفت تي سندرو ٻڌڻ. بحث تي چڙهڻ.

- ضد پورو ڪرڻ: چيو پورو ڪرڻ - خيال پورو ڪرڻ. وير وٺڻ.

- ضد چڙهڻ: ڪاوڙ چڙهڻ. هوڏ ڪرڻ.

- ضد رکڻ: وير رکڻ - دشمني رکڻ - مخالفت رکڻ.

- ضد ڪرڻ: هوڏ ڪرڻ - اصرار ڪرڻ. هٺ ڪرڻ. بحث ڪرڻ - تڪرار ڪرڻ. جهيڙو ڪرڻ - جهڳڙو ڪرڻ.

- ضدي ؏ ضدي : ذ. صفت. هوڏي - هٺيلو. بحثي - تڪراري. ڪنيت ڪندڙ - ڦڏائي - ليٽر - شد تي.

- ضديت ؏ ضديتون : ث. دشمني - وير - عداوت. بحث - إصرار. ڦڏو - ڪنيت - شدت - ليٽر پائي.

● ضربڻ: مصدر. (ع. ضرب = هڻڻ هنيون) ڌڪ هڻڻ - زخم رسائڻ - ايذاءُ رسائڻ. مارڻ. هيسڻ. علم رياضيءَ موجب ٻن عددن کي پاڻ ۾ ٻي سگهه ڏيڻ. ٽيو هڻڻ - مٿهر هڻڻ - چاٻو هڻڻ.

- ضرب ؏ ضربون : ث. چوٽ - ڌڪ - ڌڪ. رنڍ. مار. نقصان - گهاٽو. صدمو. ٽيو - چاٻو - مٿهر. علم رياضيءَ موجب ٻن عددن جي ٻي سگهه - عدد جي واڌ. شعر جو آخري لفظ - آڪر. بيان - ذڪر.

- ضرب آهت ؏ ضرب آهتون : ث. ضرب جي حساب جو جواب - سمائينه جو آنگ - پيچ آهت.

- ضرب آچڻ: چوٽ آچڻ - ڌڪ لڳڻ. گهاٽو پوڻ. صدمو آچڻ.

● ضرب المثل : چوڻي - مثال - پهاڪو.

- ضربخانو ؏ ضربخانا : ذ. سڪن ٺهڻ جي جاءِ.

- ضرب ڏيڻ : نقصان پهچائڻ. ضرب ڪرڻ.

- ضرب ڪرڻ : ضرب جو حساب ڪرڻ.

- ضرب لڳڻ: ڌڪ لڳڻ - چوٽ لڳڻ. صدمو پهچڻ.

- ضربيٽي ؏ ضربيٽيون : ث. اهو انگ جنهن کي ضربيندڙ سان ضرب ڪجي - پنجيٽي.

- ضرب هي چڏڻ: ڌڪ ڏيڻ. چوٽ رسائڻ. هيسائڻ - دٻائڻ (ت).

- ضربيل ؏ ضربيل : ذ. صفت. نقصان رسيل. ڦٽيل - زخميل - گهايل. زيان ٿيل.

- ضربيندڙ ؏ ضربيندڙ : ذ. صفت. انگ کي وڌائيندڙ - پچندڙ - ضرب ڪندڙ.

● ضرر ؏ ضرر : ذ. (ع. ضر = نقصان پهچائڻ) نقصان - ٽوٽو - ڇيهو - خسارو - هرج - گهاٽو - زيان. ڌڪ - چوٽ. درد - تڪليف - صدمو.

- ضرر پهچائڻ : تڪليف پهچائڻ - إيذاءُ رسائڻ.

● ضرر رسان ؏ ضرر رسان : ذ. صفت. (ع. ضرر ف. + رسان < رسانيدن = پهچائڻ) نقصان رسائيندڙ - تڪليف پهچائيندڙ.

- ضررناڪ ؏ ضررناڪ : ذ. صفت. نقصان وجهندڙ - نقصانڪار - ٽوٽو وجهندڙ - ڇيهو رسائيندڙ - زيانڪار.

● ضَرُوْرُ: ظرف. (ع). واجبُ - لازِمُ - فَرْضُ - رِ هندو. بجا - بيشڪ - ضرور - دُرُسْتُ - بلاشڪ - جائي. هَرُو ڀَرُو. آڻ ٽَرُ - آٽَلُ - آوسُ - لا ڪَلامَ. (ذ). حاجت - گهرُجَ - ضَرُورتَ - چاهِنا - طَلَبَ - خُواهِشُ. (ع. ضَرَرُ = نُقْصانُ) ضَرَرُ - زيانُ. شاهه جي بيتن ۾ وزن جي ضَرُورَتَ ڪري "ضَرَرُ" کي ضَرُوْرُ ڪيو ويو آهي؛ جيئن
"منهنجا جَرَ ضَرُور ڪڇيءَ ڪوم ٿئي"
(شاهه).
- ضَرُوْرَتَ وارو - ضروري - لازمي - گهرجائو - حاجت مند - گهربيَلُ.
- ضَرُورتَ ۽ ضَرُوْرَتُون: ث. گهرُجَ - حاجَتَ - اِحتِياجُ - خواهَش - چاهِنا - طَلَبَ - دَرڪارَ. مشڪل - تنگي - لاچاري - دُشواري.
- ضَرُوْرَتَ ٿِيَڻُ: گهرُج ٿيڻ - طلب ٿيڻ.
- ضَرُوْرَتَ پَوَڻُ: گهرُجَ پوڻ - طلب ٿيڻ.
- ضَرُوْرَتْمَنْدُ ۽ ضَرُوْرَتْمَنْدَ: ذ. صفت. گهرجائو - حاجتمند - طالبو. مُفلسُ - محتاج - مِسْڪِيْنُ - تنگ حالُ.
- ضَرُوْرَتُ نَ آهي: جملو: گهرج ڪانهي. هَرُو ڀَرُو نه ٿيئي. طلب ڪانهي.
- ضَرُوْرِيُ ۽ ضَرُوْرِيُ: ذ. صفت. واجبي - لازِمِي - لاچارِي - مَجبورِي - تاڪيدي.
- ضَرُوْرِياتِ: ث. جمع ضَرُورَت جو - ضروري (شيون) - گهربل (شيون).
● ضَرِيبُ ۽ ضَرِيبَ: ذ. صفت. (ع. ضَرَبَ = هڻ هنيون) ضَرْبَ رَسِيَلُ - ضَرْبِيَلُ - قَتِيَلُ - ڌَڪَ لڳل. مارِيَلُ - وَرتَلُ - مُبْتَلا.
● ضَرِيْحَ ۽ ضَرِيْحُوْن: ث. (ع). قَبَرَ - گور - مَزارَ - مرقد - مقبرو. قبر جي سيرالدي - پيٽُ.
● ضُعْفُ: ذ. (ع. ضَعُفَ = هيڻو ٿيڻ) ڪمزوري - هيڻائي - ناتواني - بي طاقتي.

- ضَعِيفا ۽ ضَعِيفائُوْن: صفت. (ع. ضَعِيْفَہَ = هيڻي) هيڻي - آيرِي - ڪمزور - بي طاقت (عورت). ث. زال - عورت - مائِي.
● ضَعُوْفُ ۽ ضَعُوفَ (ت)؛ ذ. ضَعْفُ = هيڻائي) ضُعْفُ - ڪَمْزورِي - هيڻائي.
● ضَعِيْفُ ۽ ضَعِيْفَ: ذ. صفت. (ع. ضُعْفُ = ڪمزور) هيڻو - ڪمزورُ - نِستو - نِٻل - ناتوانُ - بي طاقت. آيِرو - ڏُٻَلُ - ڏُٻرو - نَحِيفُ - لاغَرُ. ٻُڍو - ٻوڙهو - پير مَرْدُ.
- ضَعِيْف الاعْتِقادِ: ذ. صفت. اعتقاد جو ڪچو - گهٽ ويساهہ وارو. سادو - ڀورڙو - ڀالو ڀولو.
- ضَعِيْفُ العَقْلِ: ذ. صفت. گهٽ عقل وارو - ڪَمُ عَقْلُ - بيو قُوف.
- ضَعِيْفائِي ۽ ضَعِيْفائِيُون: ث. هيڻائِي - ڪَمْزورِي - ناتَوانِي. سُستِي - سوڪهائي - ماندائي.
- ضَعِيفُ ٿِيَڻُ: ڪَمْزور ٿيڻ - نِٻَلُ ٿيڻ - اپرو ٿيڻ.
- ضَعِيْفَہ ۽ ضَعِيْفائُون: ث. ڪَمْزورُ (عَوْرَتُ). (صفت). ٻُڍِي - ٻوڙِهِي - ڀِيرسَنِ.
- ضَعِيْفِي ۽ ضَعِيْفِيُون: ڪَمْزورِي - ناتَوانِي - اپرائِيُ - هيڻائِي. ٻيري - ٻُڍاپَڻُ.
● ضَلالَتَ ۽ ضَلالَتُون: ث. >ضَلّ = گمراه ٿيڻ، غلطي ڪرڻ) آونداهِ - ڪاراڻِ. گمراهي. خطا - قُصُورُ. بُڇڙائي - خَرابي. خُواري - بَدنامِي - تباهي - بربادِي.
● ضِلَعُ: ذ. (ع). ڪنهن ملڪ جو پاڳو - تَعلقُ جو مجموعو - ڊِسٽرِڪْٽُ.
- ضِلَعو ۽ ضِلَعا: ذ. ڪنهن ملڪ جو حصو - ضِلَعُ.
● ضَمُ: ذ. (ع. ضَمّ = ملائڻ) ڪنهن شيءِ کي پاڻ ۾ ملائڻ جي حالت - شُموليتَ. پيشَ (ُ) جي حرڪت (اها حرڪت پنهي چپن جي ملائڻ سان نڪري).
- ضَمُ ڪَرَڻُ: مِلائڻ - گڏڻ - جوڙڻ.

● ضِمَادُ ٤ ضِمادَ ؛ ذ. (ع. ضَمَدَ = ٻَڌَڻُ) ليپُ - نرم ڪري زخم تي رکڻ جي دوا - مَلَستَرُ - ليپڙي.

● ضَمانُ ٤ ضَمانَ: ذ. صفت. (ع. ضَمِنَ = جوابداري کڻڻ) ٻاران هوندڙ - ٻدلو ڀولڏڙ - ضامِنُ - ضامنِي.

- ضَمانَتَ ٤ ضمانتُون: ث. (ع. ذمہ داري - ڪفالتَ - جوابداري.

- ضَمانَتُ نامو ٤ ضمانتُ ناما: ذ. (ع. ضمانت + ف. نامہ = لکيل ڳالهہ) ضمانت جي تحريرَ - ڪفالت نامہ - ضامِنَ جو اِقرارنامو.

- ضَمانَتِي ٤ ضَمانَتِي ؛ ذ. صفت. ضامِنُ هوندڙ - ضامِنُ ٿيل - ذِمہ دارُ - ضامنُ.

● ضِمْنَ ؛ ظرف. (ع). اندروني. هيٺان - ذِيلُ - باب - فصل - (ڪنهن لکت جو) فقرو.

● ضَمِيرُ ٤ ضَمِيرَ ؛ ذ. (ع). دِل - مَنُ - جيءُ - قلب - هِردو. اندر - ڳُجهہ - رازُ ڀيدُ - خيالُ - ڌِيانُ - مرضي. (ذ. صفت). اندروارو - پوشيده - مخفِي. گرامر ۾ اسم جو جانشينُ لفظُ - اسم جي بدران ڪم ايندڙ لفظُ، (١- ضمير حاضر ٢- ضَميرُ غائبُ ٣- ضميرُ متڪَلِمُ ٤- ضمير خالِص ٥- ضمير اِشارو ويجهو ٦- ضمير اشارو ڏُور ٧- ضمير مُبہَم ٨- ضمير مُشترڪ ٩- ضمير اِستِفهام ١٠- ضمير موصول ١١- جواب موصُولُ ١٢- ضمير متصل ١٣- ضمير مُنفصل).

- ضَمِيرُ اِستفهام: ذ. (ع. ضمير + استفهام < فهم = ڄاڻڻ) سوال پڇڻ لاءِ ڪم ايندڙ ضمير جو لفظ جيئن تہ ڇا؟ ڇو؟ وغيره.

- ضَمِيرُ اِشارو؛ ذ. اسمَنُ ڏانهن اِشارو ڪندڙ ضَميرَ جو لفظ جيئن تہ هو، آهو، هُنَ وغيره. (ٻہ قسم ١- ضمير اشارو ڏور ٢- ضمير اشارو ويجهو).

- ضَمير اشارو ڏُورُ؛ ذ. ڏوراهين اسم ڏانهن اِشارو ڪندڙ ضميري لفظ جئن تہ "هو، اهو وغيره".

- ضَميرُ اِشارو ويجهو؛ ذ. ويجهي اسم ڏانهن اشارو ڪندڙ ضمير جو لفظ جئن تہ "هي، هِنَ وغيره".

- ضَميرُ جواب موصُولُ: ذ. موصول جي جواب ۾ ڪم ايندڙ ضميري لفظ جئن تہ "سو، سا، آها وغيره".

- ضَمير حاضِرُ: ذ. ضمير حاضر اسم جي بدران ڪم ايندڙ ضمير جو لفظ جئن تہ "تُون، تَوهان، تو وغيره".

- ضَمير خالِصُ؛ ذ. ضمير متڪلم، حاضر ۽ ضمير غائب کي گڏي ڏنل نالو.

- ضَميرُ غائبُ؛ ذ. غائب اسم جي بدران ڪم ايندڙ ضميري لفظُ، جئن تہ "آهو، انهن وغيره".

- ضَمير مُبَهَمُ؛ ڳُجهو ضَميرَ وارو لفظ، جئن تہ "ڪيرُ، ڪهڙو، ڪُجاڙو وغيره".

● ضَمير مُتَّصِلُ: ذ. گڏيل ضميري پڇاڙي، جئن تہ "پِنسُ، لکيئُمِ، چيئَمُ وغيره".

- ضَمِيرُ مُتَڪَلِمُ؛ ذ. ڳالهائيندڙ اسم جي بدران ڪم ايندڙ ضمير جو لفظ، جئن تہ "آءٌ، اسين، مون وغيره".

- ضَميرُ مُشْتَرِڪُ: ذ. جملي ۾ فاعل جي بدران مفعول تي ڪم ايندڙ يا ضمير خالِصَ کي زور ڀرائڻ وارو ضمير جو لفظ.

- ضمير موصُولُ؛ ذ. ٻن جملن کي ڳنڍيندڙ اسم جي بدران ڪم ايندڙ لفظ جئن تہ؛
"جا لُڪَن لُوساڻي، سا سيج پسندي مسئي" (شاهہ).

● ضَميمُو ٤ ضَميمَا؛ ذ. (ع. ضميمہ < ضَمّ = گڏ ڪرڻ) ڪنهن شئي تي وڌيڪ لڳايل شئي - وڌايل شئي - ڪتاب پوري ٿيڻ کان پوءِ پڇاڙيءَ جو ڏنلُ وَڌِيڪ مَوادُ - تتمہ.

● ضَوءُ؛ ذ. (ع. ضَوأ = شني ڏيڻ) روشني - سِج جي روشني.

- ضَوءُفشانُ؛ ذ. صفت. (ع. ضو + ف. فشان < افشاندن = ڇڪيڙڻ) روشني ڪندڙ. روشَنُ - چمڪندڙُ - چِلڪندڙ.

- ضِيا ٤ ضِيائُونُ؛ ث. (ع). روشني - روشنائي - چمڪ - تجلّي - نُور - جوت - پرڪاشُ.

● ضِيافَتُ ۽ ضِيافتُون؛ ث. اسم (ع). ڪاڌي جي وڏي مَجلِس - مهماني - دَعوت - ڪاڌو - نوتو - مَجلِس.
● ضِيافَتَ ڪَرَڻُ: دَعوت ڪرڻ - ڪاڌو ڪارائڻ.
● ضِيافو ۽ ضِيافا؛ ذ. فائدو. ڪتيو - لاپُ (پرمانند)؛

● ضَيقُ: ذ. (ع. ضاق = سوڙهو ٿيڻ) تنگي - تڪليف - ڏکيائي - مُشڪلات - دِقت. ڪمي - ڪوتاهي. دَمَ جو مَرَضُ.
- ضِيقُ النَفَس: ذ. آيساهيءَ جو مرضُ - دَمَ جي بيماري.

# ط

**ط**: ث. (ع). عربي جو سورهون، فارسيءَ جو اوڻيهون ۽ سنڌيءَ جو پنجٽيهون اکر - ابجد جي حساب موجب عدد (٩).
● طَا؛ ذ. (ع). گهٽي حرص وارو ماڻهو. (علم نحوص ٢٠).
● طابِعُ ۽ طابِعَ؛ ذ. صفت. (ع. طَبَعَ = مُهر هڻڻ) ڇپائي ڪندڙ - ڇاپيندڙ.
● طارِقُ؛ اسم خاص. (ح). هڪ مشهور مسلمان سپهه سالار فاتح اسپين جو نالو.
● طارِيُ ۽ طارِيُ: ذ. صفت. (ع). اوچتو ظاهر ٿيندڙ - يڪدم اچي پوندڙ - ڇانئجي ويندڙ. غالب پوندڙ.
- طارِيُ ٿيَڻُ؛ ڇانئجي وڃڻ - غالب ٿيڻ. اوچتو اچي پوڻ.
● طاسَ ۽ طاسُون؛ ث. (ع). ويڪري منهن وارو - پيالو - ٿالهي - رڪابي. راند جو هڪ قسم - پتن جي راند - تاس (ل). ذ. گلي. سون - طلا (ڍول مارئي).
- طاسِرو ۽ طاسِرا؛ ذ. ٿانءَ جو هڪ قسم - وڏو وٽو.
- طاسَ وَرنِيُ ۽ طاسَ وَرنِيُون؛ ث. صفت. سون جهڙي - سهڻي.
● طاعَتُ ۽ طاعَتُون: ث. (ع. طاعت > طوع = فرمانبرداري ڪرڻ) فرمانبرداري - مڃتا - قبوليت. تابعداري - غلامي - ٻانهپ - ٻندگي - عبادت.
- طاعَتُ پَذِيرُ ۽ طاعَتُ پَذِيرَ: ذ. صفت. (ع. طاعت + ف. پذير > پذيرفتن = قبول ڪرڻ). فرمانبردار - مڃيندڙ - قبوليندڙ - چئيوان هئڻ.
● طاعُون: ث. (ع). بيماريءَ جو هڪ قسم - پليگ - وبا - وڦا - ٻڦا - مهامَرِيُ.
● طافَ ۽ طافُون: ث. سرحد - دنگ - حد - سنڌو - دگ. جبل ۽ ميدان ڪي هڪ ٻئي کان جدا ڪندڙ حد - ماٿري.
● طاقُ ۽ طاقَ (ل)؛ ذ. (ع. ظرف). ڏنگو پيچرو.
● طاقُ ۽ طاقَ: ذ. (ع. طاق > پهلوي > تاڪ = جارو - کڙڪي) ڀت ۾ لڳل ڪڏنو - محراب. دروازي جو هڪ پٽُ - دروازي جو تختو. دَرُ، دَرِي يا کٽ بند ڪرڻ جو تختو. (صفت). اڪي - ڇڙهو - يَڪو - واحد. لاثاني - بي نظير - ناياب. جيئن: ”فلاڻو هر ڪم ۾ طاق آهي“. (ف. طاس) ٿالهه - طاس. طَسُ. (سر مومل راڻو - گر).
- طاقباڻُون ۽ طاقاوانُ؛ ذ. صفت. طاق وارو (دروازو).
- طاقَ جو مُنڊو؛ ذ. واڍڪي محاوري ۾ دَرُ يا دريءَ جو هيٺيون مٿيون، وچون ڪاٺيءَ جو ٽڪرُ - ٻانيلي.
- طاقَ ڪَيَڻُ؛ وقت ۾ ڏڪ ڪيڻ - ٻيڙيءَ چاڙهي ڦرهو ڪيڻ - ڏڪ ڏيڻ - ڦرهو ڪيڻ - لاس ڪرڻ.

- طاقَ ڪَيِري' ڇِنڊَڻُ: تختا ڪيدي ڇڏڻ - سخت نقصان رسائڻ - ڏاڍو ڏُک پهچائڻ.

- طاقَ لَڳَڻُ: تختا بند ٿيڻ (دروازي جا). چُپ ٿي وڃڻ. حيرت ۾ پئجي وڃڻ - ٽپ ٽري وڃڻ - تپرس ۾ پوڻ - عجب ۾ پئجي وڃڻ. ڏک اچڻ - چوٽ لڳڻ.

- طاقَ لڳي' وَڃَڻُ: اوچتو ڪنهن خبر ملڻ تي حيران، پريشان يا پشيمان ٿيڻ - تختا لڳي وڃڻ. ٽپ ٽري وڃڻ - ارمان ۾ پئجي وڃڻ - سخت ارمان ٿيڻ.

- طاقَ نِڪِري' وَڃَڻُ: تختا نڪري وڃڻ - نقصان پهچڻ - سخت صدمو پهچڻ.

- طاقِيُ ع طاقِيُون': ث. دَرَ يا دريءَ جو هڪ پاسو يا پٽ. تاس جو هڪ پتو. واهه وغيره جي ڪاٽيءَ لاءِ ٻه سؤ کن فوٽن جو هڪ مفاصلو.

- طاقِيُون ڏِيَڻُ: گهرَ جا دروازا بند ڪرڻ - دَرَ ڍورڻ - دَرَ جا طاق بند ڪرڻ.

● طاقَتُ ع طاقَتُون'؛ ث. (ع. طاقه>طوق= ڪرڻ جي لياقت رکڻ) سگهه - زور - ٻل - قوّت - وِتُ. حوصلو - برداشت - لياقت.

- طاقَتُ آزمائِي' ع طاقَتُ آزمائِيُون': ث. (ع. طاقه+ف. آزمائي>آزما>آزمودن=تجربو هڻڻ) زور لڳائڻ جي حالت - زور آزمائي.

- طاقَتُ مَنْدُ ع طاقَتْمَنْدَ: ذ. صفت. (ع. طاقه+ف. مند=وارو) زور وارو - زبردست.

- طاقَتُ وارو' ع طاقَتُ وارا: ذ. صفت. سگهه وارو - سگهارتو - طاقت وَر - زور ڀريو - زور آور - زورائتو - همّت ڀريو.

- طاقَتْوَرُ ع طاقَتْوَرَ: ذ. صفت. (ع. طاقه+ف. ور=وارو) طاقت وارو - زور وارو - زبردست - زور آور - ٻلوان.

- طاقَتِي' ع طاقَتِي': ذ. صفت. زور آور - زور وارو.

● طاقو' ع طاقا: ذ. (ع. طاقه=ٽڪرو) ڪپڙي جو ٿانُ - ٽاڪيو.

- طاقِيو' ع طاقِيا: ذ. ڪپڙي جو ٿانُ - طاقو - ٽاڪيو.

● طالِبُ ع طالِبَ؛ ذ. صفت. (ع. طَلَبُ = هن گهريو) طلب ڪندڙ - خواهان. ڳوليندڙ - تلاش ڪندڙ - ڳولائو - جويا. عاشق - مريد. شاگرد. سالڪ - فقير.

- طالِبُ المَولي: ذ. صفت. موليٰ جو ڳوليندڙ. سنڌي زبان جي هڪ مشهور شاعر مخدوم محمد زمان هالائي جو شاعرانو تخلص.

- طالِبُ دُنيا؛ ذ. صفت. دنيا جو طلبگار - دنيوي خواهشمند - دنيا جو گهورو - لالچي - حريص.

- طالِبِ دِيدارُ: ذ. صفت. ديدار جو طالب - ڏسڻ جو خواهان - عاشق.

- طالِبِ عُقبيٰ؛ ذ. صفت. عقبيٰ جو گهورو. ديندار - عابد - زاهد. نيڪ - بزرگ.

- طالِبِ عِلْمُ ع طالِبِ عِلْمَ: ذ. صفت. علم جو طالب - علم چاهيندڙ - علم جو ڳولائو. پڙهندڙ - شاگرد - متعلم - وديارٿي.

- طالِبُ عِلْمِي' ع طالِبُ عِلْمِيُون'؛ ث. علم سکڻ جو ڪم - متعلمي - شاگردي.

- طالِبُو ع طالِبُو: ذ. صفت. طلب ڪندڙ - طلب رکندڙ - گهرندڙ. ڳولائو - ڳوليندڙ. مريد - چيلو. شاگرد.

- طالِبُ وُ مَطْلُوب: ذ. عاشق ۽ معشوق - محب وَ محبوب.

● طالِحُ ع طالِحَ: ذ. صفت. (ع. طالح > طلح = خراب ٿيڻ) بدبخت - ليا ڳو - نڌورو. خراب ماڻهو - شرير. (ضد. صالِحُ ع صالِحَ).

- طالِحُ تِتو' ع طالِحَ تِتا: ذ. صفت. نيا ڳو - چنڊو - بدبخت.

● طالِعُ ع طالِعَ: ذ. صفت. [(ع. طلع = اڀرڻ، مٿي ٿيڻ، مٿي وڃڻ) > طالع = مٿي ٿيندڙ] طلوع ٿيندڙ - نڪرندڙ - اڀرندڙ. (ذ). لڻون چنڊ. نجومين جي اصطلاح ۾ ڪنهن جي ڄمڻ وقت يا سوال پڇڻ وقت اڀرندي اُفق مان اڀرندڙ برج. بخت - نصيب - ڀاڳ - قسمت - ليراڙ - نيلاڙ - ستارو. جيئن: "مارُڪ جي مترَن، وڏا طالع تن جا" (شاهه).

- طالعُ تَنتُو ۽ طالعَ تَنَا: ذ. صفت. آيا ڳو- ٽيا ڳو - بد نصيب - بد بخت.
- طالعُ شُناسُ ۽ طالعُ شناسَ: ذ. صفت. (ع. طالع + ف. شناس > شناختن = سڃاڻڻ). نصيب - ڄاڻندڙ - نجومي - جوتشي.
- طا لعُمَندَ ۽ طالعِمَندَ: ذ. صفت. (ع. طالع + ف. مند = وارو) نصيبدار - خوش نصيب - ڀاڳ وارو - نصيب وارو - سڀاڳو - بختاور. اقبال مند.
- طالعِمَنديِ ۽ طالعِمَنديُون؛ ث. بخت- نصيب - قسمت - ڀاڳ کُليو. چڱي بشارت. ڏن دولت.
- ● طالوتُ: اسم خاص. (ع). قوم بني اسرائيل جو پهريون بادشاهه.
- ● طاماعُو ۽ طاماعُو: ذ. صفت. (ع. طَمَعَ = هُنَ لالچ ڪئي) طَمَعَ ڪندڙ - لالچي - طمعو- تاڪائو. اميدوار - سوالي.
- ● طامِعُ ۽ طامِعَ: ذ. صفت. (ع. طَمَعَ = هُنَ لالچ ڪئي) طمع ڪندڙ - طمع وارو - لالچي- لوڀي - حريص.
- ● طامُوعُو ۽ طامُوعُو: ذ. صفت. طامِعُ.
- ● طاسونُ ۽ طاسانُ (ت): ذ. (ع. طَعَامُ جو بگڙيل لفظ) طعام - کاڌو - خوراڪ.
- ● طٰه؛ ث (ع). قرآن شريف جي سورة جو نالو. (اسم خاص). حضور پاڪ جن جو نالو مبارڪ.
- ● طاهِرُ ۽ طاهِرَ؛ ذ. صفت. (ع. طاهر > طَهَرَ = صاف ٿيڻ) پاڪ - پوتر - صاف.
- ● طاهِرِيُ ۽ طاهِرِيُون؛ ڪاڌي جو هڪ قسم - ڳڙ پيل چانور - تهري - تانهري - مٺو ڀتُ.
- ● طائِرُ ۽ طائِرَ؛ ذ. صفت. (ع. طائر > طَيرَ = اڏامڻ) اڏامندڙ. (ذ). پکي - پرنده - پنڇي.
- طائِرِ قُدسَ: ذ. پاڪ جهان جو پکي - فرشتو - ملائڪ - ملڪ. (اسم خاص). حضرت جبريل عليه السلام جو هڪ نالو.
- طائِرِ قُدسِي؛ ذ. طائِرِ قدس.

- ● طائِفُ: اسم خاص. (ع). عربستان ملڪ جي هڪ شهر جو نالو.
- ● طائِفو ۽ طائِفا: ذ. (ع). قوم - گروهه - ٽولو - جماعت - جٿو - ٽولي - زمره. جهنڊ - ڀرو- ولر. گهراڻو - ڪل. خالدان. ملت - مذهب. پنٿ- فرقو - ذات - ورن. قافلو - ڪاروان. (ع. طوائف) نچڻين جي ٽولي. ڳائڻ وڄائڻ وارين عورتن جي ٽولي. ناچ - نچڪارو. لڙ - گوڙ - هُل - شور- پاڙيتال - ڏمچر.
- طائِفو وِجهڻُ؛ ناچ وجهڻ. گوڙ ڪرڻ.
- ● طائُوسُ ۽ طائُوسَ؛ ذ. (ع). پکيءَ جو هڪ قسم - مور - ڪارايل. ساز جو هڪ قسم - مور جي شڪل تي ٺهيل هڪ ساز.
- طائُوسِيُ تَختُ ۽ طائُوسِيُ تَختَ: ذ. مور پکيءَ جي شڪل تي ٺهيل تخت - عمدو تخت. (اسم خاص). شاهجهان بادشاهه جو تخت.
- ● طائِيُ: اسم خاص. (ع). عربستان ملڪ جي رهاڪو هڪ قبيلي جو نالو.
- ● طِبَ: ث. (ع. طَبَّ = دوا ڪرڻ) جسم ۽ جان جو علاج - حڪمت - ويدڪ. دوا دارون جو علم - دوائن جو علم - علم حڪمت. طبابت.
- طِبَ ڪَرَڻُ: حڪمت ڪرڻ - دوا ڪرڻ.
- ● طِبُ ۽ طِبَ؛ ذ. دوائن جو ڪتاب. طب بنسبت ڪيل ڪوبه ڪم.
- ● طَبابَتَ ۽ طَبابَتُون: ث. (ع). دوا دارونُ جو هنر - علاج - معالجه - حڪمت - ڊاڪٽري.
- ● طَبّاخُ ۽ طَبّاخ: طَباخُون: ث. (ع. طباخ = بورچي > طَبَخَ = پچائڻ) (ف. طباق = پيالو) بورچي - باورچي. ٺڪر جي ٿانءَ جو هڪ قسم - پاٽوڙو - پاٽ - ڦيلهي.
- طَباخِيُ ۽ طَباخِيُ (ت): ذ. صفت. کهٽو ڪائيندڙ - پيٽوڙو.
- ● طَباشِيرُ: ذ. (ع). پسارڪي وکر جو هڪ قسم - تپاشير.
- ● طَباعَتَ ۽ طَباعَتُون: ث. (ع. طَبَعَ = مُهر هڻڻ. ڇپڻ) ڇپائي (ڪنهن ڪتاب وغيره جي).

● طَباقُ ع طَباقَ: ذ. (ع. طبق ع طباق= پيالو - پاٽي) وڏي ٿالهي - ٿالهه - رڪابي. ٺڪر جو ٿالهُ - پاٽ - طباخ. ڪوپري - ڪيپراڻي.

● طَبالَ ع طَبالُون: (ت)؛ ث. ٽپال.

● طَبَعَ ع طَبعُون: ث. (ع). ماڻهوءَ جي بناوت - طبيعت - فطرت - خلقت. مزاج. عادت - خصلت - خو - سيرت - خلق - سڀاءُ. لاڙو - خواهش. اُڪر - سڪو - مهر - ڇاپو - ٺپو - ڇاپ - پور.

- طَبعُ آزمائي ع طَبعُ آزمائيون: ث. (ع. طبع + ف. آزمائي > آزما > آزمودن = تجربو ڪرڻ) طبيعت جي پرکڻ ۽ جو امتحان.

- طَبعَ رَسا؛ ذ. صفت. (ع. طبع + ف. رسا > رسيدن = پهچڻ) پهچندڙ طبيعت - تيز طبع.

- طَبعزادُ ع طَبعزادَ؛ ذ. (ع. طبع + ف. زاد > زادن = ڄڻڻ) طبيعت مان نڪتل - دل مان نڪتل - پنهنجي خيال مان ٺاهيل - پنهنجي ايجاد. ذاتي - شخصي - پنهنجو.

- طَبعَ ڪَرَڻُ؛ ڇَپڻُ - ڇاپڻ - شايع ڪرڻ.

- طَبعيُ ع طَبعي: صفت. طبيعت. فطرتي - خلقتي - ذاتي - پيدائشي.

- طَبعيُ جاگرافي: زمين جي اندرين توڙي ٻاهرين حالتن تي ڪيل بحث واري جاگرافي.

- طَبعيُ ڏيکُ؛ ذ. قدرتي نظارو - قدرتي ڏيک.

- طَبعيُ صُورَتُ؛ ث. قدرتي ڏيک.

● طَبَقُ ع طَبَقَ: ذ. (ع). ٿالهه - ٿالهي - رڪابي - طباق. ٺڪر جي وڏي ٿالهي - پاٽ. تَهُه - پَڙُ - طبقو (زمين وغيره جو). حصو - ڀاڱو (ڪنهن گهر يا ملڪ جو) ڏس - طرف - پاسو (لس).

- طَبَقَ اونڌا ٿيڻُ؛ بخت اونڌو ٿيڻ - بدبختي اچڻ.

- طَبقو ع طَبقا: ذ. درجو - منزل - تهه - پَڙُ. ڀاڱو - حصو.

● طَبَلُ ع طَبَلَ؛ ذ. (ع. طَبل = ڍُڪَرُ. ف. تبل = ڍُڪَرُ جو وڄت وارو پاسو) وڏو ڍُهل - دَمامو. نقارو - نغارو - ٻيرِ. ڍُڪَرُ - ڪَوارُ. ڪاوڙ - غصو - چيڙَ - تابش. فخر - وڏائي. خوشي. رعب - دهمان - دڙڪو. ٻڏاڪ.

- طَبلائيُ ع طَبلائيُ؛ ذ. صفت. طبلا وڄائيندڙ - ڍوڪڙي.

- طَبَلُ بازُ ع طَبَلَ بازَ؛ ذ. صفت. (ع. طبل + ف. باز > باختن = کيڏڻ) ڍهل جو وڄائيندڙ - لغارا ۽ نوبتون وڄائيندڙ.

- طَبلو ع طَبلا؛ ذ. (ع). ساز جو هڪ قسم - ننڍو ڍهل - ڍولڪ. ڍڪڙ.

- طَبَلچيُ ع طَبَلچيُ: ذ. صفت - طبلائي - ڍوڪڙي.

- طَبَلُ ڏيکارَڻُ؛ رعب ڏيکارڻ. فخر مان هلڻ.

- طَبَلُ ڪَرَڻُ: رعب ڄمائڻ - ڄمت ڪرڻ. دڙڪو داٻ ڪرڻ. فخر ڪرڻ (ڪنهن معمولي ڪم تي).

- طَبَلَ وَڄائِڻُ؛ ڍُڪَرُ وڄائڻ. خوشي ڪرڻ. وڏائي ڏيکارڻ.

- طَبَلُ هَلائِڻُ: ظلم سان حڪم هلائڻ. وڏائي ڪرڻ. رعب ويهارڻ لاءِ دڙڪو داٻ ڪرڻ. اختياري يا حڪم هلائڻ.

● طِبو ع طِبا (ل)؛ ذ. (ع. طب = علاج ڪرڻ) علاج - دوا - درمل - ٽڪي - ٻُڪي - ٻيلو. جيئن؛

"عشق جي آزار جو ويڄن نہ ڪئو تازم طبو".

● طِبِّي ع طِبِّيُ؛ ذ. صفت. (ع). طب جو - ڊاڪٽري - حڪيمي.

● طَبِيبُ ع طَبِيبَ؛ ذ. صفت. (ع). طبابت ڪندڙ - علاج ڪندڙ - حڪيم - ڊاڪٽر - ويد - ويڄ - معالج.

- طَبِيبانو ع طَبِيبانا: ذ. صفت. حڪيم وارو - ويڄ وارو.

- طَبِيبائي ع طَبِيبائيون؛ ث. فن طبابت - ويڄپائي - حڪمت.

- طَبِيبڪو ع طَبِيبڪا: ذ. صفت. طبيب وارو - طبيب جو - طبيبانو.

— طَبِيبَنِ تاتِ پَوَڻُ: بيمار ٿيڻ - اکهو ٿيڻ - طبيبن جو محتاج ٿيڻ. پين جي محتاجيءَ ۾ پوڻ - ڪاٽيارو ٿيڻ.

— طَبِيبَنِ تاتِ نَہ پَوَڻُ: طبيبن جي ضرورت نہ پوڻ - ڪڏهن بہ بيمار نہ ٿيڻ - هر وقت تندرست ۽ تازو توانو رهڻ.

● طَبِيبي ۽ طَبِيبِيُون: ث. فنِ طبابت - طبيباڻي - ويڄائي - حڪمت.

● طَبِيعت ۽ طبعيتون: ث. (ع). مزاج - سرشت - فطرت. خلقت - پيدائش. خو - عادت - خصلت - سڀاءُ. رجحان - لاڙو - خواهش.

— طَبِيعَتَ بِگِڙَڻُ: بيمار ٿيڻ. ناراض ٿيڻ - ڪاوڙجڻ.

— طبيعت پَرَچِڻُ: دل ڪٽي ٿيڻ - دل ٺهڻ - بيزار ٿيڻ. ڏڪ ٿيڻ.

— طبيعت شِناسُ ۽ شِناسَ: ذ. صفت. (ع). طبيعت + ف. شناس < شناختن = سڃاڻڻ) حڪيم - طبيب - ويڄ - ويد - ڏاهو.

— طَبِيعَتَ لَڳَڻُ: دل لڳڻ - جيءُ لڳڻ. شوق ٿيڻ - چاهہ ٿيڻ.

● طَبِيلو ۽ طَبِيلا: ذ. (ع. طويله = چوپائي مال کي ٻڌڻ جي نوڙي) گهوڙن ٻڌڻ جي جاءِ - ڪڙهہ - تنبيلو.

● طَبلُ ۽ طَبلَ (ت): ذ. (ع. طَبل = وڏو دهل) وڏو دهل - دمامو - طَبلُ.

— طَبلُ وڄهڻُ، طَبلُ وڄهڻُ: ناز نخرا ڪرڻ - سهائڻ.

● طَپاشِيرُ: ذ. (ع). ٻسار ڪي وکر جو هڪ قسم - طباشير - تپاشيرُ.

● طَپانُ: ذ. صفت. (ف). تڙ پندڙ - ٿڪندڙ - لچندڙ. تپندڙ - ٺهڪندڙ.

● طَرارُ ۽ طَرّارَ: ذ. صفت. (ع. طراو < طَرّہ = کپڻ) لغوي معنيٰ ۾ کيسو ڪتريندڙ - ڳنڍي ڇوڙ - بدمعاش. زبان دراز - واتراڏو - بڪ ڪندڙ - تيز زبان - تکو ڳالهائيندڙ. چالاڪ - هوشيار. شوخ - چنچل.

● طَرازَ ۽ طَرازونَ: ث. (ع. طرّاز = هلڪي ٻيڙي) ٻيڙيءَ جو هڪ قسم - ٻوليدي ٻيڙي (ٽانگهي تري واري، جا ندين ۽ واهڙن ۾ هلي. پر سموڊ ۾ نہ وڃي سگهي):

"تاري ونءُ طراز ڪي ..............."

(شاهہ).

ٻيڙي - ڍنگي - تراز. جيئن:

"تني جي ساڃاهہ تاري جهي طراز ڪي"

(خان زئي).

● طَراوَتَ ۽ طَراوَتُون: ث. (ع. طراوت < طَرو = تازو ٿيڻ) ساوڪ - سبزي. آلاڻ - پوسل - تري. ٿڌاڻ - خنڪي. فرحت - آرام - تازگي.

— طَراوَتَ بَخشَڻُ: ذ. صفت. (ع. طراوت + ف. بخش < بخشيدن = ڏيڻ) تازگي بخشڻ - فرحت بخشڻ.

● طَرَبُ: ث. (ع. طَرَب = خوشيءَ جي جوش ۾ اچڻ) خوشي - خرمي - فرحت. مزو - لذت - عيش. امنگ - جذبو.

— طَرَبُ انگيزُ ۽ طَرَبُ انگيزَ: ذ. صفت. (ع. طرب + ف. انگيز < انگيختن = ڪڙو ڪرڻ). فرحت بخشڻ - راحت ڏيندڙ - لذت بخش. امنگ وڌائيندڙ - جذبو ڏياريندڙ.

● طَرَبُوشَ: ث. ترڪي ٽوپيءَ جو هڪ قسم.

● طَرَحَ ۽ طَرَحُونُ: ث. (ع). طور - ڍنگ - نمونو - طرز - ريت - ڍول - انداز. طبع آزمائي لاءِ شاعرن کي ڏنل مصرع.

— طَرَحدارُ ۽ طَرَحدارَ: ذ. صفت. نموني وارو - ڍنگ وارو - وضعدار. خوبصورت - سهڻو.

— طَرَحُونُ ڪَرَڻُ (ت): آهلُونُ ڪَرَڻُ - لَتَلَ ڪَرَڻُ - ويچارا ڪيڻ.

— طَرَحين طَرَحين: ظرف. نموني نمولي - قسمين قسمين - ڀاتين ڀاتين.

● طَرَزَ ۽ طَرَزُونُ: ث. (ع). بناوت - اڏاوت - ناهپ - هيئت - شڪل. طور طريقو - قانون - قاعدو - ريت - روش - نمونو - ڍنگ. انڪل - رستو - وضع - انداز. عادت - خصلت - خو - وضع - سڀاءُ.

- طَرْزباز ۽ طَرْزباز ؛ ذ. صفت. (ع. طَرَز + ف. باز > باختن = کيڏڻ) ڍنگ وارو - انڪلي - ريتائتو.
- طَرْز تَحرِير ؛ ث. (ع. طرز + تحرير = لکڻي) لکڻ جو لمونو - لکيت جو نمونو - لکيت جو ڍنگ.
- طَرْز ڪلام: ث. (ع. طرز + ڪلام = گفتگو) ڳالهائڻ جو ڍنگ - انداز گفتگو.
- طَرْز گُفتگو: ث. (ع. طرز + ف. گفتگو = ڳالهه ٻولهه) ڳالهائڻ جو ڍنگ - انداز گفتگو - طرز ڪلام.
- طَرْزي ۽ طَرْزي: ذ. صفت. ڍنگ وارو - ڍنگائتو - انڪلي.
- ● طَرَف ۽ طَرَف ؛ ذ. (ع. طَرَف = اک جي ٻاهرين ڪُنڊ مان ڏسڻ) ڪنارو - ڪِنارو - پَرو. حاشيو - آفق. پاسو - ڏس - دِس - جالب - ٻازو - رُخ - سمت. حصو - ٽڪرو - پاڳو. لحاظ - رِياءُ - پاسداري.
- طَرْفان ؛ ظرف. طرف کان - پاسي کان.
- طَرَفدار ۽ طَرَفدار ؛ ذ. صفت. (ع. طرف + ف. دار > داشتن = رکڻ) پاسو ڪندڙ - حمايتي - مددگار.
- طَرَفدار ٿيڻ: حمايتي ٿيڻ - مددگار ٿيڻ.
- طَرَفداري ۽ طَرَفداريون ؛ ث. پاسو - لحاظ - حمايت - رياءُ.
- طَرَفداري ڪَرَڻ ؛ پاسداري ڪرڻ - لحاظ ڪرڻ. حمايت ڪرڻ - پاسو ڪرڻ.
- طَرْفين ؛ ظرف. ٻنهي طرفن جا - آمهان سامهان. پاسي وارا - پاسي کان. (ذ). ٻئي ڌريون.
- طَرْفو ۽ طَرْفا ؛ ذ. (ع. طَرَف = اک پڇڻ) اک جو اشارو - غمزو.
- ● طُرو ۽ طُرا: ذ. (ع. طُرةٌ > طُرة = ڪپڙ) وارن جو وانگوڙو. پٽڪي جو ٻاهر لڪتل هڪ پاسو - چيڙو - ڇڳو. مور - ڪلنگي - چوٽي. واڄي جي اوزار جو هڪ قسم - ٽنگ ڪيڻ لاءِ سيراهيءَ جو لوهي ڦرو.
- طُرِيل ۽ طُرِيل: ذ. صفت. طُري وارو - ڪلنگيدار - جوڌو - پهلوان - انگيل - ماڻ (ل).
- طُرِيلو ۽ طُرِيلا: ذ. صفت. طُري وارو - پڳدار - سردار - رئيس.
- ● طَرِيق ۽ طَرِيق: ذ. (ع). راهه - رستو - سڙڪ - واٽ - گس. مذهب - شريعت - پنٿ. طرز - وضع - رَوِش - چال. طور - ڍنگ. ريت - رسم - رواج - دستور. قاعدو - ترڪيب.
- طَرِيقُ الشَّمس: ذ. سج جي هلڻ جو رستو جدي کهيري کان سرطان کهيري تائين، يا سرطان کهيري کان جدي کهيري تائين هلڻ لاءِ سج جو مقرر ٿيل رستو.
- ● طَرِيقَت ۽ طَرِيقَتون: ث. (ع). راهه - رستو - واٽ - طريق. مذهب - پنٿ. سلوڪ جو رستو. صوفين جي طريقي ۾ تصوف جو ٻيو درجو. (شريعت جو مدار شريعت جو مدار ظاهر تي ۽ طريقت باطن تي آهي، هن درجي تي فقيرائو طريقو اختيار ڪري، تارڪ ٿيو آهي).
- طَرِيقَت تورڻ: طريقت جي حالت وزن ڪرڻ.
- ● طَرِيقو ۽ طَرِيقا ؛ ذ. (ع). راهه - رستو - واٽ. قاعدو - قانون - دستور. ڍنگ - نمونو - ترڪيب.
- طَرِيقو ٻُڌائڻ ؛ رستو ٻڌائڻ. ڪنهن ڪم ڪرڻ جو ڍنگ ٻڌائڻ. هدايت ڪرڻ.
- ● طٰس: ذ. (ع). قرآن شريف جي سورة نمل جو ٻهريون لفظ.
- ● طَشْت ۽ طَشْت: ذ. (ع). وڏو طباخ - ٿالهي - ٿالهه - رڪابي.
- طَشْت اَزْبام ؛ ظاهر - عيان - آشڪار - مشهور - عام.
- طَشْت اَزْبام ٿيڻ ؛ ظاهر ٿيڻ. مشهور ٿيڻ. رسوا ٿيڻ - بدنام ٿيڻ. ڀيد کلڻ - رازفاش ٿيڻ.
- طَشْتُري ۽ طَشْتُريون ؛ ث. ننڍي ٿالهي - ٿالهڙي.

● طَعامُ ج طَعامَ: ذ. (ع. طَعَمَ = کائڻ) اناج جو هڪ قسم - ڪڻڪ. کائڻ جھي شيءِ - کاڌو - غذا - خوراڪ - کاڌو - ڀوڄن.

- طَعامُو ج طَعاما: ذ. طعام - کاڌو - خوراڪ.

● طَعَنُ: ذ. (ع. طَعَنَ = ڀالي سان زخم ڪرڻ) ڀالي هڻڻ جي حالت. عيب جوئي - طعنه - طنز - مهڻو - ملامت - اوڀالو.

- طَعَن تَشْنيعَ: ث. طعنو مهڻو - ڦٽ لعنت - لعنت ملامت.

● طَعْنُو ج طَعْنا: ذ. (ع. طَعَنُ) مهڻو - اوڀالو - تنڪو - ڏوراپو - پاراتو.

- طَعْنو آچِلَڻُ: مهڻو ڏيڻ - ڏوراپو ڏيڻ - گلا ڪرڻ - شڪايت ڪرڻ.

- طَعْنو تَنْڪو ج طَعْنا تَنْڪا: طعنو مهڻو - ڏک ڏوراپو - ڦٽ لعنت.

- طَعْنو ڏِيَڻُ: ملامت ڪرڻ - مهڻو ڏيڻ.

- طَعْنو مِهڻو ج طَعْنا مِهڻا: ذ. لعنت ملامت - ڦٽ لعنت.

- طَعْنو هَڻَڻُ: مهڻو ڏيڻ - اوڀالو ڏيڻ.

- طَعْنَه زَنُ ج طَعْنَه زَنَ: ذ. صفت. (ع. طعن + ف. زن > زدن = هڻڻ) طعنو هڻندڙ - مهڻو ڏيندڙ.

- طَعْنَه زَني ج طَعْنَه زنيُون: ث. عيب جوئي. طعني ڏيڻ جي حالت.

● طُغْرَلُ: اسم خاص. (ترڪي) سلجوق خاندان جي ٻهرئين بادشاه جو نالو.

● طُغْرو ج طُغْرا: ذ. (ترڪي) پيچيده لکيت - شاهي فرمان - مٿان لکيل تحرير.

● طُغْيانُ ج طُغْيانَ: ذ. (ع. طغيان + طغو > طغي = واجبي حد کان ٽپي وڃڻ) درياءَ جو چاڙهه - اٿل - ٻوڏ - سيلاب. سرڪشي - بغاوت. گهڻائي - زيادتي - واڌارو.

- طُغْيانِي ج طُغْيانِيُون: ث. (ع). سرڪشي - بغاوت. زيادتي - گهڻائي - واڌارو. درياهه جو چاڙهه - اٿل - ٻوڏ - سيلاب.

● طِفْلُ ج طِفْلَ: ذ. (ع. طِفل) ٻار - ٻالڪ - ٻچو. (صفت). کير پياڪ - نادان - ناسمجهه - معصوم.

- طِفْل شِيرُ خَوارُ: ذ. صفت. (ع. طفل + ف. شير = کير + خوار > خوردن = کائڻ) کير پياڪ.

- طِفْلِ مَڪْتَبُ: ذ. صفت. مڪتب جو ٻار - طالب علم - شاگرد - متعلم. مبتدي - نا تجربه ڪار - اڻ آزمود کار. سيکڙات - نوآموز - نَوَل.

- طِفِلِيُ: ث. ٻالپڻ - ٻالپڻو - ننڍپڻ - ڪمسني - ناداني - بي سمجهي.

● طُفُولِيَّتُ: ث. (ع). ٻالپڻ - طفلي. ناداني.

● طُفَيْلُ: ذ. (ع). ذريعو - وسيلو.

- طُفيل: ظرف. ذريعي - معرفت - صدقي - سڄاڻي - بدولت - عِوض.

● طَقْيلَڻُ (ت): مصدر. خراب ڪرڻ. لتاڙڻ.

● طِلاَ: ث. (ف). ڳاڙهو سون - زر - ڪندن - ڪنچن. ملمعو - گلٽ. ليپ - پلستر - لائڻ جي دوا.

- طِلاَ جَلَقَ: ث. مشت زني جي دوا - ليپ.

- طِلاَڪارُ ج طِلاَڪارَ: ذ. صفت. (ف. طلا + ڪار > ڪردن = ڪرڻ) سون جو ڪم ڪندڙ - سونارو. چانديءَ جي زيورن تي سون جو پاڻي چاڙهيندڙ - ملمعي ساز.

- طِلاَڪارِيُ ج طِلاَڪاريُونُ: ث. سوني پاڻي چاڙهڻ جو ڪم - ملمعي سازي.

- طِلاَئِيُ ج طِلاَئِيُ: ذ. صفت. سون جو - سون وارو - سونو - سونهري - زرّين. سون وارو.

- طِلائِيُ وَرَقُ ج طِلائِيُ وَرَقَ: ذ. سون جو ڇن - سون جو پردو - سون جو پتو - سون جو سنهڙو ڪاغذ.

● طَلاسُ ج طَلاسَ: ذ. آبخورو - جام - پيالو - ونو.

● طَلاقَ ج طَلاقُون: ث. (ع. طَلَقَ = آزاد ڪرڻ) عورت کي ڇڏڻ جي حالت - آزاد ڪي - عورت کي شريعت موجب ڇڏي ڏيڻ جي حالت - نڪاح کان آزاد ڪي.

- طَلاَقَ ڏِيَڻُ: زال کي ڇڏي ڏيڻ ـ مذهبي قانون موجب قطع تعلقات ڪرڻ.
- طَلاَقُ نامُو ۽ طَلاَقُ ناما؛ ذ. طَلاَق ڏيڻ جو دستاويز ـ طَلاَق جي لکيت.
- طَلاَقڻ ۽ طلاقڻيُون: ث. طَلاق ڏنل عورت ـ طلاقيل زال.
- طَلاَقَ وَٺَڻُ: مڙس کان آزادي حاصل ڪرڻ. مڙس کي ڇڏي ڏيڻ.
● طَلَبَڻُ: مصدر. (ع. طَلَبَ = ڳولڻ. خواهش ڪرڻ) گهرڻ ـ منگڻ. خواهش ڪرڻ ـ لهڻ ـ وٺڻ ـ وصول ڪرڻ.
- طَلَبَ ۽ طَلَبُون؛ ث. تَلاشَ ـ جستجو ـ ڳولا. خواهش ـ ضرورت. گهر ـ مانگ. درخواست ـ التجا. آرزو ـ تمنا. ڪاڻ ـ ڪوٺ ـ نينڊ. لهڻو ـ رهت ـ پگهار ـ مزوري.
- طَلَبَ ٿِيَڻُ: ضرورت پوڻ ـ گهرج ٿيڻ.
- طَلَبْدارُ ۽ طَلَبْدارَ: ذ. صفت. (ع. طلب + ف. دار > داشتن = رکڻ) خواهشمند ـ گهرجائو ـ طالبو ـ ڳولائو.
- طَلَبَ ڪَرَڻُ: گهُرَڻ ـ گهر ڪرڻ ـ دعوي ڪرڻ. گهرائڻ ـ سڏڻ.
- طَلَبْگارُ ۽ طَلَبْگارَ ذ. صفت. ڳولائو. خواهشمند ـ گهرجائو ـ ضرورتمند ـ لهڻيدار. پگهاردار ـ مزدور.
- طَلَبْنامُو ۽ طَلَبْناما: ذ. گهُرَ جو ڪاغذ ـ سَمَنُ ـ گهرج ـ خواهش.
- طَلَبِي ۽ طَلَبِيُون: ث. گهُرَ ـ ڪوٺَ ـ سڏُ ـ ڪاڻ. گهرج ـ ضرورت.
● طِلِسْمُ ۽ طِلِسْمَ: ذ. (يوناني ـ ع.) وهمي خيالاتن سان ٺاهيل يا پيدا ڪيل پتلو ـ جادوءَ جو عجيب و غريب تماشو. جادوءَ سان ٺاهيل ڊيڄاريندڙ شڪل (جا ڪنهن خاص شيءِ جي حفاظت لاءِ ٺاهجي). عجيب و غريب ڳالهه ـ حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه ـ حرفت ـ اٽڪل ـ مڪر ـ فريب. وهمن کي عجيب و غريب شڪل ۾ اکيان آڻيندڙ علم.
- طِلِسْمَاتَ: طلسم جو جمع. جادو.
- طِلِسْمَاتِي ۽ طِلِسْمَاتِيُ: صفت. جادوءَ جو ـ جادوءَ وارو ـ عجيب.
- طِلِسْمُ بَنْدَڻُ: ڪا عجيب و غريب ڳالهه ڪري ڏيکارڻ ـ جادو ڪرڻ.
- طِلِسْمِي ۽ طِلِسْمِيُ: صفت. جادوءَ جو ـ جادوءَ وارو ـ جادوئي. جادو ڪندڙ ـ جادوگر. حرفتي ـ ٺڳ ـ فريبي ـ مڪريل ـ دغاباز.
● طَلْعَتَ: ث. (ع. طلعت > طَلَعَ = ظاهر ٿيڻ) نظارو ـ ديدار ـ ڏيک ـ درشن. رخ ـ صورت ـ شڪل ـ چهرو. جيئن "مور طلعت، ماه طلعت" وغيره.
● طِلو ۽ طِلاَ: ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم ـ ڪمخواب ـ زربفت. جنهن تي پريل گُلُ يا بوٽو.
- طِليدارُ ۽ طِليدار؛ ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم ـ سونهري ڪناري سان ڪپڙو.
● طُلُوعُ: ذ. (ع. طلوع > طلع = اڀرڻ) سج يا چنڊ جي اڀرڻ جي حالت ـ اوڀارو.
- طُلُوعُ ٿِيَڻُ: اڀرڻ ـ نڪرڻ. سج چنڊ يا ڪنهن تاري جو ظاهر ٿيڻ.
● طَمانْچو ۽ طمانْچا: ذ. (ف. تپانچه = ٿڦڙ) ٿڦڙ ـ چماٽ ـ لپاٽ ـ ٿڦ.
● طَمانِيَّتِ؛ ث. (ع. طمانيت > اطمينان = ماٺ ۾ رهڻ) اطمينان ـ تسلي ـ خاطري ـ دل جمعي ـ ڌيرج.
● طُمْطَراقُ: ذ. (ف. طُمُ = بلند + طراق = خوشي) خوشي. شان ـ ڪرفر ـ شوڪت ـ دبدبو ـ ڌوم ڌام ـ اڊلبر ـ ڊانڊس. وڏائي ـ هٺ ـ ايمان ـ جبر ـ ڏاڍائي.
● طَمَعَ ۽ طَمَعُون: ث. (ع. طَمَعَ = لالچ رکڻ) لوڀ ـ لالچ ـ حرص. خواهش ـ چاهه ـ گهرج ـ ضرورت. اميد.
- طَمَعْدارُ ۽ طَمَعْدارَ: ذ. صفت. (ع. طمع + ف. دار > داشتن = رکڻ) طمع رکندڙ ـ لالچي ـ لوڀي.

- طَمَعِي ج طَمَعِيءَ: ذ. صفت. طمع وارو- طمعو- طاماعو- لالچي.
- ● طَمَنچو ج طَمَنچا؛ ذ. (ل) ننڍڙي بندوق- پستول- تهاچو.
- ● طَنابَ ج طَنابُون: ث. (ع. طُنُبُ ج طناب= تنبوءَ جي رسي) تنبوءَ جي رسي. زمين ماپڻ جي رسي. بازيگرن جي لوڙي. ڏوري- رسي- نوڙي- ڏور.
- طَنابِي ج طَنابِيءَ، طنابِيُون: ذ. ث. صفت. رسي سان زمين وغيره جي ماپ ڪندڙ- طنابُ- تورينڌڙ. طنبور جي تُنُبِي. طول جي ماپ- رويئو جي ماپ.
- ● طَنُبُو ج طَنُبُوءَ؛ ذ. تنبو- خيمو.
- ● طَنبُورَ ج طَنبُورَ؛ (ع). ساز جو هڪ قسم- تنبورُ- تنبورو.
- ● طَنبُورو ج طَنبُورا؛ ذ. (ع). ساز جو هڪ قسم (يڪتارو- ٽيتارو- چئو تارو) دَنبورو- تنبورو.
- ● طَنزَ ج طَنزُون؛ ث. (ع). ناز نخري سان ڳالهه ڪرڻ جي حالت. طعنو- مهڻو- اوپالو. اهل- ويچارا- ٺٺول- مسخري- ٽوڪ- چٿر.
- طَنزُ ڪَرَڻُ: طعنا هڻڻ. ويچارا ڏيڻ- ٺٺول ڪرڻ.
- ● طَوافُ ج طَوافَ؛ ذ. (ع. طواف>طَوف= چوڌاري ڦرڻ) چوڌاري ڦرڻ جي حالت- ڦيرو- گهمرو. ڪعبةالله جي چوڌاري ڦرڻ جي حالت.
- طَوافُ ڪَرَڻُ؛ چوڌاري ڦرڻ- ڦيرو ڪرڻ. ڪعبي جي چوڌاري ڦيرڻ.
- ● طَوالَتُ ج طَوالَتُون؛ ث. (ع. طوالت> طول= ڏکهو ٿيڻ) ڏيگهه- طول- لنبائي- واڌ- درازي. زيادتي- واڌارو- گهڻائي.
- ● طَوائِفُ؛ ذ. (ع). طائفه جو جمع- گروهَ- ٽوليون (ث). ڪنجري- رنڊي- ڪسبياڻي- نچڻي- ڳائڻي.
- طَوائِفُ المُلوڪُ؛ ذ. بادشاهن جون اهي جماعتون جن جي نااتفاقي سبب نہ تہ ڪا حڪومت ٿي هڪي پائي تي رهي نہ رعايا کي ئي آرام حاصل ٿئي- بادشاهہ گردي.
- طَوائِفُ المُلُوڪِي ج طَوائِفُ المُلوڪيُون: ث. بادشاهہ گردي- بدانتظامي- گڙ ٻڙ- انڌير- ظلم. هلچل- غدر- بغاوت.
- ● طُوبيٰ؛ ذ. (ع). تمام خوشبودار- بهشت جي هڪ وڻ جو نالو (جنهن جون ٽاريون هر هڪ جنتي جي جاءِ تي ڇانيل هونديون).
- ● طُوتَڪُ؛ اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.
- ● طَوُرُ؛ ذ. (ع) هڪ ڀيرو. طرز- روش- ڍنگ- نمونو- نوع. ريت- هلت چلت. (ظرف). والگر- طرح- مثل.
- طَوُر طَرِيقُ ج طَوُر طَرِيقَ؛ ذ. رنگ ڍنگ- هلت چلت- چال چلت- رويہ- برتاءُ.
- ● طُورُ: اسم خاص. (ع). جبل سينا- (هڪ مقدس پهاڙ جو نالو، جو عربستان جي اتر اولهہ ۾ آهي جنهن تي يهودين جي پيغمبر حضرت موسيٰ الله سان هم ڪلام ٿيو. قديم سنڌ جي هڪ شهر جو نالو (سمن جي حڪومت ۾).
- طُورُ سِينا: اسم خاص. طُور جبل.
- ● طُوس: ث. پشم جو هڪ قسم (ڪاراڻ، اڇاڻ يا ڳاڙهاڻ ڏانهن مائل ڀوري رنگ جي).
- ● طُوس: اسم خاص. (ع). خراسان جي هڪ شهر جو نالو- فردوسي شاعر جو وطن.
- طُوسِي ج طُوسِيءَ: ذ. صفت. طوس شهر جو رهاڪو. ڪپڙي جو هڪ قسم- خاڪي ڪپڙو.
- ● طُوطو ج طُوطا؛ ذ. (ف. طوطي = طوطو) هڪ مشهور پکي جو نالو- مينو- چتون- طوطو- پلو- پوپٽ.
- طُوطا چَشَمُ ج طُوطا چَشَمَ: ذ. صفت. (ف. طوطي+ چشم = اک) بي مروت- بيوفا- اکين ڍڪ.
- طوطِيءَ کي حَقُ اللهُ يادُ نہ رَهَڻُ: بيان ڪرڻ جي طاقت نہ رهڻ. زبان تي پاڻي پاڻي هڻڻ. ساهہ نڪرڻ تي اچڻ- سخت مصيبت ۾ ڦاسڻ. تمام گهڻي گرمي ٿيڻ.

● طُوطِيو ۽ طُوطِيا : ذ. (ف). پساري وکر جو هڪ قسم - زهريلي پٿر جو هڪ قسم - توتيو.

● طَوعاً : ظرف. (ع. طَوع = رضامندي) پنهنجي رضا ۽ خوشيءَ سان - رضامنديءَ سان.
- طَوعاً وَ ڪَرهاً : ظرف. خوشي يا ناخوشي. لاچار- لاچار. نفرت سان. زوري- خواه مخواه- جبراً.

● طُوفان ۽ طُوفانَ : ذ. (ع. طوفان > طوف = وڪوڙڻ - چوڌاري ڦرڻ) طوفان- زور واري هوا. ٻوڙيندڙ پاڻيءَ جي اٿل- سيلاب- ٻوڏ. سڄي ملڪ يا عالم کي گهيريندڙ يا تباهه ڪندڙ پاڻي سخت هوا- زور واري هوا- ڇوهو- آنڌي- جهڪ. غُل- هُل- شور. فساد- ٻلوو- هنگامه- لڙائي. مصيبت- آفت. اوريڪ. (اهل تاريخ ٽن وڏن طوفانن جو احوال ڏين ٿا، پهريون جو حضرت آدم کان اڳ آيو هو، ٻيو حضرت نوح جي وقت ۾ آيو، جو سڄيءَ دنيا ۾ پکڙيو ۽ ٽيو جو خاص مصر ۾ آيو ۽ آتي جي سڄي خلق ٻڏي ويئي).
- طُوفانَ آڻڻ : تمام گهٽي گِلا ڪرڻ. بُهتان مڙهڻ.
- طُوفان اچڻ : سخت هوا لڳڻ- آنڌي اچڻ.
- طُوفان بَرپا ڪَرڻ : فتنه فساد جاڳائڻ- هنگامو ڪرڻ. جهڳڙو مچائڻ. مانڌاڻ مچائڻ.
- طُوفان ڪَڙو ڪَرڻ : مصيبت پيدا ڪرڻ. فساد کڙو ڪرڻ. تڪليف پهچائڻ لاءِ سخت ڪوشش ڪرڻ. بدنام ڪرڻ.
- طُوفان مَيِل : ذ. تمام تکي هلندڙ گاڏي.
- طُوفانِ نُوح : ذ. حضرت نوح جي زماني ۾ خدا جي خلق کي تباهه ڪندڙ طوفان.
- طُوفانِي ۽ طُوفانِي : ذ. صفت. طوفان جو- طوفان وارو. هوادار. زوردار- زبردست. تيکو- تکڙو- جلدي.

● طَوق ۽ طوقَ : ذ. (ع. طوق = برداشت ڪرڻ) ڪنهن ۾ پڌڻ جو پٽو- گردن بند- ڪنٺي- ڳٽ. ڪڇيءَ ۾ پيل ڳرو زنجير- ڦاهي.
زيور جو هڪ قسم- ڪڇيءَ ۾ پائڻ جو ڳهڻو- هار- هَس.
- طَوقِ پُشتُلو ۽ طَوقِ پُشتُلا : ذ. صفت. ڪڇيءَ جو ڳانو. محبوب- دلبر.
- طَوقِ پُشتُلو هُئڻ : تمام گهڻو پيار هئڻ.

● طُول ۽ طُولُون : ث. پسراڻي- رضائي- گاديلو.

● طُول ۽ طُولُ (ت) : ذ. (ع. طُول = ڊگهو ٿيڻ) ڊيگهه- ڊگهائي- لمبائي- درازي- وڏائي.
- طُول ڏيڻ : ڊيگهه ڏيڻ- وڏائڻ- درازڪرڻ. ڊگهو ڪرڻ- ڇڪڻ.
- طُول طَوِيل : ذ. صفت. تمام ڊگهو- تمام وڏو- لنبو- وڏو.

● طُولان ۽ طُولانَ : ذ. سازو سامان- مال ملڪيت. دبدبو- شان- شوڪت. هٺ- وڏائي.

● طُومار ۽ طُومارَ : ذ. (ع. طومار > طمر = ويڙهڻ) خط- تمام وڏو خط. ڪاغذن جو بنڊل- دفتر- ڪتاب. ڍير- ڍڳ- دڙو- اٿالو.
- طُومار ٻَڌڻ : ننڍي ڳالهه کي وڌو ڪري بيان ڪرڻ- ڊگهو قصو ڇيڙڻ. نوڙيءَ سان نانگ ڪرڻ.

● طَوِيل ۽ طَوِيلَ : ذ. صفت. (ع. طويل > طول = ڊگهو ٿيڻ) ڊگهو- لمبو- دراز- وڏو. مشڪل. علم عروض جي اٺوينهن بحرن مان هڪ بحر جو نالو.

● طَوِيلو ۽ طَوِيلا : ذ. (ع). گهوڙن ٻڌڻ جي جاءِ- طبيلو- ڪڙهه- اصطبل. ٿاڻ- ٿاڻ.

● طَهارَت ۽ طَهارَتُون : ث. (ع. طهارت > طَهر = صاف ٿيڻ) پاڻيءَ سان ڌوئڻ جي حالت- پاڪائي- صفائي. پاخاني بعد پاڻيءَ سان ڌوئڻ جي حالت- استنجا- مَسَحُو- وضُو.
- طَهارَت ڪَرڻ : پاڪائي ڪرڻ. هٿ ڌوئڻ- استنجا ڪرڻ- ڳُٿي ڌوئڻ.

● طَهرَت ۽ طَهرَتُون (ڪ) : ث. طهارت.

● طُهْرَنُ؛ مصدر. (ع. طُهر>طَهَرَ=صاف ٿيڻ) طُهر ڪرڻ - ختنو ڪرڻ - سنت ڪرڻ. نقصان پهچائڻ (ت).
- طُهْرَ ۽ طُهْرونُ: ث. ختنو - سُنّت.
- طُهْرَ وِهارَڻُ؛ ختنو ڪرائڻ - سنّت وهارڻ.
● طَهْرِيُ ۽ طَهْرِيُونُ: ث. ڪُڪڙ پيل رذل ڄانورن جو قسم - ڪُڪڙ جي چاشني - تاهري - مِٺو ڀَتُ.
● طَهوُرَ ۽ طَهوُرونُ؛ ث. (ع. طُهْرَ) ختنہ - سُنّت - طهر.
● طَهُورُ: ذ. صفت. (ع). پاڪ - پوتر - صاف.
● طَهُورا: ذ. (ع). بهشت جو پاڻي. بهشت جو پاڪ شراب. جيئن:

"ڏي طهورا تن کي، جي سڪن لاءِ شراب"
(شاهہ).

● طَيُّ؛ ث. (ع). ويڙهڻ يا لپيٽڻ جي حالت - ويڙهہ - لپيٽ. مسافريءَ جو خاتمو - خاتمو - پورائي - انجام. (صفت). گهٽ - مختصر - ڪوتاهہ. ختم - پورو - تمام.
- طَيُ ٿيڻُ: پڄاڙي ٿيڻ - پورو ٿيڻ. ختم ٿيڻ. برباد ٿيڻ.
- طَيُ ڪَرَڻُ؛ ويڙهڻ - لپيٽڻ - تهہ ڪرڻ. بيباڪ ڪرڻ - فيصلو ڪرڻ.

● طَيّارُ؛ ذ. (صفت). (ع. طيار>طَير=اڏامڻ) تمام تيکو اڏامندڙ. (ف. تيار = آماده) آماده - مستعد - تيار. سنڀريل.
- طيّارَهُ ۽ طَيّارا: ذ. اڏامندڙ (جهاز) هوائي جهاز.
● طَيِّبُ ۽ طَيِّبَ: ذ. صفت. (ع). پاڪ. صاف. سٺو. حلال. خوشگوار. نفيس.
● طَيْرُ ۽ طَيْرَ؛ ذ. (ع). اڏامندڙ ساهوارو - پکي - پرندو. (جمع. طُيور). جيئن:

"طُيُورن تنوارئو، پنهون پڄاڻاءِ"
(شاهہ).

● طَيْشُ ۽ طَيْشَ؛ ذ. (ع. طيش = هلڪو ٿيڻ) جلدائي. ڪاوڙ - غصو - ڏمر - جوش - ڪروڌ - عتاب. (ف). گرميءَ سبب ٿيل بي آرامي - گرمي - حدّت.
- طيشُ ڏِيارَڻُ؛ جوش ڏيارڻ - ڀڙڪائڻ - ڪاوڙ ڏيارڻ.
- طَيْشَ ۾ اچَڻُ؛ ڪاوڙ ۾ ڀرجڻ - ڪاوڙ ۾ اچڻ - جوش ۾ اچڻ - غضبناڪ ٿيڻ - غصي ۾ اچڻ.
● طِيْنَتُ؛ ث. (ع). پيدائش - سرشت - خلقت - اصل - طبيعت. خصلت - عادت - خو - سڀاءُ.
● طُيُورُ: ذ. (ع). جمع طير جو - پکي - پَرندا.

# ظ

**ظ:** ث. عربيءَ جو سترهون، فارسيءَ جو ويهون ۽ سنڌيءَ جو ٽيٽيهون اکر - ابجد جي حساب موجب عدد (۹۰۰).
● ظالِمُ ۽ ظالِمَ؛ ذ. صفت. (ظالم > ظَلَمَ = ڏُڏو ڪم ڪرڻ. ستم ڪرڻ) ظلم ڪندڙ - ستمگر - ستمي - بغدادي - ڏاڍي - پاپي - انرٿي. بي رحم - بي قياس - نردئي - سنگدل - آزار يندڙ - راڄ ڦيڙڪ. ناحق ڪندڙ - بي انصاف - بيدادگر - انيائي. زبردست - زور آور.
● ظاهِرُ ۽ ظاهِرَ: ذ. صفت. (ع. ظاهر > ظَهَرَ = ڏسڻ ۾ اچڻ) کليل - پڌيل - آپڌيل - عيان - چِٽو - پڌرو - ليروار. آشڪار - مشهور -

هليل - پرسٽ - نشالبر. ساڪيات - صاف - ويڪت. پاهريون - ڏيکاڻو. صريح - روشن - واضح. باطل جو ضِدُ.

- ظاهِرُبِينُ ۽ ظاهِرُبِينَ؛ ذ. صفت. (ع. ظاهر+ ف. بين > ديدن = ڏسڻ) ظاهري حالت تي هلندڙ - ابن الوقت.

- ظاهِرُ ٿِيڻُ؛ کلڻ - پڌرو ٿيڻ. نمودار ٿيڻ. مشهور ٿيڻ.

- ظاهِرُ ثابِتِي ۽ ظاهِرُ ثابِتِيُون؛ ث. کليل ثبوت - پرماڻ.

- ظاهِرُ پَرَسْتُ ۽ ظاهِرُ پَرَسْتَ: ذ. صفت. (ع. ظاهر+ ف. پرست > پرستيدن = پوڄا ڪرڻ) ظاهري حالت تي نظر رکندڙ - ظاهر کي پوڄيندڙ. ظاهردار - دنيادار.

- ظاهِرُدارُ ۽ ظاهِرُدارَ: ذ. صفت. (ع. ظاهر + ف. دار > داشتن = رکڻ) ڏيکائي وارو - ڏيکارو ڪندڙ.

- ظاهِرُدارِي ۽ ظاهِرُدارِيُون؛ ث. ڏيکاءُ - پاهريون نظارو.

- ظاهِرُ ظُهُورُ؛ ظرف. کليو ڪلايو - پڌري پَٽ - صاف صاف - عالم آشڪار - مشهور.

- ظاهِرُ ڪَرڻُ؛ کولڻ - افشا ڪرڻ - آگاهڙو ڪرڻ - پڌرو ڪرڻ. مشهور ڪرڻ - اشتهار ڏيڻ. وضاحت ڪرڻ.

- ظاهِرُ ۾؛ ظرف. کليو - پڌرو.

- ظاهِرُ وَ باطِنُ؛ ظرف. (ع. ظاهر + باطن = ڪجهه) اندر پاهر.

- ظاهِرِي ۽ ظاهِرِيُون؛ ث. مشهوري - شهرت. شنيد - آگهٽ. پڌر - پرڪاش - پڌرائي - عالم آشڪاري - ظهور - ويڪتي - ڏيکاري.

- ظاهِرِي ۽ ظاهِرِيُ: ذ. صفت. کليو - پڌرو - صاف - پهريون.

● ظَرافَتُ ۽ ظَرافَتُون: ث. (ع. ظرافت > ظَرف = سمجهدار) هوشياري - چترائي - ڏاهپ - دانائي. خوش طبعي - خوش مزاجي - مزاح - کل - مسخري - چرچو - گهبو.

● ظَرْفُ ۽ ظَرْفَ؛ ذ. (ع). هوشياري - فهم - دانائي - سمجهه. ٿانءُ - برتن - ڀانڊو - باسڻ. الڪ ر - دل. گرامر جي اصطلاح ۾ فعل، صفت يا ٻئي ظرف سان لاڳو ٿي، اُن جي ريت، قدر، انداز، وقت، جاءِ يا طرف ڏيکاريندڙ لفظ.

- ظَرْفُ تَمِيزُ؛ ذ. ريت، دستور، قدر يا انداز ڄاڻائيندڙ لفظ.

- ظَرْفُ زَمانُ: ذ. وقت جي حالت ڏيکاريندڙ لفظ.

- ظَرْفُ مَڪانُ؛ جاءِ جي معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ.

● ظَرِيفُ ۽ ظَرِيفَ؛ ذ. صفت. (ع. ظريف > ظَرفَ = سمجهدار هئڻ) سمجهو - سياڻو - داناءُ - فهم - تيزفهم - حوصلائتو - حاضرجواب. خوش طبع - خوش مزاج - چرچائي - مسخرو - يوڳائي.

● ظَفَرُ؛ ث. (ع. ظَفَرَ = ڪامياب ٿيڻ) سوڀ - فتح - جيت - نصرت - فتحمندي - ڪاميابي.

- ظَفَرُ تَڪِيوُ ۽ ظَفَرُ تَڪِيا؛ ذ. ڪاٺيءَ جو ماڻن جي سماڌيءَ جو تڪيو - ويراڳڻ - بيراڳڻ.

- ظَفَرُ جَنْگ؛ ذ. جنگ جي فتح. هڪ فوجي خطاب.

- ظَفَرُ مَوجُ ۽ ظَفَرُ مَوجَ: ذ. صفت. فتح مند - ڪامياب.

● ظِلُّ؛ ذ. (ع. ظِلَّ = ڇانو ڪرڻ) ڇانو - ڇايو. مايو - ڇانءُ. دهو - عَڪْسُ - اولڙو. پناهه - اوٽ - حفاظت - پنارو - اجهو - سَرَن - رکيا - اڙَ - بچاءُ - حمايت.

- ظِلُّ اللهُ؛ ذ. خدا جو ڇانو. بادشاهه.

● ظُلْمُ ۽ ظُلْمَ: ذ. (ع. ظَلَمَ = ستم ڪرڻ) اندير - ستم - جور - جفا - ڏوڏُ - بغداد - انوڻ - پاپُ. بي انصافي - بيداد - اندڌلڌ. راڄ هَٽُ - فرعونيت - سختي - زبردستي - ڏاڍ - جبر. غضب - قهر. تعدي - وِلُ - غريبان مار. بي رحمي - هتيا.

- ظُلْماظُلْمِي؛ ظرف. ڏاڍ سان - ظلم سان - زوران زوري - زبردستي - جبراً.

- ظُلْمَ جو تَڪَرُ هُئڻُ: ڏاڍو ظالم هئڻ.

- ظُلمَ جي ڪهاڙي ۾ ڦيٿڙجڻ (ت)؛ سختيون سهڻ - ظلم سهڻ - ڏاڍ سهڻ.
- ظُلمِ رَسِيدَه؛ ذ. صفت. (ع. ظلم + ف. رسيده > رسيدن = پهچڻ) ظلم هيٺ آيل - مظلوم.
- ظُلمُ ڪَرَڻ: ستم ڪرڻ - الڪ پر ڪرڻ. سختي ڪرڻ. وَيل ڪرڻ.
- ظُلمِي ۽ ظُلمِي؛ ذ. صفت. ظلم ڪندڙ - ظالم - قهار - بغدادي - ستمگر - ڏوڏي - ڦاهي. انيائي. بي رحم - سخت - ڪٺور - سنگدل.
● ظُلماتَ؛ ث. (ع). ظلمت جو جمع - اونداهيون - انڌيريون - تاريڪون. آب حيات جي چشمي واري اونداهي. بحر اوقيانوس جو نالو.
● ظُلمَت ۽ ظُلمَتون؛ ث. (ع). اونداهي - تاريڪي - سياهي.
- ظُلمَت ڪدَه؛ ذ. اونداهي جاءِ - ڪارڻ وارو هنڌ.
● ظَنّ ۽ ظَنّ؛ ذ. (ع. ظَنّ = گمان ڪرڻ) شڪ - شُبهو - گُمان - خيال. وهم - ڀرم - وسواس - الوسان - سنسو - سنسڪار - وسوسو.

انديشو - خيال - ڳڪو - اٽڪل - تڪَ. اثر - تاثير بهتان - راءِ.
● ظُهرُ: ث. (ع). زوال جو وقت - سج لڙڻ مهل. ٻن پهرن لڙڻ جي مهل. ٽيون پهر. اڳين جي نماز.
● ظُهورُ ۽ ظُهورَ؛ ذ. (ع. ظَهَرَ = پڌرو ٿيڻ) اظهار - پڌرائي - ظاهرائي - پرڪاش - وِيڪتي - ڏيکاري. وقوع - انڪشاف. اعلان. صورت - شڪل - ڏيک.
- ظُهورُ ٿيڻ: ظاهر ٿيڻ.
- ظُهورَ ۾ اچڻ: ظاهر ٿيڻ - نمايان ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ.
- ظُهورو ۽ ظُهورا: ذ. اظهار - پڌرائي. جلوه - ڏيکاءُ - ڏيکارو.
- ظُهورو ڀسائڻ؛ ديدار ڪرائڻ.
● ظَهِيرُ ۽ ظَهِيرَ؛ ذ. صفت. (ع). ايرو - ناتوان - ڪمزور - ڏٻرو - ضعيف - هيڻو. مجبور - لاچار - بي وس.
- ظَهِيري ۽ ظَهِيريون؛ ث. ايرائي - ضعيفائي - ناتوالي - ڪمزوري. لاچاري - مجبوري.

# ع

ع: ث. (ع). سنڌي الف، ب جو چوٽيهون، عربيءَ جو ارڙهون ۽ فارسيءَ جو چوويهون اکر. اچار "عَين". ابجد جي حساب موجب عدد ستر. "عيسوي" سن لاءِ نشان طور ڪم ايندڙ. جئن "١٩٥٤ع".
● عابِدُ ۽ عابِدَ؛ ذ. صفت. (ع. عَبَدَ = هن بندگي ڪئي) عبادت ڪندڙ - بندگي ڪندڙ - رياضت ڪندڙ - پوڄاري - نمازي - آهاسڪ - (خدا) پرست - ڌرمِشٽ - مُتقي - ديندار - ڌرمارٿ - دينيائِتو - شيوڪ - داس - ڀڳت. پرهيزگار - نيڪ.

● عابِدائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● عاج ۽ عاجَ؛ ذ. (ع). هڪ مشهور جانور (هاٿيءَ) جو وات جي ٻر وارو هڏو - هاٿيءَ ڏند.
- عاج بَندُ ۽ عاج بَندَ؛ ذ. عاج سان جڙيل - عاج وارو - عاج ڀيل - عاجڪو - عاج جو ڪم ڪندڙ.
- عاجُڪو ۽ عاجُڪا؛ ذ. صفت. عاج جو - عاج وارو - عاج ڀيل - عاج بَند.
- عاجُڪِيرُ ۽ عاجُڪِيرَ؛ ذ. صفت. عاج جو ڪم ڪندڙ.

● عَاجِزُ ≅ عاجِزَ ؛ ذ. (ع. عَجِزَ = ڪمزور ٿيو > اسم فاعل. عاجِزُ.) ڪمزور- اسٽو- هيٺو- بي وس- بي ٻهچ- نَاتوانُ- لاچار- مجبورُ- مَعذُورُ- ويچارو. ٽڪَلُ- مَانڊو- پريشانُ- مايوس- نماڻو. خفي- ڏک- هلاڪُ- وِرچيلُ. غمگين- رَنجُ- ڏکي- دکِي- ستَايَل. غريب- مِسڪِينُ- محتاج. ڪَلِپيل- چڙيل- ڪاوڙيل- ڏهليل. آزاريل- پيڙايل- عَذابِيَل- ستَاپَل.

- عَاجِزُ آچَڻُ، ٿِيَڻُ ؛ ذ. لاچار ٿيڻ- بيوَس ٿيڻ- "عاجز اچي ودو عَنصري، الخ" (عرس). مجبور ٿيڻ. ڪَڪُ ٿيڻ- ٽڪجڻ.

- عَاجِزُ ڪَرَڻُ ؛ تنگ ڪرڻ- مجبور ڪرڻ- لاچار ڪرڻ. ڪَڪُ ڪرڻ- هَلاڪُ ڪرڻ- دِق ڪرڻ. چيڙائڻ- رَنج ڪرڻ- ستائڻ.

- عَاجِزِيُ ≅ عاجِزِيُون ؛ ث. هيڻائي- نِستائي- ڪمزوري. ٽڪاوت- ماندگي- ماندڪائي. پريشاني. نماڻائي- لهَنَائي- هيڻاهيڻ. وينتي- اِلتجَا- مِنٿَ- مِنتَ- ليلِڙاٽي- عرض- آزي نَيَازي- ليزاري- زَارِي. لاچاري- مجبوري- آٽسَرَنڊي.

- عَاجِزِي ڪرڻ ؛ مِنتَ ڪرڻ- مِنٿَ ڪرڻ- ليلائڻ- وينتي ڪرڻ- مماجَت ڪرڻ- اِلتجا ڪرڻ- آزي نيازي ڪرڻ. هَٿُ ٻَڌڻ- خوشامد ڪرڻ.

- عَاجِزهُ ؛ ث. (ع. عَجُوزٌ > عَاجِزَهُ). عورت- ناري- زال (ل- ت). ڪَنيا- ڪُچا- ليِنگري- چوڪري- ڇُهَرِ- ليائي.

● عَادُ ؛ اسم خاص. قديم زماني ۾ هڪ قوم جو نالو- (جنهن تي حضرت هود عليہ السلام پيغمبر مقرر ٿيو- اها قوم عاد بن سام بن نوح سان تعلق رکي ٿي، هيءَ قوم خدا تعالىٰ جي نافرماني سبب سخت طوفن ۾ تباهہ ۽ برباد ٿي وئي).

● عَادَتَ ≅ عَادتون ؛ ث. خصلت- سُڀاءُ- خُوءِ- طبيعت- خاصِيَت. چال- چلت- هلت- روش- رويہ- لَڇڻ- افعال- آرڪان. هيرَ- لَتَ- ٻانداڻ- غذا- عِلٿَ. ريت- نمونو- ٻَرِ- رسم- ڍَنگُ- نيِم- دستور- شيوو- رواج. استعمال- عملُ- ابياس- ساڌنا- مشق.

- عَادتًا (عَادتن) ؛ ظرف. عادت کان- عادت جي ڪري- علت جي ڪري- هيرَ جي ڪري.

- عَادت ٻوڻ: هيرَ ٻوڻ- علت ٻوڻ- غذا ٻوڻ- عادي ٿيڻ- بالذاتُ ٻوڻ.

● عَادتي ≅ عادتي ؛ ذ. صفت. عادت وارو- علتي- بالذاتي- هيراڪُ- هيرائتو- هيريلُ.

● عادَتيُ گنَهگارُ ≅ عادتيُ گُنهگارَ ؛ ذ. صفت. عادتي گناهن ڪرڻ وارو- گناهہ ڪرڻ جو عادي- گناهہ جو هيراڪ.

● عَادِلُ ≅ عادِلَ ؛ ذ. صفت. (ع. عدل = هُن انصاف ڪيو) عدل ڪندڙ- انصاف ڪندڙ- آچاري- نياڪاري- منصف- جج- قاضي. حقي فيصلو ڪندڙ- انصاف پسند- حق ۽ ناحق ڏار ڪندڙ.

● عَادِلَ پورُ : اسم خاص تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ هڪ ديهہ ۽ ڳوٺ جو نالو.

● عَادِيُ ≅ عَادِيُ : صفت. هرهڪ عادت کي ڇهني ٻوڻ وارو- سخت عِلٿيِ- عادتي- علتي- بالذاتي- هيراڪ.

- عَادِيُ ٿِيَڻُ ؛ عادتي ٿيڻ- علتي ٿيڻ- هيراڪ ٿيڻ.

● عَارُ ≅ عَارَ ؛ ذ. (ع. عري = آگهاڙو) شرم- حياءُ- لج- ليڄهہ- سَرِمُ- ڦڪائي- حجاب- شرمندگي- شرم جي ڳالهہ. بد نامي- بد ناموسي. ڪٽر- غيرت- نڪ نَاس- پتو- حيف. آپمان- اپجسُ- هتڪ عزت- هتڪ حرمت. ننگ- عيب- وِڏ- برائي.

- عَارُ آچَڻُ: شرم اچڻ- لج اچڻ- حجاب ٿيڻ.

- عَارُ ڪَرَڻُ: حياءُ ڪرڻ- شرم ڪرڻ- لج ڪرڻ. عيب سمجهڻ- ننگ معلوم ڪرڻ.

● عَارَبُ : اسم خاص. ماڻهوءَ جو نالو.

● عاربائِيُ : اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۽ اُتر سنڌ ۾). تعلقي ڪوٽ ڏيجي (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● عارَبِيُ ؛ اسم خاص. تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● عارِضُ ج عارِضَ: ذ. ڳَلُ - ڳِٽو - رُخسارُ. فوج جي تخميني لڳائڻ وارو. لاحق ھئڻ وارو - پيش اچڻ وارو.

● عارِضُ ھُئَڻُ: پيش اچڻ. پيدا ٿيڻ - نمودار ٿيڻ - ظاھر ٿيڻ.

● عارِضو ج عارِضا؛ ذ. صفت. (ع. عَرَضَ = لاحق ٿيڻ) بيماري - مرض - روڳ - رنج - ڏُکُ - تڪليف.

● عارِضِي ج عارِضِي؛ ذ. صفت. ٿوري وقت لاءِ - ڏينھن لاءِ - وقتي - اتفاقي. شرطي. جڙتو - مصنوعي.

● عارِفُ ج عارِفَ؛ ذ. صفت. (ع. عَرَفَ = سڃاڻڻ) سڃاڻندڙ - واقف - ڄاڻندڙ - ڄاڻو. خدا کي سڃاڻندڙ - معرفت وارو - وَلِي - گياني - رِشي - درويش. سياڻو - عقلمند - داناءُ - سمجھو - ھوشيار - اڪابر - ڏاھو - عقل وارو - فھميدو - ھوش وند - زيرڪ - سُوجھَ - سٺو ڀَرو - ڀھچاڻ.

● عارِي ج عارِي: حياءُ ڪندڙ - عار ڪندڙ - شرم ڪندڙ - ڀري پڄندڙ - بيزار. غير واقف. خالي. جيئن: "علم کان عاري" وغيره. اگھاڙو - لنگو. عاجز - لاچار - مجبور. آڌارو ورتل.

● عازِمُ ج عازِمَ؛ ذ. صفت. (ع. عَزْمُ = ارادو ڪرڻ) ارادو ڪندڙ - قصد ڪندڙ. ڪنھن شيءِ تي دل لڳائيندڙ - چاھيندڙ - گھرندڙ.

● عاشِقُ ج عاشِقَ؛ ذ. صفت. (ع. عِشق = محبت ڪرڻ) عشق ڪندڙ - حد کان وڌيڪ پيار ڪندڙ - حد کان وڌيڪ محبت ڪندڙ - پيار جو طالب - مُحِبّ - پريتم - پريمي - مفتون - فريفتہ - شيدائي - نثار - ليھي. آشنا. خدا جو محبتي - حق جو ڳولائو - محبت الاھيءَ ۾ غرق - عارف - ڪامل.

- عاشِقانَہ؛ ذ. صفت. عاشق جھڙو - عاشق جي رانگ وارو - عاشق جي مزاج مطابق.

- عاشِقاڻو ج عاشِقاڻا؛ ذ. صفت. عاشق جھڙو - عاشق جھڙو.

- عاشِقُ ٿِيَڻُ؛ پيار وارو ٿيڻ - محبت وارو ٿيڻ - چاھيندڙ ٿيڻ. اکيون لڙائڻ - دل لڳائڻ - دل ڏيڻ - محبت ڪرڻ. مفتون ٿيڻ - فريفتہ ٿيڻ - فدا ٿيڻ - نثار ٿيڻ - قربان ٿيڻ.

- عاشِق مِزاجُ ج عاشِق مِزاجَ: ذ. صفت. عاشقاڻي طبيعت وارو - حُسن پرست. رنگيلو.

- عاشِقُ مَعشُوقُ ج عاشِقَ مَعشُوقَ؛ ذ. ث. ھڪٻئي سان عشق ڪندڙ - پريتم ۽ پريما - سَجَنُ ۽ سَجڻي - مُحِبُ ۽ مَحبُوب.

- عاشِقِي ج عاشِقِيُون: ث. عشق - محبت - پيار - قرب - پريم.

● عاشُورو ج عاشُورا؛ ذ. (ع. عاشُورَہُ < عَشَرَ = ڏَھَہ) مُحرّمَ مھيني جي ڏھين تاريخ حضرت امام حسين جي شھادت جو ڏينھن.

● عاصِي ج عاصِي: ذ. (ع. عَصِي = ھن بي فرماني ڪئي) گنھگار - مُجرم - خطاڪار - ڏوھاري - گناھي - خطاوار - قصوروارو - تقصير وار - بدڪار - پاپي - ڪُڪرمي. حڪم عدول. فسادي - ياڪي - باغي - نافرمان - ڦِرِيَلُ.

● عاطِفَتَ؛ ث. (ع. عطف = مھرباني) مھرباني - لطف - عنايت - شفقت - لوازش - ٻاجھہ - ڪرم.

● عافِيّتَ ج عافِيّتُون؛ ث. (عفا = ھو آرامي ۽ صحتمند ٿيو) صحت - تندرستي - چڱڀلائي - چاقائي - نروئائي. آرام - راحت - خوشي - فرحت - سرھائي. سلامتي - خيريت - خير - ڪلياڻ - خيرخوبي - امن امان.

- عافِيّتَ تَنگُ ڪَرَڻُ؛ ڪنھن جي عيش آرام ۾ دخل ڏيڻ - آرام ڦٽائڻ - آرام سان وھڻ نہ ڏيڻ.

● عاقُ ج عاقَ؛ ذ. صفت. (ع). ماءُ - پيءُ کان نافرمان - بي چيو - ڪپُوت - ناصالح - وَرثي کان خارج. خراب. بي مُحابو. نِٽر.

"عُمَرَ آءٌ نہ عاقَ، ڏکيا جيم ڏکوئين" (سر مارئي - شاھہ).

● عاقِي ج عاقِي؛ ذ. صفت. نافرمان - بي چيو. ھٺيلو - باغِي - نِٽَر - ھوڏي - اٿوئو - شِدّتي - نَجِس - ڦَڏي - نرچو - اھنڊ.

● عاقِبَتُ ج عاقِبَتُون؛ ث. (ع. عَقَبَ = ھو پٺيان آيو) پڇاڙي - آخر - انجام - توڙ - ڇيھہ -

اتيجو. ايندڙ زمانو - آئنده - اڳ - استقبال - مستقبل.
پٺ - پرتيت - و يساه . قيامت جو ڏينهن - آخرت .
- عاقبت انديش: آڳو ڀيڇو جاچيندڙ - اڳپوءِ
جو ويچار ڪندڙ - آخرت ڳوليندڙ . دورانديش -
عاقل - هوشيار - داناءُ.
- عاقبت انديشي: ث. آڳي ڀيڇي جي جاچ -
دورانديشي - ڊگهي نظر . سياڻپ - عقلمندي .
● عاقر قرحو: ذ (ع. عاقر قرحا) پسارڪي وکر
جو هڪ قسم - ڏندن جي درد لاءِ هڪ مفيد دوا -
هڪ ٻوٽيءَ جو قسم.
● عاقل: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه
۽ ڳوٺ جو نالو.
عاقل ۽ عاقل: ذ. صفت. (ع. عقل = سمجهه)
عقل وارو - عقل ولد - ٻڌوان - سمجهو - فهميند و -
هوشائتو - سياڻو - ڏاهو - داناءُ - هوشيار - اڪابر -
سوجهه - دورانديش - چتر - گياني - ذي هوش -
دانشمند. (ث. عاقله). (اسم خاص). تعلقي ٺٽي باڳي
۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عاقلاڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر
حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾).
● عاقل پور: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾
هڪ ديهه جو نالو.
● عاقل هڪڙو: اسم خاص. تعلقي رتيديري ۾
هڪ ديهه جو نالو.
● عاقوبت ۽ عاقوبتون: ث. (ع. عاقبت) عاقبت -
ڦاڙي جٽ - تعدي.
● عالم ۽ عالم: ذ. (ع). دنيا - جهان - جڳ -
سنسار - جڳت. پرٿوي - زمين. مخلوق - آدم -
لوڪ - خلق - جنتا - اسم ذات. رعيت. زمانو -
وقت - دور - سمو - عهد. طور - طريقو - ڍنگ - دوش -
چال - حال - احوال - حالت - صورت.
- عالم آرا ۽ عالم آرا: صفت. دنيا کي ٺاهڻ وارو -
جهان کي سينگارڻ وارو.
- عالم آشڪار ۽ عالم آشڪار: ظرف. دنيا ۾
پڌرو - جهان ۾ ظاهر - مشهور - هاڪارو - ناليرو -
عام - واضح. کليل.

- عالم آشڪار هئڻ: ظاهر هئڻ - پڌرو هئڻ -
مشهور هئڻ - هاڪارو هئڻ - ناليرو هئڻ.
- عالم ارواح ۽ عالم ارواح: ذ. روحن جو
جهان - روحن جي دنيا.
- عالم اسباب: ذ. دنيا جو سازو سامان.
= عالم اصغر: ذ. ننڍي دنيا - هيءَ جهان. بقا
جي جهان جو ضد - فاني جهان.
- عالم اڪبر: وڏو جهان - هوءَ دنيا. بقا جو
جهان - آخرت.
- عالم افروز: صفت. دنيا کي روشن ڪرڻ
وارو - سج - شمس - سورج.
- عالم الارواح: روحن جو جهان. روحن
جي دنيا.
- عالم بالا: مٿاهين دنيا - آسماني جهان - ٻيو
جهان - پرلوڪ. آسمان - عرش. بهشت. جنت -
فردوس - سورگ.
- عالم برزخ: ذ. روحن جي ڪڏ ٿيڻ جي جاءِ
(جتي روح قيامت تائين محفوظ هوندا).
- عالم پناهه ۽ عالم پناهه: ذ. جهان جو
آجهو - دنيا جو آجهو. شهر جي پناهه لاءِ پٽ -
ماڻهن جي بچاءَ لاءِ قلعو - ڪوٽ. اهو شخص جنهن
وٽ مخلوق کي امن ملي. بادشاهه.
- عالم جاويد: ذ. آخري دنيا - فنا نه ٿيندڙ
جهان - باقي جهان - بقا جو جهان - هميشه رهندڙ جهان.
= عالم جنات: جنن ڀوتن جي دنيا. ڀوتن ۽
پرين جي دنيا.
- عالم ڏيکارڻ: دنيا ڏيکارڻ - جهان ڏيکارڻ.
جواني ڏيکارڻ - انداز ڏيکارڻ. رونق ڏيکارڻ.
- عالم سفلي: ذ. دنيا - جهان - عالم - پرٿي.
زمين. خاڪ - مٽي.
- عالم صغير: ذ. انسان ۽ انسان جو جسم -
جامه انساني لڪل جهان.
- عالم غيب ۽ عالم غيب: ذ. لڪل جهان.
ٻيو جهان - ٻي دنيا - پوشيده دنيا.
- عالم ڪبير: ذ. دنيا - جهان - سنسار. قدرت.
طاقت.

– عالمُ گيرُ: صفت. جهان کي فتح ڪرڻ وارو- دنيا تي ڇانيل- جيئن "عالمگير ڏ=ار، عالم گير جهـڙ وغيره." عظيم الشان بادشاه. (اسم خاص). تيموري خاندان جي هڪ مشهور بادشاه (اورنگزيب) جو لقب.

– عالمِ ناسوتِ: ذ. فاني دنيا.

عالِمُ ۽ عالِمَ: ذ. صفت. (ع. عِلمُ = ڄاڻڻ) ڄاڻندڙ- ڄاڻو. علم وارو- پڙهيل- ودوان- فاضل- گياني. سڄاڻ- سمجهو- زيرڪ- چتُرُ- سيَانُ- سنوڀرو. سياڻو- ڏاهو- هوشيار- دانا، سالڪ- عارف- پنڊت. ويدانتي- مذهبي پيشوا- مولوي.

– عالِمُ الغيبِ: ذ. صفت. (ع. ڳجهه جو ڄاڻو) غيب جون ڳالهيون ڄاڻندڙ- دانا بينا.

● عالَمُ آرائي: اسم خاص. تعلقي اباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عالِماڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عالِمُ آباد: اسم خاص. تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عالِماڻي جت: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● عالِمُ زئي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (پٺاڻ).

● عالِيُ ۽ عالِيُ: ذ. صفت. (ع. علا = هو مٿانهون ٿيو) مٿي ڪيل- بلندي ڏنل- بلند- مٿانهون- بالا- رفيع- اعليٰ- برتر- اوچو- وڏو- عظيم- ڪلان (عزت)- چڙهيل- درجي چڙهيل- سرفراز- ترقي يافته- ممتاز. عزت وارو- مانوارو- قابل عزت- مقدس- پاڪ- پوتر. ناليوارو- نامور- ناميارو- مشهور.

– عالِيُ تبارُ ۽ عالِيُ تبارَ: ذ. صفت. وڏي اصل ۽ نسل وارو- پيڙهائتو- بنيادي- خانداني. حضرت.

– عالِيُ جاهُ: صفت. وڏي مرتبي وارو- وڏي عزت وارو- بلند شان وارو- عالي مرتبه- بلند پايه.

– عالِيُ جنابُ: صفت. وڏي مرتبي وارو- مٿانهين شان وارو- وڏي اصل ۽ نسل وارو. عزت جو هڪ لقب.

– عالِيُ حضرتُ: ذ. صفت. وڏي مرتبي ۽ عزت وارو.

– عالِيُ خاندانُ: ذ. صفت. وڏي گهراڻي وارو- وڏي خاندان وارو- وڏي گهر جو- امير زاده- شريف زادو.

– عالِيُ دماغُ: صفت. وڏي دماغ وارو- روشن دماغ. بلڪل خبردار- تمام هوشيار- دانا- عقلمند. اوچن خيالن وارو.

– عالِيُ شانُ ۽ عالِيُ شانَ: ذ. صفت. وڏي شان وارو- مهاپرش- وڏي عزت وارو- شاندار. تمام سنو- عمده- رونق وارو- آبائتو- شانائتو- جلويدار- پيڪو ڪندڙ- سوڀيا وان. تمام وڏو- شاهي- بلند- شاهاڻو- فلڪي.

– عالِيُ قدرُ: ذ. صفت. وڏي مرتبي وارو- وڏي عزت وارو- عظيم الشان- عالي مرتبه.

– عالِيُ همتِ: صفت. وڏي همت وارو- وڏي دل وارو- صاحب جرأت- دلير- سورهيه. بلندنظريه- بلند خيالات وارو. سخي- فياض.

● عالِيُ سمونُ: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عالِيُ سومرو: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عالِيُ ڪيهرُ: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عامُ ۽ عامَ: صفت. (ع. عمّ = عام ٿيو) پکڙيل- ڦهليل. مشهور- پڌرو- ظاهر- آشڪار. معمولي- رواجي- رسمي- هلو چالو- رائج ساڌو- بازاري- هلڪو- گهٽ- ادنيٰ- نيچ. سڀ جو- وچ جو- سمان- هڪجهڙو- ساڌارڻ. سڀ- ڪل- عامُ جامَ- ريل ڇيل- گهڻو. (ذ). عام ماڻهو- خدا جي خلق- مخلوق. صوفين جي اصطلاح ۾ صوفي طريقي کان غير واقف، عام يا رواجي ماڻهو (سر ڪلياڻ- ڪر). علم منطق جي اصطلاح ۾ سڄي مبتدا جو اثبات يا نفي ۾ خبر ڏيکاريندڙ جملو. جيئن: "سڀ ماڻهو سرڻا آهن، ڪو به ماڻهو وري جيئرو نه ٿيو آهي" وغيره.

● عامُ خاصُ: صفت. گهٽ وڌ - ننڍو وڏو - اعليٰ ادنيٰ - هيٺاهون مٿاهون.
- عام راهه: ث. سڀني ماڻهن جي راهه - سڀ جو خيالُ.
- عامُ فَهمُ: صفت. هر ڪنهن جي سمجهه ۾ اچڻ وارو (مضمون يا ڪتاب يا گفتگو) آسان - سليس - سوکيو - سولو.
- عامُ مُختارُ ۽ عامُ مُختارَ: ذ. صفت. ڌڻيءَ جي پاران عام ڪم ڪرڻ جي اجازت مليل ملازم - نائب - ڪم هلائيندڙ - وَڪيلُ - مختار. گماشتو.
- عامُ مَعافيُ ۽ عامُ مَعافيُونُ: ث. رواجي معافي - سڀني لاءِ معافي - عام خلق لاءِ معافي.
- عامُ ميڙُ ۽ عامُ ميڙَ: ذ. عام جي مجلس - عام ميڙ - عام مجلس.
● عاميُ ۽ عاميُ: ذ. صفت. عام ماڻهو. ٿاليرو - مشهور - نام ڪڍيو - هاڪارو - ناميارو. پڌرو. عام جام. اڻ ڄاڻ - جاهل - بيوقوف.
● عامِرُ: اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عامِراجيُ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عامَرُجيُ: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عامَر نِٿار: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عامِرِيُ: اسم خاص. سَن ۽ لَڪيءَ جي وچ ۾ هڪ قديم ڪوٽ جو نالو.
● عامِڙا: اسم خاص. تعلقي ميرپوربٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عامِلَ: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● عامِلُ ۽ عامِلَ: ذ. (ع. عَمَل = هن ڪيو) عمل ڪندڙ - عملدارُ - حاڪم - آفيسر. شاهي عهدي وارو. سرڪاري نوڪر. هندن جو هڪ فرقو (جو ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي زماني کان وٺي سرڪاري نوڪري ڪندا رهيا آهن) (صفت). چالاڪ - هوشيار. تجويز وارو - اٽڪلي. علم نجوم موجب عمل ڪندڙ - منتر جنتر ڪندڙ.
- عامِلي: ث. عامل جو ڌنڌو - عاملن جو پيشوا. ظاهري اقرار. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عائِدُ: صفت. (ع. عَودُ = موٽڻ) روڪ - رڪاوٽ - بندش.
- عائِدُ ڪَرَڻُ: مٿان مڙهڻ - مُسلّط ڪرڻ.
● عِبادَتَ ۽ عِبادَتُون: ث. (ع. عَبَدَ = هن بندگي ڪئي) اطاعت (خدا جي) - بندگي - پُوڄا - پرارٿنا - نمازَ - سَجدو - تَسبيح - آپاسنا - پَرستش - طاعت - ڀڳتي (خدا جي).
- عِبادَتُ خانو ۽ عِبادتُ خانا: ذ. بندگيءَ جي جاءِ - مسجد - عبادت گاهه. پوڄا جي جاءِ - ڀڳتي لاءِ مڪان - مندر - ٽڪاڻو - ديول.
- عِبادَتگاهُ ۽ عِبادَتگاهَ: ذ. صفت. عبادت جي جاءِ - عبادت خانو - مسجد - پرستش گاهه - مَعبد - خانه ڪعبه. مندر - ٽڪاڻو. ديول.
- عِبادَتِي ۽ عِبادَتِيُ: ذ. صفت. عبادت ڪندڙ - عابِدُ - پُوڄاري - شيوڪ - آپاسڪ (خدا) پرست. مذهبي پابند. ڌرمشٽ - مُتّقي - ديندار - دينائتو - خدا ترس.
● عِبارَت ۽ عِبارَتُون: ث. بيان - مضمون. لکيت - تحرير. لکيت جو نمونو - لکڻ جي طرز - بيان جو ڍنگ - لکڻي - انشا. ڪِلڪَ - انبو. خط ونندڙ جو عهدو. خط جي ايڊريس - سرنامو.
● عبّاسُ: ذ. (ع). حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم) جن جي چاچي جو نالو. حضرت علي ڪرم الله وجه جن جي فرزنه جو نالو (جو ڪربلا جي ميدان ۾ شهيد ٿيو). هڪ ٻوٽيءَ جو نالو (گل عباس).
- عَبّاسِيُ ۽ عَبّاسِيُ: صفت. حضرت محمد صلعم جن جي چاچي حضرت عباس جي خاندان جو لقب. دَورِ عباسيه جو ڪارو رنگ (خلفاءِ عباسيه جو پسنديده رنگ، جو آنهن پنهنجي لباس ڪي

ڏياريو). گل جو هڪ قسم. ٻُر جو هڪ قسم- (آمريڪا جي پيرو ملڪ جو سنگمرمر). (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو. هڪ سڪي جو نالو.

● عَبّاسِي ڪُل: ذ. هڪ ٻوٽيءَ جو نالو (پن زيتون جي پنن جهڙا، ننڍا، ساوا، لڙم، گل خيري وانگر ڳاڙهاڻ ۽ اڇاڻ تي مائل، ڦر بادام جيڏو ۽ ڪاري رنگ تي ٻج ۽ ڪانيون دوائن جي ڪم اچن.

● عَبَث: صفت. (ع. عَبَث = هن اجايو ڪم ڪيو) اجايو- بي فائدو- ناحق- مفت- خالي پيلي- جاڙ- وُڙث- اجايو- فضول- لاحاصل. بيڪار- نِڪمون- نِڪارو.

"عَبَث آڳاهين وڃڻو جو ڪين ڪاڻ ڪي" (شاه سر آبري)

سبب کان سواءِ- ناحق- هرويرو- خواه مخواه.

● عَبْد ۽ عَبْدَ: صفت. (ع. عَبد = هن بندگي ڪئي) غلام- ٻانهون- گولو- بندو- ٻانزي- داس- تابعدار- مطيع. نوڪر- نفر- چاڪر- ملازم. خدمتگار- ٽهليو- پيلي.

- عَبْدِيَت: ث. غلامي- ٻانهپ- گولپ- بندگي- تابعداري.

● عَبِيد ال: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديه جو نالو.

● عَبْدُالْمُطّلِب: اسم خاص. (ع). حضرت محمد صلعم جن جي ڏاڏي جو نالو.

● عَبْدُالْمَنّان: اسم خاص. (ع). حضرت محمد صلعم جن جي پڙڏاڏي جو نالو.

● عَبْدُاللّٰه: اسم خاص. حضرت محمد صلعم جن جي والد جو نالو.

عَبْدُاللّٰهِ ڍڪڻ: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديه جو نالو.

● عَبْدُاللّٰهِ جکراڻي: اسم خاص. تعلقي ٺل ۾ هڪ ديه جو نالو.

● عَبْدُاللّٰهِ مَهَر: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديه جو نالو.

● عَبْدُلاڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. مزاري بلوچن جو هڪ قبيلو. (رستماڻين جي شاخ).

● عَبْدُو جاگيِر: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديه جو نالو.

● عَبْدُو مَهنڊو: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪي ۾ هڪ ديه جو نالو.

● عِبْرَاني ۽ عِبْرَانِي: ذ. (ع). يهودي. (ث). يهودين جي ٻولي. (صفت). يهودين جو.

● عِبْرَتَ ۽ عِبْرَتُون: ث (ع). انديشو- عجب- حيرت- تعجب- اچرج- آچنبو- تهرس. اطلاع- چتاءُ- تاڪيد- آگاهي- اڳ خبر- هيبت- خوف. سبق.

ٻئي جي مثال مان حاصل ڪيل نصيحت- تاڪيد-

- عِبْرَتَ جي ماڳ ۾ اچڻ: عبرت حاصل ڪرڻ- سجاڳي پرائڻ.

- عِبْرَتَ گاه ۽ عِبْرَتَ گاهَ: ذ. حيرت جي جاءِ.

- عِبرَتَ ۾ پَوَڻ: حيرت ۾ پوڻ.

- عِبْرَتَ وَٺَڻ: اچرج لڳڻ- تعجب لڳڻ- عجب وٺڻ- عجب ۾ پوڻ- حيرت وٺڻ- حيران ٿيڻ- متحير ٿيڻ. الڪشت بدندان ٿيڻ. ٻئي جو حال ڏسي نصيحت هٿ ڪرڻ- نتيجن کي ڏسي خبردار ٿيڻ.

● عُبُودِيَّت: ث. (ع. عبد = هن بندگي ڪئي) غلامي- ٻانهپ- بندگي- عبادت- ڀڳتي- پوڄا پاٺ. شيوا. عبديت.

● عُبُور: ذ. (ع. عَبَرَ = هو گذري ويو) درياه يا رستي جي هڪ طرف کان ٻئي طرف لنگهي وڃڻ واري حالت. گذر- گذارو- آڪارو- لنگهه. جيئن "هُن پل تان عبور جي سخت منع آهي" (جملو). پهچ- پهچندي- وسعت- دسترس. جيئن "فلاڻي ماڻهوءَ جو مطالعي تي ڪوبه عبور ڪونهي" (جملو).

● عُبُور ڪَرَڻ: هڪ پاسي کان ٻئي پاسي ڏانهن وڃڻ. درياه پار ڪرڻ. ڪنهن رستي تان پار وڃڻ- رستي تان لنگهڻ- گذرڻ- آڪرڻ.

● عَبِيرُ ۽ عَبِيرَ: ذ. (س. انبرَ. ف. عَنْبَرَ = آسمان) ڪپڙي جو هڪ قسم (آسماني رنگ تي)- خوشبوءِ دار شيءِ (ڳاجرا).

● عِتابُ ۽ عِتابَ: ذ. (ع. عَتَبَ = هو ڪاوڙيو) بيزاري ۽ خفگيءَ جو اظهار - ملامت. جهڙڪ - ڇنڊ - ڏينامو. مهڻو - ڏورانهو - طعنو - ٽوڪ - شڪايت - چائنڪ - ٽُنڪو - ويڻ - ڏيار - آلاپو. ڪاوڙ - چيڙ - غضب - قهر - طيش - جوش - غصو - لندا.

● عِترَتَ: ذ. (ع). اولاد - نسل.

● عَجائِبُ ۽ عَجائِبَ: ذ. (ع. عَجَبَ = هو عجب ۾ پيو) جمع عجب جو. عجب وارو - اچرج جهڙو - عجب جو - عجب جهڙو - عجيب - عجبائتو - حيرت انگيز - حيرتي. خاص - عجيب وَ غريب - غير واجبي - ناشُنيد و - اڻائي - اڻاهيي - اجنبيي.

● عَجائِبُ: هڪ گل جو قسم (Hibicus).

- عَجائِبُ خانو ۽ عَجائِبُ خانا: ذ. ڏسڻ لاءِ (قديم يا جديد زماني جي) عجيب عجيب شين رکڻ جي جاءِ - عبرت پيرائڻ جو گهر - عجائب گهر - ميوزم.

- عَجائِبُ وَ غَرائِبُ هُئَڻُ: عجب جهڙو هئڻ. حيرت جهڙو هئڻ.

● عَجائِبُ پُورِ: اسم خاص. تعلقي گوني ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عَجَبُ ۽ عَجَبَ: ذ. (ع). اچرج - حيرت - اچنبو - تعجب - تيپرس - حيراني. (صفت). اچرج جهڙو - حيرت انگيز - حيرتي - عجيب - عجبائتو. نئين نموني جو - نه ڏٺو نه پُڌو - نرالو - خاص. اڳ نه ڏٺل - نادر - نئون - عجيب و غريب. (ل). پرت جو هڪ قسم. فراميءَ جي گلڪاريءَ جو هڪ نمونو (لغت مهيري).

- عَجَبُ اِسْرارُ ۽ عَجَبُ اِسْرارَ: ذ. ڏاڍي حيرت - اچرج - اچنبو. عجب رانگ - رنگ ڪمال. عجب جهڙي شيءِ.

- عَجَبائِتو ۽ عَجَبائِتا: ذ. صفت. حيرت انگيز - عجب جهڙو - عجيب - عجبائتو - اوپرو - نرالو.

- عَجَبَ جَهڙو ۽ عَجَب جَهڙا: ذ. صفت. حيرت جهڙو - عجيب - حيرت انگيز. صفت. اڳ نه ڏٺل - نادر.

- عَجَبُ رَنگُ ۽ عَجَبَ رَنگَ: ذ. عجيب ڪم - اچرج سان پريل ڪم. حيرت پيدا ڪندڙ نظارو - حيرت جهڙو تماشو.

- عَجَبيرِي ۽ عَجَبيرِيُون (ل): ث. فراميءَ جي چنن جو هڪ قسم (مهيري).

● عِجِزُ ۽ عِجِزَ: ذ. (ع. عَجَزَ = هيٺو ٿيو) نهٺائي - نمرتا - نياز - هيٺاهين - نِيوڙت - نيازي. مسڪيني - غربت. ڪمزوري. عاجزي - زاري - ليزاري - توڪل - اڌينتا - تسليم (پرمانند).

● عَجِلَت ۽ عَجِلَتُون: ث. (ع. عَجَلَ = هن تڪڙ ڪئي) جلدائي - تڪڙائي - ڦڙتائي - تيزي - سُرعت - شتابي. پهلواني.

● عَجَمِ: اسم خاص. هڪ مُلڪ جو نالو - ايران - فارس - پارس. عرب کان سواءِ ٻيو ملڪ. جيئن: "عَرَب و عَجَم" ۾ ظاهر آهي.

● عَجُوبَ: ذ. صفت. (ع). نهايت عجيب - حيرت پريو.

● عَجُوزُ ۽ عَجُوزَ: (ع. عَجَزَ = هو عاجز ٿيو) عاجز مائهو. ڪراڙي زال.

● عَجِيبُ ۽ عَجِيبَ: ذ. صفت. (عَجَبُ = عبرت) عجب جهڙو - اچرج جهڙو - اچرج وارو - حيرت انگيز - تعجب خيز - عجبائتو - اجنبي - اوپرو. بي مثال - لاثاني - اڻائي - اڻاهي - نيارو - انوکو - يڪانو - مُفرد - فَردُ - خاص - نيچ. (صفت). دوست - يار - رفيق - سنگتي. پيار ڪندڙ - پرين - محبوب - معشوق - سپرين - ساجن - مُحب - منٺار - پريتم - دلبر - جانب - پيارو. چڱهڙ - يار - سينڌو.

- عَجِيبائي ۽ عَجِيبائِيُون: ث. عجب واري حالت - عجب يا اچرج جو سبب.

- عَجِيبُ وَ غَرِيبُ ۽ عَجِيبَ وَ غَرِيبَ: ذ. صفت. عجيب عجيب - عجيب قسمن جهڙا.

● عَدالَتَ ۽ عَدالَتُونَ: ث. (ع. عَدلُ = اِنصافُ) انصاف - نياءُ - دادُ - آچارُ - عدلُ. نبيرو - نچيڙو - فيصلو. انصاف ڪرڻ جي جاءِ - انصاف گهر - عدالت گهر - ڪورٽ - ڪچهري - نياءَ گهر.

- عَدالَتَ ڪَرَڻُ: انصاف ڪرڻ - داد ڪرڻ - نياءُ ڪرڻ - فيصلو ڪرڻ - نبيرو ڪرڻ.
- عَدالَتِي ۽ عَدالَتِيءَ: ذ. صفت. عدالت جو - ڪچهريءَ جو - انصاف جو - قانوني - شرعي.
- عَدالَتِي ڪَمُ ڪَرَڻُ: انصاف جو ڪم ڪرڻ - عدالت جو ڪم ڪرڻ. قانوني ڪم ڪرڻ. شرعي ڪم ڪرڻ. شرعي لمولي هلڻ.
- عَدالَتِي مَحڪَمو ۽ عدالتي مَحڪَما: ذ. انصاف ڪندڙ کاتو - قانوني کاتو - عدالتي کاتو - انصاف جي جاءِ - انصاف گهر.
● عَداوَتَ ۽ عَداوَتُون: ث. (ع. عَدُوُ). وير - دشمني - دشمني - ورو. ڪلفت - ڪينو - ڪٽ - بغض - بدخواهي - پيائسي. معاملو - جهيڙو - جهڳڙو.
- عَداوتِي ۽ عَداوَتِي: ذ صفت. ويري دشمن - برخلاف - بدخواه - مخالف. دشمن جو - دشمنائو.
- عِدَّتِ: ث. (ع. عَدَّ). تعداد - شمار - ڳاڻيٽو - عدد - عرصو - مدت - ميعاد. (اهو عرصو جنهن ۾ طلاق ڏنل يا وڌوا عورت ٻيو نڪاح نه ڪري جو وفات بعد چار مهنا ۽ ڏهه ڏينهن ٿئي).
● عَدَدُ ۽ عَدَدَ: ذ. (ع. عَدَّ = ڳڻيو) ڳاڻاٽو - تعداد - شمار - ڳڻپ - ٽوٽل - حساب - ليکو - حساب ڪتاب. انگ - لکيو - قسمت. (ع. عدت = عرصو) عرصو - ميعاد (اهو عرصو جنهن ۾ عورت، مڙس جي مرڻ کان پوءِ شرعي طور شادي ڪرڻ کان محروم رهي) قسمت.
- عَدَدُ تَقسِيمِي: ذ. علم رياضي موجب تقسيم يا ونڊ جي معنيٰ ڏيکاريندڙ عدد - جيئن "هر هڪ ڇوڪرو، چار چار ڇوڪرا - پنج پنج ڇوڪريون وغيره".
- عَدَدُ جَمَعَ: صفت. علم رياضي موجب هڪ کان وڌيڪ تعداد ڏيکاريندڙ عدد. گهڻا عدد - گهڻا انگ - گهڻيون شيون. "جيئن ڏهه ڇوڪر، ست ڪتا، پنج گهوڙا وغيره". گرامر ۾ گهڻين شين ڏيکارڻ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ.
- عَدَدُ شُماري ۽ عَدَدَ شُمارِيُون: ث. انگن جي ڳڻپ جو ڪم - انگن جي ڳڻپ - ڳاڻيٽو - نمبر شماري.
- عَدَدُ قَطاري: سلسلي وار هڪ ٻئي جي پٺيان ايندڙ انگ - باترتيب انگ - جيئن "پهريون، ٻيون، ٽيون وغيره".
- عَدَدُ مُبهَمُ: ذ. چٽيءَ طرح انداز نه ڄاڻائيندڙ انگ - غير مقرر انگ. جيئن "سڀ، ٿوريون، گهڻا، سمورو، وغيره".
- عَدَدُ مُرَڪَّبُ: ذ. گڏيل انگ. علم رياضي موجب جزن ۾ تقسيم ٿيندڙ انگ.
- عَدَدُ مُفرَدُ: ذ. اڪيلو انگ - ڇڙو انگ. علم رياضي موجب جزن ۾ تقسيم نه ٿيندڙ انگ.
- عَدَدُ ناطِق: ذ. صفت. ڇڙو انگ.
- عَدَدُ واحِدُ: ذ. واحد عدد - اڪيلو عدد - هڪ انگ. هڪ شي. گرامر ۾ هڪ شي ڏيکارڻ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ.
- عَدَدِي ۽ عَدَدِيءَ: صفت. عدد جو - عدد وارو - تعدادي - شماري.
● عَدلُ ۽ عَدلَ: ذ. (عَدلَ = هن انصاف ڪيو) برابري - مساوات - هڪجهڙائي انصاف - داد - نياءُ - آچار. حقي فيصلو - بي رياءُ فيصلو - حق ناحق جو نبيرو.
- عَدلُ ڪَرَڻُ: انصاف ڪرڻ - نياءُ ڪرڻ - داد ڪرڻ - حق ۽ ناحق کي ڌار ڪرڻ.
- عَدلَ وارو ۽ عَدلَ وارا: ذ. صفت. انصاف وارو - انصافي - آچاري. حقي فيصلا ڪرڻ وارو.
● عَدَمُ: صفت. (ع عَدَمَ = هو گم ٿيو) معدوم - ناپيدا - اڻاٺو - غير موجود - بي وجود. نابود - نيست - فنا - فاني - ناشتي. (ذ. ث). نه هئڻ جي حالت - نيستي - نابودي - معدومي. فنا جو ملڪ - هوجهان آخرت.
- عَدَمُ بِجاوَري ۽ عَدَمُ بِجاوَرِيُون: ث. حڪم نه مڃڻ جي حالت - حڪم جي عدولي.
- عَدَمُ پَيدا: ظرف. نه پيدا - گم - اڻ لڀ - غير حاضر - غير موجود - ناپيد. نه هٿ اچڻ - نه لڀڻ - نه ڳوليل - روپوش - اِڪيلُ.

- عَدَمُ پَيدا هُئَڻُ: نا پيدا هئڻ - نه لڀڻ - غير حاضر هئڻ.
- عَدَمُ داخِلا ۽ عَدَمُ داخِلائُون: ث. نه داخل - داخل نه ٿيڻ - داخلا ڪم - اڻ داخل.
- عَدَمُ مَوجُودگِيءِ ۽ عَدَمُ مَوجُودگِيُون: ث. حاضر نه هئڻ جي حالت - عدم حاضري - غير موجودگي - غير حاضري. واردات واري جاءِ تي نه هئڻ جي حالت.
● عَدَنُ: اسم خاص. (ع. عَدَنُ = رهڻ) بهشت - جنّت - فردوس. بهشتي باغ - جنتي باغ. ڏکڻ عربستان جي هڪ بندر ۽ شهر جو نالو (جتان سنڌ سان موتي لڀندا آهن). شايد سنسڪرت جي آديان لفظ سان لاڳاپو اٿس. سن. آديان = باغ).
● عَدُو ۽ عَدُو: ذ. صفت. (ع. عَدُو = دشمن) دشمن - ويري - بدخواه - مخالف - اڻ سهڻو.
- عَدُو لِيَلُ ۽ عَدُو لِيَلُ: ذ. صفت. دشمن - ويري - برخلاف - مخالف.
● عَدُولَ: مصدر. نه مڃڻ - ٽڪرائڻ - عدول ڪرڻ - نافرماني ڪرڻ.
- عَدُولُ ۽ عَدُولَ: ذ. نه مڃڻ جي حالت - نافرماني.
- عَدُولِجَڻُ: مصدر. بي فرمان ٿيڻ. ناقبول ٿيڻ.
- عَدُولِ حُڪُمُ: ذ. صفت. حڪم جي نافرماني ڪندڙ - منحرف - نافرمان.
- عَدُولِ حُڪُميءِ ۽ عَدُولِ حُڪُمِيُون: ث. حڪم کي نه مڃڻ جي حالت - قانوني ڪارروائيءَ ۾ گُسُ ڪُساءُ.
- عَدُولِ حُڪُميءِ ڪَرَڻُ: حڪم جي نافرماني ڪرڻ.
- عَدُولِيءِ ۽ عَدُولِيُون: ث. بي فرماني.
● عَدِيمُ: صفت. (ع. عَدِمَ = هئڻ وڃايو) ڪم - ناپيدا. ليڪل - ڪِجهو.
- عَدِيمُ الفُرصَت: ذ. صفت. ڪم ۾ مشغول - گهڻو ڪمو. اهو جنهن کي واندڪائي نه هجي.

● عَذابُ ۽ عَذابَ: ذ. (ع). نه سهڻ جهڙو سور - ايذاءُ - پيڙا - درد - ڏک - ڏکُ - سُورُ - اذيت - سختي. آزار - ويدن - هيبت. ڪشالو - چاڪوڙ - سنتاپ - سزا.
- عَذابِ قَبَرَ: ذ. قبر جو عذاب - قبر جي سختي. اسلامي عقيدي موجب مري ويل گنهگار ماڻهوءَ کي قبر جي پيڙ سبب آيل تڪليف.
● عِذارُ ۽ عِذارَ: ذ. صفت. گِلُ - رُخسارُ - چهرو - صورت. سُنهن - رُخ. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ لفظ. جيئن: "عِذار گُل" وغيره.
● عُذرُ ۽ عُذرَ: ذ. (ع. عُذرُ) معافي - معذرت. اعتراض - ٽيڪا ٽپڻي - حُجّت - جرح - انڪار. بهانو - سبب - ٽال مٽول - التماءُ. ڪنهن جي مرڻ تي اظهار غم - پرچائي.
- عُذرُخواهيءِ ۽ عُذرُخواهِيُون: ث. معافي. ڪنهن جي مرڻ جو اظهار غم - اعزا پُرسي - پرچائي - منهن ڪاڻ - تعزيت - سياپو. آخري ليازي. جيئن:
"عذرخواهيون عاجزيون، سڀئي ڪينهن مَ سَل"
(ابري - شاهه).
- عُذرخواهي ڪَرَڻُ: ڪنهن جي موت تي آن جي عزيزن سان همدرديءَ جا ٻه - چار الفاظ چوڻ - آعزا پُرسي ڪرڻ - پرچائي ڪرڻ - منهن ڪاڻ ڪرڻ.
- عُذرداريءِ ۽ عُذرداريُون: ث. اعتراض - دليل - دعوا - حُجّت.
- عُذرُ هُئَڻُ: ڪنهن ويجهي عزيز جي موت ڪري ٿورايل وقت تائين ڏک ۾ رهڻ ۽ خوشيءَ جهڙي ڪم ۾ شريڪ نه ٿيڻ.
● عَذرا: ث. (ع). ڪنواري ڇوڪري. (اسم خاص). هڪ مشهور عاشق وامق جي معشوق جو نالو.
● عِراقُ: اسم خاص. (ع. عِراق = ڪنارو = لب دريا) دجله ۽ فرات ندين جي ڪنارن وارو ملڪ. هڪ ملڪ جو نالو (جو ايران ۽ عربستان جي

وچ ۾ آهي سريا کان ايراني لار تائين ڦهليل آهي، منجهائونس، دجلہ ۽ فرات نديون وهن ٿيون، فرات ندي جي ڪناري وارو ملڪ عراق عرب سڏبو آهي، جنهن ۾ بغداد اچي وڃي ٿو. ۽ دجلہ نديءَ جي ٻي ڪناري وارو ملڪ عراق عجم سڏجي ٿو ان ۾ خراسان ۽ اصفهان بہ اچي وڃن ٿا). فارسي راڳ جي ٻارهن نغمن مان هڪ سرن مان ستين جو نالو (ن - ب). گهوڙي جو هڪ قسم - عربي گهوڙو.

● عِراقِيِ ▪ عِراقِيِ: ذ. صفت. عراق ملڪ جو - عراق وارو - عراق جو رهاڪو - عراق واسي. (ذ). گهوڙي جو هڪ قسم - عراق جو گهوڙو - تازي.

● عَرْبَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾).

● عَرْبُ: اسم خاص. (ع). ايشيا کنڊ جي هڪ ملڪ جو نالو. مسلمانن جو پاڪ ملڪ (جنهن ۾ ڪعبة الله شريف ۽ مڪہ معظمہ ۽ مدينہ منوره آهن، حضور اڪرم (صلعم) جن جي ولادت باسعادت ۽ لاڏاڻي جو ملڪ). (ذ. صفت). عرب ملڪ جو رهاڪو - عربي.

= عَرَبِسْتَانُ: اسم خاص. عربن جي رهڻ جو هنڌ - عربن جو ملڪ - عرب.

- عَرْبُ عَجَمْ: ذ. سڄو جهان - سارو جهان (ل.ق).

- عَرْبِيِ: ث. عرب ملڪ جي ٻولي.

- عَرْبِيِ ▪ عَرْبِيِ: صفت. عربستان جو عرب. (ذ) عربي گهوڙا - تازي.

● عُرْسُ ▪ عُرْسَ: ذ. (ع. عُرْس = شاديءَ جو ڪاڄ). ڪنهن اولياءَ يا بزرگ جي نالي ڪيل ڪاڄ - ڪنهن پير يا وليءَ جي ياد ۾ سندس مماتيءَ وارو ملهايل ڏينهن (مجازاً ڪنهن درويش جو هن فاني دنيا مان وصال ڪرڻ، باعث خوشي آهي). ماه ربيع الاول ۾ تاريخ ۱۲ تي (حضور رسول مقبول صلعم جي ياد ۾، مذڪور تاريخ حضورجن جي وصال ۽ ولادت جي آهي) ڪيل لنگر نياز. عام اصطلاح ۾ ماه ربيع الاول جو نالو.

● عَرْشُ ▪ عَرْشَ: ذ. (ع. عَرْشَ = ڇت) ڇت. تخت - گادي - اورنگ. تخت الاهي - حق تعاليٰ جي ڪرسي. (جنهن جو ذڪر ڪرڻ شرعاً جائز نہ آهي). آسمان - آڪاس. ستاڻهون آسمان - اٺون آسمان.

- عَرْشَ تي چاڙهڻَ: وڏو درجو ڏيڻ. تمام گهڻي ساراهہ ڪرڻ.

- عَرْشَ تي چڙهڻُ: ستانهين درجي کي پهچڻ. تمام عزت وٺڻ. نهايت خوشامد ٿيڻ ڪري مغرور ٿيڻ.

- عَرْشُ ڪُرْسِي: ستن آسمانن کان مٿي جا درجا.

● عَرْصَاتُ: ث. (ع). عَرْصہ جو جمع. قيامت جو ميدان. (سنڌي ٻوليءَ ۾ واحد طور مستعمل).

● عَرْصو ▪ عَرْصَا: ذ. (ع. عَرْصَہ = وقت). وقت - ٽائيم. مُدت. زمانو - سمو - دؤر. ميعاد. گهڻو وقت - دير. ٿورو وقت - وڇوٽي - وٿي - وڇي - ڇيڻي - ناغو - مهلت.

- عَرْصو لَڳائِڻُ: وقت لڳائڻ - دير ڪرڻ - توقف ڪرڻ.

● عَرَضُ: ث. (ع). ٻي شيءِ جي وجود تي مدار رکندڙ عارضي خاصيت.

عَرْضُ ▪ عَرْضَ: ذ. (ع). سوال - گهر. وينتي - التجا - منت - منٿ - آرداس. درخواست - عريضي - گذارش - التماس. سوڪرائي - ٻيٽ - ويڪر (ڪپڙي وغيره جي). علم جغرافيہ موجب ڪنهن هنڌ ۾ خط استوا جي وچ وارو مفاصلو.

عَرْضدارُ ▪ عَرْضدارَ: ذ. صفت. عرض ڪندڙ - سوال ڪندڙ - وينتي ڪندڙ - درخواست ڪندڙ.

- عَرْضداشتُ ▪ عَرْضداشتُونُ: ث. لکيل عرض - عريضي - درخواست - لکيت - گذارش.

- عَرْضُ مَعْرُوضُ: ذ. درخواست - گذارش - منٿ.

- عَرْضِيُ ▪ عَرْضِيُ: ذ. صفت. عرض ڪندڙ - منٿائو - سوالي.

- عَرْضِيُ ۽ عرضيون: ث. درخواست - گذارش - عريضي - التجا - ارداس - منٿ.
- عَرْضِيَاڻِي ۽ عَرْضِيَاڻِيُون: ث. عرضدارڻ - سوالي عورت.
- عرضي نَوِيسُ ۽ عرضي نَوِيسَ: ذ. صفت. درخواستون لکندڙ.

● عَرْضِيُ پِٽُو: اسم خاص. تعلقي ميرو خان ۾ هڪ ڳوٺ ۽ ديهه جو نالو.

● عَرْفُ: ظرف. (ع). يا - ٻيءَ طرح - ٻيءَ طرح ٻئي لموني. ٻئي نالي سان. عالم آشڪار. مشهور. معروف. (ف). علم نحو جي اصطلاح موجب اسم معرفه جو هڪ قسم - ڪنهن ماڻهوءَ جو لاڏ جو نالو - ڪنيت - لقب - تخلص. (جنهن سان هو اڪثر سڏبو هجي).

● عَرَفَاتُ: اسم خاص. (ع). مڪي شريف جي ويجهو هڪ ميدان جو نالو (جنهن تي حج جي ڏينهن حاجي گڏ ٿي ظهر ۽ عصر جي نماز پڙهن).

● عِرْفَانُ: ذ. (ع. عَرَفَ) واقفيت - سڃاڻپ - پڇاڻ. خدا شناسي - معرفت حق تعاليٰ.

● عَرْقُ ۽ عَرْقَ: ذ. (ع). انسان جي بدن مان گرميءَ جي حالت ۾ نڪتل رطوبت - پگهر - پسينو. چڪاڻ رستي ڪڍيل پاڻي - مقطر. دوائن جي ٻاڦ مان نهيل پاڻي. جيئن: "عرق گلاب، عرق بنفشه" وغيره. نچوڙيل پاڻي - اڇوڙ - رَسُ - تَتُ - جوهَرُ - اڪُ - مَدُ. سارُ. ارگهُ. شرابُ.
- عَرْقُ رِيزِي ۽ عَرْقُ رِيزِيُون: ث. پگهر ڪيندڙ - سخت محنت ڪرڻ جي حالت - جانفشاني - ڪهٺي محنت - زحمت.
- عَرْقُ رِيزِيُ ڪَرَڻُ: سخت محنت ڪرڻ - جانفشاني ڪرڻ.
- عَرْقُنَاڪُ ۽ عَرْقُنَاڪَ: ذ. صفت. پگهردار.

● عِرْقُ النِّسَاءُ: ذ. هڪ رڳ جو نالو. بيماريءَ جو هڪ قسم - ٽنگن ۾ سور ٿيڻ جي بيماري.

● عُرُوجُ ۽ عُرُوجَ: ذ. (ع. عَرَجَ = مٿي ويو) بلندي - اڳائي - مٿانهين - چاڙهي - چاڙهه - چڙهتي - ترقي - ارتقاء. ڪنهن وڏي درجي کي پهچڻ واري حالت. اقبال.

● عَرُوسُ: ث. (ع). نئين پرڻيل عورت - وَنِي - ٻنيري - ٻني - لال ٻني - ڏُلهن.

● عَرُوضُ: ذ. (ع). مڪي معظمه جو نالو - بيت الله - ڪعبت الله - ڪعبو. شعر جي وزن ۽ بحر معلوم ڪرڻ جو علم (جيئن ته خليل بن احمد کي ڪعبت الله ۾ انهيءَ علم جو الهام ٿيو هو، انهيءَ ڪري تبرڪاً اهو نالو رکيو ويو).

● عُرْيَانُ: صفت. (ع. عري: خالي ٿيو) اگهاڙو - ننگو - برهنه. بي پرده - ظاهر - صاف - لروار - پڌرو.
- عُرْيَانِي ۽ عُرْيَانِيُون: ث. اگهاڙپ - اوگهڙ - ننگائي - برهنگي.

● عَرِيضُو ۽ عَرِيضَا: ذ. صفت. (ع. عريضه) عرض معروض. (ذ). عرضي - درخواست - گذارش - التماس.
- عَرِيضِي ۽ عَرِيضِيُون: ث. درخواست - عريضو. التجا - منٿ - سوال - ڪَهَرَ.
- عَرِيضِي نَوِيسُ ۽ عَرِيضِي نَوِيسَ: ذ. صفت. عريضي لکندڙ. درخواست لکڻ جو ڪم ڪندڙ.
- عَرِيضِيَاڻِي ۽ عَرِيضِيَاڻِيُون: ث. صفت. عرض ڪندڙ - التجا ڪندڙ - درخواست ڪندڙ (عورت).

● عِزَّتُ: صفت. (ع). عِزت - مانُ - شانُ. وڏائي - بزرگي - شرف - عظمت. ارجمندي. وڏو عهدو - اقبال - مرتبو - درجو. شوڪت - حشمت - رعب - ڏاڪو - دٻدٻو - مَلڪُ - جَسُ - جَلالُ - پرتابُ - تيج - تجمل. نُور - رونق - تجلو. سهما آستتبي - حمدُ - واکاڻ - ساراهه. (صفت). غالب ٿيل - غالب - چاڙيل.
- عَزَّ وَ جَلَّ: ذ. صفت. غالب ٿيو ۽ وڏو ٿيو. چاڙيل - قادر. وڏائيءَ جو لائق - جَليلُ - اعظمُ -

آعليٰ. شان وارو- تيجوان - تيجي. ساراهه جوڳو. (ث). الله تعاليٰ جي هڪ صفت.

● عَزَا: ذ. (ع). مصيبت جي وقت ۾ ڪيل صبر. ماتم ٻَرمي - سياپو - پرچاڻي.

- عَزادارُ ۽ عَزادارَ: ذ. صفت. مري ويل جو غم ڪندڙ- ماتمدار - سوگوار- ماتمي.

● عَزازتَ ۽ عَزازتُونُ: ث. (ع). مِٺي مائِٽيِ- سڳائي- مِٺاچارِي- عَزيزِيُ. سڳيٺائي - سڳاوتي- برادري. ناتو. ڳانڍاپو- لاڳاپو- واڪو- سنبنڌُ- تعلق- نِسبَت.

● عَزازيِلُ: اسم خاص. (ع. عَزل=جدا ڪرڻ) شيطان جو نالو (جنهن کي، حضرت آدم کي سجدي نه ڪرڻ جي حالت ۾ بهشت مان تڙيو ويو). ابليس- شيطان- خناس. لفس. جيئن:

"اوڏي عزازيل کي ويجهي تان مَ وڃ"
(شاهه سر آبري)

● عِزّت ۽ عِزتُونُ: ث. (ع. عز=غالب ٿيو) شان - مانُ- مَهت - آدَرُ- سَنمانُ- آبُ- آبُرو- حُرْمَت - وِقر- وقار. وڏائي - عظمت - بزرگي - شرف. درجو- وقعت. ساک - پَتِ - ڪار- معتبري- لَڄَ - ناموس- لَجَ - ڀرم - سيل. سَتر- سَتَ. عصْمَت (عورت جو). لحاظ- نيازُ- آدابُ- خيال - ڀيانُ. دٻدٻو- حشمت - رعب - ڌاڪو.

- عِزّتَ تانُ هَٿُ ڪَڻُ: آبُرو کان نااميد ٿيڻ. بي عزت ٿيڻ. لاهي ڇاهي ويهڻ.

- عِزّتَ پائِڻُ: مانُ حاصل ڪرڻ- آبرو ميلڻُ. ناموري حاصل ڪرڻ.

- عِزّتَ پيدا ڪَرَڻُ: عِزّتَ پائِڻُ. ناموري حاصل ڪرڻ. نالو ڪيڻ.

- عزّتَ خَرابَ ٿيڻُ: بي عِزّتي ٿيڻ- آبرو مٽيءَ ۾ ملڻ. شانُ وڃڻُ.

- عِزّتَ ڏِيَڻُ: مانُ ڏيڻ- آبرو ڏيڻ- آبُ ڏيڻ- ادب ڪرڻ- لحاظ ڪرڻ- خيال ڪرڻ.

- عِزّتَ رَکَڻُ: آبُرُوُ رَکَڻُ- مانُ رکڻ- آبرو کي قائم رکڻ. نالي کي برقرار رکڻ- ڳالهه نڀائڻ. لحاظ رکڻ.

- عِزّتَ مان پيشُ آچڻُ: مان شانَ سان پيش اچڻ- خاطر تواضع سان پيش اچڻ.

- عِزّتَ گهٽائِڻُ: رتبو گهٽ ڪرڻ. بي عزت ڪرڻ- ذليل ڪرڻ- رُسوا ڪرڻ.

- عِزّتَ لَهَڻُ: مانُ پائڻ- شان حاصل ڪرڻ- عزت وارو ٿيڻ.

- عِزّتَ مِٽِجِي وَڃَڻُ: بي عزتي ٿيڻ- آبرو وڃڻ- شان مان جو وڃڻ. نالي کي داغ لڳڻ.

- عِزّتَ وارو ۽ عِزّتَ وارا: ذ. صفت. شان وارو- مان وارو- عزت جولائق- ماڻائتو- آبروُ وارو- مُعزز- اشراف- سَکر. مُعزز.

- عِزّتَ وِٺَڻُ: بي عزتي ڪرڻ- اپمان ڪرڻ. لرمان ڪرڻ- عقوبت ڪرڻ. ذليل ڪرڻ- خوار ڪرڻ. عصمت وٺڻ (ڪنهن عورت جي). آبرو حاصل ڪرڻ- شانُ ميلڻ.

- عِزّتَ وَڃَڻُ: پت نه رهڻ- ساک وڃڻ- بي عزتي ٿيڻ.

- عِزّتَ وِڪِڻَڻُ: عزت لهرائڻ جهڙو ڪم ڪرڻ- ذليل ٿيڻ. بي غيرتو ٿيڻ.

- عِزّتَ هَٿَڻُ: آبرو هٽڻ- مان هٽڻ. رتبو وڏڻ. تعريف هٽڻ.

● عِزّتُ خانُ: اسم خاص. تعلقي رتي ديري ۽ تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عِزّتَ وارِيُ: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عِزْرائِيلُ: اسم خاص. (ع). هڪ فرشته جو نالو (چئن برگزيده فرشتن مان هڪ فرشتو) ساهه ڪڍندڙ فرشتو- موت جو ملائڪ- فرشته قضا- ملڪ الموت- قابض الارواح.

● عَزْمُ ۽ عَزْمَ: ذ. (ع. عَزِمَ= هن ارادو ڪيو) ارادو- خواهش- قصد- نيت- آماد گي- تهيه. سعيو- ڪوشش.

- عَزْمُ بِالْجَزْمُ: ذ. پڪو ارادو- مصمم ارادو- يقيني ارادو.

- عَزْمُ ڪَرَڻُ: ارادو ڪرڻ- قصد ڪرڻ.

● عَزْمُ ڏاهِپُ: ڪوڙا سبب ڏاهپ - ڪوڙا بهانا ڏاهپ - ڪوڙا ڏاهه ڏاهپ.

● عَزِيُ: ذ. (ع). عربستان جي هڪ بُتَ جو نالو (جو وڻ جي شڪل وانگر هو، جنهن کي خالد بن وليد جلائي ڇڏيو هو). لات ۽ عزيٰ سان هڪ بُتَ جو نالو.

● عَزِيزُ ۽ عَزِيزَ: ذ. صفت. (ع. عَزَّ = پيارو ٿيو). پيارو - محبوب - دلارو - جاني - سڄڻ عزيز - مائٽ - رشتيدار - پنهنجو - ويجهو قريب. لاڳاپيل - ڳانڍاپيل. دوست - يار. وڻندڙ - مرغوب - دلپسند. عزت وارو - مانوارو - معزز - معتبر. (اسم خاص). مصر جي بادشاه جو لقب؛ خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

- عَزِيزَ سانُ جَزَيزُ ٿيڻُ (ت): دوست سان دشمن ٿيڻ. سڄڻ سان ويري ٿيڻ.

- عَزِيزِيُ ۽ ث. ڳانڍاپو - ناتو - تعلق - نسبت. سڱائي - مائٽي - رشتيداري - عزازت.

○ عَزِيمَتُ: ث. (ع). عزم.

● عَسْرَتُ ۽ ت. (ع. عَسَرَ: ڏکيو ٿيو). دقت - دشواري - تڪليف - سختي - مصيبت. تنگي - مفلسي - ڪنگالي - ناداري.

● عَسْڪَرُ: ذ. (ع). لشڪر - فوج - سپاه - ڪٽڪ - سينا.

● عَسَلُ ۽ ذ. (ع). ماکي - شهد - مڌ - انگبين.

● عِشا: ث. (ع). رات جي اونداهي - سومهڻي جو وقت - سومهڻي.

● عُشّاقَ ۽ ذ. (ع). عاشق جو جمع. پيار ڪندڙ - محبتي - پيارا.

● عُشْبُو ۽ عُشْبَا ۽ ذ. (ع. عُشْبَه). پسارڪي وکر جو هڪ قسم (رت صفا ڪرڻ واري هڪ دوا) سينٽرل امريڪا مان ايندڙ، پيشاب وڌائيندڙ دوا.

○ عَشَرُ: صفت. (ع). هڪ تعداد جو نالو - ڏهه - ڏهه.

● عُشُرُ: صفت. (ع). ڏهون. ڏهون حصو.

- عُشُرعَشِيرُ صفت. ڏهين حصي جو ڏهون حصو - سوين پتي، تمام ٿورو - ذرو.

● عِشْرَتَ ۽ عِشْرَتُونُ ۽ ث. (ع). گڏجاڻي - ميلاپ - وصل. گڏجي مزي سان رهڻ جي حالت. خوشي - مسرت - خرمي - آنند. مزو - فرحت - لطف - عيش - انشاط - رنگ - رس - موج - بهاري - ڪيفيت. نفساني لذت - ڀوڳ بلاس - عيش وعشرت - سنجوڳ.

- عِشْرَتَ خَانُو ۽ عِشْرَتَ خَانَا ۽ ذ. عيش وعشرت ڪرڻ جي جاءِ - عشرت گاه - نشاط خانو.

● عِشْقُ ۽ عِشْقَ: ذ. (ع). تمام گهڻو پيار - پيار - محبت - الفت - پريت - پريتڻو - پريم - حب - موه - قرب - نيهن. خواهش. تمنا - چاه - شوق - رغبت - دل - عادت - چسڪو - هير.

- عِشْقُ آنڌو آهي: جملو. محبت انڌي آهي. عشق ۾ عقل گم ٿي ويندو آهي.

- عِشْقُ بَازُ ۽ عِشْقَ بازَ: ذ. صفت عشق ڪندڙ - محبت ڪندڙ - پريم ڪندڙ - نينهن لائيندڙ عاشق. عاشق مزاج - حسن پرست - عاشق جيڙو - عياش - رنڊي باز - رنگيلو - اوباش - لانبارو.

- عِشْقُ بازِيُ ۽ عشق بازِيُونُ: ث. عشق ڪمائڻ واري حالت - نينهن لائڻ واري حالت - عاشقي - پريتڻو. عاشق مزاجي - حسن پرستي - عياشي - لانباراڻي.

- عشق پيچ: هڪ ول جو قسم جا وڻ کي ويڙهي ويندي آهي.

- عِشْقُ حَقِيقِيُ: ذ. سچي محبت - سچو قرب - سچي پريت (الله تعاليٰ سان) - خدا جي محبت - بقادار عشق - پڪئي. صوفين جي اصطلاح ۾ عشق جي هڪ منزل.

- عِشْقُ زورَاوَرُ: ذ. صفت. پنهنجيءَ تي هلڻ وارو - عجيب دوست.

- عِشْقُ ڪَمائِڻُ: ڪنهن سان محبت ڪرڻ - ڪنهن سان محبت ڪرڻ.

- عِشْقُ مَجازِيُ: ذ. دليوي عشق - ڪوڙو عشق. ٿورو وقت هلندڙ پيار (ڪنهن ماڻهوءَ سان).

- عِشْقَ ۾ ڪهارِيُ پَوَڻُ ۽ عشق ۾ رلڻ ڪ پوڻ - پيار ۾ انڪ پوڻ. ڏيندڙ ڪم ۾ او چتو رڌنو پوڻ.

= عِشْقِيُ ۽ عِشْقِيُ؛ ذ. صفت. محبت ۾ ڦاٿل - عشق وارو- عشق جو- عشقيه.

- عَشْقِيِنْ: ندا. واه واه - آفرين.

● عِشْقُ پيچُ ۽ عِشْقُ پيچَ: ذ. ياسمين ۽ چنبيلي ۽ سان مشابهت رکندڙ، آمريڪا ۾ ٿيندڙ گل جو هڪ قسم (ف - ج).

● عِشْقَهُ؛ ول جو هڪ قسم (جا وڻ تي چڙهي وڻ کي سُڪائي ڇڏي).

- عِشوهُ؛ ذ. (ع). ناز - انگل - نخرو- ماٺو. فريب - مڪر.

= عِشْوَهُ سازُ: ذ. صفت. معشوق.

= عِشْوَهُ گرُ؛ ذ. صفت. عِشْوَهُ سازُ.

● عَصا ۽ عَصائُون؛ ث. (ع. عَصا = لَٺ) لَڪُڻُ- سوٽِي- لٺ - ڏنڊو. هٿ جو لڪڻ - ڇڙي.

= عَصايِ مُوسيٰ: ث. حضرت موسيٰ عليه السلام جي هٿ جي لَٺ. (جا جادوگرن سان مقابلي وقت نانگ ٿي هئي ۽ ڪيترن وقتن تي عجيب ڪرشما ڏيکاريا هئائين).

● عَصَبِيَّت؛ ث. (ع). عزازت - پنهنجائي - مائٽي - رشتي داري. طرفداري - پاسخاطري - لحاظ - رياءڪاري.

● عَصْرُ؛ ذ. (ع. عَصْر = وقت) وقت - ٽائو - سَمون - زمانو- جُڳُ. جيئن "هم عصر، اديب العصر، وغيره". آرجا - اوسٽا. عُمر - ڄمار. ڏينهن جو آخر حصو- چوٿون حصو (جنهن ۾ وچين يا عصر نماز جو وقت).

● عِصْمَتُ ۽ عِصْمَتُونُ؛ (ع عصم = گناه کان بچيو) گناه کان بچاءُ - پرهيزگاري - پاڪائي - پاڪدامني - سَتَر - سَتُ - پارسائي - سِيلُ - پَرهيز. لڄُ - شرم - عزت - پرمر. (ڪِنايَةً). ابتدا کان انتها تائين گناهن کان پري رهيل.

● عِصْيانُ؛ ذ. (ع). گناه - پاپُ - ڏوهه - دوش - جرم - خطا - قصور.

● عُضْوو ۽ عُضْوا؛ ذ. بدن جو هڪ پاڳو - لڱُ - آنگُ.

= عُضْوا آڪَڙَڻُ: هيڻو ٿيڻ - ضعيف ٿيڻ - ڪمزور ٿيڻ - جان ۾ طاقت نه رهڻ - ٻڍو ۽ جهور ٿيڻ. بخار واري حالت ٿيڻ.

= عُضْوو تَناسُلُ؛ ذ. اولاد پيدا ڪرڻ جو عضوو- نَسُلَ پيدا ڪرڻ جو عضوو - عضوو مخصوص - آلت.

= عُضْوُو عُضْوو آڪِرَڻُ؛ بدن جو حصو حصي کان نڪرڻ - سندُ سنڌ هلائڻ. هرهڪ عضوي کي ڏ و ڪرڻ. جهانجهولڻ.

= عُضْوو مَخْصُوصُ؛ ذ. جسم جو خاص عضوو (مردانو يا زنانو).

● عَطا ۽ عَطائُونُ: ث. (ع. عطا = ڏني ٿو) ڏاتُ- بخشيش - انعام - ڏانُ - سخا - عنايت - إمدادُ. دانُ- خيرات. تحفو. سوغات - سوکڙي - عَطِيئُو. نذرانو - ڏِ و ٿئو - پيٽا - ڏالي. خدا جي طرفان مليل چوٽڪارو- معافي (ل - ق).

= عَطا جو هَٿُ وَڪَڻُ: مهرباني جو هَٿُ وڪڻ - ڪرم فرمائي ڪرڻ - احسان ڪرڻ - اجهو ۽ آسرو ڏيڻ.

= عَطا ڪَرَڻُ؛ بخشش ڪرڻ - امداد ڪرڻ - بخشڻ. انعام ڏيڻ - دانُ ڏيڻ. منظور ڪرڻ - قبول ڪرڻ.

● عَطارُ ۽ عَطارَ؛ ذ. صفت. (ع. عِطْرُ) عطر وارو. عطر ٺاهيندڙ. عطر وڪڻندڙ - عِطْر فروش - عِطْرِ ي - ڦليلي. پساري - دوا سازُ.

● عَطار دُ: ذ. (ع). هڪ گره جو لالو. ٻُڌ - و هائُو.

● عَطائِيُ ۽ عَطائِيُ؛ ذ. صفت. (ع). عطا ڪهرندڙ - بخشش گهرندڙ - سوالي - فقير - مَنگتو. ڪُشادي دل وارو (عطا ڪندڙ). قدرتي عقل وارو - ڏات وارو. قدرتي طرح ڪنهن فن ۾ هوشيار. راڳيندڙ - ڳائڻو. (اسم خاص). تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عَطْرُ ۽ عَطْرَ؛ ذ. (ع. عِطْرُ = سرهاڻ) گلن ۽ يا ٻين شين جو جوهرُ - جوهَرُ - رُوحُ - عرق. گُلن جو رَسُ. سَرهاڻ - سُڳند - ڦليلُ - خوشبُوءِ.

- عَطُرُ ڀاشِيِ ٽيڻ: جاء ۾ خوشبوء هارڻ - عطر ڇٽڪارڻ. محفل کي مينگارڻ.
- عَطُرُدانُ ۽ عَطُرُدانَ: ذ. عطر رکڻ جي دٻي يا بوتل. عطر جي رکڻ جو ٺانءُ.
- عَطُرُداني ۽ عَطُرُدانيُون: ث. عطر رکڻ جي شيشي. سرهاڻ واري شيشي.
- ● عَطَشُ: ث. (ع). اُڃ - پياس - تشنگي.
- ● عَطِيَّوُ ۽ عَطِيَّا: ذ. (ع). ڏنل شي - سوکڙي - تحفو - ڀاڪر - بخشش. مهرباني - نوازش - عنايت - اُپڪو - ان گِره - ٽورو - احسان.
- ● عَظُمَتَ ۽ عَظُمَتُون: ث. (ع). وڏائي - بزرگي - برتري - بلندي - مٿانهين. شان و شوڪت - قدرومنزلت. (اسم خاص). تعلقي ڏڪڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● عَظُمَتَ آباد: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● عَظُمَتَ جاگير: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● عَظُمَتَ ڪَچو: اسم خاص. تعلقي ٺٽي عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● عُظُمَيٰ: ث. صفت. (ع. عَظُمَ = هو بزرگ هو) بزرگ - وڏو - اوچو - مها - آتم - اعظم. عالي - بلند - اعليٰ. بيحد - گهڻو - اتيت. شانوارو - مانوارو - عاليشان. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.
- ● عَظِيمُ الشّان: ذ. صفت. وڏي شان وارو - وڏي عزت وارو - مانوارو. دٻدٻي وارو - حشمت وارو - رعب و جلال وارو.
- ● عَظِيمُ آباد: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● عِفَّت: ث. (ع. عَفِيَ = هو پاڪ ٿيو). عصمت - پاڪدامني - ستر - ستيپڻو. پرهيزگاري - پاڪائي - پارسائي.
- ● عَفَوَ: ث. (ع. عَفَوَ = لاهڻ، ڪرڻ) معافي - ڪميا - اسراڻ - بخشش - مرحمت. معاف - بخش.
- عَفوَ ڪَرڻ: معاف ڪرڻ - ڪميا ڪرڻ - درگذر ڪرڻ. نجات ڏيڻ - بخشڻ.
- ● عفونت ۽ عفونتون: ث. (ع). گندي بانس - درگند - بدبوء - ڌپ بانس.
- ● عُقَابُ ۽ عُقَابَ: ذ. (ع). پکيءَ جو هڪ قسم. ڪاري رنگ جو هڪ وڏو پکي (جو ننڍيون رڍون، ٻڪريون ۽ ننڍڙا ٻار به لاماري سان کڻي وڃي سگهي ٿو). پنهنجو شڪار نه ڪري ٻئي پکيءَ کان شڪار کسي وٺندڙ پکي - پرمار - شڪاري پکي - باز. (اسم خاص). روس، جرمني، آمريڪا وغيره جي قومي نشان جو نالو.
- عُقَابِيل ۽ عُقَابِيلَ: ذ. عُقاب پکيءَ جو پَرُ. تير - گز - ٻاڻ - آڳاٽي وقت جو تير جنهن جي پوئين چوٽي ۾ عقاب جا کنڀ پوري وزن ٻيهڪ خاطر لڳل ٿيندا آهن.

"عُقابيل اکين ۾ تير تکا توکي".

(شاهه - سر ڪلياڻ).

- ● عَقَائِدُ ۽ عَقَائِدَ: ذ. (عَقِيدَه > عقد: هن ٻَڌي ڇڏي). عقيده جو جمع - عقيدا.
- ● عَقَبُ: ذ. (ع. عَقَبَ = پويان آيو) پٺ - پڇاڙي - پس.
- ● عُقُبَتَ ۽ عُقُبَتُون: ث. (ع). سزا - سيڪت. عذاب - ايذاءُ - تڪليف.
- ● عُقُبَيٰ: ذ. (ع). آخرت - پڇاڙي. قيامت. عاقبت.
- ● عَقُدُ ۽ عَقُدَ: ذ. (عَقَدَ = هن لاڳاپو ٻڌيو). ٻنڌ - ڳانڍاپو - لاڳاپو. ٻنڌڻ. ماڻهيءَ جو لاڳاپو - نڪاح. ٻول - قول - انجام - اقرار - عهد - پيمان - اقرار.
- عَقُدُ پَڙهَڻُ: ٻن کي ٻڌڻ. نڪاح پڙهي ملائڻ - نڪاح پڙهڻ.
- عَقُدُ ڪَرَڻُ: ٻڌجڻ لاءِ قول ڪرڻ. نڪاح ڪرڻ. شادي ڪرڻ. حڪيمن جي اصطلاح ۾ پاري کي قابو ڪرڻ.
- عَقُدُ نِڪَاحُ: ذ. نڪاح جي ٻنڌ - کهوٽ ۽ ڪنوار جو نڪاح رستي ڳانڍاپو.
- عَقُدُونُ: ذ. شاديءَ ۾ نڪاح جو عقد. (خاص ڪري وهاريل زال يا سريت سان نڪاح وقت وعدو. "پرمانند").

● عَقَدُو ۽ عَقَدا ؛ ذ. (ع). ڳنڍ. مسئلو - مشڪل ڳالهه - ڳجهارت (پرمانند). معمو - ڳجهه - راز - ڀيد - انت (پرمانند).

● عَقَده: ري، موڪل آبادي - ري، موڪل دخل بابت ڪيل ڪارروائي جو فارم.

- عَقَدهءُ ڪُشَا : ذ. صفت. ڳنڍ کوليندڙ. مشڪل ڳالهه حل ڪندڙ - حل ڪندڙ مشڪل ڪي. مشڪل ڪشا.

● عَقرَبُ ؛ ذ. (ع). زهري جيت جو هڪ قسم - وڇون - پڻٽون. هڪ برج جو نالو - ورشچڪ.

● عَقَرُ قَرحُو: ذ. (ع). پسارڪي وکر جو هڪ قسم - ڏندن جي سور جي هڪ دوا - عاقرقرحو.

● عَقَلُ ۽ عَقَلَ ؛ ذ. (ع). ٻُڌِ - ڄاڻپ - سمجهه - پرجهه - پروڙ - فهم - خرد - شعورُ - ادراڪ - درڪ. فراست - وقوف - ڏاهپ - چترائي - دانائي - هوشياري - زيرڪي. ذهن - اڪت - ذڪاءَ - آرُ - دماغ - هوش - وِ ڳيان - دوراندیشي. حڪماء جي اصطلاح ۾ ذهن فرشتن مان هڪ جو نالو.

- عَقَلُ آجهڻُ ؛ ٻُڌِ مُنجهڻ - مَتيون مُنجهڻ - سمجهه ۾ نه رهڻ - هوش نه رهڻ. وائڙو ٿيڻ.

- عَقَلُ ڏچون ٿيڻُ (ت) ؛ حوصلا خطا ٿيڻ - بي خبر ٿيڻ - نامعلوم ٿيڻ.

- عَقَلائيتو ۽ عَقَلائيتا ؛ ذ. صفت. عقل جو - عقل وارو. سمجهه وارو - هوشائتو - سياڻو - عقلائو - سمجهو - عَقَلِي - ناطق - اڪابرُ - ڏاهو - داناءُ - هوشيار - سُٻُڌُ - عاقل - سوجهه - زيرڪ - چتر - وِ ڳياني - ٻُڌوان - هوشونَدُ - سُٺوپو - پهچاڻ - فهميدو - جهان ديدو - دوُرانديش. (ظرف). عقل مان - عقل.

- عَقَل ٿي پٿرَ پوَڻُ ؛ سمجهه ڪان نڪرڻ - موڳو ٿيڻ - بيوقوف ٿيڻ - بي سمجهه ٿيڻ.

- عَقَلُ ٿي پردو پوَڻُ ؛ عقل مارجڻ - عقل وڃڻ - مت مارجڻ. سمجهه نه رهڻ. سمجهه ۾ نه وِهڻ (ڪا ڳالهه).

- عَقَلُ جا گهوڙا ڊوڙائڻُ ؛ خيال کي وري وري هلائڻ - آونهو عقل هلائڻ. دليل پيش ڪرڻ. خيالي پُلاءُ پچائڻ.

- عَقَلُ جو دُشمَنُ ۽ عَقَلُ جا دُشمَنَ ؛ ذ. صفت. عقل جو ويري - بيوقوف - مَورک.

- عَقَلُ جو وِيرُ هُئَڻُ ؛ عقل جو گهٽ هئڻ - ڪم عقل هئڻ.

- عَقَلُ جِي مارَ ؛ ث. سمجهه جي هيڻائي - عقل جي ڪوتاهي - ڪُند ذهني - ڪم فهمي.

- عَقَلُ چَرخُ ٿيڻُ ؛ عجب ۾ پوڻ - حيران ٿيڻ - اچرج ۾ پوڻ - تعجب ۾ پوڻ. منجهي پوڻ.

- عَقَلُ حَيوانِيءُ ؛ ذ. حيوان جي فطرت ۾ داخل ٿيل سمجهه (جنهن جي وسيلي مڇي جمڻ سان تري ٿي، ٻڪي ٻنا سيکارڻ جي پولي ۽ آکيرو ٺاهي ۽ آڏامي ٿو) - جبلّتُ.

- عَقَلُ ڏِيڻُ ؛ سمجهه ڏيڻ - مت ڏيڻ. صلاح ڏيڻ - رِت ڏيڻ.

- عَقَلُ سَلِيمُ ؛ ذ. پورو عقل - صحيح عقل.

- عَقَلُ ڪَمُ نَٿو ڪَري ؛ جملو. سمجهه ۾ نٿو اچي.

- عَقَلمَندُ ۽ عَقَلمَندَ ؛ ذ. صفت. عقل وارو - سمجهه وارو - عاقل - عَقَلائيتو - عَقَلِيءُ - سياڻو - داناءُ - سُڄاڻ - ڏاهو - هوشيار - چَترُ.

- عَقَلمَندِيءُ ۽ عَقَلمَندِيوُنُ ؛ ث. ڏاهپ - سياڻپ - هوشياري - دانائي - چترائي - فراست.

- عَقَلُ وارو ۽ عَقَلُ وارا ؛ ذ. صفت. عقلمند - عقلائتو - سمجهو - عَقلي - ٻُڌوان - داناءُ - سياڻو.

- عَقَلُ وَڃَڻُ ؛ هوش وڃڻ - سمجهه وڃڻ. حواس گم ٿيڻ.

- عَقَلُ وَنُدُ ۽ عَقَل وَنُدَ ؛ ذ. صفت. عقل وارو - سمجهو - ڏاهو - سياڻو - داناءُ - عقلي - عاقل.

- عَقَلُ ويڙ هائڻُ ؛ دماغ هلائڻ - عقل ڊوڙائڻ - ويچار ڪرڻ - سوچڻ. سمجهه جي ڪوشش ڪرڻ. ڪا عقل واري ڪِڏ ڪيڏڻ. سياڻپ ڪرڻ.

- عَقَلِيءُ ۽ عَقَلِيءُ ؛ ذ. صفت. عقل جو - عقل وارو - سمجهه جو. سمجهه پريل. ذِهني.

● عَقُوبَتَ ¤ عَقُوبَتُون: ث. (ع). تڪليف- ايذاءُ - عَذابُ. جَٽ - سيڪت. سزا - تعدي - گوشمالي. هَلاڪيِ - هَلاڪيُ - دِقت. ضَرَرُ - هاڃو - هَرَجُ.

● عَقيدتَ ¤ عَقيدتُون: ث. (ع عَقَدَ = هن لاڳاپو ڳنڍيو) ڪنهن ڳالهہ ڪي نيڪ ۽ صحيح سمجهي دل تي وهارڻ جي حالت - ارادت - دل جو پروسو - اعتقاد. ڪنهن مذهب ۾ شامل ٿيڻ لاءِ اُن جي اصولن تي آندل يقين - ايمان.

- عَقيدتمَند: ذ. صفت. ارادتمند - معتقد.

● عَقيدو ¤ عَقيدا: ذ. (ع. عَقَدَ = هن لاڳاپو ڳنڍيو) دل ۾ ڄمايل اصول - دل جو ڀروسو - يقين - اعتبار - وِشواسُ - اعتقادُ. مذهبي يقين - ايمانُ.

● عَقيقُ ¤ عَقيقَ: ذ. (ع). جبل جي پٿر جو هڪ قسم - ڳاڙهو پٿر (جو منڍين ۾ ننگ طور ڪم اچي). گل جو هڪ قسم (شرت).

- عَقيقُ البَحرِ ¤ عَقيقُ البَحرَ: ذ. صفت. سمنڊ مان ليجندڙ عقيق - مرجان.

- عَقيقُ سُليمانيُ: ذ. عقيق جو هڪ قسم - ڪارائي تي مائل ڳاڙهو عقيق.

- عَقيقُ شَجَريُ: ذ. عقيق جو هڪ قسم - وڻ جي شڪل وارو عقيق.

- عَقيقُ مِصرِيُ: ذ. عقيق جو هڪ قسم - پيلي رنگ جو عقيق.

- عَقيقُ يَمَنيُ: ذ. عقيق جو هڪ قسم - هلڪي ڳاڙهي رنگ جو عقيق.

● عَقيقو ¤ عَقيقا: ذ. (ع). لغوي معنيٰ ۾ ماءُ جي پيٽ ۾ ٻار ڪي چاول وارَ. مسلمانن جي هڪ رسم - ٻار ڄمڻ کان پوءِ پهرئين دفعي مٿو ڪوڙائڻ جي حالت - جهنڊ.

● عُقيليُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● عَقيمِ: ث. صفت. (ع). ٻار نہ ڄڻيندڙ عورت - سنڍ - وانجهہ.

● عَڪسُ ¤ عَڪسَ: ذ. (ع. عَڪَسَ = هن اونڌو ڪيو) اُبتو ڪرڻ جي حالت - اُٿلَ - اُلٽَ. اُلٽ پُلٽ - اُٿلَ پُٿلَ - اونڌَ سونڌَ - تَغَلُيبَ - انقلابُ - تَحرِيف. پاڻيءَ يا آرسيءَ ۾ ڪنهن شيءِ جي نظر ايندڙ شڪل. تصوير - مورت - شبيهہ - سَرُوپُ. آس ۾ ڏيل پاڇو - پاڇُولو - ساية - پرڇانئين - ڇايا. اولڙو - تڙڪو - پَرتَو - روشنائي. دشمني - وير - بد خواهيُ - ابہر ڪا - خصومت - ڪينو - بُغضُ - ڪَوِنسَ - ضِد - دُويشُ - وڪالد - ساڙُ - تَعَصُّب - تهسبو - خار.

- عَڪسان عَڪسُ: ظرف. وِرُوڌ سان - دشمنيءَ کان - بدانديشي ڪري - خار وچان - بُغض وچان - بد خواهي ڪري.

- عَڪسان عَڪسيُ: ظرف عَڪسان عَڪس.

- عَڪسجَڻُ: مصدر. ويرُ رکڻ - دشمني رکڻ.

- عَڪسُ رَکڻُ: ضِد رکڻ - وير رکڻ - دشمني وجهڻ.

- عَڪسيُ ¤ عَڪسيِ: ذ. صفت. پاڇي وارو - عڪس انداز - پرتَبِمبِيُ. ويرُ رکندڙ - دشمن - بد خواهہ.

- عَڪسي تَصوِيرُ ¤ عَڪسي تَصوِيرُون: ث. تصوير (جا روشنيءَ جي زور تي نڪري) - ڇايا چِترَ. ڪئميرا مان نڪتل تصوير - فوٽو.

- عَڪسي ڪُنڊون: ث. ڪنڊ جو هڪ قسم - ١٨٠ درجن کان وڌيڪ درجن واري ڪنڊ.

● علا: ظرف. صفت. (ع. علي) مٿي وارو - مٿانهون - مٿي.

● عَلي: ظرف. (ع. علي) مٿانهون - مٿي - بلند - اوچو. (حرف جر). تي - آتي - ۾ - لاءِ - لڳ - وٽ - ويجهو - پَرِ ۾ - سان.

- عَلي الحِسابِ: ظرف. حساب کان سواءِ - بي حساب - ٿُلهي ليکي - تخميناً - حساب ۾.

- عَلي الحِسابِ ڏِيَڻُ: بنا حساب ڏيڻ - بنا ڳاڻاٽي جي ڏيڻ. ٿلهي ليکي ڏيڻ - اڳوات ڏيڻ.

- عَلي الخُصُوصِ: ذ. صفت. خاص لاءِ - خاص ڪري - خُصوصاً.

- عَلي الصَّباحِ: ظرف. صبح جو - فجر جو - اسُرَ جو - پٿيرڪي جو. صبح جو سوير.

- عَلَيٰ هٰذَ القِياس: ظرف. وِچور جي ضروري ڦيرڦار سان - فروعات جي بدل سدل سان.

● عِلاجُ ۽ عِلاجَ: ذ. (ع. عَلَجَ = هَڻ چِٽايو) بيماري ڇُٽڻ جو اُپاءُ - چارو - تدبير. دَوا - دَرمل - دارُون.

- عِلاجُ ڪَرَڻُ: دوا درمل ڪرڻ - دوا دارون ڪرڻ - سُٺي ڀِڪي ڪرڻ. اُپاءُ ڪرڻ - تدبير ڪرڻ.

● عَلاحِدوُ ۽ عَلاحِدا: ذ. صفت. (ع. عَلَاحِدَهٗ) جُدا - الڳ - پَرُ - وِکيرو - آزاد و - خلاصو - علحدو - وِڇِڙيل - نيارو - ڌار - نِجو.

● عِلائِقوُ ۽ عِلائِقا: ذ. (ع. عَلَقَ = هن ٻَڌِيو) تعلق - لاڳاپو - ڳانڍاپو - واسطو - لڳ - ڳنڍ - رَبطُ - سَنجوڳُ - سَنبَنڌ. ڄاڻ سڃاڻ - واقفيت - سُڃاڻپ - ڏِٺ - سِڃاڻپ. ڪنهن مُلڪ جو حصو - ضلعو - تعلقو - صوبو - پرڳڻو - پرالت - علائقو.

● عَلالَتَ ۽ عَلالَتُون: ث. (ع. عِلَّت) بيماري - مرض - اُڪائي - لاچاقائي - روڳ.

● عَلاّمُ ۽ عَلاّمَ: ذ. (ع عَلَمَ = هن ڄاتو) تمام گهڻو ڄاڻندڙ - وڏو وِدوانُ - عالِمُ - فاضل - ماهِرُ.

● عَلامَتَ ۽ عَلامَتُون: ث. (ع. عَلِمَ = هَن ڄاتو) سڃاڻپ جو نشان - نشان - نشاني - آهيج - آهڃاڻ - آثار. اشارو - چِنهه - سامَ. پَتو - اَئِدِريس - سرنامو. مرض - بيماري.

● عَلاّمَه: صفت. (ع. عَلِمَ = هَن ڄاتو) نهايت گهڻو ڄاڻندڙ - عالم - فاضل - گياني.

● عَلانِيَه: ظرف. (ع). کُلي طرح - کُليو - ظاهر - پڌرو - آشڪار. عام ماڻهن ۾ - سڀني جي سامهون.

● عَلاؤالدِين: اسم خاص. (ع). سمي گهراڻي جي هڪ بادشاهه جو نالو.

● عِلاوَه: ظرف. (ع). ان کان سواءِ - کان سواءِ - سواءِ. پيو به - وڌيڪ - مٿان - زيادهه.

● عِلائِقوُ ۽ عِلائِقا: ذ. (ع. عَلَقَ = هو ڇهنيو) پرڳڻو - صوبو - زمين جو ٽُڪر. ضلعو. تعلقو. علاقو.

● عِلَّتَ ۽ عِلَّتُون: ث. (ع). بيماري - مرض - روڳ - اُڪائي. عادت - هير - پانداڻ - خصلت. خراب عادت - خراب چال - خراب هيرَ - ڪِني خُوءِ - ڪِني پَر. عيب - نُقص - وِڏَ.

- عِلَّتِي ۽ عِلَّتِيُ: ذ. صفت. بيمار - روڳي - مريض - عليل. علت وارو - خراب عادت وارو - عادتي - هيراڪُ. بڇڙين عادتن وارو - خراب چال وارو.

- عِلَّتِيُ ٿِيَڻُ: عادتي ٿيڻ - هيراڪ ٿيڻ.

● عَلَحِدو ۽ عَلَحِدا: صفت. (ع. عَلَاحِدَه جو مخفف) جدا - الڳ - ڌار - نيارو - خلاصو - وِکرو.

- عَلَحِدگِي ۽ عَلَحِدگِيُون: ث. جُدائي - آزادي - وِکرائي - اَڇاتَ. بيرَهَ - وڇوڙو - فِراقَ - ڦوڙائُو. خلاصو حق - پنا شرڪت. ڪِٽي.

● عَلَمُ ۽ عَلَمَ: ذ. جهنڊو - بانڌُو - نيزو. پيرَڪَ - جهنڊِي. ڌجا. نشان. فوج جو نشان (جهنڊو). الڪاس. علم نحو جي اصطلاح موجب اسم معرفه جو هڪ قسم. ڪنهن ماڻهو يا ٻيءَ شيءِ جو خاص نالو.

- عَلَمبَردارُ ۽ عَلَمبَردارَ: ذ. صفت. جهنڊو کڻندڙ.

- عَلَمدارُ ۽ عَلَمدارَ: ذ. صفت. علم وارو. جهنڊو کڻندڙ - اڳواڻ - سردار.

- عَلَمُ طَوقُ ۽ عَلَم طَوقَ: ذ. جهنڊي جي لٺِ جي چوٽي (پرمانند). ڪَلَسُ.

● عِلمُ ۽ عِلمَ: ذ. (عَلِمَ = هن ڄاتو) ڄاڻ - ڄاڻپ - واقفيت - آگاهي - دانش - دانست. وِديا - وگيان - تعليم. سمجهه - سُڌِ - ڪَلَ - خَبَرَ - ڪَرَ - سَماءُ - سَمَڪَ - هَرو ڙَ. معرفت - علميت - قابليت. هُنر - فن - جوهرُ - گُڻُ - ڳُڻ. (عربيءَ ۾ بنيادي ١٩ علوم آهن، جن جون پيون ب

ڪيتريون ئي شاخون آهن: علم صَرف، علم نَحوُ، علم لغت، علم معاني، علم بيان، علم قيافہ، علم عروض، علم إنشاء، علم رسم الخط، علم مُعَمَّاء، علم مناظرو، علم قرأت، علم حديث، علم تفسير، علم فقہ، علم فرائض، علم اصول، علم ڪلام، علم منطق. علم حڪمت، علم هيئت، علم هندسہ، علم رياضي، علم عدد، علم طب، علم فلاحت، علم ڪيميا، علم نجوم، علم موسيقي، علم جبر و مقابلہ، علم جرثقيل، علم رمل، علم جفر، علم طلسم، علم مساحت، علم اصطرلاب، علم محاضرات (لطيفہ گوئي ۽ حاضر جوابي) علم تعبير، علم تعويذ، علم تصوف، علم اخلاق، علم تاريخ، علم جغرافيہ، علم مُدن وغيره وغيره. سنسڪرت ۾ وري ١٤ عِلُوم آهن: چار ويد: سام ويد، يجر ويد، رگ ويد، اٿر ويد). ويدن جا ڇهہ انگ (تفسير: صرف، نحو، قرأت، ڪلام، عروض، نجوم)، علم الاهي، پُراڻ (جي ١٨ آهن)، نياء (منطق)، ڌرم شاستر (فقہ) انهن علمن جون پيون بہ شاخون آهن).

**ـ عِلمُ آبُ**: ذ. پاڻيءَ جو علم - جَل وديا يا (خاص ڪري آها وديا جنهن جو مکيہ سدانت اهو آهي تہ هڪ جاءِ تي بيٺل ڪاٻہ پاڻي شي سيني طرفن هڪ جيترو دٻاءُ لڳائي ٿي ۽ سڀ مٿاڇرا جيڪي منجهس آهن تن جي هڪ هڪ ذري تي هڪ جيترو زور لڳائي ٿي).

**ـ عِلمُ آوازُ**: ذ. آواز جو علم - آواز جي اصولن جي ڄاڻ - سُر وديا - شَبدَ وديا. (خاص ڪري آن جو اهو ڀڱو جنهن مان پتو پوي تہ پڙاڏو ڪيئن پيدا ٿئي ۽ ڪيئن ان کي روڪجي، مندرن، محلن وغيره جوڙائڻ وقت هي وديا ڏاڍي ڪارائتي ٿئي ٿي).

**ـ عِلمُ اَخلاقَ**: ذ. آخلاق وديا - آچار شاستري - نيتيءُ سکيا.

**ـ عِلمُ اِلٰهيءُ**: ذ. اِلٰهي علم اصول سيڪاريندڙ علم - اِيشور وديا - برهم وديا - ڌرم شاستر. علم معرفت.

**ـ عِلمُ آدَبُ**: ذ. إنشا ۽ اخلاق - علم معاني - علم بيان - بديع - صرف و نَحوَ - انشا پردازي.

**ـ عِلمُ اليَقينُ**: ذ. يقين جو علم - دَليلَن ذريعي حاصل ٿيل ڄاڻ.

**ـ عِلمُ اِنشا**: ذ. مضمون لکڻ ۽ انهن جي اظهار ڪرڻ جو علم.

**ـ عِلمائتو ۽ عِلمائتا**: صفت. علم سان لاڳاپو رکندڙ - علمي - شاستري - وگيانڪ - ازروءِ علم - وڄاڻتو.

**ـ عِلمُ بَلاغَتَ**: ذ. اهو علم جنهن ۾ موقع محل ۽ وقت موجب مناسب گفتگو ڪرڻ جو رستو ٻڌايل هجي.

**ـ عِلمُ بَيانُ**: ذ. بيان ڪرڻ جو علم - ڳالهائڻ جو علم. گفتگو ڪرڻ جو علم - علم فصاحت - علم ڪلام.

**ـ عِلمُ تَشرِيحَ**: ذ. بدن جي بناوت جو علم (جنهن جي وسيلي انسان جي بدن جي رڳن، مُشڪن وغيره جي بناوت اندرين پاهرين معلوم ٿئي) - شرير رچنا - وديا انگ - ڇيدن وديا - علم جراحي.

**ـ عِلمُ تَصوفُ**: ذ. روحانيت جي ڄاڻ ڏيندڙ علم - روحاني علم - معرفت جو علم - برهم وديا - آتم وديا.

**ـ عِلمُ تَمَدُنُ**: ذ. شهري انتظام جو علم - راڄ نيتي جو علم.

**ـ عِلمُ تَواريخَ**: ث. گذريل واقعاتن جي ڄاڻ جو علم. بادشاهن جي واقعاتن جو علم.

**ـ عِلمُ ٻيُ وَڄڻُ**: وديا سِکهو سکڻ.

**ـ عِلمُ جَبرُ و مُقابِلَہُ**: ذ. الڳن جي پيچ گهڙ جو علم. علم رياضيءَ جو هڪ حصو.

**ـ عِلمُ جَرِّ ثَقِيلُ**: ذ. ڳرين شين جي آسانيءَ سان لاهڻ چاڙهڻ يا پٽي هنڌ ڪٽي وڃڻ جو علم.

**ـ عِلمُ جَفَرُ**: لڪل ڳالهين جي ظاهر ڪرڻ جو علم (جو حضرت امام جعفر صادق رضي الله عنه ڏانهن منسوب ڪيو وڃي ٿو).

- عِلمُ جَمادات: ذ. زمين مان کوٽي ڪڍيل شين جي قسمن ۽ جدا ڪرڻ جو علم - علم معدنيات- ڌات وديا.

- عِلمُ حَدِيث: حديث جو علم - (اهو علم جنهن ۾ حضور رسول مقبول صلعم جن جي افعال "اٿڻ ويهڻ" ۽ گفتگو تي بحث ڪيل هجي).

- عِلمُ حِساب: ذ. انگن يا ڪنهن شيءِ جي شمار ڪرڻ يا گهٽ وڌ ڪرڻ جو علم - علم رياضي- علم عدد - گڻت وديا.

- عِلمُ حِڪمَتَ: ذ. موجودات خارجه (شين) جي احوال (۽ جيستائين انسان جي طاقت هلي سگهي) انهن جي تحقيق جو علم - علم فلسفو - گيان وديا (هن ۾ علم طبعي، علم رياضي ۽ علم الٰهي شامل آهن).

- عِلمُ حيوانات: ذ. حيوانن جو علم (جنهن ۾ حيوانن جي قسم، سڀاءُ ۽ عادتن وغيره جو بيان هجي) جيئو وديا - پرائي وديا - جنتو شاستر - جنتو وديا.

- عِلمُ دَستُورالمَعاش: ذ. گذران جي ذريعن وارو علم، (جنهن ۾ ڌن جي پيدائش، آن جي ورڇ ۽ سٽاسٽا جي ڄاڻ هجي) ارٿ شاستر.

- عِلمُ دِين: ذ. مذهب ۽ ملت جي اصولن جو علم - ڌرم وديا.

- عِلمُ رَمَل: فال ۽ زائچي ۾ قرعه اندازي ذريعي غيب جو حال معلوم ڪرڻ جو علم (هي علم حضرت دانيال پيغمبر عليه‌السلام ڏانهن منسوب ڪيو وڃي ٿو).

- عِلمُ رِياضِي: مختلف عددن، مقدارن ۽ تولهه جي درمياني تعلق کي ظاهر ڪندڙ علم - حساب جو علم - گڻت وديا - الگ وديا.

- عِلمُ زبانَ: ذ. ڪنهن زبان جي اصليت، محاورن ۽ اصطلاحن جي تحقيق جو علم (هن ۾ علم عروض، علم فصاحت، علم تاريخ ۽ علم ادب اچي وڃن ٿا).

- عِلمُ زِندَگِيءَ: زندگيءَ جو علم - جيون وديا - علم حيات (هيءَ هڪ وڏي وديا آهي، جنهن ۾ علم نباتات، علم حيوانات، علم ارتقا وغيره اچي وڃن ٿا).

- عِلمُ طَبَعِي: ذ. ڪائنات جي ڄاڻ جو علم - قدرتي علم - سياويڪ علم - پرتڪي.

- عِلمُ عَرُوضَ: ذ. موزون شعر جي بناوت جو علم - ڇنَدَ و يچار - پنگل.

- عِلمُ غَيب: ذ. غيب جي احوال ڄاڻڻ جو علم - گپت وديا (هن ۾ نجوم، جوتش ۽ رمل وغيره اچي وڃن ٿا).

- عِلمُ فِقَهَ: ذ. شريعت جي حڪمن جو علم - علم دينيات - ديني قاعدن جي ڄاڻ.

- عِلمُ فَلاحَت: ذ. ٻنيءَ ٻاري ڪرڻ لاءِ طريقن يا اصولن جو علم - پوک ڪرڻ جو علم.

- عِلمُ فَلسَفَه: ذ. علم حڪمت (هن ۾ طبعي، رياضي ۽ الاهي ٽيئي علم اچي وڃن ٿا).

- عِلمُ قَدامَت: ذ. پراڻو تتو شاستر - پراچين وِسٽو وديا (آهو علم جو اڳئين زماني جي انهي شين مان لاڳاپو رکي ٿو، جيڪي پٿر جيان ٿي ويون ۽ بعد ۾ کوٽائيءَ مان هٿ آيون).

- عِلمُ قِيافَه: ذ. ڪنهن ماڻهوءَ جون حالتون، ان جي جسماني نشانين مان ڄاڻڻ جو علم.

- عِلمُ ڪَلام: ذ. فصاحت ۽ بلاغت جي ڄاڻ. رنگين ٻولين جي ڄاڻ - النڪار - خوش بياني - ٻوليءَ رَس.

- عِلمُ ڪِيميا: ذ. سون چاندي ٺاهڻ جو علم - رَسائڻ وِديا (هاڻي) شين جي جُزن کي پاڻ ۾ ملائڻ يا جدا ڪرڻ جو علم.

- عِلمُ لَدُنِي: ذ. خدا تعاليٰ جي طرفان مليل علم.

- عِلمُ لُغَت: ث. ٻوليءَ جي لفظن جي تحقيقات جو علم.

- عِلمُ مُدَن: ذ. شهري انتظام يا حڪومت جي هلائڻ جو علم - امور رياست جو علم - راڄ نيتي.

- عِلمُ مِساحَتَ: ذ. ماپ وديا - علم پيمائش. (اهو علم جو شين جي ڊيگهه، ويڪرائي،

اوڀائي ۽ گهاٽائي جي ماپڻ ۽ الهن جي لاڳاپن جي قاعدن جو بيان ڪري).

— عِلمُ مَعۡدِنيات: ذ. زمين مان لڪرندڙ شين جو علم.

— عِلمُ مَناظر: ذ. اکين جو علم - درشٽي وديا - علم نظر - پرڪاش شاستر (اهو علم جنهن جو واسطو، روشنائي، ان جي ڦهلاءَ، مُڙڻ، پَچڻ، ڀڪڙڻ، ڀاڃڻ ۽ سندس لاڳاپڻ مان آهي) بحث مباحثي ڪرڻ جو علم - واڪيو - واڪ وديا.

— عِلمُ مَنۡطِق: ذ. صحيح ۽ باقاعدي خيالن جو علم - گفتگو مان نتيجي ڪڍڻ جو علم هن ۾ تَصَوُّرات ۽ تصديقات جو بحث ڪيو ويندو آهي).

— عِلمُ موسِيۡقي: ذ ڳائڻ وڄائڻ جي قاعدن، سُرن جي اصولن ۽ آواز جي سلسلي معلوم ڪرڻ جو علم (سرياني لغت ۾ موسيقي جي معنيٰ مُطۡلَق لَحَن آهي ۽ اصطلاح ۾ سُر ڀِلو آواز. هن علم جي ابتدا بقول امام فخرالدين رازي جي، حضرت سُليمان عليہ السلام جي شاگرد حڪيم فيثاغورث ڪان ٿي، ڪن جي خيالن ۾ هن علم جو موجد حضرت دائود عليہ السلام آهي. ٻر ڪن محققن جي بيان موجب هڪ مشهور خوش اِلحان ”ڦقنس“ جي آواز مان هي علم ورتو ويو آهي ۽ ڏاهن ان کي آسمان جي ٻارهن برجن موجب تقسيم ڪيو. مولانا روم جي شعر مان معلوم ٿو ٿئي تہ هي علم گردش افلاڪ مان حاصل ٿيل آهي. جيئن:

”خوش حڪيمان گفتہ اند اين لَحۡنَها،
گرد وار چرخ بگرفتيم ما.“

— عِلمُ نَباتات: ذ. نباتات جو علم - ٻنسپتي شاستر. وڻن، ٻوٽن، ولن، ”جڙي ٻوٽي“ جي قسمن ۽ سندن بناوت ۽ سندن واڌاري ۽ حياتيءَ بابت علم - بناسپتي شاستر.

— عِلمُ نُجُوم: ذ. تارن ۽ سيارن جي ٻيهڪ، جسامت، لهڻ اڀرڻ، گردش ۽ گرهڻ وغيره جو علم - علم هيئت - آڪاس - نِروار - جوتش وِديا. تارن ۽ سيارن جو ماڻهوءَ يا موسمن تي پيل اثرات بابت علم.

— عِلمُ هِنۡدَسَه: ذ. جسم جي ٿولهہ، سطح ۽ پيمائش ڄاڻائيندڙ علم. شڪلين ۽ نقشن جي (ڀڪيڙ) ڄاڻڻ جو علم.

— عِلمُ هَوا: ذ. هوا جو علم - وايو شاستر. (اهو علم جيڪو هوا جي دٻاءُ وغيره جو بيان ڪري).

— عِلمُ هيئت: ذ. آڪاس نِروار - ڳڻت جوتش - کگول وِديا - علم نجوم.

— عِلمِي ۽ عِلمِي: صفت. علم وارو - علم جو - علمائتو - وگيانڪ. قياسي - خيالي - انوماني - نظري - ماليِڪ - سُوتر آتمِڪ.

— عِلمِيَّت: ث. ڄاڻپ - وِديا - سکيا - تعليم - عِلم. ڪَل - سُڌ - سماءُ - معرفت - پروڙ. قابليت - هوشياري.

● عُلَمَا: ذ. صفت. (ع. عالم < عَلِمَ = هن ڄاتو) عالم جو جمع. پڙهيل - وِدوان - عالِم - فاضل - مُد بُر - ڄاڻو - ڏاها - سياڻا. بزرگ - مالِڪ - رشي.

● عَلَنۡ پور: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● عُلُوّ: ذ. (ع. عُلُو = اوچو) وڏائي - بُلَنۡدِي - اوچائي. برتري. مرتبہ - عزت - جاهہ.

— عُلۡوِي ۽ عُلۡوِي: ذ. آعۡلَيٰ درجي جو - مٿانهون - بلند. آسماني - فلڪي، ذ. فرشتہ - مَلَڪ. تارو ڪوڪب - نجم.

● عَلُّوداڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● عُلُوفو ۽ عُلُوفا: (ع. عُلُوفه) کاڌي جي شي - کاڌو - طعام - خوراڪ. راتِب. پينشن - وظيفو.

● عُلُوم: ذ. (ع عَلِمَ = هن ڄاتو) علم جو جمع - گهڻا علم - وِديائون. هُنر - فَن.

— عُلُومِ جَدِيۡده: ذ. هاڻوڪي وقت جي ايجادن جو علم (جهڙوڪ، فوٽوگرافي، سئنيما وغيره).

● عُلُومِ مُتَعارِفه: ذ. مُڃيل سِدِ سدانت - ٻرکيل سچائي - ظاهر ظهور اصول - ظاهر ثابتي - پرتڪش پرمان.

- عِلُوم مَشرِقِيُ: ذ. اُيرندي مُلڪن جا علم "جهڙوڪ عربي، سنسڪرت، فارسي، وغيره."
● عَلَوِيُ: ذ. صفت. حضرت علي ڪَرَّمَ اللّٰه وَجُهه جن جو اَوَلادَ. (اسم خاص)، هڪ ذات جو نالو.
● عَلِيُ: صفت. مٿانهون - بلند - اوچو - آعليٰ. (اسم خاص)، حضور مقبول صلعم جن جي نائيءَ، سندن يار، سوٽ ۽ خلافت راشده جي هڪ خليفي جو نالو.
● عَلِيءَ جو مَيدانُ: ذ. حضرت عليءَ جن جو خاص گُڻ - فقر ۽ فاقو. حضرت عليءَ جو خاص رستو - حضرت علي جن جي پيروي - بُک ۽ ڏُکَ جي سهڻ جي حالت.
● عَلِيُ آبادُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۽ تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عَلِياڻُ ۽ عَلِياڻُ (ت): ذ. ٽڪن ڏلدن وارو لغام. (جو ڏنگي ۽ مَستُ گهوڙي کي ڏجي).
● عَلِياڻو: اسم خاص. تعلقي ڏگهڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عَلِيائِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● عَلِيُ بَحَرُ: اسم خاص. تعلقي واره، تعلقي شڪارپور، تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عَلِيُ پُورُ: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد، تعلقي ديري محبت ۽ تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عَلِيُ خانُ: اسم خاص. تعلقي ٺُل ۽ تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو. قنبر جي پر ۾ هڪ شهر جو نالو.
● عَلِيڪِ سَلِيڪِ: ث. (ع. عَليڪُم سَلام جو مُخفف) سلام عليڪي جو رستو. مُنهن لَڳ - واقفيت - سڃاڻپ - دوستي - سنگت - ياري.
● عَليڪَ چوَڻُ: سلام جو جواب ڏيڻ - السلامُ عليڪم چوڻ - سلام ورائڻ - وعليڪم السلام چوَڻُ.
● عَلِيلُ: صفت. (ع). ضَعيف - ڪمزور - هيڻو - نِستو - ٻوڙو - اِيبلُ - بي سَتو - بي سگهو - بي حال - بي قُوَتو - ٻَل هيڻ - دُربَلُ - بيسزورو (پرمانند). بيمار - اگهو - ناچاق - روڳي - مريضُ - زِچُ - بي سِري - سُڪالو - اٽڪيلُ - ناخوش (پرمانند). جيئن:
"آئي ڏي عَلِيلَ کي، معجونون سوچار" (سر آبري - شاه).
خفي - ڪِڪُ - بيزار (پرمانند). سَڪَ - الُوٽ - مَستُ (پرمانند). چريو - عاشق.
● عَلِيمُ: صفت. (ع). علم وارو - ڄاڻندڙ. ڏاهو - سياڻو. (اسم خاص). خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.
● عَلِيُواهڻُ: اسم خاص. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عَلَيهِ: ظرف. (ع). اُن تي - اُن جي مٿان.
- عَلَيهِ الرَّحمَتَ: جملو. خدا جي اُن تي رحمت هجي.
- عَلَيهِ السَّلامُ: جملو. خدا هُن کي سلامت رکي! - شال هُو سلامت رهي!.
● عَلِيُ مَهيرُ: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- عَمُ زادَهُ: ذ. پيءُ جي ڀاءُ جو پُٽَ - چاچي جو پُٽُ - سوٽُ.
● عِمارَتَ ۽ عِمارَتُونُ: ث. (ع. عَمَرَ = هُن مرمت ڪئي) جاءِ - جڳهه - گهر - مڪان - اڏاوت. محل - بنگلو.
- عِمارَتَ سازُ ۽ عِمارَتَ سازَ: ذ. صفت. عمارت ٺاهيندڙ - پيونُ لرماتا - راڄو - اُستو - ڪاريگر - معمار. جاين جون رٿون رٿيندڙ.
- عِمارَتَ سازِيُ ۽ عِمارَتَ ساز پُونُ: ث. جاءِ ٺاهڻ جو ڪم - مَعماري - اڏاوت - پون نرمان.
- عِمارَتِيُ ۽ عِمارَتِيُ: صفت. عمارت جو - عمارت لاءِ - عمارت جي ڪم جو.
● عَمارِيُ ۽ عَمارِيُونُ: ث. (ع). هاٿيءَ تي رکڻ جي ڏولي - پالڪي - هَرد - هَودو - هنباري (عَماري ٺاهڻ جو مُوجد عَمار هو، ان ڪري عَماري سڏجي ٿي).

● عَمالِيُونُ ڪَرَڻُ (ت): مؤجون ماڻڻ.

● عِمامَہُ: ذ. (ع). پٽڪو - پڳڙي - ڦينٽو. دستار.

● عَمْدُ: ذ. (ع. عَمَدَ = هُن ڪيڙي ڪئي) اختيار سان ڪم ڪرڻ جي نيت - قَصد - اراد و - آهنگ - نيت - منشاء - عزم.

- عَمْداً: ظرف. ارادي سان - قصداً - اِرادَتاً - ڄاڻي واڻي - دانسته.

● عَمْدائِيِ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڳوني ۽ تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● عَمْدُو ۽ عَمْدا: ذ. صفت. (ع. عَمْدَہُ) مٿيون - آچو - بالا - وڏو - اعلىٰ - اُتم - چوکو - آتَرُ. بهتر - چڱو - خاصو - فائق - نهايت سٺو - مريشٽُ - سٺي ۾ سٺو - اڙڪ - اڳرو. اول درجي جو - بيش - برتر - افضل. قيمتي - بي بها. خوبصورت - سهڻو - نفيس.

- عَمْدائِيِ ۽ عَمْدائِيُونُ: ث. چڱائي - سٺائي. سهڻائي - خوبصورتي - حُسن. ڀلائي. خوبي - خاصيت - ڳڻ - جوهَرُ. فضيلت - فوقيت - آچائي - بالادستي - سَرسي - آچاڻ - وڏائي - آتَرُ - آتَمتا - شرفُ - پرڪاشُ - سَبقت.

- عَمْدَگِيِ ۽ عَمْدَگِيُونُ: ث. عمدائي.

● عُمْرِ ۽ عُمْرِيُونُ: ث. (ع). جمڻ کان وٺي مرڻ تائين حياتيءَ جو وقت - ڄمار - اوسٽا - آوَرجا - آيُوڪا. جيئڻ - جياپو. حياتي - زندگي. زمانو - سمو - وقت - دؤر. جيئن: ”اسان جي عمر ۾ اهو واقعو نہ ٿيو هو“. جڳ - قرن.

- عُمْرِ بِسَرُ ڪَرَڻُ: حياتيءَ جا ڏينهن گذارڻ - زندگي گذارڻ - حياتي ڪاٽڻ.

- عُمْرِ ڀَرُ: ظرف. ساري عمر لاءِ - ساري ڄمار لاءِ. حياتيءَ تائين - پڇاڙيءَ تائين - آخر تائين.

- عُمْرِ دَرازُ: ذ. صفت. وڏي عمر وارو - وڏي ڄمار وارو. ڊگهي ڄمار - وڏي عمر.

- عُمْرِ رسِيدَہُ: ذ. صفت. (وڏيءَ) عمر کي پهتل - وڏي عمر جو - پوڙهو - مُعمَّر - طبعي عمر کي پهتل - پيرسن - پڪو.

- عُمْرِ رَوانَ: ذ. صفت. ويل عمر جو - پوڙهو - پيرسن (ديوان واصف).

- عُمْرِ نُوحُ: ذ. صفت. حضرت نوح ؑ پيغمبر وانگر وڏيءَ عمر جو.

● عُمَرُ: اسم خاص. (ع). اسلام جي ٻئي خليفي راشد حضرت عمر رضي الله عنه جو نالو. سومره خاندان جي هڪ بادشاهہ جو نالو (ماروئي عُمر جي تمثيل وارو).

● عُمْرانِيِ: اسم خاص. بلوچن جي هڪ ذات جو نالو. (جنهن جا نَوَ پاڙا آهن: ١. عمراڻي ٢. دلاور زئي ٣. بهاراڻي ۴. جدواڻي ۵. جروار عمراڻي ٦. جونڪاڻي ٧. ملغاڻي ٨. دليلاڻي ٩. نونڪاڻي).

● عُمْرانِيِ پُورُ: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● عُمَرُ جُوانُ: اسم خاص. تعلقي شاهہ بندر ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● عُمَرِ ڪَسِ: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● عُمَرُ ڪوٽُ (ل - ڪ): ذ. پرت جو هڪ قسم. (اسم خاص). تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديھ جو نالو. هڪ شهر جو نالو.

● عُمَرِ مَرِ ڪِيانِيِ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● عُمْرُو: ذ. (ع. عُمْرَہُ) هڪ مذهبي رسم جو نالو. (حج کانسواءِ ٻئي ڪنهن موقعي تي احرام ٻڌي، جيئن تنعيم جاءِ ۾ (جو ڪعبة الله شريف کان ٽن ميلن تي آهي) وڃي ڪجهہ رڪعتون نفل ادا ڪري، احرام ٻڌي، پوءِ اچي ڪعبة الله شريف جو طواف ڪرڻ ۽ مٿي ڪوڙائڻ يا ڪترائڻ جي رسم).

● عُمَقُ ۽ عُمَقَ: ذ. (ع). اونهائي - اڃائي - اُتاهين - آپائي - اونهاڻ. ڳوڙهاڻ - ڪنهراڻ.

● عَمَلُ ۽ عَمَلَ: ذ. (ع. عَمَلَ = هن ڪم ڪيو) ڪَمُ - فِعل - ڪار - ڪِرت. مڃڻ يا

بجا آڻڻ جي حالت ـ تعميل ـ پوئواري ـ بجا آوري. عادت ـ هير ـ چال. دستور ـ ليڪو ـ قاعدو ـ قانون ـ سرشتو. حڪومت جو دائرو (پرمانند). اختيار ـ انتظام ـ حڪمراني ـ حڪومت ـ راڄ ـ صاحبي، ڌڻي ـ اڳلائي ـ دؤره. تجربو ـ آزمودو. اثر ـ تاثير ـ ڳڻ ـ رَدِ عَمل. ذينهن جو وقت (پرمانند). وقت ـ تاثير ـ جيئن "چئن جو عمل هو ته آءٌ ٻاهر لڪتو هوس" (جملو).

ـ عَمَلَ ڪَرَڻُ: عَمَلَ ۾ آڻڻ ـ پوءِ واري ڪرڻ ـ تعميل ڪرڻ ـ پوراڻي ڪرڻ. ڪارروائي ڪرڻ. چئي موجب ڪرڻ. مشق ڪرڻ ـ (ٻاڻ ڪي) هيرڻ ـ سکڻ ـ (وڪالت يا طبابت) ڪرڻ.

ـ عَمَلُ ڪري آڻڻُ: حشمت ۽ زور سان آڻڻ.

ـ عَمَلي ۽ عَمَلي: صفت. عمل جو ـ عمل وارو. ڪم جو ـ ڪم وارو ـ ڪارگر. آهو جنهن تي عمل ڪري سگهجي ـ جيڪو عمل ۾ آڻي سگهجي ـ عملائتو ـ استعمالي.

ـ عَمَلِي سُدَ يانُ: ذ. جاميٽريءَ جو اهو سُديان جنهن ۾ ڪجهه ٺاهڻو هوي.

● عَمَلدارُ ۽ عَمَلدار: ذ. صفت. (ع. عَمَلَ +ف. دارُ = رکندڙ) تعميل ڪندڙ ـ پوئواري ڪندڙ. انتظام رکندڙ. حڪم هلائيندڙ. عهده دار ـ ڪامورو ـ آفيسر.

ـ عَمَلداري ۽ عَمَلداريُون: ث. عملدار جو ڪم. انتظام. حڪومت هلائڻ جي حالت ـ حڪمراني ـ حڪومت.

● عَمَلو ۽ عَمَلا: ذ. (ع. عَمَلَه) ڪم ڪندڙ ماڻهن جو مجموعو ـ مُلازِم. آفيس ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهو ـ زيردست اٿالو. نوڪر چاڪر ـ چاڪر چوڪر ـ ٻانهلو ـ آٿالو. ڪنجڪ. لڳ سواري ـ پيڙو. البوه ـ خلق ـ ڪٽڪ ـ پينڊ. ڳهر ـ دعوي ـ طلب ـ مقدمو ـ فرياد.

● عَمُودُ ۽ عَمُودَ: ذ. (ع. عَمَدَ = هڻ ڪرڙو ڪيو) ٿنڀ. ٿنڀو. ٿمبوءَ جي آيي ڪاٺي. گُرز. هڪ سنئين ليڪ تي ٻي بيٺل آيي ليڪ ـ خَطِ عمود ـ پايو. جاميٽريءَ موجب آها سنئين ليڪ جا ٻيءَ سنئين ليڪ تي اهڙي طرح هوي جو پرواريون ڪنڊون ڪونيون ٺهن.

ـ عَمُودِيُ: صفت. آيو ـ سنئون.

ـ عَمُودِيُ مَرڪَزُ: ذ. ٽڪنڊي جي اندر جتي سامهون آيي ليڪ اچي ملي، ڏنل ٽڪو (ڪاجرا).

● عَمُومَ: ص. (ع). ساڌارڻ ـ عام ـ رواجي ـ معمولي ـ هڪجهڙو ـ سمان.

ـ عَمُوماً: ظرف. عام طرح ـ اڪثر ـ گهڻو ڪري ـ ساڌارڻ ريت ـ گهڻَن ڪرو ـ سراسري. معمولي ـ هڪجهڙو ـ رواجي ـ سمان.

● عَمِيقُ: صفت. (ع. عَمَقَ = اونهو ٿيو) تمام هيٺ ـ اونهو ـ اٿاهه ـ تارُ ـ ڳهرو. ذ. اونهو سمنڊ ـ بحر. مجازي معنيٰ ۾ وحدت جو درياءُ يا مطلق هستي (سهڻي ـ ڳرو). جيئن:

"جن ڪي عِشِقُ عَمِيقُ جو سي خلوت خيالي" (سر سهڻي ـ شاهه).

● عِنا: ث. (ع). محنت ـ مشقت. تڪليف ـ ڏاڪڙو ـ اهنج. ڏک ـ رَنجُ ـ آزار ـ مصيبت.

● عُنابُ ۽ عُنابَ: ذ. (ع). ٻسارڪي وڪر جو هڪ قسم ـ ٻيرُ (جبل جو) ـ ولايتي ڪاري رنگ جو ٻيرُ.

ـ عُنابِي ۽ عُنابِيُ: صفت. ڪاڙهو. لال.

● عِنادُ: ذ. (ع. عند = مقابلو ڪرڻ) دشمني ـ ويرُ ـ ضِد ـ بُغضُ ـ عَداوَتَ ـ نِفاقُ ـ ڪِينو. سِينه زوري ـ سَرڪَشِيُ ـ آرَهه. زوراوري ـ جهڳڙو ـ لڙائي ـ فساد.

● عَناصِرُ: ذ. (جمع عُنصَر جو) تَتَ ـ جُزا. (هندي عالمن جي خيال موجب پنج تَتَ، آڪاش، وايو. اگني، جَل، پرٿوي. آهن ۽ عربي عالمن جي خيال موجب چار عنصر، هوا، باهه، پاڻي، مٽي آهن.

● عِنانُ: ث. (ع). واڳَ ـ لَگامُ ـ لَجامُ.

● عِنايَتَ ۽ عِنايَتُون: ث. (ع. عَنَيَ = هن ارادو ڪيو) مهرباني ـ احسان ـ ٿورو ـ لائق ـ

پلاڻي - وَڏَپُ - نوازش - ڪرپا. دَيا - ٻاجهه - مهر. بخشش - لطف - شفقت. لحاظ - پاسخاطري.

● عِنايَتَ پُورُ: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عَنۡبَرُ ۽ عَنۡبَرَ: ذ. (ع). ٻارڪي وکر جو هڪ قسم (ڪن جي چوڻ موجب رنگ جو ڪارو ۽ خاڪي ٿئي، جو هڪ مانگر مڇ جي پيٽ مان نڪري (ڳاجرا). ۽ ڪن جي چوڻ موجب هڪ قسم جي جهنگلي ڏڳي جو ڇيڻو (ڳاجرا). ۽ ڪن جي چوڻ موجب ميڻ ٿئي).

- عَنۡبَرِ سارا: ذ. خالص عنبر - نِجُ عنبر. عَمّان جي ڪناري تي هڪ شهر جو نالو.

- عَنۡبَرِ شَمِيمُ: ذ. خوشبودار عنبر.

● عَنۡبِيرُ ۽ عَنۡبِيرَ: ذ. (ع). ٻارڪي وکر جو هڪ قسم (اٽي وانگر ڳاڙهي رنگ تي خوشبودار، ملم ڳاهڻ جي به ڪم اچي "ف ج") زعفران. هوليءَ ۾ ڪم ايندڙ خوشبوءِ ۽ ملاوت ٿيل پائوڊر (پرمانند).

● عِنۡدِ: ظرف (ع). ويجهو - نزديڪ - پرسان - قريب - متصل - لاڳو.

● عَنۡدَلِيۡبُ: ذ. (ع). پکيءَ جو هڪ قسم - بُلبُل - بُربُل - پوري.

● عُنۡصَرُ ۽ عَناصِرَ: ذ. (ع). اصلي جزو - تت (ڏسو عَناصر).

- عُنۡصَرِيُ: ذ. اوائلي - ابتدائي - شروعاتي.

● عُنۡقا ۽ عُنۡقا: ذ. (ع). هڪ خيالي پکيءَ جو نالو - راج هَنۡسُ - سيمُرغُ (جنهن بابت اهو خيال آهي ته ساري دنيا ۾ رڳو هڪ ئي ٿئي ۽ وڏي عمر جو ٿئي، پاڻ کي ساڙي ڇڏي، بعد ۾ ان جي رَکَ مان پيو پيدا ٿئي).

- عُنۡقا جوُ شِڪارُ ڪَرَڻُ: ڪا شيءِ ڏکي هٿ اچڻ - ناممڪن ڳالهه ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

● عَنۡقَرِيۡبَ: ظرف. (ع). نزديڪ - ويجهو - اوري - پرسان. تمام جلد - تُرت - فوراً - هيٺئر - جلدئي.

● عَنۡڪَبُوتُ: ذ. (ع). هڪ جيت جو نالو - ڪوريئڙو.

● عُنۡوانُ ۽ عُنۡوانَ: ذ. (ع. عَنَنَ = هن سرخي ڏني) ڪنهن به شيءِ جو مُنڍ - اول - آغاز - شروعات - مُنڍ. ڪنهن لکيل مواد جو نالو (جهڙوڪ ڪتاب، ناول، مضمون، آکاڻي، افسانو وغيره) - موضوع - سُرخي - هيڊنگ. طريقو - ڍنگ - طرز - انداز - نمونو.

● عَوامُ: ذ. (ع). عام جو جمع - عام ماڻهو - عام خلق - عام پبلڪ - خلقِ خُدا - رعيت - پرجا - مخلوق. (ضد. خاص).

- عَوامُ النّاسِ: ذ. عام ماڻهو - سڀ ماڻهو - خلق - مخلوق - رعيت - پرجا.

● عُودُ: ذ. (ف). خوشبودار ڪاٺيءَ جو هڪ قسم - خوشبوءِدار ڪاٺي (ڏکڻ آفريڪا جو هڪ سبز سُرهو بوٽو). اگرُ (پرمانند). (ع). واپسي - موٽ - بازگشت - مراجعت.

● عُودِ ۽ عُودِ: ذ. صفت. ڪارسرو - ڪاريرو (رنگ). هاڪو واڱڻائي رنگ، عودو عينڪي "ڇا جهمٽي ڏي جلوا" (رمضان ڪنڀر).

● عُودِيُ: اسم خاص. تعلقي ٺل ۾ هڪ ڳوٺ ۽ ديهه جو نالو.

● عَورَتَ ۽ عَورَتُونُ: ث. (ع). زال - اِستري - نار - ناري - زائفان - مِهري. گهر واري - زال - جوءِ - زن - نِساءَ. ٽهلي - دامي - نفرياڻي.

- عَورَتَ ذاتِ ۽ عَورَت ذاتِ: ث. زال جو قسم. عورت جي جنس. جيئن: "عورت قابل رحم يا زبردست ذات آهي".

● عِوَضُ: ذ. (ع). ڪنهن شيءِ جو بدلو - بَدَل - بَدو - عِوَضو - مُعاوضو. اجُرُ. انتقام. (ظرف). بدلي ۾ - بدران - پاران - بجاءِ.

- عِوَضُ وَٺَڻُ: بدلو وٺڻ - عيوضو وٺڻ. انتقام وٺڻ.

- عيوَضِيُ ۽ عيوَضِيُ: ذ. صفت. ڪنهن جي بدران ڪم ڪندڙ - انچارج - قائم مقام. سَفِيرُ - ايلچي.

● عَوَلُ: ذ. اڳئين دستور موجب فاتح بادشاهه يا حاڪم مخالف ڌر جا خاص ماڻهو ضامن طور نظربند ڪري وٺي ويندا هئا - اول - پانُ.

● عَهَدُ ع عَهَدَ ؛ ذ. (ع). انجامُ - اِقرار - وعدو - وَچَن - ٻول - پرتگيا - ڪَڻُ - زبان - شَرط - قَوُل - سُخن - پَيمان - ڏَتُ پَتَ - پرن زمانو - وقت - سمو - ٽائيم - جُڳُ - عرصو - دَوُر - وارو - ايامُ. راڄ - بادشاهي - حڪومت.

- عَهَدپَيمانُ ؛ ذ. صلح جا شرط (ڳالهيون). قول قرار - انجام اقرار.

- عَهَدُ شڪني ع عَهَدُ شڪنيون ؛ ث. قول جي ڀڃڪڙي - وعدي خلافي - انجام شڪني - بي وفائي.

- عَهَدِ حڪومت ؛ ذ. حڪومت جو وقت - بادشاهيءَ جو زمانو.

- عَهَدنامو ع عَهَدناما ؛ ذ. ڪنهن انجام لاءِ لکيل ڪاغذ - تحريري معاهدو. صُلح جي شرطن جو لکيل ڪاغذ - قبوليت نامو - اقرار نامو - سنڌي پَترُ - ٺاهه نامو.

- عَهَدُ وَ پَيمانُ ع عَهَدُ وَ پَيمانَ ؛ ذ. اقرارنامي يا قبوليت نامي جا شرط - انجام و اقرار.

● عُهدو ع عُهدا ؛ ذ. (ع). ڪَمُ - فرض. نوڪري - چاڪري - ملازمت. ڏَلُو - ڪرت. درجو - مرتبو. لقب - ڪوٺ. سرڪاري خطاب.

- عَهدي ؛ ذ. صفت. بهادر (جو جنگ تي چڙهي).

- عُهديدارُ ع عُهديدارَ ؛ ذ. صفت. ڪم جو مالڪ. عهدي وارو - عملدار - آفيسر - ڪامورو. دفتردار - لقب وارو.

- عَليُ عَليِ ! ؛ ندا. (ع. عَلي عَلي جو بگڙيل) اي علي! اي عَلي. نعري هڻڻ جو هڪ آواز (چاڪاڻ ته حضرت علي ڪرم الله وجهه جن بهادر هئا).

- عَليُ عَليِ ڪَرَڻُ ؛ دانهون ڪرڻ - رڙيون ڪرڻ.

● عِيادَتَ ع عِيادَتون ؛ ث. (ع). بيمار ڪان ڪيل پُڇا - بيمار پُرسي. اکهي سان همدردي.

● عَيّارُ ع عَيّارَ : ذ. صفت. (ع). مَڪّارُ - ٺڳُ - فريبي - دغاباز. چالاڪ - فطرتي چال باز - هوشيار.

- عَيّاري ع عَيّاريون ؛ ث. دغابازي - مَڪّاري - ٺوڳبازي - دغا - فريب - ٺڳي. حرفت - چالاڪي - هوشياري.

● عَيّاشُ ع عَيّاشَ ؛ ذ. صفت. (ع. عَيشُ = خوشي) عيش ڪندڙ - عياشي - عيشي - ڀوڳي - ڪامي. شهوت پرست - نفس پرست - شهوتي - زناڪار - رنڍي باز. آرام سان حياتي بسر ڪندڙ - آرام پسند. بيڪار.

- عَياشي ع عَياشيون ؛ ث. عيش و عشرت - نفس پرستي. (ذ. صفت). عيش ڪندڙ - عياشُ - نفس پرست.

● عَيالُ ع عَيالَ : ذ. (ع). ڪُٽنب - ڪُٽم - آکيرو - ڪُنبو - خاندان - گهراڻو - ڪُل. آل اولاد - ٻار ٻچا - گهرُ ٻار - ٻَچَر.

- عَيالدارُ ع عَيالدارَ ؛ ذ. صفت. ٻچڙ والُ - اولادي - عَيالي.

- عَيالداري ع عَيالداريون : ث. ٻچڙوال هئڻ جي حالت - ٻڙداري.

- عَيالي ع عَيالي ؛ ذ. صفت. آل اولاد وارو - ٻار ٻچن وارو - ڪُٽنب وارو - گهر ٻار وارو - آکهه وارو.

● عَيانُ : صفت. (ع. عَينَ = اک) ڏسڻ ۾ ايندڙ - ڏسجندڙ - کُليو - پڌرو - ظاهر - واضح - آشڪار - نشانبرُ - ويڪت - پرسيڌ - بَرملا - نمودار - روشن - چِٽو - صاف - مشهور.

- عَيبُ ع عَيبَ ؛ ذ. (ع). گهٽتائي - اوڻائي - نُقص - ڪَسَر - ڪَمي - سُقمُ - قصور. کوٽ - خرابي - اوَگُڻ - آڻِ چِڙ. نقصان - ڇيهو - ٽوٽ. وِڪَ - وِنگَ - وِڏَ - ڄيءَ - آلَ. ڀُلَ - چوڪ. خطا - ڏوهُ - گناهُ. ميارَ - حرف. داغ - ڪلنڪُ - ٽِڪو.

- عَيباٽيتو ع عَيباٽيتا ؛ ذ. صفت. عَيب وارو - عَيبدارُ - اڻپورو - اڻ سالم - نِڪمو - گهٽ.

- عَيبُ پوشُ ع عَيبُ پوشَ : ذ. صفت. عيبن تي پوش ڏيندڙ - عيب ڍڪيندڙ.

- عَيْبُ پوشِي ۽ عَيْبُ پوشِيُون: ث. عيبن کي پوش ڏيڻ واري حالت - چشم پوشي.
- عَيْبُ جُو: ذ. صفت. عيب ڪيندڙ - عيب ڳولهيندڙ - وِيڪر - وِڏائيي - وِڏائتو.
- عَيْبُدارُ ۽ عَيْبُدارَ: ذ. صفت. عيبن وارو - اڻ سالم - اڻپورو - عَيْباڻتو.
- عَيْبُ لائِڻُ: ٽِڪو لائڻ. الزام مڙهڻ.
- عَيْبِي ۽ عَيْبِي: ذ. صفت. عيب وارو - عيبدار. داغي - ناقص. مريض - روڳي - بيمار.
● عِيْدَ ۽ عيدُون: ث. (ع). خوشي - راحت. (مسلمانن جي خوشيءَ جو ڏينهن - ٻارنهن ماهو ڏينهن - وڏو ڏينهن - ڏڻ - پربُ - تهاڙو - ڏينهن. (عيد الفطر، عيد البقر، عيد ميلاد، عيد براة، عيد الضحيٰ).
- عيدَ آڳِڙِيُ ۽ عيد آڳِڙِيُون: ث. اويل سويل جو آئڻُ - مِيڻهن، وسنديءَ جو تَپَوُ - آڏِيءَ ڪَٽيءَ جو وسيلو (آنند).
- عيد آڳِڙِيُ پائِڻُ: سٺو ويس پائِڻُ - مانائتا ڪپڙا پائڻ.
- عِيْدُ الضُّحيٰ: ث. صبح جي عيد. قرباني ڪرڻ واري عيد (١٠ ذوالحج تي ٿئي) عيد البقر - عيد قرباني - ٻاڪري عِيْدَ - ٻڪراس جي عيد.
- عِيْدُ الْفِطْر: ث. فطري ڏيڻ واري عيد - رمضان جي ختم ٿيڻ واري عيد - شوال جي پهرين تاريخ واري عيد - عيد رمضان - مٺي عيد.
- عِيْدائُو ۽ عِيْدائتا: ذ. صفت. وڏي ڏينهن جو - عيد جو (پلاءُ وغيره).
- عِيْد بَرات: ث. شعبان مهيني جي ١٥ تاريخ واري عيد - سِڀَري سالي واريءَ عيد (بَراتُ ٻاڳو. چوڻ ۾ اچي ٿو ته الهي تاريخ تي ملائڪ خدا جي بندن جي رزق ۽ عمر جو حساب لڳائين ٿا ان ڪري انهيءَ تاريخ کي ملهايو ٿو وڃي).
- عِيْدَ ڪَرَڻُ: خوشي ڪرڻ - بهاري ڪرڻ.
- عيدَ گاهُ ۽ عِيْدَ گاهَ: ذ. ث. عيد جي نماز پڙهڻ جي جاءِ يا ميدان.

- عِيْدِيُ: ث. عيد جي ڏينهن ڏنل طعام - عيد جي سوکڙي.
● عِيْدَ لُنجِيُ: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عِيْدَنُ جَرُوارُ: اسم خاص. تعلقي شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● عِيْدَنُ شاهُ (ت): ذ. ث. ڪجيءَ جو هڪ قسم (جنهن جي ڇِڙِيُ ٿلهي ٿئي، ڇهن مان ٻهارا ۽ ڪاهر سخت ٿين. ڏولڪو وانگئائي ۽ ڪارڪ ڪاري ۽ ٿلهي ٿئي).
● عِيْدَنُ شاهِيُ ڪُپِڙا: ذ. عيدن شاه ڪجيءَ جو ڪارڪون.
● عِيْدُ لانِي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● عِيْسيٰ: اسم خاص. هڪ نبي سڳوري جو نالو. (يهودين ۾ پيدا ٿيو هو، ۽ عيسائي قوم جو باني هو. لقب "رُوحُ الله").
- عِيْسائِي ۽ عِيْسائِي: ذ. صفت. حضرت عيسيٰ عليه السلام جو پيرو. عيسائي مذهب جا پوئلڳ - ڪرسچن - مَسِيحي - نصراني - نصاريٰ.
- عِيْسَوِيُ: صفت. حضرت عيسيٰ عليه السلام جو - حضرت عيسيٰ سان لاڳاپو رکندڙ. ذ. حضرت عيسيٰ جي جمڻ کان شروع ٿيل سَنُ - مَسِيحي سن.
- عِيْسَوِيُ دَمُ: ذ. حضرت عيسيٰ عليه السلام جو ڪلام ۽ ڦيڻو (ديوان - واصف).
● عِيْسالائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (مري بلوچن جو هڪ پاڙو).
● عيسانُ پوٽَه: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۾).
● عِيْسائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۾).
● عِيْسائِين: ذ. هڪ ذات جو نالو (مزاري بلوچن جو هڪ پاڙو).
● عيسائِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● عِيْسو: اسم خاص. تعلقي قنبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عِيۡسُو ماڇِيُ: اسم خاص. تعلقي ڪَڪڙَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عِيۡسُو نارِيجوُ: اسم خاص. تعلقي دادو ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عيۡسِي وارِيُ: اسم خاص. تعلقي گهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● عَيۡشُ ۽ عَيۡشَ: ذ. (ع). خوشي - لطف - راحت - موج - فرحت. خوشيءَ سان حياتي گذارڻ جي حالت - آسودگي - آرام - چين - سُک. نفساني يا جسماني لذت. عيش و عشرت - ڀوڳ بلاس - جماع.

- عيۡشُ آسُرَڻُ: آرام هليو وڃڻ - خوشي باقي نه رهڻ - بي‌آرامي پيدا ٿيڻ. جيئن

" رنجُ ريزالن رقيبن جي ڪنان،
عَيش آسر يو پڻ ٿيو اِڪراه خط"
(فاضل شاهه).

- عَيۡشَ جوُ بَنۡدو ۽ عيۡشَ جا بَنۡدا: ذ. آرام طلب. موجي جيوڙو - نفس پرست. عياش.

- عَيۡشُ عِشرتُ ۽ عَيۡشَ عِشرَتُون: ث. نفساني خوشي - رنگ روپ - رلنگ رس. ڀوڳ ولاس.

- عَيۡشِي ۽ عَيۡشِيُ: صفت. عيش جو - عيش وارو - عيش عشرت ڪندڙ - عيش پرست - نفس‌پرست - شهوت پرست - ڪامي - ڀوڳي.

- عَيۡشِيُ جيۡئڙوُ ۽ عَيۡشِيُ جيۡئڙا: ذ. صفت. عيش پسند - خوش مزاج - ڇيلو - زنده دل - کيل سُک.

● عيۡلَ ۽ عِيۡلُون (ت): توبهه - بانُ.

- عيۡلَ ڪَرَڻُ: توبهه ڪرڻ - بس ڪرڻ - بانُ ڪرڻ.

● عيلاز ۽ عيلازَ (ت): ذ. (ع. علاج جي بگڙيل صورت). منت - آزي - عِلاج.

● عيۡنَ ۽ عَيۡنُون (ت): ث. انڪل - تجويز - رٿ - حيلو - ٽَلَ. معرفت - ٽَڳي - چالاڪي.

- عَيۡنِيازُ ۽ عَيۡنِيازَ: ذ. صفت. انڪل باز - انڪلي. ٺڳ - فريبي. چالاڪ.

- عَيۡنُون ڪَرَڻُ: انڪلون ڪرڻ - حيلا هلائڻ - تجويزون ڪرڻ.

● عَيۡنُ ۽ عَيۡنُون: ذ. (ع). هڪ عضوي جو نالو - اک - چشم - نيڻ - نيڻُ - چڙو (ڪ). پاڻيءَ جو چشمو (علم نحو). (ڪنهن شيءِ جي) خاصيت - ڳڻ - جوهر - روح - تت. (ڪنهن شيءِ جي) اصليت - حقيقت (ا - س). چڱائي - نيڪي - خير - خيريت (ا - س). الف ب جو هڪ اکر. گوڏي جي ڍڪڻيءَ وارو هڏو. سردار. (ضمير) پنهنجو پاڻ - جنس - خود - پسنڌ (سر ڪلياڻ - گر). (صفت). محض - فقط - رڳو - بلڪل. خالص - نج. اسورو - سڀ - ڪُل. معلوم - ظاهر - پڌرو - چِٽو - وچُ يا خاص (علم نحو).

" سوئي عَين عذاب، سوئي راحت روح جي،
ڪونهن قربين جو عين تڙڻ آهي".
هُوبَهُو - سُڌ پَڌ.

- عَيۡنُ آمهون سامهُون: ظرف. بلڪل آبتڙ - مخالف - منهن سهُون.

- عَيۡنُ الۡمَال: ذ. موڙي. صافي پيل نفعو - صافي فائدو. زمين جي ڊَل. (ذ. صفت). سُکي - وڏو - شاهه - پرڏان (پرمانند).

- عَيۡنُ الۡيَقِيۡنُ: ذ. ڏٺي شاهدي سان حاصل جاڻ. پورو يا سچو يقين.

- عَيۡنَ بِيۡنُ: صفت. بلڪل ساڳيو - سُڌ پَڌ - هوبهو - ان جهڙو - آهوئي.

- عَيۡنُ ٿِيَڻُ: معلوم ٿيڻ - ظاهر ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ.

- عَيۡنُ قَرارُ لَهَڻُ: مَٽ ٿيڻ - برابر ٿيڻ - ڀيمڇجي آچڻُ - لِعَمُرُ الۡبَدَلُ بَنۡتِيجَتُ.

- عَيۡنَڪَ ۽ عَيۡنَڪُون: ث. ڏسڻ جو شيشو - چشمو.

- عَيۡنَ لَهَرُ ۽ عَيۡنَ لَهَرَ: ذ. صفت. ٻليءَ جي اک. جواهر جو هڪ قسم (جنهن کي، گنبذي نمولي ۾ وڍيو ته ٻليءَ جي اک جيان پيو ڏسبو).

- عَيَنُ وَقۡتُ: ظرف. تُز وقت - اوکهيءَ گهڙيءَ - نازک وقت. ٻوري وقت. ٺيک وقت - آوَسَرُ - مهلائتو.
- عَيۡنُ وقۡتَ تي پَهۡچَڻُ: نازک وقت تي پُهچڻ - تُز وقت تي پهچڻ - ٻوري مهل تي پهچڻ. نهرايل وقت تي مس مس پهچڻ.
- عَيۡنِي: ذ. صفت. اک جو - اکس وارو. اکين ڏٺل.

● عَيۡنَکَ ٭ عَيۡنَکُون: ث. (ع). نظر وڌائڻ لاءِ فريم ۾ پيل شيشي جو جوڙو - چشمو.

● عَيۡنُلَهَرُ ٭ عَيۡنُلَهَرَ؛ ذ. (عَيۡنُ = اک + لَهَرُ) ٻليءَ جي اک. هيري جو هڪ قِسم - ساوڻ تي مائل هيرو (جنهن کي گُنبذيُ نمولي ۾ وڌو ته ٻليءَ جي اک جيان پيو ڀاسبو).

● عيوَضُ ٭ عيوضَ؛ ذ. (ع.عِوَضُ) عِوَضُ. بدلي ۾ ڏنل شيءِ - بَدَرُ - بَدَلُ - ساٽو - پرتيِنڊِي. معاوضو - اجورو. مَٽ سٽ - ڏي وٺ. جزا - ڪيتو - نَتيجو - ورتي قَلُ. ٻاران ڪم ڪندڙ - مختار - وڪيل. گماشتو. سفيرُ - ايلچِي (پرمانند).

- عيوضو ٭ عيوضا: ذ. عوضو - بَدُرُ - بَدلو - ساٽو. آجورو. جزا - ڪيتو.
- عيوضِي ٭ عيوَضي: ذ. صفت. بدران ڪم ڪندڙ - ايلچِي - قائم مقام - نائب - گماشتو.

# غ

غ: ث. (ع). عربي الف ب جو اوڻيهون ۽ فارسي الف ب جو ٻاويهون اکر. سنڌي الف ب جو ٻنجٽيهون اکر. سندس آچار "غَيۡن". ابجد جي حساب موجب عدد هزار (١٠٠٠).

● غارَ ٭ غارونُ > غارَ؛ ذ. ث. (ع). جبل جي سرنگهه - چُرَ - غفا - گفا - سرنگهه. جانورن جي رهڻ جو اونهون کڏو - ٻِرُ - ڏرُ. (ظرف). غرق - ٻڏل. جيئن: "فلاڻو درياءَ ۾ غار ٿي ويو" (جملو). (صفت). چٽُ - ناس - نابود - تباهه. "فلاڻا شل غار ٿئين!" (جملو).

- غارُ ٿيڻُ؛ کڏ ٻوڻ - اوڙاهه ٿيڻ - اوڙاهه ۾ وڃڻ. ٻُڏڻ - غرق ٿيڻ (پاڻيءَ ۾). (دل) هُرامڻ. (اکيون) ڏرا ڏيڻ. (بيمار جو) ڊڪڻ - ڊُلڪڻ. (گپ ۾). کپڻ - کپي ٻوڻ - ڪَرَڻُ. غائب ٿيڻ - الپ ٿيڻ - گم ٿيڻ - هيرٽ ٿيڻ - عدم پيدا ٿيڻ. تباهه ٿيڻ - برباد ٿيڻ - ستياناس ٿيڻ - هڙ موڙي ٻڏي وڃڻ.
- غارُ ڪَرَڻُ؛ غرق ڪرڻ - غائب ڪرڻ - الپ ڪرڻ. نابود ڪرڻ - ناس ڪرڻ - فنا ڪرڻ.

● غارِ حِرا؛ اسم خاص. (ع). مڪي شريف جي ٻاهران هڪ جبل ۾ مشهور غار آهي (جتي حضرت جن نبوت کان اڳ اچي ويهندا ۽ عبادت ڪندا هئا).

● غارَتَ ٭ غارَتُون؛ ث. (ع). دشمن جي ملڪ جي قيد ين ۽ غنيمت جي واسطي ڪيل حملو. مال غنيمت. لُٽَ - ڦُرَ. (ظرف). تباهه - برباد - ناس - فنا - آجڙ - ويران.

- غارَتَ ٿيِڻُ؛ آجڙُ ٿيڻ - ناس ٿيڻ - فنا ٿيڻ - برباد ٿيڻ - تباهه ٿيڻ.
- غارَتِگَرُ ٭ غارَتِگَرَ؛ ذ. صفت. لٽيندڙ - لٽيرو - ڦورو - لوٽُو. تباهه ڪندڙ - برباد ڪندڙ.
- غارَتگِرِي: ث. لُٽَ - ڦُرَ. تباهي - بربادي.

● غارِ يبُو ٭ غارِ يبا؛ صفت. غريباڻو - غريبن جو. گهٽ قسم جو - عام.

● غار يِقُون ۽ ذ. (ف). ٻوٽي جو هڪ قسم (مينهن کانپوءِ کنيون وانگر زمين مان خود بخود اڀرندڙ). پسارڪي وکر جو هڪ قسم - جلاب طور ڪم ايندڙ هڪ دوا.

● غازائيِ ۽ اسم خاص. بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جو نالو.

● غازو ۽ ذ. (ف. غازَه) خوبصورتي لاءِ منهن جي رنگ اڇي ۽ صاف ڪرڻ لاءِ هڪ خوشبودار اڇو پائوڊر.

" دامن ڪان رشڪ گل جي آڏي باغ ۾ جو خاڪ،
بڻجي وئي سا غازو عروس بهار جو "
(لامعلوم).

● غازَه ۽ ذ. (ف). چپن يا ڳلن کي ڳاڙهي ڪرڻ جو روغن - لالي - سرخي.

● غازِي ۽ غازِي ۽ ذ. صفت. (ع. غزا = لشڪر جو حملو ڪرڻ) ڪافرن کي جنگ ۾ قتل ڪرڻ وارو " پاڻ مري ته شهيد ۽ ماري ته غازي ". جهاد ڪندڙ - مجاهد. شجاع - بهادر - سورمو - سور وير - نايڪ - پهلوان - جوڌو - دلير - قوي - همت وارو - بلوان - ٻلي - ٻلبار. بانڪو. فتح مند - سوڀارو - ڪامياب - ظفرياب. (ذ). مسلمان حاڪمن جو خطاب " غازي مصطفيٰ ڪمال پاشا وغيره ".

● غاسِل ۽ غاسِل ۽ ذ. (ع). ميت کي وهنجاريندڙ - مُردي کي غسل ڏيندڙ - غسال.

● غاشو ۽ غاشا ۽ ذ. ع. غاشَة. گهوڙي جي زين - گاشو (آٽ ۽ گهوڙي جو). هني جو پوش.

● غاصِب ۽ غاصِب : ذ. صفت. (ع). پرائو حق غصب ڪندڙ - ٻئي جو مال هڙپ ڪندڙ - ڦريندڙ - ڦورو.

● غاضِب ۽ غاضِب ۽ ذ. صفت. (ع). ڪاوڙ ڪندڙ - ظلم ڪندڙ - ظالم - ظلمي.

● غافِل ۽ غافِل ۽ ذ. صفت. (ع. غَفَل = مدهوش ٿيڻ) غفلت ڪندڙ - بي پرواهه . ويسريو - نسيان . گهيلو - اويسلو - ڪاهل - ڍرو - سُست - ٻُوتي. الغرضو - لاغرض - ڏاٻو. ليسُچڻت - بي ڌيان - بي سرت - بي سانگو. بي سوچ - بي فڪر - بي احتياط.

= غافِلائو ۽ غافِلاڻا ۽ ذ. صفت. بي پرواهيءَ جو - بي فڪريءَ جو - گهيلي جو - غافل جو. غفلت وارو.

= غافِلائي ۽ غافِلائيون ۽ ث. غفلت. ويسر - نسياني. گهيلائي - ان آدر - بي پرواهي - سستي - ڍرائي. لاغرضائي - الغرضائي. بي ڌيانائي - بي سُرتي - بي احتياطي. بي خيالي - بي فڪري.

= غافِلِي ۽ ث. سستي - غفلت - بي ڌيانائي - گهيلائي - ڍرائي. لاغرضائي. لاپرواهي - غفلت.

● غافِلائڻ : مصدر. غافل ٿيڻ - غفلت ڪرڻ. لاپرواهه ٿيڻ - بي فڪر ٿيڻ - ڪاهلي ڏيکارڻ - الغرضائي ڪرڻ - بي ڌيانو وهڻ.

● غالِب ۽ غالِب ۽ ذ. صفت. (ع. غَلَبَ = هن سوڀ ڪئي) غلبو ڪرڻ وارو - زور ڀريندڙ - قابض - مسلط - حاوي. ماري مات ڪندڙ. فاتح - فتحياب - جيتيندڙ - کٽڻهار - سوڀارو. غلبو ڪندڙ - قبضو ڪندڙ - ڪٽيات - جمت ڪندڙ. اثرائتو - اثر وارو.

= غالِب پَوَڻُ ۽ جيتڻ - جوهَڻُ - غلبو ڪرڻ - کٽڻ - سوڀ پائڻ - فتح ڪرڻ. سوڀارو ٿيڻ - ماري مات ڪرڻ - ماري مچائڻ. قابض پوڻ - قبضو ڪرڻ.

● غالِباً ۽ ظرف. (ع. غَلَبَ = غالب ٿيو) گهڻو ڪري - اڪثر ڪري - ضرور - يقيناً. شايد - گمان آهي.

● غالِيچو ۽ غالِيچا ۽ ذ. (ف). آڻ يا پَشم مان ٺهيل گلڪاريءَ سان وڇائو - قالين.

● غامَرڪِي ۽ اسم خاص. تعلقي ڪونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● غائِب ۽ غائِب : ظرف. (ع). غير موجود - غير حاضر - عدم موجود - ڪم - الوپ - لڪل - پوشيده - مخفي. لاڏيدي - اتر ڏيان - ادرش. وڃايل. روپوش. ويل - ااس - چٽ - ختم - برباد - مٽيج.

— غائبانه: صفت. غير حاضريءَ وارو. غير موجود ڪيءَ وارو. ڳجهو ـ لڪل.

— غائِبُ ٿِيڻُ: نظر کان لڪڻ ـ گم ٿيڻ ـ الوپ ٿيڻ ـ لڪي وڃڻ. رفو چڪر ٿي وڃڻ ـ ڪک پن ٿي وڃڻ. غير حاضر ٿيڻ. رو پوش ٿيڻ. نابود ٿيڻ.

● غايت: ظرف. (ع). ازحد ـ بي حد ـ گهڻو ـ بيشمار ـ بي حساب.

● غايت ۽ غايتون: ث. (ع). پڇاڙي ـ انتها ـ انجام. غرض ـ مقصد ـ مطلب.

● غُبارُ ۽ غُبارَ: ذ. (ع. غبر = مٽيءَ جي رنگ جهڙو ٿيو) مٽيءَ ۾ مليل هوا. ڌوڙ جا ڪڪر. مٽي ـ گرد ـ ڌوڙ ـ ڌَرَ ـ ڌُڌُڙُ. ڌُنڌ ـ لٽات ـ ڇات ـ لٽ. اونداهي ـ اٽ ڇٽائي. ڌنڌڪار ـ ڪوهيڙو ـ ڏونگر. دل تي بار ـ ڇاتيءَ تي ڳوراڻ. رنج ـ ڪدورت ـ ملال. ڪلفت ـ عداوت ـ ڪٽر ـ بغض.

— غُبارُ آلُودَ: صفت. مٽيءَ سان پريل ـ ڌوڙ سان پريل ـ رک سان پريل ـ خاڪ سان پريل. رنج سان پريل ـ ڪدورت سان پريل.

— غُبارُ ڪَڍَڻُ: ڪينو ڪيڻ ـ وير ڪيڻ ـ دشمني ڪيڻ ـ ڪدورت ڪيڻ ـ رنج ڪيڻ.

● غُبارو ۽ غُبارا: ذ. (ع). بم گولو. ڦوڪڻو. آتشبازيءَ جو هڪ قسم. آڏند ڪنولي ـ بلون.

— غُبارِ چِيِ ۽ غُبارِ چِيِ: ذ. صفت. بم گولي ڪي باهه ڏيندڙ ـ سوسڙي دڪائيندڙ. توپچي ـ گلنداز ـ توبزن.

● غَبغَب: ث. (ع). ڪاڏيءَ هيٺان لٽڪيل گوشت (جو خوبصورتي ڏيکاري). ڪاڏيءَ جي کَڏَ (ديوان واصف). (امر خاص). ميڻا ۾ هڪ ٽڪريءَ جو نالو.

● غَبن: ذ. (ع). امانت ۾ ڪيل ٺڳي ـ خيانت ـ کوٽي. پُٺ ـ چوڪ ـ غلطي.

— غَبن ڪَرَڻُ: خيانت ڪرڻ ـ ٺڳي ڪرڻ.

● غَبِي ۽ غَبِيِ: ذ. صفت. (ع). ڪُند ذهن ـ بي عقل ـ مورک ـ نادان ـ احمق. چر پٽ ـ پورڙو ـ البيلو ـ ڳهيلو ـ موڳو ـ ڪٽڙيل.

● غَپُّ ۽ غَپُون (ت): ث. گفتگو ـ ڳالهه. من گهڙت ڳالهه ـ اجائي بڪوات ـ ڊاڙ ـ پٽاڪ ـ لاف.

— غَپَ شَپَ ۽ غَپُون شَپُون: ث. ڪوڙي سچي ڳالهه. هيڏانهن هوڏانهن جي ڳالهه. پٽاڪ سٽاڪ ـ ڊاڙ لپاڙ.

— غَپِي ۽ غَپِيِ: ذ. صفت. گهڻو ڳالهائيندڙ ـ اجايو ڳالهائيندڙ. لپاڙيو ـ پٽاڪي ـ ڊاڙي ـ لافيو ـ ڊينگر.

● غَدّارُ ۽ غَدّارَ: ذ. صفت. (ع. غدر = هو دغاباز ٿيو) وڏو بلوو ڪندڙ ـ بلوائي ـ فسادي ـ فتنائي ـ سرڪش. ڦريل ـ باغي ـ وِدروهه ـ راڄ دروهه. ٺڳ ـ دغاباز ـ مڪار.

● غَدَرُ ۽ غَدَرَ: ذ. (ع). بي وفائي ـ عهد شڪني ـ بدعهدي. بغاوت ـ بلوو ـ هنگامو ـ فتنو. سرڪشي ـ هلچل.

— غَدَرُ ڪَرَڻُ: هنگامو برپا ڪرڻ ـ فساد ڪرڻ ـ فتنو برپا ڪرڻ. سرڪشي ڪرڻ ـ باغي ٿيڻ.

● غُدُودُ ۽ غُدُودَ: ذ. (ع). ماس جو ڳوڙهو. چربي دار ماس ـ سٽيو ڳوڙهو (ماس جو) ـ گدود ـ خلط.

● غِذا ۽ غِذائُون: ث. (ع). کاڄ ـ کاڌو ـ کاڻ ـ کيڻ ـ طعام ـ آهار ـ خوراڪ ـ قوت ـ گذران ـ خورش ـ چوڳو ـ چولو ـ چوڳ. ڪنهن جو کاڌو ـ بيماريءَ جو طعام. عادت ـ چال ـ هير ـ ورد ـ علت. ريت ـ پر ـ خُوءِ ـ روش ـ شيوو ـ خصلت.

— غِذا ٿِيِ وَڃَڻُ: عادت ٿي وڃڻ ـ هير ٿي وڃڻ. ورد ٿي وڃڻ. ڌلو ٿي وڃڻ. ريت ٿي وڃڻ ـ ڍلسگ ٿي وڃڻ.

— غِذائِي لَطِيفُ: ث. هلڪي خوراڪ ـ سادي خوراڪ ـ هضم کاڌو.

● غُرابُ ؛ غُرابَ ؛ ذ. (ع). ٻيڙيءَ جو هڪ قسم - وڏو ٻيڙو - واڻ. جهاز - غوراب. پکيءَ جو هڪ قسم - ڪانءُ - ڪانگ.

● غَرارو ؛ غَرارا ؛ ذ. ٻوري جو هڪ قسم - ڪراڙو.

● غَرّانُ ؛ غَرّانَ ؛ ذ. (ف). گوڙ ڪرڻ وارو - ڏاڍيان آواز ڪڍڻ وارو - رڙيون ڪندڙ.

● غُرْبُ ؛ ذ. وڻ جو هڪ قسم.

● غُرْبا: ذ. (ع). غريب جو جمع. غير ملڪي ماڻهو - اجنبي - مسافر - پرديسي. غريب - مسڪين - محتاج - مفلس - ڪنگال - نادار (بعضي واحد ۾ ڪم اچي "غريب غربو" وغيره).

● غُرْبَتُ ؛ غُرْبَتُون ؛ ث. (ع). مسافرت - مسافري - سياحت. ڪمي - گهٽتائي - اوڻائي - ڪوتاهي. غريبي - مسڪيني - مفلسي - تنگدستي - افلاس - محتاجي - اڻ هوند - ڪنگاليٺو - ولهائي. ليمرتا - لهڻائي - نماڻائي - هيٺاهين - نياز - نئڙت - عجز - اهنسا. ماٺ - صبر. ٻهنجي کهرج - ڪم - خود غرضي - مطلب.

● غَرْضَ ؛ غَرْضُون ؛ ث. (ع). گهرج. پرواهه. غرض.

● غَرْضُ ؛ غَرْضَ: ذ. (ع). مقصد - ارادو - ليت - منشا - قصد. مطلب - مدعا - معني - مَنْشُورَت - ارٿ - پروجن. ڪارڻ - سبب - ترغيب - وجهه - تحريڪ. ضرورت - ڪَمُ - کهرج - ڪاڻ - حاجت - گتي - لوڙ - احتياج - محتاجي - سوڙه. اڻ هوند - سڄائي - کوٽ. چاهه. خواهش - مرضي - ذوق - دلچسپي - شوق. فڪر - ڳڻتي - پرواهه.

- غَرْضائِتو ؛ غَرْضائِتا ؛ ذ. صفت. کهرجائتو - حاجتمند - احتياجي - ضرورتمند. فائدي لاءِ ڪم ڪندڙ - نفعي لاءِ ڪم ڪندڙ - خود غرض.

- غَرْضائُو ؛ غَرْضائُو ؛ ذ. صفت. کهرج وارو - کهرجائو - ضرورت وارو - ضرورتمند - حاجتمند - محتاج - غرضمند - غرضائي - غرضائتو. مطلبي. واسطيدار. آلڪائتو. دلچسپي رکندڙ.

- غَرْضائِي ؛ غَرْضائِي: ذ. صفت. غرضائتو - غرضائو - غرضمند.

- غَرْضُ تَہ ؛ حرف جملو. تنهن لاءِ - تنهن واسطي.

- غَرْضُ پَوَڻُ ؛ گهرج پوڻ - ضرورت پوڻ. مطلب پوڻ. واسطو پوڻ.

- غَرْضُ رَکَڻُ ؛ مطلب رکڻ. اميد رکڻ - آرزو رکڻ. تمنا رکڻ - آسرو رکڻ.

- غَرْضْمَنْدُ ؛ غَرْضْمَنْدَ: ذ. صفت. غرض وارو - غرضائو - غرضائتا - غرضائي - گهرجائو - حاجتمند. خواهشمند - خواهان. شوق وارو - ذوق وارو - چاهه وارو. مطلبي.

- غَرْضِيُ ؛ غَرْضِيُ: ذ. صفت. گهرجائو - حاجتمند - ضرورتمند.

● غَرْغَرو ؛ غَرْغَرا ؛ ذ. (ع). پاڻي وات ۾ وجهي، نڙي صاف ڪري ٻاهر ڪڍڻ جي حالت - ڪرڙي.

● غُرْفو ؛ غُرْفا (ت) ؛ ننڍڙو جاءِ ۾ روشنائي لاءِ ڪيل سوراخ - ڳڙڪو.

● غَرْقُ: صفت. (ع. غَرَقَ ؛ من. گرت = ٻڏڻ) پاڻيءَ ۾ اندر ويل - ٻڏل - ٽٻيل. ڪم - غائب - لڪل. غلطان - محو - ٽٻيءَ ۾ ايل - ويچار ۾ ڪم. نشي ۾ چُور - مخمور. کهٽو مشغول - بي حال. ناس - تباهه - چٽ - برباد.

- غَرقابُ: ذ. صفت. اونهو (پاڻي) - ٻوڙيندڙ (پاڻي) - تار. ٻڏل - غرق.

- غَرْقابِي (ت) ؛ ث. پاڻيءَ هيٺ اچي وڃڻ جي حالت - ٻوڙٻوڙان. ٻوڏ - سيلاب.

- غَرْقُ ٿِيَڻُ ؛ ٻڏڻ. ڪُم ٿيڻ - غائب ٿيڻ. مري وڃڻ - تباهه ٿيڻ - برباد ٿيڻ.

- غَرْقِجَڻُ: مصدر. پاڻيءَ ۾ اندر کهڙي وڃڻ - ڪنهن خيال ۾ غلطان هجڻ - ٽٻيءَ ۾ هجڻ. آلائڻ جي ڪري زخمجڻ.

- غَرْقِيُ ؛ غَرْقِيُ: ذ. صفت. ٻڏل. پاڻيءَ ۾ ٻوڏ رستي سٽيل. ڪُم ٿيل - غرقاب.

● غُرُوْبُ؛ ذ. (ع). ٻوڏ- ٻُڏي- لِڪَ (سج يا چنڊ جي) لاهه- لاٿ (سج يا چنڊ جو). سج چنڊ گم ٿيڻ جي حالت. سج لهڻ جو وقت. (ضد. طلوع).

- غُرُوْبُ ٿِيَڻُ؛ سج يا چنڊ جو آٿهڻ- لهڻ. گم ٿيڻ- غائب ٿيڻ.

● غُرُوْرُ ۽ غُرُوْرَ؛ ذ. (ع. غَرَ = هن دغا ڏني) دغا ڏيندڙ- فريبي- دغاباز. مغروري واري حالت- هٺ- مغروري- گهمنڊ- وڏائي- فخر- تڪبر- آيمان- گيرَبُ.

- غُرُوْرُ ڪَرَڻُ؛ تڪبر ڪرڻ- فخر ڪرڻ- گهمنڊ ڪرڻ- ايمان ڪرڻ- وڏائي ڪرڻ- ناز ڪرڻ.

● غُرَه؛ ذ. ث. (ع). قمري مهيني جو ٻهريون ڏينهن- چنڊ جي ٻهرين تاريخ ٻهرين.

● غَرِيْبُ ۽ غَرِيْبَ: د. صفت. (ع. غرب = هو پري ٿيو) وطن کان نڪتل- مسافر- پرديسي- بيگانو- اجنبي. غربت وارو- مسڪين- در دري- لنڊر- ڪنل- تهي دست- نادار- بکيو- پينکيو- بي زر- لرڏمي- سڃو- ڪنگال. بي حال- بي وس- بي ڪس- آبلو- آتايو- بي ٻهچ- ڪمزور. ضرورتمند- گهرجائو- محتاج. مانتيڪو- مائيٽو- ڪومل- حلير- ملاير. اشراف- خليق- ملڻو- ڪلمک. لهنو- ارا هنڪاري- لر ايماني- لماٺو. لرم دل- قياس وارو- قياس وند- رحم وارو- رحمدل- رحمائتو. سڌو سادو. حياءُ وارو- مرجات وارو. عجيب قسم جو- عجيب- نادار.

"شادي ڏيسين موت جي، غمي لاهه غريب"
(شاهه).

- غَرِيْبُ الْوَطَن: ذ. وطن کان ٻري- مسافر- پرديسي- بي وطن.

- غَرِيْباڻو ۽ غَرِيْبَاڻَا؛ ذ. صفت. غريب وارو- غريب جو- غاريبو- غريبڪو- مسڪين جو- مسڪيني. ٿوري خرچ وارو- سادو سودو.

- غَرِيْبَاوادُ ۽ غَرِيْبَاوادَ؛ ذ. غريباڻو طبقو- غريب طبقو. غريب طبقي جا ماڻهو- غريب.

- غَرِيْبَائِي ۽ غَرِيْبَائِيُون؛ ث. غربت- غريبي- مسڪيني. اڻ هوند- ڪنلائي- محتاجي- افلاس- ڪنگالپڻو- ڪنگالپڻ- ولهائي. ضرورت- گهرج. ڪمي- گهٽتائي- ڪوتاهي- ھوڻائي- اوڻائي- اپرائي. نمرتا- نهٺائي. نياز- نئڙت- هيٺانهين- عجز- عاجزي.

- غَرِيْبُ پَرَوَرُ: ذ. صفت. غريب جي پرورش ڪندڙ- مسڪين نواز. اعليٰ آفيسر يا حاڪم کي خطاب ڪرڻ جو رسمي لفظ.

- غَرِيْب خَانو ۽ غَرِيْبُ خانا؛ ذ. مسافرخانو- سراءِ. غريباڻو گهر- جهوپڙي. گهر- مڪان- جڳهه- جاءِ- جهڳو.

- غَرِيْبُ غُرْبو ۽ غَرِيْبُ غُرْبَا: ذ. مسافر. مسڪين- ڪنگال. ضرورتمند. غريب.

- غَرِيْبِي ۽ غَرِيْبِيُون؛ ث. گهر ٻار کان وڇوڙو. غريبائي- مفلسي- ناداري- بي زري- محتاجي- مسڪيني. يتيمي. نياز- نئڙت- هيٺاهين- لرمائي- حليمائي- عاجزي- نماڻائي.

● غَرِيْقُ؛ ذ. صفت. (ع). ٻڏل- غرق- مستغرق. لڪل. سمايل. گهڻو مصروف- رڌل. مَحْوَ.

● غَڙْپُ ۽ غَڙْپَ؛ ذ. (آواز) گِيْٽَ- تِڪَ- هَپُو- گِيتَ- گِهٽِيُ. هڪ ئي ڀيري سان وات ۾ وجهي گهڻ جي حالت- هَڙَپُ. ڊِ ڪُ- سُرُڪَ. لنگهائڻ يا گهيڙائڻ جو آواز- گڙپ.

- غَڙْپُ ڪَرَڻُ: پيٽ ۾ لنگهائي وجهڻ- هڙپ ڪرڻ- ڪائي وڃڻ- گڙڪائي وڃڻ- پيهي وڃڻ- گهڻ. ڪائي کهائي ڇڏڻ- هضم ڪرڻ.

- غُڙ غُون ۽ غُڙَغُون: ث. ڪبُوتر جي ٻولڻ جو آواز.

● غزا ۽ غزائون؛ ث. (ع). مذهبي جنگ- دين جي جنگ- جهاد- ڌرم يُڌ. همت- مردانگي- مڙسي (ت).

- غَزا ٿِيَڻُ (ت): همت ٿيڻ- مردانگي ٿيڻ- مڙسي ٿيڻ- همت ٿيڻ.

● غَزالُ ۽ غَزالَ: ذ. (ع. ل). هرڻ جو ٻچو- هرڻ.

- غَزالِ تَتَارُ: ذ. تاتار ملڪ جو هرڻ.

- غزالِ چشمَ: صفت. هرڻيءَ اکين وارو- وڏين وڏين اکين وارو- چشم آهو.

● غزلُ ۽ غزلَ: ذ. (ع). عشق، وصال، فراق، حسن و جمال بابت نظمي بيان- عشقيہ شعر- بيت.

- غزلُ خوانُ: ذ. صفت. غزل پڙهندڙ- غزل چوندڙ.

- غزلُ خوانيُ: ث. غزل پڙهڻ جي حالت.

- غزليُ ۽ غزليُ (ت): ذ. صفت. غزل چوندڙ- غزل خوان.

● غزنويُ: اسم خاص. پٺاڻن جي هڪ قبيلي جو نالو. افغانستان جي هڪ مشهور بادشاهہ سلطان محمود جو لقب.

● غزنيُ: اسم خاص. افغانستان جي هڪ شهر جو نالو (جتي محمود غزنوي پيدا ٿيو هو).

● غزِينيُ: اسم خاص. مري بلوچن جو هڪ قبيلو.

● غسّالُ: ذ. صفت. (ع). وهنجارڻ وارو. مُردن کي وهنجاريندڙ- مرده شويده.

● غُسلُ ۽ غُسلَ: ذ. (ع. غسل = هن ڌوتو) ڌوئڻي- ڌوپُ. سڄي بدن کي پاڻيءَ سان ڌوئڻي صاف يا پاڪ ڪرڻ جي حالت- وهنجڻ واري حالت- اشنان- تڙ- سنان- وَهنجڻ- جهيلاڙو (ل)- جهُليو (ٿ). مري ويل کي وهنجارڻ- ميت کي ڌنل يا ڪرايل تڙُ.

- غُسلُخانہ ۽ غُسلُخانہ: ذ. (ع). وهنجڻ جي جڳهہ. ڌوئڻ جي جڳهہ.

- غُسلُخانوُ ۽ غُسلُخانا: ذ. وهنجڻ جي جاءِ- اشنان گهر- گهاٽ- تڙُ.

- غُسلُ ڪَرَڻُ: تڙ ڪرڻ- سنان ڪرڻ- وهنجڻ- ڌاوڻ- ڌاتڻ.

● غسولُ: ذ. (ع). ڌوئڻ جي (وهنجڻ) ڪم جون شيون. (جهڙوڪ صابڻ، پاڻي وغيره).

● غَش ۽ غشُونُ: ث غش ٿيڻ واري حالت- غشي- بيهوشي- ماندڪائي- اوُنگهہ- ڍِڪرَ- وسام- ساڻائي- ڪيرائي- مدهوشي. ماندو- ساٿو- بي هوش- مورڇا- وساميل- ڍِڪريل. اونگهيل. سست- گهرائيل- ڪميل- ڪاهل- ڪيرو. جهڪو- موڪو- ڦڪو- ليڙو.

- غشُ ٿيڻُ: ساٿو ٿيڻ- بيهوش ٿيڻ- ڍِڪرجڻ- وسامڻ- ماندو ٿيڻ- ڪيرو ٿيڻ- مورڇا ٿيڻ. موڪو ٿيڻ. ڦڪو ٿيڻ- ليڙو ٿيڻ.

- غَشُ کائڻُ: بيهوش ٿيڻ- بيهوش ٿي ڪِرڻ. عاشق ٿيڻ- فريفتہ ٿيڻ.

- غشيُ ۽ غشيُونُ: ث. غش ٿيڻ واري حالت- مُورڇا ڪَتي- بي هوشي- وِسام- ڍِڪر- ساڻائي- ماندڪائي- اوُنگهہ- ڪيرٽ- گهلائي- موڳائي- سُستي- ڳُهر- اکهُور ننڊ- ڳُم.

● غصبُ ۽ غصبَ: ذ. (ع). تغلّبُ- خُرد بُرد- خيانت. بي قاعدي يا زبردستي سان ڪيل ڪم. ڪنهن جو زوري ڦٻايل حق- مصيبت- ظلم- زورزبر- ڌاڌائي- زوري- زبردستي- دبر دئواس (صفت). هڙپ ڪيل- ڦٻيل- ڦٻايل- زوريءَ قبضو ڪيل- بي الصافي سان ورتل.

- غصبُ ڪَرَڻُ: زبردستي ڪرڻ- ظلم ڪرڻ- ڌاڌائي ڪرڻ. ڪسي وٺڻ- ڦُري وٺڻ- زوريءَ قبضو ڪرڻ- زبردستي هضم ڪرڻ. بي دخل ڪرڻ- واسطو ڇڏائڻ.

● غُصوُ ۽ غُصا: ذ. تمام گهڻي ڪاوڙ- ڪاوڙ- ڏمر- ڪروڌ- وِڏوڻ- چِڙ. ناراضگي- رنج. خفگي- رنجش- جهلُ- جوش- جذبو. قهر- غضب- عتاب.

- غُصوّ پيڻُ: ڪاوڙ کي روڪڻ- جوش روڪڻ. غم کائڻ.

- غُصو چڙهڻُ: ڪاوڙ اچڻ- طيش اچڻ- جوش اچڻ- جذبو اچڻ- ڏمر اچڻ- ڪروڌ اچڻ.

- غُصو نڪ تي چڙهڻُ: ڳالهہ ڳالهہ تي ڪاوڙجڻ- جلدي جوش ۾ اچڻ.

- غُصي ٿيڻُ: ڪاوڙجڻ- رنج ٿيڻ- چڙڻ- ڏمرجڻ- ڪروڌ ڪرڻ- ناراض ٿيڻ- چڙ ڪرڻ- قهر ڪرڻ.

● غَضَبُ ۽ غَضَبَ: ذ. (ع. غضب = هو غضبناڪ ٿيو) - ظلم - قهر - انڌير - الوٽ - ستم - ڏاڍ - جَبَرُ - بغداد - ناحق - ڪُنيائُ. ڪاوڙ - ڏمر - غصو. عتاب - پِٽَ - ڪوپ - مصيبت. لعنت - ڦٽڪار. سيرائي - ڏاڍائي - زوراوري - دست درازي - ڌڙ ڌونس - زبردستي.

- غَضَبُ إلاهي: ذ. قهر خدا - انتقام الاهي - عتاب الاهي. ڏمر الاهي.

- غَضَبُ ڪَرَڻُ: ظلم ڪرڻ. آفت برپا ڪرڻ - فساد ڪرڻ. مناسب ڪم ڪرڻ. عجيب ڪم ڪرڻ.

- غَضَبُ ڪِرَڪَڻُ: خدا جو قهر اچڻ - مصيبت پوڻ. ڪنهن مصيبت جو نازل ٿيڻ.

- غَضَبُ نَاڪُ: ذ. صفت. غضب وارو - قهري - ظلمي - الوٽي. ڪاوڙيل - ڏمريل - چڙيل - تتل - خفا. وراڏو - وروڌي - چتو - ديوانو - بيخود.

- غَضَبِي ۽ غَضَبِي: ذ. صفت. غضبناڪ - قهار - ظلم ڪندڙ - ظالم - ستمگر - ستمي.

● غَضَنْفَرُ: ذ. (ع). شينهن - شير. (صفت). شينهن جهڙو طاقت ور - پهلوان - بَلِي. پهلوان - سورهيه - جوڌو - ڪوهو - بهادر.

● غُفَا ۽ غُفَائُون: ث. (سن. گُهَا) زير زمين ڪڏ - چُر - ڏرُ - گُفا - غارَ. سرنگهه. ڊگهو رستو. سنياسين جي زير زمين تپشا جي جاءِ - زمين اندر ڪُٽيا. ڪَڏُ (جنهن ۾ فقير پاڻ کي جيئري پورين).

● غَفّارُ: ذ. صفت. (ع. غَفَرَ = بخشڻ) وڏو بخشڻ وارو - بخشيندڙ - سرهيندڙ - معافي ڏيندڙ - معاف ڪندڙ - ڪميا ڪندڙ. (اسم خاص). الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو - غَفُورُ.

● غَفْلَتَ ۽ غَفْلَتُون: ث. (ع. غَفَلَ = هو غافل ٿيو) بي پرواهي - بي خيالي - بي ڌيالي - بي توجهي. ڪاهلي - گهيلائي - غافلي - غافلائي - سستي. ڀُلَ چوڪ - خطا. ويسر - نسيالي.

- غَفْلَتَ شِعَارُ: ذ. صفت. جنهن جو شيوو غفلت هجي. سست. ڪاهل بيخيال - بيپرواهه گهيلو.

- غَفْلَتَ ڪَرَڻُ: بي پرواهي ڪرڻ. سستي ڪرڻ. ڌيان نه ڏيڻ.

- غَفْلَتِي ۽ غَفِلَتِي: ذ. صفت. سست - بي پرواهه. ڪاهل - غافل. ويسر ڪندڙ.

● غَفُورُ: ذ. صفت. (ع). معاف ڪرڻ وارو - خطا بخشڻ وارو - گناهن جي بخشڻ وارو. ٻاجهارو - مهربان - رحيم - غفار. (اسم خاص). خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

● غَفِيرُ: صفت. (ع). بي انداز - تمام گهڻو. ڪثير. وڌيڪ - زياده. (ذ). تمام وڏي جماعت - انبوهه - گروهه.

● غُلُ ۽ غُلَ: ذ. (ع). گوڙ - شور - غوغا - هُل. گهمسان - هنگامو.

● غَلاظَتَ ۽ غَلاظَتُون: ث. (ع). ڪچرو - ڪِنُ - گندُ - مَئِلُ - ڀِهَرُ - گندگي. ناپاڪائي - ميراڻ - غَليظائي - گدلائي.

● غِلافُ ۽ غِلافَ: ذ. (ع. غلف = ڍڪڻ) پوش - ڍَڪُ - ڍڪڻ - پُڙُ. مٿيون پردو - ڇَتو (وهاڻي يا گادي وغيره جي). کَپَ - مياڻ (تلوار جي). جِلدُ - پوش. وِسُ - بالو.

- غِلافُ چاڙهَڻُ: پوش چاڙهڻ. لڪائڻ - ڇپائڻ.

- غُلامُ ۽ غُلامَ: ذ. (ع). خريد ڪيل نوڪر - زرخريد چوڪر. ٻانهو - گولو - ٻانهي - ٻاجي - ٻانهو - چيلو - داس. خدمتگار - چاڪري ڪندڙ - ٽهليو - شيوا ڪندڙ - شيوڪ - گولاڙو. نيازمند - عقيدتمند - فدوي - تابعدار - مطيع - فرمانبردار - نمڪ حلال. عاشق - پريمي. والد جي هٿن مان هڪ هٿي جو نالو - گولو.

- غُلامُ زادَهُ: ذ. صفت. غلامن جو اولاد - گولاڙو - نوڪر.

- غُلامُ ڪَرَڻُ: تابع ڪرڻ. نوڪر ڪرڻ. فرمانبردار ڪرڻ. مفتون ڪرڻ.

- غُلامِي ۽ غُلامِيُون: ث. پالهپ - ٻانهپ - گولپڻ - نوڪري. بندگي. خدمت - چاڪري - ٽهل - شيوا. عبديت - اطاعت - فرمانبرداري - تابعداري.

● غُلامُ اللّٰه: اسم خاص. تعلقي مير پور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● غُلامُ حُسينُ؛ اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● غُلامُ شاهُ؛ اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● غُلامَون؛ اسم خاص. تعلقي ٺٽل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● غَلبو ۽ غَلبا؛ ذ. (ع. غَلبَه) غالب اچڻ يا پوڻ واري حالت - حملو - ڪاهه - چڙهه. زور - ٻَلُ - طاقت - قوت. ڏاڍ - ڏاڍائي - زورائي - زبردستي - زورآوري - زيادتي. مرسائي - اڳانجهائي - وڌيڪائي - فرط - گهڻَ - لهايت - بسياري - جهجهائي - هيڪاندائي. جيت - سوڀ - فتح.

- غَلبو پائڻُ: فتحياب ٿيڻ - سوڀ پائڻ - ڪاميابي پائڻ - غالب ٿيڻ.

- غَلبي راءِ؛ ظرف. گهڻن جي راءِ سان - جهجهن جي راءِ سان. گهڻائيءَ وارو خيال - گهڻائي واري سمجهه - گهڻائيءَ وارو قياس.

● غَلَطُ؛ ظرف. صفت. (ع. غلط = ڀلجڻ) نابرابر - نادرست - اڻ صحيح - اڻ برابر - چوڪ وارو - ڀل وارو - ڀُلاٽُنو - آشُتِ - اڪاريَ - آپٽارِت - ڏڍِ. اُلٽو - اونڌو - ابتو - خلاف. اڻ سهائيندڙ - ناجائز - بيجا.

- غَلَطُ فَهمِي ۽ غَلَطُ فَهمِيُون؛ ث. اصل ڳالهه کي ٻيءَ طرح سمجهڻ جي حالت - اسمجهي - نادرست خيالي - خام خيالي - اونڌو خيالي - اُلٽوارٿ - الٽي معني - اُبتو مطلب - غلط معني. ڀُل - خطا. ناسازي - ڦڪت - بي اتفاقي.

- غَلَطُ نامو ۽ غَلَطُ نامَا: ذ. ڪتابن جي پڇاڙيءَ ۾ اڻ صحيح لفظن جو تفصيل - چوڪن جي فهرست - غلطين جي ياد داشت - ڀلنامو.

- غَلطِي ۽ غلطيُون: ث. چوڪ - سَهوَ - ڀُل - خطا - ڀولو - ڏِڍِ - مَتِ ڀرمُ - ڀرانتي.

● غَلطَانُ ۽ غَلطَانَ: ذ. صفت. ٻڏل - غرق. ڪتل - مڳن - رڌل. ٻيءَ ۾ ٻيل - خيال ۾ مڱهن - ويچار ۾ ٻيل - مَحوَ - مشغول. (ذ). ليٽ - سلامي - لشيبي - لاهِي - لَهَندِي - آڏو پَر. ٽيڪي جي جاءِ ۾ ديوار جي چوٽيءَ وٽ ڇت جي سينگار لاءِ گولائيءَ تي ڏنل ليپو (جنهن سبب ڇت ۽ ڀت جو سنڌو ڍڪجي وڃي).

- غَلطَانُ ٿيَڻُ: ٻڏي وڃڻ (ڳڻتيءَ يا خيال ۾) - ڪنهن ڪم ۾ گهڻو مشغول ٿيڻ - محو ٿيڻ. نشي ۾ ونجي وڃڻ. بيهوش ٿيڻ.

- غَلطَانُ وَنَڻُ: ڇت ۽ ڀت جي وچواري ڳنڍ کي چن يا سيٽيءَ سان ڪنهن ٻيءَ شئي سان ڦتول هڻي بند ڪرڻ - ٺپائو ڪرڻ.

- غَلطَانُ ۽ ٻتيُ؛ ذ. غلطان ۽ گولو.

- غَلطانُ ۽ گولو؛ ذ. جاءِ جي اڏاوت جو هڪ لمونو. دروازي جي مٿان آيل ونگ - غلطان.

- غَلطَانِي ۽ غَلطَانيُون؛ ث. خيال ۾ مڱنُ - ڌيان ۾ رڌل - ڪم جي مشغولي - محويت - مصروفيت.

● غُلغُلو ۽ غُلغُلا: ذ. (ع. ف). هُسلُ - گوڙ - غُل - لَڙُ - غوغا - شور - گوڙ - آواز. ڪرڪل - فساد - دنگو - هنگامو - بکيڙو. ماچانگ - هنبوسُ - هُلڙَ - ڏمچر - راماڻو - هل حشر - راماڻ - ممڻ - خرخسو. بي قراري - بي آرامي - اُلڏُ مالڏُ.

● غَليزَئِيُ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر سکر ۾) - پٺاڻن جي هڪ قبيلي جو نالو (١. علي خيل ٢. بختو خيل ٣. هُد خيل ٤. سليمان خيل ٥. عمر خيل ٦. استرياني) افغانستان جو هڪ علائقو.

● غِلمانُ؛ ذ. (ع). غلام جو جمع. ڇوڪرا. بهشت جا حسين ڇوڪرا. بهشتين جي خدمت ڪندڙ بهشتي ڇوڪرا.

● غُلولُ ۽ غُلولَ > غُلولُون؛ ذ. ث. (ع). گليل - گيلولُ - غُلهيل.

- غُلولو ۽ غُلولا؛ ذ. گليل سان اڇلائڻ جو مٽيءَ جو ڳوڙهو - گاولو.

● غَلهُ: ذ. (ع). اَنُ - اناج. زمين جي پيداوار (ڪڻڪ - ٻاجهري - جوئر وغيره).

- غَلهَ فِروشُ ۽ غَلهَ فِروشَ؛ ذ. اَنُ وڪڻندڙ. اناج وڪڻندڙ - ٻَقالُ. مودِيُ. ٻنيو.

● غَلِيظُ ≡ غَلِيظَ : ذ. صفت. (ع. غَلَظَ = ٿلهو گندو ٿيو) ميرو- گدلو- گندو - خراب - ڪِنو. بڇڙو- بَد. لُڙو- لُڙائيل. بدبوءِ وارو- اوسنو- اوگهو.

- غليظائي ≡ غليظائيُون: ث. ميرائي- ڪِنائي- مَئيل- خرابي - گدلائي- اوگهائي - بدبُوءِ. لُڙات- لُڙ. بَدي- بڇڙائي.

● غليف ≡ غَليفَ ؛ ذ. (ع. غلاف = پڙدو) ڍَڪُ- پردو. چوَ (ڪپڙي جي).

● غُليل ≡ غُليلُون؛ ث. مِٽيءَ جي گوڙهن آچلڻ لاءِ ڪاٺيءَ مان ٺهيل اوزار- گُليل- گلول- غلول.

- غُليلو ≡ غُليلا: ذ. غُليل. مِٽيءَ جو گوڙهو- غلولو- گلولو.

● غَمُ ≡ غَمَ ؛ ذ. (ع. غَمُّ = هُو ڏکوئيو) ڏک- دُک - سوس - گولدر - رنج - ڏليج - افسوس - مَلال - شوڪ - ارمان. سُور - ڪُلپيش - ويدن - اِيذاءُ - اهنج - عَذاب - درد - تڪليف - ڪشٽ - پيڙا. ماتم - رودن - روج - راڙو- راڙه. صدمو. سوڳ - سياپو - اندوه. فڪر - چنتا - خيال - ڌيان. انتظار - آڏڪو - وسواس - الد يشو- سانگو- اون. خبرداري. پرگهور - پرچار - پرداخت.

- غَمائِتو ≡ غَمائِتا؛ ذ. صفت. غم وارو- دلسوز- دُکي - آداس - غمگين - افسوسناڪ - دردناڪ - ڏکارو- ڏکويل - ماتمي - سياپي.

- غمتار ≡ غَمتارَ: ذ. ڏک کسي لاهيندڙ - رنج ٽاريندڙ- ڏکويل سان همدردي ڪندڙ- همدرد. چرچائي- مسخرو (ت). ڪلمک- زنده دل (ت). داناءُ (ت).

- غَمْخوارُ ≡ غَمْخوارَ ؛ ذ. صفت. دک درد جو شريڪ- درد ونڊيندڙ- ڏُک ڀائي- حال ڀائي- درد شريڪ. اعزا پرسي ڪندڙ- پرچائي ڪندڙ- پرچائو. همدم - همراز- حال ڀائي- هڏ ڏوکي. جاني دوست - گهاٽو دوست.

- غَمْخواري ≡ غَمْخواريُون؛ ث. همدردي - درد ونڊي - غمگساري - درد مندي - درد شريڪي- سرسکتا- دکتا. اعزا پرسي- پرچائي- منهن ڪاڻ.

- غَمْخواري ڪَرَڻُ: همدردي ڪرڻ - دردونڊي ڪرڻ - غمگساري ڪرڻ. پرچائي ڪرڻ- اعزا پرسي ڪرڻ.

- غَمْ دِل (ت)؛ ذ. صفت. غم سان ڀريل دل وارو. (اسم خاص). تعلقي ٺٽي عاقل جي هڪ مشهور صوفي شاعر جو تخلص.

- غَمْ زَدَهْ؛ صفت. ڏکن جو ماريل - ڏکويل- سورن جو ستايل - سور ڀَريل- غم جو ستايل- رنج جو آزاريل.

- غمزدگي ≡ غمزدگيون؛ ث. (ع). غمزده هئڻ. غمزده ٿيڻ. غم ٿيڻ.

- غَمْ غَلَطُ ڪَرَڻُ: ڏکن جي يادگيري لاهڻ. تفريح ڪرڻ- دل بهلائڻ.

- غَمْ کائِڻُ؛ سُور پيڻ. ڏک سور صبر سان سهڻ- تڪليفون ڌيرج سان سهڻ. صبر ڪرڻ- مات ڪرڻ. ڌيرج ڪرڻ- تحمل ڪرڻ- ڪالنڌ ڪرڻ- صبوري ڪرڻ. ٽري وڃڻ. برداشت ڪرڻ. نقصان سهڻ.

- غَمْگُسارُ ≡ غَمْگُسارَ: ذ. صفت. (ع. ف) غم ڪٽيندڙ- دک دور ڪندڙ. همدرد- غمتار- غمخوار- دردمند. تيماردار- بيمار جي خبر رکندڙ.

- غَمْگينُ ≡ غَمْگينَ ؛ ذ. صفت. غم سان ڀريل - ڏک ڀريو- ڏک جهڙو- ڏکويل- دکدائڪ- غمناڪ- دردمند- رلجيده- ڏکي- ڏکيرو- سوڳي- ارمانيل- ڏجهارو- آٻاڻڪو- آداس- دلگير- ملول- ويڳاڻو- پريشان- ڪِئِڪادُ- تنگ. پشيمان- پڇتائو.

- غَمْگيني ≡ غَمْگينيُون: ث. ڏک سان ڀريل هئڻ جي حالت- غمناڪي- دکدائڪي- ارمان. ملولائي- مُنْهِنُ گهومات- اداسائي- آداسي- اداسپڻ- پريشاني- آٻاڻڪائي- ويڳاڻائي- تنگي- پشيماني- پڇتاءُ.

- غَمْناڪُ ≡ غَمْناڪَ ؛ ذ. صفت. درد سان ڀريل- ڏکويل- رنجيل- غمگين. فڪر سان ڀريل. اداسيل- ويڳاڻل.

- غَمِي ج غَمِيُون؛ ث. رنج - ڏک - غم. ماتم - سوڳ - روڄ - روڄ - روڄڻ - اوسارو. سُوءِ موت - وفات.

● غَمَازُ: ذ. صفت. (ع). اکين سان اشارو ڪندڙ. طعنو ڏيندڙ - مهڻي خور. چغل خور - چغل. لائي چائي ڪندڙ.

● غَمزو ج غَمزا: ذ. (ع). اک جو اشارو - ميچ - اهڃ. ڪنهن (خاص مقرر ڪيل ڪم لاءِ) ڳالهه لاءِ اک جو اشارو. رمز - مام - اشارو - نشاني. عاشقاڻو - ڏيکاءُ - عشق ظاهر ڪرڻ جي نشاني - ديد بازي - اک لڙاءُ. ناز - نخرو - چَخَنَ - لاڏ - ماڻو - چاڳ - انگل - آرُ - عشوه.

- غَمزو هَڻَڻُ: اک جو اشارو ڏيڻ. انگل سان ڪم ڪيڏي وڃڻ. بي خبريءَ ۾ ڪو فائدو وٺڻ (ت).

- غَمزِ يبازُ ج غَمزِ يبازَ (ت): ذ. صفت. اشارو ڪندڙ - ميچ ڏيندڙ. رَمزباز. انگلي - حرفتي - چالاڪ - ڏاهو - سياڻو. تجويز باز - طريناڪ.

● غِنا؛ ث. (ت). ڌَن - دولت - مايا - ملڪيت - دنيا. جمعيت - سک - سَمپت - دولت مندي - دنياداري - ڀاڳيائي - ٿونگري - شاهوڪاري.

● غُنچو ج غُنچا؛ ذ. (ف. غُنچَه) اڻ ٽڙيل گُل - ڪچو گُل - مُکڙي - ڪَلي. گلاب جي ڪَلي.

● غُندو ج غُندا؛ ذ. صفت. خراب ڪم ڪندڙ - لُچُ - لفنگو - شودو - لوفر. بدمعاش - بد وضع - بدچال - اوباش - بدڪار - گونڊو.

- غُندَه گَردِي: ث. بدمعاشي - لفنگائي - شودائي - لچائي. بدڪرداري - بدافعالي.

● غُنو ج غُنا: ذ. صفت. (ع). نڪ سان ڳالهائيندڙ - گهڻون (ع - ا - د). (ذ). نڪ سان نڪتل (آواز).

● غَنُودُ: ذ. صفت. (ف. غَنُودن = ننڊ ڪرڻ) سُستَل - سهيل. آرامي. غافل. (ذ). ننڊ - آرام.

- غَنُودِگِي ج غَنُودِگيُون؛ ث. ننڊ - آرام. خمار - گهير - غفلت.

● غَنِي ج اغنِيا؛ ذ. صفت. (ع). ڌاڻي وارو - پيسي وارو - دولت مند - ڌنوان - ڌنان - شاهوڪار - ونهيون - مالامال - دنيادار - ٿونگر - سکيو ستاهو - مايا وند. ساڻو - ستابو - سٺيو - هريو - ڀاڳيو - جوپ. امير - ڌڻي. بي نياز - بي پرواهه.

● غَنيسِقُو: ذ. پساري وکر جو هڪ قسم. ڦٽن ڦرڙي کي چٽائڻ لاءِ ڪم ايندڙ وکر.

● غَنِيمُ؛ ذ. (ع. غَنَمَ = هن لُٽيو) حملو ڪري ڦُر لُٽ ڪندڙ - لُٽيندڙ - ڦورو - لُوٽو. دشمن جو لشڪر. دشمن - ويري - شترو. رِپُ. ورودي - ڏڃڻ - بدخواه - مٺ گهرو.

- غَنِيمَتَ ج غَنِيمَتُون > غَنايمُ: ث. لُٽَ - ڦُرَ - رهزني - ڌاڙو - ڌاڪو. ڀاڄ ڪاڌل دشمن جي لشڪر جو (لُٽَ ۾ هٿ آيل) مال. بنا محنت هٿ آيل مال - مال مفت. نعمت - بخشش - ڏات - سوکڙي - سوغات - ڏڻ. جهجهائي - گهڻائي - برڪت.

- غَنِيمَتَ هُجَڻُ: چڱو هجڻ - سٺو هجڻ. گهڻي هجڻ - جهجهو هجڻ. بس هجڻ - ڪافي هجڻ.

● غَوَّاصُ ج غَوَّاصَ؛ ذ. صفت. (ع). ٽٻيون هڻندڙ (سمنڊ ۾) - ٽوٻا - ٽوٻو - ٽوٻيرو - غوطه زن. غوطو هڻي سمنڊ مان (موتين لاءِ) سپون ڪڍندڙ.

(١) "آچـاڙا عميق جا، ڪڏيا غَوَّاصَنَ"
(شاهه).

(٢) "اِيَ گَتِ غَوَّاصَنِ، جيئن سمنڊ سوجهيائون"
(شاهه).

● غَوثُ ج غَوثَ؛ ذ. (ع). دانهن اوناڻيندڙ - فرياد ٻڌندڙ. اهل اسلام ۾ اولياءَ جو هڪ درجو. سڀ کان وڏو ولي - قطب.

"غوث خطائون ڪم ڪر، پير امان ڏي پاڪ
سٺي سوالي سڏڙا، آتي غوث گلاب"
(شاهه).

● غَوثَ پُورِ: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ تعلقي ڪندڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● غـَوچاڻيِ ؏ غـَوچاڻيِـُون (ت): ث. ڪيسو- ڪيـُڏو- ڪونڊو (ل).

● غـَوْرُ ؏ غـَوْرَ: ذ. (ع). تـَرو- تـَرُ- تـَهُ. اونهائي- ڳـَهرائي. هيٺاهين زمين. تـَرُ تائين پهچڻ جي ڪوشش. ڪنهن شيء جي اصليت ۽ ماهيت ۽ نتيجي جو خيال. اونهو خيال- اولهو ويچار- انتهائي فڪر. سوچ- ويچار- خيال- ڌيان- فڪر- قياس- ڪـَٿَ- ڳـَڻتي- ڳـَٿ- خوض. قياس- سمجهه- راء. اونو- فڪر. پن لاء خيال- ماجهه. داد- انصاف- نياءُ- آچار. (اسم خاص). هڪ ملڪ جو نالو- فارس ۽ غزنوي ملڪ جي وچ وارو حصو.

- غـَوْرُ طـَلـَبُ: ذ. فڪر جوڳو- ويچار جوڳو- سوچڻ لائق- ڌيان جوڳو- ڌيان طلب- توجهه طلب- ڪٿ لائق- راء طلب.

● غـَوْرابُ ؏ غـَوْرابَ: ذ. ڳهڻن سڙهن جي زور تي هلندڙ ننڍو جهاز- وڏو ٻيڙو- واڻ. جهاز- ڪوراب- غـُراب.

● غـَوْرَسُ ؏ غـَوْرَسُون: ذ. (ف. غور+رسي) اتساهه- سرگرمي- ڪوشش- شوق- ادم- سعيو- آچـَرُ- جوش- محنت- ڪورشي- ڪورسي.

- غـَوْرسِيُ ؏ غـَوْرسِيـُون: ث. غورس- ڪورسي- ڪورشَ.

● غوْريُ: ذ. صفت. غور ملڪ جو رهندڙ. (اسم خاص). غور ملڪ سان آيل سلطان محمد جو لقب.

● غـَوْشِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● غوْطو ؏ غوطا: ذ. پاڻيء ۾ هيٺ وڃڻ جي حالت- ٽبي- ڪـَهـُتَ. ڪلي ۾ هوا جي للي ء ۾ پاڻي کهڙي وڃڻ سبب پيدا ٿيل حالت- ڪوتو- ڪهوتو (ت). ٻـُور- ويچڪُ- بـُدْبدو- من سوج- ڊورُ- لهر- وَءُ- چودڪي- چودڪو- لـهرو. ڪـُڏُ- شوق- دل مرضي- لاڙو.

- غوْطا ڪـَائـِڻُ: ٻـُڏڻ جي حالت ۾ پاڻيء ۾ هيٺ مٿي ٿيڻ- ڪهوتا کائڻ. ٻـُڏڻ مهل ٽـُٻيون هڻڻ- ڪوتا کائڻ. اولهي خيال ۾ پئجي وڃڻ- ٽٻيء ۾ پوڻ- سوچ ويچار ۾ پوڻ- خيال ۾ غرق ٿيڻ. ڳـَتـُون کائڻ.

- غوْطو هڻڻ: پاڻيء ۾ هيٺ وڃڻ- ٽـُٻي هڻڻ- ڪهوتو هڻڻ. سوچ ۾ پئجي وڃڻ- خيالن ۾ غرق ٿي وڃڻ- لڪي وڃڻ- پوشيده ٿيڻ. ڪنهن خيال ڪي ڳهٺو سوچڻ.

● غوْغاءُ ؏ غوْغـَاءَ: ذ. (ع). وڏو آواز- آواز- ڪوڙ- هـُلُ- لـُڙُ- شور- ڌمـَچـَرَ- ڌوم- هـَنبـَسُ- هـُلـِڙُ- هاڀو- ڪوڪو- مالداڻ- ڪرڪل- غلغلو- ڳهمسان- ٻائيتال- واويلا- رڙو رڙ- پاڪر ڪنو- پاڪار- واڪو واڪاڻ. دانهن- رڙ- ڪوڪ. ماڻهن جي وڏي جماعت- هجوم- پيڙ.

- غوْغـَائـِيُ ؏ غوغـَائـِيُ: ذ. صفت. غوغاءُ ڪندڙ- ڪوڙ ڪندڙ- شور ڪندڙ- لـُڙُ ڪندڙ- هل مچائيندڙ. دانهون ڪندڙ- رڙيون ڪندڙ- دانهيرُ. ڳهمساني- ٻائيتالي- غلغلائي- واويلائي.

- غوْغـَائـِيُ مِـرِچَ: ذ. مصالح جو هڪ قسم. ڳاڙها تکا مرچ (جيئن ته سندن ڪڙاڻ تمام تيز آهي، ان ڪري وات ۾ لڳڻ سان دانهن نڪري ٿي وڃي ان ڪري مٿن نالو پيو آهي)- ڳوڳائي مرچ.

- غوْغـَائـِيُ مِـرِچ وِجهـَڻُ (ت): سخت سزا ڏيڻ.

● غوْلُ ؏ غوْلَ: ذ. (ع). تمام وڏو ميڙ- انبوهه. فوج- سپاهه- لشڪر. جماعت- ٽولي. جنن، ديون يا پرين جو ٽولو. (ديوان واصف).

● غـَيْبِيِ ديرو: اسم خاص. تعلقي قنبر ۾ هڪ ديهه جو نالو. نواب غيبي خان چانڊيي جو ڳوٺ.

● غيـَاثُ: ذ. بند خلاصي- آزادي- رهائي- فرياد- دانهن- پڪار- فرياد رسي- داد رسي.

● غـَيـْبُ ؏ غيـْبَ: ذ. (ع. غـَيـْبُ = مخفي ٿيڻ) ڏسڻ ۾ نه اچڻ جي حالت- لِڪَ- ڇـِپَ- پوشيدگي- ناپيدگي- غير موجودگي- اڻ هوند- اڻ ڏِٺ- اڻ ديدني- آدَرْشـِنـِتا. هن دنيا جو الدريون اسرار. ڳجهه- راز- اسرار- انت- ڀيد- رهسيه. الهام ٿيل ڀيد. ڏسجڻ ۾ نه ايندڙ شيء.
"گدو چوي غيب جي، خاوند کي خبر".

جن، ڀوت، شر - غثبت - غثبات. فتنو- فساد - جهيڙو- شَرَّ (ت). صفت. اڻ ڏٺو، ناديد - الوپ - گم - ڳجهو- گپت - غائب - لڪل - مخفي - پوشيد و- روءِ پوش.

- غَيۡبائو ۽ غَيۡبائنا ; ذ. صفت. غيب جو. اڻ سڃاتو- اڻ واقف - اڻ ڄاتل - نامعلوم - گمنام - اڀرچت - آڪَلُ. ڪنهن به ڌڻيءَ ڌوڻيءَ کان سواءِ- لاوارث - نڌڻڪو - نڌر - بي ڌڻي - بي وارث - ڪيبائو- اناٿ - ويچائو - بي واهه - هيڻُ - لاچار - اپالو- ڏتڙيل - ابترحال.

- غَيۡبَتَ ; ث. غير حاضري - عدم موجودگي. راز - ڳجهه.

- غَيۡبُ ٿيڻُ ; نظر کان غائب ٿيڻ - گم ٿيڻ - الوپ ٿيڻ - انتر ڌيان ٿيڻ - هرت ٿيڻ. ڪک ٿيڻ - رفو چڪر ٿيڻ. ناس ٿيڻ - چٽ ٿيڻ.

- غَيۡبُ دانُ ۽ غَيۡبُ دانَ ; ذ. صفت. ڳجهه جون ڳالهيون ڄاڻندڙ. (اسم خاص). عالم الغيب - انتر جامي.

- غَيۡبَ جوُ حِسابُ هُئَڻُ : جن يا ڀُوت جو اثر هئڻ.

- غَيۡبُ عالَمُ : ذ. لڪل دنيا (جن، ڀُوت وغيره) - ڀوت - جن - پري.

- غَيۡبُ عالَمُ هُئَڻُ ; نجس روح هئڻ.

- غَيۡبِي ۽ غَيۡبِي : ذ. صفت. ڏسڻ ۾ نه ايندڙ - ڳجهو - لڪل - هاتفي - آدرش - غائب - الوپ - گم. انتر ڌيان - اڻ ڏٺو - ناديدي. اڻ ٿيڻي ڳالهيون ڪندڙ. ناممڪن ڳالهيون ڪندڙ.

● غِيۡبَتَ ۽ غِيۡبَتُون ; ث. (ع). ڪنهن جي غير حاضريءَ ۾ ڪيل عيب جوئي - گلا - ننڌا - لاڻ - بدي - بد ناموسي - بدنامي - ڪُوار - خواري - لائي چائي - پچار - کهتائي - عيب جوئي.

- غِيۡبَتِي ۽ غِيۡبَتِي ; ذ. صفت. بدناموسي ڪندڙ - گلا خور - ننڌائي - لائي چائي ڪندڙ.

● غَيۡبُ پِيرُ : اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● غَيۡبُ ڏيرو ; اسم خاص. تعلقي فيض گنج (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● غَيۡرُ ۽ غَيۡرَ ; ذ. صفت. (ع). ٻيو - ٻيو ڪو. (ظرف). علحده - جدا - الڳ - ڌار. (حرف جر). سواءِ - کان سواءِ - بنا - بي. (ظرف). پري - پرانهون - ڏور - دُور - ڏورانهون. (صفت). ٻاهريون - ٻاهر جو - ٻَهر جو - ٻَرُ هَنڌو - پرديسي - پرگهارو - آرينڌو - وديشي. ڌاريو. ولائتي - بديهي - اڻُومو - اڻُوميو. ٻَرُ - پرايو - ويڳو - سَت ڌاريو - اوپرو - پَرائو. اڻ واقف - ناواقف - غير واقف - اڻ سڃاتل - اڻ سڃاتو - اجنبي - اوڦٽو - اپاتو - اڻنگ. ڦريل - متايل - بدليل. (ذ). علحدي شيءِ - ڌاري شيءِ. مِهرُ - مَيِلُ. ملاوت. ملاوتي ڌاتو - مَٽُ. ڪَسُ - ڦيٽُ - ڦوڳ. جوٽ آٽ. گند - گندگي. ٻهائي - دوئي - رياءُ - خدا کان سواءِ ٻي شيءِ.

- غَيۡرُ آبادُ ۽ غَيۡرُ آبادَ ; ذ. صفت. آبادي کان سواءِ - اڻ پوکيل - آباد نه ڪيل - اڻ وسايل. ويران - اجاڙ - اجڙ - سُڃو - ارَهُ - ڦِٽل - برباد - ناس.

- غَيۡرُ آبادِي ۽ غَيۡرُ آبادِيُون : ث. زيان - تباهي - بربادي - اجاڙ - خرابي - سُڃ - سُڃائي - سجهڙو - ڀينگ - ويراني - ٻيدي - ڪنگراڙ - ٻَرُ - ڀونو.

- غَيۡرُ بِلوُرِي ; ذ. صفت. جنهن مان آرپار ڏسي نه سگهجي - غير شفاف - اپاردرشڪ.

- غَيۡرُ جانبدارُ : ذ. صفت. واسطو نه رکندڙ - ڪنهن به ڌُر سان تعلق نه رکندڙ - بي تعلق - غير واسطيدار.

- غَيۡرُ جِنۡس : ذ. صفت. ٻيءَ جنس جو - ڌاريو.

- غَيۡرُ جِنۡسَ هَرُماڻَ ; ذ. الجبرا اصطلاح ۾ جدا جدا صورتن ۾ ڪم آيل نشاليون.

- غَيۡرُ حاضُرُ ۽ غَيۡرُ حاضُرَ : ذ. صفت. ناموجود - اڻ حاضر - غير موجود - غائب.

- غَيۡرُ حاضِرِي ۽ غَيۡرُ حاضِرِيُون ; ث. نه هئڻ واري حالت - اڻ حاضري - غير موجودگي - ناموجودگي.

- غَيْرُ سَنَدِي: ذ. صفت. سَنَد کان سواءِ – بي سَنَدو – بي قول و اقرار – غير معاهد – بي اقراريو. انجام شڪن – وعده توڙ.
- غَيْرُ شَفَافُ ۽ غَيْرُ شَفَافَ: ذ. جنهن مان آرپار ڏسي نه سگهجي – آپاردرشڪ – پرڪاش – پاڇيو – ڏِلُو وارو – اڻ صفا.
- غَيْرُ شفافيِ ۽ غَيْرُ شفافيون: ث. ميرانجهڙائي – اڻ صفائي – لُڙاٽ – ڏِلو – ڏِلُو لائي.
- غَيْرُ گمانُ: ذ. شڪ شبهه. ڪاوڙ. وير – مونجهارو – حسد.
- غَيْرُ مُتحِدُ: ذ. صفت. اتحاد کان سواءِ – ٻَڌيءَ کان سواءِ – اتفاق کان سواءِ.
- غَيْرُ مُتحرڪُ: ذ. صفت. حرڪت ۾ نه ايندڙ – چُرپُر ۾ نه ايندڙ – جُنبش ۾ نه ايندڙ – اڻ چرندڙ – نه چُرندڙ جهڙو. اَٽَل – اَچل. هڪ هنڌ بيٺل. مضبوط – سو گهو – برقرار – ڪُپ ڪوڙو – آستر. علم نحو جي اصطلاح ۾ اهو اکر جنهن تي ڪا حرڪت نه هجي – ساڪن.
- غَيْرُ مَشرُوطُ: ذ. بنا شرط – شرط کان سواءِ.
- غَيْرُ مُقَرَّرُ: ذ. صفت. اڻ ڪٿل – اڻ ٻَڌل – بي ماڳائتو – اڻ هنڌائتو – بي ماڳ – بي جاءِ – بي گهر.
- غَيْرُ مُڪَمَّل: صفت. اڻ پورو – اڌورو – نامڪمل – ناقص.
- غَيْرُ مُمڪن: ذ. صفت. اڻ ٿيڻ جهڙو – دشوار – محال – مشڪل. اڻ ٿيڻي. ناشناسي.
- غَيْرُ مُناسِبُ: صفت. بيجا – نامناسب – غير واجب.
- غَيْرُ مَنقُوط: ذ. علم نحو جي اصطلاح ۾ بنا نقطن اکر – مهمل.
- غَيْرُ مَنقُولهُ: ذ. هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڏي نه وڃي سگهندڙ – غير متحرڪ – اٽل – قائم.
- غَيْرُ مَنڪُوحه: صفت. نڪاح کان سواءِ – بي نڪاحي. سرٻت – سنگتياڻي.
- غَيْرُ مُوروثي: ذ. صفت. ورثي ۾ نه آيل – وارثيءَ ۾ نه – سيٺيءَ مائٽيءَ ۾ نه.
- غَيْرُ واجِبُ: ذ. صفت. بي انصافيءَ جو – ڪُنياءَ جو – ناجائز – بي جاءِ – غير روا – نادرست – اڻ واجب – بي واجب – نامناسب.
- غَيْرُ واجبِي ۽ غَيْرُ واجبِيون: ث. بي انصافي – بيداد – ظلم – ناحق – ستم. ناحق – انڌ.
- غير واقع ۽ غير واقعا: صفت. (ع). ڪُوڙو. خلاف دستور.
- غَيْرُ واقِفُ ۽ غَيْرُ واقِفَ: ذ. صفت. اڻ واقف – اڻ سولهو. اڻ سڃاتو – اڻ سڃاڻو – اڻ ڄاتل – اڻ سڃاتل. او پرو – ڌاريو – اجنبي – پرائو – بيگانو – نامحرم. سيڪڙاٽ – نَول – نئون سکندڙ – ڪچو – نا آزمود ڪار.
- غَيرِيّت: ث. ٻيائي – دوئي. جدائي – علحدگي. حسد – وير – ساڙ.
- ● غَيْرتَ ۽ غَيْرَتُون: ث. شڪ – گمان – شبهو – شَنڪا – خدشو. تعصب – حسد – ريس – ساڙو – ٻَچ – ڪام. ناجائز ڳالهه تي جذبو – غيرت – ڪَٽر – جوش. لڄ. شرم – لِڄَهَ – حياءُ – حجاب – مرم – خار – شرمندگي. ندامت – پشيماني. لڪ ناس – پتو. حيف – بدنامي – شرم جي ڳالهه – شرمساري.
- غَيْرَتَ آڻڻُ: شڪ آڻڻ – شڪجڻ – گمانجڻ. خدشو آڻڻ. حياءُ اچڻ. ڪَٽر وهڻ – ناس پتو هڻڻ.
- غَيْرَتمَندُ ۽ غَيْرَتمَندَ: ذ. صفت. غيرت وارو – ڪَٽر وارو – نڪ وارو – (صاحب شرم و حيا) حياءُ وارو – پتي وارو. شرم وارو.
- غَيْرَتي ۽ غَيْرَتِي: ذ. صفت. غيرت وارو – ڪَٽر وارو.
- ● غَيْظُ: ذ. (ع). سخت ڪاوڙ – ڏمر – غصو. غضب – ڪوپ – قهر. سخت عتاب.
- ● غَيْنُ: ث. غير – غيرت – ٻيائي (ابيات سنڌي).
- ● غَيْن: (ع). ڪارو ڪڪر – آڇو ٿيڻ.

# ف

**ف**: ث. (ع فا = سمنڊ جي ڪڇي، ڪُن) عربي "الف ب" جو ويهون، فارسي الف ب جو ٽيويهون ۽ سنڌي الف ب جو ڇٽيهون اکر. ابجد عدد (٨٠). (آچار، فِي).

● فاتِح ۽ فاتِحَ ; ذ. صفت. (ع. فَتَحَ = هُن کوليو) کولڻ وارو- کوليندڙ. شروع ڪرڻ وارو- آغاز ڪرڻ وارو. فتح ڪرڻ وارو- ڪٽڻ وارو (جنگ وغيره).

- فَاتِحَهْ : اسم خاص. (ع. فَتَحَ = هُن کوليو) قرآن شريف جي پهرين سورة جو نالو- سورة الحمد- ۽ فَاتَحِيُون ; فَاتِحَائُون ; ث. ميّت لاءِ دعا (سورة الحمد، جا ميّت جي عذرخواهي يا قبر يا مقام تي پڙهي وڃي). عذرخواهي. ختمو.

- فَاتِحَه پَڙَهَڻُ ; مَري ويل ماڻهوءَ لاءِ سورة الحمد پڙهڻ- دعا گهرڻ.

- فَاتِحَه خُوالِي ۽ فَاتِحَ خُوانِيُون ; ذ. صفت. مري ويل ماڻهوءَ لاءِ دعا گهرڻ جي رسم (جنهن ۾ دعا گهرڻ بعد ڪجهه کارايو وڃي). عذرخواهي. پرچاڻي.

- فَاتِحَه ڏِيَڻُ : مري ويل ماڻهوءَ جي عزيزن وٽ وڃي مئل ماڻهوءَ جي لاءِ دعا گهرڻ جي رسم ادا ڪرڻ- پرچاڻي ڏيڻ- عذرخواهي ڪرڻ.

- فَاتِحَه ڪَرَڻُ : عذرخواهي وقت(سورة الحمد) دعا جي لاءِ پڙهڻ. عذرخواهي ڪرڻ.

● فَاجِر ۽ فَاجِرَ ; ذ. صفت. (ع. فَجَرَ = هن حڪم عدولي ڪئي) بدڪار- بدڪردار- بدچلن- حرامڪار- زناڪار- زاني. فاسق- گنهگار- اپراڌي. (ث. فاجِرَه).

● فَاحِش ۽ فَاحِشَ ; ذ. صفت. (ع. فَحَشَ = هُو اگهاڙو ٿيو) حد کان وڌيڪ بديءَ ۾ پيل- هرهڪ خراب ڪم جي حد آڪريل- ازحد بدڪار. قبيح. بيشرميءَ جو- ڪنو- گندو- خراب. اگهاڙو- ڪچو (اکر، لفظ). بي حيا- نالائق. گاريال. (ث. فاحِشَه).

● فَاخِتَه ; ث. ذ. (ع). پکيءَ جو قسم- ڳيرِي- ڳيرو. ڪبوتر- ڪبوتري

- فَاخِتَائِي ۽ فَاخِتَائِي : ذ. صفت. ڳيري يا ڪبوتر جي رنگ جهڙو- ڪَوڙ هو خاڪي- ڪبوترائي.

● فَادزَهر حَيَوَانِي ; ذ. (طب جو اصطلاح) دوا جو هڪ قسم. جانورن جي اوجهڙيءَ مان نڪرندڙ گول پٿر جو هڪ قسم. (ف. سنگ گاءِ = ع. حجرالبقر).

● فَادزَهر قُنفُذي : ذ. (طب جو اصطلاح) دوا جو هڪ قسم. چاهي جي پيٽ مان هٿ ايندڙ جانفر جيڏو گول پٿر جو قسم.

● فَاد زَهَر ڪَانِي ; ذ (طب جو اصطلاح) دوا جو هڪ قسم- زهر جو اوتار ڪندڙ پٿر جو هڪ قسم- جبلن مان هٿ ايندڙ (ف. ترياق ڪوهي = ع. فارغ تيرياق حجري).

● فَارابِي ; اسم خاص. مشهور مفڪر ۽ حڪيم ابوالنصر فاراب شهر ۾ ڄمڻ ڪري انهيءَ نالي سان مشهور ٿيو، هن کي المعلم ثاني (ٻيو نمبر استاد) ڪري چوندا هئا.

● فَارخَطِي ۽ فارخَطِيُون ; ث. (ع. فارغ خطي) ملازمت وغيره مان ڪڍي ڇڏڻ جو لکيل حڪم نامو- لکيل استعفا. صافي نامو- چٺو رسيد. طلاق نامو. ورهاڱي جو ڪاغذ- فارغ خطي.

● فَارِدِنگ ۽ فارِدِنگ ; ذ. (انگ) انگريزي سڪي جو هڪ قسم.

● فارِس ; اسم خاص. (ف). هڪ ملڪ جو نالو- پارس- ايران- شيراز، اصفهان، ڪرمان، طهران، يزد وغيره علائقن تي مشتمل- پسر بن پهلوان بن سام بن نوح عليه السلام طرفان آباد ڪيل.

- فَارِسِي: (صفت). فارس جو - فارس جي. (ث). فارس ملڪ جي ٻولي - پارسي (اصطلاح) ڏٺي ٻولي. (صفت. فارس ملڪ جو رهاڪو).
- فَارِسِي دانُ ۽ فَارِسِي دانَ: ذ. صفت (ف. فارسي + دانُ دانستن = ڄاڻڻ) فارسي ڄاڻندڙ - پارسي داڻ.

● فَارِغُ: صفت. (ع. فَرَغَ = هو ٻالهو ٿيو) ڪم ڪان سواءِ - ڪم ڪان آجو - بي ڪم - والدو - ٻالهو. ڇٽل - آزاد - نو ٻڪليو - ڇوٽڪاري وارو - خلاص. آسودو.

● فَارغُ البَالِ ۽ فارغُ البَالَ: صفت. آزاد - واندو. بي فڪر - مطمئن - نسچنت. آسود و حال. خود مختار.
- فَارغُ ٿيڻُ: آزاد ٿيڻ. آسود و ٿيڻ - مطمئن ٿيڻ. ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ. بار لهڻ (مٿي تان، دل تان) - خلاص ٿيڻ.
- فارغُ خَطِي ۽ فَارغ خَطِيُون: ث. ڪنهن کان آزاد ٿيڻ جو اقرار نامو. فارخطي.

● فَارِقُ: صفت. (ع. فارِغُ > فَرَغَ = هو فرصت وارو ٿيو) آزاد - والدو - فارغ.

● فارِڪُ ۽ فارِڪَ: ذ. صفت. ٻراڻو - جهولو - قديم - ڪهنو - پٽسو. نڪمو - بيڪار - نڪارو - ناڪام. ٻڊو - ڪراڙو - پوڙهو - جهور. نالائق - وڻواند - ڪُڻ هيڻُ - نامراد - ڪسيرڪ - ڪين جهڙو = بيهودو.

● فَارُوقُ: صفت. (ع فَرَقَ = هن فرق ڪيو). فرق ڪندڙ - تفاوت وجهندڙ - جدا ڪندڙ - حق ۽ ناحق ۾ فرق ڪندڙ. ٻئي خليفي حضرت عمر رضي الله عنہ جو مشهور لقب.

● فَارُوقِي: ذ. صفت. فاروق وارو - فاروق جو. حضرت عمر بن خطاب جو اولاد. هڪ ذات جو نالو.

● فاسِدُ ۽ فَاسِدَ: ذ صفت. (ع. فَسَدَ = هو خراب ٿيو) خراب - بگڙيل - ناقص. جيئن فاسد خون وغيره. گندو - ڪنو. بد. شريرو. بد معاش. فسادي - فتنہ انگيز - جهڳڙالو - دُشتُ. ظرف. تباه - برباد. ضايع - زيان. غير ضروري.

● فَاسِقُ ۽ فَاسِقَ: صفت. (ع. فَسَقَ = هو آواره ٿيو). بد ڪارُ - بد ڪردارُ - گنهگار - بدراه. زاني. حرامزادو. بد معاش - لُچ - ننگ - هچارو - اڌوري - ڇنيهو. ڪوڙو - ڪساڪي - لٻاڙي. بي چيو - نافرمان - بي فرمان.

● فَاشُ: ظرف. (ف). ظاهر - کليل - آشڪار - پڌرو - ڇٽو - عيان - عريان - صاف. صريح - پڌرو گهٽ.
- فَاشُ ٿِيڻُ: ظاهر ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ - کلڻ. پر گهٽ ٿيڻ.

● فَاصِلُو ۽ فاصِلاَ: ذ. (ع. فَاصِلُ. فَاصِلَہ = جدا ڪندڙ). دوري - پنڌ - مفاصلو - ويڇو - وڇوٽو. فرق. علم عروض موجب فاصلي جا ٻہ قسم ١. فاصلہ صغرا، ٢. فاصلہ ڪبرا. (فاصلہ صغريٰ اهو ڪلمو آهي جو چئن حرفن جو ٺهيل هجي ۽ جنهن جا پهريان ٽي حرف متحرڪ ۽ چوٿون ساڪن هجي. جيئن، علوي، ٽمري، ڪلمہ، صفوي وغيره. فاصلہ ڪبريٰ، پنج حرفي ڪي چئبو آهي جنهن ۾ پهريان چار حرف متحرڪ ۽ پنجون حرف ساڪن هجي).

● فَاضِلُ: صفت. (ع فَضَلَ = فاضل ٿيو). افزون - زائد - زياده - وڌيڪ. آڇو - ڇوڪو - خاصو - ڀلارو - مٿاهون - اتم - فائق - عمدو - نهايت چڱو - مٿي ۾ سٺو - لائق - گڻوان - گڻي. هشيار - عالم - ودوان - ماهر - قابل - ڄاڻو. پڙهيل.
- فاضِلي: صفت. واڌو - زياده - وڌيڪ. بچت ۾ آيل - بقايا. ڏِل جي بچت. ايجنٽ جي واجبي طلب.

● فَاضِل آبادِ: اسم خاص. تعلقي ڪڙهي ياسين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● فَاضِلاڻِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● فَاضِلَ پيو: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● فَاطِمَہ: اسم خاص. سَيِّدةِ النِّساء حضرت فاطِمَةَ الزَّهراء رضي الله تعاليٰ عنها جو اسم مبارڪ (رسول مقبول صہ جن جي دختر - حضرت علي ڪرم الله وَجههُ جي زوجہ مُطَهَّرہ ۽ حضرت امام حَسَنُ - حُسين جن جي والدہ ماجدہ). ٻار ڪي ڪير نہ ڄارڻ واري عورت.

● فاعِلُ ع فاعِلَ: ذ. صفت. (ع. فَعَلَ = هُنَ ڪيو) فِعلُ ڪرڻ وارو - ڪم ڪندڙ. ڪنهن به ڪم جو ڪندڙ - عامِل. ڪم هلائيندڙ - نائب - ڪندڙ - ڪرڻ وارو - ڪارتي. مُوجِدُ - واردات ڪندڙ - آهو شخص جنهن ڪان ڪو ڪم سرزد ٿيو هجي - ڪَرِتا. جيئن "گهوڙي گاهه ڪاڌو" وغيره. انهيءَ جملي ۾ گهوڙو فاعل آهي. مُجرم. لُوطي. زاني.

● فاعِلِيُ: ث. گرامر ۾ ٻنجن حالتن مان فاعل کي لڳندڙ هڪ حالت. پِرتَما - ڪَرتا - ڪارڪ.

● فاقوُ ع فاقا: ذ. (ع. فاقہُ) مُفلسي - غريبي - لانگهو - تنگ حالي - افلاسُ - مسڪيني - پينڪائي - مُچائي - تهيدستي. بُک - لنگهڻ. جيئن:
"ٻسڻ ڏاران ٻرڻ جي، فقير ٿوءِ م فاقو" (شاهه).

- فاقوُ ڪَيَڻُ: بُک ڪڍڻ - لَنگهڻ ڪڍڻ - ٻنا ڪاڌي رهڻ - لنگهڻ مرڻ - فاقو ڪرڻ.

- فاقہ ڪَشُ: ذ. صفت. بُک ڪڍندڙ - بُکيو - مفلس - ڪنگال.

● فالَ ع فالُون: ث. (ع). شِڪُون - شَڪُن - سَوَڻُ - سُگِنُ. غيب جي ڳالهه - سُگِن وِديا - اڳم گيان - غيب داني - اڳڪٿي - پيشنگوئي - رَمَلُ - ناشڪا - پوري تَڪَ.

- فالِنامو ع فالِناما: ذ. سَوَڻ ڏسڻ جو ڪتاب - پيشنگوئي معلوم ڪرڻ جو ڪتاب - جنتري.

- فال وِجهَڻُ: سَوَڻُ ڪرڻ - سُگِن ڪرڻ - اڳڪٿي ڪرڻ - رَمَلُ هلائڻ. رمل وغيره مان غيب جي ڳالهه ٻڌائڻ.

● فالِتُو ع فالِتُو: صفت. گهرج کان وڌيڪ - ضرورت کان زياده - فاضل - افزون - واڌوُ - زياده - فالتو - زائد. ڪم نه ايندڙ شيءِ - نِڪار. وڌيڪ ٿيل (شيءِ وغيره) - بچت ۾ آيل - باچُو. (هہ. فالِتُو = زياده).

● فالِجُ ع فالِجَ: ذ. (ع. فَلَجَ = حصا ڪرڻ) بيماريءَ جو هڪ قسم - بدن جي اڌ سُڪي وڃڻ جي بيماري - اڌرنگ.

● فالِڪوُ ع فالِڪا: ذ. دريائي ٻيڙيءَ جي هڪ حصي جو ٿالهو - ڪنجيءَ جي مٿان پيل تختو. جهاز جي تري ۾ سامان رکڻ جي جاءِ. جهاز جي وهڻ وارن تختن ۾ ٿيل سوراخ (جنهن مان سامان تري ۾ رکي سگهجي).

● فالُودوُ ع فالُودا: ذ. (ف. فالُودَہ) ٻَڪلءَ جميل نشاستو. شربت ۾ ٺاهيل سيئيون - شربت ۾ ڪم ايندڙ نشاستو. چانورن جي پيچيءَ مان ٺهيل مِٺائيءَ جو هڪ قسم.

● فامُ ع فامَ: ذ. (ف) رنگ - وَرَنُ - وَرَڪ.

● فانُ (ت): صفت. (فنيا = ختم ٿيڻ - پورو ٿيڻ) فانِ = ختم ٿيندڙ) بيهوش - ساڻو - ڦانُ. جيئن "هلندي هلندي ڦانُ ٿي ڪري پيو".

● فانُوسُ ع فانُوسَ: ذ. (ع. ف) بتيءَ جو هڪ قسم - بتيءَ رکڻ جو شيشي جو چورس باڪس (جو بتيءَ کي هوا کان بچائي) فانوسُ - شمعدان - روشندان - قَندِيلُ. هَنڊِي (ل).

- فانُوسُ گهَرُ ع فانُوس گهَرَ: ذ. ٻيڙن يا جهازن جي رهبريءَ لاءِ درياءَ يا سمنڊ جي ڪناري تي اڏيل روشني ڏيندڙ منارو - لائيٽ هائوس.

- فانُوشُ ع فانُوشَ: ذ. فانُوسُ.

● فانيُ ع فانيُ: صفت. (ع. فَنَيَ = هو مَري ويو) فَنا ٿيندڙ - فنا ٿيل - ختم ٿيندڙ - نابود ٿيندڙ - مرندڙ. ڪم ٿيندڙ - عدم پيدا ٿيندڙ. بي بقا - کِڻ پِتنگُ - پاڻي تي ليڪو - ناسِونتُ - ناپائدارُ - گهاتي - وِناشي.

● فائدوُ ع فائدا: ذ. (ع. فائِدَہُ) نفعو - لابُ - پراپت - سُودُ. ڪٽيو - آهراسو - آپَتِ - لاهو - سوپاسو - وُڌاءُ - وَڌبُ. پيداوار - حاصلات - آمدني. واڌ - سَرسبيُ - واڌِيُ. گُڻ - وصف - خوبيُ - چڱائي - بهتري - ڀلائي. جيئن "هن دوا مان ڪو فائدو ڪونه ٿيو" غرض - مطلب - واسطو - ڪمُ - لاڳاپو. آثرُ. جيئن "انهيءَ ڳالهه مان ڪوبه فائدو نه آهي." افاقو - آرام - صحت - چڱڀلائي. جيئن "دوا کائڻ کان پوءِ ڪجهه فائدو ٿيو آهي."

– فائدي مند ۽ فائدي مند؛ صفت. (ع. فائده+ف. مند=وارو) فائدي وارو – نفعي وارو – سودمند – مفيد – سڦل. ڪارگر – ڪارآمد

● فائق؛ صفت. (ع. فوق=مٿي ٿيڻ. فائق=مٿي ٿيندڙ) بلند – مٿاهون – وڏو – مٿون – بالا – اتم – اوچو. اعليٰ. وڏائي وارو – اڳرو – مشهور – ممتاز – برتر بهتر. سڀ کان چڱو – سٺو – عمدو. معزز – برگزيده – فوقيت وارو – فيض وارو – بزرگ. سرخرو – سياڻو.

● فتاح: (ع. فتح=هٿ ڪوليو) تمام کهڻو کوليندڙ. مشڪلاتون حل ڪندڙ. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو – ڏاتي تعاليٰ.

● فتح ۽ فتحون؛ ث. (ع. فتح=هٿ ڪوليو) جيت – سوڀ – نصرت – جئه – جئه ڪار – ڪٽ – ڪاميابي – فيروزي. ڪشائش.

– فتح ڪرڻ؛ جيتڻ – سوڀ ڪرڻ – نصرت ڪرڻ – سر ڪرڻ – ڪاميابي ڪرڻ – فيروزي پائڻ. ملڪ هٿ ڪرڻ. ڪٽڻ (لڙائي وغيره). ڪنهن مشڪل ڪم تي غالب اچڻ. ڏاهڻ – هنائڻ.

– فتح مند ۽ فتح مند؛ ذ. صفت. (ع. فتح +ف. مند=وارو) فتح وارو – سوڀارو – جيتيندڙ – جئه ڪاري منصور – مظفر – ڪٽيندڙ.

– فتح ياب ۽ فتحياب؛ ذ. صفت. (ع. فتح+ف. ياب > يافتن=لهڻ) فتح ڪندڙ – ڪامياب – سوڀارو – ڪٽڻهار – ڪٽيات – فتح مند.

● فتح باغ؛ اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو – آن جاءِ تي واقع – سنڌ جي هڪ قديمي تاريخي شهر جو نالو.

● فتح ٽنڊو؛ اسم خاص. تعلقي سڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● فتح پور؛ اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي، تعلقي گوني، تعلقي جيڪب آباد، تعلقي رتي ديري، تعلقي ڏوڪري، تعلقي سکر، تعلقي لاڙڪاڻي، تعلقي هالا ۽ تعلقي ڪڪڙ ۾ ڪن ديهن جو نالو.

● فتح پور جاگير؛ اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ ديهه جو نالو.

● فتح جنگ؛ صفت. جنهن ۾ بانڌو ۽ اڳين پنهي اچن پيرن سان گهوڙائون وهيت.

● فتح خان: اسم خاص. تعلقي ٺٽل ۽ تعلقي شاهبندر ۾ ديهن جو نالو.

● فتح ڏنو: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● فتح محمد آبڙو؛ اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● فتحه: ث. (ع). زبر جي اعراب. (َ).

● فتحياڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (جسڪاڻي بلوچن جو قبيلو).

● فتنو ۽ فتنا؛ ذ. (ع. فتنه=فساد) فساد – بلوو – بغاغو – جهيڙو. بغاوت – سرڪشي. فتور – پياڻي – ڏقير. غوغا – هل – گوڙ.

● فتنو؛ زنبق جو قسم.

– فتنائي ۽ فتنائي؛ ذ. صفت. فتنوڪندڙ – فسادي – جهيڙائي – جهڳڙالو – دنگي‌باز. سرڪش – بغاوتي. خللي – چريو.

– فتنتي ۽ فتنتي: ذ. صفت. فسادي. چيٺا پور – ٽنٽائي – ويڇوڙو.

– فتنه انگيز ۽ فتنه انگيز؛ ذ. صفت. (ع. فتنه+ف. انگيز، انگيختن = ڪڙو ڪرڻ) جهيڙو آڻاريندڙ – خللي – فسادي فتنائي.

– فتنه باز ۽ فتنه باز؛ ذ. (ع. فتنه + ف. باز، باختن = کيڏڻ) فتنائي – فتني.

– فتنه بازي؛ ث. (ف). جهيڙي وجهاڻڻ جي حالت.

– فتنه زا؛ صفت. (ف). فتنو پيدا ڪندڙ – فتنو آڻار يندڙ.

– فتو حل جوڊو: ديهه جو نالو، تپو حيدر چالديو، تعلقو ميرو خان ضلعو لاڙڪاڻو.

● فتور ۽ فتور؛ ذ. (ع. فتر=هو سست ٿيو) سستي – ڪاهلي. نقص – خلل ضعف – ڪوتاهي. فتنو – فساد – وڳوڙ – جهڳڙو – ٽنٽو – بلوو – هلڙ – شور شر – جهيڙو – رڳڙ – ڪلهه – ڪرنهن – وروڌ – معاملو – تڪرار – ڦڏو. دغا – دوڪو – دولاب.

- فِتُورُ جا ڳائِڻُ: فتنو جا ڳائڻ - فساد جا ڳائڻ - جوش جا ڳائڻ. دشمني پيدا ڪرڻ. ڏڦيڙ وجهڻ.

- فِتُورُ وِجهَڻُ: جهيڙو وجهڻ - جهڳڙو ڪرائڻ. ٻيائي پيدا ڪرڻ - ٻن کي ويڙهائڻ - رُخنو وجهڻ.

- فِتُورِيُ ۽ فِتُورِيُ: ذ. صفت. فِتُور وجهندڙ. جهيڙائي - جهڳڙائي - ٽنٽائي - رڳڙائي - معاملائي - بکيڙائي - فتنہ انگيز - فِتنتي.

● فِتوهِيُ ۽ فِتوهِيُون (ت): ث. چولهي جي اندران ٻاتل ننڍي چولي.

● فَتْوِيٰ ۽ فَتْوائُون؛ ث. (ع). شرعي حڪم - قانون مُحَمّدي موجب ڏنل فيصلو - قاضيءَ جو صادر ڪيل شرعي حڪم. قانوني موجب فيصلو. ڪنهن به ڪيس بابت ڪنهن به ماجسٽريٽ جو ڏنل حڪم - فيصلو - حڪم - سزا - آرڊر.

- فَتْوِيٰ ڏِيَڻُ؛ شرعي حڪم لڳائڻ. قاضي يا مفتي جو قانون موجب ڏنل حڪم. فيصلو ڏيڻ.

● فَتِيلَ ۽ فَتِيلُون: ث. (ف). ليڪَ - ليڪو. پَٽو - حاشي - پٽي. ڪاغذ جي ٻڪهي سوڙهي ٽُڪري. ليڪن ڪيڻ لاءِ ڪاٺ جي سنهي پَٽي يا ڇَپَر. ڪپڙي سبڻ ۾ ٻڪهي ڇَٽي.

● فِتو ۽ فِتا (ٿ)؛ ذ. ٿارجو هڪ قسم (جنهن ۾ ڪنگري بجاءِ پاٽيا هجن جي پاڻي آهاڙي اليءَ ۾ وجهن).

● فَجارَ ۽ فَجارُونُ: ث. سختي - تڪليف. جيئن

"فجارُن فراق جون لتو ماه سهي،
جي لمحو لڪ لهي، ته پَسان منهن مهار جو"
(خانزئي).

● فِنجانُ ۽ فِنجانَ: ذ. (ف. فِنْجانُ) ننڍڙو گلاس - فِنجانُ.

● فَجْرِ؛ ذ. (ع). رات جي ختم ٿيڻ وارو وقت. صبح صادق - پرڀات - سَحَر - پره ڦٽي - پسي پرڪ - نور جو ترڪو. طلوع آفتاب.

● فُجُورُ ۽ فُجُورَ؛ ذ. (ع. فَجَرَ = هن گناه ڪيو) گناه - جُرم - قصور - ڏوهه. حق کان ڦرڻ جي حالت - دين کان ڦرڻ جي حالت - بي ديني. نافرماني. زنا - بدڪرداري - بدڪاري - زنا ڪاري - گنهگاري - عياشي.

● فَضِيحَتو ۽ فَضِيحَتا (ک): ذ. (ع. فضيحت) ڦڏو - فساد.

● فَحشُ ۽ فَحِشَ: ذ. صفت. (ع). حد کان وڌيڪ بد ڪار - خراب - گندو. (ذ. ث) ڪنائي - بڇڙائي - گندائي - بي حيائي. نالائقي.

- فَحْش ڪَلامِيُ ۽ فحْش ڪلامِيُون؛ ث. خراب گفتگو - خراب ڳالهائڻ - واهيات گفتگو. گار گند - بد ڪلامي.

● فَخْرُ ۽ فَخُرَ؛ ذ. (ع. فَخَرَ = هن فخر ڪيو) ناز - شرف - بزرگي. گهمنڊ - غرور - هٺ - وڏائي - ٺانءِ - وڏنءَ - مغروري - هئوءِ - دَمُ - دماغ - اغماض - الّٽبر - ايمان - ڦولڻ - ٻٽاڪ - لافِ - ڊاڙ. مَرڪ - شانُ. نازُ. شيخي. هُنر - جوهَرُ.

- فَخْرَ جي فَرسَ تي سُوارِيُ ڪَرَڻُ؛ انا جي گهوڙي تي سوار ٿيڻ - تمام گهڻو فخر ڪرڻ - غرور ۾ پرجي وڃڻ. جيئن

"محبت سندي محض ميدان ۾،
فرس فخر جي تي سُواري غلط"
(فاضل شاه).

- فَخْرُ سَمُجهَڻُ؛ شان جو سبب سمجهڻ - ناز سمجهڻ - وڏائي سمجهڻ - شانُ سمجهڻ.

● فِدا؛ ث. (ع. فِدا = هو قربان ٿيو) سِر بَها - سِر خريد - سر جي قيمت. صدقو - گهور - ميڙ - قرباني - ٻاليدانُ. عبادت - بندگي - ڀڳتي. (صفت). ٻئي لاءِ سِرُ ڏيندڙ - پنهنجو مال ڏيئي ٻئي کي بچائيندڙ - جان نثار - سرباز - قُربان - صدقي - نثار - نڇاور - نذر. عاشق - فريفته - مفتون - شيفته - دلداده.

- فِدا ٿيَڻُ؛ قربان ٿيڻ - صدقو ٿيڻ. گهوري وڃڻ.

- فِدا ڪَرَڻُ: قربان ڪرڻ - صدقو ڪرڻ - گهور ڪرڻ - گهورڻ - نِثار ڪرڻ.

- فِدائِيُ ۽ فِدائِيُ؛ صفت. ٻئي لاءِ سِر ڏيندڙ - قرباني ڏيندڙ - جان نثار - جان باز. عاشق.

● فِدُوِيُ ج فِدُوِيُ: صفت. (ع. فِدا= هن قربان ڪيو) فدا ٿيڻ وارو- ڪنهن جي عيوض پنهنجو سِرُ ڏيندڙ- قربان ٿيندڙ- سِر وڪڻندڙ- سر ڏيندڙ- سَر فروش- جان نِثار- جان باز. حڪم بجا آڻيندڙ- حڪم مڃيندڙ- فرمانبردار- تابعدار. ٻانهو- زَرُ خريد- غلام.

● فِدُيَہُ: ذ. (ع. فِدُيَةٌ) ڪنهن قيديءَ کي ڇڏائڻ لاءِ سرڪار کي قيديءَ جي جُرمَ جو عيوض- سِر ٻَهَا- ڏوهه جو معاوضو. صدقو.

● فِدِيَہُ ج فِدِيُهُون (ت): ث. مِنَّتَ- آزِيُ- ليزاري- عِجْزُ- عرض. جُتُ- جاڙَ- ڦِٽ. ڪوشش.

● فَرُ ج فَرَ؛ ذ. (ف). آرائش- زيبائش- زينت- زَيبُ- آراستگي- ٽيپ ٽاپَ- ٺاهه ٺُوه. شان شوڪت. ڌام ڌوم. هَيْبَتُ- دابُ- دَٻدٻو- رُعْبُ- تابُ- وڏائي- اَڪَڙ.

● فُرات؛ اسم خاص. (ع). هڪ مشهور نَدِيءَ جو نالو- (جا آرمينا جي جبلن مان نڪري ايراني نار ۾ ڇَڙي ٿي، ١٣٠ ميلن جي پنڌ تي سائس دَجْلہُ نَدي ۾ اچي گڏجي ٿي).

● فَراخُ: صفت. (ع). ويڪرو- سوڪرو- ڪُشادو- کلاصو- عريض- ڪُليَلُ- طويل- ڇوڙو- وسيع- وڏو. ڊگهو- اوچو- اعظم- عالي- بُلند.

- فَراخِيُ ج فَراخِيُون: ث. ويڪَر- موڪَر- ڪُشادائِيُ- کُلاصِيُ- ٻڪيڙَ- وسعت. آچائي. طولُ- ڊيگهه. بلندي. گهٽائي.

● فَرارُ ٿيڻُ؛ (ع. فَرّ= ڀڳو > فَرارُ= تکو ڀڄندڙ) ڀَڄَڻُ- ڀَڄِيُ وڃڻ- ڊوڙڻ- کسي وڃڻ- رفو چڪر ٿيڻ- روپوش ٿيڻ. غائب ٿيڻ. لِڪي وڃڻ.

● فَرازُ ج فَرَزَا: ذ. (ع). کُليل- وڇايل. ڪشادو. مٿي- مٿاهون- بلند- اوچو- اعلي- آتم- وڏو. (ذ). اوچائي- مٿانهين- بلندي- "نَشيبُ و فَرازُ". چوٽُ- اوجُ. ٽَهڪ. چاڙهي.

● فَراسُ ج فَراسَ؛ ذ. صفت. (ع. فَرَشَ، فَرّاش) فرش وڇائيندڙ- فراش. فراسيون وڪڻندڙ- غاليچن جو واپاري. (ث). وڏي فراسي- گِلِيمُ.

● فَراسَتَ ج فَراسَتُون؛ ث. دانائي- عقلمندي- تيز فهمي- زيرڪي- فهم- آدراڪ. سمجهه- ڄاڻ- پروڙ. قيافہ شناسي.

● فَراسِيُ ج فَراسِيُون: ث. (ع. فَراشَ= وڇائڻ) سٽ مان ٺهيل ننڍڙو غاليچو- ننڍو فرش- سادو غاليچو- وڇائڻو.

● فَراشُ ج فَراشَ؛ ذ. صفت. (ع. فَرَشَ= هُنَ وڇايو) فرش وڇائڻ وارو- ٿلهو تُوري وڇائڻ وارو. ٺارپوش ڪندڙ- ٿهل ٺڪورَ ڪندڙ- ٺهليو. خاص غاليچن وڇائڻ وارو نوڪر- فراسُ. (اسم خاص). تعلقي سڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- فَراشِيُ ج فَراشِيُون: ث. فَرَاسِيُ.

● فَراغَتَ ج فَراغتُون: ث. (ع. فَرَغَ= هو آزاد ٿيو) واندڪائي- فُرجو- وارڪائي- فُرصت- مهلت. نجات- ڇوٽڪارو- اڪيلائي. بي فڪري- نسچنتا. آرام.

● فِراقُ ج فِراقَ؛ ذ. فَرَقَ= هُو جُدا ٿيو) وڇوڙي يا جدائيءَ جا ڏُک سُور- جدائي- وڇوڙو- وِرِهَہ- علحدگي- ڦوڙائو- وِيراڳُ- بِرهَہ- هِجْر- فُرقت.

- فِرَاقِيَلُ ج فِراقِيَلَ؛ ذ. صفت. وڇوڙِيَلُ- جُدا ڪيَلُ- ويراڳِيَلُ- مهجورُ.

- فِراقِيُ ج فِرَاقِيُ؛ ذ. صفت. فِراق وارو- فِراق جو- فِراقِيَلُ.

- فِراقِيو ج فِرَاقِيَا؛ ذ. صفت. جدائيءَ جي غم جو سَتَايل- جدائي جي غم ۾ پڙيل- وڇوڙيل- فِرَاقِيَلُ.

● فَرَاقَتَ ج فَرَاقتُون (ت): ث. (ع. فرَقَ) فرقُ- تفاوت. فائدو- افاقو (بيماري وغيره ۾).

- فَراڪِيُ (ت): ث. ٻنج سنجي (گهوڙي جي) جو هڪ سَڳُو- بالا تنگ.

● فَرَاموش: صفت. (ف). دل تان لاٿل - وساريل - ڀُلايل - ڇڏيل.

- فَرَاموش ڪَرَڻُ: دل تان لاهڻ - وسارڻ - ڀُلائڻ.

- فَرَاموشي ۽ فَرَاموشِيُون: ث. ڀُل - چوڪ - سهوَ - خطا - ويسر - نسيان.

● فِرَانس: اسم خاص. (انگ). يورپ جي هڪ ملڪ جو نالو.

● فَرَاوَان: صفت. (ف). گهڻو - جهجهو - مَڇُو - ڪثير - زياده - آنڊچر - بسيار - وافر - ريل ڇيل - بي انداز - وڏ پڪ.

- فَرَاواني ۽ فَرَاوَانِيُون: ث. زيادتي - گهڻائي جهجهائي - ڪثرت - زيادتي - بسياري.

● فَرَاهَم: صفت. (ف. فَرَا + هَم = سڀ) گڏ - جمع - ڪٺو - ڪُل.

- فَرَاهَم ڪَرَڻُ: گڏ ڪرڻ - ڪٺو ڪرڻ - ميڙڻ - جمع ڪرڻ.

● فَرَائِض: ذ. (ع. جمع فرض جو). خدا تعاليٰ جي طرفان حڪمن موجب رکيل ڪم، جهڙوڪ "نماز، روزه، حج، زڪواة، ڪلمو وغيره".

● فَرَاض: ث. (ع. فرائض) اهو ساليانو نذرانو جو پير صاحب ٻاڪاره جا مريد پنهنجي طرفان درگاه تي موڪلين يا پيش ڪن.

● فَرْبِه: صفت. (ف). ٿُلهو - موٽو - دولسو - بدن ۾ ڀريل.

● فَرْتُوت: صفت. (ف). تمام ٻوڙهو - ٻوڙهو ۽ ضعيف - ڪراڙو - جهور - جهونو - هيڻو.

● فَرْج ۽ فَرْجَ: ذ. (ع). ويڪر - وٿي - ٻن شين جي وچ واري ويڪراڻ - رخنو - چير. عورت جو مخصوص عضوو - عورت جو عضوهٔ تناسل - شرمگاه.

● فَرْجو ۽ فَرْجَا: ذ. فرصت جو وقت - واندڪائي - وارڪائي - وار - فراغت - ذَت - مهلت - وقت - لسپختا - لويڪلائي. دير - اوير.

● فَرْحَت ۽ فَرْحَتُون: ث. (ع. فَرَح = خوش ٿيو) خوشي - سرهائي - آنند - شادمالي - خرمي - مزو - لطف - سواد - لذت - وندر. آرام - قرار - سک. سهنج - سولائي.

● فَرْخ: صفت. (ف. فَر = سونهن + رُخ = شڪل) سهڻي شڪل وارو - خوبصورت - حسين. مبارڪ - ليڪ. خوش.

- فَرخَنْدَه: صفت. ليڪ - مبارڪ - ڀلا رو - سڀ ورو.

● فَرْد ۽ فَرْدَ: صفت. هڪ - هڪڙو - واحد - يڪو - اڪيلو - تنها - ڇڙو. (ذ). ٻنو - ورق - صفحو (ڪتاب وغيره جو). ٻن. شعر جو هڪ قسم.

- فَرْد بَاطِل: ذ. صفت. ٻراٿو - جهور - ڇهوالو - ڪُهنو - يسف - يفيتلي. نوڪري جي عمر کان چڙهل - مدي خارج.

- فَرْدِ کَجُور: ذ. ڪجور جو ٻن. هڪ قسم جي ڪارڪ.

● فَرْدا: ظرف. (ف). ايندڙ ڏينهن - ٻئي ڏينهن - سڀاڻي. آئينده جو دلاسو. قيامت جو ڏينهن - آخرت.

"فَردا سُنڌَ ٿني ڪٿي، لَقدُ ڪنيو لار"
(شاهه).

● فِرْدوس ۽ فِرْدوسَ: ذ. (ع). ميوي دار وڻن وارو باغ - باغ - گل زار - گلشن - بوستان - گلستان. بهشت - جنت - سرڳ. سڀ کان مٿاهين ۽ اتين بهشت جو نالو.

- فِرْدوسِي: بهشت جو - بهشت وارو. بهشتي - جنتي.

● فِرْدوسِي: اسم خاص (ع. ف). حڪيم ابوالقاسم منصور طوسي جو لقب. طوس شهر جي هڪ مشهور اديب ۽ شاعر جو نالو (جنهن ايران جي بادشاهن جي مشهور تاريخ شاهنامو شعر ۾ ٺاهيو).

● فَرْدي ۽ فَرْدِيُون: ث. ڏاس جو هڪ ٿتو - ٿتو. سخت ٿني جو ٽڪر - ٻانو. ڪتاب جو ٻنو. ٿني جو هڪ سنهون ٽڪر - فهرست - يادداشت - لسٽ.

● فَرّاٽ ۽ فَرّاٽَ: ذ. (آواز). ڪنهن شيء جي تکي اڏامڻ جو آواز.

● فَرْزانه: صفت. (ف). داناءُ - عقلمند - سياڻو - ڏاهو. حڪيم.

● فَرْزَنْدُ ۽ فَرْزَنْدَ ؛ ذ. (ف). مذڪر اولاد. اولاد نرينه. - پٽ - پٽو- پسر - ابن - ولد - ڇوڪرو- ٻار- ڪڪو- لينگرو. ڇوڪر. ڇورو.

= فَرْزَنْدِيءَ ۾ قبولَڻُ: پٽ ڪري سمجهڻ- پٽيلو ڪرڻ.

● فَرَسْتَ ۽ فَرَسْتُونُ: ث. آرام. مزو. خوشي.

● فِرِسْتو ۽ فِرِسْتَا ؛ ذ. (ف). (فِرَسْتَادَنُ فرست = موڪليل ماڻهو) اهو ماڻهو جو ڪنهن جي برخلاف ڪا ڳالهه ٻڌي تہ ان کي وڃي ٻڌائي ۽ جهيڙو ڪرائي- چيٽا ٻور.

- فِرِسْتَائِي ۽ فِرِسْتَائِيُونُ ؛ ث. فتنہ انگيزي. هڪ ٻئي کي برغلائڻ جي حالت.

● فَرْسَنْگَ ۽ فَرْسَنْگَ: ذ. (ف). ٽن ميلن جو مفاصلو.

● فَرْمسُو ۽ فَرْمسَا (ت)؛ ذ. ڪنڪ ڳاهڻ مهل وَلَ کي همموار ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جو مستطيل (واٺيل) چوڪٺ.

● فَرْسُودَهُ: صفت. (ف). بيڪار- نڪمو- ڪم ڪان ويل. پراڻو- جهوانو.

● فَرْشُ ۽ فَرْشَ: ذ. (ع فَرَشَ = هڻن وڇايو) وڇائڻ جي ڪا شيءِ- وڇاڻو- بسترو. غاليچو- گلم- فراسي. پَٽُ- زمين. سرن ساڻ بڌل پَٽُ. (اسم خاص). تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- فَرْشَبَنْدُ ۽ فَرْشَبَنْدَ ؛ ذ. صفت. فرش ٺاهڻ (ٻڌڻ) جو ڪم ڪندڙ- فرش ھڻندڙ- رازو- مستري- معمار.

- فَرْشَبَنْدِي ۽ فَرْشَبَنْدِيُونُ ؛ ث سرن سان فرش ٻڌڻ جو ڪم.

● فِرِشْتو ۽ فِرِشْتَا: ذ. (ف). نور مان پيدا ٿيل هڪ مخلوق جو فَرْدُ (جو فقط خدا تعاليٰ جي عبادت ڪري ۽ الٰهي حڪمن جي پوءِ واري ۽ پابندي سندس فطرت هجي، وڏا فرشتا چار آهن، جبرائيل، ميڪائيل، اسرافيل، عزرائيل). موڪليل. خدا تعاليٰ جو نوراني قاصد- مَلَڪُ- ملائڪ- ڪَنُ- ديوُدُوتُ. پارڪن- ديت- هاتِفُ. ديوتا.

● فَرْشِي ۽ فَرْشِيُونُ: ث. (ع. فَرَشَ = هڻن وڇايو. سن. پَرْشُهُ = ڪهاڙو) ڪاٺ کي ڇلي لسي ڪرڻ جو واڍڪو اوزار- رندو. ڇڪڻ جي ڪلي) جا ڏرتي تي رکي ڇڪجي.

● فُرْصَتُ ۽ فُرْصَتُونُ: ث. (ع). وارو- نوبت- وقت. موقعو- وجهه. والد ڪائي- فراغت- وارڪائي- فرجو- مهلت- وار- ڏت- نويڪلائي- اڪيلائي. موڪل- ڇوٽي- آزادي. آرام.

● فَرْضُ ۽ فَرْضَ: ذ. (ع. فَرْضَ = شرعي ٺاهڻ يا جائز ٺاهڻ) خدا جو واجب ڪيل حڪم- (قدرت طرفان) مقرر ٿيل ڪم- اهو شرعي حڪم جنهن جي نہ ڪرڻ ڪري انسان گنهگار ۽ مذهب کان خارج سمجهيو وڃي. قانون قدرت. قانون فطرت. رکيل ڪم- سونپيل ڪم. ذمہ داري- جوابداري.

- فَرْضُ اَدَا ڪَرَڻُ ؛ رکيل ڪم پورو ڪرڻ- شرعي حڪم موجب هلڻ.

- فَرْضُ ڪَرَڻُ ؛ ڪنهن ڳالهہ کي عارضي طور تسليم ڪرڻ. ادا ڪرڻ- داخل ٿيڻ. مڃڻ. ڪلپنا ڪرڻ.

- فَرْضُ ڪَرِي وَرِتَلَ ڳالِهُ: ث. مثال (جو ڪنهن دليل کي ثابت ڪرڻ لاءِ ڏجي).

- فَرْضُ ڪَيَلُ ؛ صفت. سپيل- سونپيل- حوالي ٿيل. سمجهڻ خاطر ۽ مثال طور رکيل.

- فَرْضِي ۽ فَرْضِيُ: ذ. صفت. ضروري- لازمي- واجب- لابد- اٽر. مصنوعي- ٺڳاڏو- جعلي. مثالي.

● فَرْطُ: ث. (ع). گهڻائي- زيادتي- جهجهائي- بسياري- افراط.

- فَرْطِ مَحَبَّتُ: ث. محبت جي گهڻائي- پيار جي زيادتي. نهايت حُبَّ.

● فَرْعَ ؛ ث. (ع). شاخ- ٽاري- لام. وڻ جي ٽارِي.

● فِرْعَوْنُ ؛ اسم خاص. (ع). مصر جي قديم بادشاهن جو لقب- حضرت موسيٰ عليہ السلام جو همعصر مصر جو بادشاهہ. (صفت). مغرور- تڪبر- ايماني- هٺيلو- سرڪش. ظالم- منڪر.

● فَرغَلُ ۽ فَرغَلَ: ذ. ڍڳهو. ڪوٽ - فَرڪِلُ.

● فَر فَرُ؛ ث. (آواز) ڪنهن شيءِ جي تکي هلڻ جو آواز. (ظرف). تکو - تڪڙو - تيز - جلدي - سَرل زبان سان - تڪڙ مان. فصيح نموني - لسَ.

- فَرفَرُ پڙهَڻُ؛ بنا هٻڪ پڙهڻ - تڪڙو پڙهڻ - سَرل زبان سان پڙهڻ. فصيح نموني سان پڙهڻ.

● فَرفِيئونُ: ذ. ڏوا طور ڪم ايندڙ ٻارڪي وکر جو هڪ قسم. (خاڪي ۽ زرداڻ تي مائل هڪ ٻوٽيءِ جو کير).

● فَرقُ ۽ فَرَق؛ ذ. (ع. فَرَقَ = هَن جُدا ڪيو) جدا ڪرڻ جي حالت - جُدائي - علحدگي - تفاوت - وڇوٽي - مفاصلو - ڏورِي - ويڇو - پيدُ - اختلاف - وڇاندر - ويڇو - ڦيرُ. امتياز - تميز - شناخت. ڪوتاهي - ڪمي - گهٽتائي. علم رياضيءِ موجب ڪن ٻن انگن جو تفاوت - ڪٽ. آهت - ٻاڇي - فائدو. ڦوڙائو - فيراق - وڇوڙو. انبشٽت - وروڌ - ڏڦير - ڪِروڌ. ڪورکي ڪم جو هڪ اوزار - تاڇيءِ هيٺان ڏيڻ جو ڪاٺ جو تختو (ت).

- فَرَقُ ٿيڻُ: ويڇو پوڻ - جدائي ٿيڻ - وڇوڙو ٿيڻ. انبشٽ ٿيڻ.

- فَرَقُ ڪَرڻُ؛ اختلاف ڪرڻ - تفاوت ڪرڻ - (دل مان) زنگ ڪڍڻ.

- فَرَقُ هئڻُ؛ جدائي هئڻ - وڇوڙو هئڻ - علحدگي هئڻ.

● فُرقانُ؛ ذ. (ع). (لغوي معنيٰ ۾) حق ۽ باطل ۾ تفاوت ڪندڙ. (اصطلاحي) ڪلام الله - قرآن شريف.

● فُرقتُ ۽ فُرقتون؛ ث. (ع. فَرَقَ = هَن جدا ڪيو) جدائي - علحدگي. وڇوٽي - ويڇو - مفاصلو - ڏورِي. وڇوڙو - ڦوڙائو - فيراق - هجر.

● فَرقپور؛ اسم خاص. تعلقي ٻني عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● فِرقو ۽ فِرقا: ذ. (ع. فِرقه، فَرَقَ = هن جدا ڪيو) ڪُونو - قوم - ذات - نيات - ڪُل - پنٽ - ٻاتُ - ٻَڪڙ - مَتُ - سَمپرداءِ - خاندان - قبيلو - پڙهي - نسلُ. گروهه. ٽولو - ٽولي - جماعت - مذهب - سَڀا - سماج - جٿو - انجمن - مجلس - منڊلي.

● فَرلانگُ ۽ فَرلانگَ؛ ذ. (انگ). ميل جو اٺون حصو - ٻه سئو ويهه وال مفاصلو.

● فَرمانُ ۽ فَرمان: ذ. (ف). باد شاهي حڪم - باد شاهي اعلان - حڪمنامو - فتوي. حُڪمُ - فرمود - آگيا - ارشاد - منشورُ - پروانو.

- فَرمانبَردارُ ۽ فَرمانبَردارَ: ذ. صفت. حڪم مڃيندڙ - حڪم جي بجا آوري ڪندڙ. حڪم جو بندو - آگيا وان - آگيا ڪاري - حڪمي. زير حڪم - اطاعت پذير - محڪوم - مطيع - تابعدار. چئيوان - چيو مڃيندڙ - چئي ۾ - چئيدار - چئيڪار. نيازمند.

- فَرمانبَرداري ۽ فَرمانبَرداريون؛ ث. حڪم جي مڃتا - چئيداري - آگيا پالڻ - تابعداري - اطاعت - بيعت - تسليم - نيازمندي. وفاداري - نمڪ حلالي.

- فَرمانرَوا ۽ فَرمانرَوا: ذ. صفت. حڪم هلائيندڙ - حڪمران - حاڪم - باد شاهه.

- فَرمانرَوائي ۽ فَرمانرَوائيون؛ ث. حڪمراني - حڪومت - باد شاهي - حاڪمي.

● فَرمائِش ۽ فَرمائِشون: ث. (ف. فَرمايِش) حڪم - فرمان - چَوَڻُ - چيو - گهُر - طَلَبَ - اِلتجا - درخواست (مال وغيره لاءِ). اجازت. سوکڙي - تحفو. گيهه لڳل ماني - آڦرائو. تنبيهه.

- فَرمائِشي ۽ فَرمائِشيُ؛ ذ. صفت. فرمائش ڪندڙ - طالبُ. جنهن ڪان مال گهرائجي.

- فَرمائِش ڪَرَڻُ: درخواست ڪرڻ - چاهڻ - گهرڻ - تمنا ڪرڻ. ارشاد ڪرڻ. تحفو گهرائڻ.

● فَرمائِڻُ؛ مصدر. (ف. فرمودن = چوڻ - حڪم ڪرڻ) فرمائش ڪرڻ - فرمان هلائڻ -

حڪم ڪرڻ - حڪم هلائڻ - چَوَڻُ - باضابط چَوَڻُ - آگيا ڪرڻ - ارشاد ڪرڻ. ظاهر ڪرڻ - سيڪارڻ.

● فَرمُودو ۽ فَرمُودا ؛ ذ. (ف. فَرمُودَه = فرمايل) حڪم - فرمان. آگيا - ارشاد. چيو - چَوَڻُ.

● فَرنٽُ ؛ ذ. صفت. (الگ). باغي - فسادي - سَرڪش - وولڪو - ياڳي. (ظرف). تيار - سنبريل - هَٿيو - رِڪاب تي پيرُ.

- فَرَنٽُ ٿيُ ويهڻُ ؛ باغي ٿي ويهڻ - بيزار ٿيڻ - دشمن ٿيڻ. برخلاف ٿيڻ. وڙهڻَ لاءِ تيار ٿيڻ.

● فِرنگُ : ذ. (ف. انگ. فِرنڪ = فرانس جو) انگريزن جو ملڪ - نصارن جو مُلڪ - يورپ.

- فِرنگستانُ ؛ ذ. انگريزن جو ملڪ - فِرنگُ - يورپ.

- فِرنگيُ ۽ فِرنگيُ ؛ ذ. صفت. فرنگ جو رهاڪو. انگريز - نصارو - يورپي - گورو. عيسائي - ڪرستان.

● فَرنو ۽ فَرلَا ؛ ذ. صفت. (سن. ڦَڻُ = ڦِرُهِرُ ڪَرَڻُ. سهولت سان جوڙڻ يا ٺاهڻ، سَرهَتي. ڦَٽڻشا = تکو) تهڪيو ڦهڪيو - تينگيَنُ سَردين - هشناڪي وارو - فَلَڪيُ - چالاڪ. تازو توانو - ٽِپ ٽَاپُ - خوش. خوش پوشاڪ - ٺاهوڪو - عمدو - سهڻو - ڀَلُ پلوڙُ.

● فِروخَتُ : ث. (ف. فِروختَنُ = وڪڻڻ) وڪرو - نيڪالُ - وڪرو.

- فِروختَ ڪَرَڻُ : وڪڻڻ - وڪرو ڪرڻ. نيڪال ڪرڻ - ڏيڻ.

● فِروز ؛ صفت. چَمَڪَ - چمڪو. روشني. تابش.

● فِروش ؛ صفت. (ف. فروختن = وڪڻڻ) فروخت ڪندڙ - وڪڻندڙ. مرڪبات ۾ ڪم ايندڙ لفظ جيئن "ڪتب فروش، ريشم فروش، ضمير فروش، وغيره".

● فُرُوعُ ۽ فُرُوعَاتُ : ذ. (ع. فَرَعَ = جُدا ٿيڻُ > فَرعُ ۽ فُرُوعَ = لام يا شاخ). ٽاريُون - شاخون - لامون - فِقهيُ اصطلاح ۾ آهي مسئلا جن جو اصولي عقيدي يا بحث سان تعلق نہ هجي. (اَصلَ سان فَرَع = پاڙ سان شاخ).

● فُرُوعِيُ ؛ ذ. (ع فرع > فُرُوعَ = ٽاريون) ڍَڪُ. رولُو مال جو عيوضو. (جي اُٺ، ٻڪريون يا ٻيو چرندڙ مال آباد ڪيل يا ڍل ڀَڏل زمين ۾ گهڙي ويندو هو تہ سچو ڏڻ يا ڪلو وڪئي حاصلات حاڪم جي ڪاتي ڪئي ويندي هئي، تنهن مان نہ ڏڻ جي مالڪ ۽ نہ زمين جي مالڪ کي ڪُجھ نصيب ٿيندو هو. رولُو مال بہ هڪدم هٿ بہ ڪيو هو تہ ضبط ڪيو ويندو هو). چورن کان چوريءَ عيوض ورتل ڏنڊ. مڪيہ مضمون جون شاخون - زيربحث ڳالهہ کي ڇڏي ٻيون ڳالهيون. (صفت). رولُو - ايڏنڪو.

- فُرُوعِيُ مُنشِيُ ؛ ذ. ڍَڪَ مُنشيُ.

● فَرَوغ ؛ ذ. (ع). روشنيُ - جوت - چَمَڪَ - جهلڪ - شُعَاعُ. سج - سج جو چمڪو. اورُ - چمڪو - ڏمڪَ - رونق.

- فرو گذاشتُ : ث. (ف). نظر انداز - قلم انداز - درگذر - چشم پوشي - ٽال مٽول. بي پرواهي - غفلت - ڪوتاهي - ڪمي.

● فَرَهادُ ؛ اسم خاص. (ف). هڪ مشهور عاشق جو نالو (جو شيرين جو عاشق هو).

● فَرهَنگ ۽ فَرهَنگُون : ث. (ف). سمجهہ - ڀروڙ - ڄاڻ - دانائي. تڪَ - اندازو. لفظن جي معنيٰ جو ڪتاب - لغت - ڪوش - نام مالها - شبد ڀنڊار - ڊڪشنري. هر هڪ ماڻهوءَ جي نصيب لکيل (خدائي). پٽي - لوح قلم. نصيب - قسمت.

● فَرَهيُ ۽ فَرَهيُون : ث. اکرن لکڻ لاءِ ڪاٺ جي تختي - ڦرهي - پٽي.

● فَريادُ ۽ فَريَاد ؛ ذ. (ف). مدد ملڻ لاءِ ڪيل دانهن. هل - گهوڙا - واويلا. دالهن - پوڪار - ڪوڪ. شڪايت. ڪيس - مقدمو - دعويٰ.

- فَريادَ جو طَرَفُ ؛ ذ. دانهين ڪار - فريادي جو پاسو.

- فَرْيَادَ رَسْ: ذ. صفت. فرياد ٻڌندڙ- دانهن ٻڌندڙ. عرض اونائيندڙ. انصاف ڪندڙ.
- فَرْيَاد ڪَرَڻْ: دانهن ڪرڻ- ڪُوڪ ڪرڻ- ٻُوڪارَڻْ. انصاف لاءِ ڳهُر ڪرڻ. ڪيس ڪرڻ- دعوي ڪرڻ- مقدمو ڪرڻ.
- فَرْيَادَ سَچَائِڻْ: دانهون ڪرڻ- پوڪارڻ.
- فَرْيادِيْ ۽ فَرْيَادِيْ: ذ. صفت. فرياد ڪندڙ- دانهن ڪندڙ. دانهين- مُدَّعِيْ. عرض ڪندڙ- پوڪاريندڙ ڪيس ڪندڙ.

● فِريْبْ ۽ فِرْيبَ: ذ. (ف). دَغَا- دولاب- مَڪَرْ- ٺڳي- ڏوڪو- چَلْ- ترڪَتْ- حيلو- ڪوٽ- ڪُپٽ- ٻوهُ- گهاتْ. جادُو.
- فِرَيْبْ ڏِيَڻْ: ٺڳي ڪرڻ- ٺڳڻ- دولاب ڪرڻ- ڏوڪو ڏيڻ.
- فِريبِي ۽ فَرِيبِيْ: ذ. صفت. فريب ڪندڙ- لِڱُ- دولابِيْ- ڪُپٽيو- دغاباز- مڪارُ- ترڪٽي- ڏوڪيباز- مڪريلو.

● فَرِيْدْ: صفت. (ع). فرد- يڪتا- بي مثل- بي نظير- لاثاني.

● فَرِيْدْ: (ع). (اڪيلو پنهنجو مَٽُ پاڻ) اسم خاص. ماڻهو جو نالو. هڪ شاعر جو نالو "فَرِيدا! ڪک ٻہ نہ لندجي، ڪک نہ وڏي وٿ".

● فَرِيدُ آبادِ: اسم خاص. تعلقي ميهڙ، تعلقي ڏوڪري ۽ تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● فَرِيدَ ٻُوٽِيْ: ث. ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم. هڪ ٻوٽيءَ جو نالو.
- فَرِيْدُونْ: اسم خاص. (ف). ايران جي هڪ عادل بادشاهہ جو نالو.

● فرِيْضَہ ۽ فَرِيْضَا: (ع). ٻندن تي واجب ڪيل خدا جو حڪم "مثلاً" روزو، نماز، حج، ڪلمو، زڪوات" وغيره.

● فَرِيفتہ: صفت. (ف. فَرِيفِتَنْ). ڏوڪو کاڌل- فريب ۾ آيل. موهيَل- شيفتہ- شيدا- مَفتُونْ- دِله ادہ عاشق.

● فَرِيْق ۽ فَرِيْقَ: ذ. (ع). وڏو گروهہ- وڏو ٽولو- جماعت. ڌُر.

● فِريمْ ۽ فِريمِ: ذ. (انگ). ڪورين جو هڪ اوزار. چوڪٺ.

● فُزُونْ: صفت. (ف). وڌيڪ- زيادہ. بِسْيارْ- جهَجهو- گهڻو- ڪثيرْ.

● فَسَادْ ۽ فَسَادَ: ذ. (ع. فَسَدَ=خراب ٿيو) تَباهِيْ- بَرْبادِيْ- خرابي. خَلَلُ- بِگاڙ. جهڳڙو- جهيڙو- فتور- دنگو. وِڳوڙ- فِتنو- بغاوت- غَدَر- خلفشار. لڙائي.
- فَسَادِيْ ۽ فسادي: ذ. صفت. فساد ڪندڙ- بغاوت ڪندڙ. فتوري- مفسِدُ- بغاوتي- فتنہ انگيز- راڄ ٻوڙو. جهيڙائي- جهڳڙائي شرير- ڪوڙو.

● فَسَانو ۽ فَسَانا: ذ. (ف. افْسَانَہْ جو مَخَفَّفْ) هٿ جو گهڙيل قصو- بي اصل داستان- ٺاهيل ڪهاڻي- خيالي قصو- ڪوڙي ڪهاڻي- طبع زاد مضمون. قصو- داستان- آکاڻي- عشقي قصو- پريمي ڪهاڻي. ماجرا- سرگذشت- حال احوال. حڪايت.

● فُسراتَ ڪَرَڻْ (ت): نٽائڻُ- الٽي وڃڻ- ڪوڙ ڳالهائڻ.

● فِسْقْ ۽ فِسقَ: ذ. (ع). نافرماني- حڪم عدولي. صحيح رستي تان هٽڻ جي حالت. بدڪاري. گناهہ- جُرم- ڏوهہ- خطا- قصور. حرامزادگي- بدمعاشي- دُشٽائي- ٻُڇڙائي- ڪُنياءُ- بي انصافي. انرٿُ- اتهار چار- ڪُوڙ- مٺيا- ڪوٽ- ڪُپٽ. فساد- جهيڙو- خرابي.
- فِسْقُ وَ فُجُورُ: ذ. خطا ۽ قصور- بدراهي- گمراهي- بدڪاري- گناهہ ڪبير.

● فِسُونْ: ذ. (ف. افْسُونْ) جادو- سِحْرُ- ٽيرلڪُ.
- فِسُونْ سازْ ۽ فِسُونْ سازَ: ذ. صفت. جادو ڪندڙ- جادوگر- ساحِرُ.
- فِسُونْ گَرْ: ذ. صفت. جادوگر- ساحِرُ.

● فَصاحَتْ ۽ فَصاحَتُونْ: ث. (ع. فَصَحَ= هُنَ صفا ڳالهايو) صفا ڳالهائڻ جي حالت- خوش گوئي- خوش ڪلامي- خوش گفتاري- ڪُشاده سُخُنِيْ- تيز زباني- خوش بياني-

زبان آوري ـ لَفّاظي ـ لِسانيت ـ بلاغت و فصاحت جو هُنر.

● فَصّادُ ۽ فَصّادَ ؛ ذ. صفت. (ع. فَصَدَ = هن سير کولي) سِير چوڙيندڙ ـ خراب رت ڪڍندڙ ـ نشتر زن.

● فَصْدَ ۽ فَصْدوُنُ ؛ ث. (ع). خراب رت واري نَلِي ـ نَسَ ـ رَڳَ ـ دَمَني ـ ناڙ ـ نبض.

ـ فَصْد چوڙَڻُ ؛ سِيرَ چوڙڻ ـ نشتر هڻڻ. ڪِنو رت ڪڍڻ.

ـ فَصْدَ کولَڻُ ؛ فصد چوڙڻ.

● فَصُلُ ۽ فَصُلَ : ذ. سال جي چئن موسمن مان هڪ موسم ـ رُتَ ـ مُنْدَ. لاباري جي مُندَ. موسم جي پوک. ٻنيءَ جي هڪ واري جي پيدائش ـ پوک ـ آبادي. ڳالهائڻ جو هڪ ٽڪرو ـ فقرو ـ قلم. ڪتاب جو هڪ حصو ـ مضمون جو هڪ ڀاڱو ـ اڌياءُ ـ ڀاڱو ـ باب جو هڪ حصو ـ حصو.

ـ فَصُلائُو ۽ فَصُلائا ؛ ذ. صفت. فصل جو ـ فصل وارو. (ذ). لاباري جي وقت سَرِهُ ۽ بهار جي موسم جو وارو. فصل جو ڏنل اَجُورو.

ـ فَصُلِبَٽيرو ۽ فَصُلِبَٽيرا ؛ ذ. فصل جي وقت پيدا ٿيندڙ. لاب جي سَمي ايندڙ. خود غرض آدمي. بي آرام آدمي.

ـ فَصُلِي ۽ فَصُلِي ؛ ذ. صفت. فصل وارو ـ فصل جو ـ مُندائتو. فصل جي مُند تي ليکيل سال ـ مسلماني سال. (ذ). سال جي پڇاڙيءَ واري موسم جي موٽ (جنهن ۾ لابارا شروع ٿين) "لغت پرمانند". ڪجيءَ جو هڪ قسم ـ اصلي جنس جو ضد.

● فَصُلائُو ۽ فَصُلائا ؛ ذ. فصل جي وقت پيدا ٿيندڙ ٻڪي. لاب جي سمي پيدا ٿيندڙ.

● فَصلَ ٻَٽيرو ۽ فَصُلَ ٻَٽيرا ؛ فصل جي وقت پيدا ٿيندڙ ٻڪي. لالچ جي وقت پيدا ٿيندڙ (ماڻهو) ـ وقت جو يار ـ مطلبي ـ خود غرض (ت). بي آرام السان ـ آڻ ٽِڪُ ماڻهو ـ ساهي نه کڻندڙ ماڻهو. (ذ. صفت). بي آرام ـ سُک ڦٽو ـ بي تابُ ـ ٽيرٽيريو ـ ڦِٽڦِٽيو ـ چِلولو ـ چترو ـ ڪِچلو ـ حرڪتي.

ـ فَصَلُ ٻَٽيروُ هَڻَڻُ ؛ آرام نه هڻڻ ـ سُک ڦٽو هڻڻ. حَرَڪَتِيُ هڻڻ. خوشامدڙيو يا چاپلوس هڻڻ. مطلبي هڻڻ (ت).

● فَصِيحُ ۽ فَصِيحَ ؛ ذ. صفت. (ع. فَصَحَ < فَصِيحُ) صحيح ۽ صاف ڳالهائيندڙ ـ صاف بيان ـ آسان گو ـ سهل گو. شيرين ڪلام ـ مِٺَ زبانو ـ خوش ڪلام ـ زبان آورُ.

● فِضا ۽ فِضائُون : ث. (ع). ڪشادي جاءِ ـ ميدان. چوگرد جون حالتون ـ وارتاورڻ ـ وايو منڊل ـ ماحول. هَوا ـ واءُ ـ وايو.

● فَضُلُ ۽ فَضُلَ ؛ ذ. (ع. فَضَلَ = هن بخشو) زيادتي ـ وڌاءُ. عطا ـ بخشش ـ عطيه. بزرگي. علم ـ هُنر ـ جوهر ـ خوبي. مهرباني ـ ڀلائي ـ ڪرپا ـ عنايت ـ نوازش. ٻاجههَ ـ ڪرم ـ ديا ـ رحم ـ مِهرَ. احسان. ڏورو ـ لائق ـ وَڙُ. جيئن

"فضل ڪر فتاح، ٻني تُراڙي ٻاجهه جو"
(شاهه).

● فَضُلانِيُ : اسم خاص. تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● فُضُولُ : صفت. (ع. فَضَلَ = هُنَ زيادتي ڪئي) زياده ـ گهڻو ـ جهجهو ـ وافر ـ بسيار ـ وڌيڪ ـ ازحد ـ ڪثير ـ فاضل ـ فالتو. بي فائدو ـ لا حاصل ـ رائگان ـ اجايو ـ نڪمو ـ ضايع ـ بي ڪار ـ ناڪام ـ نِڪارو ـ اکيارتو ـ وِرتو. اِڊ نکو خرچ ڪندڙ ـ بالفضول ـ گهڻ خرچو ـ هٿ ڦاڙ. زياده ڳالهائيندڙ ـ ٻَڪ ٻَڪيو.

ـ فُضُولُ خَرْچُ ؛ ذ. صفت. ڪمائيءَ کان وڌيڪ خرچ ڪندڙ ـ هٿ ڦاڙ.

ـ فُضُولُ خَرْچِي ۽ فُضُولُ خَرْچِيُون ؛ ث. بي قاعده خَرْچ ـ بيهودو خرچ ـ اجايو خرچ.

ـ فُضُولِي ۽ فُضُولِيُون ؛ گهڻَ ـ وڌيڪ ـ جهَجهائي ـ بسياري ـ بي اندازي ـ زيادتي. خرچ جي گهڻائي ـ اِڊ نکو خرچ ـ واهِياتپڻو.

● فَضِيحَتَ ۽ فَضِيحَتُون : ث. (ع. فَضَحَ = هو خوار ٿيو) خواري ـ بدنامي ـ رُسوائِي ـ ذِلَّتَ. اپمان ـ اپَجَسُ ـ هتڪ عزت. شَرمساري.

● فَضِيلَتَ ۚ فَضِيلَتُون : ث. (ع. فَضَل = هو پلو ٿيو) وڏائي - بزرگي. عمدگي - اوچائي - آتمتا. خوبي - چڱائي - سنائي. خاصيت - گڻ - جوهر. علميت - علم - سليقو - طريقو - آٿ ويهه جو سهڻو ڍنگ - سُشيلتا - سيستاچار - اخلاق. فوقيت - ترجيح برتري.

- فَضِيلَت پَرِيو : ذ. صفت. فضيلت وارو - اخلاق وارو - سلڇڻو - آبائتو - لياقت وارو - پوشيدو - سُشيل - سپوت.

● فِطرَتَ ۚ فِطرَتُون : ث. (ع. فَطَرَ: هن پيدا ڪيو) پيدائش - خلقت - سرشتي - اصل خلقت - آفرينش - نيچر - قدرت. اصل - خميرو - بنياد - ڪنهن به شيءِ جو اصل مادو - جوهر - روح. ذات. سڀاءُ - طبيعت - سيرت - جبلت - مزاج. دانائي - عقلمندي - ڏاهپ - هوشياري - زيرڪي - سمجهه - پڌ - سياڻپ - عقل - چترائي - هوش - گيان. مڪر - فريب - دغا - چالاڪي - عياري - چرتر - دولاب - ٺڳي - چِلَ - ترڪٽ - ڪپت - ڪوڙ. سازش - سَٽ سَٽ - فتنه انگيزي.

- فِطرَتي ۚ فِطرَتي : ذ. صفت. قدرتي - اصلي - بنيادي - ذاتي. خِلقَتي. سڀاويڪ - طبعي - سهج - پراڪرت. فريبي - ڪپتي - دولابي - ٺڳ - حرفتي - مڪريلي.

● فِطرو ۚ فِطرَا : ذ. (ع). عيد رمضان جي نماز پڙهڻ کان اڳ ۾ صدقو. (جو هرهڪ ماڻهوءَ لاءِ ۾ سير ڪڻڪ آهي).

● فِطرِي ۚ فِطرِي : صفت. (ع). خلقتي - اصلي - قدرتي - ذاتي.

● فِعَلُ ۚ اَفعَالَ : ذ. (ع. فَعَلَ = هن ڪم ڪيو) ڪم - ڪاج - عَمَلُ - ڪرتب. ماڻهوءَ جي حرڪت - جنبش. لڇڻ. ڪرتوت - ڪڪرم - خراب ڪم - بڇڙو ڪم - برو فعل - زنا - حرام - آغلام - وچار. گرامر موجب اهو لفظ، جنهن مان هڻڻ، سهڻ جي معني ڏيکاري (گرامر ۾ پنج قسم: ١. لازمي ٢. متعدي ٣. معاون ۴. متعدي بالواسط ۵. مجهول).

- فِعلُ بي فَاعِلُ : ذ. گرامر جي اصطلاح ۾ آهو فعل جنهن کي فاعل ڪونهي - فعل اڪرترڪ.

- فِعلُ لازِمِي : ذ. گرامر جي اصطلاح ۾، فاعل سان لاڳاپو رکي، ڪم يا حالت ڏيکاريندڙ فعل (فعل لازمي کي مفعول ڪونه ٿئي).

- فِعلُ مُتَعَدِي : ذ. متعدي معنيٰ ٻئي تائين لنگهي ويندڙ. فعل متعدي اهو ڪم ٿو ڏيکاري جنهن جو اثر فاعل کان لنگهي، ڪنهن ٻئي تائين پهچي ٿو - سڪرمڪ.

- فِعلُ مُتَعَدِي بِالوَاسِطَہ : ذ. اهو فعل جو آهو ڪم ٿو ڄاڻائي جو ٻئي ڪنهن جي واسطي يا وسيلي سان يا اُن جي هٿان ٻئي تائين اثر پهچائي ٿو.

- فِعلُ مُتَعَدِي مَجهُولُ : ذ. آهو فعل جنهن ۾ مفعول ٽري جملي جو فاعل ٿئي ٿو ۽ فعل هميشه انهي ڏانهن (ڪم ڪندڙ کان وڌيڪ) ڌيان ڇڪائي ائين ٿو ڄاڻائي ته هن تي ڪو ڪم ٿئي ٿو.

- فعلُ مُتَعَدِي مَعرُوفُ : ذ. آهو فعل، جو هميشه پنهنجي فاعل ڏانهن (مفعول کان وڌيڪ) ڌيان ڇڪائي، هيءَ ڳالهه ڄاڻائي ٿو ته هو (فَاعل) ڪنهن ٻئي تي ڪم ڪري ٿو.

- فِعلُ مَجهُول : ذ. آهو فعل جنهن ۾ فاعل ظاهر نه هجي: "ضروري آهي ته هيءُ ڪم ڪجي".

- فِعلِ مُعَاوِن : ذ. آهو فعل جو ٻين فعلن جي زمانن جوڙڻ ۾ مدد يا واهر ڪري ٿو.

- فِعلِيَہ : ذ. علم نَحوَ جي اصطلاح ۾ آهو جملو جنهن ۾ فاعل ۽ فعل هجن ۽ جي فعل متعدي هجي ته مفعول به موجود هجي، جيئن ته "قاسم ويو، قاسم عمر کي ماريو".

● فَغَان : ث. (ف). دانهن - هڪار - فرياد. رڙ - ڪوڪ - واويلا - هنبس - شور. غوغاءُ. (لغت قديم موجب "ف" کي زبر ۽ عربي انگلش ڊڪشنري موجب "ف" کي زير آهي).

● فغفُور : ذ. (ف). چين ملڪ جي بادشاهن جو لقب.

● فَقّ: صفت. (ع). پيلو- زرد- هيڊو- بي رونق- بي رنگ.

- فَقّ ٿيڻ: زرد ٿيڻ- پيلو ٿيڻ (شرمساري سبب منهن جو) بي رونق ٿيڻ.

● فُقْدانُ: ذ. (ع. فَقَدَ = هن وڃايو). گهٽتائي- ڪمي- اوڻائي. فقط.

● فَقْرُ ۽ فَقْرَ: ذ. (ع. فَقَرَ = هو محتاج ٿيو). حاجت- احتياج- محتاجي- گهرج. اڻ هوند- ڪنگلائي- غريبي- ڪنگالپڻ- افلاس- ولهائي- مُفلسي- مسڪيني. درويشي- فقيري. فقيري حالت- اڻ هوند ۾ بہ شڪر جي زندگي. ڪمي- گهٽتائي- ڪوتاهي- هوڻائي- اوڻائي- اڻرائي. پِنو- گدا- فقير- پينڌيات- فقيرن جي سموري قوم- ساڌ سَنْتِ.

- فَقْرُ فاقُو ۽ فَقْرُ فاقَا: ذ. غريبي مسڪيني- آڃ بک- تنگدستي ۽ نحوست. جيئن

"فقر فاقو تن کي پيو لنگهڻ لاهوتين،
ڏسي انهن جي ڏک کي هوند ڏولڪر ڏريو پون".
(ڪرهوڙي)

● فُقَرَاءُ: ذ. (ع. فَقِيرُ ۽ فُقَراءُ). جمع، فقيرن جو ٽولو- گهڻا فقير.

● فِقْرُو ۽ فِقْرَا: ذ. (ع. فِقْرَةُ = ٽُڪر- ٽڪڙي). جملو. جملي جو ڪوئي حصو- سٽ- پورو دَمُ. قانون جو ڪو خاص حصو- قلم- ڌارا.

● فَقَطْ: ظرف. (ع. ف. تڏهن + قَطْ = بَسْ). بس- ڪافي- پورو- صرف- رڳو- محض- تنها- اڪيلو. خاتمو- پورائو. تمت- تمام شد.

● فِقِهو ۽ فِقِهَا: ث. (ع). دريافت- ڄاڻ- واقفيت- پروڙ- سمجهہ. شريعت جي حڪمن جي ڄاڻ. دين جو علم- ڌرم شاستر- علم شريعت.

● فَقِيرُ ۽ فَقِيرَ: ذ. مسڪين- مفلس- ڪنگال- ڪنل- محتاج- غريب- نادار- ڪسمپرسي جي حالت وارو. مجوز. درويش- الله لوڪ- ولي- خدا پرست- صاحب معرفت- صاحب فقر- قانع- سالڪ- تارڪ الدنيا- زاهد- تياڳي. عابد- متقي- دينداز- دينائتو. اهو درويش جو پنهنجي پارن پچن لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ويلو ۽ وڌ ۾ وڌ ٻن ڏينهن وهلن جو

کاڌو پيتو رکي. اهو شخص جنهن وٽ ڪجهہ بہ نہ هجي. بکاري- پِنو- پينڌيات- گدا- پِنندڙ- سوالي- گداگر- منگتو- سائل. (ث. فقيرياڻي ۽ فقيريائيون) لنگهت جو حساب- جن- ڀوت- آسيب.

- فَقِيرِ: ث. غريب عورت. فقيرياڻي.

- فَقِيرُ آڇَنُ: حساب ٿيڻ- جن آچڻ.

- فَقِيرَائُو ۽ فَقِيرَائَا: ذ. صفت. فقير جو- فقير وارو- غريباڻو.

- فَقِيرِتَنُ: ذ. صفت. غريب- مسڪين- نادار.

- فَقِيرِيُ ۽ فَقِيرِيُونَ: ث. فقر واري حالت- مسڪيني- محتاجي- ڪنگلائي- اڻهوند- مفلسي- غريبي. گداگري- پِنَ- بيک. درويشي. زهد. (ذ. صفت). فقير يا فقيريءَ جو.

● فَقِيرُ ائِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● فَقِيرُ ائِيُ جَتَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● فَقِيهُ ۽ فَقِيهَ: ذ. صفت. (ع. فَقُهَ. فقيهہ ٿيو). فقهہ جي علم جو ڄاڻندڙ.

● فَڪَ وِجهَنُ: گهاري وجهڻ- ڦٽائڻ.

● فِڪِتِ ۽ فِڪِتُونُ: ث. فساد- جهيڙو- ڏِڦوڙ.

● فِڪْرُ ۽ فِڪْرَ: ذ. (ع. فِڪْرُ = هن خيال ڪيو). سوچ- ويچار- خيال- سانگو- غور- تامل- خوض- ڌيان. ڳڻتي- چنتا- آڌڪو- وسواس- اوکيا پوکيا- چونرا ڪونرا. اوٽ- اونو- انتظار- اوسيئڙو- انديشو- گمان- ڪتڪو. رنج- غم- ملال- ڏک. پرواه- حاجت.

- فِڪراتَ ۽ فِڪْراتُونُ: ث. ڳڻتي- ويچار- فڪر- پريشاني.

- فِڪْرائِتو ۽ فِڪْرائِتا: ذ. فڪر وارو- فڪر ڪندڙ- منتظر- فڪرمند- اونائتو- آڌيڪ.

- فِڪْرُ ڪَرَنُ: ويچار ڪرڻ- سوچڻ- خيال ڪرڻ. غور ڪرڻ- تدبير ڪرڻ. ڏک ڪرڻ. رنج ڪرڻ.

- فِڪْرُمَنْدُ ۽ فِڪْرُمَنْدَ: ذ. صفت. فڪر وارو- ڳڻتي وارو- چنتا ڪندڙ- انتظارڪش- مُنتظر- ڳڻتيڙو. غمگين- ڏکويل. پريشان.

- فِڪِرُمَنْدِيُ ۽ فِڪِرُمَنْدِيُونُ؛ ث. انتظاري - بي قراري - پريشاني.

- فِڪِرُ نَہ آهي؛ جملو. ڪابہ پرواه ڪانهي. ويچار ڪونهي. پرؤ ڪونهي. حرڪت نہ آهي.

● فِڪِلُ ۽ فِڪِلَ (ت)؛ ذ. فريب - ٺڳي - دغا. ڦيرُ.

● فِگارُ ۽ فِگارَ: صفت. (ف). زخمي - ڦٽيل - مجروح - گهايل - زخميل. جيئن "دل فگار" وغيره.

● فَلاحُ: ث. (ع. فَلَحَ = هو ڪامياب ٿيو) نجات - ڇوٽڪارو - مڪتي - سلامتي - امنُ - بچاءُ - امان - حفاظت - سوگهائي. پناه - اجهو - آسرو - اوٽ. ڀلائي - خيريت - ڀڪي - چڱائي - خير. آرام - راحت - آسودگي - سکُ - سمپدا - سمپت - فرحي. برڪت - لهر بهر - اقبال - طالع چڙهتي - سڦائي. ڪاميابي - فتح مندي.

● فَلاڪَتُ: ث. (ع). ناداري - محتاجي - مفلسي. زماني جي گردش.

● فِلالَيِنُ ۽ فِلالَيِنَ؛ ذ. (انگ) فلانيل جو بگڙيل لفظ - آهو ملائم ۽ نرم اوني ڪپڙو، جو ڏرو آٺيل ٿيندو آهي. هيءُ لفظ پراڻي فرينچ ٻوليءَ جو لفظ فَلَيِنَ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي و هاڻي جي ڇٽو.

● فلاڻو ۽ فلاڻا؛ ذ. (ع. فُلانُ) نامعلوم شخص - فرضي ماڻهو. مبهم طرح ڳالهائڻ لاءِ ڪنهن جي لاءِ اشارو - ٽيڙو مٽيڙو آلاڻو - اِسڪو.

- فلاڻو ٽيڙو ۽ فلاڻا ٽيڙا؛ ذ. امڪو ڊمڪو.

● فَلْسَفو ۽ فَلْسَفا؛ ذ. (يوناني). حڪمت - دانائي - دانشمندي - فلاسافي.

● فَلَسْطِيِنُ: اسم خاص. (ع). وچ مشرق جي هڪ ملڪ ۽ شهر جو نالو.

● فِلْفِلُ؛ ث. هڪ واڍڪي اوزار جو نالو. رَندي جو هڪ قسم (جنهن سان ڪاٺ ۾ جهري ڪيجي). ميرچ.

● فَلَڪَ ۽ فَلَڪُونُ؛ ث. دٻدٻو - حشمت - رُعبُ - درجو - زور - شانُ. سَتِيا - جرئت - همت - همٿ - پٽو. خيال - ڌيان. پرواه. تکڙائي - جلدائي - ڦڙتي - چالاڪي - چُستائي. ڌ ڪار.

- فَلَڪَ ڏيکارَڻُ؛ همت ڏيکارڻ. چالاڪي ڏيکارڻ - جلدائي ڪرڻ.

- فَلَڪَ ڪَرَڻُ: همت ڪرڻ. تيزي ڪرڻ.

- فَلَڪَ نَہ آڻڻُ: پرواه نہ ڪرڻ - خيال ۾ نہ آڻڻ. سنڀال نہ ڪرڻ. ويچار ۾ نہ ڪرڻ.

- فَلَڪُون هَٽَڻُ: همت ڀڃڻ - مڙسي ڪرڻ.

- فَلَڪَئي اَنہ پَوَڻُ: ڪنهن جي ڪاڻ نہ ڪرڻ. سُڃ نہ ڄاڻڻ. اک نہ ڀڃڻ - هيچ سمجهڻ.

- فَلَڪِيُ ۽ فَلَڪِيُونُ: ث. ترڙائي. چالاڪي - ڦُڙتائي - هُشياري.

- فَلَڪِيُ ۽ فَلَڪِيُ؛ ذ. صفت. چالاڪ - چست - ڪڙو تڙو - جَلَ ڦٽاڪو. شاندار - ڀڀڪيدار - عاليشان - رعبدار - باحشمت. اوچو - آتم.

● فَلَڪُ ۽ فَلَڪَ: ذ. (ع). آسمان - آڪاس - آڀ - چرخُ - گگن - آنبرُ - سما.

● فِلْڪُ ۽ فِلْڪَ؛ ذ. (ع). فرق - بندُ - قيدُ. زنجير - نيرُ. فرق - ويڇو - وٿي. جدائي. جيئن "سچو آهي وصال سپرين، ڪاٿي فِلڪ فِراق" (سچل).

● فِلْقُ ۽ فِلْقَ؛ ذ. (ع). بَنْدُ. زنجير - نيرُ. فرقُ - ويڇو. وڇُ. بدبختي - نياڳُ. ڏک - مصيبت.

● فِلْمَ ۽ فِلْمُونُ؛ ث. (انگ). فوٽو - عڪس - ڇاپو. پڪچر - مورتن جو تماشو. سئنيما - ناٽڪ - کيل. (ڪنايتہ) مزاج - طبيعت - سڀاءُ. خيال - ڌيان.

- فِلْمَ ڪِڇيءَ پَوَڻُ؛ پراڻي ڳالهہ پنهنجي ذمي اچڻ. ڪنهن مصيبت جو ڪِڇيءَ ۾ پوڻ.

- فِلْمِيُ ۽ فِلْمِيُ؛ ذ. صفت. فلم جو - فلم ورو.

● فِلَنْگُ ۽ فِلَنْگَ؛ ذ. (ف. فرنگ) يورپ - انگلستان - فلينڪ.

- فِلِنْگِي ۽ فِلِنْگِي: ذ. صفت. فِرنگي - گورو - يورپي - انگريز.
- ● فِلُو ۽ فِلُو: ذ. (انگ. فِلاوَر = گُلُ). تاس جي پتن جي چٽن رنگن مان هڪ رنگ - ڦُلُو - چِڙيا.
- ● فُلُوسُ ۽ فُلُوسَ: ذ. (ع). ٽامي جو هڪ سِڪو - پيسو - ڏوڪڙُ - پئسو. ڌن - دَوْلَتَ.
- ● فِلوو رُ: ذ. (انگ. = گُل) تاس جو هڪ رنگ - چِڙيا.
- ● فَمُ ۽ فَمَ: ذ. (ع). واتُ - مُنهن - مُکُ - دَهَنُ - دهانُ - ٻُوتُ.

"فَنَا وجهي فَمَ ۾، ڪارَڻِ ٿِيي ڪَبابَ"
(شاهه).

- ● فَنُ ۽ فَنَ: ذ. هُنر - ڪاريگري - ڪارستاني - ڏانءُ - ماڃرائي - ڪرتبُ. دستڪاري. ڪَسَبُ. پيشو - ڌنڌو. چالاڪي - هوشياري. گُڻُ - خاصيت - لائقي - لياقت. حال - وضع - طرح - انداز - ڍنگ. نوعُ - قسم.
- فَنْڪارُ ۽ فَنْڪارَ: ذ. صفت. هُنر وارو - هُنر جو ڄاڻُو - هنرمند - ڪاريگر - ڪارستان.
- ● فَنَا: صفت. (ع). نيست - نابود - ڇَٽُ - ختم - معدوم - مُنهدم - ڦِٽايل - برباد - نَاسُ - ناڙ پَٽِيلُ. مُٽَلُ. گُم - وَيَلُ. وسائل. خارج - مُنْطفي. (ذ). گهاتُ - خرابي - وِناسُ - ستياناس - تباهي - پائمالي.
- فَنَا ٿِيَڻُ: برباد ٿيڻ - ناس ٿيڻ - آجاڙ ٿيڻ - ڇَٽُ ٿيڻ - ڪَٺو ٿيڻ - مرڻ.
- فَنَا فِي الله: ذ. فقيرن جي هڪ منزل جو نالو - (جنهن ۾ مريد، مرشد ۽ رسول جي وسيلي الله جي ڌيان ۾ هوندو آهي، هيءَ ٽئين منزل آهي).
- فَنَا فِي الله ٿِيَڻُ: خدا تعاليٰ کان سواءِ ٻيو سڀ وساري ڇڏڻ - رب تعاليٰ جي ذات ۾ محو ٿي وڃڻ - خدا تعاليٰ جي عشق، خوف ۽ ذڪر ۾ محو رهڻ - صوفي طريقي موجب فنا في الله جي منزل کان پوءِ بقا با الله جي منزل کي پهچڻ.
- فَنَا فِي الرَّسُول: ذ. صوفي فقيرن جي ٻي منزل جو نالو (جنهن ۾ مُريد مُرشد جي معرفت رسول اڪرم جي ڌيان ۽ عشق ۾ هوندو آهي).
- فَنَا فِي الشَّيْخ: ذ. صوفي طريقي موجب فنا جي پهرين منزل جو نالو (جنهن ۾ مرشد جي ذات ۾ فنا ٿي سندس حڪم موجب هلجي).
- فَنَا ڪَرَڻُ: ڇَٽُ ڪرڻ - نابُود ڪرڻ - ناس ڪرڻ - ختم ڪرڻ.
- فَنَا ڪائِڻُ: فنا ٿيڻ. دنيا ئي سڌون مارڻ. محبوب ۾ مَحو ٿيڻ.
- ● فِنْجانُ ۽ فِنْجانَ: ذ. (ف). پيئڻ جو ننڍڙو گلاس - گلاسڙو.
- ● فَنْجَوائِي: اسم خاص. جسڪاڻي بلوچن جو هڪ قبيلو.
- ● فَنْدُ ۽ فَنْدَ: ذ. (ع. فَنُ) هُنر - فَنُ - ڪاريگري. اٽڪل - چالاڪي. طرز - ڍَنگُ. مَڪَرُ - ٺڳي - ڌوڪو - فريب - ڇَنڊُ - ڦَندُ - دولاب - دَغا. ڦاهي - سيرڪٽي - ڦاندو - ڦاسٽي - ڦِڙڪ - ڦِڙتِي - ڇُڙڪ - ڦندو - ڄار - مونجهارو. دامُ. ڇَندو - ڦوڙِي - ڦاندڙي - ورچ.
- فَنْدائِيتو ۽ فَنْدائِيتا: ذ. صفت. فند وارو - ٺڳيءَ جو - هُنرمند. اٽڪلي - چالاڪ. مڪريل - ٺڳُ - ڌوهي - فريبي - ڇندائتو.
- فَنْدائِي ۽ فَنْدائِيُون: ث. مَڪَرُ - فنديائي - حرفت - چالاڪي - چترائي - چالبازي - اٽڪل - رَمز.
- فَنْدِي ۽ فَنْدِي: ذ. صفت. هُنري. ٺڳي ڪندڙ - مڪريلي - اٽڪُ - ڦندي - ڇندائتو - چَلي.
- ● فَنْدَقَ: ث. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم - ٻسارڪو هڪ قسم جو وڪر.
- ● فِنْدَڪَ ۽ فِنْدَڪُون: ث. ڇِٽِي - ٽُولڪو - ڦِنْدَڪ.
- ● فُوارَهُ: ذ. (ع. فَوْرَ = ڪاڙهڻ) پاڻيءَ کي ٻوند ٻوند جي صورت ۾ آڇلائيندڙ نَلُ - ڦُهارو.

● فَوائِدُ: ذ. (ع. جمع فائدي جو) نفعا – فائدا.

● فَوتُ ج فَوتَ: ذ. صفت. (ع). مري ويل – وفات ڪيل – مُئل – مُئو. الهُود – فنا – وَيلُ – گذريل – مَعدُومُ. (ذ). موتُ – مرگ – قَضا – ڪالُ – انتقال – قَضيو – مَرتيو – رِحلت – رضا – وفات – اجَلُ.

– فَوتُ ٿيڻُ: مرڻ – مري وڃڻ – وفات ڪرڻ – انتقال ٿيڻ – رحلت ڪرڻ – گذري وڃڻ.

– فَوتيءُ ج فَوتيءَ: ذ. صفت. فوت ٿيل – مري ويل – مُئل – وفات ڪيل – وفاتي – لاڏاڻو ڪيل – چالاڻو ڪيل – رضا ڪيل – مرحوم – مرڳواسي.

● فُوٽُ ج فُوٽَ: ذ. (انگ. Foot) ماپ ڪرڻ جي هڪ ڪَچَ – ٻارهن انچ.

● فوٽو ج فوٽوءَ: فوٽا: ذ. (انگ. Photo) عڪسي تصوير – ڇاپا چٽر. مُورت – تصوير.

● فَوجَ ج فَوجُون: ث. (ع). سپاهه – لشڪر – عَسڪر – سَينا – ڪٽڪُ. گروهه – جٿو – ٽولي – انبوهه – هجوم – دَل. جماعت.

– فَوجدارُ ج فَوجدارَ: ذ. صفت. لشڪري عملدار – فوج جو اڳواڻ – سپهه سالارُ – سپهه دارُ – فوج جو آفيسر. شهر ۾ پوليس جو هڪ وڏو عملدار – شهر جي اندر يا ٻاهر جو انتظام رکندڙ پوليس آفيسر.

– فَوجدارِيءُ ج فَوجدارِيُون: ث. فوجدار جو عُهدو – سپهه سالاري. فوجدار جي آفيس. پوليس جي ٻڌڻ جوڳي ڏوهه وارو ڪيس.

– فوجڪشيءُ ج فوجڪشيُون: ث. لشڪر جي چڙهائي – حملو – يورش – ڪاهه.

– فَوجيءُ ج فَوجيءَ: ذ. صفت. فوج جو – فوج وارو – لشڪري – جنگي – سَپاهڪ – سپاهڪو.

● فَوجڪاهُه: اسم خاص. تعلقي حيدرآباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● فوجلاڻيءُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (لاشاري بلوچن جو هڪ قبيلو).

● فَودِنوُ ج فَودِنا: ذ. (ف. پودِينا) ڀاڄيءَ ۾ خوشبوءِ طور ڪم ايندڙ ٻوٽي جو هڪ قسم. ڪاري ٽر جبل جو هڪ ٻوٽو (ڪ).

● فَوراً: ظرف. (ع). تُرت – جلدي – جهٽ پٽ – هڪدم – يڪدم – اُن ويل – تهتا.

● فوطو ج فوطا: ذ. روڪڙ – (پئسن) جو ڪجهه انداز – ڪنهن خريديءَ لاءِ رکيل رقم جو انداز – مورُ – ٽيٽ – سُوڙِي.

● فَوقُ: ظرف. (ع). مٿي – مٿانهون – مٿيون.

● فوقيتُ: ث. اُتمتا – اُچاڻ. اوچ – فوق. اُچائي – وڏائي – عظمت. سبقت. فخر – بزرگي – شيخي. شان – شرف – شوڪت. بهتري – برتري – فضيلت.

● فَولادُ ج فَولادَ: ذ. (ف). ڌاتُوءَ جو هڪ قسم – رنگُ. طاقت ڏيندڙ دوا جو هڪ قسم – خون پيدا ڪندڙ دوا جو هڪ قسم – هڪ ڪشتو. (صفت). سخت – مضبوط – ڏاڍو.

– فَولادِيءُ ج فَولادِيءَ: ذ. صفت. فولاد جو – فولاد وارو – رنگُ جو – رنگائون. تمام سخت – تمام تيز – جوهردارُ.

● فَولسُ ڪيپُ: ذ. (انگ) پيڙو ولائتي اڇو پنو (جو ساڍن تيرهن انچن کان ساڍن سورهن انچن تائين ٿيندو آهي).

● فونو ج فونا: ذ. (انگ). آواز جي مشين جنهن تي رڪارڊ وڄائڻ سان اصل آواز ٻڌڻ ۾ اچي.

● فُهارَ ج فُهارُون: ث. ٻُوند – سنهي وسڪار – ڇٽڪار – ڇنڊڪار. سنهون مينهن – ڦڻهڪُون.

– فُهارو ج فُهارا: ذ. ڇنڊڪار ڪندڙ اوزار – ڦُوهارُ – ڦُوهارو.

● فِهرَستَ ج فِهرَستُون: ث. (ف). شين جي تفصيل جو ڪاغذ – تفصيل نامو – تفصيل – فرد – ياد داشت – لسٽ – تذڪرو – پنوتري.

● فَهمُ ج فَهمَ: ذ. (ع) سمجهه – عقل – سوڌ – سروڻ – خبرد – دماغ – پرجهه – وقوف – ادراڪ – گيان – علم – تميز – شعورُ – دانائي. هوش – حوصلو.

- فَهُميدو ۽ فَهُميدا : ذ. صفت. فهم وارو - سمجهو - واقف - سياڻو - ڏاهو - داناءُ - عاقل - عقل وارو - هوشيار - ذهين - هوشائتو - هوشوند - زيرڪ - اڪابر - گيانِي - ڄاڻو.

● فَهُمائِش ۽ فَهُمائِشون : ث. هدايت - نصيحت. سمجهاڻي - تلقين. سيکت - سڌ - تنبيهه - تاڪيد - تاد يب. ڏس - ڄاڻ - اطلاع.

● فَهِيم ۽ فَهِيم : ذ. صفت. (ع. فَهِمَ = هن سمجهيو). سمجهو - سمجهدار - عاقل - ذهين - عقلمند - داناءُ - سڄاڻ.

● فَهمِي ۽ فَهمِيون (ت) : ث. سرت - سمجهه.

- فَهمِيون مُنجهائڻ : حوصلا منجهائڻ - فڪر ۾ وجهڻ - گمراه ڪرڻ - سنئين رستي کان ٿيرائڻ.

● فِي : حرف جر (ع. في = ۾). هر هڪ تي - هڪ هڪ لاءِ - جيئن "في سيڪڙو، في سال، في مڻ". (ظرف) اندر - منجهه - ۾. اجورو - عيوضو. اجوري جي مقرر ڪيل رقم - محنتاڻو.

- فِي اللّٰه : ظرف. اللّٰه تعاليٰ سان - اللّٰه جي محبت ۾.

- فِي البَديهه : ظرف. هڪدم - فوراً - ترت. بنا ويچار.

- فِي الجُملَه : ظرف. مطلب ڳالهه جو - قصو ڪوتاه.

- فِي الحَال : ظرف. بالفعل - هينئر - هن وقت - هن گهڙي - هن دم - اجهو هينئر. جلدي - تڪڙ ۾. بهرحال - عارضي طور. ٿوري وقت لاءِ.

- فِي الحَقِيقَت : ظرف. حقيقت ۾ - در حقيقت - در اصل - واقعي - حقيقتاً.

- فِي السَّقَر : ظرف. دوزخ ۾.

فِي اَمانِ اللّٰه : ڪلمو. خدا جي حفاظت ۾ - موڪلائڻ جي وقت (دعا جو ڪلمو).

- فِي سَبِيلِ اللّٰه : ڪلمو. اللّٰه جي واسطي - خدا جي راهه ۾ - خدا جي وات ۾ - راهه مولي.

- فِي سيڪڙو ۽ فِي سيڪڙا : ذ. سَوَ رپين تي - سَوَ رپين پٺيان - في صدي.

- فِي صَدِي : ظرف. سَوَ تي - في سيڪڙو.

● فَيّاض ۽ فَيّاض : ذ. صفت. فيض پهچائيندڙ. بخشش ڪندڙ. نهايت خير خيرات ڪندڙ - وڏو سخي - ڏاتار - آدارتا - ڪريم. فراخ دل - ڪشادي دل وارو - درياهه دل - دل وارو - دياوان.

- فَيّاضِي ۽ فَيّاضِيون : ث. ڪشاده دلي - بخشش - سخاوت - ڏاتاري - آدارتا - درياه دلي - فراخ دلي.

● فِيت ۽ فِيتون : ث. سنهي پٽي - ماپڻ لاءِ پٽي - فوٽ پٽي - سنئين ليڪ ڪڍڻ لاءِ ڪاٺ جي پٽي.

● فَيرُوزو ۽ فَيرُوزا : ذ. (ف. فَيرُوزَه). قيمتي پٿر جو هڪ قسم - (نيرو رنگ، منڊين تي جڙو چاڙهڻ جو هڪ پٿر). پيروزو. منڊيءَ جي ٽڪ لاءِ هڪ پٿر يا ٽڪ.

- فَيرُوزي : صفت. فيروز جي رنگ جهڙو - نيلگون - نيلو - نيرو - آسماني.

● فِيز ۽ فِيزون : ث. گهوڙي جي ڪر جي مٿان مُريهي وارو حصو - "فيزن جا وار".

● فَيشَن ۽ فَيشَن : ذ. (انگ). رسم - رواج - دستور - قاعدو. چال - هلت - چلت - اسلوب - روش. صورت - شڪل - روپ. ترڪيب - ساخت - بناوت. طور - طريقو - طرز - ڍنگ - ڍب. سينگار. ٺينڊ ٺور ٺاهه ٺوهه.

● فَيصِلو ۽ فَيصِلا : ذ. (ع. فَيصَلَه > فَصَل : هن نبيريو). نياءُ - نبيرو - عدل - انصاف - آچار - نچيرو. نهراءُ. قصد. صفائي - آڪلاءِ - چڪت - آدهه. جيوري يا جج جو رايو - راءِ - فتوي.

- فَيصِلنامو ۽ فَيصِلناما : ذ. فيصلي جو لکيل ڪاغذ - لکيل نبيرو - تحريرنامو.

● فَيض ۽ فَيض : ذ. (ع). لغوي معنيٰ ۾ درياءَ جي بوڏ - چاڙهه - اٿل. لفعو - فائدو - لاڀ - پرابت - آپراسو - ڪٽيو - آهت. فياضي - نيڪي - ڀلائي. خيرات - بخشش. ڪرم - ٻاجهه - مهرباني. فلاح. درياءَ دلي - آدارتا - فراخي. عشق جو لهرو - موج - آسنگ.

- فَيض بَخش : ذ. فائدو ڏيندڙ - مُفِيد. مهرباني بخشيندڙ.

- فَيْضُ رَسَانَ: ذ. صفت. فائدو پهچائيندڙ.
- فَيْضَوَارو ۽ فَيْضَوَارا؛ ذ. صفت. فائدي وارو- مهرباني ڪندڙ.

● فَيْضِيُ؛ اسم خاص. (ع). اڪبر بادشاهہ جي هڪ درباري رُڪن جو نالو. (شيخ ابوالفيض فيضي، شيخ مبارڪ جو پٽ ۽ ابوالفضل جو ڀاءُ، اصل ويٺل سيوهڻ سنڌ).

● فَيْضَانُ؛ اسم خاص. (ع. فيضہ = چاندِيُ، فيض = مهرباني) عورت جو نالو.

● فِينگهوربا (ٽ)؛ ذ. سنهيون ڪاٺيون- ڦينجها- ڦينگها.

● فِيلُ ۽ فِيلَ: ذ. (ف. ع). جهنگلي جانور جو هڪ قسم- هاٿي- گجُ- ڀيل. شطرنج راند جو هڪ مُهرو.

- فِيلبانُ ۽ فِيلبانَ؛ ذ. صفت. هاٿي هلائيندڙ- هاٿي هڪليندڙ- پيلبانُ. سگهو طاقت وارو مرد.
- فِيلپا: ث. بيماريءَ جو هڪ قسم- هاٿيءَ پير- داءِ الفيلُ.
- فَيلپانو ۽ فَيلپانا؛ ذ. ٿُلهو- ڀيل پانو.
- فِيلمُرغُ ۽ فيلمُرغَ؛ ذ. جانور جو هڪ قسم. (جنهن جو بدن پکيءَ جهڙو ۽ پير هاٿيءَ جهڙا ٿين).
- فِيلِ مَستُ؛ ذ. صفت. چريُ هاٿي جهڙو. پهلوان- جنگجو. مضبوط.

● فَيلسُوفُ ۽ فَيلسُوفَ؛ ذ. صفت. (يوناني. فيلو = مُحِبُّ + سوفا = حڪمت) علم دوست- حڪمت دوست- گياني- داناءُ- عاقل- ڏاهو- عقلمند. حڪيم- ويجُ- طبيب. ڌيرج وارو. تت ويتا- ڀا ڪندڙ.

- فَيلسُوفِي ۽ فَيلسُوفِيُون: ث. حڪمت- دانائي- سياڻپ- دانشمندي- ڏاهپَ- عقلمندي. تتو گيان- علم. ڌيرج- تحمل.

● فيمِلِي ۽ فيمِلِيُون: ث. (انگ) ڪُٽنب- قبيلو- گهر ٻار- ٻار ٻچا- آل عيال- اهل عيال.

# ق

**ق:** ث. سنڌي الف- بي جو ٣٧ اکر سندس آچار "قي".

● قَابَ ۽ قَابُون (ل): ث. رَنبِيُ- رانبي (ٽ).

● قَابِڻُ (ٽ): مڇيءَ جو هڪ قسم.

● قَابِڻو ۽ قَابِڻا؛ ذ. اسم خاص. درياءَ جي مڇي جو هڪ قسم- جرڪي جهڙو (ٻنا چلرَ ۽ ٻنا ڪنڊي، ڏيکو ٣-١٥ انچ).

- قَابِڻِي ۽ قَابِڻِيُون: مڇيءَ جو هڪ قسم.

● قَابوتِي ۽ قَابوتِيُون (ل)؛ ث. ڪاٺ جي ڏالد ٻڇي چهر- ڪاٺ جي چيٽِيُ- ڪاٺ جي ننڍي رنبي.

● قَاقِڪو ۽ قَاقِڪا (ٽ): ذ. چيٽو- ڪوٻر.

● قَاتُ ۽ قَاتَ؛ ذ. (سن. وَتَ = ورهائڻ) حصو- ڀاڱو- ڀتي. درياهہ مان زور سان قاٽي لڪتل شاخ- وڏو واهڙ.

● قَاتَڪُ ۽ قَاتَڪَ؛ ذ. (سن. ڪَپاٽ = دروازو). وڏو دروازو. دَرُ- گهَٽُ- اوڪار- اوڪاس. (ل). لَڪُ- لانگهو- لنگهہ- گهيڙ. ريلوي لائين کي اڪرڻ لاءِ ٺهيل دروازو. رولو ڍورن کي بند ڪرڻ جي جاءِ. ڍَڪُ- ديوار- حاطو. واهہ يا بند آڪرڻ جي جاءِ- دمدمو (ٽ).

- قَاتَڪدارُ ۽ قَاتَڪدارَ؛ ذ. صفت. قاتڪ جو سنڀاليندڙ. محافظ- راکو- چوڪيدار- رکپال.
- قَاتَڪُ قَاتَڻُ؛ (ٽ). وڏو سوراخ ٿيڻ. راز کلي پوڻ.

- قاٽڪَ وارو ۽ قاٽڪَ وارا: ذ. صفت. قاٽڪ کي سنڀاليندڙ - دربان.

● قاٽڻُ: مصدر. (سن. سُقَٽَ = ڦاڙي. ڦَٽَنُرَ = قاٽَڻ) ڦُٽَڻ - ڏرڻ - چيرجڻ - ڦاڙجڻ - ڦاٽجڻ. ڀر اڌ ٿيڻ - اڌ واڌ ٿيڻ - چاڪ ٿيڻ - ڦاٽ ڪاڻ - شڪاف ٿيڻ - ڦوڙ ٿيڻ - سير ٿيڻ. آڏ ڙڻ - ڪُلي ڀون - زور سان کلڻ - ٽُٽڻ ڀڄڻ - ڇڄڻ - ڦارون ٿيڻ - ڦاڪون ٿيڻ - ٽُڪَرَ ٿيڻ - جُدا ٿيڻ - حصا ٿيڻ - انکهَ اچڻ - انگهه اچڻ سبب ڦاٽي پوڻ (ڪپڙو وغيره). ظاهر ٿيڻ - نمودار ٿيڻ - ڏسڻ ۾ اچڻ. زور سان دانهون ڪرڻ - رَڙَڻ - رِڙهون ڪرڻ - ڪيڪڙات ڪرڻ - ڪُوڪڻ - ڪُوڪارڻ - ٻاڪارڻ - ٻُرڻ - ٻڙڪڻ - ٻوڪو ڪرڻ - ريهاڙ ڪرڻ - روئڻ - رُئڻ - ميڪڻ. آواز ڪرڻ - ٽِٽَ ڏيڻ. سوئر جون دانهون ڪرڻ (ت).

- ڦاٽُ ۽ ڦاٽَ: ذ. ڦاڙ - ڏار - چير - شڪاف - چاڪ - انگهه - چهَڪُ - ڦوٽَ - ڦوڙ - سير - ڇُهو - ڪُوڪ - دانهن - رِڙهه - وُوءِ - ٻوڪ - ڪيهَ - راڙهه - ريهار - گُجهه.

- ڦاٽاڙو دُهُلُ: ذ. سڀ ڪجهه ظاهر ڪندڙ - وات ڦاٽاڙو - ٻڪواتي - ٻڙ ٻڙيو - وِتو تيو - رِب - جهڪَ - ٻَڪ ٻَڪيو.

- ڦاٽُ ڏِيَڻُ: (ت). ڳالهه ظاهر ڪرڻ - راز ظاهر ڪرڻ. ٻن جي وچ ۾ ڳالهائڻ.

- ڦاٽُ ڦاٽڻُ: ڳالهه ٻاهر ٿيڻ - راز ظاهر ٿيڻ - ڳجهه کلڻ - سازش ظاهر ٿيڻ - ڦَڪَڙُ ڦاٽڻ.

- ڦاٽُ ڦاڙَڻُ: ڳجهه ظاهر ڪرڻ - پول پڌرو ڪرڻ - راز کولڻ.

- ڦاٽُ ڪاٽڻُ: ڳالهه ظاهر ڪرڻ - خبر ڏيڻ - سُڌ ڏيڻ - ظاهر ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ.

- ڦاٽوُڙوُ ۽ ڦاٽوُڙا: ذ. صفت. ڦاٽوڙو - دل ۾ ڪابه ڳالهه رکي نه سگهندڙ - هلڪو (دل جو) (ت). ڦاٽل - چِٽل (ٿ).

- ڦاٽوُڙوُ دُهُلُ: ذ. ڄڻ ڦاٽل دهل. (صفت). منهن تي چٽي ڏيندڙ - ليڪَ نه ڪندڙ - نه ڇوڻ جهڙيون ڳالهيون منهن مقابل ٺهڪائي ڏيندڙ - ٻين جا ڳجهه ظاهر ڪندڙ - دل جو هلڪو. راز نه لڪائيندڙ. ٻوڪاڙي (ٿ). ٻَڪ ٻَڪيو - چُغل خور (ت).

- ڦاٽوُڙوُ دُهُلُ هڻڻُ: ڳالهه دل ۾ نه ماندڻ - جيڪي اچي سو منهن تي چٽي ڏيڻ.

- ڦاٽيُ ۽ ڦاٽِيُون: ث. صفت. ڦاٽل (اگهڙي) - چِٽل (ڪپڙو).

- ڦاٽيُ پَوڻُ: چيرجي پوڻ - شق ٿيڻ. ميرجڻ - ڏرڻ. ڪنهن ڳالهه جو گهڻائيءَ سان ٿيڻ - افراط سان ٿيڻ. گهڻائيءَ سان پيدا ٿيڻ. ”فلاڻو ناڻي سان ڦاٽي پيو آهي“ (جملو).

- ڦاٽِيُون سِبڻُ: ڳنڍ ٽوپ ڪرڻ - ماڻني ڳنڍڻ - نه چڻڻ.

● ڦاپِٽوُ ۽ ڦاپِٽا: ذ. مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڦادَڙُ ۽ ڦادَڙَ (ت): ذ. فراخ - ڦاٽ.

● ڦادَڪُ ۽ ڦادَڪَ: ذ. ڪيڻ جي هيٺين ڪڙن ۾ ٻڌڻ لاءِ رسيءَ جو ٽڪر. ڦادڪي (ٿ).

- ڦادَڪِيُ ۽ ڦادَڪِيُون (ت): ث. ڦادَڪُ.

● ڦاڏَلُ ۽ ڦاڏَلَ (ت): ذ. صفت. نامرد - بي مڙسيو - ڪدڙو - هيجڙو - مخنث.

● ڦاڏَ ۽ ڦاڏوُن: ث. مينهن جو هڪ قسم (جنهن جا سڱ ٻاسي تي) - ڦاڏِي (سڱ موڪرا ۽ ٻاسي تي وريل) ڏَبي (ل) ڏِنڪي ڪاني (ت). هَرَ جو هڪ اوزار - ڏالد ڇچي ڪاني - چَپَرَ (ڪ).

سُڌي ترار

”الهه بخش ٻانيو وڃان آءٌ آتي،
وڃان ميرَ ڪان ڦاڏ ٻنهنجي وٺي“.

ٻڪ - پٽڪو. ڦِٽل ڪُوهه يا ڪَڏَ.

- ڦاڏِيُ ۽ ڦاڏِيُون: ث. مينهن جو هڪ قسم - ڦاڏَ.

- ڦاڏَ هڻڻُ: (ڪ). ڪنهن شيءِ جي ڍري ٿيڻ ڪري سوراخ ۾ ٻي جهل وجهڻ - چَپَرَ هڻڻ.

● ڦاڏَروُ: اسم خاص. تعلقي ميرپورساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قاڌَرُ ٤ قاڌَرَ (ت)؛ ذ. صفت. تمام ويڪرو- وڏو.

● قاڌو ٤ قاڌا؛ صفت. ويڪرو. ورڍل.

● قاڌِيُ ٤ قاڌِيُون؛ ث. هڪ سڱ هيٺ ۽ پيو مٿي واري مينهن يا ڳئون.

● قاچُ ٤ قاچَ؛ ذ. قَچُ- قَتُ- زخم.

● قار ٤ قارون؛ ث. (سن. قَلَ = چيرڻ > قال = قارَ) حصو- ٽڪرو- ڀاڱو- پتي- ٻخرو. ڪنهن ميوي (گدري، چالهين وغيره جي) قاڪَ- قاش. ٿاونگيءَ جي الدوئين ڪپ جو هڪ حصو. (ع. فال جو بگڙيل) فال- سگڻ- سئوڻ- ٽوٽو.

● قارُ ٤ قارَ؛ ذ. (سن. قالم = قارُ > قَل = ٻاهر ڪرڻ- چيرڻ) هَر جي ڦاڙيءَ ۾ (زمين کيڙڻ لاءِ) لوهي نوڪدار ٽڪر- چولي- کوهو- چُري يا ڪَپَ جو ويندڙ لوهي حصو- قَرُ.

● قاراوڙُو ٤ قاراوڙا (ت)؛ ذ. ٻاٺيءَ جي ٻڪيءَ جو هڪ قسم.

● قاراهو ٤ قاراها؛ ذ. ڏاڍيءَ ٻڪيءَ جو هڪ قسم. بَدڪ جهڙو هڪ ٻڪي.

● قاراٺو ٤ قاراٺا؛ ذ. ڏاڍي ٻڪيءَ جو هڪ قسم. وڏو قاراهو.

● قارَڪُ ٤ قارَڪَ؛ ذ. صفت. اڪمو- ناڪار- ناڪارُ- نڪارو- ڪين ٿيو- بيڪارو. اجايو- فضول- اڪيارٿو- ورٿو- رائيگان- وِتو- مفت- ناحق- خالي ٻيلي- بي فائدو. خلاص- ٽڪل- خالي- ڏيٺي وٺي- رهيل- ڪِيڻ. ٻالهو- والدو- فارغ.

● قارِڪو ٤ قارِڪا (ت)؛ ذ. ڇيچ ۽ آڱوٺي جي مدد سان ويڙهيل سُٽ جو ٿوڙو.

● قارو ٤ قارا؛ ذ. سُٽ جي ٿورين جو بنڊل.

● قارِوو ٤ قارِوا؛ ذ. (ف. فالسہ) وڻ ۾ ميوي جو هڪ قسم. قاروهو- قارووو- قاروٺو- قارووڻ- فالسہ (انگ. Black benny).

– قارِوون ٤ قارِوان؛ ذ. قارووو.

– قاروُوو ٤ قاروُوا؛ ذ. قارووو.

– قارُهو ٤ قارُها؛ ذ. قارُوو.

● قارُهو ٤ قارُها؛ ذ. زناني سٿڻ جي ڪپڙي جو هڪ قسم. (پيلو ڪارو ۽ ليڪا اڇي ۽ ڪاري رنگ جا).

● قارِهَڏِيُ؛ اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قارُهُون ٤ قارُهان؛ ذ. ميوي جو هڪ قسم- قارووو- قاروان.

● قارِهيو ٤ قارِهيا (ل)؛ ذ. پتڪو- پَٽڪ- ڦينٽو.

● قارِيُ ٤ قارِيُون (ل)؛ ث. سُٽ جي ويڙهي- ٿوري.

● قارِيو ٤ قارِيا (ڪ)؛ ذ. مٿي تي وَرَ ڏيئي ٻڌڻ جو ڊگهو ڪپڙو- پٽڪو- ڦيڪڙ- قارهيو- ڦينٽو (ل).

● قاڙَ ٤ قاڙُون؛ ث. ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن سان تَڏا ۽ ٽوڪريون ٺهن) مڇيءَ جو هڪ قسم.

● قاڙِچو ٤ قاڙِچا (ت)؛ ذ. نار جو هڪ عضوو- لوٺين سان نڪرندڙ پاڻيءَ کي نيسر ۾ آڻڻ لاءِ لوهي چادر جو ٽڪر- ٻڙڇ- ٻاڙڇ.

● قاڙڻُ؛ مصدر. (سن. قَل = چيرڻ. سن. پيتر. پرا. ڦيلير = قاڙيو) چيرڻ- ڏارڻ- شَقُ ڪرڻ. چير وجهڻ- چاڪ وجهڻ- ڦاڙ ڪرڻ- چهَڪُ ڏيڻ- الگهه ڏيڻ. وَڍَڻ. ٽڪر ڪرڻ. سير وجهڻ- سير ڏيڻ. ٿوڙڻ- آڏڙڻ- زور سان کولڻ. قاڙي ڇڏڻ (ڪپڙو يا جالوو وغيره) ڪنهن جانور جي شڪار وغيره کي چيرڻ- ڦٽڻ- زخمڻ- گهائڻ. واڍوڙڻ. وَڍڻ- ڪَپڻ- ڪترڻ- ڪاٽڻ- ڪٽڻ. کولڻ- ويڪرو ڪرڻ- وڏو ڪرڻ- وات قاڙڻ وغيره. ڪنهن عرق يا کير کي پاڻيءَ کان جدا ڪرڻ. ورهاست ڪرڻ- چالبد ڪرڻ- چالٽڻ- والٽڻ. (واسطو) ٽوڙڻ- لاڳاپو بند ڪرڻ.

– قاڙَ ٤ قاڙُون؛ ث. قاٽ- چير- ڏَرُ.

– قاڙَ ٤ قاڙَ؛ ذ. چير- سير- ڏار- ٿوڙ. چهڪ- وڍ- ڪاٽ- ڪٽ. گهاءُ- شگاف. وِٿي- خال-

خلا. ڏ ڪ - ڦٽ - زخم - کهاءُ - ٿپ - واڍ وڍ - چاڪ. فراق - ڦوڙائو. چيريل ڪاٺ جو ٽڪر.

- قَاڙَائِي ۽ قَاڙَائِيُون: ٿ. قاڙڻ جو اجورو.

- قَاڙَائڻ: مصدر. قاڙڻ جو ڪم ٻئي ڪان ڪرائڻ.

- قَاڙ قَاڙَان: ظرف. چير چيران - ودِ ودِان. ودِ ڪٽ - چير قاڙ - ڏارڏور.

- قَاڙڻ قَاڙڻُ: چير ڪرڻ - ودِ وجهڻ. نقصان جهڙا ڪم ڪرڻ. اوڏر ڪٽڻ. عيب ظاهر ڪرڻ. لڪل ڳالهه ظاهر ڪرڻ.

● قَاڙَهه (ت - ل): ٿ. ٻوٽي جو هڪ قسم. گاهه جو هڪ قسم - مڇيءَ جو هڪ قسم (ڪ).

● قَاڙهو ۽ قَاڙِهَا: ذ. (ف. ڪوتاه پاچ). هرڻ جهڙو وڏن ۽ شاخدار سڱن واري جانور جو هڪ قسم - ٻارهن سڱو.

- قَاڙهَامَارڻ: ڏکيو ڪم ڪري ڏيکارڻ - همت ڏيکارڻ.

● قَاڙِهيَارو: اسم خاص. تعلقي ناري (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَازَا: آمُر (بلوچڪي) آئي!.

"برو قازا بات جنهين جي ڦالڪو روان شيشي".

(شاهه).

- قَازا ڏيهر ڦڳهين ويا: جملو. ڏيهر آئي ويا - ڏيهر سوير هلي ويا.

● قَاسَائِڻ: مصدر. (سن. پاشَهه = سرڪڻ قاسي + ڀرد = قاتل). ڦندي ۾ قاسائڻ - جار ۾ قاسائڻ قبضي ۾ آڻائڻ. ڀڪرائڻ - جهلائڻ - گرفتار ڪرائڻ - ڦڏائڻ. قابو ۾ آڻڻ. وس ۾ ڪرائڻ. اڙائڻ - اٽڪائڻ - الجهائڻ. منجهائڻ - ڦلائڻ. مبتلا ڪرائڻ. گهائڻ (گاري ۾) بند ڪرائڻ (جيل ۾). ڏيهڻ. بند ڪرڻ. گرفتار ڪرڻ - ڀڪڙڻ - جهلڻ. قبضي ۾ آڻڻ. روڪڻ. لوڙڻ. ويڙهڻ - لپيٽڻ. ڦڳيءَ ۾ قابو ڪرڻ.

- قَاسَائِي آچڻ: جار ۾ ڀڪڙڻ. ڀڪڙي وٺي اچڻ - گرفتار ڪرڻ. فريب ۾ آڻڻ - ڦڳي سان وٺي وڃڻ.

● قَاسڻ: مصدر. (سن. پَسَ = ڦڏڻ < پاشهه = سرڪڻ قاسي + ڀرد = قاتل). اٽڪڻ - وچڙڻ - اڙڻ - الجهڻ - اڙجڻ - منجهڻ - روڪجڻ. گرفتار ٿيڻ - ڀڪڙجڻ - ونجڻ - قابو ٿيڻ - قيد ٿيڻ. جهلجڻ. ڦڻ شين جي وچ ۾ اچي وڃڻ - ڏڀجڻ - چپجڻ. ٻئي جي قبضي ۾ اچڻ. ڇهڻ - چنبڙڻ - لڳڻ. آزار ۾ ٻوڻ - مصيبت ۾ ٻوڻ. گپي پوڻ - گري ٻوڻ - قاسي پوڻ (گپ ۾).

- قَاسجَڻ: مصدر. روڪجڻ - اٽڪڻ - قاسڻ - اڙڻ. جهلجڻ - قابو ٿيڻ - چهٽي ٻوڻ - لڳي ٻوڻ.

- قَاسِر ۽ قَاسِرَ: ذ. صفت. قاسندڙ - قابو ٿيندڙ - مقبوض.

- قَاسِيٽي ۽ قَاسِيٽيون: ٿ. قاسائڻ جي نوڙي. قاسڻ جي جار. سرڪٽي - قاهي - ڦندو - ڦاندو - ڦڙڪ - ڦوٽي - چڙڪ - دام - گاري. قاهي ڏيڻ وارو رسو.

● قَاسِي ۽ قَاسِيون: ٿ. (سن. پاشَهه < پاش: پرا. قاسو). نوڙيءَ جو وڪڙ - رسيءَ جو ور. ڦندو - قاهي - سرڪٽي - قاسي - ڦاندو - ڦڙڪ - ڦوٽي - چڙڪ - دام - ڳاري. رسي جي قاهي (جنهن سان ماڻهوءَ جي ڳچي گهٽي مارجي) - قاهي. سوري - سولي - وار. خون جي عوض ملڻ جو ڪپي سزا - موت. موت جي سزا.

- قَاسِي آچڻ: قاهيءَ جي ذريعي موت جي سزا اچڻ - قاهي اچڻ - سزا موت ملڻ.

- قَاسِي اڏڻ: ذ. شڪار جو هڪ قسم.

- قَاسِي ڏيڻ: رسو ڳچيءَ ۾ وجهي لٽڪائڻ - ٽنگڻ - لٽڪائڻ - لوڪائڻ. نوڙي ڳچيءَ ۾ وجهي گهٽي مارڻ. قاهي ڏيڻ - قاهي چاڙهڻ - سوريءَ تي چاڙهڻ.

- قَاسِي ڪَائِڻ: ڳچيءَ ۾ رسو وجهي پنهنجو پاڻ لٽڪائڻ. لٽڪڻ - ٽنگجڻ. قاهيءَ تي چڙهڻ - سوريءَ تي چڙهڻ - سوليءَ تي چاڙهڻ.

- قَاسِي ملڻ: قاهيءَ جي سزا ملڻ - موت جي سزا ملڻ.

● قَاقَا (ڪ): ذ. ٿ. اڻ وڻندڙ شيءِ - مڪروهه شي. ڍوليو. ڏورو - ڪرڦتي - گونهن.

● قَاقُر ۽ قَاقُرون (ٿ): ٿ. وڏائي - ٺانءُ - تڪبر - هٺ - سيٺ. فخر - ڦونڊ - اڪڙ - ايماڻ.

● ڦاڪ ۽ ڦاڪون: ث. (سن. ڦاڪرَ = ڦار) ميوي وغيره جو هڪ حصو. ڦانڪ - ڦارَ - ڦاش. علم. جغرافيه ۾ ڌرتيءَ جي گولي جو ڊيگهه يا ويڪر ۾ حصو. (ڊگهائي ڦاڪ، ويڪرائي ڦاڪ). ڪاٺيءَ وغيره جو چيريل ٽڪرو- ڦٽرو - ڪترو. ڪاٺيءَ جي پٽي. حصو - ڀاڱو.

● ڦاڪائڻ: مصدر. موچڙو يا ڏڪ ڦهڪو ڪرائڻ - ٺڪاءُ ڪرائڻ. ڦهڪائڻ - لڳائڻ - ٺهڪائڻ.

● ڦاڳُ؛ ذ. (سن. ڦالڳڻ = خوشي) سنبت سال جي ٻارهين مهني جو نالو - ڦڳڻ. بهاري - خوشي. (جيئن ته ڦڳڻ مهينو بهار جي موسم ۾ ٿئي ان ڪري خوشيءَ سان تعبير ٿئي). هولي. هوليءَ جا کيل - مجلس.

- ڦاڳڻي ۽ ڦاڳڻي: ذ. صفت. ڦڳڻ مهيني جو - يا ڦڳڻ ۾ ٿيندڙ - ڦڳڻ وارو. هوليءَ جو يا هوليءَ وارو.

- ڦاڳيو ۽ ڦاڳيا: ڪانيءَ ڪيڏي ويهندڙ - ٻيڪار - ٺوٺي.

● ڦاڳڙ ۽ ڦاڳڙَ (ت)؛ ذ. تمام وڏو پٽڪو - ٻي ڊؤلو پٽڪو - ڦڳڙ - پڳڙ.

● ڦاليڪو ۽ ڦاليڪا؛ ذ. درياهه جي ٻيڙيءَ جي تَرَ وارو ڪاٺ جو تختو.

● ڦاليهو ۽ ڦاليها (ت)؛ ذ. صفت. ڀالهو - سکڻو - خالي - بيڪار - بيڪارو. آجايو - اڪيارٿو - فالتو. نڪمو. وڏيڪ. ڪپڙن سٽڻ جو ڦرهو. ڪوڏي ڪوڏيءَ راند ۾ هڪ ٽوليءَ جي ٻي ٽوليءَ تي فتح.

● ڦانَ: صفت. ٿڪل - ماندو - هڄيل - ڪهيل - ڳهيل - چور - وِرتل - ڪهيو. بيزار - بيرُ - ڪَڪُ - دِق - خفا - آتو - عاجز. ظرف؛ يڪدم - اماالڪ - ڏو - سڌو - ٻنا دير - ٺهه پهه - ٺهه ڦهه - تتڪال.

- ڦان ٿيڻ ڪرڻ يا ٿيڻ؛ ڏاڍي ٿڪَ جي ڪري نيستو ٿي پوڻ - ماندو ٿي ڪرڻ - ٿڪ سبب اماالڪ مٿان ٿي ڪري پوڻ. ٿا آچي ڪرڻ - اوچتو ڪرڻ.

- ڦان ڦان ڪرڻ؛ اجائي ڳالهه ڪرڻ. ٻڪي هڻڻ.

- ڦان ڪري ڪري پوڻ؛ ماندو ٿي ڪري پوڻ. ڦهڪو ڪري ڪري پوڻ.

● ڦانٽ؛ اسم خاص. تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦانٽڻ؛ مصدر. (سن. ڦر = چوڏاري + چو = سوراخ ڪرڻ > ورهائڻ) حصا ڪرڻ - ڀاڱا ڪرڻ - ڀتيون ڪرڻ. ڦالڊڻ - ولڊڻ - ورهائڻ - وائڻ - ورچڻ - ورچي ڏيڻ - ڦالجڻ - ڦالچڻ.

- ڦانٽ ۽ ڦانٽون؛ ث. ورهاڱو - ڦالڊڻي - وِرچ - وَٽَ - حصو - پتي - ڀاڱو - واٽو - ٻهرو - ونڊي - والٽ - ٽڪ - ڦالڊ - ڦورَ - وِرَو.

● ڦانٽو ۽ ڦانٽا (ٿ)؛ ذ. ٻنيءَ ۾ هر ڏيڻ مهل اتفاق سان رهجي ويل زمين.

- ڦانٽا پرڻ: پٽي هو کڻ وقت هر سان ٻچي پيل ٽڪرن جو هوراڻو ڪرڻ - بچيل جاءِ پرڻ.

● ڦانجهرو ٽو ۽ ڦانجهرو ٽا (ل): ذ. وڻ جو سنهو سڪل ڏارو - ڦينجهو - چينيو.

- ڦانجهو ۽ ڦانجها؛ ذ. وڻ جو سنهو سڪل ڏارو - ڦانجهروٽو.

● ڦانڊڻ: مصدر. ڦندي ۾ آڻڻ - ڦاسائڻ - انڪائڻ - جهلڻ - قابو ڪرڻ. وس ۾ آڻڻ - هٿ ڪرڻ - قبضو ڪرڻ.

● ڦانڊو ۽ ڦانڊا؛ ذ. ٽيترن ڦاسائڻ لاءِ گهوڙي جي پڇ وغيره سان ٺهيل ڦاهيءَ يا ڦندي يا جار جو هڪ قسم. ڦاهي - ڪوڙڪو - ڦند. فريب - ڏوکو.

● ڦانڊي ۽ ڦانڊيون؛ ث. ڪنهن ڀـ ڪپڙي ۾ ايڙي وجهڻ جو سوراخ - ڪاج - ڪاز - ڳاري.

● ڦانڊو ۽ ڦانڊا؛ ذ. ڄار - مرڪٽي - ڦاهي - ڦلڊو - ڦاسٽي - ڦندو - ڦڙڪ - ڦڙتي - چڙڪ - دام - ڳاري - پيچ. (ث. ڦانڊي ۽ ڦانڊيون).

● ڦانڊ ۽ ڦانڊون: ث. ڪنهن شيءِ وٺڻ لاءِ قميص جو اڳيون پاسو ڪنيل - جهول - جهولي -

دامن - ڪپڙي جي چادر جو هڪ پاسو - پلَوُ - پلالد. گود - هنج.

- ڦاندوڻ پرڻ: جهوليون پرڻ - پاند پرڻ.

● ڦانڊڻ: مصدر. (سن. سنقت = ورهائڻ) ورهائڻ - ورچڻ - ونڊڻ - ورهاست ڪرڻ - تقسيم ڪرڻ. حصا ڪرڻ - ڀتيون ڪرڻ - ڀاڱا ڪرڻ - جدا ڪرڻ - الڳ ڪرڻ - ڌار ڪرڻ - ڪپڻ - ڪتڻ.

- ڦاند ۽ ڦاندوڻ: ث. ورچ - ڦاندٽي - والٽ - چاندو - وراهت - ڦوڙ - ورهاست - تقسيم - ورهاڱو. حصو - ڀتي - ڀاڱو - واڌو - ونڊي - ٻخرو. ڦوڙي - اوڳڙ - آڳاڙ. چندو. چيرو. ڀاڳ - نصيب - بخت - قسمت - تقدير - لکيو.

- ڦاندٽي ۽ ڦاندٽيون: ث. ورچ - ورهاست - ونڊ - تقسيم - والٽ - ڦالڊ - ورهاڱو. حصو - ڀتي. ڦوڙ - چندو - آڳاڙي. واپارين جي اصطلاح ۾ ڀوتا ميل ڪرڻ بعد نفعي نقصان جي (سيٺ ۽ ڀائيوارن تي) کيل ورچ - ستمي.

● ڦانڊي ۽ ڦانڊيون: ث. (سن. قندہ = اپٽ) تڪ مي جو گهر.

● ڦانڦو ۽ ڦانڦا (ل): ذ. تڪليف - اهنج - ايذاءُ - درد - ڏاڪڙو - ڪشٽ.

- ڦانڦا ڪائڻ: تڪليفون سهڻ - اهنج برداشت ڪرڻ. مصيبتون ڪاٽڻ.

● ڦانڦل ۽ ڦانڦل (ڀلا): ذ. ٻن ول جو سنگ.

● ڦانڦوڙڻ (ٿ): مصدر. ڦٽڪائڻ - لچائڻ. تڙپائڻ. تڙ ڦائڻ.

● ڦانڪ ۽ ڦانڪون: ث. (سن. ڦلڪر = ڦار). ڦار - ڦاڪ.

● ڦانڪ ۽ ڦانڪ (ڪ): ذ. صفت. غريب - محتاج - مسڪين - سڃو - ڪنل - ڪنگال - مفلس - پينگيو.

● ڦانڪو ۽ ڦانڪا: ذ. ڏوٽو - چيهو - هرج - نقصان (ٿ). (ڪ). ٽنگ - سوراخ.

- ڦانڪو ٿيڻ: نقصان ٿيڻ.

● ڦانگ ۽ ڦانگون: ث (سن. ڦلگ = نڪمي) وڻ جي سڪل ڏاري - ٿينجهرن واري ڏاري - چيڙهو. وهڻ وقت ٽيڪ خاطر چيلهه ۽ گوڏن وڏان ورائي ٻڌل ڪپڙو - ڪانپ (ٿ). رسي جي ٻوٽڙ ۾ ڏلل وڪڙ واري ڳنڍ (ٿ).

● ڦانگو ۽ ڦانگا: ذ. وڻ جي سڪل ڏاري - ڦانگهو - چيڙهو - ٿينجهو. (جمع ۾ ڦانگا) ڪک - ڪانا - ٿينجها - ڪهجر.

● ڦانگهو ۽ ڦانگها: ذ. وڻ جي سڪل ڏاري - ڦانجهو - ڦانگو - ٿينجهو - چيڙهو.

● ڦانهڻ (ل): ذ. صفت. ڏڪل - ڦاٽ.

- ڦانهڻ ٿي پوڻ: تمام ڏکجي پوڻ - ماندو ٿي پوڻ. ڏٽي پوڻ - هجي پوڻ.

● ڦاٽي ۽ ڦاٽيون: ث. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (چلر سنها، پيٽ اڇو، پٺ ميرالجهڙي، ڊيگهه ڏيڍ فوٽ ڪن).

● ڦاهو ۽ ڦاها: ذ. (سن. پاشڪ = ڦاسي) ڳچيءَ ۾ رسو وجهي لٽڪائڻ واري حالت. ڦاسي - ڦاهي. گهٽو - گهوگهو.

- ڦاها ڦڪڻ (ٿ): نقصان جهڙا ڪم ڪرڻ - جيهي جهڙا قدم کڻڻ.

- ڦاهو ڏيڻ: رسي ۾ لٽڪائڻ - لٽڪائڻ - ٽنگڻ. ڦاسي ڏيڻ - ڦاهي ڏيڻ - سوريءَ تي چاڙهڻ - سوليءَ تي چاڙهڻ. چنگ چاڙهڻ.

- ڦاهو ڦڪڻ: ڳاڻي پڪو ڪم يا خرچ ڪرڻ - ڏاڍو ڏکيو ڪم هٿ ۾ کڻڻ - مرضي جي برخلاف خرچڻ.

- ڦاهو کائڻ: ڳچيءَ ۾ رسو وجهي اٽڪڻ - ازخود ڦاسيءَ تي چڙهڻ. مجبوريءَ سبب قرض کڻڻ يا خراب ڪم ڪرڻ.

- ڦاهو ڳچيءَ ۾ وجهڻ: جنجل ڳچيءَ ۾ وجهڻ - پاڻ کي پاڻيهي آزار ۾ وجهڻ. ٻئي جي مصيبت پنهنجي سر ۾ وجهڻ - ٻئي جي آڌيءَ ۾ اچڻ.

- ڦاهي ۽ ڦاهيون: ث. (سن. پاش: پرا. ڦاهو). سرڪڻي - ڦاهي - ڦندو - ڦانڊو. سولي - سوري - ڦاسي. ڳاري - سرڪڻ ڦاهي. پکين ڦاسائڻ جو دام - ڪوڙڪو. ٻيڙي وجهڻ جو سوراخ - ڪاچ.

- ڦاهيءَ چاڙهڻ: ڦاسي چاڙهڻ - ناس ٿيڻ - تباهه ٿيڻ. پامال ٿيڻ - برباد ٿيڻ - نابود ٿيڻ - چٽ ٿيڻ.

● ڦبَ ۽ ڦبون: ث. ڦٻائڻ يا ڦٻڻ واري حالت. زوري ڪنيل مال - ڦٻايل مال.

● ڦٻائڻ: مصدر. ڪاٺي وجهڻ (پنسا وغيره). هڙپ ڪرڻ - تغاليب ڪرڻ. خورد برد ڪرڻ. خيالت ڪرڻ - بي ايماني ڪرڻ. پچائڻ - قابو ڪرڻ. لوه ڪرڻ - ٻلائتو ڪرڻ - ٺيڪ ڪرڻ - ٺهڪائڻ.

- ڦٻائيتو ۽ ڦٻائيتا: ذ. صفت. ٻلائتو - ٺيڪ - قابو - ٺهڪندڙ.

● ڦٻجڻ: مصدر. مطلب حاصل ٿيڻ - مراد پائڻ - خواهش پوري ٿيڻ - هاضمو ڪرڻ - جيرڻ. فتح ٿيڻ. ڦٻڻ. حرفت سان ڪا ملڪيت هٿ ڪرڻ.

● ڦٻڪو ۽ ڦٻڪا (ث) ذ. ٺڪاءُ - ٺهڪو - ٺاءُ - ٺپڪو.

● ڦٻڻ: مصدر. ڦٻي وڃڻ - ٺهڪي اچڻ - ٺهي اچڻ - ٺهڪي اچڻ - ملي اچڻ. زيب ڏيڻ. سهڻو لڳڻ. ڪنهن مال مان ڪجهه حصو هٿ اچڻ - ڪجهه ملي وڃڻ - چڱي حاصلات ٿيڻ. نفعو ٿيڻ. خواهش پوري ٿيڻ. فتح ٿيڻ. پچڻ - هضم ٿيڻ.

- ڦٻيل ۽ ڦٻيلا: ذ. ڦٻي ويل. ٺهڪي ويل. ٺهڪيل - پورو ٿي آيل - موزون - سهائيندو - ٺيڪ - برابر.

● ڦٻو ۽ ڦٻا: ذ. صفت. ڏندن ڦٻو - پبو - ڦيڏو - پڏو.

● ڦٽ ڦٽ: ث. ٽڪري ڊوڙ ڊڪ - اجائي اچ وڃ - بي فائدي آٿ وٿ - بيهودي هلچل - ڪهٽي هلچل.

- ڦٽ ڦٽ ڪرڻ: ٽڪرو هڻڻ. ڪهٽي ڊوڙ ڊڪ ڪرڻ.

● ڦٽ لڳڻ (ڪ): اجائي ڊوڙ ڊڪ ڪرڻ. هلاڪ ٿيڻ. نقصان پوڻ. سزا ملڻ.

● ڦٽڙڪ ۽ ڦٽڙڪون (ت): ث. پٺي کي ڪيرائڻ لاءِ ٽنگ ۾ هنيل ڦڙتي - انگڙو - ولڊڪ - روڪ. شرارت.

- ڦٽڙڪ هڻڻ: ڦڙتي هڻڻ - انگڙو هڻڻ - لت هڻڻ. ولڊڪ وجهڻ - ڪر ڏاهڻ - ڪم بگاڙڻ.

● ڦٽڪار ۽ ڦٽڪار: ذ. ڪنهن جي ڦٽڪڻ يا ڪنين هلائڻ جو آواز. ڦٽڪو.

● ڦٽڪو ۽ ڦٽڪا (ت): ذ. لوچ لوچ - ڦٽ ڦٽ - ڦٽڪو.

- ڦٽڪي ڏيڪارڻ: ڪاوڙ ڏيکارڻ.

● ڦٽڻ واهه: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦٽڻ: اسم خاص. تعلقي گوني ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦٽو هل واهه: اسم خاص. تعلقي قمبر ۾ هڪ واهه جو نالو.

● ڦٽو قمبرائي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦٽوڪڙ ۽ ڦٽوڪڙ: ذ. گاهه جو هڪ قسم.

● ڦٽوٿي ۽ ڦٽوٿيون: ث. سنڌي واسڪوٽ جو هڪ قسم - صدري - ڦتهي - ڦٽي.

● ڦتهي ۽ ڦتهيون: ث. صدري - ڦتوٿي - ڦٽي.

ڦتي ۽ ڦتيون: ث. ننڍي چولي يا ڪڙتي جو هڪ قسم. صدري - ڦتوٿي - ڦتي - ڦتهي. ڪرلکو - لاٿڻ - ڪنگهو. ڪاٺ يا ڪاغذ جي پٽي. فتيل - ڦتيل. پيڙي جو هڪ حصو - پڻ سڻن تي رکيل تختو (جنهن تي ويهي ڪڻ موڙجي).

● ڦتي پلاول: اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦتيل ۽ ڦتيلون: ث. ڪاغذ جي پٽي - فتيل - ڦتي. ڪپڙي جي چويٽ. ليڙ - ريڙ - اگڙي.

● ڦٽ ڦٽ: ث. ڪنين جي ڦڙڪڻ جو آواز - ڦٽڪي - ڦٽڪو. بي آرامي - بي قراري. چرپر - حرڪت.

- ڦٽ ڦٽ ڪرڻ: ڦٽڪڻ - لچڻ - ڦٽڪو ڪرڻ - تڙپڻ. بي قرار ٿيڻ.

- ڦٽيڦٽيو ۽ ڦٽيڦٽيا: ذ. صفت. بي آرام - بي قرار - ڦٽڪيو - سڪ ڦٽو.

● ڦٽڪڻ: مصدر. (من. يتملهه = چرڻ پرڻ). چرڻ پرڻ - ڦٽ ڦٽ ڪرڻ - ڦٽڪو ڪرڻ. ڦڙڪڻ (مڪيءَ جو) ڦٽڻ - لچڻ - تڙ ڦڻ - پيچ کائڻ.

لوڇ پوڇ پئڻ. ترڦلي ۾ هئڻ (مڇيءَ جو). ٻل ڏيڻ- ٻل کائڻ. گهٻرائجڻ- بي آرام ٿيڻ- آند ماندو ٿيڻ. مٿا مونا هڻڻ- وس هلائڻ- ٻانهون هڻڻ- ڪشمڪش لائڻ- مٿا ڪٽ ڪرڻ- حد درجي جي ڪوشش ڪرڻ.

- ڦٽڪائڻ: مصدر ر. تڙ ڦائڻ- لچائڻ ڦٿڪائڻ- هيڏانهن هوڏانهن ڪرڻ- زور سان ڌوڏڻ- لرزائڻ- ڏونداڙڻ- هٿن ۾ لهڻ (آزمائڻ مهل). سخت امتحان وٺڻ.

- ڦٽڪڻو ۽ ڦٽڪڻا: ذ. صفت. بي آرام- ٽڪ ڦٽو. ڦٽڪندڙ. ڦٿڪيو. بي تاب- ترتريو- چلولو- چترو- ڪيچلو.

- ڦٽڪڻي ۽ ڦٽڪڻيون: ث. ڦٽڪڻ واري حالت- ڦٽ ڦٽ ڦٽڪو- ڦٽڪو.

- ڦٽڪو ۽ ڦٽڪا: ذ. ڦٽڪڻ واري حالت- لوڇ پوڇ- تڙف لڇ- ڦٽ ڦٽ. ڦٽڪي. بي قراري- ترتر- آنڌ مانڌ- بيتابي- لوري- بي آرامي.

● ڦِٽل ۽ ڦِٽل: ڇپيل- ڇٽيل- ڪهوٽيل.

● ڦٽ: ظرف. مور- ٻنيءَ- ليپٽ- اصل- بلڪل- تمام- سراسر- سڄوئي. آخر ۾- ليپٽ- بنهه- پڇاڙان.

● ڦٽ ۽ ڦٽ: ذ. (سن. سڦٽ = زخم ڪرڻ). زخم- گهاءُ- چير- ڊِڍ. ٽپ- واڍ وڍ- چاڪ- ڦڇ. داغ- ساڙ وڏي ڦرڙي.

- ڦٽ تي لوڻ ٻرڪڻ: گذريل ڏک ياد ڏيارڻ- ڏک ۾ ڏک ڏيڻ. ڏک جو وڌائڻ. دشمن آٿارڻ- تڪليف پهچائڻ.

- ڦٽ تي لوڻ وجهڻ: ڪنهن جي دل جو ڏک وڌائڻ.

- ڦٽ ٿيڻ: ڏک ٿيڻ- رنج ٿيڻ- ڏک ٿيڻ- ارمان ٿيڻ. ساڙ ٿيڻ.

- ڦٽ جاڳائڻ: عشق جو اثر ٿيڻ- محبت پيدا ٿيڻ- ناسور ٿي پوڻ.

- ڦٽ ڦٽڻ: اجايا خرچ ڪرڻ- فضول خرچڻ.

- ڦٽ نه پوڻ (ت): ارمان نه ٿيڻ- ڏک نه ٿيڻ.

- ڦٽ وجهڻ: زخم وجهڻ- گهاءُ وجهڻ. طعنا هڻڻ- مهڻن سان گهائڻ- ٽنڪن سان چاڪ ڪرڻ- گهارين سان ڏک رسائڻ. گاريون ڏيڻ- بدسخن ڳالهائڻ- بدشد ٻڪڻ.

● ڦِٽِ: ث. (سن. سڦٽ - ڌڪارڻ). نفرت ظاهر ڪندڙ لفظ. ڌڪار- ڦٽڪار. ملامت- ڇٽ ڦٽ.

- ڦِٽِ ٻجو: ذ. ڇٽ ڦٽ- لعنت ملامت.

- ڦٽ پِٽِ: ث. ڦڪ- لعنت- ملامت- ڦٽ ٻجو.

● ڦٽ ڦٽ: ذ. (سن. سڦٽڪ) ڏڪ يا ڏؤري جو ڇڪو- دڳل- دغل- دڳ- دِڳو. (ث. ڦٽي ۽ ڦٽيون). (بلوچڪي). وار.

● ڦٽ ڦٽ ٿيڻ: ڪيرجو ڦِٽڻ ۽ دڳ دڳ ٿيڻ- ڪير ڪرڻ.

● ڦٽاڪ ۽ ڦٽاڪون: ث. (سن. ٻَٽ = گهٽو ڳالهائڻ). ٻٽاڪ- لاف- ڊاڙ- لپاڙ- ٻڪ- ٻڪواز- ٻڪواد- ٻڪواس.

- ڦٽاڪي ۽ ڦٽاڪي: ذ. صفت. ڦٽاڪ يا ٻٽاڪ هڻندڙ- لپاڙي- ڊاڙي- ٻٽاڪي- لاف زن- ٻڪوازي- ٻڪوادي.

● ڦٽاڪڙو (ت): ذ. جوئر جو هڪ قسم. (منجهانئس ڦلا سٺا ٿين).

● ڦٽاڪو ۽ ڦٽاڪا: ذ. (سن. ٻٽ = زور سان ڪِرڻ). آتشبازيءَ جو قسم. دارونءَ سان ڀريل ننڍڙو ڪاغذ جو پوپو (جنهن کي باهه ڏجي ته ٺڪاءُ نڪري).

- ڦٽاڪا ڇوڙڻ: ڦٽاڪا ٻارڻ. ڦٽاڪا ساڙي ٺڪاءُ ڏيڻ. اجايون ڳالهيون ڪرڻ. افواهه هلائڻ- ٻٽاڪ هڻڻ- دم هڻڻ. لاف هڻڻ- ڊاڙ هڻڻ- لپاڙ هڻڻ.

- ڦٽاڪا ساڙڻ: ڦٽاڪن وارا ٺڪاءَ ڏيڻ- ڦٽاڪا ڇوڙڻ. ٻٽاڪ هڻڻ- دم هڻڻ- لاف هڻڻ- ڊاڙ هڻڻ- لپاڙ هڻڻ. اجائي ڳالهه ڪرڻ. مرڪڻ.

- ڦٽاڪا مارڻ (ت): ٻٽاڪ هڻڻ- لاف هڻڻ. بدسنگت ۾ ڦاسڻ- رلڻ. وانڊو رهڻ.

- ڦٽاڪو ڇوڙڻ: افواهه اٿارڻ. ڪوڙ ڳالهائڻ. اجائي ٻڪواز ڪرڻ.

● ڦِٽائو ۽ ڦِٽائا: ذ. صفت. (سن. سڦٽ = خراب ڪرڻ). ڦٽائيندڙ- خراب ڪندڙ- بگاڙيندڙ.

● ڦِٽائي ۽ ڦِٽائيون؛ ث. ڦِٽڻ جي حالت. ڦِٽاڙي ۾ پوڻ واري حالت. ڦٽوڙو- ڦِٽاڙو- ڦِٽهڙو- ڦِيڏورو. ٽوٽ- ناسازي- نفاق- ونجوڳ- جدائي- اڻ بڻت- وڇوڙو.

● ڦٽائڻ: مصدر. (سن. سُڦَٽَ= زخم ڪرڻ) ڦَٽَ ڪرائڻ- زخم ڪرڻ) ڦَٽَ ڪرائڻ- زخمي ڪرائڻ- گهائڻ.

● ڦِٽائڻ؛ مصدر. خراب ڪرڻ- ڪارڻ- ڍاهڻ- (جاءِ وغيره) ڪيرائڻ- مسمار ڪرڻ. تباهه ڪرڻ- برباد ڪرڻ- چٽ ڪرڻ- ناس ڪرڻ. (سلسلي ۾ وکيل شيءِ) هيٺ مٿي ڪرڻ- بگاڙڻ- بگيڙڻ. ويران ڪرڻ- اجاڙ ڪرڻ- اجاڙڻ- تلف تاراج ڪرڻ. اجايو وڃائڻ- گنوائڻ- ضايع ڪرڻ- ڦوڪي ڇڏڻ (ملڪيت وغيره) (نالو) ٻوڙڻ. (ڪير) ڇمائڻ. ڦِٽارو وجهڻ- جهيڙو ڪرائڻ. نفاق وجهڻ- جدائي ڪرائڻ.

- ڦِٽائُو ۽ ڦِٽائو؛ ذ. صفت. ڦِٽائو. ڦٽائيندڙ- ڇِٽَ ڪندڙ- ناس ڪندڙ- برباد ڪندڙ- تباهه ڪندڙ. زيانخور.

- ڦِٽائي ۽ ڦِٽائيون: ث. ڦِٽارو- وڇوڙو- جدائي- ڦِٽائي. نقصان پهچائڻ واري حالت.

● ڦُٽائڻ؛ مصدر. (سن. سُڦُٽ= ڦُٽڻ) ڦٽائي ڇڏڻ واري حالت- پچائڻ. لِڪائڻ- گم ڪرڻ. غائب ڪرڻ- الوپ ڪرڻ.

- ڦُٽائي ڇڏڻ: پچائي ڇڏڻ. لڪائي ڇڏڻ- گم ڪري ڇڏڻ- غائب ڪرڻ- الوپ ڪرڻ.

● ڦَٽِجَڻ؛ مصدر. (سن. سُڦَٽَ= ڦَٽَڻ) زخمجڻ- گهائجڻ- وائوڙجڻ- چاڪ ٿيڻ- زخمي ٿيڻ- گهايل ٿيڻ.

● ڦِٽِجَڻ؛ مصدر. ڦِٽڻ- خراب ٿيڻ.

● ڦٽيرا (ڪ): ذ. زناني دوا جو هڪ نالو- جهنگلي ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

● ڦٽيرو ۽ ڦٽيرا؛ ذ. صفت. (سن. سُڦَٽَ= ڪچهه) صاف- صفا. سنو- اجرو- اڇو- اڇُتو- پاڪ- پوِترُ. خاصو- چوکو- ڀلو- چڱو- بهتر. عمدو- سهڻو- ناهوڪو- سندر- موچارو- سلوڪ- زيبائتو- لطيف. خوش- سرهو. تازو. تازو توانو- تندرست- چڱو ڀلو. طاقتور.

- ڦٽيرائي ۽ ڦٽيرائيون: ث. سٺائي- پاڪائي- چڱيلائي- تندرستي.

● ڦَٽَ ڦَٽَ: ث. (آواز). آواز- گوڙ- هل- شور- غوغا- غُلُ- ڪنهن مشين جو آواز- موٽر سائيڪل جو آواز.

- ڦٽڦٽ ڪرڻ؛ آواز ڪرڻ. ڦرڦر ڪرڻ (موٽر سائيڪل وغيره جو) گوڙ ڪرڻ- شور ڪرڻ.

- ڦٽڦٽيو ۽ ڦٽڦٽيا؛ ذ. صفت. ڦٽ ڦٽ ڪندڙ. (ذ) مشين واري ٻه ڦيٿي موٽر. (ث. ڦٽڦٽي ۽ ڦٽڦٽيون).

● ڦِٽڪ ۽ ڦِٽڪون (ت): ث. عادت- هير- چال- هلت چلت "هن جي ڦِٽڪ سٺي نه آهي" (جملو).

● ڦِٽڪارڻ: مصدر. نيس- ڦٽڪار ڪرڻ- لعنت ڪرڻ- ملامت ڪرڻ- ڇِٽ ڪرڻ- تعدي ڪرڻ- ڌڪارڻ- نفرت ڪرڻ.

- ڦِٽڪار ۽ ڦِٽڪارون؛ ث. گهٽ وڌ چوڻ جي حالت- لعنت- ملامت- ڇِٽ- ڦِٽ- تعدي. نفرت- ڌڪار. بد دعا- پِٽ- سراپ.

- ڦِٽڪار وسڻ؛ لعنت وسڻ- ملامت ٿيڻ- رات ڏينهن ڇِٽ ٿيڻ.

● ڦٽڪائڻ: مصدر. ڦٽو ڪرڻ- اڇلائڻ- اڇل ڏيڻ.

● ڦٽڪجڻ (ل): مصدر. نا چڱو ٿيڻ. رستي ڪان باهر ڄڻ- رستي کان تاوائي ٿيڻ- اوجهڙ وڃڻ.

● ڦُٽڪڻ؛ مصدر. رڙ هارڪو ٿيڻ (ٻار جو) اندر ۾ رڙڻ- جهڄڻ.

● ڦٽڪو ۽ ڦٽڪا؛ ذ. (سن. ڦٽڪهه= ڦٽي) ڳن لڳل چر جو ڦٽو. ڌُرو. ڌرو. سزا جو هڪ قسم.

- ڦٽڪا هڻڻ. ڪنهن ڏوهاري کي ڪورٽ جي حڪم سان ڌرا هڻڻ. پڙياتن جي اصطلاح ۾ اوڀاري وهڪري تي واءُ جي سامهون پيڙيءَ کي هلائڻ.

● ڦِٽڪِي ۽ ڦِٽڪِيُون؛ ث. (سن. سڦِٽِڪي > ف. زاڪ) معدنيات جو هڪ قسم. دوا طور ڪم ايندڙ پساڪي وڪرَ جو هڪ قسم - ڦٽڪڙي. قِسم؛ آڇي، ڳاڙهي، ڦڪِي، ستائِي، جوڏپوري ۽ ڪاري جا آڻ لپ آهِي.

● ڦِٽَل ۽ ڦِٽَلَ: ذ. صفت. ٻَڌَل - ناس ٿيل - تباه ٿيل - چِٽَ ٿيل - نابود ٿيل. خراب ٿيل - بگڙيل - ٽِڙِ ڀڄِ ويل - ڪريل. غيرآباد - ويران - سڃو - آرَهُ - اجاڙ - آجڙ. ردي - خارج - لڪمو. عداوتي - دشمن - ضدي - خاري - نفاق ويل. چميل - دڳ ٿيل - ڏولرو ٿيل (ڪير).

● ڦٽَل ۽ ڦٽَلَ: ذ. صفت. (سن. سڦٽ = چيرڻ) جدا يا ڌار ٿيل. منڊو پيل - چيريل - سيريل. پڪل - ٽٽل - شڪسته - ٽڪر ٿيل. سامو ڪڍيل - آپريل (ٻج جو) چيرجڻ - سيرجڻ - شق ٿيڻ - ٽڪر ٿيڻ. ڦٽ ڪرڻ - زخمي ڪرڻ.

● ڦٽڻ؛ مصدر. (سڦٽ = زخم ڪرڻ) زخمڻ - گهائڻ - وادِ وڙڻ - گهاءُ ڪرڻ - گهايل ڪرڻ.

- ڦٽيَل ۽ ڦٽيَلَ؛ ذ. صفت. گهايل - زخميل - وادِ وڙهل. ڪونهائيل - ڏڪويل.

● ڦِٽَڻ: مصدر خراب ٿيڻ - بگڙڻ - ڪَرڻ - ڦَهَڻ. چڙو چڙ ٿيڻ - ڇڄڻ - ٽُٽڻ. ڌار ٿيڻ - علحده ٿيڻ. ڊهڻ (اکر) - ميتجڻ - ميسارجڻ - (ڪا عمارت) ڊهڻ - مسمار ٿيڻ - ڀڄڻ. برباد ٿيڻ - تباه ٿيڻ - ابتر ٿيڻ. آجاڙ ٿيڻ - ويران ٿيڻ. خراب ٿيڻ (کير وغيره) ڪنو ٿيڻ. (عادتون) بگڙڻ - ڪرجڻ. بي اتفاقي ٿيڻ - وڙهڻ - نفاق پوڻ سبب ڌار ٿيڻ. عداوتي پوڻ - دشمني پوڻ. بدصحبت ۾ اچڻ (ڪنهن سان عشقيه طور) نهي وڃڻ - لڳڻ. (کير وغيره جو) جمي پوڻ - ڏولرو ٿيڻ.

● ڦُٽَڻ؛ مصدر. (سن. سڦُٽَ > سڦٽَنَ = چيرجڻ) ڦٽي پوڻ - چيرجي پوڻ - سيرجڻ - ڏرڻ - ڏارجڻ - ڦوٽ پوڻ. ڀڄڻ. ڦٽي جدا ٿيڻ - ڌار ٿيڻ. حصا ٿيڻ - ڦارون ٿيڻ - ڦاڪون ٿيڻ. زور سان کلڻ - کلي پوڻ. ڦاٽڻ. ظاهر ٿيڻ - پيدا ٿيڻ - نڪرڻ - آپرڻ - جمڻ - آسرڻ (ڪنهن پوک يا سنگ وغيره جو) ڦٽڻ - ڪاڻ (مکڙي يا گل وغيره). ڦوٽهڙو ڪاڻڻ - ٻور ڪرڻ - گولچ ڪرڻ - ٻورجڻ (ڪنهن وڻ يا ٻوٽي جو). نمايان ٿيڻ - ظاهر ٿيڻ - نمودار ٿيڻ - پڌرو ٿيڻ. لڪي ڀڄڻ - ڀڄڻ - ڀڄي وڃڻ - وڃڻ - رَوانو ٿيڻ. نو ٿيڻ راند ۾ پريي مان چالو هاڻ - ڦٽ ڪرڻ.

- ڦٽڻ ڦاٽڻ: وَڌَڻ ويڌامڻ - وڌڻ ويجهڻ - اولادي ٿيڻ.

- ڦٽِي ڦاٽِي وَڃَڻ: جدا جدا ٿي وَڃَڻ.

● ڦٽُوڙ ۽ ڦِٽُوڙَ؛ ذ. ڦِٽالي - ڦِٽاڙو - ڦِٽهڙو.

● ڦِٽو ۽ ڦِٽا؛ فعل ڦِٽَڻ. مصدر. ماضي. جدا ٿيو - الڳ ٿيو. آچليو. (ذ. صفت) ٻَڌل - ڦٽل. نابود - ناسل. ويران - سڃو - غير آباد. (ذ). ٻاٽل واه - ڦٽل واه - ويران ڍورو.

- ڦِٽو ڪَرَڻ؛ ڇڏي ڏيڻ - اڇلي ڇڏڻ. پري ڪَرَڻ - دور ڪرڻ. ڇڏڻ - ڇڏي ڏيڻ - تياڳڻ - تجڻ - ترڪ ڪرڻ. آڇلڻ. ڪيرائڻ - ڊاهڻ. ويران ڪرڻ.

● ڦٽَهڙو ۽ ڦٽَهڙا (ت)؛ ذ. صفت. مزو - خوشي. الفت - محبت - پريت - چاه - پيار. ساوَڪ.

● ڦٽِي ۽ ڦٽِيُون؛ ث. (سن. سڦُٽ > ڦ. غوره) ڪپهه وارو ڦٽل گوگڙو. گوگڙي مان نڪتل ڪپهه (ڪڙن سوڌي). مکڻ جي ٿوري ذري. ڏونري جو ننڍو دڳل.

- ڦٽيارو ۽ ڦٽيارا: ذ. صفت. ڦٽين وارو - ڦٽين مان ڪڍيل.

- ڦٽيَر ۽ ڦٽيَرَ؛ ذ. صفت. ڦٽين جي پوک مان مزوري ۾ ڦٽيون چولڻائيندڙ - چولڻو ڪرائيندڙ.

● ڦِٽ ۽ ڦِٽُون؛ ث. (سن. سڦٽ = ڌڪارڻ) نفرت جو جملو. ڌڪار - ڦٽڪار - ملامت - جٽ - تعدي - تنبيهه. ڪراهت - حقارت - ٻڇان - ٿوڪار. (حرف ندا). ٿُف! لعنت! حيف!

- ڦِٽَ ٻُجو: ذ. ٿُڪَ لعنت - جٽ ڦٽ. "ڦِٽ ٻجو ڪج پرکهه ذرو ذج".

- ڦِٽِ ڦِٽِ؛ ث گهڻي ٿُڪ لعنت - ملامت - جٽِ ڦڪڙي - ٿوٿڙاڪ - جٽِ جنيو - هائڙ هوئڙ - هاها.

- ڦِٽِ ڦِٽ جو طوقُ ؛ لعنت ملامت سهندڙ ماڻهو. ڇِٽ ڦٽ ڪرڻ- ڦٽڪارڻ.
- ڦٽ ڦٽ ڪَرَڻُ: ڇِٽ ڦٽ ڪرڻ. ڦٽڪارڻ. ڌڪارڻ- نفرت ڪرڻ.

● ڦِٽِڪارَڻُ: مصدر. لعنت ملامت ڪرڻ- ڇِٽ ڇِڙ ڪرڻ. ڌڪارڻ- ڦٽڪارڻ- حقارت ڪرڻ- نفرت ڪرڻ- ننڌڻ- بد شد ڳالهائڻ- ڪچ ڳالهائڻ- گارگند ڪرڻ. سهما ڏيڻ- گلا ڪرڻ.
- ڦِٽِڪارَ ۽ ڦِٽِڪارُون: ث. ڇيڇ- لعنت- ڇوڀ- ملامت. ڌڪار- ڦٽڪار- حقارت- نندا- نفرت- ترسڪار- گلا- گار- بد شد- گارگند- ڪچ- سهم.
- ڦِٽِڪارَ ڪَرَڻ؛ لعنت ملامت ڪرڻ- ڦٽ ڦٽ ڪرڻ.

● ڦَٽُ ۽ ڦَٽَ؛ ذ. (سن. ڇد = سوراخ ڪرڻ+ ڀرا- ڇوڏاري). ڦٽ- گهاءُ- زخم- ٽپ- وايو وڙ- وَڍِ- چير- چهڪ- چاڪ. ڏاڀ- داغ- ٽڪو. (ڪنڌ وغيره). ٽسي ڇٽو. نقصان. ضرر. رنج- درد- الم- وڇوڙو- جدائي.
- ڦَٽُ ڦَٽُ؛ ذ. وڍ- چير- زخم- گهاءُ- چهڪ.
- ڦَٽُ ڦَٽُ ڪَرِڻُ (ڪ): لوڏي سان گهمڻ- لوفرڪي نموني هلڻ- بدمعاشي ڍنگ سان هلڻ- ٺوڙ پائي ڏيکارڻ.

● ڦَٽِڻُ (ڪ)؛ مصدر. ڦاسڻ- اٽڪڻ- اڙڻ- رنڊجڻ. ڪترڻ- وڍڻ- ڪٽڻ.

● ڦَد (ت): ث. ڪيڻ وارو ڀٽو.

● ڦَدو ۽ ڦدَا: ذ. صفت. ڏندن پڳل- ڀنا ڏندن جي- پوڏُ- ڦٻو- ڪنڊو- پٻو. بيهودو- اڍلڪو- ڪيڏلڪو- واهيات (ذ). ٻاروچڪي چولي يا گهگهي جو اڳيون ڪيسو. پرت جو هڪ قسم (ت).

● ڦِدو ۽ ڦِدَا؛ ذ. پکيءَ جو هڪ قسم- ڳاڙهيءَ هڻيءَ واري ڦوسٽي- ڦوسي. (ث. ڦِدِيُ ۽ ڦِدِيوُن).

● ڦدوڙي (ت)؛ ث. پريل ڪوس ڪي رکڻ جي ڪاٺ يا ٿڙ جي دِڪي.

● ڦَدوليِ ۽ ڦدوليِيون (ت)؛ ث. (ع. فضولي جو بگڙيل). اجائي ڳالهه- بي سود ڳالهه- مذاق- چرچو- مسخري. اجايو ناز. نکباز عورت. اٽڪل- ٺڳي- فريب- مڪر. آڪڙ- وڏائي- هٺ- مغروري- ٽيڙي- سيٺ. اجايو ناز. نخري باز عورت.
- ڦَدوليِ چِڏَڻُ؛ بي سود ڳالهه ڪرڻ. مذاق ڪرڻ- چرچو ڪرڻ- مسخري ڪرڻ.
- ڦَدوليِ ڪَرَڻ: مذاق ڪرڻ- چرچو ڪرڻ- مسخري ڪرڻ- ٺڳي ڪرڻ- مڪر ڪرڻ- فريب ڪرڻ.

● ڦَدِي ڦَدِيُون (ڪ.ت)؛ ث. ننڍڙي چولي يا ڪڙتي جو قسم- صدري- صندري. پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڦِدي ۽ ڦِدِيُون: ث. پکيءَ جو هڪ قسم جهرڪيءَ کان ٿورو وڏو، رنگ ڪارو ۽ ميراجهڙو. (اچ ڪي هيٺ مٿي ڪندڙ مردار). ڦوسي- ڦوسٽي. (چوٽي، وغيره راند جي). ساري- ڳوٽ.

● ڦَديِهَتَ ۽ ڦَدِيهَتُون (ت)؛ ذ. (ع. فضيحت جو بگڙيل) اجايو ڳالهائڻ. ڊاڙ- لاف- ٻٽاڪ.
- ڦدِيهَتُون ڪَرَڻُ: ڊاڙون هڻڻ- ٻٽاڪون هڻڻ- لاف زني ڪرڻ. منٿون ڪرڻ- آزيون ڪرڻ- منٿن سان ڏيڻ.

● ڦِڏَ؛ ذ. هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ لفظ. ٻهارن ٺاهڻ واسطي ڀيش جا ٻاسن وارا ردي تاندورا.

● ڦِڏُ ۽ ڦِڏَ: ذ. ڏنگ- ور- خم- اينچ. گهپ- چگهه. احسان- ڀلائي- ٿورو- مهرباني- لائق (ت). ڏوراٻو- طعنو- مهڻو.
- ڦَڏُ وِجهَڻُ؛ ٺهيل ڪم ڦٽائڻ. رلڊڪ وجهڻ- اٽڪاءُ وجهڻ- ڏڦير وجهڻ.

● ڦِڏِ: اسم خاص. گاهه جو هڪ قسم. (ڦيش جون تندون).

● ڦَڏَرِ ۽ ڦَڏَرون: ث. اجائي آڪڙ- وڏائي- ڦوند- ٽيڙي. سيٺ.
- ڦَڏَرِ ڀَڃَڻُ؛ سگهي آڪڙ ڪرڻ- اجائي سيٺ ڏيکارڻ- سيٺ ڪرڻ.

● ڦِڏِرو (ڪ)؛ ذ. ويامڻ ٻڪري جو ٿڻي ڏينهن وارو ڪاڙهيل کير- ٻوهي.

● ڦِڏَڪ ع ڦِڏَڪُون ؛ ث. منڊائي- منڊڪ- منڊڪو.
- ڦِڏِڪَ ڦِڏِڪَ ڪَرَڻُ ؛ منڊائي هلڻ- منڊن وانگر هلڻ- لنگڙائي هلڻ. ٻي ڊنگو هلڻ.
- ڦِڏِڪو ع ڦِڏِڪا ؛ ذ. ڦڏائڻ واري حالت- ڦڏائي- ڦٽڪ.
● ڦَڏو ع ڦَڏا ؛ ذ. رنڊڪ- اٽڪ- اٽڪاءُ- هٽڪ- سنڪٽ- رنڊ- وگهن. رولو- فساد- جهيڙو رڳڙو- ٽنٽو- معاملو.
- ڦَڏ ائِيءُ ع ڦَڏَائِيءُ ؛ ذ. ڦڏو ڪندڙ- اٽڪون وجهندڙ- وگهن وجهندڙ. رنڊڪون وجهندڙ- رنڊ پيندڙ. فسادي- جهيڙالو- جهيڙو ڪندڙ.
- ڦَڏَئِيءُ ع ڦَڏَئِيءُ ؛ ذ. ڦڏي ٻاز. رنڊڪ وجهندڙ- اٽڪ وجهندڙ. ڦڏو ڪندڙ- فسادي- ڦڏائي.
- ڦَڏِي ٻَازُ ع ڦَڏِي ٻَازَ ؛ ذ. فسادي- ڦڏائي- جهگڙائي.
● ڦِڏو ع ڦِڏا ؛ ذ. صفت. ڏنگو- آڏو- اٻورو- ٽيڙو- ترڇو- اڙو- ونگو- چِٻو- ٽيڙهو- ڪٻو- وريل- ٽيڏو. پيرڪي (هلڻ ۾) پاسيرو رکندڙ- پيرن ڦرهل- ٽنگ ونگو- ڪرڙو- ڦنجهو- منڊو- ٽنڊو- بي ڊولو- ڪوجهو- بدشڪل- بدزيبو.
- ڦِڏ ائِيءَ ع ڦِڏ ائِيُون ؛ ث. ڏنگائي- ٽيڙهائي- اڻگ وانگ- ڦڏ ڪو- چِٻائي- ٽيڏائي- لنگائي- ڦيو. پير جي مُڏ ڙ کان منڊڪو- منڊاڪائي- بيڊولائي- ڪوجهائي- بدشڪلي- بي زيبائي.
- ڦِڏِيءَ جو ڦوڙن ۾ کهڻ (ت)؛ ڪم همت ماڻهوءَ جو ڏکئي ڪم ۾ هٿ وجهڻ. ناممڪن ڪم جي ڪوشش ڪرڻ- ناآميدي جهڙي ڪم لاءِ اميد رکڻ.
- ڦِڏِيُ ڪيڏ ڻُ (ت): چالاڪي ڪرڻ- حرفت هلائڻ.
● ڦِڏَهيڙِيءُ ع ڦِڏَهيڙِيُونُ (ت)؛ ث. پاراٿي رالد جو هڪ قسم.
● ڦُرُ ع ڦُرَ ؛ ذ. (س. ڦَلُ= ڇيرڻ). ڪَٽَپ ڪاٽيءَ جو کهيندڙ حصو- ڏار. ڦار. ايزي ٻا تير جو ڇهنبدار پاڳو. ڳهوپو- چوني- ڦار. ميوو- ڦَلُ- ثمر. چوپائي مال جو ڦر- ٻچو. آل- اولاد. ڏيهي حساب موجب وهيءَ جي سري، تي لکيل رقم.
- ڦُرَائِيتو ع ڦُرَائِيتا ؛ ذ. صفت. ڦر وارو- ڦَل وارو- ميوي وارو- ميويدار (ت). ڦلائتو- سڦل- ڦلو.
- ڦُرتَ (ت) ؛ ث. صفت. ڦر واري- وياڻيل (ڍڳي- مينهن وغيره).
- ڦُرَ ٽَڪَرَ ؛ ذ. چوپائي مال جا ننڍا ڦر. ڇوڪر ٻاڪر- ڇوراڙ.
- ڦُرَ ٽَڪَرَ هُئَڻُ ؛ ننڍا ٻار ٻچا هئڻ- اولادي هئڻ.
- ڦُرُ چَاڙَهَڻُ: ڪنهن به رقم جو ملهه يا ڦر آن جي سري تي لکڻ.
- ڦُرُ چرهو ع ڦُرَ چَرَهَا ؛ ذ. چرندڙ ڦُرُ- گهمندڙ ڦر.
- ڦُرُ چِندڻ: ٻار ڪيهرائڻ- گرپ هتيا ڪرڻ. سنڦلتا ڪرڻ- ويرتا ڪرڻ. ڪچو پوڻ- ڪهائي ٿيڻ.
- ڦُرُ سَوئِڻُ: چوپائي مال جو وياڻڻ کان اڳ رت ٻت ڇڏڻ.
- ڦُرُ ڦَنَڊُ: ذ. ٻار ٻچا- گهر ٻار- ڦرٽڪر- ٽٻڙ.
- ڦُرَ کان اڳي چَرُ چِڏ ڻُ ؛ آلن ڦوڙڻ کان اڳ ٻچا چٽڻ- آري تي وهڻ کان اڳ ٻچا ڳٽڻ، غلط طريقو اختيار ڪرڻ.
- ڦُرَنِ آڳيانُ ٽَاري هُئَڻُ: ڪهڻ اڳيان ٽورو قوت هئڻ. جله ختم ٿي وڃڻ- ڪجهه به نه هئڻ- ڪابه اهميت نه رکڻ.
- ڦُرُ نَہ ڪَنَڻُ- آر نه ڪرڻ- الڪل نه ڪرڻ.
● ڦِرِ: ظرف. (س. سُڦُرَ= لَڏ ڻُ- پُنُرَ= وري) موٽي- وري- پيهر- دوباره.
- ڦِرِ ڦِرِ ؛ ظرف. وري وري- موٽي موٽي- گهڙيءَ گهڙيءَ- هر هر- پل پل ۾.
● ڦَرَ ؛ ث. (آواز). پکي وغيره جي اڏامڻ جو آواز- ڦٽڪي جو آواز- ڦرڪو.
● ڦُرُ ع ڦُرَيُون، ڦرُونُ ؛ ث. زبردستيءَ سان مال ڪسڻ واري حالت- ڪسَ- لٽَ- مارَ.

- ڦُرَ جو مَالُ هَضْمُ ٿيڻُ؛ ناجائز طريقي سان هَٿِ ڪيل مال هضم - لُٽِ جو مال هٿ ڪرڻ. ڦرمار جو مال هضم.

- ڦُرِ مَارِ ۽ ڦُرِ مَارُونُ، ڦُرِيُونُ مَارِ يُونُ: ث. زبردستيءَ سان مال کسڻ واري حالت - ڦرلٽ. زوري ڦر - لُٽَ - ڌاڙو.

- ڦُرِ مَارَ ڪَرَڻُ؛ ڦرلُٽَ ڪَرَڻُ - ڌاڙو هڻڻ.

● ڦَرا: ذ. ڪاوي جي مڇيءَ جو هڪ قسم (چارن سان رنگ اچو ڏيکه ١-٣ انچ ۾ قسم هڪڙا تيت ڦرا اک وڏي ۽ پٺ ميرانجهڙي ۽ پيا سٺل ڦرا اک لنڊي رنگ اچو").

● ڦيراڻيِ ۽ ڦيراڻيُونُ؛ ث. (سن. پرِم = ڦرڻ) ٻار مٽي چڙهڻ يا ڪٺڻ جي چرخي يا چڪرو - ڪهي - ڦرڻي.

● ڦَراهو؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۾).

● ڦَرائڻُ؛ مصدر. (سن. ڦَلُ = ڦرڻ) لَڳَ ڪرائڻ (مال کي) - ڍڪو ڪرائڻ - ميڙائڻ.

● ڦُرائڻُ: مصدر ڦُرِ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ - ڦُرِ ڪرائڻ - لُٽائڻ. ڪَسائڻ. هٿان وڃائڻ. ڌاڙو هڻائڻ.

● ڦِرَتُ ۽ ڦِرَتُونُ: ث. گهمري - گهمتاوي - ڦيرو - چڪر - گردش. واپس اچڻ جي حالت - اٿل - موٽ. واپسي. ڦرڻ جي حالت - ڦرڻي - انڪار.

- ڦِرِ تَاءُ ۽ ڦِرِ تَائُنُونُ (ت)؛ ث. سودي ڪرڻ کان پوءِ ڦري وڃڻ بعد پريل چئي - انڪاري ڏللد.

- ڦِرَتُ گهيرتِ ۽ ڦِرَتُونُ گهرتُونُ: ث. ڦرڻ گهرڻ جي حالت - اٿل پٿل - انڪار.

● ڦِرتو ۽ ڦِرتا: ذ. (سن پرِم = ڦرڻ) آڏائي جو هڪ اوزار. ڪپڙي ويڙهڻ جي ڪاٺي. ٽُرُ.

● ڦَرتُ: ذ. تيلي ٻجڻ جون خالي ڦريون (چوپائي مال جي ڪاڌي لاءِ) - سرهه، جائي وغيره جو ڀهـ ڦرڻي (ت). لنڊو ڦَرُ - ڦرڙو.

● ڦَرحَتُ؛ مصدر. (سن. ڦَلَهُ = ڦَرَڻُ) ڦَرُ جهاڻ - ڦَلُ جهلڻ - ڦلجڻ - ميوو جهلڻ. پوکجڻ - پورجڻ - نر جو مادي سان ميلاپ ٿيڻ. لڳڻ - لڳڻ ٿيڻ. ڍڪي ٿيڻ - ڍڪجڻ - ڍڪيل ٿيڻ - پيٽ سان ٿيڻ - اميدواري ٿيڻ (عورت جو).

● ڦَرجَڻُ؛ مصدر. ڦرجي وڃڻ - لٽجڻ - کسجڻ.

● ڦُرُدو ۽ ڦُرُدا؛ ذ. لُٽَ - ڦُرَ - ڪَسَ - مارَ. راهزني - ڌاڙو. ڦرمار - ڦُري ماري.

- ڦُرِدِي جو مَالُ: ذ. لُٽَ، ڦُر يا ناجائز طريقي سان هَٿَ ڪيل مالُ - ڦري ماري يا ڌاڙي جو مال.

● ڦِرِدِيُونُ گِرِدِيُونُ؛ ث ڦيرِيُونُ گهيريون - ڦيرتون گهرتون. اٿلون پٿلون. بدليون سدليون.

● ڦَرڙاٽُ ۽ ڦَرڙاٽَ؛ ذ. ڦَرُ ڦَرُ جو زور سان آواز - ڀرڙاٽُ - ڦرڙاٽُ. گهوڙي وغيره جو تيز رفتار سبب سنڌس لڪ سان نڪتل آواز. زيل - ڦونڪارو.

● ڦِرڙائڻُ؛ مصدر. (سن. پَرِمُ = ڦرڻ) ڦيرڻ - ڦيرائڻ - گهمائڻ (اڪيون). چڪري ڪارائڻ - گهمتاري ڪارائڻ - ولو ڏيارڻ - ڦيرو ڪارائڻ. وَرائڻ (ڪَنُ). هيڏانهن هوڏانهن ڪرڻ (اکيون يا ڪن).

● ڦَرڙِيُ ۽ ڦَرڙِيُونُ؛ ث. بدن تي سَٽي وغيره سبب ٿيل زخم - ننڍڙو ڦَٽُ - ڦروڙي - ڇُهندو. دنبڙي.

● ڦَرُسُ ۽ ڦَرُسَ: ذ. ڪجيءَ جي وڻ جو ٻن - ڦرهو. وَلِ جو هڪ قسم (ث).

● ڦَرُسَا (ت)؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڦَرُسو ۽ ڦَرُسا (ڪ. ت)؛ ذ. ان ڳاهڻ وقت ڍڳن جي پويان ٻڌل ڍلگهر جو ان سڌو ڪري. ڳاهيل وَلِ جو ڍڳ - ڦيرهو. ديرو - ڪرو - ٻار.

● ڦَرسِيُ ۽ ڦرسِيُون (ث)؛ ث. ول جو هڪ قسم (جنهن جي ٻاڙ ۾ ڪوليرو ٿئي).

● ڦَرُ ڦَرُ؛ ث. (آواز). ڪنين جو آواز - ڦٽڪڻ جو آواز - ڦرڦر.

- ڦَرُ ڦَرُ ڪَرَڻُ: فرفر ڪري آڏامڻ. ڦڙ ۾ ڏڪڻ - ڪنبڻ.

● ڦِيرُ ڪَ: ث. ڦيرُ - بَدَلُ - تبديلي. فرق - تفاوت.

- ڦيرڪَ ٿيڻُ: ٻي طرح ٿيڻ. ٻيو ٿيڻ. تبديل اچي وڃڻ- بدلجڻ.
- ڦيرڪ ڦيرڻُ: ڦري وڃڻ - مٽجڻ - تبديل ٿيڻ- ڦرڻ- ڦيرو کائڻ- گهمري کائڻ.
- ڦيرڪَ ڦيرڻُ: ٿاٻا کائڻ. خطا کائڻ- گناهه ڪرڻ- پاپ ڪرڻ.
- ڦيرڪَ ڦيرو ڏيڻُ: هرهر آچڻ- ذري ذري اچڻ- ايڀر ڦيڀر ڪرڻ.

● ڦرڪَ ۽ ڦرڪون (ل): ث. هوا جو جهوٽو- جهونڪو- لهر.

● ڦرڪائڻُ: مصدر. (سن. سڦُر = ڦرڪڻ ڪرڻ) ڦيرائڻ. ڏڪائڻ. ڪنبائڻ.

● ڦيرڪڙو ۽ ڦيرڪڙا (ل): ذ. واءُ. نمونو- ڍول- ريت- ڍنگ.

"زماني جو ڦرڪڙو اهڙو ڦري ويو آهي جو الامان".

● ڦرڪڻُ: مصدر. (سن. ڪنپ = ڪنبڻ) ڪنبڻ- ڏڪڻ- لرزڻ. (اکين جا ڇنڀڻ) هيٺ مٿي ٿيڻ- ڦرڻ (اک جو). ڦرڪيو.
- ڦرڪڻي ۽ ڦرڪڻيون: ث. ڏڪڻي- ڪنبڻي- لرزش. سيءَ سبب ٺرڪو- ٺرڪڻي. ڊپُ- خوف- ڀؤ- ڊڄُ.
- ڦرڪڻي ٿيڻُ: ڊپَ وچان ڏڪڻ- ڪنبڻي ٿيڻ- ٺرڪڻ. ڏاڍي سيءَ سبب ڏڪڻ.

● ڦرڪڻُ: مصدر. (سن. ڪنپ = ڪنبڻ) جنبش ۾ اچڻ- حرڪت ڪرڻ. هيٺ مٿي ٿيڻ- لڏڻ- چرڻ- ڏڏڻ- ٿڙڻ. ڪنهن ننڍڙي ٻڪريءَ جو ٽپ ڏيئي اڏامڻ. ڪنهن جانور جو ڦونڪارو هڻڻ- ڦونڪارڻ (ت). گڏهه ۽ گهوڙي جو ڏيءُ ڪري اوڀرائي ڏيڻ (ڪ).

● ڦرڪيٽو ۽ ڦرڪيٽا: ذ. ڦوڦينڊو- ڦلڪو- چلڪو- لڦَ- ليڦَ- ڦرڪٽو.

● ڦرڪٽي ۽ ڦرڪٽيون: ث. (سن. ڪنپ = ڏڪڻ) ڏڪڻي- ٺرڪڻي- ٺرڪو. سخت ٿڌ- سخت سردي- ڏاڍو سيءُ.
- ڦرڪٽي ٿيڻُ: ڏڪڻي ٿيڻ. تمام گهڻي ٿڌ ٿيڻ. ٿڌي هوا جو لڳڻ.

● ڦرڪو ۽ ڦرڪا: ذ. ڪورين جي اصطلاح ۾ ٿاڻي کي خلاصي ڀيهارڻ لاءِ ڇيڙي تي ٻڌڻ جي حالت (ٺ). گهاگهري جو پلاند- دامن- پلؤ (ٺ). ماڻهو يا جانور جي تيڪ هڻڻ جو آواز- پرڙاٽ.

● ڦيرڪ ۽ ڦيرڪا: ذ. خيال- ارادو. نمونو- ڍول- هلت چلت.
- ڦيرڪو ڦيرڻُ: خيالن يا ارادن ۾ تبديلي ٿيڻ- خيال بدلجڻ. دل کڄي وڃڻ- شوق لهي وڃڻ- عقل ڇڏي وڃڻ- ڪم بگڙي وڃڻ.
- ڦيرڪو ڦري وڃڻُ: خيال ۾ تبديل اچڻ. نمونو ٻيو ٿي وڃڻ.

● ڦرڪو ۽ ڦرڪا: ذ. گڏهه يا گهوڙي جو نڪ مان زور سان ڪڍيل واءُ- ڦونڪارو.

● ڦيرڪي ۽ ڦيرڪيون: ث. رانديڪي جو هڪ قسم.

● ڦرڪي ۽ ڦرڪيون (ل): ث. گهڻي سيءَ سبب ڏڪڻي- رڦٽي- هڙڪي.

● ڦرڪٽ ۽ ڦرڪٽَ (ل): چاقو وغيره جو وَڍڻ وارو حصو. ڌار- ڦچو- ڦرُ.

● ڦرڪٽي ۽ ڦرڪٽيون (ل): ث. تيلي ٻج جي گاهه جي ڪتر (مال جي چاري لاءِ).

● ڦرگل ۽ ڦرگلَ (ت): ذ. (ع. فرغل جو بگڙيل) پراڻو- ڪپڙو. (ث. ڦرگلي ۽ ڦرگليون).

● ڦيرموٽي ۽ ڦيرموٽيون: ث (سن. ڀرم = ڦرڻ) رانديڪي جو هڪ قسم- ڦرڻي- ڀوري. ڀنڀوري (ڪاٺ جي). جيت جو هڪ قسم.

● ڦيرنڊ ۽ ڦيرنڊَ: ذ. هاٿيءَ جو ٻچو (هرڻي کان وڏيرو).

● ڦرنو ۽ ڦرنا (ت): ذ. صفت. خوش- تازو- توانو- نؤبنو. تندرست- صحت مند- صحت يابُ- چڱو ڀلو.

● ڦيرني: ث. (سن. ڀرم = ڦرڻ) شڪ- گمان- وسوسو- سنڪلپ- وڪلپ.

● ڦرڻُ: مصدر. (سن. ڦل) ڦرڪڻ- ڦلڻ. ڪنهن اَن يا گل وغيره جو آيرڻ- اوپڙ ٿيڻ. ڪنهن نر جانور جو ماديءَ سان لڳ ڪرڻ.

(سن. سُڦرَنَم = ڦرڪڻ) اک جي ڇنڀڻ-اک جو هيٺ مٿي ٿيڻ- ڦرڪڻ. دل اسڪڻ-خيال ٿيڻ.

● ڦيرڻُ: مصدر (سن. پَرُمَ = ڦرڻ). ڦيرا ڪائڻ- چڪر ڪائڻ- گهمرا ڪائڻ- گردش ڪرڻ- گهمڻ. چوڌاري ڦرڻ. ڦيرو ڪائڻ- ڦيري پائڻ- واپس ٿيڻ- موٽڻ- مراجعت ڪرڻ- وري اچڻ. چڪر ڏيڻ- گشت ڪرڻ- چهل قدمي ڪرڻ- ٽهلڻ- گهمڻ. ڦيري ڪائڻ- (انجام ڪان) ڦرڻ. انڪار ڪرڻ- نه مڃڻ. حڪم ڪان انڪار ڪرڻ- انحرافي ڪرڻ- سرڪشي ڪرڻ- بغاوت ڪرڻ. التو ٿيڻ. ابتو ٿيڻ. بدلجڻ ڏنگو ٿيڻ- ڦڏو ٿيڻ- ٽيڙو ٿيڻ- ورڻ- مڙڻ.

- ڦِرندو رَهڻُ: چڪر هڻندو رهڻ- گهمندو وتڻ- گشت ڪندو رهڻ- گهمرين ۾ هجڻ. رلندو رهڻ- آواره گرد رهڻ.

- ڦِرَڻُ گِهرڻُ: مٽجڻ- بدلجڻ- تبديل ٿيڻ. هيڏانهن هوڏانهن اچڻ وڃڻ- ڦيرهون پائڻ- گهمريون ڪائڻ- چڪر هڻڻ.

- ڦِرِڻو ٤ ڦِرِڻا: ذ. صفت. ڦرڻ وارو- ڦرڻ گهرڻ وارو- ڦيرائتو- ڦرلڊڙ گهرندڙ. سرگردان- چرندڙ- ٽرلڊڙ. گهٽ وڌڻيندڙ. بيقرار. گهڻ متيو. (ذ) لاٽون- ڦرموٽي. چرخو.

- ڦِرِڻِي ٤ ڦِرِڻِيون: ث. ڦرڻ واري حالت- گهري ڪائڻ واري حالت. ڦيري- ڦيرائي- ڦيرو. (ڪتڻ جو) ايٽ- ارٽ- چرخو. ڦرموٽي. لاٽون- لاٽئون. چرخي. ڪهي. ٽُر.

- ڦِرِڻِي گهرڻِي ٤ ڦِرِڻِيون گهرڻِيون: ث. هڪ ڳالهه لاءِ هجڻ واري حالت- ڦيري- گهتاري ڦرت گهرت.

- ڦِرِي وَڃَڻُ: ڦيري ڪري وڃڻ- گهمرو ڪري وڃڻ. آٿلي وڃڻ- آٿل ڪائڻ- موٽي وڃڻ- واپس وڃڻ. ڪنهن خريد ڪيل شيءِ کي وٺڻ کان انڪار ڪرڻ. انجام کان ڦرڻ- انجام پورو نه ڪرڻ. انڪار ڪرڻ. بدلجي وڃڻ. گشت ڪرڻ- دؤرو ڪرڻ. گهمي وڃڻ. حڪم کان انڪار ڪرڻ- باغي ٿيڻ- منحرف ٿيڻ. ڦِڏو ٿيڻ- ڏنگو ٿيڻ. ٽيڙو ٿيڻ.

● ڦَرَڻُ: مصدر. زبردستي مان مال کسڻ- ڦر ڪرڻ- لٽ ڪرڻ- لٽڻ. ڦرمار ڪرڻ- ڦري ماري ڪرڻ. پورو عيوضو نه ڏيڻ. ڦرڪڻ. ڏڪڻ- ڪنبڻ (ڪ) ,چرڻ (ڪ).

● ڦُرڻو ٤ ڦُرڻا: ذ. (سن. سُڦُرَنَم = دل مان لنگهڻ). خيال- قياس- ڀاوُ. فهم- سمجهه. ڀور- ڀدبدو- من- موج- دُور- ريچڪ- لهر- رءُ- ٻودڪي. ڪڏ- شوق- دل. ڪوڙو خيال- وهم- ڀرم- ڪلپنا- سنڪلپ. مايا- ڀرت ڀاس- سوهه روپي- نڪتو روپ.

● ڦَرِڻِي ٤ ڦَرِڻِيون (ت): ث. نڪ جي چونٽي- ناڪوٽي- ناس.

● ڦَرو ٤ ڦَرا (ڪ): ذ. رڃ جي اڪين ٿاهڻ لاءِ سوئي جو هڪ قسم. ڪم ايندڙ سوئو.

● ڦَروٽ ٤ ڦَروٽَ (ل): ذ. ننڍي عمر جو چوپايو (مينهن ڍڳيءِ جو) ڦر.

● ڦِروڙِي ٤ ڦِروڙِيون (ل): ث. ننڍو وقت- ڦرڙي.

● ڦَروسِي ٤ ڦِروسِيون: ث. گهرو جانور جو هڪ قسم- ٻلي- ڦومٽي (ڪ).

● ڦَرَهَه ٤ ڦَرَهون: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڦَرَهَه ٤ ڦَرَهَه: ذ. (سن. ڦَل = چيرڻ > ڦلهڪم = تختو). تختو- ڦرهو- پاٽيو- پٽي- تختي. ٻوٽي جو هڪ قسم (ڪڪ قد ۾ ٣-۴ فوٽ ٿين ۽ مٿان ننڍيا سنگ ٿين ۽ سائون جي داڻي جيڏو ان ٿئي). مرت. ايس يا ڪجهيءَ جو ڦرهو.

- ڦَرَهَه ٿِي پَوَڻُ: ٿڪجي پوڻ- بيزار ٿي پوڻ- ورچي پوڻ- ڪهجڻ- اولجڻ- هٽجڻ- ڪڙجي پوڻ- چڪي پوڻ.

● ڦَرهارُ ٤ ڦَرهارَ: ذ. صفت. پانهيون وڪڻندڙ.

● ڦَرهَر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد سنڌ ۾).

● ڦَرَهَڙِي ٤ ڦَرَهَڙِيون (ت): ث. ڪوهه تي رکيل ڪاٺي (جنهن تي هڪ پير رکي اندران پاڻي ڪڍجي).

● ڦَرَهو ٤ ڦَرَها: ذ. (سن. ڦَلُ = چيرڻ > ڦلڪَ = تختو). تختو- ڦرهه- پاٽيو. پٽي- تختي.

ڪپڙن لاءِ ڪاٺ جو تختو - داٻڙو. وهنجڻ جو تختو. ڪپهه ٻجڻ جي اوزار (ٻجٽي) جي ٻه ڙيءِ وارو اهو گول تختو. ڪنبارڪي ڪم جو هڪ اوزار - ٿالهون ٺپڻ لاءِ ڪاٺ جي پٽي - ٿاپي. ٺپٽي. ڪجهه جي وڻ جا ٻن ھوٿا. دريا هي ٻيڙياتن جي اصطلاح ۾ ٻيڙيءِ هلائڻ لاءِ ڪاٺ جي ٻٽي - ولجهه. مڇيءِ جو هڪ قسم. ڍوٻين جي اصطلاح ۾ ڪپڙن ستڻ لاءِ پٿر جي وڏي چورس سِرَ.

- ڦَرَهَا چِلَڻُ: ڪجهه جي چڙي يا ڏار تان ٻن صاف ڪرڻ. ڦرها روڙڻ.

- ڦَرَها رُوڙَڻُ: ڦرها چلڻ.

- ڦَرَهوُ ٿِي پَوَڻُ: ٽڪجي پوڻ. ٽڪ سبب بي حال ٿيڻ. ڏکو ٿي سمهڻ.

- ڦَرَهُو ڦَاٿَڻُ: ڏاڍو شاهوڪار ٿيڻ. دولتمند ٿيڻ.

- ڦَرَهي ٿي هَنْڻُ (ت): وڃائڻ - خراب ڪرڻ - ضايع ڪرڻ - زيان ڪرڻ.

● ڦِرَهوُڙِيُ ۽ ڦِرَهوُڙِيُون (ل): ث. ڦرڙي - ڦروڙي. ڦوڙي.

● ڦَرَهِيُ ۽ ڦَرَهِيُون: ث. (س. ڦَلهَڪ=تهتي = تختي). ڪاٺ جي ننڍي - تختي. (سڪول ۾) ٻارن جي لکڻ جي تختي - فرهي - پٽي. موچين وٽ چمڙي جو ٽڪرو رکي وڍڻ جي تختي. آڏي. ٿار جو هڪ عضوو - اوپاري جي چوٽيءِ ۾ ٻيل ڪاٺي. ٻيڙيءِ ۾ ڪم ايندڙ تختو. ٿالهون ڪي (ڪنبارن وٽ) ٺپڻ جي ڪاٺي - ٺپٽي. ڏاٽي ڏنڊڻ يا چار وغيره اٿڻ لاءِ ڪاٺ جي هڪ تختي. ايت جو هڪ عضوو. ڪهاٽي جو هڪ عضوو - ٻيڙهي ۽ ٻيلهه ۾ ٻڌل لٺ. مڱ - چڻن - مٽر وغيره جي ڦري - ڦلي.

● ڦَرَهيِڙِيُ ۽ ڦَرَهيِڙِيُون (ت): ث. چم وغيره ڪپڻ لاءِ ڪاٺ جي چورس تختي. ڦرهي.

● ڦَرَهِيوُ ۽ ڦَرَهِيَا (ت): ذ. ٻهارو - جهاڙو - ڦريو.

● ڦَرِيُ ۽ ڦَرِيُون: ث. (س. ڦَل = ميوو) سنهون ۽ ڊگهو ڦل (جنهن ۾ اندر داڻا پريل هجن. جيئن "مٽر - مڱ - چڻا - چونئرا - تر" وغيره) جي ڦرهي. ڪيوڙي جي ڦلي - ڪيلو. ٻلڙو (ٻير جو). (ڪنڊيءِ جو) سڱر. ڪنهن قبيلي جي شاخ.

- ڦَرِيَالَٿُون ۽ ڦَرِيَانوان: ذ. صفت. ڦريءِ وارو - ڦريءِ مان نڪتل.

● ڦَرِيوُ ۽ ڦَرِيَا (ت - ل): ذ. ٻهارو - جهاڙو - ڦرهيو.

- ڦَرِيو لاهِڻ (ت): وائر ڪان پوءِ آن جي ڍڳ تان ٻُهي صاف ڪرڻ.

● ڦَڙِ ۽ ڦَڙوُن: ث. (ف. پُل). ڪنهن واهه يا نهر مٿان لنگهڻ لاءِ ٺاهيل ڪچي پل - ڦوڏو - پل.

● ڦِڙَائِڻُ (ت): مصدر. (سنڪت) ڦٽائڻ - ڦيٽاڙو وجهڻ.

● ڦَڙِ ٻَاتَ ۽ ڦَڙِ ٻَاتُون: ث. ٻٽاڪ - لاف - ڏاڙ - لباڙ.

- ڦَڙِ ٻَاتُون هَڻَڻُ: ڏاڙون هڻڻ - لافون هڻڻ - ٻٽاڪون هڻڻ. لباڙون هڻڻ.

- ڦَڙَ ٻَاتِيُ ۽ ڦَڙِ ٻَاتِيُ (ت): ذ. ٻٽاڪ هڻندڙ - ٻٽاڪي - لاف هڻندڙ.

● ڦِڙِتَ ۽ ڦِڙِتُون (ت): ث. پير سان ٻئي جي پيرن ۾ (هلڻ وقت) ڏنل آڏ - ڦڙتي - آڏڙي.

- ڦِڙِ تَڪَ ۽ ڦِڙِ تَڪُون (ت): ث. ڦڙتي - ڦڙتڪ - ڦڙت - انڪڙو. شرارت - فساد.

- ڦِڙِ تَڪَ هَڻَڻُ: ڦڙت يا ڦڙتي هڻي ڪيرائڻ (ڪنهن کي). روڪ وجهڻ - رنڊڻ - آڙو وجهڻ.

● ڦَڙُتَ ۽ ڦَڙُتَ: ذ. صفت. (س. سُڦُرتِي = چالاڪي). چالاڪ - هوشيار - چست - جهانجهرو. جلد - تڪڙو - ٿورو پرمو - تڪو - تيز - چوهو - چڙڪ - ڪڙوتڙو - جل ڦتاڪو - چپل - وائنترو - چڙت. حاضر جواب - تيکڙو يل. ٺهڪو - ٺينگين مردين - هشناڪي وارو - جوانمرد - فلڪي.

- ڦَڙِتائِيُ ۽ ڦَڙِتائِيُون: ث. چالاڪي - تيزي - ڦڙتي - جلدائي - تڪڙو - وٺ پڪڙ. هوشيار - تيز فهمي.

- ڦَڙُتو ۽ ڦَڙُتَا: ذ. صفت. ڦڙت. چالاڪ - هوشيار. جلد - تڪڙو - تيز.

- ڦُڙتِي ۽ ڦُڙتِيُون: ث. چستي - چالاڪي - ڦڙتائي. تيزي - جلدائي - جلدي - سگهه - چڙچوت - ڇهانڇهرائي. انڪل بازي. حرفت.
- ڦُڙتيءَ سان؛ ظرف. چالاڪيءَ سان - چستيءَ سان - حرفت سان. جلدي - جلد - ترت - فوراً - يڪدم.
- ڦُڙتِي ڪَرَڻُ: چستي ڪرڻ - چالاڪي ڪرڻ ڪنهن ڪم ۾ جلدي ڪرڻ - تيزي ڪرڻ - جلدي ڪرڻ - دير نہ ڪرڻ - جهٽ پٽ ڪرڻ.

ڦُڙتيلو ۽ ڦُڙتيلا ؛ ذ. صفت. ڦڙتيءَ وارو - ڦڙت. چست - چالاڪ - هوشيار. ڏاهو - سياڻو. جلدي ڪم ڪندڙ - تيز - جلد باز. عاقل - عقلمند. هنريلو - هنرمند.

● ڦِڙتو ۽ ڦِرِتا (ت)؛ ذ. ڪورين جي هڪ اوزار جو نالو. آڏاڻي تي چڙهيل تاڃيءَ کي ڇڪي جهلڻ لاءِ ڪاٺي (جنهن جي وچ ۾ رسو ٻڌي ورائي منيءَ ۾ ڇڪي ٻڌبو آهي).

● ڦِڙتِي ۽ ڦِڙتِيُون؛ ث. (سن. پرم = ڦرڻ) ڦيري ڪاڻ جي حالت. ڦيرائي. گوهي. ڦِرو. رسي يا لوڙيءَ جو وڪڙ (جنهن سان ماڻهوءَ يا جانور کي ڦير ڦاسائي ڪيرائجي). ڦير جي آڏڙي. (ڪنهن کي ڪيرائڻ لاءِ) ڦڙت. ملهہ جو هڪ داءُ. ٻئي جي ٽنگ ۾ ٽنگ سان وڌل وَڪڙ - انگڙو - جانئو. آڙي. (هڪين وغيره کي ڦاسائڻ لاءِ) لوڙيءَ جو وڪڙ ڏنل ڦندو - ڦاهي - ڦاسڻي - ڳاري.
- ڦِڙتِي ڪائِڻُ؛ ڦيرو کائڻ. ڦرڻ. گوهي ڪرڻ. انجام کان ڦرڻ - وعدي خلافي - ڪيل زبان تان آلي وڃڻُ. ڪنهن ڳالهہ تان ڦيرو کائڻ.
- ڦِڙتِيُون ڪهبرِ تِيُون (ت): ث. وَٽَ سَٽَ - ڦَنڊَ ڦير - وڪڙ سڪڙ - انڪل سڪل - ڦيري گهيري.
- ڦِڙتِي هَڻَڻُ: ڦڙت هڻڻ - گوهي ڪَرَڻُ. ڦير جي آڏڙي ڏيڻ - ٽلو هڻڻ - ٽيڙڻ - ڦاٿائڻ. مُڪرجي وڃڻُ - آلي وَڃڻُ - ڦري وڃڻ - ڦرڻ. ڪيڏ ڪَرَڻُ - چالاڪي ڪَرَ - ٺڳي ڪرڻ. رندڪ وِجهڻ - رلگ ۾ پُنگ وِجهڻ.

● ڦِڙتو ۽ ڦِڙِتا (ت)؛ ذ. ڪورين جو هڪ اوزار. تاڃيءَ کي حصن ۾ ورهائڻ لاءِ ڪم ايندڙ ڪاٺي.
- ڦِڙِتو ڏِيڻُ؛ تاڃيءَ جي پاڳن کي هڪ ڪاٺيءَ ۾ ٻڌڻ.

● ڦَڙِچ ۽ ڦَڙِچَ (ت)؛ ذ. ڦرهو - تختو.
- ڦڙچ ٿِيُ هَوَڻُ: ڦرهو ٿيڻ. سنئون ڍڪهو ٿي سمهي پوڻ. بيمار ٿيڻ - بيهوش ٿي پوڻ.

● ڦَڙَدُ ۽ ڦَڙَدَ؛ ذ. بهانو - عذر. راڳ.
- ڦِڙدوايو ۽ ڦِڙدوايا (ل): ذ. صفت. ڳالهہ مخفي نہ رکي سگهندڙ - وات ڦاڙو. آوايو (ل).

● ڦِڙدُ ۽ ڦِڙدَ؛ ذ. ٻلي جو هڪ قسم (جيڪو نہ نر نہ مادي) - ڪِتس.

● ڦُڙدو ۽ ڦُڙدا؛ ذ. (ع. فرضه) درياهہ يا ڪنهن نهر تان ٺهيل لنگهہ - ڦاڙ - موري - پل - ڦڙهہ.

● ڦَڙُس ۽ ڦڙسَ (ڪ)؛ ذ. ڪجيءَ جو ٻن - ڦرهو.

● ڦڙسِي: ث. وَل جو هڪ قسم (وڻ تي چڙهندڙ ول جنهن ۾ آڇا ڍڪها گل ٿين ۽ گل ڪتڙا ٿين جي ڏٽ طور ڪائجن، ساڙ ۾ ٺاهي جهڙو ڳنڍو يعني ڪوڊ پئرُ) ڪوڊِ پئرُ.

● ڦَڙُ ڦَڙُ؛ (سن. سڦر = ڦڙڦڙ ڪرڻ) پکيءَ جي کنڀن هڻڻ جو آواز - ڦٽ ڦٽِ ڪپڙي يا جهنڊي جو هوا تي لڏڻ جو آواز - لڦ لڦ. ڪاغذ جي ڪڙ ڪڙ - ڪڙڪاٽ - سرڙاٽ. ڪڙڪو. لاف زني - ڏند ٽوڪو - اجايو ڳالهاءُ - لڙ لڙ - بڙ بڙ. ٻٽاڪ - ڊاڙ - لاف. گوڙ - هل - گهمسان - لڙ. آجائي تڪڙ ڦڪڙ - وَٽ پڪڙ - لَڙ ڦَڙ.
- ڦَڙِ ڦَڙِ ڪَرَڻُ؛ ٻٽاڪ هڻڻ - لاف هڻڻ - ڊاڙ هڻڻ.
- ڦَڙِ ڦَڙِ يو ۽ ڦَڙِ ڦَڙِيَا؛ ذ. صفت. ڦڙڦڙ ڪندڙ - ڦٽ ڦٽ ڪندڙ - چالاڪ - هوشيار. تکو - تکڙو - تيز. ٻٽاڪي - بڪبڪيو - ڊاڙي - لاف زن.

● ڦُڙُ ڦُڙُ: ث. (سن. پرشت = ڦڙو) ڦڙو ڦڙو - قطرو قطرو. ڦڙو ڦڙو ٿي مينهن وسڻ جي حالت - سنهون مينهن - بولد باند - ڪڻيون.

- ڦڙُ ڦڙُ لائڻ؛ ڦڙو ڦڙو ڪري سنهون مينهن وسڻ- بولد بوند وسڻ.

● ڦڙ ڦوٽ ۽ ڦڙ ڦوٽون؛ ث. (سن. سڦٽ = هڻڻ) سالنداڻ- ٽرٽلو- ڀاڄ- ڊيهوڙو- ڦاڪوڙو- ٽاهه- ڊوڙ ڊڪ- ڀڄ ڊوڙ. هراس- آڊائي- ڌهڪاءُ. ڌڪاءُ- ڊپ- ڊاءُ- ڊڄ- ڊيڄ- خوف.

- ڦڙ ڦوٽ پوڻ؛ مالداڻ مچڻ- ڦاڪوڙو پوڻ- جدائي پوڻ.

- ڦڙ ڦوٽ وجهڻ: سالنداڻ وجهڻ- ڦاڪوڙو وجهڻ- جدائي وجهڻ.

● ڦڙڪ ۽ ڦڙڪون؛ ث. ڀڪيءَ کي ڦاسائڻ لاءِ ڦاهي- ڦاسي- ڦندو- ڦڙتي- چڙڪ- دام- ڳاري. ڪوڙڪي. چوپائي کي جهلڻ- ڪيرائڻ يا ٻڌڻ لاءِ رسي جو ڦندو- سرڪڻ (ڪ). ڪپڏ- الڪل- تجويز.

- ڦڙڪ منڍڻ؛ جار ڀکيڙڻ. ڪيڏ ويڙهائڻ.

● ڦڙڪائڻ: مصدر. ڦاسائڻ. ڪوڙڪي منڍڻ- ڦاهي ٽنگڻ- ڦندو ڀکيڙڻ- جار وجهڻ.

● ڦڙڪڻ؛ مصدر. (سن. ڪمپ = ڪنبڻ) ڪنهن عضوي جو حرڪت ڪرڻ- چرڻ- ٽڙڪڻ- ڦڙڪڻ- ڦرڻ (اک جو)- رقڻ- جنبش ۾ اچڻ- ڌڪڻ- ڪنبڻ. ڏڏڻ- لڏڻ- تنبڻ- دڦڙڻ- تڙڦڻ- ڦٿڪڻ. دڪ دڪ ڪرڻ- ٽپڻ- ڏڙڪڻ- دهڪڻ- ڏوُن ڏوُن ڪرڻ. ڪپڙي جو هوا ۾ لٽڪڻ. ڦڙ ڦڙ ڪرڻ. (ڪنين جو) ڦڙ ڦڙ ڪرڻ- ڦڙڪو ڏيڻ. (ڪڪڙن جو هاڻ ۾) ڪنب ڦڙڪائي وڙهڻ.

- ڦڙڪ ۽ ڦڙڪون؛ ث. آڏامڻ وقت ڪنين هڻڻ جي حالت- ڦڙڪو- ڦٿڪو- ڦڙ ڦڙ- ڦٽ ڦٽ- ڦڙڪات.

- ڦڙڪاٽ ۽ ڦڙڪاٽ (ت)؛ ذ. ڀکين جي ڪنين هلائڻ جو آواز- ڦٽ ڦٽ- ڦٿڪو- ڦوڪ.

- ڦڙ ڪائي ۽ ڦڙ ڪائيون؛ ث. ڦڙڪاهٽ- ڦڙ ڦڙ. ڦڙڪي- ڌڪڻي- ڪنبڻي.

- ڦڙ ڪائڻ: مصدر. هوا ۾ (ڪپڙي يا ڪنين جو) آواز ڪرائڻ. ڀکين کي ٽاهڻ لاءِ آڏائڻ (جنهن ۾ ڀکي ڦڙڪو ڪري آڏامن. ڪي ٻه ڀکي هاڻ ۾) ويڙهائڻ- ڦڙڪي ڏيارڻ. ڦرڙائڻ- ڦٿڪائڻ- لچائڻ.

- ڦڙ ڪائي وجهڻ (ت)؛ لچائي وجهڻ- ڦٿڪائي وجهڻ. سخت ڌڪ هڻڻ- ماري وجهڻ.

- ڦڙڪندي ڦاهي پوڻ؛ (ت). اوچتو نقصان هيٺ اچڻ.

- ڦڙ ڪڻي ۽ ڦڙ ڪڻيون؛ ث. ڌڪڻي- ڪنبڻي- لرزش- رقڻي- ٽڙڪڻي- ڦڙڪي- ڦڙڪو. ڏوڏو- لوڏو- ڪنبپ. ڏوُن ڏوُن- دڪ دڪ- ڏان ڏان. ڌهڪاءُ- ڊپ- خوف.

- ڦڙ ڪو ۽ ڦڙ ڪا؛ ذ. ڦڙڪڻي.

- ڦڙ ڪو ڪرڻ؛ (ڀکيءَ جو) آڏامڻ وقت ڦٽ ڦٽ ڪرڻ. آڪڙ ڪرڻ- تيزي ڪرڻ.

- ڦڙ ڪو لاهڻ (ل)؛ دڙڪو لاهڻ- ڊپ لاهڻ. ليڪو چوڪو چٽو ڪرڻ.

- ڦڙ ڪو هڻڻ (ت)؛ ڪڙڪو ڪرڻ. آڪڙ ڪرڻ. وڏائي ڪرڻ. لاف هڻڻ- لٻاڙ هڻڻ- ٻاڙ هڻڻ.

- ڦڙ ڪي ۽ ڦڙ ڪيون؛ ث. هوا ۾ ڪنين جو ڪيل آواز- ڦٿڪو- ڦڙ ڦڙ. ٽپڪي- آڏامڪ- آڏڪ (ڀکيءَ جي) تيزي- تکڙ- تکائي- جلدائي.

- ڦڙ ڪيون هڻڻ: ٽپاڪون هڻڻ- ٻاڙون هڻڻ- لاڦون هڻڻ. آڪڙ ڏيکارڻ. تيزي ڏيکارڻ (ڪم ۾) تکائي ڏيکارڻ- جلدائي ڏيکارڻ.

● ڦڙڪڻ؛ مصدر. ڪوڙڪي ۾ اچڻ- ڦاسڻ- جهلڻ- جهٽڻ- ڦڪڙڻ.

● ڦڙ ڪڻي ۽ ڦڙ ڪڻيون (ٿ): ث. تر کي ڦيرائڻ لاءِ ڪاٺيءَ جو ڏڪر.

● ڦڙڪو ۽ ڦڙڪا (ڪ). ذ. (سن. ڦلڪم = تختو) ڪتاب جو پوش. ڦٽڪو- ڦڪڻ- ڦينٽو (ل). لنڊو ڦٽڪو (ٿ). ڪپڙي جو يا ڦٽڪي جو چيڙو- ڦلالو. طرو. لڏندڙ ڪپڙو- جهالر (ڪ).

- ڦڙ ڪا ٽاهڻ: لٽڪڻ تي ڇڙو ڇاڙهي ڀيڄيءَ وٽ ٻه پردا يا ڦڙڪا چڙهائڻ.

- ڦڙ ڪا پائڻُ: پوش پائڻ - پوشاڪون پائڻ - ويس وڳا پائڻ - ٺاٽ ٻاٽ ڪرڻ.

"ماڻهُ جنڊ ڪيڏي، ڀَٽ ڦڙڪا پائي".

● ڦُڙڪو ۽ ڦڙڪا (ڪ)؛ گهوڙي جي نڪ مان ڦُرُ ڦُرُ جو ڪيل آواز - ڦونڪارو.

● ڦڙڪي ۽ ڦڙڪيُون؛ ث. اگڙين ٻيل ڪڙو - چٽين ٻيل ڪپڙو.

"ٺڪر ڪر ڦڙڪين ور ونگائي لاءِ" (شاهه ڪريم).

● ڦڙ ڪيتلُ ۽ ڦڙ ڪيتل = ڦڙ ڪيٽيُون؛ ذ. ث. (سن. ڦلڪهَ = ڦرُ) تلوار جو هڪ قسم - ٻه ڌاري ڇُهنب واري تلوار.

● ڦڙو ۽ ڦڙا: ذ. گاهه جو هڪ قسم. ٻش جو ٻوڙو - ٻش. ٻوٽي يا گاهه جو هڪ قسم (ڪ). ڪتر يا ڪنڇيءَ جو هڪ پاسو.

● ڦُڙو ۽ ڦُڙا: ذ. (سن. پَرشَتَ = ڦڙو) ڪنهن پاڻيٺ جي ٻوند - ٽيپو - ڦُڙي - قطرو - ڇناڪو - ڳاڙو. ڦڻڪ - ڇنڊو - مينهن جي وڏي ٻُوند.

- ڦُڙو (يا) ڦُڙي ڦيرڻُ (يا) ڦُڙو ڦيرُ (ٿ): ڪير ولوڙڻ.

"سُورن جون سالوڻ ڇني، آٿي ڦُڙيُون ڦير".

● ڦَڙَهُ ۽ ڦَڙهُون (ت)؛ ث. پاسو - پاڙ - بنياد - پيڙهه.

● ڦَڙهُ ۽ ڦَڙَهُ ؛ذ. ٻيس جا ٻَن - ڦرهو - ڦڙهو.

- ڦَڙهُ ٿيِ ٿوڻُ؛ ٿڪ سبب بي حال ٿي پوڻ. لستو ٿيڻ - ٿڪجڻ. سنٿون ٿي سهڻ.

● ڦِڙهُ ۽ ڦِڙهُون (ل)؛ ث. ڏَڪ - ستَ - ضرب - چوٽ.

"مائين ڦِڙهيءَ ڪاله جهلي".

● ڦِڙهَتُو ۽ ڦِڙهَتا (ت)؛ ذ. ڪورين جي اصطلاح ۾ تاڃي ٻڌڻ وقت سُٽيءَ وٽ تاڃيءَ کي ڍڪو ڪرڻ ۽ ڇڪي جهلڻ لاءِ سنهڙي ڪاٺيءَ جو ٽڪرو.

● ڦَڙهَڻُ (ڪ)؛ مصدر. ٽپڻُ ڏيڻ - ٽپڻ - ڇلانگڻ.

- ڦَڙهي ٿوڻُ: ٽپي پوڻ.

● ڦَڙهو ۽ ڦَڙهَا ؛ ذ. (سن. ڦَلڪهَ = تختو) ڌوٻين جي ڪپڙن ڌوئڻ جو پٿر يا ڪاٺ جو ٽڪر - ڦٽو - ڦڙهو - داٻڙو - ڦڙهه.

● ڦُڙي ۽ ڦُڙيُون: ث. (سن. پرشت = ڦڙي) ڦڙي جو مونث قطرو - ٻُوند - ٽيپو - ڳاڙ - ڪٽي. چنبو. ڦهنگ. ڇُڪو - لَپَ - ڍُڪ (کير وغيره جو).

- ڦُڙي ڦُڙي تلاءُ ٿيڻُ: ٿورو ٿورو ٿي گهڻو ٿيڻ - آهستي آهستي گڏ ٿيڻ.

- ڦُڙيُون؛ ث. هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ (لفظ) ٻُوند ونُ (برسات جون) - ڪڻيون - ٻُوندَ - ڦُوهار.

- ڦُڙ يُون ٿوڻُ: مينهن جي سنهي بولد پوڻ - ڪڻيون پوڻ يا وسڻ - مينهن پوڻ.

- ڦُڙ يُون ڦُڙ يُون؛ ث. قطر قطرا - ٽيپا ٽيپا - ٻُولد ڦُهار - چالٽ - ڪڻيون (برسات).

● ڦِڙ يهَ: ث. گاهه جو هڪ قسم (جنهن جي ڏُٿَ يا ڦرَ يا آن مان مارو ماڻهو مالي پچائي کائين).

● ڦسُ ۽ ڦسَ: ذ. صفت. ٿڪل - ماندو - هڄيل - ڪهيل - ڳهيل - ڪهيو - چُور - ڦاٺ - ساٺو. سُست. بيزار - بر - دق - ڪڪ - هلاڪ - ورتل - ورچيل. آتو - وڪتو - عاجز. چٽ - خلاص. ٺلهو (ان جو سنگ).

● ڦِسَ؛ ث. ٻيس جا ٻَن - ڦرَهَ - ڦرَهو - ڦڙهو - ڦڙهَ.

● ڦُس؛ ث. (آواز). هلڪو آواز - سنهو آواز - جهيڻو يا ضعيف آواز. ڪنَ ۾ ڪيل ڳالهه - ڦُس ڦُس.

- ڦُس ڪيڻُ؛ بدبُوءِ واري هوا ڪڍڻ - ڦُوسَ ڪرڻ.

● ڦَسَ (ت)؛ ث. وهٽ ڪسي پنج جي پير ۾ ڏڪ هئي ڪيل زخم. ڦسڻ جي حالت - ڏٻَ. ڦُوس (ڪ).

- ڦُسَ ٺاهڻُ: ڪنهن جي پرسان زخم ٺاهڻ (جو سَڙَهَ ڏاند کي تڪي هلڻ لاءِ ٺاهجي). جاءِ ٺاهڻ ـ ٺاڪ ڪرڻ ـ هنڌ ڪرڻ.
- ڦُسَ پَئَڻُ؛ ڪنهن جي پرسان زخم پئڻ.
- ڦُسَ ڪَيَڻُ (ڪ): ڦُوسَ ڏيڻ.

● ڦسائڻُ: مصدر. (من. ڦَسُ = ڦاسڻ) ڦاسائڻ. اٽڪائڻ ـ اڙائڻ. چنبڙائڻ ـ ڦڪڙائڻ.

● ڦَسَٽو ۽ ڦَسَٽَا؛ ذ. بيعقلي جي ڳالهه ـ بيعقلي، لپ لپ ـ بڪ بڪ ـ بڪواز ـ بڪواس. فساد ـ جهيڙو ـ ٽنٽو ـ رڳڙو ـ ڦڏو.
- ڦَسَٽو چِٽائڻُ: ڦڏو. معاملو نبيرڻ. جند آزاد ڪرائڻ. ليڪو صاف ڪرائڻ.

● ڦُسِرائڻُ (ت)؛ مصدر. ڏِتارڻ ـ ريبڻ ـ ڦسلائڻ.

● ڦُسَڙُ ۽ ڦُسَڙَ (ڪ): ذ. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

● ڦَسِڙاتُ ۽ ڦَسِڙاتَ (ت)؛ ذ. سرٻر جو آواز ـ سرٻڙات ـ سرپر ـ سرپر. جند آزاد ڪرائڻ لاءِ بهانه سازي ـ لٽاءُ. ٺاٽ لُوٽَ ـ نخرا. ڏلڳائي ـ شرارت. چرچو.
- ڦَسِڙات بازيُ؛ ث. ٺاٽَ لوٽ ـ لٽاءُ سٽاءُ. نخري بازي.
- ڦَسِراتَ ڪَرَڻُ: ڦسڙائڻ ـ لٽائڻ ـ ڪسائڻ ـ ڳالهه ٽارڻ. لنوائڻ.

● ڦَسِڙائڻُ: مصدر. لٽائڻ ـ ڪسائڻ ـ ٽاٽمائڻ ـ ٽارڻ. ٻُسِڙ ۾ پير هڻڻ ـ ڦسڙات ڪرڻ. ڪوهي ڪرڻ. انڪار ڪرڻ. ناڪار ڪرڻ.

● ڦِسُ ڦِسُ (ت): ث. لنڊي ٻار جي پيشاب مٽڻ جو آواز ـ شرڪو.
- ڦِسُ ڦِسُ ڪَرَڻُ؛ ٻارن کي هنگائڻ لاءِ زالن جو آواز ڪرڻ.

● ڦُسُ ڦُسُ؛ ث. (آواز). تمام جهيڻو ڳالهائڻ ـ آهستي آهستي ڳالهائڻ ـ سرپر ـ سرپر ـ ڦسڙتُ ـ سس ڦس.
- ڦسُ ڦسُ ڪَرَڻُ؛ ڪن ۾ ڳالهائڻ ـ آهستي آهستي ڳالهائڻ ـ هوريان ڳالهائڻ. سُسُ پس ڪرڻ ـ سرپات ڪرڻ.

● ڦِسڪَڻُ؛ مصدر. (من. ڦنڪُ = آهستي هلڻ) هٽڻ مان نڪرڻ. وڃڻ. ترڪڻ ـ کسڪڻ ـ ٽِيڙڻ ـ ٽڙڻ ـ گِسڪڻ ـ گهٽڪڻ ـ گسڙڻ ـ سرڪڻ.
- ڦِسِڪَ؛ ث. هٿ مان کسڪي وڃڻ واري حالت ـ تِرڪ ـ کسڪ.
- ڦِسڪَ ڦَنڊِڙيُ ۽ ڦِسِڪَ ڦُنڊِڙيُونُ؛ ث. ذ. صفت. ٽرڙو ـ سِفلو ـ هلڪو. تُڇُ ـ بيهودو. سڪٺو ـ خالي. آجايو ـ اڪيارٿو ـ ڪوڙو ـ باطل ـ عبث.
- ڦِسڪَ ڦُنڊِڙيُ هَئَڻُ؛ مغرور يا ٽرڙو ماڻهو هجڻ.
- ڦِسڪِڻو ۽ ڦِسڪِڻا؛ ذ. تِرڪي ويندڙ ـ ترڪڻو ـ رسڪڻو. سڙيو ـ سڪڻو.
- ڦِسڪِڻي ۽ ڦِسڪِڻيُونُ؛ ث. صفت. ترڪڻي ـ کسڪڻي ـ سِر ڪڻي. ڦلهڙي ـ ڍري. موڪري. ڪشادي ـ وڏي ـ ويڪري. (ث). ملهه جو هڪ داءُ ـ جانٺي جو هڪ امونو.
- ڦِسڪِڻي طَبيعَتَ؛ هر ڪنهن ڳالهه تي ريجهي ويندڙ روح يا دل ـ سِڪڻي طبيعت.
- ڦِسڪو ۽ ڦِسڪا (ت)؛ ذ. گهڪو ـ ترڪو ـ کسڪو. ڦيرو ـ ولو ـ گهمرو ـ چڪر.
- ڦِسڪو ڏِيَڻُ (ت): جلد موٽي وڃڻ يا اچڻ يا هليو وڃڻ. گهمرو ڪري هليو وَڃَڻُ.

● ڦُسڪَڻُ: مصدر. ڪن ۾ سُسُ پُسُ ڪرڻ. چنگهون ڊِگهيون ڪَرَڻُ.

● ڦَسلائڻُ؛ مصدر. ريجهائڻ (ٻارن کي) ـ ڏاڏرائڻ ـ ٽاترائڻ ـ پرپائڻ ـ پرچائڻ ـ سرچائڻ. راضي ڪرڻ ـ خوش ڪرائڻ. چَٽَ پٽڻ ـ ڏاڏر ڏيڻ ـ آٿارڻ. خوشامد ڪرڻ برغلائڻ ـ ورغلائڻ ـ ٺڳڻ ـ چورڻ ـ دم ڏيڻ ـ پنيلائڻ ـ گمراه ڪرڻ ـ منجهائڻ ـ پلائڻ ـ پرمائڻ ـ ريبڻ ـ فريب ڏيڻ ـ دوکو ڏيڻ ـ ڏوکو ڏيڻ ـ ويساهڻ ـ ڊوهڻ ـ دغا ڪرڻ ـ ويسلائڻ.

● ڦَسَلپٽيرو ۽ ڦسلپٽيرا؛ ذ. صفت. ٽرڙو ـ هلڪو ـ سفلو ـ پٽپٽيو. وچ ڪٽيو. لائي چائي ڪندڙ.

● ٿسڻُ: مصدر. (سن. پَسُ = ٿاسڻ) ٿاسڻ- آڪڻ- ڇهڻي پوڻ.

● ٿِسڻُ: مصدر. (سن. پشُلَرُ). زور سبب ڇيچڻ- ٿهجڻ- چٽجڻ- چپيائجڻ- ٿسي پوڻ. ڇچرجڻ. ٿانڻ- ڏرڻ- چيرجڻ. ذرا ذرا ٿيڻ- ڇتيون ٿيڻ- ناس ٿيڻ- چٽ ٿيڻ.

- ٿِسيِ پَوَڻُ: ڇيڇي پوڻ- ٿهجي پوڻ- چٽجي پوڻ. ٿاٽي پوڻ. ڏري پوڻ. ارمان ٿيڻ- ڏک رسڻ. ڪمزور ٿيڻ. ليڙو ٿيڻ.

● ٿُسڻُ: مصدر. زبردستيءَ وجهڻ- اندر ڪرڻ- ڏيڻ- کهوچڻ- کهچڻ.

● ٿسو ۽ ٿسا: ذ. صفت. بي طاقت- ڪمزور- هيڻو. ٻل هيڻ- لسو- نرٻل- دربل. سست. ۽ جند ڙ. چتو- بد افعال- بد چال.

● ٿُسيءُ (ڪ): اسم خاص. هڪ لڪ جو نالو.

● ٿسيٽَ ۽ ٿسيٽُون (ت): ث. ڊاڙ- ٻٽاڪ- لاف- لپاڙ. ٻڪ- ٻڪواز- ٻڪواس.

- ٿسيٽَ مارڻُ: ڊاڙ هڻڻ- ٻٽاڪ هڻڻ. ليڪمردي ظاهر ڪرڻ.

- ٿسيٽَ هڻڻُ: ٻٽاڪ هڻڻ- لاف هڻڻ.

● ٿشُ ۽ ٿشَ: ذ. ٽورو ٻاگو- ذرو- ٽڪرو- ٽوٽو (ل). ڪچرو- ڪک (ڪ). جبل جي گاهه جو هڪ قسم.

● ٿِشادِيُ: اسم خاص. حيدرآباد جي ويجهو هڪ واهه جو نالو.

● ٿِشرجڻُ: مصدر. شور وجهڻ- ڪاوڙجڻ- ڏمرجڻ- غصي ٿيڻ.

● ٿشرو ۽ ٿشرا (ت): ذ. فساد- ٽنٽو- معاملو- جهيڙو- جهڳڙو- تڪرار.

● ٿِشڪار ۽ ٿشڪارون (ڪ): ث. (آواز). ٻليءَ کي هڪلڻ جو آواز- هِش.

● ٿشِلُ ۽ ٿشِلَ (ڪ): ذ. ڪچرو- گند- ڪن.

● ٿڦُ ۽ ٿڦَ (ت): ذ. صفت. وڏي پيٽ وارو- پيٽرو- پيٽوري.

● ٿڦاٽُ ۽ ٿڦاٽَ: ذ. ٻڪيءَ جو پٽ- ٻڦاٽ. (ث. ٿڦاٽِ ۽ ٿڦاٽُون).

● ٿڦڙاءُ ۽ ٿڦڙاءَ (ت): ذ. ٻراءُ (زخم وغيره جي) پرجڻ واري حالت.

● ٿڦڙُ ۽ ٿِڦڙَ، ذ. (سن. ٿقس > ٿڦهه = ٿِڦڙ) بدن جي هڪ عضوي جو نالو (ڇاتيءَ ۾ دل جي ويجهو اسفنج جهڙو هڪ عضوو جنهن ۾ رت صاف ٿئي).

- ٿِڦڙَ ڏَڪائڻُ: گهڻو خوف ڏيارڻ- ڊيڄارڻ- ڊپ وجهڻ- ڏڪائڻ- ڏهڪائڻ.

- ٿِڦڙ ڏَڪڻَ: تمام گهڻو ڊڄڻ- سخت ڊڄڻ- ڪنبڻ- ٿڙڪڻ.

- ٿِڦڙَن کي هَوا ڏِيَڻُ (ت): آڪڙ ڏيکارڻ- ٽيڙي ڏيکارڻ- سيٽ ڪرڻ. هوڏ ڪرڻ- ضد ڪرڻ.

- ٿِڦڙن ۾ ٿڌي پوڻ: خوف وچان ڏڪڻ- ساهه جو خوف هڻڻ.

● ٿڦڙِيُ ۽ ٿڦڙيُون: ث. (سن. ٿقس = ٿڦڙ) بيماريءَ جو هڪ قسم- ٿڦڙن جي سوڄ- ذات الجنب- سرسام. ٻڪرين کي ٿيندڙ هڪ بيماريءَ جو نالو. ڇپن جي خشڪي- سخت اُڃ. ڏڪڻي- ڪنبڻي- ٿڙڪڻي- ٿڙڪي- لرزش. ڊپ- خوف- ڀؤ- هراس.

- ٿِڦڙِيُ ٿيڻ: (جانورن ۾) ٿِڦڙن جي بيماري پيدا ٿيڻ.

- ٿِڦڙيُ لڳڻ: سخت اُڃ لڳڻ. ڏڪڻي وٺڻ. ڊپ ٿيڻ بيقراري ٿيڻ. پريشاني ٿيڻ.

- ٿِڦڙيو ۽ ٿڦڙيا (ٿ): ذ. ٿڦڙن جي بيماريءَ جو هڪ قسم- ٿڦڙي.

- ٿِڦڙي وَٺڻُ: سخت اُڃ لڳڻ- اُڃ سبب تڪليف ٿيڻ. ڏڪڻي وٺڻ- ٿڙڪڻي وٺڻ- ڪنبڻي وٺڻ. ڊپ ٿيڻ- خوف ٿيڻ.

● ٿُڦڙُ ۽ ٿُڦڙَ: ذ. ٿڦيءَ جو مڙس- ٻهڙ.

● ٿڦڙَڻُ (ت): مصدر. سڄڻ- ٿوڪجڻ.

● ٿڦسُ ۽ ٿڦسَ: ذ. صفت. نهرائيءَ کان سواءِ- ٻورو- ٿِڦو- ليلهڙ- ڍلو- ٿلهڙو- ٿوسو- لڙڪندڙ (ماس). ٿلهو- سڄيل. بي زور- ڪمزور. لغڙ جو هڪ قسم.

● ٿڦ ٿڦَ: ث. (سن. ٿڦمَ + ڪر). ٿهڪڻ مهل آواز ڪرڻ- ٿڦ ٿڦ ڪرڻ- ٿڦڪو ڪرڻ-

ٺهڪڻ- ٺسڪڻ - ٺچڪڻ- ٻڙڪڻ. آڦرڪڻ آڀرڻ - باھ تي چاڙهيل ڪنهن طعام جو جوش کائڻ- ٻڙڪڻ. ڪاوڙجڻ - ڏمرجڻ.

- ڦڪو ۽ ڦڪڪا: ذ. ٺهڪڻ مهل لڪتل آواز- ڦڪ ڦڪ. ٺسڪو- ٻڙڪو- ٻڙڪو.

● ڦَڦَلُ (ث): اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

- ڦِڦڻ: مصدر. آپا ساھ کڻڻ- سهڪڻ- هالپارڻ.

● ڦَڦو: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم (اچو ٻَڻِڻ، ويڪرو، ڏيڍو قد ڏيڍ فوٽ).

● ڦُڦو ۽ ڦُڦا: ذ. ڦڦيءَ جو مڙس- ڦڦيءَ جو گهر وارو- ڦُڦڙ.

● ڦُڦي ۽ ڦُڦيون: ث. پيءُ جي ڀيڻ- ٻُوا- ڦِي.

● ڦَڪُ ۽ ڦَڪَ: ذ. ڪنهن سفوف يا چوري جي لپ- ڦڪي- ڦڪو- ترڪي. لپ ۾ ايندڙ ڪنهن شي جو اندازُ- چرون- کپ. هڪ ڦِي واري سان وات ۾ پئجي سگهندڙ شيءَ جو انداز- گرھ- گرانھ. چنگل- مٺ. ذرو- ٿورو- حصو.

- ڦڪُ نہ رَهَڻُ: ڪجهہ بہ نہ رهڻ- ذرو بہ نہ رهڻ.

- ڦڪَ هَڻَڻُ: لپون پري وات ۾ وجهڻ- لپوڙا هڻڻ. گهڻو کائڻ.

- ڦڪُ ٿِي نہ لَهَڻُ (ث): لجي ٿيڻ. شرمند و ٿيڻ- شرمسار ٿيڻ. ڪابہ عزت نہ رهڻ- خوار خراب ٿيڻ- دربدر ٿيڻ. نااميد ٿيڻ- مايوس ٿيڻ.

● ڦِڪَ ۽ ڦِڪُون: ث. لڄ- ڦڪائي- شرم- شرمندگي. شرمساري.

● ڦڪا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي دادو ۾ هڪ ديهہ ۽ شهر جو نالو.

- ڦِڪائي ۽ ڦِڪائيون: ث. ڦڪي رنگ جي حالت- ڦڪاڻ- هيداڻ- پيلاڻ. منهن جي بي رونق ٿيڻ جي حالت- شڪل پيلي ٿيڻ جي حالت- شرمندگي- لڄ- مرم. ٽنٽو- فساد- جهيڙو. خرابي. (ث) انبٽ- نفاق- خرابي- بي مروتي.

- ڦِڪائي وندرائڻ: شرمساريءَ جي حالت لڪائڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

- ڦِڪائي وَنڊڻُ (ث): شرمندي ٿيڻ کان لڪائڻ- شرم ٻرچائڻ. خرابي ونڊڻ. فساد ڪرڻ- جهيڙو جاڳائڻ.

- ڦِڪَتِ: صفت. لٺ گهمائڻ جو هوشيار- لٺ باز. (ث). لٺ بازي- ڏنڊي بازي. جهيڙو- ٽنٽو- فساد- (دوستيءَ ۾) ڦيٽاڙو- نفاق- دشمني. چڪتاڻ. گهپي- کلڪل- کٽ ڦٽ- ڪروڌ. جٺ- جهجها- ڦڪڙي- مصيبت- آزار.

- ڦِڪَتِ جي ڪِرِ پَوَڻُ: دوستي ڦٽائڻ جهڙا ڪم ڪرڻ. مروت نہ ڪرڻ- سنگدل ٿيڻ.

- ڦِڪَتِ ڪَرَڻُ: دوستي ڦٽائڻ- رولو وجهڻ (سنڌي ۾). جهيڙو ڪرڻ.

● ڦَڪَرُ ۽ ڦَڪَرَ: ذ. (ع. فَقَرُ). مسڪيني- غريبي- غربت. ولد. طالبعلمن لاءِ ڳوٺ يا شهر جي ماڻهن کان روزانو ورتل ماني.

- ڦِڪِرُ ڦِتَڻُ (ث): پريشاني ٿيڻ. مغزخراب ٿيڻ.

● ڦَڪُرو ۽ ڦَڪُرا: ذ. صفت. اڌ سڪل اڌ آلو (ڪپڙو يا زمين وغيره). ٿورو سڪل- آڌو ڪو- آساڪرو- وانڪو. اهڙو سڪل جنهن سان چڳيءَ طرح پاڻي نہ نڪتو هجي ۽ ڪجهہ اثر آلاڻ جو باقي هجي. چڳو پلو- تندرست- تازو- توانو- ساجو- وڏيل- تيار- متارو- چاڪ (ل). ٿوري پاڻيءَ ۾ رڌل (پِتَ). خشڪو (ڪ). ث. ڦَڪِري ۽ ڦَڪِريُون). (اسم خاص). پهارا يا ٽوڪرا وغيره. ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.

- ڦَڪِراڻِ ۽ ڦَڪِراڻيُون: ث. مينهن وسڻ بعد زمين جي خشڪ ٿيڻ واري حالت. آڌو ڪائي- ڦڪرائي- آساڪرائي.

- ڦَڪِرائِڻُ: مصدر. سڪائڻ- وانڪائڻ- هوا ڏيڻ- ٿهلائڻ.

- ڦَڪُرائي ۽ ڦَڪُرائيون: ث. ڦَڪُراڻ- آساڪرائي- آساڪرائي- وانڪائي.

- ڦَڪُرو ٿِيَڻُ: آساڪرو ٿيڻ- آساڪرو ٿهڻ- وانڪو ٿيڻ.

- ڦَڪُرو ڪَرَڻُ: سڪائڻ- وانڪو ڪرڻ- آساڪرو ڪرڻ.

● ڦڪيريو (ل)؛ ذ. چوپاين جانورن جي بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ ڳئون، مينهن جا ٿڻ سُڪي وينداآهن ۽ کير ڏيڻ بند ڪري ڇڏين).
- ڦِڪِرِيو ڪَرَڻُ: مينهن يا ڳئون جا ٿڻَ سُڪي پوڻ.

● ڦَڪَڙُ ۽ ڦَڪَڙَ: ذ. صفت. (سن. ڦَڪ = خراب هلت ڪرڻ) اڍنگيءَ طرح خرچ ڪندڙ- خرچائو- هٿ ڦاڙ- پاتو- لٽ لوٽ- فضول خرچ. (ع. فَقَرَ جو بگڙيل) فقير- گدا گر- پينو- بکاري- سوالي. بکيو- سڃو- ڪنگال- ڪنگل. ڪهڻَ ڳالهائو- واترادو- تيز- تکو- جلد. نه پهه چئي ڏيندڙ (ڪ).
- ڦَڪَڙُتالُ ۽ ڦَڪَڙُتالَ؛ هَٿَ ڦاڙ- لٽ لوٽ- ڪهڻ خرچائو. سخي.
- ڦَڪَڙُ ڦاٽَڻُ: اڍنگا ڪم ظاهر ٿيڻ- ڳجهي ڳالهه پڌري ٿيڻ. راز ظاهر ٿيڻ.
- ڦَڪَڙُ ڦاڙُ ۽ ڦَڪَڙ ڦاڙ؛ ذ. صفت. ڳجهه ظاهر ڪرڻ وارو. راز فاش ڪندڙ. هٿ جو ڇوٽ- هَٿَ ڦاڙ.
- ڦَڪَڙُ ڦاڙَڻُ؛ (لڇائي) ظاهر ڪرڻ. ڳجهه ظاهر ڪرڻ- راز فاش ڪرڻ- (پڙ) پڌرو ڪرڻ- پردو کولڻ- پيد ظاهر ڪرڻ- چغلي هڻڻ- فساد مچائڻ- معاملو ڪرائڻ.
- ڦَڪَڙُ هَجَڻُ؛ ڪنگل هجڻ- سڃو هجڻ- پينگيو هجڻ. چالاڪ هجڻ- چُست هجڻ.

● ڦَڪَڙِي ۽ ڦَڪِڙِيُون: ث. (سن. ڦَڪ = خراب هلت) جِٺُ ڦِٽ- ٿُڪ لعنت- لعنت ملامت- ڌَڪُ مُٺ- گار گند. کهپي- کيٺو- رڱڙو- (خيرات لاءِ) رڙو رڙ- ڪلڪيل- پنبدي- کيرکير. خجالت- خواري- بد نامي- رسوائي- ذلت. تڪليف- مصيبت- هچا. دقت- هلاکي- خفو. (صفت). پٺيان لڳي پوندڙ- جيجا- چنبڙ- لم چڏ- پنڊ.
- ڦَڪِڙِيُ ڏيَڻُ؛ چٽي ڏيڻ- آزار ڏيڻ- مصيبت ڏيڻ- هچا ڏيڻ. ججا ڏيڻ- پنڊ ڏيڻ.

- ڦَڪِڙِيُ لائِڻُ: چيڙائڻ- ڪاوڙائڻ- رنجائڻ. دِقَ ڪرڻ- ڪلپائڻ- پاڻي ڪڍڻ- ڏهڻ. ترسڪار ڪرڻ- اپمان ڪرڻ- خراب خوار ڪرڻ- بدنام ڪرڻ- بچڙو ڪرڻ- بي آبرو ڪرڻ- بي مانو ڪرڻ. تڪليف ڏيڻ- بي آرام ڪرڻ- آزار ڪرڻ.

● ڦِڪَلُ ۽ ڦِڪَلَ؛ ذ. صفت. ڦند- فند- ڇند- مڪرُ- ترڪٽُ. چالبازي- اٽڪل- ٽال- حرفت- رمز- ترپوت- ول ڇل- ڪپٽ بازي- ٽريڙ. لانگ- چينگ- چلٽرُ- چلتُ. ليل- پازي- لٽڪو.

● ڦَڪَڻُ: مصدر. چورو يا سفوف وغيره هٿ جي تريءَ تي رکي هڪ ئي دفعي سان وات ۾ وجهڻ- ڦڪي هڻڻ. ترڪڻ. مُٺ پري وات ۾ وجهڻ- جلدي جلدي کائڻ. گهٽو کائڻ.
- ڦَڪو ۽ ڦَڪا؛ ذ. لَپَ (ڪنهن دوا يا ڪاڌي وغيره جي). ڪنهن شيءِ جو هڪڙي هٿ جي لپ ۾ آيل مقدار- لپو. گيرو.
- ڦَڪا هَڻَڻُ؛ ڦَڪَ هڻڻ- لپون پري وات ۾ وجهڻ. جلدي جلدي کائڻ- گهٽو کائڻ لپوڙا هڻڻ.

● ڦِڪو ۽ ڦِڪا؛ ذ. صفت. (سن. ڦلڪ = بي سوادي) بي سواد- بي مزي- بي لذت- اڻ وڻندڙ- بي لطف- بي ساءُ- بي لاءُ- ليسو. بنا لوڻ جي- بي نيڪ- الوڻو. گهٽ مٺاڻ وارو. هلڪو- گهٽ- خفيف- مَدهم- مندو- جهڪو جيئن "ڪپڙي جو رنگ جهڪو آهي". (سن. پنڪ = ڦڪو) هڪ رنگ جو نالو- پيلو- هيڊو- زردو- پترو- بسنتي- هنڌائون. جهڪي رنگ وارو- هلڪي رنگ وارو. لٿل (منهن) پيلو (منهن، جنهن ۾ رت نه هجي). بي رونق (منهن). ڪومايل- جهڪو- لٿل (رنگ ۾). مايوس- آداس. شرمندو- لڄي- شرمسار. ڪيڪو و ڪو- پشيمان. (سن. پرتن پترو- پيڙو- پترو.
- ڦِڪا ڪانَا چُوهَڻُ يا چُوسَڻُ؛ بي فائدو تڪرار ڪرڻ- بنا مطلب جهڳڙو ڪرڻ. پڃتاءُ ڪان سواءِ پيو ڪجهه به حاصل نه ڪرڻ- اجايا هٿ هڻڻ.

- ڦِڪا ڳِنا چُوسَڻُ: بي فائدو ڪم ڪرڻ - ڦِڪا ڪالا چوهَڻُ.
- ڦِڪانجهِروُ ۽ ڦِڪانجهِرا: ذ. صفت. ٿورو ڦڪو - ڦڪاڻ تي مائل - پيلِيرو - زرد پرو.
- ڦِڪانجهو ۽ ڦِڪانجها: ذ. صفت. ڦڪاڻ تي مائل - ڦڪانجهرو - پيلانجهو - زردپرو - سائيرو - پيلِيرو.
- ڦِڪاڻ ۽ ڦِڪائُون: ث. ڦڪي رنگ هجڻ جي حالت - ڦڪائي - پيلاڻ - هيڊاڻ - زرداڻ. الوڻائي - ڦڪائي - لسائي - بي سوادائي. جهڪاڻ - ڪوتاهي - مرجهاڻ (رنگ جي). شرمندگي - حيا - شرم - لڄ - مرجاتا.
- ڦِڪائِي ۽ ڦِڪائِيُون: ث. ڦِڪاڻ (رنگ جي). شرم - لڄ - لِيهه - حجابُ - مرجاتا - مرم - عارُ - شرمندگي - شرمساري.
- ڦِڪو ٿِيڻُ: پيلو ٿيڻ - هيڊو ٿيڻ. شرمندو ٿيڻ - لڄي ٿيڻ - شرمسار ٿيڻ.
- ڦِڪو ڦَدُولو ۽ ڦِڪا ڦَدُولا: ذ. صفت. شرمسار - شرمندو - لڄي.
- ● ڦُڪو ۽ ڦُڪا: ذ. ڀُڪو - سَتارو - بخت. ڀاڳ - نصيب - ڪَرَمُ.
- ● ڦَڪِي ۽ ڦَڪِيُون: ث. ڀوري ٿيل دوا جو وزن (ڦڪڻ لاءِ). سفوف - ترڪي - چورو - ڀورو - ڀڪي. ڪُٽيل دوا.
- - ڦَڪِي ڀُڪِي ۽ ڦَڪِيُون ڀُڪِيُون: ث. دوا درمل - دوا دارون - ڦڪي ٽڪي.
- - ڦَڪِيدارُ ۽ ڦَڪِيدارَ: ذ. صفت. ڦَڪِي وارو - ڪي سُتي ڏيندڙ - طبيب - حڪيم - ويڄ - ويدُ.
- - ڦِڪِي ڏيَڻُ (ت): دوا ڏيڻ. صدمو رسائڻ - ڏُکُ ڏيڻ - ڏاڍو مارڻ - مارڻ ڪُٽَڻ.
- - ڦَڪِي سُٽِي ۽ ڦَڪِيُون سُٽِيُون: ث. علاج دوا دارون - دوا درمل - ڀُڪِي ڦَڪِي.
- ● ڦَڪائِڻُ (ث): مصدر. آچلڻ - آچلائڻ - آچلَ ڏيڻ - ڦِينڪڻ.
- ● ڦُڪُ ۽ ڦُڪَ (ت): ذ. رَسُ لِڪِرَڻ ڪالهوءِ بچيل شيءِ - ڦوڳ - ڪَتُرُ.
- ● ڦَڳَڻ: مصدر. پچڻ.
- - ڦَڳائڻُ (ڪ. ل): مصدر. آچلائڻ - آچلڻ - ڦِٽو ڪَرَڻ. ڪيرائڻ. هارڻ. پچڻ
  "ماه متيئي ڪاءِ، هڏ ڦڳايو هيٺ چڏي".
- ● ڦَڳِڙُ ۽ ڦَڳَڙَ (ل): ذ. وڏو ڀٽڪو - ڀَڳَڙُ.
- ● ڦَڳِلَڻُ (ل): مصدر. وندرڻ - وندر ڪَرڻ. جيئن "ٻار ڦڳليا ويٺا آهن".
- ● ڦَڳَڻُ: اسم خاص. (سن. ڦالڳڻ) هندڪي سال جي هڪ مهيني جو نالو. فصلي سال جو ڇهون مهينو جنهن ۾ گرميءَ جي آمد ٿئي.
- ● ڦُڳِي ۽ ڦُڳِيُون (لس): ث. برساتي اوڀر جو هڪ قسم. ڪنيي - ڦنڪِيُ - ڦونڪي.
- ● ڦَڳهِيڻُ (بلوچي): ظرف. فجر جو - سوير - سويل - سويرو - ساجهر.
  "ڦازا ڏير ڦڳهين ويا" (شاهه).
- ● ڦَلُ ۽ ڦَلَ: ذ. (سن ڦَلُ = ڦر) ميوو - ميوات - ڦرُ - ثمر - ٻار - فروٽ - پيداوار - پيدائش - فصل. آپت - ڪتيو - پراپت - لاڀ - فائدو - نفعو - حاصلات. نتيجو - ڪيتو - ثمره. (محنت جو) اجورو - بدلو - عيوضو - معاوضو - انعام - بخشش. ڳجهارت جي پچڻي - سڌانت. هندڪي اصطلاح ۾ خواب جو تعبير - فال جو نتيجو. ڪنهن ڪره جي عمل جو نتيجو. ڀالي جي آئي. تلوار جي لوڪ. ڪَپَ يا تلوار وغيره جو ڦَرُ.
- - ڦَلائتو ۽ ڦَلائيتا: ذ. صفت. ڦل وارو - ڦل سان - مُثمِرُ - مثقَلُ. ڀلو - آباد - آپتائتو.
- - ڦَلُ پائِڻُ: فائدو حاصل ڪرڻ. فائدو پرائڻ - نفعو ملڻ - ڪٽڻ - ڪمائڻ - پرائڻ - نتيجو حاصل ڪرڻ.
- - ڦَلِجَڻُ: مصدر. ڦلَ وارو - ڦَلُ جهلڻ - ڦَرُ جهلڻ - ڦرجَڻُ.
- - ڦَلُ دارُ ۽ ڦَلُ دارَ: ذ. صفت. ڦَلَ وارو - ڦل ڏيندڙ - ميوي وارو - بارِوَرَ - ثمردار - ميوي دار.
- - ڦَلُدائِڪُ ۽ ڦَلُدائِڪَ: ذ. صفت. ڦَلُ وارو - ڦَرُ وارو - مُثمَرُ - ڦلائيتو - مثقَلُ - ميوي دارُ. آباد - سائو - ڀلو - چڱو - چوکو. سود مند - فائديوارو - واڌار پوارو - وڌاءُ وارو - لاڀائتو - گنجائشي.

- قـَل ُ قـُول ُ ؏ قـَل َ قـُول َ: ذ. ميوا ۽ گـل. ميوا ـ ميوات. آپت ـ پيدائش ـ فصل.
- قـَل ُ كامِنا كـَرَڻ ُ: نتيجي يا اُجوري جي خواهش ڪرڻ.
- قـَل ُ مِلَڻ ُ: ميوو ملڻ. ثمره حاصل ٿيڻ ـ نتيجو ملڻ ـ ڪيتو لوڙڻ ـ نتيجو پوڻ. اجر ملڻ ـ بدلو ملڻ ـ عيوضو ملڻ. فائدو ٿيڻ ـ نفعو حاصل ٿيڻ.
● قـَل َ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي لوشهري، تعلقي ٽنڊي باگي ۽ تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● قـُل ُ ؏ قـُل َ: ذ. (سن. قـُل َ = قـُلـَڻ ُ) گل ـ پشپ ڦول. پرت ۾ ڪم ايندڙ پـَٽ ُ يا سـُت َ جو ٺهيل گل. ٽوپيءَ جو گل ـ ٽـُونر. ڳهه جو هڪ قسم. نڪ َ يا ڪـَن َ ۾ پائڻ لاءِ سون جو گل جهڙو زيور. ڦلڪ ـ ڦلڪون (ت). حقي يا چلم جي ٽوپي. ڍال جي ٻنجي. تلوار جي هٿي جي ڏنڊي. ٽالڊي جو ڏنل داغ يا ڏاپ. تعويذ ـ ڦـُل. ڪپر ولوڙڻ لاءِ ڪاٺيءَ جو منڌيڙي جهڙو (منڌيءَ جو) حصو. (عورت کي آيل) ماهواري ـ ڪپڙا ـ حيض ـ وٽ ـ رتُ. مرد جي مخصوص عضوي جو مٿو ـ سوپارو ـ حشفه. مڙدي کي ساڙڻ کان پوءِ ان جي سڙيل رک ۽ هڏا. پرت جو هڪ قسم (ڪ). پوتي جو هڪ قسم (ت). (ذ. صفت). سهڻو ـ سنو ـ وڻندڙ. خوشنما ـ خوشبوءِ دار.
- قـُلار ڻ ُ ؏ قـُلار ڻـُون ُ: ث. گل وڪڻندڙ ٻقال ـ ڦڪارڻ ـ ٻڪالڻ ـ آرياڻي ـ آرائڻ.
- قـُلار ِي ُ ؏ قـُلار ِي ُ: ذ. صفت. گل وڪڻندڙ ـ ٻڪاري ـ ٻڪالي ـ آرائي.
- قـُلبـَنـْد ِي ُ ؏ قـُلبـَنـْد ِيـُون ُ: ث. اٽڪل ـ چالاڪي ـ حرفت. اجائي ليڪي.
- قـُلبـَنـْد ِي ُ ٻـَڌ َڻ ُ: خوشامد ڪرڻ ـ چاپلوسي ڪرڻ ـ ڏاور ڏيڻ ـ آٿارڻ ـ چترائڻ ـ ٻرغلائڻ ـ ورغلائڻ ـ ڦسلائڻ. ڳلتو ٻڌڻ ـ چڙهو ٻڌڻ ـ شاهو ڏيڻ ـ چاڙهه ڏيڻ. ريهڻ ـ ريبڻ ـ ٺڳڻ.
- قـُل ُ تـَيار ُ ڪـَرَڻ ُ: حقي يا چلم جي ٽوپيءَ تي ٽانڊو چاڙهڻ ـ ٽوپي ڀاهڻ. سلفي تيار ڪرڻ.

- قـُل َ چـُونـْد َڻ ُ: شاديءَ جي هڪ رسم موجب لانئـُن ڏيڻ بعد گهوٽ جو ڪنوار جي مٿان آچلايل ڪپهه جا ننڍا ڦـُڙا چونڊڻ (هندن) ۾ مئل ماڻهوءَ جا سڙيل هڏا ميڙڻ.
- قـُلـْدانـِي ُ ؏ قـُلـْدانـِيـُون ُ: ث. گلن رکڻ جو ٿانءُ ـ گلدالي ـ ڦولداني. گل ڦل ـ گلزاري.
- قـُلـْڪار ِي ُ ؏ قـُلـْڪار ِيـُون: ث. گـُل ڦـُل ـ گلزاري. گلن ٺاهڻ جو ڪم (ڪپڙي يا پيت وغيره تي). ڪنهن ڪپڙي تي پرڀل گلن وارو پـَرت.
- قـُلـَن ُ مـُٺ ڏ ِيـَڻ ُ: ٻچنديءَ آهر ڪجهه نه ڪجهه رقم ڏيڻ. سرنديءَ سارو رقم ڏيڻ.
- قـُلـْواڙ ِي ُ ؏ قـُلـْواڙ ِيـُون ُ: ث. گـلن جي باري. ننڍڙو باغ ـ باغيچو ـ گـلستان ـ ڦولستان ـ چمن. گلزاري ـ ڦلڪاري.
● قـُلا: ذ. (هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ لفظ) جـُونر يا مڪئي وغيره جا پـُڳل داڻا.
● قـُلار ِجـَڻ ُ: مصدر. (سن. قـُل ُ = کلڻ) کلڻ ـ ٽـِڙڻ. ظاهر ٿيڻ. ڦـڪڙڻ ـ وڌڻ ـ ڦنڊڻ. باهه ۾ وڌل ڪنهن شيءِ جو ڦٽجڻ (جهڙوڪ ڦٽڪي ـ جست وغيره ڦلائڻ). گرميءَ سبب وات ۾ ڦلڙا پوڻ ـ (وات) اوپارجڻ.
● قـُلار َڻ ُ: مصدر. (سن. قـُل َ = کـُلڻ) ڪنهن وڻ جو کلڻ ـ ڦل وجهڻ ـ گـُل جهلڻ ـ ٻـُور جهلڻ ـ ٻورجڻ. ڦٽڻ ـ ٽڙڻ ـ کلڻ.

"ڦوڪ ڦلاريا ڦرسين اڄ پـِي لعل ليار"
(ڪبير شاهه).

- قـُلار َ ؏ قـُلار ُون ُ: ث. وڻ جي گلن ڪرڻ واري حالت ـ ٻور. ڦونهڙي جو وقت ـ ڦونهڙو.
- قـُلار ِجـَڻ ُ: مصدر. وڻ جو ٻـُور جهلڻ ـ ٻـُورجڻ ـ ٻوڪجڻ.
● قـُلانـُـيـِي ُ ؏ قـُلانـُـيـُون ُ: ث. مڙس مري ويل زال ـ رنوڙ ـ وڌوا ـ بيوه ـ ڦلانوتي ـ ڏ ليل ـ ڏني ـ ڦلانٽي.
- قـُلانـُو َنـْتـِي ُ ؏ قـُلانـُو َنـْتـِيـُون ُ: ث. ڦلانتي ـ ڦلانٽي.
- قـُلانـُـيـتـِـي ُ ؏ قـُلانـُـيـتـِـيـُون ُ: ث. ڦلانونتي.

- ڦلاٽي؛ هڪ ذات جو نالو.

"لاڪا لک هوا، ڦلاٽي ڦير پيو" (شاهه).

● ڦلاءُ ۽ ڦلاءَ (ت). ذ. ڦهلاءُ - ٻڪيڙ - واڌ. واڌ (زخم وغيره جي). ڦٽ ٻڇڻ جي حالت - ٻاڄ - ٻت تي لڪتل داڻا.

- ڦلاءُ ڪرڻ: زخم جو وڏيڪ ٻڇڻ - ڦٽ جو وڌي وڃڻ.

● ڦلائڻ: مصدر. (سن. ڦل = ڦرڻ) ڦل پيدا ڪرڻ - ڌار ڪرڻ - جدا ڪرڻ - الڳ ڪرڻ - علحده ڪرڻ - ورڇي ڏيڻ - ونڊي ڏيڻ - وانڍڻ - ونڊڻ - ورهائڻ - ورڇڻ - ورهاست ڪرڻ. وهنوار ڪرڻ - بي باقي ڪرڻ. حساب ڪيڻ (وياج وغيره جو).

● ڦلائڻ: مصدر. وڌائڻ. وستار ڪرڻ - اڦار ڪرڻ. ٻڪيڙڻ - ٻسارڻ. ڦنڊائڻ - سڄائڻ - ڦهلائڻ - ڪنهن شيءِ کي ٻاهه تي يا سيڪ تي ٻچائڻ - ڀُڇڻ (جيئن: جست - ٽامو يا ڦٽڪي وغيره ڦلائجي). زور ونائڻ - چاڙهڻ. لاهڻ (آواز). خوشامد ڪرڻ - چاپلوسي ڪرڻ.

● ڦلپوٽا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي شڪارپور ۽ تعلقي رتي ديري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦلجي؛ اسم خاص. تعلقي جوهي ۾ هڪ ديهه ۽ شهر جو نالو.

● ڦل ڍَهو؛ اسم خاص. تعلقي کهوڙڪي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦلڙڪي ۽ ڦلڙڪيون (ت): ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم - سنهي منهن ۽ آڇن چپن واري ٻڪري.

● ڦلڙي ۽ ڦلڙيون: ث. (سن. ڦل = ڪلي) ڦل جو اسم تصغير. ننڍڙو گل. پٽ يا سٽ جو ننڍڙو گل - ڦندڻي - ڦولڏٺي. آڪ جو ننڍڙو گل. ڪپهه جو هڪ قسم. نٽ جو هڪ عضوو - موتين سان جڙيل گول چڪرو - چٽ - ڦل. پرت جو هڪ قسم (ت). مال جي سڃاڻپ لاءِ واڌو (+) جو هڪ نشان (ت).

- ڦلڙي رکڻ: ڏوهه ڏيڻ - الزام آڻڻ.

- ڦليڙي لائڻ: خوشامد ڪرڻ - وَٽپ ڪرڻ. جهيڙي کي وڌائڻ - جهيڙو مچائڻ.

● ڦليڦل (ت). ذ. واڍڪي ڪم جي هڪ اوزار جو هڪ نالو - ڦلڦل.

● ڦلڦليو ۽ ڦلڦليا؛ ذ. صفت. ٻن رنگن (هڪ آڇي ۽ ٻئي ڪنهن به رنگ، خاص ڪري ڪاري يا ناسي) جي چٽن وارو - چٽڪمرو. (ذ). رنگ جو هڪ قسم (گهوڙي يا ڪڪڙ جو). (ذ. صفت). ناهوڪو - اڇو آجورو - وٺندڙ (ل). شوقين. ٺٺ وارو. (ت).

● ڦلڪ ۽ ڦلڪون (ت): ث. فريب - ڦند - چار - دام.

● ڦلڪ ۽ ڦلڪون (ل)؛ ث. چِنبي - چينبي - تنبيهه - ڪن مهٽ.

● ڦلڪاري؛ ث. ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم - گلن وارو پرت پريل ڪپڙو - چڪنو.

● ڦلڪڻ (ڪ)؛ مصدر. ڦرڪڻ - ڏڪڻ - ڪنبڻ - جنبش. لڏڻ.

"ڦلاڻي جي مڇ ٻئي ڪالهه ٿي ڦلڪي".

● ڦلڪي ۽ ڦلڪيون (ت): ث. رڍ جو هڪ قسم.

● ڦلڪو ۽ ڦلڪا؛ ذ. (سن. ڦُولڪا = ڦلڪو) ننڍي سيڪيل ماني. سنهي ۽ ننڍي ماني - چپاتي - ڊڳڙي. (ذ - صفت). هلڪو - هلڪڙو (طبيعت جو) - نرڙو (ت).

- ڦلڪائي ۽ ڦلڪائي؛ ذ. صفت. ڊڳڙي وارو - ڦلڪا پچائيندڙ.

● ڦلڪي ۽ ڦلڪيون (ت): ث. ڪيڻ جو مٽيون ڦرهو.

● ڦلڪي: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦلگر ۽ ڦلگر (ت)؛ ذ. ڏانداريءَ جو هڪ حصو - ڏلدن وجهڻ جي ڪاٺي.

● ڦِلنگِي ۽ ڦِلنگِي؛ ذ. صفت. (فرينچ > فرنڪ > فرنگ > فرنگي > فلنگي > ڦلنگي) يورپي -

ڳورو- انگريز:
"مُعَلِمَ ماڳِ لہ اکِئين، فرلکي منجهہ ڦرِيا"
(شاهہ).

● ڦَلَڻُ: مصدر. (سن. ڦَلَ = ڦَرُ). ڦر ڪرڻ- ڦر جهلڻ- ميوو جهلڻ- ڦلجڻ- ڦرڻ. گهڻو ڦل ڏيڻ. وڌڻ- ويجهڻ. اولاد پيدا ٿيڻ- ٻارن وارو ٿيڻ- اولادي ٿيڻ. سرسبز ٿيڻ- آباد ٿيڻ- ساڻو ٿيڻ- سکيو ٿيڻ- آسودو ٿيڻ- فتحياب ٿيڻ- ڪامياب ٿيڻ- جيتڻ- ڪٽڻ.

- ڦلڻ ڦُلَڻُ: ڦر ۽ گل جهلڻ. سرسبز ٿيڻ. وڌڻ ويجهڻ. عيالي اولادي ٿيڻ.

● ڦُلَڻُ: مصدر. (سن. ڦُلَ = ڪُلَڻُ). وڻ جو ٽڙڻ- پوکجڻ- ٻورجڻ- گل ڪيڻ- گل جهلڻ- ڦلارجڻ. ڦٽڻ- کلڻ- ٽڙڻ. (گل جو) ڦوهہ ۾ اچڻ. سُڄڻ- ڦندڻ- ٿوٿڙڻ- آماسجڻ- آڦرجڻ- سڄي ٻيهڻ. ويجهڻ- واڌ ڪائڻ- وڌڻ- ويڪرو ٿيڻ. ٻمجڻ- ڦوکجڻ- ڦونڊ ۾ اچڻ- دم ڀرجڻ. خوشي ۾ ڀرجڻ.

● ڦُلڻو ڦ ڦُلڻا: ذ. گرميءَ سبب بدن تي ٿيل ڦوڦيندو- چلڻو- ڇالو.

● ڦُلو ڦ ڦُلا: ذ. (سن. ڦُلَ = ڪُلَڻُ). ڪانہ ڦل جهڙي شيءِ. جوئر يا مڪائي جو پڪل دائو (جنهن جي پچڻ ۽ ٽائڻ ڪان پوءِ شڪل گل جهڙي ٿيو پوي). اکين جي بيماريءَ جو هڪ قسم- اک جي تاري ۾ ٿيل اڇو ٽڪو. ڏٿي جي وٽ جو سڙيل حصو. ڏکيل ٻيڙيءَ جو سڙي رک ٿيل حصو. چٽنگ- ٽانڊو. (ڪ). چربي جو لنيڏڙو سٿيپ نڪتل ٽاڻيل ٽڪرو- ڪوڪڙو.

● ڦُلو: ذ. تاس يا پتي جي چئن رلڪن (ڪارو- لال- ڦلو- چونڪڙي) مان هڪ جو نالو- ڪلاور- چڙيا.

● ڦُلوائي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڦُليوَاهيڻُ: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڦُلَ وَڏِيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڦُلوڙڻُ: مصدر. (سن. ڦُلَ = ڪلڻ). کولڻ. تيڙڻ- پکيڙڻ- ڪنڊيڙڻ- وکيڙڻ. هيٺ مٿي ڪرڻ. ڦولهڙڻ- ڦولهڻ- ڳولڻ- تلاشڻ- ڦلهوڙڻ.

- ڦلوڙ ڦ ڦلوڙون: ث. تيڙ. وکيڙ- ڪنڊير. ڳولا- ڦولا- جاچ ڦلهوڙ.

- ڦلوڙ وجهڻ: ڦلوڙڻ- ڦلهوڙڻ. هيٺ مٿي ڪرڻ. تلاش ڪرڻ.

● ڦُلُوسِٽو ڦ ڦُلُوسِٽا: ذ. (سن. سڦت = ڦوڦيندو). ٻانهہ ۾ سڙڻ يا ڪنهن سخت ڪم ڪرڻ سبب (هٿ يا پٺي ڪنهن هنڌ) نڪتل ڦوڪٽو- ڦوڦيندو- چلڻو- ڦلڻو.

● ڦُلُوڪَارِي: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڦُلُوڪڙو ڦ ڦُلُوڪڙا: ذ. (سن. سڦتُ = ڦوڦيندو). ڦلڻو- ڦوڦيندو- ڦلوسٽو- ڦلوهو- ڦلوٽو- ڦلوڪٽو- چلڻو.

● ڦُلُوٽو ڦ ڦُلُوٽا (ل): ذ. (سن. سڦتُ = ڦوڦيندو). ڦلوڪڙو- ڦلوسٽو- ڦوڦيندو- چلڻو.

● ڦُلُوهو ڦ ڦُلُوها: ذ. (سن. سڦتُ = ڦوڦيندو). ڦلڻو- ڦوڦيندو- ڦلوٽو- ڦلوڪڙو- ڦلوسڙو- چلڻو.

● ڦَلهَارُ: ذ. (سن. ڦَلُ = ميوو + آهار = کاڌو). ميوي جو کاڌو (هندن ۾ ورت جي وچ ۾ کاڌي لاءِ ميوو. ڇاڪاڻ تہ ورت ۾ صرف اناج ۽ اناج مان ٺهيل کاڌو واپرائڻو نہ آهي). ڳيارس جو کاڌو.

● ڦُلِهارَ (ت): ث. ڦلهر- ڦلهيار- رک- ڪيري- خاڪ.

● ڦُلِهارَڻُ: مصدر. (سن. ڦُلَ = ڪُلَڻُ). ڦلارڻ- ڦلڻ.

- ڦُلِهار ڦ ڦُلِهارون: ث. ڦلار.

- ڦُلِهارجڻُ: مصدر. ڦلارجڻ.

● ڦَلهِڊِي جَاگِيرَ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڦُلهِڊِيُونُ: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهہ جو نالو ۽ شهر جو نالو.

● ڦِلهُو ۽ ڦِلهَا؛ ذ. صفت. ليلهڙ - ڦُس - ڦوسو - ڦيڦو - لڙڪندڙ (ماس). لڦ لڦ ڪندڙ (ماس). ڇپو - ڪِلهو. ڪمزور - بي طاقت. ڦلهڙو - ڍلو - ڍرو. آڦريل - ڦوڪيل - سست - ڪانئر - آرسي - آلسي - توتي - ڪاهل - عاري - ڪم ڪوس - ڪم چور - شومتي. نرم - ڪنرو (ل). (ث. ڦلهي ۽ ڦلهيون).

- ڦِلهائي ۽ ڦِلهائيون: ث. ڦيڦائي - ليلهڙائي. ڍرائي - ڍلائي - نرمي - نرمائش. سستي - آلس - ڪاهلي. هلڪائي.

- ڦِلهڙو ۽ ڦِلهڙا؛ ذ. صفت. (ڦلهي جو اسم تصغير) ڪجهه ڦلهو. ضعيف. ڪمزور - هيڻو - لستو - ڍڙو - بي سگهو - بي ستو - بي ڦوتو - بي طاقت - ڪم طاقت - اٻل - ايرو - لاغر - نحيف. نازڪ (بدن) - ڪومل. ڪهلو - ڪهرو - سست. (ث. ڦلهڙي ۽ ڦلهڙيون).

● ڦَلِهيار؛ ث. رَڪَ - ڇار - ڪيري - ڇائي - خاڪ - ڦليهير.

● ڦَلِهيرَ؛ ث. رڪ - ڇار - ڪيري - خاڪ - ڦلهيار. ڏوڙ - ميٽي - ڇائي. (صفت). بيڪار - خراب - لڪمو.

- ڦَلِهيرَ ۾ ڦوڪون ڏيڻ؛ اجائي محنت ڪرڻ. بيڪار ڪوشش ڪرڻ.

● ڦَلهيرَڻ: مصدر. (سن. ڦُل = ڪُلڻ) کولڻ - ٻتڻ - ڪُنديرڻ - وکيرڻ. ڦلهورڻ. سمجهائڻ - سلجهائڻ (سٽ). کولائڻ - وڪڻ. سوجهڻ - ڳولڻ.

● ڦَلي ۽ ڦَلِيُون؛ ث. (سن. ڦَل = ڦَر) ڦري (ڪيلي وغيره جي).

● ڦُلي ۽ ڦُلِيُون؛ ث. (سن. ڦُل = ڪُل) ڪُل - ننڍڙو ڪل - ننڍڙو ڦُل - اڪ جو ڪل - ڦلڙي. ڇاليي جو ڪل. ڪپڙي تي لڳل ڪل يا چڪمدوزيءَ جو ڪم - ڇِٽ ڪُل - اُڪر. ڪُل وغيره ڪڍڻ لاءِ ڪاٺ جو ٺپو - ٻوٽو - اڏو - ڪارب - قالب. ميوي جو سڙيل داغ يا چٽو. ڪپهه جو هڪ قسم. (لڪ ۾ پائڻ لاءِ) سولو لونگ يا ڦُل. ڪپهه کي ڪاڙهڻ بعد مٿي تري

آيل ڪيجي. ڪلراٺي پٽ مٿان لوڻ جو تهه. لوڻاٺيل پاڻيءَ سڪڻ بعد لوڻ جو ٿهيل (آيري آيل) تهه. سوڍا - کار. هُشي - ٽيڪر - آور.

- ڦُلي ڏيڻ؛ آواز ڏيڻ - ٽيڪ ڏيڻ - سهارو ڏيڻ. هُشي ڏيڻ.

● ڦُليا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڦُليارَ؛ ث. وسائل باه. ڇار - رک - ڦلهيار - ڦلهير.

- ڦُليار ۾ ڦوڪون ڏيڻ؛ بي نتيجي ڪوشش ڪرڻ.

- ڦُليجائي: اسم خاص. تعلقي ڏيري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦُليلَ؛ اسم خاص. تعلقي سوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦُليل ۽ ڦُليلَ؛ ذ. (سن. ڦُلتر = ڪُتيل گل + تئلم = تيل؛ سن. ڦُل + تيل = گُلن جو تيل). گلن جو تيل - گل روغن. گلن پيل ترن جو تيل. عطر پيل تيل. خوشبودار تيل - سُرهو تيل. شفاف تيل - صفا ٿيل تيل.

- ڦُليلي ۽ ڦُليليءَ؛ ذ. صفت. گلن مان تيل ڪڍندڙ - عطر ڪش. خوشبودار تيل وڪڻندڙ - عطار - عطري.

● ڦُليلي؛ اسم خاص. حيدرآباد جي پرسان وهندڙ هڪ واهه جو نالو. ڪولي (ل).

● ڦُليهرَ (ت)؛ ذ. ڦلهيار - ڦلهير.

- ڦُليهر ۾ ڦوڪون ڏيڻ؛ اجائي ڪوشش ڪرڻ. اجائي محنت.

● ڦُليو ۽ ڦُليا: ذ. صفت. ڦُلن وارو - ٻُڙ‌هائون - ڦڙڦليو. رنگ جو هڪ قسم (ڪڪڙ وغيره جو). چٽڪمرو.

● ڦَم ۽ ڦَمَ (ت)؛ ذ. ٺڳي - مڪر - فريب - عياري - چالاڪي.

- ڦَمير ۽ ڦَميرَ؛ ذ. صفت. چالاڪ - دوکيباز - فريبي - مڪار.

● ڦَمَن ۽ ڦَمَنَ (ت): ذ. حرفت - انڪل - چالاڪي. فريب - دوکو - ترڪٽ.

● ڦَنَ ڦِدَڻُ: رڍ يا ٻڪري جي ننڍڙي ڦَر جا ڪُرَ ٿيڻ.

"ٻڌو ڦَنَ ڦرن" (شاهه)

● ڦَنَ ۽ ڦِنُون (ل)؛ ث. بدن ۾ پراڻسي - ٿولهه - ماچَ.

- ڦَنَ ٻَڌَڻُ؛ سايا ڪَرڻُ - ماچَ ڪَرَڻ - ٿولهه ڪَرَڻ.

● ڦَنَ ۽ ڦَنُون؛ ث. نالگ جو آواز - شوڪو - ڦوڪو. سهڪڻ جو آواز - هانپارو - ڪتي جي سهڪ. گهوڙي جو ڦونڪارو - نڪ مان ساهه ڪڍڻ جو آواز. پرتي - ٻادي.

● ڦَنْجهَہ: ذ. ٻنيءَ جي بندن ٻڌڻ لاءِ هَرُ ڏيئي حاصل ڪيل مٽي - پَنْجهو.

- ڦَنْجهَہ ڪَرَڻُ: هَرُ ڏيڻ (بندن جي مٽي هٿ ڪرڻ لاءِ).

● ڦِنْجهَہ ۽ ڦِنْجهُون (ل)؛ ث. پير جي مرئي جي پٺ وارو حصو - ڪَنِچ. ڏنگن جي وچڙڻ وارو هنڌ.

- ڦِنْجهُون هڻَڻُ؛ هلڻ ۾ پيرن جا پنيان حصا پاڻ ۾ وچڙائڻ. ڄڱَ هڻَڻُ - لت هڻڻ. (گهوڙي جو) ايئيون هڻڻ.

● ڦِنْجهَڻُ ۽ ڦِنجهَڻُ (ل): ذ. اڪ جو ڇينڍيرُ - ڇنيڻ - پنجڻ - پنجيرُ.

● ڦِنْجهو ۽ ڦِنْجهيا؛ ذ. صفت. ڏنگن ڦريل (جانور يا ماڻهو، جنهن جون ڏنگون هلڻ ۾ وچڙنديون هجن) پيرن ڦريل. ڦڏي ڏنگ وارو - ڦڏو. (ث. ڦِنْجهي ۽ ڦِنْجهيُونُ).

● ڦَنْدُ ۽ ڦَنْدَ: ذ. (سن. ٻَاشَ = نوڙيءَ جي ڦاهيءَ) ڦندي جو مخفف - لوڙيءَ جي سرڪڻ - ڦاهي - ڦندو. دام - جاري - ڍِبي. ڪوڙڪي - ڪمند - (ع. فَنّ) فريب - دو ڪو - ٺڳي - مڪر - چند - فند - مڪر - ڍونگ - دَم - دَلبو. اٽڪل - چالاڪي - حرفت. حيلو - ٻهالو.

- ڦَنْدُ ٻڪيڙڻُ؛ جار وڇائڻ. ڦاسائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ. اٽڪل ڪرڻ - چالاڪي ڪرڻ. مڪر ڪرڻ. ٺڳي ڪرڻ.

- ڦَنْڊرُ ۽ (ت)؛ ذ. صفت. ڦَنْڊُ ڪندڙ. چالاڪ - عيار - مڪرپيلو - مڪارُ.

- ڦَنْڊُ ڦِڪيلُ (ت)؛ ذ. اٽڪل - چالاڪي. فريب - ٺڳي - مڪرُ. دَمُ - دَلبو.

- ڦَنْڊُ ڪيڊَڻُ؛ اٽڪل ڪرڻ - چالاڪي ويڙهائڻ - حرفت هلائڻ.

● ڦَنْڊَڻُ؛ ذ. درياءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

- ڦَنْڊَڻُ ڪري وجهَڻُ: (ت) سخت مار کيڻ - جهڳوري وجهَڻُ.

● ڦَنْدڻُ ۽ ڦَنْدَڻَ: ذ. (سن. ٻرا. ڦَنْدَلو = ڦندڻ) ريشم يا سُٽَ جو ڦاهيل لنيو گول ٽونرُ - جهاپو. جهوڙو. لغڙ جو پڇُ ڦندڻي. ٽوپيءَ جو پڇُ - ڦندڻي. ٽوپيءَ جو ڪَلُ. ڪڇَ جو ڪَلُ.

- ڦَنْڊڻي ۽ ڦَنْڊڻيُون: ث. ننڍو ڦَنْدڻ.

- ڦَنْڊِڻي ٽيپو وَتڻُ؛ ٻنيان لڳو وَتڻُ. ڪنهن جي پنيان هلندو رهڻ.

● ڦَنْدِڻي ۽ ڦَنْدِڻيُون (ت)؛ ث. مڇيءَ جو هڪ قسم. (ڪرڙي ڪان ننڍي ڳاڙهي رنگ جي ويڪري ۽ ڇپري). ڪڪ جو هڪ قسم (سنگ ويڪرو ڪري).

● ڦَنْدو ۽ ڦَنْدا؛ ذ. (سن. پاش = ڦاهي) سُٽَ يا ريشم جي لوڙيءَ جو گهيرو - ڦند - ڦالدو - ڦاهي - سيرڪڻي - ڦاسي - ڦاهو. ڪمند - پال - جارُ - دامُ - طوق. چند. ڦڪل - فريب - اٽڪل - چالبازي.

- ڦَنْدِي ۾ ڦاسائڻ؛ دام ۾ اچَڻَ. قيد ٿيڻ. فريب ۾ اچڻ. مصيبت ۾ مبتلا ٿيڻ.

● ڦَنْدِيلُ ۽ ڦَنْدِيلَ؛ ذ. دولهه جي ليڪال جو ٻمبو - بخاري - بخارو - چمني.

● ڦَنْدَ ۽ ڦَنْدِونُ (ت)؛ ث. وَڏي جونءِ.

● ڦَنْدَرَ ۽ ڦَنْدَرُونُ: ث. جوان ڍڳيءَ جو گوشت. (کوس لاءِ) ڳشون - ڪوسڙ ڳئون. ڍڪي نه ٿيندڙ ڳئون. ڦَنْدِري. سنڍ.

- ڦَنْدَرَ ٿيڻُ (ت): بيڪار بنجڻ - بيڪار ٿيڻ.

● ڦِنْدَڪَ ۽ ڦِنْدَڪُونُ (ل): ث. (ع. بندق - فندق) هٿ جي آڱر مان هنيل ڏڪ -

ٺونڪو. ليٽيءَ جي ٻڇاڙيءَ واري ڪاٺي - ڪِيٽِي.
بندوق جي گولي - ڦنڊڻ.

- ڦِينڊَ ڪَ هڻڻُ: لَتَ هڻڻ (گهوڙي جي).
ٺوڪو هڻڻ.

- ڦِينڊَ ڪَ ٿِي نہ سَهَڻُ: بلڪل ڪمزور هئڻ.
ڪوبہ جهلو نہ هئڻ.

● ڦِينڊُ ڻُ؛ (ع. بندق - فندق) بندوق جي
گولي - ڦنڊڪ.

● ڦَنڊَڻُ: مصدر. (س. سفُٽ = ڦوڪجڻ).
سجڻ - ٺوٺڻ - ٺوٺرجڻ - آماسجڻ - آپامڻ - آڦرجڻ -
ڦلهو ٿيڻ - ڦڪرڻ - وڌڻ - ڦوڪجڻ. ٺرڻ - وسنار
ڪرڻ. آپنار ڪرڻ. ڦيڪرڻ - پسارڻ. ڦاڪ هئڻ.
وڏائيءَ ۾ پرجڻ - ڦولبجڻ.

- ڦُنڊَ ڪ ڦُنڊُونُ؛ ث. ڦولڻ - ڦوڪ - سيٽ.
وڏائي - هٺ - غرور - مغروري - تڪبر.

- ڦُنڊَائِڻُ: مصدر. سجائڻ - ڦلائڻ - وڌائڻ.
زور وٺائڻ. آپارڻ.

- ڦُنڊُجَڻُ: مصدر. ڦنڊڻ - ڦونڊجڻ - سجڻ -
ڦلهو ٿيڻ.

● ڦَنڊِ ٿِي ڪ ڦَنڊِ ٿِيُونُ: ث. درياهہ جي مڇيءَ
جو هڪ قسم. ڪٽڪ جو هڪ قسم.

● ڦَنڊُو ڪ ڦَنڊا (ل)؛ ذ. ڪنڇيءَ جو هڪ
پاسو.

● ڦِينڊُو ڪ ڦِينڊا (ت)؛ ذ. ملهہ جو هڪ داءُ -
پهر جي اشاري سان مقابل جي ٽنگ ڪسڪائڻ
جي حالت - ڦڙتي.

- ڦِينڊُو هڻڻُ؛ هڪ ملهہ جو ٻئي ملهہ کي پير
سان لاهڻ يو هئڻ - ڦڙتي هئڻ.

● ڦَنڊِي ڪ ڦَنڊيُونُ؛ ث. صفت. ڦر نہ چڙهيندڙ
(مادي). جانور (جنهن جي جڻڻ جي طاقت زائل
هجي). ڪو راڪ (ڪ).

● ڦَنڪَ (ڪ)؛ ذ. سنهيون ڪانيون - چيڻيا -
ڦانڪها - پُرڪٽ.

● ڦَنڪَ ڪ ڦَنڪَ؛ ذ. (س. ڦلڪم = تختو).
ڦرهو. ايٽ جو چڪرو. پرُ - ڪنبي - ڦڪ - ڦنگهہ.
ڪاري جي اصطلاح ۾ نيزياتن جي اصطلاح

۾ لنگر هڪ پرُ. واريءَ يا پٿر جو ڍڳ -
دڙو. (ڪ).

● ڦِنڪَ ڪ ڦِنڪُونُ؛ ث. (س. پنگ = ڦڙو).
پاڻيءَ جو ڦڙو - قطرو - ڦهنگ.

- ڦِنڪَار ڪ ڦِنڪارُونُ (ڪ)؛ ث. سنهي بوند -
بوند بوند - چڪار (مينهن جي).

● ڦُنڪَ (ڪ)؛ ذ. ڪچڙا گونچ - پونگر -
پنگ - پور.

● ڦِنڪو ڪ ڦِنڪا؛ ذ. (س. پنگ = ٽِڪو).
تمام ڇدو - چٽو - چٽو - ٽڙو. پاڻيءَ جهڙو ڪنگهو.
کهٽو پاڻي ملڻ - ڦنگهو.

● ڦَنڪي ڪ ڦَنڪيُونُ: ث. برسات تي ٿيندڙ
اوپڙ جو هڪ قسم ڪنبي - پنٺوڙ. ڪولڊير جو هڪ
قسم. ملو - گونچ - کوهو - گوش. مال کي سڃاڻپ
لاءِ ڏنل داغ - نشان - لڪ - ڦنگهہ (ڪ).

● ڦَنڪهہ ڪ ڦَنڪها: ذ (س ڦلڪم = تختو).
تختو - پاڻيو - ڦرهو - پرُ - ڪنبي - ڦنڪ. ڪنبي جي
شڪل جهڙي (ميل کن ڊيگهہ ۾) جبل جي قطار
(ڪ). پسانگي ڪاٺيءَ جو هڪ انگهو (ٿ).

- ڦَنڪهي ڪ ڦَنڪهيُونُ (ڪ)؛ ث ڦنڪهہ (ڪ).

● ڦِنگهہ ڪ ڦِنگهُونُ؛ ث. (س. پنگ).
ڦنگ - پنگ.

● ڦَنگهڻ (ڪ): مصدر. چوپائي مال وغيره کي
سڃاڻپ لاءِ نشان ڏيڻ - ٽڪ ڏيڻ - ڦنگيون ڏيڻ.

● ڦَنگهو ڪ ڦَنگها (ل)؛ ذ. وڻ جو سڪل ڍنگهر -
ڦلڪهو. (ل).

● ڦَنگهي ڪ ڦَنگهيُونُ (ڪ): ث. ڪنڍي -
ڦنگهي. وهٽ جي سڃاڻپ طور ڪيل نشان.

● ڦَنو ڪ ڦَنا (ڪ)؛ ذ. ڪاري جي اڏيءَ جو
هڪ پاڳو (نيڙو).

- ڦَنو پَڌَرڻُ: دستن ۽ پٽڙي ڪاڪوس جي کهاٽي
حالت ٿيڻ.

● ڦَنُ ڪ ڦَنُ؛ ڦَنُونُ؛ ث. (س). متو. نانگ
جو (جوش يا مستيءَ واري حالت ۾ پکڙيل)
منهن وارو حصو. نانگ جو ڦهليل منهن - ڪينچلي.
لغڙ جي چوٽيءَ واري لوڪ يا حصو.

- ڦَڻُ ٻَڌَڻُ: ڪنهن ٻـ وهٽ جي ڦر جو ڪير ڏاڻ چڙهي ڳاهه ڪائي مڇڻ.
- ڦڻِوارو ۽ ڦڻوارا: ذ. صفت. ڪارو لانگ - واسينگ.
● ڦَڻُ ۽ ڦَڻَ (ل): ذ. (سن. ڦَڻَ = ڦيـر). ڦير جو اڳيون حصو - ڦَپُ.
"ڦٽيا ڦَڻَ فقير، آڇا سيڙوڻ نـ ٿئا سي".
(شاهه).
● ڦَڻَسَ: ذ. ميوي جو هڪ قسم.
● ڦَڻڪَاٽ ۽ ڦڻڪَاٽ: ذ. نڪ جي سڻڪڻ جو آواز ڦڻڪو - سڻڪو.
● ڦڻڪو ۽ ڦڻِڪا: ذ. نڪ مان نڪرندڙ آواز - ڦڻڪاٽ.
- ڦڻڪي ٻيـهڻُ (ت): ڳجهه ظاهر ڪرڻ - راز پڌرا ڪرڻ.
● ڦڻِڪَ ۽ ڦڻِڪُون: ث. پاڻيءَ جو قطرو - بوند - ڇنڊ - ڦهنگ - ڦينگ.
● ڦڻو ۽ ڦڻا: ذ. ڪُڙهَ جو هيٺيون حصو (جنهن ۾ کهو پيو هوي). مٿو (ت). ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (ٻه قسم ١. اڇو ٢. ڪارو بدن ويڪرو وڏو ڳول ٿالهي جيڏو، ڊيگهه هڪ فوٽ). پير جو اڳيون حصو - ڦَپُ - ڦَڻُ (ت).
● ڦڻوٽو ۽ ڦڻوٽا: ذ. وڏي ڦڻي. ڪنگو. فقط هڪ پاسي ڏندن واري ڦڻي. پٽن ۾ پاڻهن جي پچاڙيءَ وارو هڏو ڦڻي.
- ڦڻوٽو نِڪرَڻُ: ذ. صفت. وڏين چولئين وارو - چونئير - ناسيرُ. (ل). زناني اصطلاح ۾: ٻيو ٿڙهي پوڻ.
● ڦڻهه: ذ. ڏٽ جو هڪ قسم - ڦرهه.
● ڦڻِي ۽ ڦڻِيُون: ث. (سن ڦَڻهَ > ڦَڻَ). وارن کي سنوارڻ لاءِ ٻنهي پاسي ڏندن سان (ڪاٺ - عاج - ڪافور وغيره جو) اوزار. ڪنگهي - ڪنگي - ڏنديو (ت). ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار - آڌاوت کي نوڪ ڏيئي گهاٽو ڪرڻ جو اوزار (گهٽو ڪري تاڃيءَ پيٽي جي هر هڪ تند وجهڻ بعد ڦڻيءَ سان نوڪ ڏيئي تند پڇاڙيءَ آهي).

ڪلهي جي هيٺان پٺيءَ وارو هڏو. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم - سيول مڇي.
- ڦڻيا ۽ ڦڻيُون: آهو ڪجهه پرت جو پارن جي چولين ۾ ڦڻين جي شڪل ۾ پرجي.
- ڦڻِي ڏِيَڻُ: وارن کي سنوارڻ - ڪنگهي ڪرڻ.
- ڦڻِي ڦوڪارو ۽ ڦڻِيُون ڦوڪارا: ذ. هار سينگار - ٺاهه ٺوهه (بدن جي). تيل ڦليل - سينڌ سرمو - ڪپڙو لٽو.
- ڦڻِي ڦوڪارو ڪَرَڻُ: ٺٺ ڪي سينگارڻ - هار سينگار ڪرڻ - سينڌ سرمو ڪرڻ.
- ڦڻِي ڪَرَڻُ (ت): عقل گم ٿيڻ.
- ڦڻِيگَر ۽ ڦڻِيگَرَ: ذ. صفت. ڦڻيون ٺاهيندڙ - ڦڻوٽا جوڙيندڙ. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.
- ڦڻيئو ۽ ڦڻيئا (ت): ذ. ڦڻي - ڦڻوٽو.
● ڦڻِي وارو (ڪ): ذ. پرت جو هڪ قسم.
● ڦڻِيهارِي ۽ ڦڻِيهارِيُون (ڪ): ذ. ڦڻيءَ وارو هڏو - ڦڻي.
● ڦُوٽَرُ ۽ ڦُوٽَرَ (ت): ذ. صفت. بالڪل ڏٻرو - لحيف - لاغر - ڪمزور - بي زور. ڪُراڙو - پڏو - جهونو.
● ڦُوتِنِي ۽ ڦُوتِنِيُون (ڪ): ث. (ع. فوطر). ٻڪرت ڪان معدي تائين ڪاڌو ڪٺي ويندڙ گوشت جي للي (خاص ٻڪريءَ جي).
● ڦوٽَ ۽ ڦوٽُون: ث. (سن. سڦُٽَ = جدا ڪرڻ). چير - سير - ڏار. خال - سنڌو - وڇوٽي - سنڌ. ڦاٽ. ڦاڙ - ڦوڙ. لوڪهو - پرکهل ڦيڏورو - ڦيٽاڙو - ونجوڳ - لا اتفاقي - نفاق - اختلاف - ٻگيڙو - ناسازي - اڻبڻت. جدائي - علحدگي. مخالفت. عداوت - دشمني - بغض - حسد. مت ڀيد - فرق - تفاوت.
- ڦوٽَ پَوڻُ: چير پوڻ - سير پوڻ - وٿي پوڻ - خال ٿيڻ. نفاق پوڻ - لا اتفاقي ٿيڻ. فرق پوڻ (دلين ۾). جدائي ٿيڻ - علحدگي ٿيڻ. دشمني پوڻ - عداوت ٿيڻ.
- ڦوٽِرُ ۽ ڦوٽِرَ: ذ. ڦٽي پوندڙ - ڦٽندڙ. جدا ٿيندڙ. ڦوٽ وجهڻ - چير وجهڻ - ڏار وجهڻ. نفاق پيدا ڪرڻ - دشمني وجهڻ - جدائي وجهڻ - وڇوڙو وجهڻ. ڦيٽاڙو وجهڻ - ڦيڏور وجهڻ.

● قُوٗتُ: حرف ندا. (سن. ڦاٽ = سڏڻ) سڏ جو ڏڪار وارو جواب - مسلسل نِدا ۽ سَڏن مٿان سَڏَ جي جواب ۾ ٻيٽ يا نفرت جو لفظ (تہ تو تي ڦتڪار هجي يا تو ۾ اتفاق جي ٻڌ کي ڦوٽ هجي) - ٻوڏ! - لعنت! - تف! - ٿُو! ٻُڇان. ڪاهہ جو هڪ قسم (جنهن جو ان ڪائڻ جي ڪم اچي).

- ڦَوٗتُ ٻُوڏِ نہ چَوَڻُ: ڪنهن جواب نہ ڏيڻ - سڏ نہ ڏيڻ. ڪجهہ بہ نہ چوڻ - نہ ڪُڇڻ.

- ڦَوٗتِ ڪَرَڻُ (ت): لعنت ڪرڻ.

- ڦوٽ ڪَپي جِيءَ ڪَرَڻُ: ٻُچڙن سان چڱيءَ ريت ڳهارڻ.

● ڦُوتُ ع ڦُوتَ: ذ. (انگ). ٻارهن انچن جي ماپ - فوٽُ. ماڻ جي ٻِٽي - ڦوٽڪ - فوٽ ٻٽي - فوٽ.

- ڦُوٽڪَتُ ع ڦُوٽڪَتَ: ذ. ڦوٽن سان ماڻ جي ٻٽي - فوٽ ڪَتُ.

- ڦُوٽِي ع ڦُوٽِيُون: ث. فوٽي.

● ڦُوٽارَڻُ: مصدر. (سن. سُڦُٽَ = چيرَڻُ) چيرڻ - ڏارڻ - ڦاڙڻ - ڪيڻ (اڪيون).

● ڦُوٽاٽو ع ڦُوٽاٽا: ذ. ڪنوارين جو کهوٽين کي شاديءَ وقت مذاحيہ طور (گيتن ۾) ڏلل ڪاريون - هيرو.

● ڦُوٽيڙِي ع ڦُوٽيڙِيُون: ث. (سن. پوٽلي = هڙَ) ڳوٿري - ٿيلهي - ٻوتڙي. پوٽلي - ٻُجڪو - ٻُجڪي.

● ڦُوٽڪَ ٻَدٗلِي ع ڦُوٽڪَ ٻَدٗلِيُون: ث. هڪ مڇيءَ جو قسم.

● ڦُوٽو ع ڦُوٽا: ذ. (سن. سڦوٽڪہ = ڦوٽو) ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم - مصالح طور ڪم ايندڙ هڪ خوشبوءِ دار وکر - اِلاچي (ٻہ قسم: ننڍا ڦوٽا، وڏا [نر] ڦوٽا) چٽي يا ٻنير جو داڻو. پاڻيءَ جو ٻوڙيو - ڦوڪڻو - ٻلبليو - حباب. مڇيءَ جو هوا ۾ پريل ڦوڪڻو. ڪڪڙ جي ٿونٻ يا آني لاهڻ واري جاءِ. اک جو تارو (ت). ڪانءَ جو چيٽو (ت).

- ڦوٗٽو ٗ نَرَڻُ: ڪڪڙ جو آني لاهڻ بعد دالهُون ٻس ڪَرَڻُ. آرام ۽ چپ ڪَرَڻُ. حاسد ساٿهوءَ جو خوش ٿيڻ. اندر ٺرڻ - آرام اچڻ.

- ڦوٗٽو وَڏو ع ڦوٗٽا وَڏا: ذ. وڏي ايلاچي - لر ڦوٽو.

- ڦوٗٽي تي ڦَاڙَڻُ: اٽي جو اٽي ٻڌرائي ڪَرَڻُ. منهن تي روبرو چٽي ڏيڻ.

- ڦوٗٽي ڦَارَ نہ موڪَلَڻُ: ذرو بہ نہ ڏيڻ - مانٽي ڳنيڻ جو خيال نہ رکڻ - نہ ٻچڻ.

● ڦوٗٽَهڙو ع ڦوٽَهڙا: ذ. (سن. سُڦُٽَ = ڦُٽَڻُ) ٽڪتل ڳونچ - ڳوشا - سلا - ڳُوهَا. مورِ جَرُ - آڳَ - اوپر - ڳل ڦوڙ.

- ڦوٗٽَهڙي جي موسم: ث. موسم ڳل ڦوڙ - بهاريءَ جي موسم - رت بسنتي.

● ڦوٗٽيشڙو (ل): -. پرت جو هڪ قسم.

● ڦوٗدِلو ع ڦوٗدِلا (ٿ): ذ. چيٽو - ٻوسو - ڏاڦَ.

● ڦُوٗدِلو ع ڦُوٗدِلا: ذ. (ف. فودلج > ٻُودِليہ) ٻسارڪي وکر جو هڪ قسم. مصالح ۽ دوا طور ڪم ايندڙ هڪ خوشبودار ٻوٽو.

- ڦُوٗدِلي جي ٽِڪي: ث. ڦودلي جي جوهر مان ٺاهيل اڇي ٽِڪي.

● ڦُوٗدِني ع ڦودِنيُون: ث. زنانہ مخصوص عضوو.

- ڦُوٗدِلي ۾ وِهڻُ: (ڳالهہ) سمجهہ ۾ اچڻ - ذهن ۾ وِهڻ.

● ڦوٗرَ: ث. ڳلن جو ٻارو. خوشبوءِ سرهاڻ - سڳنڌ.

● ڦوٗرَڻُ: مصدر. ڪابہ شيءِ هڪ هنڌان ڪڍي ٻئي هنڌ رکڻ - چورڻ - ويهڙهڻ.

● ڦوٗروٗ ع ڦوٗرا: ذ. سُٽَ جو ويڙهو - ڍيرو. اوبري تي اوبيل سُٽ مان تيار ڪيل ڍيرو. ويڙهو. منجهيل ڌاڳن جو سُچو. جنڊ صاف ڪرڻ لاءِ اڳڙيءَ ٽڪر - ٽاٽو (ت). وڏو ٻتڪو (ل). ٻوٽي جو هڪ قسم (لاٽي جهڙو) (ل). (ث. ڦوري ع ڦوريون).

- ڦورو ڦولهڻ: منجهيل سٽ سلجهائڻ. ڳجهارت ڀڃڻ. راز مان واقف ٿيڻ. عيب ڳولڻ. عيب ظاهر ڪرڻ - عيب ڪولڻ. حساب وٺڻ.

- ڦوري ج ڦوريون: ث. ننڍو ڦورو - سٽ جي انڊي ويڙهي.

● ڦورو ج ڦورو: ذ. صفت. ڦر ڪندڙ - ڦريندڙ - لوٽو. ڌاڙو - ڌاڙيل - ڪاٽڪو - چور - راهزن. ٺڳ - بدمعاش. هيچي.

- ڦورو گهڻو ج ڦورو گهڻا: ذ. صفت. سخت لٽيرو - تمام گهڻي ڦر ڪندڙ - ڦورو - لوٽو. چور - راهزن - رهزن.

- ڦورو گهڻو هئڻ: ڦورو يا لالچي هئڻ. هيچي هئڻ.

● ڦوريا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڦوڙ ج ڦوڙون: ث. (سن. سڦٽ = ڦٽڻ) ڏار - چير - ڦوٽ - سير. ورهاڱو - ورهاست (ت). ڦوڙي. چندو. ڏلڀ - ڏن (ڪ).

● ڦوڙ ج ڦوڙ: ذ. زمين ۾ چير - سير. جبل جي غار - ڦاٽ - ڦاڙ - ڏر. ڪنيارن جي ٿانون ٺاهڻ جي مٽيءَ جو هڪ قسم - سڪ - پنر - ڪچو ٺوٺو (ل - ت). جبل جي چوٽيءَ وارو ڀاڱو (جنهن تي وڻ ٽڻ وغيره هجن) گاهه جو هڪ قسم. (اس).

● ڦوڙاٽ ج ڦوڙاٽ (ل): ذ. (سن. سڦٽ = ڦٽڻ) ٻنڌ - ڪاٽ. (ذ. صفت). ڦلهو. سخت. تمام وڏو.

- ڦوڙاڻي ج ڦوڙاڻيون: ث. وڏي ٻنڌ مان چيري ڪڍيل ڪاڻي - ڦوڙاڻي.

● ڦوڙاڻو ج ڦوڙاڻا: ذ. (سن. سڦٽ = ڦٽڻ) جدائي - آزادي - علحدگي - برهه - وڇوڙو - فراق. عشق جي جدائي. ڏک - ارمان - غم - رنج (ت).

"سوئي صلح سڄڻين، سوئي ڦوڙاڻو"
(شاهه ڪريم).

- ڦوڙاڻو ڪرڻ (ت): ارمان ڪرڻ - ڏک ڪرڻ. رنڊڻ - رڙڻ.

● ڦوڙ نندي: اسم خاص. هاڙهي جبل (بلوچستان) جي ڀرپاسي وٽ هڪ نئن جو نالو.

● ڦوڙڻ: مصدر. (سن. سڦٽ = ڦاڙڻ) چيرڻ - چيري ٽڪر ڪرڻ - سيرڻ - سير وجهڻ. ڏارڻ - ڌار ڪرڻ. ڌار ڪرڻ - جدا ڪرڻ - الڳ ڪرڻ. ڀڃڻ - ٽوڙڻ - ٽڪر ڪرڻ. ڪنهن ڳجهيءَ جو آنا پيچي پڇا ظاهر ڪرڻ - پڇا ڪيڻ. ڇاڻڻ - ڇالڊ ڪرڻ - ورهاڱو ڪرڻ - ورهائڻ. وصول ڪرڻ - اُڳاڙڻ - چندو ڪرڻ - اوڳڙ ڪرڻ - ڦوڙي ڪرڻ. کولڻ - ظاهر ڪرڻ. کتين جي اصطلاح ۾ کپڙي کي مصالح ڏيڻ لاءِ تيل ۽ سوڊا کي پاڻيءَ ۾ ملائڻ.

- ڦوڙ ج ڦوڙون: ث. چيرڻ جي حالت - چير. چيريل جاءِ - ڦوٽ - شڪاف - ڏار - سير. ورهاست - ورهاڱو. ڦوڙي - چندو - وصولي.

- ڦوڙائڻ: مصدر. چيرائڻ - پڇائڻ - ڏرائڻ - ٽڪر ٽڪر ڪرائڻ (ڪاٺيون وغيره). جدائي يا فراق جو گهاءُ وجهڻ - وڇوڙو وجهڻ.

- ڦوڙائي ج ڦوڙائيون: ث. ڪاٺين وغيره جي مزوري - چيرائي - چيرائي.

● ڦوڙهه ج ڦوڙهه (ت): ذ. وڏو پٿر - جينب - ڪڙو - ڦوڙ.

● ڦوڙهاڻي ج ڦوڙهاڻيون (ت): ث. (سن. سڦٽ = ڦٽڻ) ڪاٺ جو ڏاريل ننڍو ٽڪر - ڦوڙاٽي.

● ڦوڙهو ج ڦوڙها (ت) ذ. ڳڙ. ڦٽ. زخم. رولو - فساد - رڳڙو.

● ڦوڙي ج ڦوڙيون: ث. (سن. سڦٽ = ڦٽڻ) چندو - اوڳڙ. اوڳاڙي - وصولي - ڦالڊ - چيرو. حصا ڪري، گڏ ڪيل رقم. ڏلڀ - جرمانو. درياءَ جي لٽ مان رهيل هيٺاهون هنڌ (ت). ڦيسڙ زمين. (اسم خاص). تعلقي ڪمبٽ (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- ڦوڙي اُڳاڙڻ: ڦوڙي يا چندو وصول ڪرڻ.

- ڦوڙي ڪرڻ: مقرر رقم جو اندازحصي رستي گڏ ڪرڻ.

● قُوڙِيات: اسم خاص ذات جو هڪ قسم.
● قُوس ۽ قُوسون، قُوسيُون: ث. پيٽ مان بنا آواز خارج ٿيل بدبودار واءُ - واءُ - باد - ريحُ - قوسي بنا آواز ٿيٽ. (صفت). بيطاقت - ڪمزور - لنڊو.
- قُوسَ ڏِيَڻُ: خراب هوا ڪيڻ. اجائي ڳالهه ڪرڻ - ٻٽاڪ هڻڻ - ڊاڙ هڻڻ - لپ ڙ هڻڻ.
- قُوسير ۽ قُوسيرَ: ذ. صفت. قوسون ڏيندڙ. بدافعال. ٻٽاڪي - لاف زن - ڊاڙي.
- قُوسَ قاسَڻُ: ڪم اٽڪڻ - ڪم ڦاسڻ.
- قُوسَ مُنجهَڻُ: ڪنهن ڪم ۾ ڦاسڻ. تڪليف ۾ پوڻ. ڪَڪِ ٿيڻ - پريشان ٿيڻ.
- قُوسي ۽ قُوسيُون: ث. قوس.
- قُوسي ۽ قُوسي: ذ. صفت. قوسيڙ.
● قُوسانِجَڻُ: مصدر. ڪاوڙجڻ - ناراض ٿيڻ. آڪڙجڻ.
● قُوسڙِ (ل): صفت. ڦسي پوندڙ - ڦسڻي - ڍهندڙ (زمين).
● قُوسڙي ۽ قُوسڙيُون: ث. ٻڪيءَ جو هڪ قسم (جو ٻچ کي هيٺ مٿي ڪندڙ. رنگ ڳاڙهو. جهرڪي جيڏو). قوسڙي. (صفت). هلڪڙو - (ماڻهو) ٽرڙو - سفلو (ت).
● قُوسڻي ۽ قُوسڻيُون: ث. ٻلي. قوسڙي - قوسي. ٻڪيءَ جو هڪ قسم.
● قوسٽان: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
※ قُوسٽو ۽ قُوسٽا: ذ. کهرو جانور جو هڪ قسم - ٻلو. (ث قوسٽي ۽ قوسٽيُون).
● قُوسٽي ۽ قُوسٽيُون: ث. ٻڪيءَ جو هڪ قسم - قوسڙي - قوسڻي. ٻلي. منڪر مڇيءَ جو هڪ قسم.
● قُوسو ۽ قُوسا: ذ. ڇيٿو - ٻوسو. ڪرفتي.
● قُوسي ۽ قُوسيُون: ث. ٻڪيءَ جو هڪ قسم. قُوسي - قوسي. ڪيرڙ (وڻ جو) ڪل - هسي (ت). ٻارن جو راند ۾ ٿاهيل پياندارو (جو زمين تي هڻڻ سان ٺڪاءُ ڏي).

- قُوسي آڪاسُ چڙهڻُ يا وَڃڻُ: ڪنهن گهٽ ماڻهوءَ جو پاڻ کي وڏي درجي وارو سمجهڻ. وڏ ماڻهپائي ڏيکارڻ - وڏائي ڏيکارڻ. هٺ ڪرڻ. تڪبر ڪرڻ - ٿانءَ ۾ پرجڻ.
- قُوسي ڪنارُ ٿيڻُ يا چڙهڻُ: ڦونڊ ۾ پرجي وڃڻ - آڪڙجي وڃڻ. تنگ ٿيڻ. ڏک ڏسڻ (ت).
- قُوسيو ۽ قُوسيا (ت): ذ. صفت. اجائي ٽڪر ڪندڙ - ٽڙپڙ ڪندڙ - ڦٽ ڦٽ ڪندڙ (ڦوسيءَ وانگر).
- قُوسيءَ وانگي سَاهُ وَڃَڻُ: يڪدم مري وَڃڻُ - جهٽ پٽ مري وڃڻ. ڦٽڪي مرڻ. آسانيءَ سان مرڻ.
● قُوسِهل: ث. ٻاراڻي راند جو هڪ قسم. هن راند ۾ مرن جي ٽڪرن يا ٽڪرن جي ٿاهيل ڍِڳي.
- قُوسِهل ٺاهِڻُ: ناٽڪيهل قوسيل راند ۾ ٽڪرن جو ڍِڳ ٺاهڻ.
- قوسهل ڦَڪِڙي: ث. لانڪيهل قوسهل.
● قُوڦ (ڪ - ل): ث. (آواز). ٻليءَ کي سڏڻ جو آواز - ڪيڙي.
● قُوش ۽ قُوشَ (ڪ): ذ. صفت. اڌ پڪل ڪڪوريل (ميوو). اڌ رڌو (پٽ) - آهڪُ. بيوقوف - چريو - پٽوشُ.
● قُوشِيو ۽ قُوشِيا (ل. ڪ. ڪ): ذ. کهرو جانور جو هڪ قسم - ٻلو.
● قُوشي قُوشي (ڪ): ث. ٻليءَ کي سڏڻ. ڪم آندل الفاظ ڦوش پوش. ڪيري ڪيري.
● قُوقَل: اسم خاص. تعلي ميرپور خاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● قُوقُو ۽ قُوقا: ذ. صفت. پورو - ڍانڍو - خالي. ڪيڻ - ڪمزور - هيٺو - نربل - است. ڦيڦو - ڦڦس - سچيل. (ذ) ڦوڦڊو ڦٽو. چالو.
● قُوقُو ۽ قُوقا: ذ ٻڪي يا ڦڪيءَ جو مڙس - ٻيءُ جي پيڻ جو مڙس - ٻُڦڙ - ٻڦو.

● ڦوڦيڊو ع ڦوڦينڊا : ذ . ( سن . سڦُٽ = ڦُٽڻُ ). پاڻيءَ جو ٻلبلو - ٻوڙيو - ڦوٽو - حباب . ٻاھ ۾ سڙڻ سبب ٿيل ڦلڙو . ڇلڙو - ڦلوڪڙو ڪم جي ڳاٽ سبب هٿن ۾ يا ڳھٽي هاڻ سبب پير ۾ پيل لڦ - لڦ .

● ڦوڪُ ع ڦوڪَ : ذ . ٻڇاڙيءَ جي ٻڇت - اوبر - جوٺ . ٽري واري ٻڇت - ڦوڳ - ڪيرٿ . او گھ ـ سو گھ - لڳ ايوڻ . ڪچرو - ڪھچرو . جانور جي پيشاب رھڻ وارو هنڌ - مثانو . وڏي ڳئي - ڳڻي - مقعد - ڦوڪڻي . (صفت) . خالي - ٺلھو - سکڻو - پالھو . اجايو - اڪيارٿو - مفت - خالي پيلي . اندران خالي . پورو - ٻولو - ڀانڊو - ٺالڻو - بيسود - بيڦل . لڪڙو . بيفائدو . نادان - بيوقوف - بيسمجھ - موڳو - ابوجھ .

● ڦُوڪَارَڻُ : مصدر . وات سان ڦوڪ ڏيڻ - ڦوڪو هڻڻ . ٽانگ يا حيوان جو زور سان ساھ ڪڍڻ جو آواز ڪرڻ - شو ڪرڻ - شوڪارڻ . ( گھوڙي جو ) . ڦوڪارو هڻڻ - ڦونڪارو هڻڻ . زيل هڻڻ . ڪچھ پڙهي دم ڪرڻ - چوڪارڻ . شوڪارڻ . ڪتي جو ڪنهن شيءِ کي سنگھي پليت ڪرڻ .

- ڦُوڪَارَ ع ڦُوڪَارُوْن : ث . ٽانگ يا حيوانات جي ساھ جو آواز - ڦوڪ - شوڪ . ڦوڪارو . چوڪارو - چوڪارو - شوڪارو . زيل ( گھوڙي جي ) .

- ڦُوڪَارو ع ڦُوڪَارَا : ذ . ڦوڪار . چوڪارو - ڦوڪو - ڦوڪ . ساھ ڪڍڻ جي حالت - ساهي ( ل ) . پاڻي سان ڀريل وات جو ڦوڪو - ڦوهارو .

- ڦُوڪارو ڏيڻُ : ڪڪڙڪي ويڙھ جي وچ ۾ ( يا اڳي پوءِ ) تازه دم ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ جو ڦوهارو هڻڻ . ڪاڪڙي لهي پوڻ جي حالت ۾ ( ٻارڪي ) گھوٽيل ڦوٽا ٽارون تي چنبڙائي ڦوڪ ڏيڻ .

- ڦُوڪارُون ڏيڻُ : ٽانگ جو زور سان ڦون ڦون ڪرڻ - ڦوڪون ڏيڻ .

- ڦُوڪارو هڻڻُ : ڦوڪارو ڏيڻ - گھوڙي جو زور سان ساھ ڪڍڻ - ڦونگھارو هڻڻ .

● ڦوڪَٽُ ع ڦوڪَٽَ : ذ . مفت - خالي پيلي - اجايو - بيفائدو - بيسود . ناحق - هرو ڀرو - بيگناھ - راھ ويندي . تڪليف کان سواءِ - سھنجو - آسان . ( ذ ) ڳئي - مقعد - ڏبر - ڦوڪ .

- ڦوڪَٽُ جو مالُ : ذ . مفت جو مال - بنا محنت هٿ آيل مال .

- ڦوڪَٽُ ماڻهو : ذ . ڪاپڙو ٽي ماڻهو - واهيات ماڻهو - بيمطلبو ماڻهو .

- ڦوڪَٽُ ماڻهو هڻڻُ : خسيس ماڻهو هڻڻ - واهيات ماڻهو هڻڻ .

- ڦوڪَٽ ۾ : ظرف . اونهيئين - مفت ۾ - اجايو - خواه مخواه - بي خرچو - بنا پيسي . رونگ ۾ - مٺان - وچ هڻڻ .

● ڦوڪو ع ڦوڪا : ذ . ڦوڪ - ڦوڪي .

● ڦوڪِي ع ڦوڪيُون : ث . ڳئي - مقعد - ڳه يا .

- ڦوڪِي ڦاڙڻُ : ڳئي ڦاڙڻ - جو ڳي ڇٽ ڪرڻ - سخت سزا ڏيڻ . خراب حالت ڪرڻ .

● ڦُوڪَڻُ : مصدر . ( سن . ڦڦتم = ڦوڪڻ ) . وات سان هوا ڏيڻ - ڦوڪ ڏيڻ . دم ڪرڻ . شوڪارڻ - منتر وغيره هڻڻ . چوڪارڻ - دعا شوڪڻ ڦيڻو وجهڻ . حقي وغيره جو پاڻي ڦوڪ جي زور سان ڪيڻ . ٻاھ ٻارڻ - ٻاھ ڀڙڪائڻ . جلائڻ - ساڙڻ - ٻارڻ - دکائڻ . ڀسم ڪرڻ - ناس ڪرڻ - پينگ ڪرڻ - دف ڪرڻ - خاڪ ڪرڻ - ختم ڪرڻ - چٽ ڪرڻ - سچ ڪرڻ . برباد ڪرڻ - آڏائڻ - ضايع ڪرڻ - وڃائڻ ( دولت ) ڪنهن . ڳوٿريءَ وغيره کي هوا سان ڀرڻ . ڦنڊائڻ - سيٽڻ . ساندارو ڪرڻ . ڦڦ ڪرڻ . ڪن ڀرڻ - ڀرمائڻ - ٻرغلائڻ . ڳل ڪرڻ - وسائڻ ( بتي ) .

- ڦُوڪَ ع ڦُوڪُون : ث ذ . وات سان ڪڍيل زور سان هوا . ساھ - ساس - دم . روح - پراڻ . پٺي چپ ٻيڙي ڪڍيل آواز . ڦوڪجڻ جي حالت - ڦنڊ - ڦونڊ . سيٽ - ڪاوڙ - چڙ شوڪ - ڦوڪارو - ڦوڪ ( چلم وغيره جي ) . سوٽو - سوٽ . وزم .

- ڦُوڪَ ڀَاڙِيو ع ڦوڪَ ڀَاڙِيَا ( ت ) : ذ . صفت . ڦوڪَ جو گھٽُ ( تماڪ ) - تماڪ جو هڪ قسم . بيهمت - سست - ٽوٽي .

- ڦُوڪَ پَرائِڻُ : چلم يا حقي وغيره سان سوٽو هڻائڻ - وزم پرائڻ - دَمُ هڻائڻ . چڪائڻ - ڪشُ لڳارائڻ .

- ڦوڪَ پَرَڻُ: وَزَمِ پَرڻ - سوڙو هڻڻ - ڪش لڳائڻ.
- ڦوڪَ ٽُٽَڻُ: ساهه ٽُٽڻ - دم ٽُٽڻ - ساهه لَڪَڻ - دم نڪرڻ - پراڻ ڇڏڻ - مرڻ.
- ڦوڪجَڻُ: مصدر. هوا ڀرجڻ - سڄڻ - ڦوٽرڻ - ڦوٽرجڻ - آماسجڻ - آپامڻ - آڦرجڻ. پيٽ نڪرڻ - پيٽ نڪرڻ. سڄي ٻيهڻ - آٽي ٻيهڻ - ٽڙڻ - ڦنڊڻ. آڪڙجڻ - سيٽجڻ - ڦنڊجڻ - ڦڏجڻ. ڪاوڙجڻ - غصي ٿيڻ - ناراض ٿيڻ - رنج ٿيڻ.
- ڦوڪَ ڏِيَڻُ: وات سان هوا ڏيڻ - ڦوڪو ڏيڻ. حقي يا چلم کي ڦوڪ ڏيئي ٻاٽي ڪيڏڻ. واءُ ڏيڻ - ڪنهن ڳالهه جو سر ڏيڻ - راز ڏيڻ. ڪن ۾ ڳالهه ٻڌائڻ - سرپر ڪرڻ. ڀرمائڻ - برغلائڻ - ڀڙڪائڻ.
- ڦوڪَ ڇِڪَڻُ: وزم ڀرڻ - دم يا ڪش لڳائڻ.
- ڦوڪِڙو ۽ ڦوڪِڙا: ذ. رانديڪي جو هڪ قسم - ڦوڪڻ لاءِ رٻڙ جي ڳوٿري.
- ڦوڪِڻي ۽ ڦوڪِڻيون: ث. ٻاهه ٻرڪائڻ يا ڦوڪڻ لاءِ ڏگهي ٻوري نلي.
- ڦوڪو ۽ ڦوڪا: ذ. وات سان زور سان ڪيڏل هوا - ڦوڪ. شوڪارو - ڦوڪارو.
- ڦوڪُون ڏِيَڻُ: زور سان هوا هڻڻ (ديڳي والڪي) رلپ ڪرڻ - رنپڻ - ٽڏڻ.
- ڦوڪَ هڻَڻُ: وات سان زور سان هوا ڪيڏڻ - دم هڻڻ.
- ڦوڪي، چِنڊي، رَکَڻُ: صفائيءَ سان رکڻ - صاف ڪري رکڻ.
- ڦوڪي ڏوڻي: فعل. چنڊي ڦوڪي - ٽنڊ ٽوڙي ڪرڻ. (ظرف). صفائيءَ سان.

● ڦوڪِڙو ۽ ڦوڪِڙا: ذ. (س. سنڦوٽڪ). هوا سان ڀريل شيءِ. ڦوڦينڊو - بوڙبو - حباب. بدن تي گرميءَ يا باهه جي لهس سبب ٿيل اُرڦينڊو. ڦلڙو - ڇالڙو - ليڦ - لڦ. ڦڦڪڙو - ٻڪڙو - بوٽيندو. هوا ڀرڻ جي رٻڙ مان ٺهيل ڳوٿري (ٻارن جو هڪ رانديڪو) غبارو. ٻيسڻ جي اٽي مان ٺهيل ٺڪيو گولو (جو اندران خالي هجي ۽ اهو مصالح سان پري ڪانجي). آتشبازيءَ جو هڪ قسم. ڪوڏر جو هڪ قسم.

● ڦوڪِڻي ۽ ڦوڪِڻيون: ث. هوا ڦوڪڻ جو (چمڙي مان ٺهيل لوهارڪي ڪم جو) اوزار - ڌَوَڻ - ڌنوڻي - ڌمڻ. سونارڪي ڪم جو هڪ اوزار - باهه کي ڌڳائڻ جي (هوا ڦوڪڻ لاءِ) سنهي نلي (پتل، ڪاٺ يا لوهه جي). نڙ - ڪاني. ٻلا جو هڪ قسم. ٻيڙڻ (ٿ).

● ڦوڪو ۽ ڦوڪا: بدن تي مُڪڙيون هڻڻ يا چاپڻ مهل هٿ جي ترِيءَ سان ڏنل چپيٽ. زور - پيڙَ وٽن - بارو - ذمو. احسان - مهرباني - وڙ - ٿورو قرض - ڏنڊ - ڀنڊڻ.

● ڦوڪِيو ۽ ڦوڪِيا: ذ. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (منهن چلرن سان، ٻٽا ميرانجهڙا، پيٽ اڇو، ڊيگهه ٣-٩ انچ).

● ڦوڳُ ۽ ڦوڳَ (ٿ): ث. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم - ڦوڳ.

- ڦوڳِسِي: ث. ذ. ڦوڳ وڻ جو ٻور - ڏَٿَ جو هڪ قسم.

● ڦوڳُ ۽ ڦوڳَ: ذ. ڪنهن شيءِ کي نپوڙڻ بعد باقي بچيل مواد. (جيئن ٽاڊل يا پنگ وغيره جو جوڳ) ڦوڪ - جوڳ. اٽي جو چاڻ - بوسو - ڪَتَرُ. ڦر - ميوو - ٻور - گل (س. ڦلڪ) ٻوٽي جو هڪ قسم (ٿ - ڪ). ڏٿ جو هڪ قسم. گاهه جو هڪ قسم (ٿ). (ذ. صفت). نچوڙيل - نپوڙيل - رس ڪيڏيل. خالي - سڪل. بي وزن. بي طاقت. ٻنا ڏپ جي - اٿيو - ٻنا سٽپ - اڻوڳو - ٻنا ڳيهه - اوسو.
- ڦوڳِي: ث. ڦوڳ جون مکڙيون (جن جي داڻ داڻ ڏوٿين جو ڏٿ اهي).
- ڦوڳِي ۽ ڦوڳِي: ذ. صفت. ڦوڳ وارو - ڦوڳ جهڙو. نچوڙيل - نپوڙيل - خالي - سڪل - بي طاقت. نڪمو - اجايو - بي فائدو. نڪار - ڪين جهڙو.

● ڦوگهڙو ۽ ڦوگهڙ! (ت): ذ. فساد - هل هڪيڙو. معاملو - ٽنٽو - رڳڙو.
- ڦوگهڙو ڪرڻ: فساد ڪرڻ - جهڳڙو ڪرڻ - معاملو ڪرڻ - رڳڙو ڪرڻ.

● ڦوڳٽي ع ڦوڳٽيون: ث. ڦولڙي ـ ڀولڙي ـ ڦولهڙي ـ ڦولهٽي. ڦوڳٽي (ٿ). ڦولڪٽي.

● ڦول ع ڦول؛ ذ. (سن. ڦل = ڦلڻ) گل ڦل ـ پُشپ. خوشبوءِ دار گل (چنبيلي ـ موتيو ـ گلاب وغيره). لالو ـ پيسا ـ زر ـ ڌن ـ دولت ـ پدارٿ ـ مايا ـ ملڪيت ـ مال. (ذ. صفت). صفا ـ صاف ـ اڇو ـ آجرو.

ـ ڦوليداني ع ڦوليدانيون؛ ث. گلن رکڻ جو ٿانءُ ـ گلداني.

ـ ڦول ڪوبي ع ڦول ڪوبيون؛ ث. ڀاڄيءَ جو هڪ قسم ـ گل واري ڪوبي ـ گل ڪوبي.

ـ ڦوليواڙي ع ڦوليواڙيون؛ ث. ڦلواڙي.

● ڦولارجڻ: مصدر. وڻ جو ڦوهه ۾ اچڻ ـ جوڀن وٺڻ ـ ٽڙڻ ـ ڪلڻ. (سن. ڦل = ڪلڻ). ٻورجڻ ـ ڀوڪجڻ ـ ڦولڻ ـ گل جهلڻ ـ ڦٽڻ.

● ڦول بنڌي ع ڦول بنڌيون (ت)؛ ث. هٿ جي چالاڪي ـ هٿ ناٿ. انڪل بازي.

● ڦوليڙو ع ڦوليڙا؛ ذ. اک جو لاڳاپل ڪول ۽ سخت ڇيٿو ـ ڀولڙو ـ ليڌ وٿو ـ ڦولهڙو.

● ڦوليڙو: اسم خاص. تعلقي ميرو خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦوليڙي ع ڦوليڙيون؛ ث. رڍ يا ٻڪريءَ جي لاڳاپل ڪول ڀولڙي ـ ڦوڳٽي ـ ڇيٿو ـ ڦولهڙي ـ ڦوڳٽي (ٿ). ڦونگٽي.

● ڦولڻ؛ مصدر. ڳولڻ ـ تلاش ڪرڻ ـ ڦولهڻ. ڦولهرڻ ـ ڦلورڻ.

ـ ڦول ع ڦولون؛ ث. ڳولا ـ تلاش ـ جانچ ـ ڍونڍ. ڦولر ـ ڦلور.

ـ ڦولا ع ڦولائون؛ ث. ڦول ـ ڦوليها.

● ڦولڻ؛ مصدر. (سن. ڦلن = ڦلڻ) وڻ جو گل ڦل ڪيڻ ـ گل ڪيڻ ـ ڦولجڻ ـ ڦولارجڻ ـ ڦلهارجڻ. وڌي وڏو ٿيڻ. ڦوڪجڻ ـ ڦنڊجڻ ـ ڦلڻ خوشيءَ ۾ ڀرجڻ. ٿانءُ ۾ ڀرجڻ.

● ڦولو ع ڦولا؛ ذ. ستن يا پٽن جو اوپري ٿان لٿل ڦوڙو ـ ڍيرو.

● ڦوليهڙي ع ڦوليهڙيون؛ ث. ڦواڙي ـ ڀولڙي ـ ڦوڳٽي. (اسم خاص). تعلقي فيض گنج (خيرپور رياست ۾) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦولهڻ: مصدر. ڳولڻ ـ ڍونڍڻ ـ جانچڻ ـ ڦولڻ ـ وانٽڻ ـ وڙڻ ـ سوجهڻ ـ ڪوجڻ ـ ڳولا ڪرڻ ـ ڪوجنا ڪرڻ ـ جاچڻ ـ نهارڻ. ڏورڻ ـ جهاڙو وٺڻ ـ ڦولها ڪرڻ. ظاهر ڪرڻ ـ چلڻ ـ سلڻ ـ پڌرو ڪرڻ. آشڪار ڪرڻ. ڪنڌيرڻ ـ ڀکيڙڻ ـ ڦولهرڻ.

ـ ڦولهه ع ڦولهون: ث. ڳولا ـ جانچ ـ جوليچ ـ تلاش ـ ڍونڍ ـ نهار ـ ڀرڪرڙ ـ کوج ـ وڙ ـ ڳولا ڦولا ـ پڇا ڳاڇا ـ دريافت. جهاڙو جهڙتي.

ـ ڦولها ع ڦولهائون: ث. ڳولا ـ ڦولا.

ـ ڦولهر ع ڦولهرون (ل)؛ ث. ڳولا ـ تلاش ـ آشڪار. آٿل پٿل ـ ڪنڌير ـ ڀکير ـ ڦلور.

● ڦونيو ع ڦونيا (ٿ)؛ ذ. ذرو ـ ٿورو ٿـ ڪجهه حصو. (ڪڪهه جو) ڀڙو.

● ڦونڊا ڪيڏي ڇڏڻ؛ ذرا ذرا ڪري ڇڏڻ ـ ڇيهون ڇيهون ڪرڻ. بالڪل ناس ڪري ڇڏڻ.

● ڦونڊ ع ڦونڊون؛ ث. (سن. سڦاية = ڦوڪجڻ) ڦوڪ ـ سيٺ ـ آڪڙ ـ مغروري ـ گهمنڊ ـ شيخي ـ هٽ ـ دماغ ـ وڏائي ـ هوءِ ـ دم ـ غرور ـ وڏائي ـ تڪبر ـ فخر ـ ٿانءُ ـ ٺاڊ ـ ايمان. ڪاوڙ. مرڪ. ناز.

ـ ڦونڊ آڪڙ ع ڦونڊ آڪڙ؛ ذ. صفت. پاڻ پڏائيندڙ ـ متڪبر ـ مغرور.

ـ ڦونڊڙو ع ڦونڊڙا (ت)؛ ذ. صفت. متڪبر ـ هٺيلو ـ آڪڙيل ـ مغرور ـ شوخ. پاڻ پڏائو. (دل جو) هلڪو. وات ڦاٽوڙو.

● ڦونڊجڻ؛ مصدر. (سن. سڦاية = ڦوڪجڻ) ڦونڊ ۾ اچڻ ـ آڪڙ ۾ ڀرجڻ ـ ڦنڊڻ ـ ڦنڊجڻ.

● ڦونڊري ع ڦونڊريون (ل)؛ ث. ليڪ ـ آڪڙ ـ سيٺ. وڏائي ـ غرور ـ تڪبر ـ هٽ. ڀولري ـ ڦيري.

ـ ڦونڊري لاهڻ؛ (مٿي مان) ڀولري لاهڻ ـ ڦيري ڪيڏڻ.

● ڦونسلائڻ (ل)؛ مصدر. ڀلائڻ - ڦسلائڻ - منجهائڻ. ڀرمائڻ - ڀرغلائڻ.

● ڦولسيٽي ۽ ڦونسيٽيون (ل)؛ ث. ڀانڊي ڀڪيءَ جو هڪ قسم - ڦوسٽي.

● ڦونڪارو ۽ ڦونڪارا (ٿ)؛ ذ. ساهي - آرام - فرحت - ڊاپو.

● ڦونڪيٽي ۽ ڦونڪيٽيون (ٿ)؛ ث. ٻلا جو هڪ قسم - ٻيٽڻ.

● ڦونگ؛ اسم خاص. ٻگٽي ٻلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● ڦونڱارو ۽ ڦونڱارا: ذ. ڦوڪارو - زيل (گهوڙي جي). ڦونڱهارو.

● ڦونڱڙيون (ت): ث. ڪرڙ جي وڻ جي ٻولڱر.

● ڦونڱي ۽ ڦونڱيون: ث. ڪنبي - ڦنڱي. سڄاٽ طور مال جي ڪنن ۾ وڌل وڍ (ڪ). ڪنڪر.

● ڦونڱهارو ۽ ڦونڱهارا (ل)؛ ذ. ڦوڪارو - ڦونڪارو. ناسڪو.

● ڦونو ۽ ڦونا (ت)؛ ذ. صفت. ننڍي نڪ وارو - ٻنو - مينو.

● ڦوه ۽ ڦوهه؛ ذ. اوج - بلندي - چڙهتي. جوڀن - لالائي - تازگي (جواني جي). شاهوڪاريءَ جو گهمنڊ - مايا جو هڪ گهمنڊ - مايا جو هٽ. جهجهائي - گهڻائي - زيادتي - بيشي. (ميواري جو) ٿهه - ورچ.

● ڦوهارو ۽ ڦوهارا: ذ. (ف. فواره) پاڻيءَ جو ڦڙن جي صورت ۾ وسڪارو. (ڪنهن مٿاهين هنڌ تان) پاڻيءَ جي ڪرندڙ ڌار - گهارو. جهرڻو - آبشار. سنهون مينهن - ٻوند بوند - ڦُڙ ڦڙ - ڇاڻار. پاڻيءَ جو اُڇل ڪاڻي وري سنهي بوند جي صورت ۾ ڪرڻ جي حالت - اُڀار - ڦوهار. پاڻيءَ جي اُڇل - ڦهاڙ. (پاڻيءَ جي) لاٽ - ڌار. پاڻيءَ کي اُڇل ڏيندي (ڦڙ ڦڙ جي شڪل ۾ ڪيرائيندڙ) اوزار. ڇنڪار ڪرڻ جو لوهي اوزار - باغيچي کي پاڻي ڏيڻ جو لوهي ڏٻو (جنهن جي منهن ۾ سنها سوراخ هجن). مينهن وانگر پاڻي وسائيندڙ نل. حجامن جو پاڻي هڻڻ جو اوزار. عطر وغيره جي ڇنڪار ڪرڻ لاءِ اوزار. ڦهارو.

● ڦوهر ۽ ڦوهرون؛ ث. وات مان ڪيڏيل پاڻيءَ جي پچڪاري - ڌار - ڦوهار - لار - لاٽ.

● ڦوهيٽو ۽ ڦوهيٽا (ٿ)؛ ذ. ڇيٽو - ٻوسو (ڳاڻي مال جو).

● ڦوهڙ ۽ ڦوهڙ؛ ذ. صفت. بي عقل - بيوقوف - نادان - بيسمجهه - اڻ ٻوجهه. آناڙي - جٽ. جهنگلي - آبهرو. ٽرڙو - بدفضيلت - بدسليقو - بيهودو.

● ڦوهڙو (ٿ)؛ ذ. ڪتي يا ٻليءَ جو گوڏهه.

● ڦوهڻ: مصدر. (دلن جي ميٽيءَ کي وڏائي) وڏو ڪرڻ.

● ڦوهيٽي ۽ ڦوهيٽيون (ڪ)؛ ث. لڪ جي چونٽي ناس.

● ڦوهياري؛ اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦهه: ث. (آواز). ڪنهن ڳري شيءِ جي ڪرڻ جو آواز - ڦهڪو. زپ - ڌم. (ظرف). اڻالڪ - ڌو - ڌڙو - ڌا.

- ڦهه ڪري ڪِرڻ: مٿان ٿي ڪِرڻ - بيهوش ٿي وڃڻ.

● ڦهار ۽ ڦهارون؛ ث. مينهن جون سنهيون ڦڙيون - بوند - ڪڻيون - وسڪارو - ڦوهار.

- ڦهار پوڻ: سنهي بوند پوڻ - بوندا بوند پوڻ - ڪڻيون پوڻ - ڦڙيون پوڻ.

● ڦهارو ۽ ڦهارا: ذ. سنهي بوند وانگر پاڻي وسائيندڙ اوزار - ڦوهارو.

● ڦهائي؛ اسم خاص. فيڊرل ايريا ڪراچيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦهه ڦهه: ث. (اوزار). مسلسل ڌڪن هڻڻ جو اوزار - لاڳيتو ڌڪن هڻڻ جي حالت - ڦهڪو ڦهڪ.

● ڦهڪاٽ ۽ ڦهڪاٽ: ذ. ڦهڪو ڪري ڪرڻ جو آواز - ڦهه. ڌڪاءُ - ٺڙڪو - ڌڪ. مسلسل ڌڪن هڻڻ جو آواز. ڌڌڪو - ڌڌڪڙ - ڦهڪارو - ڦهڪو - ڦهڪاءُ - وسڪارو.

● ٿهڪارو ۽ ٿهڪارا؛ ذ. ٿهڪاٽ - ٿهڪا - ٿهڪو.

- ٿهڪاءُ ۽ ٿهڪاءَ؛ ذ. ٿهڪاٽ - ٿهڪارو - ٿهڪو.

● ٿهڪڻ؛ مصدر. ٿهه ٿيڻ - ٺڪاءُ سان لڳڻ (ڏڪ وغيره) برابر ٿي يا ملي اچڻ - ڪُپڻ - ٺهڪڻ - جهڙ - لڳي اچڻ - ڪَپ ٿيڻ - پچڻ. ڏاڍو ٿيڻ - جمڻ - مضبوط ٿيڻ. ٺهڻ - ٺڪڻ. مڪڙجڻ - سوگهو ٿيڻ - پَڪو ٿيڻ - ڪشجڻ - قابو ٿيڻ.

● ٿهڪو ۽ ٿهڪا؛ ذ. ٿهه ڪري ڪرڻ جو آواز - زِڪو - زَپ - ٿهه. لاڳيتو ڏڪن هڻڻ جي حالت - شپڪو - سٽڪو - ڪٽڪو - ٿهه ٿهه. لاڳيتو ڏڪن جو آواز - ٿهڪاٽ - ٿهڪاءُ. ڏوڙيو - ڏس (ڳارين جو) - وَسڪارو.

- ٿهڪا ڪرڻ: سٽڪا ڪرڻ - ٿهه ٿهه ڪرڻ - لاڳيتو هڻڻ (ڏڪ وغيره) - ٺڪاءُ ڪرڻ. ڏڪ - مارَ (موچڙا).

● ٿيهل ۽ ٿيهلَ (ت): ذ. صفت. ٿيڻو - سُجيل. ڪم همت - بي طاقت - نير بَل.

● ٿهلائڻ؛ مصدر. پسارڻ - ڦهلائڻ - وڇائڻ. ڊگهو ڪرڻ - لمبو ڪرڻ. کولڻ - ڪشاد و ڪرڻ - ويڪرو ڪرڻ - وڌائڻ. ڪنڌ رائڻ - ٽيڙڻ - ڦهلائڻ - ڪيو ڪيو ڪرڻ. شايع ڪرڻ - مشتهر ڪرڻ.

- ٿهلاءُ ۽ ٿهلاءَ؛ ذ. ويڪرائي - ڪشادگي - جوڙائي. ڊيگهه - لمبائي - درازي - طوالت. ڦهلاءُ - مشهوري.

- ٿهلاءُ ڪرڻ؛ وڌاءُ ڪرڻ - وڌائڻ - ڦهلائڻ. مشهوري ڪرڻ.

● ٿهلڻ؛ مصدر. پسرڻ - ڦهلڻ - وڇڻ. فراخ ٿيڻ - ڪشادو ٿيڻ - ويڪرو ٿيڻ. ڊگهو ٿيڻ - لمبو ٿيڻ. وڪڙڻ - ڪنڌرڻ. ڇالنجڻ (وڻ وغيره جو). ساية دار ٿيڻ. وڌڻ - وڏو ٿيڻ - گهڻو ٿيڻ. حد ڪان وڌڻ. گهڻائي ٿيڻ. مشهور ٿيڻ - مشتهر ٿيڻ - شايع ٿيڻ.

● ٿهينڪَ ۽ ٿهينڪون؛ ث. ٻولدَ - ڦڙي - ٿينگَ - ٿپنگ - ٽڪ - ڪفَ. چٽو - داب - داغ.

- ٿهينڪ ٿيڻ: ڦڙي ٿيڻ - ٻوندَ پوڻ. مينهن وسڻ.

- ٿهينڪَرَ ۽ ٿهينڪَرون (ت)؛ ث. ڦڙي - ٻوند - ٿهينڪ.

- ٿهينڪون ونڃڻ: (ڳالهائيندي) ٿُڪون اڇلڻ. تڪڙو ڳالهائڻ - ڳڙ ٻڙ ڳالهائڻ.

● ٿهي ۽ ٿهيون (ت - ل)؛ ث پيٽ جي هڪ حصي جو نالو - تري - تلي. اوجهري.

- ٿهيون سڪائڻ؛ هلاڪ ڪرڻ - تنگ ڪرڻ. هيسائڻ. ڏلجهه ڏيڻ.

● ٿهيار: ث. مڇي. سنهي مڇي. ٿهيارو.

"ٿيرائي ٿهيار ڇاتيو وڃي چنجَ ۾"

(سنڌ جو سيلاني).

- ٿهيارو ۽ ٿهيارا؛ ذ. ٿهيار.

● ٿهياري: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ٿهيڙ ۽ ٿهيڙَ (ل - ت)؛ ذ. ٿُلهو - ٿيڦو. بي طاقت. بي ڊولو.

● ٿئيتو ۽ ٿئيتا؛ ذ. وڏو پَٽڪو - ٿڳڙ - هڳڙ - ٿيئنتو.

● ٿيٽ ۽ ٿيٽون؛ ث. (انگ؛ فيٽ) ماپڻ جي پٽي - فوٽ ڪٽ - فوٽ ڪٽي. پنجاهه فوٽن کان وڏيڪ ماپ جي پٽي (جا ويڙهيل ۽ دٻي ۾ بند هوندي آهي). پرت پريل پٽي - پانڪ. ڪٽنون.

● ٿيٽاپور؛ اسم خاص. تعلقي ٽنگرپارڪر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ٿيٽو ۽ ٿيٽا؛ ذ. (سن. پَٽ = رستو < پَٽيو = رستي تي هلندڙ) چڪرو (جنهن تي گاڏي هلي). چيڪلو - چڪر - چاڪ. چڪرو - چرخي. پلنگ جي پاون هيٺان رکيل ڪاٺيءَ جو گول ٽڪر. ڪڪڙيءَ جو روڊ. عورت جو فرج.

- ٿيٽو ڦيرائڻ: ٽنگون ٽيڙائڻ. وايون بتال ڪرڻ.

● ٿپيٽ ۽ ٿپيٽَ، ٿپيٽون؛ ث. ڏڪ - چوٽ - چپيٽ - ٺوڪر - چاڙپ - ٺوڪر. چوپائي مال جي

بيماريءَ جو هڪ قسم - خراب پاڻي پيئڻ ڪري ٿيندڙ بيماري (ت). گهوڙي جي هڪ بيماري (گهوڙي تي ٻاهران چڙهي اچي لهي، لغام لاهي، پوءِ گهوڙي کي يڪدم ڪاڌو پاڻي ڏبو ته ڦِٽي پوندو). بدهضمي - آڦري - پرٽي (ل). سون کي سخت ڪرڻ لاءِ ٽامي جي ملاوت (تولي ۾ ٻه ماسا کن ٽامو ملبل).

- ڦِيٽَ ٿِيڻَ (ت): چوپائي مال کي ڳرڙي لاهڻ جي بيماري ٿيڻ - ڳرهاڙو لهي پوڻ.

- ڦيٽَ پَوَڻُ: چوپائي مال ۾ ڪنهي پاڻي پيئڻ سبب ڳرڙي جي بيماري پوڻ.

- ڦيٽَ ڪَرَڻُ: ڳرڙو لاهڻ (چوپائي جو).

- ڦيٽَ وجهائِڻُ (ت): سون ۾ ٻئي ڪنهن ڌاتوءَ جي ملاوت ڪرائڻ.

- ڦيٽُون هَڻَڻُ: فساد وجهائڻ - جهيڙو اٽڪائڻ.

● ڦيٽارُ ۽ ڦيٽارَ (ت - ل): ذ. صفت. (سن. سڦٽَ = خراب ڪرڻ) خراب ڪندڙ - ڦٽائيندڙ - ڦيٽائو. ڦٽي پوندڙ - ڦٽندڙ - ڦيٽَهڙُ. ڪچي رنگ وارو (ڪپڙو).

● ڦيٽارُو ۽ ڦيٽارُ: ذ. (سن. سڦٽ = خراب ڪرڻ) جدائي - علحدگي. ويڇو. ڏڦير - لفاق. خلل. نا اتفاقي - اڻ ٺاهه.

● ڦيٽاهِينُ ۽ ڦيٽاهِيُونُ (ت): ث. ٻڪيءَ جو هڪ قسم.

● ڦيٽائُو ۽ ڦيٽائُو: ذ. صفت. (سن. سڦٽ = خراب) ڦٽندڙ - ڦٽي ويندڙ - ڪچو (رنگ). ڦٽائيندڙ - خراب ڪندڙ.

● ڦيٽِجَڻُ (ل): مصدر. بدهضمي ٿيڻ. آڦري ٿيڻ - پيٽ ۾ پرٽي ٿيڻ.

● ڦيٽو ۽ ڦيٽا: ذ. (سن. پَٽَ = پٽو) پڪ والڪر مٽي تي پٽل ننڍو ڪپڙي جو ٽڪر. پوتڙو. پٽڪو. ڦينٽو. (سن. سڦٽَ = خراب ڪرڻ) خرابي. خلل - ونجوڳ - جدائي - علحدگي - ڦيٽارُو. فرق - نفاق.

- ڦيٽو پَوَڻُ (ت): لفاق پوڻ - ڏڦير پوڻ. جدائي پوڻ. فساد پوڻ - جهيڙو پوڻ.

- ڦيٽو وِجهڻُ: نفاق وجهڻ - جهيڙو وجهڻ. ڦيٽارو وجهڻ.

- ڦيٽو هَڻَڻُ: ڦيٽو وجهڻُ.

● ڦيٽوهڙُ (ل): ذ. صفت. ڦيٽارُ - ڦيٽهڙُ.

● ڦيٽهڙُ ۽ ڦيٽهڙَ: ذ. صفت. (سن. سڦٽَ = خراب ڪرڻ). ڦٽندڙ - ڪچو (رنگ) - ڦيٽارُ - ڦيٽوهڙُ.

- ڦيٽهڙُو ۽ ڦيٽهڙُو: ذ. صفت. ڦيٽهڙُ.

● ڦيٽ: ث. جِٽ - لعنت - ملامت. ڌڪار - نفرت. "پين جي شاباس ڪان تنهنجي وني مون هيٺ ڦيٽ" (گل).

● ڦيڏغ: ذ. جبل ۾ پيدا ٿيندڙ ٿوهر مثل بنا ڪنڊن جو وڻ، جيت ۾ گولچا ۽ ساوڻ ۾ گل جهلي.

● ڦيڏرُ ۽ ڦيڏرَ (ل): ذ. ڏڏ گڏيل ڪير - ٻهڙ - ڦيڏرو (ل - ث).

- ڦيڏرو (ث - ڏاٽ): ذ. ڦيڏرُ - ٻهڙ - پنيرُ.

● ڦيرَ (ت): ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن جي پاڙ مان لڪتل تيل دوا طور ڪم اچي).

● ڦيرائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڦيرنبُ ۽ ڦيرنبَ (ت - ڪ): ذ. صفت. تمام وڏي عمر وارو - ڪراڙو - جهونو - جهور - پيرو. ڪمزور - هيڻو - ضعيف.

● ڦيرَڻُ: ث. ڪنڀارڪي ڪم جو هڪ اوزار - ڪوري تي چڙهي ڪيڻ لاءِ گول لوهي اوزار.

● ڦيرَڻُ: مصدر. (سن. پَرِمُرِ = ڦيرڻ) ڦيرو ڏيڻ - ڦيرائڻ. گهمائڻ - چڪر ڏيڻ - گردش ڏيڻ. ڦيري ڏيڻ. گهمتاري ڏيارڻ - گشت ڪرائڻ. منهن ڦيرائڻ - رخ بدلائڻ - طرف ڪان موڙڻ - ٻئي پاسي ڪرڻ. اٿلائڻ - الٽو ڪرڻ - ٻتو ڪرڻ. (تسبيح) هلائڻ - (مالا) جپڻ. گردان ڪَرَڻُ - ڏور ڪرڻ. دهرائڻ - ياد ڪَرَڻُ - سبق کي پيو دفعو پڙهڻ. پنتي ڪرڻ - ناراض ڪرڻ. هَٽُ لڳائڻ - ڇهڻ - ڪسائڻ. بدلڻ - اٿلڻ - وَرَڻُ. ڦيرَڻُ - وَرُ ڏيڻ - وڪڙ ڏيڻ - ونگ ڪرڻ. موڙڻ - ورائڻ. ميڙڻ - ميسارڻ. ڍاهڻ (اڪر). وارَڻُ.

- ڦيرُ ۽ ڦيرَ: ذ. چڪر - گهمرو - ڦيرو - ڦيراٽي - گيرو - وَلو. وَرُ - ڦيرو. ڦرڻ جي حالت - گردش. گودو - گرد. اراضي. "ڪڇي ۾ چوندا آهن ته "مير صاحب جي ڦير" يعني ڀِني. وراٽو - گهمتاري. گول - گهيرو - دائرو - حاطو. وَرُ - وَڪڙُ - ڏِنگُ - ونگ. ٽيڙُ. وَٽُ - پيچُ - مروت - مروٽو - وراڪو. فرق - تفاوت - وِڇاندڙُ - اختلاف. مَٽَ سَٽَ - ڦير گهير - تبديل - اٿل پٿل. ڀلٽو - سوٽَ. تغير - انقلاب. دؤر - گردان - ڦيرو. پيچُ - چارُ - ڦندُ - فريب. ڏنگ - ڏوهه - خطا. (وعدي) خلافي - انڪار. اٽڪل - تجويز - رٿ. مونجهارو - ٻکيڙو - ٻکيڙو - آڪيڙو - سختي. دقت - تڪليف - مشڪلات. سختي. ريزو - ريجو - خردو - ڀرچون - ڪچرو.

● ڦيرائِڻُ: مصدر. ڦيرائڻ - گهمائڻ - چڪر ڏيڻ.

- ڦيراٽِي ۽ ڦيراٽِيُون: ث. گهمري - گهمراٽي - وَلو - چڪر (مٽي جو). ڦيروٽي - ڀنواٽي - ڀنوالي - ڦيري. وَڪڙُ - وَرُ - وراٽو. وارو - دَسُ - گهمرو - نؤبت - دؤر. انقلاب - ڪرانتي. هٽ اٽ - هٽ جي چالاڪي.

- ڦيرا ڏِيَڻُ: گهمرا ڏِيَڻُ. هندڪي رسم ۾ وِڏي ڀڙهڻ ڪانپوءِ هَونَ جي چوڌاري گهوٽ ڪنوار کي چڪر ڏيارڻ.

- ڦيرارو ۽ ڦيرارا (ت): ذ. صفت. ڦيرو ڪندڙ - ڦرلڌڙ - ڦيرا گهيرا ڪندڙ. جهيڙو جهٽو ڪرائيندڙ - منافق.

- ڦيرائِڻ: مصدر. ڦيرو يا ڦيري ڏيارڻ - چڪر ڏيارڻ - گهمائڻ - گردش ڪرائڻ. ڦيرڻ - ورائڻ - چڪر ڪارائڻ - چوگرد هلائڻ - گشت ڪرائڻ. جورڻ - ڀيرڻ (چرخو). واهڻ - کيڙڻ (ٽارُ). آبتائڻ - آبتو ڪرڻ. (منهن) موڙڻ - بدلائڻ (رخ). مٽائڻ - (جنڊي) چاڙهڻ. ترجمو ڪرڻ. هڪ ملهه جو ٻئي ملهه کي گهمائڻ. وارو وَٽِيُ ڪرڻ. ميڙڻ - رَدُ ڪرَڻ.

- ڦيرائِتو ۽ ڦيرائِتا: ذ. صفت. ڦيري وارو - گردشي - ڦري ويندڙ - ڦرلڌڙ - ڦيرٽون. چڪر وارو - چڪرائتون. ڦرندڙ گهرلڌڙ - چلولو - چنچل. واري وَٽِيءَ وارو - اوٽ موٽ. ور وڪڙ وارو - پيچيدو - ونگو - وراڙو.

- ڦيراٽِي ڏِيَڻُ: واپس ڪرَڻ - موٽائي ڏيڻ - طرف بدلائڻ - پاسو ڦيرائِڻ.

- ڦيرُ ٿِيَڻُ: گهمرو پوڻ - چڪر پوڻ - فرق پوڻ - تفاوت پوڻ.

- ڦيرُڦارُ ۽ ڦيرَڦارَ؛ ڦيرِ ڦيُونُ؛ ذ. مَٽ سَٽ - ڦير گهير - اٿل پٿل - بدل سدل - فرق - ڦير - اير پير - آلٽ پلٽ.

- ڦيرُڦارُ ڪرَڻُ؛ آلٽ پلٽ ڪرڻ - بدل سدل ڪرڻ - اٿل پٿل ڪرڻ - ڦير گهير ڪرڻ.

- ڦيرَ ڦيرائِڻُ: اٽڪلون ويڙهائڻ - حرفت هلائڻ.

- ڦيرَ گهيرُ ۽ ڦيرَ گهيرَ؛ ڦيرِ ڦيُون گهيرِيُون: ذ. ث. ڦيرڦار.

- ڦيرَنِ ۾ اَڪيڙَڻُ (ڪ)؛ نا پسند ٿيڻ. (ڪنهن به شيءِ جو) منهن ڦرڻ. آڏيهڙن واري زال کي ڪنهن شيءِ جو نه وڻڻ.

- ڦيرِٽو ۽ ڦيرِٽا: ذ. صفت. ڦرڻ جهڙو. آڏائي جو هڪ عضوو - تڪي ڦيرائڻ لاءِ ڦوٽ ڪن ڍِگهي ڪاٺي.

- ڦيرِٽِي ۽ ڦيرِٽِيُون؛ ث. ڪوريئن جو هڪ اوزار - ڦيرٽو.

- ڦيرو ۽ ڦيرا: ذ. گردش - دؤرو - وَلو - گهمتاري - چڪرُ - گهمرو - ڦيراٽي - وَرُ - وَراڙو - ڦرڪا - طواف. دفعو - ڀيرو - وارو. دَسُ - گردو - دائرو - حاطو - حلقو - گيڙو - گهيڙو (نار جو). هوا خوري - گهوم - ٽهل - شغل - مٿل - سير - گشت. ڦيري - رؤن (ڀيري واري جي). وَٽُ - وَرُ - ڏنگ - وڪڙ - ٽمُ - موڙ. اچڻ يا وڃڻ جي حالت - ملاقات. شاديءَ وقت گهوٽ ۽ ڪنوار جو ويڏي مهل باهه جي چوگرد ڦيري (هندڪي رسم). انقلاب - بادشاهه گردي - ڪرانتي. پيٽ واري زال جي روح کي گهمرو - آڏيهڙُ (ڪ).

- ڦيروُ ٻَڌَڻُ: گهمرو ٻڌڻ - چڪر ٻڌڻ. سلسلو ٻڌڻ - وارو ٻڌڻ. وڪڙ ڏيڻ - چار ٻڪيڙڻ.

- ڦيروتي ۽ ڦيروتيئون: ث. ڦيراٽي.
- ڦيرو ڏيڻ: چڪر لڳائڻ. هڙ موڙي ڪٿي وڃڻ.
- ڦيرو ڪرڻ: گهيرو ڪرڻ - چڪر هڻڻ. وارو ڪرڻ. دورو ڪرڻ. ور ڪرڻ - موڙ ڪرڻ. وري واپس اچڻ.
- ڦيرو ڪائڻ: ڦري وڃڻ - مٽجڻ - ڦرڻ. بدلجڻ.
- ڦيرئون ۽ ڦيرٿان: ذ. صفت. ڦرندڙ - ڦيرائتو. ڦيري وارو (ڪلف). (ذ). قفل جو هڪ قسم.
- ڦيري ۽ ڦيريون: ث. گهمري - گهمٽاڙي - چڪر - دورو - گردش - ڦيرو - پرڪما - طواف. گشت - گهوم. پاڻ - چرخ - ڀانئڻي. ريزڪي وڪري وارن جو چڪر - گهور. فقيرن جو خيرات لاءِ گشت. گدائي - پنڻ - گداگري. روزگار جاچڻ لاءِ ڦيرو. مغز جو چڪر - پنوائي - پنوالي - ڦيراٽي. مغروري - گهمني - هٺ - شيخي - دماغ - وڏڻ - هوءِ - دم - اغماض - غرور - ٺاٺ. ٻڪري مال کي (ڦيريءَ جي) بيماريءَ جو هڪ قسم.
- ڦيري اچڻ: (مغز کي) چڪر اچڻ - پنوائي اچڻ - مٿو ڦرڻ.
- ڦيري ٿيڻ: (مغز ۾) چڪر اچڻ - پنوائي ٿيڻ - پنوالي ٿيڻ - مٿو ڦرڻ.
- ڦيري پائڻ: پنهنجي چوڌاري ڦرڻ - گهمري پائڻ. چڪر لڳائڻ.
- ڦيري ڏيندڙ ۽ ڦيري ڏيندڙ: ذ. صفت. ڦيري ڏيندڙ - گهورڙيو. دردر ويندڙ. فقير.
- ڦيري ڏيڻ: ڪنهن کي ٻانهن کان جهلي ڦيرائڻ - چوڌاري گهمائڻ - ڦيرائڻ - گهمٽاڙي ڏيڻ - چڪر ڏيڻ. پنوائي ڏيڻ. ڪهڻيءَ کهڻيءَ ۾ گهمڻ. ڦرڻ - ٺهلڻ - چڪر هڻڻ يا ڏيڻ. ملهه ۾ اوچتو مٿين جو زور ڏيئي ٻئي ملهه کي ڪيرائي وجهڻ.
- ڦيري ڪيڻ: ڦيري لاهڻ. وڏائي ڪيڻ.
- ڦيري ڪرڻ: گشت ڪرڻ - چڪر ڏيڻ - دورو ڪرڻ. ريزڪي وڪرو ڪندڙ جو (ڪونهچو ڪٿي) واپار لاءِ چڪر هڻڻ - ڪمائي ڪرڻ.
- ڦيري لاهڻ: پنوائي لاهڻ. تيزي ڪيڻ - واءُ ڪيڻ (مغز مان). غرور ڀڃڻ - تڪبر لاهڻ - هٺ وڃائڻ.
- ڦيري لڳائڻ: چڪر هڻڻ - گشت ڪرڻ. ڪومچي واري جو واپار تي نڪرڻ - ڪمائيءَ لاءِ وڃڻ. فقير جو گدائيءَ تي وڃڻ.
- ڦيري کائڻ: ڦيرو ڏيڻ. ڦري وڃڻ. انجام کان ڦري وڃڻ.
- ڦيري ۾ اچڻ: وڪڙ ۾ اچڻ - گهمري ۾ اچڻ - واري ۾ اچڻ - چڪر ۾ اچڻ. گردش ۾ اچڻ - مصيبت ۾ ڦاسڻ.
- ڦيرين ۾ اچڻ: گهمرين ۾ اچڻ - رواڙي ۾ اچڻ - رلڻ.
- ڦيريءَ وارو ۽ ڦيريءَ وارا: ذ. صفت. چڪر هڻي ريزڪي واپار ڪندڙ - ڪومچي وارو - خرده فروش - بساطي - گهور وارو - گهورڙيو - گهورالو.
- ڦيريون پائڻ: گهمريون ڏيڻ - چڪر ڏيڻ. آچ وڃ ڪرڻ - رولڙو ڪرڻ. دربدر ٿيڻ. پريشان ٿيڻ.
- ڦيريون ڏيڻ: چڪر ڏيڻ. گهمريون ڏيڻ - آچ وڃ ڪرڻ.
- ڦيريون گهيريون: ث. آئلون پئلون - بدليون سدليون - ڦيرڦار. وارا چمارا.
- ڦيري هجڻ: مغز ۾ چڪر هجڻ. ڀونري هجڻ - پنوائي هجڻ. هٺ هجڻ - وڏائي هئڻ.
● ڦيروائي: اسم خاص. هنهن جي هڪ ذات جو نالو.
● ڦيرو ديرو: اسم خاص. تعلقي جوهي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڦيڙڻ (ت): مصدر. وڙهڻ. جهيڙو ڪرڻ - جهگڙو ڪرڻ. دشمني ڪرڻ - عداوت رکڻ. جدا ڪرڻ.

"ڏاڍن سندو ڏيهه ۾ ڦيڙجي تن مان".

- ڦيڙ ۽ ڦيڙ: ذ. نفاق - جدائي - علحدگي.
● ڦيڙهه ۽ ڦيڙهه: ذ. وڏو پٽڪو - پڳڙ.

- ڦيڙهه پٽڻ: وڏو ٽڪو ٽڪو پٽڻ.

● ڦيڙهو ع ڦيڙها: ذ. ڪنڊڪ يا سارين جي رکيل وٽ جو ڍڳ. دڻ ـ ڪوڙو. ڦيڙهه (ت).

● ڦيس: ث. ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن جي پنن مان تڏا وغيره ٺهن) ڦيش ـ پيس ـ پيش.

● ڦيسڙ: صفت. ٺٽي پيل (عهدي ۽ عزت ۾) گهٽ ـ ڪم تيج. ترڪيو ـ لسو (جنهن تان ماڻهو ترڪي پوي). ترڪي پولڊڙ. پٽڙي (زمين) ـ ڪٺري (زمين). نرم. يڪدم ڦسي پولڊڙ ـ ڦسيڙو.

- ڦيسڙ پيٽ: ذ. هڪ بيماريءَ جو قسم. جيت جو هڪ قسم.

- ڦيسڙ ڇڇڙ: جيت جو هڪ قسم ـ ڇڇڙ ڇيڇڙ.

● ڦيسوڙو: اسم خاص. گاهه جو هڪ قسم (سنڌ سنڌ تي لامدار ڦل، جنهن ۾ اندر ڇٽن جيڏا داڻا آٽ ڪائين).

● ڦيسوڙي: ث. ول جو هڪ قسم (زمين تي ڦهلجندڙ پنن تي سنهڙا ڪنڊڙا، گول ڏينو، جنهن ۾ ڇٽن جيڏا چار پنج داڻا ٿين جي ڏٽ طور ڪائجن).

● ڦيسڻ (ت): مصدر. ڦيهڻ ـ ڦسائڻ ـ ڇٽڻ. پيچي پرزا ڪرڻ.

● ڦيشن (ڪ): ث. ٻوٽي جو هڪ قسم ـ پيش ـ ڦيش.

● ڦيڪڙو ع ڦيڪڙا (ل): ذ. صفت. تمام سنهو ـ سنهڙو.

* ڦيڦو ع ڦيڦا: ذ. صفت. (سن. سڦايه = ڦوڪيل) سڄيل ـ سوڄل ـ ڦوڪيل. بادي بدن وارو ـ آڦريل ـ گول مول ـ ڊول مول. موٽو ـ ٿلهڙ ـ ٿلهو ـ فربه. ليلهڙ ـ ڦڦس ـ ڦوسو ـ ڦلهڙو. اها شيءِ جا اندران پوري هجي. ڪمزور ـ بي طاقت ـ بي همت.

● ڦيڦونڊو ع ڦيڦونڊا (ڪ): ذ. گهٽي هٿ سبب پيرن ۾ ٿيل ڪاٽ ـ ليڪ. ڦلٺو ـ چلٺو. ڦوڦينڊو ـ ڦوڪٺو.

● ڦيڪ ع ڦيڪون (ه): ث. ڪڏڙ يا لومڙ جو آواز ـ اولائي. دالهن ـ رڙ ـ ڪوڪ.

- ڦيڪ پوڻ: گهٽو وڻڻ ـ روڄ ڪرڻ.

- ڦيڪون ڪرڻ: لومڙيءَ جون اولايون ڪرڻ. رڙيون ڪرڻ. دالهون ڪرڻ.

● ڦيڪاري ع ڦيڪاريون: ث. جانور جو هڪ قسم ـ سياه گوش ـ لومڙي. خواري ـ رسوائي ـ بدنامي.

- ڦيڪاري لائڻ: بدنامي ڪرڻ. گهر گهر لائڻ ـ ڪرڪر ڪرڻ.

● ڦيڪترائو: اسم خاص. تعلقي واره ۽ تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڦيڪڻ (ت): ذ. ڦيڪاريءَ جانور جو آواز. رڍ جو آواز.

● ڦيگٺو ع ڦيگٺا: ذ. ڦوگٺو ـ ڦولهڙو ـ ڦولڙو ـ ٻولڙو ـ ليڏوڙو.

- ڦيگٺي ع ڦيگٺيون: ڦوگٺي ـ ڦولهڙي ـ ڦولڙي ـ ٻولڙي.

● ڦيل ع ڦيل (ل): ذ. وڏو ٿالهه ـ وڏي ٿانٽ ـ ڦماهه.

● ڦيلائڻ: مصدر. وڌائڻ. وسٿا ڪرڻ ـ وستارڻ ـ آهتار ڪرڻ ـ پکيڙڻ ـ پسارڻ ـ ڊگهو ڪرڻ ـ وکيڙڻ. ٽيڙڻ ـ کيڙڻ ـ کولڻ ـ کنڊيرڻ. شايع ڪرڻ ـ اشاعت ڪرڻ. ڦهلاءُ ڪرڻ ـ پرچار ڪرڻ. مشهور ڪرڻ ـ ڦهلائڻ.

- ڦيلاءُ ع ڦيلاءَ: ذ. صفت. پکيڙ ـ پسارو ـ پرڪاش ـ وستار ـ آهتار. گهل. اپاج ـ پيدائش. اشاعت ـ پرچار ـ پڌرائي ـ راساڙو ـ ڊيگهه ـ کهات ـ کاڌ ـ کهت ـ وڌاءُ. کيڙو ـ آڪاڙو. (کنين جو) ڦهلاءُ.

● ڦيلڻ: مصدر. پکڙڻ ـ ڦٿلجڻ ـ ڦهلجڻ. کنبڻ ـ کنبرڻ ـ پٽرڻ ـ وڇجڻ ـ فرش ٿيڻ. (کنب) کيڙڻ ـ ٽڙڻ. (سڙهه) کلڻ. وکهرڻ ـ آٽڻ. وڌجڻ. ڦهلڻ.

● ڦيلهو ع ڦيلها (ت): ذ. آلورو ـ خصيه ـ پيلو.

● ڦيليهي ع ڦيليهيون: ث. ٿانءُ جو هڪ قسم ـ ٺڪر جي ننڍي ٿانٽ ـ ڦيلهي.

- ڦيليهيءَ مان ڪيڏي ڇڏڻ: پيٽ مان ڪيڏي ڇڏڻ ـ ايات يا پراد ريءَ مان خارج ڪرڻ.

● ڦيلِي ۽ ڦيلِيُون (ت)؛ ث. ڦيلهي.
– ڦيلِيُون ڦيرَڻُ؛ نااميد ٿيڻ – مايوس ٿيڻ – مطلب پورو نه ٿيڻ – ناڪامياب ٿيڻ.

● ڦينٽو ۽ ڦينٽا: ذ. مٿي تي ٻڌڻ لاءِ لٽو – هٽڪو – پڳڙي – ڦڪڙي. پڳ – پاڳ – دستار.

"سوٺهين ڦو سردار جي مٿي ڦيٽي ڦل"
(احمد شاهه).

● ڦينڃهو ۽ ڦينڃها: ذ. چالبو – چينبو – چالکهو – چالبو. (ث. ڦينجهري ۽ ڦينجهريون).
– ڦينڃهو ڪَتَڻُ (ت): ڪوشش ڪرڻ – محنت ڪرڻ.

● ڦينڊَڪُ ۽ ڦينڊَڪَ (ت)؛ ذ. ٿلهو مٿو. حَشڪُ – سوپارو.

● ڦينڪاري ۽ ڦينڪاريون (ل): ث. جانور جو هڪ قسم – ڦڪاري – لومڙي. رڙ – دالهن – ڪُوڪَ.

● ڦينڪَڻُ؛ مصدر. آچلائڻ – ڪيرائڻ – ڦٽو ڪرڻ – ڇڏڻ – هيٺ ڪيرائڻ. هارڻ.

● ڦينگ ۽ ڦينگون: ث. ڇنڊو – ڦيهنگ.
– ڦينگون هڻڻ: ٽڪن ڇا ڇنڊا هڻڻ (ڳالهائڻ ۾).

● ڦينڱاڙي (ڪ)؛ ث. (آواز) جانور جي چيڪَ جو آواز.

● ڦينڱهارَ ۽ ڦينڱهارون؛ ث. (سينهن جي) ڦڙ ڦڙ – ٻُولڌ ٻُولڌ.

● ڦينڻَ ۽ ڦينڻون: ث. (سن. ڦيڻ > ڦيڻ) وات جو پاڻي – لعاب – گيگ – لَٻ – ٻِڪ. ٽُڪَ – ڦينڻي. بيهوشيءَ جي حالت ۾ وات مان نڪتل گجي – ڪف – ڪِڦ. جهڳهل پاڻيءَ تي ٿيل ڦوڦيندا – ڳاج – جهڳ – آڇ. سمنڊ جي لهرين سبب پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيل گجي. کير جي گجي – جهڳي – جهاڳ. صابڻ جي گجي.

● ڦينٽاهي ۽ ڦينٽاهيون؛ ث. پکيءَ جو هڪ قسم – پيڻ پکي.

● ڦينٽو ۽ ڦينٽا؛ ذ. (سن. ڦين). منتر – منڊ – لٽڪو – عمل. جهاڙ. ڦوڪارو (دعا جو) – ڇوڪارو – شوڪارو.
– ڦينٽو پڙهڻُ يا هڻڻُ: جهاڙ وجهڻ – جادو ڪرڻ.
– ڦيٽو ڇنڊو؛ ذ. منتر جنتر. ساڻ سؤڻ.

● ڦيهڻُ؛ مصدر. (سن. پِتلر = هلڻ > ڦهڻ) ڏڪ هٽي يا ڇپي اندريون کپ ڪيڻ. ڇٽڻ – ڇٽڻ – ڇلهڻ – ڇچرڻ – ڦسائڻ – ڦيهڻُ. پيڇڻ. ڪُٽڻُ – مار ڏيڻ – ڦيهه ڪيڻ – سٽڻُ – ڏاڪورڻ – سڙهڻ – سٽڪائڻ.
– ڦيهه ۽ ڦيهون؛ ث. چٽَ – چيپَ. دَٻاءُ. کهٽي مار – جاڳور – پيچَ. سيکت – سزا. ڏاڍي پيچَ ڪيڻ.
– ڦيهه ڪيڻُ؛ سخت مار ڏيڻُ – سخت سزا ڏيڻ.

● ڦيهي ۽ ڦيهيون (ڪ)؛ ث. پوک ۾ وبهي پکين هڪلڻ لاءِ ٺاهيل چنو – پهڻي – پيهو.

# ق

**ق**: ذ. (ع). سنڌي الف بي جو اٺيهون، عربيءَ جو ايڪيهون ۽ فارسيءَ جو چوويهون اکر، ابجد موجب عدد هڪ سئو (۱۰۰). سنڌس آچار "قاف".

● قَابَ: ذ. (ع). ڪمان جو اڌ حصو. ڪمان جي قبضي ۽ خاني جو وچون حصو - ڪمان جي موڙ کان گوشي تائين وارو حصو.

- قَابَ قَوسَين: ذ. ٻن ڪمانن جو مفاصلو. ٻن هٿن جو مفاصلو. نهايت ويجهو. محبوب جا ڀرون.

● قَابِضُ ۽ قَابِضَ: ذ. صفت. (ع. قَبَضَ = هن قبضو ڪيو) قبض ڪندڙ - قبضدار. ٻنڌش ڪندڙ. قابو جهليندڙ. قبضو ڪندڙ - هٿ هيٺ ڪندڙ. جمت وهائيندڙ - غالب ٿيندڙ. قبضي ڪرڻ وارو - قبضيدار. قبضي ڪندڙ - ڳرو (کاڌو) - دير هضم. زبردست.

● قَابُ قُرآنُ: ذ. آها چهه ڪُنڊي سولي يا چانديءَ جي دٻلي، جنهن ۾ قرآن شريف جو ننڍڙو نسخو وجهي بند ڪري تعويذ طور ٻڌجي.

● قَابِلُ ۽ قَابِلَ: ذ. (ع). اڳ ڄاڻ - دور انديش - هوشيار - تجربيڪار - عاقل - پڙ - پهچاڻ - حاذق - سماهت - رسيل - پورو - سالم - ڪامل - سڌ - مڪمل - پورن. جوڳو - لائق - مناسب - اهل. "قابل اعتماد، قابل اعتبار".

- قَابِلُ اِعتبارُ: ذ. صفت. اعتبار جهڙو - اعتبار جوڳو - معتبر.

- قَابِلِ اِعتِراضُ: ذ. صفت. اعتراض جوڳو - اعتراض وٺڻ جهڙو.

- قَابِلُ اِعتِمادُ: صفت. اعتبار جوڳو - اعتبار ڪرڻ جهڙو.

- قَابِلُ اِلتِفَات: صفت. ڌيان ڏيڻ جي لائق - قابل توجه.

- قَابِلِ تَسلِيمُ: صفت. قبول ڪرڻ جهڙو - مڃڻ جهڙو.

- قَابِلِ تَعرِيفُ: صفت. ساراهڻ جهڙو - ساراهه جوڳو.

- قَابِلِ سَزا: صفت. سزا جو لائق - سزاوار - ڏوهاري.

- قَابِلِ سَمَاعَتُ: صفت. ٻڌڻ جوڳو.

- قَابِلِ غَورُ: ذ. صفت. ڌيان ڏيڻ ۽ ويچارڻ جهڙو.

- قَابِلُ ڪَرَڻُ: هوشيار ڪرڻ - سمجهو ڪرڻ. لائق ڪرڻ - پورو ڪرڻ - مڪمل ڪرڻ. اهل ڪرڻ - جوڳو ڪرڻ.

- قَابِلُ ٿِيَڻُ: هوشيار ٿيڻ. لائق ٿيڻ - اهل ٿيڻ.

- قَابِلِيُ ۽ قَابِلِيُون: ث. قابليت - هوشياري - قابل ڪاري. لياقت - ڳڻائي - خوبي - خاصيت. آڃائي - آتمتا. ڳڻ - جوهر. فضيلت - آتر - شرف - فوقيت. ڪماليت - پورنتا - سماهتي - ڪمال - چيهڙ - سالمائي.

- قَابِلِيَتَ ۽ قَابِلِيتُون: ث. قابل هئڻ واري حالت - هوشياري - ڏاهپ. لياقت - لائقي - سليقيداري - تجربيڪاري - دانائي - حاذقي - سياڻپ. ڪماليت - پورنتا - سماهتي - ڪمال - چيهه - سالمائي - پورائي.

- قَابِلِيَتَ ڏيکارَڻُ: هوشياري ڏيکارڻ - لائقي ڏيکارڻ. ڳڻ ڏيکارڻ. ڪمال ڏيکارڻ.

● قَابُو ۽ قَابُو: ذ. (ترڪي). واله ڪائي - مهلت - فرصت - فراغت - وارڪائي. موقعو - وجهه - وقت - وارو - داءُ. زور - سگهه - طاقت - وس - پڄندي - قدرت - مقدور. حڪم - اختيار - چوڻ. (صفت). سوکهو - ڏاڍو - پڪو - مُستَحڪمُ - سخت - پختو - مضبوط - ٻلائتو - اچَلُ - برقرار - ڪُپ ڪوڙ. اُستُرُ - ڏيرجوان - ثابت قدم. جوپُ - سلامت - محفوظ - هٿيڪو - ٻنا سَنڌِ پُهَرَ - ٻنا جو ڪي -

بي ڪتڪو - بي نقصان - بي ضرر. (ظرف). و ڀجهو - اوري - نزديڪ.

= قابُو ڪَرَڻُ: وس ۾ ڪرڻ - اختيار ۾ رکڻ - مغلوب ڪرڻ - زير ڪرڻ - جهلڻ - قبضي ۾ ڪرڻ.

● قابِيُلُ: اسم خاص. (سرياني). حضرت آدم عليہ السلام جي پٽ ۽ هابيل جي ڀاءُ جو نالو (جنهن پنهنجي ڀيڻ اقيما جي حسد ۾ هابيل کي ماري وڌو ۽ خدا ۽ رسول جو نافرمان ٿيو).

● قاتِلُ ۽ قاتِلَ: ذ. صفت. (ع). قتل ڪندڙ - خوني - گهاتڪ - گهاتي - جلاد - موتمار - ماري - ماريندڙ - مُهلڪ. ڪهندڙ - هتيارو - هچارو - خون خوار - خونريز - ڪوس ڪندڙ - ڪاساٽي - بي رحم.

● قادِرُ ۽ قادِرَ: ذ. صفت. (ع). قدرت وارو - طاقت وارو - زوراور - شڪتيوان - طاقت رکندڙ. بلوان - جبرو - ٻلي - سگهارو - سگهاتو - سٽاٿو - طاقتمند - قوي - زور ڀريو - زوردار - ڦرارو - زبردست - ٻليارو - پراڪرمي - ٻچئيات - ٻهچ وارو - شهه زور. غالب - زبر - مختيار - وس رکندڙ - وس وارو. (اسم خاص). خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

- قادِرُ مُطْلَقُ: اسم خاص. خدا - ڏاڍو - سَرُوَ شڪتيوان. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

● قادِرَ پُوُرِ: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو. گهوٽڪي تعلقي ۾ هڪ ديهه ۽ شهر جو نالو.

● قادِرِيُ پِيُرُ: اسم خاص. شيخ عبدالقادر جيلاني جو لقب (قادري طريقي جو باني يا اڳواڻ).
"ڪر قادري پير، ڪرم مٿي ٻاڙيءَ پنهنجي"
(شاهه سر ڏ ناسري).

● قادَنُ: اسم خاص. (مخفف قاضن قادربخش، قادرڏنو وغيره جو) ماڻهو جو هڪ نالو.

● قارَبُ ۽ قارَبَ: ذ. قالب - ڪارب - سانچو. ڊؤل - گهاٽ - شڪل - نقشو - خاڪو. بوتو - نمونو - اهڃاڻ - نظير.

● قارُورُا: ذ. (ع). بيمار جي پيشاب وجهڻ جو شيشو، بيمار جو مُٽُ - پيشابُ.

● قارُونُ ۽ قارُونُ: ذ. صفت. ا. خرچ ڪندڙ - ڪنجوس - بخيل. (اسم خاص). حضرت موسيٰ عليہ السلام جي سوٽ جو نالو (هي تمام شاهوڪار هو، خدا تعاليٰ سندس دولت سميت حضرت موسيٰ عليہ السلام جي بي ادبيءَ ڪرڻ ڪري زمين ۾ غرق ڪري ڇڏيو).

= قارُونَ جو خَزانُو: ذ. تمام گهڻو خزانو - بي انت مايا - اٿاهه دولت.

= قارُونَ جو گَنْجُ: ذ. قارون جو خزانو.

= قارُونِيُ ۽ قارُونِيُ: ذ. صفت. دنيا گڏ ڪندڙ - ڪنجوس.

● قارِيُ: ذ. صفت. (ع). علم قرأت جو ڄاڻو. ٻانڪ پڙهندڙ. قرآن شريف کي صحيح مخرج سان پڙهندڙ.

● قازُ ۽ قازَ: ذ. (ف. بط) پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم (پاڻيءَ جي سيني پکين ۾ وڏو ۽ مٺو، رنگ سفيد، پاڻي ۾ تري ۽ ڪجهه اوچائي تائين اڏامي به سگهي) - شاهي هنجهه.

● قاسِمُ ۽ قاسِمِ: ذ. صفت. (ع). ورهائيندڙ - تقسيم ڪندڙ - حصا ڪندڙ. اسم خاص. ماڻهوءَ جو نالو. تعلقي سکر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قاسِمانِيُ: اسم خاص. هوتوائي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● قاسِمُ سُومِرُو: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قاشُقُ ۽ قاشُقَ: ذ. (ترڪي). چمچو - ڪاشقو.

● قاصائِيُ ۽ قاصائِيُ: ذ. (ع. قصاب) گوشت پائيندڙ يا وڪڻندڙ.

● قاصِدُ ۽ قاصِدَ: ذ. صفت. (ع. قَصَدَ = هن ارادو ڪيو) قصد ڪندڙ - ارادو ڪندڙ. پيغام پهچائيندڙ - سنيهو رسائيندڙ - لپاو پهچائيندڙ - ايلپو نبيندڙ - سنديهسو آڻيندڙ - چٺي رسان - پيغامي - پاراهي - رهبارو - ايلپائي - ٽپالي.

- قَاصِدائُو ج قَاصِدائَا؛ ذ. صفت. قاصد جو - قاصد وارو(ذ). قاصد کي ڏنل معاوضو - مزدوري.
- قَاصِدائِي ڪارَ ڪَرڻُ: ڊڪ ۽ ووڙ ڪرڻ.
- قَاصِدِي؛ ث. قاصد جو ڪم.

● قَاصِرُ؛ صفت. (ع). گهٽتائي ڪندڙ - ڪوتاهي ڪندڙ - قصور ڪندڙ. مجبور - لاچار - لاچار.

● قَاضِڪَي مَاڙِي: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● قَاضِي ج قَاضِي؛ ذ. صفت. (ع). فيصلو ڪندڙ - انصاف ڪندڙ - نبيرو ڪندڙ. جهيڙي جو فيصلو ڪندڙ. شريعت جو صاحب. عدالتي جج - منصف - نيائي. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.
- قَاضِي الْحَاجَات؛ ذ. صفت. حاجت روا ڪندڙ - حاجت دور ڪندڙ - مرادون پچائيندڙ (خدا تعاليٰ). رپيا - زَرُ - دولت - نقدي - پيسو - ڏوڪڙ (اصفهہ).
- قَاضِي الْقضات؛ ذ. قاضين جو قاضي - وڏو قاضي - منصف اعليٰ.
- قَاضِي مُفْتِي ٿِيڻُ؛ ڏوهہ مڙهڻ. حق يا ناحق سمجهڻ. خيال ڪرڻ.
- قَاضِي احْمَدُ: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ شهر ۽ ديهہ جو نالو.
- قَاضِي واهُ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
- قَاضِي واهڻ؛ اسم خاص. تعلقي کهونڪي ۽ تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● قاعِدو ج قاعِدا: ذ. (ع. قعد = هو ويٺو) بنياد - پاڙ - بناء - بيخ - بڻ. مئول - اصل. رسم - رواج - چال - چلت - روش. دستورالعمل - آئين - قانون - ضابطو. امر - حڪم - فرمان - آگيا. راڄ - صاحبي - حڪومت. رکو. طور - طريقو - ڍنگ - نمونو - ليمر - ريت - طرز. ترتيب - قرينو - ٺاهپ - سنوار. نماز ۾ وهڻ جي حالت - قعود - قعده. پارائو ڪتاب.
قَاعِدو ٻڌڻُ؛ قانون ٺاهڻ - لير ٺاهڻ - عمل ڪري ڇڏڻ - روزانو هيرڪرڻ. عادت ڪري ڇڏڻ.
- قَاعِدو جارِي ڪَرڻُ؛ قانون جاري ڪرڻ - حڪم احڪام جاري ڪرڻ.
- قَاعِدو ٻُڌهي ڪَنڌُ هيٺُ رَکَڻُ: حڪم نہ مڃڻ.
- قَاعِدِدان ج قَاعِدِدانَ: ذ. صفت. قاعدو ڄاڻندڙ - قاعدن ۾ ماهر - وڪيل.

● قَاعِذو ج قَاعِذا؛ ذ. (ع. قازه) گهوڙي کي قانون ۾ بهارڻ - ڏنل لغام جو هڪ نمونو (ل - قليچ).
- قَاعِدو ڏِيڻُ؛ گهوڙي کي لغام چاڙهڻ تہ ڪاڏو هضم ٿئيس (گهوڙي کي مڃائڻ لاءِ قاعدو ڏبو آهي.

● قَافُ ج قافَ؛ ذ. (ع). عربي الف ٻي جو ايڪيهون اکر. هڪ جبل جو نالو، ايشيا ڪوچڪ جي اتر ۾ ڪئيسپن سي ۽ اسود سمونڊن جي وچ واري جبل جو نالو. ڏونگر - چپر - پهاڙ - ڪوهہ - پربت.
"ڏونگر ڏسُ ڏکيءَ کي قاف نہ ڪو"
(شاهہ).
دنيا جي چوگرد آيل جبلن جي قطار، جا زمرد تي قائم آهي ۽ ان جي عڪس ڪري آسمان جو رنگ نيلو ٿيو آهي.
- قَافَئُون؛ ظرف. قافن مان - جبلن مان.
"قافئون ڪاهيندياس، موٽان تان ڪُرَ ميهڻون"
(شاهہ - سُر آبري).

● قَافِلو ج قَافِلا؛ ذ. (ع). سفر ڪان موٽندڙ گروهہ - مسافرن يا واپارين جي ٽولي - ڪاروان - سرواڻ - سات. زيارتون ڪندڙن جي ٽولي. سڳر - وڳر - ٽولو - جماعت. قطار (اُٺن جي). ڪشالو - ڪَنہ. (ن - ب).
- قَافِلا ڪَنِڻُ؛ ڏک ڏورڻ - سختيون سهڻ - تڪليف وٺڻ - ڪشالا ڪيڻ.

● قَافِيو ج قَافِيا؛ ذ. (ع). لغوي معنيٰ ۾ پٺيان هلندڙ. رديف کان اڳيون لفظ يا ٽڪَ (جو بدلبو رهي).

● قَاتِصِي٘ ≈ قَاتِصِيَ٘ (ت)؛ ذ. صفت. (ع. قصاب) بي رحم - بي قياس - سنگدل - ڪٺور. ظالم. جلاد.

● قَاقُم٘؛ ث. نهايت نرم ۽ اڇن وارن وارو منجاب جهڙو هڪ جانور (جنهن جي کل منجهان پوستين ٺهندا آهن).

● قَال٘ ≈ قَالَ؛ ذ. (ع). گفتگو - ڳالهه - ٻولهه - گفتار. چوَڪ - چوڻي. قول - مقولو - سخن. بحث - مباحثو - واد و واد. ڳالهائڻ (ل - ق). خداتعاليٰ جو قول يا ڪلام (ل - ق). (فعل). چيو - فرمايو - ارشاد ڪيو. جيئن "قَال الله تعاليٰ".

- قَال قِيل٘؛ ذ. گفتگو - ڳالهه ٻولهه. رد ڪد - بحث مباحثو. شڪ شبهو. چون چرا (سر معذوري - ڪر).

- قَالَ مَقَالَ؛ ث. ڳالهه ٻولهه. بحث مباحثو.

- قَالُو بَلىٰ؛ جملو. (ع). چيائون ته هائو (قرآن).

● قَالَب٘ ≈ قالَبَ: ذ. (ع). ڪنهن شيءِ ٺاهڻ جو سانچو - ڍانچو - ڪارب - قارب. سيرن وجهڻ جو اوزار. ڪورين جو هڪ اوزار - ڪاٺ جو ڦرهو (جنهن جي مٿان ڪڙا پربا آهن، جيئن سڀ ڪڙا انهيءَ ماپ جا ٿين). جتين ٺاهڻ لاءِ لوهه يا ڪاٺ جو ماپ بدن - جسم - بُت (ل - ق).

- قالِبَ مان٘ ڪَڍَڻ٘ (ت)؛ هڪ جهڙيون شيون تيار ڪرڻ.

● قالِبي٘؛ ث. عمدي فراسيءَ جو هڪ قسم - غاليچو - قالين. فرش وانگي وڇايل جبل (ن - ب). جبل (ل - ق).

● قَالِين٘ ≈ قَالِينَ؛ ذ. غاليچو.

● قَامَت ≈ قامَتُون٘: (ع. قوم = بيهڻ) بيهڪ - قد - ڏيل - هاڻي - جسم - بدن.

● قَانُبِير٘و٘؛ ذ. چالورن جو هڪ قسم. قنبو علائقي جا پيدا ٿيل چانور (پرمانند).

● قَانْدَارَڻِ ڪَکَر (ت)؛ ت. زهري جيت جو هڪ قسم - قنڌار جي ککر. وڏو ڏينيو.

● قَانِع٘؛ صفت. (ع). ٿوري تي صبر ڪندڙ. صابر. ٿوريءَ شيءِ مان پوراءُ ڪندڙ - قناعتي، ڪفايت ڪندڙ. صرفي سان خرچ ڪندڙ.

● قَانُو٘ن٘ ≈ قَانُو٘نَ: ذ. (ع). سرشتو - ريت - رواج - رسم - چال. ڪم ڪرڻ جو نمونو - ڍنگ - طرز - وڙ ڍي - طور. سرڪاري دستورالعمل - قاعدو - دستور - آئين - ضابطو - نيم - عمل. امر - فرمان - حڪم - آگيا. حڪومت - راڄ - صاحبي. ڏگهو. هرهڪ شيءِ جي اصليت - مادو - جڙ - بنياد - بنا - شروعات (آصفيه).

- قَانُو٘ن٘ دان٘ ≈ قانُو٘ن٘ دانَ؛ ذ. صفت. قاعدو ڄاڻندڙ - وڪيل. ماجسٽريٽ. مفتي. فقيهه - ڌرم شاستري.

- قانُو٘ن٘ گو٘: ذ. صفت. قاعدا قانون ٻڌائيندڙ ۽ سمجهائيندڙ.

- قانُو٘ني٘ ≈ قَانُو٘نِي٘؛ ذ. صفت. قاعدي جو - قاعدي وارو - قاعدي موجب - قاعدي مطابق - قانوناً - باقاعدي - اصول بٽالدر. حقي - روا - جائز - حقانتو - رِهندو. حق حلال جو - شرعي - حلال.

● قَاهِرو٘؛ اسم خاص (ع. قاهِرَه٘) مصر ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ - ڪيرو.

● قائِد٘؛ ذ. صفت. (ع. قاد٘؛ اڳواڻ ٿيو). فوج جو سردار - سپهه سالار. قوم جو رهبر. اڳواڻ - پيشوا - ليڊر.

- قائِدِ اَعْظَم٘: ذ. صفت. قوم جو وڏو رهبر - مهانيتا. (اسم خاص). پاڪستان جي پهرئين گورنر جنرل محمدعلي جناح کي قوم طرفان مليل لقب.

- قائِدِ مِلَّت٘؛ ذ. صفت. مسلم قوم جو اڳواڻ. (اسم خاص). مرحوم لياقت علي خان کي قوم جو ڏنل خطاب.

● قائِزو٘ ≈ قائِزا: ذ. (ع. قَائِزَه) لغام - لگام. گهوڙي کي سڌائي ۾ ٻهارڻ لاءِ لغام جون پچاڙيون پچ جي هيٺان ٻڌڻ يا هٿني ۾ ٻڌڻ جو نمونو (جيئن گهوڙو منهن ورائي نه سگهي). قاعدو. روڪ - بندش - رڪاوٽ - رنڊڪ (پرمانند).

- قائِزو٘ ڪَرَڻ٘؛ گهوڙي کي پوڇاڙو چاڙهڻ (جيئن هلڻ ۾ منهن نه ڦيرائي).

● قائِل٘ ≈ قَائِلَ: ذ. صفت. (ع. قال = هن ڳالهايو). چوندڙ - ٻوليندڙ - ڳالهائيندڙ پنهنجي خطا

جو اقرار ڪندڙ. قبول ڪندڙ - اقراري. تسليم ڪندڙ. هاڪار ڪائيندڙ.

- قائِلُ ٿِيڻُ: اعتراف ڪرڻ - قبول ڪرڻ - مڃڻ - تسليم ڪرڻ - معترف ٿيڻ.

● قَائِمُ: صفت. ظرف. (ع. قَامَ = هو بيٺو) ڪڙو ٿيندڙ - آپو ٿيندڙ - ٻهندڙ. ڪڙو ٿيل - آپو ٿيل - بيٺل. آپو - منثون - سڌو. هڪ هنڌ بيٺل - اَڻ ڏُرُ - اڏولُ - غير متحرڪ. ڪتل - ڪوڙيل - ايستاده - ڪُپ - ڪوڙ. هڪ ٺانئيڪو - هڪ ٺانئيڪو - ماڳائتو - هنڌائتو. برقرار. مستقل - مستحڪم. مقرر - محڪم - آچَلُ - امشر - آٽلُ. مضبوط - پڪو - ڏاڍو - سوکهو - قابو. هميش جو - هميشه رهندڙ - جاودان - اناري - ازلي و ابدي - لت. موجود. قايم.

- قائِمُ ٿِيڻُ: ڪڙو ٿيڻ - آپو ٿيڻ - بيهڻ. بنياد پوڻ - پيڙه پوڻ. مقرر ٿيڻ. رهڻ - بيهڻ. ڄمڻ - مُنْجَمِد ٿيڻ. مضبوط ٿيڻ. مستقل ٿيڻ.

- قَائِم رَکَڻُ: برقرار رکڻ - موجود رکڻ. سنڀالي رکڻ. محفوظ رکڻ. صحيح و سالم رکڻ.

- قَائِم رهَڻُ: بيهڻ. برقرار رهڻ - سلامت رهڻ. موجود رهڻ. مضبوط رهڻ - مستقل رهڻ - ثابت قدم رهڻ.

- قَائِم ڪَرَڻُ: بيهارڻ - ڪڙو ڪرڻ. آپو ڪرڻ. مقرر ڪرڻ - مستقل ڪرڻ. بنياد وجهڻ - پاڙ مضبوط ڪرڻ. ٺاهڻ - بنائڻ - تعمير ڪرڻ.

- قَائِمُ مَقَامُ: ذ. صفت. ٻئي جي جاء تي ڪم ڪندڙ - عيوضي - پرتيندي - آتر اڌ ڪاري. نائب سلطنت. مقرر ٿيل وارث.

● قائِمِي: ث. بيهڪ - ايستادگي. اسْتَرتا - استقامت - پائداري. ٽڪاءُ - قرار. پختائي - ڏاڍائي - مضبوطائي.

● قَائِمَ پُورُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَائِمَ ڪورَ: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَائِمُ گوپانگ: اسم خاص. تعلقي ميرو خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَامُ ٤ قايمُ: ذ. صفت. قائم.

- قَائِمُ اللَّيْلِ: ذ. صفت. هميشه رات جو جاڳندڙ - تهجد گذار.

● قَبَا ٤ قَبَائُون: ث. (ع). ڪوٽ جو هڪ قسم - ٻنا ٻيڙن اڳيان ڪليل ڊگهو ڪوٽ - چوغو - جامو. ڪپهه ايل ويڪرو ڪڙتو.

- قَبَائِي حَرِيرَ: پَٽَ جي قبا (د - واصف).

● قَبَاحَتَ ٤ قَبَاحَتُون: ث. (ع). بُرائي - خرابي - بدي - بڇڙائي - زشتي. اوڳڻ. نقص - عيب. ڏوهه - خطا - قصور - بڇان - نفرت - ڪراهت.

● قُبا شَهْدَاد: اسم خاص. تعلقي شهداد پور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَبالو ٤ قَبالا: ذ. (ع قَبَالَه) لغوي معنيٰ ۾ قبوليت - مڃتا - اقرار. اقرارنامو. قبوليت نامو. ملڪيت جي ثابتيءَ جو ڪاغذ - سَنَد ملڪيت - وڪري جو اقرارنامو - بيعنامو - ڪاپارو. دستاويز - قبض. عطا نامو (عهدي جو). پٽو (مقاطعي جو).

● قَبِيَالو: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَبائِل: ذ. (ع). قبيلي جو جمع. گروهه - جماعتون - فرقا - ٽوليون - جٿا. ڪٽنب - عيال.

- قَبائِلِي: ذ. صفت. قبيلي جو. پاڪستان جي صوبي سرحد جي قبائلي زمين جا رهاڪو.

● قَبَرَ ٤ قَبَرُون: ث. (ع). دفن ڪرڻ جي جاء - پورڻ جي جاء - تربت - گور - سمادَ - لوڙه - سماڌي - مدفن. مزار.

- قَبَرَ جي ڪَنْڌِيءَ تي هُجَڻُ: ڪُراڙو هجڻ - پيرو هجڻ - پيرسن هجڻ. مرڻ کي ويجهو هجڻ.

- قَبَرِسْتَانُ ٤ قَبَرِسْتَانَ: ذ. گورستان - شهر خموشان - مقام.

- قَبَرَ کَنِيءَ نَہ ڪَرَڻُ: مري وڃڻ جو قرض لاهڻ.

- قَبَرَ مَانُ آٿِيُ اچَڻُ: تمام ضعيف ٿي وڃڻ - سخت بيماريءَ مان شفا پائڻ.

● قَبْضُ ٤ قَبْضَ: ذ. (ع). هٿ مان ڪنهن شيءِ کي قابو جهلڻ جي حالت - پڪڙ - جَهلَ -

ڪرفتگي – بندش – ٻَڌِ. لکيل قبوليت – لکيل ٿِچ – لکيل رسيد. ٻرامسري نوٽ – هنڊي – ٻرتگياٽر. دستاويز – قبالو – ڪاٻارو – ڪٻاڙو – قبوليت نامو – بيعنامو.

– قَبْضُ ڪَرَڻُ: اڙ ڪرڻ – بندش ڪرڻ – ٻَڌِ ڪرڻ. پڪڙڻ – سوکهو جهلڻ. ٽورو خلاصو نه اچڻ. ٽوري ۾ ٻجهڙڪ ٿيڻ.

– قَبْضُ ڪُشا ۽ قَبْضُ ڪُشا؛ ذ. صفت. قبضي ٽوڙيندڙ – ٻانخانو آڻيندڙ (هاڪو جُلاب).

● قَبْضو ۽ قَبْضا؛ ذ. (ع. قبضَه) ڪنهن شيء کي جهلڻ لاء هٿ وجهڻ جو هنڌ – دستو – هٿيو – مُٺيو – مُٺ – ڳن (ترار جو). ڪمان جو هٿيو يا مُٺ (ل – ق). دخل – ڪڙ – اختيار – دکو – مالڪي – متصرفي – قبضيداري. ملڪ – ملڪيت – هٿڻ – مالڪائو. درن جي طاقن کي مضبوط ڪندڙ لوهه جو ٽڪر.

– قَبْضو ڪَرَڻُ: دخل ڪرڻ. تصرف ۾ آڻڻ – خرچ ڪرڻ. حق ثابت ڪرڻ – چيني وٺڻ – مالڪ بنجڻ.

– قَبِضي ۽ قَبْضي > قَبِضيون؛ ث. قابضو – قبضو – قبضي داري.

– قَبضيدار ۽ قَبِضيدار: ذ. صفت. قبضي وارو – قبضو ڪيل – هٿ ڪيل. وٺيل. مالڪ.

– قَبْضيداري؛ ث. قبضي ڪوڻ جو حق – واسطيداري – مالڪائي جا حق – متصرفي – مالڪي. جائز حق.

– قَبْضي ۾ رَهَڻُ؛ قابو ۾ رهڻ – وس ۾ رهڻ. چٺي ۾ رهڻ.

● قَبْضي ۽ قَبضيون؛ ث. ٻاخالي نه اچڻ جي حالت – ٻجهڙڪ – ٽوري ۾ بندش.

– قَبْضيت؛ ث. قبضي.

● قَبْلُ: ظرف. (ع). اڳرين – اڳرياڻين – اول – اڳ ٻيش – ٻيشتر.

– قَبْلَهُ: ظرف. انهي جي اڳيان (ل – ق).

● قِبْلو (قِبْلَه) ۽ قِبْلا (قِبْلَه): ذ. سامهين شي – اڳيان واري شي. ڪعبي جو طرف (اهو طرف جيڏانهن منهن ڪري نماز پڙهجي). ڪعبة الله. ٻاسو – طرف (ل – ق). ذ. صفت. رستو ڏيکاريندڙ – رهبري ڪندڙ – سونهپ ڪندڙ. (ذ). بادشاهن يا وڏن ماڻهن لاء عزت جو لفظ. والد.

– قِبْلَه عالَمُ؛ ذ. عزت جو هڪ لقب.

– قِبْله گاه؛ ذ. قبلي جي بجاء – والد ماجد – ابا – پتا. پيء يا مرشد کي ڏنل عزت وارو لقب.

– قِبْلَه نُما؛ ذ. قبلو يا طرف ڏيکاريندڙ اوزار – ڪمپاس – قطب نما – پرڪار (خلاصين جو).

– قِبْلي سامُهون ٿيڻُ؛ ڪعبة الله جي سامهون منهن ڪرڻ. پيءُ جي هٿڪ ڪرڻ.

● قَبو (ت)؛ ذ. پرت جو هڪ قسم.

● قُبو ۽ قُبا؛ ذ. (ع). قبر مٿان اڏيل گول عمارت – گنبذ. روضو – سمانڌ – مقبرو. (ث. قُبي ۽ قُبيون).

– قُبو آڏائي وِهَڻُ؛ سدائين جيئرو رهڻ.

● قُبُورُ؛ ذ. (ع). قبر جو جمع – قبرون. پستول جي چم وارو کوکو (آصفيه).

● قُبو قلندَرُ؛ اسم خاص. تعلقي جوهي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَبولائي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● قَبُول پُورِ؛ اسم خاص. تعلقي گوني ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قبُول پُورِ جاگيرَ: اسم خاص. تعلقي گولي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَبُولَڻُ: مصدر. مڃڻ – قبول ڪرڻ – هان ڪرڻ – منظور ڪرڻ – اقرار ڪرڻ – قبوليت ڪرڻ – ميڃتا ڪرڻ – ريهڻ. پسند ڪرڻ.

– قُبُولُ؛ ظرف. تسليم – منظور – پسند – بحال. خوش – راضي – خواهان – رضامند – تيار.

– قَبُولُ ڪَرَڻُ: منظور ڪرڻ. پسند ڪرڻ – مڃڻ.

– قَبُولي ۽ قَبُوليون: ث. هارين جي اصطلاح ۾ سرڪار کان پوک لاء ڪٽ ڪيل زمين. ليس مني پيارڻ بعد ذاتي ملڪيت تي مليل خاص موڪل واري زمين. ۽ قبولي: صفت اجازت ڏنل. "قبولي زمين = اجازت ڏنل زمين".

- قَبُولِيَتَ ۽ قَبُولِيَتُون: ث. ٿاهه - ميل (لڪيت ۾). اقرار - ٻول - قول - وعدو - ڏت پت. اقرار نامو - عهد نامو - راضي نامو - دستاويز - اجابت دعا - نڪاح جي وقت دعا پڙهڻ جي قبوليت.

● قُبِي ۽ قُبِيُون: ث (ع). قبي جي مؤنث. ننڍو مقبره - ڏيوري - سماڌي. (اسم خاص). تعلقي ڪوٽڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- قَبُولو: اسم خاص. تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَبِيحُ: ذ. صفت. (ع. قَبَحَ = ٻچڙو ٿيو) ڪوجهو - بد زيبو - بد صورت - ڪُجَتُ - روپ هيڻ - چِٻِيلو - دوڙ موڙ - ڪُروپ - بدشڪل - بدلماء - نازيبا - نامناسب. ڪِنو - خراب - بَد - ٻُچڙو - نفرت انگيز - قابل شرم - ملامتي - آڳاڙو - ناشائستو.

● قَبِيلو ۽ قَبِيلا؛ ذ. (ع. قَبِيلَهُ) گروه - ٽولي - جماعت. ڪنهن قوم جو هڪ حصو - فرقو. هڪڙي ڏاڏي جو اولاد - هڪڙي ڏاڏي جو ٻچ (ل). خاندان - گهراڻو - نسل - ڪُل - ٻَنُ - ولس. گهر ٻار - آل اولاد - پروارُ - آڪهه - عيال - ڳپور - ٽبر. زال - جوءِ - گهر واري - ٻچني - استري - ولي - اهليه.

- قَبِيلِيدارُ ۽ قَبِيلدارَ: ذ. صفت. ڪٽنب وارو - خاندان وارو - گهر ٻار وارو.

● قُبو ۽ قُبَا؛ ذ. (ع. قُبَهُ) قبو.

● قِتال ۽ قِتالَ: ذ. (ع). جنگ - جدال - لڙائي - خونريزي - جنڱ - ويڙهه - قتل عام - ڪشت و خون.

● قَتلُ؛ ذ. (ع. قَتَلَ = هَڻَ ڪُٺو) تلوار يا ٻي ڪنهن تکي اوزار سان مارڻ واري حالت - ڪوس - گهات - خون. هلاڪت - خونريزي - ڳاهه - ڪُسَ - جيئُوَ هَچا - ڪيِسُ.

- قَتلام ۽ قَتلامَ؛ ذ. (ع. قَتلُ + عام) خُون - ڪُهه - ڪوسُ - گهات - قتل.

- قَتلُ ڪَرَڻُ؛ ڪُهڻ - خون ڪرڻ - گهات ڪرڻ - ذبح ڪرڻ - ماري وجهڻ - مارڻ - رتوڇاڻ ڪرڻ - هچا ڪرڻ - ڪيسُ ڪرڻ. ٻانڻ - سِيرَ وَهائڻ - سِير وجهڻ - حلال ڪرڻ - ليڙي ڪَپڻ (ماڻهوءَ جي).

- قَتلُ عامُ: ذ. بنا امتياز جي هر خاص و عام کي ماري وجهڻ جي حالت - عام ڪوس - خونريزي - رتوڇاڻ.

- قَتلُ عامُ ڪَرَڻُ؛ عوام الناس جو خُون وهائڻ - عام ماڻهن کي بنا امتياز ماري وجهڻ جو حڪم ڏيڻ (جهڙيءَ طرح حملي آور ڪندا آهن).

● قَتِيلُ: ذ. صفت. قتل ٿيل - ڪُٺل - مقتول - ڪُشتہ - ماريل - مُئل.

● قَحبَهُ: ث. (ع). خراب عورت - بدچال عورت. ڪُراڙي زال.

● قَحطُ ۽ قَحطَ: ذ. (ع. قَحَطَ = هو ڏڪار وارو ٿيو) برسات نہ پوڻ ڪري، انُ مهانگي ٿيڻ جي حالت - انُ جي اڻاٺ. برسات نہ وسڻ جي حالت - اوسَر - خُشڪ سالي. ڏُڪار - ڏُڪر - ڪالُ. مهانگائي - گراني. ڪَمي - اڻاٺ.

- قَحطَ پَوَڻُ؛ ڏُڪار پوڻ - مهانگائي ٿيڻ.

- قَحطُ زَدَهُ؛ ذ. صفت. ڏُڪار جو ماريل - ڏُڪاري - ٻُکيو - پِينگيو - ڪنگال.

- قَحطُ سالِي ۽ قَحطُ ساليُون؛ ث. ڏڪار - ڏُڪر - ڪال.

● قَدُ ۽ قَدَ؛ ذ. (ع). بدن جي ڊگهائي - جسم جي لنبائي. قامت - ڏيِلُ - اوڙ - هائي - هائي. بدن جي بيهڪ. اوچائي - مٿاهين - بلندي - آتاهين. آڪار - مقدار. ماپ - ڪاڇو - ماپو - ماڻ. بنا ڪنهن سبب جي بحث - تڪرار - مُناظرو - خرخسو - مباحثو - ٻرماڻ - دليل بازي. رد ڪَدُ - هوڏ - هَٺُ.

- قَداوَرُ ۽ قَداوَرَ؛ ذ. صفت. وڏي قد وارو - ڊگهي قد وارو - ڊگهي هائيءَ وارو - لمبو - ڊگهو - ڊگهر - ٽسينگ - ڊِگهُ - ٽينگو - ٽُنُ - ڏَگهُ.

- قَدُ ٻَڌَڻُ: هوڏ ٻڌڻ. بحث ڪرڻ. سينو ساهڻ - حُجت هلائڻ - سرڪشي ڪرڻ.

”قَد ٻڌي تون ڪين، ٻچند ۽ ٻُنهونءَ سين“
(شاهه - سُر آبري).

- قَدُ وَ قامَتَ ؛ ث. قد - ڊيل - اوپڙ. جسم جي بيهڪ - بدن جي بناوت.
- قدامُ ۽ قدامَ ؛ ذ. (ع). باد شاهه. سردار. بزرگ. هميشگي. جهوناڻي (ل - ق). قدم - پرالڪهون (ل - ق).
● قُدامُ ؛ ذ. صفت. (ع). ديرينه - ڪهنو. (ذ). پيشاني - لـراڙ (سر معذوري - ڪر).
● قدامَتَ ۽ قدامتون ؛ ث. (ع). ڪـذريل وقت - اڳـوڻـو وقت - اڳيون زمانو - جهوناڻي - ديريناڻي - پراچينتا. پيداڻي - پوڙهائي - ڪـراڙائي - جهـورائي. پـراڻائي - ڪهناڻي - پـٽاڻي.
● قدحُ ۽ قدَحَ ؛ ذ. (ع). وڏو پيالو - جام - ساغر - پيمالو. وڏو وڏـو - جنگو (ل). ڏاپـورو - ڏاپر.
● قدرُ ۽ قدَرَ : ذ. (ع. قدَرَ = هو طاقت ور هو) طاقت - توانائي - قدرت - پڄندي. قضا - تقدير (ل - ق). ڪنهن شيء جو وزن - انداز - مقدار. مـله - قيمت - بها - اگهه - ملهه - لياقت - ڳڻ - لائقي. ڪـل - جوهر - خوبي. درجو - رتبو - پدوي. مان - عزت - آبرو. لحاظ - خيال. پاڳو - انس - لـڪر. جزو. پاڳ - ڪانڌ. حصو - ڀـڱو.
- قدرُ وارو ۽ قدرُ وارا ؛ ذ. صفت. قدر وارو - قدر ڪندڙ. ٻئي جو قدر سڃاڻندڙ. ٻئي کي عزت ڏيندڙ. لائق - جوڳو - جوڳائتو - جوڳ - واجب. وڙائتو - لائقن پريو - ڳڻونت - روڙو - الائتو - شايان. معقول - مناسب - واجب - آڇيت. (ظرف). لائقي سان - جوڳي ريت - بخوبي. شاڪر. احسانمند - شڪر گذار. شڪرمند - مشڪور - ممنون.
- قدرُ دانُ ۽ قدرُ دانَ ؛ صفت. قدر ڪندڙ - قدر وارو. قدرشناس - قدر سڃاڻندڙ. قدر ڄاڻندڙ. مان ڏيندڙ. قيمت ڄاڻندڙ. ٻئي جي هنر ڄاڻندڙ. جوهر شناس.
- قدرُ داني ۽ قدرُ دانيون : ث. قدر سڃاڻڻ واري حالت. قدر شناسي. جوهر شناسي.
- قدرُ دانيُ ڪرڻُ ؛ هنر سبب عزت بخشڻ. جوهر سبب رتبو بخشڻ. هنر جو داد ڏيڻ.
- قدرَ سارُو ؛ ظرف. سراسري - معتدل - پاڳيرو - پاڳائتو - حصي روءِ - ٿوري انداز ۾ - قدري - رواجي.
- قدرَ سارُو ؛ ظرف. سراسري - معتدل - پاڳيرو - پاڳائتو - ٿوري انداز ۾ - قدري - رواجي.
- قدرُ ڪرڻُ ؛ عزت ڪرڻ. ڳڻ ڳائڻ.
- قدرُ شناسَ : ذ. صفت. قدر سڃاڻندڙ. قدر ڪندڙ.
- قدري : ظرف. حصي ۾ - پاڳي ۾ - ٿڪي ۾ - قدر سارو. ٿورو گهٽ - قليل - ڪجهه ڪجهه.
- قدرَت ۽ قدرتون : ث. (ع. قدر = هو طاقت ور هو) الاهي طاقت - خدائي قوت - طاقت - سمرٿي - توانائي - زور - شڪتي - قوت - سگهه - حوصلو - ٻـل - وت - زور - توفيق. وس - پهچ - پڄندي - دسترس - وسعت. دکو - اختياري - هلندي. شان باري - عظمت الاهي - شان الاهي. خدا جي ڪاريگري. رچنا - اتپتي - جوڙ - دنيا - پيدايش - ڪائنات - عالم - خلقت - سارو جهان - ورس - ترلوڪ - سرشٽي - جڳت - وشو - برهمانڊ - سرشٽي - سنسار. فطرت.
- قدرَتي ۽ قدرتي ؛ صفت. قدرت جو - الاهي - خدائي - رحماني - ايشوري. نهايت عمدو - افضل - برتر - اعليٰ - مٿاهون. سڀاويڪ - فطرتي - طبعي - سهج - پراڪرت - ذاتي - خلقي - اصلي.
● قدسُ ؛ صفت. (ع). متبرڪ - پاڪ - پوتر - مقدس - اطهر.
- قدسي ؛ صفت. پاڪ - پاڪيزو - متبرڪ - پوتر - اطهر.
● قدمُ ۽ قدمَ : ذ. (ع. قدَمَ = هو اڳيان ويو) پنڌ ۾ ٻنهي پيرن جي وچ وارو مفاصلو - ٻ وکون. پرانگهه - پرانگ - پلانگهه. پير - پٻ - چرن. پير جو نشان - چالـو - گام - رفتار. پنڌ - تـور - روش - هلڻي - چلڻي. گهوڙي جي پنڌ جو هڪ قسم. چالو منزل جو راهي وارو هنڌ.
- قدمَ آڪڙڻ : پير آڪڙڻ. شڪست کائڻ. ياڄ کائڻ.
- قدم بَرُ قدمُ هلَڻُ : نقش قدم تي هلڻ - پيروي ڪرڻ - ڪنهن جي اصولن موجب هلڻ - تقليد ڪرڻ.

- قَدَمُ بوسِيءُ ۽ قَدَمُ بوسِيُونُ ؛ ث. پيرن چمڻ جي حالت - پيرچُمِ (ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي) - پاٻوسي. نوڙت. ڏنڀوت - پرنام. ڪُورنش.
- قَدَمُ بوسِيءُ ڪَرَڻُ ؛ پيرين پَوَڻ - پير چمڻ. بندگي ڪرڻ.
- قَدَمَ چُمَڻُ : پير چمڻ - پيرين پوڻ.
- قَدَمَ رَکَڻُ ؛ پير رکڻ - پير ڌرڻ.
- قَدَمُ رَنُجَ فَرَمائِڻُ : (ڪنهن جي گهر تائين) وڃڻ جي تڪليف ڪرڻ - تشريف آڻڻ - مهرباني ڪري اچڻ.
- قَدَمُ ڪَڍَڻُ : ڪو رستو يا طريقو اختيار ڪرڻ.
- قَدَمُ ڳَرو ٿِيَڻُ ؛ ڪنهن شخص جي لحوست جو بڇڙي تي اثر پوڻ.
- قَدَمُ هَلَڻُ ؛ هلڻ - پنڌ ڪرڻ. گهمڻ - ٿُرڻ - ڦرڻ - جنگهون ساهڻ - گهمڻ گهتڻ - تورو ڦرڻ - تَهلَڻُ. قدم رنج فرمائڻ. هلڻ چالڻ - وَرتڻ - رَوَش وٺڻ. وڪون پَرَي هلڻ. پيرانگهن تي هلڻ. تور هلڻ (گهوڙي جو).

● قُدُورِيءُ ؛ اسم خاص. شريعت جي احڪامن جو هڪ ڪتاب (هن جو اصلي نالو مختصر قدوري آهي، اختصار سبب قدوري سڏجي ٿو).

● قُدُّوسُ ؛ صفت. (ع). تمام پاڪ. (اسم خاص). خدا جي صفاتي نالن مان هڪ نالو.

● قَدِيرُ ۽ قَدِيرَ : ذ. صفت. (ع. قدر) قدرت وارو - صاحب قدرت - قادر - طاقت وارو - سگهارو - سگهائتو - ستائو - ڦوردار - زور پريو - ڦرارو - زبردست - پلوان - سراڪرمي - جبرو - سُجئيات - هچ وارو - شهه زور - بَلي - پليارو - دلير - پهلوان. (اسم خاص). الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو - قادر مطلق - سرٌو شڪتيوان.

● قَدِيمُ ؛ صفت. (ع. قدم = هو اڳي ٿيو) اڳئين زماني جو - آڳاٽو - اڳيون - اڳوڻو - ديرينو - پُراڻو - پراچين. جهونو - پٽو - ڪهنو. ازلي. آبائي - موروثي - جَدي - ابءُ ڏاڏي جو. (اسم خاص). الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.
- قَدِيمِي : صفت. هميشه جو. پراڻو - مدامي.

● قَرابَتَ ۽ قَرابَتُونُ ؛ ث. (ع. قَرَبَ = هو ويجهو ٿيو) ويجهي ٿيڻ جي حالت - ويجهڙائي - ويجهائي - لزديڪي - قربت. رشتيداري - مائٽي - عزازت. لاڳاپو - ناتو.

● قَرابَتِي : ذ. صفت. ويجهو - لزديڪ. رشتي جو - ناتي جو. عزيز - مٽ مائٽ - رشتيدار.

● قَرابو ۽ قَرابا : ذ. شراب لاءِ وڏي شيشي جي بوتل (پرمانند).

● قَرابِيِنُ ۽ قَرابِيِنَ : ذ. بندوق جو هڪ قسم - ننڍي بندوق.

● قِرأت ۽ قِرائِتُونُ ؛ ث. (ع). پڙهڻ جو ڪرَ - پڙهڻي - پڙهائي. پڙهڻ ۾ اکرن جا اچار صحيح لمولي سان پڙهڻ جي حالت.

● قرارُ ؛ ذ. (ع. قَرَ = فرحت ڪرڻ) بيهڪ - ٺهر - سُڪون - قيام. ٺانهر - ٺاهوچ - صبر - تحمل. آرام - فرحت - وسرام - چَين. آسائش. ساهي - فرصت. ڊاپو - ليڪائو. سُک - آسودگي. آسودائي. انجام - ٻول - قول - وعدو - اقرار - وچن - شرط - پرتگيا - پَرڻ - سخن. ناهه - ميل. چيهه - ڏنگ - آخر - انتها - پڇاڙي. (ذ. صفت). زور وارو - ڪَراڙو - زبردست - غالب (ل - ق).
- قَرارُ اچَڻُ ؛ آرام اچڻ - ماٺ اچڻ - صبر اچڻ - تحمل اچڻ - اطمينان اچڻ.
- قَرارجَڻُ : مصدر. آرام ڪرڻ - قرار ڪرڻ.
- قَرارُدادُ ۽ قَرارُدادوُنُ ؛ ث. عهد پيمان - وعدو - قول - قرار - اقرار - انجام - وچن. سُنهن - ساک. شرط - هوڏ. فيصلو - نبيرو. تجويز. ناهه - پرچاءُ - پرچائي - صلح - صلحنامو - معاهدو.
- قَرارُ ڏِيَڻُ : انجام ڏيڻ - اقرار ڪرڻ - وعدو ڪرڻ - عهد ڪرڻ.
- قَرارُ ڪَرَڻُ ؛ آرام ڪرڻ - فرحت وٺڻ - راحت ڪرڻ - درد ٽارڻ. ويهڻ - وِهڻ - ساهي کڻڻ. اقرار ڪرڻ - انجام ڪرڻ - عهد ڪرڻ. جاءِ ضرور وڃڻ - قضا حاجت ڪرڻ - ڪاڪوس جي خيال ڪاڻ وڃڻ.

- قَرارو ۽ قَرارا: ذ. صفت. ظرف. سُک سان۔ سهولت سان۔ فرحت ۾۔ آرامي ۔ قراري. مضبوط۔ جاڏو ۔ جبرو۔ ڀلارو۔ ڀَلِي۔ ڀَرُ ڀَلُ۔ ڪَراڙو۔ ڪَڙاڪڙي۔ سگهارو۔ سگهو۔ سَتُرو۔ سگهائتو۔ سَپَرُ۔ زورائتو۔ سگهتو۔ زور ڀريو۔ قُوتي۔ سگهتي۔ ستائبو۔ توانو۔ ستاڻو۔ زبردست۔ پراڪرمي۔ ڀڄيات۔ ڀڄ وارو۔ ڀڄ وار۔ شه زور. پڪو۔ پختو۔ ڏاڍو۔ قابو۔ سوگهو۔ اچَل۔ برقرار۔ ڪُپ ڪوڙ. استَرُ۔ ثابت قدم.

- قَرارو ٿيَڻُ: آرامي ٿيڻ۔ قرار وٺڻ. رهڻ. مهمان ٿيڻ. آسائش وٺڻ.

- قَرارُ وَٺَڻُ: حمل جو قائم ٿيڻ۔ حمل ويهڻ.

- قَراري ۽ قَرارِي: صفت. آرامي۔ آسائشي۔ وسرامي۔ سُکي۔ فرحتي۔ آسائشو۔ وسانهون۔ وهُرو۔ جاهائتو۔ ٿاليڪو. ثابت قدمي۔ پڪائي۔ اچلتا۔ پختائي۔ ڌيرج. قرارو. (ث). سهولت۔ سهنجائي. فرحت۔ آرام۔ قرار۔ سُک. سانت۔ ماٺ۔ آرام۔ سانتيڪائي۔ چُپ۔ خاموشي۔ ٿانهر۔ فرحت۔ چپ چپات.

● قَرارَڻُ: مصدر. (ع. قَرار>قَرّ) آرامي ٿيڻ

"مون کي ڏَنءِ ڏيئي وڃي ڍولو ڍِتَ قَرارئو"

(سر مومل راڻو۔ ڪر۔ شاهه)

● قُرآنُ: اسم خاص. (ع). مسلمانن جو پاڪ مذهبي ڪتاب۔ حضرت محمد رسول الله صلعم جن تي الله تعاليٰ طرفان نازل ٿيل ڪتاب۔ ڪلام الله۔ فرقان مجيد. (هن ۾ ١١٤ سورتون، ٦٦٦٦ آيتون، ٥٤٠ رڪوع آهن ۽ هڪ هزار مثال، هڪ هزار وعدا، هڪ هزار سزائون، هڪ هزار حڪم ۽ هڪ هزار منع ناما آهن. باقي پنج سؤ آيتون حلال ۽ حرام بابت، هڪ سؤ دعائون آهن).

- قُرآن بخشائڻ: قران پڙهڻ جي عيوض ڪجهه مُلي کي ڏيڻ. قران شريف پڙهي ان جو فوتيءَ کي بخشڻ.

- قُرآن تي هَٿُ رَکَڻُ: قرآن شريف هٿ ۾ کڻي يا جهلي قسم کڻڻ.

- قُرآن پَڙهَڻُ: ڪلام الله جي تلاوت ڪرڻ. قرآن مجيد پڙهي ڪنهن مُئل جي روح کي ثواب بخشڻ.

- قُرآن جو سُنُهَنُ: قرآن شريف جو قسم.

- قُرآن شَرِيفُ شَرُطُ ڪَرَڻُ (ت): قرآن بخشائڻ.

- قُرآنُ کَڻائِڻُ: قرآن مجيد کڻائڻ۔ قسم کڻائڻ.

- قُرآن کَڻَڻُ: قسم کڻڻ۔ قرآن مجيد هٿ ۾ جهلي قسم کڻڻ.

- قرآن مجيد: اسم خاص. قرآن شريف.

- قُرآني ۽ قرآنِي: ذ. صفت. قرآن وارو۔ قرآن جو. قرآن جا ڪوڙا قسم کڻندڙ۔ ڪوڙو.

● قُرْبُ ۽ قُرْبَ: ذ. (ع. قَرَبَ = هو ويجهو هو). ويجهڙائي۔ نزديڪي۔ ويجهي ٿيڻ جي حالت.

"ڪسرت آهي قرب ۾ ادغام ۾ اعراب"

(سر سهڻي۔ شاهه).

پيار۔ پريت۔ نينهن۔ موهه۔ محبت. عزت جو برتاءُ۔ تعظيم۔ مانُ۔ سُهت. سنهن لڳي۔ اچ وڃ۔ سُپَنُدُ۔ ناتو۔ رشتو. پسندي جهڙو ڪم (ل۔ ق). عادت (ل۔ ق).

- قُرْبَا: ظرف. قرب ۾۔ محبت ۾ (ل۔ ق). قربدار.

- قُرْبائِتو ۽ قُرْبائِتا: ذ. صفت. ظرف. قرب وارو. قرب ڏيندڙ۔ قرب ڪندڙ۔ پيار ڪندڙ۔ محبتي. پيارو۔ محب.

- قُرْبَتَ ۽ قُرْبَتُون: ث. ويجهڙائي۔ نزديڪي. رشتو۔ قرابت. قرب۔ پيار۔ محبت.

"ڪٿي قربت ڪمال جي ڪٿي لال لبيس"

(راڻن شاهه).

- قُرْبُدارُ ۽ قُرْبُدارَ: ذ. صفت. قرب يا محبت سان ڀريل. پيار ڪندڙ۔ محبتي۔ پريمي۔ قربائتو۔ قرب وارو. پيارو.

- قُرب ڪاري ۽ قُرب ڪارِيُون (ل): ث. قربداري۔ اثرائتي محبت۔ پوري پوري محبت.

"امين سند و عشق سالم صحيح،

ڪيئن ڪرڻ قرب ڪاري غلط"

(فاضل شاهه).

- قُرْبُ ڪُهَڻُ: لاتو لوڙڻ. يارِي ڇنڻ- دوستيءَ کان باز اچڻ.
- قُرْبُ ڪَرَڻُ: پيار ڪرڻ. دوستي رکڻ. احسان ڪرڻ- مهرباني ڪرڻ- تورو ڪرڻ.
- قُرْبَنُ پَرْيو ۽ قُرْبَنُ پَرِيَا: ذ. صفت. قرباڻتو- قرب ولد.
- قُرْبُ وَنَڻُ: محبت ونڊڻ.
- قُرْبِ وَنُدُ ۽ قُرْبِ وَنْدَ: ذ. صفت. قرب وارو- قرباڻتو. معشوق- پريتم- محبوب- دلدار- پيارو.
- قُرِبِيَتَ: ث. قرب- پيار- پريت- موه- چاهت- محبت.

● قُرْبَانُ ۽ قُرْبَانَ: ذ: خدا کي نزديڪ ٿيڻ لاءِ خدا جي راهه ۾ صدقي ٿيڻ واري حالت- گهور- ٻلهار- فدا- نثار. قرباني- ٻلدان- صدقو- ميڻ- ٻَلِ- ٻَلي- خيرات- ڀيٽ. لفذرانو- پيتا- دان- ڏن. هرج- نقصان (پرمانند).
- قُرْبَان ٿِيَڻُ: صدقي وڃڻ- نثار ٿيڻ- گهوري وڃڻ- ٻلهار ٿيڻ.
- قُرْبَان گاهُ ۽ قُرْبَان گاهُونُ > قُرْبان گاهَ: ث. ذ. قربانيءَ جي جاءِ- صدقي جي جاءِ- ٻل چاڙهڻ واري جڳهه- اڏي- مذبح- مقتل.
- قُرْبَانُ وَڃَڻُ: ڪنهن جي لاءِ پنهنجي حياتي ڏيڻ لاءِ تيار رهڻ. صدقو ٿيڻ- ٻلدان ٿيڻ- فدا ٿيڻ- جان نثار ڪرڻ- نثار وڃڻ- قربان وڃڻ- ٻلهار ٿيڻ- ٻل چڙهڻ.
- قُرْبَانِيُ ۽ قُرْبَانِيُونُ: ث. صدقو- ٻلدان- مينڊ- ٻلِ- ڀيٽ- گهور- ٻلهار. قتل- ذبح- حلال. عيدالضحيٰ تي جانورن جي قرباني ۾ ڪوس. لذرانو- پيتا. خيرات- دان.
- قُرْبَانِي ڪَرَڻُ: خدا جي راهه ۾ حلال شيءِ کي ڪهڻ- ذبح ڪرڻ- حلال ڪرڻ- شرع موجب ڇري وهائڻ.

● قُرْبَڻُ: مصدر. (ع. قرب) قرب ڪرڻ- قرب ڏيڻ- قرب ۾ قابو رکڻ.
"قربيس تو نه قريب ٿو ڏٺين ڏوراپا ڏڪ جا" (راڄن شاهه).
احسان ڪرڻ- نوازڻ.

● قُرْصُ ۽ قُرْصَ: ذ. (ع). گردو- گهيرو- منڊل- گول. گول چڪي يا ٽڪي (دوا يا مٺائي وغيره جي). سج يا چنڊ جي ٽڪي (ل- ق).

● قَرْضُ ۽ قَرْضَ: (ع. قرض = ڪترڻ) اوڌر- ڌِرْتو- آڌار- لهڻو- ڪٿت. گهريل رقم- ييٽ (گاجرا).
- قَرْضُ پِکو ۽ قَرْضَ پِکا: ذ. پيسن جو لهڻو- ڏيتي ليتي- آڌار سڌار.
- قَرْضُ خَواهُ ۽ قَرْضُ خَواهَ: ذ. صفت. قرض وٺندڙ- قرض گهرندڙ- لهڻيات- لهڻيدار- لهڻندڙ- قرضي.
- قَرْضُدارُ ۽ قَرْضُدارَ: ذ. قرض ڪٽندڙ- تليدو- ڪٿتي- آڌارو وٺندڙ- مقروض- قرضي.
- قَرْضُدارِي ۽ قَرْضُدارِيُونُ: ث. اوڌر- آڌار- لهڻو- ڪٿت. احسانمندي- شڪرگذاري- احساني- ممنوني.
- قَرْضُ ڏِيَڻُ: آڌار ڏيڻ- ڪنڊو ڪٿائڻ.
- قَرْضُ کَڻَڻُ: آڌار وٺڻ.
- قَرْضُ کَڻِيُ ڪَنْگَڻُ پائِڻُ: وِتَ کان ٻاهر هلڻ.
- قَرْضُ لاهِڻُ: آڌار ڪنيل رقم واپس ڪرڻ.
- قَرْضُ ۾ ٻُڏَڻُ: تمام گهڻو قرض کڻڻ.
- قَرْضُ ۾ وَهَڻُ: ٻنا ڪنهن آجوري جي ڪم ڪرڻ- ڀيگر وهڻ- ڇيڙ وهڻ- ونڪار وهڻ- ٻنا معاوضي جي ڪم ڪرڻ. مشاهيرو ڪم ڪرڻ.
- قَرْضُ وَڏو مَرْضُ هُئَڻُ: قرض جهڙي ڪا به ٻيڙي شيءِ نه هجڻ- قرض کڻڻ سان تمام گهڻو نقصان هجڻ. قرض جي ڪٿتي جهڙي ٻي ڪا به ڪٿتي نه هجڻ.
- قَرْضِي ۽ قَرْضِيَ: ذ. صفت. قرضدار- ڏيڻات- ڏيبو- تليدو- ڪٿتي. ڪانيارو- ڪاڻل- وٺي. احسانمند- ممنون- شڪرگذار.

● قِرْطاسُ = قِرْطاسَ؛ ذ. (ع). ڪاغذ - پنو.
- قِرْطاسُ ابيَضُ؛ ذ. اڇو ڪاغذ. ڪنهن خاص بيان جي پڌرائيءَ لاءِ جاري ڪيل ڪاغذ - اڇو رلامو.

● قَرْعو = قَرْعَا؛ ذ. (ع). ڍارو - دائو - چڪو - ڪردي - داءُ - ڪهوڙي. ڍاري جي آچل - ڍاري جي ڪيڏ - چِتڪي جي راند. صورتي - لاٽري (پرمانند). فال.

● قَرَنْفُلُ: (ع). قرنفل. (هي اصلي يوناني لفظ آهي "قرن فول" جو عربيءَ ۾ "قرنفل" ٿيو آهي (ل - ق).

● قِرْمِچي = قِرْمِچِي؛ ذ. (ع. قِرْمِز = ڳاڙهي شيءِ) رنگ جو هڪ قسم. واڱائي مائل ڳاڙهو رنگ - گلابي - قرمو. ذ. صفت. ڳاڙهو - رنگدار - رتول. (ذ). جيت جو هڪ قسم (جنهن مان ڳاڙهو رنگ نڪري).

● قِرْمِزُ = قِرْمِزَ؛ ذ. (ع). رنگ جو هڪ قسم - قرمزي - قرمچي. جيت جو هڪ قسم (جنهن مان ڳاڙهو رنگ نڪري).
- قِرْمِزي = قِرْمِزِي؛ ذ. ڳوڙهو ڳاڙهو - رتول - گل انار - لال - قرمچي.

● قَرْمَسْتاقُ = قَرْمَسْاقَ؛ ذ. صفت. بدمعاش - شاهي - لچو - چرئو - لچ - اٺوڙي - ڇٽيهو. پڙوو - دَلو.

● قَرَنُ = قَرَنَ؛ ذ. (ع). ستارن جو ميلاپ - ستارن جو سنجوڳ. ٻارهن، ٽيهه، اسي يا ١٢٠ ورهين جو زمانو. ڊگهو وقت - مدت مديد - عرصه دراز. زمانو - وقت - عرصو. جُڳ - يُڳ. سِڱُ.

● قَرْنَاءِ = قَرْنَائِيُونُ: ث. وڄائڻ جو سِڱُ - سڱڙي - قرنائي. نرسنگهو - رڻ سنگهو. ترُي - شرنائي - شرناءِ - توتاري.

● قرنا، قرنو: گل جو قسم.
- قَرْنَائِي = قَرْنَائِيُونُ: ث. وڄائڻ جو سِڱُ - قرناءِ.
- قَرْنَايو = قَرْنَايَا: ذ. صفت. قرنائي وڄائيندڙ - ترُي وڄائيندڙ - شرنائي وڄائيندڙ - شرنايو.

● قَرَنْفَلُ = قَرَنْفَلَ؛ ذ. (ع). مصالح طور يا دوا طور ڪم ايندڙ ٻسارڪي وڻ جو هڪ قسم - لونگ. ٻسار جي سامان مان عرق ڪڍڻ لاءِ هڪ ٿانءُ - قرنقل.

● قَرَنْقُلُ = قَرَنْقَلَ؛ ذ. قرنفل.

● قَرَنْلُو = قَرَنْلَا؛ ذ. گل جو هڪ قسم (پرمانند).

● قَرِيْبُ = قَرِيْبَ: ظرف. (ع. قَرُبَ = ويجهو ٿيو). ويجهو - نزديڪ - اوري - اوڏو. اورالهون. ويجهڙو - پرسان - پر. (ڏ - صفت). ويجهو مائٽ - عزيز - رشتيدار - ميٽ - خويش - سڪو - سڳو - شريڪ - سيال. گهاٽو دوست - سنگتي - يار - ساٿي. پرين - سڄڻ - محبوب.
"قريبس تو نه قريب، وريو ڏئين ڏوراپا ڏک جا"
(راڄن شاهه).
(ظرف). ڪَن - تخمينًا - اٽڪل - تقريبًا - لڳ ڀڳ - ڏري گهٽ - ڏري ڏڪ.
- قَرِيْبُ الْمَرَگ: صفت. مرڻ کي ويجهو - سڪرات ۾.
- قَرِيْبُ الْمَوْت: صفت. مرڻ کي ويجهو - قريب المرگ - مرڻينگ - مرڻ گهڙيءَ - آخرين گهڙي.
- قَرِيْبَائو = قَرِيْبَائا: ذ. صفت. عزيز جو - رشتيدار جو - مائٽ جو - سڳو - سڪو.
- قَرِيْبِي: صفت. ويجهائي - ويجهڙائي - نزديڪي - نزديڪائي - ٺاچاري - سڳائي - مائٽي - عزيزي - رشتيداري - سڪائي - عزازت - شريڪت - شراڪت. لاڳاپو - ناتو - ڳانڍاپو - سنبنڌ تعلق - نسبت.

● قَرِيْنو = قَرِيْنَا؛ ذ. (ع. قَرِيْنَه) هڪ شيءِ جي ٻيءَ شي مان پيوستگي - الحاق. ٻن شين جي وچ ۾ ظاهري مناسبت مشابهت - سمتا - هڪ جهڙائي - نسبت. ڪن ٻه شين جي رکڻ جي ڍاپ - طرز - انداز - روش - طور - طريقو. ريت - دستور - طرح - وضع. انتظام - قواعد - ضابطو قاعدو - سرشتو - قانون - نيم. ويجهائي - نزديڪي (ل - ق). پيار - پريت - محبت (ل - ق). عزازت - قرابت (ل - پرمانند). وڙ - احسان - ڀلائي - ٿورو (ل - ق).

- قَرِيْنِي پَڌو: ذ. صفت. ضابطي ۾ رکيل - قواعد ۾ - التظامي - پورو - سنئون - سڌو - قاعدي پٽو - ٺهرايل - ڪٿتاتو - نيمائتو - باقاعدي.

● قُرَيش: اسم خاص. (ع). عربستان جي هڪ مشهور ۽ عزت واري قبيلي جو نالو - هڪ ذات جو نالو.

- قُرَيشِي: صفت. قريش قبيلي جو. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- قُرَيشي هاشِمِي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. جنهن ۾ پيغمبر عليه السلام پيدا ٿيو.

● قريه: ذ. (ع). ڳوٺ - شهر - بستي.

- قريي: ظرف. قريي ۾ - ڳوٺ ۾ - شهر ۾.

● قَزَاقَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اڪثر نواب شاهه ۽ حيدرآباد سنڌ ۾).

● قَزَاق ۽ قَزَاقَ: ذ. (ع. ترڪي). ڌاڙيل - رهزن - ڌاڪو - لٽيرو - ڦورو. درياهي ڌاڙيل.

- قَزَاقِي ۽ قَزَاقِيُون: ث. غارتگري - ڦرلٽ - رهزني.

- قَزَاقِي هُوَڻ (ت): مجرم ٿيڻ - ڏوهه پوڻ - الزام اچڻ.

● قزاڪَ ۽ قَزَاڪُون (لس): ث. (ع. قز = ڪچي سلڪ، پَٽ). پٽ جي چادر - پٽ جي جهُل (اٺ، گهوڙي واسطي).

"هيٺ قزاڪون، مٿن پاڳون، رخ رکيائون راهه".
(گل محمد ڪاڇيلو).

"آن (اٺ) تي قزاڪون ڪارو چٽي،
سونهن پـڻـيءَ ڏاڍهن ڏول".
(ڪارو ڪاڇيلو).

● قَزِلْبَاش ۽ قَزِلْبَاشَ: ذ. (قَزِل = ڳاڙهو + باش = مٿو). ڳاڙهي مٿي وارو مغل سپاهي (شاهه اسماعيل رضوي جنهنجي فوج جي سپاهين کي ڳاڙهي ٽوپي پارائي هئي). سپاهي لشڪري. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● قَسْطُ ۽ قَسْطَ: ذ. (ع). بيداد - ظلم - الٽو. ڪاوڙ - جوش. جلهه - حملو. زور. (ع. قَحْطُ جو بگڙيل). مهانگائيءَ جو زمانو - ڏڪار - ڪال (ت). اولو وقت (ت).

- قَسْطُ ڪاٽڻ (ت): قحط ڪاٽڻ - تڪليفون ڏسڻ - قحط ۾ گذارڻ.

● قِسْطَ ۽ قِسْطُون: ث. (ع). ڀاڱو - حصو - ٽڪرو - جزو - ٻخرو. حصن رستي ڏلل پيسا - حصن ۾ ڏلل رقم. محصول زمين - مال گذاري.

- قِسْطَ بَنْدِي ۽ قِسْطَ بَنْدِيُون: ث. قسطن ڀارڻ جي مقرر ڪيل تاريخ (پرماند).

- قِسْطُوَارَ ۽ قِسْطُوَارَ: ذ. صفت. مقرر ڪيل قسط - قسطن ۾ - آهستي آهستي.

- قِسْطُون ڪَري آچڻ: ساهيون ڪري اچڻ.

● قَسَمُ ۽ قَسَمَ: ذ. (ع). سُنهُن - ٻوهي - سوگنه - سوڳند - سوڳن - ويساهه - خدا کي وچ ۾ ڏيئي ڪيل عهد وَ پيمان - حلف - ساک - پت - اعتبار.

- قَسَمُ ٽوڙڻ: عهد جي خلاف ڪم ڪرڻ - انجام پڄڻ - عهد شڪني ڪرڻ.

- قَسَمُ نامو ۽ قَسَمُ نامَا: ذ. لکيل قسم - لکيل ساک. قسم تي ڏنل يا لکيل بيان.

● قِسْمُ ۽ قِسْمَ: ذ. (ع. قَسَمَ = هن ورهايو). ورهايل حصو - ڀاڱو. جنس - ڀانت - ذات - وهه - وڙ. نمونو - رنگ - طرز.

- قِسْمين قِسْمين: ظرف. نموني نموني - طرحين طرحين - ڀانت ڀانت - جنس جنس.

● قِسْمَت ۽ قِسْمَتُون: ث. (ع). ورهاست - ورهاڱو - تقسيم - ونډ - ورڇ. ورهاست جو حصو. حصو - ٻخرو - ڀاڱو - ڀاڳ. تقدير - نصيب - لکيو - ڀاوي - مقدر - طالع - بخت. لراڙ - لوح قلم. خدا جي ڪهُر - خدا جي مرضي.

= قِسْمَت جون مُهارُون ڇِڪجَڻ: ڪنهن پاسي وڃڻ لاءِ ڇڪ ٿيڻ - داڻي پاڻي جي ڪشش ٿيڻ - مسافريءَ لاءِ تيار ٿيڻ.

= قِسْمَتَ سانگي آچڻ: اتفاق سان اچڻ.

- قِسْمَتَ کُلَڻ: ڀاڳ جاڳڻ - نصيبدار ٿيڻ.

- قِسْمَتَ کي خيزان وَتڻ: نصيب بگڙجڻ - ليا ڳ وٺڻ.

"آهي اهڙو اچي آخر ۾ قسمت کي خزان ورتو،
چمن جو سير ڪيو مون ڦي تہ مرغانِ چمن بگڙيا"
(سانگي).
ــ قِسمَتَ وَارو ع قِسمَتَ وارا؛ صفت. خوش نصيب ـ اقبال وارو ـ نصيبدار ـ نيڪ طالع.
● قَسقو ع قَسقا: ذ. (ف). نراڙ تي لڪتل نشان ـ ٻندي ـ ٽڪو ـ تلڪ ـ سندر جو نڪتل ليڪو.
● قَصّابَ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● قَصّابُ ع قَصّابَ ذ. صفت. (ع. قَصَبَ = ٽڪرن ڪي ڪيندڙ) گوشت ڪپيندڙ. گوشت جو ڪم ڪندڙ ـ ڪوس ڪندڙ ـ ڪاسائي.
● قِصاصُ ع قِصاصَ؛ ذ. (ع). جان جي عيوض جان ۽ خون جي عيوض خون ـ مقتول جي عيوض قاتل جو خون. سزا جو هڪ نمونو (جنهن ۾ قتل ڪندڙ مقتول جي عيوض خون ڪيو وڃي يا ماريو وڃي). عيوض ـ بدلو ـ سزا ـ انتقام ـ جزا ـ مڪافات. چٽي ـ ڏنڊ (ل ـ ق).
ــ قِصاصُ وٺڻُ: خون جو عيوضو وٺڻ ـ بدلو وٺڻ ـ انتقام وٺڻ.
● قَصائيُ: اسم خاص. ڪاسائي، هڪ ذات جو نالو.
● قَصبو ع قَصبا؛ ذ. (ع. قَصبَہُ) وڏو ڳوٺ ـ ننڍو شهر. ڳام ـ ڳوٺ ـ ننگري ـ واهڻ. (اسم خاص). تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
● قَصدُ ع قَصدَ؛ ذ. (ع. قَصدَ = ارادو ڪرڻ) پڪو ارادو ـ عزم بالجزم ـ اٽل ارادو ـ پڪي منشا ـ مستقل ارادو. آهنگ ـ نيت ـ مراد ـ سنورتُ ـ مطلب ـ عزم ـ منشا ـ مقصد. خواهش ـ اِڇا ـ آرزو ـ چاهہ ـ سَنڪلپُ ـ واسنا. منصوبو. سعي ـ ڪوشش. جُهدُ. اقدام ـ پيش قدمي. نياپو ـ سنيهو ـ پيغام (ت).
ــ قَصدُ ڪَرَڻَ: ارادو ڪرڻ. منصوبو رٿڻ.
● قَصرَ ع قَصرُونُ: ث. (ع. قَصَرَ = هو گهٽ ٿيو). ڪمي ـ ڪوتاهي ـ گهٽتائي ـ اختصار. عاليشان عمارت ـ محل ـ ڪرشڪ. محلسراءِ ـ دولت خانو ـ مڪان ـ حويلي. راڄ ڀون ـ بارگاهہ.
"ايڪ قصر" در لڪ، ڪوڙين ڪٽس ڳڙ ڪيسُون"
(شاهہ، سر ڪلياڻ)
● قِصو ع قِصا: ذ. (ع. قِصّہَ <قص = هن بيان ڪيو). ڪهاڻي ـ ڳالهہ ـ آکاڻي ـ ڪَٿَتَ ـ ڪهات ـ ڪٿا ـ ڪَٿَوَت. نقل ـ فسانو ـ افسانو ـ حڪايت ـ ساکي ـ داستان ـ افسانو ـ بيان ـ وَرتانت ـ ذڪر ـ تذڪرو. ابو بحر ـ ڪوڙ ـ زٽ ـ لڙائي ـ جهيڙو ـ ٽنٽو ـ بکيڙو.
ــ قِصا ڪُٽَڻُ؛ ڳالهيون ڪرڻ ـ ڪهاڻيون ڪرڻ ـ گپ شپ هڻڻ. ٽٽ شٽ هڻڻ. يخي هڻڻ ـ اجائي بڪ بڪ ڪرڻ. بي مطلب ڊگهيون ڳالهيون ڪرڻ ـ متو ر بڪڻ.
ــ قِصائي ع قِصائيُ؛ ذ. صفت. ڪهڻيون ۽ ڊگهيون ڳالهيون ڪندڙ ـ حڪايتي ـ ڳالهير ـ ناقل ـ ڪٿڪ ـ قِصيرُ ـ زٽلي ـ ڪوڙو ـ نقلي ـ ابو بحري.
ــ قِصيرُ ع قِصيرَ؛ ذ. قصا ڪندڙ ـ قصائي.
ــ قِصو ڪَرَڻُ: بيان ڪرڻ ـ آکاڻي ڪرڻ. جهيڙو ڪرڻ ـ جهيڙو ڪرڻ ـ بکيڙو ڪرڻ.
ــ قِصو ڪوتاهہ: ظرف مطلب تہ ـ الغرض ـ الحاصل ـ حاصل ڪلام ـ نو ٽڪي ۾ ـ مختصر ـ ٿوري ۾ ـ آخرڪار ـ ٿوري ڳالهہ ـ في الجملہ. پوءِ ـ فقط. بس.
ــ قِصو وَڌائِڻُ؛ ڳالهہ کي ڊگهو ڪرڻ ـ ڊيگهہ ڏيڻ ـ ڳالهہ انگهائڻ.
● قُصُورُ ع قُصُورَ؛ ذ. (ع. قَصَرَ) ڪمي ـ ڪوتاهي ـ گهٽتائي ـ ڪس. نقص ـ عيب ـ سقم. ڀُل ـ خطا ـ ڏوهہ ـ تقصير ـ گناهہ. چوڪ ـ غلطي ـ سَهَوَ. مت ـ ڀرم ـ ڀرانت. غفلت. قَصرُ جو جمع. ڪهڻيون ماڙيون محلات.
ــ قُصُورُ وارُ ع قُصُورُ وارَ؛ ذ. صفت. خطا وار ـ ڏهاري ـ ڏوهي ـ گنهگار ـ عيبدار.
● قَصُوري: ذ. راڳ جي هڪ سر جو نالو. (مچل ص ٥٩).
● قَصِيدو ع قَصِيدا؛ قَصائد (ع. قَصِيدَہ) شعر جو هڪ قسم ـ ڪنهن جي تعريف ۾ چيل هڪ سؤ بيتن کان وڌيڪ بيتن ۾ چيل قصو.

● قَضا ∴ قضائُون: ث. (ع). حڪم ـ فرمان ـ امر. امرالٰهي ـ حڪم الٰهي. مخلوق جي حق ۾ خدا تعاليٰ جو ڪيل حڪم. فرض جي پورائي. تڪميل ـ خاتم ـ انجام ـ بجا آوري. پيدائش ـ خلقت. بخت ـ ڀاڳ ـ قسمت ـ لکيو. ذڪر ـ بيان ـ عبادت جو ڇڏيل وقت. ڪو ڇڏيل روزو. فتويٰ ـ فيصلو ـ نياءُ.

"سين آهين تون، قضا ڪندين ڪن سين"
(شاهه سر آبري).

موت ـ ڪال. اوچتو واقعو ـ حادثو ـ اتفاق.

ـ قَضا ٿيڻ: فوت ٿيڻ ـ مري وڃڻ ـ گذرڻ. ضايع ٿيڻ. وري نه موٽڻ. روزي يا نماز جو وقت ادا نه ڪرڻ. گسڻ. ناغو ٿيڻ. پٺتي پوڻ.

ـ قَضا جو فرشتو: ذ. موت جو فرشتو ـ ملڪ الموت ـ عزرائيل.

ـ قَضارا: ظرف. اتفاقاً ـ اتفاقيه ـ اتفاق سان ـ اوچتو.

ـ قَضا سان: ظرف. قضارا.

ـ قَضا قَضا نه ٿيڻ: لکيو نه ٽرڻ.

ـ قَضا ڪرڻ: شرعي حڪم بجا آڻڻ. نه پڙهيل نماز وري ٻي دفعي پڙهڻ. فيصلو ڪرڻ.

ـ قَضاني: ظرف. قضا سان ـ قسمت سان ـ اتفاق سان ـ اتفاقي ـ اوچتو ـ عارضي ـ اهڃاڪ. ڪڏهن ڪڏهن.

ـ قَضا و قدر: ذ. الله تعاليٰ جا ڪل ڪائنات بابت اڳايل حڪم احڪام.

ـ قَضانيء: ظرف. اتفاق سان. ڪڏهن ڪڏهن ـ ڪنهن مهل ـ قضاني.

● قَضات: ذ. (ع). قاضيءَ جو جمع.

● قَضيو ∴ قَضيا: ذ. (ع. قَضيه) موت ـ مرتيو ـ ڪال ـ اجل ـ مرڻو ـ وفات ـ وفاتي ـ انتقال. واقعو ـ واردات ـ ڇيڪي تي گذريو (ل ـ ق). جهيڙو ـ ٽنٽو ـ رگڙو ـ ڪنڊڙو ـ ڪرنهن ـ وروڌ ـ معاملو ـ تڪرار ـ جهگڙو.

ـ قَضيو ٿيڻ: موت ٿيڻ ـ انتقال ٿيڻ ـ وفات ٿيڻ.

● قَط ∴ قَط: ذ. (ع). قلم جي وڍيل چهنب. قلم جي نوڪ کي وڍ ڏيڻ.

ـ قَطزن ∴ قطزن: ذ. عاج. ڪاٺ يا لوهه جو ٽڪر (جنهن تي قلم رکي قط وجهجي).

ـ قَط وجهڻ: قلم جي چهنب وڍڻ. قلم جو منهن ڪيڏڻ. ڪنهن ڳالهه جو خاتمو ڪرڻ. وجهڻ ـ ليڪ ڪرڻ. ڏنب وغيره جو نشان ڪرڻ. جاچي ڇڏڻ. پڌرو ڪرڻ.

● قَطارڻ: مصدر. صف ۾ ڪرڻ ـ قطار ۾ بيهارڻ ـ لائن ڪرڻ ـ سلسلي ۾ بيهارڻ ـ اُٺن کي ڳنڍي پڌڻ ـ اُٺن جي قطار پڌڻ ـ ڪاهي هلڻ.

● قَطار ∴ قَطارون: ث. (ع). گهڻ ۾ گهڻ ڏهن اُٺن جو سلسلو. صف ـ لائين ـ لار. ساٿ ـ قافلو. هڪ ٻئي پٺيان سلسلي ۾ رکيل شيون. زنجير. سلسلو ـ ترتيب.

ـ قَطار ٻڌڻ: صف ٻڌڻ ـ لائن ڪرڻ.

ـ قَطار ٿيڻ: صف ٿيڻ ـ هڪ ٻئي برابر پوئيان برابريءَ ۾ بيهڻ.

ـ قَطارجڻ: مصدر. صف ٿاهي بيهڻ ـ هڪ ٻئي پويان بيهڻ.

ـ قَطار ۾ هُئڻ: سلسلي ۾ هئڻ. هڪ جهڙو هئڻ.

● قَطارڻ: مصدر. صف ۾ ڪرڻ ـ لائن ڪرڻ ـ سلسلي ۾ بيهارڻ. اُٺن کي ڳنڍي ٻڌڻ ـ قطار ٻڌڻ.

● قَطّاع ∴ قَطّاع: ذ. صفت. (ع. قَطع = ٽڪر ڪرڻ) قطع ڪندڙ ـ وڍيندڙ ـ اڏوائڻ ڪندڙ (پرمانند).

● قُطُب ∴ قُطُب: ذ. (ع). جنڊ جو وچيون ڪِلو (جنهن تي جنڊ جو مٿيون پُڙ ڦري). علم جغرافيه موجب زمين جو آتريون ۽ ڏاکڻون حصو يا نقطو (جنهن جي وچ مان محور لنگهي ۽ جنهن جي مرڪز تي ڌرتي ڦري). زمين جي محور جي اتر يا ڏکڻ وارو پڇو (جو محور جي اتر هيٺ هجي، اهي ۾ پڇا آهن اتر قطب ۽ ڏکڻ قطب). قوم جو سردار ـ سپهه سالار. افضل ماڻهو (جنهن تي ڪم جو مدار هجي) ـ بزرگ شخص. ولي. غوث. رهبر ـ هادي ـ سونهون ـ پيشوا.

- قُطُبُ تارو؛ (اسم خاص). آتر قطب مٿان بيٺل هڪ تارو ـ ڌرو تارو.
- قُطُبُ مُنارُ: اسم خاص. دهليءَ ۾ قطب الدين بادشاهه جو ٺهرايل منارو.
- قُطُبُ نُما ۽ قَطُبَ نُما: ذ. قطب کي سڃاڻڻ جي اوزار جو نالو ـ قبله نما.
- قُطُبِي ۽ قُطُبِيُ: ذ. صفت. قطب جو ـ قطب وارو. قطب وٽ. مقناطيسي. هڪ ٻئي جي مخالف (پرمانند).
- ● قُطُبُ شاهُ؛ اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● قُطبُ ڪُٽوُ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● قَطَرُ؛ ذ. ذرڙا ذرڙا. ٿُهن گڏيل داڻا.

"قطر چُڻيو ڪُتڙِ پرڻين پول پجهندين هنجهه"
(شاهه ـ ڪارايل).

- قَطَرُ چُڻَڻُ: ڪنو ڪاڙو ڪاڻڻ. بد پيشو اختيار ڪرڻ.
- ● قَطُرُ ۽ قَطُرَ: ذ. (ع. قُطُر) ڪنارو. گول جي هڪ پاسي ڪان نڪري مرڪز مان لنگهي ٻئي پاسي تائين وڃي گول جا پورا ٻه اڌ ڪندڙ ليڪ. (ذ. صفت) چوٽي وِڪَت وارو ـ تيز هلندڙ (لس ٻيلا). وسڪارو.
- ● قَطَرِ لَڳَڻُ؛ اليڪ ٽيڻ ـ گهڻو ٽيڻ ـ بي شمار ٽيڻ ـ بي انداز ٽيڻ ـ حد ڪان ٻاهر لڳڻ (پرمانند).
- ● قَطُرُو ۽ قَطُرا؛ ذ. (ع. قَطَر = پاڻيءَ جو ڦڙو) ـ ڦڙو ڦڙي ـ بوند ـ ٽيپو ـ گهاڙو ـ چُڻاڪو. ڦنگ. چِنبو. شراب جو چُڪو.
- ● قَطَرِيَا؛ اسم خاص. تعلقي شهدادڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● قَطَعَ: ذ. (ع. ان ڪپيو) ڪپڻ جي حالت ـ ڪَٽ ـ ڪاٽ ـ وَڍَ ـ ٽُڪ ـ تراش. حصو ـ ٽڪرو ـ ڀاڱو ـ جزو. طور ـ طريق ـ وضع ـ ڍلڪ ـ طرز ـ انداز ـ ڍول ـ روپ. شعر جو هڪ قسم.
- قَطعاً؛ ظرف. هرگز ـ اصل ـ بلڪل ـ ماڳهين.
- قَطَعِ بُرِيدُ؛ ث. وڍ ٽُڪ ـ ڪَٽَ وِ پُهتَ.
- قَطَعَ تَعلُّقُ ڪَرَڻُ: تعلقات ڇڏي ڏيڻ ـ ناتو ٽوڙڻ ـ وهنوار ذ. رکڻ.
- قَطَعَ دائِرو ۽ قَطَعَ دائِرا؛ ذ. گولي جو حصو ـ گول جو ڀاڱو.
- قَطَعَ ڪَرَڻُ؛ وڍڻ ـ ڪَپَڻُ ـ ڪترڻ ـ ڪاٽڻ ـ الڳ ڪرڻ ـ ڇنڻ ـ ٽوڙڻ. نبيرو ڪرڻ. پورو ڪرڻ ـ ڇيهه ڪرڻ. ختم ڪرڻ ـ پوري ڪرڻ (ڳالهه). نبيرڻ ـ فيصلو ڪرڻ.
- قَطَعِي ۽ قَطَعِيُ: ظرف. ضرور ـ شرطي ـ يقيني ـ واقعي. پويون ـ آخرين ـ پڇاڙيءَ جو ـ انتم. پڪو. ڪامل ـ پورو پورو. حقيقت ۾ ـ درحقيقت ـ بيشڪ ـ سچ.
- ● قَطِعو ۽ قَطِعا؛ ذ. (ع. قطعه) ٽڪرو ـ حصو ـ ڀاڱ ـ ٻخرو. ملڪ جو حصو ـ خطو. ديار ـ ملڪ ـ ديس. ٽڪرو زمين جو. شعر جو هڪ قسم ـ ٻن مصرعن وارو شعر.
- ● قَطِيفو ۽ قَطِيفا؛ ذ. (ع. قَطِيفَه) ڪپڙي جو هڪ قسم. ريشمي ڪپڙو. مخمل ـ بخمل ـ اطلس ـ ريشم.
- قَطِيفائِي؛ صفت. مخملي ـ اطلسي ـ ريشمي.
- قَطِيفِي ۽ قَطِيفِيُون؛ ث. عمدي ڪپڙي جو هڪ قسم ـ اطلس ـ بخمل (ل ـ ق).
- ● قِطمِير؛ اسم خاص. (ع). اصحاب ڪهف جي ڪتي جو نالو.
- ● قَعِبُ ۽ قَعِبَ؛ ذ. شش پهلو. ڪعب ـ ڇهن ـ تين سکه. هڪ جهتري پا برابر. ڊيگهه ويڪر ۽ اوچائي واري ڇهه پاسي شيءِ (ڪاجرا).
- ● قَعدَهُ؛ (ع). غار ۾ ويهڻ. غار ۾ ويهڻ واري حالت. قاعدو ـ قانون (ڪاجرا).
- ● قَعُودُ؛ ذ. هيٺ وهڪ ـ هيٺ وهٺي ـ ويٺڪ (پرمانند).
- ● قَفَسُ ۽ قَفَسَ؛ ذ. (ع. ف). پکين جو پڃرو ـ قيد ـ بند ـ بند ۾.

● قُفُلُ = قُفُلَ ؛ ذ. (ع). ڪرف - ڪاف - تالو - جندڙو - تاڙي.

- قُفُلُ هڻڻُ ؛ قلفڻ - قلف هڻڻ - تالي ۾ رکڻ. بند ڪرڻ - بندي ڇڏڻ - پورڻ - قابو ڪرڻ. سانيڻ - سانيڻي رکڻ.

● قُقُنُس = قُقُنُس ؛ ذ. (يوناني. مخفف ؛ قُقنُوسُ). هڪ نهايت سهڻو ۽ راڳيندڙ پکي (هن جي چهنپ ۾ ٣٦٠ سوراخ آهن هرهڪ مان جدا جدا راڳ آلاپيندو آهي هزار ورهيه ڪان پوء ديپڪ راڳ ڳائي جلي خاڪ ٿي ويندو آهي).

"جيئن پاڻي ۾ پڇي منجهه هوا،
وهتن وڻ منا ڪري ققنس ڪاوڻ باه".
(گرهوڙي).

● قُلُ ؛ امر. (ع). ڳالهه ڪر - چئو - ڳالهاء. (ذ). قُل هُوَ اللّٰه احد جو مخفف - قرآن شريف جي سورة اخلاص جو نالو.

- قُلُ پڙهڻُ ؛ قُل هُوَ اللّٰه (قرآن شريف جي سوره) پڙهڻ - سورة اخلاص پڙهڻ.

- قُلاَبُ : ذ. (ع). زنجير جي ڪڙي - ڪنڍو.

- قُلاَبوُ = قُلاَبَا ؛ ذ. (ع). قُلاَبُ.

- قُلاَبا مِلاَئڻُ ؛ پن شين کي ڳنڍڻ - آرا ملائڻ. ڳالهه ڏاهي مبالغو ڪري ٻڌائڻ.

● قَلاَتُ ؛ اسم خاص. بلوچستان علائقي جي هڪ رياست جو نالو (بلوچستان جي سڀ کان وڏي رياست جو مکيه شهر، جنهن ۾ رياست جو والي "خان" رهي ٿو).

● قَلاَشُ ؛ ذ. صفت. (ف). مفلس. لچو - بدمعاش.

● قَلبُ = قَلبَ ؛ صفت. (ع). اونڌو ئنگيل - اولٽو - ابتو - (ذ). دل - هنيون - من - هردو. روح. ضمير - چيتو - چت. اندر. فوج جو وچيون حصو. هر شيء جو وچ. ابتو - مغز - ڳپ. دماغ - عقل. ڪوڙو سڪو - ملو ڏوڪڙ.

- قَلبُ تَان ڪَٽُ لَهڻُ ؛ دل صاف ٿيڻ - من جي ميرائي لهڻ - اندر اجرو ٿيڻ - حقيقت حاصل ٿيڻ - اکيون روشن ٿيڻ - پيائيء جو پيچ پٽجڻ - سچو صوفي بنجڻ.

- قَلبُ ۾ ڪَچ ڪَڍڻُ ؛ ڪوڙ سان دل هڻڻ.

- قَلبِي = قَلبِيِ ؛ ذ. صفت. قلب جو - قلب وارو - دلي. قرب وارو - حب وارو - حُبي. جڙتو - ڪوڙو - ڪوڙو - جعلي - تقليدي - مصنوعي - هٺراڏو (پرمانند).

● قُلبَانُ ؛ ظرف. (ع. قربان جو بگڙيل لفظ). ڏسو قربان.

- قُلبَانُ وَڃڻُ : قربان وڃڻ - صدقي وڃڻ - گهوري وڃڻ.

● قُلبَڪُ : ذ. لشڪر جو وچون ڀاڱو (ڳاجرا).

● قِلتَ = قِلتُون ؛ ث. (ع). گهٽتائي - ڪمي - ٿورائي - ان لسپائي - کوٽ - ڪميابي. دقت - مشڪل - دشواري.

● قُلزُمُ = قُلزُمَ ؛ ذ. (ع). سمنڊ - سمولڊ - کارو. عربستان ۽ مصر جي وچوارو سمنڊ. وڏو درياءُ.

● قِلعوُ = قِلعَا ؛ ذ. (ع). ڪوٽ - ڪنڌُ - ڳڙه. تمام وڏي ۽ آتاهين، مضبوط، چوڦير ڦري ايندڙ ديوار (جنهن ۾ بادشاهه ۽ سندس لشڪر محفوظ رهي) - حصار.

- قِلعوُ فتح ڪَرَڻُ ؛ تمام مشڪل ڪم ڪري ڏيکارڻ - ڏکن ڏاڪڙن مان نبي پار ٿيڻ - ڪنهن زبردست شيء جو مقابلو ڪرڻ - ڏاڍي کي هيسائي هيٺو ڪرڻ - ڏاڍين تڪليفن ڪان پوء ڪامياب ٿيڻ.

- قِلعوُ قبُولُ ڪَرَڻُ ؛ جنگ قبولڻ ۽ پيش نه پوڻ.

"قلعو قبول نه ڪن، سر نه باسن سهرين".
(راجن شاهه).

- قِلعِيدَارُ = قِلعِيدَارَ ؛ ذ. صفت. قلعو سنڀاليندڙ. فوجي يا جنگي عملدار.

● قَلعِي = قَلعِيُ > قَلعِيُونُ ؛ ث. ڌاتوء جو هڪ قسم (جنهن جو استر ٿالهن تي چاڙهجي).

- قَلعِيُ ڪَرَڻُ ؛ ٿالهن کي قلعي جو پوچو ڏيڻ. ڪَس لاهڻ.

- قَلَعِيءُ ڪوڙَڻُ؛ ڪنهن جو ڪجهه ظاهر ڪرڻ يا سچي حقيقت بيان ڪرڻ - افعال پڌرا ڪرڻ.
- قَلَعِيگَرُ ۽ قَلَعِيگَرَ: ذ. صفت. قلعي جو ڪم ڪندڙ - ٿالهن کي قلعي ڪندڙ.
- ● قُلُفُ ۽ قُلُفَ؛ ذ. (ع. قفل) ٿالو - جندرو - ڪلف - قفل.
- ● قُلْفِيءُ ۽ قُلْفِيُونُ؛ ث. برف ۾ کير وغيره مان ٺهيل ٿڌي مٺائي جو هڪ قسم - ڪُلفي.
- ● قَلَمُ ۽ قَلَمَ: ذ. (ع). لکڻ لاءِ وڍيل، گهڙيل ڪانو

  "قلم جني هٿ ۾ جي ورِيءَ اِيو ليکن"

  (شاهه، سهڻي).

ڪِلڪَ - ليکَڻِ - لکڻي؛

"لکيو جو نيراڙ سو آنڪُ ڪياڙي نه ٽئي"

(شاهه، سهڻي).

لوهي ڪاڪ - اسٽيل. لولڏڙين وارا هينيان ڪٽ يا خط. اولڏڙين وارا وار. پوکڻ لاءِ وڍيل ٽاريءَ جو ٽڪر. هڪ جي پٺي وڻ ۾ لڳايل شاخ (جا ٽنڻ بعد نئون وڻ تيار ڪري). حڪيمن جي اصطلاح ۾ ڪنهن جوهر جو ڪيميائي طريقي سان ٺاهيل تيليون. قاعدي جو دفعو - قانون جو صيغو. فقرو - واڪيه.

- قَلَمُ تَازُو؛ ذ. ڪاپ ڳالهه پوري ڪري وري هيٺان لکيل ڳالهه جو ٽڪرو - تتمه خط.
- قَلَمَ تَرَاشُ ۽ قَلَمَ تَرَاشَ؛ ذ. قلم گهڙڻ جو ڪپ - چاڪو - چاقو.
- قَلَمَ تَرَاشَڻُ: قلم گهڙڻ.
- قَلَمَجَڻُ؛ مصدر. قلمي ٿيڻ - لکجي وڃڻ. قلم قلم ٿيڻ (ڪنهن دوا جو). قلم جو لڳڻ (ڪنهن وڻ جي).
- قَلَمُ جوءُ وهيءُ وَڃڻُ؛ جو لکئو هجي سو لکجي وڃڻ. ازل جو انگ لکجي وڃڻ - قسمت جو فيصلو ٿي وڃڻ.
- قَلَمُ جِيءُ زَبَانَ جَلَڻُ؛ درد پريو داستان لکڻ - وڏي مصيبت جو ذڪر لکڻ.
- قَلَمُ جِيءُ ڪانيءُ: ذ. قضا جو قلم (سهڻي، ڪر).
- قَلَمَدانُ ۽ قَلَمَدانَ؛ ذ. صفت. قلم رکڻ جي جاءِ - ڪاٺ رکڻي. اسڪيل رکڻ جو خانو. مس قلم رکڻ لاءِ ٺهيل هڪ ننڍي پيٽي. آڏائي جي هودي کي بند ڪرڻ ۽ کهتڪن کي قابو جهلڻ لاءِ ڪاٺ جا فوت ڪن ڊگها ٿي الچ ويڪرا ٽڪرا.
- قَلَمَ ڪَيدِي چِڏَڻُ: اِسم ڪرڻ جو ٺهراءُ ڪرڻ - رواج بند ڪرڻ. انجام ڏيڻ.
- قَلَمُ ڪَرَڻُ: چالکڻ - چالتڻ. وڍڻ - ڪپڻ - ڪاٽڻ. قتل ڪرڻ - مارڻ - گهات ڪرڻ. پورو ڪرڻ.
- قَلَمُ لڳَائڻُ؛ ڪنهن ڏوهه سان قانون جو دفعو يا صيغو لڳائڻ. قلم هڻڻ.
- قَلَمَن جِي قَدمن ۾ پاسال ٿيڻُ: اکرن ۾ اڙڻ. لڪير جو فقير بڻجڻ. ڪتابن جي تقليد ڪرڻ. علم جي باريڪين کان بي خبر رهڻ.
- قَلَمَ وَهَڻُ: قلم وهيءُ وڃڻ - انگ لکجي وڃڻ. ڪم پورو ٿي وڃڻ.
- قَلَمُ وَهيءُ وَڃَڻُ؛ حڪم ٿي وَڃَڻُ - ٿيڻي ٿي وڃڻ.
- قَلَمُ هَڻڻُ: ٻوٽي جي ساٿي وڍيل ڪاني پوکڻ لاءِ زمين ۾ هڻڻ - قلم لڳائڻ.
- قَلَمِيءُ ۽ قَلَمِيَ: صفت. هٿ جو لکيل - تحريري - نوشته - دستي. قلم ٿيل - وڍيل.
- قَلَمِيءُ پَاڻِيءَ؛ ذ. پاڻيءَ جي هڪ ڪيميائي حالت.
- قَلَمِيءُ شورُوءُ ۽ قَلَمِيءُ شورا؛ ذ. صفا ٿيل شورو، جو قلمن جي صورت ۾ هجي.
- قَلَمِيءُ ڪَرَڻُ؛ وڻ وڍڻ.
- قَلَمِيءُ ڪَشالو؛ ذ. لکڻ پڙهڻ جي تڪليف.
- ● قَلَمِيءُ ۽ قَلَمِيُونُ؛ ث. پيڙيءَ جو مڙهه. بيرق.
- ● قَلَمِيءُ شورُوءُ؛ ذ. (ع). پسارڪي وکر جو هڪ قسم - صفا ٿيل شورو.
- ● قَلَنْدَرُ ۽ قَلَنْدَرَ؛ ذ. صفت. (ع). فقير. درويش - الله لوڪ فقير. دنيا کي ترڪ ڏيندڙ. مست.

- قَلَنْدَرُ شَهْبازُ؛ اسم خاص. حضرت عثمان مرنديءَ جو لقب (جنهن جي درگاهه سيوهڻ ۾ آهي).
- قَلَنْدَرِي & قَلَنْدَرِي؛ ذ. صفت. قلندر جو - قلندر وارو. قلندري اصولن تي هلندڙ. فقيرن جو هڪ قسم.

● قَلَنْدَرانِي: اسم خاص. بروهي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● قَلَنْدَرَپُورُ؛ اسم خاص. تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قُلُوبُ & قُلُوبَ؛ ذ. قَلْبَ جو جمع - دليون.

● قُلَنْءُ (ت)؛ ذ. خبر - چوري ٿيل شيءِ جي خبر - پتو - جاچ - وڙ.

● قَلِيَّةُ؛ ذ. (ع. قَلَيَ = تئي ۾ ڪنهن شيءِ کي پچڻ) ڀوڙ - پڪل ڀوڙ - پڪو.

● قَلِي & قَلِيُون: ث. حقي جو هڪ قسم - ننڍو حقو (ڀرمانند).

● قُلِي & قُلِي: ذ. صفت. (ع). مزدور - مزور - حمال - غلام.

● قَلِيانُ & قَلِيانَ: ذ. (ع). قليان - سر ڪلياڻ. حقو (آصفيہ).

● قَلِيچُ؛ ث. (ترڪي) ترار - تلوار. (اسم خاص). مرزا قليچ بيگ جو تخلص.

● قَلِيلَ؛ صفت. (ع). ٿورو - گهٽ - قدري - ذرو. ننڍو - لاڻو - لاغارو - ڇوٽو. اڻ پورو. ڪوڙو. ڪَچ - ڇڙوي - ڇڊو - ورلي - ڇٽو - ڪي.

"وحدت جي واديءَ ۾ ڪوڙئين ڪي قليل".

خسيس - ٽُچ. ڪُنڊو - گهٽ قسم جو - ڪمينو.

● قَلِيو & قَلِيا؛ ذ. صفت. (ع. قَلِيَّةُ > قَلِي = تئي ۾ ڪا شيءِ پچڻ) ڀاڙهل - ٺهڪايل. مصالح ڏنل (گوشت وغيره) (ڪاجرا).

● قُمُ: امر. (ع. قامَ جو امر) اٿ. (اسم خاص). اصفهان جي ويجهو هڪ شهر جو نالو.
- قُمُ بِاِذْنِي: جملو. اٿي منهنجي حڪم سان.
- قُمُ تِيسَنُ؛ اٿي تيار ٿيءُ.

● قِمارُ & قِمارَ؛ ذ. (ع). بازي يا شرط واري رانند (جنهن ۾ رهڻ جي ڏي وٺ هجي) - جُوا جي راند - جُوا.
- قِمارُبازُ & قِمارَبازَ؛ ذ. صفت. جُوا جي راند ڪندڙ - جُواري.
- قِمارَخانو & قِمارَخانا؛ ذ. جُوا جي رهڻ جي جاءِ - ٻِڪرِي.

● قَماشُ & قَماشَ؛ ذ. (ف). ريشمي ڪپڙو.

● قُماشُ & قُماشَ؛ ذ. (ف). گهر جو سامان - اسباب.

● قَمْبَرُ: اسم خاص. لاڙڪاڻي ضلعي جو هڪ تعلقو ۽ شهر، دادو شهر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَمْبِرانِي: اسم خاص. قلات جي بروهين جو هڪ قبيلو - هڪڙي روايت موجب قمبراڻي حضرت علي عليہ السلام جي غلام قمبر جو اولاد آهن).

● قَمَرُ & قَمَرَ؛ ذ. (ع). چنڊ - چندر - چند رما - ماه - ماهتاب - مَهه.

"قمر ڀاڙي ڪيڙ، شمس سپرين سين"
(شاه. ڪنڀات)

- قَمَرِي & قَمَرِي؛ ذ. صفت. چنڊ وارو - چنڊ جو - چانڊاڻو - ماهتابي - چنڊاڻو. چنڊ سان واسطو رکندڙ "قمري مهينو، قمري سال وغيره". چنڊ جي تاريخن جي ڳاڻيٽي وارا مهينا يا سال. علم نحو موجب شمسيہ (چپن سان نڪرندڙ آواز) ۽ لهويہ (تارونءَ تي زبان رکڻ سان نڪرندڙ آواز) ۽ حلقيہ (نڙيءَ مان نڪرندڙ آواز) اکر.

● قَمَرانِي (ت)؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● قَمَرِ هَاڙ: اسم خاص. تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قُمْرِي & قُمْرِيُون؛ ث. پکيءَ جو هڪ قسم (ڪبوتر يا ڀاريل جهڙو، غريب ۽ نرم سڀاءَ، اکيون نمائيون، ٻولي مٺي، ڳچيءَ تي ڳاڙهو يا ڀني والڪر ليڪو جنهن کي طوق چون).

● قَمْقَمو & قَمْقَما؛ ذ. (ع). ڪوزو - ڪونرو. ڪونري جي شڪل جهڙو برقي گولو - بَلْبُ.

● قَميصُ ۽ قَميصُونُ؛ ث. (ع). خميص. چولو - ڪڙتو - پهراڻ. ٻانهن وارو ڊگهو چولو. وڏو ڪُڙتو.

● قَنَاتُ ۽ قَنَاتُونُ؛ ث. (ع). پاسو - پَر. تنبوءَ جو هڪ پاسو. تنبوءَ جي پَٽ. تنبوءَ جيءُ (چوڌاري ڏنل) ڪپڙي جي پَٽ. تنبوءَ جو پردو (ل - ق).

● قَنَادائيءُ؛ اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قِنَارو ۽ قِنَارا: ذ. ٽڪُنڊو - ٽڪنڊهارو - ٽرڪُونُ - ٽڪورو - ٽپاس - ٽپامو. گوشت ٽنگڻ لاءِ تي ڪانيون. ڪينارو - ڪميلو. ڪوس - ڪوس ڪهر (پرمانند).

● قَنَاصِرا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو تعلقي ڪوٽ ڏيجي (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

● قِنَاعِتُ ۽ قِنَاعِتُونُ؛ ث. (ع). ٿوري تي راضي رهڻ واري حالت. ڪفايت - ٿـور خرچي - ٿـور خرچائي - سانگ صرفـو - صرفو - جُڳَتَ - پرستتا - سنتوش.

● قِنَاعت پيشَهُ: ذ. صفت. ڪفايت جي ڏنڌي وارو - ڪِفايتي - قناعتي.

- قِنَاعتَ جيءُ ڪمَر ٻَڌَڻُ؛ قناعت تي ٽڪائي سان قائم رهڻ - سچي دل سان سانگ صرفو ڪرڻ.

- قِنَاعِتي ۽ قِنَاعِتِي؛ ذ. صفت. ٿورو خرچ ڪندڙ - صرفو ڪندڙ - ڪفايتي.

● قَنَاوِيزُ ۽ قَنَاوِيزَ: ذ. (ترڪي). ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم - بخاري ملڪ جي سِلڪ.

● قَنبَرُ؛ اسم خاص. (ع). حضرت عليءَ عليه السلام جن جي غلام جو نالو. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هڪ شهر جو نالو.

● قَمبِرائيءُ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. حضرت علي عليه السلام جن جي غلام قنبر شيديءَ جو اولاد (جنهنڪري شيدي به پاڻ کي قنبرائي سڏائيندا آهن). تعلقي ڪهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَنبَرَ جاگِيرَ؛ اسم خاص. تعلقي ڪَڪَڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَنْدُ؛ ذ. (ع). کنڊ - شڪر. مصري. ڳڙ. نبات.

● قُنْداقُ ۽ قُنْداقَ؛ ذ. (ع). بندوق جو هڪ حصو - ڪُنْدو - قُنْدوُ.

● قَنْدَق؛ ذ. (ف. بندق). ٻسارڪي وڪر جو هڪ قسم (ٻادامي جيڏا ٿين، آن جو مغز ۽ مغز جو تيل دوائن طور ڪم اچي)

● قُنْدوُ ۽ قُندا؛ ذ. (ع). بندوق جو هڪ حصو - قُنداقُ.

● قَنْدِيلُ ۽ قَنْدِيلَ: ذ. (ع) شمعن ٻارڻ لاءِ شيشي جي رلڪين پيالن وارو شمعدان - جهاڙ. فقيرن جو پيالو. ڪِشتو - ڪچڪول - ڪشڪول - زلُبيِلُ (ل - ق).

● قَنْڌارُ: اسم خاص. (سن. ڪَنڌار) افغانستان جي هڪ علائقي جو نالو.

- قَنڌارِيُ ڏاڙهُونُ؛ ذ. ڏاڙهون جو هڪ قسم. قنڌار جو ڏاڙهون (هي وڏو ۽ ڳاڙهن داڻن سان ٿئي).

● قَنْڌارائيءُ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (آڏوائي هندن جو هڪ پاڙو).

● قَنْطَارُ ۽ قَنْطَارَ: ذ. سِڪي جو هڪ قسم (پرمالند).

● قَنْفُ؛ ث. ڳهه جو هڪ قسم - ڪن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه (گول ۽ سنهيءَ چوٽيءَ سان ٿئي جنهن جو ڳن ڪَن جي ٽوپيل ڪرڪ يا نسبيءَ سان لنگهي بيهي.

● قُنُوطُ؛ ث. (ع. قَنَطَ). نا اميد - نراسل - مايوس.

- قُنُوطيُ ۽ قُنُوطِيُ؛ ذ. صفت. نا اميد - نراس.

- قُنُوطِيتَ؛ ث. نا اميدي - مايوسي.

● قَوَاعِدُ ۽ قَوَاعِدَ: ذ. (ع). قاعدي جو جمع - قانون - قاعدا - سرشتا. ويا ڪيائڻ جا قاعدا. فوج جي ٻريڊ - ورزش - ڪسرت.

- قَوَاعِدُ ڪَرَڻُ: فوج جو ورزش ڪرڻ- پريڊ ڪرڻ.

● قَوَّالُ = قَوَّالَ: ذ. صفت. (ع). قوالي چوندڙ. راڳيندڙ- ڳائيندڙ- ڳائڻو- ڳائڪ- راڳي- ڪَٿڪُ- ڪلاونت- مطرب- گوئيو- ڳويو- مغني- لغمه سرا. بزرگن جا قول ڳائيندڙ. ڳهڻو ڳالهائيندڙ. ڳهڻ ڳالهائو.

- قَوَالِيُ = قَوَالِيُون؛ ث. ڳائڻ جو هڪ قسم. قوالن جو ڳائڻ. راڳ- ڳانو.

● قَوامُ: ذ. (ع). کهاٽي ٻاٽيٺ- لار ڪري وهندڙ ٻاٽيٺ- چاش- کهاٽي ٻت.

● قَوَانِيِنُ؛ ذ. (ع). قانون جو جمع- قاعده.

● قُوتُ = قُوتَ؛ ذ. (ع). کاڄ- کاڌو- خوراڪ- طعام- ڀوڄن- کائڻ- کيڻُ- آهار- غذا- خورش- چوڳ- چوڳو- روزي- رزق- آذوقو- توشو- رسد. آجيوڪا- گذران- کاڌو پيتو- هر ڪا کهوهي يا چولي جي ڳن ٻوڻ وارو سوراخ- ڪوٽُ (ل).

● قُوَّتَ = قُوَّتُون؛ ث. (ع). زور- ٻل- طاقت- سگهه- سگهت- شڪتي- تيڄ- ست- توفيق- سامرٿي. مجال- تاب. ٻت- ٻجندي- وس- ٻهچ- وسعت- دسترسي. ڏاڍائي- مضبوطي- پختائي- پختگي- تقويت. ڏَڍُ- آڌار- آسرو- سهارو. دڳو- اختياري- هلندي- پراڪرم- استرڳي- شهزوري.

- قُوَتَ بَاهَ؛ ث. ڪام تربيتي جي شڪتي- زور مجامعت- شهوت- مڙسي.

- قُوَت حَافظَ؛ ث. يادداشت جي طاقت- ياد گيري جي طاقت.

- قُوَت جَاذبہ؛ ث. جذب ڪرڻ واري حالت. سڪائيندڙ قوت- چوسيندڙ قوت.

- قُوَت جسُمَانيُ؛ ث. بدني طاقت.

- قُوَت نما: ذ. حساب ۾ ضرب ظاهر ڪندڙ انگ (ڪاجرا).

- قوت هَاربَهَ: ث. تيزي- تيز رفتاري- تڪ- چوه- ويڪ. رفتار- رفتاري جو حساب (پرمالند).

- قُوَتيُ = قُوتيُ؛ ذ. صفت. قوت وارو- مضبوط- جاڏو- جبرو- ٻليارو- ٻاي- ٻرٻل- ڪراڙو- سگهو- سترو- سگهارو- سگهائتو- سٻر- زورائتو- زور ڀريو- سڳتو- ستائتو- ترارو- توالو- ستاڻو.

● قُوتِيُ: ٻتيءَ جو هڪ قسم- لنيڙي ڪاٺ جي پيتي (جنهن ۾ افغانستان مان انگور اچن).

● قَودُ = قَودَ؛ ذ. چولي جي ڳچيءَ ۾ وڪال ڏاري پٽي جا هيٺان ڳنڍي پرت ٻرجي).

● قوُرمو = قوُرمَا؛ ذ. (ع. قورمه). طعام جو هڪ قسم- کهٽي کهه ۾ گوشت.

● قوُسُ؛ ث. (ع). ڪمان- ڪماڻ- ڏَلش- ڏَنڪ. کهيري جو نڪر. آسماني بُرج جو نالو- ڏَنَ.

● قوُس قُزَح: ث. مينهن جي وقت آسمان تي ڏسجڻ ۾ ايندڙ رنگا رنگي ڪمان- الدلث- الدرلث- الدر ڏنش.

● قوُلُ = قوُلَ؛ ذ. (ع. قوُل = چوڻ). ڳالهه ٻولهه- گفتار- گفتگو- چوَڪَ- ٻهاڪو- چوڻي- مثال- واڪيۃُ- مقولو. انجام- وعدو- اقرار- ٻول- پرتگيا- ٻون- سخن. اقرار نامو- قبوليت. پيٽ جو سور.

- (آوُلُ) قَوُلُ بَڪَڻُ: واهيات گفتگو ڪرڻ- ڪارگند ڪرڻ.

- قَوُلَ جوُ سَچوُ: ذ. صفت. قول جو پورو- انجام جو پڪو.

- قَوُلُ قَرَارُ؛ ذ. عهد و پيمان- انجام اقرار.

- قَوُلُ ڪَرَڻُ؛ انجام ڏيڻ- ٻرن ڪرڻ- سخن ڏيڻ- وعدو ڪرڻ- اقرار ڪرڻ- عهد ڪرڻ. پڪ ڏيڻ. اميد ڏيڻ- دلاسو ڏيڻ- آسرو ڏيڻ.

- قَوُلِنَامو = قَوُلِنَامَا؛ ذ. انجام نامو- اقرار نامو- قبوليت نامو.

- قَوُلَ وَنَڻُ: انجام وٺڻ- اقرار وٺڻ- عهد وٺڻ.

- قَوُلُ وفِعلُ؛ ذ. چولي ۽ ڪرڻي- چوڻ ۽ ڪرڻ- گفتن و ڪردن.

● قوُلاَبوُ = قوُلاَبَا: ذ. ٻيڙي ٻيهارڻ جو ڪُنڊو- لاتاري (پرمالند).

● قُوْلَنْجُ: ذ. (ع). بيماريءَ جو هڪ قسم - آنڊي جي خرابي ڪري پيٽ ۾ پولدڙ سخت سُورُ (آصفيه).

● قَوْمَ ۽ قَوْمُون: ث. (ع). فرقو - جاتي. قبيلو. ذات - جات - ورڻ. ڪُل - ونس - خاندان - گهرائو - نسل - آکهه. ماڻهن جو ٽولو - جماعت - جٿو - ڀاڱاري - ميڙ - سَٿُ - ٽولي. پوئلڳ جماعت - پيروڪار جماعت (ع. قومَه) نماز ۾ رڪوع کان پوءِ سنئون ٿي بيهڻ جي حالت - قيام (ل - ق).

- قَوْمَ پَرَسْتُ: ذ. صفت. پنهنجي قوم جو خيرخواه - قوم جو مفاد خواهان - قوم جو ڀلو گهرندڙ. قوم جو طرفدار. قوم سان پيار رکندڙ.

- قَوْمِي ۽ قَوْمِي: صفت. قوم جو - راشٽريه - جاتيه - جاتي.

- قَوْمِيَتَ: ث. قوم جو پيار (گاجرا). قوم جي ايڪتا. قوم - فرقو.

- قَوْمِي تَرانو: ذ. قومي گيت.

● قُوْمِيمچارو: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قَوِي ۽ قَوِي: ذ. صفت. (ع). قوت وارو - طاقتور - پهلوان - ٻليار - ٻلي - پرٻل - ڪراڙو - سگهو - سترو - سگهارو - سگهائتو - سبر - زوائتو - زور ڀريو - سگهتو - قوتي - ستائتو - ٻلوان - پراڪرمي - اهڃيات. مضبوط - جاڏو - جبرو - قرارو - تسوالو - ستاڻو - مستحڪم.

● قَهّارُ ۽ قَهّار: ذ. صفت. (ع. قهر) قهر ڪندڙ - غضب ڪندڙ. ڪاوڙ ڪندڙ - غصو ڪندڙ. غالب - جبار. ظلم ڪندڙ - ظالم - قهري. زبردست - زور وارو - زور ڀريو (ل - ق). ويري - دشمن - ڏچڻ (پرمانند).
(اسم خاص). الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

- قَهّارِي: ذ. صفت. قهر جو - سخت - ظلم جهڙو. ظلم ڪندڙ - ظلمي - ظالم.

● قَهرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۽ سکر ۾).

● قَهَرُ ۽ قَهَرَ: ذ. (ع). غضب - چڙ - ڪاوڙ - غصو - ڪروڌ - ڪوپ - ڏمر. زبردستي - زوري - ڏاڍ - ظلم - بيداد - انڌير - روڌ - بغداد. انياءُ - بي انصافي - ڪُنياءُ. جوش - تيک - زور. جذبو. چتائي - الڌ ڌلڌ. ڏک - مصيبت - وپت - آپدا - مازران. ڪمبختي - نڀاڳ - شامت - بدبختي - نڀاڳائي - برائي - چنڊائي.

- قَهَرُ اِلاهِي: ذ. خدا جو غضب. آسماني آفت.

- قَهَرُ ٻارَڻَ: ظلم ڪرڻ - انڌير ڪرڻ. ظلم مچائڻ. مصيبت پيدا ڪرڻ.

- قَهَرُ ڪَرَڻُ: غضب ڪرڻ - بيداد ڪرڻ. زوري ڪرڻ - زبردستي ڪرڻ.

- قَهْرِي ۽ قَهْرِي: ذ. صفت. قهر جو - قهر وارو. قهر ڪندڙ - قهار - ظالم. زبردست ويري - دشمن - ڏچڻ - (ڪناية). دل جي مصيبت پيدا ڪندڙ - حسين - سهڻو. معشوق (ل - ق).

- قَهْرِي ڪَڪَرُ چڙهَڻُ: مصيبت جو وسڻ - گوندر جو گهيرو ٿيڻ - ڀاڙ ڪنڌ تي اچي ڪرڻ - هزارن غمن ۾ گرفتار ٿيڻ - خوشيءَ جي ڪا اميد باقي نه رهڻ.

● قَهْقَهو ۽ قَهْقَهَا: ذ. (ع. قَهْقَهَه). ڏاڍيان کلڻ واري حالت - ٽهڪ. کل - مسخري - ٺٺول.

● قَهوو (قَهْوَه): ذ. (ف). ٻج جو هڪ قسم (جو ڪاڙهي پيجي) - ڪافي.

- قَهوي خانو ۽ قهوي خانا: ذ. ڪافي گهر. هوٽل.

● قَهوي دانُ ۽ قَهوي دانَ: ذ. ڪافي پيئڻ جو پيالو. ڪافي ڪاڙهڻ جو ٿانءُ.

● قهيري: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● قيءِ: ث. (ع). ڪاڏل ڪاڌو ورِي وات رستي ٻاهر نڪرڻ جي حالت - اُلٽي - ڪيه - آڇل - اوڪ - اوڪارو - اوچارو - منهن خال - سنهن ڪال - منهن چنڊ.

- قَيُ آڇَڻُ: اُلٽي اچڻ - آڇل اچڻ - اوڪ اچڻ. ڪراهت اچڻ - نفرت ٿيڻ - بڇان ٿيڻ.

- قَيُ ڪَرَڻُ: الٽي ڪرڻ- اوڪارو ڪرڻ- اوڪڻ- اوچارڻ- ڪڍڻ- اوڳڻ- مهان وارڻ- ڇنڊ ڪرڻ.

● قِيادَتَ ۽ قِيادَتُون ث. (ع). رهبري- پيشوائي- اڳوائي. صلاح مصلحت.

● قياسُ ۽ قِياسَ: ذ. (ع). اندازو- ڪَٿَ- ٽَڪ- تخمينو. ٻن شين جي وچ ۾ ڪيل تخمينو. ڪنهن ڳالهه کي ويچار سان ٻي ڳالهه سان برابر ڪرڻ جي حالت. ويچار جي طاقت. ڳڻت- انومان- انديشو- گمان. انسنو- هم تم- سوچ- ويچار- خيال- غور- خوض- ڳڻتي. جاچ- ڌيان. ذهن- عقل- سمجهه. دانست- ڄاڻ. راءِ- صلاح- رٿ. ٻين لاءِ خيال- ساڃهه- لحاظ. مهرباني- مهر- ڀلائي- احسان. ٻورو- وَڙُ. ٻاجهه- رحم- دَيا- ڪَرم- ترس. علم نحو موجب دليل جي منطقي شڪل- انومان واڪيه- قيافو- نيايتهه (پرمانند).

- قياساً: ظرف. قياس سان- قياس موجب- اندازي سارو- ٽڪ تي- اٽڪل سان- اٽڪل روءِ- ڌُل تي- انوماني.

- قِياسُ پَوَڻُ: رحم پوڻ- ٻاجهه پوڻ- هينئون ڪُرڪڻ- هڏ ڏکڻ.

- قياسُ ڪاذِبُ: ذ. ڪوڙو دليل- ڪوڙو سبب. ٻر ۾ پيدا ڪندڙ پُڪتي- هيتُ آڀاسُ (ڳاجرا).

- قِياسُ ڪَرَڻُ: اندازو ڪرڻ- جانچڻ- انومان ڪرڻ- اٽڪل ڪرڻ- ٽورڻ- ٽڪڻ. رحم ڪرڻ- ٻاجهه ڪرڻ. ترس کائڻ.

- قِياسِيُ ۽ قِياسِيُ: ذ. صفت. قياس وارو- ويچار وان- وِيچاري- ڳاڻو- خيالي- ڳڻو- فڪري- فڪرمند- وچارسيل- دورانديش. ساڃهه وارو. مهربان- رحمدل- قياس وند- رحمي- ديالو- ٻاجهارو- دياوان. ڪلپنا جو- ڪلپنا وارو. انوماني- فرضي. سانسڪ نظري- سُوتر آتمڪ- غير عملي- صاحب قياس.

● قِيافوُ ۽ قِيافا: ذ. (ع. قِيافَهُ) شڪل ڏسي نياڳ سياڳ يا چڱائي مدائي وغيره جي علامتن معلوم ڪرڻ جو علم. شڪون- سڳڻُ- حال.

● قِيامَ ۽ قِيامُون: ث. (ع. قيامت جو مخفف) بيهڪ. ٻيهڻ جو ڏينهن (چاڪاڻ ته ماڻهو قيامت ڏينهن پيرن ڀر ٻيهي پنهنجي اعمالن جو حساب ڪتاب ڏيندا "سر ڪنيات- ڳر")- قيامت- حشر. مصيبت- آپدا- آفت- غضب (ظرف). هرگز- سُور- ڪڏهن- هر گز- اصل- بلڪل.

- قِيامُ ڪَرَڻُ: مقام ڪرڻ- ترسڻ- ٽڪاءُ ڪرڻ- بيهڪ ڪرڻ، آٿڻ- ڪڙائي ڪرڻ.

● قِيامَتَ ۽ قِيامَتُون: ث. (ع). قائم ٿيڻ جي حالت- آٿڻ جي حالت. ٻيهڻ جي حالت. سيني مُردن جي آٿڻ جو ڏينهن- روزمحشر- قيام. سخت مصيبت- آپدا.

● قِيامتَ اچَڻُ: مصيبت اچڻ- ظلم سچڻ- اندير ٿيڻ.

- قِيامَتَ خِرامُ: صفت. ناز سان هلندڙ.

- قِيامَتَ ڪَرَڻُ: حشر ڪرڻ- ظلم ڪرڻ- اندير ڪرڻ. عجيب و غريب ڪم ڪرڻ. ڪنهن ڪم ڪرڻ ۾ حد کان وڌيڪ زور لائڻ.

- قِيامَتَ لائي ڏِيَڻُ: ظلم مچائڻ- حشر ٻارڻ. رڙ مٿان رڙ لائي ڏيڻ- ماٺ نه ڪرڻ.

- قِيامَتَ مَچائِڻُ: ظلم ڪرڻ- ناحق ڪرڻ- بي انصافي ڪرڻ. ڳوڙ ڪرڻ. رڙ مٿان رڙ لائي ڏيڻ.

● قيبَثَرُ: ذ. تير.

"مژگان محب ديان قيبثر ڪارِي"

(سچل).

منهنجي خيال ۾ "قيبثر" لفظ غلط آهي، غالباً اهو لفظ "قير" جي معني آهي. هڪ قسم جي سياه (ڪارو) روغن جو نالو، جو ڪوئلي وانگر چنبڙندڙ آهي، جهازن يا ٻيڙي جي درزن پرڻ ۾ ڪم اچي، جيئن انهن وٽين سان پاڻي لنگهي نه اچي). جيئن ته اهو روغن تمام ڪاري رنگ جو ٿئي ٿو، ان ڪري شايد "سچل سائين" محبوب جا مژگان ڪاري روغن "قير" سان مشابهه ڪري ٿو (مرتب).

● قَيْدُ ۽ قَيْدَ؛ ذ. (ع). بند ـ روڪ ـ بندش. ٻَڌُ. ھَڪَڙ ـ وٺ ـ جھل ـ گرفت. گرفتاري. بند ڪرڻ جي جاء ـ جيل ـ لاڪپ ـ ترم ـ ترنگ. (صفت). بند ٿيل ـ روڪيل ـ بنديل. ٻڌل. ھڪڙيل ـ گرفتار. (ظرف). جيل ۾ ـ لاڪپ ۾ ـ ترنگ ۾.

ـ قَيْدُ السَّماء: ذ. پاڻيءَ جو قيد (جتي داڻو پاڻي لکيل ھجي) (سر ساريي ـ ڪر). نصيب ـ قسمت ـ تقدير (ن ـ ب).

ـ قَيْدُخانو ۽ قَيْدَخانا؛ ذ. بنديخانو ـ جيلخانو ـ زندان ـ جيل لاڪپ ـ ترنگ ـ ڪاٺ.

● قَيْدُ ڪَرَڻُ: بند ڪرڻ ـ روڪڻ. جيل ۾ وجھڻ ـ لاڪپ ڪرڻ ـ زندان ۾ وجھڻ.

ـ قَيْدُ ڪَٽَڻُ: شرط قبول ڪرڻ (د ـ واصف).

ـ قَيْدِيُ ۽ قَيْدِيُ؛ ذ. صفت. قيد ڪيل ـ باندي ـ جيلي ـ اسير ـ مُتَقَيَّدُ ـ گرفتار ـ ھڪڙيل ـ جھليل. مجرم ـ ڏوھاري ـ سزا يافتہ.

● قيراطُ؛ ذ. (ع). وزن جو ھڪ قسم. چئن جون جي تور جو وزن ـ اڌ دانگ.

● قَيْسُ؛ اسم خاص. عربستان جي ھڪ مشھور (عاشق ”قيس“ پيدا ٿيو). ليليٰ جو عاشق ـ مجنون (ل ـ ق).

● قَيْصَرُ ۽ قَيْصَرَ؛ ذ. (رومي). ماءُ جي مري وڃڻ سبب آن جي پيٽ مان چيري ڪڍيل ٻار (روم جو بادشاھہ اغسطوس انھيءَ طرح پيدا ٿيو ھو. ان بعد ھرھڪ بادشاھہ کي قيصر سڏيو ويندو ھو). بادشاھن جو بادشاھہ ـ شھنشاھہ ـ سمراٽ. جانورن جو بادشاھہ ـ شينھن ـ شير (ل ـ ق).

ـ قَيْصَرُ هِنْدُ؛ ذ. ھندستان جو شھنشاھہ (١٨٧٧ع ۾ مھاراڻي وڪٽوريا اھو لقب اختيار ڪيو ھو جو انگريزن جي وقت ۾ ١٩٤٧ع تائين ھندستان جي شھنشاھہ لاءِ ڪم ايندو ھو).

● قَيْصَرُ آبادُ؛ اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ ھڪ ديھہ جو نالو.

● قَيْصَرانِيُ: اسم خاص. مزاري بلوچن جو ھڪ قبيلو (رستمائين جي شاخ آھي).

● قَيْصَرِ پوٽَرَ؛ اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۾).

● قَيْصَرِ خَانُ مَرِيُ؛ اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ ھڪ ديھہ جو نالو.

● قَيْصَرِ راجَڙَ؛ اسم خاص. تعلقي ميرپور خاص ۾ ھڪ ديھہ جو نالو.

● قَيْضُ ۽ قَيْضَ: ذ. چير ـ ڦوٽ. کھٽتائي ـ ڪاراڻ ـ عيب ـ وڏ ـ سقم ڪوتائي ـ خامي ـ خرابي رهڻي وغيره ۾ (هرمانند).

ـ قَيْضِيُ؛ ذ. کوٽو رهيو ـ خراب رهيو. (اسم خاص). تعلقي جاتيءَ ۾ ھڪ ديھہ جو نالو.

● قَيْطُونُ ۽ قَيْطُونَ: ذ. ث. (ترڪي. قيطون=ڏوري). ڪنھن ڪپڙي وغيره کي سونھن خاطر ھڻڻ لاءِ زريءَ واري پٽي ـ مقيس جي پٽي پرت پريل پٽي. پتامڪ ـ پانڪ ـ ڏوري ـ پٽي ـ ڦيٽ. ريشم جي پٽي ـ ربين ـ ڪناري ـ وَٽِ آنڊِيُ.

● قِيفُ ۽ قِيفَ > قيفُونُ؛ ذ. ث. (ع). مخروطي شڪل جي لوھي ٽن سان پيالي (جنھن جي وسيلي ڪنھن سوڙھي منھن واري ٿانءَ ۾ پاڻيٺ وجھجي) ـ ڪيمي ـ ڪيفُ. دولھين جو نيڪال ـ ٻخارو ـ ٻخاري ـ چمني.

● قِيلُ؛ ذ. (ع). لفظ. ڳالھاءُ ـ گفتگو. ڳالھہ ٻولھہ. مخفف قيل قال جو.

ـ قِيلَ مَقالَ: ث. گفتگو. ڳالھہ ٻولھہ ـ ٻات چيت ـ ريجھہ رھاڻ. واد وِوادُ ـ وادُ جِدَلِ ـ حرف زني ـ ٽيڪاٽوڻي ـ رد ڪَدُ ـ بحث.

ـ قِيلُ وَ قالُ؛ ذ. ث. قيل مقال.

● قَيْلُولا؛ ذ. (ع. قَيْلُولَہُ) ٻن پھرن جي لنب ـ منجھند جو آرام. ننڊڙي ـ ڊُنواڪو ـ سوپو ـ سوپڙو ـ گھيرٽ ـ جھٽڪو.

● قِيمَتَ ۽ قيمتُون: ث. (ع). مُلھہ ـ بھا ـ دام ـ مول ـ نرخ ـ اگھہ ـ گرٽ ـ ڪٽ ـ لاٿو. مرتبو. قدر.

ـ قِيمَتِيءُ ۽ قِيمَتِيءُ: ذ. صفت. گھڻي قيمت وارو. ملھائتو ـ املھہ ـ امولڪ ـ امل ـ گران.

چوکمي مال. زيورات. قابل قدر. ناياب - بلڪل ڪمائتو. عمدو - نفيس - سهڻو.

● قِيمَت آبادُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● قِيمَڪَاڻِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● قِيمو ۽ قِيمَا: ذ. (ع. قِيمَهٌ). ذرا ذرا ڏيل گوشت - ڪُتريل گوشت - سنهون ٽيل گوشت.

- قِيمَاڻِي ۽ قِيمَاڻي؛ ذ. صفت. قيمو ڪندڙ.

- قِيمو ڪَرَڻُ: ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ - ذرا ذرا ڪرڻ - تمام سنهون ڪرڻ. چِتَڻُ.

● قَينچِي ۽ قَينچِيون؛ ث. (ترڪي). ڪپڙو وغيره ڪترڻ جو مشهور اوزار - ڪينچي - مقراض - ڪَتَرِ.

- قَينچِيءَ تي تَاهِڻُ: حجامن جي اصطلاح ۾ هينيان ڦٽي جهلي قينچيءَ سان وارن کي ڪترڻ.

● قَيُومُ؛ ذ. صفت. (ع). قائم ڪندڙ - برپا ڪيل - ڪُپايل - جمايل. ڪڙو ڪيل - اٻو ڪيل - قائم. ٿاڦيل (ڪنهن عهدي تي ملازم يا ميمبر وغيره) - مقرر ڪيل. پڪو - پختو - ڏاڍو - مضبوط - قابو - سوکهو. اسم خاص. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

# ڪ

ڪ: سنڌي الف، ب جو ٣٩، عربي جو ٢٢ ۽ فارسيءَ جو ٢٥ اکر - ابجد موجب سندس عدد ٢٠ (آچار ڪاف).

● ڪَ؛ حرف جملو يا جيئن "هي ڪَ هو" (علم نحو) چا "ڪو ٻلو پيٺي ڪبوتي ڪوا ڪ؟" (ٿ).

● ڪِ: حرف جملو. "ڪي" جو مخفف - سوالي مصرع، جو جملو پورو ڪندڙ حرف - يا - ته. جيئن "هوءَ ڪِ هيءَ اچي". (صفت). ڪو - ڪجهه. ڪِين - چا.

"ڪِ ڪي ڪڙيا پير ڪِ ڪڙيو ڪيچ ڏٿين لاءِ" (شاهه - آبري).

● ڪُ؛ ذ. صفت. گرامر ۾ ٻئي لفظ اڳيان لڳندڙ حرف. خراب - ڪينو - گندو - بڇڙو - ردي. (جيئن "ڪُسنگ" وغيره). بيمار - اکهو - لڳو - ناچڱو. ٻي - ڪانسواءِ - ري - بِنا. جيئن "ڪمهل، ڪپاتُ، ڪپتيو وغيره" (ضد. سُ = چڱو).

- ڪُبُنِتِ: ث. بي ادبي - گستاخي - بد تميزي - بد تهذيبي - بد اخلاقي - بد ڪرداري.

- ڪُبَنِيتا ۽ ڪُبَنِتِ يائُون؛ ث. بي ايماني - ڪُپت - ٺڳي - دولاب - دغا - فريب - دوکو - دوکيبازي - ٺڳ ڪَٺُ.

- ڪُپَرُ ۽ ڪُپَرَ: ذ. صفت. بي طاقت - بي زورو - بي سگهو - لِسو - ڪُسَتُ - هيڻو - اپرو - ضعيف - ناتوان.

- ڪُبِنڊِيُ (ٿ)؛ ث. اجائي ڳالهه. بد اراد و - بد تميزي - بد اخلاقي - بد تهذيبي - بد ڪرداري.

- ڪُبيلي؛ ذ. بي يار و مدد گار. بڇڙن افعالن وارو دوست - ڪسنگي - بد افعال - ڪَنُ - خراب دوست.

- ڪُبيليائي ۽ ڪُبيليائِيُون: ث. چڱي مدد گار کانسواءِ - بي سهاري.

"ڪبيليائي ڪيچ ڏي هَجَ ا هلائج" (شاهه).

- ڪُپُ ۽ ڪُپَ؛ ذ. صفت. نياڳ يا بد بختي آڻيندڙ شيءِ - بد بخت - ڪم بخت - ڪم نصيب - ڪرم هيڻ - نامراد - ندورو - ادورو - نياڳو - چندبو. ڏک - مصيبت - آهدا - وهت - شامت - اوسر - ڪم نصيبي. خراب - بڇڙو - مندو.

ــ کُټَرڅ ج کُټَرڅ َ ؛ ذ. خراب تړ واري جاء ــ گند و گهیڅ ــ خراب تړ.

ــ کُپاتیرُ ج کُپاتیرَ ؛ ذ. صفت. نالائق ــ کُپاتُ ــ اجوگ ــ آپاتر ــ ناخلف ــ نااهل (اولاد). بي اعتبار ــ بي ویساهو ــ کپټیو ــ دغاباز ــ ټګ ــ ټوګي. لوپي ــ لاچي. برو ــ بچړو. ارذو ــ شریر ــ ذلکو.

ــ کُپاتُ ج کُپاتَ : ذ. صفت. بدخصلت ــ ناصالح ــ کریل ــ نالائق ــ کپوتُ ــ نا اهل (اولاد). ذسو "کُپاتیرُ."

ــ کُپارُ ج کُپارَ (ت)؛ ذ. صفت. بي وفا.

ــ کُپاس (ت): ث. بي لحاظ ــ بي مروت.

ــ کُپټُ ج کُپټَ ؛ ذ. صفت. خراب لچڼ وارو پت ــ کُپوتُ ــ کپوتُ ــ نالائق ــ بکړیل ــ کریل ــ نا سالم (پت). بي دنکو ــ بدفضیلتو ــ ادنکو ــ بدتمیز.

ــ کُپټیُ ج کُپټیُ ؛ ذ. صفت. دولابي ــ فریبي ــ دغاباز ــ ټګ.

ــ کُپټ ج کُپټون ُ: ث. خراب پت ــ ټګي ــ دولاب ــ فریب ُ ــ خیالت.

ــ کُپټیو ج کُپټیا ؛ ث. صفت. خراب پت وارو ــ خیانتي ــ بي ویساهو ــ بي اعتبار ُ ــ بي پتیو.

ــ کُپجو ج کُپجا ؛ ذ. صفت. کینو یا بچړو ماڼهو.

ــ کُپنچ ج کُپنچون ُ؛ ث. کینائي ــ خرابي ــ بچړائي.

ــ کُپَر ج کُپرون ُ؛ ث. ادنکي هلت ــ بچړي عادت ــ اجائي پر ــ خراب رسم ــ بي دستوري ــ کریت ــ بدرواج ــ خراب چال ــ بدعت ــ خراب لمونو ــ غلط رستو. ناحق ــ ظلم ــ مصیبت (ل).

ــ کُپوتُ ج کُپوتَ ؛ ذ. صفت. ذسو کُپټُ.

ــ کُپوتیُ ج کُپوتیون ُ؛ ث. بګاړ ــ درکتي ــ خرابي.

ــ کُپوتُ ج کُپوتَ : ذ. صفت. نا صالح پت ــ ناخلف ــ لیاگو ــ بدنصیب ــ بي فرمان ــ کُپوت ــ کُپټ. (ضد. سپوت).

ــ کُپوکَ ج کُپوکون ُ؛ ث. صفت. ردي یا خراب پوک.

ــ کُپېر ُ ج کُپېرَ ؛ ذ. صفت. بدنصیب ــ بدبخت ــ چنبو ــ کلچټو ــ لیاگو ــ ادنکو ــ بي راه.

ــ کُپېرائيُ ج کُپېرائیون ُ: ث. بدنصیبي ــ بدبختي ــ چنبائي ؛

ــ کُپېرو ج کُپېرا ؛ ذ. صفت. بدنصیب ــ نیاگو ــ بدبخت ــ چنبو ــ کلچټو ــ بي راه ــ ادنکو. شوم.

ــ کُپېري ُ ج کُپېریون ُ: ث. صفت. خراب چال واري عورت ــ کلچټي ــ باهر پېري. بېراهي ــ گمراهي ــ غلطي.

ــ کُپېریو ُ ج کُپېریا : ذ. صفت. کُپېر ــ بي راهو.

ــ کُجات ج کُجاتون ُ؛ ث. صفت. کم ذات ــ گهټ ذات ــ ملیچ ــ نیچ ــ کډو ــ اچوت.

ــ کُجاتیو ُ ج کُجاتیا : ذ. گهټ ذات وارو ــ ملیچ ــ لیچ ــ کم ظرف.

ــ کُجټ ُ ج کُجټَ : ذ. صفت. بد نیت ــ بري طبع وارو ماڼهو ــ کوتو ــ تنګ دل ــ ذلکو. بېکار.

ــ کُجټ ُ ج کُجټَ : ذ. صفت. بیوقوف (انسان) ــ کم ذهن ــ بي عقل ــ مورک ــ مت هیڻ ــ گهیلو ــ ذذ ُ ــ مڏ ُ ــ پوڏدو. مٽي ڦریل. لوڏ ُ. مرچوت ــ شوم ــ کنجوس ــ مکي چوس ــ چچي مار. بچړو ــ بدشکل ــ قبیح. گندو ــ میرو ــ غلیظ ــ کینو.

ــ کُجسو ج کُجسا ؛ ذ. صفت. خراب جسم ــ خراب بدن.

ــ کُجسائيُ ج کُجسائیون ُ؛ ث. خرابي ــ گدلائي ــ میرائي ــ غلیظائي ــ بچړائي.

ــ کُجانو ج کُجانا ؛ ذ. صفت. اڻ چاول (کیر).

ــ کُجټ ُ ج کُجټَ : ذ. صفت. لچ ــ بدمعاش. ظالم. ذسو کُجټ ُ.

ــ کُجهړ ُ ج کُجهړَ ؛ ذ. اڙالکو پېچرو یا وات ــ اوجهړ ــ مولجهارو ــ آواگهر.

- ڪُچالَ ج ڪُچالُون: ث. بد چال - خراب هلت - ڪنو رستو - اڻنڪي روش.
- ڪُچِرُ ج ڪُچِر؛ ذ. صفت. گهٽ ڇرانڊڙ - ڏڄر. بي همت.
- ڪُچِنُ ج ڪُچِنَ؛ ذ. صفت. خراب اجهو يا پناهه - خراب جاءِ. لاچار - بيوس - بنا مرضي (ضد. چنُ)

"چن لڄي هيٺ ڪُچِنَ آهيان ڪوٽ ۾".
(شاهه - مارئي).

- ڪُڏَا ڏورو ج ڪُڏا ڏورا؛ ذ. صفت. (ڪ = خراب + ڏاتو + بنياد). خراب بڻ وارو - بي بنيادو - بڻ بڇڙو - بد نسل - بد بنياد - بي بڻو. ڪلڇڻو - اڻ لڪو - بد چال - ڪميڻو - بد خصلت - بي حيا. بدتهذيب - بداخلاق. بد ڪردار - بي ارڪالو. ڪنو. بي چيو - لنڊر. (ضد. سڏا تورو).
- ڪُڏَنُ ج ڪُڏنَ؛ ذ. صفت. خراب ڏڻ (اڪثر ڳڏهن تي اطلاق).
- ڪُڏولُ ج ڪُڏولَ؛ ذ. صفت. خراب لوڏو. بدشڪل - بد زيب - بد صورت - بڇڙو - خراب. (ضد. سڏولُ).
- ڪُڏَوَلو ج ڪُڏَوَلا: ذ. صفت. بي ڏولو - بد شڪل - قبيح - ڏول مول - ڏوڙ موڙ - ڪروپ - ڪُڏيو - بد زيبو - بد صورت - روپ هيڻ - چيپلو - ڪجهٽ. اڻنڪو - بي ڍنگو.
- ڪُڏيائي ج ڪُڏيائيُون؛ ث. بد شڪلي - بد زيبي - ڪُرهي - روپ هيڻائي - بي ڏولائي. بد اخلاقي - بد فضيلتائي - بي ادبي - ڪلڇڻائي. بدتدبيري (ت).
- ڪُڏيو ج ڪُڏيا: ذ. صفت. بي ڏولو - ڏوڙ موڙ - ڪروپ - ڪُڏولو - بڇڙو - بد زيبو - بد شڪل - بد صورت. روپ هيڻ - قبيح شڪل - ڪجهٽ. اڻنڪو - بي ڍنگو - بي ڍٻو - وليلو. بي فضيلتو - بي ادب - بد اخلاق - ڪلڇڻو.
- ڪُڏَهائي ج ڪُڏهائيُون؛ ث. ڏسو ڪُڏيائي.
- ڪُڏَهو ج ڪُڏَها: ث. ڏسو ڪُڏيو.
- ڪُڏَلڪائي ج ڪُڏلڪائيُون؛ ث. اڻنڪائي - خراب هلت - بد عادت - ڪڏائي - بد معاشي - شوهدائي - لچائي - شرارت - ڪمينپ - بد اخلاقي.
- ڪُڏَلڪو ج ڪُڏلڪا: ذ. صفت. اڻنڪو - وليلو - بي ادب - بد فضيلت - بد اخلاق - بدتهذيب - ڪلڇڻو - بد تميز. بي بنيادو - خراب نسل وارو. ڪسنگ - لچو - بدمعاش - لوفر.
- ڪُڏات ج ڪُڏاتيُون؛ ث. ڪميڻائي - ليچڙڻ - ڪڏائي - اوڇ - اوڇائي - هسورائي - بڇڙائي. گهٽ ذات - نيچ - ڪمينو - ڪڏاتيو.
- ڪُڏاتيو ج ڪُڏاتيا؛ ذ. صفت. گهٽ ذات - ڪين جهڙو - اوڇو - ڪم ذات - ڪميڻو - ڪڏو - مليڇ.
- ڪُراهَ ج ڪُراهُون: ث. اوجهڙ - خراب رستو - ڏنگي وات.
- ڪُرَسو ج ڪُرَسا؛ ذ. صفت. (سن. ڪُ = خراب + رَسُ = سوادُ). بي سواد - بي لطف - بي ذائقو - ڦڪو. اڻ سجلائتو - اڻانئو - بي شعور. بي مانو - بد نام - بد نامي جهڙو. (اها شيءِ يا ڳالهه) جنهن ۾ ڪجهه ٿورو تجلو سواهن يا چڱي نالي ڪڍڻ واري خوبي هجي.
- ڪُرَسِي ج ڪُرسيُون: ث. صفت. ونجوڪ - لجوڪ - بدسلوڪي - اڻ ٺاهه - اڻ ٻولڊ - آنبٽ - تڪرار - رسامو - معاملو. ناپاس وغيره ٿيڻ ڪري ٿيل بدنامي - خواري - ڦڪائ.
- ڪُرَنگُ ج ڪُرَنگَ: صفت. بڇڙو رنگ - خراب رنگ.
- ڪُروپُ ج ڪُروپَ: ذ. صفت. بڇڙو - بد شڪل - ڪوجهو - بد صورت - بدزيبو - روپ هيڻ - ڪُجهَٽُ - ڏوڙُ موڙُ - چيپلو - ڪُروپي - ڏول مولُ - ڪنو - قبيح شڪل.
- ڪُروپي ج ڪُروپي: ذ. صفت. بڇڙو - بد شڪل - ڪوجهو - بد صورت - بد زيبو - روپ هيڻ - ڪُجهَٽُ - ڏوڙ موڙُ - چيپلو - ڪروپُ - ڏولُ مولُ - ڪنو - قبيح شڪل.
- ڪُرِيتِ ج ڪُرِيتُون: ث. خراب ريت - بڇڙي رسم - اڻنڪو رواج - ڪني رسم - ڪني عادت -

بد چالي - خراب ٻَر - ٻڇڙي پرويز - ڪُپَرِ - اڻ لڳو طريقو - خراب ڪم - نا مناسب دستور. بي وفائي.

- ڪُرِيٽِ ڪَرَڻُ: خراب رسم يا روش ڪرڻ.

- ڪُرِيٽُ ۽ ڪُرِيٽَ: ذ. اختلاف.

- ڪُرِيٽو ۽ ڪُرِيٽا: ذ. صفت. خراب ريت وارو - ناجائز طريقي سان - اجائي طرح. بي ڪِرو - ڪذاتورو. ڪاڇٽو - اڻ ٺڪو - بد چال - بي فضيلتو - ڳنوار - ٽَنگ.

- ڪُسَاڪَ ۽ ڪُساڪُون: ث. ڪوڙو قسم - ڪوڙو سواهن - ڪوڙي ساک.

- ڪُساک ڪَرَڻُ: ڪوڙ ڪرڻ.

- ڪُساڪُ ۽ ڪُساڪَ: ذ. صفت. ڪوڙو - ٺڳاڪي - قسمي - لچو.

- ڪُساڪو ۽ ڪُساڪا: ذ. صفت. ڪوڙو - ڪوڙو قسم ڪندڙ - بي ويساهو - بي اعتبار.

- ڪُساڪِي ۽ ڪُساڪِيُ: ذ. صفت. ڪوڙ ڳالهائيندڙ - بي ويساهه - بي اعتبار - ڪوڙو - قسمي - ڪوڙيون ساکون ڏيندڙ.

- ڪُساڪِيو ۽ ڪُساڪِيا: ذ. صفت. ڪوڙي ساک ڏيندڙ - قسمي ڪوڙو - بي اعتبار - بي ويساهه - رهزن.

- ڪسپ ۽ ڪسپ: ذ. (ڪ. خراب + سُپ = سوڻ). خراب سوڻ - بد سوڻ.

- ڪُسَتُ ۽ ڪُسَتَ: ذ. بي طاقت - بي زور - لست - بي هچ. ڪوڙ.

- ڪُستِيُ ۽ ڪُستِيُ: ذ. صفت. ڪوڙو - بي ايمان - بي پتيو - دغاباز - فريبي - ڪوٺو - تقليدي - ٺڳ - جوٺو جڙتو. رهزن.

- ڪُسَجهُ ۽ ڪُسَجهَ ذ. سهولت کان سواءِ - بنا وجهه.

- ڪُسَجهِيُ ۽ ڪُسَجهِيُ: ث. بي سهولتي - بي وجهي.

- ڪُسَرُ ۽ ڪُسَرَ: ذ. صفت. خراب سُرُ - ڪنو ڪانو. خراب ڪک. ڪني پاڻيءَ جي ڏنهه. بي چيو (ٿ).

- ڪُسَرو ۽ ڪُسَرا (ڪ): ذ. صفت. اي سُرو - بي تارو.

- ڪُسَنڱُ ۽ ڪُسَنڱَ: ذ. صفت. خراب صحبت - بري سنگت - ٻچڙن جو ميل ملاپ - ڪني دوستي. خراب رستو. بي اتفاق - بد دوست.

- ڪُسَنڱِيُ ۽ ڪُسَنڱِيُ: ذ. صفت. خراب سنگت وارو - ٻچڙن جي صحبت ۾ رهندڙ - بري صحبت وارو. ڪريل - بي چيو - اڻ لڳو - ٻيٽَل - ڪريو - اوفر.

- ڪُسَولتِيُ (ڪ): ذ. بد صورت - ڪشاهينگ.

- ڪُسُهاتو (ٿ). ذ. اڻ وڻندڙ.

- ڪُشاهِيڱُ ۽ ڪُشاهِيڱَ: ذ. صفت. (ڪ = خراب + شاهيگ = سهڻو). بدشڪل - بد صورت - ڪروپ.

- ڪُشَرا ۽ ڪُشَرائُونُ > ڪُشَرايُون: ث. خراب هلت - بي انصافي.

- ڪُشَرايُونُ ڪَرَڻُ: خراب هلت ڪرڻ - بي انصافي ڪرڻ.

- ڪُشَرِئِيُ ۽ ڪُشَرَيُونُ: ث. بي انصافي - خراب هلت.

- ڪُشَرِيُ (ڪ): ث. (سن. ڪ = خراب + (ع). شرع = شَرا = فيصلو). خراب فيصلو - بي انصافي - ڪُنياءُ.

- ڪُڪَرمَ ۽ ڪُڪَرمَ: ذ. صفت. (ڪ = خراب + ڪرم = ڪم). خراب ڪم - ٻچڙو فعل - اڻ نڪي هلت - بد اعمال - بد پيشي - خراب هلت. ظلم - ناحق. گناهه - ڏوهه. بيراهه - بي دين. خراب سنوڻ. ٻچڙائي - ٺيا ڳائي.

- ڪُڪَرمِيُ ۽ ڪُڪَرمِيُ: ذ. صفت. خراب ڪم ڪندڙ - شرير - بد - لچَّس - ٻچڙو - خراب - بدڪار. پاپي - زاني. ظالم.

- ڪُڪَاجُ ۽ ڪُڪَاجَ: ذ. صفت. ا.. ڪاٺ جهڙو ڪاڏو.

- ڪُگهَرِيُ (ٿ): ث. گهٽ گهر مان آندل - نيچ گهر جي.

- ڪُلاهه (ڪ): ظرف. چالاءِ - چاجي لاءِ.

- كُلَچَن ء كُلَچَن َ؛ ذ. خراب لـچـن - بد عادتون - خراب چال - بد چال - اوگن - بي كري - بد كرداري - بد اخلاقي - بد تهذيبي.
- كُلَچِشو ء كُلَچِشا؛ ذ. صفت. بد اطوار - بد كردار - بد اخلاق - بد لچشو - بد عادت بد تهذيب.
بد كار - كُدا تسو رو - بي كسرو - كريل - لپث - كُدو. منحوس - اتجس.
- كُلكَن ء كُلكَن؛ ذ. كلچن - بد عادت - بد اخلاقي - بد خلقي - اوگن - خراب لچن. بد لصيبي.
- كُسارِ كَب ء كُسارِ كَب: ذ. (ك = خراب + سارِكب = رستو) خراب رستو - ايلنكي ريت - كِنو رواج.
- كُساڙ هُو ء كُساڙ هُو؛ ذ. صفت. نامراد - كمائهو - كانئير - آپُرش - كِنو - كِرتَن - كُدو.
- كُمَت ء كُمَتُون؛ ث. (ك = خراب + مت = سمجه) اجايا خيال - وَهَم. ايسائسپ - بي عقلي - بي وقوفي - حماقت - چريائي - موركائي. خراب صلاح - كِنبي لصيحت.
- كُمتي ء كُمتي؛ ذ. صفت. اجاين خيالن وارو - بدنيت. خراب نصيحت كندڙ - كاريندڙ. دشمن. نقصانكار.
- كُمُندائِتو ء كُمُندائِتا؛ ذ. صفت. كُمُندو - بي مندائتو - بنا موسم جي - اڻ مُندو - موسم كانسواء - بي موقعي - بي مهل - كُمَهلو.
- كُمُندو ء كُمُندا؛ ذ. صفت. بي مُندو - بي مهلو - كُمهلو - بي موقعي - اڻ مُندو - موسم كانسواء.
- كُمُهاڙو ء كُمُهاڙا: ذ. صفت. كُماٺهو - اپُرش - كانئير - بي همت - نامرد - كانئو - كيدي.
- كُمُهاٺو ء كُمُهاٺا؛ ذ. صفت. كُمهاڙو - اپُرش - كانئير - بي همت - نامرد - كانئو - كيدي.

- كُمَهَري ء كُمَهَرِيُون؛ ث. مهر كانسواء - تكليف - ڏک - ڏاکڙو. وقت سر کير نه ڏيندڙ مال (ک). (ضد. سُمَهَرِي).
- كُمَهَلو ء كُمَهَلا؛ ظرف. بي وقتو - بي مهلو - كُويلو - ديرائتو - اويلو - چرکو - ري مُندو - بي موسمو - بي موقعي - كَوقتو. مهل نه كندڙ - كم نه كندڙ.
- كُمَهَلائِپي ء كُمَهَلائِپيون؛ ث. كُويلائي - بي وقتائتي - بي موسمي.
- كُنياءُ ء كُنياءَ؛ ذ. بي انصافي - ظلم - بيداد - ناحق - انڌ - ستم - كـڌور.
- كُنيائِپي ء كُنيائِپيون؛ ث. بي انصافي - ظلم - كُنياءَ (ذ. صفت). بي انصاف - ظالم - ستمگر.
- كُنيتَ ء كُنيتُون؛ ث. بچڙائپي - بد فعلي - لانگ چوٽائي - بد كرداري - بد خيالي - غلط فهمي. بي ترتيبي - اڻ ريت - بي ضابطگي. لاغور تي. ساهي.
- كُنيتو ء كُنيتا؛ ذ. صفت. دُراچاري - كلچتو - بد اخلاق - بد كردار - بچڙو. بي كاٿو - كينمو. اڻ كٿتو - وقت تي غير حاضر.
- كُنيئُم ء كُنيئُم؛ ذ. صفت. نالائق (ت).
- كُنيئُمو ء كُنيئُما: ذ. صفت. بي كاٿو - وقت تي غير حاضر - اڻ كٿتو - بي ترتيب - بي ضابطگي - بي قاعدي - بي آصول. بي ڍول.
- كُوڙائِپي ء كُوڙائِپيون؛ بي وڙائپي - بي شرمائي - بي حيائي - نالائقي.
- كُوڙو ء كُوڙا؛ ذ. صفت. بي وڙو - اڻ سهائيندو - اپهتو - ناشائستو - خراب طبيعت وارو - بي مروت - بي لحاظو - بي شرم - بي حيا. نالائق. عيبدار.
- كُوڙِي ء كُوڙِيُون؛ ث. صفت. بچڙن وڙن واري - نالائق. كميني - بد افعال - نااهل.
- كُوَقتو ء كُوَقتا؛ ظرف. كويلو - كُمهلو - بي وقتو - اويلو - چرکو - بي مهلو - بي موسمو - ري مندو.

- ڪُوَلُ ۽ ڪُوَلَ ؛ ذ. صفت. بيوقوف - نادانُ - ڳهيلو - جاهِلُ - اٺاسو - موڳو - موڙهل - ڪم ذهن - بي‌عقل - مورکب - مت هيڻ - پَڪو - آناڙي. اوڏُ. بي ڊؤلو - بد صورت. بدلڇڻ - بد افعال - بد خيال.
- ڪُوَٽيتِ ۽ ڪُوَٽيتُون: ث. اٻيٽ - ڦيڏو - ڏها ڳ.
- ڪُويچ ۽ ڪُويچَ: ذ. صفت. (ڪ = خراب + (سن) وئيدم = حڪيم) نيم طبيب - نادان ڊاڪٽر - بيوقوف حڪيم - اڻ چاڻ - ڏڏ.
- ڪُويهرَ ۽ ڪُويهرونُ؛ اويهر - ديهر - بيوقت - بي مهل - ڪُويل - ڪُمهل.
- ڪُويهرو ۽ ڪُويهرا: ظرف. ڪمهلو - ڪُويهلو - اويرو - چرڪو.
- ڪُويساهُ ۽ ڪُويساهَ ؛ ذ. صفت. بي اعتبار - بي ويساهه - لـ. وسهندڙ - اڻ ويسهو - آوشواسي. بيدين - ڪافر.
- ڪُويهلَ ۽ ڪُويهلُونُ: ظرف. ڪُويهرَ - ڪُمهلَ - ديهر - اويهر - بي وقت. خراب وقت - ڪني مهل - ڀيا ڳو وقت.
- ڪُويهلائيِ ۽ ڪُويلائيُونُ؛ ظرف. بي موسمي - ڪمهلائي - بي منداٺي - بي وقتي.
- ڪُويهلو ۽ ڪُويلا ؛ ذ. ظرف. بي مهلو - اڻ منداٺتو چرڪو - اويهلو - بي وقتو - ڪُمهلو.
● ڪَا؛ ث. ضمير. "ڪو" ضمير جو مؤنث - ڪهڙي - ڪير.
- ڪَابِہ: ث. ڪهڙي به - ڪير به.
- ڪَا پرواهَ نہ هُجَڻُ: ڪابہ ڳڻتي نہ هئڻ - ڪابہ چنتا نہ هجڻ - بي‌خوفائي هئڻ - بي آڌ ڪائي هجڻ.
- ڪابَڪُ ۽ ڪابَڪ ؛ ذ. پکيءَ جو هڪ قِسمُ.
- ڪَابُل؛ اسم خاص. هڪ ملڪ جو نالو (افغانستان جي گاديءَ جو هنڌ).
- ڪَابُورا: اسم خاص. هڪ شهر جو نالو - ڪابلُ.
- ڪَابُوليِ؛ ذ. ڪابل جو - ڪابل سان تعلق رکندڙ پير جي وڻ جو هڪ قسم. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو (اڪثر حيدرآباد ۾).

- ڪابولي ٻيرُ ۽ ڪابولي ٻيرَ (ت)؛ ذ. ٻير جو هڪ قسم - سٺو سنهون ٻير - ڏلياري (ل).
- ڪَابُوليِ ڪِڪرُ ۽ ڪَابوليِ ڪِڪرَ: ذ. ڪابولي ٻيرُ - ڏلياري (ل).
- ڪَابُوليِ هَريڙَ ۽ ڪابُوليِ هَريڙُونُ: ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم - وڏي هَريڙ.
● ڪَابِينُ: ذ. (ع) مڙس جي زال کي نڪاح وقت ڏنل رقم - حق مهر - استري ڌنُ - ڪابينو.
● ڪَابِينو ۽ ڪَابِينَا ؛ ذ. ڪابِينُ - حق مهر. جماعت - سڀا - انجمن - پارٽي. اجلاس - جلسو - مجلس - محفل - ڪچهري.
● ڪَابِ ۽ ڪَابُون (ت)؛ ث. اٽڪل - تجويز - رٿَ.
● ڪَاپَارَ ۽ ڪَاپَارُون: ث. (سن. ڪَپالَ = مٿان ڍڪيندڙ). وڻن ٽهڻ جي ڪم ايندڙ ناريل جون ٽندون - ڪاپارو - ڪاپارُ. سامان - ساجُ - شيءِ شڪل. اوزارُ - آلات.
● ڪَاپَارُ ۽ ڪَاپَار: ذ. ڪچي يا ناريل جي ٽندن مان ٺهيل رسو - ڪَاپارَ - ڪاپور - نوڙي - واجهہ.
- ڪَاپَارو ۽ ڪَاپَارا؛ ذ. ڪچي يا ناريل جو چارو، جنهن مان رسا ۽ نوڙيون ٺهن - ڪاپارُ. جابلو جانور جو هڪ قسم (ڪ).
- ڪَاپَارو ناريلُ ۽ ڪَاپَارا ناريلَ: ذ. کل ۽ ٻُجرن ۾ ويڙهيل ناريل - کل سميت ناريل - ٽاندورن سميت ناريل.
● ڪَاپارو ۽ ڪَاپَارا: ذ. ڪنهن معاهدي جو دستاويز - عهدنامو - برادري ۾ پنڪتي رواجن بابت لکيل ڪاغذ - قبالو - ڪاپارو - ائگريمينٽ (انگ). ليکو چوکو. عمل نامو. معاملو - جهيڙو - فساد. جنگ

"بي عقل سين بات ڪهيو تہ ڪاپارو ٿيو"

(چار بجار).

ڪساهارو - ڳهي - ڪلڪل - ڪسٽ قسٽ - خرخسو. (اسم خاص). هڪ شهر جو نالو.

● ڪاپاڙو ۽ ڪاپاڙا: ذ. (ع. قبالہ). قبوليت- سند - دستاويز- ڪاپاو- ڪاپالو.

● ڪاپالو ۽ ڪاپالا؛ ذ. ڪيل معاهدي جي شرطن جو ھنو - قبالو - قبض- سند - پٽو - پروانو- بيع نامو (پرنامو).

● ڪاپت ۽ ڪاپت؛ ث. صفت. قلت - اڻاٺ- گهٽتائي- ڪمي- ٿوراڻي- تنگي- کوٽ- ڪاپت.

● ڪاپٽ ۽ ڪاپٽون؛ ث. صفت. ڪاپت (ل - ث).

● ڪاپر ۽ ڪاپر؛ ذ. ناريل يا کجور جي ڦر مٿان چڙهيل قدرتي پردو- ناريل يا کجور جي کل.

- ڪاپر ڪڍڻو ۽ ڪاپر ڪڍڻا؛ ذ. تاڙون ڏاهيندڙ (ت).

● ڪاپو ۽ ڪاپا (ت)؛ ذ. بنا مطلب جي وچ ۾ ڳالهائيندڙ- وچ ڪانگڙيو.

● ڪاپهہ (ت): (اسم خاص). گاهہ جو هڪ قسم.

● ڪات ۽ ڪات؛ ذ. (سن. ڪرتن > ڪرتر ڪا. ع. قاطع > قطع = وڍڻ) ڇرو- ڇري- وڏي ڪاتي- خنجر- وڏو ڪنپ. سون چاندي ڪپڻ لاءِ لوهہ جي البوري. هٿيار جو هڪ قسم. ڪتابن وغيره جا پاسا وغيره ڪتريندڙ هڪ قسم جو اوزار. (ث. ڪاتي ۽ ڪاتيون).

- ڪات ڪڍڻ؛ تپائڻ- تنگ ڪرڻ- لاچار ڪرڻ- سوڙهو گهٽڻ- مجبور ڪرڻ.

- ڪات ڪهاڙا ڪڍڻ: ڪنهن جي پويان لاهي پاهي دشمني وجهڻ- ڪنهن جي پٺيان پاهہ پارڻ- سخت مصيبت ۾ مبتلا ڪرڻ.

- ڪاتي ۽ ڪاتيون؛ ث. وڍ ڪٽ جي ڪم ايندڙ هڪ تيکو اوزار- ڇري- وڏو چاقو- پالو- هڪ لهتنڊ- ڪتاري- ڪتار. سون چاندي وڍڻ لاءِ سونارڪو اوزار- انبوري- ڪات.

- ڪاتي پائڻ؛ سر تي ڪاتي وهائڻ. مصيبت ۾ منهن وجهڻ- سر جو سانگو لاهڻ.

پنهنجي خودي ناس ڪرڻ- پاڻ مارڻ - پنهنجو هٺ وڃائڻ.

- ڪاتي سر هيٺ رکڻ؛ ڏک قبول ڪرڻ- رنج ۽ مصيبت ۾ راضي رهڻ- سڀ تڪليفون سر تي سهڻ- ڪنهن مشڪل ڪان نہ گهبرائڻ- مصيبت ۾ منهن وجهڻ.

- ڪاتي ڪڍي وهڻ؛ ڪٺو مارڻ- هوڏ ڪري وهڻ- ڪپ ڪوڙي ويهڻ.

- ڪاتين ڪٺو ۽ ڪاتين ڪٺا؛ ذ. صفت. ضدي- نيٺر- ڏنير- هوڏي- اٿونو- شيدتي.

- ڪاتين ڪهاڙين ٿيڻ؛ سخت دشمني رکڻ- ضد رکڻ- ساڙ ڏارڻ- ويري هجڻ- خاري هجڻ- هڪ ٻئي جي جان جو دشمن هجڻ.

- ڪاتين ڪهاڙين هجڻ؛ دشمن هجڻ- وڙهيل هجڻ- ضدي هجڻ- خاري هجڻ.

- ڪاتيءَ وڍيو (ت): گوشت- طاقت جهڙيون شيون، ميوا وغيره. حلال شيون- جائز شيون- روا شيون.

- ڪاتيءَ وڍيو کائڻ؛ گوشت کائڻ- طاقت جهڙيون شيون کائڻ- ميوا وغيره کائڻ. حلال کائڻ- جائز کائڻ.

● ڪاتار ۽ ڪاتاريون > ڪاتاريون؛ ث. (سن. ڪرتن = ڪتڻ) سُٽ ڪتيندڙ عورت- ڪتڻ واري. اڻ پرڻيل زال- ڪنواري.

● ڪاتار ۽ ڪاتار؛ ذ. ڪتڻ وارو- پنجارو- تنبيندڙ. ڪتو- اٽ- چرخو. جيت جو هڪ قسم- ڪوريئڙو.

- ڪاتارو ۽ ڪاتارا؛ ذ. ڪتڻ وارو- ڪتيندڙ- ڪاتار.

● ڪاتب ۽ ڪاتب: ذ. (ع. ڪتب = هن لکيو) نقل نويس- تحرير ڪندڙ- لکندڙ- محرر- منشي- راقم- ليکڪ- ليکاري- نقيبہ- صحاف- خوش نويس- نويس.

● ڪاتر ۽ ڪاتيون؛ ث. تلوار وانگي وريل ۽ گهڙيل ڪاتي- شڪار ۾ ڪم ايندڙ

ڪولهين جو هڪ اوزار. ڏاس ڪترڻ جي (پراڻي زماني واري) ڪئينچي - ڇاتي - ڪتر. وارن جي ڪتائي (ڪ). ذرڙا - ٽُڪِرَ "سوپارين جي ڪاتر ڪئي اچ".

- ڪاتِرچِي: ذ. ڪاتيرو - ڪتريندڙ.

- ڪاتِرُو ۽ ڪاتِرُو: ذ. صفت. آنَ يا ڏاسَ ڪتريندڙ - وڍيندڙ - ٽڪيندڙ - ڪاترچي.

● ڪاتَرِ: ث. دِل - قلب - گهٽ - هردو - هينئون - من - روح - چت. مانارث - عزت - مان - آبرو - قدر - تعظيم - ادب - اورانيو - هاءِ پاءِ - سنمان. ڏِيانُ - خيال. جتن - لحاظ - مروت - لياقت. لهار - پرواه - سالکو - رکٽي - رَکَ. (حرف جر) جي واسطي - لاءِ - ڪارڻ - جي ڪري - خاطر.

● ڪاتَرُ ۽ ڪاتَرَ: ذ. ڏِجڻو - هيڻان هورُ - ٻُزدِلُ - ڪمهمت - ڊِرپوڪ.

● ڪاتَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (ت).

● ڪاتِرو ۽ ڪاتِرا (ٿ): ذ. سالوڻ جي موسم ۾ پيدا ٿيندڙ جيت جو هڪ قسم - ڪانٽيرو - ڪاليرو. سيڙهُ. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● ڪاتيرِيَا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪاتيرِيو ۽ ڪاتيرِيَا: ذ. ڏاڙهي مُڇون - ڳلن جا وارَ - ٻلي وغيره جو مُڇون. مڇن جا وَڏا پَل وارَ.

● ڪاتَڪُ (ت): ذ. پوڙ ٻاڙي - تيوڻ ٽڙو.

● ڪاتو ۽ ڪاتا: ذ. ٿلهي ڪيڪَ يا ماليءَ جو هڪ قسم. ڪتڻ جي مزوري. ڪتڻ.

● ڪاتَهِين: ظرف. منجهه - ڪهڙي پاسي - ڪٿي - ڪهڙي طرف - ڪاٿي - ڪاٿهين - ڪاٿئين.

● ڪاتَئِين: ظرف. ڪاتَهِين.

● ڪاتي: ظرف. ڪٿي - ڪاٿي - ڪهڙي پاسي.

● ڪاتيارَ: اسم خاص. تعلقي ڪولي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاتيرُو ۽ ڪاتيرُا: ذ. (سن. ڪرتنَ = ڪتڻ) ڪترڻ جو هڪ اوزار - ڪئينچِي - ڪاتيڙو.

- ڪاتيڙو ۽ ڪاتيڙا (ٿ): ذ. لوهه جي پٽي ڪترڻ لاءِ ڪئينچي - ڪاتيرو.

● ڪاٿانُ: ظرف. (سن. ڪُتَه = ڪيٿان) ڪاٿانهون - ڪيٿانُ - ڪاٿهين - ڪاٿون - ڪيٿي - ڪاٿهُن - ڪهڙي هنڌان - ڪهڙي جڳهه کان - ڪهڙي پاسي کان. ڪيٿاهين؟ - ڪيٿانُ؟ - ڪيٿاهون؟

- ڪاٿانهين: ظرف ڪاٿنهين؟ ڪٿي؟ - ڪيڏانهن؟ - ڪهڙي هنڌ؟ - ڪٿان؟ - ڪاٿهون؟ - ڪيٿاهون؟ - ڪيٿاهين؟. ڪهڙي پاسي کان - ڪنهن پاسي. ڪڏهن. ڪٿي نه ڪٿي.

- ڪاٿنهن: ظرف. ڪيٿان - ڪاٿان.

- ڪاٿُون: ظرف. ڪيٿان - ڪاٿهون - ڪاٿان.

- ڪاٿئين: ظرف. ڪاٿي - ڪاٿُون - ڪاٿانهين.

- ڪاٿئين: ظرف. ڪاٿي - ڪاٿُون - ڪاٿانهين.

- ڪاٿي: ظرف. ڪاٿُون - ڪاٿئين.

● ڪاٿِيروٽُ ۽ ڪاٿِيروٽ (ٿ): ذ. نڪر جي ٿالهي - طباخ - ٻانوڙو - ٿيلهي - ٻاٽَ.

● ڪاٿو ۽ ڪاٿا: ذ. صفت. ڪٿ - شمارُ - اندازُ - ڪٿپ - ڳاڻيٽو - تخمينو - حساب - ليکو - جملو - ڳاڻاٽو. ڇيهه - حد - دلگ - ڇيڙو - پڇاڙي - آخر. ملهه - انڪل روءِ - اندازو. ٻڪي ڳالهه - پروسو - اعتبار - يقين - نِسِچي - پَڪَ. وڏي ڳالهه. ويچار - خيال - قياس آرائي - ڳڻ ڳوت (ت). ڏيکهه - وستار - راساڙو - ليسُو - ڪَهٽَ - ڪادَ - کهاتَ - پسارو - پٿارَ.

- ڪاٿوڻي (ٿ): ليکو - ڪٿپ - شمار - ڪاٿو.

● ڪاٿالَ: اسم خاص. ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاٿالَ جاڪيڙُ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاٿانُو: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ ٽڙَ جو نالو.

● ڪاتِڪُو ۽ ڪاتِڪُو: ذ. صفت. چورُ - رَهزَن - ڌاڙيلُ - ڌاڙو. بدنام (چور). نالي

چڙهيو - نامي گرامي - مشهور - ناميو - نامر ڪڍيو -
شهر پڌرو. چورن جو سردارُ - ڀاڙاريدارُ (ت).
هوشيار - چالاڪ - نپڻ - افلاطون. (اسم). پساري
وڪر جو هڪ قسم - اٽيل اڪين ۾ وجهڻ جو ڏَپُ.

● ڪاتَلُ: اسم خاص. تعلقي ناري (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاتَڻُ ميل ۽ ڪاتَڻُ ميلُون: ث (انگ). ڪپهه ڪاتڻ جو ڪارخانو. ڪپهه جي فيڪٽري.

● ڪاتَڻُ: مصدر. (سن. ڪرَتَنَ). اپائڻ - گذارڻ - وهائڻ - پورو ڪرڻ - ساڻڻ - گهاوڻ (وقت). وڍڻ - ڪپڻ - ڪَتَرَڻُ - چانڊڻ - وڍ ڪٽ ڪرڻ - ڪاٽ ڪرڻ - وڍ ڪرڻ - ٽڪڻ - جدا ڪرڻ - ڪٽ ڪرڻ - وضع ڪرڻ. (حساب) لاهڻ. روڪي ڇڏڻ (ڪا رقم) - ليڪ پائي رد ڪرڻ - خارج ڪرڻ. ترڪ ڪرڻ. گهٽ ڪرڻ - گهٽائڻ - ڪفايت ڪرڻ - تخفيف ڪرڻ (خرچ وغيره). ٽاس جي پتن مان ڪجهه پتا لاهي رکڻ - ٽاپي لاهڻ - ڪاٽ لاهڻ.

- ڪَاٽَ ۽ ڪَاٽُونُ: ث. ڪٽ - وضع - تخفيف - لاٽ. وڍڪٽ. نتيجو - الو مان.

- ڪَاٽَا: ث. لغڙ جي ڪٽ جي وڃڻ واري حالت - ڪتر - ڪاٽ - ڪٽ.

- ڪَاٽَا ٿِيڻُ: لغڙ جو ڪٽجي وڃڻ.

- ڪَاٽَائِڻُ: مصدر. ڪاٽ ڪرائڻ - ڪٽائڻ - لهرائڻ.

- ڪاٽِجڻُ: مصدر. ڪٽ ٿيڻ - گهٽ ٿيڻ. ڪم ٿيڻ.

- ڪَاٽَ ڪَتَرَ ڪري، گذَارَڻُ: ڪسي ڪوري وقت گذارڻ - ڏکيا ڏينهن گذاري يا ڪاٽڻ - جيئن تيئن ڪري پورائو ڪرڻ - ٿوري پيسي مان سڀ ڪم نباهڻ - ڪفايت سان هلڻ - ٿوري خرچ مان پورائو ڪرڻ.

- ڪَاٽَ ڪَرَڻُ: وضع ڪرڻ - لاهڻ - ڪاٽڻ - ڪٽڻ - پيچي ڏيڻ - لاهي ڏيڻ. ٽاس جي پتن مان لاپ لاهڻ - ڪجهه پتا بنديل مان لاهي پوءِ ورهائڻ - ڪٽ ڪرڻ.

- ڪَاٽَ ڪُوٽَ: ث. حساب ڪتاب جي جاچ ڪري اعتراض جوڳا پاڳا ڪڍي ڇڏڻ.

- ڪَاٽَ ڪُوٽَ صاحب: ذ. حساب ڪتاب جي پڙتال ڪري اعتراض جوڳا پاڳا ڪڍي ڇڏيندڙ عملدار - ماڻهن جي نالن، مان ملڪيت ۽ حيثيت وغيره جي داخلا ڪندڙ آفيسر - ٽپال جي خطن وغيره تي نظرداري ڪندڙ عملدار - ڪٽ ڪوٽ عملدار.

- ڪَاٽَ ڪُوٽَ ڪَرَڻُ: چنڊ ڇاڻ ڪرڻ - تخفيف ڪرڻ - گهٽائڻ - پچ گهڙ ڪرڻ. ڪتاب مان ڪي ٽڪرا ڪڍي ڇڏڻ.

- ڪَاٽَنُنُون ۽ ڪَاٽَنُنَان: ذ. وياج جو هڪ قسم - هلندڙ ليکي تي پنهي جمع ۽ واصل جي رقمن تي هردفعي ڪاٽيل وياج. (اکين جي) ڏپ جو هڪ قسم - ڪاٽيڪو. (صفت). ڪٽ وارو - ڪٽ ڪندڙ - ڪٽيندڙ.

- ڪَاٽُو: ذ. ڪَاٽَ جي نشاني - (-) جي نشاني. (واڌوءَ جو ضد).

- ڪَاٽِيُون ۽ ڪاٽِيُان: ذ. ڪَاٽِنُنُون.

● ڪَاٽُو ۽ ڪَاٽَا: ذ. (سن. ڪَنٽَڪَ). ڪارخانو - پٽي.

"جي اٿئي سڪ سرڪ جي ته ونءُ ڪلاڙن ڪاٽي".
(شاهه).

تور جو اوزار - ڪانٽو - ساهمي - تارازي.

- ڪاٽِي: ڪاٽي تي - پٽيءَ تي - ڪارخاني تي.

● ڪَاٽُولُو ۽ ڪَاٽُولا (ڪ): ذ. جهنگلي ڦل جو هڪ قسم - منگهو (ڪ).

● ڪَاٽِيوَنُ هَابُ ٿِيڻُ: خوار ٿيڻ - خراب ٿيڻ - بدنام ٿيڻ - رسوا ٿيڻ - ذليل ٿيڻ. ڪڪ ٿيڻ - بيزار ٿيڻ - دق ٿيڻ - هلاڪ ٿيڻ - خفا ٿيڻ.

● ڪَاٽِيلو ۽ ڪَاٽِيلا: ذ. ٽنبي يا ڪدوءَ جو هڪ قسم.

● ڪَاٽِيلُو ۽ ڪَاٽِيلا: ذ. تنبوءَ جو هڪ قسم - رائنتي. تنبي يا ڪدوءَ جو هڪ قسم.

● ڪَاٽُ ۽ ڪَاٽَ: ذ. (سن. ڪاشت). ڪاٺ - بند - عمارتي ڪاٺ - ٿلهي ڪاٺي - وڏي

ڪاٺي ـ ڪاٺ ـ ڏاسو ـ لڙهو ـ ڏوڪڙ ـ ڏوڪڙي ـ چوب ـ ڀير ـ ٽڙ ـ سزا جو هڪ قسم ـ قيديءَ جي هٿ پير ڪڙڻ لاءِ ڪڙن لڳل ٻنڊ ـ قيد ـ بند. (صفت). سخت ـ مشڪل ـ ڪٺن ـ ڏاڍو ـ اٺونو ـ اوکو ـ اَنڙ ـ منڙ ـ دشوار ـ نـ مڙندڙ. روڪڙ ـ روڪي.

ـ ڪَاٺُ تِيءُ بِيهَڻُ: جواب نہ ڏيڻ ـ نہ چرڻ نہ پرڻ. حيرت ۾ غرق ٿي وڃڻ ـ عجب ۾ وائڙو ٿيڻ ـ حيران ٿي وڃڻ ـ وِسميہ ۾ پئجي وڃڻ.

ـ ڪَاٺُ پَوڻُ: قيد ۾ پوڻ ـ قيد ٿيڻ ـ بند ۾ پوڻ ـ بند ٿيڻ ـ سزا اچڻ ـ نظربند ٿيڻ. قابو ٿيڻ ـ سوکهو ٿيڻ ـ مضبوط ٿيڻ.

ـ ڪَاٺَ جو ٻُٻُو: ڪوڙو دلاسو ـ دم ـ ڏنو ـ لغڙ ـ ٺلهو آسرو.

ـ ڪَاٺَ جو ٻُٻُو ڏِيَڻُ: ڪوڙو دلاسو ڏيڻ ـ خوش ڪرڻ. دلبي ۾ رکڻ ـ آسري ۾ رکڻ ـ ڏنو ڏيڻ ـ ٽالا ڪرڻ. ڪوڙي اميد ۾ رکڻ.

ـ ڪَاٺَ جو پُتلو هُئَڻُ: فقط ٺالي ماتر هئڻ ـ رکو پيتُ جو چٽُ هئڻ ـ فقط مٽيءَ جو ماڻهو هئڻ. پنهن جي چوڻ تي هلڻ ـ پنهن جي هٿن ۾ رانديڪو ٿيڻ ـ ڪنهن بہ ڪم جو نہ هئڻ ـ بيڪار هجڻ ـ نڪار هجڻ ـ نِڪمو هُجڻُ.

ـ ڪَاٺَ جي نُڪَ جو ڪَمُ: ڪاٺ تي اَڪَرَ جو ڪم ـ رلبي سان ڪاٺ تي ڪيل گلڪاري ـ نقشبندي ـ چٽسالي ـ نُڪَ.

ـ ڪَاٺ جي گونيا: جاءِ جي چٺني پاسن کي سڌي ڪرڻ لاءِ گولي ڪُنڊ وانگر ڪم ايندڙ هڪ اوزار جو ٺالو ـ گونيا.

ـ ڪَاٺَ جبيءُ مَانيءُ: ث. سخت پورهيو ـ ڏکيو ڏاڏو ـ دشوار پيشو يا ڪم ـ جاکوڙو ـ جانفشاني ـ محنت.

ـ ڪَاٺَ چَپَڻُ: خراب حال هئڻ ـ تڪليف ۾ اچڻ ـ نقصان هيٺ اچڻ ـ تمام تڪليف ۾ هجڻ.

ـ ڪَاٺِيرُ يا ڪَاٺِيرَ: لٺڙيو ـ چوبدار ـ چڙيدار. ڪاٺيون ڪري وڪڻندڙ ـ ڪاٺيَرُ.

ـ ڪَاٺَ رَسُ: ذ. ڪاٺيءَ جو رس ـ ڪوٺو.

ـ ڪَاٺَ سُونٺهَڻُ يا ڪَاٺَ سُونٺهَٽُونُ: ث. ڪاٺ کي لسي ڪرڻ جي رواٽ ـ ٽڪوري.

ـ ڪَاٺَ سهڙهيءُ (ٽ): ث. سخت ٽڻن واري پکري.

ـ ڪَاٺَ ڪُٽُو يا ڪَاٺ ڪُٽَا: ذ. هڪ پکيءَ جو ٺالو ـ ڪاٺ ٽڪيندڙ پکي ـ ڏِڪڻ پکي ـ هُدهُد پکي. هڪ جيت جو ٺالو ـ ڪاٺ ڪٽيو.

ـ ڪَاٺ ڪُٽيءُ يا ڪَاٺَ ڪُٽيُونُ: ث. جهنگلي پکيءَ جو هڪ قسم.

ـ ڪَاٺَ ڪُلهي تي ڪڍَائِڻُ: اَنڪل طور ڪم ڪرائڻ ـ ڏنو ڏيئي ڪم ڪرائڻ ـ ڪشي تي ڪم ڪيائڻ ـ آسري ۾ ڪم ڪرائڻ.

ـ ڪَاٺَ ڪُٺُو يا ڪَاٺ ڪُٺا: ث. واڍڪي اوزار جو هڪ قسم ـ گونيا جو قسم.

ـ ڪَاٺَ ڪهاڙا ڪَٺيءُ لَڳَڻُ: هٿ ڌوئي پٺيان پوڻ ـ دشمني وجهڻ ـ ڪنهن کي برباد ڪرڻ لاءِ ڪمر ڪشي پوڻ. اورچ ٿي لڳڻ ـ لاهي پاهي پٺيان پوڻ.

ـ ڪَاٺَ ڪوٺيُونُ (ڪ): ڪاٺ جي سڌائي وٺڻ لاءِ واڍڪو هڪ اوزار.

ـ ڪَاٺِڪَڙُهُ يا ڪَاٺِڪَڙَهُ: ذ. (ڪاٺ + ڪڙهہ = ڪاٺ جو ڪوٽ). ڪاٺ جو پڃرو ـ ويڙهو. ڪاٺ جو سامان ـ فرنيچر. ڪاٺ تي ٿيل ڪم جو جنسار ـ چٽسالي ـ نُڪَ ـ اَڪَرَ ـ چِٽ ڪُل.

ـ (اڻ گهڙيو) ڪَاٺُ هُئَڻُ: ٻورڪ هئڻ ـ نادان هئڻ ـ بي عقل هئڻ. مچو هئڻ.

ـ ڪَاٺِيئُرُ يا ڪَاٺِيئُرَ: ذ. ڪاٺيون ڪندڙ ـ ڪاٺيَرُ ـ ڪاٺِيرُ.

ـ ڪاٺِيءُ يا ڪاٺِيُونُ: ث. ڪاٺ جو مؤنث ـ لَڪُڻ ـ لَٺ ـ ڇيٻيو ـ ڇڙهہ ـ ڇڙهي ـ ٻالٺو ـ مؤنثي ـ ڏُکي ـ ڪاٺڙي ـ ڦينجهو ـ لڪڙي ـ ٻُنڊي. هاٺي ـ جسم ـ قدُ ـ بدن ـ هاٺي ـ اڏاوت ـ بناوت ـ ڏِيلُ ـ بدن جي بيهڪ. ٻوڪن جي وچ واري زمين (ث).

ـ ڪاٺِيارُو يا ڪاٺِيارا: ذ. ڪاٺ وڪڻندڙ ـ ڪاٺ جو واپاري ـ ٽال وارو. ڪاٺيون وڍيندڙ ـ ڪاٺيون ڪندڙ ـ ڪاٺيَرُ ـ ڪاٺِيرُ.

- ڪانيءَ ڀانڪو ۽ ڪانيءَ ڀانڪا؛ ذ. ڀارڻ جون ڪانيون - ڪاٺ جو ڇوڏو.

- ڪانيءَ ڀڃڻ؛ ٽانگ يا ٻلا ڪان ڏنگجڻ - ڪاچڻ يا ڪڪجڻ.

- ڪانيءَ ڀڳيءَ هڻڻ؛ ٻلا ڪان ڏنگجڻ - ڪڪجڻ.

- ڪانيءَ تي ڪانيءَ ڀڃڻ: ضد ڀاڙڻ - دشمني ڪرڻ - ويرُ وجهڻ.

- ڪانيرُ ۽ ڪانيرَ؛ ذ. ڪاٺ وڪڻندڙ - ٽالوارو - ڪاٺ جو واپاري - ڪاٺيارو. ڪانيون وڍيندڙ - ڪانيئر - ڪانيرُ. ڀورَ ٽاهيندڙ - آڪُرَ ڪندڙ.

- ڪانيءَ سورڻ؛ ث. باهه ۾ ڪاني لاهي وجهڻ - باهه مچائڻ - جهيڙو شروع ڪرڻ - فساد جو بنياد وجهڻ - مَمَڙُ مچائڻ.

- ڪانيءَ ڪرڻ: باهه ڏيڻ. ڏڪارڻ - نفرت ڪرڻ - ٻڇان ڪرڻ - ڪراهت آڻڻ.

- ڪانيءَ لڳڻ: ٽانگ جو چڪُ پائڻ - ڪڪجڻ. ٽانگ ڪان ڏنگجڻ.

- ڪانيئون ڪرڻ: لڪڙيون گڏ ڪرڻ - ڪانيون ميڙڻ.

● ڪاٺ ڀانيڻ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو - فقيرن جو هڪ قسم.

● ڪاٺَ ڀانيڻ جاگيرَ؛ اسم خاص. تعلقي ڪونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاٺَ تُوريءَ ۽ ڪاٺَ تُوريون؛ ث. ڀاڄيءَ جو هڪ قسم - پينبڙي. دوا جو هڪ قسم.

● ڪاٺَ ڀالَ؛ اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪاٺ ڀنيءَ: اسم خاص. ڪيرٿر جبل ۾ هڪ مڪان جو نالو.

● ڪاٺ ڇيڙُ ۽ ڪاٺَ ڇيڙَ (ڪڇ)؛ ذ. ميوي جو هڪ قسم - ٻيهو - ڪاٺ ڪيرو.

● ڪانڙو ۽ ڪانڙا؛ ذ. ڳالهي ٻجاني جو ڍنگ - ڳائڻ وڄائڻ جو طريقو - ساز جو نمونو.

● ڪانيڙي: اسم خاص. حيدرآباد، ٽنڊو الهيار ۽ ميرپورخاص تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاٺ شورَ وارو؛ اسم خاص. ٻارڻ جي اولهه طرف هڪ جبل جو نالو.

● ڪاٺ ڪُنو ۽ ڪاٺ ڪُنا؛ ذ. پکيءَ جو هڪ قسم، ٻج ڏکهو، خوراڪ، اڪ ٽڙا، ماڪڙ، ڪرڙيون، وڇون ۽ انگور؛ گوشت خراب اٿس.

● ڪاٺ ڪيءَ؛ اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاٺ ڪيڏرو ۽ ڪاٺَ ڪيڏرا: ذ. ميوي جو هڪ قسم - ٻيهو - ٻيهو - ڪاٺَ ڇيڙُ.

● ڪاٺَ ڪِڙَ هڻ؛ اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاٺَ ڪِڙ هيءَ؛ اسم خاص. حب ڪان اوريان هڪ جبل جو نالو.

● ڪاٺَ ڪهڙيءَ؛ اسم خاص. هڪ لڪَ جو نالو.

● ڪانُو: ذ. چار جي تندن ٽانڪڻ لاءِ هڪ قسم جو ڪاٺ جو سوئو - سُٽَ ويڙهڻ جي ڪني (ت). ديڳ رڌڻ لاءِ ڪاٺ جو ڪفڪير - ڪڦڪير - آنبي - هنبي (ل) - وڏي ڏوئي (ٿ). ڀاڪڙي يا ڀلال جو ڪاٺ جو چؤنڪ - هنو (ٿ). ڪنين جو ٽالهه (ت).

● ڪانورُ؛ اسم خاص. لس ٻيلي طرف هڪ ڳوٺ جو نالو.

● ڪانوڙَ؛ اسم خاص. ڪولي ۽ ڏيري محبت تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪانوڙ ۽ ڪانوڙون؛ ث. ٻوڪ واري خشڪ زمين. ڪهڙيون ڪانيون (ت). (اسم خاص). شاهه بندر، ميرپور ساڪري، کهوڙا ٻاڙي تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ مڪان جو نالو (ڪ).

● ڪانوڙُ ۽ ڪانوڙَ: ذ. هني يا ڀاڪڙي يا ڀلاڻ جو ڪاٺ مان ٺهيل فريم - چونڪ - ڪاٺ مان ٺهيل هنو - ڪانوڙو - ڪانو - ڀاڪڙو. شيشن رکڻ جو جارو. ڪاٺ جو ٽالهه - کومچو - ڀانوڙو - ڀانڙو - ڪومچو - ڀاٽ. (وڻ تي) ڳنڍ -

ڦرڙي - آجورو. ٽڙ يا ڪاٺ جو سطح. (اسم خاص). تعلقي ٺاري (خيرپور رياست) تعلقي ڪهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪانُوڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪانُوڙو ۽ ڪانُوڙا: ذ. ڏسو ڪانوڙُ - ڪانو. تاڃي آڻڻ لاءِ ڪورين جو هڪ ڪاٺ جو فريم - ڪپڙي آڻڻ جو هڪ اوزارُ. واڻن جو هڪ اوزارُ - رندو. ڪاري جي وڏي پيڙي (واڻ) جو مالهن جي ورهڻ وارو پاڳو - دڪاني - فالڪي (ڪ).

- ڪانُوڙِ يُ ۽ ڪانُوڙِ يُون: ث. ڪاٺ مان ٺهيل سامان - فرنيچر. ڪاٺُ - لڪڙي - عمارتي ڪاٺُ. گهوڙي جو هنو، ٣ قسم: (پتل، چم ۽ لوهه جو).

● ڪانُيپرو ۽ ڪانُيپرا (ث): ذ. ڪاٺ ڪٽڻ - ٻڪڻ سکي.

● ڪاني: ث. مڙهي جو وچ - سَرِيُ.

● ڪانيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪانيا بارانيُ: اسم خاص. تعلقي جوهي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪانيا بازار: اسم خاص. تعلقي واره ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪانياواڙِيُ: اسم خاص. ڪانياڙوار جو رهاڪو. سنهڙي ڳچي ۽ وڏن ڪنن واري گهوڙي جو هڪ قسم.

● ڪانبي لَڪِيُ: اسم خاص. سنڌ جي اوله ۾ ٽڪر جو نالو.

● ڪاپَ ۽ ڪاپُون: ث. فوج جي رهڻ جو هنڌ - لشڪرگاهه - ڇانوڻي.

- ڪاپَ ڪَرَ ڻُ (ڪوپ ڪرڻ): سختي ڪرڻ. ڪنبپ ڪرڻ - اڌو ڪوڙڻ - بنڪ ڪرڻ - ڪَنپَ ڪوڙڻ - ڊاهو ڪرڻ.

● ڪاپُ ۽ ڪاپَ: ذ. ڪَنپُ - ڪاتي - چاقو - ڇرو - خنجر.

" باهران ڇاپَ بوءِ الدران ڪاپَ بوءِ "
( گل قند ٣٨).

● ڪاباتيُ ۽ ڪاباتيُون: ث. ڪپهه ڪتڻ واري ڪاتار - ڪاباتي - ڪتيندڙ - پورهيو ڪندڙ. اڻ پڙهيل زال - ڪَنُواريُ.

● ڪاباتيو ۽ ڪاباتيا (ث): ذ. روئندڙ.

● ڪاهارَ: اسم خاص. بلوچستان جي جهالاوان علائقي ۾ هڪ ضلعي جو نالو.

● ڪَبارُ ۽ ڪابارَ: ذ. (سن. ڪَپال = ڪاهار) کوپري - جهر مٿيون حصو - چوٽي - گنج - کپرائي - ٽوڪڻ - ٽسپڻ - سغَرُ - مٿو - سِر - ليراڙُ (ث). ڪَنَدُ. آسمان جو، اسان جي سِر جي پورو يا سڌو مٿان بيٺل ٽپڪو - ڪهارُ - سَمت الراس - اوُج فلڪ. (اسم خاص). بلوچستان جي هڪ ضلعي جو نالو.

- ڪاهارَ تپي چڙ هڻُ: شنگهه ٿيڻ - مغرور ٿيڻ - آڪڙجڻ - ميٽ ڪرڻ - وڏائي ڪرڻ - ٻاڻ ڪرڻ - ضد ڪَرَ ڻُ.

- ڪاهارَ جو ڏَڪُ آڇَڻُ: سخت چوٽ اچڻ - وڏو نقصان پهچڻ - شديد صدمو رسڻ.

- ڪاهاريُ ۽ ڪابارِيُ: ذ. ڪاهار وارو - چوٽيءَ جو - مٿي وارو. سَمت الراس وارو. عمودِي. سخت.

- ڪاهارِي ڏَڪُ: تمام وڏو نقصان - شديد صدمو.

- ڪاپاريُ ڏڪُ لَڳَڻُ: سِر کي چوٽ اچڻ. سخت نقصان رسڻ - وڏو صدمو پهچڻ.

● ڪاپاهو: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاپاهِيُ ۽ ڪاپاهِيُ: ذ. (سن. ڪَرُپاس = ڪپهه). ڪپهه وڪڻندڙ.

● ڪاپاڻيتو ۽ ڪاپاڻيتا: ذ. صفت. محبت ڪندڙ - محنتي - جفاڪش.

● ڪاپاڻيتيُ ۽ ڪاپاڻيتيُون: ث. (سن. ڪرپاس = ڪپهه). ڪپهه ڪتيندڙ. ڪاپو يا پورهيو ڪندڙ.

● ڪاهِنُ ۽ ڪاهِنَ: ذ. (سن. ڪَرُپَتَ). فقيرن جو هڪ قسم - پڪت يا پوڄاري - عابد - زاهد - عبادت گذار - پرهيزگار - عبادتي - متقي.

و ڍيل . چانول . (ت). (اسم خاص). جوڳي فقيرن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪاھَر ِس ُ ۽ ڪاھَر ِس َ ؛ ذ. صفت. دانائُ ـ سياڻو ـ ڏاهو ـ عقلمند ـ اڪابر ـ هوشيار ـ پڪو ُ (ت). پَتار ُ ـ وَر ُ ـ مڙس ـ شوهر ـ ھتي ـ گهروارو (ل).

● ڪاپڙي ُ ؛ اسم خاص. (سن. ڪارپٽڪاہ ڪار پٽھ = ٽڪڙي + شڪ > ڪلپتم َ = ڪپڻ > ڪارٽڪ = جاتي) دنيا جا لڳ لاڳاپا ڪپي ويل جوڳي فقيرن جي هڪ ذات. (اصل لفظ (ڪاھو = محنت) ڪان پوءِ ڪاپو > ڪاپڙيو ، ڪاپڙي = جنهن کي آرام جي ڳڻتي نہ هجي) ـ سنياسي ـ جوڳي. مسافر. سهرين.

"اوتَر َ اولو اٿي، جيئن گَر کي گڏيا ڪاپڙي" (شاھ).

(سن. ڪَرُپٽ َ = ڪپڙو) ڪپڙي وارو ـ ڪپڙو وڪڻندڙ.

● ڪاپو ُ ۽ ڪاپا ؛ ذ. (سن. ڪاپن = ڪپڻ) وَڍ َ ڪَٽ َ ـ ڪاپ َ ـ ڪَٽ َ ـ مُڇ َ (ل). ڪتڻ جو ڪم. پورهيو ـ لايو لڳايو ـ محنت ـ مزوري. ڏُک ـ تڪليف. اورچائي ـ جفاڪشي ـ آدَم ُ. بي فائدو ڪم. ڪفايت ـ صرفو (ٿ). نير َ جي پوک. ٽڪنڊي زمين ۾ رهيل حصو يا ٽڪر (ت).

ـ ڪاپا ڪَيڻ ُ ؛ سيڌائي ڪرڻ ـ سنوت وٺڻ.

ـ ڪاپو ُ ڪَيڻ ُ : ثابت قدمي سان هلڻ ـ جدوجهد ڪرڻ ـ پورهيو ڪرڻ ـ ڪشالا ڪيڻ ـ اورچ ٿيڻ ـ اڻ ٿڪ هڻڻ. شدت ڪرڻ ـ ضد ڪرڻ ـ هوڏ ڪرڻ. ڪتڻ ُ.

ـ ڪاپو ُ ڪَرَڻ ُ : پورهيو ڪرڻ. محنت ڪرڻ ـ تڪليف ڪرڻ. (لير جو) لاپارو وجهڻ يا لٽڻ. ڪتڻ جو ڪم ڪرڻ. ڪفايت ڪرڻ (ٿ). ڪاپو ڪيڻ. پيڙيءَ جو درياءَ جي وچ سان وهڪري جي زور تي پاڻهي ڪناري تي اچڻ (ت).

ـ ڪاپو ُ ڪوڙڻ ُ ؛ اڌو ڪوڙڻ ـ بينڪ ڪرڻ ـ ڪُپ َ ڪوڙڻ ـ ڪُٽيپي ڪوڙڻ ـ اڌو لڳائڻ (ڪوپ ڪوڙڻ).

● ڪاپوتو ُ ۽ ڪاپوتا (ٿ) ؛ ڪپڙي جو ننڍو ٽڪر.

● ڪاپي ُ ۽ ڪاپيون ُ ؛ ٿ. ڪاغذ جو ڪچو لونبوڪ. پڻي تان ڏسڻ واري حالت (اسڪولي ڪمن ۾) ـ نقل. ڳالپ َ ـ ڪَپي. لالگ جو هڪ قسم.

"ڪاپي ڪارايل پاڻ ۾ مٿي دَرَ دڙين" (شاھ).

● ڪاج ُ ۽ ڪاج َ ؛ ذ. (سن. ڪر > ڪاري = ڪم) ڪم ـ ڌنڌو ـ ڪرت. شادي ـ وِهانءُ ـ ڪاجُ. جُڃ ـ شاديءَ جي مالي ـ دعوت. ڪاج ُ ـ ڪالو. خوشي. احوال. قميص وغيره ۾ بيڙي پائڻ جي جاءِ يا سوراخ ـ ڪاڙ ـ ڪاج ُ.

ـ ڪاج ُ سِڌ ُ ٿيڻ ُ ؛ ڪم ٿيڻ ـ مطلب حاصل ٿيڻ ـ ڪم پورو ٿيڻ.

● ڪاجَٽ ُ ۽ ڪاجَٽ َ (ٿ) ؛ ذ. ڪچرو ـ گند ـ پُهَر ُ ـ ميڙ ُ ميڙ ُ.

● ڪاجَل ُ ۽ ڪاجَل َ (ت) : ذ. (سن). ڪاري ليڪ َ. دولهين جي لاٽ َ سان ٺاهيل اکين ۾ وجهڻ لاءِ خميرو ـ ڪَجَل ُ.

ـ ڪاجلِياڻي ُ ؛ نيري رنگ واري شيءِ ـ ڪاراڻ ـ ڪاراڻ.

● ڪاجو ُ ڦَر ُ (ت) : ذ. ڪاجا ـ بونيچٽا ـ مُڪُٽ ڦَر ي ُ.

● ڪاج ُ ۽ ڪاج َ ؛ ذ. (سن. ڪاريہ = ڪم) ڪم ـ ڪار ـ ڌنڌو ـ پيشو ـ ڪرت ـ ڌاري ـ ڪَسَب ُ ـ ڪارگذاري ـ ڪاج ُ. خوشيءَ جي هڪ رسم ـ شادي ـ جشن ـ منگل آچار ُ. شاديءَ جي موقعي تي ڪيل ڪالو. مجلس ـ محفل ـ ڪچهري ـ رهاڻ ـ مارڪو. فوتي جي ختمي وغيره تي ڪيل ماني. (ٽيجهو، ڏهو، چاليهو، ٻارهو). "چا ماتم، چا ڪاج ُ". آميد ـ مراد ـ مطلب ـ آسرو. خميس جي بيڙن وجهڻ جو ٽنڪ.

ـ ڪاج ُ ڪَرَڻ ُ : شاديءَ جو پَت ُ ڪرڻ. مڱڻي جي ماني ڪرڻ.

ـ ڪاڇيتو ُ ۽ ڪاڇيتا : ذ. ڪاج ُ ڪندڙ ـ شادي وارو ـ ڪاج وارو.

● ڪاچوُ (ت): ذ. ڦَلُ - ڦَرُ - ميوو.
● ڪاڇهَرَ: اسم خاص. حيدرآباد ۽ نوشهري تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪاڇهَر يُ: اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪاڇرَ: اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪاچَڙ ۽ ڪاچَڙُونُ (ت): ث. ڪاچڻ جنهن ۾ مڪڙو پوي.
● ڪاچَڻُ ۽ ڪاچَڻُونُ: ث. ماٺيءَ چرخ يا نار وغيره جي مٿي آيي ويندڙ ڪاٺي - ڏڪهي ۽ ڦلهي ڪاٺي - شهتير واري ڪاٺي. ڪامَ - داسو - ٿنڀُ - ٿنيو. ماٺيءَ چرخ جو محصول يا ڍَلَ. ٻنيءَ جي ڪُنبَ (ڪ . (صفت). ڏڪهو - لمبو - قداوَرُ. "مڙس ته ڪاچڻ لڳو پيو آهي" (جملو).
● ڪاچَ ۽ ڪاچُون: (ڪ ب): ث. ڪانڇَ - سٿڻَ - شلوارَ - سلوار.
● ڪاچُ ۽ ڪاچَ: ذ (سن. ڪاچَ > ڪانڇَ = شيشو) ڌاتوءَ جو هڪ قسم - ڪانُو - شيشو - ڪانڇُ - ڪَچُ. قميص جي ٻيڙن وجهڻ لاءِ ڪيٻل ٽنگ - ڪاچُ - ڪاڙُ (ت).
● ڪاچَرَ ۽ ڪاچَرونُ: ث. ڪَمي - ڪَچڻُونُ.
● ڪاچيڙيو ۽ ڪاچيڙيا (ت): ذ. ڪچڙو - ننڍو ڦرُ - ڪيرڙو.
● ڪاچالو ۽ ڪاچالا: ذ. صفت. (سن. ڪَڇَ = درياهه يا سرحد جي ويجهو زمين) ڪَڇَ جو.
● ڪاچاڻي ۽ ڪاچاڻيون: ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم - ڪاچياڻ.
● ڪاچَڻُ: مصدر. ماپڻ - ڪچڻ - مئڻ.
● ڪاچِڻ ۽ ڪاچڻيُون: ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم. ڍڳيءَ جو هڪ قسم. بلوچستان جي ڪچي علائقي ۾ پيدا ٿيندڙ جوئر جو هڪ قسم.
● ڪاچُو ۽ ڪاچا: ذ. (سن. ڪَنڇڪ > ڪَڇَ = درياهه يا سرحد جي ويجهو زمين) درياهه جي پير واري ويجهي زمين - ڪچو. جبلن جي پير وارو ميدان (باجاري ۽ ٽنڊي رحيم خان ڪان وٺي آتر سنڌ جي سرحد تائين). سنڌ جي دادو ضلعي وارو حصو - جبل جو ڪڇُ. هڪ مڪان جو نالو. ڪڇو - لنگوٽ - جهانگيو - گوڏ جو ڪپڙو - لُنگ - لنگ جو ڪپڙو. ماپَ - قدُ - ماپو. مقدارُ - ماڻ - ڪچ - پيمائش - پيمالو - آڪارُ - ڊيلُ - ٻوسو - سائيز (انگ).
- ڪاچو ۽ ڪاچا: ذ. صفت. ڪچ ڪندڙ - ماپيندڙ - پيمائش ڪندڙ - ماپ وارو - ماڻ وارو - ضابطُ - (زمين) سروي ڪندڙ.
- ڪاچو ڪرڻُ: ماپَ ڪرڻ - ڪچڻ - ماپڻ - پيمائش ڪرڻ.
- ڪاچو وٺڻُ: ٻيرن جي ماپَ وٺڻ - ڪاچو ڪرڻ.
● ڪاچوٽي ۽ ڪاچوٽيُون: ث. (سن. ڪچو ٽيڪا > ڪڪشٽي = لانگوٽي). ننڍڙو او گهڙ ڍڪڻ جو ڪپڙو - ڪڇو - لانگوٽي - لنگ - چوتو - لنگوٽ - ننڍڙي گوڏ. گودڙي - گبري - ٻڪري.
"ڪيئن ڪاچوٽي وڏ ۾ جوڳ جتن لاءِ" (شاهه).
● ڪاچوٽي ۽ ڪاچوٽيون (ت): ث. ڪفني - پڪو چولو.
● ڪاچوڙو ۽ ڪاچوڙا: ذ. ڪچ ملڪ جو رهاڪو - ڪاڇي - ڪڇي - ڪاڇيلو - ڪاڇيڙو.
● ڪاڇي ۽ ڪاڇي: ذ. (سن. ڪَڇ = درياهه يا سرحد جي ويجهي زمين) ڪڇَ ملڪ جو رهاڪو - ڪڇي - ڪاڇيلو - ڪاڇيڙو - ڪاچوڙو. جبل جي ڪنڌيءَ جو. ڪاڇي جبي آٽ جو هڪ قسم. لاڙ پچو سهڻو آٽُ. (اسم خاص) هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ڪاچيڙو ۽ ڪاچيڙا: ذ. ڪچ پرڳڻي جو رهاڪو - ڪڇ ملڪ وارو - ڪڇيُ - ڪاڇيڙو.
● ڪاچيلُ ۽ ڪاچيلَ: ذ. لاڙ وارو پاڳو - ڍڪڻ وارو حصو - ڪاچو.
- ڪاچيلانُ (ڪ): ڍڪڻ ڪان - ڍاڪيشان.

● كاڇيلا: اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● كاخ ۽ كاخ؛ ذ. (ع). بُلند عمارت - محل - ماڙي - قصر.

● كاڏ ۽ كاڏ: ذ. (سن. كاشٽڪا = لنڊي سنهي كاٺي). ككُ - كڏو.

● كاڏانهين؛ ظرف. (سن. كُتر). كيڏي - كهڙي پاسي - كيڏانهن - كاڏهون - كڏهن - كاڏانهين - كيڏانهن - كاڏنهن.

- كاڏانهون: ظرف. ڏسو كاڏانهن.

- كاڏانهين: ظرف. ڏسو كاڏانهن.

- كاڏ اٿن؛ ظرف. ڏسو كاڏانهن.

- كاڏ ٿون؛ ظرف. ڏسو كاڏانهن.

- كاڏ نهن؛ ظرف. كيڏانهن؟ كهڙي طرف؟ - كاڏانهن؟ - كيٿي؟ - كهڙي هنڌ؟ - كهڙي طرفان؟ - كٿان؟ - كٿانهين؟ - كٿا هون؟ - كاڏئين - كاڏٿون.

- كاڏنهون؛ ظرف. كاڏانهن - كاڏٿن - كاڏٿون - كهڙي پاسي - كهڙي طرف كان - كٿي.

- كاڏي؛ ظرف كيڏانهن؟ - كٿي؟ - كاٿي؟ - كهڙي طرف؟ - كهڙي هنڌ؟ - كهڙي پاسي؟ - كٿي ۽ كٿي.

- كاڏي منهن مريم جو كاڏي آدو آلهيار؛ نا موافقت - بي جوڙائي - اَڻ ٺهڪ - اَلٽائي - بي لاڳاپائي.

● كاڍ ۽ كاڍون؛ ث. ليسو - راساڙو - وستار - ڍيكهه - گهل - ٻنار - ونڌ - ونڌهو - پسارو - راڙو - كهٽ - كهات - گفتگو يا تقرير جي ڍيكهه - تات. مرضي - خواهش - اِڇا - منشا - سڌ - كامنا - چاهه - دل - رچي - لاڙو - خيال - تمنا - چاهت.

- كاڍارو ۽ كاڍارا؛ ذ. ڏسو كاڍ. كهٽ - ڍهكو - سست - ڍرو.

● كاڍ ۽ كاڍون (ت)؛ ث. كوهه مان رسي مان ڇڪي پاڻي كڍڻ جي حالت. كهٽو پنڌ - دور دراز - ڏكهو پنڌ - ڍيكهه - وڏي مسافري. ڇكتاڻ - كهل كيندان.

- كاڍارو ۽ كاڍارا؛ ذ. تند كيلڊڙ - تاڃي كندڙ. ڏكهو. ڀري (ت). ٻچاڙيءَ وارو (ت). ٿورو - كهٽو گهٽ.

- كاڍ تي هُجڻ؛ اونهو هجڻ - ڏكهو هجڻ.

- كاڍ كڍڻ؛ كوهه مان رسي تي پاڻي كڍڻ. تكليف سهڻ - مشكلات ڏسڻ.

- كاڍ يارو؛ بلكل گهٽ - تمام ٿورو.

● كاڍارا؛ ذ. تكليفون - سختيون - مشكلاتون. جيڻ.

"كيڏي كاڍارا ڏٺي آڏارا". (شاهه).

● كاڍارو ۽ كاڍارا (ت)؛ ذ. صدقو - قرباني - بليدان - كاڍاٿو.

● كاڍاٿو ۽ كاڍاٿا؛ ذ. صدقو - قرباني - بليدان - كاڍارو.

● كاڍڙ ۽ كاڍڙ؛ ذ. صفت. بيكار - خراب. نكمو - نالائق - كوهڙو. بدپيشه عورت (ت).

● كاڍو ۽ كاڍا؛ ذ. (سن. كرش). آكنڊ - خواهش - چاهه - مرضي - دل - رچي - سڌ - تمنا - چاهت - اِڇا - كامنا - منشا - آشا - مراد - رخ - لاڙو - ليٽ - خيال - چاني - ڇڪ - سڪ - كشش - حب - تانگهه - آكير - محبت - قرب - كاڍارو - راساڙو - ليسو - ڍيكهه - وستار - كهات - كهٽ - پسارو - تقرير يا گفتگو جي ڍيكهه. پكيڙ - ايراضي. كفكير - ڏونلو - هنبي (ت). كنهڙي - كنهوڙ - كنهاڙي (شادين ۾ حجامن كي كم ايندڙ) (ل). اَنَ جو ماپو (كهٽ ۾ كهٽ ٥ سير) (ك). درد. مسافري. قاصد (ت).

- كاڍو كڍڻ؛ كنهن بيمار لاءِ كو صدقو ڏيڻ - سر جو صدقو كڍڻ. تكليف وٺڻ يا كرڻ يا سهڻ.

● كاڍوڙ ۽ كاڍوڙون؛ ث. (عورت). ليچ - كريل - چڏيل - طلاق ڏنل - كريل - بدپيشه - بدچال. رذيل - بدمعاش. (ذ. كاڍوڙ ۽ كاڍوڙ).

- كاڍوڙي ۽ كاڍوڙيون؛ ث. طلاق ڏنل عورت - طلاقيل - كاڍوكڙ - كاڍوڙ.

- ڪاڏوڪڙَ ۽ ڪاڏوڪڙوُنْ: ث. طلاق ڏلل - گهر کان نڪالي مليل - ڪيڏيل - ڪيڏيل - طلاقيل - ڪاڏوڙي.
● ڪاذِبْ ۽ ڪاذِبَ؛ ذ. صفت. (ع). ڪوڙو- مڪار- جولو- دغاباز- ڏوڪيباز- ٺڳ- فريبي. (ضد. صادق).
● ڪارَ ۽ ڪاروُنْ: ث. ڪاري رنگ تي مائل- ڪاراڻ- اونده. انڌوڪار- جهڙ- ميگهه ملار.
● ڪارانِجَڻُ؛ مصدر. ڪارو ٿيڻ- دولهاڻجڻ- ڪارو ٿي وڃڻ- لوساڻجڻ. اگهه ڪِرڻ- بي ملهو ٿيڻ.
● ڪاراجيِرِيْ: ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسار ڪو وکر- ٻلاءِ جيري ۽ جو هڪ قسم- ڪاري جيري.
- ڪارَاجهو ۽ ڪارَاجهَا؛ ذ. صفت. ڪارانجهڙو- ڪاريڙو- ڪارسرو- ڪارو- ڪارانجهو- ڪاراڻ تي- ڪاري رنگ تي- سالورو. شيدي.
- ڪارا زِيرُيْ: ث. ڪارا جيري - ڪاري جيري.
- ڪاراڻ (ث)؛ ث. ڪارت - ڪاراڻ - ڪارنهن. ٻڇڙائي - بدي - مدي.
- ڪارانجهڙو ۽ ڪارانجهڙا: ذ. ڏسو ڪارانجهو
- ڪارانْجهڙِيْ ۽ ڪارانْجهڙِيُونْ؛ ث. ڪاراڻ تي مائل - ڪارسري. منهن اونداهي- سج لٿي مهل- سنڌيا- سنڌ يا راڳ- شفق- اماشام مهل- ٻوياڙي- ٻوڃاڙي.
- ڪاراڻِ ۽ ڪاراڻِيُونْ > ڪاراڻُونْ: ث. ڪارنهن- منهن اونداهي- انڌوڪار- ڪار- اونداه- ڪاراڻ- سياهي- ڪاراڻي.
- ڪارَاڻِيَا: ڪاراڻيا. ڪاراڻ منجهان- ڪاراڻ مان.
- ڪاراڻِڻ: مصدر. ڪارو ڪرائڻ يا ڪرڻ- ڪارو ٿيڻ- ڪاراڻ ٿيڻ. (ث). ڪارلهن- ڪاراڻ تي مائل- اڻ لڪو ڪارو- انڌوڪار- اونداه.
- ڪاراڻي ۽ ڪاراڻِيُونْ؛ ث. ڪاراڻ- ڪارات- ڪارلهن- سياهي.
- ڪارَتُهو ۽ ڪارَتُهَا: ذ. ڪاري ٿهه واري جوئر جو هڪ قسم.

- ڪارَتُهيِ؛ ث. ڪاري ٿهه واري جوئر جو هڪ قسم.
- ڪارَتَ ۽ ڪارَتُونْ؛ ث. صفت. ٿئي يا دالڪي جي ڪرلهن- ڪارات- ڪاراڻ.
- ڪارتَ جو ٽِڪَرُ؛ ڪارلهن جو داغ- بدنامي- شهرت- بدناموسي- گلا- ننڊا- عيب- گهٽتائي- وڏ.
- ڪارَجِيِو ۽ ڪارَجِيَا: ذ. صفت. ڪاري زبان وارو- زبان جو گندو- ڪار زبالو- نظرينڌڙ- ناظرو. نياڳو- آتشي- بدسڳن- گهاتي- نياڳ آڻيندڙ- خراب قسمت آڻيندڙ- بدبخت- لدوڙو چنبو- نحس- منحوس.
● ڪارَ زِبَالُو ۽ ڪارَ زِبَانَا؛ ذ. صفت. ڪارجيو.
- ڪارَسِرو ۽ ڪارَسِرَا؛ ذ. ڀراڙو يا جهولو ٻترَ ڪار مٿو- ڪاريڙو.
- ڪارْڪَ ۽ ڪارْڪُونْ: ث. ڪاري ٻڪري (ت).
- ڪارَڪُڇو ۽ ڪارَڪُڇَا (ت)؛ ذ. صفت. نوجوان- ڳڀرو.
- ڪارِڪيِ ۽ ڪارَڪِيُونْ (ت)؛ ث. رلڳ جي ڪاري.
- ڪارَ مُنْهَانيِ ڪَرَڻُ؛ بيماني ڪرڻ- ويساهه گهاتي ڪرڻ- ٺڳي ڪرڻ. ٻروڪر ڪرڻ- ٻرائي ڪرڻ- زنا ڪاري ڪرڻ.
- ڪارَ مُنْهُون ۽ ڪارَ مُنْهان؛ ذ. صفت. بَد شڪلو- بڇڙو. خراب- ٻَد- ٻُرو- مَندو. شيطان- اندر جو پليت- دغاباز. بي مانو- بي غيرت- بي شرم- بي حيا- رَذِيلُ- ذَليلُ.
- ڪارَ نَرِيو ۽ ڪارَ نَرِيا: ذ. صفت. کهوڙي جو هڪ قسم (ڪارين ٽنگن وارو).
- ڪارَلْهَنُ: ذ. ڪارو رنگ.
- ڪارِيْ زِيرِيْ؛ ث. ڪاري جيري.
● ڪارِ ۽ ڪارُنْ > ڪارِيُونْ: ث. (س. ڪري. ف. ڪار = ڪم > ڪرڻ) ڪم- ڌنڌو- ڪارج- ڌاڙي- شغل- ڪَسَبُ- روزگار-

روزي - ڪرت - ھاج - ڌنڌو. مشغولي - ھنر. ڪارپت - آبرو - ساک - ايمانداري - اعتبار - ويساھ. ساک پت - رھائي - راھي ھوڪي. بي عزتي - بي مالي - نيردار - جُٽ - تعدي - ملامت - ڦٿَ - بي آبروئي. شادي - ڪاج. خيرات. روا - ٺيڪ - ڀَلا - واجب - درست - برابر - ٺيڪ - صحيح. "ڀاري مان ڀاھر لڪري ڏڪَ ھڻڻ ڪار ناھي" (جملو).

- ڪارِ آمَدُ ع ڪارِ آمَدَ ؛ ذ. ڪم ۾ ايندڙ - ڪمائتو - ڪم وند - ڪارائتو - ڪتبائتو - مفيد - فائدي مند - مطلب وارو - سڄايو - سود مند - سڦلو - سڪيارٿو - سُڪمو - سارٿڪ - ڪم جو. معاون - مددگار - واھرو - حمايتي - سھايڪ - ڀَٽيرو.

- ڪاراوَتَ ع ڪاراوَتُون ؛ ث. ڪارائي جو ڏنڊو يا ڪم (اَنَ وغيره جي سنڀال) - ڪاراوتڻ - رکوائي - رکپالي - حفاظت - سنڀال.

- ڪاراھو ع ڪاراھا ؛ ذ. زميندار وٽ ھارين جي نظرداري وغيره لاءِ ڪم ڪندڙ ماڻھو - ڪمدار - ٽوھو - راکو - ڪارائو - رکپال.

- ڪارائِتَڻُ ؛ ڪارائي جو ڏنڊو - ڪاراوَت - رکوالي - رکپالي - سنڀال.

- ڪارائِتو ع ڪارائِتا ؛ ذ. صفت. ڪم ۾ ايندڙ - ڪارآمد - ڪمائتو - ڪم ولڊ - ڪم جو - ڪارگر - سُڪمو - سڪيارٿو - سارٿڪ - ڪتبائتو - سڦلو. فائدي وارو - فائدي مند - مفيد - سڄايو. چڱيءَ طرح.

- ڪارائو ع ڪارائا ؛ ذ. زمين جي سنڀال لاءِ مقرر ڪيل ماڻھو - ڪاراھو - راکو - ٽوھو - ڪمدار - نگھبان - رکوال - رکپال - چوڪيدار (فصل وغيره جو).

- ڪارُبارُ ع ڪارُبارَ > ڪارُونُ بارُونُ : ذ. ث. ڌنڌو - ڪم ڪار - ڪاروبار - وھنوار - ھاج - معاملو - پيشو - مشغولي - ڪرت - ڪار - ڪم. بندوبست - انتظام - جوڙجڪ - ناھ نوھ.

- ڪارِ بارِي ع ڪار بارِيُ ؛ ذ. ڪم وارو ماڻھو - ڪاروباري - ڏنڊائي بندوبست ڪندڙ - انتظام ڪندڙ - ڪم ھلائيندڙ - جوڙجڪ ڪندڙ.

- ڪاربَنْدُ ع ڪاربَنْدَ ؛ ذ. صفت. (ف). تعميل ڪرڻ وارو - عمل ۾ آڻيندڙ. فرمانبردار - چئيوان - چياڪُر.

- ڪارِ پَرِ يو ع ڪارِ پَرِ يا ؛ ذ. ڪارائتو - ڪمائتو - ڪم وارو - سڄايو - مفيد - سڦلو.

- ڪارِ پَتِ ع ڪارِ پَتُون : ث. ڪار - ڪاروھنوار - ايمانداري - پرتيت - پَتِ - سُپتيائي. پرم - ويساھ - ساک - ڀَڄ - معتبري. لھڻو - رکت - اوڌر. چڱو نالو - ناموس - نيڪنامي.

- ڪارِ پُردازُ ع ڪارِ پُردازَ ؛ ذ. ڪم وارو - ڪم ڪندڙ - منيب - ڪارِ دارُ - ڪارڪُن - مُھتمُ - مُنتَظِمُ. ڀلاوڻو - گماشتو. ڪامورو.

- ڪارِ پَردازِي ع ڪارِ پَردازِيُون ؛ ث. ڪم ھلائڻ واري حالت - انتظام - بندوبست - جوڙجڪ - ناھ نوھ. وسيلو - ذريعو - معرفت.

- ڪار خانو ع ڪارِ خانا ؛ ذ. ڪم ڪرڻ جي جاءِ - ھنري دڪان - وڏو دڪان - ڪوٺي - ورڪشاپ - دُڪانُ. واپاري گھر. توبخانو - باروت خانو - سلاح خانو. زنانو ڳجھو عضوو.

- ڪارِ خانيدارُ ع ڪارِ خانيدارَ : ذ. ڪارخاني جو مالڪ - ڪوٺيدار.

• ڪارِ خِدمَتَ ع ڪارِ خِدمَتُون : ث. خدمت - ٽھل ٽڪور - چاڪري - شيوا - خدمتگذاري - خادمي - ڀيلپ - نوڪري.

- ڪارِ خَيرُ ؛ ذ. ڀلائي جو ڪمُ - ثواب جو ڪم - چڱو ڪم - نيڪيءَ جو ڪم.

- ڪارِ دارُ ع ڪارِ دارَ : ذ. (ف. ڪار = ڪم + داشتن = رکڻ). ڪم وارو - عھديدارُ - مُھلت دارُ - عاملُ. مختيارڪارُ - تعلقي آفيسرُ. بادشاھ جي اڳيان ڪم ڪندڙ - وزير - منتري. نگھبانُ - راکو - محافظ - سنڀال ڪندڙ.

- ڪارِ دارِي ع ڪارِ دارِيُون ؛ ث. ڪاردار جي ڪچھري - تعلقي جي آفيس - دفتر - مختيارڪاري ۾ نگھباني - سنڀال - محافظي - نگھداشت.

- كارِ دانُ ع كارِ دانَ ؛ ذ. (ف. كار= كم+ دالستن= ڄاڻڻ) كم جو ڄاڻو- كاردارُ- ٻاليكارُ. حاذق- ماهرُ- پَڙُ- هوشيارُ- تيتِپَرُ- ڀَكو- كارِ ڀكر- استاد- گوهَرُ- ڄاڻو.
- كارِ رَوائِي ع كارِ روائِيُون ؛ ث. كارگذاري- كارستالي. كورٽ جي روبڪاري. چور ٻور- هڻ تڻ. كَمَ. كم جي هلت- رفتار- گهمرو- وارو- دَوُرو- دَوُرُ- سرِشتو. انتظام- تدبير- حيلو- جوڙجڪ.
- كارِ زارِ ؛ ث. (ف). لڙائي- جنگ- جدل- جهيڙو- وڙهه- جنگ- ڄڻَ.
- كارِ سازُ ع كارِ سازَ ؛ ذ. (ف). كم جو لاهيندڙ- جوڙيندڙ- بنائيندڙ- كندڙ- كمرتا- كرتوار- كارٽي- فاعِلُ. سڌاريندڙ- سنواريندڙ- درست كندڙ- اصلاح كندڙ. صانع- قادر مطلق. فائديوارو- ڳڻ وارو- فائديمند- لاڀائتو- كامِل. (اسم خاص). الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.
- كارِ سازِي ع كارِ سازِيُون ؛ ث. كم- كار- ڌنڌو- ڌنڌو- كِرت- هاجَ- مشغولي- كارج. جوڙجڪ- ربط- ضبط- كم جي هوراڻي- كم جي هوڏواري- بندوبست- انتظام- كم جو ٺاهُ. سنوارُ- صفائي- سڌارُ- اصلاح. نبيرو- چيڙو- ڀڄائي- آخرت- چيهُ. فرمانُ- حُكم- آرڊَرُ- آگيا.
- كارِ ساڻَ كَرَڻُ (ك) ؛ تياري كرڻ- خيال كرڻ- منبت كرڻ- سانباهو كرڻ. "وڙهڻ جا كارَ ساڻ ٻيو كرين" (جملو).
- كارِ سِتانُ ع كارِ سِتانَ ؛ ذ. صفت. چالاڪ- هوشيار- عَيارُ- استاد- نَپَڻُ- گوهر- پَڙُ. وڏو كم كندڙ- كيپ كنندڙ- مَهِمُ سرانجام كندڙ. بهادُري جو كم كندڙ- دلير- ويرُ- سُورهيه- سورمو- جوڌو- ٻالكو- بهادُرُ. غيرواجبي فائدو حاصل كندڙ- مطلبي- لالچي.
- كارِ سِتالِي ع كارِ سِتالِيُون ؛ ث. چالاكي- عياري- سازش- مكاري- ٺڳي. استادي- كماليت- هوشياري- كارِ ڀكري- تدبير- آهاءُ. مَهِمَ- ڏَهڻُ. غيرواجبي فائدو- مطلب- لالچ- ذاتي فائدو. ساهس جو كم.
- كارِ سَوارُ ع كارِ سَوارَ ؛ ذ. صفت. كارسٽارُ- هوشيار سَوارُ.
- كارِ سَوارِي ع كارِ سَوارِيُون ؛ ث. كار سٽاري- گهوڙيسواري.
- كارِ سٽارُ ع كارِ سٽارَ ؛ ذ. صفت. چابڪ سوارُ- گهوڙي سَوارُ- هوشيارُ سَوارُ- تازيدارُ- كار سَوارُ. ذو ٻائي. گهوڙن جو سودا گَرُ.
- كارِ سٽارِي ع كارِ سٽارِيُون ؛ ث. گهوڙي سَواري- تازيداري- كار سَواري. گهوڙن جي دلالي.
- كارِ شناسُ ع كارِ شناسَ ؛ ذ. صفت. (ف. كار= كم + شناختن= سڃاڻڻ) آزمودگار- هٿ هيرِيَلُ- اكابَرُ- پَڙُ- كم مان واقف- كاردانُ- جهان ديدو- تجربيكار- ماهرُ.
- كارَكُ ع كارِكَ ؛ ذ. كم كندڙ- فاعل. (گرامر ۾). فعل مان لكتل اسم. (صفت). مُؤثِرُ- مُجَربُ- اثرائتو- كم وارو- تاثير وارو.
- كارِ كَرِتو ع كارِ كَرِتا ؛ كم جهڙو- كارائتو- كمائتو- كارِ كَرِدو.
- كارِ كَرِدو ع كارِ كَرِدا ؛ ذ. كارائتو- كمائتو- كم جهڙو- كارِ كَرِتو.
- كارِ كَرَڻُ ؛ بي عزتي كرڻ- سزا ڏيڻ. واجب كرڻ- مناسب كرڻ.
- كارِ كُنُ ع كارِ كُنَ ؛ ذ. كم كندڙ- كمدار- كاردار- مختيار. وزير- اهلكار. منشي- كامورو- كلارڪ. نوكر.
- كارِ كِيَنُ ۾ اچڻ (ل) ؛ پنهنجي ٻري كم جو نتيجو لوڙڻ- كيتي جو كيتو لوڙڻ- سزا ڀوڳڻ- جزا جي سزا ملڻ.
- كارِ كِيُونُ كائڻُ (ٿ) ؛ لوڪ مَرُيادَا جو ليكو لنگهي وڃڻ- بي شرم ٿي ويهڻ- بي حيا ٿيڻ- لاس ٻتو ٻوڙي ڇڏڻ.
- كارِ گُذارُ ع كارِ گُذارَ ؛ ذ. (ف). كاريگر- كاردان- پڙ- ماهر- استاد- نپڻ-

گوهر- چرب دست- ڪم ڪندڙ- ڪاردار- مهتر- نوڪر- ٻالهو- خدمتگار- ٻيلي- چاڪر.

- ڪارِ گُذارِي ٤ ڪارِ گُذارِيُون؛ ث. روزنامو- روزنامچو- ڊائري- روزمره جي حالات- پوتاميل. فرض جي پورائي. ڪم ڪار جو آڪلاءُ- تعميل- نبيرو- چڙ پوت. فرمانبرداري- خدمت- ملازمت- نوڪري- خدمت گذاري- چاڪري- ٽهل ٽڪور.

- ڪارِ گَرُ ٤ ڪارِ گَرَ: ذ. ڪارائتو- اثرائتو- مجرب- مفيد- اثر وارو- موثر. فائدي مند- سود مند. ڪمائتو- ڪم جو- ڪم ولهه- ڪم وارو.

- ڪارِ وائِي ٤ ڪارِ وائِيُون؛ ث. (ف). ڪارگذاري.

- ڪارِ وائِي ڪَرَڻُ؛ ڪارگذاري ڪرڻ. تعميل ڪرڻ- عمل ڪرڻ. فرض پورو ڪرڻ- ڊيوٽي بجا آڻڻ- حڪم جي بجا آوري ڪرڻ.

- ڪارو بارُ ٤ ڪارو بارَ: ذ. (ف). ڪار بار- ڪم ڪار- ڌنڌو ڌاڙي- ڪِرت- هاڄ- پورهيو- ڪسب. سود و سلف- واپار- ڏي وٺ. اٽالو- ڍَلبُ- ڍَنبلو.

- ڪارِي ٤ ڪارِيَ؛ ذ. اسم جي پڇاڙي ڪم اچي، فاعل ڏيکاريندڙ لفظ. جيئن ته ”لائقڪاري، اپاءڪاري وغيره“. (سن. ڪرِيه = ڪرڻ). ڪم جو- ڪارجو- ڪارائتو- ڪارگر- مفيد- ڪمائتو. اثرائتو- اڻ کُٽُ- موتمار.

- ڪارِ يگَرُ ٤ ڪارِ يگَرَ؛ ذ. ڪم جو ڄاڻو- هُنرمند.

- ڪارِ يگَرُڪو؛ ذ. صفت. ڪاريگرائپو- ڪاريگر جو- سنو.

- ڪارِ يگِرِي؛ ث. ڪم جي ڄاڻ- هُنر- هوشياري.

- ڪارِ يندَڙُ ٤ ڪارِ يندَڙَ؛ ذ. ڪَٺائتو- مهربان- وڙائتو- آهڪاري (انسان).

● ڪارا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. چانڊين بلوچن جا به مشهور پاڙا آهن، هڪ ڪارا ۽ ٻيو گورا (پورا).

● ڪاراتير: اسم خاص. هڪ ديهه جو نالو.

● ڪارائِي؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو؛ تعلقي ڏوڪريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاراهِي (ت): ث. ڪاٺ جي پيالي (جنهن سان ڪٽڪ يا سارين جي واٽر ڪجي).

● ڪارائِي ٤ ڪارائِيُون: ث. ڪاٺ وغيره کي ڇيڻ لاءِ لوهه جو تکن ڏندن وارو هڪ وڏڪو اوزار- آرو. اڻ صاف ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جو ٻلچي والڪر هڪ اوزار- سُپُ- ڇنڇُ- ڪاڪڙو. هٿ ۾ ٽولٽ جي وچ وارو حصو- ڪرائي- وِٿي.

- ڪارائِي مانُ ڪَڍَڻُ؛ ان صاف ڪرڻ. ڇيڻ- ٻه اڌ ڪرڻ- وَڍَڻ- ڪٽڻُ.

- ڪارائِي هَڻَڻُ؛ ان کي وائڻ- صاف ڪرڻ. وڍڻ- ڪٽڻ- ڇيڻ- ٻه اڌ ڪرڻ. ڪجهه لڪائڻ- ڪتر وجهڻ- ٽڪائڻ- ڇپائڻ.

● ڪارائِي تِيترُ؛ اسم خاص. پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڪارايَلُ ٤ ڪارايَلَ؛ ذ. (سن. ڪلاهي = مور). مورُ. ڪَتي تي رکيل ٻيار جو هڪ نالو. ڳائڻ جو دستور. (اسم خاص). سُر يا راڳڻيءَ جو نالو.

● ڪارَبُ ٤ ڪارَبَ؛ ذ. (ع. قالب. ف. گالبد = سانچو) قالب- ٺپو- فريم- فرمون- ماپو- ڪارَبُ (ت). ڪورين جي اوزار جو هڪ قسم. ڊلهه جي پکين جي ڦاسائڻ جو هڪ طريقو- ڏليبو ”ڪارِبَ جو شڪار“.

● ڪارِ بَانُ؛ اسم خاص. (انگ. Carbon) هڪ ڪَٽس جو نالو- ڪوئلي يا شيهي مان پيدا ٿيل ڪَٽس.

● ڪارِ باڻِي؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪارِبُ ٤ ڪارِبَ (ت): ذ. ڪارَبُ.

● ڪارِ پکهو ٤ ڪارِ پکها (ت)؛ ذ. پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڪارِ تُوسُ ٤ ڪارِ تُوسَ؛ ذ. ڇيرن ۽ دارون سان ڀريل بندوق ۾ وجهي هڻڻ لاءِ ڏسي- بندوق جو ڏَڪُ. مرد جو مخصوص عضوو.

● کارَپَ ۽ کارَپُونُ (ٿ): ٿ. ٻلي ٻوڪَ.
● کارَ ٻَکڙوُ ۽ کارَ ٻَکڙا؛ ذ. منگر مڇيءَ جو هڪ قسم.
● کارِجُ ۽ کارِجَ: ذ. (سن. کاريہ = ڪرڻ) ڪم - شغل - ڌنڌو - هاج - ڪِرتَ مراد - مطلب - ارٿ - غرض - مقصد - هارڊُني - منورٿ. شاديءَ جي موقعي تي خوشيءَ جي هڪ رسم - ڪاڄُ - ڪاڄُ - شاد مالو - مجلس - ڪالو - منگل آچار - جُنُبڄُ - ماني - جشن - ڪاڄڙو. ڦڏو - رڳڙو - فساد - معاملو - ڪِروڌُ - جهيڙو.
= کارِجُ سِڌُ ٿيڻُ: مطلب جو سرانجام ٿيڻ - مراد کي رسڻ - ڪم جو راس ٿيڻ - مطلب حاصل ٿيڻ - مقصد پورو ٿيڻ.
= کارِجُ مَنگَلُ؛ ذ. شاد مالي يا خوشي جو موقعو - خوشيءَ جو وڏو ڏينهن.
= کارِجُ مَنگَلُ ٿيڻُ؛ لنڊو وڏو ڏينهن ٿيڻ - شادي غمي ٿيڻ - ٻارٽي يا دعوت ٿيڻ.
= کارِجُ ڪَرتا؛ ذ. صفت. ڪم ڪندڙ.
= کارِ جُوَانتُ ۽ کارِ جُوَانتَ؛ ذ. صفت. ڪم وارو.
● کارچوبُ ۽ کارِچوبَ: ذ. (ف. کار = ڪم + چوب = ڪاٺي) زريءَ جي ڀرت ڀرڻ لاءِ ڪاٺ جو اڏو - فريم - چوڪو. اڳئين آئڻ جو اوزارُ - کارچوبُ چڪدوزي جو ڪم ڪندڙ - زريءَ جو ڀرت ڀريندڙ - زرباني ڪندڙ - زردوزُ - ڀرت جو ڪم ڪندڙ.
= کارچوبيُ؛ ذ. صفت. کارچوب وارو. گلڪاري - زريءَ جو ڪم - زردوزي - ڪشيده ڪاري.
● کارِچوپُ ۽ کارِچَوپَ؛ ذ. کارِچوبُ.
● کاردار: ذ. ڳوٺ جو چڱو مڙس يا اسين (جو ٻنين جي دائد بندي ڪندو آهي).
● کارِڏوُ ۽ کارِڏا: ذ. شينهن جو هڪ نالو - شير.
● کارِڊُ ۽ کارِڊَ؛ ذ. (انگ. Card). خط - چٺي ملاقات ڪندڙ جيي عبارت جيي ڳڪيٽ. ٽڪو - نشانُ.
● کارڙا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ڏوڪري ۽ ميري خان تعلقن ۾ هڪ ديه جو نالو.
● کارِڙو ۽ کارڙا (ڪ - ل): ذ. (سن. ڪالَ = کارو > ف. کيک) چَنڪُ هڻندڙ ننڍڙي جيت جو هڪ قسم. ٻَسون (ڪ). ٻاڻ مان پيدا ٿيندڙ جيت جو هڪ قسم (ت). تيتر جو هڪ قسم - کارڙو شڪاري تِترُ.
● کارڙو تِيتُرُ؛ اسم خاص. کاري رنگ جي شڪاري تتر جو هڪ قسم.
= کارِڙو جهڙُ: اسم خاص. ڏاڙهياري جبل ۾ هڪ ڍوريءَ جو نالو.
● کارِڙِيُ ۽ کارڙِيُونُ: ٿ. جوار جو هڪ قسم يا جنسَ - کارٿهيُ.
● کارِساڻُ ۽ کارِساڻَ (ڪ)؛ ذ. جهيڙي جو پيغام - دڙڪو.
= کارِساڻُ ڪري موڪلڻُ؛ دڙڪو چوائي موڪلڻ.
● کارسر؛ اسم خاص. ٿر ۾ هڪ جبل جو نالو.
● کارَسِرِيُ ۽ کارَسِر يُونُ: ٿ. ٻڪيءَ جو هڪ قسم. ٻوريءَ جو هڪ قسم (ت).
● کارڪنڇِيُ ۽ کارَڪنڇِيُونُ: ٿ. هڪ ٻڪيءَ جو نالو - ڪالڪڇي.
● کارڪينڇِيُ؛ ٿ. ڪينڇي ميٺل ٻُڇ وارو کاري رانگ جو هڪ ٻڪي.
● کارِڪو ۽ کارِڪيا (ٿ)؛ ذ. مرڻي جي خبر رسائيندڙ - قاصد.
● کارُڪُلُ ۽ کارَڪُلَ؛ ذ. ڪو نيڪيءَ وارو ڪيل ڪمُ - سچائي - سدورائي.
● کارليس: اسم خاص. سنڌ جي واپار تي مفصل بيان ڏيندڙ هڪ انگريزي مورخ جو نالو.
● کارنامُو ۽ کارِناما؛ ذ. (ع). کارستالي - مهم - عظيم الشان ڪم. کاريگري - هوشياري - ڏاهپ - سياڻپ - ڪيڏ. جنگ نامو - رزم نامو. تواريخ. حڪومت يا رياست جي قانون جو ڪتابُ - دستور العمل.
● کارِنُڄُ ۽ کارِنُڄَ؛ ذ. منگر مڇي جو هڪ قسم.

- ڪارِ لُڪهو ۽ ڪارِ لُڪها: ذ. بدن جو هڪ عضوو - ڍولڪو - ڪَرلڪهو. ڏونهين ڪيڻ لاءِ لڙو - بخارو - ڪيفَ - بُخاري - چمني.

● ڪارَنهن: ث. (سن. ڪالما) ڪارَتَ - ڪارنئين - ڪارو رنگ - ڪاراڻ. داغ - عيب - ڪَلنڪُ - وِڏَ - گهٽتائي.

- ڪارَنهن جو ٽِڪو لائڻ: بدنام ٿيڻ - خوار خراب ٿيڻ ذليل ٿيڻ - رُسوا ٿيڻ. عيبدار ٿيڻ - ڪلنڪ لڳائڻ.

- ڪارنهن جو لِڪَر پَچڻ: بدناميءَ جو اچڻ - خواري خرابي ٿيڻ - ذلت ۾ پرجڻ - رُسوائي ٿيڻ. عيبدار ٿيڻ - ڪَلنڪ جو داغ اچڻ.

- ڪارنهن جو ڪوپ اچڻ: بدنام ٿيڻ - خواري مچڻ - خوار خراب ٿيڻ - ذليل ٿيڻ - رُسوا ٿيڻ - ڪارلهن جو لِڪر پَچڻ.

- ڪارَنهن ڪَڻڻ: خواري ڪڻڻ - بدنامي ڪڻڻ - رسوائي ڪڻڻ - ذلالت ڪڻڻ.

● ڪارَلُئين: ث. صفت. ڪارو رنگ - ڪاراڻ - ڪارَنهن - ڪاراڻ.

● ڪارَڻ ۽ ڪارَڻَ: ذ. سبب - ذريعو - باعث - ٻَهالو - وَجهُ. هوش - ڌِيان - خيال - عقل - سمجهه. راستي - انصاف - سچائي. مُول - مَتو - موقعو. جادو. دوا - علاج. مدافعت - حيلو (ت). (حرف جر) جي لاءِ - جي ڪري - لئِ - واسطي - خاطر - سالڪي - ڪاڻِ - جيڪر - تنهن ڪري - تنهن لاءِ - صدقي - لئي - نِمت - پاڱين - آرِ ٿ (جي لحاظ).

- ڪارَڻ ڪَباب ٿيڻ: ڪباب ٿيڻ واسطي تيار ٿيڻ - مرڻ لاءِ تيار رهڻ.

"فنا وجهي فَترَ ۾ ڪارڻ ٿي ڪَباب"
(شاهه).

- ڪارَڻ ڪَرَڻ: سحر جو اثر هلائڻ - ٽوڻو ڦيڻو ڪرڻ - سڳو ڦل ڪرڻ - دعا تعويذ ڪرڻ.

● ڪارِئيي ۽ ڪارِئيي: ذ. صفت. فاعل - ڪرڻ وارو - ڪرتا - ڪندڙ (ڪم). نائب - گماشتو - پَلاوڻو. يوراج - ولي عهد - وارث - منيالهندڙ - مقادير - ڪاردار. عالم مختار - نگهبان - رکنڪ - راکو - مددگار - حامي - سرپرست - ڪرلاهو - ڪانڌي. ڪارٿي - وصي - سام - پرجهلو. امين - والي وارث - ڌڻي ڌوڻي. وسيلو - ذريعو - آڌاءِ. شفيع - ڪارساز. شفاعت ڪندڙ - شافيعُ.

● ڪارو ۽ ڪارا: ذ. صفت. (سن. ڪالا < ڪالَ = ڪالَڪَ. ترڪي: قار = ڪارو). هڪ رنگ جو نالو - اولداهو رنگ - سياهه - پنيو - پوهه. (ضد اڇو). سانورو - سالولو. (ٻئن ۾) ڪدو. بسوهَر - وَسيهَر - ڪاريهل - ڪاريهر - واسينگ - اصيل (نانگ). زالي - بدفعلي ڪندڙ - گناهن سان پرپور. اندر جو پليت - ڪُٽو - ليت ڪولو - بي ايمان. خوفناڪ - پوائتو - ڊپائتو - خوفائتو. صاف نه بيٺل پاڻي. (ث. ڪارِي ۽ ڪارِيُون). جيت جو هڪ قسم - ڪارڙو. اسپ جو هڪ قسم (ڪ). لَر ڪڪڙ جو هڪ قسم - ڏالد جو هڪ قسم (ت). (اسم خاص). ڪرشن مهراج جو لقب - شيام - سريندر - ڪَنيهو. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو. حبَ جي اوريان هڪ جبل جو نالو.

- ڪارا ٿُوتَ: ٿوتن جي هڪ جنس - لنڊا ۽ ڪتا ٿوت - شَتهَ تُوت.

- ڪارا ڪَڪَرَ چانئيجڻ: تڪليف جو آڏو اچڻ - مصيبت جو نازل ٿيڻ - آفت ۾ ڦاسڻ - مصيبت ۾ مبتلا ٿيڻ.

- ڪارو ابلَق: ذ. گهوڙي جو هڪ قسم.

- ڪارو اڱر: ذ. صفت. بدمزاج - بي حيا - بي شرم. بدمعاش - لُچُ.

- ڪارو ٿيڻ: بدنام ٿيڻ - خوار خراب ٿيڻ - ذليل ٿيڻ - رسوا ٿيڻ.

- ڪارو پاڻي: سمنڊ جو پاڻي. جنم ٽيپ وارن قيدين کي سزا طور موڪلڻ جو هنڌ (پورٽ بليئر، انڊمان، نڪوبار). جلاوطني - ملڪ بدر - ڏيهه نيڪالي.

- ڪارو ٻَنڌَر: ڪليل ميدان - ٻوٿو.

- ڪارو جاڙو: ڪارن ۽ ڦِڪن ڪنڊن وارو ڪڪڙ.

- ڪارو چورُ: ذ. وڏو چور - ڪانڪو - لاسي گراسي - رهزن. اڻ واقف - اڻ سيڻو - الاجي ڪير - اڻ ڄاڻ.
- ڪارو ڌاتورو: ذ. ڌاتوري جو هڪ قسم - هڪ زهريلو ٻوٽو.
- ڪارو ڌتورو: ذ. ڪارو ڌاتورو.
- ڪارو علم: جادو - منتر - ٽونڊو ڦيٽو - منٽ.
- ڪارو ڪاڪيرو: زالي سٽ جي ڪپڙي جو هڪ قسم.
- ڪارو ڪرڻ: ڪارو ڪرڻ - بڇڙو ڪرڻ - خوار ڪرڻ - رسوا ڪرڻ - ذليل ڪرڻ - بدنام ڪرڻ. ٽڪو ڏيڻ - داغ لڳائڻ - عيبدار ڪرڻ.
- ڪارو ڪمرو نه چنڊڻ: سيني کي ڏوهي ٺهرائڻ - سڀ کي عيبدار ڪرڻ.
- ڪارو ڪنو ۽ ڪارا ڪنا: ذ. بدنام - ڪلارو - خوار - رسوا - ذليل.
- ڪارو ڪنو نه هئڻ: ڪنل هئڻ - ڪنگال هجڻ - غريب هجڻ - نادار هجڻ.
- ڪارو منو لاهڻ: جيئن تيئن ڪري ڪم پورو ڪرڻ - بيگار لاهڻ.
- ڪارو ميروچ: مرچن جو هڪ قسم - ميري.
- ڪارو منهن ڪرڻ: بي عزتو ڪرڻ - بي مانو ڪرڻ - بي آبرو ڪرڻ - رسوا ڪرڻ عيب لڳائڻ - ٽڪو لائڻ - خوار ڪرڻ. بڇڙو ڪم ڪرڻ - ستر ٽوڙڻ - زنا ڪرڻ - برو فعل ڪرڻ - خرابي ڪرڻ.
- ڪارو منهن ليرا ٻيرَ: بلڪل بڇڙو - بنهين بدنام - تمام رسوا. ليڪار - ڪين جهڙو - بيڪار - نه ٿيو.
- ڪارومون (ٽ): پاراتي جو لفظ - ڪارو منهن. ڪم ۾ ناآميدي.
- ڪارو نانگ: ذ. نانگ جو هڪ قسم - واسينگ - وسيهر - ڪاريهر - ڪاريهل - بسيهر. جيت جو هڪ قسم (ٽ).

- ڪارونڀار: ذ. (سن. ڪال = ڪاراڻ + پار = پاگو) ڀنيپ اونده - تمام اونده - ڪارو پاڙ. اونداهو ڪهاٽ - اونداهي. هيبت ناڪ - خطرناڪ - ڀوائتو - خوفائتو - خوفناڪ - ڊپائتو. درياءَ جو زورشور - ژُم - ڏِم. مينهن وارن ڪڪرن جي لهه چڙهه - تمام گهڻو مينهن آڻيندڙ ڪڪر.
- ڪارونڀير (ڪ): ذ. ڪڪر ۽ سمنڊ جي اولده - ڪارونڀار.
- ڪارو واءُ: ذ. چوپائي مال جي بيمارين مان هڪ خطرناڪ بيماري - ٽڙڪڻي - ڦڙڪڻي - ڏڪڻي.
- ڪاري ۽ ڪاريون: ث. صفت. ڪاري جو مؤنث. هڪ رنگ جو قسم - ڪاراڻ لڳل. گناهن ڀريل - زاني عورت - بدفعلي ڪندڙ عورت. ڏوهارڻ. زور - ڏاڍ - ميراڻي - زوراوري - جبر - ڏاڍائي - دست درازي - گهڻي ٻوساٽ - دٻڙدڦوس - زبردستي - غضب - زور زبر - قهر - تعدي - اندير - ظلم - الرٽ - تشدد - غريبان مار - ناحق. ڌڪ - صدمو - ڪٽڪ - وار - ضرب - ڦيٽ - ٺوڪ - چوٽ - چاڙپ - ٺونشو. ڪهائيندڙ - خوفناڪ - ڪرو - مؤتمار. دهماني - ظالم - قهار - ستمگر - ڏاڍي. هوت - سڄڻ - پرين - پيارو. ڪرائي. تيز آس - تکي آس - ڪاڙهو (ٽ).
- ڪاري ٻاز ۽ ڪاري ٻاز: ذ. صفت. ويڙهه جو مضبوط - پهلوان - ڏاڍو - جبرو. ڪڙهه ٻاز - ويڙهو ڪڪڙ.
- ڪاري ٻري: ث. ٻري ٻڪريءَ جو هڪ قسم.
- ڪاري ٻور: ث. کهوڙي جي رنگ جو هڪ قسم منهن ۾ بالو، چارئي پير آڇا.
- ڪاري ٻولاهي (ٽ): ث. ڍاليدي ٻڪيءَ جو هڪ قسم.
- ڪاري ليڪڙي: ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.
- ڪاري چيڙي ۽ ڪاريون چڙيون: ث. ٻکيءَ جو هڪ قسم - ڪاري جهرڪي. ڪالڪا ديوي - ڪالي - ڀواني - ڪالڪا (ٽ).

- ڪَاري ڏؤلِري؛ ث. ڏِکيءَ جو هڪ قسم. ڪاري ٻڪر اڇن ٽِنَن سان.
- ڪَارِيْ ڊَاکَ: ث. ڪل ميوي جو هڪ قسم.
- ڪَاريِڙو ع ڪارپِڙا؛ ذ. صفت. ڪاريرو- ڪارنجهو- ڪارالجهڙو- ڪاراڻ تي مائل- ڪاريرڙو.
- ڪَاريِرو ع ڪَاريِرَا: ذ. صفت. ڪاراڻ تي مائل- ٿورو ڪارو- ڪاريرڙو.
- ڪاريِڙو ع ڪارپِڙا؛ ذ. صفت. ڪاريرڙو- ڪاريرو.
- ڪَارِيْ ڪَبِرِي؛ ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.
- ڪَارِيْ ڪِيرڙِيْ (ٿ)؛ ث. سرنڊڙ جيت جو هڪ قسم- ڪاري رنگ جي چڇي.
- ڪَارِيْ ڪَرَڻُ (ڪ)؛ عورت کي ڌاريءَ مرد سان بدفعلي ڪندي جهلڻ- بدنام ڪرڻ.
- ڪَارِيْ ڪُڙْمِيْ: ث. (چوپائي) سڄي ڪاري فقط منهن تي ٿورو اڇو داغ.
- ڪَارِي ڪڪَرَ؛ جنگ جي ميدان ۾ ماڻهن ۽ گهوڙن ڊوڙڻ ڪري ڌوڙ جا ٿهيل ڪارا ڪڪر- غبار.
- ڪَارِيْ ڪَتار؛ ث. لاٽي مان ٺاهيل هڪ قسم جي ڪار.
- ڪَارِي ڳَلهي؛ ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.
- ڪَارِيْ مڪڙي (ت)؛ ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.
- ڪَارِيْ مُڪري (ت)؛ ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.
- ڪَارِيَنْ ڪَاڪَلُ؛ ذ. صفت. صفا ڪراڙو گهوڙو- ٻوڙهو گهوڙو. اصل ۾ بدمعاش- ڪمينو- ڪمذات- بي حيا- بي شرم. لڄ ميڄندڙ- بي چو- نافرمان. ڊِٺِرُ- لِٺرُ- هوڏي- ضدي- ڪج بحث.
- ڪَارِيْ ٽهائين: ڪاري مٽيءَ جي آوي- ڪاري مٽيءَ جي ڪوري.

- ڪَارِيْ وَارَا ڪَڪَ: غربت- اڻ هوند- ڪوٽ- افلاس- سڃائي- مسڪنائي- پينگهائي- پالهائي- ڪجهه به نه.
- ڪَاري وَارَا ڪَڪَ هُجَڻُ؛ ڪجهه به نه هئڻ- سڃائي هجڻ- مسڪيني هجڻ- غربت هئڻ.
- ڪَارِيون پئڻ: ڪڙهون جهلڻ (ڪڪڙن جي ويڙهه جو اصطلاح).
تڪليفون سهڻ- مصيبتون ڀوڳڻ- ڏاڪڙا سهڻ.
- ڪَارِيون ڪَڍَڻُ: گهوڙي جو ڏندن جا ڪارا ٽڪا ظاهر ڪرڻ. عيب ثواب ظاهر ڪرڻ- ڏوهه گناهه پڌرا ڪرڻ.
- ڪَارِيُون ڪَانئِڻ؛ جواني ڪان مڙڻ. ڏندن جي وچ ۾ ڪارين ٽڪين جو پيدا ٿيڻ. ڪاريون پئڻ.
- ڪَارِيُون هُجَڻُ؛ سخت تڪليف هجڻ- مصيبت ۾ مبتلا هجڻ- پريشاني ۾ هجڻ.
● ڪَارِوانُ ع ڪَارِوَانَ؛ ذ. (ف). اٺن جي قطار- قافلو- ساٿو. ٽولو- وڳر- سنگتڙ- سات. قافلي جو مهندار- سالار- سردار. ڪم چالندڙ- چاڙو. هنرمند- هنري. عادل- انصاف پسند. بادشاهه جو وزير- منتري.
- ڪَارِوَانُ سالارُ؛ قافلي جو سردار- مهندار.
● ڪَارِوِشُونُ؛ ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.
● ڪَارُوڏانْبِريو؛ ذ. ڪاري مڇيءَ جو هڪ قسم.
● ڪَارْوڙيو ع ڪَارْوڙِيَا (ڪ)؛ ذ. وڏي آواز سان ڪيل سڏ- رڙ- ڪوڪ- دانهن- واڪو ڪوڪريو- هڪل- ڪيڪَ- ڪيهه- هوڪريو- هوڪو- هوڪارو.
- ڪَارڙِيو ڪَرَڻُ؛ وڏي آواز سان سڏ ڪرڻ- رڙ ڪرڻ- دانهن ڪرڻ- ڪوڪ ڪرڻ- ڪيهه ڪرڻ- هڪل ڪرڻ- هوڪريو ڪرڻ- واڪو ڪرڻ.
● ڪَارُو سِيئوري: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.
● ڪَارَوْلُو؛ اسم خاص. تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● كارو لوڙو (ٿ): ذ. ول جو هڪ قسم.
● كاروكهر (ڪ): اسم خاص. ٻوڪڻ اڻين ڪان اوپر طرف هڪ جبل جو نالو.
● ڪَاروُنُ؛ ث. (سن. ڪَارِيُ=ڪوشش). حيلا - وسيلا - ڪوششون - سعيا - سٿا سولا - جفا ڪشي - آدر - اورچائي. جٿيون
"مائٽنٿا مون سين گهڻا، ڪسڻ ڪيا ڪارون".
(شاهه).
آزيون - نيزاريون - عاجزيون - منٿون - ٻلا لُڊ - ڪيسيون - اِلايون ٻلايون. (سن. ڪل). دالهون - ٻڪارون - رڙيون - واڪا - آنهون دانهون - فرياد. رلجهه. ڪنجهه - چنگهه - ڪنجهڪو - ڪرڪو - ڪنجهڪار. ڀلائي - احسان - ديا - مهرباني - ٿورو - وڙ - مروت - مهر - لائق - شڪربو - اِيچپر - آن ڪره - ڪرم.
"جي ڪارون آئين ڪانڌ ڪي، تہ روئي ريجهائيج، ليلا! ليلائيج، اٿيئي ماڳ مٺ جو".
(شاهه).
- ڪَاروُنُ ڪَرَڻُ؛ ڪوششون ڪرڻ. منٿون ڪرڻ - آزيون نيزاريون ڪرڻ. ڪنجهڪار ڪرڻ - چنگهڻ. مهرباني ڪرڻ - وڙ ڪرڻ.
● ڪَاروُنبَارُ = ڪَاروُانبَارَ؛ ذ. صفت. وڏو الداز - لشڪر جو وڏو تعداد - مجموعو - بيشمار - لاتعداد - ڳاڻيٽي کان ٻاهر.
● ڪَاروُنبو (ٿ)؛ ذ. جيت جو هڪ قسم.
● ڪَاروُنجهَرُ؛ اسم خاص. (سن. ڪَالَ + آنجَرُ= موت کي ٻوري ڪرڻ وارو). هڪ ٽڪريءَ جو نالو، هن لڳ ننگرپارڪر شهر ٻڌل آهي.
● ڪَارُونبَ؛ اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪَارُوهَر: اسم خاص. تعلقي قمبر ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪَارَهَنِ = ڪَارَهُونُ؛ ث. صفت. ڪارلهن - ڪاراڻ - ڪارث - ڪارائي. عيب - ٽڪو. وڏ - ڳهٽتائي.

- ڪَارَهِنُ: ث. ڪاراڻ - ڪارث - ڪاره - ڪارنهن. عيب - ٽڪو. وڏ - ڳهٽتائي.
● ڪَارَهَنُ؛ ذ. صفت. (سن. ايڪ + دش = ايڪا دَش؛ پراڪرت ايڪارس؛ آردَسادَ ڪي ايڪارس؛ اڪارنهن؛ ڪارلهن) يارهَنُ (١١).
- ڪَارَهَنُ مَٽيُ (ڪ)؛ رهٽي جا ١١ سير.
- ڪَارِهُونُ = ڪَارِهَانُ: ذ. صفت. يارهون.
- ڪَارِهِينُ = ڪَارِهِيُونُ؛ ث. صفت. مسلمانن جو هڪ وڏو ڏڻهن - خوشي جو موقعو. قمري چنڊ جي يارهين تاريخ - پادشاهه پير جيلاني رحمت الله عليہ جي نالي تي خيرات ڪرڻ جو ڏينهن.
● ڪَارِهندو = ڪَارِهَنڊا: ذ. صفت. ڏاڍو - اوهرو - پرائو - اڻ سڃاتو. نا واقف - الاجي ڪير - اڻ سڃاڻ - غير - غيرواقف. نياڪر - نياڪر.
● ڪَارِي = ڪَارِيُونُ (ل - ث)؛ ث. ٽڪر - ٻيولڊ - چٽي - اڳڙي. (اسم خاص). ڪڇ ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو. ڊگهڙي، جيمس آباد، ديري محبت تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪاري، (ڪارڻ)؛ ڪرائي (ڪرائڻ). (سر ڪوهياري ڪر).
- ڪَارِي چِڏَڻُ؛ ڪم ڪار ڇڏو ڪرڻ - ناري چڏڻ. ڪرائي چڏڻ. "هي ڪم ڪاري چڏ". (جملو).
- ڪَارِيُمَ؛ ڪرايم.
- ڪَارِيوُ: ڪرايو.
● ڪَارِيَا: اسم خاص. ڪڇي لوهارن جي هڪ ذات جو نالو.
● ڪَارِياڻو: اسم خاص. ديري محبت ۽ ٽنڊي باگي تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪَارِيُتَرُ (ڪ)؛ اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.
● ڪاريجا: اسم خاص. تعلقي سوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪَارِيُ چَنُ: اسم خاص. تعلقي سنجهوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪاريڙي = ڪَارِيڙِيُونُ؛ ث. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڪاري سائينداد : اسم خاص. تعلقي ديري محبت ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪارِيگَرُ ۽ ڪارِيگَرَ ؛ ذ. صفت. هنرمند. پيشه ور- صناع- چرب دست- ڄاڻو- نپڻ- پڙ- هنري- دماغي- دستڪاري- ماهر- ڪاردان- استاد- گوهر- ڳهاڙيٽو- مغزي- فني. ڀورهيت- مزور- ڪمي. هوشيار- سمجهدار. چالباز- ٽالي- چالاڪ- حرفتي- اٽڪلي- تريناڪ- رمزي. خبردار- سچيت.
- ڪارِيگِرائڻو ۽ ڪارِيگِرائڻا ؛ ذ. صفت. سٺي ڪم ڪندڙ جو- سٺي هنرمند جو- ڪم واري جو- ڪاريگرڪو- هنريءَ جو.
- ڪارِيگِرائِي ۽ ڪارِيگِرائِيون ؛ ث. دستڪاري- ڪاريگري- فنُ- هُنر- ڪمُ. ڪم جي ڀيهڪ- ڪم جو نقشو- سهڻائي. چالاڪي- حرفت- اٽڪل.
- ڪارِيگَرِڪو ۽ ڪارِيگَرِڪا : ذ. صفت. ڪاريگرائو- ڪم جي ڄاڻوءَ جو- هوشيار ڪاريگر جو- ڪسبياڻو- ڪسبائتو- استاديءَ جو.
- ڪارِيگِرِي ۽ ڪارِيگِرِيون ؛ ث. هنرمندي- دستڪاري- چرب دستي- ماهري- هُنر- هٿ جو هُنر- صنعت. استادي- هوشياري- مهارت- چترائي- ڪُشلتا- دانائي- ڪماليت. پيشو- ڪم- ڌنڌو- ڪرت- ڪار.
● ڪاريلا (ت) ؛ ذ. گاهه جو هڪ قسم.
● ڪارِينگَ ۽ ڪارِينگُون (ت) ؛ ث. (سن. ڪاليندَ ڪَنُ = چالهين). چالهين- تربوزو- هندائو- چانهون (ڀات) - چانوَ (ت). ڦر جي ميوي يا ڀاڄيءَ جو هڪ قسم.
● ڪارِينگو ۽ ڪارِينگو ؛ ذ. هينداڻو- چانهين- تربوزو- ڪارِينگ.
● ڪارِينگهو ۽ ڪارِينگها ؛ ذ. جسم جو ڀڇرو- هڏن جو بوتو- هڏائون ڀڇرو- ڍوانڪو. بيهودو- گارڀال- ڪالينگهو- بد معاش- شودو- لُچ- اٺوڙي- ڇڙيهو- ڇڙتو- اوڦر- بي عادتو- بد خصلت.

● ڪارِتَ ؛ ذ. علاج- اوڪيڏ- دَوا- دارون. آپاءُ- ٻيلو- تدارڪ- چارو- حيلو- وسيلو.
● ڪارِيهَرُ ۽ ڪارِيهَرَ ؛ ذ. (سن. ڪال+ هر) نانگ جو هڪ قسم- ڪارو نانگ- وَسيهَرُ- واسينگ- سٺ وارو نانگ- بِسيهرُ- اصيلُ. (صفت). زهر ڪشندڙ. زهر. سوت- ڪالُ.

"ڪارا ڪَنَ ڪاري ٽڪي،
جت ڪاريهر ڪڙڪا"
(شاهه).

هرڻ يا ڦاڙهي جو هڪ قسم، جنهن جي دُن ۾ مشڪ ٿئي.
● ڪاڙُ ۽ ڪاڙَ ؛ ذ. انسان جو مخصوص عضوو- ڪاڙهُ. رواجي آلت ڪان وڏي آلت. مردانو- مڙسائو- مرد جو.
- ڪاڙَ رَسُ ۽ ڪاڙَ رَسُون ؛ ث. جماع جو مزو يا لُطف.
● ڪاڙهُ ۽ ڪاڙهَ (ت) ؛ ذ. مردانو مخصوص عضوو- آلت- قضيب. آگوڻو- لنيو- نينگو.
● ڪاڙها ؛ اسم خاص. ذات جو هڪ قسم.
● ڪاڙهَڻُ ؛ مصدر. (سن. ڪاٿ > ڪٿ > ڪوَٿُ) ٽهڪائڻ- اوٻاڙڻ- ڪورا ڏيارڻ- جوش ڏيارڻ- گرمي ڏيارڻ- تپائڻ- ٽچڪو ڏيارڻ- ٽچڪائڻ. رڌڻ- رڌڻ. عرق ڪاڍڻ- ڪاڙهو ڪاڍڻ. دُکي ڪرڻ- رنج ڪرڻ- لاچار ڪرڻ- ڏکوئڻ- آزارڻ- ڀيڙڻ- هلاڪ ڪرڻ- دِقُ ڪرڻ- وِياڪُل ڪرڻ- تڪليف ڏيڻ.
● ڪاڙِهو ۽ ڪاڙِها ؛ ذ. (سن. ڪُواٿه = جوشاندو) ڪاڙهيل شين جو پاڻي- جوشاندو- عرق- نچوڙ- سَتُ. سُتِي- پُڪي- ڦِڪِي- دوا- علاج. اونهاري جي سخت گرمي- گرمائش- ڪهُٽَ- اوماهِي- ٻُٽَ- آڪرس- آٻرس- گرپرو- رُلپو- آڙنگ- هُڦَ- تپش- تپتَ- تاٻش- تامش- رُکهه- ٻاهه. آزار- عذابُ- درد- رنجُ- ويڌن- روجُ- راڙو- رودنُ.

- کاڙ ھائيتو ۽ کاڙ ھائيتا : ذ. صفت. رڳھائيتو- ڳھٽائيتو- رڳھارو- تامشي. ھڳھريل- رِجيتل.

● کاڙِي ۽ کاڙِيُون (ٿ): ٿ. ٻڪريءَ جو نالو.

● کاڙينگ ۽ کاڙينگ (ٿ- ل): ذ. ھنداڻو- چانھين- چاھون- تربوزو.

● کاڙ ۽ کاڙَ : ذ. پاڻيءَ جي ٻڪيءَ جو ھڪ قسم- مَنگھه. گاھ جو ھڪ قسم.

● کاس ۽ کاسُون (ٿ) ٿ. ڳھي- کلکل- رڪڙو- جھڪڙو- ڪِروڙ. ڪيٽ قيٽ- ڪُرڪُر. دالڪيءَ جي ڪاوٺن- ڪارٺ- ڪاراڻ- ڪ وانڍ.

● کاسائي ۽ کاسائي : ذ. صفت. ڪوس جو ڪم ڪندڙ- ڪُھندڙ- قصاب. ٻچارو. بي قياس- سنگدل- بي ترس- جَلاد- خونخوار- وحشي- دَرندو. (اسم خاص). ھڪ ذات جو نالو.

- کاسائيڪي ۽ کاسائيڪيُون: ٿ. کاسائيءَ جي- کاسائيءَ واري. سنگدلي- بي قياسي- بي رحمي- بي ترسي.

- کاسائيڪي کار : کاسائي واري روش- ڪوس- خونريزي- رتوچاڻ- خونخوار- درندائي- وحشيپڻو. بي رحمي- سنگدلي- بي ترسي- بي قياسي- پٿر دلي.

- کاسائيڪي کار ڪرڻ : ڪُھڻ- وِڍڻ. دڀڙدونس ڪرڻ. بي ترسي ڪرڻ- بي رحمي ڪرڻ- سنگدلي ڏيکارڻ.

● کاسائي لڪ : اسم خاص. ٿر ۾ چيلھ ڪان ۽ ميل ڏکڻ ڏي حد بندي لاءِ کوڙيل نشان- سرڪاري ناڪو (ھتي ھڪ کاسائي ماريو ويو ھو).

● کاسبي ۽ کاسبي : ذ. ڪسب ڪندڙ- ڪِرت ڪندڙ- ڪم وارو- ڏندي وارو- پيشه ور- محنتي. ھُنرمند- ڪوھتر- لِپڻ- جَرب دَست- ھنري- چاڙو.

● کاسپڻو : اسم خاص. تعلقي لنگر پارڪر ۾ ھڪ ديھه جو نالو.

● کاسِل ۽ کاسِل (ڪ) : ذ. کاھِل- سُسُت- ٿولي- ھڏ رکو- آرسي- ڪم چور.

● کاسني ۽ کاسني : ٿ. دوا طور ڪم ايندڙ ٻوٽي جو ھڪ قسم- اِچ مثل ھڪ ٻوٽي جو ٻڙ جو دوائن ۾ ڪم اچي- جگر جي بيماريءَ لاءِ ٿڌي دوا جو ھڪ قسم. گل جو ھڪ قسم. مصالح جو ھڪ قسم. ڏاندوءَ جو ھڪ قسم- ٻِسي- ڪنجھو (ٿ).

● کاسنيو ۽ کاسنيا : ذ. طنبوري سان گڏ وڄائڻ جي ڪم ايندڙ ڪنجھي جي ٻن اڌن گولن سان ٺاھيل ھڪ ساز.

● کاسو ۽ کاسا : ذ. (ع کاسَ) چِٺين ٽوان جو ھڪ ماپو- خرار جو سٺھون حِصو. وڏو پيالو- وَٽو- ڪٽورو- برتن- جِھَن. ٻنڻ جو ٽانءُ- ڪِستو. مسافريءَ ۾ وٽي وڄھي ڪٽڻ لاءِ چاريءَ جو چڪو (ٿ). مٺو- ڪوبري- ڪيپراٽي- ڪوبري.

"ڪند کاسو پيتَ پاسو، ڏلم تن ترڪ"
(مارئي).

- کاسا کائي وَڃَڻ : تمام گھڻو کائڻ- ھَبڇ ڪرڻ- لالچ ڪرڻ- پيٽوڙي ٿيڻ.

- کاسِڪ ۽ کاسِڪ : ذ. کاسي جي ماپ وارو ٽانءُ- کاسي جو- کاسي وارو.

- کاسڪي ۽ کاسڪيُون : ٿ. زميندار يا ھاري کان ملندڙ مقرر ان جو اندازُ- ٽويَڪي- کاسِڪي- رَڪب.

- کاسڪي ۽ کاسڪيُون : ٿ. کاسڪي.

● کاسي ۽ کاسيُون (ل) : ٿ. ٽڪر جي برتن وغيره تي لڳل روغن- کاشي. (اسم خاص). ھڪ شھر جو نالو- ھندن جو مشھور تيرٿگاھ- کاشي- بنارس.

● کاسيرا : اسم خاص. ڪوھستان جي رھاڪن جي ھڪ ذات جو نالو.

● کاش ۽ کاشُون : ٿ. (س) چمڪ- تجلو- روشنائي- چمڪاٽ- چمڪار- جھلڪر- جھرڪو.

● کاش : حرف ندا. (ف). تمنا جو جملو- خدا ڪري- خدا آئين ڪري- ڪھڙو نہ سٺو-

کهڙي ڀ سٺي ڳالهه - شال ائين ڀ هجي - الله ڪري - ائين ٿي پوي. جيڪر - لاشڪ - سچاڻُ - سچُڻُ. ارمان - افسوس - کهوڙا کهوڙا - هاء هاء. (ذ). شيشو - بوتل - ٻالٽي. خرزين - ڪوزيو - ڪاشو.

● ڪاشانُو ۽ ڪاشانا؛ ذ. (ف). لنديو گهر - جهوپڙي - رهڻ جي جاء - پڻنگي - پُنگڙو - جهوپڙو - لانديو. ٺڪاڻو - آستانو - ماڳ - ٺڪاڻو - آستانُ.

● ڪاشاليُ؛ اسم خاص. هڪ قسم جو ١٢ آنن جي برابر سِڪو. لقب - عهدو - درجو. هڪ ذات جو نالو.

"ڪا هي ڪاشانِي هنليو، ورتئون وٺي واڳ" (رمضان واڍو)

● ڪاشِتِ ۽ ڪاشِتُون؛ ث. (ف). زمين جي کيڙ جو ڪم - ٻني ٻارو - ڪَٽُ ميتَ - پوک جو ڪم - زراعت - کيتي - پوک - آبادي - آبادڪاري.

- ڪاشتڪارُ ۽ ڪاشتڪار؛ ذ. هاري يا پوک جو ڪم ڪندڙ - هاري - ڪڙمي - آبادگار - راهڪُ - ٻنيءَ.

- ڪاشتِڪارِي ۽ ڪاشتِڪارِيُون؛ ث. ٻني پوکڻ جو ڌنڌو - ڪڙمت - هارپو - کيتي - آبادي - زراعت. پورهيو - مزوري.

● ڪاشِتُ ۽ ڪاشِتَ؛ ذ. تسيو - زَحمَتُ - ڪشٽُ - تڪليف - جا کوڙو - ڏاکڙو - ڏکُ - پيڙا - آزار - ڪليشُ - ويڌنُ - مصيبت - اهنج - ايذاءُ - درد.

● ڪاشِيا ۽ ڪاشِيائُون (ت)؛ ث. مرض - بيماري - روڳ - اکهائي - لگتائي - لاچگاني - ڪمزوري.

- ڪاشِئِيُ (ت)؛ ث. بيمار - اکهو - مريض - مرضيل - ناچگو - لنگو - روڳي - ڏجهارو.

● ڪاشغَرُ: اسم خاص. ترڪستان ۾ هڪ شهر جو نالو.

● ڪاشڪُ ۽ ڪاشڪَ؛ ذ. (ترڪ. قاشق) چمچو - ڪفگير - چمچ.

● ڪاشُوء وارِيُ (ت): اسم خاص. لڏپڏ ڪاروڪن واري ڪجيءَ جي هڪ ذات.

● ڪاشِيُ ۽ ڪاشِيُون: ث. (ع. ڪاشي. سن. ڪاش = چمڪڻ) ٺڪر جي ٿانون تي لڳل روغن - رنگ - روغن - چمڪندڙ سهڻي شيءِ - هالا (سنڌ) جو مشهور چلڪندڙ ڪاشيءَ جي ٿانون ۽ سرن جو ڪم. (اسم خاص). هڪ شهر جو نالو - هندن جو سڀ کان وڏو تيرٿ گاه - بنارس.

- ڪاشِيُ ڪَرَوٽُ: ذ. ڪاشي شهر ۾ هندن جي هڪ ٻوٽر کوهه جو نالو، جنهن ۾ هندو سرڳ پهچڻ لاء آپ گهات ڪَنَ.

- ڪاشِيُ ڪَرَوٽُ ڪَرَڻُ: ڏک پاپ ٻني بچت ڪرڻ - تڪليف سان بچت ڪرڻ.

- ڪاشِيُ ڪَروت ڪائڻُ؛ مصيبت ۾ اچي وڃڻ - ڏاکڙن يا مشڪلاتن ۾ اچي وڃڻ - سُورن ۾ پوڻ - ڏولائا ڏسڻ - سختي ڏسڻ. ڏک پاپ ٻني يا قرض کڻي ڪم پورو ڪرڻ - ڪاشي ڪيروٽي ڪرڻ.

- ڪاشِيُ ڪيروٽيُ ڪَرَڻُ؛ قرض کڻي پورت ڪرڻ - بچت سچت ڪرڻ.

- ڪاشِيگَرُ ۽ ڪاشِيگَرَ؛ ذ. ٺڪر جي ٿانون تي چمڪندڙ روغن چاڙهيندڙ - ڪاشيءَ جو ڪم ڪندڙ - ڪاشيءَ وارو - ڪاشي ٺاهيندڙ - ڪمانگر - نقاش.

● ڪاظِمُ ۽ ڪاظِمَ؛ ذ. صفت. (ع). غصو مارينڌڙ - ڪاوڙ مارينڌڙ - غصو پيئندڙ - تحملي - بردبارُ - صابرين - چڙ روڪيندڙ. امام موسيٰ بن جعفر صادق رض. جن جو لقب.

● ڪاغَذُ ۽ ڪاغَذَ: ذ. (ف). ورق - پنو - ڪاڳرُ - قرطاسُ - پترو - پرچو. چيٺي - پُرزو - خط پٽ. لکيت - تحرير - نامو. قبض - دستاويز. ڪنڌ و - ليکو - حساب. هُنڊي - لسوٽ. (صفت). سنهو - پترو - سَوڪيمُ - باريڪُ - سهڻيُ - پتلو.

- ڪاغَذَ پَرَڻُ؛ ڏوهي ۽ فرياديءَ جا بيان قلمبند ڪرڻ. اجائي پنهنجو (ويکهه) ڪرڻ - وستار ڪرڻ - داستان لکڻ.

- ڪاغذِ تصويرَ: ذ. فوٽو ڪڍڻ جو ڪاغذ.

- ڪاغذ ڪرڻ؛ ڪنهن ڏي ڪجهه لکڻ - خط لکڻ - چٺي لکڻ - پرزو لکڻ - پرچو لکڻ - ڪاڳر لکڻ. قبض لکڻ - ڪاٻاڙو لکڻ - دستاويز لکڻ. سال ٽي يا ڇهين مهيني پائيواري واري دڪان جو ليکو چوکو ڪرڻ. ڪنڌي يا حساب جي لسٽ ٺاهڻ - نفعي نقصان جي سڌ لهڻ - حساب ڪتاب جاچڻ.

- ڪاغذ لکي ڏيڻ؛ پرچو لکي ڏيڻ. دستاويز ڏيڻ - قبض ڏيڻ - سند ڏيڻ.

- ڪاغذي ٪ ڪاغذيءَ؛ ذ. پنا ٺاهيندڙ - پنا وڪڻندڙ - ڪاڳري. حسابي - حساب ڪتاب ڪندڙ - ليکاري - ليکي چوکي ۾ هوشيار. منشي - ڪلارڪ (ل). اڇو ڪبوتر يا پاريل. سنهي کل يا کوپي وارو (بادام وغيره). (صفت). پرنڌڙ - ٺاڪنڻون. نازڪ - سنهڙو - پتلو - سهڻو - هلڪو - سوڪيتو - نفيس. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

- ڪاغذي بادام؛ ذ. (ف). بادام جو هڪ قسم - ڪاغذ جهڙي سنهي کل وارو بادام.
"اصل ۾ جو فيض سو هرگز نه ٿيندو نقل ۾، تيل آهي ڪنهن ڏٺو ڪٿ ڪاغذي بادام جو"
(واصف).

● ڪاف ٪ ڪافَ؛ ذ. (ف). جبل - پهاڙ - ٽڪر - ڇپر - ڪوه - ڏونگر - پربت. سُڃ - برپٽ - ٻوٺو - بيابان - اجاڙ. درد - سور - ايذا - ڏک - ايذاءُ - ويڌن - ڪليش. مشڪل - ڏکيائي - اهنجائي (ت). ٻچ - وروڪڙ - ڏنگ ٽيڙ. (صفت). ڪاوڙ وارو ماڻهو - چڙٺو - غصي وارو.

● ڪافر ٪ ڪافرَ؛ ذ. (ع). خدا کان ڦريل - خدا جو منڪر - ڪفر ڪندڙ - بي دين - مرتد - ملحد - هليڪش - مليڇ - دين کي نه مڃيندڙ - دين کان ڦريل - دهري - ناستڪ - پليت - وحدانيت جو انڪاري. اوشواسي - بي ويساهو. بد بخت - اڀاڳو - ڇنڊو - لدورو - ڪمبخت. حق کي لڪائيندڙ - سچ کي پوشيده ڪندڙ. وڏي نهر. اونداهي رات (ع - ا - ڊ). معشوق - صنم - من موهڻ - دلربا. ظالم - شوخ - بي رحم - ڪٺور - سنگدل - جفاڪش.

- ڪافراڻو ٪ ڪافراڻا؛ ذ. گنهگار ٿيڻ جهڙو ڪم - خلاف قانون - ناستڪي. ڪافرڪو - ڪافر جو - ڪافر وارو - منڪري - بي ديني - مرتدي.

- ڪافرڪو ٪ ڪافرڪا؛ ذ. صفت. ڪافراڻو.

● ڪافر ڪوٽ؛ اسم خاص. جهرڪن جي ويجهو ديهه. شيخياڻي ۾ پڻ ڏارم جي آڳاٽي زماني جو ويران ۽ ڦٽل شهر.

● ڪافُور ٪ ڪافُورَ؛ ذ. (سن ڪرپور) دوا طور ڪم ايندڙ تيز خوشبودار اسارڪو وکر - ڪپور - آڏ نڌ ڪپور - ڪرپور. معه لي ڦاٽو - بهشتي چشمي جو هڪ نالو.

- ڪافُور ٿيڻ؛ ڪم ٿي وڃڻ - غائب ٿي وڃڻ - الوپ ٿي وڃڻ - آڏامي وڃڻ. (مزو) لڪي وڃڻ - ڀڄي وڃڻ.

- ڪافُوري ٪ ڪافُوريءَ؛ ذ. ڪافور مان ٺهيل ڪا شئي - ڪافور جو - ڪافور وارو.

- ڪافُوري شمع ٪ ڪافُوري شمعون؛ ث. ڪافور مان ٺهيل موم بتي.

● ڪافورجڻ؛ فعل مجهول. سڙهو ٿيڻ.
"ڪالهه راتو ڪام ڪافورنو قطب چئي"
(قلمي رسالو شاهه عنايت).

● ڪافي ٪ ڪافيون؛ ث. (ع قافيه) سنڌي شعر جو هڪ قسم - بيت - ڪلام - گيت - راڳ. هڪ راڳڻيءَ جو نالو. فقراء جي رهڻ لاءِ ٺهيل ۾ خاص اوتارو - هڪ مڪان جو نالو. ڪفايت ڪندڙ - مڪتفي. (ذ. صفت). وافر - گهڻو - جهجهو - ڊلڻي - ڊو - من گهريو - پرپور. ڪم لائق جيترو پورو - ٺيڪ - برابر - بس - وزنائتو - موزون - واجب - روا - برحق. ڪارگذار - ڪارگر. (اسم خاص). فقه ۾ هڪ ڪتاب جو نالو. علم نجوم جي هڪ ڪتاب جو نالو.

- كافِيتَرُ ۽ كافِيتَرَ ؛ ذ. ڪافيون جوڙيندڙ - ڪلام لکندڙ - بيت ٺاهيندڙ - شاعِرُ - ڪافيون ڳائيندڙ - راڳيندڙ - راڳي - ڳَوَيو - ڪَلوَنت - قَوالُ.

● ڪافِيا ؛ ذ. علم نحو جي عربي ڪتاب جو نالو.

● ڪاڪِ ؛ اسم خاص. مومل جي ماڙيءَ وارو شهر - مومل جو مڪان. جيسلمير رياست طرف هڪ لَڙَ جو نالو (جنهن تي مومل جي ماڙي اڏيل هئي). مرض - بيماري - روڳ - اڪهائي - لڳائي (ت). (اسم خاص). ميرپورخاص ۾ بدين تعلقي ۾ هڪ ديهه جو نالو. (صفت). قيد - بند. حُسن جي دربارَ.

- ڪاڪَ جو ڪوٽُ ؛ مومل جي جاءِ وارو ڪوٽُ.

- ڪَاڪَ ڪَارِيُ ڪَرَڻُ ؛ ديس لڄائڻ - ملڪ کي شرمندو ڪرڻ. ڪارو ڪرڻ - مهٽي هاب ڪرڻ.

- ڪَاڪِيان ؛ ڪاڪ مان - ڪاڪ مڪان مان.

- ڪَاڪِيائيُ ٿيُ ٿيَڻُ ؛ اتفاقاً خرابي ٿي پوڻ.

● ڪَاڪَا ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. هالا ۾ سڪرنڊ تعلقي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَاڪَانو ۽ ڪَاڪَانا ؛ ذ. ولائتي چٽُونءَ جو هڪ قسم.

● ڪَاڪَانَٽُو ۽ ڪَاڪَانَٽو ؛ ذ. هڪ پکيءَ جو نالو - وڏي طوطي جو هڪ قسم - ڪَاڪَانو.

● ڪَاڪَا وَلِيُ (ٿ) ؛ ث. ول جو هڪ قسم.

● ڪَاڪَاهو ۽ ڪَاڪَاها ؛ ذ. تڪليف - تصديع - دردسري - ڪشالو - دقت - ڇا ڪوڙ - وياڪلتا - پريشاني - هلاکي - مشڪلات - اهنجائي - اوکائي - اهنج - ايذاءُ - ڏک - ڏنجهو - آهاڻي - جنجال - آزار - زحمت. پيڙا - سور - پرو. اعتراض - اڙتي - ڦڏو. ريج ڪان پوءِ جوڻر جي پوک کي ايو دفعو ڏنل پاڻي (ت).

● ڪَاڪَت ۽ ڪَاڪَتُون ؛ ث. (ع. طاقت). طاقت - زور - سگهه - جرئت - ٻل - وِتُ - بهادري - زوراوري - برجستائي - پلواني - همت - پهلواني - قوت - ست.

"ڪرهي ڪاڪت ڇڏئي، وريس نه وائي".
(شاهه).

● ڪَاڪِرائِڻَ ۽ ڪَاڪِرَائِڻُون ؛ پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڪَاڪِرَائِڻ ؛ مصدر. آلي لاهڻ وقت ڪُڪڙ جو آواز ڪرڻ - ڪرڪر ڪرڻ - ڪُر ڪُر ڪرڻ ؛ بک شک ڪرڻ - لباڙ هڻڻ - وات ڪرڻ - بک ڪرڻ. پٽي هڻڻ - پڪوات ڪرڻ. ٻنڊي پار جو جهلي جهلي رڙڻ. رينگو ڪرڻ - رون رون ڪرڻ.

● ڪَاڪُرتو ۽ ڪَاڪُرتا ؛ ذ. صفت. خوش - سڪر - لمرو - بيماريءَ مان اٿيل - چڱو ڀلو - تندرست - توانو - جوپ - جوڙ - ليڪ - صحت مند - صحتياب - چاق.

● ڪَاڪَڙ ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (اُن پاڙا: (١) ڪاڪڙ (٢) علي خيل (٣) احمد زئي (٤) ڏومن (٥) جلال خيل (٦) مهاخيل (٧) ترانڻ (٨) اتمان خيل).

● ڪَاڪِڙائِڻُ ؛ مصدر. ڇنڪهڻ - ڪرڪڻ - ڪنجهڻ - ڪڙڪڻ - ڇنڪهه ڪرڻ - ڇنڪهڪار ڪرڻ. ڪِهڻ - هڄڻ - ڍِ ڪَڻُ.

● ڪَاڪِڙاسِنگهيُ ۽ ڪَاڪِڙَاسِنگهِيُون ؛ ث. دوا سازيءَ ۾ ڪم ايندڙ ڇوڏيءَ جو هڪ قسم.

● ڪَاڪِڙو ۽ ڪَاڪِڙا ؛ ذ. (سن. ڪَاڪُلُ = ڪاڪڙو). وات ۾ تارونءَ جي هيٺان ڳالهائڻ ۾ مدد ڏيندڙ هڪ ننڍڙو عضوو. ڪلي جو اندريون پاسو. لڙ - شور - ڪوڙ - هل - ڪچر. ننڍڙو ڇوڪر - ٻالڪ - ٻار - معصوم - آبهر.

- ڪَاڪِڙائيُ ۽ ڪَاڪِڙائيُون ؛ (ت) ؛ ث. ڪريل ڪاڪڙي وارو - ڪاڪڙي لٿل.

- ڪَاڪِڙو ٿيَڻُ ؛ ڪاڪڙي جو وڏي پوڻ يا لهي پوڻ. گهٽيل آواز نڪرڻ.

- ڪاڪڙو ڪيڏڻ: لڙي ڦاڙي ڳالهائڻ - ڏاهو ڳالهائڻ - تمام زور سان آواز ڪرڻ - واڪا ڪرڻ - رڙيون ڪرڻ. وات ڪرڻ - بڪواس ڪرڻ - بڪ شڪ ڪرڻ. جهيڙو ڪرڻ - وڙهڻ - جنگ ڪرڻ. سزا ڏيڻ - تنبيهه ڪرڻ - جهڙ ڦٽ ڪرڻ.

- ڪاڪڙو ڪرڻ: ڪاڪڙو پوڻ.

- ڪاڪڙو ڪٽائڻ: تارون مٿي ڪڍائڻ - سات ڪرائڻ.

- ڪاڪڙو ڪڍڻ: ڪريل ڪاڪڙي کي آڱر سان مٿي چاڙهڻ.

- ڪاڪڙو هڻڻ: ڏاڍيان ڳالهائڻ - زور سان ڳالهائڻ - بڪ ڪرڻ - بڪواس ڪرڻ.

● ڪاڪسي ۽ ڪاڪيسي (ت): ذ. بي رحم - بي قياس - ظالم - سنگدل - پٿر دل - قهار.

● ڪاڪل ۽ ڪاڪلَ: ذ. (سن. ڪرڪراله). وارن جي کهنڊي - وارن جو جهوڙو - زلف - وار - وانڪوڙو - گيسو - جٽا. (صوفين جي اصطلاح موجب زلف خدا جي جلال جي جلوه جي نشاني آهي).

"ارڪ ڏيو آرام، ڪاڪل هئي ڪانڌ جو".

(شاهه).

کهڙي جي گردن جا وار. نئڊي منڊي. ٻاڻ (ت). ڏاڙهون - انار (ڪ).

● ڪاڪو ۽ ڪاڪا: ذ. (سن. ڪاڪڙي> ڪڪ = چاچو). پيءُ جو ڀاءُ. وڏو ڀاءُ. مامو. پاڻ کان وڏي لاءِ عزت جو لقب - بزرگ. گهر جو قديمي عمر رسيده غلام. اهو خواجه سرا جنهن جي گود ۾ والدين پرورش ڪرائي هجي. پوڙهو - پيرسن - پيرمرد - ٻڍو - عمر رسيده. سوٽ - چاچي جو پٽ. ماسات. ننڍڙي ٻار لاءِ پيار ڀريو لفظ.

- ڪاڪاڻي (ت): ذ. ڪاڪي يا چاچي جو پٽ - سوٽ.

● ڪاڪوٽا: اسم خاص. ڪشيپ رشيءَ جي ڪوتر منجهان هندن جي اڪتل هڪ ذات جو نالو.

● ڪاڪپوتا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. ڳڙهي ياسين ۽ شڪارپور تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاڪپج: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. هڪ مڪان جو نالو. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاڪپجاڻي: اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪاڪپڏو ۽ ڪاڪپڏا (ٿ): ذ. وڻن ۾ رهندڙ جيت جو هڪ قسم.

● ڪاڪُ ۽ ڪاڪَ: ذ. (سن. ڪاڪ = ڪانگُ). ڪانءُ - ڪانگ - ڪانگڙو - ڪيانتو - ڪالوُ - خابرو - روڏ - زاغ - هڏو - هڏ يو.

● ڪاڳرُ ۽ ڪاڳر (ٿ): ذ. ڪاغذ - ڪاڳر - پنو - ڪارڊ.

● ڪاڳسُ ۽ ڪاڳسَ (ت): ذ. ڪاغذ - ڪاڳر.

● ڪاڳلو ۽ ڪاڳلا (ٿ): ذ. لغڙ - ڪانگڙو - پتنگ.

● ڪاڳيتا: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ ميگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪاڳرُ ۽ ڪاڳرَ: ذ. (ع. ڪاغذ) ڪاغذ - ورق - خط - ڪارڊ. حساب ڪتاب - ليکو چوکو - ڪنڊو - ڪٿت - آڏار ڪاتو.

- ڪاڳرائي ۽ ڪاڳرائي: ذ. پنا لاهيندڙ پنا وڪڻندڙ. ليکاري - محرر - حسابدان - منشي - ليکڪ - ليکو چوکو رکندڙ - ڪنڊي جو حساب ڪتاب رکندڙ - ڪاڳري.

- ڪاڳر ڪارا ڪرڻ: کهڻو لکڻ - ڪئين ڪاغذ لکي ڇڏڻ. اجائي پٽاڙ ڪرڻ - خواهه مخواهه پنا لکڻ سان پرڻ. بهادري ڏيکارڻ - همت ڪرڻ - جوانمردي ڏيکارڻ.

- ڪاڳر ڪٽو ۽ ڪاڳر ڪٽا: ذ. ڪاغذ يا پنا لاهيندڙ - ڪاڳرائي.

- ڪاڳر ڪرڻ: ليکو ڪرڻ - حساب ڪتاب رکڻ - ڪنڊو جاچڻ. خط لکڻ - ڪارڊ روانو ڪرڻ - احوال موڪلڻ.

- كاگيري ۽ كاگيري: ذ. حساب ڪتاب پورڪندڙ- ليکاري - ڪندڙ. منشي - محرر. ڪاغذ يا ٻني مان ڪاٻه ٿاهيل شئي. هلڪو - نفيس - سوکيرو- پتلو - سنهون - باريڪ - سنهين - ٻي وزلو. ضعيف - ڪم طاقت - اپرو - لاغر- هيڻو.

● ڪاگيڙو ۽ ڪاگيڙا (ٿ-ڪڇ)؛ ذ. ڪانءُ- ڪانگ - کيانتو - ڪانگل - زاغ - ڪالگڙو- لڪو (ث. ڪاگڙي ۽ ڪاگڙيون).

● ڪاگڙي ۽ ڪاگڙيون؛ ث. ڪاري اچوني ٻڪري.

● ڪاگيئي ۽ ڪاگيئيون؛ ث. چٽوني - رتي.

● ڪالُ ۽ ڪالَ: ذ. (س. ڪال - موت). موت - قضا - قضيئو - وصال - مرتيو - اجل - رحلت - رضا - چالائو - لاڏائو - انتقال - وفاتي - دارالبقا ڏي روانگي - مرڻو - فوت. موت جو فرشتو- عزرائيل - ڪال ديوتا - ملڪ الموت. وقت - ٽائو- ويلو - ويرم - سمون - ايام - زمانو - وير - ويل. (گرامر ۾) زمان. ٿورائي - اڻاٺ - ڪمي - گهٽتائي- اوڻائي - ڏڪار. قحط - ڏڪر - اڻ لڀائي - اوسر- خشڪ سالي. آهدا - مصيبت - آفت - غضب - مشڪلات. (س. ڪاڻ = سياڻي) سياڻي - ٻي ڏينهن

"اڄ ڪ ڪال مري، ساري ساهيڙن کي".

(شاهه).

"ڪربلا جي قضي وقت".

(سر ڪيڏارو - ڪر).

- ڪالُ وجهڻُ؛ موت وجهڻ - مرڻا ڪرڻ. فساد وجهڻ - شور مچائڻ. قحط وجهڻ - ڏڪر ڪرڻ.

● ڪالا ديو؛ ميرو ڪيل - گندو ڪيل.

● ڪالار (ٿ)؛ ث. بدل ٻهڻ جو ڏِڪُ.

● ڪالبُ ۽ ڪالبَ؛ ذ. (ع. قالب = سانچو) سانچو - ڪاربُ- قالب - ساهو - ٺپو - ٻهر (جتين سيرن وغيره جي ٺاهڻ لاءِ) انداز - وزن - مقدار.

- ڪالبُ ٺوڪڻُ؛ جتيءَ کي پوريءَ ريت تيار ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جو ڪالب وجهي ٺوڪ ڏيڻ - جتيءَ کي سانچي ۾ بهارڻ - جتيءَ کي سڌو ڪرڻ.

- ڪالبُ وجهڻُ؛ ڪالب ٺوڪڻ.

- ڪالبُ هڻڻُ؛ ڪالب ٺوڪڻ.

● ڪالبندُ ۽ ڪالبندَ: ذ. (ف). بدن - جسم - بُتُ - تنُ - ديه ر.

● ڪالبيلي ۽ ڪالبيليون: ث. هندو فقيرن جو هڪ فرقو.

● ڪالپر؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪالپورُ؛ اسم خاص. بگٽي بلوچن جو هڪ قبيلو.

● ڪالر ۽ ڪالرونُ > ڪالر يُونُ (ٿ)؛ ث. ڪکن يا ڪانن جي دَنِ.

● ڪالر (ٿ)؛ ذ. گاهه جو هڪ قسم.

● ڪالرُ ۽ ڪالرَ؛ ذ. (انگ. Callar). قميص جي ڳچيءَ وٽان ڇهبدار لڙڪن سان ڳلو. ڪوٽ جو ڳلي جي پاسن کان ڇهبدار آيريل ڪپڙو. ڳلو- ڳچي. ميل اُني جا انگريز ۽ سندن لقال ڪند ۾ پائن. ڪتي جي وڏي - اٽو. غلام جو طوق. گهوڙي جي واڳ - رَسِڻَ. گلو بند- سفلرَ.

● ڪالرا؛ اسم خاص. (انگ. Colara) هڪ بيماريءَ جو نالو - هيضو - وَبا - بقا.

● ڪاليرو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. (ذ. صفت). ڪلر وارو- ڪلرائو- ڪلري (ٿ).

● ڪالڪُ ۽ ڪالڪَ؛ ذ. صفت. (س. ڪالڪ = ٽڪو) ڪارو نشان - ڌبو - داغُ - ڪاراڻ - ڪارو ٽڪو - تِرُ - مسو. لسڻ. چانءُ- پاچو - پاڇولو - سايو. اک جي ڪاراڻ. (حساب ۾) رقم.

● ڪالڪا؛ اسم خاص. (س. ڪالَ = ڪالي) ڪالي ديوي - ڪالڪان.

● ڪالِڪانُ؛ اسم خاص. ڪالي ديوي - ڪالڪا. روهڙي جي پرسان هڪ ٽڪريءَ جو نالو (هن تي اهو نالو "ڪالڪان" استريءَ تان پيل آهي).

- ڪالِڪانُ پوَلَڻُ: ڪشف ٿيڻ - الهام ٿيڻ - آڪاس والي ٿيڻ - اڳواٽ خبر پوڻ - پيشنگوئي ڪرڻ.

● ڪالڪنڇي ≈ ڪالڪنڇيون: ث. هڪ ڪاري هڪيءَ جو نالو - ڪارڪنڇي (عصر جو تنواري). تنگي - ڏڪار (ث). (صفت). بڇڙي - بدصورت - بدشڪل - ڪيني.

● ڪالم: ث. (ع). ڪنواري زال. سڙس موئي ويل عورت - ڏهاڳڻ - بيوهه - بيواهي - رَنَ جوءِ - ڏليل - رَني - رَلڙ - رَنوڙ. طلاق ڏنل زال - طلاقيل - ڪاڍوڙ.

● ڪالم ≈ ڪالمَ: ذ. (انگ). ڇپي جو لڪيل حصو - پاڳو - ٽڪرو.

● ڪالينگوڙو: اسم خاص. واڳ جي هڪ سُر جو نالو.

● ڪالو ≈ ڪالو: ذ. ڪيئين جي شڪل جهڙي مڇيءَ جو هڪ قسم - ڪڏو. سيپي. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● ڪالو پوري: اسم خاص. تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪالوتڙ ≈ ڪالوتڙيون: ث. بدچال عورت - ڪاڍوڙ زال - بي حيا عورت - بد تهذيب عورت - بي شرم عورت.

● ڪالور ≈ ڪالورَ: ذ. مهانو - ميربحر - آڪهيئڙو.

● ڪالورڻ: مصدر. (پاڻيءَ کي) لٿڙ ڪرڻ - ميرو ڪرڻ - گدلو ڪرڻ - لٿڙڻ.

"اچو پالي لٿڙ ٿيو، ڪالوريو ڪنگن،
اهندا لڄ مرن تنهن سَرَ مٿي هنجهڙا"
(شاهه)

● ڪالوڙ ≈ ڪالوڙ: ذ. ڍليل ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جو ٿَرُ - وڏو ڪُرُ. ابڻ جي وڏي پاڙ.

● ڪالوڙا: اسم خاص. ڪل جي پاڙ.

● ڪالوڙو ≈ ڪالوڙا (ل): ذ. ڪاٺ جي وڏي پاٽ - پالوڙو. گاهه جو هڪ قسم (ث).

● ڪالو مَلتهڻ: اسم خاص. تعلقي گهوٽڪي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪالوڻ (ث): مصدر. گڏڻ - اولڻ - لوڙهڻ - مَلڻ - گڏڻ - مَهيٽڻ.

● ڪالونيتا: ظرف. (هاڻ) ڪالهه کان - ڪالهونيتا - ڪلهوڪر.

● ڪالهه: ظرف. (سن. ڪلِئيَ > ڪلي > ڪال = ڪالهه) گذريل ڏينهن - اڄ کان اڳيون ڏينهن - ڪلهوڪو ڏينهن - ڪلهه - ديروز (ف). گذريل ڏينهن تي.

- ڪالهه رات: ث. ظرف. اڄ کان هڪ رات اڳ - گذريل رات - اڳين رات - دِي شب. ڪالهه رات جو.

- ڪالهوڪو ≈ ڪالهوڪا: ذ. ظرف. ڪالهه جو - ڪلهوڪو - ڪالهوڪر - اڳين ڏينهن وارو - گذريل ڏينهن وارو - ڪالهوٺو - ڪالهه کان وٺي - ڪالهه وارو. پارٺو (ڪاڏو).

- ڪالهوٺو ≈ ڪالهوٺا: ذ. ظرف. ڪالهوڪو - ڪلهه وارو - گذريل ڏينهن وارو.

- ڪالهوٺي ≈ ڪالهوٺيون: ث. ظرف. ڪالهوڪي - ڪلهه واري - گذريل ڏينهن واري.

● ڪالهو ≈ ڪالها (ث): ذ. گهٽ عقل وارو - چريو - چريٽ - مورک - بي عقل - ڪم عقل - ڪُنڌ - فهم - جاهل - چٽ - اناڙي - پوڪ - بيوقوف.

● ڪالهوڙي: اسم خاص. تعلقي روهڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪالي: اسم خاص. هندن جي هڪ ديويءَ جو نالو - دُرگا - ڀواني - ڪاليڪان - ڪاليڪا ديوءَ جي عورت. شيوَ جي زال پاروتي - موت جي ديوي - لڙائي جي ديوي. گنجي ٽڪر (حيدرآباد) تي هن جي آستان جو نالو. (ث. صفت). ڪاري - سياهه.

● ڪالي: ذ. (سن. ڪاليهَ) جمنا نديءَ جي تري ۾ رهندڙ هڪ ڪارو نانگ، جنهن کي ڪرشن مهراج ماريو.

● ڪاليج ≈ ڪاليجَ: ذ. (انگ. College) وڏو درسگاهه - اعليٰ درجي جي تعليم جو مدرسو - ادب، فن، ڪُن ۽ حڪمت وغيره سيکارڻ جو مدرسو - تعليم گاهه - وڏو تعلم جو اداره.

- ڪالينڪو = ڪالينڪَا؛ ذ. صفت. بدمعاش - لُچ - شودو - ڪارينگهو - لُچو - الوڙي - چنبڙيو - چوتو. گاريالُ - بيهودو - ڪمينو - بدتهذيب - بدفضيلت - نيچ - ڪميڻو.

● ڪامَ = ڪامُونَ؛ ث. (س. ڪنبا) ڪاٺ جي ڍڳهي ڪالي - ڪاچِنِ - لڙهو - گهر جي اڏاوَت جي ڪالي - جاءِ جي ڇپر لاءِ وڏو داسو - شهتير - پيئم. (وهٽ هڪلڻ لاءِ) لڪڻ - چهو - لٺ - لڪڙي - ڇهي - ڇيٻو - ڏنڊي - لاڪڙو - لار. جهلَ - آڏَ - ٽيڪ - جهلو - جهالو. پيڙيءَ جي پاسي ۾ لڳل ڪاٺي. لوهي سيخ (ڪ) ڪجيءَ جي ڦرهي جي ڏانڊي (ت). (س. ڪارَ = عشق) هندن جي عقيدي موجب عشق ديوتا جو (خيالي صورت موجب سندس هٿ ۾ تير ڪمان) - محبت جو ديوتا - ڪيوپڊ. عشق - محبت - پيار. ڪڙُ - تيرُ - ٻاڻُ. شهوت. پيڙيءَ يا جهاز جي هلڻ لاءِ ٻاڙيءَ جي اونهائي. وات پڇڻ واري حالت - مهارن جي سوچ. زال - عورت - ڪامڻ - ڪاميڻي. (ظرف). لـ - ڪابه لـ - مر (ڪ). لاٽ. ڏوهي جي مٽي ڍڪهه يا چوٽي (جبل).

- ڪامَديوُ: ذ. ڪامُ - عشق - موهه. عشق جو ديوتا.

- ڪامُونُ پَوَڻُ (ڪ): مهارون سڄڻ - وات پڇڻ.

- ڪامُونُ ڪوڙڻُ؛ منزل الداز ڏيڻ - اچڻ - واپو ڪرڻ - پيڪ لڳائڻ - خيما ڪوڙڻ.

"ڪالڄُڪ ڪامُون ڪوڙيون،
تـ ڏهن پـ تي ڪُوڙ ڪـ مَر"
(لاڙو).

● ڪامُ = ڪامَ؛ ذ. (س. ڪامَ = عشق < شهوت) شهوت - شهواني خيال - نفساني خيال يا خواهش - وَهُمُ. هندن جي عقيدي موجب عشق جو ديوتا - ڪامُ ديوُ - حضرت عشق. محبت - پيار - حُبَ - پريم - پريت - آڪنڊ - آڪنجهر - موهه - ڏاڇه - عشق - قُرب - دلي ڪاڍ و. لذت - عيش - مزو - راحت. حرص - هوَسُ - تالُڪهه - لالچ - چِڪَ - سڌَ. مرضي - لاڙو - خيال - ڪامنا - چاهُه - طَلَبَ - ڳهرج - ضرورت. مُراد - مقصد - مرضي - مطلب - مدعا - معنيٰ - ارٿ. هَٺَ - تڪبر - ضد - وڏائي (ت). ڦَڪَ - چوڪَ - چَولنگ. ڪَمُ - ڦَلڏو - پيشو - ڪرت - ڪار - ڪسب (هداية الاشخاص). طاقت - وِتُ - ٻَلُ - زور - ڦُوت - دسترس - پُڄت - پهچ - سگهه - هلندي (هدايت). سهڻو چوڪر. تالو - ڪُلفُ - جندرو.

- ڪامُ الدَّ = ڪامُ الدَّ (ت): ذ. شهوت - شهواني خيال - نفساني خواهش - وَهُمُ.

- ڪامچوُرُ = ڪامچوُرُ؛ ذ. ٽتائو - سست - ڪاهل - ڪمچور - ٽوٻي.

- ڪامدارُ = ڪامدارَ؛ ذ. ڪم ڪندڙ - ڪم وارو - ڪمدارُ.

- ڪامديوُ: ذ. هندن جي عقيدي موجب شهوت جو ديوتا. ڪامُ - نفساني خواهش - قوت باهه - جماع جي خواهش. وڪٽيءَ جو پُٽ ۽ رتيءَ جو مڙس. هندستاني سهڻو چوڪر.

- ڪامرانُ = ڪامرانَ؛ ذ. مقصد ورُ - خوش نصيب - اقبال مند - ڀاڳ وارو - ڀاڳياوانُ - بختاور. فتح مند - سوڀارو - ڪاڻائو - فاتح.

- ڪامراڻي = ڪامرانيُون؛ ث. بختاوري - اقبال مندي - خوش نصيبي. سوڀ - فتح - ڪاميابي - جيت - ڪَٽَ - فتحيابي - فتح مندي.

- ڪامرَواڻي = ڪامرَوائيُونُ: ث. (ف). ڪامراني - ڪاميابي - سوڀ - فتح.

- ڪامرُوپُ = ڪامرُوپَ؛ ذ. هنيلو - ضدي - بحثي - تڪبري. بدمعاش - لڦنگو - لوفرُ - چوراٽيو (ت).

- ڪامڙيوُ = ڪامڙيا؛ ذ. ڪمي - نوڪر - خدمتگار - ٽهليو - چاڪرُ - خادمُ.

- ڪامڳارُ = ڪامڳارَ؛ ذ. صفت. (ڪامُ = مقصد + گار = پورو ڪرڻ) ڪامياب - ڪامرانُ - سوڀارو - فتح مند - فتحياب. خوش نصيب - اقبال مند - صاحبِ اقبال - ميا ڳو - سد ورو - بختاوَرُ - مُراد

وارو - مقصد ور. بادشاهه - سلطان - پاتشاهه - شاهه - راجا.

- ڪامي ۽ ڪامي؛ ذ. شهوتي - نفس پرست - فاحش - لانبارو - لانگ چوٽو - ڪام ارٿي - عشق جو - عهديدار - ڪامورو - آفيسر - عملدار. ڪم وارو - ماڻهن جو ڪم ڪندڙ. نوڪر - عام جو غلام - خادم - خدمتگار (ت).

- ڪامياب ۽ ڪامياب: ذ. صفت. ڪامگار - مقصد ور. فتحياب - مقصد پائيندڙ - مراد مند - سڦل - سوڀارو - ڪامران - منصور - مظفر.

- ڪامياب ٿيڻ؛ مراد حاصل ٿيڻ - مقصد پورو ٿيڻ. فتح پائڻ - ڪامراني حاصل ڪرڻ.

- ڪاميابي ۽ ڪاميابيون: ث. فتحيابي - سوڀ - فيروزمندي - نصرت - ظفر - فتح - فتحمندي.

- ڪاميابي ٿيڻ؛ مقصد پورو ٿيڻ - مراد حاصل ٿيڻ. فتح حاصل ڪرڻ.

● ڪامارو؛ اسم خاص. ڪوري، ننڊي باگي، ڏکڙي، بدين، ڪولي، ميرپور بٺوري ۽ ننڊي الهيار تعلقن ۾ ديهه جو نالو. حيدرآباد ضلعي ۾ هڪ اسٽيشن ۽ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● ڪاماٽيي؛ اسم خاص. آتر ۽ آلهندي جي ڪُنڊ جو نالو.

● ڪام ڏين؛ ث. اسم خاص. راجا اندر جي هڪ ڏکيءَ جو نالو.

● ڪمر ڪنڃا (ل): اسم خاص. ڳاڙهن جانورن جو هڪ قسم.

● ڪامڙا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪامڙو ۽ ڪامڙا؛ ذ. آڏاڻي جو هڪ عضوو.

● ڪامل ۽ ڪامل؛ ذ. صفت. (ع. ڪامل = پورو). پورو - سالم - تمام - سڀ - سارو - مڪمل - ڪُل - مڙيوئي - مڙئي - سڄو - سمورو - پورن - جملہ. گناهن يا پاپن کان آزاد - پاڪ - بي عيب - سناتن رسيل - بزرگ - برگزيده - پارسا - نيڪ - پلارو - سڳورو - صالح - بي عيب. هنرمند - ڪاريگر - استاد ڪاريگر - ڪُشل - سگهڙ - هنري. پهتل - رسيل - سگهڙ ريل. سياڻو - ڏاهو - هوشيار - قابل. راڳ جي ٢٩ بحرن مان هڪ بحر جو نالو.

● ڪامنا ۽ ڪامنائون؛ ث. (سن. ڪام = چاهه). خواهش - اِڇا - مراد - منشا - سڌ - چاهه - چاهنا - دل - رُچي - ارادو - مرضي - گهُر - گهرج - ضرورت - تمنا - لاڙو - رغبت.

- ڪامنا؛ ث. مراد - سڌ - ڪامنا.

● ڪامنهه (ت)؛ ث. ڏکڻ ۽ اوڀر جي ڪنڊ جي هوا - ڏکڻ جو تکو واءُ - ڪُنڊائتو واءُ - ڪامنهه - واهولدي (ل).

● ڪامني ۽ ڪامنيون؛ ث. زال - عورت - ڪامڻي - منڌ - زائفان - ٻکر - ٻيبي - ٻالو - ناري - جُوءِ. ڪامڻ.

● ڪامڻ ۽ ڪامڻون؛ ث. ڪامني - زال - عورت - منڌ. وڻندڙ عورت - حسين عورت - خوبصورت زال - سُندر ناري.

- ڪامڻي ۽ ڪامڻيون؛ ث. نهايت خوبصورت عورت - حسينه - ماهرو - سندر ناري - جميله - شڪيله - پري - نازڪ بدن عورت. چڙڪ عورت. عشق ۾ قاتل عورت. سگهڙ زال.

● ڪامڻ ۽ ڪامڻ؛ ذ. (سن. ڪارمڻ = ڪامڻ) جادو - سحر - منڊ - منتر - افسون - چيٽڪ - طلسم. تعويذ - ڦيڻو - ٽوڻو - پڙهيا - ڊوهه - دغا - فريب - دولاب - هٿ لاٽ - ڪيڏ - حرفت - چالاڪي - اٽڪل. چنڊ - مڪر - ڪپٽ - تيتال. شادي جي موقعي تي گهوٽ کي مطيع ڪرڻ لاءِ ڪنوار تيمن طرفان پڙهيل هڪ خاص قسم جو ڳيچ. چڪ - عشق - موهه. بيماريءَ جو هڪ قسم - يرقان - سائي - ڏؤنري.

- ڪامڻ ۽ ڪامڻون: ث. ڊوهه ڪندڙ عورت - جادو ڪندڙ - جادو ڪرڻائي - طلسم باز - منتري - سحر باز - ساحره. موهيندڙ عورت - خوبصورت زال - حسين عورت.

- ڪامڻگر ۽ ڪامڻگر (ت)؛ ذ. جادوگر - افسون ساز - طلسمي - ڊوهو - ڪامڻگور - منتري - ساحر.

- ڪامشڪورُ ۽ ڪامشڪورَ؛ ذ. جادوگر- ڪامڻگر- ڏوهو- ساحري- ساحرُ- اسراري- ٻوهو- ڪامڻ ڪندڙ- ڏائڻ. (صفت). حرفتي- چالاڪ- ڪيڏ باز- اٽڪلي. سوادي- لذيذ- مزيدار- لذتي. چهرو- چشائتو- سنُوڻو- ذائقيدار- خوش ذائقہ.
- ڪامشڪورو ۽ ڪامشڪورا؛ ذ. ڪامشڪورُ.
- ڪامڻُ وجهڻُ؛ پڙهيا وجهڻ- ٻُٽ وجهڻ- ڪامڻ ڪرڻ- منبڻُ- منتر پڙهڻ- افسون وجهڻ.
- ڪامڻ هاري؛ ذ. صفت. جادو لائيندڙ- سحر پري- سحر واري- طلسمي.
- ڪامڻ هورُ ۽ ڪامڻهورَ؛ ذ. جادوگر- ڪامڻگور.
- ڪامڻهوري ۽ ڪامڻهوريون؛ ث. صفت. جادو پري- سحر واري. (ث). ڪامڻي جو مخفف. عورت- نوجوان عورت- بالغ چوڪري.

"ڪامڻ هورين (اکين) ڪم جو ڪيو-
ڪنهن نہ لاغرضيون لکيون".
(بلند شاہ).

- ڪامڻي ۽ ڪامڻيون؛ ذ. ڏوهر- جادوگر- ڪامڻ ڪندڙ- ساحري- ساحر. فريبي- مڪريلو. (ث) ڏوري- ڏائڻ. ڏوهڻ. چالاڪ عورت. موهيندڙ زال- خوبصورت زال.
- ڪامڻ (ڪاڇو جوهي تعلقي ڦلجي جو ڳوٺ)؛ ث. ڏکڻ اولهہ کنڊ واري گرم هوا جا اپريل کان جولاءِ تائين لڳي ۽ واري وسائي- اولهہ جي کنڊ جي هوا جا خاص طور شام جو چوٽ لڳي- ڪامهين.
- ڪامو: لوهيڙي جهڙي هڪ جهنگلي وڻ جو قسم.
- ڪامُوڏُ ۽ ڪامُوڏَ؛ ذ. اعليٰ درجي جي جانورن جو هڪ قسم (ل). (اسم خاص). هڪ راڳڻيءَ جو نالو (مالڪوس راڳ جو پٽ). عورت جو نالو (ت).
- ڪامُورو ۽ ڪامُورا؛ ذ. ڪم وارو- ڪار وارو- سرڪاري نوڪر- گورنمينٽ ملازم- ڪارپرداز- عهديدار. عامل. پئي جي بدران ڪم ڪندڙ- عيوضي.
- ڪامُورپ ۽ ڪامُورپُون؛ ث. ڪاموراڻي- آفيسري- سرڪاري نوڪري- ملازمت- ڪامورپڻو.
- ڪامُوري ۽ ڪامُوريون؛ ٻڪريءَ جو هڪ قسم.
- ڪامُوري لُهري؛ ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.
- ڪامُولُ ۽ ڪامُولَ؛ ذ. جانورن جي اڇي جنس- اعليٰ درجي جي جانورن جو هڪ قسم. هڪ راڳڻيءَ جو نالو (رات جو ڳائجي).
- ڪامُون؛ ذ. زمين تي چٽ ڪري ٻهندڙ شاخن واري ولَ والکر وڻ جو هڪ قسم.
- ڪامُوهُ ۽ ڪامُوهَ؛ ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم، جنهن ۾ جانورن جي مارَ (رحم) ٻاهر نڪري پوي. وڻ جو هڪ قسم (ت).
- ڪاموهي: ث. ٻسارڪي وڪر ۾ ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي.
- ڪامهہ: ث. اتر اولهہ کان لڳندڙ هوا جو طوفان. ڏکڻ الهندي کنڊ جو تکو واءُ (مهاڻن جو اصطلاح). مينهن کي ڦهلائيندڙ ۽ چيٽ جي فصل کي ناس ڪندڙ ڳرو واءُ. ڏکڻ جي هوا- واهولہ ي.
- ڪاميهہ: چيٽ جي موسم ۾ ڏکڻ اولهہ جي کنڊ کان لڳندڙ هوا.
- ڪامُهہ؛ ث. اوڀر ۽ اولهہ کان لڳندڙ هوا جو طوفان.
- ڪامُهنَ؛ اسم خاص. موچين جي رنگڻ جي ڪم ايندڙ مينديءَ جي ٻوٽي جهڙو هڪ قسم جو ٻوٽو.
- ڪامهو ۽ ڪامهنا؛ ذ. وڻ جو هڪ قسم (هن جي لامن مان ٽوڪرا اُهن)- ڪاميهون.
- ڪاميهُون؛ ذ. ڪامهو.
- ڪامُهي ۽ ڪامُهيون؛ ث. هڪ جهنگلي وڻ جو نالو- ڪامو.

● ڪامهين (ڪ): ث. وڻ جي سهاري تي چڙهندڙ ول جو هڪ قسم. وڻ جو هڪ قسم (لامن مان ٽوڪرا ٺهن).

● ڪامي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪاميٽ ع ڪاميٽ (ل): ذ. جلا وطني- شهر نيڪالي.

● ڪاميٽ ع ڪاميٽ (ڪ)؛ ذ. رڇ جو هڪ عضوو.

● ڪاميٽڪيو ع ڪاميٽڪيا (ل): ذ. بي شرم- بي حيا- بي ديد و.

● ڪاميسري ع ڪاميسريون (ت): ث. ڪٽل- مسي لٽل- ويڙهل- ڪٽيل.

● ڪاميلو ع ڪاميلا؛ ذ. جانورن جي کهڻ جو هنڌ- ڪوس گهر- آڏي- مقتل- مذبح. ڪنارو- ڪنڌي- ڪپ- ڪپر.

● ڪامي وارو ڪچون؛ اسم خاص. ڪچون جو هڪ قسم.

● ڪان؛ ذ. (س. ڪانڪ = ڪالڪ). پکيءَ جو هڪ قسم- ڪانءُ- ڪانگ- ڪيالتو- ڪالڪل- ڪالڪڙو.

- ڪان ڪان؛ ذ. (آواز). ڪانگ جو آواز- ڪانگ جي ٽان ٽان.

● ڪان ع ڪان؛ ذ. (س. ڪانڊ= تير). ڪالي مان جڙيل تير- ٻاڻ- ڪالي- ڳز- ڀالو- نيزو- ڏڦو. سر- تيلو- تينگر- ڀيلو- پيڪان- ڪرڪ- لوري. سيلو.

"مڙس مونهو زال جوان،
تنهن کي ڀائي ڪک جو ڪان".
(مهراڻ).

ڪاني تکي چهنبدار شي. کهوڙو.

"ڪرهو ڪين ڪن، ايرين آءُ ڏا پڇي".
(شاهه).

(اسم خاص). هندن جي ديوتا ڪرشن مهراج جو هڪ لقب.

- ڪانارو ع ڪانارا (ت): ذ. تير- ڪان- ٻاڻ- ڳز- ڪالي.

- ڪانارنو ع ڪانارنا؛ ذ. ڪان ماريل- تير لڳل- تير جو گهايل.

- ڪاناريو ع ڪاناريا؛ ذ. ڳز سان ماريل- تير لڳل.

- ڪانيارو ع ڪانيارا؛ ذ. صفت. ڪالارنو- ڪاناريو.

● ڪاناتي ع ڪاناتيون؛ ث. مکر مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڪانارو ع ڪانارا؛ ذ. ڏکيون ۽ ارزي واريون پوليون ڪندڙ پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڪانپ ع ڪانپون: ث. ڪلهن ڪان ويله. تائين ڪپڙو ٻڌي ٺاهيل جهولي- ڪالبو. وهڻ وقت ٻئي ڪمان ورائي گوڏن وٽ ٻڌل ڪپڙو- ڪالپ. ڪوپ- ٻاسو. چري- ڪنڌ. واهڙ جي تري مان ڪاڊل ڪپ- واهي جي وانجهري ڪنڊ- ڪسي جو ڪاڊل الڊريون ڪنارو (ل-ڪ).

- ڪانپ ڪنڊ؛ ٽيڪ لاءِ ڪپڙو ٻڌي پلٿي ماري وهڻ- ڪانپ ڪيڏي وهڻ. ڏرنو ماري وهڻ- ڏرڻ مارڻ- لاڳاپا لاهي وهڻ- اوڪيا ٻوڪيا لاهي وهڻ. جهولي ٻڌڻ. ڪالبو ٻڌڻ- ٻنارڪ ٻڌڻ.

- ڪانپ ڪيري وهڻ: ڪالب ڪيڻ.

- ڪالبو ع ڪانپا: ذ. ڪالب. گاهه وغيره جي ڳٺڙي- پروٽڙي- پڙي.

- ڪانبو ٻڌڻ؛ ڪالب ٻڌڻ- ڪالپ ٻڌڻ- ڪالپ ڪيڻ. جهولي ٻڌڻ- ٻنارڪ ڪرڻ. سنهرڻ- تيار ٿيڻ. همت ڪرڻ- جوانمردي ڏيکارڻ- سڙسي ڪرڻ (ت). لالچ ڪرڻ- ضد ڪرڻ- تپسو ڪرڻ- هٺ ڪرڻ (ت).

- ڪانبي ع ڪانبيون؛ ث. ڪانب ڪانپ- ڪالبو.

● ڪانبيرو؛ اسم خاص. جانورن جي هڪ جنس- قنبر تعلقي جي پيدائش جانور.

● ڪانپ ع ڪانپون (ت)؛ ث. ڏکهي سنهي ڪاني- چڙهه- چڙي- چهو. لٺ- لڪڻ- ڏنڊو- سوٽي- ڏڪي- ڏونگري.

- ڪانپڙ ع ڪانپڙون (ٿ): ث. ڪانپ.

- ڪانڀَڙِي ع ڪانڀَڙِيُون (ٿ)؛ ٿ. ڪانپ - ڪانڀڙ.

● ڪانڀڙ (ت)؛ اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪانپ ع ڪانپُون؛ ٿ. ڪالب.

- ڪانپ ڪَيڻُ: ڪالبَ ڪيڻ - ڪانپ ٻڌي وِهڻُ.

- ڪانپ ڪَيِي وِهڻُ؛ نهي ٽڪي وهڻ - چيله ۽ گوڏن کي ڪڙو ڪري ويهڻ. ٻي پرواهه ٿيڻ - بالم تي وِهڻُ. ضد ڪري وِهڻُ.

- ڪانپو ع ڪانپا؛ ذ. جهولي - ڪانب - ڪانپ - ڪالپو. پري - پرو ٽري - پرڙي.

● ڪانپو ع ڪانپو؛ ذ. صفت. ڪالپن - ڪنپيو - ديرينو - بُرد ٻار - صابرين - تحملي - صبرائتو - ڪانڌ وارو. جوڙو - مضبوط - جـڏو - جبرو - ٻليار - ٻَلي - ٻرٻَل - ڪراڙو - زور ڀريو - ٻلوان - ٻهادر - همت ڀريو - زورائتو - سگهارو - سگهائتو - سگهارو - سگهتو - قوتي - سگهارو - توانو - زبردست - قرارو. ڪارو - سياهه. (اسم خاص). ٻارڻ جي ڀرسان هڪ جبل جو نالو.

● ڪانپوري؛ اسم خاص. ڪوهستان جي هڪ ٽڪر جو نالو (ڪاليوري ۽ ڪارين ٻن ٽڪرن جي وچان سنڌيءَ کي لنگهڻو پيو هو).

● ڪانت ع ڪانت؛ ذ. (سن. ڪانت = مڙس) ڪنت - ڪانڌ - مڙس - ڀتار - گهر وارو - شوهر - پتي - ور - کهوٽ - خاوند - سُوامي. ڌڻي - مالڪ - آقا - آڳو - سائين.

● ڪانتا ع ڪانتائُون؛ ٿ. (سن). پياري - دل واري - محبوبه. مٺي زال - خوبصورت زال - حسين زال.

● ڪانتيرائي؛ اسم خاص. تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪانتيرو ع ڪانتيرا؛ ذ. ٻيڙيءَ جو ڪارو - سيڙهه.

● ڪانتيريو ع ڪانتيريا (ڪ)؛ ذ. ڪاري جي ٻيڙيءَ جو هڪ عضوو. ٻيڙيءَ جي پويان تلهي وٽ - پاڻيءَ جي آڏ واري طرف وارو حصو.

● ڪانتيري ع ڪانتيريُون؛ ٿ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڪانٽ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪانٽ ع ڪانٽ؛ ذ. صفت. سُست - موڳو - آرسي - ٽوني - سليوسات - ڍاڪڻ ڍلو - ڪاهل - عاري - ڪم ڪوس ڍرلو - ڍرو - آري - گهيلو - ڪم چور. ٻيڪار - نڪمو - لڪمڙو - واندو - اجايو - ٻي ڪمو - خواهه مخواهه - واهيات.

- ڪانٽر ع ڪانٽر (ٿ)؛ ذ. ڪم ڪمان لڪائيندڙ - ڪم چور - گوسڙو - اٽانو - ڪالٽ.

● ڪانٽار ع ڪانٽار (ڪ)؛ ذ. ڪنر ٻل - ڪاوڙيل - هڪ ٻئي ڪان بدگمان ٿيل - بغض ڀيل - ضدي - ويري - خاري.

● ڪانٽو ع ڪانٽا؛ ذ. (سن. ڪنٽڪ = ساهيمي) ساهيمي - تارازي - ترازو - ٽڪڙي. اين - سُئي - ٽالچي. ڪنبو - ٽانچي. ڏلدن سان نوڪدار ڪانٽ جو چمچو. ڪهڙيال جي سُئي. ريل گاڏيءَ جي اُتي جي جوڙ جو نشان - ريلوي لائين جي گڏجڻ جو هنڌ. چور - ڪانڪو (ڪ).

- ڪانٽو مٽائڻ: ريل گاڏيءَ جو پٽو مٽائڻ - ريل گاڏيءَ کي هڪ رستي تان لاهي ٻئي رستي تي آڻڻ - ريلوي لائين مٽائڻ.

- ڪانٽي وارو ع ڪانٽي وارا: ذ. ٽور وارو - ٽوريندڙ. ريلوي لائين بدلائڻ وارو - ريل کي هڪ رستي تان ٻئي رستي تي آڻڻ وارو - پورٽو - ڪالتو هلائيندڙ.

● ڪانٽيو؛ اسم خاص. تعلقي ڇاڇري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪالنپ ع ڪانپُون: ٿ. (انگ. ڪئمپ = ڇالوڻي) ڪئمپ - ڪامپو - منزل - ڇانوڻي - اڏو - ٽِڪاڻو - ٽِڪاڻو - هنڌ - ماڳ - مڪان - وَٿاڻ.

● ڪالنپو ع ڪالنپا (ت): ذ. صرفو - قناعت - بچت - ڪفايت - ڪم خرچي - ٿور خرچي.

● ڪانپُو ع ڪالنپُو (ت)؛ ذ. صفت. وڌيل - ڪنيل - ڪٽيل - جُدا ٿيل - الگ ٿيل.

● ڪانپُوري (ت)؛ اسم خاص. ڪڪڙ جو هڪ قسم.

● ڪانپيروڻ (ڪ)؛ ذ. پيرون جهڻڊڙ وَل جو هڪ قسم- ڪانٽل پيرون. ڪن ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو زنانو زيور.

● ڪانجا؛ اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪانجڻ ۽ ڪانجڻيون (ت)؛ ث. نار جي اها ڪاٺي، جنهن ۾ انڊ جو سهرو پوي، جنهن جي مُڪڙي ۾ مٽنو ڦري. دامو- دوني- لڙهو- ڪانجڻ. (اسم خاص). تعلقي خيرپور ميرس ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪانجي ۽ ڪانجيون؛ ث. پاڻيءَ ۾ رڌل تمام پتلا چانور- رَبَ- رٻڙي- راٻڙو- رٻڙو- ٻيچ- اڄي- آشَ- ٻيڄي- ٻيڄ- ڪُرٻَل (ت).

● ڪانجي ڪوٽ؛ اسم خاص ڪڇ جي رڻ ۾ رحڪي بازار کان ڏيڍ ڪوهه پري هڪ پراڻي قتل شهر جو نالو.

● ڪانجهاڻي (ل)؛ ث. رَسولَ مصري ۽ آملَ کي گڏي ناهيل اکين جو دَٻ- اکين جو ڦڙو.

● ڪانجهڻ ۽ ڪانجهڻيون (ڪ)؛ ث. ٻنيءَ جي ڪُنڊ- ٻنيءَ جو ٽڪورو پاسو- کيت جي ڏکڻي پاسين- ٻنڊ- ٻنو (ت).

● ڪانجهو ۽ ڪانجها (ل)؛ ذ. صفت. ڪنجهي مان نهيل ٿانءُ- ڪنجهي وارو ٿانءُ- پسيءَ جو ٿانءُ.

"ان پتن منجهه اُئي، تي ڪٽڪيس ڪالجهي رَڄ جيئن".

● ڪانجهي ۽ ڪانجهيون: ث. (سن. ڪانڄ = رب) پاڻيءَ ۾ رڌل تمام ٿڙو پت- رَبَ- ٻيچ- آشَ- ٻيڄي- ٻيڄي- نرم ڪاڻو (ڪپڙي کي ڪلف ڏيڻ جي ڪم ايندڙ).

● ڪانجڻ ۽ ڪانجڻيون؛ ث. ڪام- دامو- لڙهو. شهتير جهڙي ڪاٺي. ٻُنڊ. سهري کي جهلڻ لاءِ مُڪڙي هنيل ڏکي ڪالي- نار جو هڪ عضوو. (صفت). ڏکو- لمبو- قداور- لانبُٽ. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● ڪانچ ۽ ڪانچون: ث. (سن. ڪنچڪ = ڪاڇو) وڏن پاڃن مان سٿڻ- سلوار- شلوار. پاجامون- پتلون.

● ڪانچيوڙ ۽ ڪانچموڙيون (ٿ)؛ ث. سستي- آرمن- ڪاهلي- ٿوٽ- ٿوٽيهڙو- ڳتر- ڳهَر- ڍلائي- ڍرائي- موڳائي- ڪم ۾ دل نه لڳڻ واري حالت.

● ڪانچموڙ ڪرڻ (ٿ)؛ نٽائڻ- پاسو ڪرڻ- ٽارو ڪرڻ.

● ڪانچ ۽ ڪانچ: ذ. شيشو- ڪانچ- ڪانو- ڪايو. آئينو- دَرسني- آرسي.

● ڪانچو؛ ذ. ڍنڍ جي پکيءَ جو هڪ قسم- بدڪ جي جنس- ڪُوانٽو. صاحبلوڪ.

● ڪانچونو ۽ ڪانچونا (ت)؛ ذ. ڪنجري- چولي.

● ڪانڌ ۽ ڪانڌ؛ ذ. (سن. ڪانت = ڪانڌ). ڪانڌ- مڙس- پتار- وَرُ- شوهر- گهوٽ- پتي- خاوند- مرد- گهر وارو- سوامي. پيارو- معشوق.

"ڪهه ڪريندين ڪانڌ، کهڙو پڳو تان گهوريو" (شاهه).

● ڪانڌَ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪانڌ ۽ ڪانڌَ؛ ذ. (سن. ڪانت = ڪانڌ) مڙس- پتار- وَرُ- گهر وار- شوهر- مرد- پتي- گهوٽ- خاوند- ڪالت- ڪالد- ڪنٿ- وَلهو- مڙسالو- خاوند- آقا- مالڪ- ڌڻي. دلوارو- محبوب- وڻندڙ- پيارو- مرغوب- پريتم- ڍولڻ- دلربا- دلبر- جاني- معشوق. حسين- سهڻو- سُندر- خوبصورت.

● ڪانڌيلو ۽ ڪانڌيلا؛ ذ. صفت. مڙس يا پتار جهڙو.

● ڪانڊاڻيجڻُ (ت)؛ مصدر. ڏکي جو ڪلهو لڳي پوڻ- ڪاسَ ٿيڻ- ڪاٽ ٿيڻ- ڇٽو ٿيڻ. سيءَ کان ڳوڙهه ٿيڻ.

● ڪانڌارڻ: مصدر. چوڪ ڏيڻ - چونگ ڏيڻ - آڙي ڏيڻ - مهميز ڏيڻ.

● ڪانڌاري: اسم خاص. تعلقي سوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪانڌراڻي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (ميرالي ٻاڙو).

● ڪانڌڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪانڌڙيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪانڌو ۽ ڪانڌا: ذ. ڏکي جي ڪلهي وارو ٿوهو.

● ڪانڌو ۽ ڪانڌو (ت): ذ. جوارين جي اصطلاح موجب هندو واڻيو يا دڪاندار کي ڏلل نالو.

● ڪانڌي ۽ ڪانڌي: ذ (سن. سڪنڌ = ڪانڌي). فوتيءَ سان گڏ سندس جنازي کي ڪلهو ڏيڻ مقام تائين ويندڙ - جنازي کي ڪلهو ڏيندڙ - جنازو کڻندڙ - ميت کڻي ويندڙ. حمايتي - واهرو - مددگار - ٽلهيدار.

"ڪانڌي ڪنگ ٿياس، وهڻ جنازو سهڻي"
(شاهه).

(اسم خاص). تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- ڪانڌائون ۽ ڪانڌاڻان (ت): ذ. ڪانڌين کي ڪاريل ڪاڄ - ڪانڌپو - ڪانڌپڻو - ڪانڌ ڀيپ.

- ڪانڌ ڀائي: ث. ڪانڌ ڀڻ - ڪانڌ ڀو - ڪانڌيپ. جنازي کي ڪلهو ڏيڻ هلڻ جي رسم. ڪانڌيءَ جو ڌنڌو - ڪم - پيشو. زال تي مڙس جا احڪام يا فرض.

- ڪانڌپڻ: ذ. جنازي کي ڏنل ڪلهو - ڪانڌيپو - ڪانڌپڻو.

- ڪانڌپڻو ۽ ڪانڌپڻا: ذ. ڪانڌ پڻ.

- ڪانڌپو ۽ ڪانڌپا: ذ. مري ويل ماڻهوءَ کي دفن ڪري پروقت ڪانڌين کي ڪاريل ماني - ڪانڌپو.

- ڪانڌ ٿيائي ۽ ڪانڌ ٿيائيون: ث. ڪانڌ ڀائي - ڪانڌ ڀڻ - ڪانڌ ٿيڻ - ڪانڌ پڻو - ڪانڌ پو - ڪانڌ ٿيو - ڪانڌيءَ جو ڪم.

- ڪانڌ پٽيپڻ: ث. جنازي سان گڏ هلڻ جي ادا ڪيل رسم - ڪانڌ ڀائي.

- ڪانڌ پٽيپڻو ۽ ڪانڌ پٽيپڻا: ذ. جنازي سان قبرستان تائين هلڻ جي ادا ڪيل رسم - ڪانڌ ٿيڻ - ڪانڌ ڀائي - ڪانڌيءَ ٿي هلڻ جي حالت - ڪانڌ ٿيو.

- ڪانڌ ٿيو ۽ ڪانڌ ٿيا: ذ. جنازي جي ڪانڌين کي ڪاريل ٻهرين ماني - ڪانڌ پو.

- ڪانڌ ڀيپ ۽ ڪانڌ ڀيپون: ث. جنازي سان قبرستان تائين هلڻ واري حالت - ڪانڌ پو.

- ڪانڌ ڀيپو ۽ ڪانڌ ڀيپا: ذ. ڪانڌين کي ڪاريل ماني - جنازي پورڻ بعد ڪيل ماني - ڪانڌ پو.

- ڪانڌي ڪارڻي: ذ. سنڀال ڪندڙ - راکو - رکيڪ - نگهبان - ڪرلاهو - سرپرست - وصي - امين - وارث - والي - ڌڻي ڌڻي - مربي - رکپال. مددگار - حامي - حمايتي - واهرو. ٽلهيدار - پاسو وٺندڙ.

- ڪانڌ ڀڻ سوڙهو: ذ. بدبخت - نڀاڳو - نامراد - نڪرو - چنڊو - ٻڊورو - ستو - ڪرم - ختم - نڌڪ - وڀل - ڪمبخت - منحوس.

- ڪانڌ ڀو ۽ ڪانڌ ڀا (ت): ذ. ڪانڌيءَ ٿي وڃڻ واري حالت - ڪانڌيپو - ڪانڌ ڀو.

● ڪانڌي ۽ ڪانڌي (ت): ذ. گهٽو ڪائيندڙ - ٻيٺوڙي - هيڇي - هيٺي - چڏو.

● ڪانڌ ۽ ڪانڌ (ت): ذ. (سن. ڪانڌ) باب - حصو. واقعو.

● ڪانڌار ۽ ڪانڌارون: ث. ڪنهن واقعي جي پيش اچڻ سبب بدن ۾ پيدا ٿيل لرزش - جوش ۾ اچڻ سبب جسم ۾ پيدا ٿيل تغير - غصو - ڪاوڙ - جوش.

- ڪانڌارجڻ: مصدر. (سن. ڪنٽڪ = ڪنڊو) ڪنهن واقعي جي پيش اچڻ سبب بدن جو لرزجڻ - جوش ۾ اچڻ سبب جسم جي هر هڪ عضوي جو ڪڙو ٿيڻ - لنءُ لنءُ ڪڙي ٿيڻ - آپو ٿيڻ (ڪاوڙ ۾). اکين ۾ ڪهور وجهي ڪالهائڻ - غصي ۾

اچڻ - ڪاوڙجڻ - هڪدم جوش چڙهي وڃڻ - رلج ظاهر ڪرڻ. ڦوڪجڻ - سيتجڻ - اَڪڙجڻ - ٿانءِ ڪرڻ.

- ڪانڊارڻ: مصدر. سخت ۽ ڪڙو ڪرڻ - آپو ڪرڻ - ڏپ ۾ وجهڻ.

- ڪانڊار يَل ع ڪانڊار يَل: ذ. جسم جي لنؤ لنؤ ڪڙي ٿيل - ڀُتَ ۾ لَرز آيل - جوش ڪري جسم جا وار آيا ٿيل - ڪاوڙيَل - جوش ۾ آيل - رَنج.

● ڪانڊارُ ع ڪانڊارَ: ذ. ڪِيجهه ڪسان وڏي ٻڪيءَ جو هڪ قسم، پندرهن هزار فوٽ مٿي جبل تي آنا لاهي - ٻريت. جبل جو هڪ ٻوتو، پَن ۽ ڪنڊو ڳنڍ، ڪنڊو ٻَن هيٺان چنبڙيل. ٻَنيءَ جي ڪنڊيءَ وارا جانور.

● ڪانڊارو ع ڪانڊارا: ذ. (سن. ڪَنٽڪ = ڪنڊو) ٻُنيءَ جي ڪنڊي وارو (جانور).

● ڪانڊائِي ع ڪانڊائيون: ث. ڪالبڊو. اگرن ٻرڻ يا ٻاهه جي تيزي. ڏيتي ليتي ۾ تيزي - سختي. اگهه جي مهنگائي.

● ڪانڊو ع ڪانڊا: ذ. (سن. ڪَنٽڪ = ڪنڊو) ڪنڊن سان ڀريل - ڪنڊن وارو. ٻلي يا مڇيءَ جو ڪنڊڻ وارو اڌ - ڪانڊيارو - ڪنڊي وارو ٻاسو. سرس - ڪسرائتو - ڪهٽو - زياده - جهجهو - هيڪانه و - ٻهُون - جام. فائدي وارو - نفعي وارو. سَرهو - بهتر - بهترين. چِڪَ (ت). ڪرائي (ل). ڪکهو - زور وارو - همٿ ڀريو (ل). تيز - تِکو - سخت.

- ڪانڊائپَ ۾ ٻوَڻ: ڪاوڙ ۾ ڀرجي وڃڻ - جوش ۾ اچڻ. هروڀرو سيِتَ ڏيکارڻ.

- ڪانڊيارو ع ڪانڊيارا: ذ. مڇي يا پَلي جي ٿُلهي ڪنڊي وارو ٻاسو (اڌ - چوٿو) - ڪانڊو. ڪجهه وڏيڪ - سرس - بهتر - سٺو - موچارو - چڱو.

- ڪانڊي ع ڪانڊيون (ت): ث. وڏي ملهه واري - ڳري اگهه واري - آڪري - ملهائتي - مهانگي. ڪنڊن واري. تيز - تِکي.

● ڪانڊيارو ع ڪانڊيارا (ت): ذ. ڪنڊن واري لغام جو هڪ قسم (گهوڙي ڪي مستي لاءِ وجهندا آهن ته مستي ڇڏي) نهرو لغام - الياڻ.

● ڪانڊيرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪانڊيرو ع ڪانڊيرا: ذ. (سن. ڪَنٽڪ = ڪنڊو. ف. شترخوار). ڪنڊن واري ٻوٽي جو هڪ قسم - دوا طور ڪم ايندڙ ٻسارڪو وکر. ننڍو وڻ (اُٺن جو ڪاچ). "جتي وڻ نه هجي اُت ڪانڊيرو درخت" (چوڻي). ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (ويڪري، گول ٻاسي وارن ڪنڊن ڪان وار ٻاهر نڪتل. قسم ١. تر ڪانڊيري لنڊي ۽ لسي، قد ١-٣ انچ. ٢. لس ڪانڊيري، قد ٢-٦ انچ. ٣. ڪنڊ ڪانڊيري، قد ٦ انچ ۽ ٻچارو وڏو ۽ ويڪرو. ٤. ڪاري ٻنّي واري ڪانڊيري، ننڍڙي ٻنيءَ تي ڪارو ٻتو، قد ١ ڪان ٢ انچ).

- ڪانڊيرو ڪانو: ذ. اُٺ.

● ڪانڊيري ع ڪانڊيريون: ث. (سن. ڪَنٽڪ = ڪنڊو). دوا طور ڪم ايندڙ ڪنڊن واري ڪڙن ڏيلهن سان وَل يا ٻوٽي جو هڪ قسم - ڌاماهو. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (ٻنا چارن جي، رنگ سونهري، قد وڏي ۾ وڏو ١-٢ انچ).

- ڪانڊين: ڪنڊڻ جي ڪانين ۾؛ جن جي ٻاهه تيز ٿئي.

● ڪانڊَرَ ع ڪانڊَرُون (ت): ث. وڏائي - اَڪڙ - سيِٽَ - نِينڊ - ٿانءِ - ڦوڪ شوڪَ. ڪاوڙ - غصو - جوش - ناراضگي.

- ڪانڊَرَ ڪَرَڻ: اَڪڙ ڏيکارڻ. ڪاوڙ ڪرڻ.

● ڪانڊِڙا (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪانڊڻ (ت - ل): مصدر. (سن. آ = چڱيءَ ريت + ڪَر = سڏڻ). شادي وغيره جي مقرر تاريخ لاءِ سڏڻ دعوت ڏيڻ - ڪوٺڻ - نِيِنڊَ ڏيڻ - دعوت مُڪائڻ. ڪم ڪار لاءِ سڏڻ.

- ڪانڊَ ۽ ڪانڊيون؛ ث. شادي وغيره جي دعوت - ڪوٺ - نينڊ - سڏ - اطلاع - ٻڌائو. طولائي - ڊگهائي - لمبائي - لانڊ.

- ڪانڊائڻ؛ مصدر. شادي وغيره جي دعوت ڏيڻ - سڏ ڏيڻ - ڪانڊ ڏيڻ - ڪوٺ ڏيڻ.

- ڪانڊ ڏيڻ: شادي وغيره جي موقعي تي مٽن مائٽن، دوستن ۽ راڄ کي دعوت ڏيڻ - ڪانڊائڻ.

- ڪانڊ ڪرڻ؛ ٻڌائو ڪرڻ - دعوت ڏيڻ - ڪوٺ ڪرڻ سڏ ڏيڻ.

- ڪانڊيو ۽ ڪانڊيا؛ ذ. ڪوٺ ڪندڙ - ڪانڊ پهچائيندڙ - شادي وغيره جي دعوت ٻڌائيندڙ يا ڏيندڙ. مجلس ڪندڙ - دعوت ڏيندڙ.

● ڪانڊو ۽ ڪانڊا: ذ. (پکيءَ جو هڪ قسم (پاڻيءَ ۾ رهندڙ، سنهي چهنب، مٿو ڪنجو ۽ ڪارو، پڇ ڪاري، اٽڪل ڏيڍ انچ ڊگهو، آفريڪا جو رهندڙ ۽ قديم مصرين لاءِ پوتر). بلبل. (اسم خاص). هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

● ڪانڙو ۽ ڪانڙا: ذ. راڳڻيءَ جو هڪ قسم - ڪانڻ جو هڪ لمولو. پڪريءَ جو ٻلڪل ننڍو ڦر (ل). تير - ٻاڻ - ڳز (ت). لڙ (ت).

● ڪانڙي (ڪ - ل)؛ ث. ٻرت جو هڪ قسم.

● ڪانڙيا؛ اسم خاص. ڪوهستان ۾ رهندڙ ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪانڙيو ۽ ڪانڙيا؛ ذ. لاباري وقت ڪاڻا لڻندڙ مزور. جانورن جي بيماريءَ جو هڪ قسم (ت).

● ڪانڙ ۽ ڪانڙ (ڪ)؛ ذ. مکيءَ جو هڪ قسم.

● ڪانس ۽ ڪانس (ت)؛ ذ. جوارين جي اصطلاح موجب هڪ پاسو.

● ڪانس ۽ ڪانسون؛ ث. ڪپهه جي متان سونهن لاءِ لڳل ٽڪندي پٽي - ڪمان. جاءِ ۾ ڇت جي وچهو ڪمري ۾ اندر يا ٻاهر پٽ سان لڳل ننڍو واڌارو، جنهن ۾ سونهن لاءِ چٽسالي هجي.

● ڪانس ۽ ڪانس؛ ذ. ڪنڪٽي - چوڙي.

● ڪانسو ۽ ڪانسا؛ ذ. (س. ڪانسيه). ڌاتوءَ جو هڪ قسم.

● ڪانسي (ت)؛ ث. ڌاتوءَ جو هڪ قسم - ڪنجهو - پسي.

● ڪانقل ۽ ڪانقل: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ پسارڪو وکر - هڪ قسم جي وڻ جي ڪل يا چوڏو. هڪ قسم جو ٻوٽو.

● ڪانڪر (ت)؛ اسم خاص. ٿر ۾ هڪ پٽ جو نالو.

● ڪانڪرڻ (ڪ)؛ مصدر. سور کان جهيڻو آواز ڪرڻ - ڪنجهڻ - ڪڪڻ - ڪنجهڪار ڪرڻ - چنگهڪار ڪرڻ - چنگهڻ.

● ڪانڪيرو ۽ ڪانڪيرا: ذ. پاڻيءَ جو هڪ چاڪيدار جانور.

● ڪانڪڙو ۽ ڪانڪڙا؛ ذ. (س. ڪرڪ). درياءَ يا سمنڊ جي پکيءَ جو هڪ قسم. سمنڊ جي مڇيءَ جو هڪ قسم. سپيءَ جهڙي سخت ڍڪ سان، انڊي اچ ۽ ڏهن پيرن سان پاڻيءَ ۾ رهندڙ جيت جو هڪ قسم.

● ڪانڪو (ت)؛ ذ. وڻ جو هڪ قسم.

● ڪانڪوڏي ۽ ڪانڪوڏيون (ت)؛ ث. ڪوڏ سان مشابهت رکندڙ هڪ ول جي پاڙ (ڪن جي سور لاءِ ڪم ايندڙ). ول جو هڪ قسم.

● ڪانڪوري (ت)؛ ذ. وڻ جو هڪ قسم.

● ڪانڪهه (ت)؛ ذ. وڻ جو هڪ قسم.

- ڪانڪيءَ جو ڏهر (ت)؛ اسم خاص. ڪانڪيءَ پرسان هڪ ڏهر جو نالو. ٿر ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو.

● ڪانڪ ۽ ڪانڪون؛ ث. (س. ڪانڪشا). خواهش - اڇا - چاهه - موه - ڪانڪا.

- ڪانڪا ۽ ڪانڪائون؛ ث. ڪانڪ - چاهه - موه.

- ڪانڪي ۽ ڪانڪيءَ؛ ذ. خواهشمند - خواهان - سڌائتو - اڇاوان - سڌڙيو - مشتاق -

ڪهرجائو ـ ضرورتمند ـ آرزومند ـ طالبو ـ آمائو ـ چاهيندڙ ـ مرضي وارو. خواهش. اِڇا ـ آرزو ـ چاهه ـ سنڪلپ ـ واسنا ـ اِرادو ـ نِيت ـ طلب ـ گهرج ـ ضرورت ـ لوڙ.

● ڪانڪَ = ڪانڪون؛ ث. (سن. ڪاڪه = ڪانءُ). ڪانگ جو آواز. ڪانءَ جي معرفت آيل خبر ـ نياپو ـ خبرچار ـ ٽڪڙو پيغام. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● ڪانڪُ = ڪانڪَ؛ ذ. (سن. ڪاڪه = ڪانڪُ). ڪاري رنگ جي پکيءَ جو هڪ قسم ـ ڪانءُ ـ ڪانگڙو ـ ڪيانتو ـ زاغُ ـ ڏانئو ـ ڪانگل ـ ڪالڪو ـ روڏ ـ هڏيو ـ هڏو ـ ليڪو ـ ڪاڳڙو. ڪپاڙيءَ جا وار. اهڙا ڪاني جنهن جي مٿان نار جو ڀاڙچو رکجي. (صفت). ڏاهو ـ سياڻو ـ عقلمند ـ هوشيار ـ قابلُ. حرفتي ـ چالاڪ ـ ڪيڏاري ـ اٽڪلي ـ حرفتباز. قاصد ـ نياپو ڪڻي ويندڙ ـ پيغامي. (اسم خاص). ڪاري جسي مڇيءَ جو هڪ قسم (ڪول، رنگ ڪارو، ٻنا ڇلرن، قد ٣-٦ انچ).

ـ ڪانڪي = ڪانڪيون؛ ث. ڪانگ جي رڙ ـ دانهن ـ ڪان ڪان جو آواز ـ ڪانگ جي واتان ڏياري موڪليل نياپو. ضروري پيغام.

ـ ڪانڪَ اڏائڻُ؛ نياپا موڪلڻ ـ قاصد روانو ڪرڻ ـ پيغام موڪلڻ. واجهائڻ ـ تڙڦڻ ـ آڪير هڻڻ ـ انتظار ڪرڻ ـ اوسيڙي ۾ هجڻ ـ بدسوڻ لڳڻ ـ برائيءَ جا آثار نظر اچڻ ـ ٻڇڙا سوڻ هڻڻ.

ـ ڪانڪَ تڙو = ڪانڪَ تڙا؛ ذ. ٻنيءَ مان جهارَ ڪي هڪلڻ لاءِ ڪپڙي ۽ ڪانين جو ناهي رکيل ٻوتو يا پتلو. ٻنيءَ جي فصل يا ڪري تان پکي اڏائيندڙ ـ نگهبان ـ راکو ـ حفاظتي.

ـ ڪانڪَ پيرو: ٻرت جو هڪ قسم.

ـ ڪانڪڙو = ڪانڪڙا؛ ذ. ڪانگ جو اسم تصغير. ڪانگ لاءِ ٻرت يا آرالڪل جو ننڍو نالو. ڪاغذ جي لغڙ جو هڪ قسم ـ پتنگ.

ـ ڪانڪَ ڪيڻُ؛ ڪنهن جي لاءِ واجهائڻ ـ ڪهڻي اڪير هڻڻ. وڏو ڪري ڏيکارڻ ـ ڳالهه ۾ ڏيکه ڪرڻ ـ ٽاڙ ڪرڻ ـ پسارو ڪرڻ ـ لاف ڪرڻ.

ـ ڪانڪَل = ڪانڪَل؛ ذ. ڪانگ ـ ڪانءُ ـ خابرو ـ قاصد ـ پيغام پهچائيندڙ.

ـ ڪانڪَ لنئو ڻُ؛ ڪانگ جو ٻولڻ ـ لاتيون ڪرڻ ـ ڪان ڪان ڪرڻ. (سنڌ جي ماڻهن جو اهو خيال ته ڪانءُ مهمان جي اچڻ جي خبر پهچائي ٿو ان ڪري هن کي خابرو چون، جڏهن ڪنهن گهر جي ڀت تي اچي ٻولي (ڪان ڪان) ڪري تڏهن زالون چون ته "اڏام ڪيانتا، ڏي ٺڪي، ڏيئين ڪير وٺي، فلاڻو اچي ٿو؟" جي ڪانگ ٺپي ٻئي هنڌ ويهي ۽ اڏامي ويو ته پڪ انهيءَ ڏينهن اهو ماڻهو يا ڪو مهمان ايندو).

ـ ڪانڪَن ڪُتَن جو ڪاجُ هُئڻ؛ مري وڃڻ. ٽڪر ٽڪر ٿيڻ. (شين جو) ٽڙيل پکڙيل هئڻ.

ـ ڪانڪَن وارو ڪانڪيرو ڪرڻُ (ت). هڪڙي هنڌ گڏ ٿيڻ ـ ميڙ و ڪرڻ ـ مجموعو ڪرڻ.

ـ ڪانڪو = ڪانڪا؛ ذ. ڪانگل ـ ڪانءُ ـ ڪانگ. قاصد.

ـ ڪانڪورو = ڪانڪورا؛ ذ. گهڻن ڪانگن جو شور يا آواز ـ ڪانگيرو ـ ڪانگن جو هُل. ڪانگ جي پيدا ٿيڻ ۽ پلجڻ جي جاءِ.

ـ ڪانگوڙو = ڪانگوڙا؛ ذ. مثل ڪانءَ ڪي ڏسي پين ڪانگن جو ڪيل شور. ڪانون جي آنن لاهڻ واري جاءِ ـ ڪانگورو. ڪانگ ـ ڪانءُ ـ ڪيانتو (ل).

ـ ڪانڪيرو = ڪانڪيرا؛ ذ. سڀ لهڻ سهل ڪانگن جو گڏيل آواز ـ لڙ ـ شور ـ ڪانگورو ـ ڪانگوڙو. ڪانگن جو مجموعو ـ ڪانگن جو لشڪر. ڪانون جو ڪيل حملو.

"ڪانگن ڪانگيرو، وهن واهيرو".

ـ ڪانڪيرو ڪرڻُ: (ڪانگن جو) گوڙ ڪرڻ ـ شور ڪرڻ ـ لڙ ڪرڻ ـ ڪان ڪان ڪرڻ.

ـ ڪانڪيلو = ڪانڪيلا (ت)؛ ذ. ڪانگن جو آواز ـ ڪانگيرو.

"ڀڳو هئين تہ ڀَر ڦِٽو ڪر ڪنبج ڀيءَ ڦهار،
متان تُنهنجي ٻيهار، ڪُتي هڻن تُنهنجي ڪَٽ ۾"
(ن. ب).

ذرا ذرا- ڪُٽو- ڀَوڀِرُ- ڀورُ. ٽڪو شراب.
ڪوڙو. وڍُ- ٽُڪَ- چِير- چَهَڪُ- چِڪُ-
ڦَٽُ- زخم. اصل- مُور- هرگز- ٻِلڪل-
ڪڏهن بہ.

"سِر سوري ڏڙ ڪنگرين، متان ڪُڇِين ڪَٽُ"
(شاهہ).

مولجهارو- فڪر- ڳڻتي- پريشاني- فڪرات- مولجهہ.

- ڪَٽُ ٿِيَڻُ؛ (مِٽن مائٽن ۾) دشمني يا
رڪاوٽ ٿيڻ- جدائي ٿيڻ- نفاق ٿيڻ- عداوت ٿيڻ-
دشمني ٿيڻ- ٻيائي ٿيڻ- بغض ڪرڻ.

- ڪَٽُ چَڙهَڻُ: دل تي خراب اثر وهڻ-
زنگ ٿيڻ- نفاق ٿيڻ- ضد ٿيڻ.

- ڪَٽِ وارو؛ ذ. دشمن- ضدي- ويري-
بغضي- ڏُجَڻُ- وروڌي. غيرتمند- غيرتي.

● ڪِٽِ = ڪِٽُون؛ ث. چيز- متاع- شئي
شڪل- ٿِڙ ٿاڙي- اسباب- مڏي.

● ڪِٽُ = ڪِٽَ؛ ذ. (سن. ڪِٽ = حقي
جي ڪِٽ). حقي، لڙ، ڳوهہ ۽ ٽوپي جي خالي
۾ ٿيل ڪارو ٻدبوءِ وارو مواد- ڪارو ڪٽ.
(ت). لوهہ تان لٿل مورياڻ جو ڇلترُ.

● ڪُٽَ = ڪُٽُون؛ ث. مارَ- ٺَڪا ٺوڪي-
ڌَڪَ مُڪَ- مارَ ڪُٽَ- موچڙا- سخت مار-
ڊِنبِ- سزا.

- ڪُٽَ سُٽَ؛ ڀِڃ ڀور- ٺاڪوڙو- ڀڃ ڊاهہ.

● ڪُٽِ: ث. (سن. ڪُٽ = ڪٽنجهو).
وست ۽ ٽِل جي ملاوت مان ٺهيل ڏاتو- ڪٽنجهو-
ڀِسي.

● ڪُٽُ = ڪَٽَ؛ ذ. آنورن لڪتل جانور-
خصيہ نڪتل- ڪُٽيل- ڪَسِيُ- خوجو- ڪوجو.
بي مڙسيو- بي طاقت- ڪدڙو- نامرد- بي زور-
مڙسي ڪان بيڪار. برباد- ناس- ٿناہل- چٽ-
فنا. (صفت). ڏاڍيل- هيسيلُ- دٻايل هيٺ ڪيل-
دٻايل. هنج- گود- جهولي.

- ڪُٽُ ٿِيَڻُ؛ خصي ٿيڻ- ڪدڙو ٿيڻ- ڪَسِيُ-
ٿيڻ- نامرد ٿيڻ- ڪوجو ٿيڻ. غريب ٿيڻ- ارڏائي ڇڏڻ.

- ڪُٽُ ڪَرَڻُ؛ مردانگي ماري ڇڏڻ- خصي
ڪرڻ- ڪدڙو ڪرڻ- نامرد ڪرڻ- طاقت ڪيڍي
ڇڏڻ. ضايع ڪرڻ- برباد ڪرڻ- ناس ڪرڻ-
چٽ ڪرڻ- تباهہ ڪرڻ- ويران ڪرڻ- نابود ڪرڻ.
مطيع ڪرڻ- تابع ڪرڻ- فرمانبردار ڪرڻ- هٺ
هيٺ ڪرڻ.

● ڪَٽا = ڪَٽائُون؛ ث. (سن. ڪُٽِيا =
جهوپڙي). رهڻ جي جاءِ- جهوپڙي- ڪکائين جاءِ-
پونگي- گهر (ل). (اسم خاص). هڪ ذات جو
نالو. نسل، آباوڙي ۽ سني عاقل تعلق ۾ هڪ
ديهہ جو نالو.

● ڪَٽارَ = ڪَٽارُون: ث. (سن). وڍڻ
جو هڪ اوزار- خنجر- ڪنڌُو- ڪاتي- ننڍي تلوار-
ليمچو- ڪٽاري- ڇرو- ڪات- وڍڻو- وڍيندڙ-
ڇري- چاقو- ڪَرِپانُ. ٻيڙيءَ جو هڪ قسم-
وڏي ٻيڙي- ڪٽارو.

- ڪَٽارو = ڪَٽارا؛ ذ. وڍڻ جو هڪ
نوڪدارُ اوزار- خنجر- ڀالو- ڏنو- ڪٽاري- ڪٽار-
ڪنو- ليمچو- ننڍي تلوار- ڪرپان.

- ڪَٽارِي = ڪَٽارِيُون؛ ث. هٿيار جو
هڪ قسم- وڏو ڪپ- ڪنو- ڪرپان- ڪات-
ڇري- ڪٽار- ڪٽارو- ليمچو- ننڍي تلوار- خنجر-
ڪاتي- ڇرو. ٻڇي- ڀالو- نيزو- نوڪدار ڏنو.
مال جي سڃاڻپ جو هڪ نشان.

● ڪَٽاڙُ؛ (ت)؛ ذ. گند- ڪچرو- ڪِنُ- ٻهر-
ميڙ سيڙ.

● ڪُٽانگَرُ = ڪُٽانگَرَ (ت) ذ. تيتر جو
هڪ قسم- پٽوڻ (تتر).

● ڪَٽاهُہ = ڪَٽاهَہ؛ ذ. ڪپڙي تي پرت
جو هڪ قسم- مقيش- زريءَ جو پرت- ڪلابت-
چمڪدوزي. ڳاهُ، ڪک، ڪانا وغيره (ت).

● ڪَٽائِڻَ؛ مصدر. وڍائڻ- ڪانائڻ- وڍڪرائڻ-
وڍرائڻ- ڪترائڻ. ڪُهائڻ- ڪوسُ ڪرائڻ-
ذبح ڪرائڻ.

- ڪَٽائي ۽ ڪَٽائيون؛ ث. ڪٽ - وڍ - ڪات. وڍڻ يا ڪاٽڻ وغيره جي مزوري.

● ڪُٽائڻ: مصدر. (من. ڪُٽ"). ٺڪي ڪان ڪُٽڻ جو ڪم ڪرائڻ - مار ڪُٽ ڪرائڻ - موچڙي ڪٽ ڪرائڻ - موچڙا هڻائڻ - ڀاد رلڳ رائڻ - سزا ڏيارڻ - سيڪت ڏيارڻ - ٺڪي ڪي ڏڪ هڻائڻ - مار ڪاراڻ - مارائڻ. تنبيهه ڪرائڻ - هدايت ڪرائڻ - نصيحت ڏيارڻ. مصالح وغيره کي اکريءَ ۾ سنهو ڪرائڻ.

- ڪُٽائي ۽ ڪُٽائيون؛ ث. ڪٽڻ جي مزوري.

- ڪُٽائي ۽ ڪُٽائيون؛ ث. مار ڪٽ - ست ڪٽ - موچڙا ڪُٽي - ڀاد ر - موچڙا. ڪُٽڻ جي مزوري.

● ڪَٽپارَ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪِٽپِٽ ۽ ڪِٽپِٽون؛ ث. ڪٽڦٽ - ڪٽڪٽ - ڪلڪل - ڪروڌ - روڏن - ڏانڊل - جهيڙو جهٽو - کهي - ڪِرڪِر - ڪُرڪُر - رد بدل - رڪڙو. بحث مباحثو - حجت.

- ڪِٽپِٽيو ۽ ڪِٽپِٽيا؛ ذ. صفت. ڪٽڪٽيو - ڪٽڦٽيو - ڪِرڪريو - رڪڙائي - روڏني - ڪروڌي - ڏاڏلائي - کهي خور - جهڳڙالو - ڏانڊل باز. بحثي - حجتي.

● ڪَٽپتَرَ (ت): اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَٽجڻ: مصدر. وڍجڻ - ڦٽجڻ - ڪات ٿيڻ - ڪاڙجڻ - ڪترجڻ. ڪسجڻ - ذبح ٿيڻ. ڪٽ ڪوٽ ٿيڻ - وضع ٿيڻ (پکهار وغيره مان). گهٽجڻ - گهٽ ٿيڻ (ڀاڙيءَ جو). (ٿانءَ جو) ڪَسجڻ - ڪَٽجڻ - زنگ لڳڻ - مورجڻ - زنگ آلوده ٿيڻ.

● ڪُٽجڻ: مصدر. (من. ڪُٽ"). سٽجڻ - ڌاڳورجڻ - ڊڙجڻ - ڇڄجڻ - مارجڻ - مار کائڻ - ڌڪ لڳڻ - موچڙا کائڻ. ڀاد ر کائڻ. خصي ٿيڻ - نامرد ٿيڻ - ڪمزور ٿيڻ. سنهو ٿيڻ - پيسجڻ (مسالي جو).

- ڪُٽجي ڪٽا ٿي پوڻ: سخت تڪليف سهڻ - مصيبت جي منهن ۾ اچي ڦاسڻ. برباد ٿيڻ - ناس ٿيڻ - چٽ ٿيڻ - تباه ٿيڻ.

- ڪُٽجي ڪٽا ٿيڻ؛ ڪٽجي ذرا ٿي پوڻ.

- ڪُٽجي وڃا ٿيڻ؛ سخت تڪليف هيٺ اچڻ - ڪٽجي ڪٽا ٿي پوڻ.

● ڪَتَرُ ۽ ڪَتَرَ: ذ. اک ۾ پيل تمام سنهڙي پتري - مور يُسَرُ - سرت - ذرو - ڪنو - تنڪو - ککرو. پتر - متيءَ جو ذرو. ڪک - ڦش - ڪچرو. آڏامندڙ جيت جو هڪ قسم - مک. (صفت). بدگماني - غلط فهمي. ضد - وير - زنگ - دشمني - دل ۾ دغا - ڪوٽ - ڀيائي - ڪينو - تعصب. ڪلفت. بڇڙائي. غيرت - هتو - شرم. غم - ارمان - ڏک - ڏک (ذ. صفت). ارادي جو مضبوط - سخت - ڪٺن - ٺڪو. دل جو ڪُٺبو - پليت - ڪڏو - بي ايمان. سنگ دل - بي رحم - ڪٺورُ - پٿر دل - بي درد. بي مروت - بي لحاظ. بي وفا. نيچ - ڪمينو.

- ڪَتَرُ هوڻ؛ اک ۾ ککرو هوڻ - شڪ پوڻ - گمان هوڻ - بدگماني جاڳڻ. ضد ٿيڻ - ڪلفت جاڳڻ - دشمني پوڻ - ڀيائي هوڻ - نفاق جاڳڻ - خصومت ٿيڻ.

- ڪَتِرِجڻ؛ مصدر. دشمني رکڻ - ڪتر پوڻ.

● ڪُتَرِي ۽ ڪُتِرِيون؛ (ت)؛ ث. سنبي مان تنگ ڪيڻ مهل لوهه جي نڪر هيٺان رکڻ جو هڪ اوزار - پروٽي.

● ڪَنڙو ۽ ڪَنڙا (ت): ذ. صفت. ڳورو - پورو - اڇو - سفيد رنگ تي.

● ڪَتَڪُ ۽ ڪَتَڪَ؛ ذ. (من). لشڪر - عسڪر - جٿو - غنيم - سٿا - فوج - سپاهه. دَلُ - انبوهه - سيڙ - ڪوڙ - پيهه - بي اندازائي - حشام - ڪٽ - پنڊ - ٺٽي - پيڙ - خلق - گهڻائي - مجموعو - خلقت - اٿاهه - بي حد - بي شمار. (اسم خاص). اوڙيسا (انڊيا) شهر جي گاديءَ جو هنڌ.

- ڪَنَڪُ چاڙهَڻُ؛ لشڪر چاڙهي اچڻ- فوج چاڙهڻ. ميڙ وٺي اچڻ. ڪاوڙ ڪرڻ- ناراض ٿيڻ.
- ڪَنِڪو ع ڪَنِڪا؛ ذ. لشڪر- ڪٽڪ. ڪاه- حملو- چڙهه. زور- ٻل- قوت- ڏاڍائي- جٻرُ.

● ڪِنِڪَ ع ڪِنِڪُون (ڪ)؛ ث. ٻن لارن سان ننڍڙو ميڙو- کهنبڙي- چِڙِيُ- ٽلي.
- ڪِنِڪِٽ ع ڪِنِڪِٽُون؛ ث. ڪِلڪِل- ڪِنِڦِٽ- گهپي- ڪِنِپِٽ- ڪِرودُ- ڪِرڪِر- ڪُرڪُر. روڏان- روڄُ- راڙو. تيسو- ضد.
- ڪِنِڪِنو ع ڪِنِڪِنا (ت)؛ ذ. جهيڙو- فساد- رَڙو. تڪرارُ- ٽنٽو- جهڳڙو.
- ڪِنِڪِنيو ع ڪِنِڪِنيا؛ ذ. صفت. ڪرو ڌي- ڪِنِڦِنيو- گهپيخورُ- ڪُرڪُريو- ڪِنِپِنيو. تجسُ ضدي- هٺيلو- هوڏي- تيسير. روڏلي- راڙو ڪندڙ.

● ڪُٽُ ڪُٽُ ع ڪُٽُ ڪُٽُون؛ ث. ڪڪڙ جو پنهنجي ٻچن کي سڏ ڪرڻ وقت آوازُ.
- ڪُٽُ ڪُٽُ ڪَرَڻُ؛ ڪڪڙ جو پنهنجي ٻچن کي آواز ڪري سڏڻ- ڪڪڙ جو پنهنجي ٻچن کي چوڳي لاءِ سڏڻ.

● ڪَتِڪَرَ ع ڪَتِڪَرُون: ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم (رنگ ڪارو ۽ ڳاڙهو).

● ڪِتِ ڪُميتُ ع ڪِت ڪُميتَ (ل)؛ ذ. بد اخلاق- بد لڇڻ- واهيات- بي فضيلتو.
- ڪِتِ ڪُميتُ ٿِئَجَڻُ؛ بد اخلاق ٿيڻ- بد لڇڻ ٿيڻ- واهيات ٿيڻ- بي فضيلتو ٿيڻ.

● ڪِنِڪَڻُ: مصدر. ٻڪريءَ کي سڏ ڪرڻ. بلبل جو ڳِٽ ڳِٽ ڪرڻ- ڳِٽڪڻ- آواز ڪرڻ- ڳِٽڪار ڪرڻ.
- ڪِنڪارو ع ڪِنِڪارا (ت)؛ ذ. ٻڪريءَ کي سڏڻ جو آواز ڪرڻ- ڳِٽڪارَ.

● ڪُنِڪو ع ڪُنِڪا؛ ذ. (س. ڪُٽ"). مارڻ جو آوازُ- ستِڪو- ڌما چوڪڙي- ٺهڪو- ستِڪارَ- ڌ ٻڙاٽ- مارو- ست ڪُٽَ. مارَ- ڏاگور- ايچَ. ڪِٽڪَ- صدمو- ڪاري ڌڪ- چوٽَ- ٺوڪَ- ڦيٽَ- نوڪر. سوپارين جي ڪاٽڻ جو آواز- ڪرٽو. گسِڪو- گهڪو- سوپارين وغيره جو ڪُٽو- پورِ. رڱيل ڪوري ڪپڙي جو پورُ. "مت ڪنڪا........ الخ" (شاهه).
(س. ڪُنَڪُ) مت ڪان ڪجهه ننڍو ڦاڻُ- ستِيُ- ستِڪو- ماٺوڙو- کهڙو- دِلو.

"اچا ڪوري ماڳ، مت ڪنڪا ڪَت کهڻا"

(شاهه).

(اسم خاص). تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ڪُنِڪو و جهَڻُ؛ مارو وجهڻ- پاڪرڪُنو- وجهڻ- سوچڙا لڳائڻ- مار ڪيڏڻ- ٺاڪوڙو وجهڻ- ستَ ڪُٽَ ڪرڻ- پيچڻُ- ڏاگورڻ.

● ڪُنِڪِيُ ع ڪُنِڪِيُون؛ ث. ڪاوڙ- غصو- جوش- چِڙ- ناراضگي.
- ڪُنِڪِيُ ڪَرَڻُ؛ ڪاوڙ ڪرڻ- غصو ڪرڻ- جوش ڪرڻ- ناراضگي ڏيکارڻ.

● ڪُنِڪِيُ ع ڪُنِڪِيُون: ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ڳنڍڙيدار گاهه جنهن جي پاڙ (رنگ ڪارو، ان ڪڪڙي جي ان ڪان ننڍا، هڪل ڦلُ گولن ۾ ايندڙ، سواد ڪارو ۽ ڪڙو)- ڪِرِستُ پِرِيُ- ناتال گلاب جو گل.

● ڪُنِلُ ع ڪُنِلَ؛ ذ. صفت. ٻڇڙو- خراب- دَشتُ- ٻَدَ- سندو- پراچتي. خبيث- شرير- شيطان- بد معاش- رذيل- پاپي- پاپائتو- لچو- حرڪتي- زهري- زيانخور- ڏنگو- اڙٻنگ بحثي- ضدي- هوڏي- اٺونٽو- اولڙو- و ڀَل. بي ڪهلو- ڪنورُ- بي رحم- سنگدل- بي قياسُ- وحشي- جهنگلي- خونخوارُ.

● ڪُنِلو ع ڪُنِلاَ (ت)؛ ذ. صفت. سٺو طعام- لذيذ کاڌو- مزيدار خوراڪ- ڏامو.

● ڪِتِلِيُ ع ڪِتِلِيُون؛ ث. (س. ڪِٽ"، انگ. ڪيٽَل = ڪِتلي). چانهه وجهي رکڻ ۽ ڪاڙهڻ جو ٿانءُ- چانهه داني- ڪيٽِلِيُ.

● ڪُنِبُرُ ع ڪُنِبُرَ؛ ذ. (س. ڪُنَنبَ = آکَهه). ڪُنَنبُ- آکهه- ڪُنُمبُ- ڪهرپار-

ڀاتي - وَڳر - سنگر - ٻچڙُ - عيالُ - آلِ - اولاد - گهراڻو - قبيلو - خاندانُ - ڪٽنبُ - ڪڙمُ. نسل - بنياد - پاڙو - ويڙهو.

- ڪُٽُمبُ ■ ڪُٽُمبَ ؛ ذ. ڪُٽُمبُ - ڪُٽنبُ.

- ڪُٽُمِبي ■ ڪُٽُمِبي ذ. ڪٽنب وارو - ڪٽنبي - اڪهه وارو - عيالي - ٻچڙيوال - وڳر وارو - ڪڙم وارو.

● ڪُٽُمَسُتُ ■ ڪُٽُمَسُتَ : ذ. صفت. (سن. ڪٽمستَ = پهلوان). مست ڪيي مارينڙ - انهايت مست - پهلوان - جابر - همت ڀريو - طاقتمند - جوان مرد - جوان - وِرُ - ٻَليُ - ٻلوارو - ٻَلوان - ڏُهستو - ڪلنگهه - ڪڙوهو - جوڌو - ڏِ ڳُٽ - بانڪو - سورهيه - رُڏ - مٿير - چوڙي ٻٽ - ولدار - دلير. بي پرواه - مغرور - مٿي ڦريل - شهزور (ڪ).

- ڪُٽُمَسُتائي ■ ڪُٽُمَسُتائيُون ؛ ث. ڪٽمستي.

ڪُٽُمَسُتي ■ ڪُٽُمَسُتيُون ؛ ث. زور - ڏاڍائي - جبر - جبرائي. اڪڙ - وڏائي. چرچو.

● ڪُٽُنبُ ■ ڪُٽُنبَ ؛ ذ. (سن. ڪُٽُنبُ = اڪهه). ڪٽم - ڪڙم - اڪهه - قبيلو - عيال - گهرٻار - آل اولاد - ٻارٻچا - ٻير - مٽ مائٽ - ساگهر - ڳپور. خاندان - نسل - ونس - گهراڻو - خاندان - ڪل - پروارُ - ويڙهو - پاڙو - راڄ.

● ڪُٽُنبائيتو ■ ڪُٽُنبائيتا ؛ ذ. صفت. ڪٽنب وارو - عيالي - ٻارن ٻچن وارو - سگهرو - گهر وارو.

- ڪُٽُنبي : ذ. ڪٽنب وارو - اڪهه وارو - عيالي - اولادي - ڪٽنبائتو.

- ڪُٽُنِي ■ ڪُٽُنِيُون ؛ ث. ڪٽڻ عورت - وچواري - ٻين ڪي وِڀچار لاءِ رهبندڙ عورت - ڦٽوي - ڪٽڻو ڪندڙ عورت.

● ڪَٽَڻُ ؛ مصدر. (سن. ڪرتن. ڪپڻ. ع. قط). وڍڻ - ڪپڻ - ڪترڻ - ڪاٽڻ - جدا ڪرڻ - (لنهن) لاهڻ. (ڪپڙا) وهتڻ. گهاٽڻ - وڍڻ ورهائڻ. (واسطو) ٽوڙڻ - (ناتو) ڇنڻ. لاهڻ - وضع ڪرڻ - گهٽائڻ - ڇانٽڻ - تخفيف ڪرڻ - ڪٽ ڪوٽ ڪرڻ. هلندڙ ڦاس جو ٽو نه هجڻ جي حالت ۾ رنگ جو ٽو هٿي هٽ ڪڍڻ - ڪاٽڻ. (حساب ڪتاب). ڏاهي ڇڏڻ. زخم لڳڻ. دور ٿيڻ - پري ٿيڻ - پاسي ٿيڻ - وڇڙي وڃڻ. گهارڻ - گذارڻ - ڪاٽڻ.

● ڪَٽَڻُ ؛ مصدر. (سن. ڪُٽ). چلهڻ - چپڻ - چٿڻ - ڦيهڻ. (جانور) چرڻ - گهوٽڻ - ٽڪر ٽڪر ڪرڻ - پچڻ - پورڻ. سنهو ڪرڻ - ايهڻ - اٽو ڪرڻ - ميدو ڪرڻ. ڏَڪ هڻڻ - مارڻ - سوچڙا هڻڻ - گَنڍڻ. ڊوڙڻ - ڦهڪائڻ - ٽوڪڻ - ڏاگورڻ - سٽڪائڻ - سڙهڻ - ڳاهڻ - مڪون هڻڻ - ڊينب ڪيڏڻ - سٽڪا چاڙهڻ - مار ڪٽ ڪرڻ.

- ڪُٽِڻي ■ ڪُٽِڻيُون ؛ ث. ڪٽڻ جو ڪم يا امولو - ڪٽڻ واري حالت.

- ڪُٽو ■ ڪُٽا ؛ ذ. ڪُٽيل شئي - چورو. دفتريءَ جو هڪ قسم.

- ڪُٽي پَرَڻُ : ڇڪي طرح ٿاهي ٽوڪي پرڻ - دٻ ڦس ڪري پرڻ.

- ڪٽي پورڻ پُوري جهڙي ڪَپَ ڪري ڇڏڻ : تمام گهڻو مارڻ - هڏيون پاسريون ڀڃي ڇڏڻ - ماري ماري اڌ مئو ڪرڻ - بي خطا مارڻ.

- ڪٽي ڪُٽو ڪَرڻُ : ذرا ذرا ڪرڻ - پرزا پرزا ڪرڻ - بلڪل ناس ڪري ڇڏڻ - چيتون چيتون ڪرڻ - چورو ڪرڻ - پورا ڪرڻ.

"ڪُٽو ڪٽي ڪر ڪوڙا ڪمار ڪوڙ سندا،
رهج امام مدار المهام تازه و تر".
(فاضل شاه).

- ڪُٽيو ڪَلَرَ ٿيي هوڻُ ؛ پور پور ٿي وڃڻ - ماني وغيره جو ڀڃي ڀري وڃڻ. ڪنهن شئي ۾ لوڻ گهڻو هئڻ - ٻوڙ يا ماني وغيره جو اڻ سوادي هئڻ - بي مزي ٿيڻ.

● ڪُٽَڻُ ■ ڪُٽَڻَ ؛ ذ. صفت. (سن. ڪُٽَنُ = ڪُٽَڻُ). ڦروت ڪندڙ - ڀاڙيو - ڀڙوو - ٿيا ڪر - دَلو - ڪيچر - منچو - ڏوتو - دلال - وچڪيو. دَيوثُ - بي لجو - بي ديدو - بي شرم - بي حيا - ڪمينو.

- ڪُنٽڻپائي = ڪُنٽڻپائيون؛ ث. پڙوت- دلالي- ڪچرپو- ڪنٽپو- ميڻالنجي. بي حيائي- ڪمينپ.

- ڪُنٽڻپو = ڪُنٽڻپا؛ ذ. پڙوت- دلپو- دلالي- ڪچرپو- ڪنٽپائي.

- ڪُنٽڻي = ڪُنٽڻيون؛ ث. صفت. وچڪني- پڙوي- دلي. ڪنٽپي ڪرڻ واري حالت. ڪنٽ واري حالت.

● ڪنٽو = ڪنٽا: ذ. صفت. دل تي ڪٽ چڙهيل (ماڻهو)- ڪافر- بيدين- ملحد- منڪر- پليت. سخت- هڪش پاتي- پڪو- رڪ- مضبوط ڏاڍو. هٺيلو- ضدي- بحثي- هوڏي- ڪج بحث. ڪاري رنگ وارو- ڪارو (ل). صفا- پنهين- ماڳهين (ل). (اسم خاص). ڏاندن جو هڪ قسم (ماڻهو، ڪاراڻ تي مائل) (ت).

● ڪُنٽو = ڪُنٽا؛ ذ. (س. ڪُنٽ). ڪاٻ ڪٽيل شئي- چورو- پور- پُڪو- پورو- ذرا ذرا- سنها ٽڪر. ڪاتر (ڪاغذ جي). سُهه يا پلال جو سنهون بوسو. مولجهارو- فڪر- ڳڻتي- پريشاني- آلله مالله- انتظار- اوسيڙو. ڪٽيل ڇنن مان ٺهيل هڪ قسم جي دفتري.

● ڪنٽورو = ڪنٽورا: ذ. پرا؛ ڪنٽور ڪ. س. ڪتورا= وٽو). ٽامي يا پتل وغيره جو ٺاڻو- وٽو- پيالو- ساغر- جام- جامروئين- تسري (ت)- جمن- جنڪو (ل).

- ڪنٽوردان = ڪنٽوردان؛ ذ. وٽي رکڻ لاءِ ڪاٺ جي هڪ ڪوٺري.

- ڪنٽوري = ڪنٽوريون؛ ث. وٽي- جمني- پيالي. پاڻي جي سيمهي لاءِ ٽل ۾ وڏل چمڙ مان ٺهيل پيالي (ت). (اسم خاص). دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪو وڻ (ٽرڪول، دانا ليمن جيڏا ۽ رنگ جا پورا).

● ڪنٽور؛ اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪينوڙو = ڪينوڙا (ل)؛ لوهه کي ڳارڻ وقت ڪوري جي تري ۾ مٽي مان ٺاهي ويل

ڪيٽ- ڪٽ- ڪس- زنگ- زنگار.

● ڪنٽوهڙ = ڪنٽوهڙ (ت)؛ ذ. ڪارو ناڳ- وامينگ- اصيل ناڳ- ڪار ينهڙ.

● ڪنٽوهڙ (ت)؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪنٽهڙ؛ اسم خاص. تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪُنٽهڙ = ڪُنٽهڙ؛ ذ. سڄيءَ مان تيار ڪيل ٻوڙ- ڪُنٽهڙو. (صفت). سخت- ڏاڍو- ڪٺن- مشڪل.

- ڪُنٽهڙو = ڪُنٽهڙا؛ ذ. سڄيءَ مان تيار ڪيل ٻوڙ- ڪُنٽهڙ.

● ڪنٽهڙو = ڪنٽهڙا؛ ذ. (س. ڪاشٽ = ڪاٺ). ڪاٺ يا لوهه جو پلويڙو- عالم پناهه- جهنگلو- پنجرو- ٽنيڙي پيت يا ديوار- اڪڙڪوٽ. قبي جي اندرين تربت جي مٿان ڪاٺ يا سنگمرمر جو جهساليءَ سان پنجرو. پيڙيءَ جي پاچيل جي تختي هيٺان وجهڻ لاءِ ٺهيل جاءِ. پانوليءَ جي پير رکي وِهڻ لاءِ اڏي. ڪٽر ڪرڻ لاءِ اڏي.

● ڪنبي = ڪنبيون؛ ذ. (س. ڪٽ= ذرا ذرا). هلار ڪان پوءِ ان ڪيڏي باقي لتاڙيل گاهه- ان جي ڪکن جو چورو- ٻُهه- پُڏ- ڪڏا- ڦِڙڪٽ- ڪيني- ڪنبي. جانورن مان نڪتل بوسو- چاڻ- ڀهر- ڦوڪڻ. ڦٽين مان نڪتل ڪچرو. پير جي پوري. خار ڪاوڙ- غصو- چِڙ- ناراضگي (ل). ٻڪري جي رنگ جو هڪ قسم (داغدار، ڪاري ڪنبي، ڳاڙهي ڪنبي) (ت).

- ڪنبي ڏاسياري؛ ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

- ڪنبيون ڪرڻ؛ خار ڪائڻ- ڪاوڙ ڪرڻ- چِڙ ۾ پرجڻ- ناراض ٿيڻ.

- ڪنبيون ڪائڻ (ل)؛ ڪاوڙ ڪرڻ.

● ڪِنِّي = ڪِنِّيون؛ ث. تيلي ٻجن جي پوک جو ڦوڪڻ- ڪٽ- چانئو- بوسو- عصاره- جنوٽ- ڪني- پُڏ- ڪڏا. ڪچرو- ڪين- گند- ٻهر. پاڻي يا تيل جي دٻي ۾

رهيل مٽي - آخرُ - تَرو - ڪيپرٽُ - پيچَڪُ.
ڪارخاني يا گهر ۾ بچي ڪيل لاٿو - بچت.
ناسازي - جدائي - ڪلفت - ڪاچ - وڇوڙو - ڦِڪَٽَ - آئبٽُ (ل).

● ڪُٽي ء ڪُٽيُون؛ ث. (س. ڪُٽَ") گهه ء ڪنڊ وجهي ڪُٽيل يا مهٽيل مالي - پوري - گهه ملیدو - چُوري - پوجن - پوري. مٺائيء جو هڪ قسم (ٿ). ذرا ذرا ٽيل مال جو چارو - ڳوراڻي (اَٽ جو چارو) (ٿ) - ڪُٽي گوار جي، چانڍي جي ٻج کي صاف ڪرڻ کان پوء باقي بچيل ڦوڪ - ڀُنڊ - ڪنڌا.

- ڪُٽِي ڪَرَڻُ: ماليء ۾ گيهه وجهي مهٽڻ - چُوري ڪرڻ. ذرا ذرا ڪرڻ - سنهون ڪرڻ. وَڍڻ - ٽُڪڻ.

● ڪُٽيا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪُٽيا ء ڪُٽيائُون؛ ث. (س. ڪُٽِهَ = جاء) ساڌن فقيرن جي رهڻ جي جاء - پڻڪي - جهوپڙي - چنو - ننڍو بنگلو - لانڊي - ڪُٽي - ڪکائين جاء.

● ڪٽيري ء ڪٽيريُون؛ ث. ٻوٽيء جو هڪ قسم - ڪانڊيري.

● ڪٽيگرُ ء ڪٽيگرَ (ڪ)؛ ذ. اعليٰ درجي جي پانيڙ جو ٽيون قسم - ٽتر جو هڪ قسم - پنيرو.

● ڪٽيلُ ء ڪٽيلَ؛ ذ. صفت. ڪافر - مروان - نحس - پليت - منڪر - الدرڪوڙو - الدر رَڏو - ڪڏو. غيرتمند. ڪنجوسُ - بخيل - مرچوٽ - موذي - شومُ.

● ڪٽيلوُ ء ڪٽيلا (ت)؛ اَٽ جو ننڍو ڦر - ڳوڻرو.

● ڪَٽَ (ت)؛ ث. ڪَٽر - چيلهه. رَسُ - مَزو - ڪٽُ - ڪوڙ - حشامُ.

● ڪٽُ ء ڪَٽَ؛ ذ. (س. ڪَنٽُ = آواز) آوازُ. ڪلو - ليڙ يُ - لڙ ڪهٽ - لڙکهوڙو. ڪنو - ڳانو - هارُ - مالها. رَسُ - مزو. ڪوڙ - ميڙ - البوهه - ڪنڪ - ايهٽ - پيڙ - اينڊ - انٽي - خلق - ميڙاڪو - حشام - هجوم. سَٿ - ساٿاري - ڪيڙ - جماعت - مجلس.

● ڪِٽ ء ڪِٽِ (ڪ)؛ ث. ٻڪرين جو پاڻ - ٻاڪرو پاڻ.

● ڪِٽُ ء ڪِٽَ؛ ذ. ڏاهي جي ڪاٺيء جو اندريون حصو. ڪاٺ جو اندريون سخت ڀاڱو. شيشم جي ڪاٺي - ڪاري ڪاٺي (ت). ڪِپُ - وِچُ - مغز (ڪنهن به ڪاٺيء جو). ڪَچ جو ضد (نسبتي معنيٰ ۾). سنهڙو پر مضبوط (ت).

- ڪِٽَ ٿي رَهَڻُ؛ جو ڪي ڪان چٽل رهڻ - نقصان کان بچيل رهڻ - خطري کان خالي رهڻ.

● ڪُٽُ ء ڪُٽَ؛ ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪو وکر. (صفت). شوخ - رُڪ سُنهون - سخت مزاج - ڪڙڪ.

● ڪَنارَ ء ڪَنارُونُ؛ ث. (س. ڪنو = ڪنارو) واهه يا ندي جو پاسو - ڪِنارو - ڪنڌي. ڪَپُ - ڪَچو. نديء جو چوڙ. ڪَپُ - ننڍو خنجر - چاقون - ليمچو - ڇرو (ت).

● ڪنارُ ء ڪنارَ (ل)؛ ذ. صفت. وڏو. طاقت وَرُ - زبردست - جبرو - طاقت مند.

● ڪنانڊروُ ء ڪنانڊِرا (ت)؛ ذ. ڪاٺي جي شين جي بچاءُ کان گهر ۾ رکيل چورس ننڍو ڪَپتُ - ڪوٺو.

● ڪَٽُ ٻيدُ ء ڪَٽُ ٻيدَ: ذ. ڪُوبچُ - نيم طبيب - ڪَٽُ ويچُ - ٽوٽڪائي - ڪَٽُو ٻيدُ - نيم حڪيم. دمُ بازُ.

● ڪَٽُ ڪُمِيتُ ء ڪَٽُ ڪُمِيتَ: ذ. صفت. گهوڙي جو هڪ قسم - جنهن اکين پيرن سان ڳاڙهو گهوڙو - گهٽو ڪاراڻ تي مائل ڳاڙهو گهوڙو.

● ڪِٽُ ڪُميرُ ء ڪِٽُ ڪُميرَ؛ ذ. صفت. خاص ڪاري رنگ جو گهوڙو - ڪُميتُ.

● ڪُٽَل ء ڪُٽلُون؛ ث. وڇيل - مارِيل - ڪٽيل - ڪهي ڇڏيل. وڇوڙي جي ماريل - فراق ۾ وورتل - جدائيء ۾ ڳريل.

● ڪٽيمالَ ۽ ڪٽيمالُون؛ ث. (سن. ڪنٺ) ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ زنانو زيور- ڳچيءَ جو هارُ- ڪٽيمالهه.
- ڪٽيمالهُ ۽ ڪٽيمالهُون؛ ث. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ زنانو زيور- ڪٽيمالَ.
● ڪٽيمينائي ۽ ڪٽيمينائيُون (ل)؛ ث. گهٽتائي- اڻاٺ- کوٽ- قلت- لاٽ- لاچاري.
● ڪٺن ۽ ڪٺنَ؛ ذ. (سن). مشڪل- ڏکيو- سخت- تڪليف وارو- لاچار- سٽائو- دشوار- اوکو- اولو- اهنڊ- اليو لسو- اڻانگو- ڏهيرو- اهنجو- ڏلني- ڏهيلو. ناممڪن- نه ٿيڻ جهڙو. ڪيرپڻُ- ڪُنڊو. ڪنجوسُ- شُوم- مُودي- بخيل. مضبوط- قابو- ڏاڍو- سوکهو- پلائتو- محفوظ.
- ڪٺنتا؛ ث. سختي- ڏکيائي- دشواري- مشڪلات- اهنجائي- اڻانگائي- اوکائي.
● ڪٺڻ ۽ ڪٺڻَ: ذ. (سن. ڪٺين = سخت) ڏسو ڪٺنُ. سخت دل- پٿر دل- سنگدل- بي رحم- بي قياس. بيوفا. غيرآباد ملڪ- سُڃو- ويرانُ- برپٽ- پوٺو- بيابان (ل).
● ڪٺو ۽ ڪٺا؛ ذ. گڏ ڪيل- ميڙيل- جُملي- مجموعو ڪيل- گڏ- پيڙو- هيڪاندو. ڏيرجوان- سيتلُ- سنڇيتُ- ٿڌي سيني وارو- پُرد بار- ڪالڌ وارو- صابر هن- ڏيرائتو- تحمل وارو. درياءَ جي ڪنڌيءَ يا سمنڊ جو ڪنارو.
- ڪٺا ڪرڻُ: گڏ ڪرڻ- ميڙڻ- جمع ڪرڻ- پيڙا ڪرڻ- جملي ڪرڻ. گهڻو فائدو وٺڻ- سڃ ڪري ڇڏڻ.
- ڪٺو ڪرڻُ: سميٽڻُ- ميڙڻ- گڏ ڪرڻ- ونورڻُ. چونڊڻ- چوابڻ- روڙڻ. چڻڻ (ڪپڙو).
● ڪُٺو ۽ ڪُٺا؛ ذ. (ڪُسڻ يا ڪُهڻ جو ماضي) ڪُهيو- ذبح ڪيو- پاتو- حلال ڪيو- تڪبير وڍي- شهيد ڪيو- ماريو- وڍيو- ذرا ذرا ڪيو.
● ڪٺورُ ۽ ڪٺورَ: ذ. صفت. (سن). اپاجهو- بي درد- بي ترس- بي رحم- بي قياس- سنگدل- پٿر دل- ظالم- قهار- نردئي- ڪٺيل- ڪاسائي- ڪرُڙو- ڪڙالو- ڪڙڪُ. خوني- وحشي- جهنگلي. کهرو- سخت- ڪٺنُ- ڪٺن- مشڪل- اهنجو- ڏکيو. خستو- بي حال- لاچار- آگرو- خراب- ڪينو- بدُ- ڀُچڙو. بي وفا.
- ڪٺورتا؛ ث. بي رحمي- بي قياسي- سنگدلي- پٿر دلي- جبرُ- ڏاڍائي- سخت دلي- بي ترسي- ظلم- سختي- ڪٺورُ پائي. بي وفائي.
- ڪٺورپائيُ؛ ث. بي رحمي- سنگدلي- ڪٺورتا. بيوفائي.
- ڪٺور دلُ؛ ذ. ظالم- سخت دل- ڪٺور.
- ڪٺورو ۽ ڪٺورا؛ ذ. سخت (چادر). پيڙيءَ جي پاچيل.
● ڪٺوڙي ۽ ڪٺوڙيُون؛ ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽيءَ جي پاڙ. ٻلو- ٻيل.
● ڪٺوو (ت): ذ. واسينگ- اصيل- ڪارو نانگ.
● ڪٺيي ۽ ڪٺييُون: ث. (سن. ڪشٽ) ڪمائي- آپت- پراپت- حاصلات- ڪٺيو. پاڇي- بچت- ڪوءِ سوءِ- سيڙي چونڊي. نفعو- فائدو- وڌاءُ- وڌبُ- سوباسو. ڪفايت- سانگ صرفو- ٿورو خرچ. ڪشالو- چاڪوڙو- تڪليف- دردسري- مغزماري. طاقت- وتُ- زور- سگهه- ٻلُ- رتُ (ل).
● ڪٺيي ڪاٺيُ؛ ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو پسارڪو وکر (ڪاٺي).
● ڪثافتَ ۽ ڪثافتُون؛ ث. (ع). غلاظت- نجاست- گندگي- گدلائي- ڪينُ- ڪچرو- گندائي. پوسلَ- نيمي- آلاڻ- آلودگي- آلائش. گهرائي- ٿلهائي- ڳهرائي- گهاٽائي- نهرائي- گهاٽاڻ- نهراڻ. (ضد. لطافت).
● ڪثرَ ۽ ڪثرُون؛ ث. (ع). گهڻائي- جهجهائي- واڌارو- اضافو. فائدو- نفعو- لاڀُ- پراپت. عام ڪثرت، جنهن ۾ طرح طرح جا نام روپ آهن. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● ڪَثرَت ‏E ڪَثرَتُون؛ ث. گھڻائي ـ جھجھائي ـ زيادتي ـ انيڪتا ـ فرواني ـ ريل ڇيل ـ واڌارو ـ اضافو ـ افراط ـ غلبو. جماعت ـ ميڙ ـ ميڙ ـ ميڙڪو ـ ڪٺ ـ گوڙ ـ ڳاهٽ ـ (ماڻهن جو) انبوهہ. سَگهر ـ سبزوسالي. (ضد. وَحدَت).
مشڪل ڳالهہ.

ـ ڪَثرَت راءِ؛ ث. گھڻن ڳالهہ ۾ جھجھن ماڻهن جي راءِ ـ اڌ کان گھڻن جي راءِ ـ غلبي راءِ ـ اڪثريت.

ـ ڪَثرَ ڪَرَڻُ؛ گھڻائي ڪرڻ. فائدو ڪرڻ. (ملهہ رالد ۾ محاورو) ملا ڪُڙي ۾ ڪر از ڪر ٿن ملهن کي ماري وڃڻ.

● ڪَثيِرُ ‏E ڪَثيِرَ: ذ. صفت. تمام گھڻو ـ جھجھو ـ زياده ـ بي شمار ـ بسيارُ ـ انيڪُ ـ بيحد ـ حد کان وڌيڪ.

ـ ڪَثيِري جو ڪَرَڻُ؛ بچڙو ڪرڻ ـ بي عزت ڪرڻ ـ بي مالو ڪرڻ ـ ٽڪي هڪڙي جو ڪرڻ.

● ڪَثيِفُ ‏E ڪَثيِفَ؛ ذ. ٿلهو ـ ٿلهو ـ نهرو ـ ڳوڙهو ـ گھاٽو ـ گهرو ـ ڳرو. بَڌُ ـ غير شفاف ـ پرڪاش پاڇو ـ انڌو ـ اڻ صاف (شيشو وغيره). گندو ـ گدلو ـ ميرو ـ غليظ ـ ناپاڪُ ـ ڪينو. سادو ـ پورڙو ـ ڪم عقل ـ مَت هيڻُ.

● ڪَپَ ‏E ڪَپُون؛ ث. ڪاتَ ـ ڪَٽَ ـ وَڍَ ـ ڪٽائي ـ وَڍائي. ٽڪر ـ ذرو ـ ٽورو ـ ڀُور.

ـ ڪَپَ ٽُڪَ ‏E ڪَپُون ٽُڪون؛ ث. وَڍَ ڪَٽَ ـ ڪَپَ ـ ڪاتَ ـ وڍائي ـ ڪٽائي ـ ڪَپائي ـ وڍ ٽُڪَ.

● ڪَپُ ‏E ڪَپَ؛ ذ. (سن. ڪَلپن = ڪَپَنُ). چاقُون ـ چاڪُون ـ ڇُري ـ ڪاچو ـ قلمتراش ـ ليچو ـ ننڍي ڪاتي. ندي يا واهہ جو ڪنارو ـ ڪنڌي ـ ڪنو ـ پَر ـ وٽ ـ پاسو ـ ساحل ـ ڪَپَرَ. (ڪپڙي جي) اندي. ڪَسُ ـ ڪنو ـ ڪِناري. عورت جي ڪَرائي جو هڪ ڳَهُ.

"ڪَپِ واڍولا ڪَتريا هَٿا بازو بند بار"
(موسو لاشاري).
ٻهن جي ٽڪرن رکڻ جو هڪ نمونو.

ـ ڪَپُ هَوڻُ (ت): (ڪُجيءَ جو محاورو). ڪجيون ڇالڪڻ.

● ڪُپُ ‏E ڪُپَ (ل)؛ ذ. ڪڻڪ جي ٻُهہ کي ڇٽان وڏهيل ناڙيءَ جو ٻوجهو. (ٺڪر جو) ڪُپو ـ ڪُوزو ـ ڏيو ـ چَلَ. چم مان ٺهيل تيل وجهڻ جي دَٻي.

● ڪَپاتُ ‏E ڪَپاتَ؛ ذ. (سن. ڪَپالُ = ڪَپاتُ) کيپراٽي ـ کوپري ـ کپراٽي ـ ڏو گھو ـ ٽپڻ ـ کوپري ـ ڪاپار ـ ڪَپارُ ـ ڪَپارُ. مٿو ـ مغز ـ سِرُ. نِيلاڙُ ـ نِراڙ. لکيو ـ ڀاڳ ـ نصيب ـ قسمت ـ بخت. (سن. ڪَپاٽ = دَرَ جو طاق). دَرُ ـ دروازو ـ ڪِواڙُ. دروازي جو ٺهيل ـ الماڙي ـ ڪَپَٽُ ـ ڪَپاٽُ. هوش ـ حواس ـ دِماغُ.

ـ ڪَپاتَ ڪُلڻُ؛ هوش جاءِ تي اچڻ ـ ڳالهہ کي سمجھڻ ـ حواس درست ٿيڻ ـ دِماغُ سالم ٿيڻ ـ مغز ڪُلڻ غلطي محسوس ڪرڻ ـ چُوڪَ کي سمجھڻ.

ـ ڪَپاتَ کولَڻُ؛ پاڻ سنڀالڻ ـ هوش ۾ اچڻ.

● ڪَپارُ ‏E ڪَپارَ؛ ذ. (سن. ڪپالُ = ڪاپارُ) کوپري ـ ڪاپار ـ کيپراٽي ـ کوپري ـ ٽپڻ ـ ڏونگھو ـ ڪَپاتُ. سِرُ ـ مٿو ـ مغز. نراڙ ـ پيشاني ـ نِيلاڙُ. ڪنڌ (رامڪلي). ڪپاڙي. لونڌڙي. قسمت ـ ڀاڳ ـ لِکيو ـ نصيب ـ بخت.

● ڪَپاسيو ‏E ڪَپاسيا (ٿ)؛ ذ. (سن. ڪَرپاسَ = ڪپهہ) ڪپهہ جو ٻج ـ ڪڪڙو ـ ٻنولو.

● ڪَپاهہ ‏E ڪَپاهون؛ ث. (سن. ڪَرپاسَ = ڪپهہ). ڪڪڙن مان نڪتل ڦٽي ـ ڪَپهہ ـ روئي ـ ڪَپاسَ. ونڻ جي ٻوڪ جو ڦَلُ ـ ڦٽيون.

● ڪَپاهہ ڙيُ؛ اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.

● ڪَپائڻُ؛ مصدر. (سن. ڪَلپَنُ = ڪپڻ). ڪپڻ جو ڪم ٻئي کان ڪرائڻ ـ ڪٽائڻ ـ وڍائڻ ـ ڪپرائڻ ـ وڍرائڻ ـ ڪترائڻ. ڪُهائڻُ ـ ڪرس ڪرائڻ.

● کُپَتِ ع کُپَتُون؛ ث. (سن. ڪ= خراب+ پَرَتيپَہ= پَتِ) بي ايماني- نڪي- دغا- فريب- کوٽ- پيائي- کُدُتِ- وساگهاتي- خيانت- دولاب- گيهِ ي. بدمعاشي- چالاڪي- لچائي. کوڙ- جوٽ.

● کُپَتيو ع کُپَتيا: ذ. صفت. خراب پت وارو- کوٽو- کوڙو- دغاباز- دولابي- کبد پخور- ويساهه گهاتي- فريبي- کُدُ تيو- بي ايمان- بي پتيو- خيالتي. بدمعاش- چالاڪ- لچو. بي وفا- کُلال. لمڪ حرام.

● ڪَپتانُ ع ڪَپتانَ؛ ذ. (انگ. ڪئپٽن). فوج جي هڪ حصي- لشڪر يا جهاز جو حڪمران يا اڳواڻ- آزمودگار فوجي آفيسر يا سردار- رسالدار- سپاهي- فوج يا پوليس جو وڏو آفيسر- سالار فوج. صوبيدار. ناڪئو- ناکو- ناخدا- پيڙياتو- سڪاڻوارو- سڪاني- ملاح.

● ڪَپَٽُ ع ڪَپَٽَ؛ ذ. (سن. ڪَپَٽَ= دَغا). دوکو- نڪي- دغا- فريب- ڏوهو- ويساهه گهاتي- بي ايماني- چَلُ- ترڪٽ- کوٽ- کوٽائي- ڦند و. کوڙ. ٺاڪ. ظلم. (ت).

- ڪَپَٽِي ع ڪَپَٽِي؛ ذ. صفت. دولابي- لڳ- دغاباز- کُپتيو- ڏوهي باز- فريبي- کوٽو- ترڪٽي- چلي. ظالم- وحشي- ظلمي- خولخوار- تهار.

● ڪَپِجَڻُ: مصدر. وڍجڻ- ڪٽجڻ.

● کُپَچُ ع کُپَچَ؛ ذ. (سن. کُپَتيَہ= خراب رس). دير هضم ٿيندڙ شئي- ڳرو کاڌو. بي مهلي غذا- ناپرهيزي. نقصان- خلل- ڇيهو.
"هار تا تو کوري، کپچ کايا سين کَيئُ".
(شاهه).

بي تدارڪ (ت).

● کُپَچ ع کُپَچَ؛ ذ. (سن. ڪُ= خراب+ پچ > پڪش = طرف). نالائقي- نامناسبي- بي ننگائي.

● ڪَپَرُ ع ڪَپَرَ: ذ. (سن. ڪَپَالَ= ڪنارو). ڪپ- پاسو- پر- ڪنارو- وَٽِ-

ڪنڌي- ڪنار. آوچو يا مٿيون ڪنارو- پيٽ وارو ڪنارو- اُتاهين ڪنڌي. ڪپڙي جي آنڌي. ڪاپار- ڪوپري. بلندي- اوچائي- مٿاهين- اُتاهين- مٿاڙ. (ت).

● ڪپرو ع ڪَپَرا؛ ذ. ڪپ- ڪنڌي- ڪنارو- کهيڙ.
"جتان کهڙي تيتان گهيڙ، ڪپرو اچن ڪوڙيون".
(شاهه).

● کُپَرُ (ت)؛ ذ. ڳڙ يا کنڊ ملائي پچايل موڪ مالي.

● ڪَپَرُتانُ: اسم خاص. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (چلرن سان، رنگ اڇو، پَنڪَڻ ۽ هڏا، کائڻ ۾ لذيذ، قد ۾ ڪان ٣، انچن تائين).

● ڪَپِرو ع ڪَپِرا (ٿ)؛ ذ. واريءَ جو ننڍو دڙو- واريءَ جي لنڊي پيٽ.

● ڪَپِرِي ع ڪَپِرِيُون؛ ث. چٽي- بوجو- مصيبت- پري- بار- علامت (ل). (اسم خاص). پکري جو هڪ قسم. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ميرپور خاص ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَپِڙُ ع ڪَپِڙَ؛ ذ. (سن. ڪَرپَٽَ= ڪپڙو) هٿ جو اڻيل کهرو ۽ ٿلهو ڪپڙو- ديسي اُڏائن جو ڪپڙو- سادو ڪپڙو- کاڌيءَ جو ڪپڙو. ڪٿو- اوڇڻ.

- ڪَپِڙُ ڇاڻُ؛ صفت. ڪپڙي مان ڇاڻيل- تمام سنهو- نفيس- باريڪ- سنهو پيٺل- سَهڻو- ميدو- صاف ڪيل- ڇاڻيل.

- ڪَپِڙُ ڇاڻ ڪَرَڻُ؛ ڪپڙي مان ڇاڻڻ- تمام سنهو ڪرڻ- باريڪ ڪرڻ- ميدي وانگر ڪرڻ.

- ڪَپِڙُ ڪوٽُ ع ڪَپِڙُ ڪوٽَ: ذ. ڪپڙي جي ٺهيل جاءِ- خيمون- تنبو. ڍڪ- واڙو- آڏ- جهل- بوهن- بچاءُ- پڙدو- پناهه- آجهو- اوٽ.

- ڪَپِڙ ڪَاڻِ (ت): ث. ڪپڙي سڙڻ جي ڦپ- کومو- ڪومي جي ڦپ.

● کُپِڙُ ع کُپِڙَ (ت): ذ. ٻڪريءَ جي ڦولهڙين جو سنهو پورو ڪيل پاڻ- ٻڪرين جي

پاڻ جو چميل ته. ڳند - ڪچرو - پُهر - ڪِنِ - منڊيلُ. تمام ڪنڊري زمين - ڀرم زمين - واريامي زمين - اوهلي زمين (ل).

● ڪَپِڙَا ؛ ذ. حيض - ماهواري - مهينو - ڳنديون - رنگُ - خون.

- ڪَپِڙَا آچَڻُ ؛ حيض جو جاري ٿيڻ - ماهواري اچڻ - زالائا اچڻ - رنگ اچڻ.

● ڪَپِڙو ۽ ڪَپِڙَا ؛ ذ. (سن. ڪَرْپَٽَ = ڪپڙو). بت تي پهرڻ لاءِ لٽو - چيرو - پوشاڪ - وِڄٽرُ - پارچو - لباس - لُنگڙُ - وَڳو - اوڇڻ - ههَچ. اوڍڻ.

- ڪَپِڙا بَدلاَئڻُ ؛ ميرا ڪپڙا لاهي ڌوتل ڪپڙا پائڻ - پوشاڪ مٽائڻ - وڳو بدلائڻ - لباس مٽائڻ.

- ڪَپِڙَا پَائِڻُ ؛ بدن تي لباس ڪرڻ - پوشاڪ پائڻ - ڪپڙا پهرڻ - وڳو ڍڪڻ.

- ڪَپِڙَا ڳُونهِڻ ڪَرَڻُ ؛ ڪپڙا ميرا ڪرڻ - ڪپڙا خراب يا غليظ ڪرڻ - پوشاڪ خراب ڪرڻ.

- ڪَپِڙا لاَهِڻُ ؛ وڳو مٽائڻ - پوشاڪ بدلائڻ - اڇا ڪپڙا پائڻ. ننگو ٿيڻ - اگهاڙو ٿيڻ. بي حيا ٿيڻ - بي شرم ٿيڻ. گهٽي چڙ وٺڻ - ڪجهه به نه سوچڻ - غصي ۾ پرچي وڃڻ. "هاٿيءَ ڪان اڳ ۾ ڪپڙا لاهڻ".

- ڪَپِڙا لاهي وَٺڻُ : اگهاڙو ڪرڻ - ننگو ڪرڻ. ٺڳي ڪرڻ - دلبو ڪرڻ - فريب ڪرڻ - دغا ڪرڻ - دولاب ڪرڻ.

- ڪَپِڙَن ڪَان بيزار ٿيڻُ ؛ تمام ڪڪ ٿيڻ - هلاڪ ٿيڻ - خفي ٿيڻ - ورچڻ - دِقُ ٿيڻ.

- ڪَپِڙن مَان ڪَيڍڻُ ؛ ڪَڪُ ڪرڻ - چيڙائڻ - بيزار ڪرڻ - خفي ڪرڻ - ورچائڻ - دق ڪرڻ - هلاڪ ڪرڻ. محبت ۾ جلائڻ.

- ڪَپِڙنَ مَان نِڪري وَڃَڻُ - تمام ڪڪ ٿيڻ - بيزار ٿيڻ - گهڻو هلاڪ ٿيڻ - خفي ٿيڻ - ڪپڙن ڪان بيزار ٿيڻ - ورچڻ.

- ڪَپِڙَن ۾ رَهَڻُ ؛ لڄ ڌارڻ - حيا ڪرڻ - شرم ڪرڻ - ڪجهه لڱ ڍڪڻ.

- ڪَپِڙَن ۾ نہ سَمَائِجَڻُ ؛ بيحد خوش ٿيڻ - تمام گهڻو نهال ٿيڻ - بي انداز سرهو ٿيڻ - ڪپڙن ۾ نہ ماپڻ.

- ڪَپِڙن ۾ نہ ماپڻ ؛ ڪپڙن ۾ نہ سمائجڻ - تمام گهڻو خوش ٿيڻ.

- ڪَپِڙو اوڍَڻُ : ڪپڙي سان ڍڪيل رهڻ - ڪپڙو پائڻ - ڪپڙو سنڀال ڪرڻ - وڳو پهرڻ - پوشاڪ پائڻ. حيا ڪرڻ - شرم ڌارڻ - پرم ۾ رهڻ.

- ڪَپِڙو پَائِڻُ ؛ پوشاڪ پهرڻ - لباس پائڻ - ڪپڙو اوڍڻ.

- ڪَپِڙو ڪَرَڻُ ؛ پردو ڪرڻ - ڍڪ ڪرڻ - ڪپڙو اوڍڻ - ڪپڙو پائڻ - ڪپڙو پهرڻ.

- ڪَپِڙي جو ميلُ ؛ ذ. ڪپڙي جي هرهڪ قسم جي وڪڻندڙ واپارين واري ڏکي رکڻ جي وڏي يا بندي - ڪپڙي جي جنسن جي تفصيل رکڻ جي ڪاپي.

● ڪُپِڙو ۽ ڪُپِڙَا ؛ ذ. (سن. ڪُنْپِ = ڪُپو). پاڻي ڀرڻ لاءِ ٺڪر جو ننڍو ٿانءُ - ڪُپو - ڏولڪهو - ڪُمِرو - ٺپو - چاڏو - ٺالو - ڪُنڙو.

ڪُپِڙِي ۽ ڪُپِڙِيُون ؛ ث. ڪُپِي - ننڍي ٺپي - ڪنڙي. مس جي شيشي. ٻارن ڪي کير پيارڻ جو ٿانءُ.

● ڪَپِڙِي (ت): ث. چور جو ڪَنسَلُ ايرو.

- ڪَپِڙي ڪَرَڻُ : ايرو ڪٽڻ. بدنام ڪرڻ - تنگ ڪرڻ - رذيل ڪرڻ - بچڙو ڪرڻ - ڪارهت وجهائڻ.

● ڪَپِڪَسَ (ت) ؛ ظرف. مس مس - لاچار.

● ڪَپِڪِيرُ ۽ ڪَپِڪِيرُ ؛ ذ. (ف. ڪف = مٽ + گير> گرفتن = وٺڻ). ديگ وڌائڻ يا رڌڻ جو وڏو چمچو - ڪفگير - ڏوئلو - ڪانوڙو.

● ڪَپِلاَ ۽ ڪَپِلاَئُون : ث. (سن. ڪَپِله). پوري رنگ جي ڍڳي - پوري يا ڪڪي ڳانءِ. غريب - مسڪين - نِماڻي - بي هرجي.

- ڪَپِلا ڳانءِ : ث. صفت. تمام غريب سڀاءَ واري عورت.

● ڪُپلو ٤ ڪَپِلا (ت): ڪُپڙو - ڪُپو - ٽِپو - ڪوزو - ڪُنيڙو.

● ڪَپَلپُور: اسم خاص. تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَپَڻُ: مصدر. (سن. ڪَلپَن = وَڍَڻُ) وڍڻ - ڪاٽڻ - ڪترڻ. جُدا ڪرڻ - الڳ ڪرڻ - ڌار ڪرڻ - ٽوڙڻ - ڇنڻ - ڀڃڻ. ڇَهَڪُ ڏيڻ - زخمي ڪرڻ - چير ڏيڻ. ٽڪرا ڪرڻ. ٽُڪرا ڪرڻ - ٽُڪر ٽُڪر ڪرڻ - ڪِپا ڪرڻ. ڪوسُ ڪرڻ. خونريزي ڪرڻ.

- ڪَپي ڇڏَڻُ: وڍي ڇڏڻ - ڪٽي ڇڏڻ. (بنياد) ٽوڙي ڇڏڻ - صفا ڪهي ڇڏڻ - الڳ ڪري ڇڏڻ.

● ڪَپِڻِ (ل): ث. سخت (سَرديُ) - ٿاڌ (سيءُ) - سڪ (سَرديُ). "اڄ سيءَ جي ڪپڻ آهي" (جملو).

● ڪُپَڻُ ٤ ڪُپَٽُونُ (ت): ث. ٻوري زمين - ڏٻَڻ - چِڪڻَ - ڪِچڻَ - ڪِهچڻ.

● ڪُپو ٤ ڪُپا: ذ. (سن. ڪُنڀَ = ڪُپو) مٽيءَ جي ننڍي گلاس وانگر برتن - ڏولڪهو - ٽِپو - ڪُميرو - ڪُپڙو. گيهه، تيل وغيره رکڻ لاءِ چمَ جي دَٻي. ٽِيِنَ جي اڏڙي. گلن رکڻ جي ڪولڊي. (سن. ڪُنڀَ) ٽيڏو - ٽرڙو. آتش بازيءَ جو هڪ قسم. ميٽُن يا ڪِيلن ڦوڪڻ واري حالت - ڦوڪيل ڪِلُ. (سن. ڪُتپَه) شيشو.

- ڪُپو سُڄائڻُ: ڪاوڙ يا ناراضگيءَ ۾ منهن ۾ سُونڊ وجهڻ. ميٽُون ڦوڪڻ - منهن سڄائڻ - منهن کي دَٻو ڪرڻ.

- ڪُپو ڪَچَ ۾ هُئَڻُ: جهجهو نقصان سهڻ - تمام گهڻو ٽوٽو ٿيڻ - هرج ٿيڻ. سڄو ٽوڻ - ڀِينڪيو ٿيڻ. ٻنندو وتڻ. "يا ته ڀَنَڻُنَ ٻارهن يا ته ڪُپو ڪَچَ ۾" (چوڻي).

- ڪُپو ٽِپو اونڌو ٿِيَڻُ: سڀ نقصان ٿيڻ - سڀ ڪُجهه چَٽ ٿي وڃڻ - خالو ٿي خراب ٿي وڃڻ.

● ڪَپُوچ ٤ ڪَپُوچَ (ڪ): ذ. پرت جو هڪ قسم.

● ڪَپُورُ ٤ ڪَپُورَ: ذ. (سن. ڪَرپُورَ = ڪافُورَ) خوشبوءِدار ٻوٽي جو هڪ قسم - هڪ وَڻَ جي سُرهي رَس - سُرهي وَٽ - ڪافُور. هڪ قسم جي خوشبوءِدار دوا جا هَوا تي رکڻ سان آڏامي وڃي. هڪ گل جو نالو.

"ڪُوماڻو ڪَپُورُ مون واجهائيندي پرينءَ کي" (شاهه).

ٻڪر يا گهيٽي وغيره جو آنورو - خصيو - ٻيلو.

- ڪَپُورو ٤ ڪَپُورا: ذ. ٻَڪر يا گهيٽي وغيره جو آنورو - خصيو - ٻيلو - ڪَپُورُ - ڪَپُورِيو.

- ڪَپُورِيو ٤ ڪَپُورِيا: ذ. ڪَپُوريو - ڪَپُورُ - آنورو.

● ڪَپوراڙو: اسم خاص. تعلقي ماماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَپُورَ ڪَچَرِي ٤ ڪَپُورَ ڪَچرِيُون: ث. دوا طور ڪم ايندڙ خوشبوءِدار وَڪَترُ - هڪ سُرهي ٻوٽي (گاهه) جي پاڙ.

● ڪَپُورو ٤ ڪَپُورا (ت): ذ. ڏوهه - گناهه - جُرم - خطا - قصُور.

● ڪَپُورِي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَپُورِيو ٤ ڪَپُورِيا (ٿ): ذ. ڪوسَ مان ٿاٻي وَهي ڪَڏ ٿيڻ جو پهريون هنڌ.

● ڪَپُولُ ٤ ڪَپُولَ (ت): ذ. ڳاڙهي وڻ جو گُل - گل جو هڪ قسم.

● ڪَپوهي (ل): ث. هڪ ٻسارکي وکر جو نالو - ٻنير ڦوٽو.

● ڪَپونِي (ڪ): ذ. گاهه جو هڪ قسم.

● ڪَپَهه ٤ ڪَپَهه: ث. (سن. ڪرپاسَ. ع. قطن = ڪپهه) وڻن جي پيدائش - ڪڪڙن نڪتل ڦٽيون - ڪپاهه - روئي. ٻوڪ جو هڪ قسم - وَڻن جي ٻوڪ.

● ڪَپِنِي ج ڪَپِنِيُون؛ ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي جو ٻج.

● ڪَپِي ج ڪَپِيُون؛ ث. لوهه يا ڪاٺ جي ڦرٽي - چرخي - ڀوڙاري - سيرڪٽي - چڪري. ٻيرم جو هڪ قسم. (سائنس ۾).

● ڪُپِي ج ڪُپِيُون؛ ث. سن. ڪُنپِيَ < ڪُتُپَ = ڪپڙي) مس وغيره وجهي رکڻ لاءِ ننڍي شيشي - ڪُپڙي. چَمَ جو ٺانءُ - چمَ جو شيشو. بارود رکڻ جي شيشي.

● ڪُپي وارو: اسم خاص. مول ڪان آلهندي طرف هڪ جبل جو نالو.

● ڪپِينجرُ ج ڪپِينجرَ (ڪ)؛ ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - ڪبوتر - ٻارپهل - ٻاريهل.

● ڪَپِينهَلُ ج ڪَپِينهَلَ؛ ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - پَپِينهَلُ - ڏاڙو - پپيهو.

● ڪَچَ ج ڪَچُون؛ ث. هڪ اک جي نظر گهٽ هئڻ واري حالت - هڪ اک ڪاڻ نابينائي - هڪ اک جي غير شفافي - ڏولا.

● ڪَچُ ج ڪَچَ؛ ذ. صفت. ڏنگو - ونگو - ونڪو - ٽورو - ڦڏو - ڇپو - ٽينگ وِڻنڪو - ڪُپو - مُڙيَلُ - ٽيڙهو - آڏو - اُبتو - وَريَلُ - ڦِريَلُ - ٽيڏو. جهڙو تهڙو - اپرو سپرو - سادو سودو. برخلاف - آولڏو - اٻتڙ - آبتو - الٽو - ڦِريَلُ. گمراهه - پليل - مُنجهيَلُ - خطا - اوسان ڦِرِيَلُ. (اسم). ڪُنبَ - ڪُنچَ.

- ڪَچُ بحثُ؛ ذ. صفت. ڪَچُ اَپچُ - لِنِرُ - هوڏي - اڏونو - ضدي - بحثي - شِدَتي - نَجَسُ - ڦَڏي - لِرجو - آهتڪُ. ڦڏا ڪندڙ - تڪراري - خواهمخواهه حجت آڻيندڙ - ڦڏائي - اعتراض اٿاريندڙ (بي فائدو اجايو).

- ڪَچَ بحثي؛ ث. هوڏَ - شدت - ضدُ - لِنرائي - اهنڊائي - بحثُ - حُجت - تڪرارُ - ڦڏو.

- ڪَچَفَهمُ ج ڪَچَفَهمَ؛ ذ. صفت. سمجهه جو اولڏو - بي سمجهه - مَتُ هيڻُ - بي عقل - مورک - چرِيَتُ - چِسَو - بي وقوف - نادان - جاهلُ.

- ڪَچُ ڪُلاهُ؛ ذ. لنڊولُٺُونُ - ٽرڙو - ٽِنِڊي - ٽنهڻُ لچيٽو - ٽنڊٽي ماڪوڙو - ڦُند ٺي - نخري باز - ڏِنگ تي ٽوپي رکندڙ - ٽيڏي ٽوپي پائيندڙ - ٽُوتُ.

● ڪَجاوو ج ڪَجاوا؛ ذ. (ف. ڦَزاوَهُ) ڪَجائو.

- ڪَجائو ج ڪَجائا؛ ذ. (ف. ڦَزاوَهُ) مائهن وهڻ لاءِ آٺ تي رکيل ڪاٺ جي ڏولي (اڪثر حج جي وقت هڪ آٺ تي ٨-١٠ زالون چڙهن) - مَحمِلُ - ڪَجاوو. اوڏڪي مٽي ڪڍڻ لاءِ گڏهن تي رکيل ڪاٺ جو ٻِرو - ڪاربُ.

● ڪَجَرُ ج ڪَجَرَ (ث)؛ ذ. دونهين جي ڪاراڻ مان اک ۾ پائڻ جي لاءِ ناهيل سُرمون - ڪاجلُ - ڪَجَلُ.

- ڪَجرِيو ج ڪَجرِيا؛ ذ. صفت. ڪجل وجهندڙ - ڪَجليو - ڪَجلي - ڪَجَل پاتلُ.

● ڪَج ڪاهُ؛ ث. ٽِيهٽ جي ڳڻون جي پنج جي وارن جو ڇڳو (جنهن ڪي هنه و ماڻهو ٻوچڻ ڪري ڪم آڻيندا آهن).

● ڪَجَلُ ج ڪَجَلَ؛ ذ. (سن. ڪَجَّلَ = ڪَجَلُ). ڏيئي جي دونهين جي ڪاراڻ ۾ مشڪ مان ناهيل سُرمون - سُرمي جو هڪ قسم - ڪاجلُ - (ل). دودِ چراغ - (ث). ڪَجَرُ.

- ڪَجلدانُ ج ڪَجلدانَ؛ ذ. ڪَجَلُ جي ڪالين رکڻ لاءِ دَٻلي. سُرميدائي.

- ڪَجلو ج ڪَجلا؛ ذ. ڪجل وارو يا ڪجل پيل - ڪَجليو - ڪارين اکين وارو - سُرمائي.

- ڪَجلو ٽِپي ج ڪَجلو ٽِپيُون؛ ث. ڪجل جي ڪالين رکڻ جي دَٻلي - ڪجلدانُ. سُرميدائي.

- ڪَجلي ج ڪَجلِيُون؛ ث. صفت. ڪجل پائيندڙ عورت - ڪارين اکين واري. سهڻي زال - حسين عورت. (اسم خاص). تعلقي ڪنڊڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- ڪَجليو ج ڪَجليا: ذ. صفت. ڪَجلو - ڪجل پائيندڙ. (ذ). ٿر ملڪ جو هڪ لوڪ گيت.

● ڪَجَڻُ؛ مصدر. (سن. ڪَرَ) پورو ڪرڻ - ختم ڪرڻ - پڄاڙي ڪرڻ - پڄاڻي ڪرڻ - تمام ڪرڻ - دفع ڪرڻ - ڇيڙو ڪرڻ - نبيرو ڪرڻ.

● ڪَجَ ۽ ڪَجِئُونُ؛ ث. (سن. ڪَنو = ڍڪڻ). اوچڻ - ڍ ڪُ - پوشُ - پردو - پناهہ - اوٽ - اوهو - جهَلو - بچاءُ. حياءُ - حِجابُ - مُحابو - سنڪوچُ - مَرجاتا - شرم - شرميلتا - ايراپمانتا. پاڪدامني - پوترتائي - ڇِپي - تاڻَ. ڪشش - ڇڪ. زورُ - دَٻَ (زالن کي پارڇڻ وقت ڪَجَ ڏني آهي). (ت). ڇِت مٿي ڪٿڻ جي ڪاٺي (ت).

- ڪَجَ ڏِيَڻُ: دَٻَ ڏيڻ - زور ڏيڻ - ڇڪَ ڏيڻ. ٻار ڪڍڻ.

● ڪَجَ ۽ ڪَجَ (ت): ذ. خوشي. رَچُ - ڍَءُ.
”ڪاڇون ڳيندم ڪَجَ آيو عنايت‌الله ڇٽي“.

● ڪيجُ ۽ ڪيجُونُ؛ ث. ڪاڍو - ڍِيلُ - ڍِلهائي - سِلَ - ڪَس ڪُساءَ - دير مدارُ - سُستي - ڪاهِلي - سِل وِل - چيرڪَ - اويرَ.

● ڪُجا: ضمير. (سن. ڪيتُرشر. ف. ڪُجا = ڇا) ڪُجاڙو - ڪُجاءُ - ڪُجو - ڇا - ڇو - ڪُجا. ڪهڙو.

- ڪُجاڙوُ؛ ضمير. ڇا - ڪُجا. ڪهڙو. ڪوهہ. ڇي - ها - هائو.

- ڪُجاڙِنا: ضمير. ڇو - ڇالاءِ - ڇاڪاڻ - ڪُجا لاءِ.

- ڪُجاڙِيا؛ ضمير. ڪُجاڙنا - ڇو - ڇا لاءِ - ڇاڪاڻ.

● ڪَجائِڻُ؛ مصدر. ڇيڙڻ - ڇُر ڪرڻ.

- ڪَجائِيوُ؛ ڇيڙيو.

● ڪُجَرُ ۽ ڪُجَرَ (ت)؛ ذ. صفت. سُست - ڪاهِلُ - تونسي - آرمي - ڪم چورُ - ڳَبرُ. ڪَنجُوسُ - مُوذي - شُوم - مکيچُوس - بَخيل - ٻَڪو - مُٺ ٻيڙُ. ٻڪوامي - لپاڙي - ڍاڙي - ٻڪواتي - ٻَڪبڪيو.

● ڪُجِڙوُ ۽ ڪُجِڙا؛ ذ. (ساپ ۾) ننڍڙو - ڇوٽو - ٻچڪڙو - ٻِندرو - ڊِمڪڙو - ڊِمڪو - لاڻيرو - هلڪو - ڍينبو.

- ڪُجِڙائِي ۽ ڪُجِڙائِيُونُ؛ ث. ننڍَ - ننڍائي - ڇوٽائي - ٻچڪڙائي (قد ۾). اوڻائي - درڪار - کوٽ - سوس - قِلت - ڪَمُ. هُڻي - ڪوڻي - اڻاٺ - ڪَمي - ڪوتاهي - ڪامِٽ - تنگي - لاچاري.

- ڪُجِڙائِي ڪَرَڻُ؛ گهَر ڪرڻ - چاهڻ - (وجود کي) گهرڻ. گهرج ۾ هئڻ - هوڻتي ۾ هئڻ - گهٽ ٿيڻ - ڪم ٿيڻ - کوٽ ۾ هجڻ. ڪاهِلُ ٿيڻ. پورو ٿيڻ.

● ڪَجَڻُ؛ مصدر. ڍڪڻ - لِڪائڻ - پردو ڪرڻ - پوش ڪرڻ - پناهہ ڏيڻ - بچاءُ ۾ رکڻ - اوٽ ۾ رکڻ - پرده پوشي ڪرڻ. ويڙهڻ - لَٽڻُ - تهہ لشين ڪرڻ - تهہ ڪرڻ. وڄائڻ - ڪُم ڪرڻ - والارڻ - قبضي ۾ ڪرڻ - هٿ ڪرڻ. سَمائڻ. بچائڻ. (بندل وغيره). پڌڻ وقت (پنن وغيره کي) زور ڏيئي سولو ڪرڻ - چاپڻ - سوڙهو ڪرڻ - دَٻڻُ.

- ڪَجوُ ۽ ڪَجا؛ ذ. ڍَڪيل - پَوريل - بچاءَ ۾ آندل - پڙدي ۾ ڪيل. دَٻيل - سهٽيل. لِڪَلُ - ڪُم ٿيل.

”سڀئي سپيا ڏي پورينهن نہ ڪجيو“
(مارئي).

● ڪُجَڻُ ۽ ڪُجَڻَ (ل)؛ ذ. صفت. دشمن - ويري. (ضد. سڄڻ).

● ڪَجَهَہ ۽ ڪَجَهَہ (ل)؛ ذ. گند - ڪچرو - ڪِرڪَٽ - ڪِنُ - ڪَنهجَرُ - پِهِرُ.

● ڪَجهہ ۽ ڪَجهہ: ذ. ذ. صفت. گندو - غليظ - ڪِنو - خراب - گندکي وارو.

● ڪُجهہ؛ صفت. (سن. ڪِنچ) ٿورو - ڪُجَ - ڪي ڪُجهہ - ڪي قدر - وڌيڪ - پيو ڪُجُ - ٿورو گهڻو - الدري - جيڪي سو - جان تان - جزوي - ڪي ٻہ. ڪا ڳالهہ. ڪُجُ ڪَجُ - البت - ڪُجَ نہ ڪُجَ. (ضمير). ڪو - ڪا.

- ڪُجهہ اَچِيُ واتَ وَڃَڻُ؛ اڌو ڪاٻرو راضي ٿيڻ - ڪُجهہ سمجهڻ. سلڻ جو ارادو ٿيڻ.

- ڪُجهہ نہ هُئَڻُ: ڪا بہ ڳالهہ هئڻ - مڙيئي ڪجهہ نہ سمجهڻ. ميلڻ جو ارادو ٿيڻ.
- ڪُجهہ ڪُجهہ: ٿورو ٿورو - ذرو ذرو - ڪُجهہ قدر - ٿورو گهٽو.
- ڪُجهہ ڪِينَ هُئَڻُ: بيڪار هئڻ - نيڪمو هئڻ خالي هُجڻ - اُلهو هجڻ - ٻالهو هجڻ.
- ڪُجهہ نہ ڪُجهہ: ٿورو گهڻو - ڪجهہ قدر - ڪي قدر - مڙيئي.
- ڪُجهہ نہ ڪَرَڻُ: ڪا بہ ڀلائي نہ ڪرڻ - ڪا بہ ايڪي نہ ڪرڻ - ڪا بہ ڪم جي ڳالهہ نہ ڪرڻ. ڪو بہ فائدي وارو ڪم نہ ڪرڻ - بيڪار رهڻ - نيڪمو رهڻ.
- ڪُجهہ نہ هُئَڻُ: ڪا ڳالهہ نہ هئڻ - ڪو معاملو نہ هئڻ ڪُجهہ ڪين هئڻ.

● ڪُجهڙ ﴿ ڪُجهڙون: ث. رستي منجهہ ڪري ٿيل پريشالي - مونجهارو - پول پلايان.

● ڪَجهڪيو ﴿ ڪجهڪيا: ذ. صفت. ڪرڪندڙ - ڪنڪندڙ - ڪُرڪُر ڪندڙ - ڪِجهندڙ - ڪِنجهيٺو - چنگهندڙ.

● ڪَچ ﴿ ڪَچُون: ث. مخاطبت جو هڪ گندو لفظ - رَنَ. ڪيري.

● ڪَچَ ﴿ ڪَچُون (ت): ذ. ڪڙهيل کير جي مٿان چاوَلَ ملائي - ٿَرُ.

● ڪَچا ﴿ ڪَچائُون: ث. (سن. ڪَنيا = ڇوڪري). ڪُنواري ڇوڪري - ليائي - ڪماري - انڍي نينگر - ٻوراڪَ - ڇوڪر - ڪَنيا - نابالغ - ڪَچِي - ٻِڪر - اينگر. هڪ راس جو نالو - ٻرج - سُنبلہَ.

- ڪَچادانُ ﴿ ڪَچادانَ: ذ. شاديءَ ۾ ڇوڪريءَ کي ولاهہ ۾ وهائڻ واري حالت - وِواهہ - شادي. شاديءَ وقت ڪُنوار جو ڀيءُ ڏيءَ کي سنڀالي گهوٽ جي حوالي ڪرڻ وارو سڳڻ.

- ڪَچاراسي ﴿ ڪچاراسي: ذ. ڀاڳارو - ڀريو مڙس - نيات جو وڏو - پڳ وارو - ڀڳدار - مکي - وڏيرو - مهندار - سردار. (صفت). نامرد - ضعيف - ڪمزور - ڪدڙو - هيجڙو - خصي.

● ڪَچائِڻُ: مصدر. ستائڻ - کهٽ ڪرڻ - تنگ ڪرڻ. سَنُ ڪرڻ. منجهائڻ - ڀلائڻ - گمراهہ ڪرڻ.

"ما پيئي ٻنديائي ٻند ۾، ڪونين ڪَچائي"
(مارئي).

● ڪَچَرُ ﴿ ڪَچَرَ: ذ. صفت. (سن. ڪنچڪَن. ع. قنجل = ٻي ٻٽو). خراب مرد - ڀڙوو - دَلو - ڪمينو - ڀڙوت ڪندڙ - ڀاڙيو - ڏوتو - وچ ڪُٽيو - پيهتو. ڪارَ جو هڪ قسم. ڪيريءَ جو عزيز. ڳائڻ وڄائڻ جو ڪم ڪندڙ - ميراثي.

- ڪَچَرڪو: ذ. ڪَچَر جو.

- ڪَچِري ﴿ ڪَچِريُون: ث. (ف. ڪنچني). ڀڙوت ڪندڙ عورت - ڀڙوي - دَلي - ڏوتي - وچ ڪُٽي. ڳائيندڙ عورت - گالي واري - طائف جو ڪم ڪندڙ - رقاصہ - رَنڊي - ناچي - ڳائڻي. ونيشيا - فاحش عورت - ڇڪلائڻ - ڪسبڻ - بدپيشي واري عورت.

- ڪَچِرپائو: ذ. صفت. ڪيريءَ وارو يا ڪيريءَ جو.

- ڪَچِريباز ﴿ ڪَچِريبازَ: ذ. رَنڊيباز - زاني.

● ڪَچِرانُ ﴿ ڪَچِرانُون: ث. هڪ ڪرهي واري ٻاجهريءَ جو هڪ قسم.

● ڪَچَ: ذ. (سن. ڪڪش). ڪَچ جا وارَ - بغل. ڪَچَ - ماپَ - پيمائش - ماپو - ماڻ.

● ڪَچُ ﴿ ڪَچَ: ذ. (سن. ڪاچ > ڪانچ = شيشو). شيشو - ڪاچ - ڪانچ. ڪوڙ - چوٽ - دروغ - ڪوٽ - دغا - مٽ. ڪَچو (ڍلو) - پوڙو - پيلو - پُرندڙ (شئي).

"هڪ تڪوئي تار وهي، ٻيو هٿ ڪميٺي ڪَچ"
(شاهہ).

ڪَچو ڪم - گناهہ جهڙو ڪم. ٻہ لفظ - ڪاريون. گونچ. ڪاٺ جو ٻاهريون اڇو ڀاڱو - ڪاٺ جو مٿيون نرم ڀاڱو. ناسَ جي هڪ ٻاسي ڪان پيلن وارن واري ڀوري ميڻهن. ڇاتي - پستان - ڏڻ - ٿڻ. ٻڪري جي ڏنڊ. ڪچو (ڪ).

- ڪَچ َ پُورُ (ت)؛ ث. ڪچين اکين واري اڇي رنگ جي مينهن - ڳاڙهين اکين واري پوري مينهن.

- ڪَچَسِرِي ع ڪَچَسِرِيُون؛ ث. ڪچين سرن جي ٿهيل (جاء).

- ڪَچِڪارِي ع ڪَچِڪارِيُون؛ ث. شيشي جو ڪم - شيشي جو سامان - شيشائون. نازڪ - ناڪنئون - ڀُرنو. شيشي جهڙو چلڪندڙ.

- ڪَچ ڪَرَڻُ؛ ل. وٺڻ - ڦٽو ڪرڻ - ٽوڪنا ڪرڻ - ڇڏي ڏيڻ.

- ڪَچ ڪَمَائِڻ؛ ڪوڙ ڳالهائڻ - جوٺ ٻولڻ. ٺڳيون ڪرڻ.

- ڪَچ ڪَنِيِي ع ڪَچ ڪَنِيِيُون (ت)؛ ذ. ٿئين ڏکي ٿيل - تازي ڦريل (ڳئون، مينهن وغيره).

- ڪَچُ مَنِڻُ؛ بد الفاظ واتان ڪڍڻ - ڪنيون ڳاريون ڪيڻ - بد شد ڳالهائڻ - ڪچا لفظ ڳالهائڻ - ڳار ڪند ڏيڻ - بد فضيلتو ڳالهائڻ. ڪوڙ ڳالهائڻ - جوٺ ٻولڻ - ڪچ ڪمائڻ.

● ڪُچ ع ڪُچُون (ت)؛ ث. تنبيهه - جٺ ڦٽ - لعنت - ملامت - تعدي - جٺ. زور - دٻاءُ. چوپائي مال کي ڪير لهرائڻ لاء ڪيل حيلو.

- ڪُچ َ ڪَرَڻُ؛ تنبيهه ڪرڻ - جٺ ڦٽ ڪرڻ - لعنت ملامت ڪرڻ - تعدي ڪرڻ. زور رکڻ. دٻاءُ ڪرڻ. ل. مِڙادڙ چالور کي سرن جو موڙو ٿاهي سارَ ۾ ڏيئي ڪير لاء حيلو ڪرڻ.

● ڪُچ ؛ ث. (س. ڪُچ). منجهيل ڳالهائڻ - آهستي ڳالهائڻ.

- ڪُچ ڪُچ ڪَرَڻُ؛ آهستي آهستي ڳالهائڻ - سس پس ڪرڻ. ڪهڙيءَ ڪهڙيءَ چوڻ - ستائڻ.

● ڪَچالو؛ ذ. ساني پاڄيءَ جو هڪ قسم - رتالو - چيني پٽاٽو.

● ڪُچِچو ع ڪُچِچا؛ ذ. صفت. ميرو - ڪندو - لٿڙهيل - گدلو - ميرو ڪچيرو. ڏوڙ پڪليو - غليظ - ملين - لٿڙاتيل - خراب. آلُوتَرُ - اَشِيدُ - پرِشَتُ - پليت - ناپاڪ - فاحش.

● ڪَچَرُ ع ڪَچَرَ (ت): ذ. اٺڻي جانور جو گوشت - حلواڻ - ڪچڙو گوشت.

- ڪَچَرُ پَچَرُ (ت): ذ. ڪچرپچر - گند ڪوچر.

- ڪَچَرُ پَچَرُ ع ڪَچَرُ پَچَرَ ؛ ذ. گهڻن قسمن جو گڏيل ڪاٺ و - ڪچڪول - گند ڪوچرُ - چچرپچر - حليم - ڪشڪول.

● ڪَچَرَ (ت)؛ ث. سوڙهه. گهٽِتُ - تنگي - لاچاري - قلت - کوٽ - گهرج - ضرورت.

- ڪَچِرُ ع ڪُچِرِ ؛ ذ. وڏن ڪچن وارو. (صفت). ٻئي واسطي بيهودائي وارو ڳالهايل لفظ - بيهودو - بدتميز - بي شناس. بي همت - ڪم طاقت - بزدل - ڪيدي - ڊرپوڪ - ڊڃڻو. بي حيا - بي شرم.

- ڪُچِرائو ع ڪُچِرَائا؛ ذ. صفت. ڪنهن اڻپوري يا خراب ڪم واسطي ٻئي ماڻهو جي لاء ڳالهايل بيهودا الفاظ. بيهودو - واهيات - خراب - بڇڙو. سست - ڍاڪن ڍلو - ڪم ڪوس - آرسي - ڪانتُ - ڏونئي - ڪاهل - عاري - ملوماڻ. ڪالٿر - بزدل - هيڻو - ڪيدي - ڊڃڻو. بي حيائي جو - بي شرمائي جو.

- ڪُچِرائِي ع ڪُچِرَائِيُون؛ ث. ڪنهن اڻپوري يا خراب ڪيل ڪم جي لاء عام طرح استعمال ٿيندڙ هڪ گندو لفظ "ڪُچِرائي ڇڏ" - اڻپورائي - اڌوڪاٻرائي. خرابي - بدڪاري - ڪميڻپ. ڪالٿرائي - ڪيدپڻو - بي جگري - ڪچرائي - بي جرئتي - بي همتائي. ڇڙپ. (ت).

- ڪُچِرائي ڪَرَڻُ؛ ڪو ڪم اڌ ۾ ڇڏي وڃڻ - اڻپورو ڪم ڪرڻ - نا.ڪمل ڪم ڪرڻ. سستي ڪرڻ. بزدلي ڏيکارڻ. ڪم همتي ڪرڻ - ڪيدپڻو ڏيکارڻ.

"ڪمن ڪُچرائي ڪئي، لوڙهي پاسي لُچ".

● ڪِچِرو ع ڪِچِرا؛ ذ. (س. ڪچُرَ). ڪن ڪچرو - پهر - گند - ميڙ ميڙ - ميڙو - ڪلوراڙ (ل). اوجيساڙو - ڦوڳ - جهوٺ - اوبر بڇڙ مڇڙ - اوگهه ٻوگهه - رهيو کهيو - ڪَهچرُ - ڪين ڦِٽ - آنڊُ ڪَنڊُ - ڪن سن - ٻن سن. ننڍو سڪو - ريزو - خرد برد - ريجو - ريز ڳاري.

● كَچِرِيءُ ع كَچِرِيُون؛ ث. چڻن، تورين وغيره جا وڏيل ۽ سڪايل ٽڪرا - سڪايل ڀاڄيءَ جا ٽڪر. ڪچيءَ جي هڪ ذات جو نالو. (ڪارڪون ڪچيون مٺيون ۽ نڙيءَ ڪي نہ وڻندڙ) (ت).

- كَچِرِيُون ڪرڻ: تازي ڀاڄي (مثلاً ڪوڪڙو، ٻيهه، ڪريلا، چيڙ وغيره) چلي، لوڻي ۽ ٽڪرا ڪري سڪائڻ. ذرا ذرا ڪرڻ - ٽڪرا ڪرڻ - ٽڪر ٽڪر ڪرڻ.

● كُچِرِيءُ ع كُچِرِيُون (ت)؛ ث. سنهي ڇهنب سان ڪاٺيءَ جو ٽڪر.

● كِچِرِيا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● كِچِڙِ ع كِچِڙُون؛ ث. ڪپ - چڪ - ڳارو - ٻسيل مٽي - آلي مٽي - ڪيچڙ - راڙو. ڪچرو - ٻهر - ڪهچو - ڀاڻ.

● كَچِڙو ع كَچِڙا؛ ذ. صفت. تمام ڪچو - نرم - لچڪيدار - نازڪڙو - آجيتڙو. تازو ڦٽل ڪونج - ڪنُوڙ - ڪوهو (ڪچي جو اسم تصغير). آڊ ٻهڙ.

- ڪچڙو ٻاٻهہ جهڙو هئڻ؛ تمام نازڪ هئڻ - تمام نرم هئڻ - نفيس هئڻ.

- كَچِڙو عيال: ننڍا ٻچا - سنها ٻار - ٽيٻر - سنها ٻچا.

- ڪچڙي منجهند؛ منجهند ڪان ٿورو اڳ جو وقت.

● كَچِڙِيءُ ع كَچِڙِيُون؛ ث. زري يا زربفت جي ڀرت ۾ ڀريل گل يا ان - زريءَ جو ڀريل ڀرت.

● كِچِڪَ ع كَچِڪُون: ث. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم. (ڇارن سان، رنگ اڇو، قد ٢-٣ انچ).

● كُچِڪَ؛ اسم خاص. بروهي ٻلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● كِچِڪِچِ ع كِچِڪِچُون؛ ث. ڏندن هيٺ واري ٻي ٺڪري اچڻ جو آواز - ڪرڪر - ڪرڪرو - ڪرچ ڪرچ.

● كُچِ كُچِ ع كُچِ كُچِ > كُچِ كُچُون؛ ث. وري وري دهرايل ڳالهہ - تاڪيد. جهرجهر - ڪرڪر - ڳوڙ - وڪ وڪ - جهڻ جهڻ - کهي - ڪلڪل - ڪِت ڦِت. حرڪت - کيڇل - مستي. مسخري - مذاق. چرچو - ڪهبو.

- كُچ كُچ كرڻ؛ ٽپائڻ ڪڻ - کهڙيءَ گهڙيءَ ٽوڪڻ - وري وري ڳالهہ دهرائڻ - ڏري ڏري تاڪيد ڪرڻ. خواهہ مخواهہ ڪوشش ڪرڻ. هروڀرو مٿو کپائڻ - اجائي محنت ڪرڻ. چراله ڪرڻ - کيچل ڪرڻ - چرچ ڪرڻ - چوانگ ڏيڻ - هشي ڏيڻ.

● كَچَكو (ل): ذ. ٽڪر يا شيشي جي ٿالهن ڀڃڻ جو آواز - ٺڪ جو آواز - ٽڙڪاٽ - ٽڙڪو.

● كِچِنكوڏَ؛ ث. گهٽ قيمت واري شئي - سستي - سهانگي. ڪوڙو زيور.

- كَچِنكوڏي ع كَچِنكوڏيُون؛ ث. ننڍي ڪوڏيءَ جو هڪ قسم - سمنڊ جي سپي (جيت) - ڪچي ڪوڏي. ڪچ - ڪايو ڪچ - ڪوڏ ڪچ.

● كَچِنكولُ ع كَچِنكولَ؛ ذ. درويشي ناريل جو سڪايل آڌ. ان جو ٿانءُ - ڪشتو - پيالو - ڪستو - ڪشڪول. زنبيل - جنبيل - جهولي - ٿيلهي - بکري. سپ قسم جو ڪاٺو جو ڪنهن ٻُنڙيات کي بکري يا جهولي ۾ ملي - ڪِچِ - ڳڏهہ. ڳاجرو - ڳاڏڙ ساڏڙ - ڳڏيل - ملاوت ڪيل - ڳڙ ٻڙڏائي - چچرپچر. ننڍي هڙ - ٻوڪي - ٻڊوڪي - خرزين - خرجين - ڪتڙيو. ڳڙٻڙ - ڳنڊ ڪوڙ - ابتري - مولجهارو.

● ڪچلاڪ: اسم خاص. رياست قلات جي سراوان علائقي ۾ هڪ مشهور شهر جو نالو.

● كِچِلڻُ (ل): مصدر. ڪپ ڪرڻ - ڳارو ڪرڻ - ڪهگل ڪرڻ - راٻڙو ڪرڻ.

● كُچِلو ع كُچِلا: ذ. (ع . حَبُّ الغراب). زهر جو هڪ قسم (ڪانگ هن کي کائي ٽنهنڪري هندي ۾ ڪانگ ڦل چون).

● ڪَنچِنارُ ٤ ڪَنچِنارَ: ذ. (سن. ڪَنَڪارَڪَ). وڻ جو هڪ قسم (هن جا گل يا گولچ ڀاڄيءَ طور ڪم اچن) - ڪچنال.

● ڪَنچِنالُ ٤ ڪَنچِنالَ: ذ. (سن. ڪَنَڪارَڪَ). وڻ جو هڪ قسم - ڪچنار.

● ڪِنچِنِي ٤ ڪِنچِنِيُون: ث. هڪ ٻوٽي جو نالو، جنهن جو ميوو سوپاري جهڙو ٿئي. سوپاريءَ جو هڪ قسم.

● ڪَچو ٤ ڪَچا: ذ. صفت. (سن. ڪچ = اڻ پڪو) اڻ پڪل - ٻنا رَڌَلُ - اڌ رَڌَلُ (ڪاڌو). ڦڪو - ڦِڪڙو - ڦِڪو - بي بقا - ناپائدار (رنگ). تازو - ساوو - اڻ رسيل (ميوو). اڻ ڪمايل - خام - آلو - ناپائدار - نازڪ - ڪمزور - نرم - ملائم - ڍلو - اڻ پورو - ناتمام - ڦِڪو - ٻي جتاءُ - طاقت ۾ گهٽ (چمڙو). ڀُرندڙ - ناڪُنشون - بي زور - پِٽو - پوڙهو. اڻ تيار (کاڌو). اڻ پڪل (دِلو يا مٽ). گهٽ - ڪَسو - اوڻو - اڻ پورو. الاڙي - الڙ - اروت - اڻ آزمودگار - نئون - ٻنا تجربہ - تازو - لَوَلُ - جڙو - ميڪڙات. نابالغ - ڳيرو. نئون پرتي ٿيل - لوڪريءَ ۾ تازو پيل. عيبدار - ڏوهي - خطاوار - ورِڪَترُ - قصوروار - گنهگار. مٺو - ناپاڪ - اشُتُه - اڻ صفا - ٻِرسو - ڪوڙو - جوئو. اڻ تصديق ڪيل - بِنا ٺَڪَ. بِنا ثبي يا ٻنا سُهر. اڻ چِٽو - مُبهم - اوِنڪَتُ - نايقين - بي وسواه - بي ڪَٽو - ٻي ڪاٿو - شڪائتو - شڪي - نامعلوم - نامعتبر - نہ ويساهه جوڳو - بي ڀروسي. اٻيرو - ضعيف - ڏٻرو - لاغَرُ - هيڻو - لِسو. سڙلُ ڙُ - سَڙاوله و - لچڪيدار - مُڙِئو - لچڪئو. اندازاً - تخميني روءِ - اٽڪل روءِ. (اسم). سيلابي زمين - درياهه جي ٻوڏ هيٺ آيل زمين (جنهن تان پاڻي لهي وڃي) - ڪَچي يا پُرلڌڙ زمين - ڪناري (ڪناري واري) زمين. (سن. ڪَتشا = گار) ڏوراپو - طعنو - عِتابُ - وهڻ - مهڻو. گِلا - ٺِڪو - عيبُ - وَڏَ - گهٽتائي - داغ. خواري - بي عزتي - هتڪ عزت - آهنجتسُ - بي حُرمتي - اپَمان - بدنامي -

بدناموسي - لِندا - گهٽتائي (عزت جي) - اوڻائي. خراب ٻولي - ڪچا لفظ - گارگند - گندا اکر - گندي ٻولي. حساب ڪتاب رکڻ جو روزنامچو - ڏينهنڪڙي - دوڪاندار جو ڪرڙو. (اسم خاص). سنڌ جي هڪ قدرتي ڀاڱي جو نالو. ڀرت جو هڪ قسم (ڪ). (ث. ڪچي ٤ ڪچيون). (پڪي جو ضد).

- ڪَچا (ت): ذ. (ڏوهين جو مُحاورو) ڪُنب ۾ ڪنهيءَ طرح نہ رڌل ڪپڙا.

- ڪَچاٽُ ٤ ڪَچاٽَ (ل): ذ. صفت. ڪچو - اڻ پڪل. ننڍي عمر وارو - ننڍي ٿهيءَ وارو - ٻالڪ - ڪِيرو.

- ڪَچا ڏِينهَنُ: حامله عورت يا ڪنهن وهٽ جو پهريون ٽن - پنجن مهينن وارو عرصو. "سُڌي ڏڻ" يعني ڪچي هنڌ جي حالت ۾ هنڌ پرهندڙ ڪي مجرائي جا ڇوٽ ڏال چار ڏينهن.

- ڪَچاڻِ ٤ ڪَچاڻِ: ث. ڪَچائي - ڪَچَ - ڪَچاوَتَ - اڻ رَسيلائي. ساواڻ - تازاڻ (ميوي جي). اياڻپ - بي عقلي - بي وقوفي - حماقت - مورڪائي - چريائي - ڪوته انديشي - جَهالت.

- ڪَچاوَتُ ٤ ڪَچاوَتَ: ذ. ڪَچائي - ڪَچاڻ. اڻ پوري ڏوتل (ڪپڙي) واري حالت - خالي پاڻيءَ سان ڪپڙن ڌوئڻ واري حالت - ٻنا مصالح ڪپڙن ڌوئڻ واري حالت.

- ڪَچائِي ٤ ڪَچائِيُون: ث. اڻ پڪائي - ڪَچاوَتَ - ناپختگي - اڻ رسيلائي - ڪچاڻ. ناتجربيڪاري - مورڪائي - حماقت - بيوقوفي - بي عقلي - اياڻپَ. گِلا - شڪايت - غيبت - عيبُ. مهڻو - طعنو - ڏوراپو - عِتابُ - وهڻ. بي وفائي.

- ڪَچائِيءَ ڪَرَڻُ: مورڪائيءَ جهڙو ڪم ڪرڻ - بيوقوفيءَ جهڙو ڪم ڪرڻ - نقصان جهڙو ڪم ڪرڻ. بي وفائي ڪرڻ. ڪچو ڪم ڪرڻ. اڻلکي هلت اختيار ڪرڻ - گِلا ڪيائڻ - شڪايت ڪيائڻ. سهڻي هاب ٿيڻ - ڏوراپي جهڙو ڪم ڪرڻ.

- ڪَچو ٻارُ ۽ ڪَچا ٻارَ: ذ. ڪَچن مهينن جو ڄاول ٻارُ - اڻ مڪمل ٻار - اڌورو ٻار.
- ڪَچو پرُتُ: ڏوپي يا پرت جو هڪ قسم (جو ڪپڙي جي مٿين پاسي گهٽو ۽ سنو ۽ هيٺين پاسي ٿورو ڏسبو آهي).
- ڪَچو ٿيتڻُ: مٺورڪ ٿيڻ - گهٽ ٿيڻ - بي وفا ٿيڻ.
- ڪَچو پَڪو ۽ ڪَچا پَڪا: ذ. اڌ ڪَچو اڌ پَڪو - ڏ ڏوڙ - اڌ پڪو - ڪچ پڪوڙو - اڌو گابرو پڪل - اڻ رڌو - ڏ ڏر قدرُ - اڌو گابرو رَڌَلُ.
- ڪَچو پَڪو ڪَرَڻُ: ڪنهن ڳالهه تي ڪجهه راضي ڪجهه بي راضي ڪرڻ - اڌو گابرو راضي ڪرڻ.
- ڪَچو پَڪو ڳالهائِڻُ: ڪجهه ظاهري ۽ ڪُجهه ڳجهو ڳالهائڻ. چڱو مَنو ڳالهائڻ - تهذيب کان ڪِريل الفاظ ڪم آڻڻ - بدشد ڳالهائڻ - گارگند ڪرڻ.
- ڪَچو چِٺو بيان ڪَرَڻُ: اوٺايون پوٺايون بيان ڪرڻ - عيب ثواب پڌرا ڪرڻ - افعال پڌرا ڪرڻ - خوب شڪايت ڪرڻ - اعمالنامو ظاهر ڪرڻ.
- ڪَچو ڏاڳو ۽ ڪَچا ڏاڳا: ذ. اڻ وٽيل سٽ - ڪچي تَنَندُ - ڪچي ڏوُر.
- ڪَچو رستو ۽ ڪَچا رستا: ذ. واري يا ڪچيءَ مٽيءَ وارو رستو - خراب رستو - ڊاسڙ رستو - ڪهاڙو - بنا پٿر ۽ ڏامر جي ٺهيل رستو.
- ڪَچو روڪَڙُ ۽ ڪَچا روڪَڙَ: ذ. روزمره جي نقدي (روڪڙ) داخل ڪرڻ جي وَهي - روزاني مليل روڪڙ جي حساب ڪتاب رکڻ جي بندي.
- ڪَچو سُفيدو: ذ. اڇي رنگ جو هڪ قسم.
- ڪَچو سيرُ ۽ ڪَچا سيرَ: ذ. چاليهن تولن وارو سيرُ - اڌ سيرُ.
- ڪَچو ڪانو هڻَڻُ: گهٽ وڌ ڳالهائڻ - مهڻو ڏيڻ - عتاب ڏيڻ - وِهڻ ڏيڻ - طعنو هڻڻ. هاراتو ڪيڻ - پٽڻ.
- ڪچو ڪرڻُ: (ڪپڙو وغيره). ڪوڪڻ - ڪچي سِلائي رکڻ - ڪچو ٽوپو ڏيڻ. بي همت ڪرڻ - بزدل بنائڻ. گهٽ ڪرڻ - ناقابل ٺهرائڻ. درياءَ جو آٺل ڪري زمين کي ٻوڙڻ - سيلاب ٿيڻ - ٻوڏ ڪرڻ.
- ڪَچو ڪيرَڻُ: ٻار جو ڪَچو ڪيرڻ - ڪُهائي ٿيڻ - ڪَچن مهينن جي ٻار جو پيٽ مان نڪرڻ.
- ڪَچو ڪورو ۽ ڪَچا ڪورا: ذ. اڻ پرٽيل - ڪَنوارو - وانڍو - چڙهو.
- ڪَچو ڪورو هڻَڻُ: اڻ پرٽيل هڻڻ - وانڍو هڻڻ - ڪَنوارو هڻڻ - چڙهو هجڻ. ڪنهن ٻئي ٻار ٻچي جو وهاڻءَ نه ڪرڻ.
- ڪَچو ڪائڻُ: بي رحمي سان سيڪت ڏيڻ - مارڻ يا وڙهڻ. تمام سخت غصو ڪرڻ - بيحد ڪاوڙ ڪرڻ.
- ڪَچو ڪائي وَڃَڻُ: حد کان وڌيڪ غصو ظاهر ڪرڻ - تمام ٻهڙي نگاهه سان ڏسڻ.
- ڪَچو ڪيِرُ: اڻ ڪڙهيل کير - ٿڌو کيِرُ.
- ڪَچو ڪيِرُ پيِئڻُ: آزمايش نه هڻڻ - ڪوبه تجربو نه هڻڻ - الڙ هڻڻ - ناسمجهه هڻڻ - ناتجربيڪار هڻڻ. ٻئي جي صلاح سان ڪوبه ڪم ڪرڻ - روءِ سوءِ ڪَمُ ڪرڻ.
- ڪَچو لائِڻُ: بدنام يا گِلارو ڪرڻ - داغ ڏيڻ - ٽڪو لائڻ - بي آبرو ۽ خوار ڪرڻ - ذليل ڪرڻ - رُسوا ڪرڻ - عيبدارُ ڪرڻ.
- ڪَچو وَٽُ: ذ. ڏاڳي کي آٽي ڦيري تي ڏنل وَٽُ.
- ڪَچو هينئون ٿيڻُ: دل خراب ٿيڻ - الٽيءَ جو خيال ٿيڻ - ٿڪي جو خيال ٿيڻ - دل بتال ٿيڻ - هاڻ تي ٻارُ ٿيڻ. ڪنهن به ڳالهه جو نه وڻڻ - آڳرو ڪَمُ ڏسَڻُ.
- ڪَچِي ڪهڙِي ٻاٽِيءَ پَرَڻُ: وڏي آزمايش ڪرڻ - پرک مان لنگهي وڃڻ - ڏوهه پريڪيا مان گذرڻ. سخت آزمايش کي منهن ڏيڻ. تمام مشڪل ڪم ڪرڻ - ڪَٺن ڪم ڪرڻ.

- ڪَچِڙين لِڱين: تمام ضعيف - اپرو. ڪچڙي جسم وارو - وَت جو ٻَڙو. بيمار - اکهو - ناچاق - لَڳو.

- ڪَچِڙين لِڱين هُئَڻُ: زال جو ويم واري حالت ۾ هئڻ. بيمار هجڻ - اکهو هجڻ - ناچاق هجڻ. تمام ضعيف هجڻ - آپرو هجڻ.

● ڪُچو ۽ ڪُچا: ذ. مخصوص عضوي جي چوڌاري چاول وار - رونءِ - زيرناف - مخفي وار - شرمگاهه جي مٿان چاول وار - ڏُن جي هيٺان وارا وارَ - ڪُٽ.

- ڪُچا ڀَٽَڻُ: ڪجهه نه ڪرڻ - ڪو به ڪم نه ڪرڻ. بي فائدو ڪم ڪرڻ.

- ڪَچَن جُون ڳَنڍِيُون هُئَڻُ: گهڻي پريت هئڻ - ننڍپڻ جي دوستي هئڻ - تمام گهڻي محبت هئڻ - بيحد محبت هئڻ.

- ڪُچو ڀِي نه ڀَٽَڻُ: ڪجهه به نه ڪرڻ - ڪو به ڪم نه ڪرڻ.

● ڪَچو بَخشو کهوڙو: اسم خاص. تعلقي کهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو ڀِهابُ: اسم خاص. تعلقي کهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو ڀِنڊِيُ: اسم خاص. تعلقي کهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو ٽُپِيُ: اسم خاص. تعلقي کهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو ٽَٽ: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچُورِ: ث. (سن. ڪَرچُور<ڪچ. ف. زرنباد) سُنڍ سان مشابهت رکندڙ هڪ خوشبوءِ دار ٻوٽي جي پاڙ جو نالو (رنگ ڀورو، ذائقو ڪڙو ۽ تيکو، طبيعت گرم ۽ خشڪ، دوا طور ڪم ايندڙ) - آٽ ڪَچُورُ - جَندوارُ.

● ڪَچورِي ۽ ڪَچوري پُوِن: ث. ٻيسڻ، قيمي يا چڻن جي دال سان ڳاهيل ۽ تيل يا گيهه وغيره ۾ تريل ٽِڪِي - مصالح دار ٽِڪِي - چَهري ٽِڪِي.

● ڪَچو سُڪَنپُورُ: اسم خاص. تعلقي سڪرنڊ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو سِيتانُ: اسم خاص. تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو شاهَپُورُ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي عاقل ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو ڪَشمورُ: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو ڪوٽ شاهُو: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو ڪوهيرِيُ: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو ڪوسِڪِيُ: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچُولُ ۽ ڪَچُولَ (ت): ذ. زنانو ٻَهراڻُ.

● ڪَچولو ۽ ڪَچولا: ذ. چِڪڻي، چيڙهالي، لڳلڳدار ۽ وَڪَ واري ڀاڄيءَ جو هڪ قسم - ڪَچالو - چِيڻي ڀَٽاٽو - رَتالو.

● ڪَچوارُ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچُولِيُ: اسم خاص. عمرڪوٽ ۽ ڏڪهڙي تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو مَٽوهوُ: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو مَنڊو دائيرو: اسم خاص. تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو مِياڻِي مَلُوڪُ: اسم خاص. تعلقي آڀاوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچو ميرانپُورُ: اسم خاص. تعلقي کهوڙڪيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَچُونبَرُ ۽ ڪَچُولبَرَ: ذ. سرڪي ۾ ڪُتر ڪري ٻُسايل بَصَرُ - ڪَچُومبَرُ.

- ڪَچُونبَرُ ڪَرَڻُ: سَنهون ڪرڻ - ذرا ذرا ڪرڻ - گيِنچپچا ڪيڻ - ڪُتر ڪرڻ - گِتَرا ڪرڻ - ٽڪر ٽڪر ڪرڻ. ماروڻ - فنا ڪرڻ - نابُود ڪرڻ.

● ڪَنچُوڻُونُ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَنچُونُو ۽ ڪنچُونا: ذ. ڍٽ ساڪ جي زالن جي پوشاڪ ۾ فقط ڇاتي ڍڪيندڙ اڌ گنج - چولي - انگيا - پارڪر جي ڪولهي عورتن جو ويس. عورت جو ٻنبو.

● ڪَنچَهرِي ۽ ڪنچهريُون: ث. (سن. ڪر تيہ گرھ). مجلس - محفل - مارڪو - منڊل - منڊلي - رهاڻ. سات - سنگت - دوستي - ميلاپ. فيصلن لبيرڻ جي جاء - انصاف گهر - ديوان - عدالت خانو - انصاف جي جاء - عمل خالو - نيائي سڀا - راج دربار - بارگاهه - دربار شاهي - دربار. حاضرين يا پڌائڙن يا ملاقاتين جو هڪ هال. اجلاس. آفيس - دفتر.

- ڪَنچَهريءَ جو سونُ: سنو ڳالهائيندڙ - فضيلت وارو - سياڻو - عاقل - نيڪ گفتار - با اخلاق - ڏاهو.

- ڪَنچَهري ڪَرَڻُ: عدالت ۾ ويهي مقدمو هلائڻ - راج دربار لڳائڻ. اجلاس ڪرڻ - ميڙ ڪرڻ. ڳالهه ٻولهه ڪرڻ (زماني جي).

- ڪَنچَهريو ۽ ڪنچهريا: ذ. ڪچهري ڪندڙ - رهاڻ جو ڪوڏيو - مجلسي. درباري - درٻار جو. دفتر ۾ ڪم ڪندڙ - منشي. ڪلارڪ.

● ڪَنچهلا: اسم خاص. ذات جو هڪ قسم.

● ڪَنچِي ۽ ڪنچيُون: ث. صفت. "ڪچي" جو مؤنث. اڻ رسيل - اڻ پڪل. ڪچو ڪم - عيب - ڪچائي - بدزيبي ڳالهه - شڪايت - مهڻو - گلا. خراب. زمين کي آبادي لاءِ ڏلل پهريون پاڻي. شروعات - منڊ - آرنڀ. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو. (ت). پاڇيءَ جي پوک - ٻقل.

- ڪَنچِي تِيڻُ: ڪچو ڪم ڪرڻ - ڪم بگاڙي وجهڻ - خراب ڪم ڪرڻ - شڪايت جهڙو ڪم ڪرڻ.

- ڪَنچِي ڏاتو: ڪاٺين سان ڪوئي ڪيڏيل (بين ڏاتن سان ڳڏيل) ڏاتو.

- ڪَنچِي ڦڪي: عيب - گهٽتائي - اوڻائي - وڏ.

- ڪچي ڦڪي ظاهر ڪرڻ: عيب جوئي ڪرڻ - گهٽتائي ظاهر ڪرڻ - عيب ظاهر ڪرڻ.

- ڪچي ڦِڪِي ڪَرَڻُ: گهٽتائي ڪرڻ - اوڻائي ڪرڻ.

- ڪَنچِي ڪانُبَ: ث. سنها پار - لنيا پار.

- ڪَنچِي ڪانُبَ هُڻَڻُ: لنيا پار هڻڻ - ڪچهه ٻه ئه هڻڻ.

- ڪَنچِي ڪِههَ هُڃَڻُ (ت): ٻت لرم هجڻ - تمام نفيس هجڻ - نازڪ بدن ۾ هجڻ. تمام لرم هجڻ - ريشم جهڙو هجڻ - ڪومل هجڻ.

- ڪَنچِي ڪَرَڻُ: خرابي ڪرڻ. سلڻ - پڌائڻ - پڌري ڪرڻ (ڪابه ڳالهه) - ظاهر ڪرڻ - ڳالهه کولڻ - راز پڌرو ڪرڻ. (ونجهوڻي والد ۾) سڀ پاريون هڪ پاسي آڪري وڃڻ.

- ڪَنچِي ڪوڏِي: ٻه ئه هڻڻ: ڪچهه ٻه ئه هڻڻ - سڄو هڻڻ - هٿين خالي هڻڻ - لُلهو هڻڻ - پالهو هڻڻ.

- ڪَنچِيءَ ڪانُ: منڍ ڪان - شروع ڪان - شروعات ڪان - پهريائين ڪان - اوائل ڪان - ابتدا ڪان - اصل ڪان - بنيادي.

- ڪَنچِي لاهِڻُ: اڻ تيار تيل (ڪاڏو پوک وغيره). لاهڻ - اڻ پڪل شئي لاهڻ.

- ڪَنچِي لهَڻُ: اڻ تيار تيل (ڪاڏو وغيره). لهڻ - اڻ پڪل لهڻ.

- ڪَنچِيءَ ۾: شروعاتي - شروعات ۾ - منڍ ڪان - منڍ ۾ - شروعات ڪان - اوائلي - ابتدائي - بنياد ڪان.

- ڪَنچِيءَ ۾ خراب ٿيڻُ: شروعات ڪانوئي خراب ٿيڻ - بنياد ئي خراب هُجڻ - منڍ ۾ ئي ڪرجي وڃڻ.

- ڪَنچِيءَ ۾ ڪرڻ: شروعات ۾ سنڀالڻ - منڍ ۾ ڪرڻ - شروع ڪان ئي سنڀالڻ - بنياد ڪان وٺي ڪچهه ڪرڻ.

- ڪَنچِي وَٽ: ريچ ڏنل زمين ۾ گهٽي قدر آلاڻ - پاڻي ڏنل زمين ۾ اجا ٻيڻل گپ - هر ڏيڻ جي لائق زمين.

- ڪَڇِي وَهِي ۽ ڪَڇِيُون وَهِيُون؛ ث. اها روزاني حساب ڪتاب جي وهي جنهن ۾ رقم گهٽ وڌ ڪري سگهجي - روزنامچو - ڪاتو - ڏينهنڪڙي - ڪرڙو - سوڙهه بندي - ڪچي بندي - روزنامو - روزاني داخلا جي بندي. ڪچو ڪاتو.
- ڪَچِيُون ڏِيڻُ (ت)؛ اڌ پڪل ڪارڪون پال وجهڻ - ڪچين ڪارڪن کي ٻُهه وغيره ۾ بند ڪري هتراڌو پچائڻ.
- ڪَچِيُون ڪَرَڻُ: اڌ واس ڏيل ڪارڪون هٿي ٻُهه يا ڪنهن ٿانو ۾ بند ڪري رکڻ ۽ پال وانگر ڪيڻ - ڪچيون ڏيڻ.

● ڪُچِيلُ ۽ ڪُچِيلَ؛ ذ. صفت. خراب - ٻچڙو - مَندو - بَد - ڪِنو. ميلو - ميرو - گندو - لڱڙائيل. لِجَسُ - دُشٽُ - خبيث - ماهي - مَندو - ٻراچتي. حرڪتي - شرير - بدمعاش - لچو - آنڌرو - ڪيچلو - مستي خور.

● ڪَچيلا: اسم خاص. هڪ خاص ذات جو نالو.

● ڪَڇَ ۽ ڪَڇُون: ث. (س. ڪَڪشَ = بغل). جسم جي ٻانهن ۽ ڪلهي جي جوڙ وارو هيٺان جو هنڌ - بَغَلُ. وِهِٽُ - ماپ - پيمائش - پيمانو - ڦيٽ. ماڻ - ماپو - ڪاڇو. هَنڇُ - گود - جهولي.
- ڪَڇَ پِلاَڙِي (ت)؛ ڪڇ ۾ نڪتل ڦرڙي - ڪڇوراڙي - ڪڇ ۾ نڪتل ڳِتڙُ - بغل ۾ نڪتل ڦرڙي.
- ڪَڇَ ڪَرَڻُ (ت)؛ سوئر کي ڏڪو هٿي مارڻ - ميروڻ کي پالي سان مارڻ. ماپ ڪرڻ - وهٽ ڪرڻ.
- ڪَڇُون ٽوڪَڻُ: خوش ٿيڻ - جهمر هڻڻ - گڌ گڌ ٿيڻ - وهسڻ - من موج ۾ اچڻ - بغل ٽوڪڻ - سرهو ٿيڻ - لهال ٿيڻ - راضي ٿيڻ - آننه ۾ اچڻ.
- ڪَڇَ وِهِٽَ؛ ماپ ساپ - وڏ تڪ - ترچل - ڪهڙيچ (ڪ).

● ڪَڇُ؛ اسم خاص. (س. ڪڇ = ڪنڌي يا ڪنارو). سنڌ جي ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ جي ڪناري سان هڪ ملڪ جو نالو - ڪاڇو - هڪ ٻرگٽي جو نالو. ميدان - هيٺائين زمين - ماٿري - وادي - ترائي. ڪڇو (ت).

● ڪڇ ۽ ڪڇُون (ڪ - ث)؛ ث. پيشاب جي بيماريءَ جو هڪ قسم - پيشاب جو ساڙو - پيشاب ۾ خرابي واري بيماري (ٻڪريءَ کي لڳي ته ڏوڙي ٿي دانهون ڪري).

● ڪَڇُ ۽ ڪَڇَ (ل)؛ ذ. ڪڇ ۾ نڪتل ڳِتڙُ - بغل جو ڳِڙ - ڪڇوراڙي. سور واري چاهه - ڦرڙي - ڦٽ - سُڄيل چاهه - چوپائي مال جي مرض جو هڪ قسم. هڪ دوا جو نالو.

● ڪُڇُ؛ ظرف. (س. ڪنچ). ڪجهه - ٿورو - ڪي - ذرو - ڪي قدر - ڪجهه قدر - قدري - قليل - ٿورو ڪجهه. ڳالهائڻ واري حالت - ڪڇڻ واري حالت (سواليه). ڇو ٿا چئو؟ - ٻڌاءِ؟ - شروع ڪر؟ - ڳالهاءِ؟ - آواز ڪيو؟ - آواز - پڪو. (ل).

● ڪَڇَائِيڻُ؛ مصدر. ماپائڻ - ماپ ڪرائڻ - وهٽ ڪرائڻ.

● ڪِڇَائِيڻُ؛ مصدر. ٻچان ڪرڻ - ڪراهت آڻڻ - نفرت ڪرڻ.

● ڪُڇَائِڻ: مصدر. ڳالهه ڪرائڻ - ڳالهائڻ - چوارائڻ - چوَرائڻ.

● ڪَڇَرُ ۽ ڪَڇَرَ؛ ذ. لاسگ جو هڪ قسم.

● ڪَڇِرُ ۽ ڪَڇِرَ؛ ذ. سازسامان سان ڀلائيل اٺُ. ڏکي ڳاڏيءَ سان ٻاچاريءَ ۾ پڌل ڳنُ. اگين چنگهن ۾ ڦٽ وارو اٺ، ڳوڏن ۾ پيل چٽن وارو اٺ.

● ڪِچِراڙو ۽ ڪِچِراڙا (ل)؛ ذ. گند - ڪچرو - ڪين - پُهر.

● ڪَچِرو ۽ ڪچِرا؛ ذ. ڪَچِرُ - ڪچين لڱل اٺُ (ل). اٺ جو هڪ عضوو - بٽرُ (ٿ).

● ڪَچِرو ۽ ڪِچِرا؛ ذ. ڪنو - گدلو - گندو - خراب - ميرو - غليظ - مَلين - ڏوڙ پيڪليو - ٻچڙو - ڪِچِڙو (ل).

● ڪَچِرِي ۽ ڪَچِرِي: ث. ڳچ يا چولي جي ڪڇ واري هنڌ ڪان لڳل ڪهڙي جو ڏڪيو

ٽڪر - ڪڇوتي. مَنجِيءُ جي پاسن واري ڪاٺي (ت). ٻيل گاڏي جو هڪ پاگو. (ت).

● ڪُڇِرِيءُ ■ ڪُڇِرِيُون (ت) : ث. مَنجِيءَ جي پاسي واري ٿلهي ڪاٺي، جنهن جي سوراخن ۾ ڏرو پوي.

● ڪَڇُڙ ■ ڪَڇُڙُون: ث. (سن. ڪَڪشَ). ٻار وغيره کڻڻ لاءِ بغل يا ڪڇ جو هيٺيون حصو يا پاسو - ڀاڪَر. (صفت). ڪڇ تي چڙهيل.

● ڪُڇِڙِ ■ ڪُڇڙُون؛ ث. چُترِ - ڏُڏِ. ٻالڊو - ڪرلکهو - ڪڇ - بغل. (ل).

● ڪِڇِڙو ■ ڪِڇِڙا؛ ذ. صفت. درد ۾ دانهون ڪندڙ مريض - سورانيو - ڏانهرُ.

● ڪَڇُڙو: اسم خاص. ڪَڇَ ملڪ جو هڪ نالو.

"ڪيئن مائيندا سي چوڏهن چارو ڪُڇڙو".
(شاهه).

● ڪَڇِڙِيءُ ■ ڪَڇِڙِيُون: ث. قميص وغيره ۾ ڪڇ وٽان ٻيل ڪپڙي جي ٽڪندي پٽي يا ٽڪر - چولي جي ڪڇ - ڪڇڙي. ڪپڙي جو ٽڪر - چاڙڪي - ٻاڙي . هٽ.

● ڪَڇَڻُ؛ مصدر. ڪڇ ڪرڻ - ماپ ڪرڻ - ماپڻ - مَپ ڪرڻ - ماڻ ڪرڻ. ماپو وٺڻ - ويهٽ ڪرڻ - پيمائش ڪرڻ.

- ڪَڇِي ڦاڙَڻُ؛ هوند سارو خرچ ڪرڻ - پنهنجي هوند سارو هلڻ - سوڙ آهر پير ڊگها ڪرڻ - گهٽي ڳوتي هلت ڪرڻ - سوچي ويچاري ڪم ڪرڻ - ڪمائي سارو خرچ ڪرڻ - آهت سارو ڪپت ڪرڻ.

● ڪَڇِڻِ ■ ڪَڇِڻِيُون؛ ث. صفت. ڪاڇڻ - ڪڇي زال - ڪڇ جي رهاڪو عورت. ڪَڇ جي (چوپائي).

- ڪُڇَڻُ؛ مصدر. (سن. ڪُڇ = تيز رڙ ڪرڻ > ڪَنڇ = ٻُڌڻ ٻُڌڻ ڪرڻ). چوڻ - ڳالهائڻ - احوال ڪرڻ - ڳالهه ڪرڻ - آکڻ - بيان ڪرڻ - بات ڪرڻ - آلڻ - ٻولڻ - ڪَهڻ - ڳُرهڻ - ڳالهه ٻول ڪرڻ. (ڪافي) ڳائڻ.

- ڪُڇَڻُ ڪَنڌِيءُ؛ ڪَڇڻ جي ڪَنڌِيءُ - ڳالهائڻ جو ڳهٽ.

"ڪڇڻ ڪنڌي لاءِ ڪَنُ تي ڪيڇين ڪڇيو".
(شاهه).

● ڪَڇو ■ ڪَڇا؛ ذ. (سن. ڪَچِلَڪَ = ڪاڇو). گوڏي ڪان مٿي ٻيٺل ننڍي سٿڻ - ننڍو پائجامو - چڊي - لنگوٽي - جهانگيو. گوڏ - ٻوتڙو - ڏابَ - لاڪَ. ننڍڙي ٻار جي سٿڻ - ٻار جي شلوار. (سن. ڪَنڇُڪَ = ڪاڇو). ماپ - ڪاڇو - قد. جبل جي مٿان آباديءَ لاءِ مٿيءَ وارو ميدان (ڪ). جبل جي اوپر وارو پاسو. (سن. ڪَڇَ = پيڙيءَ جو پاسو). پيڙيءَ جو پويون تختو - پيڙيءَ جو پاسو. (ت). طعام جو ٻوش. (سن. ڪَڪشا = ڦرڙي). اٺ وغيره کي ٿيندڙ ڦٽن جي هڪ بيماري - اٺ جي اڳين ٽنگن ۾ مرض جو ڳوڙهو. ٽالڊورو - موڙ - ٽَندو - ٽبکو - ڏور.

- ڪَڇوٽِيءُ ■ ڪَڇوٽِيُون؛ ث. لانگوٽ - لنگوٽ - لنگوٽو. لانگوٽي - لنگوٽي - لُنگ - ڪڇو - جهالڪيو.

"ڪڇي ڪَڇوٽي، نانگن پڌي نينهَنءَ جي".
ڪفني - وڏو چولو. (ت). (شاهه).

● ڪَڇو؛ اسم خاص. رياست ۾ ماڇين جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪَڇورائِي ■ ڪَڇورَاڙِيُون (ل)؛ ث. گندگي - گند ڪچرو - مَيلُ - پُهرُ - ڪِچرو - غلاظت. ڪِنِ . بدبوءِ. ڪڇ ۾ لڪل ڳوڙهو - ڪڇوراڙي.

- ڪَڇوراڙِيءُ ■ ڪَڇوراڙِيُون؛ ث. (سن. ڪَڪشَ). ڪَڇَ ۾ نڪتل ڦرڙي - بغل ۾ نڪتل ڳوڙهي - ڪڇوراڙ.

- ڪَڇورائِيءُ ■ ڪَڇورَائِيُون (ڪ): ث. بيماريءَ جو هڪ قسم - ڪڇ ۾ لڪتل ڳوڙهي - ڪڇوراڙ - ڪڇوراڙي.

● ڪَڇُونُ ■ ڪَڇُونُ > ڪَڇُوئَانُ: ذ. (ارا. ڪچهو؛ ف. ڪشف. سن. ڪَچڇَپَ =

ڪڇو). پاڻيءَ جي هڪ جانور جو نالو- ڪُمُ- ڪُميءَ جو نر- ڪَڇَنُّون- سنگپُشت. (ف).

- ڪَڇَنُّن ۽ ڪَڇَنُّون؛ ذ. ڏسو ڪڇُون.

- ڪَڇَنُّون؛ ذ. ڏسو ڪڇُون. (اسم خاص). هندن جي هڪ اوتار جو نالو.

- ڪَچِنُّين ۽ ڪَچِنِّيُّون؛ ث. ڪڇون جي مادي- ڪُميِ- تِرَنِ (ل)- طوم.

● ڪڇِي ۽ ڪَڇِي (ل): ث. آٽ جي وارن ڪترڻ ۾ بغل وٽ ڇڏيل وارن جي ڇڳ. (صفت). ڪڇ جو- ڪڇ وارو- ڪڇي نسل جو- ڪڇ ملڪ جو رهاڪو- ڪڇ جو مزور. (اسم خاص). رياست قلات جو هڪ ڀاڱو (جنهن کي "ڀاڳناڙي" جو علائقو به سڏين ٿا، هتان جا ڍور تمام مشهور آهن). (اسم خاص). تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَڇِيَا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪڇِيرَڻِ ۽ ڪڇيرَڻيُون (ڪ)؛ ث. ڪڇ ۾ نڪتل ڦوڙهي- بغل ۾ لڪتل ڦرڙي- ڪڇوراڙي.

● ڪَنْدُ ۽ ڪَنْدَ؛ ذ. ضد- هوڏ- شِدتَ- نِرجائي- ڏيٺائي، بحث- دليل بازي- مناظرو.

- ڪَنْدُ ٻَڌڻُ: ضد ڪرڻ- شدت ڪرڻ- هوڏ ڪرڻ- نرجائي ڪرڻ- ڏيٺائي ڪرڻ. بحث ڪرڻ- دليل بازي ڪرڻ.

- ڪَنْدِيُ ۽ ڪَنْدِيُ؛ ذ. صفت. نِرـشدِّي- ضدي- ٻيپشيرو- ڏيٺُ- ارجو- هوڏي- تجسُ- اڙونو- نِرجو- آهنڊ- سادَتمُهرو. ڦڏائي- تڪراري- جهڳڙائي، حجتي- بحثي، اورچ- اڻ ٿڪ- محنتي- جفاڪش- ثابت قدم.

● ڪَنْدَاچِتِ؛ ظرف. (سن. ڪَداچت = هيڪر). شايد- جيڪس- الاجي- متان- مجاڻ- اچانڪ- ڪڏهن- متان- مبادا- البت- گمان- نہ معلوم.

● ڪَنْداچِت؛ ظرف. هرگز- ڪڏهن بہ.

● ڪُنْدِتِ ۽ ڪُنْدِيُون (ت)؛ ث. ٺڳي- ڪپت- دَغا- فريب- دوکو- ويساهه گهاتي- دولاب- مڪر- چِننڊ.

● ڪَنْدُ خُدَا؛ ذ. (ف. ڪَنده = گهر خدا = مالڪ). گهر جو مالڪ- گهر ڌڻي. سائين- آقا- آغا- مالڪ- والي. ڀتار- ڳهوٽ- ڪت خدا- وَرُ- مڙس- شوهر- پتي- سوامي.

● ڪُنْدِرِڪَان (ت)؛ ذ. ماڻهن جي گهڻائي- هجوم- خلقت- انبوهه- ميڙُ.

● ڪَنْدُو ۽ ڪَنْدُوُ؛ ذ. سائي ڀاڄيءَ جو هڪ قسم- ايرانئون (ٻرما)- دُودِيُ (ت). ول جو هڪ قسم، سندس تيل دوا طور ڪم اچي ۽ سندس سڪل تُنبُ ترڻ جي ڪم اچي. شراب جي بوتل- صراحي- ڳُهڪيهيُ. وڄائڻ جو هڪ ساز- طنبُورو- طنبورُ.

- ڪَنْدُ ڪَشُ ۽ ڪَنْدُو ڪَشَ؛ ذ. (ف). ڪدوءَ کي چلڻ ۽ صاف ڪرڻ جو هڪ اوزار.

● ڪُنْدُو ۽ ڪُنْدَا (ڪ): ذ. نِرُ- هٺ وارو- هوڏي- ضدي- شِدتي- اڙونو- ڏيٺُ- نرجو- آهنڊ.

● ڪَنْدُورتَ ۽ ڪَنْدُوُرتَ؛ ث. پليتائي- اهوترائي- آلائِشَ- غليظائي- گدلائي- ناپاڪائي- ميرائي- مَلُ- غير- خرابي- بڇڙائي. دشمني- پيائي- زنگ- بغض- ڪينو- دُويش- وَڪانڊُ- ڪندائي- بد نيتي- ضد- دشمنو- ڪلفت- بيمالي- اندرڪوڙائي- عَڪس- ڪوٽ- عداوت- ڪُپت- ويرُ- خفگي- چڙ- غصو- ڪاوڙ- ناراضگي- رنج- رَنجش- آزارگي- شڪر رنجي- گهٽو ناراضپو. خار. افسردگي- ملال- ڏک- ڏک- ارمان. ڌوڙ- گرد- غبار- مٽي- لَت- دز- بُسَ. عيب- ورِڏَ- گهٽتائي- ڪاڻ- ڪوٽ- اوڻائي- ڦوڻائي- سقمُ.

- ڪَنْدُورَتَ رَکڻُ: بغض رکڻ- عداوت رکڻ- ڪپت رکڻ- پيائي رکڻ- ڪينو رکڻ- وير رکڻ.

● ڪَنْدَهُ؛ ذ. (ف). جڳهه- مقام- گهر- خانو- آستان- جاءِ- ٺڪاڻو- هنڌ- آستانو- ماڳ- منزل. جيئن "آتش ڪَنْدَهُ- مٽي ڪده وغيره". ڳوٺ- گام.

● ڪَنْدِيُ؛ ظرف. ڪَڏِهِ- ڪڏهن بہ.

● ڪَنْدِيفُو ۽ ڪَنْدِيمَا: ذ. (ع. قَطِيفَه). اچي ۽ قيمتي ڪپڙي جو هڪ قسم. ريشمي مخمل-

ڪَنڊِ پِڦيءَ - زربفت - قناويز - مخمل - قطيفو - آطلس - ولويٽ - سيٽينَ . پَٽ - ريشم .

”ڪَنڊِ پِڦيءَ جي ڪَرهَا، هيدي ڀانئين حال“ .
(شاھ).

● ڪَنڊِ پِلَ ۽ ڪَنڊ پِلُون؛ ث. وهڻ جي لاءِ ارم ڳادي اڳِل ڪرسي - (انگ) ڪوچ - صوفو.

● ڪَنڌُ؛ اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪُنڌِرَڻُ: مصدر. خراب ٿيڻ - ڪرڻ - بگڙڻ - ڦِٽڻ - دائيون ڀائيون لڪرڻ - ڪُرومُرو ٿيڻ.

● ڪَنڌُو ۽ ڪَنڌَا (ڪ)؛ ذ. گهٽو ڪاڏو - هيچ. وٽو - ڪٽورو - جمن - پيالو (ت).

● ڪُنڌُو ۽ ڪُنڌَا؛ ذ. صفت. خراب عادتن وارو - بدعادت - ڪرتوتن ڪِنو - ڪُماڻهو - بي حياءُ - بدافعالو. اندر ڪوڙو - دل پليت - ڪُنبو. پرائو مال هضم ڪندڙ. لُچو - بدمعاش. لَشِيُرُ - رَذيل - واهيات. ڪهٽ - خسيس - ليچ - ڪميڻو - ڪم ذات. خراب - ڪِنو - بڇڙو - گندو - رَدي. چور - چورائيو. (ت).

- ڪُنڌا ڪَرُتُوتَ؛ ذ. بي حيائي وارا ڪم - خراب ڪم.

- ڪُنڌائِيُ ۽ ڪُنڌائِيُون: ث. اوڇ - ليچڻ - ڪميڻائي - اوڇائي - ليچ ڀائي - بدچالي - بسورائي. الدرڪوڙائي - بي ايماني.

● ڪَنڌَ ۽ ڪَنڌُون (ت)؛ ث. مرجات - غيرت - اثر - تاثير.

● ڪَنڌِ ۽ ڪَنڌُون (ت): ث. پيڙي جو هڪ اوزار - پيڙيءَ جي وچ ۾ لڳل هڪ اوزار. دوباره ڳاھڻ جهڙو اناج يا تيلي ٻيج - پيٽَ ڀاهيل سنگن جا اناج کان جدا ڪيل ڪَنڌَا. پيرن جي پوريءَ چنبيل ڪاٺيون (ل).

● ڪَنڌُ ۽ ڪَنڌَ: ذ. (سن. ڪبنتڪرَ). ڪَنڪ - ڪڏو - ڪنهجرُ.

● ڪُنڌُ ۽ ڪُنڌَ؛ ذ. مال جي ڊوڙ ڊُڪَ - رالد رواد - تپو - ٽينگ - ٽپُ - لُوه - چال. شوق. دل - خيال - وَهم - ترنگ - آليل - چت پرم - ريچڪ - من موج - شور. ٻارن ڪي ڪبڏائڻ واري حالت - لاڏ - ڪوڏ - ماڻو - نازنخرو - انگل.

- ڪُنڌ چِارَ ۽ ڪُنڌ چِارَوُنُ؛ ث. ڪڏڪارو - ٽپڪو - ٽپِڪو.

- ڪُنڌَ ڏيڻُ؛ ٽينگ ٽپا ڏيڻ - چرڪڻ ٽرڪڻ.

- ڪُنڌڪارَ ۽ ڪُنڌڪارَوُنُ؛ ث. ڪُنڌَ - ڊوڙ - ڊُڪ - ٽپڪو - ٽپڪو - ڪُنڌ چارَ.

- ڪُنڌ ڪارو ۽ ڪُنڌڪارَا: ذ. ڊوڙ - ٽپ - ڪڌ چار - ڪڌ ڪار.

- ڪُنڌَ ڪَرَڻُ؛ ٽينگ ڏيڻ - ٽپا ڏيڻ - چال ڏيڻ - ٽاڏون ڪرڻ. اوچتو ٽپ ڏيڻ - آهَڪُ ڪيڏالهن وڃڻ. آڪڙ ڪرڻ - مستي ڏيکارڻ. نقصان جهڙو ڪم ڪرڻ.

- ڪُنڌَ ڪَري، وَڙهَڻُ؛ رَوءَ ڪري وڙهڻ - هرو ڀرو وڙهڻ - هاسيڪار وڙهڻ.

- ڪُنڌَ ڪَٽَڻُ؛ حرص ٿيڻ - شوق ٿيڻ - چاھ ٿيڻ - دل ٿيڻ - شوق ۾ اچڻ - موج ڪرڻ. ريچڪ اچڻ - بود ۾ اچڻ.

● ڪَنڌَا: اسم خاص. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڪُنڌَارَڻِ؛ اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪَنڌَاڪُنِيُ ۽ ڪَنڌَاڪُنِيُون: ث. منگرمڇيءَ جو هڪ قسم (پنَي ڪاري، بدن گولائون، لنڊن اچن ٽڪن سان، قد هڪ فوٽ، ويڪر ڏيڍ فوٽ).

● ڪَنڌَڪُونُو؛ ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڪُنڌائِڻُ؛ مصدر. (سن. ڪورد، ڪردن، ڪرد = راند). ٽپائڻ - لچائڻ - ٽينگ ڏيارڻ - ٽپا ڏيارڻ - چال ڏيارڻ - ڪوڏائڻ. خوش ڪرڻ - راضي ڪرڻ - ريجهائڻ - پرڀائڻ. کيڏائڻ - والدرائڻ - رالد ڪرائڻ.

● ڪَنڌَرِ (ڪ): ذ. ذرا ذرا - ٿُهڻ - ڀُڪا - پورا - ٽُڪر - پور. انيڀون نڀيون ڪاٺيون - ڪَنڌا. آن لڪري وڃڻ ڪري سنگن جون ٻاقي بچيل ڪاٺيون - ڏڏر ڦڌر.

- ڪَڏَرَ لَڳَڻُ: ذرا ذرا چِڙِڪَڻُ.

● ڪُڏِڪِي ۽ ڪَڏِڪِيُون (ث)؛ ث. سڌ - خواهش - مرضي - دل - اِڇا - تمنا - رُچي.

● ڪُڏَنڌُولو ۽ ڪُڏَنڌُولا (ت)؛ ذ. بدشڪل - بڇڙو - بدزيبو - ڪوجهو - ڪِنو - بدصورت.

● ڪُڏَڻَ ۽ ڪُڏَڻُون؛ ث (سن. ڪُورُدَ = ٽپڻ). ڪوڏ واري (عورت) - لاڏ واري

"ڪڏڻ نڪتي ڪوٽ مان، لڪري ٿي اروار".
(اسحاق ڪبڙو).

● ڪُڏَڻِ؛ اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪُڏَڻُ؛ مصدر. (سن. ڪورْدَ = ڪُڏڻ). ٽپا ڏيڻ - ٽپڻ - ٺينگ ڏيڻ - ٽپ ڏيڻ - ٽاڏون ڏيڻ - ٽڏڻ - ڇال مارڻ - ڇال ڏيڻ - لڇڻ. رانديون ڪرڻ - کيڏڻ - راند روند ڪرڻ. خوش ٿيڻ - کلڻ - وَهسڻُ. ٺهڪ ڏيڻ - (گهوڙي جو) ڪوڏي ڪرڻ. ڀڄڻ - ڀڄاڪ هڻڻ - دم هڻڻ - ڊاڙ هڻڻ - ميرڪڻ. ڪنهن تي آڌار رکي ٽانءَ ۾ پرچڻ. (صفت). ٽپا ڏيندڙ - ٺينگر - راند ڪندڙ.

- ڪُڏِنُو ۽ ڪُڏِنَا؛ ذ. صفت. ٽپيندڙ - ٽپا ڏيندڙ - ٺينگر - ٽپڻو - ڪڏڻو - ڇال ماريندڙ - ڪڏندڙ. ڇاڳلو - ڇاولو - ڇاتو. ڪڏاري - والديڪر.

- ڪُڏِنُو جُوانُ: ذ. ويڙهو پهلوان. شوقين. خفتي.

- ڪُڏِيُ پَوَڻُ؛ شوق سان ڪاهي اچڻ - ڊوڪي پوڻ - ٽپي پوڻ - ڪهڙي پوڻ.

● ڪڏو ۽ ڪڏا؛ ذ. (سن. ڪَنْدَڪَرَ). آن لهي وڃڻ منگ - آن جي ٿُنهَہ جو ذرو - تماڪ جي ڏانڊي (ہن لٿل). ڪِڪ - ڪَڏُ - ڪَهجَرُ. ٿورو - ذرو (ت). اڌڙ چانور (ل). پاڻيءَ سان پريل ڪڏ - ڪڏو - ڪاڏو - پاڏ - چلهو. ويڪرو ٿي وڃڻ واري حالت (ل). هڪ مڇيءَ جو نالو - ڪالو. ڪاوڙ - غصو - چڙ (ت). ڪهرت (ت).

- ڪَڏو ڪَيَڻُ؛ نڪتہ چيني ڪرڻ - چڪون ڪيڻ - اوڻايون پوڻايون ظاهر ڪرڻ.

- ڪَڏو ڪَرَڻُ: مالهوءَ کي لڙڻ - لڙي سڄو ڪرڻ - پينگهو ڪري ڇڏڻ.

- ڪَڏِي وَارُو ۽ ڪَڏِي وَارَا؛ ذ. قابل حسُ - چيتن حواس - تند مزاج - مڙاسو - ڏکڻو. نازڪ. غيرت مند.

● ڪِڏو ۽ ڪِڏا (ت)؛ ذ. صفت. ڪيڏو؟ - ڪيترو؟.

● ڪَڏَهِنُ؛ ظرف. (سن. ڪَدَا). ڪيڏيءَ مهل؟ - ڪهڙي وقت؟ - ڪهڙي ڏينهن؟ - ڪنهن وقت - ڪنهن بہ وقت. شايد - جيڪر - جيڪس - الاجي.

- ڪڏهاڪُرُ؛ ظرف. (سن. ڪُتَہ). ڪڏهاڪو - ڪيتري وقت کان وٺي - ڪڏهن کان - ڪڏهڪو - گهڻي وقت کان - گهڻو اڳي - ڪهڙي وقت کان؟.

- ڪَڏهاڪو؛ ظرف. گهڻو آڳاٽو - ڪڏهڪو - مدت اڳ - گهڻا ڏينهن. ڪڏهاڪر.

- ڪَڏهڪو ۽ ڪَڏهڪا؛ ظرف. ڪڏهاڪو - ڪَڏهاڪُر.

- ڪَڏهوڪو؛ ظرف ڪڏهوڻڪو - ڪڏهڪو - ڪڏهوڻو - گهڻو اڳ - ڪچ وقت اڳ - ڪڏهاڪر - ڪڏهاڪو - ڪڏهن جو - ڪهڙي وقت جو؟.

- ڪَڏهُوڻڪو ۽ ڪڏهُوڻڪا: ذ. ظرف. ڪڏهڪو - ڪڏهوڻڪو - ڪڏهانڪُر - گهڻو اڳ - گهڻي مدت کان.

- ڪَڏَهُوڻُو؛ ظرف. ڪڏهوڻڪو - ڪڏهڪو - ڪڏهانڪر - گهڻو اڳي.

- ڪَڏَهِنُ نہ؛ ظرف. ڪڏا ڇِتِ - مُور نہ - اصل نہ - صفا نہ - بلڪل نہ - هرگز نہ.

- ڪَڏهينُ؛ ظرف. ڪهڙي وقت - ڪهڙي ساعت - ڪنهن ٽائي - ڪيڏيءَ مهل؟. بعضي - ڪاهي. ڪنهن وقت. هر وقت - هر گهڙي - هر ساعت - هر مهل.

- ڪَڏَهِينُ بہ؛ ظرف. ڪهڙي بہ وقت - ڪيڏيءَ مهل بہ - جڏهين وٺي تڏهين - ڪنهن بہ ساعت - ڪهڙيءَ بہ مهل.

- ڪڏهين قضائي: ظرف. ڪڏهن ڪڏهن - اتفاق سان- جمعي چنڊائي - ورلي - ڪاهي ڪاهي- ڇڊو.
- ڪڏهين ڪڏهين: ظرف. اتفاق سان- ڪڏهن قضائي- ورلي- جمعي چنڊائي- ڪاهي ڪاهي- ڇڊو ڀاڙو.
● ڪڏي ع ڪڏيون (ل): ث. (ڪڏي جو مؤنث). ڏاندي.
● ڪڏي ع ڪڏيون: ث. ڪاري جي ڳانگٽ جو هڪ قسم ( ٻنيءَ تي ٽڪڙا، قد ١ کان ٣ انچ). ٻچيءَ جو هڪ قسم.
● ڪڏيچا: اسم خاص. ترہ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.
● ڪيڊ (ڪ) ذ. وڏو. "او ڪيڊو ڪيڊ سهوهو، مري ته راج ڏئي". (جملو).
● ڪيڏ ع ڪيڏون: ث. ليسو- راساڙو- وستار- ڊيگهه- پسارو- ڪهاڻ- ڪاڏ- ڪهٽ- طول طويل گفتگو- پسارڙ. لاڙو- تمنا- مرضي- خواهش- اڇا- چاهه- رچي- سنڪلپ- ٻوٽتان- ٻنيان- پيڇو- تعاقب- پٺ. ڌڪ- ڊوڙ- ڀاڄ- پند. پتو- نشان- اهڃاڻ- پار. رسي- ٽوڙهو- ڪاپار- واجهه- وڏي- واڏ- رسو- لوڙي. چم جي وڏي- ڌرو (ت). (سن. ڪرشتا = ڪشش) ڪشش ڇڪ- حب- سڪ.
"ڪيڏ پنهون ڪاهي، ڇاڙي روح ڇرنوڪئو".
(شاهه).
اوڪارو- اوچارو- آتڙ- آلتي- آچل- ڦٽي- منهن آٿل- اوڪ. لار جو هڪ عضوو (ت). اختصار- تت- مغز- ست- نچوڙ- ماڀو- سار- جوهر- عرق. (اسم خاص). تعلقي ڪولي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ڪيڏ پوڻ: ٻنيان پوڻ- لڙهه لڳڻ- پٺ وٺڻ- ٻوٽتان لڳڻ. پيروي ڪرڻ- پوئلڳ ٿيڻ- چيلو ٿيڻ- مريد ٿيڻ. دشمن ٿيڻ- ويري ٿيڻ- دشمني وجهڻ- ويهر وجهڻ.
- ڪيڏ ڪاهڻ: ٻنيان لڳڻ- ڪيڏ پوڻ.

- ڪيڏ ڪيڏائي (ت): چڏچوٽ- چنڊچاڻ- مجرائي.
- ڪيڏ ڪرڻ: ڊيگهه ڪرڻ- وستار ڪرڻ- پتاڙ ڪرڻ- تمام گهڻو ڳالهائڻ- اينگهه ڪرڻ. بيان ڪرڻ- گفتار ڪرڻ. بحث ڪرڻ- تڪرار ڪرڻ- بحث مباحثو ڪرڻ الٽي ڪرڻ- قئي ڪرڻ- اوڪ ڪرڻ- منهن اٿل ڪرڻ. درستي ڪرڻ- اصلاح ڪرڻ- مدارو ڪرڻ.
- ڪيڏ لڳڻ: ڪيڏ پوڻ.
● ڪيڏ ع ڪيڏون (ڪ): ث. البار- ڏن- ڪنج- پٺ- گهڻو- ڪوڙ- ڏڪ.
● ڪيڏائي ع ڪيڏائيون: ث. پاهر ڪيڏيل- شئي جو آجورو- ڪيڏائي.
● ڪيڏائڻ: مصدر. ڪا شئي ٻئي جي مدد سان يا ٻئي کان پاهر ڪرائڻ. نيڪالي ڏياري شهر بدر ڪرائڻ- ليڪال ڪرائڻ.
- ڪيڏائي ع ڪيڏائيون: ث. ڪيڏائڻ جي مزوري يا آجورو- ڪيڏائي.
● ڪيڏ ڪنڊياري: اسم خاص. تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪيڏڻ ع ڪيڏڻون (ت): ث. ڏڏ ولوڙن لاءِ مالڏٽي ۾ بدل چمڙ جي وڏي يا رسي- ڇڪڻ. ماٽي ڇڪڻ جي رسي، (ت). (اسم خاص). تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪيڏڻ: مصدر. ڪا شئي اندر ڪري پاهر ڪيڏڻ- پاهر ڇڪڻ. (تيل) پيڙڻ. (ترار) اگهاڙڻ. (ڳوڙها) ڇڏائڻ. (عرق) ڇڪائڻ- لپوڙڻ- پيڙڻ- نچوڙڻ. (ستون) پائڻ. (ڪا شئي) چوريءَ هٿ ڪرڻ. (فوٽو يا تصوير) اتارڻ- ناهڻ- چاڙهڻ. (ڪهڻين شين مان) چولڊڻ- ڳولڻ. نيڪالي ڏيڻ- لوڏڻ- تڙڻ- مؤقوف ڪرڻ- خارج ڪرڻ. اوچارو ڪرڻ- اوڪڻ- الٽي ڪرڻ- قئي ڪرڻ- ڪيڏ ڪرڻ. (اسم خاص). گهڻي پنڌ تان ٻوڪ ڪي ماٽي رسائيندڙ نار جو هڪ قسم (ت).
- ڪيڏڻي ع ڪيڏڻيون: ث. پاهر ڪيڏڻ جي شئي. رسي- ورت- ڏوڙي- ڪيڏ- واجهه- لوڙ- ڪاپار.

● ڪُڏَڻَ ■ ڪُڏَڻُونُ (ل)؛ ث. ٻاھ ۾ دواھون ڪندڙ ڪاٺي.

● ڪُڏو ■ ڪُڏا (ٿ): ذ. صفت. خراب - ڪِنو - ٻڇڙو - ڪُڏو - غليظ - گَنُدو.

● ڪِڏِيُ ■ ڪِڏِي (ل)؛ ڇوٽي قد ٻت ۽ وڏڪري پيٽ سان (ماڻھو) - ڊِمڙي - ڊِينبو - گھگھٽي - ڇِگھٽي - رُڳُھٽو - ڪِڏِ - ٻيڊي.

● ڪُڏِيُ ■ ڪُڏِيُونُ (ت)؛ ث. ٻُڻي ڪرڻ ڪان پوءِ ڪري يا ٻار ۾ ٻچيل تُھن گڏيل آن - ڪُڏِيُ.

- ڪُڏِيُ ڪَرَڻُ: تھن ۾ مليل آن کي ڇَڇَ سان صاف ڪرڻ.

● ڪُڏِيُ ڪَادَارو ■ ڪُڏِيُ ڪَادَارَا؛ (ت)؛ ذ. مُتَڪبر - ھٺيلو - ھوڏي - ضدي - تڪبري - مَغرُورُ.

● ڪَذَا ■ ڪَذَائُونُ؛ ث. (ع). اھڙيءَ طرح - اھڙي ريت - ھِن وانگر.

● ڪَذَابُ ■ ڪَذَابَ: ذ. صفت. (ع). لھايت ڪوڙو - تمام ڪوڙو - ڪُساڪي - ڪوڙن جو بادشاھ - ڪوڙ ڳالھائيندڙ. دولابي - ٺَڳُ - مڪريلو.

● ڪِذْبُ؛ ذ. (ع.) ڪوڙُ - دُروغ. دولاب - لَٻي - فريب - مڪر.

● ڪَرَ ■ ڪَرَ: ذ. عضوا - لِڱُ - ٻازو (شرت). پاڻيءَ جي لاھ چاڙھ جو لشان - سنڌو. "پاڻي ڪر ھٺي ويو آھي" (جملو). (سن. ڪلا = ھوش). سُڌ - سماءُ - ڪَلَ - خبر - چاڻ - واقفيت - عِلمُ - خبرچار - ڪُڙڪَ - سارسنڀار. (واھ جي) پر - پاسو - ڪنارو - ڪَپُ - ڪِپَرُ. وٺن جي قطار (ل). ھڪ زيور جو نالو. ڪڪڙ جو آري وقت ڪنھن ساھواري کي ڏسي ڪيل آواز (ت). آڏاٽي جي نوڙي - ھُرلي جو رسو (ت). گھوٽي يا جنڊ جو اوزار (ٿ). ڪورين جو ھڪ اوزار. گھٽي پاڻيءَ وارو ايھڻ - ڇڊو ويڻ (ٿ). منگرمڇيءَ جو ھڪ تسم (بدن ڪارو، ربٽي جيڏا ڪارا ٽڪا، منھن گول، ڏند ٽڪا، اکيون وڏيون، گوشت ٻي ڪَمو، جھڙي مان گھڻو تيل نڪري جو ٻيڙين کي ھڻڻ لاءِ ڪم اچي، قد ١٢ فوٽ ٻن مٿي) (ڪ). انتھا - گھٽتائي (ت). (حرف جر). ڄَڻ - ڄڻڪ - گويا - پاڻ ته - جيڪڏھن - جيڪر - ڄاڻي ته - ڏِس ته - ھوند - اگر - ڄڻ ته - جي - فرضي - والڪي - جيئن. ولا - ڪَنا - ڪان (مارئي). (ظرف). ڪيڏيءَ مھل - ڪھڙي وقت - ڪڏھن.

- ڪَرَ ڏِيَڻُ؛ پاڻيءَ جو اصلي سطح ڪان ھيٺ ٿي وڃڻ - پاڻيءَ جو لھڻ - ڪَرَ ڏيئي وڃڻ. خبر ڏيڻ - سڌ ڏيڻ - سَماءُ ڏيڻ.

- ڪَرَ لَھَڻُ؛ خبر چار لھڻ - پوءِ واري ڪرڻ - پرگھور ڪرڻ - سڌ سَماءُ لھڻ.

● ڪَرُ ■ ڪَرَ؛ ذ. (سن. ڪَرَ = ھَٿَ) ھَٿُ. ٻالھن. ڦَڻِ. ڳاٽ - ڪنڌ - ڳچي - سِيني. ڇاتي - سينو - لِڱُ. سِيني مٿي ڪڻڻ واري حالت. قد (ڪ). شان - شوڪت. مرٽي ارٽي جو خرچ (ت).

- ڪَرَ ٻَڌَڻُ؛ ھٿ ٻڌڻ - ھٿ جوڙڻ. منٿ ڪرڻ - آزي ڪرڻ - ليزاري ڪرڻ - وينتي ڪرڻ.

- ڪَرَ ڀَڄَڻُ: آرس ڀڄڻ - سستي ڪرڻ - بدن موڙڻ ۽ ٻانھون ڦيرائڻ (سُستيءُ ڪان).

- ڪَرُ رَکَڻُ؛ اسري وڃڻ جو رخ رکڻ - رُخُ رکڻ.

- ڪَرَ ڪَڍَڻُ؛ سينو ساھڻ - ڳاٽ مٿي ڪري ھلڻ - مغرور ٿي ھلڻ. آرس مارڻ - آلس ڪيڏڻ - سُستي ڪري بدن کي موڙڻ ۽ ٻانھن کي ڦيرائڻ.

- ڪَرُ ڪَڍَڻُ؛ سينو مٿي ڪري (ٻاھر ڪيڍي) ھلڻ - ڳاٽ مٿي ڪڻڻ. ٻالھن ڇورڻ - ٻاسو ورائڻ. نانگ جو ڦڻ ڪيڍي اڀرڻ.

- ڪَرَ لاھِڻُ؛ ليائي ٻرڏائي ٻار لاھڻ.

- ڪَرَ موڙِڻُ؛ آرس ڀڃڻ - ڪَرَ ڀڃڻ.

● ڪَرِ ■ ڪِرُونُ؛ ث. چُلھ جي مٽي - راک - ڦليار - ڪيري - رَکَ - خاڪ - ڇار - ڦلھيرا مٽيءَ جي داڻ داڻ - ڪُناڪِر (ل).

● ڪَرِ ■ ڪَرُونُ؛ ث. خشڪي زمين - سُڪي (ت). جاءِ. ڪنڊ.

- ڪَرِمُ ٿِيڻُ هَڻَڻُ: صفا ناسري وارڻ - الڪار ڪرڻ - چيو نہ مڃڻ - ٻي مروت ٿيڻ - ٻي لحاظ ٿيڻ.

● ڪُرُ ۽ ڪُرَ: ذ. (سن. ڪُلُ = خالدان). ڪُل - ڪُٽنب - ليات - لسل - خالدان - گهراڻو - ٻڻ - بنياد - ڪڙم - قوم - نسب - آکهہ - وَنس - ٻُري - حسب لسب - ڪُٽنبو - وڏهو - ٻاڙو - آلِ - ذات. (ع. قُرطُ = ڪُرُ). ڪن ۾ پائڻ جو زيور - ڪُڙڪُ - ڪُڙڪي - ڪُرڪ - ٻنڙو - والو. دُرُ (ل) - ڏيڊو (ت) - ڳن.

- ڪُرُ آجارُ ۽ ڪُر آجارَ: ذ. (سن. ڪل + آجولن = اجارڻ). پنهنجي خالدان جو نالو ڪيلدڙ - آصيل - بنيادي - خالدالي - ڪر کي اجاريندڙ - ناليرو - ڪُر اجارو.

- ڪُرُ اجارو ۽ ڪُر آجارَا: ذ. (سن. ڪُل + آجل = چمڪندڙ): پنهنجي خالدان جو نالو روشن ڪندڙ - نام ڪڍيو - مشهور - ناميوَرُ - ناليوارو - ڪُر آجارُ.

- ڪُر ڪَچِيُ ۽ ڪُرَ ڪَچِيُونُ: ث. ڪچي ڪٽنب واري. ٻوڙ ڏائي.

● ڪَرَا: ذ. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (بنا چلر، نالنگ والڪر ڏکهو ڪول، وات ۾ سهڻا ڏلدِ، قد ٢-٦ فوٽ تائين).

● ڪِرايڙِيُ: اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪَرَاتُ ۽ ڪَرَاتَ (ڪ): ذ. آچن ۽ ڪارڻ وارڻ وارو ماڻهو - ڪرڙو ڏُ - اڏڙوتُ.

● ڪِرَاجرو ۽ ڪِرَاجِرَا: ذ. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم.

● ڪبراجُ: ذ. (ع). هڪ ٻسارڪي وڪر جو نالو.

● ڪُرَاجُ ۽ ڪُرَاجَ: ذ. (ع. ڪراز). شيشو - ڪَانچُ - ڪُراچو (ٿ).

- ڪُرَاچُو ۽ ڪُرَاچَا: ذ. شيشو - ڪُراجُ.

● ڪِرَاجهُ ۽ ڪِرَاجهَ: ذ. ڪک - ڪانو - ڪِينُ - ڪچرو - ڪنڊُ - ٻُهَرُ. رَڄُ - لَتَ - دَزَ - ميٽي - ٻُسَ - ڏِسَڙَ.

● ڪِراچُ: ذ. ٻکڙلدڙ ول جو هڪ قسم (سيڪو مال کائي).

● ڪُراچِ (ٿ): ذ. شيشو - بوتل - ٻالٽي.

● ڪراچو (ڪ): ذ. وڻ تي چڙهندڙ ۽ ٻکڙندڙ هڪ ول جو نالو.

● ڪَرَادِرِيُ ۽ ڪَرَادِرِيُونُ (ت): ث. آها چوپائي جنهن جا گوڏا زور ڏيڻ سان نڪرن - سخت ٽٽن واري چوپائي - ٻالڏڙ.

● ڪرّار: صفت. (ع). ٻار ٻار حملو ڪندڙ - ٻئي کي ڀڄائيندڙ. حضرت علي رض جن جو لقب "حيدرِ ڪرّار".

● ڪِرارُ: اسم خاص. ٺٽ شاهہ جي ويجهو هڪ مشهور مڪان ۽ ڍَنڍَ جو نالو.

● ڪَرَارو ۽ ڪرارَا: ذ. صفت. زبردست - پهلوان - زوراورُ - شهزور - پلوانُ - همتوارو - طاقتور - ٻليارو - سگهو - ڄالنو - جري - بهادر - قوي - سَپَرُ. ڪرڙو - سخت - کهرو. آڪڙيل - سينهل - حملو ڪندڙ - ڪاهہ ڪندڙ. ٻي ڊپو. تمام گهڻو - وڏ يڪ (ت).

- ڪَرَارو ٿِيڻُ: سگهارو ٿيڻ - مضبوط ٿيڻ. پلوانُ ٿيڻ - طاقتمند ٿيڻ - بهادر ٿيڻ. مشهور ٿيڻ - ناليرو ٿيڻ - ناميارو ٿيڻ - شهرت حاصل ڪرڻ - ناموس ڪيائڻ - نالو ڪيائڻ.

● ڪَرَارِيُ ۽ ڪَرَارِيُ (ڪ) ذ. وڏايڪ - سَوَايو.

● ڪبراڙِيُ: اسم خاص. ٺٽ شاهہ وٽ هڪ ڳليءَ جو نالو. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪِراڙُ ۽ ڪِراڙَ: ذ. (سن. ڪُرَيہ = خريد ڪرڻ). سهٽو - هندو - واڻيو. هٽ وارو - دڪاندار - واپاري - انَ وارو. ٻيرُن ٻچڻ ڪان اڳ سبز دائو - ڪچو ٻيرُونُ.

● ڪَرَاڙُو ۽ ڪَرَاڙَا: ذ. مضبوط - جاڏو - ڄالنو - جبرو - ٻليارُ - ٻَرِيَلُ - ڪڙا ڪڙي - سگهو - ٻَلي - سَنڙو - سگهارو - سگهائتو - سَپَرُ - زورائتو - سگهتو - قوتي - سَتائتو - قرارو - توالو - سَتائو - ڪرارو - زوردار - زبردست - پَلوان - هٿواڪرسي - هُجٿيات -

ٻچ وارو- شهزور. ڪَانڊو- ڪسرائتو- وڏيڪ- پَٽَهُون- جهجهو- جام- هيڪاندو (ل). ڏلڪو- ڦيڏو- چِٻو- ٽيڙهو (ٿ).

● ڪُرَاڙُو ۽ ڪُرَاڙَا ؛ ذ. صفت. پيرسن- عُمر رسيده- وڏيءَ عُمر وارو- جهور- جهولو- ٻراڏو - پيرمرد - سفيد ريش. ضعيف - هيڻو - ناتوان- نِٻَل- ڪمزور. (ث. ڪُرَاڙِي ۽ ڪُراڙِيُون).

- ڪُرَاڙَائُو ۽ ڪُرَاڙَائَا ؛ ذ. ٻڍاپو- وڏپڻ- ٻڍاڻو- وڏو هڏ- آخري عمر- ٻڍائتو. وڏ ڙڻ جو- ٻوڙهي ماڻهو والڪر- گهٽي عمر جو. ڪُرڙائتو- ٻَاهتريو. ضعيفائي- ناتواني- هيڻائي ڪمزوري.

- ڪُرَاڙائِتو ۽ ڪُرَاڙَائِتَا : ذ. صفت. ٻڍو- پيرسن - ٻيڍڙو- عمر رسيده- وڏڙو. وڏپڻ جو.

- ڪُرَاڙَائِڻُ ؛ مصدر. (ڏسڻ ۾). وڏي عمر جو ٿيڻ- ٻڍو ٿيڻ- گهٽي عمر ٿيڻ- ٻراڏو ٿيڻ- جهونو ٿيڻ- عمر رسيده ٿيڻ- پيرسن ٿيڻ- پيرمرد ٿيڻ- ٻوڙهو ٿيڻ.

- ڪُرَاڙَائِي ۽ ڪُرَاڙَائِيُون ؛ ث. گهٽي حياتي- جهجهي عمر- ٻيڍائي- جهونائي- ٻڍاپو- ٻوڙهائپي- ٻڍاپڻ- وڏي عمر- وڏ ڀائي.

- ڪُرَاڙَپَ ۽ ڪُرَاڙَپُون ؛ ث. پيرِي- ٻڍاپڻ- وڏ ڙڻ- ٻڍاپو- ٻوڙهائي.

● ڪَرَاڙِي ۽ ڪَرَاڙِيُون ؛ ث. ڪوڏي ۽ ڏڏِ جي وچوارو هڏو (ل). ٻڪريءَ جي گوشت جي هڪ ڀاڱي جو نالو (ڪ). وڌيڪ- سوائي- زياده (ڪ).

● ڪِرَاڙِي ۽ ڪِرَاڙِيُون (ٿ) ؛ ث. اٺ ٻڪل پيرون- ساوڻ ٿي پيرون.

● ڪِرَاسُ ۽ ڪِرَاسَ : ذ. (انگ Cross) مَتڏ ٻَنڙو. چيڪ جو هڪ قسم (هن ۾ ڪوبه ماڻهو پيسا پنهنجي ٻئي ڪنهن جي حساب ۾ داخل ڪرائڻ سان وصول ڪري سگهي ٿو).

● ڪَرَاڪَ ۽ ڪَرَاڪُون (ت): ث. ڪير لہ ڏينهن ڙآٽ - ڦٻدي ڏاچي - ڪوراڪَ.

● ڪَرَالُ ۽ ڪَرَال ؛ ذ. صفت. (سن). شوخ ڪرڙو- تند مزاج- سخت- ڪهرو- ڪراڙو. هيبت جهڙو- ڊپائتو- ڀوائتو- ڀَيانڪ- خوفناڪ- گهورُ. ڏاڍو- جبرو- ڪَرو. درندو- خولخوار. وحشي- جهنگلي.

● ڪِرَالَ ۽ ڪِرَالُون ؛ ث. مڇيءَ جو هڪ قسم (سنهڙي، پيٽ ڳاڙهو، ٽي ٻڪڙا، قد ٣ انچ).

● ڪِراماً ڪَاتِبِين ؛ ذ. (ع). مسلمانن جي عقيدي موجب انسان جا عمل لکندڙ ٻه فرشتا (مخفي طرح ڪلهن تي ويٺل).

● ڪَرَامَتَ ۽ ڪَرَامَتُون ؛ ث. معجزو- اسرارُ- رَنگ- آچنبو- شعبدو- چمتڪارُ- تعجب انگيز ڳالهہ- ڪرشمو- تصرف- فرق عادت. بزرگي- وڏائي- عظمت- بلندي- اقبال. فضيلت- نيڪ اخلاقي. سخت- دريا دلي. نوازش- مهرباني- ڪَرم- ٻاجهہ- رحمت.

- ڪَرَامَتِي ۽ ڪَرَامَتِيُ: ذ. صفت. ڪرامت ڏيکارڻ وارو- اسراري- اچنبي جو- اڻ ٿيوت- عجيب- معجزا ڪندڙ- رنگ ڪندڙ- مُعجزائي.

● ڪَرَانُ: حرف جر. ڪَنان- ڪان- وٽان تہ لہ هُئي خبر مون کي قضيي ان ڪَران. (روضة الشهداء).

● ڪِرَانُ ۽ ڪِرَانَ ؛ ذ. لنڊو ڪَنڪَٽ- ٽيڏو- رڳ- ڪِراجهہ.

● ڪِرَانتِ ۽ ڪِرَانتُون: ث. تيج- جوت- تجلو- چَهرڪو- شُعاع- سوجهرو- روشني- روشنائي- ٻَرڪاش- رؤنق- ڏمانُ- جَلوو- سوڀيا- جهلڪو- ڀڙڪي- ٻرتاب- چمڪو- چلڪو- چمڪاٽُ- چلڪاٽُ- براج. ڪرانتي- انحراف (آسماني فرشتي جو). سج جو ڦيرو يا رستو- مدار الشمس- ڪرانتي ورتُ- ڪرانتي مَنڊلُ.

- ڪِرَانتِيُ: ث. ڪِرانت. تيجوان- چمڪندڙ- جهلڪندڙ- جهرڪندڙ- جهرڪيو- روشن- منوّرُ.

● ڪِرَانڄُ ۽ ڪِرَانڄَ (ت) ؛ ذ. هڪ قسم جو مٺي ذائقي وارو ٻوٽو.

● ڪيرانجهه ¤ ڪيرانجهه (ت)؛ ذ. گاهه جو هڪ قسم. ول وانگر سائي ٻوٽي جو نالو (گل اڇا، دوا طور ڪم ايندڙ).
● ڪيرانج ¤ ڪيرانج (ل)؛ ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي جو قسم يا نالو (زمين تي ڦار هڻي ٻهي ۽ اڇا گل جهلي).
● ڪيرائيو ¤ ڪيرائيون (ل): ث. ٽانڊن تي ٻچايل مالي (جنهن ۾ آگر ٻن سان سوراخ ڪجن). ڪوڪيو- روٽلو- ڍوڍو- روٽ.
● ڪيرائو (ت): ذ. جنس- ٻسارُ- مصالح- وکر.
● ڪرائيو ¤ ڪيرائيو (ت)؛ ذ. سامان جو نگهبان- راکو- سنڀاليندڙ. منشي- محرر- ڪلارڪ- ليکاري- حسابي.
● ڪراونڪ ¤ ڪيراونڪ؛ ذ. جبل جي هڪ پکيءَ جو نالو (هي پکي موسم تي لهي، ماڻهو تلوار وانگر بندوق ۽ بازن سان شڪار ڪن).
● ڪراهت ¤ ڪراهتون؛ ث. (ع. ڪره = هُن ڏڪاريو) ناپسندي- ٻُڇان- نفرت- سُوگ- ڪِريءَ- تنفر- بيزاري- ڳِلاني- آهٽ يا آهٽو- ڌڪار- ان رس. بدعت. غيرت (ت). بتخيلي. ناخوشي- رُاڄ.
● ڪراهي ¤ ڪراهيون؛ ث. (س. ڪتاهه) تتي- ڪتاهي.
● ڪُراهي: ذ. پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم.
● ڪيرائيتو؛ ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارکي وکر جو نالو- چيرائتو.
● ڪرائڻ: مصدر. (س. ڪر) ٻئي جي معرفت (ڪو ڪم) نپائڻ- سرانجام ڪرائڻ- عمل ۾ ڪرائڻ- تڪميل تائين پهچائڻ.
● ڪُرائڻ (ت) مصدر. ڦٽ ۾ سُور ڪرائڻ- ايذاءُ رسائڻ- ڏُکائڻ- درد ڏيارڻ.
- ڪُرائيجي وڃڻ (ڪ): ڪُرجي وڃڻ- ويڙهجي سيڙهجي وڃڻ- ڳول مول ٿي وڃڻ- ڪُرومُرو ٿيڻ.
● ڪيرائو ¤ ڪيرائا؛ ذ. ڪيرايو- ڀاڙو- مسواڙ. محصول- چُنگي- ڍل- اڪت- رائڻ.

- ڪيرائي ¤ ڪيرائي؛ ذ صفت. ڪيرائي تي- ڀاڙي تي- مسواڙ تي. ڪيرائي واري- ڀاڙي واري- ڪيرائيدار- مسواڙي.
- ڪيرائي وٺڻ: ڪيرائي تي وٺڻ- ڀاڙي تي وٺڻ- ڀاڙڻ- ڀاڙي تي ڪرڻ- مسواڙ تي وٺڻ. محصول تي وٺڻ.
● ڪرائي ¤ ڪرائيون> ڪرايون؛ ث. (س. ڪلاچيڪا> ڪلاچي) هٿ ۽ ڪلهي جي وچ وارو حصو- وٽي- ڪارائي- ڪلائي. گهوڙي جي ڪُرَ ۽ فيڙن جي بلڪل مٿان وارو حصو- گهوڙي جي چنگهه جو مٿيو. واڍي جو ڪاٺ ڪپڻ جو اوزار- ڪارائي. ڪارائيءَ جو ڳن (ڪاٺ جو). ان جي اوڏاڻ ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جو نهيل ڪنڪير. سالوني موسم ۾ پيل تمام چڊي برسات (جنهن ۾ ڪو وڻ سائو ۽ سُڪو رهجي وڃي) (ڪ).
- ڪرائي ۾ قوت هئڻ: سگهه هئڻ- ٻهچ هئڻ- زور هئڻ- وت هجڻ- ٻچندي هجڻ.
● ڪيرائو ¤ ڪيراها؛ ذ. ڀاڙو- ڪيرائو- مسواڙ.
● ڪرب؛ ذ. (ع). افسوس- غم- اندوهه- رنج- الم- درد- ڏک. بيقراري- ماندڪائي- لوچ پوچ. پريشاني- بي چيني- اضطراب- بي آرامي. سختي- نهايت تڪليف- ڏکيائي.
- ڪرب بلا؛ ث. (ع. ڪرب + بلا = مصيبت) آپدا- آفت- مصيبت- بلا. رنج.
● ڪربت؛ ث. هڪ ٻسارکو وکر، دوائن جي ڪم اچي.
● ڪربلا؛ اسم خاص. عراق ۾ هڪ شهر جو نالو (جتي حضرت امام حسين رضہ جن شهيد ٿيا هئا)- عراق ۾ هڪ بيابان جو نالو. رنج و الم جو مقام.
- ڪربلا ٿيڻ: واويلا مچڻ- هاءِ گهوڙا مچڻ- پاڪر ڪٽو مچي وڃڻ. ڏکر پوڻ- قحط پوڻ. پاڻي نہ ملڻ- نهايت تڪليف درپيش اچڻ.
- ڪربلائي؛ صفت. ڪربلا جو- ڪربلا وارو. ڪربلا مان ٿي آيل- زوار- ڪربلا جي

زيارت ڪيل. ڪڪڙ جو هڪ قسم (موڙ وڏو ۽ آن ۾ گهر گهر گهڻا ۽ ڪنن جا ٻاهرڙ هيٺ وريل) (ت).

● ڪَرُبُوخا: بلوچستان ۾ جهونا غرق ٿيل دڙا (ت - بلوچستان).

● ڪَرُبائِڻُ: مصدر. ناپسند ڪرڻ - ڪيائڻ (ل).

● ڪِرِپَ ع ڪِرِپَون؛ ث. (ف. ڪِرفت گندگي) ڪِرِپَ - سُوڪَ - ٻُڇان - نفرت - آن رَسَ - ڪِلابي - بيزاري - وِرچَ - خفي - ڏِڪار - آپتَ - ڪَراهتَ. گندگي - پليدي. بخيلي. ڪوڙي سبب خارش - ڳاٽ (ت).

● ڪَرُپَڻُ ع ڪَرُپَڻَ؛ ذ. جنڊي جي ڪم لاءِ لوهه جو هڪ اوزار. لوهه جي رنبي.

● ڪَرَتَ ع ڪَرتُون؛ ث. ڪرڻ واري حالت. ڪِرت - ڪم. لاڀُ - فائدو.

● ڪَرُتُ ع ڪَرُتَ؛ ذ. (سن. ڪرتريڪا) ڪاتي چيرڻ جو هڪ اوزار - وڏي ڪاراٽي - ڪَرتُ. (سن. ڪَرُت) وَڏَ - ڪَٽَ - خوشي - سرهائي.

● ڪِرُتِ ع ڪِرُتُون؛ ث. (سن. ڪَرَ) ڪَمُ - هاجُ - ڌنڌو - پورهيو - پَري مزوري - پيشو - ڪار - ڪاروبار - هُنر - روزگار - محنت مزوري.

- ڪِرُتِ ڪارِ؛ ڪم ڪار لاءِ ڌنڌو - هُنر - مشغولي.

- ڪِرُت وارو ع ڪِرُت وارا؛ ذ. صفت. ڪَمُ وارو - ڌنڌي وارو - هُنر وارو - پيشي وارو - ڪاروباري.

● ڪِرُتُ ع ڪِرُتَ؛ ذ. ڪَمُ - فعل - ڪارنامو - وَهنوارُ. ٻچار - وِرونءِ - ڳالهه ٻولهه - وِردُ - چئو ٻَچؤ. عبارت - سَرنامو. (صفت). چڙهيل - ٺهيل. تحريري. لکيل - اوشته.

- ڪِرُت ڳيَ؛ صفت. (سن. ڪِرُتِجيجَ + ڪرتم = ڪيَل لاڀُ + جَڃا = ڄاڻڻ) شاڪِرُ - احسان مند - ٿورائتو - شڪر گذار.

- ڪِرُتِڪِيا ع ڪِرُتِڪِيائُون؛ ث. شڪر گذاري - احسان مندي.

- ڪِرُتَگهَنُ ع ڪِرُتَگهَنَ؛ ذ. صفت. (سن. ڪِرُت = ڪيل ڪمُ + گهَنُ = ناس ڪرڻ) بي ڳڻو - ڳڻ چور - ڪُلالُ - بي قدر - احسان فراموش - اڻاسو.

- ڪِرُتَگهنتا ع ڪِرُتَگهنتائُون؛ ث. بي شڪري - ڳڻ چوري - احسان فراموشي - ناشڪري - ڪُلالائي.

- ڪِرُتَن؛ ث. ڪَمُ - ڪِرت ڪار - عمل - ڪَرتُوتَ - افعال.

- ڪِرُتَن ڪَچو؛ اڻ نکي هلت ڪندڙ - ٻچڙا يا خراب ڪم ڪندڙ - ڪرتن ڪينو - بد اخلاق.

"تو ڇن اهڙن ڪَچن ڪِرتَن،
ڪبير شاهه چوي، دل وڏ پائين ڏوڏي".

- ڪِرُتَن ڪِنو ع ڪِرُتَن ڪِنا؛ ذ. ٻچڙن ڪمن وارو - بي ڪرو - ڪُڌا تورو - بد اخلاق - بد ڪردار - اڻ نکو - بد فضيلتو - ڪرتوتن ڪينو.

● ڪِرِتُ ع ڪِرِتَ: ذ. (سن. ڪُرتَ = ڪَمُ) ڪَمُ - عمل - فعل - ڌنڌو - ڪار. داءُ - شرط - بازي.

● ڪَرُتا ع ڪَرُتا؛ ذ. (سن. ڪرتا = ڪندڙ) (گرامر ۾) فاعل - ڪم ڪندڙ - ڪم وارو. ڪرتري پريوگ - ڪرمڻي پريوگ (ت). عيوضي - ايجنٽ - پلاوٽو - گماشتو - دلال - ڇاڙتو. خالق - اُپائيندڙ - پيدا ڪندڙ - جوڙيندڙ - سرجڻ هارُ - خلقيندڙ - خلقڻهار.

- ڪَرُتا پُرڪ؛ ذ. اُپائيندڙ - خالق - خلقيندڙ - پيدا ڪندڙ - خلقڻهار.

- ڪَرُتارُ ع ڪَرُتارَ؛ ذ. (سن. ڪَرُتارُ = ڪَرَ = هَٿُ + تالُ = تالُ) ڪم ڪندڙ - ڪَرُدارُ - ڪَم وارو - فاعِلُ. ڀڳوان - خالق - خداتعاليٰ - رَبُ - سرجڻ هارُ - ڪَرِدِ ڪارُ - ايشور. ڪندڙ - لاهيندڙ - بنائيندڙ - صانع. ڌڻي - مالڪ - سيٺ - وڏو (جرمني). مڙس - شوهَرُ

(ملينس). ڪانيءَ ۾ جڙيل هڪ قسم جون ڪنجڙيون - وڄائڻ جو هڪ قسم جو ساز - ڪرتال.

- ڪَرُتا واچڪُ: (گرامر ۾) اسم فاعل.

- ڪَرُتا وِڀڪتيُ: (گرامر ۾) حالت فاعلي.

● ڪِرِتا (ت): ث. ڪَرمُ - ڪِرت - ڪار - ڌنڌو. ورزش - ڪسرت.

● ڪَرُتارثُ = ڪرُتارَثَ: ذ. صفت. (س. ڪرُت = پورو ڪيل + ارٿُ = مطلب) سڌارَٿُ - سُمُرادو - فتح ياب - ڪامياب - فاتح - فتح مند - ڪامران - سوڀارو - ڪارج سڌ - اڇا ٻوري (وارو).

● ڪِرُتاسُ = ڪِرُتاسَ: ذ. (ع. قرطاس) ڪاغذ - پنو - ڪاڳر.

● ڪَرُتانُ = ڪَرُتانَ: ذ. (س. ڪنٿا) گوڻ جو ڪپڙو، وڇائڻ جي ڪم ايندڙ - سڄاتو - ٽاٽُ - پالُ.

● ڪَرُتبُ = ڪَرُتبَ: ذ. (س. ڪَرُتوِيَ). فن - هنر - ڪمال - انڪل بازي - ڪيڏ - ڪيڏ بازي - چالاڪيءَ جو ڪَمُ - هوشياريءَ جو ڪَمُ - هٿ لاٽ - عجيب ڪم - حيرت ۾ وجهندڙ ڪم - طلسم - بازيگري - ڪارنامو - ڪرشمو - ڪيل - تماشو - رالد - بازي. جانبازي - بهادري - شجاعت - همت - دليري - پهلواني. علم - ڄاڻ - سُڌ - خبر - پروڙ - واقفيت.

- ڪَرُتبَ ڏيکارڻ: هنر ڏيکارڻ - ڪمال ڏيکارڻ. فن سپهگيري ڏيکارڻ - بهادري ڏيکارڻ - دليري ڏيکارڻ.

● ڪَرُتري پريوگ: (س. ڪَرُتري = ڪرُ ڪندڙ + پريوگ = وَهنوارُ). اهو پريوگ جنهن ۾ فعل پنهنجي فاعل پٺيان هلندڙ مٽجي.

● ڪَرِتو: ظرف. روزانو - هميشه - سدائين (ت). (اسم). ڪَمُ - ڪِرت - ڪار - ڌنڌو - پيشو. روزانو ڪيل ڪم (ت).

● ڪُرُتو = ڪُرُتا: ذ. (ف). چولو - پهراڻ - انگرکو. گيڊلو - ڪڙتو - ڪوٽ. ڪپڙو - لٽو - بوچڻ - پوتڙو - الڪوچو.

● ڪَرُتوتَ = ڪَرُتوتَ: ذ. (س). افعال - لڇڻ - اخلاق - هلت چلت - فَعلَ - عَمل. خصلت - سڀاءُ - عادت - وهنوارَ. ڪم - ڌنڌو - ڪاج - ڪارُ. رکيل ضروري ڪم. فرض. فريب - چالاڪي - عياري - مڪاري. بڇڙائي - ڪينو ڪم - ڪڌو ڪم - بڇڙو ڪم. جادو - ٽوڻو - طلسم - سحر.

● ڪَرتيءُ = ڪَرِتيءَ: ذ. ڪم - ڌنڌو - پيشو - هنر - ڪِرت - هاج - ڪار.

● ڪُرُتي = ڪُرُتيون: ث. ڪُڙتو - ڏگهو ڪوٽ - چوغو - گيڊلو. پوستين. هندستان جو قديم زالالو لباس، (سنڌ ۾ بلوچ قوم وارا آچي ڪپڙي کي پرت سان پري پائيندا آهن) (پيشه ورالو ٢). پيٽ ۽ ڇاتيءَ جي حصي کي ڍڪيندڙ چولي سان گڏ هڪ خاص نموني تي سبيل ڪپڙو - چولي.

● ڪِرت پُڪُ: (س): ڇڻ پُڪَنُ سان ڀريون پُڪُ - سڄڪ.

● ڪَرِتَ = ڪَرِتَ (ت): ذ. ڪاوڙ - غصو - چِڙَ - ناراضگي - ستيان.

● ڪَرِتُ = ڪَرِتَ: ذ. (س. ڪَرُپتَرَمُ = ڪَرَتُ س. ڪرت = ڪرت). وڏن ٻنڊن کي چيرڻ جو هڪ اوزار - وڏي ڪارائي - آرو - آراه - ڪاراهي - ڪاٽ. ڪچو گدرو - اڌ ڪچو ۽ اڌ پڪو گدرو (جو کائڻ وقت ڪرت ڪرت جو آواز پيدا ڪري). ڏندن جي پاڻ ۾ گسائڻ جو آواز - ڪَرِتو - کهتو.

- ڪَرِتجي ٿيڻُ (ت): ويڄي ٿيڻ - درد وارو ٿيڻ - سورائتو ٿيڻ - دردمند ٿيڻ.

- ڪَرِتُ وجهڻُ: ڪتڻ - ڪاٽڻ - وڍڻ - جدا ڪرڻ - الڳ ڪرڻ - ڌار ڪرڻ. تعلقات ٽوڙڻ - برادريءَ جو ناتو ٽوڙڻ - رستو ٽوڙڻ - لڳ لاڳاپو ٽوڙڻ - ميل جول بند ڪرڻ.

- ڪَرِتي = ڪَرِتيون: ث. اڻ پڪل گدرو - اڌ پڪو اڌ ڪچو گدرو. چِڙ - غصو - ناراضگي.

● ڪِرِتَ = ڪِرِتون (ل): ث. خوش طبعي - کل ڀوڳ - چرچو - مذاق - ڀوڳ - مسخري - مشڪري.

● ڪِرْٽُ ۽ ڪِرْٽَ؛ ذ. (اوھ جي) ڪٽ- ڪَسُ- زَنگارُ زانگ.

● ڪَرِٽ ۽ ڪَرِٽَ: ذ. صفت. ڀڙوت ڪندڙ- ڀڙو ڪُتِل- دَلو- ڏوتو- وِڇَ ڪيو. ٻناآوورن وارو ڍڳو ڪسي- خصي

● ڪَرِڻاٽو؛ ذ. ڪار- ڳالھ.

● ڪَرِڙار؛ اسم خاص. تعلقي روھڙي ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● ڪرڦڻو: اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو. (صفـ) بدذات بدبنياد- بداخلاق- بدلڇڻ- بدچال خراب رذيل. ڀنگي- حلالخور- چھڙو (ت).

● ڪَرِڻُ: مصدر: ڏند ھڪ ٻئي سان گسائي آواز ڪرڻ- ڪرنو ڪرڻ ڪرٽ ڪرٽ ڪرڻ. ڏکڻ- وِڍڻ- ڪائڻ سخت غصي جي حالت ڏيکارڻ (جيئن ڏند ڪرٽڻ).

- ڪَرٽ ڪَرڻانُ؛ تمام کھٽو ڪرنو. کھٽو ڪاڏو. گھٽن ماڻھن جي گڏجي ڪائڻ جو آواز.

- ڪَرِنو ۽ ڪَرِنا؛ ذ. تمام ڏاڍي شئي ڪائڻ جو آواز- اڪ ھڪي يا اڪ ڪچي ڳدري جي ڪائڻ جو آواز.

- ڪَرڻي چِڏَنُ؛ ڪائي ڇڏڻ- چڪ ھڻڻ- زخمي ڪرڻ.

● ڪِرْنِڻُ (ل): مصدر. خوش طبعي واري ويڙھ ڪرڻ- وڙھڻ- مذاق ۾ وڙھڻ.

● ڪَرِنڻُ: مصدر. ھوريان ھوريان ڪائڻ- ٿورو ٿورو ڪري ڪائڻ- ڪائڻ جي شئي کي آھستي آھستي ڏندن سان پڄي پورا ڪرڻ- آھستي آھستي ڪا شئي ڪائي ختم ڪرڻ. ڪائڻ- چچرڻ- وِڍَڻُ.

- ڪَرِٽ ۽ ڪَرِٽونُ: ث. جالور جي ڪائڻ جو آواز- ڪنھن بہ جالور جي ڪائڻ وقت ان جي ڏندن جو ٿيل آواز.

- ڪَرِٽاٽپَ ۽ ڪَرِٽاٽپُونُ (ت): ث. چِباڙڻ واري حالت- چباڙو- چَپاڙ- چاٻو.

- ڪَرِٽاٽيِ؛ ث. چَباڙَ- چاٻو- چَپاڙو.

- ڪَرِٽيِي ھَڏِيُ؛ ڪاڏي سھل ڪرڙاٽ ڪندڙ ھڏي- لرم ھڏي- ڙڙڪندڙ ھڏي- ڪرٽو- ڀُرڻيُو.

- ڪَرِنو ۽ ڪَرِنا؛ ذ. آھستي آھستي شئي ڪائڻ جو آواز- چاٻو.

● ڪَرِنِيُ ۽ ڪَرِنيُونُ: ث. ڪاوڙ- غصو- چڙ- ناراضگي- منيان. (اسم خاص). تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● ڪَرِنِيَا؛ اسم خاص. ھڪ ذات جو نالو.

● ڪَرِنِياٽو ۽ ڪَرِنياٽا؛ ذ. ڏوتو- وِڇ ڪُتيو- ڪتل- دلو ڀڙوو- دَلالُ- ڀڙو. بدمعاش- شاھي- لُچو- لُفنگ- چرنو- چورُ- چوراڻيو.

● ڪَرَپَ؛ اسم خاص. تعلقي لوشھري ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● ڪَرْپُ ۽ ڪَرْپَ: ذ. ڪانيءَ جو ٽڏو (ت). ٽڪو ڏاند- ٽمڙُ (ل). آرھار وڻ جي وڃڻ واري حالت- آرھار وڍ (ڪ). تمام وڏو- ڍڪھو- ھيٺلو- لمبو- ڪاچڻ. (ل).

● ڪَرَپ ۽ ڪَرَپَ (ت): ذ. ٽڪو رُليو. وڏو ڪنبو- سلھڙ (ت).

● ڪرپَا ۽ ڪرپَائُون؛ ث. (سن. ڪرپا < ڪرپُا = رحم). ٻاجھ- رحم- ديا- مھرباني- ڪَرَم- نوازش- احسان- ٿورو- لائق- ڀلائي- عطيه- مرحمت- مھرباني- أشا- عنايت- ايچبو- اچا- الطاف- آنُ ڪِرِهُ- قربُ- ڪِميا. دعا- آشرواد- آسيسَ (ت).

- ڪِرْپَا ڪَرَڻُ: مھرباني ڪرڻ- عنايت ڪرڻ- ديا ڪرڻ- عطا فرمائڻ- ڪرم ڪرڻ- احسان ڪرڻ- نوازش ڪرڻ- ٿورو ڪرڻ- لائق ڪرڻ.

● ڪِرْپالُ ۽ ڪِرْپالَ؛ ذ (سن). مھربان- ٻاجھارو- دَياوانُ- داني سُرشُ- شفقت آميز- احسان ڪندڙ- دَيالو- رحيم- رحم دل- راحم- رحمان- ڪريم- وڙائتو- ٿورائتو. وڻندڙ- موھيندڙ- شيرين.

- ڪِرُپاناتُ ۽ ڪرُپاناتَ: ذ. (سن). ڪرُپاوانُ - ڪِرُپالُو.
- ڪرُپاوانُ ۽ ڪرُپاوانَ؛ ذ. ڪرپا ڪندڙ - رحم ڪندڙ - ڪِرپالُ - رحيم - ڪريم - دَيالو - مهربان.
- ڪِرُپائِڻُ؛ مصدر. رحم ڪرڻ - مهرباني ڪرڻ - وَڏ ڪرڻ - لائق ڪرڻ - تورو ڪرڻ - احسان ڪرڻ - د يا ڪرڻ - ڀلائي ڪرڻ.

● ڪرُپاسائيُ؛ اسم خاص. ڪوهستان ۾ هڪ لڪَ جو نالو.

● ڪِرُپالائيُ؛ اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪِرُپانُ ۽ ڪِرُپانَ ؛ ذ. (سن. ڪرپاڻ = وڏو چاقون) ليزي وانگر نوڪدار ڪٽاري - انڊي ترار - ڪٽاري. وڏو چاقون خنجر - ڇُرو - ڪٽار - ڪٽارو. خالصن جي مذهبي نشاني ۾ رکڻ لاءِ ڇُرو.

● ڪَرپڻُ: مصدر. (سن ڪَرُ = هَٿُ + ارپ = ڏيڻ) ميچتا ڪرڻ انجام ڪرڻ - وَچنُ ڪرڻ - ٻول ڏيڻ - عَهدُ ڪرڻ - وعدو ڪرڻ - مچت ڪرڻ - قبول ڪرڻ - اقرار ڪرڻ - سُخن ڪرڻ.

● ڪرپڻُ ۽ ڪرپڻَ؛ ذ. صفت. (سن. ڪِرُپڻُ = ڪنجوسُ) ڪنجوسُ. مَکي چُوسُ - ڇنجوسُ مُوذي - بخيل چمچُوسُ - شُومُ - ڪَدُرچُ ڪِٽُ - ٻَڪو. روڳي - بيمار - اکهو - ٽاچاقُ - عَليلُ. ڏجهارو - ڏُکيو - تڪليف ۾ - مصيبت زده.

● ڪَرِپنُوُ ۽ ڪَرِپنُو (ت). ذ. ماهُ ٻيءُ طوفان ڪَنوار ڪي ڏنل ڏيپُ - گئودانُ - ڏيجُ

● ڪَرِپوُ ۽ ڪَرِپا (ڪ - ڪ)؛ ذ. ڏيپ جو وڏو ڪنڊو - ڏيپ جي ٻاڙ مان نڪتل سُوئي وانگر ڪوئو.

● ڪَرَپِيلُ ۽ ڪَرَپِيلَ (ڪ)؛ ذ. وڏي عمر جو پيرسن - پير مرد - ٻوڙهو - ٻُڍو - ڪرڙپيل. قداورُ - پيلرُ.

● ڪَرُجُ ۽ ڪَرُجَ؛ ذ. ڪڪ ڪالا - ڪَهچرُ - ڪچرو.

● ڪرُجهہ ۽ ڪِرُجهہ؛ ڪڪ ڪهچر - ڪچرو.

● ڪَرُچُ ۽ ڪَرُچَ: ذ. ڪاٺ ۾ خرابي - ماٺاڻ (ت).

● ڪَرِچَ ۽ ڪَرِچُونُ (ت)؛ ث. تلوار جي چوٽي يا نوڪَ.

● ڪِرُچُ ۽ ڪِرُچَ؛ ذ. هڪ خاص تلوار جو نالو.

● ڪِرُچَ ۽ ڪِرُچُونُ: ث. ٻنهي تيز پاسن واري ڇُري - خنجر - سڪين.

● ڪِرِچ ۽ ڪِرِچ (ت)؛ ث. تلوار يا تکي اوزار جي لڳڻ جو آوازُ. تلوار جي چوٽي يا نوڪَ.

● ڪِرُچڙيُ ۽ ڪِرُچڙيُونُ؛ ث. ٻير جي اگر جي مُنڍي. آڱوٺي جي منڍي (ت). (ذ). فراسيءَ جي ڇڻن جو هڪ قسم (ل).

● ڪرچِڪُ ۽ ڪِرِچِڪ (ت)؛ ذ. صفا ڪيل انَ جي آخري ڇٽ - منهون انُ - رَيئُون.

● ڪَرُچِلُ ڪَرَنُ: ڇٽُ ڪرڻ - برباد ڪرڻ - ناسُ ڪرڻ. ڀَڃي ڇڏڻ - ٽُڪر ٽُڪر ڪرڻ - پُرزا پُرزا ڪرڻ - ڀور ڀور ڪرڻ - ڀورا ڀورا ڪرڻ

● ڪَرُچَ ۽ ڪَرُچُونُ: ث. ڪُنبَ - ڪُرڙچ (جيئن ته "ڪُنب ڪَرُچ").

● ڪَرچُ ۽ ڪَرچ (ٿ)؛ ذ. لوهہ جو وڏو آٽلانٺو - نقٽي.

● ڪَرچِٽُ ۽ ڪَرَچِٽُونُ (ل)؛ ث. سُڪي زمين ۾ سارين جي ٻَجَ جي ڇٽَ - ڪوراڙ - ڪورڙ (ٻوءِ مٿان پاڻي ڏبو آهي).

● ڪَرُدُ ۽ ڪَرُد: ذ. (سن ڪَرُتَنَ = ڪٽڻُ) چاقو يا خنجر جو هڪ قسم - ڪِرپان.

"ڪنـدي ڪُسڪَن ڪين ڪي،
ڪي ڪُٺا ڪاريءَ ڪَرُدُ"
(دليت).

● ڪِرْدارُ ۽ ڪِرْدارَ ذ. (ف). طرز- روش- طورُ- طريقو- قاعدو شغل- ڪَمُ- عَمَلُ ڍنگ و چال- چلن- روَيو- اخلاق- ورتاءُ- وَرْتاءُ- عادت- اچڻ- افعال- خصلت- ورتاءُ.

● ڪَرِ د ڳارُ ذ. (ف) قدرت جو جوڙيندڙ- طرز بنائيندڙ- خالقڻهار- خلقيندڙ- ترڪيبي. ڪرتار- خدا تعاليٰ- الله تعاليٰ- رَبُ.

● ڪَرْدَنْتُ: (سن ڪَرْدَنْتَ) فعل مان لڪتل لفظ، جيئن اسم حاليہ، اسم مفعول وغيره.

● ڪَرْدِي يا ڪَرْدِ گاليِ: اسم خاص بلوچن جي قديم روايتن موجب بروهي بلوچن جي ڀاڱي جو ڏالو (ڄاڪاڻ تہ بروهي يا براهوئي اصل ۾ ڪرد ستان (ايران) مان آيل هئا) (ت- بلوچستان ص. ١٠)

● ڪَرَڏَ رَ ۽ ڪَرَڏَرِوڻُ: ث. (سن ڪِرِ = ڪَرَڻُ + ڏَرِ = رَکڻ) صحيح نموني ۾ لهڻ يا شين رکڻ واري حالت. سليقہ شعاري- سامان سڙو ٺاهي جوڙي رکڻ جو سليقو.

● ڪَرْڏَ ۽ ڪَرْڏَ ذ. صفت. اڻ رذل- ڪچڙو- ڏڏر قڏڙ- (جانور) ڪنچا ڦڪا. ڏڪا جانور. ڪنجوس- شوم- مُوذي- مکي چوس (ت). سخت- ڏاڍو- اڻونو (ت).

● ڪَرْدِ ۽ ڪَرْدَ (ت): ذ. پٿر دلُ- سخت دلُ- سنگدلُ. بيوفا. ظالم- ظلمي قهار.

● ڪَرْڙِ ۽ ڪَرَڙوڻُ (ت): ث. آڪڙ- وڏائي- هٺ- گهمنڊ- شيخي- سيٺ- ٺينڊ.

● ڪَرْڙُ ۽ ڪَرَڙَ (ل): ذ. ٻاجهري ۾ ڪڻڪ اڏو اڏ- ڳاڏڙ- گڏ (ضد. ٽيجُ).

● ڪَرِڙِ (ت): ث. صفت. سخت- ڏاڍو- ڪڙڪ- ڪُهرو- اڻانگو.

- ڪَرِڙِ جهڙو: سختي- ڏاڍائي.

- ڪَرڙِ ڪَچي (ت): ث. وهيءَ کان موئيل- عمر رسيدي- ڪَراڙي- اڌوهي واري (عورت)- ڪرڙ و ڊ.

● ڪِرِڙُ ۽ ڪِرِڙَ: ذ. (سن. ڪَرِيَرَ = ڪِرڙ) ٻوٽي جو هڪ قسم (ٻن ڪونہ ٿين، ڪنڊن مان، سنڌ س ڦر ڪي ڏوڙا (ڀڪا) ۽ گل ڪي ٻُسي چنجي).

- ڪِرِڙ ڪڪوڙجڻ: ڪرڙ جي وڻ جو ٻونڪر (مڪڙين) منجهان گل ڪرڻ- ڪِرِڙن جو گل جهلڻ.

- ڪِرِڙِي ۽ ڪِرِڙِيُون: ث. ڪرڙ جو ننڍو ٻوٽو- ننڍو ڪِرِڙُ.

● ڪَرِڙِ (ت): ث. ڪنڊي جو جهنگ- ڪنڊي جي وڻن جو ٻيلو.

● ڪرڙا: اسم خاص. گدڙي ۽ ٻارميڙ جي وچ تي ڏونگري نڪر جي هڪ شاخ مٿان هڪ ڳوٺ جو ٿالو.

● ڪَرْڙُو (ت): اسم خاص. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

● ڪَرْڙاٽُ ۽ ڪَرْڙاٽَ: صفت. وچن عمر وارو- ڪرڙوڊُ- اڌوهي وارو- اڌوٽ- اڌڙوٽ- ڪن وارن وارو- ڏاڙهيءَ ۾ اڇن وارن وارو. ڪُهرو آواز- ڪڙڪو- سخت آواز.

- ڪرڙاٽُ ڪَرَڻُ: دانهون ڪرڻ- ڪڙڪو ڪرڻ- سخت آواز ڪرڻ.

● ڪَرْڙٽُ ۽ ڪرڙٽَ: ذ. صفت. اڇو ڪارو گڏيل- اڌڙوٽ ڪرڙوڊُ- اڌوٽُ- ڀيرسن- جهونو- ٻوڙهو- ٻُڍو (ڪ).

● ڪَرَڙَ ڊِيِنگُ ۽ ڪَرَڙَ ڊِينگَ: ذ. (سن. ڪرنوڇ) هڪ ڊِگهي قد جي ٿانءَ جي ٻڪريءَ جو هڪ قسم- ٻڳهہ ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

● ڪَرَڙڻُ: مصدر. اڏو ڳاڙهو ڪاٺڻ- ڏڏرڻ- ڏڏر ڪرڻ- چٻاڙڻ. ڏاند ن مان آواز ڪرڻ- ڪرڙٽ ڪرڻ- ڪرڙ ڪرڙ ڪرڻ.

● ڪَرْڙُو ۽ ڪَرَڙا: ذ. (سن. ڪرال > ڪرڪش = ڀيانڪ). سخت- سٽاٺو- ڏاڍو- ڪٺن- اڻونو- ڏشرار- مشڪل- اهنجو- شديد. زوراور- شجاع- بهادر- مضبوط- سورمو- طاقتور- ڪراڙو- ڪوالو- ڪرڙو- ڪهرو- خستو- تيکو- تُندُ- تيز- تُند مزاج- تيز مزاج- بد مزاج. رکو- روئو- روٺ سُنهُون. متحمل- سَهَن شيلُ- تحمل مزاج- بردبار- سختي سهندڙ- زحمت ڪش-

ڪنن. شوخ- درندو- ڪَرالُ- خونخوار- ظالم- سخت دل- ڪٺور- بي رحم- جهنگلي- وحشي. کهانو- کوڙهو- لهرو. پاڻياٺو. مٽيءَ جو سخت ٿڪل ٿانءُ- ٺڪو (ت). شهوتي. حرفتي- انڪلي- چالاڪ (ت). پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم (قد جو لسيڊو، چٽڪبرو، رنگ ميرانجهڙو، سهڻو پچ ڊگهو، نر جي ڳچي ڪاري ۽ مادي ٺڪ رنگي، حلالُ (ت)).

● ڪَرڙائپ ج ڪَرڙائپَ: ث. ڏاڍائي- سختي- جبر- ڪرڙئي. ظلم- قهر- ويلُ- انڌ.

● ڪَرڙائيُ ج ڪَرڙائيُون ث. ڏاڍائي سختي- جبرُ. شوخي- ڪرڙائپ. سخت دلي- بي رحمي- ڪٺورائي- ظلم. تيکر- وڏائي- ميٺ- آڪڙ- وڏ ماڻهپائي.

- ڪَرڙيُ ج ڪَرڙيُونُ: ث. صفت. سخت- کهري- تيز طبع- جوشيلي (عورت). بي رحم- ڪٺور. (هارين جي اصطلاح موجب) هر ڪاهڻ وقت تڪليف ڏيندڙ زمين- سخت مٽي (ت). مهانگي- آڪڙي- گران- تيز بها واري. سخت ٿڪل (ٻوڪ، ميڙ وغيره). سُٺي (شئي). خوش (ت).

● ڪِرڙو ج ڪِرڙا (ٿ): ذ. (ڇچيءَ جي موافق) هڪ قسم جي سُرندڙ جيت جو نالو (جو ڏنگ نه هڻي، مگر وات ۾ گهڻو زهر اٿس)- سانڊو- ڪيروڙو (ٿ).

● ڪَرڙو ج ڪَرڙا، ذ. تازي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم (رنگ ڳاڙهو، چلرن سان، ٥ ڪان ٦ فوٽن تائين)- ڏنيرو- چلري (ستن کنين سان وڏي ٿئي، تور اڌ من، عام تور اڍائي سير)- ڪَرڙي (صفت). ڪرڙو- ڊپائتو- خوفائتو- ڀوائتو ڀيانڪ- ڪَرالُ- هيبت ناڪ. درندو- خونخوار- وحشي- جهنگلي. مڪروه.

● ڪَرڙو چيڪيلو: ذ. اسم خاص. هڪڙي قسم جي بندڪَ.

● ڪَرڙُ وَڏَ ج ڪَرڙَ وَڏِ: ذ. جواليءَ ڪان موٽيل- وچين عمر وارو- اڌ وهي- ڪرڙاٽ- اڌيڙُ- نه ٻوڙهو نه جوان- اڌ ڙوٽُ- ڪکن وارن وارو.

● ڪِرڙيُ ج ڪِرڙيُونُ؛ ث (ف ڪرفتن). سُرندڙ جيت جو هڪ قسم- سالدي- ڇڇي.

● ڪَرڙيُ ج ڪَرڙيُونُ؛ ث مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم- ننڍي مڇي. ڏاڪر- درو.

● ڪرڙياڻ ي؛ اسم خاص. تعلقي ڪيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪِرڙيوُ ج ڪِرڙيا؛ ذ. ترار جي مٺ- ترار جو هٿيو- قبضو دستو. مرد جو عضوو تناسل- آلت.

● ڪُرزِينَ ج ڪُرزِينُونُ (ڪ)؛ ث. خرزين- ڪڙيو- مرهمي.

● ڪِرسَ ج ڪِرسُونُ (ڪ)؛ ث. ٻڪريءَ کي پڌڻ جي ڪاني.

● ڪَرسَ ج ڪَرسُونُ (ٿ). ث. ٿر جي ماڻهن جي هڪ رسم- شادي يا جنگ جي وقت پاڻي ايل ۽ ٿان سوا رهيو رکيل لوٽو.

● ڪِرسُ ج ڪِرسَ: ذ. (سن. ڪانسيَ = ٽامي يا قلعي مان ٺاهيل پاڻي پيئڻ جو ٿانو). ٽامي جو ٿانءُ.

● ڪُرسُ ج ڪُرسَ: (ع. قُرصُ) مٺائيءَ جو هڪ قسم. آسمانن جي آخري منزل- عرش ڪرسي.

● ڪِرسٽُ ج ڪِرسٽَ. ذ (انگ) ڪرسٽن- يسوعُ مسيحُ جو پوئلڳ- انگريز.

● ڪرسٽان ج ڪرسٽانَ؛ ذ حضرت عيسيٰ جا پوئلڳ- يسوعُ جو امتي- مسيحي ماڻهو- ڪرسٽُ.

- ڪرسٽانيُ ج ڪرسٽانيُونُ: ث. مسيحتَ- ڪرسٽ مَتُ- حضرت عيسيٰ جي پوئلڳي.

● ڪِرسِيرو ج ڪِرسِيرا: ذ. (سن. ڪيچُ = ولوڙڻ > ڪاسُ = بيماريءَ کري کنجهه. کنجهه ڪرڻ). خارش- ڪير ننهنُ- لهڻ- سرسُر.

● ڪِرسِڙيُ ج ڪِرسِڙيُون: ث. (سن. ڪنڪا = ذرو + آس = آهي). ڪيرڪير- واري.

- ڪرمڙ پون ڪائڻ (ت): تمام ڪاوڙجڻ
پر صبر ڪرڻ - سخت رنج هوندي به چپ ڪرڻ -
برد بار ٿيڻ.
- ڪرمڙ پون مارڻ: سخت رنج هوندي
به صبر ڪرڻ.
● ڪرسن ۽ ڪرسن: ذ. سوارين جو
هڪ پوٽو - جاسر.
● ڪرسڻ ۽ ڪرسڻ: ذ. گلن جي ڪوندي
لنڍو باغ - باغيچو - چمن قلواڙي (ت).
● ڪرسو ۽ ڪرسا: ذ. (س ڪلسه =
دلو) ڪٽ جو لوٽو. ٿيو - ڪٺو آبخورو -
ڏول - ڪرسي - ڪرشو - ڪرسيو - ڪوزو -
چمن - مٽخبو - چلو - گڏون - ڏوانکهو - ڪولجي -
گلاس. ڪنهن ڌاتوءَ جي ننڍڙي گوڙي يا ڪوندي.
مٽ (ٿ). مهيشوري قوم ۾ شادي جي ماليءَ
جو نالو (ٿ).
- ڪرسي ۽ ڪرسيون: ث. (پاڻي ڀرڻ
لاءِ) چلو - ڪولجي - ڪرسو.
- ڪرسيو ۽ ڪرسيا: ذ. ڪرسي -
ڪرسو.
- ڪرسينو ۽ ڪرسينا: ذ. پتل جو
گڏون (ٿ).
● ڪرسي ۽ ڪرسيون: ث. ڪندي جي
وڻ جي پاڙ (ل). سخت ڪاٺ (رنگ جو ڪارو
۽ بلڪل سخت). ڪٺ - ڪيٺ (ٿ) الي ۾
چنبڙ جي ڪاٺ - واري - راڏو (ت) ڏندن ۾ چرپر -
ڪرميري ڪيرچ ڪيرچ. پڇاڻ - ڪراهت -
نفرت - ڌڪار.
● ڪرسي ۽ ڪرسيون: ث. لنڍو تخت
سنگاسن - تخت - اورنگ - سرير - سنگهاسن ٻ ٽ -
مسند - گدي - سنجي - صندلي. اٺون آسمان -
برابري ۽ سيڌو خط. عهدو. ٽنيءَ هيٺان ڏنل
پوڙهي (ت).
- ڪرسي سنڀالڻ: حڪومت ڪرڻ خالي
ڪرسي تي ويهڻ ۽ ڪجهه به ڪم نه ڪرڻ -
بيڪار هجڻ - ڪنهن به ڪم جو نه هجڻ.

- ڪرسي نشين: ڪرسي تي ويٺل -
گادي نشين.
● ڪرشمو ۽ ڪرشما: ذ. (ف).
اکين ۽ ڀرن جو اشارو - اک جي آڇ - اشارت -
سيج - نشاني - علامت - غمزو - عشوو. نخرو -
شنت - ناز - نخرو - لاڏ - مانو - الڪل - آرو - چاڳه.
حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه - طلسم - شعبدو - اعجاز -
معجزو - ڪرامت الاهي رنگ - اسرار. جلوو -
ظهور. تماشو - نانڪ اشارو - اهڃاڻ.
- ڪرشما ڏيکارڻ: ڪرامت ڏيکارڻ -
معجزو ڏيکارڻ - عجب واري ڳالهه ڪرڻ -
ناممڪن ڪم ڪري ڏيکارڻ.
- ڪرشمهءِ قدرت: قادر جو تماشو - الله تعاليٰ
جو اسرار.
● ڪرشن ۽ ڪرشن: ذ. صفت. (س.
ڪوشڻ = ڪارو). ڪارو - سياهه - سانورو -
ساوو رنگ - سياهه قام چنڊ جي پوئين تاريخ -
انڌيرو - اونداهو (اسم خاص). هندن جو وڏو
اوتار - واسديو جي پٽ ۽ راجا ڪنس جي ڀاڻيجي
جو نالو - هندن جي عقيدي موجب وشنو جو
ڏهون سروپ - ڪرشنا - ڪنهيو - مرليڌر -
گئو پال - گوال.
- ڪرشن پڪ: چنڊ واري مهيني جون
پن هفتن ڪان پوءِ واريون تاريخون - اونداهو
پک.
● ڪرشو ۽ ڪرشا: ذ. ڪرسو - لوٽو -
ٿيو - ڪونجو چلو.
● ڪرشي ۽ ڪرشيون (ڪ): ث. ڪاوڙ -
غصو - خار - ساڙ چڙ.
- ڪرشيون مارڻ: غصي وچان ڏند پيهڻ -
خار کائڻ - ڪاوڙ ڪرڻ پڻي تي سڙڻ - خارن مان
ڏند ڪرٽڻ.
● ڪرف ۽ ڪرف: ذ. (ع قفل = ڪفل).
ڪفل - تالو - ڪلف جنڊو تاڙي - جنڊرو.
- ڪرف ڪنجي لڳڻ: قابو ٿيڻ -
سو ڪهو ٿيڻ - بلائتو ٿيڻ.

● ڪِرفِتي ٤ ڪِرفِتيون: ث. (سن. ڪِرت = ڪِرفِتِي). ڪُونهن - نورو- مَيرو- پانخانو- ڪاڪوس گند. ڪچرو- ڍونڊ- غلاظت- گندگي. رک- ڇار- ڦاهير ڪيري (ت).

● ڪِرفِتِي ٤ ڪِرفِتِيون؛ ث. ڏسو ڪرفِتي.

● ڪَرِّفَر: ذ. (ف). شان شوڪت- ڏو ڙدام- رُعب تاب. ڏاهه ڏوهه- دٻدٻو- تجمل- ٺٽ ٺاٽ.

● ڪَرقَر؛ ذ. ڪَرفَر - عزت آبرو- مان شان (ت).

● ڪَرقَلي: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَرڪَ؛ ث. صاف واري- سڪل واري (ت). ڏاٽ- ڏاڙهه (ڪ).

● ڪَرڪَ ٤ ڪَرڪَ؛ ذ (سن. ڪَرڪَ) سيانتو- ڪيڪڙو- خرچنگ- سَرطان. برج سَرطان- سرطان جو نشان- چوٿين اس جو نالو. واس منڊل ۾ گرمي جي موسم ۾ سج جي گردش جي حد ظاهر ڪرڻ جو هڪ نشان (صفت). غريب- جوڳو- مسڪين- سڪڻو- ڪنگال- مسڪين- اٽاهو- مفلس- ڪنگل- اپالو- ٿڙڙ- دردري- ليڙ- تِهي دَست. ٻنيءَ وارو هنڌو- ڪرنگهو (ت).

- ڪَرڪَ گهيرو ٤ ڪَرڪ گهيرا؛ ذ. سرطاني گهيرو. ايِن وِرت- دائرو- خط سرطان- مَڪر ريکا- خط جدي. انهن خطن جي وچ وارو ملڪ.

● ڪَرڪَ ٤ ڪَرڪون؛ ث. هڪ تمام ننڍي شيءِ. اَن جنڊڻ بعد باقي بچيل سنهو اَن (ت).

● ڪَرڪَ ٤ ڪِرڪَ: ذ (سن. ڪَرنڪا = ڪلڪ) ف. ڪلڪ = قلم > تيِر) سَر- ٻاڻ- تير- تيرڪڙ- ٻيڪڻ- ڪَڙ- ٻيلو- ڪانُ- لوري- ميلو- ٻڙڇي- مڱين- ڀالو- نيزو.

"ليکپيس ڪام ڪِرڪَ، لوهان ليکي لطيف چئي".

● ڪِرڪاءُ ٤ ڪِرڪاءَ؛ ذ. چنبڙ ڇاڻ- بڇٽ- سچٽ. ڪِن ڪچرو- گند- ٻهَر.

● ڪَرڪَ ٤ ڪَرڪون> ڪَرڪيون؛ ث (سن. ڪنڪ) ڏري زالن جي ڪن جي ڳهه جو هڪ قسم- ڏسڀي. ايرينگ- ٻڙو- ٻندو- جهوڪ- جهالر- ولو. منهن واري ڀامي ڪَن جي ننڍڙي ٿونڊ. ٻيو هڪ قسم. بيمار جو آواز- چينگهه- چنگهڪار- ڪنڪ. ڪنڪڙ جو آري وقت آواز (ل). ڪُڙڪ- خبر- ڏاڪاءُ (ڪ) آواز- هڪل.

● ڪَرڪنٽ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَرڪَت ٤ ڪَرڪٽون؛ ث ٻڪيءَ جو هڪ قسم- ڳاڙهي راڪ جو ڳيرو- ڪاٽ ڪٽو.

● ڪَرڪَت ٤ ڪَرڪَت (ل): ذ. ٻڪ پور- ٻڪ ٽوٽ- ٻڪ پور- ٻيڪو- ذرو ذرو.

- ڪَرڪِتي ٤ ڪَرڪِتيون؛ ث. تمام سنهي پور- ذرا ذرا- ٽڪر- ڇورو.

● ڪَرڪَٽ ٤ ڪَرڪَٽ؛ ذ. صفت. ننڍي قد وارو ماڻهو- ٻندرو- ڇاسڙو- ڪِناهه- ٻد- رُڳهٽي- چڳهٽي- ڊِمِي- ڳهڳهٽي- ڊينبو- ڦرسو- ڊِمڪڙو- ڊِمِٽي- چوٽو- مڙتو. ڏنڊ جو ننڍو، ٻر عمر جو وڏو (ت). طالب علم- شاگرد.

● ڪَرڪَٽ جاگير؛ اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَرڪَٽ وَعيتي؛ اسم خاص. تعلقي ڪنڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَرڪِنو ٤ ڪَرڪِنا (ت)؛ ذ. ٽنگن ڪڍڻ جو اوزار- ڪَل آرائي ميرائي.

● ڪَرڪِنتي ٤ ڪَرڪِنتيون؛ ث. ٻتاني ڳجرن جو آچار- سالڏانو- سَنڊ- آهوري- آمري.

● ڪَرڪِچ (ت): ث. ٻترانٿون ٽڪر- ٻهاڙي حصو- جابلو علائقو- ڇاپرو. ٻڪل اَنُ. ڪِرڪِچو.

● ڪَرڪِچ ٤ ڪَرڪِچون؛ ث. نڪ جا اندريان ٻڙدا (ڪ).

● ڪَرڪَر؛ ذ. (سن ڪَرڪَر = زور سان ڪيلڻ) ڪاٺ مهل ڪاڏن جو هڪ ٻني سان

لسڪڻ جو آواز - ڪَرَٽُ ڪَرَٽُ - چَرَ چَرَ - ڪرڻو. ڪڪڙ جو آري تي وڃڻ وقت ڪيل آواز - ٽر ٽر. (اسم خاص). ٽر م هڪ ٻٽ جو نالو.

● ڪِر ڪِرِ ۽ ڪِر ڪِروُنُ؛ ث. (سن ڪَرُ ٻه = آواز ڪرڻ) ڪڙڦِٽ - ڪِٽ ڦِٽ - ڪِلڪِل - ڪَرڪَرُ ڪِٽ ٻِٽ - جهَرُ جهَرُ - خَرخسو - چِڪُ مُڪُ - وِڙهه وِڪ - جهٽ ڪُٽ - رِڙهه ٻِڙهه - کهپي - ڪِروڌُ. روچ راڙو. جهيڙو - رَٻڻ - رڳڙو (ت). لاسچ - هنسچ (ت) ڪِرِڙي واريءَ جي گسڻ جو آوازُ. ڏندن هيٺ اچي ويل پٿر وغيره جو آواز - ڪِرچ ڪِرچ - ڪِرڪرات - ڪِچ ڪِچ (ت)

- ڪِرڪِر ڪَرَڻُ؛ اجايو ڪروڌ ڪرڻ - راضي نه رهڻ - کهپي ڪرڻ - جهَرُ جهَرُ ڪرڻ - ڪِٽ ڦِٽ مچائڻ - ڪِلڪِل ڪرڻ. جهيڙو ڪرڻ - رڳڙو مچائڻ.

- ڪِرِ ڪِرِ مچائِڻُ: ڪِرڪِر ڪرڻ - کهرکهر ڪرڻ. اجايو جهڙو ڪرڻ - رڳڙو مچائڻ

- ڪِر ڪِر يو ۽ ڪِر ڪِرِيا: ذ. صفت. ڪِٽ ڦِٽيو - ڪُرڪُريو - ڪِروڌي - رڳڙائي کهپي خورُ ڪِلڪِليو - تڪراري - ڪِٽڪِٽيو - جهَرجهَريو. ڇڄڻي.

● ڪُرُڪُرُ ۽ ڪُرُڪُروُنُ؛ ث. (سن ڪُرُ ٻه = آواز ڪرڻ) وڏيڪ شيءِ لاءِ اجائي کهَر - رِڙهه ٻِڙهه - ڪُرڪڻ واري حالت - جهَڻ جهَڻ - وِڪ وڪ - جهَڻ جهڻ - تڪرار - رڳڙو لتون ٺونا - ليڻ ڏيڻ - کهپي - ڪِرڪِر - ڪِٽ ڦِٽ - ڪِٽ پِٽ - ڪِلڪِل.

- ڪُرِ ڪُرِ ڪَرَڻُ؛ اجائي کهرکهر ڪرڻ - ڪُرڪڻ - رِڙهه ٻِڙهه ڪرڻ - کهپي لائڻ - ڪِلڪِل مچائڻ - ڪِٽڪِٽ ڪرڻ - جهَڻ جهَڻ ڪرڻ.

- ڪُرِ ڪُرِ يو ۽ ڪُرِ ڪُرِيا: ذ. صفت. ڪُرِ ڪُرِ ڪاڏو - ڪِروڌي - رنگڻو - شاڪي - وِڪوِڪيو - ڪِٽ ڦِٽيو - پِنڊُ - جيجا - ڪِڪُ -

لِيلائيندڙ - چيچڙ چنبڙُ - زور ڪندڙ - تقاضائي - جهَرجهَريو - معاملائي - رڳڙائي - خواه مخواه مٿو کهائيندڙ (ت).

● ڪَرُڪَروُ ۽ ڪَرُڪَرا؛ ذ. صفت. (سن. ڪَرَ ڪَرَ = سخت) مضبوط - جاڏو - جبرو - سخت - ٻلي - هٽرٻٽلُ - ڪڙا ڪڙي - سگهارو - سگهو - سٽرُ - زورائتو - قوتي - زور ڀريو - سگهتيءُ - قرارو - توالو - ستائو. ڏشوارُ - اٽالڪو - اوکو - مشڪل - اهنجو - اولو - ڪَنڻُ اڙو - اعنبو - ڏهلو - ڏُمرو. (اسم). گوڙ - شورُ - هُل - غوغا - ڌمچر - پانئتال.

● ڪَرِ ڪَشُ ۽ ڪَرِ ڪَشَ؛ ذ. صفت. (سن. ڪَرڪش) ڪُهرو - سخت - رُڪو - اڙٻو - ڪڙڪُ.

● ڪَرُڪُلا (ت)؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَرُڪَلوُ ۽ ڪَرُڪَلا (ل)؛ د ٻور ٻور - ڏريٽون ڏرهٽون - ڏرا ڏرا - ٽُڪر ٽُڪر - ڳِپا ڳِپا - ڳِترا ڳِترا

● ڪَرُڪَنات ۽ ڪَرُڪَناتُون؛ ث. ڪاري رنگ جي ڪڪڙ جو هڪ قسم (صفت). ڪَرُڪَنات - ٽرٽر ڪندڙ - ٽرڙي. (ذ. ڪَرُڪَنتُ ۽ ڪَرُڪَنت).

● ڪَرڪَڻ: مصدر) ڪڪڙ وغيره جو آواز ڪرڻ - ڪِرڪِر ڪرڻ - ڪِرڪو ڪرڻ. (اسم). داڻ دائڻ واري - تمام ڪڙڪ واري.

● ڪِرُڪَڻُ؛ مصدر. ترڙڪو ڪرڻ - چيرُ ٿيڻ - ڦِٽ وڃڻ - ڦٽڻ - چيرڻ. سوپاري وغيره ڀڃڻ. ڪڙڪو ڪرڻ - ڪڙڪات ڪرڻ - ڌڪاءُ ڪرڻ - ٺڪاءُ ڪرڻ. آهستي آهستي آواز ڪرڻ - هري هري ڳالهائڻ. مٺي لات ڪرڻ - ٻولي ڪرڻ.

● ڪُرِ ڪَڻُ؛ مصدر. (سن. ڪُرُ ٻه = آواز ڪرڻ) کهرکهر لائي ڏيڻ - کهٽي لاءِ طلب ڪرڻ - کهپي لائي ڏيڻ - تقاضا ڪرڻ - پٺيءَ ٻارڻ - جهَڻ جهَڻ ڪرڻ - جهڻڪڻ - رِنگ ڪرڻ - رنگڻ - وِڪوِڪ ڪرڻ ڏنو مارڻ. ناراض ٿيڻ - رنج ٿيڻ - ڪاوڙجڻ - غصو ڪرڻ - چڙڻ.

ٻچي وچڻ - ڪِيائڻ - گهبرائڻ (ت). ٻيٽ سان ٻادي هوا جو ڪيڏڻ - ٿنٽ ڏيڻ.
- ڪُرڪِٽو ۽ ڪُرڪِٽا: ذ صفت. رلڪڻو - وڪ ڪيو - پنبڙ - شاڪي - ڪِڪ ليلائيندڙ - چيچا - ڪُرڪُرو تقاضائي - هٺچا - ڳُهي خور.
● ڪُرڪو ۽ ڪُرڪا: ذ ڪرڪڻ واري حالت - ڪِنجهڪو - ڪِڪِل - ڳهي - چيپ
● ڪَرڪو ۽ ڪَرڪا (ڪ): ذ. آٽ جو آواز - رڙ.
● ڪِرڪِر ۽ ڪِرڪا (ت): ذ. ٿورو ٽڪر - ذرو
● ڪَرڪي ۽ ڪَرڪيون (ل): ث. ڇاڙيءَ کان هيٺ ڳچيءَ جو ماس - ڳلاڦو - ڳلڦڙو.
● ڪَرڪي ۽ ڪُرڪيون: ث. ڪن ۾ پائڻ جي هڪ زيور جو نالو - ڪڙڪي - ڪرڪ. پشم جو هڪ قسم - ڪرڪ
● ڪِرڪيٽ ۽ ڪِرڪيٽون: ث. (انگ Cri Cket.) راند جو هڪ قسم - ٻيڙ مهار راند - ڏڪي راند - بيٽ بال راند.
● ڪرڪيٽي ۽ ڪرڪيٽيون: ث. ڪتي گاڏي (اتر قطب وٽ ايسڪيمن جي برف تي هلندڙ گاڏي جنهن کي ڪتا ڇڪين).
● ڪَرڪل (ل): ذ. انبوهه - ميڙ
"روهه راهاڪن اچ ٿا هلن هاڙهيون،
ڪرڪل ڪي نجڙين راتي ۾ رات ڪني"
● ڪُرڪيڙ ۽ ڪُرڪيڙون: ث. سڪل زمين کي هرڏيڻ واري حالت - سڪل زمين ۾ ڳلل هر - اوٽ زمين ۾ ڪيل ڪيڙ.
- ڪُرڪيڙ ان ٻڌڻ: سڪل زمين ۾ هرڏيڻ - سڪي زمين ۾ ڪيڙ ڪرڻ. ايذائڻ - تڪليفون ڪرڻ آزارڻ.
● ڪَرڪٽ ۽ ڪَرڪٽ (ڪ): ذ. جبل جي آتاهين چوٽي.
● ڪِرڪان: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.
● ڪِرڪيٽي ۽ ڪِرڪيٽيون (ث): ث. ڪاٺيءَ جو سنهو ٽڪر - چوڏو - چيپٽ.

● ڪَرڪِس ۽ ڪَرڪِس (ت): ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - مردارخور - ڳِجهه.
● ڪَرڪَل ۽ ڪَرڪَل (ت): ذ. غوغاءُ - آبوهه - ڪَرڪِل - هُل - گوڙ - شور - ڌمچر - هنبوشن - ڀانيتال
● ڪَرڪ ۽ ڪَرڪون (ڪ): ث. جبل جي بلند چوٽي - جبل جي مٿاهين چوٽي.
● ڪَرڪِل ۽ ڪَرڪِل: ذ. (سن. ڪَل = آواز ڪرڻ ڪلڪل = غوغاءُ). گوڙ - هل - شور - لُڙ - گهمسان - ڀانيتال - دڙڪو غوغاءُ - ڌوم - ڪڙڪو - ماچانگ - هنبوشن - غلغلو - گجگوڙ - آواز (خوفناڪ) - هُلڙ - هنگامو - ٻڪيڙو - ڌمچر - راماٺو - هُل حشر - ممڻ - خيرخيسو. ميڙ - ولر - ۽ ڳَر - ٽولو - ڌڻ (ت).
● ڪَرڪڻ ۽ ڪَرڪڻ: ذ. کاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (بنا چلر، بدن تي پاسن کان سنها ٽڪا، قد ١ فوٽ کان ٣ فوٽ).
● ڪَرڪهٽ: (سن) دريائن وغيره جي پاڻيءَ جو زور سان وهڻ ڪري ٿيل آواز کهرڪاٽ.
● ڪَرل: ث مڇيءَ جو هڪ قسم.
● ڪَرل ۽ ڪَرل: ذ. (سن. ڪَل = آواز ڪرڻ). آواز - شبد - پڙلاءُ - تنوار - ڳالهه - پڙاڏو - آلاءُ.
● ڪُرل ۽ ڪُرل: ذ. کاري جي اڳڙي جو هڪ عضوو - داڻي سان لڳو لڳ اڏي جي جهلي لاءِ هڪ ڪاٺي - پيڙهه جي تري جو تختو - پيڙي تي وڻ واري جاءِ کي آڏي ڏنل هجي. ڇپون ڪائيندڙ پانڌي پکيءَ جو هڪ قسم.
● ڪرلاهو ۽ ڪرلاهٽا: ذ. (سن. ڪلا = خبر + لاپي = لهندڙ) سنڀاليندڙ نگهبان - راکو - رکيڪ - وصي - وارث - مربي - ڪانڌي ڪارڻي - سرپرست - ڌڻي ڌوڻي - خبر لهندڙ - برکهور لهندڙ. پرورش ڪندڙ - نپائيندڙ - پاليندڙ - تاتيندڙ - سالڊ بندڙ.
● ڪُرلائڻ: مصدر. سُر سان آواز ڪرڻ - تنوار ڪرڻ - تنوارڻ - لات ڪرڻ - آلاپڻ - ڳائڻ. (ڪُرلائيو - ڪُرلائيندو - ڪُرلائيل).

● ڪَرَمُ ۽ ڪَرَمَ؛ ذ. (سن. ڪَرْمَ = ڪَرْمُ). لکيو- ڀاڳُ- ڀاوِيُ- مقدر- نصيب- قسمت- ازل- تقدير- بخت- دائو ڀاڻي- اِيراڙ- پيشاني. مهرباني- ڀلائي- احسان- ٿورو- وَڏُ- عنايت- چڱائي- ڳُڻ- لائق- مهر- آن ڳرهڻ. ٻاجهه- ديا- ڪرپا- رحم. خدا ترسي جا ڪم- دينداريءَ جا ڪم "جيئن تپ، قرباني، صدقو، گهور، شاديءَ جا ڪم ڪارون". هندن ۾ ڏک يا ماتم وارا ڏينهن اڪثر ڪري ڪنهن ماڻهوءَ جي موت کان پوءِ (ڪرپا ڪرم وارا) ڏهه ڏينهن. ڪَرْمُ- فعل- ڌنڌو- ڪار- پيشو- ڪرت. ارڪان- افعال- ڪيتو- لڇڻ. خيرات- زڪوات- سخاوت- بخشش- دان- پُنيُ. موت- ڪال- آجَلُ- مرتيو- قضيئو- چالاڻو- لاڏاڻو. بزرگواري- عزيزي. همت- مردمي- جوانمردي. ريت- رسم- نيمُ- وِرْدُ- راهه رِيت- هلي چلي- مرجاتا- وِتيرو.

- ڪَرْمُ انْدرِيُ ۽ ڪَرْمَ انْدرِيُون؛ ث. (سن. ڪَرْمُ + اِنْدريہ = ڪم ڪرڻ جو عضوو) اندريون عضوو- نسلاتي الڳ- عضوو- آلت.

- ڪَرَمَ جوُ ڪاڏوُ؛ قسمت جي ڪشش- قضا جي چڪَ- لکڻي جو ليک- تقدير جو لاڙو.

- ڪَرَمُ چارِيُ: (سن. ڪَرَم + چَرُ = هلڻ) ڪرياڪرم ۾ ڪم ڪندڙ- مجلس وغيره ۾ اٿي ويٺي ڪندڙ- ڪنهن مجلس يا مجموعي جو خاص ڪم ڪندڙ- عهديدار.

- ڪَرَمُ چنْڊوُ: ڀاڳو- نَحسُ- بد بخت- چنڊو- بد قسمت.

- ڪَرَمَ سنْڌوُنُ؛ سڀاڳو- خوش قسمت. سڌورو.

- ڪَرْمُ ڦَلُ؛ (سن). ڪمن جي سزا.

- ڪَرَمَ ڪانْڊَ ۽ ڪَرَمَ ڪانْڊوُنُ؛ ث. (سن). هندو ڌرم جو اهو حصو، جنهن منجهه سنسڪارن، سانن، ڪريا ڪرم ۽ يگن جو ورنن ٿيل آهي- مذهبي رسم- ڪرياڪرم.

- ڪَرَمُ ڪُٽَڻُ؛ پنهنجي ڀاڳ تي روئڻ- پنهنجي نصيب کي جهوڻ- مقدر تي روئڻ- پنهنجي لکڻي تي ماتم ڪرڻ- بخت کي پٽڻ- پٽڻ.

- ڪَرَمُ ڪَرْتَرِيُ؛ (گرامر ۾) فعل مجهول.

- ڪَرَمُ ڪَرَڻُ: مهرباني ڪرڻ- احسان ڪرڻ- ڪرپا ڪرڻ- دَيا ڪرڻ- نوازش ڪرڻ- ڀلائي ڪرڻ- وَڏُ ڪرڻ- ٿورو ڪرڻ- لائق ڪرڻ- ٻاجهه ڪرڻ.

- ڪَرْمَنُ کي جهوَڻُ؛ پنهنجي قسمت کي ڏوهه ڏيڻ- بخت کي پٽڻُ. قسمت تي راضي رهڻ- تقدير تي خوش رهڻ.

- ڪَرَمُ وِيڪَتِيُ؛ ث. (گرامر ۾) هڪ حالت جو نالو- حالت مفعولي.

- ڪَرَمُ هيڻُ ۽ ڪَرَمَ هيڻَ؛ ذ. صفت. (سن. ڪَرْم + هيڻُ = ڦريل يا وساريل). نڀاڳو- بد نصيب- بد قسمت- بد بخت- ڪم بخت- ڪم نصيب- نامراد- ڏڌورو.

- ڪَرْمِيُ ۽ ڪَرْمِيُ: ذ. صفت. سڌورو- خوش قسمت- نصيب وارو- خوش نصيب- بختاور- ڀاڳن وارو- بخت وارو- سڀاڳو- سعادتمند- لا ڪيئو. ڪرم ڪندڙ- مهرباني ڪندڙ- احسان ڪندڙ.

- ڪَرْمَ ڀوُڪَ؛ (سن. ڪَرْم + ڀوڪ) اهو سنسار جو اهو رستو، جنهن ۾ انسان چڱن ڪمن جي وسيلي هلي.

● ڪِرِمَ (ت): ذ. صفت. بلڪل گهڻا- بي اندازه- بي شمار- ڳاڻيٽي کان ٻاهر- هيڪاندا.

● ڪِرِمَان (ت)؛ ذ. پيٽ ۾ پيدا ٿيندڙ ڪينئان- سپنوڪيون (ت)- سپڻڪيون. جِيئُون- جِوُنُ "متي ۾ ڪرمان پئجي ويا اٿيئي" (جملو).

● ڪِرْمانِيُ ۽ ڪِرْمانِيُونُ (ت)؛ ث. ترار- تلوار (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● ڪِرْمَتُ؛ ذ. هڪ ٻارڪي وکر جو نالو.

● ڪَرْمتانِيُ: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪِرِمَتُ ۽ ڪِرِمَتَ (ت)؛ ذ. ڏالدائو- ڪُڙڪُٽيتو. هڪ ٻارڪي وکر جو نالو- ڳوماٽو.

● ڪِرْمَتْ ء ڪِرْمَتَ ؛ ذ. ٻارڪي وڪر جو نالو - ڳوهانو.

● ڪَرَمَپُورِ ؛ اسم خاص. سيوهڻ ڪنڊ ڪوٽ، ميرپور ماٿيلي تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪِرِمِچِي ء ڪِرِمِچِي ؛ ث. واڱڻائي رنگ - قِرمِز - ارمزي. اکين جي لاءِ ڏيپ طور ڪم ايندڙ.

● ڪِرمِز ؛ ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻارڪو وڪر (اتي وانگر، ڳاڙهن ڪيڙن جي پيدائش، ان ۾ ٿ ۽ ڪپڙو رڱجي). قرمچي - قرمزي - ڪِرمچي - قِرمِز.

● ڪِرِمَسَاخُ ء ڪِرِمْسَاخَ ؛ ذ. (ع. قرمساق). زال جو ڀڙوو - زال جو مَڄو - زن مريد - ڏَلو.

● ڪُرِمِشَ ء ڪُرِمِشُونُ ؛ ث. ڪُرْشَ - ڪورِنشَ - بادشاهه جو سلام - مُجرو - ڪرمُش. وينتي - سوال - منٿ - عاجزي - التجا - ليزاري - عرض - زاري - عجز - نياز - نيڙ. خدمت - چاڪري - ٽهل - شيوا. سوڙهي گهٽ واري حالت - ڏکوئڻ واري حالت.

- ڪُرِمِش ڪَرَڻُ : مجرو ڀرڻ - ڪورنش بجا آڻڻ - ڪوڏن تائين لوڙي ٽي دفعا سلام ڀرڻ. خدمت ڪرڻ - ٽهل ڪرڻ - شيوا ڪرڻ - چاڪري ڪرڻ - خاطري ڪرڻ. آزيون نيزاريون ڪرڻ - منٿ ڪرڻ - عرض ڪرڻ - وينتي ڪرڻ - التجا ڪرڻ. پوڄا ڪرڻ - ٻندگي ڪرڻ - عبادت ڪرڻ - سجدو ڪرڻ.

● ڪُرمُش (ت) ؛ انتظار - پريشاني - اوسيڙو - ڳڻتي - فڪر - انديشو - فڪرات.

● ڪَرْمَشْتُ ؛ (سن. ڪَرْمِشْٽَ). ڌرمي ڪمن ڪرڻ جو خواهان - ڪريا ڪرم ڪرڻ لاءِ سدا تيار.

● ڪَرْمَشِيُ ؛ ڪ. (سن. ڪَرْمَ + شِيُ). ڌرمي ڪم ڪندڙ.

● ڪَرَمَ علي ڪوهتانڪ : اسم خاص. تعلقي ميري خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَرَمُ الله ڏاهيري ؛ اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪرمنڊلَ ء ڪرمنڊلُ ؛ ذ. (سن. ڪمنڊلُ = ڪيسٽو). درياهي ناريل مان ٺهيل ڪشتو - ڪدوءَ مان ٺهيل ڪشتو - فقيرن جي پنڻ جو برتن. هڪ قسم جو ساڌو فقيرن جو ڪاٺ يا لوهه يا پتل مان ٺهيل ٻالٽيءَ جي نموني تي برتن.

● ڪِرمٽو : ذ. اسم خاص. مڇيءَ جو قسم.

● ڪَرَمشِي پريوگ : ذ. اهو پريوگ جنهن ۾ فعل سدائين مجهول صورت وارو آهي، جنهن ڪري مفعول ڄري جملي جو فاعل ٿئي ۽ فعل ان پٺاندڙ عدد، جنس ۽ ضمير ۾ مڃجي. (گرامر).

● ڪَرْمُوشُ ء ڪَرْمُوشَ ؛ ذ. (سن. ڪِٽهَ = تر + مُشِيُ = مَسَ). هڪ قسم جو اڌ ڪوئو - چچولڊر. تِرُ - تِلڪُ - تيلوڪڙي - خال. اُن جي هڪ رنگ جو نالو.

● ڪَرْمِيُ ؛ اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪَرَنُ ؛ اسم خاص. مٽي ۽ شڪارپور تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو. شڪارپور ۾ هڪ ڏَرَ جو نالو. هڪ ذات جو نالو. (ت).

● ڪَرْنُ : اسم خاص. هڪ سمي ڄام جو نالو.

● ڪَرْنَا ؛ (سن. ڪَرُنا = دَيَا). دَيَا - ٻاجهه - رحم - ڪهل - قياس - ڪَرُنَا.

● ڪَرْنانِڌانُ ؛ (سن. ڪَرُنا + نِڌانُ = جاءِ). ديا جو ڀنڊار - دياوان - پرماتما - خدا.

● ڪَرْنالي : اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪَرْناهُ ؛ اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَرْنام ء ڪَرَنائون ؛ ث. وڄائڻ جي ساز جو هڪ قسم - نفيل - ڪرنائي. (اسم خاص). تعلقي عمر ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَرْنائِڻُ : مصدر. ٻاٻا لاهڻ - ٻاٻا هيٺ ڪرڻ - ٻاٻا ڏارڻ. وڪوڙي وجهڻ - ڳهڻو ميٺهن وسائڻ.

● ڪَرُنائي ۽ ڪَرُنائِيُون؛ ث. ساز جو هڪ قسم- نفيل- ڪَرلهه- ڪَرناءِ.
● ڪرن تُنُو ۽ ڪَرَن تَنَا؛ ذ. صفت. (سن. ڪَرَ= هٿ + تَرَت= ٻَچَڻ) سست- نوڙي.
● ڪَرنپُور؛ اسم خاص. تعلقي ميرپورساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪَرنجهه؛ ذ. چيٽ ۾ ٿيندڙ هڪ تيلي ٻج جو فصل- چاڻو.
● ڪَرنجهو ۽ ڪَرَنجها؛ ذ. (سن. ڪرنجه) دوا طور ڪم ايندڙ ڪنڊن واري ٻوٽي جو هڪ قسم. (هن جو عرق گرميءَ کان ماڻهو پيئندا آهن).
● ڪُرَنڊ ۽ ڪُرنڊَ؛ ذ. (سن. ڪُ= خراب + رَنڊ= رستو) ڏکيو رستو- خراب رستو- اٿانگي واٽ- دشوار راهه- اوجهڙ. ڪٽ لاهڻ يا ڪُرڙن جو اوزار.
- ڪُرَنڊان؛ غلط رستي مان- اوجهڙ تان.
● ڪَرَنڊ ۽ ڪَرَنڊَ؛ ذ. جوڳي فقيرن جو لانگ ڦاسائڻ جو ڪُلهي تي ڪنيل ڏول.
"سو (لانگ) محبت ڪاڻ مٿا، اچي ڪالي ڪَرَنڊَ ۾" (سڪهڙ). (ث. ڪَرَنڊي ۽ ڪَرَنڊيون).
● ڪَرِنڊ ۽ ڪَرِنڊَ؛ ذ. وڍ ڪٽ جي اوزارن کي تکي ڪرڻ لاءِ ڪاري پٿر جو هڪ قسم- روهي. موڙو- پٿرو ٻيڙي- موڙي- وٽڙي. آڪوائي ۽ ڏسٽي اگر سان ماپيل حصو- ٻاچ- ٻاڙي (ڪ).
● ڪُرُنڊ؛ اوزارن کي تکي ڪرڻ لاءِ روهين ٺاهڻ لاءِ ڪم ايندڙ هڪ قسم جو پٿر.
● ڪُرَنڊڻ؛ مصدر. موڙڻ- پيڻ- چيچوڪرڻ- ڏنگو ڪرڻ- ڦڏو ڪرڻ- ٽيڙو ڪرڻ.
- ڪَرَنڊو ۽ ڪُرَنڊا؛ ذ. صفت. ڪُبڙو- جهُڪيل- نميل- ڪَروانڊڙو- ڊونڊڙو (ت).
● ڪَرَنڊي ۽ ڪَرَنڊيون؛ ث. ڏبي مان ٻاڻيائي شيءِ وغيره ڪڍڻ لاءِ هڪ قسم جي ڏوئي- ٻيڙي- ٽيري. ڏوئي- ڪيوي- چمچو- وڏي- ڏولڪو. (سن. ڪَرَنڊ= ٽوڪري) بيد يا ڪنهن ٻئي مضبوط ڪاٺيءَ سان ٺهيل ٽوڪري جا ٻهاڙن تي ماٺهن چاڙهڻ يا ميوي وغيره جي ٻاهر موڪلڻ لاءِ ڪم اچي.
● ڪُرَنڊي ۽ ڪُرَنڊِيون؛ ث. گهنڊ- گوڙهو- مڇو- موڙهل سُٽَ- سُنجهيل ڌاڳو.
● ڪُرَنڊي؛ اسم خاص. آنَ جو هڪ قسم (رانگ ڦڪو، هن جي مالي سيني جي سور لاءِ فائديمند آهي، ان جي اني ۾ ايلسي ۽ وڏڪ ملائي سوج ۽ سُورَ وارين جاين کي ٻڌڻ سان فائدو ٿيندو)- ڪيرنکهه.
● ڪُرنش ۽ ڪُرنشون؛ ث. بادشاهه يا ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي اڳيان جهڪي ڪيل سلام- آداب- ڪورنش- پرنام- تسليمات- نمسڪار- بندگي- سُواڳت- مُجرو. منٿ- التجا- سُوال- وينتي- آزي- ليزاري- عاجزي- عرض- زاري- ليلڙاٽ- ارداس- عجز- نياز- نيوڙت. آجيان- آدرڀاءُ- تعظيم- پلي ڪار- آءُ ڀاءُ. خدمت- چاڪري- ٽهل- شيوا.
- ڪُرنشون ڪَرَڻ؛ مجرو ڀرڻ- آداب بجا آڻڻ- ڪورنش ڪرڻ- سلام ڀرڻ. بندگي ڪرڻ. آجيان ڪرڻ- آدرڀاءُ ڪرڻ- سُواڳت ڪرڻ- تعظيم ڏيڻ. خدمت ڪرڻ- چاڪري ڪرڻ- شيوا ڪرڻ- ٽهل ڪرڻ.
● ڪَرَنڪ ۽ ڪَرَنڪ (ڪ)؛ ذ. هڏن جو پڃرو- ٻوتو.
● ڪيرنڪ؛ ذ. (سن. ڪنڪ. ف. ڪال) ٻوڪ جو هڪ قسم- ڪيرنکهه.
● ڪُرَنڪ ۽ ڪَرَنڪ؛ ذ. ڪُرَلکهه- هرڻ.
● ڪَرِنڪَر ۽ ڪَرِنڪَرَ؛ ذ. (سن. ڪَرنڪ = بدن جو ڪوبهه هڏو) ڪنهن جو ڪنڊو- ڪرنگهو. ڪرنگهر. هڏن جو پڃرو- ٻوتو.
● ڪَرَنڪَل ۽ ڪَرَنڪل؛ ذ. (سن. ڪرنڪهه = ڏاڍو) اٿيءَ جو هڏو- ڪنڊو- سنگ ڪرنگهو. بُت جي هڏن جو ڻاٽ- هڏن جو پڃرو- ٻوتو- ڦالبُ.

● ڪرنڪهہ ۽ ڪرنڪهہ؛ ذ. ڪرلڪو- ڪرلڪهو.

● ڪرنڪهہ: ذ. (سن. ڪنڪ). جهنگلي آن جو هڪ قسم- ڪيرلڪ- ڏت (غريبن جو کاڄ). گاهہ جو هڪ قسم.

● ڪرنڪهہ ۽ ڪرنڪهہ؛ ذ. ڪرنڪ- هترڻ.

● ڪرنڪهر ۽ ڪرنڪهر؛ ذ. (سن. ڪنڪال > ڪرنڪ > ڪرنڪهہ = ڏانئو، بدن جو ڪوبہ هڏو). هنيءَ جو هڏو- ڪرنڪهو. هڏن جو پڃرو- ڍونڪو- ٻوتو. ڀاسريءَ جو هڏو. مٿو- مغز. واهہ جو منهن.

● ڪرنڪهو ۽ ڪرنڪها؛ ذ. (سن. ڪرنڪ = ٻت جو هڏو). هنيءَ جو هڏو يا ڪنبو- ڪرنڪهر. هڏن جو پڃرو- چمڙ ۽ هڏا. لاغر- ضعيف- استو- هيٺو- ايرو. جاءِ جي ڀٽ (ت). جاءِ جو وچون حصو (ت). سنڌ و- ڪير- هنو- لاٿڻ- ڦٽي- چٽو.

● ڪرنڪهو ۽ ڪرنڪها؛ ذ. ڏنڪو- ڪهڙو- گڪو- نيميل- وريل- اونڌو.

● ڪرنملاڻي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪرلو؛ ذ. (سن. ڪلنيا = شراب) خوشبودار ٻوٽي ۽ ميوي جو هڪ قسم (هن جي گلن مان ڪرلي شراب، عرق ۽ عطر ٺهي). عرق ڪشيءَ لاءِ هڪ ٿانءُ- ڪرنڦل.

● ڪرنو؛ ذ. ڪاري ۽ مٺي جي گاهہ جو هڪ قسم. (خصوصاً مينهون کائين).

● ڪرنهہ ۽ ڪرنهون (ڪ)؛ ث. ساز جو هڪ قسم- نفيل- ڪرناڻي.

● ڪرنيهہ ۽ ڪرنيهيون؛ ث. (سن. ڪلهہ = جهيڙو). ڪرهہ- ويڙهہ- لڙائي- ٽڪرار- جهڳڙو- جنگ- جهيڙو- ڪرهن.

● ڪيرنهن ۽ ڪيرنهون؛ ث. (سن. ڪرج). خارش- ڪنهي- خارش- ڪنهہ- سرسر- ڪيرمير. ڪيرپ- بڇان- نفرت- ڌڪار- ڪراهت- سوگ. خار- چيڙ- ڪاوڙ- بخيلي. چابڪ سواري.

— ڪيرنهن ٿيڻ: خارش ٿيڻ- ڪنهہ ٿيڻ. بڇان اچڻ- نفرت ٿيڻ- ڌڪار ٿيڻ- سوگ اچڻ.

— ڪيرنهن ڪڍڻ؛ خارش ڪڍڻ- ڪهہ ٿيڻ. نسبتي معنيٰ ۾ "مار جي ضرورت ٿيڻ".

— ڪيرنهن لاهڻ: مار ڏيڻ- سزا ڏيڻ- سوچڙ هڻڻ- ڊينب ڪيڻ- ڀادر هڻڻ.

— ڪيرنٺن ۽ ڪيرنٺون؛ ث. ڪنهہ- ڪنهي- خارش- بڇان- نفرت- ڌڪار. بخيلي.

● ڪيرنٺي ۽ ڪيرنٺيون (ڪ)؛ ث. واريامي زمين جو جيت (منو انچ ڊگهو ٿئي).

● ڪرلي؛ ذ. (سن. ڪر = هٿ + ڪرڻ = اوزار). رازڪو لوهہ جو هڪ اوزار (اوساري جي وقت گاري کهلڻ جي ڪم اچي)- چڙونارو. سنڌ جي ديسي شراب جو هڪ قسم (ڪهڙ جي عرق ۽ ڪرلي جي گلن مان ٺهيل).

● ڪرلبي ۽ ڪرنڀون: ث. (سن. ڪرلتيي = ڪنڊ). ڪنڊ ڪوڙهو. منجهيل وار.

"ميندا ڏوهہ ڌ. مارئي، ٿيس ڪرلو وار". (شاهہ).

● ڪرنيهل ۽ ڪرنيهل: ذ. (انگ). پلٽڻ جو وڏو عملدار- سپهہ سالار- سالار.

● ڪرڻ؛ مصدر. (پرا. ڪر. سن. ڪرو = ڪرڻ). پورو ڪرڻ- (ڪم) لاهڻ- پڄائڻ- نباهڻ- چيڙو آڻڻ- بجا آڻڻ- ٻشتن- آدا ڪرڻ- عمل ڪرڻ. (ڏندو) هلائڻ- لڳائڻ- (پئسو) خرچڻ- (شئي) ڪم آڻڻ- استعمال ڪرڻ- واپرائڻ- ڪتب لائڻ- ٻلي لائڻ- ورتائڻ. (ڪپڙو) جوڙڻ- هنڊائڻ- پهرڻ- ڪوهڻ. (عقل) جاءِ ڪرڻ- (هوش) آڻڻ- ويچارڻ. (فرض) بجا آڻڻ. (ڪورٽ) ڪوٺائڻ- سڏائڻ- هلائڻ. بندوبست ڪرڻ- انتظام رکڻ- جوڙجڪ ڪرڻ. قائم رکڻ- دائم رکڻ. سنوارڻ- ٺاهڻ- بنائڻ- سڌارڻ- سڌارو آڻڻ- اصلاح آڻڻ. دالهن ڪرڻ- ڪوڪ ڪرڻ.

- كَرَڻُ كَرُتَڻُ وارو هُجَڻُ: كم كار وارو ماڻهو ٿي هجڻ - گهر جو وڏو ٿي هجڻ - خود انتظام وارو ٿي هجڻ.

- كَرَڻُ وِڀَكتي: ث. (گرامر ۾) حالت جَرِي.

- كَرَڻُ هارو: كرڻ وارو - كندڙ.

- كَرِئي ۽ كَرِئيون: ث. كم - فعل - كرت - كار - هاج - ڏڌو - مشغولي - پيشو - روزگار. چال - چلكت - هلت - آچرن - ڍنگ - آئي ويئي - وَرتارو - ورتاءُ - چلت. نيت - ارادو - خيال. ماڻهو مُئي كان پوءِ پارهن ڏينهن كِريا كرم واري رسم - پارهيو - سَنسكار - كِريا كَرم. خيرات. شادي (ت).

- كَرِئي كَرُ: كِريا كَرم كرائيندڙ برهمڻ - پاليَڻُ.

- كَرِينڊڙُ ۽ كَرِينڊڙَ: ذ. كندڙ - كرائيندڙ.

- كَرِيندو ۽ كَرِيندا: ذ. كندو - عمل ۾ آڻيندو.

● كَرِين: ضمير حاضر. تون كرين - كَرين.

● كِرَڻُ: مصدر. (سن. كَلَ = كِرَڻُ. سن. كِيرُ نُ = كرڻ) مٿان كان هيٺ اچي پوڻ - ڏكو كائڻ - ڊاهڻ - هيٺ پوڻ. ڇڄڻ - جدا ٿيڻ (ميوي جو). مرڻ - فوت ٿيڻ. (حمل) ضايع ٿيڻ. نازل ٿيڻ - وارد ٿيڻ. مصيبت ۾ اچڻ - آفت اچڻ. ناتوان ٿيڻ - بي همت ٿيڻ. سخت بيمار ٿيڻ - بستري داخل ٿيڻ - مَنجو وٺڻ - قريب المرگ ٿيڻ. شكست كائڻ - هار كائڻ - جيتجڻ. (اكه) لهي پوڻ - كهنجڻ - كيري پوڻ - مانو ٿيڻ. (پاڻي) ڇڄَڻ. كنگال ٿيڻ - مفلس ٿيڻ - پنسي ۾ سَڄو ٿيڻ. (لڙكن جو) ٽِمڻ.

● كِرِڻِ ۽ كِرِڻِ: ذ. (سن. كِرِنهَ) روشنائيءَ جي ليك - سج جو تِرورو - شعاع - كِرڻو - سوجهرو.

● كُرَڻُ: مصدر. (سن. كُنُڊ = ماڙڻُ) (الدر ۾) پوسڻ - پَسرڻُ - جَلڻ - سڙڻ - چڪڪ كائڻ - پَچڻ - پچڙڻ - چيڻ - كُڙڻ - چُپ چُپ كرڻ - پوسرات كرڻ. خارش كرڻ (ت). ڏك رسڻ - ايذاءُ يا درد محسوس كرڻ (ت). جانورن جو رڍ جڻ مهل پاڻي وڃڻ جي حالت ۾ پاڇ جو بَڙبڙ كرڻ (ك).

● كَرُڻا ۽ كَرُڻا: ذ. پاجهه - كَهَلَ - قياس - دَيا - رحم - مرحمت.

● كَرُنقَلُ ۽ كَرُنقَلَ: ذ (سن. كَلَ = گَدُ كرڻ) عرق كَشي لاءِ هك قسم جو ٿانءُ - عرق چڪائڻ جو برتن - كَرلو - كَرنقَلُ.

● كِرِڻُو ۽ كِرِڻا: ذ. (سن. كِرِنهَ = كِرڻو. سن. كِرَڻ = كِرڻو) سج جو تِرورو - كرڻ - روشنائيءَ جو لنڊو جَرو - روشنيءَ جي ڌار - لاٽ. راس - اولڙو - دَئو - شُعاع مقيس جي تار - زريدار قعطون. كاري جي گاهه جو هك قسم.

● كُرُنو (ت): ذ. خارش - خاش - كَنهي - كنهار. جسم تي خارش پيدا كندڙ هك قسم جي بيماري - سُرنو.

● كَرُنيكا: ذ. دل جو مٿيون اڌ - آريكل (ڏ - اكانمي ١٣).

● كَرُنيڪَرُ ۽ كَرُنيڪَرَ (ت): ذ. واڻين جي هك ذات - كرنيكور.

● كَرُنيڪورُ ۽ كَرُنيڪورَ: ذ. هندن ۾ ڪِيل قضئي كان پوءِ وارهين ڏينهن كريا كرم كندڙ برهمڻ - كرنيكر.

● كَرُو ۽ كَرا: ذ. (سن. كَرَكَوَ = كَرو) ٻكر جي ٿالو جو هك قسم - ٻولنيءَ وارو لوڻو - كوُلرو - ٻَدلو - كوزو. ٿر ۾ چوماسي سال جي سڄاڻپ جو هك اشان (٥). (اسم خاص). تعلقي ميرپورساكري ۾ هك ديهه جو نالو.

- كَرو كانُ ٿيڻُ (ك): وچ ۾ ڏنو ٿيڻ.

● كَرُو ۽ كَرا: ذ. زهريلي جيت جو هك قسم - ڏينيو - چيلانو (ك).

● ڪَرو ۽ ڪَرو؛ ذ. صفت. (سن. ڪَرُور = وڏڻ ڪان روڪڻ) قد جو ننڍو - ٻِند رو - ڇامڙو - مُرڪو - ريڙهي - ڊِمني - ڊِينبو - رُڳهڻي - ڇوٽو - مَنڌِ رو - ڪَٺِ مُٺيڙيو. (اسم خاص). هالار جبل جي هڪ شاخ جو نالو.

● ڪِرو ۽ ڪِرا؛ ذ. ٻها - اگهه - مُلهه - نُرخ - ٻيث - قيمت. اگهه مانُ. "شيءِ جو ڏاڍو ڪِرو آهي". نالو. ڀاڙو (ت) ٻاليءَ جي اوهاري جو دَرُ (ث).

● ڪُرو ۽ ڪُرا؛ ذ. (پرا. بوڪڙو) ننڍن ڪنن وارو - ٻنا ڪنن جي - ڪنن وَڍيَل (چوپايو يا ماڻهو). (ضمير استفهام) ڇا - ڪُڇاڙو (ڪ - ث).

● ڪُرو ۽ ڪُرو (ت): ذ. ڪهوڙي جو ننڍو ڪير ٻاڪ ٽرُ - ٻِهاڻُ - وڇيرو. ڪرم ٻٽر تي ٻِڪل مالي - روٽ (ڪ). (صفت). ٻَند - ڪميڻو (ت).

● ڪَرُوَانڪَ ۽ ڪَرُوَانڪُون: ث. ٻٽر جو هڪ قسم.

● ڪَرُوَانڪُ ۽ ڪَرُوَانڪَ؛ ذ. يورپ جي ملڪن ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جو وڏو ٻڪِي - ٻَڳهه ٻکيءَ جو هڪ قسم. شڪاري ٻکيءَ جو نالو - ٻازُ - شڪرو - زُرو.

● ڪَرُوَانُ ۽ ڪَرُوَانَ؛ ذ. (انگ. ڪرواڪ). تلور جي قسم جهڙو هڪ ٻکِي - جهنگ ڪڪڙي (ڪ).

● ڪَرُوبِي؛ ذ. (ع). ملائڪ - فرشتو.

● ڪَرَوت ۽ ڪَرَوتُون (ث)؛ ث. سختي - ڏاڍائي - جبر - زور - زبر - زبردستي - زوراوري.

● ڪَروتُ ۽ ڪَرَوتَ (ث)؛ ذ. ٻنبن ڪي چيرٻندڙ وڏي ڪاراٺي - ڪرت - ڪروت.

- ڪَروتُ ۽ ڪَروتَ؛ ذ. (سن. ڪلاتُ = وڏِيُ ڪاراٺِيُ). وڏي ڪاراٺي - ڪَرُتُ. آٽ جي ٺيءَ جو هڏو - آٽ جو ڪرنگهو (ت). (سن. ڪَٽِ = ٻاسو). ٻاسي اٿلائڻ جي حالت - ٻاسي بدل.

● ڪِرُوتُ ۽ ڪِرُوتَ؛ ذ. اسم خاص. مَلائي ڪيڏي ورتل ڪِيٺُرُ.

● ڪِرُوتُ ۽ ڪِرُوتَ؛ ذ. جبل مان نڪرندڙ مهماڻي - مُوماڻي - مهميرو.

● ڪِرُوپ ۽ ڪِرُوپَ: ذ. (سن. ڪُپُ = ڪاوڙجڻ) ڪِروڌُ - ڪاوڙ - غصو - ڏمر - وِڏُوڻُ - ڇوپُ - رَنج - ناراضگي - چڙ - خارَ - جوش. ڇذبو - آڏمو. ڪوپ. مَنو وِڪارُ - حرص و هوس. ڪينو - دشمني - بغض - وير.

- ڪِرُوپجڻ؛ مصدر. ڪِروڌجڻ - ڪاوڙجڻ - ڏمرجڻ - غصي ٿيڻ.

- ڪِرُوپي ۽ ڪِرُوپي؛ ذ. صفت. ڪروڌي - جوشيلو - ڇڙتو - تپتو - تاميشي - جوشي - ڪروڌ مانُ - ڪروڌ وان - جوش ڀريو - ڏمرائتو.

● ڪَروچو؛ اسم خاص. تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪِروڌُ ۽ ڪِروڌَ؛ ذ. (سن. ڪُروڌَ = ڪاوڙ). ڪاوڙ - غصو - ناراضپو - رنج - ڪوپ - ڏمر - چڙ - ناراضگي - غضب - قهر - ڏڪ - عتابُ. خفگي. گهِپِي - ڪِلڪِل - ڪَنڦٽ - ڪُرڪُر - خرخسو - ريڙهه پيڙهه. اجايو روڄ راڙو - ڪينو - ضد. بحث - حجت - مناظرو. خواهه مخواهه جو رودَنُ - رُسامون. ڪلفت - ناسازي.

- ڪِروڌجڻ؛ مصدر. ڪاوڙ ۾ اچڻ - ڪِروڌجڻ - ڏمرجڻ - غصي ٿيڻ - چڙڻ - جوش ۾ اچڻ. گهِپِي ڪرڻ - ڪينو ڪرڻ - ڪِلڪِل ڪرڻ - اجائي ريڙهه پيڙهه ڪرڻ - مانڌاٺو مچائڻ.

● ڪِروڌُ ڪَڍِيُ وِهڻُ: ضد ڪري وهڻ - ڌرڻو ماري وهڻ. گهِپِي ڪرڻ - ڪينو ڪرڻ.

- ڪِروڌُ ڪَرَڻُ؛ ضد ڪرڻ - گهِپِي ڪرڻ. رسڻ. روڄ راڙو ڪرڻ.

- ڪِروڌِي ۽ ڪِروڌِي: ذ. ڪاوڙ ڪندڙ - غصي وارو - چيڙاڪ - زود رنج - گهِپِي خور - ڪيناٺي - ڪاڪليو - ضدي. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● کروڙ (ٿ)؛ ٿ. وڻ جو هڪ قسم.

● ڪَرُوڙُ ۽ ڪَرُوڙَ؛ ذ. صفت. (سن. ڪَرُوَرُ = سخت). ڊَپائتو - پوائتو - خطرناڪ - پيانڪ - هيبت ناڪ - خوفناڪ - دهشتي. شوخ - ڪروڌ. دَرِندو - خونخوارُ - وحشي - جهنگلي - خوني. ڪرال - مَنڪروه - ڪِراهت جهڙو.

● ڪَروڙُ ۽ ڪِروڙَ؛ ذ. صفت. (سن. ڪوٽِ) ڳاڻيٽي جو هڪ عدد - هڪ سؤ لک (١٠٠٠٠٠٠٠).

- ڪِروڙپَتي؛ ذ. صفت. ڪروڙ روپين جو مالڪ - شاهوڪار - وڏو مالدارُ - ماياوندُ - ڏولوانُ.

● ڪَروڙَڻُ (ت)؛ مصدر. (ان جو) ڏاروڙڻ - ڏَڏَرُ ڪرڻ. (ڪَروڙِيو - ڪَروڙِيندو - ڪَروڙِيلُ).

● ڪَرولُ ۽ ڪَرولَ: ذ. صفت. هوشيار - چالاڪ - ماهِرُ - پڪو - گوهَرُ - اُستاد - حِرفتي - اَڪلي.

● ڪَرولِيُ ۽ ڪَرولِيُون (ٿ)؛ ٿ. ڳالهي زيور جو هڪ قسم - مَنڪليي.

● ڪَرومُ: ذ. (انگ). معدلي شين مان رڱيل چمڙو - تمام نرم، پر ڄِٽاڻو دار چمڙو.

● ڪَرومَرو (ت)؛ ذ. صفت. (سن ڪَرُ = آوازُ ڪرڻ) ردي - بيڪار - اڪمو - ابڪارُ - اجايو - ٽُٽلُ. برباد - ناسُ - چَٽُ - زيان - ويران - اُجاڙُ. مردار - ڍُولڊُ.

- ڪَرومَرو ڪَرَڻُ؛ خراب ڪرڻ - وڃائڻ - دُٻُون ٻاٽيون ڪيڻ. (ڪپڙا وغيره) ٽُپڙڻ - ٻِوڙڻ - اُجاڙڻ - اجايو وڃائڻ - ردي ڪرڻ - بيڪار ڪرڻ. ضايع ڪرڻ - اُجڙ ڪرڻ - ناسُ ڪرڻ - اُڏائڻ - برباد ڪرڻ.

- ڪَرومَرو ڪَري ڇڏَڻُ؛ دربدر ڪرڻ - رُلائڻ - حال ڪان وڃائڻ.

● ڪَرونُ (ت)؛ ذ. صفت. ڪم ذات - ٻُڇڙو - خراب.

- ڪَرونُ مَرونُ؛ ذ. اجايو - ناد رست - خراب - ڪَرو مَرو.

- ڪَرونُ مَرونُ ٿِيڻُ: بيڪار ٿيڻ - نڪمو ٿيڻ - بيڪارُ ٿيڻ. نه هيڏانهن نه هوڏانهن ٿيڻ - اڌ ٽُٽو هڻو. خراب ٿيڻ - چٽ ٿيڻ - ناس ٿيڻ.

- ڪَرونُ مَرونُ ڪَرڻُ؛ خراب ڪرڻ - چِٽُ ڪرڻ - ناس ڪرڻ.

● ڪَرونجهِي ۽ ڪَرونجهيُون؛ ٿ. صفت. ڇوٽي قد واري ٻِندري (ڪڪڙ) (رنگ گَرو، آنا گهڻا لاهي). "ڪُڪڙ ته ڪَرونجهي پلي" (چوڻي).

● ڪُرونڊُ ۽ ڪُرونڊَ: ذ. صفت. ٺُرب وارو - ٺرٻائتو - رلٺو ميٺو - ميل جول وارو - محبتي - ٺاهوڪو - يار وسُ.

● ڪُرونڊِجَڻُ: مصدر. (سن. ڪُرو ڊَ = ڇانئي) ڇپو ٿيڻ - ٽِڪو ٿيڻ - ڪُپو ٿيڻ - لِيوڙڻ - نِيمڻ - ڊولبڙو ٿيڻ. ڳول مول ٿيڻ - ٺُٺمُٺيڙو ٿيڻ. ٺَٺ جي ڪري وِڙهجڻ - ڪومائجڻ - ڪومائجڻ - ڪهومائجڻ - سوس ڪائڻ - سُسڻ - سوڙهو ٿيڻ.

- ڪُرونڊِڙو ۽ ڪُرونڊِڙا؛ ذ. صفت. ڪُپو - ڍُولڊڙو - نيو ڙ هَلُ - لِميَلُ - ڳُڪو - ڇپو - سُسيِلُ - سوس ڪاڻل - ڪومايَلُ - ڪهومائيلُ. تنگ دِلُ - سوڙهو. (ٿ. ڪُرونڊڙي ۽ ڪُرونڊڙيون).

● ڪَرونڊِي؛ اسم خاص. تعلقي فيض گنج (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

● ڪَرُوو ۽ ڪَرُوا (ت): ذ. سَڪل - ٺوٺُ. (ٿ. ڪَرُوي ۽ ڪَرُويون).

● ڪَرُونو ۽ ڪَرُونا (ٿ): ذ. صفت. ڪارو - لوڻائيو - ٻاڙو. تِکو - تيزُ (ذائقي ۾).

● ڪَرويلو ۽ ڪَرويلا: ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم.

- ڪَرويلي جِهي ٻاڙ: ٿ. ڪرويلي ٻوٽي جي اچاڻ ۽ ٻرالي رنگ تي دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪو ورڪ (سواد ڪڙو).

● ڪَرَهِه ۽ ڪَرَهُون؛ ٿ. (سن. ڪَلَهَ = جنگ) جنگ - جهيڙو - لڙائي - ويڙهه - ڪروڌ - معاملو - تڪرارُ - خرخشو - نفاق. آفت - اُپدا -

مصيبت. بد بختي - ڪم بختي - شامت. ٻاهه - آهه.
"جيسين لَلوڪثي لَٽ، تيسين ڪَرَه آڃهاي وڃي".
ڪرهو - آٽ.

- ڪَرَهِه آڃهامَڻُ: ٻاهه جو ٺرڻ. جهيڙو بند ٿيڻ - لڙائي خلاص ٿيڻ - معاملو ختم ٿيڻ.

- ڪَرَه آڃِي ٻهڻ: بد بختي لڳڻ - نصيب ڦٽڻ - شامت اچڻ - ڪمبختي شروع ٿيڻ.

- ڪَرَه لڳڻُ: نفاق پيدا ٿيڻ - جهڙو پيدا ٿيڻ.
"پوء ڪَرَه لڳندي ڪيئن امان پرين وچ ۾".
(راڄن شاهه).

- ڪَرَهِين ۽ ڪَرَهنُون: ث. جهيڙو - جنگ - فساد - ڪَلَهه - رڳڙو - ٽنٽو - وڙهه - وروڌ - تڪرار - حجت - هوڏ - تنازع - بحث - وٺا - ردوبدل - چٽا پيٽي.

= ڪَرَهَڻُ: مصدر. وڙهڻ - لڙڻ - جنگ ڪرڻ - جهيڙو ڪرڻ.
"پروڙنو پَراڙَ تہ، ڪرهيندي قرب ٿئي".
(شاهه ڪريم).

● ڪَرَهُ ۽ ڪَرَهَ: ذ. (سن. ڪَرڀَ = آٽ). ڪرهو - آٽ - توڏو - ڏاگهو. ڪنوات - ڪَرهَلُ - لنڍو آٽ - گونرو (ت).

● ڪِرهَتَ ۽ ڪِرهَت (ل): ث. نفرت - ڇان - ڪراهت - سوگ - ڪار.

● ڪِرِهَ ۽ ڪِرِه (ل): ذ. هيرڻ جهيڙو ۽ جيڏو وڻ جو هڪ قسم. (ٻج ڪل، ٻين مثل سخت، ٻرائي وهم موجب هِن جو ٻج جنهن گهر ۾ آڇليو تہ اتي سدائين جهيڙو جاري رهندو). اها نهري شڪل، جا اڌ گول ڪي سندس قطرتي چوڏاري ڦيرائبو تہ ٿئي (شاهشي ڪتاب ص.١١).

- ڪِرَهَ ڪَڪري آڇلڻ: جهيڙو وجهڻ - لغاق پيدا ڪرڻ - ڪلفت پيدا ڪرڻ.

● ڪُرهائي: ث. جهيڙو - وڙعالد - لاٺاهه - جنگ - لڙائي - معاملو - خرخسو. دشمني - ويرُ - ضد - نفاق.

● ڪرَهَ ٽِنڊڻي ۽ ڪَرَهَ ٽِنڊِڻيُون: ث. جيت جو هڪ قسم. (رنگ ڪارو ۽ ڳاڙهو، ٽنڊڻ جيڏو، زهردار، دوائن ۾ ڪم ايندڙ). ڳاڙهي ٽنڊڻي. هڪ چمڪندڙ جيت جو نالو - ڪُرڪُپيتو - ٽالداٺو - ڪَرَه ٽِنڊڻي.

● ڪَرَهَر (ت): ث. گوڙ - هل - شور - ٻغاغو - ڌمچر - ٻائيتال - حشر - مانداٺو - غوغا.

● ڪَرَه ڪَڪڙي (ل): ث. هڪ قسم جي ٻوٽيءَ جو ٻج.

● ڪَرَهَلُ ۽ ڪَرَهَلَ: ذ. ڪَرهو - آٽ - ڏاگهو - ڪره - توڏو - مَيو. هڪ عام وڪر جو نالو.

● ڪَرَهِين: ث. خارش - ڪَه - ڪٿهي - ڪِرسرو - ڪيهار - ڪُجلي.

● ڪِرَهَڻُ: مصدر. جهيڙو ڪرڻ - فساد ڪرڻ - لڙائي ڪرڻ - معاملو مچائڻ - لفاق وجهڻ.

● ڪَرَهو ۽ ڪَرَها: ذ. (سن. ڪَرڀَ = ڪرهو. پرا. ڪرهو). آٽ - ڏاگهو - توڏو - ڪَرَه - مَيو - ڪنوات. ٻاچاريءَ ۾ ڏکي جي ڪُلهي اچڻ واري جاءِ. (مٿين ٻاسي) - ڪَنڌاتُ - ڪاندو ٻازار جي هڪ وڪر جو نالو (عام). (ث. ڪَرَهِي ۽ ڪَرَهِيُون).

- ڪَرهوڙ ۽ ڪَرهوڙ (ل): ذ. آٽ جي لنڍين ڦرن جو البوهہ - گونرن جو وَلَرُ - ڪنواتن جو وڳ.

● ڪُرهو ۽ ڪُرها: ذ. (ف. ڪُره = ٻچو). ٻڪريءَ جو ٻچو - لنهو ڦَرُ - ٻَهرو - چيلو.

- ڪُرهو ڪَرَڻُ: ڪُنل ٻهرو جي ڪل لاهي ٻعد ٻيٽ ڪري پوء سيي وِڍڻُ (ڪ).

● ڪَرَهو ۽ ڪُرَها: ذ. بدبودار، ڏکيو - اٺانگو - دشوار - اوکو - آوَلو. (ضد. سُرهو).

"سڄڻ جو سڱ سدا سُرهو،
ڦريبن قرب ڏس ڪُرَهو،
اٽئي ٽيک ٽار جو ٽُرهو،
هيئن جي هار جو اخلاص".
(فاضل شاهه).

● ڪَرَهِي ۽ ڪَرَهِيُون (ث): ث. ڪاٺيءَ جي ٺهيل اولهي پٽهي (نصل لٿي ڏکي رکڻ

لاءِ). (اسم خاص). تعلقي ڪوٽڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَرَهُ ۽ ڪَرَهَ؛ ذ. ڏُڪار - ڏُڪر - قحط - قحط سالي - اڻاٺ - مهانگائي - قلت.

● ڪَرَهُ (ت)؛ ذ. سُڪي زمين ۾ ٻج ڇٽڻ لاءِ ڏلل هَرُ - سُڄَ - ويراني - برباديِ - اُجاڙَ - تباهي. سوڪَ - ٻَٽ.

● ڪِرَٽُون (ڪ)؛ ث. ڇڇيءَ جهڙي جيت جو هڪ قسم. (جهنگ ۾ وڻن تي رهندڙ، وڪاري ۾ سيسي ڳاڙهي ٿئيس).

● ڪَرَٽِيُ (ڪچ): ذ. گهرُ - جاءِ - مڪان - هَنڌُ ٺِڪاڻو - آستانو - حويلي - جَڳهه.

● ڪَرَٽِينُ (ڪ)؛ ث. جهنگ ۾ رهندڙ لنڊي ڇِڇِي - ڪِرڙي.

● ڪَرِ يُ؛ حرف جر. (سن. ڪَرَ = ڪَرَڻُ) (جي) سبب - لاءِ - واسطي - ڪاڻ. (جي) هٿان - معرفت - هٿَٿَئون - ٻذريعي - دوران. (شرم) وچان. (جي) مشابهت ۾.

● ڪَرِيُ ۽ ڪَرِيُونُ؛ ث. پاڻي پيئڻ لاءِ ٽڪر يا ٽين جو ننڍڙو گلاس - ڪَوزِيُ - ڪَولڙي - ٽِيِپي - چِلَ - ڪُنجي. ٻالٽي (ت). هڪ زيور جو نالو (ت). ڪهڙي جو هڪ قسم (ت). ٻڪريءَ جو هڪ قسم - چٽ ڪري (ڪ). (سن. ڪِٿهه = چِٽو) چِٽُلُ ڦِٽُ جو نشان.

● ڪِرِيُ ۽ ڪِرِيُونُ؛ ث. (سن. ڪريا = پرهيز) بيماريءَ جي حالت ۾ خراب کاڌي کان پاسو - پرهيز - آلپ هار - پَٿُ - پرهيز گاري - سنڀال - موشو - سنجم - اعتدال - پاڻ رک - جڪَت. ڪِريءَ جو کاڌو - هلڪي غذا - هلڪو کاڌو. کِلي - کوکوُ - ميخَ - کيرو - کيرِي.

- ڪِرِياتوُ ۽ ڪِرِياتا؛ ذ. ڪِريءَ وارو - ڪِري ڪندڙ - ڳري کاڌي کان پرهيز ڪندڙ - ڪريائتو - رَکَ وارو.

- ڪِرُيائتو ۽ ڪِرُيائتا؛ ذ. ڪِريءَ وارو - ڪِري ڪندڙ - ڪِريائتو - رَکَ وارو - پاڻ پَلو - پاڻ رکندڙ - پاڻ پاسو ڪندڙ. پرهيزگار - مُتقي - عابد - ايڪ.

- ڪِرِيائيتوُ ۽ ڪِريائيتا؛ ذ. سنجمي - ڪِرياتو - جڪتي - پاڻ پَلو - ڪريءَ وارو - ڪِريائتو. پاڻ رکندڙ - پاڻ پاسو ڪندڙ.

- ڪِرِيُ رَکَڻُ؛ پرهيز ڪرڻ - ڪِري رکڻ. باز رهڻ - دور رهڻ.

- ڪِرِيُ ڪَرَڻُ؛ ڪِري رکڻ - پرهيز ڪرڻ - باز رهڻ. پري رهڻ.

● ڪَرِيُ ۽ ڪَرِيُونُ؛ ث. ننڍن ڪنن واري ٻڪري يا رڍَ. چانهينءَ جو ٻجُ (ت). جُئيءَ جو هڪ قسم (لڪا ڏکا ۽ پوئتي سُڙيل) (ڪ). ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ زيور (ڪ). (اسم خاص). آنڌهڙ قوم مان هڪ ذات جو نالو.

- ڪَرِيُ پُورِيُ؛ ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم (ڪڪ رلڪي، ڪن جا وار لنڊا ۽ ٻڌ سان جُهٽيل ۽ ڪن جا وارَ ڏاسيارا، سڱ آيا پوءِ اهَنا ۽ وٽيل، قد ڊگهو ۽ کي کير جهون پليون تہ کي ڍليون).

- ڪَرِيُ ڪامُورِيُ؛ ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم (ڪڪ رلڪي، مٿان ڳاڙها ٽَپِڪا، وارَ وڏا، ٿڻ ڊگها، قد جي بلڪل ڊگهي، سڱ ڊگها، سنهن تي تمام ڊگها وار).

● ڪَرُيا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪِريا ۽ ڪِريائُون: ث. (سن). ڪرم - ڪاجُ - ڪَلُو - ڪاري. عمل - سرانجامي - بجا آوري. ڪابہ مذهبي رسم. دفن ڪفن - ڪِرياڪَرم - تجهيز و تڪفين - سنسڪار. سوڳند - قسم - حلف - عهد. بدلو - عوض - مڪافات. پرستش - پُوڄا - عبادت - بندگي. تماشو - کيل.

- ڪِرِياڪَرَمُ؛ ڪابہ ادا ڪيل هندڪي رسم. هندن ۾ مُئي ماڻهوءَ جي پويان ڪابہ ادا ڪيل رسم سنسڪار - تجهيز و تڪفين.

- ڪِرِياڪَرَمُ ڪَرَڻُ: ڪفن دفن ڪرڻ.

- ڪِرِ ياناتُ ۽ ڪر يالاتَ ؛ ذ. ڪنهن به ڪِريا ڪرم جو انتظامي - جوڙجڪ ڪندڙ.
- ڪِريا و شيشڻ ؛ اسم ظرف. (جهمٿ مل گرامر).
● ڪِرياتوُ ؛ ڏ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪو وڪر - چِرياتو.
● ڪِرِ ياڙِ يُ ۽ ڪِرِ ياڙِ يُون ؛ ث. لتغار - لڪامُ.
● ڪِر ياگُرِ ؛ اسم خاص. ٺرم رهندڙ هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● ڪُرِ يانِيُ ۽ ڪُرِ يانِيُون (ڪ) ؛ ث. صرف ٽالڊن تي ٻچايل مانيءَ جو هڪ قسم - ڪُرو - ڪِبريالي - روٽُ.
● ڪِرِ ياٿُو ۽ ڪِر ياٿا ؛ ذ. (سن. ڪنڊي = خريدي) اناج کان سواءِ ٻي جنس - تيلي ٻج.
● ڪِرياٿِيُ ۽ ڪِرياٿِيُ ؛ ذ. ريزڪي وڪري وارو دڪاندار - ٻرچوني - هٽاڻي.
● ڪِرِ ياٿِتو ؛ ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪو وَڪرُ - ڪِرياتو - چِرياتو. هڪ ول جو نالو.
● ڪِرِ يمبَ ۽ ڪِريمبُون (ل) ؛ ث. نفرت - قباحت - ڪراهت - ڪَرِ يمڙَ - ڪَرِ يمڙَ - حقارت - ٻچان - ڏڪار - ڪِرِ هنپَ.
● ڪِرِ يمپَ ۽ ڪِرِ يمپُون ؛ ث. ڪِريمب - قباحت - حقارت - سوڳ - ڪِلانيُ - آهٿو - آهٽ. دل خراب ٿيڻ واري حالت.
● ڪِريهپُ ۽ ڪِريهپَ ؛ ذ. (السگ). ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم - ڪچي ريشم جو سنهو ڪپڙو.
● ڪَريهجُ ؛ ضمير. ڪَتِجُ - ڪَتِجانءِ.
- ڪَريجاءُ ؛ ڪجانءِ - ڪريج.
● ڪُريهچا (ٿ) ؛ اسم خاص. مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.
● ڪرِ يدُ (ل) ؛ ذ. ٻه اٺڻ جي ارادي سان وهڻ واري حالت - ستيا گره - ڪپ ڪوڙيل.
● ڪَرِ يمُ ۽ ڪَرِ يمُوهُ ؛ ث. نفرت - ٻچان - ڪراهت - ڏڪار - حقارت - سوڳ.

- ڪَرِ يمَ اچڻُ : نفرت پيدا ٿيڻ - ٻچان اچڻ - ڏڪار ٿيڻ - حقارت ڪرڻ.
● ڪَرِ يمُ ۽ ڪَرِ يمَ ؛ ذ. (سن. ڪَرِ يمَ). هڪ وڻ جو نالو - ڪرڙ.
● ڪَريهرِ يُ ؛ اسم خاص. تعلقي ناري (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪَرِ يمڙُ ۽ ڪَرِ يمڙَ ؛ ذ. هڪ وڻ جو نالو. ڪرڙ. ماڻهوءَ جو هڪ نالو. مڇيءَ جو هڪ قسم.
● ڪَرِ يمڙڻُ ؛ مصدر. (سن. ڪُريڙا = راند). راند ڪرڻ - راند ڪڏڻ - ڪيڏڻ - کيلڻ - ٻڪارڻ - آواز ڪرڻ - سڏ ڪرڻ - هڪل ڪرڻ - سڏڻ.
- ڪَرِ يمڙَ ۽ ڪَرِ يمڙون : ث. ڪَرِ يمڙُ = کيلڻ). رانڊ - وِندر - وِ ندُ - بازي - ڪنول - کيل - مزو - رؤنشو - ڪيڏ.
● ڪُرِ يمزَ ۽ ڪُرِ يمزون : ث. (ف. ڪُريز. ڪَرِ يجُ). ٻڪيءَ جو پراڻا کنڀ ڪوهي نوان کنڀ ڪيڻ وري حالت - ٻڪيءَ جو هرسال نوان کنڀن وارو ٿونهڙو. مهميز - مار - تعدي - جٽ - مار موچڙو - ڪارڪند. اولهاري ۾ بازن کي ڪارايل ڪاڏو (ت).
- ڪُرِ يمزَ ڪيڻُ ؛ ٻڪيءَ جو نوان کنڀ ڪيڻ. مار ڪيڻ - جٽ ڪرڻ - سيکت ڏيڻ - نصيحت ڪرڻ - هدايت ڪرڻ - تنبيهه ڪرڻ.
- ڪُرِ يمزَ ڪائيڻُ : مشڪلاتن مان پار پوڻ - تڪليفون سهڻ - سختيون سهڻ. ڪريز ڪيڻ.
- ڪُرِ يمزَ ۾ وِهڻُ : ڏاريل ٻکي (ڪڪڙ باز وغيره). کي اون ڪنين ڪيڻ لاءِ خاص احتياط واري جاءِ ۾ وهارڻ (ت).
● ڪَريهلو ۽ ڪَريهلا : ذ. (سن. ڪاويهل = ڪريلو). ڀاڄيءَ جو هڪ قسم - هڪ ول جو ننڍو ڦر (ذائقو ڪڙو). سوڍا يا ليمن جي بالليءَ حقي جو هڪ قسم.
● ڪَرِ يمُ ۽ ڪَرِ يمَ ؛ ذ. صفت. (ع). ڪرم يا احسان ڪندڙ - بخشڻ هار - مهرباني ڪندڙ - ٻاجهارو - معاف ڪندڙ - مداهون ميئيندڙ - سخي - سخير - داتا - جَوّاد - فياض - رحيم - مهربان -

دَياوان - دَيالو - ڪِرپالو - شَفقت ڪندڙ - خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. رسول الله جن جو هڪ صفاتي نالو.
- ڪَرِيمُا ؛ ذ. حرف ندا. اي ڪريم! - اي سخي! - اي خدا!.
● ڪِرِيمَ ٤ ڪِرِيمُون ؛ ث. (انگ). کچي کير مان مشن ذريعي نڪتل سٿپ - مَلائِي جهڙو ڳيهُ. مُنهن تي هڻڻ لاءِ هڪ خوشبودار چڪنو تيل - وَيسِلِين.
● ڪَرِيمآباد ؛ اسم خاص. ڪشمور ۾ تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪَرِيم بَخش ؛ اسم خاص. تعلقي ٺل ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪَرِيم پُور ؛ اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪَرِين ؛ ڪَرن ۾ - ٻانهن ۾ - لڱن ۾ - جسم ۾ - عُضون ۾.
"صحت جي سرير ۾، ڪَل ڪَرِين ائي"
(شاهه).
- ڪَرِين وَرُ ڪَيَڻُ: بدن مان سستي ڪيڻ. چُسٽ ڪرڻ - تعدي ڪرڻ (ڪ).
● ڪُرِينڊِجڻُ ؛ مصدر. ڪُروانڊجڻ - ٽٽا ۾ سُڪي وڃڻ - ڪومائجي وڃڻ - سُسِي وڃڻ. ڪُروندڙو ٿيڻ - ٺمنڙو ٿيڻ - ڪومائجي وڃڻ - ڍولبڙو ٿيڻ.
- ڪُرِينڊِڙو ٤ ڪُرِينڊِڙا ؛ ذ. ڪُروانڊڙو - سُسِيل - ڪومائل - ڍولبڙو.
● ڪَرِينڪَرُ ؛ اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.
● ڪَرِينو ٤ ڪَرِينا ؛ ذ. عزت - مان - شان - مرتبو - مانارت - حَيا - شرم - لَڄَ.
● ڪَرِيو ٤ ڪريا ؛ ذ. ڪَرو - ڪؤنرو - ٻَدلو - ٿَونٽي وارو لوٽو.
● ڪِرِيو ٤ ڪِرِيا ؛ ذ. عزت - مان - آبرو - مانارت - شان - مَرتبو. جَسُ - چڱو نالو - ناموس - ماراهه - هاڪ - واڪاڻ - ڏاڪو.

● ڪِرِيو ڪَڙَ ؛ ذ. ٿر ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ گاهه جو نالو.
● ڪَرِيهَرُ ٤ ڪَرِيهَرَ ؛ ذ. صفت. ڪوجهو - بد صورت - بدشڪل - بدزيبو - روپ هيڻ - چپلو - ڪَجَٽُ - ڊِوڙ موڙ - ڪُروُپ - ڪِينو - بُڇڙو - خراب - مڪروهه - نفرت انگيز. ميرو - لَڙو - گدلو - ميرو ڪچيرو - ڏوڙ ڀڳُڪليو - گندو - غليظ - ملين - فاحش. (من. ڪَرُن) هاٿي. ڪٿيهَرُ يا زنگي گل.
● ڪَرِيهو ٤ ڪَرِيها (ت) ؛ ذ. آٽ - توڏو - ڏاکو - مَيو - ڪَرهو.
● ڪَڙُ ؛ اسم خاص. تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪَڙَ ٤ ڪَڙون ؛ ث. واهه جو ڪنارو - پَڙ - ڪَپر - ڪَپ - ڪَنڌي - پاسو - ڪنٺو - ڪَرَ. پاڻيءَ جي جهل لاءِ ڏنل ٻنو - اڙ - بَندُ - پالڊ - ٻنو - اوٽَ - چيلهه (ت). فالتو پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ لڪتل نالي - چَندڻ (ت). ڀَهون - ڪهٺو - جهجهو - سرس - زياده وڌيڪ (ت).
"هي ڍڳي هنَ مينهن کان ڪَڙَ آهي" (جملو).
- ڪڙڪانئو (ت) ؛ ذ. ڪَنڌون ڪُوپا - هيٺ مٿا هين - ناهمواري.
- ڪَڙَ ڪترائڻُ: زميندار جو پانوار زميندارن جو ڪَڙَ يا سپ بند ڪري پاڻي انهنجي زمين ڏانهن وهائڻ (ل).
● ڪَڙِ (ل) ؛ ذ. وڌيڪ - ڪثر - جهجهائي - گهڻائي - زيادتي - سَرسي - زورائي. "ڪارو آٽ بکي کان ڪڙِ ۾ آهي" (جملو).
- ڪَڙِ ڪَٽڻُ: گهوءِ ڪٽڻ - ڪثر ڪٽڻ - زور ڏيڻ - وڌيڪ هڻڻ.
● ڪِڙِ ٤ ڪِڙون (ل) ؛ ث. نوائي ۾ سري کان پُڌڻ ۾ ايندڙ پٿات يا آواز.
● ڪِڙُ ٤ ڪِڙَ ؛ ذ. ڀڪي جي چٽ واري چاهه - چمڙُ - چٽو - لاليڊي - پنڪو - جهوڙو.
● ڪُڙَ ٤ ڪُڙون ؛ ث. ٿڪُ - ٿڪاوٽ. وَجهُ (ت).

● ڪُڙِ ≡ ڪُڙُون: ث. ماڻهء جي هيٺ ۾ پار جي ماڃڻ ۽ وڏي ٿيڻ جي جاءِ - ڪُڙ هڻ، ڏيُ - هيٺ - شڪم - پيٽ. ڪنڊ - ڪَڙِچ. ڪڪڙ ڪي هڪلڻ جو آواز.

- ڪُڙِ ڀَرَڻُ: هيٺ پرڻ - جهڙو تهڙو ڪاڏو کائي شڪم ڀرڻ.

- ڪَڙِ ٿيِ نہ ڪرڻ: اف ٿي نہ ڪرڻ - ڪوبہ آواز نہ ڪرڻ. ڇا ڪاڇا ٿي نہ ڪرڻ.

● ڪَڙاڪَ ≡ ڪَڙڪُون: ث. سختي - تڪليف - ڏک - آهنج.

- ڪَڙاڪُون ڪائِڻُ: سختيون سهڻ - تڪليفون برداشت ڪرڻ.

● ڪَڙاڪُٽَ (ت): ث. سڀي ڪيي - پنهي طرفن - سيني واسن.

● ڪَڙاڪو ≡ ڪَڙاڪا: ذ. (س. ڪَڙُ = پچڻ > سخت ڪرڻ). ڪڙڪي وارو آواز (جاء وغيره ڪرڻ جو) - ڪڙڪو - ڪڙو - ڪڙڪاٽ - ٺڪاءُ - ٺڪا - ڦڪاءُ - ڦڙڪو ڏيڪو - ڏڙڏڙ - ڪڙڪاٽ. سختي - ڏاڍائي ڪشش - ڦوڪ - دم - وزم - سولو - ڏک. "چلم مان ڪڙاڪو ڪيڻي وٺان". (جملو).

- ڪَڙاڪا ڪائڻُ: تڪليفن ۾ اچي وڃڻ - ڏکڙا ڏسڻ - مشڪلاتون سهڻ - سختيون ڪاٽڻ - ڏولائن ۾ اچي وڃڻ - مصيبتن ۾ ڦاسجي وڃڻ.

- ڪڙڪو ڪَيڻُ: وَزم هڻڻ - دَمُ هڻڻ - سولو هڻڻ - ڦوڪ ڀرڻ - ڪش ڪيڻ.

● ڪَڙالِ (ڪ): ڪوڏين جو قسم (سواد ڪارو) ڪٺالَ - ڪاري ماڻيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ ڪوڏيون.

● ڪَڙاوپڙَهہ (ل): ث. پناهہ جي ڇت - لوڙهو - آجهو - جهلو.

● ڪَڙاهَہ ≡ ڪَڙاهَہ: ذ. (س. ڪَٽاهُہ = ڪَٽاهِي). تمام وڏي لوهہ جي تئي - ڪڙاهو - ڪٽاهي - ڪٽاهُہ.

- ڪڙاهو ≡ ڪَڙاها: ذ. (س. ڪٽاهَڪَ = وڏي تئي). لوهہ جي تمام وڏي تئي - ڪڙاهُہ - ڪٽاهي - ڪٽاهُہ - وڏي تئي يا ديڳ - ڪٽاهو. (ث. ڪڙاهي ≡ ڪڙاهيُون).

- ڪَڙاهِيئو (ت): ذ. وڏي تَئِي - ڪٽهي - ڪٽهو - ڪڙاهو - ڪٽاهُہ - ڪڙاهُہ - ڪنچو.

● ڪَڙائڻُ: مصدر. (س. ڪَٽُ = ڏکجڻ. س. ڪَٽَ + تاپنم = ڏک ڏيڻ). بيزار ڪرائڻ - ٿڪائڻ - بيرُ ڪرائڻ - وڇائڻ - دقُ ڪرڻ - خفي ڪرڻ - هلاڪ ڪرڻ - ڪَنَڪُ ڪرڻ. چيڙائڻ - ڪاوڙائڻ - رلجائڻ - ڪلپائڻ - پوڏهارڻ - ناراض ڪرڻ - غصي ڪرڻ. خوف ڏيارڻ - ڊيڄارڻ - ڏاهڻ - ڏهڪائڻ - ڏڪائڻ - ڪهڪائڻ. ڏُهڻ - وائي ڪٽڻ - دشمني لائڻ - ضد رکڻ. (س. ڪَٽَ = ڪَوڙو لڳڻ) (سواد ۾). ڪڙو لڳڻ. پَڌائڻ - قابو ڪرائڻ - سوگهو ڪرائڻ - بند ڪرائڻ - جهلائڻ - اڪڙائڻ - رسن سان ٻڌي مضبوط ڪرائڻ.

● ڪُڙائِڻُ: مصدر. (س. ڪُٽ = ايذاءُ سهڻ). ٿڪائڻ - ورچائڻ - هُڦجائڻ - چُڪائڻ - ڪُڙڻ - ماندو ڪرائڻ - آهيمو ڪرڻ - چور ڪرڻ - بيزار ڪرڻ - ماٺو ڪرڻ - هيچُ ڪرڻ. پوسرائڻ. چيڙائڻ - ساڙڻ - جلائڻ - ڪَوَلچائڻ.

= ڪُڙائجيُ وَڃَڻُ: ٿڪجي پوڻ - چور ٿي پوڻ - ماٺو ٿي پوڻ - ماندو ٿيڻ - ڪڙجي وڃڻ. ويڙهجي - سيڙهجي وڃڻ - گول مول ٿي وڃڻ - ڊولڊڙو ٿي وڃڻ - ڪُرُو لُڏڙو ٿيڻ.

● ڪُڙائيِ ≡ ڪُڙائِيُون (ت): ث. ڪوس ڪي پٽڻ لاءِ گولائيءَ تي ورِيل ٻہ آهنون سامهون ڪاٺيون.

● ڪَڙِبَ ≡ ڪَڙِبُون: ث. (س. ڪَڊَنڪَرَ = ڪڏو). جوئر يا ٻاجهري جو سڪل ڪانو - ڪڙبي. گاهہ جو هڪ قسم.

- ڪَڙِبِي: ث. جوئر يا ٻاجهر جو ڪانو - ڪَڙبَ. گاهہ جو هڪ قسم.

● ڪَڙٻَاٽُ ≡ ڪَڙٻَاٽَ: ذ. گهوڙي وغيره جي سنبن جو آواز - ڪَڙِٻَٽَ.

- ڪَڙِٻَٽُ: ذ. ڪَڙٻَاٽ.

- ڪَڙٻَٽَ ڪَرَڻُ: ڀڄڻ - ڊوڙ پائڻ.

● ڪَڙ ٻِجَڻُ: مصدر. ٽڪجي پوڻ - ٽڪي پوڻ - ڪُڙجي پوڻ - ڇُور ٿي پوڻ - هُٿجي پوڻ - ڪُڙجڻ.
- ڪَڙ ٻِجِي ٻَوَڻُ: ٽڪجي پوڻ - ڪڙ ٻجڻ. سختي اچڻ - تڪليف پهچڻ.
● ڪَڙ ٻِي ۽ ڪَڙ ٻِيُون (ت): ث. مينهن جو هڪ قسم (هُچ اچو، ٻو ٽِڪڻ ۾ ۽ اچو ٽِڪو)
● ڪِڙِتُ ۽ ڪِڙِتَ (ت): ذ. بلڪل ڏٻرو - اپرو - ضعيف - لاغرُ - هيڻو - نِٻَلُ - دَرٻَلُ - ڪمزور - ناتوان - بي پهچ. خراب گوشت.
● ڪُڙُتو ۽ ڪُڙُتا: ذ. (سن. ڪرتڪ) بدن سان چهٽل لُنڊو چولو - پهراڻ. ننڍو ڪوٽ.
● ڪُڙِتِي ۽ ڪُڙِتِيُون: ث. چولو - الڪرڪو - ڪُڙتو - جهبو - ڪرتي - پهراڻ. (جنڪيٽ والڪر). چولو (ٿ).
● ڪِڙِجَ (ت): ذ. سنهو پاڻ - پاڻ جو چُورو.
● ڪُڙُجَڻُ: مصدر. ٻڌجڻ - قابو ٿيڻ - ڦاسجڻ - اڙجڻ - سوگهو ٿيڻ - جڪڙجڻ - قيد ٿيڻ. محبت ۾ گرفتار ٿيڻ - عشق ۾ ڦاسجي وڃڻ.
- ڪُڙُجِي ٻَوَڻُ: ٻڌجي پوڻ - گرفتار ٿيڻ - قابو ٿيڻ.
● ڪُڙُجَڻُ: مصدر. ٿڪجڻ - ٿَڪڻ - ٿڪاوٽ محسوس ڪرڻ - ڇُور ٿي پوڻ. جسم جو ستو ٿيڻ - ساڻو ٿيڻ - ماندو ٿيڻ. بيزار ٿيڻ - خفي ٿيڻ - وِرهجڻ.
- ڪُڙُجِي ٻَوَڻُ: هڪ جاءِ تي ويهي ويهي ٿَڪي پوڻ - جسم جو نستو ٿي پوڻ.
- ڪُڙُجِي وڃَڻُ: ويهي ويهي ٿڪجي پوڻ. ويڙهجي سيڙهجي وڃڻ - گول مول ٿي وڃڻ - ڪَروندڙو ٿيڻ - ڍونڊڙو ٿيڻ.
● ڪڙُجُ ۽ ڪڙُج: ذ. ڪَنَڪ ڪانو - ڪِن ڪِچرو - گند ڪوچر - ٻوهر سوهر - گند گوڙ - ڪَنَڪ ڪهچر - اوڙ. (صفت). هيڏانهن هوڏانهن پکڙيل (ڪا به شئي) - ڇڙوڇڙ يل - ڪِنڊ ريل - ٽڙيل پکڙيل.

● ڪَڙُچَ ۽ ڪَڙُچَ: ذ. رڌڻ يا پچڻ لاءِ لوهه جي ڏوئي - ڏوئلو - ڪفگير - ڪيوڙو - وڏِنو - ڏونڙو. ڪَروندي - ڪَرمَنڊل.
● ڪُڙِچَ ۽ ڪُڙِچُون (ت): ث. ڪَنُنڊَ. خبر - سُڌ - پتو - سماءُ - حالُ. احوال - سماچارُ - اطلاع - چاڻ (اسم خاص). ڏاڙهياري جبل ۾ هڪ ڍوريءَ جو نالو.
● ڪَڙِچِي ۽ ڪَڙ چِيُون: ث. شيءِ تَرَڻ جو ڦَرهي ٻانُ - ترٽي - لڳو لڳو - ڪنجِي - ڪٺاهِي.
● ڪَڙُدُ: ظرف. علحده - جدا - الڳ - ڌارُ - ڇڙوڇڙ. رولُ - رولاڪُ (ڪ).
- ڪَڙُدُ ٿِيَڻُ (ڪ): الڳ ٿيڻ - ڌار ٿيڻ - علحده ٿيڻ - جدا ٿيڻ. ٻلجي وڃڻ - راهان رَدُ ٿيڻ - ڦٽي وڃڻ - لاهتا ٿيڻ - ڪُر ٿيڻ. "ٻڪري مال مان ڪڙُد ٿي ويئي" (جملو).
● ڪَڙُدُ ڪَرَڻُ: ٻلائتو ٻڌڻ - سوگهو ٻڌڻ - قابو ڪرڻ - مضبوط ٻڌڻ - جڪڙڻ (ل).
● ڪَڙُد ۽ ڪُڙُدُونُ: ث. ڊوڙ - ڊُڪَ - ڀاڄَ - ڀَڄَ - ڏاهي.
- ڪَڙُدَ ڪَرَڻُ: تکو ڊوڙڻ - ڀاڄ وجهڻ - ڀڄڻ - ڏاهي کڻڻ - ڊيهه ڪرڻ - ڊيهاڙو پوڻ.
● ڪَڙِدِيُ ۽ ڪَڙِدِيُونُ (ت): ث. ڪاهَه - حملو - جُلهه - آمارو - رومَڙَ.
- ڪَڙِدِيُ ڪَرَڻُ: ڪاهه ڪرڻ - حملو ڪرڻ - جُلهه ڪرڻ - آمارو ڪرڻ - رومڙ ڪرڻ.
● ڪَڙِ سارو ۽ ڪَڙِسارا (ٿ): ذ. انُ رکڻ لاءِ ٺهيل مٽيءَ جي جاءِ - ڪَنڍِي - ڪَنڊلو.
● ڪَڙِسو ۽ ڪَڙِسا (ٿ): ذ. مٽيءَ جو ٻڪل مَٽُ - ماٽورو - مَٽِڪو.
● ڪَڙِسِيو ۽ ڪَڙِسِيا (ٿ): ذ. لوٽو - ڪنڌوڻُ.
● ڪَڙُڪَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
● ڪَڙُڪُ ۽ ڪَڙُڪَ: ذ. صفت. سخت - ڏاڍو - ڪو - پختو. ٺوٺُ - سُڪل. ڪَهرو - تکو - تُند مزاج - تيز طبع.

- ڪڙڪ مٿو اليءَ: ڏ. وڏو موالي- سخت موالي- کهنڊ موالي- ڪڙ ننگ موالي.

● ڪڙڪ ۽ ڪڙڪون: ث. (سن. ڪل = تير). ڪنز- تير- ٻاڻ. مال کي ڪڇيءَ ۾ ٻڌڻ جي کهنڊي- ڪرڪ - ڄڙي- منتر. ڍور ڪي الارڻ جو آواز. (ٿ). (سن. ڪرٽيڪا). ڪانيءَ جو قلم- ڪلڪ.

● ڪڙڪَ ۽ ڪڙڪون: ث. ڪنن جي ٻاهرين ۾ پائڻ لاءِ زيور جو هڪ قسم.

● ڪڙڪاٽ ۽ ڪڙڪاٽ: ذ. ٺڙڪڻ جو آواز- ڪڙڪاءُ. (جاءِ وغيره جي ڪرڻ جو). آواز- ڏڏ ڪو- ڏڙڪو- ڏڪاءُ- ٺڪاءُ- ٺڙڪو- ڏ ٻڪو- ڏڙ ڏڙ- ڪڙڪو. طوفان جي گوڙ- گوجنا- کهڪاٽ- ٺشاڪ- واڄٽ- شوشٽ- شوڙاٽ- سوساٽ (هوا جو). گوڙ- گجڪار- شور (مينهن جو). ڪونج جو آواز (ت).

- ڪڙڪاءُ ۽ ڪڙڪاءَ: ذ. ڪڙڪو- شور آواز- گوڙ- گجڪار- گرجنا- ڪڙڪاٽ.

● ڪڙڪڙ: ذ. (تير، گاڏي، پاڻي وغيره جو). آواز- سبد- تنوار- ٻڙلاءُ- ڦڙڦڙ.

● ڪڙڪڙ. ذ. ڪڪڙ کي هڪلڻ جو آواز.

● ڪڙڪَ ڪڪڙ: ث. آري تي ويٺل ڪڪڙ- آن تي ويٺل ڪڪڙ.

● ڪڙڪڻ: مصدر. (سن. ڪڙ = ٺڪر ٺڪر ڪرڻ. سن. ڪڙڪَ = آواز ڪرڻ). آواز ڪرڻ- گوڙ ڪرڻ- ڪڙڪو ڪرڻ- ڪڙڪاٽ ڪرڻ- ڏڪاءُ ڪرڻ- ٺڪاءُ ڪرڻ- ٺڙڪاٽ ڪرڻ- گوڙ ڪرڻ- گرجنا ڪرڻ- شور ڪرڻ. نازل ٿيڻ- وارد ٿيڻ- اچي سهڙڻ- مٿان اچي پوڻ. سختيءَ سان دشمن تي حملو ڪرڻ- ڄلهه ڪرڻ- ڪاهه ڪرڻ- روسڙ ڪرڻ. ڇهرڻ- شغافيل ٿيڻ- ڦوٽ پوڻ- چير پوڻ.

- ڪڙڪائڻ: مصدر. ووڪڻ- ٻاڪارڻ- ڏرڻ- رڙڻ- واڪو ڪرڻ. زور سان ڏڪ هڻڻ- ڦهڪائڻ. نازل ڪرڻ- وارد ڪرڻ- مٿان اچي سهڙائڻ. عبادتين کي سڏڻ (ٻانگ ڏيڻ).

- ڪڙڪنديءَ هوڻ: مصيبت نازل ٿيڻ- چپ ڪرڻ- آپدا پوڻ.

● ڪڙڪڻ: مصدر. (سن. ڪل = شروع ڪرڻ) آسهڻ- نڪرڻ- روانو ٿيڻ. (اٺ وغيره جو) آواز ڪرڻ- دانهن ڪرڻ- ڪُڙڪڻ- رڙڪڻ- رينڪو ڪرڻ- رينڪاٽ ڪرڻ- چنگهڻ.

● ڪڙڪو ۽ ڪڙڪا: ذ. وڏو ۽ سخت آواز- ڪڙڪاٽ- ڪڙڪاءُ- ٺڪاءُ. جاءِ وغيره جي ڪرڻ جو آواز- ڏڏڪو- ڏڪاءُ- ڏڙڪو- ڏ ٻڪو- ڏڙ ڏڙ. طوفان جو گوڙ- شوشاٽ- شوڙاٽ- گجڪار- گرجنا- کهڪاٽ- ٺشاڪ. زور سان ڳالهائڻ جو آواز- گهڻو گوڙ- شور- هُل- رڙڪو- دانهن- بغاغو. ڍول وغيره وڄڻ جو آواز- واڄٽ. ٻڪ ٻڪ- اجائي بخي- رِبَ. ڏمچر- ياوهءِ گوئي- حشر- مانداڻ- پائيتال- هنبس.

- ڪڙڪيلو ۽ ڪڙڪيلا: صفت. گوڙائتو- گوڙ ڪندڙ- گوڙ وارو- ڪڙڪائي- غوغائي- هُليرو.

● ڪڙ ڪڻ (ل): مصدر. پرڻ- سٽڻ (ڪڙ ڪيو- ڪڙ ڪهندو- ڪڙ ڪيل).

● ڪڙ ڪهه ۽ ڪڙ ڪهه (ل): ذ. صفت. انبوهه- ميڙ- هشام- بي اندازه گهڻو. (اسم). حملو- ڄلهه- ڪاهه- رومڙ. زور- دٻاءُ- دٻ- آڪڙو (ت).

● ڪڙل ۽ ڪڙل: ذ. مڇي ماريندڙ باز جو هڪ قسم- دريائي پکي (ل). عقاب پکي- ٻرمار (ت). (صفت). قداور- ڍڳهو (ماڻهو) (ت).

- ڪڙلَ هڻڻ: ڍڳها قدم رکڻ- وڏيون وکون کڻڻ- وڏيون ٻرانگون ڀرڻ- لاهڙ ڏيئا هڻڻ. (ت).

● ڪڙلاءُ ۽ ڪڙلاءِ: ذ. ٻڙلاءُ- آواز- شبد- تنوار- صدا- ڳالهاءُ- الحان. سڏ. رڙ- چيٽ- ڪوڪ. غوغا- شور- گوڙ- هُل.

● ڪڙم ۽ ڪڙمَ (ل): ذ. ڦٽ- زخم- ڪڙهه.

● ڪڙم ۽ ڪڙمَ: ذ. طريقو- سليقو- امونو- اطوار- طرز- ڍنگ- طور.

● ڪَڙُمُ ۽ ڪَڙُمَ: ذ (سن. ڪٽنب = قبيلو) قبيلو - گهراڻو - وَنشُ - ڪُل - نسل - ڪُٽنبو - خاندان. گهرٻار - گهرُ - آلِ اولاد - وڳر - و ليَرُ - ڪٽنب - آڪهه - عيالُ - ڳپور - ٽبر. ذات وارا - لياٽ - قوم - شريڪ. ڀاڙُو - محلاو. ڪڙمين يا هارين جو واج - بستي يا آبادي. رعيت - رعايا.

● ڪَڙُمَلِڪُ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَڙ موُ ۽ ڪَڙ ما (ت)؛ ذ. صفت. ٻلڪل لحس - نڀاڳو - ڇنڊو - ڪمبخت - ليڊو و.

● ڪَڙُمِيُ ۽ ڪَڙُمِيُ؛ ذ. (سن. ڪُٽنب) کيتيءَ جو ڪم ڪندڙ - ڪُڙمت ڪندڙ - هاري ڪندڙ - هاري - راهڪُ - ٻنيءَرُ - ونڊ ٻَرُ - ڪاشتڪار - آباد ڪار. چوٿو جاگيردار. ڪٽنبي وارو - ڪٽنب وارو - قبيلي وارو - قوم وارو (اسم خاص). پورب جي هندو زميندارن جي هڪ ذات جو نالو.

- ڪَڙُمَڪوُ ۽ ڪَڙُمَڪا؛ ذ. ڪڙميءَ جو - هاريءَ وارو - ٻنيرڪو - ڪڙمياڻو. وڳر وارو - آڪاهيو - قبيلي وارو - ڪٽنبي.

- ڪَڙُمِيَپائِپيُ ۽ ڪَڙُمِيَپائِپيُونُ؛ ث. ڪڙمپڻو - ڪڙمپو - هارپو - ڪڙ ڀڻو - کيتي - ڪاشتڪاري - ٻني - آبادي.

- ڪَڙُمَيِپڻوُ ۽ ڪَڙُمَيِپڻا؛ ذ. ڪڙمپائي - کيتي. آڪاهيو - وڳر وارو - ڪڙم وارو - ڪڙمپو - قبيلي وارو - ڪٽنب وارو - ٻچڙيوال - اولادي.

- ڪَڙُمَيِپوُ ۽ ڪَڙُمَيِپا؛ ذ. ڪَڙُمپڻو - ڪَڙُمپائي. آڪاهيو - اولادي - وڳر وارو - ٻچڙيوال.

- ڪَڙُمَيِپائِپيُ ۽ ڪَڙُمَيِپائِپيُونُ؛ ث. ڪَڙُمپائي - ڪَڙُمپڻو. وڳر وارو - آڪاهيو - ڪڙم وارو - قبيلي وارو - ڪٽنبي.

- ڪَڙُمِيالُوُ ۽ ڪَڙُمِيالا؛ ذ. هارپو - هارنيڪو - ڪڙميءَ جو - هاري وارو. ٻيلپاڻو - اوڪراڻو. ڪٽنب وارو - ڪڙم وارو - اولادي - وڳر وارو - آڪاهيو.

- ڪَڙُمِيَٺپو ۽ ڪَڙُمِيَٺپا؛ ذ. کيتي - ڪاشتڪاري - آبادي - ٻنيءَ جو ڪلڌو - هارپو. ڪڙميءَ جو - هاريءَ جو.

● ڪَڙُوُ اَنڊَڙُوُ ۽ ڪَڙُوُ اَنڊَڙا (ا)؛ ذ. صفت. ڪُٻو - ڪروائڙو - ڊونڊڙو - ٽنٽڙو پيٺو ٽيٺو.

● ڪَڙَنڪُ ۽ ڪَڙ لڪُ: ذ صفت. ڪريل - ڏٻرو - هيڻُ - ٻوڙو - اپرو - لاغرُ - لپستو - ڪم همت - بي طاقت - بي هچ - سُڪل - هيٺو - ضعيف.

● ڪَڙَڻُ؛ مصدر. زنجير وغيره سان ٻڌڻ - سوگهو ڪرڻ - جڪڙڻ - مضبوط ٻڌڻ. اٽڪائڻ - ڦاسائڻ. ڳنڍڻ - ملائڻ - جوڙ ڪرڻ - ڳنڍڻ. قطارڻ. ٻيو ڪٽڻ.

- ڪَڙي چڙڻُ: دل ڏيڻي قابو ڪرڻ - مضبوطيءَ سان ٻڌڻ - سوگهو ڪري چڙڻ - جڪڙي چڙڻ. هوشياريءَ سان ٻڌڻ. محبت ۾ ڦاسائڻ - عشق جي دام ۾ گرفتار ڪرڻ.

● ڪَڙڻُ؛ مصدر. ڪنهن واپاري يا سودي وغيره جو ڏيلگ يا خبر چارسکڻ. آزمود وپرائڻ - واقف ٿيڻ - چاڻو ٿيڻ. هوشيار ٿيڻ قابل ٿيڻ - چاڻ رکڻ - ڏيلگ اچڻ. محنت ڪرڻ - جفاڪشي ڪرڻ - هلاڪي ڪرڻ - پورهيو ڪرڻ ڪينڊوجي وڃڻ - چڙوچڙ ٿي وڃڻ پڪڙجي وڃڻ. (سن. ڪنوڻ = ڪٽڻ) ڪٽڪڻ - چينگهڪار ڪرڻ - رينگو ڪرڻ - رينگٽ ڪرڻ - چنگهڻ ر نڪڻ.

● ڪَڙڻُ؛ مصدر. (سن. ڪَٽُ = ايذاءُ سهڻ) ٽڪجڻ - چُور ٿيڻ - ڪُڙجڻ - هنجُ ٿيڻ - ماندو ٿيڻ - ساٺو ٿيڻ - هڻجڻ - ٽُٽڻ هجڻ - ڪنهجڻ. هلاڪ ٿيڻ - وِرچڻ - ڪڪُ ٿيڻ - بيزار ٿيڻ - خفي ٿيڻ - دِقُ ٿيڻ - بيرُ ٿيڻ - فَنشُ ٿيڻ. پوسرڻ - چيڙڻ - سڙڻ - جلڻ - ڪُرنڇڻ - پوسرات ڪرڻ - ساڙو ڪرڻ - سُور ڪرڻ. (سن. کيڙڻ = پڪڙيل) پڪڙي وڃڻ. محنت ڪرڻ.

● ڪَڙُوُ ۽ ڪَڙا؛ ذ. صفت. (سن. ڪَٽَ = ڪوڙو). سواد ۾ ڪوڙو - تلخ - مرچن وارو - ڪارو - تيز - تکو - لا ونندڙ. اگرو - ٻاڙو. تپڻو -

شوخ- آتشي- تامشي- ڪڙ سو- جوشيلو- ڇِڙاڪ- ڇڙنو- تيز طبع- گرم مزاج- چڻڪي- باھ- جهڙو- گرم. (اسم). تکو آواز- کهرو ڳالهاءُ. (ضد. مٺو). (پرا: ڪڙءُ. سن. ڪنڪ = ڪڙو). در جي طاقن کي سوگهي ڪرڻ لاءِ ڪنڊو- تاڙي- ڦڙتي. حلقو- ڇلو. پيڙي وجهڻ لاءِ ڪاچ- ڪاز. هاٿيءَ جي ٻرتن ڪڙن يا جهلڻ جو هٿيو- مُٺ- ڳَنُ- مُٺيو- جهلو. ڪاليڪي ۾ آڱرين وجهڻ لاءِ چم جو گول ڇلو. رَچ جو هڪ حصو- رسي کي ٻڌڻ لاءِ واڌ. ڪورين جو هڪ اوزار- اهو سوراخ جنهن مان تند لنگهي. ڳَٽ- زنجير. آٽ جي ليڙي جو الدران سچي پوڻ واري حالت. (ل). (ث. ڪَڙي ۽ ڪَڙ يُون).

- ڪَڙا ڇَال؛ ذ. اندرجو جي وڻ جو ڇوڏو.

- ڪَڙ ل ۽ ڪَڙ لَ (ل)؛ ذ. کساراڻ وارو- کسارو- کارو- ڪَوڙو

- ڪَڙالو ۽ ڪڙالو: ذ. ڪڙو- ڪَوڙو. (ضد. مِٺالو).

- ڪَڙاڻ ۽ ڪَڙائُون؛ ث. ڪڙائي- ڪَوڙاڻ- تلخي. ڪرڙائي- شوخي. سنگت ۾ ڦِيٽاڙو- جدائي- ٽڪيت- سَنيهَ- وڇوڙي- نفاق- اختلاف- ايورتي.

= ڪَڙا وَاتَ و جهڻ؛ ڪڙو ڳالهائڻ- کهرو ڳالهائڻ- تلخ ڳالهائڻ- ترشرو ٿي سان ڳالهائڻ- ھُڏبون ڏيڻ- جهٽ وجهڻ.

- ڪَڙ ائي ۽ ڪَڙ ائيون؛ ث. سواد ۾ ڪڙاڻ- تلخي- ترشي ڪرڙائي- شوخي- کهرائي- تيزائي. دوستيءَ ۾ ترشنائي- ڦيٽاڙو- جُدائي- ٽِڪت- وڇوڙو.

- ڪَڙو تيل؛ ذ. کارو تيل- ڇانيي جو تيل.

- ڪَڙو ڇاڙهڻ؛ اڙهيل ليکي اندر ويهارڻ.

- ڪڙو ڏِيَڻ: دروازو بند ڪرڻ- ڪنڊي ڏيڻ- تاڙي ڏيڻ. چوڌاري ليکو ڪيڏڻ. (جهاڙن يا وظيفن پڙهڻ لاءِ) ڇلو ڪيڏڻ- ڪوٽ ڏيڻ.

- ڪَڙو ڦانير ڪرڻ؛ دروازو بند ڪرڻ.

- ڪَڙو ٿڪڻ: تلخ معلوم ٿيڻ- کسارو لڳڻ- کارو لڳڻ- ٻاڙو لڳڻ- آگرو لڳڻ- زهر معلوم ٿيڻ. ذائقي ۾ خراب لڳڻ- چگو نہ لڳڻ- ٻڇڙو لڳڻ.

- ڪَڙو لَڳڻ؛ ذ. ذائقي ۾ ڪَوڙو لڳڻ. (ڳالهائڻ) نہ وڻڻ- ٻڇڙو لڳڻ.

- ڪَڙولو؛ ذ. ڪڙو- ڪَوڙو- تلخ (و- ڪوش).

- ڪَڙو ميٺو ٿِيَڻ؛ دوستي دشمني رکڻ- ٿڪو مٺو ٿيڻ- عداوت رکڻ- وير رکڻ- دشمني رکڻ.

- ڪڙو ويڙهہ ڏِيَڻ: وهٽ کي بيماريءَ کان ڪنگڻي ڏنب ڏيڻ.

- ڪَڙو هڻڻ؛ اطلاع ڏيڻ- خبر ڏيڻ- سڏ ڏيڻ- سماچار ڏيڻ بند ڪرڻ- قابو ڪرڻ- سوگهو ڪرڻ. جهنگ ۾ سوئر کي چوڌاري ڪتن ۽ ماڻهن جو وڪوڙي وجڻ. (شڪار جو اصطلاح).

● ڪِڙو ۽ ڪِڙَا؛ ذ. لَٺِي جي ڪاٺين يا ڪاٺن جو ٺهيل ڪارو- ڏَلهو. دروازي جي چڪ- چڪ- ٺونو- تڏو- ڪَڙِي. هاٿيءَ جي اوهاڙي جو در- آواز جو در- دالڪڙو (ٽ).

● ڪُڙو ۽ ڪُڙا (ل)؛ ذ. ٻِيَن تي هلڻ واري حالت- ڪُڙ يو.

- ڪُڙا ڪَڍڻ؛ پين تي هلڻ- ڪُڙ يا ڪڍڻ. تيار هجڻ- سَنَيِيرَ ڻ.

● ڪُڙاوالَ: اسم خاص. ڪاڇي جي جبل ۾ هڪ ڏيوريءَ جو نالو. (انهيءَ جاءِ تي ڪڙوال نالي ماڻهو مري ويو هو، اتي جو دستور آهي تہ بي اولاد ماڻهو جي منت تي ڏيوري جوڙيندا آهن). (ڏ-ج جو سير ٦).

● ڪِڙ وَاهَ ۽ ڪِڙ واهُون؛ ث. ڪِڙَ- سُر سُر- سُرٻات- سنهو آواز- پَڙ پَڙ- پڙڪات-

"ڪاچا تي ڪِڙواهَ ٻَنڌَ ڏانهن ٻهر جي".
(خان زئي).

پڙڪار پتو- سڏ- ڄاڻ- سماع- اطلاع- خبر (ٽ).

● ڪڙ واءُ ۽ ڪَڙ واءِ؛ ذ. ڪرلاءُ- آواز- شبد- ٻرلاءُ- تنوار- صدا- الحان. هانڪ- ٻولي- ڪُوڪ.

● ڪُڙونِي ج ڪُڙونِيُون (ت): ث. وڻن جي راند.

● ڪُڙوڪاٺي: ث. ڏوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪي وکر جو نالو.

● ڪُڙوڪاٺي: اسم خاص. جکراڻي پاڙي مان هڪ ذات جو نالو.

● ڪُڙوَلَ ج ڪُڙوَلُون (ت): ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم. آچار ٺاهڻ لاءِ هڪ ڪٺو ميوو.

● ڪُڙوَلُ ج ڪُڙوَلَ: ذ. ٻُختي شيءِ.

● ڪُڙولو ج ڪُڙولا: ڦ. پاڻهن ۾ وجهڻ جو هڪ ڳهڻ - ڪنگڻ. ڪڙين جڙهيل لٺ - لوڙهه. (اسم خاص) تعلقي. گهوڙا باريءَ ۾ ديهه جو نالو.

● ڪُڙولي ج ڪُڙوليُون (ت) ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم. (اسم خاص). تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪُڙوڻ (ت): ث. ستّ جو ست چڪُون.

● ڪُڙوڻا: اسم خاص. ٽر ۾ رهندڙ هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪُڙهه ج ڪُڙهون: ث. لنگهه - گذر - گهٽ - ٻنيو - ڪُڙهه - رستو.

● ڪُڙهه ج ڪُڙهون: ث. (س. ڪُٽ = ڪُٽيا) گهوڙن ٻيهڻ جي جاءِ - ٿاڻو - طنبيلو - ٿان - ڪوٺي - ٻيڊي - ٺاڻ. هرَ ۾ چوني ۽ هرهن پوڻ واري جاءِ - سوراخ - سل. چڙهي جي منهن ويڪري ڪرڻ لاءِ اڻ ۾ وڌل ڪاٺي. (س. ڪُڪُش = ڪُکِ) پيچي داني - ڪرِٽ - رحم - گرب استان. ٻهائيو - لرو (ل). عورت جو فرج. پيٽ - ڪُک - ٿيڪر. ٻُٽ. جسم - بَدن. دل. ڪيلي يا هٿيو. ڪڇيءَ جي هڪ ذات (ت). (صفت). بهادر ماڻهو - سورهيه - دلير - جوڌو - ورُهه - پتليي - پهلوان - پالڪو - پهلوان - رستم.

— ڪُڙهه سوڙهي: پيٽ جو ڪَدوءَ والکر آپيو لڪڻ واري حالت. پيٽ مان عورت جو ڪَدو والکر لڪتل آيو پيٽ.

● ڪُڙهاٽ ج ڪُڙهاٽ (ل): ڦ. وڏي وڻ جي ٻچي پوڻ جو وڏو آواز - ٺڪاءُ - ڪڙڪو - ڪڙڪاٽ - ٺڙڪاٽ - اڙڪو.

— ڪُڙهاٽ ڪرائڻ: زور سان وڄائڻ - وڏا ٺڪاءُ ڪيائڻ. "ڦلير دُهل کي ڪڙهاٽ ڪرايا" (جملو).

● ڪُڙهه ڪُڙهه: ذ. (آواز) ڪکڙ وغيره کي هڪلڻ لاءِ ڪيل آواز - هڪل - ڪُڙ ڪُڙ.

● ڪُڙهڻ: مصدر. (پرا. ڪڙهئه. س. ڪُرٿ = ٽهڪڻ). (پاڻيءَ جو) جوش کائڻ - ٽهڪڻ - ٽچڪڻ. (کاڌي جو) رڌجڻ - رجهڻ - اوٻارجڻ (گرميءَ ۾) جلڻ - ٻچڻ - کامڻ - ٻرڻ - ڀسم ٿيڻ - سڙڻ. فڪر ڙيءَ جو ڪاڙهو ڪرڻ - ٻوسرڻ. ويچار يا فڪر ڪرڻ - ڳڻتي ڪرڻ - فڪرات ڪرڻ. ڪَمَڻ - ڪِڄَڻ - ڏجهڻ - ڏک ڪرڻ - ارمان ڪرڻ - ڏکي ٿيڻ - پريشان ٿيڻ - ڪڪادو ٿيڻ - تنگ ٿيڻ. (ناموس ڪيڻ لاءِ) مرڻ - سُور پئڻ. علم پڙهي اڻ تي عمل ڪرڻ - دل ۾ هنڊائڻ - هضم ڪرڻ. روئڻ - رڙڻ - رودَن ڪرڻ - راڙهو ڪرڻ.

— ڪُڙهڻ پچڻ: جلڻ - ڪامڻ - ٻوسرڻ. ڏک ۾ پرجڻ. ياد ڪرڻ. جدائيءَ ۾ روئڻ - فراق ۾ ڳرڻ.

— ڪُڙهي ڪُڙهي: سور کائي - تڪليفون ڏسي - پچي اچي.

● ڪُڙهڻ: مصدر. (س. ڪُلنب = ايذاءُ سهڻ). سور ٿيڻ - ايذاءُ ٿيڻ - درد ٿيڻ - ڏکڻ - ڏکي ٿيڻ - ڏکيو ٿيڻ. ارمانجڻ - افسوس ۾ پرجڻ - غمگين ٿيڻ - ڏکارو ٿيڻ. (بيماريءَ ۾) رلڪڻ - ڪُنڪڻ - پڙجڻ - چنگهڻ - ڇيڇلائڻ - مشڪل ٿيڻ.

● ڪُڙهو ج ڪُڙها: ذ. شينهن جو ٻچو - شينهن - شير. (صفت). بهادر - دلير - همت وارو - جوانمرد - پهلوان - طاقتمند - جوڌو - سورهيه - وير - ٻالڪو (ڪ). (اسم). ڪوهي مان پاڻيءَ ڪڍڻ جي ناڙون ۽ چڙهي جي منهن ۾ ٻڌل رسي (ل).

- ڪَڙهيءُ ٿ ڪَڙهيءُ (ڪ)؛ ذ. صفت. ڪوندر- بهادر- بانڪو- پهلوان- وير- جوڌو- دلير- سورهيه.

● ڪَڙهوليءُ ٿ ڪَڙهوليئون (ت)؛ ٿ. هٿ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهڻ- منڪلي.

● ڪَڙهيءُ ٿ ڪَڙهيئون؛ ٿ. (سن. ڪُوٿ = ڪڙهڻ). ٻصرن مان ٺاهيل ٻوڙ- ٻصرن جي ڀاڄي. ٻيسڻ مان ٺاهيل ڀاڄي، ڏڌ ۾ ٻيسڻ کهوڙي ان مان تيار ڪيل گهاٽو ٻوڙ. ٻوڙ- ڳنڍڻ- ڀاڄي.

● ڪُڙهيءُ ٿ ڪُڙهيئون؛ ٿ. مڇين ڦاسائڻ جي هڪ ڄاري (ڇهه پايا هرهڪ ٤ فوٽ، گول ٿئي). مُنهن مڇين ڦاسائڻ لاءِ ڪنيدي. وَڏِ ٻَلُ جهنگ جو ڍِڳُ. گاهه جي سٿري- پٿري- سٿي.

- ڪُڙهيئون ڪَرڻُ؛ وڏيل ٿيڻ جون ڍڳيون ڪرڻ- سٿيون هڻڻ.

● ڪُڙهيڙ ٿ ڪُڙهيڙون؛ ٿ. چڙهڻي جي چم واري ڪاٺي.

● ڪَڙيُ ٿ ڪَڙيون؛ ٿ. (سن. ڪَٽَ = لنڊو ڪڙو). پير ۾ مرڻي وٽ پائڻ جو هڪ زيور. زنجير جو هڪ حصو يا ٽڪر- ڇلو- ڪڙو. (ڏاڪڻ جو) اڏو- ڦورو- ڏيهرو- ڳوٺو. مقرر حد- حلقو- نشان- حد- دنگ. ٻاڙي جي جاءِ- منزل- ٽڪاڻو- آستان- وسرام جي جاءِ. ڦٽَ ڇتڻ مهل ان تي ٻدل مُڪل رت پئون جو سخت ٿڌو- ڦٽ تي ٻدل ڪرنڊ- ڇوڏو- ڇلر- کل. (سن. ڪشاهه = ڪڙهي). ڪشاهه- ڪڙاهه. (صفت). رنج- ڏک- مصيبت- تڪليف. ڪاري- ڪؤڙي- ڪڙي. تُڪبِي جي مٿان ٻڌل ڄاري (جنهن کي مڙهه مان ٻڌي، ان ۾ وَڏيون وجهجن).

- ڪَڙ يون پَوَڻُ؛ بندشون عائد ٿيڻ- روڪجڻ- بند ۾ پوڻ- زنجيرن ۾ پوڻ- جڪڙجڻ- قابو ٿيڻ.

● ڪِڙِيُ ٿ ڪِڙِيون؛ ٿ. ڀاڻ يا سڻي وغيره ڪٽڻ لاءِ اٽيءَ جي ڪاٺين يا ڪانن جو واڻيل ڪارو- ڏلهو. ڪانهن، سَرَ وغيره جو

ٺاهيل ٽڌو- چڪ (ت). ٽڌي جو ٺهيل گهر.

"هو ٽڪي ڪُل ڪڙيون، هو ٽڪي جت جلال جوي".

ڪچي جاءِ يا وٿاڻ وغيره جي لاءِ ڏکڻ مان دروازو- ڏاڪائون دروازو.

● ڪُڙِي ٿ ڪُڙيون (ت)؛ ٿ. چاهين، لوهه وغيره جو ڪل پيچ. قبيلو- آکهه- ڪٽنب (ڪ). دام- ڪوڙڪي (ت).

- ڪُڙِيءُ ٻَڌَڻُ؛ جانورن کي ڦاسائڻ لاءِ هڪ قسم جي ڦاسي ٺاهڻ- دام وِجهڻ- ڪوڙڪو يا ڪوڙڪي اڏڻ (ت).

● ڪَڙِيا؛ اسم خاص. دِکهڙي ۽ ساماري تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪُڙِيا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪُڙِيءُ ڳابڙي؛ اسم خاص. ٿر ۾ ٿيندڙ هڪ راند جو قسم.

● ڪَڙِيالو (ت)؛ ذ. جهيڙو- فساد- ويڙهه. ڏاڍيان ڳالهائڻ- گوڙ- شور- ڏمچر- هُل.

- ڪَڙِيالو ڪَيڻُ؛ وڙهڻ- فساد ڪرڻ- جهيڙو ڪرڻ. گوڙ ڪرڻ- شور ڪرڻ- ڏاڍيان ڳالهائڻ- هل ڪرڻ.

● ڪَڙِيءُ رَاند؛ اسم خاص. ٻاراڻي ديسي راند جو هڪ قسم- ٺاپو راند- تيزي يا تيزلي راند (هڪ پير سٿي ڪري، هڪ ڄنگهه تي ٽپ ڪري ٺاپو يا تزي (گول ٺڪريءَ ٺڪري) کي مقرر ڪيل ليڪن کان ٽڌي ٻاهر ڪيدجي).

● ڪَڙيلو ٿ ڪَڙيلا؛ ذ. (سن. ڪَٽِيل = ڪريلو). ڀاڄيءَ جو هڪ قسم- ڪريلو.

● ڪَڙِيوُ ٿ ڪَڙِيا؛ ذ (سن. ڪُلُشا < ڪَرُشُو = لنڊو واهه). ننڍو واهه- ڪَسِي- نالي- واهڙ- (الڪ) واٽر. (سن. ڪيشار = سَلو) ٻوٽي يا وڻ جي ٽاري يا شاخ- ڏاري- لامَ. الڪهه وٿان ڦٽل ڪونچ- الڪور. چپر- لاليڏي- چنو- پُونگي- جهوٻڙي- جهوپڙو- چپَر. (اسم خاص). تعلقي ڪونيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- ڪَڙِيا ٻَڌَڻُ؛ الٻن جو ڪري ٻُور ٻدران ٿِنَ ڪونچ ڪيڻ.

- ڪَڙيا پَچَڻُ: تماڪ جي ھونئي مٿان لڪتل سنگن کي پچڻ.

- ڪَڙ يا ڪَيڏَنُ: جُوئر يا ٻاجهريءَ جو سنگ لڻڻ بعد چونئيءَ وٽان سنگ واري ڏانڊي کان سواءِ ٻيون ٻه ٽي شاخون ڪيدي سنگ ڪيڏَنُ. ٻھرن جي ھوڪ مان ٻيجبي (ٻُوڪُ) ڪيڏنُ (ت).

● ڪيڙ ھوُ ٭ ڪيڙ يا ؛ ذ. وڏو ڪوٽ ـ ڍڳلو ـ گدلو ـ ڪڙتو. ٻھراڻ ـ الڪرڪو.

● ڪَڙ يوُ: ذ. ٿلهي ڪپڙي جو وڏو چولو (جو مير پائيندا ھئا).

● ڪُڙ يوُ ٭ ڪُڙ يا ؛ ذ. ٽپڪي ـ منبڪ ـ ٽينگ ٽپو ـ پِنڌُ ـ چالُ.

- ڪُڙ يا ڪَٽَڻُ: ڪنهن ماڻهوءَ يا پکيءَ جو ٻير ڪٽڻ ـ ڪڙيا ڪٽڻ ـ ٻيرو ڪٽڻ ـ ٽونٽان لڳڻ ـ ڪڙي ڪٽڻ.

- ڪُڙ ھوُ ھَلَڻُ ؛ ھڪ ڄنگھ تي ٽپو ڏيئي ھلڻ ـ منبڪائي ھلڻ ـ چال ڏيئي ھلڻ ـ پِنڌ ڏيئي ھلڻ.

- ڪُڙ ٻي (ڪُڙٻي) راند ؛ ٽپڪين ڏيڻ واري راند ـ منبڪ منبڪي راند.

● ڪُڙ يوُ آوُھا ؛ اسم خاص. تعلقي ميري خان ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● ڪَڙ يوُ ٻھٽر ؛ اسم خاص. تعلقي جهمس آباد ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● ڪَڙ يوُ چارُ ؛ اسم خاص. تعلقي ميري خان ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● ڪَڙ يوُ غُلامُ اللهِ ؛ اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● ڪَڙ يوُ صوبيدارُ ؛ اسم خاص. تعلقي شھداد ڪوٽ ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● ڪَڙ يوُ قاسمُ شاھ ؛ اسم خاص. تعلقي ميھڙ ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● ڪَڙ يوُ گُلُ شيرُ ؛ اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● ڪَڙ يوُ مُراد عَلِيُ ؛ اسم خاص. تعلقي قمبر ۾ ھڪ ديھ جو نالو.

● ڪَرافُ ٭ ڪَرافَ ؛ ذ. (ف. ڪِراف) ڪَرافُ. اجائي ٻَٽاڪَ ـ ٻاڙَ.

● ڪَراڪ ٭ ڪَراڪُون ؛ ث. ڦَرا ڪَ ـ ڏِنڪائي ـ ڏاڍائي ـ ارڏائي ـ لُچائي ـ اڙٿرائي ـ ڪُونس ڦتائي ـ ڪيچل ـ مستي.

● ڪَرڻُ (ڪ) ؛ مصدر. سوڙهو ٿي وڃڻ يا وِھڻ ـ مُسڻُ ـ سوس کائڻ. ميءَ ۾ ڏڪڻ ـ ٽڙڪڻ ـ ڪنبڻ.

● ڪُرو ٭ ڪُرا ؛ ذ. دين کان ڦريل ـ ڪافر ـ (صفت). مکي چُوس ـ مرڇوٽ ـ ڪنجوس. (ث. ڪُرِيُ ٭ ڪُرِ يُونُ).

● ڪَرِ يُ ٭ ڪَرِ يُونُ ؛ ث. وڏن ڪنن واري ٻڪري.

● ڪُرِيُ ٭ ڪُرِ يُونُ (ت) ؛ ث. مٽي ڪوڙائڻ بعد ڪَنَ ھيٺان چڏيل ٿورا وارَ.

- ڪُرِ يُونُ ڏاھڻُ: مٽي ڪوڙائڻ بعد ڪَنَ جي ھيٺان ٿورا وارَ ڏاھي ٻيهارَڻُ.

- ڪُرِ يُونُ چڏڻُ ؛ مٽي ڪوڙائڻ بعد ڪَنَ ھيٺان ٿورا وارَ رھائڻ.

- ڪُرِ يُونُ رکڻُ ؛ ڪُرِ يون چڏڻ.

● ڪَسَ ٭ ڪَسُونُ ؛ ث. (سن. ڪش = آزمائڻ) آزمودو ـ آزمائش ـ امتحان ـ چڪاس ـ جانچَ ـ تجربو ـ پرک ـ پريکيا ـ (زور) آزمائي. ڪھاٽو ـ نقصان ـ ڇيھو ـ ٽوٽو ـ ھرج ـ تاوان ـ چٽي. ڪوٽ ـ لاٽ ـ سوس. ڪپڙي مان نھيل ڦاڪي جهڙي ڪَھيُ ـ الڪرکي ٻڌڻ لاءِ ڏاڪڻ جا ڏڪر (ت). سنڌ ۽ لڙ جو دنگ ـ حد ـ ڇيڙو ـ ٻچاڙي ـ انت ـ آخر ـ پڇاڙي ـ سنڌو. پَٽ ـ ڪَرَ ـ ٻاسو (ت). سڪرات ـ موتُ ـ اجلُ ـ قضيئو ـ وفاتي ـ مرتيو ـ چالاڻو ـ لاڏاڻو ـ رحلت (ت). ١٠٠ ٻڙن واري سرلڏي جوت جو ھڪ قسم ـ سئو ٻيري (ڪ). جهنگ ـ ٻيلو (ڪ).

- ڪَسَڪوُرَ ٭ ڪَسَڪوُرُونُ (ت) ؛ ث. بخيلي ـ ڇِڙَ ـ خارَ ـ ڪاوڙ ـ جوشُ. وَهَ ٽُڪَ ـ ڪاٽ ڪوٽ ـ چالٺ.

- ڪَسَڪوءِ = ڪَسَڪوُنُون: ث. خرچ ۾ کهٽتائي - بچت - ڪفايت - مانگ صرفو - قناعت. هورائي - ڍرو پُرزو - وَنبِ وراهَ - ميڙ چُونڊَ - ميڙي چُونڊي - اوکهه سوکهه - رَهت ڪَهت. بخيلي - چڙ - ڪاوڙ - جوش - غُصو - خار (ت). إمساڪ - جماع - همبستري - مُباشرت - ميلاپ - گڏجاڻي (ت).

- ڪَسڪپرو (ت). ڪجهه ٿورو - ڍرو پرزو.

● ڪَس = ڪَسُون: ث. صفت. (ل. ڪش). پسند - وڻندڙ - موافق - سٺو - موچارو - پسنديده - بحال - چولبُ - سهائيندڙ.

"سودي ريءِ مرتيون، ڪاڪَ ا، اڃي ڪَسَ".

(مير مومل رائو - گر).

مولجهارو - دلگيري - غم - ارمان - اندوهه - پريشاني - ملال فڪر - گهٽي. ڏاسي يا ٻٽل جي قَالوَن تي پيدا ٿيندڙ زَنگ - زنگار - ڪٽ. موس - ڪوٽ - لاٽ - لاهه (ل). "پاڻي ڪس ڪري ويو آهي". (جملو). (اسم خاص). بخار - ٻرو - تَپ (ل). ڌاتوءَ جو هڪ قسم (ل). بادل - ڪڪر - آبر "اڄ ڏکڻ پاسي ڪس هو" (ل). ڪارو - ڪنڌي - ڪپر - ٻَرُ، "اڄ رڻ جي ڪس تي شينهن ماريو اٿن" (ل). گهاٽو - ڇيهو - تاوان - هرجو - زيان - ٽوٽو - نقصان. انهيءَ واپار ۾ ڪس ڪاڍي". (جملو).

- ڪَسُون لاهڻ: دل صاف ڪرڻ - دل مان پيائي دور ڪرڻ - اندر اجرو ڪرڻ - دل مان اختلاف ڪڍڻ. ڏالون تان ڪٽ لاهڻ.

● ڪَسُ = ڪَسَ: ذ. (سن. ڪَشَايَہ = ڪَٽُ). ڏامي يا ٻٽل جي ٻرتن تي پيدا ٿيل ڪَٽُ - زنگ - زنگار - ميل - گند - زهر - موريائي - مُرچو. ملاوتي ڌاتو - سَٽُ - جوڙو - پيائي - ميرائي - غير - ڦيٽ. نقصان - ٽوٽو - اوڇي - ڇيهو - ضرر - هرج - هرجو - تاوڻ - زيان - چٽي - ڪاس - گهاٽو. اوڻائي - لاٽ - ڪوٽ - موس - قلب - هُڦيُ - آڻاٽ - ڪَمي. درڪار - ضرورت - کهرج. بيماري - مرض - روڳ - ناچڱائي - پيڙا - ڏُوَارِ - اکهائي - ڏوج - آزار - ڪَٽيميرائي - بي مزائي - ناچاڪائي - لڳائي. ڏ مهندو. حد سَنڌو - سرحد - سيڙ و - ڪنارو - ڪَپ - ڪَپر - ڪنڌي. (سن. ڪَش = ڪَسُونيِ). سون ڪسي پرکڻ لاءِ ڪاري رنگ جو هڪ پٿر - ڪسوَٽي. وڏو واهه - نالو - پاڻيءَ جو وڏو وهڪرو - واهڙ (ت). تپ - ٻرو - ڪوساڻ - بخار (ت). آلتي رستي نڪتل سائو پاڻي - پيٽُ. ڪڪر - بادل - آبر.

"هڪڙا وڏ ڦڙيا واڻن تي، پيا ڪارا ڪارا ڪس".

(سانئينداد).

(اسم خاص). تعلقي ڪولي ۾ هڪ ديهه جو نالو. (صفت). ڪاراڻ - پيلاڻ ساواڻ. سهرائو.

- ڪَسَ جي ڪَٽيُ: گهٽتائيءَ جو ڏرو.

- ڪَسَ ڪورَ ڪَرَڻُ: گهٽ وڌ ڪري پورو ڪرڻ. گهٽائڻ - سوس ڪرڻ - قناعت ڪرڻ - ماڳ صرفو ڪرڻ.

- ڪَسُ ڪائڻ: نقصان سهڻ - گهاٽو قبول ڪرڻ - پوري يا نامناسب اگهه ڪان وڌيڪ پرڻ - هرج ۾ پوڻ - ڇيهو قبول ڪرڻ - ٽوٽو پرڻ.

- ڪَسُ ڪائڻ جهڙو هُجَڻُ: نقصان سهڻ جهڙو هجڻ - رساڪار هجڻ - خواهه مخواهه ٽوٽي ۾ پوڻ - ڇيهي جهڙا ڪم ڪرڻ.

- ڪَسُ لائڻ: نقصان وجهڻ - گهٽتائي ڪرڻ - ڇيهو وجهڻ - ٽوٽو لائڻ.

● ڪِسُ = ڪِسَ (ل): ذ. ڪَسيل پٽَ وغيره. ڪسارو - ڪارو - پاڙو (ٺ).

● ڪَسَ = ڪَسُون: ث. (سن. ڪَشُ = مارڻ) قتل - گهات - گهاءُ - خونريزي - ڪوس - حلال - خون - موت. ڪوس جي جاءِ - ڪاميلو - ڪَميپلو. هترَ جو قَر - قارُ (ٺ).

● ڪَسُ = ڪَسَ: ذ. عورت جو شرمگاهُ - فَرج - قُبل - مقام مخصوص - ڪَانڊ - چُڏُ - پيڪُ - موسو - ميئو - روو - ٽيٽو. لوهه جو رتبو (ل).

● ڪَسَابَ: ذ. (جمع ۾ استعمال ٿيندڙ) - ايام - مدام - زمانا - "ڪئي ڪساب گذري ويا". "هيءَ ڳالهه ڪساٻن جي آهي". قديم وقت -

ايامي وقت- اڳادي وقت- اڳانو وقت- پراڻين زمانو- ڪهنائي. (ظرف). پرَ مَپرا ڪان- آد جڳاد ڪان- قديم ڪان- ڪُهني زماني ڪان.

● ڪتابو ٤ ڪتابا؛ ذ. زالن جو مٿي تي پڊڻ جو رومال.

● ڪتاد ٤ ڪتادَ؛ ذ. متاع جي- ناروا جي- بي رواجي.

● ڪُتاڏو ٤ ڪُتاڏا؛ ڌ. صفت. ڪوڙو- ڪونو- جونو. فريبي- مڪريلو- دغاباز- ويساھ گهاتي (ت).

● ڪسارِ ٤ ڪسارُنُ (ت)؛ ث. لذت- لطف- مزو- سواد- ذائقو- چشڪو- رس- رَسنا.

● ڪسارُ ٤ ڪسارَ؛ ذ. مٺائي جو هڪ قسم. ڪتو- ترش (ت).

● ڪسارو ٤ ڪسارا: ذ. صفت. (س. ڪشاي = ڪسارو). بي ذائقي- ترش- ڪارو- آڪرو- ڪڙاڻ وارو- ڪڙو- ٻاڙو- ڪوڙو- ڪسُ وارو. لوڻائيو- چهرو. (س. ڪلنڪ = داغ). زنگ وارو- ڪسُ وارو- ڪٽُ وارو- ڪٽيل.

● ڪسائڻُ (ل)؛ مصدر. ساڪت، هيرا ڪس، پرن ۽ ڏاڙهون جي چوڏي پاڻيءَ ۾ سيلائي ڪپڙو پسائڻ- رنگائڻ- رنگ ڪرائڻ (س. ڪشُ = آزمائڻ). آزمائڻ- پرُ ڪڻ- آزمائش ڪرڻ.

- ڪسائي ٤ ڪسائيُون؛ ث. رنگائي- رڱائي- رنگ ڏيارڻي.

● ڪسبُ ٤ ڪسبَ؛ ذ. (ل؛ ڪسبُ = ڪرمُ). ڌنڌو- هُنر- پيشو- والج- واپار- ڪمُ- ڪارُ- ڪرت- مشغولي- ڪرتب- فن. آدر- ڌنڌيو- ڪوشش. محنت- جفاڪشي- چالبازي- پورهيو. پيدا ڪرڻ واري حالت- حاصل ڪرڻ واري حالت. فاحشه عورت جو ڪيل بد پيشو. بد پيشي مان ڪيل ڪمائي.

- ڪسبائتو ٤ ڪسبائتا؛ ذ. صفت. هنرمند- ڄاڻو- ڪاريگر- ماهر- پڪو- ليکو- گوهر- استاد- هُنري. ڪاريگرائو- ڪسبائو- هُنر يا استاديءَ جو.

- ڪسبُ پاڻي؛ ذ. ڪاسبي- ڪاريگر ماڻهو- هٿ ڪسبي- هُنرمند- هُنري- ساڳي ڌنڌي وارو.

- ڪسبڻ ؛ ث. بد پيشي واري عورت- فاحشه عورت- ڪسبياڻي- رانڊي- ڪڄري- ڇڪلائڻ.

- ڪسبُ وپرُ ٤ ڪسبَ وپرَ؛ ذ. ريس- چتاپيٽي- مقابلو- برابري- شرط. اغياري- رقابت- چڙهت- سرسي- چاڙهو- اپر ڪا- حسد- بغض.

- ڪسبُ وپري: ذ. صفت. ڌنڌي ۾ ريس ڪندڙ- ڌنڌي ۾ مقابلو ڪندڙ- ريسارو- رقيب- حاسد- ساڙيلو. (زال) ٻهاج.

- ڪسبي ٤ ڪسبي: ذ. صفت. هنر وارو- پيشي وارو- ڌنڌي وارو- ڄاڻو- دستڪار- ڪاريگر- هٿ ڪسبي- ميستري- چرب دست- ماهر- اپڻ- استاد- هُنري- هُنرمند. خراب ڌنڌي وارو- فاحشه- بازاري- ڪسبُ ڪندڙ- پڙوو- دلو- ڏوتو- دلال.

- ڪسبيائو ٤ ڪسبيائا؛ ذ. صفت. هُنر وارو- ڪاريگر. ليچ- بچڙو- ڪمذات- بي حيا- بي شرم- بد تهذيب- ڪمينو. پڙوو- ڪڄر- ڏونو- دلال.

- ڪسبياڻي ٤ ڪسبياڻيون؛ ث. ڪسب ڪندڙ عورت- بدپيشه عورت- ڇڪلي ۾ ويٺل عورت- فاحشه عورت- رنڊي- ڪڄري- بيسوا- ويشا- رنگيلي رن- ڇڪلائڻ. ڦورتي- پڙوي- دلي- دلالڻ.

● ڪسبتَ ٤ ڪسبتُون: ث. حجامن جي اوزارن رکڻ لاءِ چم جو ٿلهو يا پيتي- حجامڪي پالي. سامان رکڻ لاءِ چمڙي جي دٻي يا ڪولو. ڪارتوسن جي ٿيلهي يا پيتي- توشدان- ڪيسو. سنجن وِجهڻ جي ڳوٿري (ت). پاڻي پيئڻ لاءِ چم جي چڙهي (ت).

● ڪسبو ٤ ڪسبا (ت)؛ ذ. ڏوهين وغيره تي هڻڻ لاءِ ونيل زري- ڪلابت- مقيش.

● ڪسٽُ ٤ ڪسٽَ؛ ذ. جوش- ڪاوڙ- غصو- چيڙ- خار. زور- زبر- جبر- زوراوري-

ڏاڍائي - ڦهڪرُ. حَسَدُ - ساڙُ - وِيرُ - ضِد - بغض ارادو - نيت - لاڙو - خيالُ - ويچارُ.
"مز" آليفت ڏانهن اي دِل عَزم ڪَرِ، ڪَرَ ڪَڏاني ۽ ڪڏهن تون ڪِينُ ڪَسُتُ."
(قاسم).

● ڪَسۡتَانُ ع ڪَسۡتَانَ؛ ذ. خالدالي - حيثيت - حڪومت - شخصيت (سنڌي ٻنهون ص ٣٦).

● ڪَسۡتَائِي ع ڪَسۡتَائِيُون؛ ث صفت. گهٽتائي - ڪَمِي - لاٿ - ڪوٽ - قِلت - اوڻائي (ت).

● ڪِسۡتو ع ڪِسۡتا؛ ذ. درياني لاريل چهو اڙ (فقير ٻڻ لاءِ ڪٺن) - ڪِشتو.
- ڪِسۡتو ڪَٺَڻُ: ٻڻ - گدائي ڪرڻ - ڀيک ڪرڻ - منگڻُ.

● ڪَسۡتُورُ ع ڪَسۡتُورَ؛ ذ. ڪڙهه يا شيخ وارو ڪَڪُڙ - ڪڙهدار - شيخيرُ.

● ڪَسۡتُورِي ع ڪَسۡتُورِيُون (ٿ)؛ ث. هڪ خوشبوءِدار ٻُوٽِي - ڪٿوري - ڪَستُوري - مُشڪ.

● ڪِسۡتِي ع ڪِسۡتِيُون؛ ث. فقيرن جي ٻڻ جو ٿانءُ. ڪِپ مان ناهيل ٿيرَ (ت). ٻيڙي - ڪِشتي - ناوَ - ڍ وليڊي.
- ڪِسۡتِيبانُ ع ڪِسۡتِيبانَ؛ ذ. ناکئون - جهاز هلائيندڙ - جهاز ران - ملاح - ٻيڙياتو.

● ڪَسۡتِيڙَنُ؛ ذ. ڳاڙهو هڪ قسم - بدلفظ - گار (تنهن جي زال جو چنڊُ). چالاڪ - عيار - حِرفتي - اٽڪلي.

● ڪَسۡتُورُ؛ اسم خاص. تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَسۡتِي ع ڪَسۡتِيُون (ٿ)؛ ث. هڪ بيماريءَ جو نالو.

● ڪَسِجَڻُ؛ مصدر. ڪَٽِجَڻُ - زلڪجڻ - نامون ٿيڻ - ڪَٽُ لڳي وڃڻ - سائو ٿي وڃڻ - ڪَسُ ٿي وڃڻ. گهٽجڻ - هَٽَڻُ - لاٿ ۾ وڃڻ - ڪوٽ ۾ وڃڻ - ڪَسو ٿي وڃڻ - اوڻو ٿيڻ. ٽٽجڻ - ڀَرجڻ - ٻُخار ٿيڻ - لِڱ ڪوسا ٿيڻ - ٻرو چڙهڻ.

● ڪَسَرَ ع ڪَسَرُونُ: ث. نفعو - آپَت - ڪٽو - لاڀُ - ٻراپت - فائدو - آپراسو. واڌَ - واڌي - زيادتي - گهٽائي - اڪثريت - جهجهائي. (صفت). سُٺو - چڱو - اوچو - موچارو - عمدو - سڦرو - چوکو - اعليٰ - برتر - آتَرُ - آتَمُ رنگ - چولڪي - ٿورو وڌيڪ - ذرو ٿيپو. (ع. قصر) ڍرائي - سستي - ڪيسَرَ - ڪَسَلُ - لاڏُ - دير - ڪَهلَ - ڪَبرُ - گهٽتائي. بيماري - اڪهائي - لاچڱائي - لڳائي (ٿ). (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.
- ڪَسۡرائِتو ع ڪَسۡرائِتا؛ ذ. صفت. ڪسر وارو - ڪسر ڏيندڙ - فائدي وارو - واڌ وارو - ٻهت وارو. وڌي حصي وارو - وڌيڪ - گهڻو - جهجهو - زياده - بسيار. ٻڪو - ٻختو.
- ڪَسَرَ ڪَنِدَڻُ ع ڪَسَرُونُ ڪَنِهَڻُ؛ ڪمي پوري ڪرڻ - بقايا وصول ڪرڻ - رهت وٺڻ. حساب ڪتاب پورو ڪرڻ بدلو وٺڻ - التقام وٺڻ - وير وٺڻ - هٿ ڏارڻ. فائدو ڪرڻ - لفعي ۾ وڃڻ - سرسي ٿيڻ - واڌارو ٿيڻ.

● ڪِسۡرِيٰ؛ اسم خاص. نوشيروان عادل بادشاهه جو لقب. فارس (عجم) جي بادشاهن جو لقب.

● ڪَسِراتو (ٿ)؛ ذ. ٿورو آلو - آلپرو - وَتُ وارو.

● ڪَسۡرَتَ ع ڪَسۡرَتُونُ؛ ث. (ع. ڪَسَرِ = ڀاڃَ) ورزش - روزانو آٿ ويهه. مشق - مهارت - ربط. آپياس. آزمودو - آزمائش - پريکشا - امتحان. شڪستگي. نفس کي ماري مات ڪرڻ واري حالت. پيچڻ يا ٻرزا ٻرزا ڪرڻ واري حالت. پهلواني - بهادري - دليري - وِيرتا. جهجهائي - گهڻائي - اڪثريت - زيادتي. مرض جو عارضو (ت). ڀاڃَ - شڪستگي - ٽُڪر.
- ڪَسۡرَتَ ڪَرَڻُ؛ ورزش ڪرڻ. رياضت ڪرڻ - عبادت ڪرڻ - بندگي ڪرڻ. پهلواني ڪرڻ - بهادري ڪرڻ - دليري ڏيکارڻ. مشق ڪرڻ - ربط ڪرڻ - آپياس ڪرڻ - محاورو ڪرڻ.

● ڪُسْرڏُ ۽ ڪُسْرَڏَ (ت): ذ. صفت. ٻڪو- ڪنجوس- شوم- موذي- بخيل- چمچوس- مرچوٽ.

- ڪُسْرڏَڻُ: مصدر. ڪنجوسائي ڪرڻ- شومائي ڪرڻ- مرچوائي ڪرڻ- بخيل ٿيڻ.

● ڪَسرڪَتُ: دل جي ڪس- چڙ- غصو- رنج- ناراضگي.

● ڪِسِرُڪِيُ ۽ ڪِسِرُڪِيُونُ (ل): ث. سون جو ٿلهو سوراخدار مڻيو- سون جو ٽنگ وارو موتي.

● ڪَسَرَڻُ (ت): مصدر. وڙهڻ- جهيڙو ڪرڻ- لڙائي ڪرڻ- جنگ ڪرڻ.

- ڪَسَرِجَڻُ: مصدر. وڙهڻ- ڪَسَرَڻُ.

● ڪُسَرو ۽ ڪُسَرَا (ڪ): ڌ. صفت. ڪسارو- ڪارو- ڪوڙاڻ مائل. بي عادتو- بي ڍلڪو- بي لڇڻو- ڪلڇڻو.

● ڪَسَڙُ ۽ ڪَسَڙَ (ل): ڌ. ڍيپر- ڍڳ. ڪک ڪانا- ڪک ٻن- ڪک ڪنڊا.

● ڪُسَڙِيُ (ت): ث. ناچڱائي- اڻهائي- لڳائي- بيماري- ناچڱائي- بي چاڪائي.

● ڪُسڪُ ۽ ڪُسِڪَ: ذ. ٻوري ساپ ڪان ڪڇھ ڪهٽ.

● ڪُسِڪَڻُ: مصدر. ڪپائڻ- رلڳھ ڪرڻ- رڙڪڻ- ڪڙڪڻ- ڪِنجهڻ- ڪرڪڻ- چنگهڻ. وڏيڪ کهر ڪرڻ- کهٽو وٺڻ- ڪِرڪِر ڪرڻ- ناراض ٿيڻ- رنج ٿيڻ- چڙ ڪرڻ- غصي ٿيڻ- ڏمرجڻ بيزار ٿيڻ- ڪاوڙجڻ. ڏک ڪرڻ- ارمان ڪرڻ- افسوس ڪرڻ- هاء هاء ڪرڻ. ڪڇڻ- ڳالهائڻ.

- ڪُسْڪَ ۽ ڪُسْڪُونُ (ت): ث. ڪَڻڪ- ناراضپو- چنگھ- چنگهڪار- رِلڪهَ- رِينگ- رينڪو.

- ڪُسِڪو ۽ ڪُسِڪَا (ت): ڌ. کهڪاءُ- درد- ڏک- ارمان.

● ڪُسَلُ ۽ ڪُسَلَ (ت): ذ. (س. ڪُشَلَ = خيريت). خيريت- چڱيلائي- تندرستي- چاڪائي.

● ڪُسَلِ ڪوٽُ: اسم خاص. ٺٽ ۾ هڪ پٽ جو نالو.

● ڪَسَلِيُ ۽ ڪَسَلِيُونُ: ث. صفت. ٿوري عقل واري- بي سمجھ- ٻوڙڙي- ڪم عقل- موڳي- بي عقل.

● ڪُسُمبُو: ٻنگ سان مشابهت رکندڙ هڪ نشيدار شئي- آمَلُ- آفيم. (اڪثر ٻهادر پين "ٻهادرن جي سرڪي").

● ڪِسِمرو ۽ ڪِسِميرا: ذ. ڪِن- گند- ڪچرو- غلاظت- ٻهر- گند ڪي- مٽل- سر- ٻوسل- آلان- ڪيهر.

● ڪِسِمِرِيُ ۽ ڪِسِمِرِيُونُ (ت): ث. ڳاڙهي مرچ- لال مرچ.

● ڪَسَمَسُولو ۽ ڪَسَمَسُولاَ (ت): ڌ. ڪَهِينُ سان زالائو ريشمي ڪَنجرو- ڪَنجُ.

● ڪَسَنبَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَسُنْبُ (ت): ذ. ڳاريل آفيم- آمَلُ- ڪَسُنْبو- ڪُسُمْبو.

- ڪُسَنْبو ۽ ڪُسَنْبَا: ذ. ڳاريل آفيم- آمل- ڏنڪو. ڪسُنْبُ- ڪُسُمْبو. ڳاڙهو رنگ- ڪهنبو. (ث. ڪُسَنْبِيُ ۽ ڪُسَنْبِيُونُ).

● ڪِسِنِيُ ۽ ڪِسِنِيُونُ (ت): ث. قسمت- نصيب- ڀاڳ- لکيو- تقديرَ.

● ڪَسَنَ ۽ ڪَسَنُونُ (ت): ث. چم جو ڏور (ڪاٺي وغيره جي ٻڌڻ لاءِ).

● ڪَسَڻُ: مصدر (س. ڪَچِ = ٻڌَڻُ. ٻرا. ڪسڻ = ٻڌَڻُ). چڪي ٽاٽ ڪرڻ- چڪڻ- تاڻڻ- ڇڪ ڏيڻ- ساهڻ- ڪشڻ- سٽ ڪَيڻُ. سو کهو ٻڌڻ- مضبوط ڪرڻ- جڪڙڻ. ڏاڍو ڪرڻ. تنگ ڪرڻ- سوڙهو ڪرڻ. لهوڙڻ- زهر ڏيڻ- لچوڙڻ- چِٽَڻُ- چپائڻ (س. ڪش = آزمائڻ). آزمائش ڪرڻ- آزمائڻ- پرکڻ- جاچڻ- واس ڪرڻ- پرکشا وٺڻ- آزمودو وٺڻ- امتحان وٺڻ. ٽامي يا پتل جي ٿانون جو ڪَسُ ڪرڻ- ڪَسجَڻُ (اسم). ٽامي جي زلگ يا ڪَسُ. (س. ڪش = آزمائڻ). ڪسوٽي- پرکڻو.

● کُسَڻُ: مصدر. (سن. کَش = مارڻ). ذبح ٿيڻ - کُسجڻُ - قتل ٿيڻ - خون ٿيڻ - گهات ٿيڻ - شهيد ٿيڻ - حلال ٿيڻ - تکبير پوڻ - ڪند تي ڪاتي پوڻ - مرڻ - وڍجڻ. قبول پوڻ (ت).

● کَسِڻُو ع کَسِڻا: ذ. کَشڻو - ڇمڪي - وَڍي - کش - ڏورُ - ٽنو - کَسڻُ - ڪشو - تسمو - رَسي. چمڙي جي پٽي (حجامن وٽ هاڪي تيز ڪرڻ لاءِ) کَنبيلُ (ت).

● کَسِڻِي ع کَسِڻيُون: ث. کَسَ - زَنگُ - کَٽَ - زنگار.

● کَسِڻِيون ع کَسِڻيا: ذ. زالي ڪنجري يا جهڙي جي پوهان پڏڻ جو ڏاڪو - ڪشو - تسمو.

● کَسو ع کَسا: ذ. صفت اوڻو - گهٽ - اڻ پورو - ٿورو - کُٽَلُ - ڪَمَتَرُ - ڪَمُ - ناقص - ناڪمل - ڪمتي - تور ۾ گهٽ - وزن ۾ گهٽ. ٿيرسو - مَٺو - ڪوڙو - کُوڙو - جوڙو - آسَتُ - مِلاوتي. زنگ. کَس - کَٽ (ڪ). (ث. کَسِي ع کَسِيُون).

- کَسانِي ٿڪائي: گهاٽي واڌي - اوڻائي پوڻائي. ڏک - ک - رنج راحت - ڏک سُک - آس چالُوَ. جهڙو فساد.

- کَسو ٿڪو ٿيڻُ: گهٽ وڌ ٿيڻ - اوڻو پوڻو ٿيڻ. پاڻ ۾ وڙهڻ - ڏنڊ ڏيڻ - جهيڙو ڪرڻ - فساد ڪرڻ.

- کَسو ڪاٺو: گهٽ وَڌَ - لاڳو ڪالبو - ڪَمُ بيشُ. جهڙو تهڙو - ساد وسود و - اپرو سپرو.

- کَسو ڪرڻُ: لڄي ڪرڻ - ٺڪو ڪرڻ - شرمنده ڪرڻ - شرمسار ڪرڻ.

● کِسُوتَ (ت): ث. لباسُ - پوشاڪَ.

● کَسُوتِيرو ع کَسوتيرا (ت): ذ. کسو - گهٽ - اوڻو. اپرو - سادو.

● کَسُوتِيري ع کَسوتيريُون: ث ٿوري آلي شئي - گهيمَل - آلپري - وٽ واري - آڌوڪي.

● کَسِيو ٽو (ت): ذ. ڪَهڪاءُ - ڏکُ - ارسانُ - درد - ايذاءُ - ڏکُ. انتقامُ - بدلو. دشمني - وير - عداوت - بُغض.

- کَسِيو ٽو اچڻُ: ڪهڪاءُ اچڻ - درد ٿيڻ. انتقام وٺڻ - بدلو چُڪائڻ.

● کَسَوٽِي ع کَسَو ٽِيُون: (سن. کَسَته = کَسو ٽِي). سون پرکڻ جو پٿر يا روهي - سونارڪو اوزارُ. پرک - معيار - جاچ - آزمائش - امتحان - ڪَهُ - پَريکيا - پَريکشا - آزمودو.

● کَسوري: اسم خاص راڳ جي هڪ سُرَ جو نالو.

● کُسُوسَ ع کُسُوسُونُ: ث. جلدائي - چوٽ - سِکهه - سِکهائي - ڦڙتائي - تکوائي - شتابي - چِٽڪي - تيزي - تکڙ اُٻهرائي - تيز رفتاري - هَٿير پَٽر - رفتار - چال.

● کُسومِي ع کُسُوميُون: ث. کيهَرَ - سيڙپ - دير - سِلاول - گبل - ٻِل - ڍرائي - ڪِنُ - سُسُتي - گهيلائي - ڇيرڪ - اوٻر - اوٻل اوسيڙو. اوٽائي - درڪار - ڪوٽ - سوس - قلت - کس - هٺي - ڪوٽي - اٺاٽ - لاٽ - گهاٽي - ڪمي - (پاڻيءَ جي) کاٻٽ - ڪوتاهي - گهٽتائي.

● کُسُوفُ ع کُسُوفَ: ذ. (ع. کُسُوف = سج گرهڻ) سج گرهڻ.

● کُسُومَت ع کُسُومَتُون: ث. (ع. خُصومت = دشمني) دُشمني - عداوت - بُغضُ - ويرُ. ڪَوڙ - چڙ - ناراضگي - غصو - جوش.

- کُسُومَتيو ع کُسُومَتيا: ذ. صفت. دشمن - ويري - عَداوتي - ڏچڻ. ڪاوڙيل - چيڙڪُ - ناراض.

● کَسُونبو ع کَسونبا (ت): ذ. آفيم - آمَلُ - ڏڪو - کُسُمبو - کُسُنبو. پيڙين جي تماڪ جو هڪ قسم. نشو (ت).

- کَسُونبي: ذ. صفت. آفيمي - آملي - آفيم جو متوالي. نشائي - خماريل - نشئي.

● کَسُولَڻُ (ت): مصدر. ڏوتي يا سٺي چيلهه جي وراڪي ۾ پڏڻ - ڏوتيءَ جو پلاند چڪي چيلهه ۾ پڏڻ.

● کَسُوڻاتُ ۽ کَسُوڻاتُون (ت)؛ ث. خراب ٿيل اڻاوڙ- کنو اڻاوڙ.

● کَسُبتائِ (ت)؛ ث. ڪچي پار ڪرڻ واري حالت- ڪَنهائي.

● کَسي ۽ کَسيُون؛ ث. (سن. ڪاسار > کَرشُو= لنڊي واهي). پاڻيءَ جي سوڙهي لنڊي واهي- آڏ- واهڙ- ڪاهي- چري- واتر- نالو- ناليِ. موري- موڪ. صفت. گهٽ- ڏوري.

● کِسِي ۽ کِسِيُون: ث. (پرا: کَسترَ= هڪ قسم جي مڇي). کاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم. (ڇلرن سان، کائڻ ۾ لذيذ، قد ٣ کان ٦ انچ يا فوٽ تائين). ڪنڊي جي ٽُڙَ جي اندرين پڪل ڪاري ڪالي- ڪِرپِي. (ل).

● کَسيڻتَ ۽ کَسيڻتُون (ت)؛ ث. ساهه جي ڇِڪَ.

● کِسيپائي ۽ کِسيپائيُون؛ ث. سوسُ- ڪجوسائي- مرچوڻائي- شومائي- پڪائي- سيٺ- پڪيلي- سُٺ پيئڙ- تير ٽڪلو- ڏڪ ڏيڻ.

● کَسير؛ ذ. اسم خاص. هڪ قسم جو جبل جو وڻ، جنهن جا پير ماڻهو کائين.

● کَسيڙو ۽ کَسيڙا؛ ذ. پٺي جو چوٿون حصو- ٿور ۾ تولي جو چوٿون حصو. (صفت). ڪجهه گهٽ. (اسم خاص). تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

- کَسيڙا معافُ ڏيڻُ؛ هلڪا ڏوهه گناهه معاف ڏيڻ.

- کَسيڙڪُ ۽ کَسيڙکَ (ل)؛ ذ. صفت. ڪسيري جي برابر- ڪسيري جو- بي عزت- لچُ- ڪمينو- گهٽ ذات- بي آبرو- رذيل- ذليل- ڪميڻو- خسيس- ڪمذات. آواره- بد چال. ڪسيرا گهڻي وڻندڙ. (ث. کَسيرڪ ۽ کَسيرڪُون).

- کَسيڙِي جوُ ڪَرڻُ؛ بي عزتو ڪرڻ- بي مانو ڪرڻ- خراب خوار ڪرڻ- پرشٽ ڪرڻ- ترڪار ڪرڻ- بڇڙو ڪرڻ- ذليل ڪرڻ- رذيل ڪرڻ- رُسوا ڪرڻ.

- کَسيڙِي جوُ ڪَرُ؛ فُضول ڪم- بي عزتي جهڙو ڪم- ذليل ڪم- اجايو ڪم. رواجي ڪم- معمولي ڪم.

● کَسيڻسَ ۽ کَسيڻسُون > کَسيڻسانُ؛ ث. ڪشش- ڇِڪَ- تالڪهه- تاڻَ- سَٽَ. ”وڏهندي سيرُ و پرڏين ڪوڏ کَسيسان ڏي“ (ڏول مارئي). جوش- ناراضگي- غصو- ڪاوڙ (ت). دَم ڪشي (ت). سورُ- ڏکُ- تڪليف (ل). ”ويچاري پڪري کَسيسُون پئي کائي ڪُهي چڏ پوس“ (جملو).

● کَسيڻو ۽ کَسيڻا (ت): ذ. پالهن ۾ پائڻ لاءِ چمڙي مان ٺهيل ڇوڙي.

● کَشَ ۽ کَشُون (ت)؛ ث. سَٽُ- طاقت- جوهرُ عرق- لچوڙ. جَوَن جو پاڻي.

● کَشُ ۽ کَشَ: ذ. آٽ يا ڪهڙي جي تنگ ڇڪڻ لاءِ چمَ جو سنهو ۽ ڊگهو پٽو- کَسِٽو- ڪشٽو- چڪي- چم جي ودي- ڪشو- تسمو- دُوالُ- سيٽُ- ورت. چمڙي جي پٽي (حجامن جي اوزارن تکي ڪرڻ لاءِ). اردلي- نوڪر- نفرُ- مُلازم- شيواداري- خدمتي- چاڪر- خدمتگار- ٽهليو- ايلچي. تابعدار- بندو- تابيدو- هٿ وسيڪو- جوڳو- پالهو- داس- تابع ۾ (ماڻهو) پاليانو ڪاڻو- پنڙو- چبو- سنهو- هلڪو. ڦوڪ- وَزم- سوٽو- دَمُ- ڪشو. پالهن جي هيٺان وارو هنڌ- بَغلُ. سيڻو- ڇاتي. ڪَر- ڇيله. وڇونءَ جو هڪ قسم. سوپيري (ڪ) (اسم خاص). هڪ شهر جو نالو.

- کَشُ ٻَڌڻُ: تنگ قابو ڪرڻ.

- کَشُ پَرَڻُ؛ تنگ قابو ڪرڻ. ڦوڪ پرڻ- وزم پرڻ- سوٽو هڻڻ.

- هِکشُ ڇِڪڻُ؛ تنگ قابو ڪرڻ. وزم پرڻ- ڦُوڪ ڪيڏڻ- سوٽو هڻڻ- دم هڻڻ- ڪشو ڪيڏڻ.

- کَشُ رَکَڻُ؛ هٿ ٺوڪي رکڻ (ت).

- کَشُ کَيڏَڻُ؛ (چلم وغيره مان) ڦُوڪ ڪيڏڻ- وزم ڪيڏڻ- سوٽو هڻڻ- دَمُ هڻڻ.

● ڪُشُ ¤ ڪُشَ ؛ ذ. صفت. (ف). مارينڊڙ- هلاڪ ڪندڙ- ڪهاتي- خوني- مارو- ڪومُ ڪندڙ- قتل ڪندڙ- قاتل.

● ڪُشا ¤ ڪُشا ؛ ذ. صفت. ڇڏائيندڙ- کوليندڙ- شروعات ڪندڙ (کولڻ جي). جيئن ته: "مشڪل ڪُشا = مشڪلاتن کان ڇڏائيندڙ". آزادي - لڇات - ڇوٽڪارو - رهائي - خلاصي - رِها. ٿيڻ-واڳ. جيئن ته؛ "دل ڪُشا = وڏي دِل".

● ڪُشادو ¤ ڪُشادا؛ ذ. صفت. (ف. ڪشاده = ويڪرو) ويڪرو- موڪرو- کلاصو- آڇيل- کُليل- ٽڙيل- وسيع- فراخ- ڇوڙو- گنجائشي. آزاد- بنا مشغولي (وقت).

– ڪُشادائِ ¤ ڪُشا-ائون؛ ث. ڪُشادائي- موڪرائي- ويڪرائي- ويڪر- ڇوڙائي- ويڪراڻ- ويڪر- موڪر- ٻيٽ- موڪرڻ- ڪُشادگي- کلاصگي- ٻرُ- کُلاصائي- فراخي- وسعت.

– ڪشادائي ¤ ڪُشادائيون؛ ث. ڏسو ڪُشاداڻ.

– ڪُشادِ ڪِي ¤ ڪُشادِ ڪِيون؛ ث. ويڪراڻ- ويڪرائي - فراخي - وسعت - ڪُشاداڻِ - ڪُشادائي.

– ڪُشادي پيشاني ٿِيڻ: وڏي دِل ٿيڻ- فراخ دِل ٿيڻ- خيالن ۾ وسعت پيدا ٿيڻ - بغض ۽ تعصب هليو وڃڻ.

● ڪَشالُ (ڪ): ذ. صفت. ٻُر- پريال- ٽمٽار- چِڪارُ. محبتي- اخلاص مَنْدُ. ڪشالا- تڪليفون- ڏک ڏاڪڙا (ڇچل ۱۷).

● ڪَشالو ¤ ڪَشالا ؛ ذ. سخت پورهيو- تڪليف- ٽپوڙ- محنت- ڪَهَ- مشڪلات- تصديع- درد سري- دِقت- ڇاڪوڙو- ڇان ماري- هَلاڪي- پريشاني- وياڪلتا- متا ماري- ڏاڪڙو- ڇاڪوڙو- بي آرامي - زحمت - آزار - جنجالُ- آهنجُ- ڏُنجُ- ايذاءُ. سوڪ- دک- رنج- ڪشٽ- سُورُ- ڏُکُ- مشڪل. ڪوشش- سعيو- آدر- اورچائي. تنگي- افلاس- سُڃائي- پينگيائي- ڪوٽ- پئسي جي آٿاٽ.

– ڪشالو سِرَ تي ڪَٽڻُ: ڏک ڏاڪڙا مٿي تي ڪٽڻ- هزارين تڪليفون برداشت ڪرڻ- مصيبتن کي منهن ڏيڻ لاءِ مڙس ٿي بيهڻ- ڇان ماري سَهَڻُ.

– ڪَشالو ڪَڍڻُ؛ تڪليف سهڻ- مصيبت برداشت ڪرڻ- مشڪلات کي منهن ڏيڻ- ڇاڪوڙا سهڻ.

● ڪِشتو ¤ ڪِشتا؛ ذ. هڪ زهريلي دريائي ناريل جو ڪوکو يا ٻيتو- گداگرن جي ٻيڻ جو ٿانءُ- ڪِستو- جَنبِيل- زَنبِيل- ڪچڪول.

– ڪِشتي ۾ ڪَٿا؛ باقي حياتي جا رهيل ڏينهن- پويان ڏينهن- آخرين ساهَ.

● ڪُشتو ¤ ڪُشتا؛ ذ. (ف. ڪُشتہ = ڪُٺل). طاقت جي دوا جو هڪ قسم- ڪنهن به ڌاتوءَ کي ماري آن مان ٺاهيل طاقت جي دوا- ماريل ڌاتو- ڦلايل ڌاتو- طاقت جي دوا- طاقت واري خوراڪ- ڪُشته- ڪَٽُ- خاڪو. قتل ڪيل- ذبح ڪيل- ڪُٺلُ- ماريلُ- فنا ڪيلُ. ساڙيل- جَلا يلُ- ڀَسمُ ڪيلُ- ٻار يلُ.

– ڪُشتو ڪَرَڻُ؛ اڪسير بنائڻ- ڌاتو ڦلائڻ- خاڪو ٺاهڻ- ڪَٽُ تيار ڪرڻ.

● ڪِشتوارُ ¤ ڪِشتوارَ؛ ذ. حصي رسيد- هڪ ئي ٻنيان ٻنيوار- ڀاڱن سارو. زمين جي ورهاست.

● ڪِشتي ¤ ڪِشتيون؛ ث. (ف. ڪِشتي = ٻيڙي) ٻيڙي- ٻتيلو- ٻيڙي- ڪَنار- هوڙي- سفينو- لانچ- ڊونڊي.

– ڪِشتي بازي ¤ ڪِشتي بازيون؛ ث. ٻيڙين ٻڌائڻ جي شرط- ريس - ڊوڙ - ٻاج. ٻيڙين ٻڌائڻ واري راند.

– ڪِشتيبانُ ¤ ڪِشتيبانَ ؛ ذ ٻيڙي وارو- ٻيڙي هلائيندڙ- ناکئي- ڪپتانُ- نا خُدا- ناکئو- ملاحُ- ناکئونُ- ٻيڙي واهڻو. معلم- هادي- اڳواڻ- رهبر- مولهون- پيشوا- مهندارُ.

● ڪُشتِي ع ڪُشتِيُون: ث. (ف). زور آزمائي - پهلوانيءَ جو هُنر - ٻن پهلوانن جو لَڪُرُ - لڙائي - ويڙهه - مَلهه. رالد جو هڪ قسم. شراب جو پيالو. درياءَ جي ٻيڙي.

- ڪُشتِي ڪَمائِڻُ: ملهه وڙهڻ - زور آزمائي ڪرڻ - پهلواني ڏيکارڻ.

● ڪَشٽُ ع ڪَشٽَ؛ ذ. (س. ڪشٽ = تڪليف). تڪليف - مصيبت - هاڃون - جفا - آهدا - ڏاڪڙو - ڄاڪوڙو - آفت - بلا - سختي - آزار - ايذا - پيڙهه - عذاب - ايذاءُ - سور - ڪليش - ويدن - درد - شڪست خوري. ڏک - رنج - شوڪ - درگتي - ڳرو ڏک - برو حال. ڪمبختي - ڏولو - ڏولائو - ليا ڳپ - شامت - بُرائي - بدبختي. ظلم - ڏاڍ - زوري - زبردستي - ويرُ - ڪينو - بغض. عيب - ڏوهه - گناهه. مرض - بيماري - روڳ - ڪهري - ڪُنيرائي - ڏوارُ.

- ڪَشٽي: ذ. صفت. مصيبت زده - تڪليف ۾ - سختي ۾ - آزار ۾. بيمار - مريض.

● ڪَشِش ع ڪَشَشُون؛ ث. (ف. ڪشيدن = ڇڪڻ). ڇڪ - آڪرش - ڇاڻ - ڪاليو - تانگهه - آڪير - يادگيرو. ليت - لاڙو - رغبت - جهڪاءُ - رخ - لاهُه - چاههُ - چاتي - خيال. محبت - پيار - سڪ - آلفت - موهه - عشق.

- ڪَشِشُ اِتصالَ؛ ث. ميلُ - ميلاپ - سنجوڳ - همبستري - جماع.

- ڪَشِشُ ثِقلُ؛ ڌرتيءَ ۾ ٻين شين جي وچواري ڇڪ - ڪشش مرڪز.

- ڪَشِشُ ڪِيمِيائِي؛ ث. ٻن شين جو پاڻ ۾ ملي ٽين شيءِ ٺهڻ واري قوت. رَسائِني شين جي ڇڪ.

- ڪَشِشُ مَقناطِيسِي؛ ث. پٿر جي لوهه کي پاڻ ڏي ڇڪڻ واري قوت - چقمقي ڇڪ.

● ڪَشفُ ع ڪَشفَ: ذ. (ع). لسان غيب - الهام - بشارت - آڪاش واڻي - ديوواڻي. ڳجهه جي ڄاڻ - رازجي بروز - الدرجي معلومات. معجزو - ڪرامت. ظهور - انڪشاف - اظهار - تصريح - تفسير - تشريح - شرح - کولي ظاهر ڪرڻ واري حالت. پردي ٻري ڪرڻ واري حالت.

● ڪَشڪَ ع ڪَشڪَ؛ ذ. اٽ جي پلاڻ کي ڪتبن سان قابو ٻڌڻ لاءِ هڪ رسو. (ث. ڪشڪَ ع ڪشڪُون).

● ڪِشڪاءُ ع ڪِشڪاءَ (ڪ)؛ ذ. کهڪاءُ - ايذاءُ. پرواهه - خيال - سالڪو.

● ڪُشڪڻُ؛ مصدر. چوڻ - چِٽڻُ - ڳالهائڻ - آتڻ - ڪهڻُ - رتڻ - ڪڇڻ - آکڻ - ڳڙهڻ - چانگارڻ - ٻولڻ - ڳالهه ٻولهه ڪرڻ. ٽڪڻ - جهڪڻ - ٻيهڻ. ڪنڪڻ - رنگڻ - چنگهڻ - دالهن ڪرڻ - رڙ ڪرڻ. (ڪ).

● ڪَشڪولُ ع ڪَشڪولَ؛ ذ. فقير جي ٻنڻ جو ٺانءُ - زَنبيلُ - ڪيسو - ڪِشتو. فقيرن جو گڏ ڪيل ڪاڏو (هر قسم جو هجي) - ڪَچڪولُ

● ڪَشلَتَ ع ڪَشلَتُون (ت)؛ ث. تدبير - صلاح - حڪمت - انڪل - مشوره - مصلحت - رٿ - تجويز.

● ڪَشلَتيو ع ڪَشلَتيا؛ ذ. صفت. صلاحڪار - صلاحي - انڪلي - مصلحتي - حڪيم.

● ڪِشمِشُ؛ ث (ف) سڪل انگور يا ڊاک. ول جو هڪ قسم. (انگ. Raisnis).

- ڪِشمِشِي؛ ذ. سڪل ڊاک مان ٺهيل سنڌ جو ديسي شراب - انگوري شراب.

● ڪَشمَڪَش ع ڪَشمَڪَشُون؛ ث. ڇڪتاڻ - ريڙهه پيڙهه - گهل گينداڙ - ڇڪڇڪاڻ - ڪشيدگي. مونجهارو - ڳڙٻڙ - گهمسان - لُڙ - رولو - واڙائي - پائيتال - ڦڪڙو - گهمگوڙ - ڏوڪ ڏوڪاڻ - ڏبڙ ڏولس - ٺيلهه ٺبهان. ڪلهي ڪس. پس وپيش. مشڪلات - ڏکيائي - هلاڪي - دقت - ڄاڪوڙو. لڙائي - جهڙو - جهڳڙو - رڳڙو - ٽنٽو - فساد - دنگو - ڦڏو.

● ڪَشمِيرُ؛ اسم خاص. هڪ ملڪ جو نالو. (صفت). سرسبز - شاداب - هريو ڀريو - سائو. "ملڪ ته ڪشمير اڳو هو آهي". (جملو).

● ڪَشْميرُو ۽ ڪَشْميرا: ذ. سُٽ ۽ اُن مان ٺهيل ٿلهو ۽ گهٽ درجي واري ڪپڙي جو هڪ قسم - (ڪشمير ۾ غريبن لاءِ تيار ڪيو ويندو هو ۽ رکيو اتي جي ضرورتن لاءِ مخصوص هو، ان ڪري عام اصطلاح ۾ ڪشميرو ڪوٺجڻ ۾ آيو). پرت پرڻ جو رلڪين پٽ جو ڌاڳو.

● ڪَشْنِيزُ؛ ذ (ف). ساوا ڌاڻا - ڪوٿمير.

● ڪَشَڻَ ۽ ڪَشَڻُون (ل)؛ ث. پاڪڙي ڪي آڻ مان مضبوط ٻڌڻ لاءِ رسي - نوڙي. پَنهر - سبلهي.

● ڪَشَڻُ: مصدر. (سن. ڪرش. ف. ڪشيدن = چِڪَڻُ > پرا. ڪَس = ٻڌڻ) چڪڻ - ٽاٽ = رڻ. چِڪي ٻڌڻ - تنگ ڪرڻ - سوڙهو ڪرڻ. ڪَسَڻُ - سُڪَ ٻڌڻ - تاڻڻ - ڪنچڻ - چِڪَ ڏيڻ - سٽ ڪيڻ. زور ڏيڻ - پيڙو ڏيڻ - لچوڙڻ - چِپوڙڻ - چپاٽڻ - دَبُ ڏيڻ - دَٻڻ. ڏاڍو ڪرڻ. مضبوط ڪرڻ - سوکهو ڪرڻ. رکڙڻ - گِهلَڻُ ٻڌ ڪرڻ - ٽڪو هڻڻ. وهٽ هڪلڻ يا ڪاهڻ - وهٽ پچاڙڻ

- ڪَشِي ٻڌڻُ؛ چِڪي ٻڌڻ - ٻلائتو ٻڌڻ - زور ڏيئي ٻڌڻ - سوکهو ٻڌڻ - مضبوطي سان ٻڌڻ - چڪڙڻ.

● ڪشڻو ۽ ڪشڻا؛ ذ. آڻ جي غاشيہ (ڪاشي) کي قابو ڪرڻ لاءِ سٽ يا چمڙي جي ڏوري يا وَڌِي. ڪَهُ - ڪَسڻو - تنگ - وادِ - چمڪي - تسمو - ڪَشو - دوالُ - سيٽَ - پاڻڌو.

- ڪَشْڻِي ۽ ڪَشِڻِيُون؛ ث. گڏهه جي ٻڌڻ جي ڏوري - ٻَنهڙُ - ڪُشَڻ - سيلهيُ.

● ڪَشو ۽ ڪَشا؛ ذ. سُٽَ يا چڙي جو سنهو ڌاڳو. ٻنو - ٻَنڌُ (ڍهل وغيره لاءِ) - ڪَشڻو. ٻُوٽَ جو ڌاڳو - ڪَنهِيُ - تسمُو. ٻير وغيره جي وڻ مان مال لاءِ چاٽي (سٽي) ڪَٽيِ ٻَل ٻَنَ (ڪ).

● ڪِشورُ ۽ ڪِشورَ؛ ذ. ڇوڪَرُ - لينڪرُ - ڇوڪِرو - ٻالڪُ - ٻارُ. (صفت). لاسِارُ - لاسِرُ ٻاتُ - لسڙو - پورَلُ - ڪُمارُ. ڪُيرو - جُوانُ. (اسم خاص). هڪ ملڪ يا وِلايت جو نالو.

- ڪِشورِ آوستِا ۽ ڪِشتورِ آوستائُون؛ ث. صغيري - ٻچپڻ - ٻالڪ آوستا - ٻالپڻو - ننڍپڻ - نابالغي - معصوميتَ - معصومي.

● ڪَشُوغُ ۽ ڪَشُوغَ (ل)؛ ذ. ڪچي گهر جي ٻاسي وارين ڏرين کي (هوا جي صدمي کان بچائڻ لاءِ) ٻڌل ڌاڳو.

● ڪَشُولُ ۽ ڪَشُولَ (ل)؛ ذ. ڪاٺ جو سوٺو - سُونهڻ.

● ڪَشُهُوغُ ۽ ڪَشْهُوغَ (ل): ذ. هڪ ڌاڳو جو پکهي اڏڻ وقت ٻڌندا آهن) - ڪَشَوغُ.

● ڪَشِيِنْتُ ۽ ڪَشِيِنْتُون (ت)؛ ث. هڪ بيماري جو نالو - دِرمِ ڪَشيُ.

● ڪَشِيِدْگِي ۽ ڪَشِيِدْگِيُون؛ ث. (ف). ڇڪتاڻِ - ڪشمڪشِ - کِهِلَ کِينداڙَ. نفرت - حقارتَ - ڏَڪارَ. اٻٽ - ڪُلفت - رکڙو - فساد - جهڙو - جهگڙو.

● ڪَشِيلُ ۽ ڪَشِيلَ: ذ. صفت. آزمايَلُ - هرڪِيَلُ - تجربيڪار - تجربيدارُ - آزمود گارُ. هِريَلُ - عادتي. ٻلائڻل - تيار ڪيل - جوٽيل - ٻَڌلُ - منبرايَلُ (وهٽ).

● ڪشِينگ ۽ ڪِشِينگ (ڪ)؛ ذ. ٻلاڻَ سِبڻ جو سُوٺو.

● ڪَعَبُ ۽ ڪَعَبَ؛ ذ. ٺهرو ٻور وچوٽ ٻاسو جنهن جي وڪرائي، ڊگهائي ۽ ٿلهائي هڪ جيتري هجي (ٻشماشي ڪتابُ ٦٥). ٽين سگهه - گهنُ.

- ڪَعَبُ مَاپُ؛ چَهه ٻاسي ماپَ.

● ڪَعْبو ۽ ڪعبا؛ ذ. (ع. ڪعبہ = الله جو گهرُ) بيت الله جو نالو - بيت الحرام - قبلو - خدا جو گهرُ (مڪي ۾). نماز ۾ سجدي وارو طرف - ٻُلند.

- ڪَعْبو ڊاهڻ: محبت ۾ گهاري وجهڻ - عشق ۾ رُخنو وِجهڻ - دل ٽوڙڻ.

● ڪَفَ ۽ ڪَفُون: ث. (سن. ڪُفَ = ڪَفَ) ٿيڻُ - ڳَجيُ - جهڳَ - کِفُ - ٻِڪَ - ٽُڪَ - بلغم - ٿيٺي - لبَ - اوڳاڙَ. بدِن جي ٽن موادن مان هڪ - خِلط - رُطوبتَ - چاٺو. ساهه ڪڍڻ ۾ ڪالکهاري ٻيل آوازُ - بلغمي آوازُ (ٽ).

● كَفُ ع كَفَ؛ ذ. (انگ) قميص جي
ٻانهن جو ڇيڙو ـ ڪَفو. ڪالرُ.
● ڪُفُ ع ڪُف (ت)؛ ذ. خاندان ـ گهرائو ـ
ذات ـ قبيلو ـ ڪُٽنبُ.
ـ ڪُفَ ۾؛ قبيلي ۾ ـ خاندان ۾.
● ڪِفاتَ ع ڪِفاتُون؛ ڪفايتَ ـ صَرفو ـ
ڪوڙ ـ سانگ صرفو ـ قناعِتَ ـ ڪم خرچي ـ بچت.
فائدو ـ لابُ ـ لفعو ـ آهت ـ راحت ـ ڪَسَر ـ ڪَٽيو
وَٽپُ. بچت سَچت ـ ميڙي چُولڊي ـ اوگهه سوگهه.
● ڪُفارُ ع ڪُفارَ: ذ. (ع. جمع آهي
”ڪافِرُ“ جو) خدا جو مُنڪر ـ مَلعُون ـ
دين کان ڦريل ـ بي دين ـ ڪافَرُ ـ او شواسي ـ
اڻ مڃيندڙ (خدا کي) مُلحدُ ـ خدا جي خدائيءَ
کان ڦِريل ـ خدا کي نہ مڃيندڙ.
● ڪَفارَتَ ع ڪَفارَتُون؛ ث. (ع. ڪفاره
= ڇوٽڪارو) گناهن جو بدلو. ڪَفارو ـ
گنهگاري ـ پراشچت ـ ڀُنَهَ ڇُرڻ ـ پڇتاءُ ـ توبهه ـ
شُدي. ڇوٽڪارو. لڇات ـ رِهائي ـ آزادي.
● ڪَفارو ع ڪَفارا: ذ. (ع). گناهن کي
لڪائڻ وارو ـ گناهن کي ڌوئيندڙ. شريعت ۾
گناهن جو عيوضو ـ خطا جو بدلو. گناهن دفع
ڪرڻ جو وسيلو ـ ڪَفارت ـ گنهگاري ـ پڇتاءُ ـ
توبهه. ڇَٽِي ـ ڏنڊ ـ تاوانُ ـ عيوضو ـ سزا.
ـ ڪَفارو ڏِيڻُ؛ گناهن جو بدلو ڏيڻ.
● ڪِفالَتَ ع ڪِفالَتُون (ت): ث. رضا ـ
رضامندگيري ـ خوشنودي ـ مرضي ـ خواهش ـ ڪفيل
● ڪِفائِتَ ع ڪِفائِتُون؛ ث. (ع. ڪفايت
= صرفو) صرفو ـ ڪوڙ ـ ڪِفايت ـ قِناعت ـ
سانگ صرفو ـ ڪم خرچي. بچت ـ ميڙي چولڊي.
ـ ڪِفائِتِي ع ڪِفائِتِي؛ ذ. صفت. سنجمي ـ
صرفائي ـ ٿورخرچو ـ قِناعتي ـ ڪم خرچ. سهالڪو ـ
سستو. (ظرف). هلڪو ـ ڪِين جهڙو.
● ڪِفايتَ ع ڪِفايتُون؛ ث. (ع. ڪفايت
= صرفو) ڪافي هجڻ واري حالت ـ پوري هجڻ
واري حالت ـ بس هجڻ واري حالت. پورو مقدار ـ
حسب ضرورت. ڪَمي ـ ڪم خرچي ـ ٿوري مان
پوراءُ ڪرڻ واري حالت ـ ڪفائت ـ قناعت.
ضامن ٿيڻ واري حالت.
ـ ڪِفايتَ شِعارُ ع ڪفايت شِعارَ؛ ذ.
صفت. گهٽ خرچ ڪندڙ ڪم خرچ ـ ڪفايتي ـ
قِناعتي ـ ڪفائتي. ٿوري گهڻي تي راضي ٿيندڙ ـ
سانگ صرفي وارو.
ـ ڪِفايتَ شِعارِيُ: ث. ڪم خرچي ـ گهٽ
خرچ ڪرڻ جي عادت ـ ڪفايت ـ ڪِفائت ـ
قناعت ـ سانگ صرفو ـ ٿور خرچي.
ـ ڪِفايتِي ع ڪِفايتِي؛ ذ. صفت. ڪفايت
شِعار ـ ٿورو خرچ ڪندڙ ـ قناعتي ـ ڪفايت
شِعار.
● ڪُفْرُ ع ڪُفْرَ: ذ. (ع). خدا جي ذات ۽
صفات ۾ ٻيو شريڪ ڪرڻ واري حالت ـ الحاد ـ
ناشڪري ـ بي ديني ـ دهريت ـ ملعوني ـ نامڪي ـ
ملحدي ـ منڪري ڪوڙين ڳالهين کي سچو سمجهڻ
واري حالت. ضد ـ هَٺُ ـ ڦَنڊ ـ حُجت ـ رَڏ ي ـ
ٽيسو. اڙ ـ اڙتي ـ آڏ.
ـ ڪُفْرانُ ع ڪُفْرانُ؛ ذ. بي شڪري ـ
ڪرتگهني. ڪفر ڪرڻ واري حالت ـ ڪُفر.
ـ ڪُفْرُ بَڪڻُ؛ خدا جي خدائيءَ کي نہ
مڃڻ ـ دين اسلام جي خلاف چوڻ ـ ملحدانہ گفتگو
ڪرڻ ـ منڪريءَ جون ڳالهيون ڪرڻ ـ اسلام کان
برخلاف ڳالهيون ڪرڻ ـ ناجائز ڳالهيون ڪرڻ ـ
بي دينن جهڙيون ڳالهيون ڪرڻ ـ الله تعاليٰ جي
باري ۾ بدشد بڪڻ.
ـ ڪُفْرَ جِيُ سِياهِيُ ڪَٽُ ٿِيَڻُ؛ جهالت
دُور ٿيڻ ـ هدايت حاصل ٿيڻ اسلام جو ظهور ٿيڻ ـ
باطل کي شڪست پهچڻ ـ حق جي فتح ٿيڻ.
● ڪَفْشُ: ث. (ف). جُتي ـ ڪِرڪنو ـ پاڻ ر ـ
موچڙو ـ جوڙو ـ پاپوش ـ نعلين.
● ڪَفْگيِرُ ع ڪَفْگيِرَ: ذ (س. ڪَرُپ =
جهلڻُ). لوهہ جي ڏوئي ـ ڪَهڪيرُ ـ ڪيوڙو ـ
ڇڃو ـ وڏنو ـ ڏونيلو ـ ڪشڪو ـ ڪميوي ـ
ڪڙڇُ ـ ڪانو ـ ڪَرُپَ (لوهہ جي ڦر ۽ ڪاٺ
جي هٿي سان).

● ڪَفَنُ ۽ ڪَفَنَ : ذ. (ع. ڪَفَنُ = پوشُ). لاش ڍڪڻ جو ڪپڙو- مُڙدي کي ويڙهڻ جو ڪپڙو- جوڙي پوتي- جنازي وقت مردي کي پهراڻ ڪپڙو.

- ڪَفنائِڻُ؛ مصدر. مُڙدي کي ڪفن ڍڪائڻ- لاش کي جوڙي پوتي ڏيڻ. (ڪفنائيو- ڪفنائيندو- ڪفنائيل).

- ڪَفَنُ چورُ؛ ذ. صفت. ڪفن چورائيندڙ- ڪفن ڪوسُ- ڪفن ڪوسَ.

- ڪَفَنُ رُلائِڻُ؛ موت ڪانپوءِ به لاش کي تڪليف ڏيڻ.

- ڪَفَنُ ڪوسُ: ذ. صفت. ڪفن چور- قبر مان ڪفن چورائيندڙ- ڪفن ڪوسُ.

- ڪَفَنُ ڪوسُ: ڪفن چورائيندڙ- ڪفن چور- ڪفن ڪوسُ.

● ڪَفِني ۽ ڪَفِنِيُون؛ ث. مُڙدي جي ڪَڦني جم ٻنا ٻانهن وڏل ڪپڙو. جوڳي فقيرن جو ٻنا ٻانهن جي ڍَڪي ڪپڙي مان سبيل چولو- پهراڻ- الفي- جُبو- جامون. پوڙيءَ جي چوليِ (ت).

● ڪُفو ۽ ڪُفو؛ ذ. (ع). سَٽُ- هم جنس- هَمسَرَ- جيڏو- سَريڪو- سَريتو- هم عُمر- ثاني- شريڪُ.

● ڪِڦ ۽ ڪَڦِ؛ ذ. (س. ڪَڦَ). حَقِي جي لَڙَ جو الدران نڪتل سِپلُ- ڪيِچرو- ڳَندُ (ت). ڳجي- ڦيڻُ- ڪَفَ.

● ڪَڪَ (ل): ث. الف، بي جو آچار (جيئن هندو سنڌي آئيويتا م پهريون اکر "ڪ" آهي، جنهن کي "ڪڪو" چئبو آهي، تنهنڪري "ڪ" جي جملي آچارن جهڙوڪ "ڪَ، ڪِ، ڪُ، ڪا، ڪِي، ڪو، ڪُو، ڪَو، ڪي، ڪَي" کي ڪَڪَ ڪري چولدا آهن).

● ڪَڪِ؛ ث. صفت. (س ڪَڪَ= بي آرام ٿيڻ). بيزارُ- تنگ- عاجِزُ- خفي- آڪاٺيل- ورچيل- بيرُ- ڏهيلُ- ڪلپاٺلُ- خفا- ناراض. (هڪُ چمڙيُ جي بيماريءَ جو قِسمُ). ٻرٻرُ- داڻ- داڻِ- آرائِيُونُ.

- ڪَڪِ ٿِيڻُ؛ بيزارُ ٿيڻ- خفا ٿيڻ- ورچڻ- ڪلپڻ- دِقُ ٿيڻ.

- ڪَڪِ ڪرڻُ؛ بيزار ڪرڻ- خفا ڪرڻُ- ڪلپائڻ- ورچائڻ- دِقُ ڪرڻ.

● ڪُڪ ۽ ڪُڪَ؛ ذ. پوک جي مرض جو هڪ قسم (جوئر يا ٻاجهر جو ڪالو سنگ ڪري)- ٻنا داڻي سنگ (ت)- ڪَسُ. چَپُ هٺي وهندڙ پکيءَ جو هڪ قسم. ٻِنا دُنب ڪهپنو (ت). آڪ جي اڪثين ٻر وارو ڦَٽُ (ت).

- ڪُڪُ ٿِيڻُ؛ پوک (ٻاجهري، جوئر) جو سنگ ڪيڏڻ- ڪَسُ ٿيڻ.

● ڪَڪا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَڪاڻُ ۽ ڪَڪاڻُون؛ ث. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (چلر تمام سنهار، رنگ هيڊو، هُٽ سيئلي، قد ١-٢ فوٽ).

● ڪَڪَرَ (ٿ)؛ ذ. ڪَچِيئِي يا مَٽَ پوٺيءَ جي ٻَنَن جو نالو.

● ڪَڪَرُ ۽ ڪَڪَرَ؛ ذ. (س. ڪ = پاڻي + ڪَرَ= ڪندڙ). بادل- ميگهه. ڪَسُ. ابَرُ- ملهار. چالوَ- سايو- پاچو- چانولو- پاچولو. رحمت- مهرباني- ڪُرپا- دَيا- احسان. اجرڪ جي وَر وڪڙ وارو چِٽُ. (س. ڪَٽُ يا ڪَٽ = وَڍَڻُ). چوپائي مال جي ڪَنَ کي سڃاڻڻ لاءِ ڏنل چيرُ. وڍَ- چَهڪُ- چيرُ- چِنَهُ- نشاني- ورهڙ- رُهنب- ڪَپُ- قَطُ- ڪالچو- ٿوٽ- ڪٽڏو- ڦنگهي- ٽڪ (ل)- ڪُنبو (ٿ). سارين جي ٻيجي پوکڻ لاءِ زمين جو پارو (پاري م به ڪڪر)- ٻيجارو (ل). ڪِنَرُ- خرابي- ڪڪرو. چِرچُر (قلم جي). سليٽ تي ٿيل سخت پين يا پٿر جو اڻ وڻندڙ نشان.

- ڪَڪِرالو ۽ ڪَڪِرالا؛ ذ. صفت. ڪڪرن وارو (آسمان). پهڻيارو- پهڻين وارو (ميدان)- پٿرين وارو.

- ڪَڪَرُ ٻَوَڻُ؛ ڇير پوڻ- ٿوٽ پوڻ ٽڙڪڻ- ڦٽي پوڻ. نشان ٿيڻ- ڪَرنڊ پوڻ (سليٽ تي).

- ڪَڪَرُ ڏِيَڻُ: ڪَنپُ وِجھڻ - وَڍِ وِجھڻ - لشان ڪرڻ - وَڍَڻ - قَطُ وجھڻ - کِهپُ وجھڻ - چير ڏيڻ - ميرُ ڏيڻ - ٽُڪَڻ - خراب ڪرڻ (ڪ).
- ڪَڪَرُ واسَڻُ (ت)؛ ٻيجي جي زمين ۾ پيل پاڻ کي ساڙڻ.

● ڪَڪَرات ☰ ڪَڪَراتَ (ڪس)؛ ذ. ڪِڪِڙاٽ - ڪِيڪَ - رَڙ - دانهن - ڪُوڪَ - ٻاڪارَ - واڪو - رِڙهَ - چِنگهاڙ.

● ڪَڪِرالُو ☰ ڪَڪِرالا ؛ ذ. صفت. (سن. ڪَرڪَرَ =). رانئي وارو ملڪ - ڪُڪِرانٺو - پٿرائتو - پهڻن وارو - پهڻيارو - پٿرائون - جابلو.

● ڪُڪُرالِٻ: اسم خاص تعلقي ميرپور ساڪري ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

● ڪَڪِرالِي؛ اسم خاص. تعلقي جوهي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَڪِرَڻُ (ل)؛ مصدر. اٽڪڻ - ڦاسڻ - روڪجڻ - رلبجڻ - ڦڏجڻ. ”ٻانهي ڪَسِي ۾ ڪَڪِري پيو جو سوري ڪاٿي ڪنيل لهِي“ (جملو). (ڪِڪِريو - ڪَڪِرِيو - ڪَڪِرِيَلُ).

● ڪَڪِرائِي ☰ ڪَڪِر ٿِيُون (ل)؛ ث. ڏالين جا ڏندا ڌڪي ڪرڻ جو رڪ جو اوزار - رواتي - سُولهن - ڏڪوري.

● ڪَڪِرو ☰ ڪَڪِرا؛ ذ. (سن. ڪَدَرَهَ = اير ۾ سخت دائو > سن. ڪَرُ ڪَرَ). گهٽي هلڻ ڪان يا گهٽي سخت پورهئي ڪان يا هٿن ۾ ليٿن والگر پيدا ٿيل چمڙيءَ جو سخت دائو (هاڻ مهل ايذاءُ ڪندڙ). پٿر جي پورَ - سنگريزو - پٿري - پيٽرُ - رُهڙي - رائو - سنهي پهڻي - آيو (ل). بيماريءَ جو هڪ قسم - مثاني ۾ قدرتي طرح پيدا ٿيل رائو - سنگ مثانو - پٿري. اک ۾ پيل تمام سنهو پٿر يا رائي جو دائو - ڪَنڙُ. زمين ۾ ايترو اونهو لئه ويندڙ هَرُ - سُڏهَرُ - زمين ۾ چڱي طرح لئه ويندڙ هَرُ (ڪ-ل).

● ڪُڪِرو ☰ ڪُڪِرا؛ ذ. (پينگهي وغيره جي) ڳوڙين ملائڻ واسطي ڪم آيل ڪاٺيءَ جي ميخ - مڙيل - ٻريل - پسر ڏل (ت). آڏَ - لانڪو (ڪ). (صفت). سخت - ڏاڍو ڏاڪُنٿُون.

● ڪُڪِري ☰ ڪُڪِريُون؛ ث. پٿرن جي پور - جبل جي ننڍي پٿري - سنهي پهڻي - رائو. بيماريءَ جو هڪ قسم - پٿري يا سنگ مثانو. سنهو ابر - ميگهه ملهارُ - مورَمُ.

● ڪُڪِرِي ☰ ڪُڪِرِيُون؛ ث. هَرَ جي هَرِهينَ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ هَرجهي هرونيءَ ۾ هنيل ڪاٺيءَ جو ٽڪرو - هر جو هڪ عضوو (ت). بيل گاڏيءَ جو هڪ عضوو - ڏاندن پڏڻ وٽ ڏورٺن جي پڄاڙيءَ ۾ وِڌل ننڍي چهنبدار ڪاٺِي - سلِي (ث-ڪ).

● ڪَڪِريو: اسم خاص. سنڌ جي هڪ ٽڪر جو نالو (هن ۾ روهين جا پهڻ تمام گهڻا آهن، تنهنڪري اهو نالو مليو اٿس).

● ڪِڪِرُ: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَڪَڙُ ☰ ڪَڪَڙَ ؛ ذ. ڪمند جي رَسُ. تماڪ جي ڳوٽي - وِزمُ - سوٽو - ڦوڪَ. ننڍو پيرُ (ت). ڳاڙهن ۽ ڪارن وارن وارو سُونٽرُ (ت). منگر مڇيءَ جو هڪ قسم (رنگ ڪڪو، منهن ويڪرو، مُڇ سنهو ۱ - ۲ فوٽ).

● ڪُڪُڙَ (ت)؛ ذ. وڄائڻ جي ساز جو هڪ قسم.

ڪُڪُڙُ ☰ ڪُڪُڙَ ؛ ذ. (سن. ڪُڪُٽَ = ڪُڪُڙُ). گهرو مشهور پالتو پکيءَ جو هڪ قسم - مُرغُ - خروسُ - ٻانگو (ث. ڪُڪِڙِ ☰ ڪُڪِڙُون > ڪُڪِڙِيُون).
- ڪُڪُڙُ ٻَڌجَڻُ؛ رات جو انڌو ٿيڻ ۽ ڏسڻ. گهر ڪان ٻاهر نه نڪرڻ. ڍَڀَرُ ٿيڻ - سست ٿيڻ.
- ڪُڪُڙُ ٿِيءُ پَوَڻُ؛ گهر ڪان ٻاهر نه نڪرڻ - ڪڪڙ ٻڌجڻ - سست ٿيڻ - ڍَڀَرُ ٿيڻ.
- ڪُڪُڙَ پَوڻُ؛ قدر ڄاڻڻ.
- ڪُڪُڙَ جو دَسُ: فجر مهل ڪڪڙ جي ٻانگ.

- ڪُڪُڙَ جي ڪِيس ۾ پُڄهَڻُ: خسيس ڳالهه ۾ لقصان پهچڻ- ٿڪي جي ڳالهه ۾ ڦاسڻ.
- ڪُڪُڙ ڪِيتَان سُتَن: ڪم ڪرڻ جو ڍنگ نه هئڻ- ڪاب خبرچار نه هئڻ- دنيا جي ڪاب سمجهه نه هجڻ.
- ڪُڪُڙ ڳَائِڻُ: شادي وغيره جي موقعي تي مسخري طور ڪن عورتن جو ڪڪڙ جو لالو وٺي راڳ چوڻ- مسخري طور ڪڪڙ جي لالي تي بدل راڳ چوڻ
"نه مار منهنجي ڪڪڙ کي حرامزادي تون".
- ڪُڪُڙوڪُو: (آواز). ڪڪڙ جي ٻانگ. صفا سڃ پينگ- برباد ي- تباهي- اجاڙ.
- ڪُڪُڙوڪو هُجَڻُ: سڃ ٿي وڃڻ- پينگ هجڻ.
- ڪُڪُڙوڪُو هُئَڻُ: ڪجهه به نه هجڻ- سڃ هجڻ- ويراني هجڻ- ڪڪڙوڪُو هجڻ.

● ڪُڪِڙَاٽِ: اسم خاص. تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪڪڙا سِنڱِي: اسم خاص. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪو وکر (وڻ جو ڦل، رنگ ڳاڙهو، ڪارائيو، طبيعت گرم خشڪ).

● ڪَڪِڙو ۽ ڪَڪِڙا: ذ. (سن. ڪارپاس= ڪپهه + است= هڏِيُ). ڪپهه جي فصل جو ٻج- ڦٽين جو ٻج- ولڙن جو ٻج (مغز دوا طور ڪم اچي). ول جو هڪ قسم (ث). (ٻاڙ گوگڙي والڪر پوري رنگ تي، باد فرنگ واري ماڻهو کي کهوٽي پيارجي). (صفت). (سن. ڪنڪ= ڳاڙهي رنگ جي مٽي). رنگ جو هڪ قسم- ڳاڙهسري رنگ تي (ڏکو). (ث. ڪَڪِڙي ۽ ڪَڪِڙيون). (سن. ڪَدَرَ= پير ۾ سخت داڻو). پير ۾ سخت داڻو- ڪڪرو (و- ڪوڙ). ٽَٽُ- نشان.

● ڪَڪِڙِي ۽ ڪَڪِڙيون: ث. ولڪي جو هڪ قسم- ڏکهو ولڪو- ولائتي ولڪو- ولڪي. ڪارڪ جو ٻج- ڪڪڙي- ڪڪڙو- ڪڪي.

ڪچو پيرون- مڪ (ث). (صفت). رنگ جو هڪ قسم- ڳاڙهسري- ڪڪڪ رنگي.

● ڪُڪُڙِي ۽ ڪُڪُڙيون: ث. درياءَ جي ڪناري واري مٽيءَ ۾ ٿيندڙ جيت جو هڪ قسم- سياٽو.

● ڪُڪِڙِي ۽ ڪُڪِڙيون: ث. ڪڪڙ جي مادي- ڪُڪِڙ.

● ڪَڪِڙپجا: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪَڪُلَ: ث. چڻن يا مٽرن جون ڦريون.

● ڪَڪَنُ ۽ ڪَڪَنَ (ت). ذ. دوست- ڪَڪَڻُ- سڄڻ- ساٿي- سنگتي. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڪُڪِنو: اسم خاص. گاهه جو هڪ قسم (هن تمام سنهڙو، طاقت وارو، گهوڙي کان سواءِ ٻيو جانور گهٽو کائي ته ڦٽي پوي، سيلابي زمين تي ٿيندڙ).

● ڪُڪُنِي (ل): اسم خاص. هڪ ٻڪريءَ جو نالو.

● ڪَڪَڻُ ۽ ڪَڪَڻَ: ذ. ڪاريءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم- ڪڪن. دوست- ساٿي (ت).

● ڪَڪو ۽ ڪَڪا: صفت. رنگ جو هڪ قسم- هلڪو پورو رنگ- زردو- گيڙوءَ رتو. ميرانجهڙي رنگ جا وار. سفيد چمڙي تي ڳاڙهن وارن وارو ماڻهو- ڀڪو. جابلو اٺ- وار يا هن جو اٺ. (ث. ڪَڪِي ۽ ڪَڪِيون).
- ڪَڪَاڻِ ۽ ڪَڪَاڻون: ث. زرداڻ- ڪڪائي- پورائي.
- ڪَڪِي ۽ ڪَڪِيون: ث. پورن وارن ۽ شيرين اکين واري عورت- پوري. اڻ ڀڪل ۽ سڪل ڪارڪ (ت).
- ڪَڪِيون ٿِيَڻُ: (ڪڇيءَ جو محاورو) ڪارڪن جو سڪي خراب ٿي وڃڻ.

● ڪِڪو ۽ ڪِڪا: ذ. ننڍڙي ڇوڪري يا پيار لاءِ ڪوڏ جو لقب- ننڍڙو ڇوڪرو- ٻارڙو- معصوم- ابهم- ڇوڪر- ٻالڪ- ڪودڪ- صغير- (انگ). ٻيبي. (ڪِڪِي ۽ ڪِڪِيون).

- ڪيڪاٺو ع ڪيڪاٺا؛ ذ. صفت. ٻاراڻو - ٻالڪاڻو - ڇوڪراڻو - ٻٽاڻو - ڪينڪاڻو.

- ڪيڪائي ع ڪيڪائيون؛ ث. ڪينڪائي - ٻالڪپڻ - ٻالپڻ - ٻال اوستا - ننڍپڻ - صغيرائي.

● ڪَنُڪو ع ڪَنُڪا (ت)؛ ذ. ڏِنگو - لُچو - حرڪتي - بدمعاش - ڪوُنس ڦِٽو - اٿٽرو - مستيخور.

● ڪَنَڪورا ع ڪَنَڪورا؛ ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻوٽي جي پاڙ. (ٽ).

● ڪَنَڪورَڻُ: مصدر. (سن. ڪُنُڪُمَ = ڪنگو) ڳاڙهو ڪرڻ - رنگڻ - رنگين ڪرڻ - رنگڻ. ڪڪو ڪرڻ - پورو ڪرڻ - ڪنڪ رنگو ڪرڻ. پچڻ طرف مائل ٿيڻ. (ڪڪور يو - ڏڪو ريندو - ڪَنَڪوريل).

- ڪَنَڪورَ ع ڪَنَڪورون؛ ث. اڌ ڪچو اڌ پڪو هڻڻ واري حالت - ميوي جو پچڻ طرف رجوع ٿيڻ واري حالت - ڳاڙهاڻ تي وڃڻ واري حالت.

- ڪَنَڪورِجَڻُ: مصدر. ميوي جو پچڻ طرف مائل ٿيڻ - اڌ ڪچو اڌ پڪو هُجڻ - پچڻ. ڳاڙهو ٿيڻ - رنگجڻ. ڳاڙها ڳَلَ ڪيڻ - انگورجڻ - ڪولچ ڪيڻ - پُور جهلڻ.

- ڪَنَڪورِيَلُ ع ڪَنَڪورِيَلَ؛ ذ. صفت. ڳاڙهاڻ تي مائل - لال - ڳاڙهيسرو - ڳاڙهو - ڳاڙهيرو - رَتو. پچڻ طرف مائل.

- ڪَنَڪورِيَلَ اک: تازي اٿيل اک - لالائي تي مائل اک.

● ڪَنَڪوڙا ع ڪَنَڪوڙا؛ ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ وڻ جي پاڙ (ٽ).

● ڪَنَڪولو ع ڪَنَڪولا؛ ذ. ڪوئيلو - الب جي ڪَنَڪڙي - ڪورَ - (ل) ڪوئپرو.

● ڪَنَڪوهُ ع ڪَنَڪوهَ؛ ذ. صفت. لال - ڳاڙهو - رتو - سُرخ. (اسم). انگور جو رَسُ - انگوري شراب - ڳاڙهو شراب - ٻينٽ.

● ڪَنَڪوهُ (ت): ذ. ڪٽي سواد واري گاهه جو هڪ قسم.

● ڪَنَڪَهُ ع ڪَنَڪَهَ: ذ. ڳُٽ.

● ڪَنُڪَنِي ع ڪَنُڪَنِيُون؛ ث. درياءَ يا سمنڊ جي ڪناري واري زمين ۾ ٿيندڙ جيت جو هڪ قسم - سيپالتو - ڪُنُڪڙي.

● ڪَنَڪي ع ڪَنَڪِي: ذ. پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم (مڇي خور، ڪڪڙ کان ٿورو ننڍو، رنگ ميرالجهڙو، ميٽاڻون، تري ۾ چاٺي، وڻن تي رهندڙ).

● ڪَنَڪي ع ڪَنَڪيون؛ ث. ڳاڙهي رنگ جي سينهن (جا اڪثر ڪير جي پلي هوندي آهي).

● ڪَنَڪپجبي: اسم خاص. تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَنَڪِي سيد؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَنَڪِيلُ (ت)؛ ذ. طوطو - چٽون - مٺو.

● ڪَنَڪُ ع ڪَنَڪ ؛ ذ. (سن. ڪَنُشَ = گاهه. ف. خَس = ڪک). سُڪل گاهه جو ذرو - تنڪو - ان پوٺو (ڪالي وغيره جو) - تيلو - سنلو - ڇيت. طاقت جي دوا - ڪُشتو - ياقوتي - معجولي (اهڙي مقدار ۾ جو ڪَنَڪَ تي چڙهي). لانگ - بلا. بيماريءَ جو هڪ قسم (بدن تي سوڄ ۽ ڦُرڙيون ٿي پون ۽ رڳو گند وهي). (ل). کهَرُ - جهڪو - جهڙوپڙي.

- ڪنڪائجَڻُ؛ مصدر. لالڪ يا بلا جو چنڪ لڳڻ - لانگ يا بلا کان ڏنگجي پوڻ.

- ڪَنَڪُ ڀي نه لهڻُ؛ ٿورڙي پها هجڻ - معمولي شيءِ هجڻ - گهٽ قيمت جو هجڻ. ڪابه عزت نه هجڻ - بي عزتو هجڻ - بي مانو هجڻ.

- ڪَنَڪ ڀڃڻِ يا ڇني ۾ نه ڪرڻ؛ ڀتيءَ ڪم نه ڪرڻ - ڏيہ ٿيو وينو رهڻ - ذرو به ڪم نه ڪرڻ.

- ڪَنَڪُ ٿيڻ؛ سلو لڪرڻ - ڦٽ ڦرڙيون ٿيڻ.

- ڪَنَڪُ ڀَنُ ٿيڻُ: ٽيڙي پکڙي وڃڻ - ڇڙوڇڙ ٿي وڃڻ. هنهنجي ڪم کي وڃي لڳڻ - ڪنهن ڏنڌي ڌاڙي کي وڃي لڳڻ.

- ڪَنَڪُ ڀَنُ تي وَڃڻُ؛ جُدا جُدا ٿي وڃڻ - غائب ٿي وڃڻ - ٽڙي پکڙي وڃڻ - ڇڙوڇڙ ٿي وڃڻ. (مزو) نڪري وڃڻ - ماءُ ڇڏي وڃڻ.

- ڪَنڪيجَڻُ: مصدر. ڪالڳ بلا ڪان ڪاجي پوڻ- ڏنگجڻ.
- ڪَنَڪَ جو سنگهڻُ: ڏنگجڻ- ڪڪجڻ.
- ڪَنڪُ چيٽڻُ: ڪک يا ذري لائڻ- تمام ٿورو ايذاءُ پهچائڻ- معمولي تڪليف ڏيڻ.
- ڪَنڪُ چخبيءَ پَ ڪرڻُ: ڪک چني پيشو بِ ڪرڻ- ڪم کي ڪڏهن به ويجهو نه وڃڻ- ڏاڍو ڪاهل ۽ ٿورڻي ثابت ٿيڻ- سست ٿي پوڻ- آرسُ ڪرڻ.
- ڪَنڪَ ڏيڻُ: عيب ڍوشي ڪرڻ- ڍڪڻ- پرده پوشي ڪرڻ- ٻئي جو ستر ڍڪڻ.
- ڪَنڪَ ڏاهڻُ: جهڳو برباد ڪرڻ- جاءِ ڊاهڻ- ستيا ناس ڪرڻ- جهڳو پينگ ڪرڻ.
- ڪَنڪَ رَنجائڻُ: بلا يا ڪالڳ ڪان ڏنگجڻ- ڪَنڪيجڻُ- ڪڪجي پوڻ.
- ڪَڪڙا آڏڻُ: ڪکايون جهوپڙيون ٻڌائڻ- ڪهرو ٺاهڻ- جهڳو آڏڻ.
- ڪَنڪُ سنگهڻُ: بلا يا ڪانگ جو ڏنگڻ- ڪڪجڻ- ڪڪجي پوڻ- ڪالڳ جو چڪُ هڻڻ.
- ڪَنڪَ ڪارا ڪَرَڻُ: پنهنجي گهر کي داغ لڳائڻ- پاڻ تي ليڪو لائڻ- پنهنجي پاڻ کهتائي ڪرڻ.
- ڪَنڪَ ڪَوبر يُونءُ ميهڙڻُ: ڪن ڪچرو صاف ڪرڻ- جهاڙو ڏيڻ- صفائي ڪرڻ- چيتو يا ڇوهو يا سست ٿيڻ- چڱون ۾ اچڻ.
- ڪَنڪَ ڪڏا: سڀڪجهه- سڀڙيئي.
- ڪَنڪيلو ۽ ڪَنڪيلاَ (ت): ذ. صفت. سنهو ڪک وانگر ڪم طاقت ماڻهو- هيڻو- دُرٻل- نٻل- ضعيف.
- ڪَنڪُ مارڻُ: (طب جو اصطلاح). ڪنهن ڌاتوءَ کي مقرر ٻُيل ٻوٽين جي رس ۾ ساڙڻ- ڪشتو تيار ڪرڻ- ڪک تيار ڪرڻ.
- ڪَنڪَ اندر ستو ليڪائڻُ: ڪکاين جهوپڙين ۾ گذارڻ- پٽڪين ۾ رهڻ. تمام غريب هجڻ- مسڪين هجڻ.
- ڪَنڪَنَ تي پيرَ رکي وڃڻُ: ڪوڙ ڪري پنهنجي جند ڇڏائڻ- ٽال مٽول ڪري وڃڻ.
- ڪَنڪ ۽ جڙڻُ (ث): ذڪر هڻڻ- فصل نه ٿيڻ- اناج وغيره جي قلت هجڻ- ڪاڇي گاهه وغيره جي کوٽ هڻڻ- قحط سالي هڻڻ.
- ڪَنڪَنَ ڏ ڪيو (ڪ): عزت وارو- مان شان وارو- آبروءَ وارو- مانائتو.
- ڪ ڪَنَ سَهڻُ: ڪجهه به نه سهڻ- ٺوڪر و هيٺو هجڻ.
- ڪَنڪَن کي ڪَنَ هُئڻُ: کهٽي چوڪسي هجڻ- سخت پهرو هجڻ- تمام کهٽي لطورداري هُجڻ.
- ڪَنڪَنُ وجهڻُ: قسم ڪڻائڻ جو هڪ نمونو (ساٿو ڪک کٽي ماڻهو جي مٿي تي رکبو آهي)- قسم وجهڻ- قسم ڪڻائڻ- سڱهن ڏيڻ- ويساهه ڪٽائڻ.
- ڪَنڪُ وات ۾ وجهڻُ: تمام کهڻو پڇتائڻ- پنهنجي ڪئي تي پشيمان هُئڻُ- ليداست ظاهر ڪرڻ- پڇتاءُ ڪرڻ. سخت عجب ۾ پئجي وڃڻ- حيرت ۾ پوڻ.
- ڪَنڪ وِجهڻُ: ڍَڪڻ- لڪائڻ- عيب يا کهتائي لڪائڻ- چشم پوشي ڪرڻ.
- ڪَنڪ هيٺ لڪ هُجڻُ: کي ڪين مان سڀ ڪجهه هُئڻُ.
- ڪَنڪين ڪوند لڪڻُ: پنهنجي گهر ۾ ٻئي کي غريبي حالت جي خبر نه پوڻ.

● ڪُنڪي ۽ ڪُنڪُون > ڪُنڪيئون: ث. (سن. ڪُڪُش= ڪُڪِي.) بدن ۾ پاسرين واري ڪنڌن هيٺان هڪ نازڪ عضوو- پاسيري ۽ چيلهه جي وچ وارو نرم حصو. اولاد- سنتان.
- ڪُڪِي پرجڻُ: ڍو ٿيڻ- پيٽ پرجڻ.
- ڪُڪِي جو ڪانءُ ٿيڻُ: دشمن ٿيڻ- ويري ٿيڻ- نقصان جو انديشو ٿيڻ- نقصانڪار ثابت ٿيڻ- شتروُ ٿيڻ.
- ڪُڪِي جو ڪانءُ چالڻُ: دشمن سمجهڻ- ويري سمجهڻ.

- ڪُڪِ ڪَنِڍَڻُ: ڍِوُ ڪرڻ - ٻِٽ پرڻ - ڍلهو ٿيڻ - متارو ٿيڻ - سڀِنرُ ٿيڻ.

- ڪُڪِ ۾ لڳڻُ: نازڪ جاء تي لڳڻ - سَنُڌائتو ڌڪُ لڳڻ.

- ڪُڪِ ۾ لڪيلُ ڳُڻُتِيُ هُئڻُ: ڪنهن ڳالهه جي يادگيري هئڻ - اوَنُو يا ويچار هئڻ - انديشو هئڻ - فڪر هُجڻ - اوسيئڙو هُجڻ.

- ڪُڪِيُون ڦاٽڻُ: گهڻو کائڻ - کائڻ ۾ حد ڪرڻ - ٻِٽ پرڄڻ کان به جهجهو کائڻ - حد کان وڌيڪ کائڻ.

● ڪُڪُر (ڪ): ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڪُڪُرُوُ: اسم خاص تعلقي جاتي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪِنڪڻُ: مصدر. هُرڻ - سُجهڻُ - يادگيرو ٿيڻ - دِل تي تري اچڻ - هُر ڪُر هُجڻُ. ڏمرڻ - ڪاوڙجڻ - غصو ڪرڻ - ناراض ٿيڻ - چِڙڻ - ڏمرجڻ.

● ڪَنگڻُ ۽ ڪَنگَڻَ: ذ. (پرا. ڪَنُڪنيو. سن. ڪَنڪڻيو = ڪنگڻ) ٻانهن جي ڪرائي ۾ پائڻ جو زيور - ڪنگڻُ - منگلي - چوڙو - ٻانهوٽو. (ث. ڪنگڻيُ ۽ ڪنگڻيُون).

● ڪَنگڻيُ ۽ ڪنگڻيُون: ذ. چالورن جو هڪ قسم - ڪنگڻي - سَنڙِيا - ڪالڪڙو - ڪالڪڙِيا.

● ڪَلَ ۽ ڪَلُون: ث. (سن. ڪَلُ = ڄاڻڻ). ڪَرِ - سُڌَ - سَمَاءُ - سُڌِ - معرفت - خبرَ - ڏَسُ - پتو - معلومات - سَنَڪَ - پَرُوڙَ - ڄاڻ. پڇاڻ - واقفيت - مهاڪڙو - ڏيٺ - سهيو - ڪَرَ. وارُ - ڳُجهُ - ڀيدُ - آنتُ - اندر جو حالُ. (سن. ڪلا = ڪوبه هُنرُ). ٻاڦ وغيره تي هلندڙ اوزارُ - انجڻ - مشين - ڪم ڪرڻ جو اوزارُ - پرزو - سانچو - سَنُجتُ - آلات. ڦندو - ڦاهي - چاري - دام. تالوُ - ڪُلفُ - ڪُرفُ - چنُبو. حڪمت (ت). اٽڪل - هُنر - ڏانءُ - رمز - طرز. ڪُنجي (ت). ڪاپارُ - مَتو - ڪوپري ُ - ڪپراٽي - ميوُ - مَغزُ. پرماتي پاڻي ڪڏ ٿيڻ لاء قدرتي ڪڏ (ڪ).

- ڪَلَ ٿيڙَڻُ: ڪنهن عضوي يا پرزي جو پنهنجي جاء تان هٽي وڃڻ - پيچ ڍرا ٿيڻ - بي ترتيب ٿيڻ. چريائي جهڙا ڪم ڪرڻ - چريو ٿيڻ - مغز خراب ٿيڻ - وايون بتال ٿيڻ - مست ٿي وڃڻ - پاڳل ٿيڻ. سودائي ٿيڻ.

- ڪَلَدارُ ۽ ڪَلَدارَ: ذ. مشين جو ٺهيل سِڪو - رُپيو.

- ڪَلَ ڦِرَڻُ: ڪل ڦرڻ - چريو ٿيڻ - ديوانو ٿيڻ - پاڳل ٿيڻ - مجنون ٿي وڃڻ - ماليخوليا جو مرض پيدا ٿيڻ.

- ڪَلَ ڦيرَڻُ: مشين چالو ڪرڻ. عضوو يا پرزو بدلائڻ يا ڪسڪائڻ. ٻرغلائڻ - منجهائڻ - ورغلائڻ - بتلائڻ - مغز خراب ڪرڻ.

- ڪَلَ مارجي وَڃَڻُ: عقل هليو وڃڻ - مت ڪسجي وڃڻ - ماٺا ڦري وڃڻ - وايون بتال ٿي وڃڻ - عقل مارجي وڃڻ.

- ڪَلَ وَڃَڻُ: ڊڄڻ - ٺهڻ - خوف ڪرڻ - ڪڏ ڪرڻ - ڀؤ ڪرڻ.

● ڪَلُ ۽ ڪَلَ: ذ. (ف. ڪلاء = سائي گاهه وارو ميدان). ناڪرموٺ قسم جو هڪ گاهه - گهٽي واٽي يا ڍلهه ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جو گاهه (سندس سنگن مان ٻورالي نڪري) - پکڻ ٺاهڻ جي ڪم ايندڙ گاهه جو هڪ قسم.

● ڪِلَ ۽ ڪِلُونُ: ث. (هيٺُرَن جو) چلڪو - چمڪاٽ - جهرڪو - تجاو - چلڪاٽ.

● ڪِلُ ۽ ڪِلَ: ذ. (پرا. ڪيلي. سن. ڪيل > ڪيئلَ = ڪِلُ). لوهه جو وڏو سوئو - وڏي ڪِلي - ٿلهي سيخ - ڪيلو - ڪوڪو - ميخَ - ميڪُ - ڪِلو (لوهه ۽ ڪهڙيل ڪاٺ جو). وڻ جي ٿاڙ جو ٿلهو ۽ مکيه حصو (جيڪو عمودي شڪل ۾ زمين ۾ سڌو هيٺ وڃي). پاٽيءَ ۾ ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم.

- ڪُلُ: ذ. (ع. ڪُلُ = جُملہ. سن. ڪُولُ = سڀ). سڀ - همه - تمام - سارو - سمورو - مڙيئي - سڄو - جوڙ - مڙيوئي - سربستو - هڙموڙي - سيئي - هڙئي - جملي - پورو - ڪامل. جيڪي ب. هرهڪ -

سيڪو. (اسم). سڀ ڪائنات ـ ساري دنيا ـ سارو عالم. واحد مطلق ـ الله تعاليٰ.

ـ ڪُلَجوڙُ: جُملو ـ سڀ.

ـ ڪُل سَنا: صفت. سڀئي سارا. سڀئي سڀ.

● ڪُلِ: (ع). دنيا ۽ دينوي شيون.

● ڪُلُ ۽ ڪُلَ: ذ. (سن. ڪُلَ = خاندان). ڪڙم ـ ڪُٽنب ـ خاندان ـ قبيلو ـ عيال ـ اسل ـ ويڙهو ـ آکهه ـ ونس ـ گهراڻو ـ شجرو ـ و اساولي ـ پيڙهي ـ حسب نسب ـ ڳوٺ ـ قوم ـ پاڙاري ـ آدِ ـ پات ـ برادري ـ ڀائيچاري ـ نيات ـ ذات. پاهه جهلڻ واسطي مٽيءَ جي پات ـ چُلهه ـ الڪٽي ـ منگالو ـ منگل ـ سگڙي (لوهه جي) ـ آتشدان. پکي جي شڪل جهڙو ڪانءَ سان ٺهيل گهر (ت). گاهه جو هڪ قسم (ت).

ـ ڪُلَ آچارو ۽ ڪُلَ آچارا؛ ذ. صفت. (سن. ڪُلُ + آچولُ = چمڪائڻ). پنهنجي خاندان جو نالو مشهور ڪرڻ ـ قبيلي جو نالو بلند ڪندڙ ـ مشهور ـ نام ڪٺيو ـ نامور ـ ناليوارو.

ـ ڪُلا ئيتو ۽ ڪُلائيتا؛ ذ. صفت. وڏ گهراڻو ـ شاهاڻو ـ اميراڻو ـ خانداني ـ شاهي خاندان وارو ـ چڱي خاندان وارو. ڪُل وارو ـ ڪٽنب وارو ـ ڪَهرُو ـ اصل نسل وارو ـ پيڙهائتو.

ـ ڪُلَدِ روُهِيُ ۽ ڪُلَدِ روُهِيُ: ذ. صفت. (سن. ڪُل + دِروهِيُ). پنهنجي خاندان جو نالو يا ناموس گهٽ ڪندڙ ـ خاندان جو نالو ٻوڙيندڙ ـ ڪٽنب جي بدنامي ڪرائيندڙ.

ـ ڪُلُ ڪلنڪُ؛ (سن. ڪُلُ + ڪلنڪ) خاندان کي بدنام ڪندڙ.

ـ ڪُليوانُ ۽ ڪُليوانَ؛ ذ. صفت. (سن. ڪُلوَت > ڪُلِينُ = خانداني). وڏ گهراڻو ـ خانداني.

ـ ڪُلوَنتُ؛ ذ. ڪُليوانُ.

● ڪَلاَ ۽ ڪَلاَئون؛ ث. (سن. ڪَلاَ = هنُر). فن ـ هنر ـ ڪاريگري. انڪل ـ حرفت ـ ڳڻ ـ سياڻپ ـ ڏاهپ ـ هوشياري ـ (انگ) ٽيرڪ. طور ـ طريقو ـ نمونو ـ رمز ـ ڍَبُ. ڳائڻ وڄائڻ جا چوهٺ فنِ. مڙسي ـ وُسعت ـ همت ـ پهلواني ـ جوت ـ طاقت ـ بل ـ سگهه ـ شڪتي ـ وِڄا ـ ويرتا ـ بهادري ـ جرئت ـ مردانگي ـ توفيق. قدرت. سمجهه ـ فهم ـ زيرڪي ـ ڪرامت ـ اسراري طاقت ـ معجزو ـ شعبدو ـ اسرار ـ الاهي رنگ ـ رچنا. مصوري جي طاقت. برڪت (ت). رونق ـ حسن ـ سونهن ـ سوڀيا (ت). سُجهندو ـ شعاع ـ سوجهرو ـ سُهائي. چنڊ جو سورهون حصو ـ چنڊ جي ڪلائن مان هڪ. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

ـ ڪَلاَ ڌَارِيُ ۽ ڪَلاَ ڌَارِيُ؛ ذ. صفت. (سن. ڪَلا + ڌارِيُ = ڌارَڻُ). هنرمند ـ ڪلاڪار ـ سَمرٿ ـ هوشيار ـ ڪاريگر ـ هنري ـ فني. سمجهو ـ ڏاهو ـ ماهر ـ سياڻو ـ عاقل ـ اڪابر. حرفتي ـ انڪلي ـ چالاڪ.

ـ ڪَلارُو ۽ ڪَلارا: ذ. صفت. (سن. ڪَلا = رنگ روپ + آرو) ڪَلا ڌاري. رنگ روپ وارو ـ گلن ڦلن سان چٽيل پريل.

ـ ڪَلاڪارُ ۽ ڪَلاڪارَ؛ ذ. صفت. هنري ـ هنرمند ـ ڪلا جو ڄاڻو ـ ڪلاڌاري ـ هنر وارو ـ فني ـ فنڪار ـ گُڻي ـ وِڄا وارو. مڪار ـ فريبي ـ دغاباز. فسادي ـ دنگئي ـ شوري ـ شوخ.

ـ ڪَلاوَنتُ ۽ ڪَلاوَنتَ: ذ. صفت. ڪلا وارو ـ ڪلارو ـ ڪلاڪار.

ـ ڪَلائيتوُ ۽ ڪَلائيتا؛ ذ. صفت. ڪلا وارو. اولياءُ (ت).

● ڪَلا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَلابُ؛ اسم خاص. مزاري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو (رستماڻين جي شاخ). (ع. جَمعُ آهي "ڪلب" جو). ڪُتا ـ سگ.

● ڪَلابات ۽ ڪَلاباتُون؛ ث. (ف. ڪَلابتهَ = ڍيري). سون، قلعي يا چانديءَ مان ٺهيل سنهي ڌاڳي جهڙي تند ـ زريءَ جي تند ـ ڌاڳي تي ويڙهيل سوني زري ـ مُقيشُ ـ سيمَ جو ڌاڳو. زريءَ جو ڀرت.

● ڪَلابازِيُ ۽ ڪَلابازِيُون: ث. سِسيُ هيٺ ٽنگون مٿي ڪرڻ واري راند جو هڪ قسم ـ بازيگري ـ اٿل بازي ـ بازوليُ ـ ٻلهي بازِيُ.

● ڪُلابو ۽ ڪُلابا ؛ ذ. ڪَچو ڏاڳو. چيلهه جو پٽو - ڪمر بند - خردمر - سندرو. ڏوڙ - تنئو - تند.

● ڪُلاتُ ۽ ڪُلات ؛ ذ. صفت. (سن. ڪَلنتهه = ويچارڻي). ڪُلاتُ - بد چال - عيشي - اوباش - ڪَريل - خراب - بگڙيل - بد اخلاق - رَذِيل - واهيات. اڏائو - ڪپائو - فضول خرچ - هٿ ڦاڙ.

● ڪَلاتِيرِيُ ۽ ڪَلاتِيرِيُ ؛ ذ. (سن. ڪَلا = هنر). پيڙي هلائڻ وارن جو سرڪردو - مڇي ماريندڙن جو مکي - مهاڻن يا ڦاڪتن جو اڳوڻ - مکي يا چڱو مڙس - ٻڍڙيو مڙس - پڳدار - چوڌري. مهاڻو - ميءُ - ماڇي - ميربحر - اکهيم. ڪوري - ڪِرائو - جولاهو - اوڻو. (صفت). بد بخت - ليا ڳو - ڪمبخت - چنبو (ت). ظالم.

● ڪَلاتنڪر ؛ اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪلاتِيُ ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَلاتُ ۽ ڪَلاتَ ؛ ذ. صفت. ڪَلالُ - مستُ. ري محبت. دوستيءَ جو ڪوڙو.

● ڪُلاتُ ۽ ڪلاتَ ؛ ذ. صفت. (سن. ڪلت = مٿسا ڪرڻ) بي وفا دوست. اهو آدمي جو هڪ طرف ڇڏي ٻئي طرف هليو وڃي.

● ڪَلاٽا (ل) ؛ ث. رانڍ. حملو - ڪاهه - چَڙهه.

● ڪِلاٽِيُ ۽ ڪِلاٽِيُون ؛ ث. لوهارڪو اوزار.

● ڪَلاپاتُ ۽ ڪلاباتَ ؛ ذ. ڏِسو ڪلاپات.

● ڪَلاچُ ؛ اسم خاص. ڪراچيءَ کان اٽڪل ستٽ ڪوهه پري لَسَ ٻيلي جي حد ۽ عربي سمنڊ ۾ هڪ مشهور ڪُنَ جو نالو - ڪَلاچي.

● ڪُلاچارُ ۽ ڪُلاچارَ (ت): ذ. صفت. عادل - منصف - ايائڪار - انصاف پسند.

● ڪُلاچوُ ۽ ڪُلاچا ؛ ذ. آچالڪ - ٽيپُ - (ٻال جو) لَتمُ - اوسيرو - ٻِڌُ. ڪاهه - چَڙهه - رومڙ - لامارو - حملو (ت). شڪار (ت). ٽِناڪ - ڊاڙ - لَٻاڙ - لافَ - ٽَمُ.

● ڪَلاچِيُ: اسم خاص. عربي سمنڊ ۾ هڪ ڪُنَ جو نالو - ڪلاچُ. هڪ مهاڻي جو نالو، جنهن تان ڪراچيءَ تي اهو نالو پيو.

● ڪُلاچِيُ: اسم خاص بلوچ قوم جو هڪ قبيلو (ڪلانچ مڪران مان آيل) ديري اسماعيل خان (سرحد) ۾ هڪ تحصيل ۽ شهر جو نالو - ڪُلاچي بلوچن جي رهڻ جو هنڌ (گدرن کان مشهور).

● ڪلادِيُ ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪِلارڪُ ۽ ڪِلارڪَ ؛ ذ. (انگ. Clerk). لکپڙهه ڪندڙ - منشي - محرر - راقم. حسابي - ليکاري.

● ڪَلاڙُ ۽ ڪَلاڙَ : ذ. (سن. ڪليا = شراب + پال = رکندڙ) شراب چکائيندڙ - شراب ڪيندڙ - شراب موڪليندڙ ڪلال - آبڪار. (هتي ڪلاڙ جي مراد آهي ڪامل مرشد، جو خدائي محبت جو شراب پياري).

● ڪَلاسَ ۽ ڪَلاسُون ؛ ث. مجلس - محفل - ڪچهري - مانڊاڻ.

● ڪِلاسُ ۽ ڪِلاسَ ؛ ذ. (انگ. Class = درجو) درجو - مرتبو - طبقو - رُتبو. نوع - قسم - صِنف - رقم. ٻڪار - پالت - جنس - ذات. شاگردن جي تعليم وٺڻ جي ڪوٺي - اسڪول جي هڪ ڪوٺي. = ڪِلاسِيُ ؛ ذ. هم ڪلاس - ساڳئي درجي وارو - جماعتي - ساڳئي عهدي وارو.

● ڪلاسِيُ ۽ ڪَلاسِيُون: ث. ليکن ڪيڻ جو هڪ اوزار. (ذ. صفت). ڪمبخت - ليا ڳو - نيڀرو - بد بخت - چنبو. ظالم - وحشي - درندو - خونخوار - جهنگلي (ت).

● ڪلاڪُ ۽ ڪلاڪَ ؛ ذ. (انگ. Clock). ڏينهن رات جو چووهون حصو - وڳو - بجو. ساعت - (مقرر) وقت. عَمَلُ. گهڙي - گهنٽو - گهڙيال.

● ڪَلالُ ۽ ڪَلالَ ذ. (سن. ڪلپيت = شراب. سن. ڪلاد = ڪَلالُ) شراب ڪيندڙ - شراب چکائيندڙ شراب ٺاهيندڙ - شراب وڪڻندڙ - آبڪار - عرق ڪشُ - ڪٽي وال - اجاردار - تحصيلدار - مئي فروش - شرابي - مئي ڪش. ڪنيار. (اسم خاص). هندن جي هڪ ذات جو نالو. ٿر ۾ رهندڙ ميگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.

- ڪلالان؛ ذ. ظرف. ڪلالن کان - شرابين وٽان - ڪٿي وارن کان.
- ڪلال خانو: (ل). شراب جو دڪان - ميڪدو - مئي خانو - خرابات - شراب خانو - ڪٿو.
- ڪلاليڪي؛ ڪلال يا شراب چڪائيندڙ جي - مئي فروش جي.
- ڪلاليڪي هٽ: ڪلالن جي هٽ تي - شراب فروشن جي دڪان تي - ميخاني تي.
● ڪلال ۽ ڪلال: ذ. صفت. (سن. ڪ = ڪ + لال = لعل. ف. ڪلال). خراب لعلائي يا رنگ وارو - اڻ رتل - ردي رنگ وارو (سن ڪلنت = هنيسا ڪرڻ). ڪوڙو - نڀاڳ - بي ايمان. اکين ڏڪيو - بي حيا - بي ديدو - بي مروت - بي لحاظ - بي شرم - بي ڪٿو - ڳڻ چور - بي محابو - بي ڪنو - ڪير تڪهڻ - بي قدر - احسان فراموش اڻامو - رڪو. بي وفا. لڪ حرام - دغاباز - ويساهه گهاتي - دغا خور - فريبي - ڪڏو. بخيل - ڪنجوس - شوم - موذي - ڪرپڻ (ت). (اسم). (سن. ڪلال = ڪنير). ڪنيار.
- ڪلال ٿيڻ وڃڻ: محبت ڇڏي وڃڻ - بي وفا ٿيڻ بي حيا ٿيڻ - بي محابو ٿيڻ. بخيل ٿيڻ.
- ڪلالپ ۽ ڪلالپ؛ ذ. صفت. ڪساڪي - بي اعتباري - بي ويساهي - شڪ - گمان. بي شڪري - ڳڻ چورائي - بي حيائي. اکين پوٽ. بي ديدائي - بي شرمي - لاانقي - ڳڻ چور - ڪيرتڪهڻا - احسان فراموشي.
● ڪلام ۽ ڪلام: ذ. (ع). خدا جو ارشاد ٿيل حڪم - الاهي پيغام - شاستر - پاڪ لوشتو. ڪلمو - شبد - سخن - ڳالهه - گفتگو. قول - وچن - اقرار. تصنيف - مضمون. جملو يا فقرو. ڪنهن مسئلي کي ثابت ڪرڻ لاءِ عقلي حجت - تقريري يا تحريري بيان. ابوت - پيش خبري - الهام - واڻي - ٻاڻي - پونشيه وايد - اڳڪٿي. شاعر جي چوڻي - شعر راڳ - ڪافي - گيت - بيت. بيت پاراتو. تڪبر - هٽ - مغروري.

- ڪلام الله: اسم خاص. حضرت محمد صلعم تي لٿل خدا جو ڪلام - الاهي ڪلام - مصحف - مجيد - قرآن مجيد.
- ڪلام چوڻ؛ ڪافي چوڻ. بيت چوڻ.
- ڪلام ڪرڻ؛ ڪنهن ڪم ڪي وري نه ڪرڻ جو اقرار ڪرڻ - اقرار ڪرڻ. مد مقابل ٿي سوال جواب ڪرڻ - ڳالهه ٻولهه ڪرڻ - گفتگو ڪرڻ. ڪالي هڻڻ - پٽڻ - پاراتو ڏيڻ. تڪبر ڪرڻ - هٽ ڪرڻ - مغروري ڏيکارڻ. پيشنگوئي ڪرڻ - اڳڪٿي ڪرڻ.
- ڪلام ناقص: اهڙن لفظن جو مجموعو جنهن مان ڪا صفا معنيٰ سمجهڻ ۾ نه اچي (هن کي مرڪب غير مفيد به چوندا آهن (علم نحو ٢٥٥) - اڻ پورو جملو - اڌوري گفتگو.
● ڪلانب ۽ ڪلانب (ت)؛ ذ. وڏي ڏانڊ.
● ڪلانبو ۽ ڪلانبا (ل)؛ ذ. گهمرو - ڦيرو - دفعو - ڦيرو. ورزش جو هڪ رڪن - پيريءَ کي سنئين سڌ هيٺان مٿي ڪٿي وري هيٺ ڪرڻ واري حالت.
● ڪلانچ ۽ ڪلانچ: ذ. ڪاراٽي زمين ۾ پيدا ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم. (اسم خاص). رياست مڪران جي هڪ پاڳي ۽ شهر جو نالو. (جتان ڪلاچي بلوچ آيل آهن).
● ڪلانجهه ۽ ڪلانجهه؛ ذ. گاهه جو هڪ قسم.
● ڪلانڪوٽ؛ اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو. ٺٽي ۾ هڪ قديم ڪوٽ ۽ شهر جو نالو. (هي مڪلي ٽڪري تي هڪ شهر هو، سمن جي وقت ۾ ساموئي نگر ڪان پوءِ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ٿيو، هن کي تغلق آباد به ڪري سڏيندا هئا) (هيلايا ۽ ڪنجهر ص ٢٦).
● ڪلاونت ۽ ڪلاونت؛ ذ. (سن. ڪلا + ونت = ڳائڻو). ڳائڻو - راڳيندڙ - گويو - ڳائڪ - راڳي - مطرب. گوئيو - ڪلاوت - قوال. هنرمند - ڪلاوارو - هنري.

● ڪُلاهَہ ۽ ڪُلاهَہ؛ ذ. (ف. ڪُلاهَہ = ٽوپي). صوفي ماڻهن جي پائڻ جي وڏي ٽوپي والڪر تاج. وڏي ڇهنبدار ٽوپي- ڪُلو- ڪُلهو- خُلو- ڊگهي ٽوپي. تاج شاهي- منگهٽ- مُڪٽ.

- ڪُلاهِدانُ ۽ ڪُلاهِدانَ؛ ذ. (ف. ڪُلاهَہ + دانُ). ٽوپي رکڻ جي پيٽي يا پاڪس- ڪُلاهہ رکڻ جي پيٽي.

● ڪَلائِڻُ (ل)؛ مصدر. وهنجارڻ- سنان ڪرائڻ- تَڙُ ڪرائڻ (ڪَلائيو- ڪلائيندو- ڪلائيل).

● ڪِلائِڻُ (ل)؛ مصدر. سارين ۽ چانورن کي ڇڄ سان ڇنڊي ڌار ڪرڻ. (ڪِلائيو- ڪِلائيندو- ڪِلائيل).

● ڪُلائِڻ (ت)؛ مصدر. پار پتا ڏيڻ- نشان پڌائڻ- نشان پڌائي جاچ ڪرڻ- آهڃاڻ ڏيڻ- ڏَس ڏيڻ. (ڪُلائيو- ڪُلائيندو- ڪُلائيل).

● ڪَلَبُ ۽ ڪَلَبَ؛ ذ. (ع). ڪُتو- سَڳ.

● ڪِلِبَ ۽ ڪِلِبُون؛ ث. (انگ. Clib). انجمن- مجلس- سوسائٽي- سڀا- سماج- جماعت- منڊلي- وڳر- ٽولو- ميڙ- پنچات.

● ڪَلْبَنْدُ ۽ ڪَلْبَنْدَ (ڪ)؛ ذ. رسو- لوڙي- واجهہ- پاٽو- ٽوڙهو- ڪاپار- سگو.

● ڪَلْبُوتو ۽ ڪَلْبُوتا؛ ذ. هڪ چمڪيلو يا چمڪيدار زيور.

● ڪَلِيَر ۽ ڪَلِيَرُونُ (ت)؛ ث. واهہ يا درياء جو ڪنارو- پَٽَر- ڪپر- ڪپ- ڪنڌي- ڪنارو. مثالهين- ڊوري.

● ڪَلْتَارُ؛ ذ. خالق- آپائيهارُ- سرجڻ هار- ڪردار- ڪرتار- ايشور- الله تعاليٰ- موليٰ پاڪ- رزاق- پالڻهار- ڌڻي- پرماتما- رب- خدا جل وعليٰ جي صفاتي نالن مان هڪ نالو.

● ڪَلتِيُ: اسم خاص. گاهہ جو هڪ قسم.

● ڪَلْتَرُ ۽ ڪَلْتَرَ: ذ. (انگ). ضلعي جو مالي حاڪم- ضلعي جو عملدار- ڪليڪٽر- مُحصِل. ڍل وصول ڪندڙ- روينيو اڳاڙيندڙ.

● ڪَلِنُو ۽ ڪَلِنا: د. دال جو هڪ قسم- آرد- مَٽَر- موٺ. ڍليڊن ۾ پيدا ٿيندڙ اناڄات جو هڪ قسم- ڪُرُ لوڙهہ.

- ڪَلِنِي ۽ ڪُلِنِيُون؛ ث. ڪُلٽو.

● ڪَلْپَ: اسم خاص. (سن. ڪَلْپهَہ). ويدن جو آهو حصو جنهن ۾ ڪريا ڪرم وغيره جو احوال ڏنل آهي. سنسار جي ڪل عمر وارو حصو جو ٤٣٢٠٠٠٠٠٠٠ ورهيہ ليکيو ويو آهي.

● ڪَلْپُ ۽ ڪَلْپَ؛ ذ. (سن. ڪَلْپَن = دل ۾ ٺاهڻ). شڪ- گمان- ڀرم- سنسو- وهم- اجايو خيال- وسواس- غيرت- سنديہ. ڀل- چوڪ- ڀرالتي- غلطي- سهو- مت ڀرم. رولو- جنجل- مواجهارو- پريشاني. ڦڏو- بکيڙو- کهمکوڙ. برهمہ جي رات يا ڏينهن. ڪمزي ڪي ڪڙڪ ڪرڻ لاءِ ڏنل روغن- ڪَلف- پيڻ (ل).

- ڪَلْپِتَ ۽ ڪَلْپِتُون؛ ث. ڪوڙو خيال- وَهم- ڀرم- مايا- پرت پاس- ٺڳيو روپ- خيال- پورُ- بُدبُدو- ڦوٽو- من موج- دوُر- ريچڪ- لهر- رَءِ- بود ڪي. شوق- دل- ڪُڏ. غصو.

● ڪَلْپُ پِرِڇُ ۽ ڪَلْپَ پِرِڇَ؛ ذ. وڻ جو هڪ قسم- پارجات. سرڳ جو هڪڙو درخت جنهن لاءِ خيال آهي تہ آن ڪان جيڪي گهرجي سو ملي.

● ڪَلْپِنا ۽ ڪَلْپِنائُون؛ ث. (سن. ڪَلپن = دل ۾ ٺاهڻ). ڪنهن ڳالهہ تي زور رکڻ يا کهڻو لاڙو ڏيکارڻ واري حالت- خواهش- مرضي- چاهہ- شوق- خيال. ڪنهن بہ شئي بابت من ۾ ٺاهيل مَتو- ارادو- ليڪ- لاڙو- تمنا- اِڇا. ڪاوڙ- غصو- جوش (ت). پِٽ- پاراتو- بددعا.

- ڪَلْپِنا ڪَرَڻُ؛ سڪا ڪرڻ- سُڪڻ- سَڀڻ- سڃتا ڪرڻ- پاسَ ڀاسَڻ- ڪِرِپَڻُ- ڀاسَڻُ. وعدو ڪرڻ- انجام ڪرڻ- سُخن ڪرڻ- پرن ڪرڻ- پرتيگيا ڪرڻ- ٻولُ ڏيڻ- اقرار قبول ڪرڻ.

● ڪَلْپَڻُ؛ مصدر. (سن. ڪلپن = دل ۾ ٺاهڻُ). غصي ۾ پرجڻ- چڙڻ- ناراض ٿيڻ. هلاڪ ٿيڻ-

ٻيزار ٿيڻ - تنگ ٿيڻ - دِقْ ٿيڻ - خفي ٿيڻ - ڪڪ ٿيڻ. ڏکوئجڻ - سُور ۾ پرجڻ. (ڪَلپيو - ڪلپندو - ڪَلپيَلْ).

- ڪَلَنْپْ ۽ ڪَلَنْپُونْ: ث. رنج - غصو - ناراضگي - چڙ - جوش - ڪاوڙ. بيزاري - دقت - خفو. ٻڪ ٻڪ - لپاڙ - يخي - ڪوات (ت).

- ڪَلَنْپائِڻْ: مصدر. چڙ ڏيارڻ - ڪاوڙائڻ - رنج ڪرڻ - رنجائڻ - ناراض ڪرڻ. خفي ڪرڻ - چيڙائڻ - بخيل ڪرڻ - ايذائڻ - آزارڻ - ڏکوئڻ - ڪجائڻ - وياڪل ڪرڻ - وڙائڻ - ڪپائڻ - اعنجائڻ - آڪائڻ - ڏَهَڻْ - دق ڪرڻ - هلاڪ ڪرڻ - پريشان ڪرڻ - دقت ڏيڻ - تڪليف ڏيڻ. (ڪلپائيو - ڪلپائيندو - ڪلپائيل).

- ڪَلَنْپِتْ ۽ ڪَلَنْپِتَ: ذ. صفت. (سن. ڪلَپِتَ = دل ۾ ڻاهڻ). خيالي - ڦِرڻو.

- ڪَلَنْپِتِي ۽ ڪَلَنْپِتِيءَ: ذ. صفت. ڪاوڙيل - رنجايل ڪاوڙ ۾ بخيل ٿيڻ. خيال وارو.

● ڪَلِجُگ: اسم خاص. (سن. ڪَلْ = ڪارو + جُگ = يُگ. سن. ڪلي يگ = چوٿون زمانو). هندن جي عقيدي موجب چئن جگن مان هلندڙ چوٿون جُگ - چار لک ٻٽيه هزار ورهين جو عرصو، جو عيسوي سَن کان ٣١٠٠ ورهيه اڳ شروع ٿيو. فساد جو زمانو - ڪوڙو سمون - ڪونو جُگ.

● ڪَلَنْجَڻْ (ت): مصدر. اٿي کي ڪَل اچڻ - الو ڳوهڻ - الو ملڻ.

● ڪَلَنْچْ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي خيري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَلِدارْ ۽ ڪَلدارَ: ذ. چاندي جو رپيو - سِڪو - نائو - سرڪاري مهر. روڪڙو - نقد.

● ڪَلِدَو: اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَلَرَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَلَرْ ۽ ڪَلَرَ: ذ. لوڻ ۽ ٻين ڪارين شين مان گڏيل مٽي - لوڻاٺيل زمين. زمين جو متيون تهه - ڪاري مٽي - شورپل مٽي (هن تي ڦلو اپرڻي ڪونه، ڏک لڳل عضوي، مڙيل عضوي ۽ سنڌن جي سور لاءِ گرم ڪري ٽاڪور ڪجي ته فائدو ٿيندو). (اسم خاص). وارهه، قمبر ۽ شهدادڪوٽ تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو. (صفت). ويران - برباد - تباهه - سَڃ - پِنگ "جيئن ته منهنجي رقم ڪلر ٿي ويئي".

- ڪَلَرائو ۽ ڪَلَرائا: ذ. صفت. ڪلر وارو - ڪارو - لوڻ وارو (هنلا) لوڻاٺو.

- ڪَلرائِي ۽ ڪَلرائِيُون: ث. ڪلر واري زمين - لوڻاٺي زمين.

- ڪَلَرَ جو لَٽو: ذ. اٺي جي وڻ جو هڪ قسم (هي وڏو ٿئي) - ڪلر ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جو لَٽو.

- ڪَلَرَ مَانْ ڪِي ڪِينَ ٿِيڻَ: ڪجهه به نه ورڻ - ڪوبه فائدو حاصل نه ٿيڻ. "ڪلر مان ڪي ڪين ٿئي - توڙي جام ٻساريس جَرُ".

- ڪَلَرْ مَانْڻْ: مري وڃڻ.

- ڪَلَرَ ۾ ٻِج ٻوڪَڻْ: ڪي به هڙ حاصل نه ٿيڻ - ڪجهه به ڦل نه ملڻ - ڪوبه فائدو حاصل نه ٿيڻ.

- ڪَلَرْ ۽ ڪيرِيْ: بيڪار - اجايو - وڪيارٿو - بي فائدو - نيڪمو - نڪار - ڏوڙ ڇائي.

- ڪَلَرِ ۽ ڪيري حاصل ٿيڻ: ڪجهه به نه ملڻ.

● ڪَلَرَ (ت): ث. ڪاڏي جو هڪ قسم - ڪِپهُ، گِتَڙ يا ڪنڊ ملايل ڪچو ٻاجهريءَ جو اٽو.

● ڪَلِرائِڻْ: مصدر. ڪپڙو پاڻي ۾ ڪجهه ميرو ڪري لاهي ڇڏڻ - چوڙڻ - هنڊائڻ - لوڙڻ. (ڪلرائيو - ڪلرائيندو ۽ ڪلرائيل).

● ڪلر ٻَنْڄِي: اسم خاص. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻارڪو وڪر - ٻصرن جي ٻج وانگر هڪ ڪارو ۽ ڪڙو ٻج.

● ڪَلَرَ دڙو مُقامْ: اسم خاص. تعلقي ميري خان ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَلَرِ سَرڪَارِيءَ: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَلِيروُ ۽ ڪَلِيروُ (ت)؛ ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو. تعلقي لوشهري ۽ تعلقي فيض گنج (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَلِيرِيُ ۽ ڪَلِيرِيُ؛ ذ. ڪاري جي ڳالڪٽ جو هڪ قسم (رنگ ميرانجهڙو، قد ١–٣ انچ). (اسم خاص). شهدادپور، رو هڙي، ڳڙهي ياسين، عمرڪوٽ ۽ هالا تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَلَڙوُ ۽ ڪَلَڙا؛ ذ. ننڍو ٻچو - معصوم ٻار - اڀهَرُ - ٻارڙو - ڳينگو - صغير - ٻالڪ - ڪَلهو (ل)

● ڪَلِڙِيُ ۽ ڪَلِڙِيُون (ت)؛ ث. واڪ. آواز - هَڪَل - ڪُوڪَ - ڪيڪَ - رڙ - دانهن.

● ڪَلَسُ ۽ ڪَلَسَ؛ ذ. (س. ڪَلَشُ = اُرجُ). جهنڊي جي مٿان واري ٻُنبيلي - ڪَلنگي - چوٽي - ليلُ - مُنار - بُرج - چَوامُ - ٽولرُ - ڪُنگِرو - ڪُنگري - ڪُلغي - طُرو - ٻَنبو. ڪمال - چوٽي - ڏنگ - چوٽو. زيور جو هڪ قسم. پوچا پاٺ لاءِ ڪم ايندڙ پاڻيءَ جو هڪ خاص ٿانءُ - هندن جو پوچا لاءِ ڪم آندل پاڻيءَ سان ڀريل هڪ خاص نموني جو دِلو. آلي جي ڪَل.

● ڪَلَسوُ ۽ ڪَلَسا؛ ذ. سوڙهي ڳچيءَ سان ڌاتوءَ جو لهيل ٿانءُ يا برتن - ڌاتوءَ جي صُراحي - صراحيدار گردن سان لوٽو - ڪَلَسِيو.

- ڪَلَسِيُ ۽ ڪَلَسِيُون؛ ث. اسم. ڌاتو جو ننڍڙو گَنڊُ وِن.

- ڪَلَسِيوُ ۽ ڪَلَسِيا؛ ذ. اسم. ڪَلسو.

● ڪَلَغوُ؛ اسم. هڪڙي سبزيءَ جو ٻج، جو ڪاڏي ڪاٺڻ ڪان پوءِ ڦوڏني وغيره وانگي ڪاڙجي.

● ڪَلَڦُ ۽ ڪَلَڦَ (ت): ذ. چانور.

● ڪَلَفُ ۽ ڪَلَفَ: ذ. سُٽ يا ڪپڙي آڪڙائڻ لاءِ چانورن يا اهڙي قسم جي ٻي شيءِ سان ٺاهيل پيچي - پيڻ - آهر - آڙي. ڏات - شوخائي - ڪَڙڪو - ڪڙڪائي - ٺاٺائي - سيٽَ. سفيد وارن کي ڪاري ڪرڻ جي دوا - خِضاب (ت). ڏڪ ڏيڻ واري حالت. مشتق الفاظ. ”تڪليف - مُڪلف - ڪُلفت“. (علم نحو ص ٨٥).

- ڪَلَفُ ڏِيَڻُ: چانورن جي پيڻ ۾ ڪپڙو پوڙڻ - شوخ ڪرڻ - ٺاٺ ڪرڻ - آهر ڏيڻ - ڪڙڪ ڪرڻ.

● ڪُلْفُ ڪُلْفَ: ذ. (ع. قُفْل = ڪلف). ڪُرف - تالو - قُفلُ - جنڊ (ت). جيندرو (ٿ).

● ڪُلْفَتَ ۽ ڪُلْفَتُون؛ ث. (ع ڪُلفت = ناسازي). دشمني - وير - وِرِوڌ - عداوت - خصومت - زنگ - ڪَتُ - ڪارَهه - حسد - ساڙو - ضِدُ - اختلاف - بغض - وَڌُ - ٻيپائي. ناراضگي. ڦيناڙو - ويڙهه - انبٽ - جهيڙو - جهڳڙو. نفرت - ڌڪار - حقارت. آفت - اپدا - تڪليف - ڪشٽ - مصيبت. مهرباني جو ضد - بي مهري - سرد مهري - منهن رُ ڪائي.

● ڪَلِفَڻُ؛ مصدر. ڪلف ڏيڻ - شوخ ڪرڻ - ڪڙڪ ڪرڻ - ڪڙڪيدار ڪرڻ - ٺاٺ ڪرڻ - آهرڻ - سخت ڪرڻ - پيڻ ڏيڻ (ڪپڙي وغيره کي). رنگڻ - رنگ ڏيڻ (ل).

● ڪُلِفوُ؛ ذ. لٽونڪ (ٻاڄيءَ) جو ٻيجُ.

● ڪُلْفِيُ ۽ ڪُلْفِيُون؛ ث. کير ۽ پاليءَ کي برف ۾ ڄمائي ٺاهيل شيءِ.

● ڪَلْڦُ ۽ ڪَلْڦَ (ت)؛ ذ. خِضاب. شيرو.

● ڪَلِڦِت ۽ ڪَلِڦِتُون؛ ث. ڪِلڪِل - ڪِلڪِٽ - جهيڙو - جهڳڙو - کهي - ڪِرڪِر - ڪِنِڦِت - ڪُلفت - رڳڙو - ڪَنَهو.

● ڪِلْڪَ ۽ ڪِلْڪَون؛ ث. (س. ڪَرِنڪا). ڪاني جو قلم - ليکڻ.

- ڪِلْڪَ جوُ رُنَڻُ؛ لکڻ مهل قلم جو آواز ڪرڻ - چُرچُر ڪرڻ.

● ڪِلِڪار ۽ ڪِلِڪارون؛ ث. (س. ڪَرَڪ = زور سان ڪِلَڻُ). ڏاندن جي ڪرٽ - ڪرٽو - کٽهنو - ڏاندن جو نڪاءُ - ٻيس - هٿي - ڏڪي.

● ڪِلڪائِڻُ؛ مصدر. (ڪپ وغيره کي) روهيءَ تي تکو ڪرڻ - سيرائڻ تي چاڙهڻ - لائڻ - تيز ڪرڻ.

● ڪَلڪَتو: اسم خاص. هندستان جي هڪ مشهور شهر جو نالو.
- ڪَلڪَتائي: ذ. صفت. ڪلڪتي مان آيل. ڪبوتر جو هڪ قسم.
● ڪِلِڪِيت ع ڪِلِڪِيتُون: ث. (سن. ڪِيتِڪ > ڪَلَهَ = گهِيي). ڪِلِڪِلِ - ڪِيتِ قِيتِ - ريڙهه پيڙهه - جهيڙو - جهڳڙو - رڪڙو - لنئو - ڪِلِقِيتِ - فساد - روڏَنُ - ڪِروڌ - تڪرارُ - بحث - ردبدل - ڪرڦت - گهيي - ڪُرڪُرِ - ڪِٿ ڪِيٿ - ڪِتڪِيتِ - چقمقي. ڪُلفت - حقارت - نفرت - ڏِ ڪارُ.
● ڪلاڪِ ڪِينگِرِ جاگير نمبر ۱ - ۲ - ۳ - ۴ - ۵: اسم خاص. تعلقي ننڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪِلڪِل ع ڪِلِڪِلِيون: ث. (سن. ڪَلَهَ > ڪَل ڪَل = جهيڙو). گهِي - ڪِيٽ ڦِيٽ - مالڏانِ - تڪرار - رولو - فساد - ڏند آٿل - جهيڙو - جهٽو - ڪينرو - ريڙهه پيڙهه - ننڌتو - روڏن - جُهٽ - ڪُٽ - ڪُرڪُرِ - ڪپا ڪيهه - ڪَهوڙي - گهيي - فساد - رد بدل - حُجت.
- ڪِلِڪِلِ ڪَرَڻُ: گهيي ڪرڻ - ڪُرڪُر ڪرڻ - ڏند اٽل ڪرڻ - جهيڙو جهڳڙو ڪرڻ - ڪِروڌ ڪرڻ - ريڙهه پيڙهه ڪرڻ.
- ڪِلڪَلو: ڏاڍيان ڳالهائڻ. جهيڙو - فساد - ريڙهه پيڙهه - لنئو - رڪڙو - جهڳڙو.
- ڪِلڪِليو ع ڪِلڪِليا: ذ. صفت.
- ڪِتڪِيو - ڪنيڦيو - رڪڙائي - تڪراري - حجتي - فسادي - جهيڙاڪو - لنائي - ڪِروڌي - روڏلي - ريڙهه پيڙهو - گهيڙخورُ - بحثي.
● ڪَلڪي: ث. (سن. ڪَلڪن). هندن جي عقيدي موجب وشنو مهراج جو ڏهون جنم.
● ڪُلڪي ع ڪُلڪِيُون (ٿ): ث. شاديءَ جي رات ڪنوار ڪي ساٿ سڳڻ.
- ڪُلڪِيُون رَمائِڻُ (ٿ): شاديءَ جي رات گهوٽ ۽ ڪنوار کي ساٿ سڳڻ ڪرڻ.
● ڪَلڪهو ع ڪَلڪها: ذ. هڪ ٻوٽي جو نالو.

● ڪَلَمُ ع ڪَلَمَ: ذ. ڪنهن ٻئي وڻ جي ٽاريءَ جو پيوند ڪرڻ لاءِ وَڍِيَلُ ٽڪر - زمين ۾ هڻڻ لاءِ وَڍِيلُ ٽُڪر - قلمُ.
- ڪَلَمُ لڳائڻُ: هڪ وڻ جي ڪاٺي ٻئي وڻ سان پيوند ڪرڻ. زمين ۾ ٻوٽي پيدا ڪرڻ لاءِ وڍيل ٽاريءَ جو ٽُڪر هڻڻ.
● ڪَلِمِ (ٿ): زُلفَ - وارَ - ڪاڪِلُ - گيسُو.
● ڪَلماڻي: اسم خاص. بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جو نالو.
● ڪَلمتي: اسم خاص. ڪَلمت مڪران مان آيل بلوچ قوم جي هڪ قبيلي جو نالو - قرمطي - رِنڊ بلوچ (پسني ضلعي جا رهاڪو). (ت. بلوچستان ص ۲۳).
● ڪَلِمُو يا ڪَلِمُون ع ڪَلِما يا ڪَلِمان: ذ. (ع. ڪَلَمَ = هن ڳالهايو). مسلمانن جي عقيدي موجب اسلام جو، پهريون رڪن "لاَ اِلٰهَ اِلاّ اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُولُ اللّٰهِ" (ڪلمو طيّب). لفظ - ٻولُ - سخن - ٻات - سُخن - قولُ - وچن - انجام - اقرار - وعدو. محاورو - چوٽي - جُز. ڪَلامُ - فِقِرهُ. علم نحو موجب اهو لفظ جنهن مان هڪڙيئي معنيٰ نڪري ٿي ۽ ان جي ٻرزن يا ٽڪرن يا ڀاڱن جو الهن جي معنيٰ سان ڪو به واسطو نه هجي. هڪڙو مفرد موضوع (بامعنيٰ) لفظ "اهڙا گهڻا ڪلمان گڏجي ڪلام جوڙين ٿا، جن کي جملو يا جملا، يا تقرير بيان چئي سگهجي ٿو" (علم نحو، ص ۴).
- ڪَلِمُون پَڙَهُڻُ: دين اسلام جي اصول مطابق اعتقاد سان ڪلمون پڙهڻ - مسلمان ٿيڻ - دين اسلام تي اچڻ. تصديق ڏيڻ - خاطري ڏيڻ - پَڪَ ڏِيَڻَ. وعدو ڪرڻ - انجام ڪرڻ - اقرارُ ڪرڻ - سخن ڪرڻ.
- ڪَلِمي پاڻي: ذ. (مسلمانن جو). همذهبي - اسلامي - مسلمان.
- ڪَلِمي سانُ لَڏَڻُ: مسلمان ٿيڻُ مرڻ - اسلام مذهب تي پورو هُجڻ.
- ڪَلِمي سانُ هَٽَڻُ: مسلمانيءَ تي پورو هجڻ.

ـ ڪَلمي گو؛ ذ. صفت. ڪلمو پڙهندڙ ـ مسلمان ـ مؤمِنُ ـ اسلامي ـ سچو مسلمان. سچ چوندڙ ـ حق گو ـ راستِي ـ سچارُ. (خدا ۽ سندس رسول کي) مڃيندڙ.

● ڪَلَمِيُ ۽ ڪَلَمِيُون؛ ث. پڙين جي انيي مڙهه جو هڪ قسم ـ بادبان ـ ابرقُ (ت). هٿ جو لکيل نُسخو ـ قلمي.

● ڪَلَمِيُ شورو؛ ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکرُ.

● ڪَلِنبَرُ ۽ ڪَلِنبَرَ (ت). ذ. ڪِنارو ـ ڪپر ـ ڪلِنپر ـ ڪنڌي ـ پَر ـ ڪَپُ.

● ڪَلِنپَرُ ۽ ڪَلِنپَرَ (ت)؛ ذ. ڏسو ڪلنبرُ ـ ڪپ ـ ڪنارو.

● ڪلنڊورائيُ؛ اسم خاص. مري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● ڪُلَنڪُ ۽ ڪُلَنڪَ؛ ذ. (س. ڪَلَنڪُ) ڪارو داغُ ـ ٽِڪو ـ چِٽو ـ دُبو ـ نِشانُ ـ ڏَبو ـ ڪاراڻ ـ ڪاراڻ. گناهُ ـ عيبُ ـ دوشُ ـ وِڏَ ـ گهٽتائي. خواري ـ ذلت ـ ٻَندي ـ ساڙُ ـ ڪارنهن جو ٽِڪو ـ رسوائي ـ ڪاراڻ جو داغُ ـ بدنامي ڪِلا ـ بدناموسِي. (صفت). اجڙو ـ خرابُ ـ دُشٽُ ـ بَدُ ـ خبيثُ ـ پاپي ـ شرير ـ پاپائيتو ـ مَندو ـ پراچتي ـ ڏوهي ـ عيبدارُ ـ ڪارو ـ بدنام ـ رُسوا ـ ذليل ـ گنهگارُ ـ حرفي ـ تقصير وارو ـ عِتابُ جوڳو.

ـ ڪَلنڪِي؛ ذ. صفت. داغي ـ بدنام ـ مُلزم ـ ڏوهي ـ گنهگارُ ـ عيبدارُ ـ قصور وارُ ـ ڪُلنڪِيُ.

ـ ڪَلنڪَ جو ٽِڪو؛ رسوائيءَ جو داغُ ـ بدناميءَ جو ڏَبو ـ ڪِلا جو ڪهالکهو.

ـ ڪَلنڪَ لَڳَڻُ: داغُ لڳڻ ـ ٽڪو لڳڻ ـ بدنام ٿيڻ ـ گنهگارُ ٿيڻ ـ عيبدارُ ٿيڻ ـ ڏوهي ٿيڻ ـ قصور وارُ ٿيڻ ـ خوارُ ٿيڻ ـ رُسوا ٿيڻ ـ بدنام ٿيڻ ـ ذليل ٿيڻ.

ـ ڪَلنڪِيُ؛ صفت. بدنام ـ ڏوهي ـ داغي ـ آپراڌي عيبدارُ ـ خطاوارُ ـ رُسوا ـ ذليلُ.

● ڪَلنڪُ ۽ ڪَلنڪَ؛ ذ. (س. ڪَلغيُ). ڪلنگي وارو ـ طري وارو ـ چوٽيارو ـ ڪُلغي وارو ـ مشهور پهلوان ـ چوڏو ـ دليرُ ـ وِيرُ ـ سُورمو ـ بهادُر ـ بانڪو ـ شهزور. ناليوارو ـ نامڪتيو ـ ڳڙلڪ ـ مشهورُ ـ هاڪارو. داغُ ـ چِٽو ـ ڪَلَنڪُ.

● ڪُلنڪ ۽ ڪُلنڪَ (ت): ذ. دوا جو سنگ ـ دوا جي نُسري.

ـ ڪَلنڪو ۽ ڪلنڪا؛ ذ. سوڙُ ـ طُرو ـ ڪلنگي ـ ڪَلنڪ ـ چوٽي. لڪر ڪڪڙ جو سوڙُ ـ ڪُڪڙُ جو چِٽُ. هڪڙي قِسمُ جو گُلُ.

ـ ڪَلنگيُ ۽ ڪَلنگيُونُ؛ ث. (تُرڪيُ. ڪَلغِيُ). بادشاهي چِٽُ ـ تاجُ. ٽڪي جي مٿي کيل چوٽي ـ ڪُلغي. هڪين جي مٿي تي کنين جو گل ـ چڳو ـ جُهمڪُ. ڪڪڙ جي مٿي تي چوٽي ـ موڙُ ـ ٽوڙُرُ ـ نيلُ ـ ڪڪڙ چِٽُ. چهنبياري چوٽي ـ ڪُلهو ـ لوهيُ ٽوپي ـ سرداريءَ جو نشان ـ تمغو.

ـ ڪَلنگِيُ ڌَرُ؛ ڪلنگي وارو ـ ڪلنگي پهريندڙ ـ چوٽيءَ وارو. سردارُ ـ مهندارُ ـ ڌُرو ـ اڳوانُ. گرو گوبند سنگهه جو هڪ لقب.

ـ ڪَلنگي سَرُ ڪَرَڻُ: تاج مٿي تي رکڻ ـ حڪومت حاصل ڪرڻ ـ چٽ جهلائڻ. شهرت وارو ٿيڻ ـ ناليرو ٿيڻ ـ نالو ڪيائڻ ـ ڌاڪو وڄائڻ ـ نام ڪڍيو ٿيڻ.

● ڪَلَنگهو ۽ ڪَلَنگها؛ جانورن جو هڪ قسم. هڪ ٻوٽي جو نالو.

● ڪَلَڻُ؛ مصدر. وهنجڻ ـ غسل ڪرڻ ـ سنان ڪرڻ ـ تڙ ڪرڻ ـ مٿو ڌوئڻ (ل. ک). (اني کي) اٿلائڻ ـ سارڻ ـ ڳوهڻ ـ ڪَلَ ڏيڻ ـ سِٽيءَ کي ڳوهي هٿوريءَ سختيءَ تي پڇائڻ ـ ڪنڀر جو مٽيءَ کي مار ڏيڻ. اٽي کي ڳوهڻ بعد ڪجهه وقت ڏيڻ.

ـ ڪَلَ ڏيڻ؛ مٽيءَ کي مار ڏيڻ ـ اٽي کي ڪَلَ ڏيڻ. پيچ ڏيڻ.

● ڪلڻ؛ اسم خاص. تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَلو ۽ ڪَلا: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم (هي مڇيءَ کي منڊس ڪنڊو لڳي ته مري پوي، پنا چلر، سفيد، آگر جيڏي، سنهن ڪنڊن سان) (ڪ). سِسِي - سِيرُ - سِري - مُنڊي. ڳلو - حلقو (ت). لنڊو ٻچو - ڪلهو - آبهَمُ - صغيرُ - ڪينڪو. سخت اُڃ - تاس - پياس. سِڪ - محبت (ل). ڪُنڍو (ل). صدر - وڏو - سردارُ - رئيسُ - چوڌري - آقا - مُکي - ٻيل. وڏي سڌ مراد ڪهڻ واري حالت (ت).

- ڪلو لڳڻ: سخت اُڃ لڳڻ. پريشان ٿيڻ. مڇيءَ جو ڦٽڪڻ.

● ڪَنڌو: اسم خاص. ذات جو هڪ قسم.

● ڪِلو ۽ ڪِلا: ذ. (سن. ڪيِلَ = ڪِلو). ڪاٺيءَ يا لوهه جو ڇنبيارو ٽڪر وڏي ڪِلي - ڪِلُ - وڏو ڪوڪو - ميخ - ڪيرو - ڪيرُ - ڪولٽو - چوبُ. ٻيل گاڏيءَ جو هڪ عضوو (سن. ڪِلہَ). ڪشمڪش - لڙائي - جنگ - جهيڙو - جهڳڙو - رڳڙو - وڳوڙ - ٽنٽو - رد بدل - ريڙهه پيڙهه - ويڙهه. او ڪيءَ ويلَ - ڏکئي وقت. ماڻهوءَ جي آلت. (سن. ڪلولم = وڏي لهر). درياءَ جو لوڏو.

- ڪِلو ٺوڪڻ: مضبوط ڪرڻ - قابو ڪرڻ - سوکهو ڪرڻ. دڙڪو ڏيڻ - تاب وِهارڻ - دٻ ڏيڻ. سخت پورهيو وٺڻ - محنت ڪرائڻ.

● ڪِلو ڪرڻ: جهيڙو يا لڙائي ڪرڻ - فساد ڪرڻ.

- ڪِلو لنگهائڻ: سزا ڏيڻ - مارڻ. تمام سخت پورهيو وٺڻ.

- ڪاپي وَڪڙ: رمي پڌڻ جو هڪ قسم - گنيد پڌڻ جو هڪ نمونو - ڏيڍي گنيد.

● ڪُلو ۽ ڪُلا: ذ. (ف). ٿڪي هيٺان پائڻ جي ڇنبدار ٽوپي - ڪُلهو - ٽوپي - مٿو - مغز - سِر.

● ڪَلوا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَلواري: اسم خاص. ديري محبت ۽ جيمس آباد تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَلواڙ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَلواڙو: ذ. وَڃائڻ جي ٽارَ جو هڪ قسم - وَڄت جو هڪ قسم (لهري والکر ٽئي).

● ڪَلوالي: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪُلوانُ ۽ ڪُلوانَ: ذ. صفت. (سن. ڪُلُ + وان) ڪُل ونت - ڪُل ولتي - ڪلين - پڻائتو - گهرائتو - وڏگهرائو - خانداني - اڳ ڀائو - بنيادي. مائائتو - شاائتو - مانوارو.

● ڪَلوانَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (١٥ پاڙا).

● ڪَلوائي: اسم خاص. مري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● ڪَلوتُ ۽ ڪَلوتَ (ت). ذ. ڪپڙي کي ڏنل ڪلف - پِڻ.

● ڪَلورُ ۽ ڪَلورَ: ذ. (سن. ڪَلول = ظُلم) ويلُ - ظُلم - ناحق - بي انصافي - هاجو - الڏيرُ - بغداد - فرعوني - ڏاڍُ - ويڌنُ - بيدادُ - ڏوڌُ - الله ڏلہ - زبردستي - قهر - ڏاڍائي - غضبُ - تعدي - آزرتُ - غريبان مارَ - ڪُنياءُ - ايذاءُ - سِتمگيري - سِتمُ - راڄُ هتُ. مَوجُ - ڪَڏُ - ڪيلُ - خوشيُ - و انڌرُ.

- ڪلورُ ٿيڻ: ظلم ٿيڻ - ناحق ٿيڻ - بي انصافي ٿيڻ - بيداد ٿيڻ - قهرُ ٿيڻ - سِتمُ ٿيڻ.

- ڪَلورُ ڪرڻ: ظلم ڪرڻ - ڏاڍ ڪرڻ - زوري ڪرڻ - سِتمُ ڪرڻ - بي انصافي ڪرڻ - ويلُ وَهائڻ.

- ڪَلوري ۽ ڪَلوري: ذ. صفت. ظالم - قهري - ڏوڏي - ستمگر - زبردست. الڏيري - ظلم ڪش - فرعون - ظالمي.

● ڪَلورو: اسم خاص. گاهه جو هڪ قسم - ڏاجورو. (اسم خاص). تعلقي نوشهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَلوري ۽ ڪَلوريون: ث. هڪ قسم جو جهنگلي ڦل - ذات جو هڪ قسم.

● ڪَلوڙ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَلمُوڙ : اسم خاص. تعلقي ميرپورماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَلموڙِي: ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻساري وکر جو نالو. هڪ قسم جو وڻ يا ٻوٽو، جنهن جو ڦل آچار طور ڪم اچي - ڪيرڙُ - ڪريڙُ.

● ڪَنجُوس ۽ ڪَلمُوسَ (ت): ذ. ڪنجوس - بخيل - ٿورَ ستهو - سُوذي - شُومُ.

- ڪَنجوس ڪَلمُوس ٿيڻ: پاهر ٿيڻ. ناس ٿيڻ - چٽ ٿيڻ - برباد ٿيڻ.

● ڪِلمُوس ۽ ڪِلمُوسَ: ذ. جهيڙو - جهڳڙو - ٽنٽو - فساد - ويڙهه - وڳوڙ - رڳڙو - دنگو - تڪرار - وير وَڍ. رنج - لاراض (ت).

● ڪَلمُوس: ذ. تالڪهه - ڇِڪَ - ڪاڍ - سِڪَ - ڪاڍ - آڪيرَ - آڪَنڊَ.

- ڪَلمُوس ڪَلمُوس ڪَرڻ: تالڪهائڻ - ڇڪَ ڪرڻ - ڪَڍڻ - سِڪَ ڪرڻ.

● ڪَلو ڪَلو (ت): (آواز) ڪتي ڪي سڏڻ جو آواز - ڪُورَ ڪُورُ.

● ڪَلمُول ۽ ڪَلمُولَ: ذ. اسرار - رمز - ڳجهه - ڀيد - ليڪَ - پڙدو. موج - مزو - راحت - عيش.

"ڪاڙين جي ڪَلمُول جي ڪَڇن ڪل ڪيهي" (دلپت).

سڙڻ واري حالت - ساڙو - پڇتَر (ل).

● ڪَلمُواٽ ۽ ڪَلمُوڻتَ: ذ. ڪلاولت - ڳائيندڙ - وڄيندڙ - ڳائڻو - ڳائڪ - رڳي - ڳَوَيو - مُطرب - قوال.

● ڪَلمو نڇي ۽ ڪلمو نڇيون: ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جي ٻوٽيءَ جي ٻج جو نالو - هڪ ٻساري وکر.

● ڪَلموءِ غائبي: اسم خاص. هوتواڻي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● ڪَلموٽِي: اسم خاص. ڏيهلي ۽ ڍڪهڙي تعلقن ۾ هڪ ڳوٺ ۽ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ذات جو نالو - بلوچن جو هڪ پاڙو.

● ڪَلَهه: ظرف. (سن. ڪلنيہ = ڪالهه). گذريل ڏينهن - اڳيون ڏينهن - ڪالهه - ڏهروز.

- ڪَلَهه رات: ظرف. گذريل رات - ڪالهه رات - اڳين رات.

- ڪَلهوڪو ۽ ڪَلهوڪا: ظرف. ڪالهه وارو - ڪالهوڪو - ڪلهوٺو.

- ڪَلهوڪي ڳالهه: ڪلهه واري ڳالهه - ڪلهه جي ڳالهه. حال جو ذڪر. هينئر جي ڳالهه - ترت ٿيل ذڪر - ويجهڙائيءَ جو بيان.

- ڪَلهوٺو ۽ ڪلهوٺا: ظرف. ڪالهوڪو - ڪالهه وارو - اڳئين ڏينهن وارو.

● ڪَلَهه ۽ ڪَلهون: ث. (سن. ڪَلَهه = جهيڙو). معاملو - جهيڙو - جهڳڙو - فساد - ڦِڏو - رڳڙو - ٽنٽو - وِڳوڙ. کَهپي - ڪِلڪل - ڪيٽ ڦيٽ - ڪروڌ. رود ن - روج - راڙو - ريهاڙ - رود ن. شور - گوڙ. (صفت). جهيڙائي - جهڳڙائي - معاملائي - فسادي - ڦِڏني - بکيڙائي - ڪِلهه (سامي).

- ڪَلَهه جاري ٿيڻ: بي آرامي پيدا ٿيڻ - پريشاني حاصل ٿيڻ - سُڪ ڦٽڻ. معاملو ٿيڻ - جهيڙو ٿيڻ - جهڳڙو ٿيڻ - رڳڙو ٿيڻ. کهپي شروع ٿيڻ - ڪيروڌ مچڻ.

● ڪَلهه ۽ ڪَلهَ: ذ. تلوار جي هٿي کي پٺي پاسي ڪان لڙڪندڙ ڳُل يا ڏور.

● ڪَلها: اسم خاص. ٺرهه رهندڙ برهمڻن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪَلهان ڪارو: اسم خاص. هڪ جبل جو نالو.

● ڪَلهيٽي ۽ ڪَلهيٽيون: ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻساري وکر جو نالو.

● ڪَلهو ۽ ڪلها: ذ. (ف. ڪل = ڪنهن به جانور جو نر ٻچو). اڻ آزمودگار ٻار - ننڍو ٻچڙو - الڙ ٻار - بي سمجهه ٻار - اڻ ڄاڻ.

"هرڻي اچي حاضر ٿي، جنهن ڳوري ڳالهايو، ڪلها ڇڏيا هُن ڪنب ٿي، منهنجو ٻري ونڌ هنو" (ٻچايو رند)

معصوم. ٻُلڙو. ڪمزور. اپاهج - بي وس - موٿاج - لاچار - بي ٻهج. يتيم - لِڏ رُ.

● ڪُلهو ﴿ ڪُلها ﴾ ذ. هڪ عُضوي جو نالو. ٻانهن جي ٻاڙ ۽ ڪچ ڪان مٿان وارو هنڌ - ڳولي ٻيالي واري سَنڌَ جو نالو - دوش (ف). ڪنڌو - منڍو - دَستو.

- ڪُلها سُورَ ڪَرَڻ ؛ گهڻي ڪم ڪرڻ ڪري ٿڪجي پوڻ. وِرچڻ - خفي ٿيڻ - بيزار ٿيڻ - ڪَڪو ٿيڻ.

- ڪُلها ڪَنڌِي وِجهَڻ ؛ ٿڪجي پوڻ - ڪُلها سور ڪرڻ. گهڻي محنت ڪرائڻ - ٿڪائڻ. ورچائڻ - خفي ڪرڻ - بيزار ٿيڻ.

- ڪُلها ڪُوٽِڻ ؛ ڪَ جي وارَ ڪان ڇهڪي وِ هَڻ - وارو بچائڻ. ڪم ڪان گسائڻ - لٽائڻ - ٽاليمائڻ.

- ڪُلها ڪَنڌَل ؛ ذ. صفت. مصيبت کي منهن ڏيندڙ - هِرِ يَل - مصيبت سهندڙ. آزمودگار.

- ڪُلها ڪَنڌَل هُئَڻ : مصيبت تي هِرِيَل هئڻ - جيڪنهن مصيبت سهڻ جهڙو هئڻ - تجربيڪار هئڻ - آزمودگار هئڻ.

- ڪُلها ڪَسَ ٿِيڻ ؛ گهڻي ماڻهن جو ڪٺ ٿيڻ - انبوهه مڙڻ - رش لڳڻ.

- ڪُلها گَسِي وَڃِڻ ؛ سخت پورهيو ڪرڻ - هَڃَڻ - محنت ڪرڻ.

- ڪُلها ڪَهَ : ث. ڪلهي ڪَسَ - ميڙَ - انبوهَ - هشامَ - پِينڊَ - ڪَٺَ - گوڙ - پِيهَ.

- ڪُلها ڳاڙها ڪري آچِڻ ؛ (دعا جو هڪ قسم) پرائي اچڻ - ڳاڙهي چادر ڪلهن ۾ ڏِ ڪَڻ - شادي ڪرڻ.

- ڪُلها هَڻندو وَتَڻ ؛ بيڪار گهمندو وتڻ - خواه مخواه رلڻ. رڙ ڪڍائي وڙهڻ - هروڀرو وڙهڻ.

- ڪُلهن تي ڪِرَڻ : ڪنهن کي ڇاتي پڇهي تڪليف ڏيڻ - بار ٿيڻ - زبردستي ڪنهن تي بوجو ٿيڻ.

- ڪُلهن تي کڻڻ ؛ همدردي ڪرڻ - مدد ڪرڻ - واهر ڪرڻ - سهائتا ڪرڻ - همراهي ڪرڻ.

- ڪُلِهنئان ؛ ظرف ڪلهن ڪان - ڪلهن وٽان.

- ڪُلهيئون ؛ ڪلهن ڪان - ڪلهن تان - ڪُلِهنئان.

- ڪُلهو جهَلَڻ ؛ برابري ڪرڻ - مقابلو ڪرڻ. واهر لاءِ هٿ ڏِ کهڻ - مدد گهرڻ.

- ڪُلهو ڏِيَڻ ؛ ٻانهن ٻيلي ٿيڻ - مدد ڪرڻ - سهائتا ڪرڻ - همراهي ڪرڻ - شامل ٿيڻ ڀنهنجي ڪلهي تي سهڻ (اشي جو بارُ) - ٻئي جي مصيبت سهڻ. جنازو کڻڻ - لاش کي ڪنڌ و ڏيڻ.

- ڪُلهو ڪُلهي سانُ ڏِيَڻ ؛ هر ڪنهن ڳالهه ۾ شامل هئڻ - سات ڏيڻ - ٻانهن ٻيلي ٿيڻ.

- ڪُلهو ڪُلهي سانُ ڏيئي بيهَڻ ؛ شامل يا مددگار ٿيڻ - ڪُلهو ڪُلهي سان ڏِيَڻ.

- ڪُلهو ڪُلهي ۾ ميلائڻ ؛ مددگار ٿيڻ - واهرو ٿيڻ - ساٿي ٿيڻ - ساٿي ٿيڻ. شامل راءِ ٿيڻ.

- ڪُلهو لڳڻ ؛ (ڍڳي وغيره جو). ڪُلهو سُڃي يا آتي هوڻ يا ڦٽجي پوڻ. واهيات نمولي ۾ هلت ڪرڻ - اڙ لڳو ٿيڻ - اڙ لڳي هلت ڪرڻ.

- ڪُلهو ميلائڻ ؛ مقابلو ڪرڻ - مٽ ڪرڻ يا ٿيڻ - برابر ڪرڻ - جوڙ جيس ٿيڻ - ثاني ٿيڻ. همراه ٿيڻ - مددگار ٿيڻ - واهرو ٿيڻ - حامي ٿيڻ.

- ڪُلهو نصيب ٿيڻ : ڪنهن جي لاش کي ڪنڌ و ڏيڻ - مئي ڪان پوءِ جنازي کي ڪُلهن تي کڻڻ.

- ڪُلهو هَڻَڻ : برابري ڪرڻ - مقابلو ڪرڻ - طاقت وغيره ۾ ٻئي جو مٽ ٿيڻ - زورآزمائي ڪرڻ. وڏو ٿيڻ. خواه مخواه وڙهڻ - هروڀرو وڙهڻ لاءِ سانباهو ڪرڻ.

- ڪُلهي جَس (ت) : اوکيءَ ويل ڪيل مدد - همدردي - سهائتا (ٻين سان).

- ڪُلهي جُوسي (ت) : مددگار - همدرد - واهرو - حامي - حمايتي.

- ڪُلهي ڪاڻدِي ٿيڻ ؛ مئي ڪان پوءِ ڪٽ کي ڪلهي تي کڻڻ - ڪاهو ڏيڻ - ڪالڏي ٿيڻ.

- ڪُلهي ڪَنڌني وِجهَڻُ: ڪفني پائڻ - در در پنڻ - فقير ٿيڻ - ڀڪاري ٿيڻ - گدا گر ٿيڻ. ديوانو ٿي رلڻ.
- ڪُلهي ڪَسَ ؛ ث. (ماڻهن جو) گوڙ - ڳاهٽ - هشام - هيشام - گڙدي - ڀيهه - پينهه - گيهه - ڳپا گيهه - ميڙ - هُش ڳَس - انبوهه - ڪٽ - سَٽ - رش.
- ● ڪُلهي گَسهَ ؛ ماڻهن جي پيهڙ - گوڙ - ڪُلهي ڪَسَ - انبوهه.
- ● ڪلهوڙا ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (۽ ڀاڙا). موري، دادو، ميرو خان ۽ شهداد ڪوٽ تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● ڪُلهوڙڪِي: اسم خاص. تعلقي ٺٽي ۾ هڪ ديهه جو نالو.
- ● ڪُلهي ۽ ڪُلهيُون (ل): ث. ڪرهو - اٺ.
- ڪُلهيرو ۽ ڪُلهيرا ؛ ذ. تاجي کي صاف ڪرڻ جو هڪ اوزار - ڪلهيڙو - سالهر - وڏو برش. (ث. ڪلهيري ۽ ڪلهيريُون).
- ڪُلهي ڪارو (ڪ) ؛ اسم خاص. سڪ جي الهندي پاسي هڪ جبل جو نالو.
- ● ڪُلَڙُ ؛ ذ. نشان - پارٿا - اهڃاڻ. گولا ڦولا - ڀڃا ڳاڇا - ڇاڄ جوڄ.
- ● ڪَلَڙَ ڏِيَڻُ ؛ اهڃاڻ ڏيڻ - پارٿا ڏيڻ - نشان ٻڌائڻ. گولا ڦولا لاءِ چوڻ - ڀڃا ڳاڇا ڪرڻ - ڇاڄ جوڄَ ڪرڻ.
- ● ڪلڙو ۽ ڪلڙو: ذ. ڪلجُڳُ. زمانو - سمون - ڪي سال - آيام - جُڳ.
- ● ڪُلِيو ۽ ڪُلِيَا: ذ. ڪاڙهيل يا اوٻاريل گوشت جو شوربو - گوشت جو رَس - صوف - عرق - آب گوشت - شورو و - (انگ). سوپ.
- ● ڪَلِي ۽ ڪَلِيُون، (ت). ڪليان: ث. (سن. ڪَلي = مُڪڙِي > سن. ڪلِنڪا = مڪڙي). گلاب جو اڻ ٽڙيل گل - غنچو - مکڙي - شگوفو - ڪُونِپَلُ. (سن. ڪلڪ). وات جي ڇيڙي ۾ هڪ قدرتي ڳوڙهو - ڳلڦڙو - نڙيءَ جو غدود - (سڄيءَ جا) ساهه ڪڻڻ جا ڳيلا - ڪليجو - جگر - ڪلٽي. ايوجهه - جوان عورت - ڪنيا - ڪنواري - دوشيزه. بيت يا شعر جي مصرع - ٽُل - سٽ - انترو. چنيءَ جي ٻن تارن جي وچ وارو ڪپڙو. (ڪپڙي جي) ترپز - ڪچري - چڪولي - چولي جي پاسن جو ٽڪر. پائي اڌ سير يا سير جو ماپو. ڍڪي جو ٽوهو. سَهڪَ - تڪليف - آلله مالڪ - سهڪي. ڪليءَ ۾ ٿيندڙ بيماريءَ جو هڪ قسم (ف. قليان). حقي جو هڪ قسم (اڪثر هندستان ۾ ٿئي). مينهن جي ٻاڻي سان پرجي ويل ڪڏ. فساد - ڪِلڪلو - جهيڙو - ٻکيڙو - ڏمچر - گوڙ - هُل (ت). ڀيرو راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو. (سن. ڪَلَ). چوٿون جُڳ - ڪلجگ.
- ڪَلِي هَوَڻُ ۽ ڪَليُون هَوَڻُ ؛ ڪلين جو سڄي پوڻ - ڳلي جي بيماري ٿيڻ - ڳلا ڦڙا وڏي پوڻ.
- ڪَلِينڪالُ: صفت. ڪلجگ جو وقت - خراب وقت.
- ڪَلِيُون ڪَنبَڻُ ؛ ڊڄڻ - ڏڪڻ - هراسجڻ - خوف ۾ پرجي وڃڻ - ڪانئارجڻ.
- ● ڪِلِي ۽ ڪِليُون ؛ ث. (هرا. ڪيلا. سن. ڪيِلَ = ڪِلِي). لوهه يا ڪاٺ جو نوڪدار ٽڪر - کوڪو - ميخ - ڪِل - ڪِيري. (سن. ڪِلهتِ = ڪُنجِي). ڪنجي - چاٻي. (سن. ڪَلِي = جنگ). جنگ - جهيڙو - ويڙهه - لڙائي - ٽنٽو - فساد. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.
- ڪِلِيدانُ ۽ ڪِلِيدانَ ؛ ڪاٺ جي ٺٽي يا چوکٽ جنهن منجهه کُٽيون ڪليون ڪتل هجن.
- ڪِلِيدارُ ۽ ڪِلِيدارَ ؛ ذ. (ف. ڪِلِي + دار = چاٻي رکندڙ). ڪنهن قلعي يا ڪوٽ جي چاٻي رکڻ وارو يا اُن جي سنڀال ڪندڙ - چاٻيءَ وارو - دربان. ڪنهن دڪان جي مرادي رکندڙ - منيب.
- ڪِلِي ويلَ: جنگ جي مهل - لڙائي جو وقت.
- ● ڪُلِي ۽ ڪُلِيُون (ڪ) ؛ ث. جُتي، چمپل وغيره ۾ پيل چمڙي جي وڍي. (صفت).

(ع. ڪُلُ = سَڀُ). سموري- ساري- سڀ- سڀوسڀ- سڄي- جملي- ڪل- سيوئي- رڳي.

- ڪُلِي ڪُتِي (ت): صفت. خوشامدي- چاپلوس.

● ڪليا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪُلِّيَاتُ: ث. (ع). ڪلي جو جمع. (جزئيات جو ضد). تصنيفات جو مجموعو- هڪڙي ماڻهوءَ جو ڇپيل نظمن جو مجموعو.

● ڪَلِّيَارَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَلِّيَانُ: ذ. سرود جو هڪ نالو (ل). ديپڪ راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو. (سج لهي پوءِ ڳائجي).

● ڪَلِّيَاڻُ ع ڪَلِّيَاڻَ: ذ. صفت. (سن. ڪلياڻ = عمدو). عمدو- سهڻو- سٺو- حسين- ناهوڪو- وڻندڙ- دلپسند. آسودو- سکي- جوڙ- سکيو- ستاهو- نئوبنو- نصيبدار- خوش قسمت- فائدي وارو- تازو تڪڙو. (سن. ڪلياڻ = سک). خيريت- عافيت- سک- آرام- ڇڱيلائي- تندرستي- بهبودي- خيرخوبي- سَدِ ڀاڳ. فائدو- نفعو- لاڀ- برڪت. سڀڪا- سڀت- فرخي- برڪت- لهر بهر- اقبال- طالع- چڙهتي- چڙهندي- سڀائي- چڙهو- ڪيرت. خوشي- منگل- سرهائي- آنند- شاد مانو. موڪا- رهائي- ڇوٽڪارو- نجات- آڌار- مُڪتي- گَت. امن امان- سالت- ڪشلتا. سوڀ- فتح- نصرت- ڪامراني- جيت- ڪٽ. مجلس- ڪچهري- منڊل- معرڪو- محفل- رهاڻ. وصف- خاصيت- گڻ. نقصان- خراب ڪم (ت). سوجهرو- روشنائي- شعاع- سجهدو. (اسم خاص). هڪ راڳ جو نالو (رات جي وقت ڳائجي).

- ڪَلِّيَاڻُ ڪَرَڻُ: خوش ڪرڻ- راضي ڪرڻ- سرهو ڪرڻ- نهال ڪرڻ. سکي ڪرڻ- آسودو ڪرڻ. فائدو ڏيڻ- نفعو ڏيڻ.

- ڪَلِّيَاڻُ ڪَشَلُ ڪَرَڻُ: آرام ڪسي وڃڻ- ڏکن ڏوجهرن ۾ وجهڻ- نندبڻ ۽ آرام ڦٽائڻ- تڪليف ۾ وجهڻ- ڏولائن ۾ وجهڻ.

● ڪَلِيڃَنُ ع ڪَلِيڃَنَ: ذ. ڀاڻ ڀاڙ- ڪلنجاڻ.

- ڪَلِيجو ع ڪَلِيجَا: ذ. (پرا. ڪاليجُ = جيرو. سن. ڪَلِيَہَ = جيرو). هڪ عضوي جو نالو- جيرو- زهرو- جگر. گلو- لڪيءَ واري جاءِ- ڳلڦڙو (ل). دل- ڇاتي- من. مجال- قدرت- سگهه- طاقت- پهچ. تاب- زور- شجاعت- بهادري- دليري- مردانگي- همت- ٻل- وت. (ڪَلِيجِي ع ڪَلِيجِيُون).

● ڪَلِيدُ ع ڪَلِيدُوُنْ: ث. (ع). ڪنجي- تالي- چابي.

● ڪليري: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. سک لئين لڳ هڪ جبل جو نالو. تعلقي ڪمبٽ (رياست خيرپور) ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو.

● ڪَلِيشُ ع ڪَلِيشَ: ذ. (سن. ڪَلِيشَ = ڏُکُ). آزار- رلج- سور- آهنج- ڏک- ايذاءُ- درد- پيڙا- ويڌن- دک. مشڪلات- ڏکيائي- تڪليف- مصيبت. جهيڙو- ٽنٽو- رڳڙو- معاملو- ڦڏو- فساد- جهيڙو. ٽولي- هڄ- چور- ماندو- سانئو- ليول. جماعت (ل).

● ڪَلِيسَا ع ڪَلِيسَائُون: ث. (يوناني. ڪَلِيسَا > ع. ڪَلِيسَا). عيسائن جي پوڄا جي جاءِ- ڪرستانن جو عبادت گهر- انگريزن جي عبادتگاهه- ڪِرَسِت- منڊلي- ديول- مڙهي- (انگ). چرچ- گرجا. ترسا قوم جو مندر.

● ڪَلِيشُ ع ڪَلِيشَ: ذ. (سن). دک- آهنج- ڪليش- درد- آزار- پيڙا- ويڌن- جلسو(ل).

● ڪَلِيڪَالُ ع ڪَلِيڪَالَ: ذ. ڪلجڳ. سئو سالن وارو عرصو- صدي. زمانو- آيام- عرصو- مدت- سمون.

● ڪَلِيڪِٽَرُ ع ڪَلِيڪِٽَرَ: ذ. (انگ). ضلعي جي حاڪم جو نالو- مالي آفيسر جو نالو. ڍل ڪٺ ڪندڙ.

- ڪَلِيڪِٽِري ع ڪَلِيڪِٽِريُون: ث. ضلعداري- مالي آفيسر جو عهدو- ضلعي جي حڪومت- حاڪمي.

● ڪُلِي ڪُلِي (ت): ذ. (آواز). ڪتي کي سڏ ڪرڻ جو آواز- ڪُرڪُر.

● ڪَلِهي ڪوٽ: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَلِيَلَ ۽ ڪَلِيَلُون: ث. صفت. اٽلايل- ماربل- گوهيل (مٽي، اٽو وغيره).

● ڪَلِيَلُ ۽ ڪَلِيَلَ؛ ذ. صفت (ع ڪَلِيَلُ = ٿوري نظر وارو. مٺو. ڊڪاريل). بڇڙو- خراب. "ڪُوڙ ي مان آهيان، ڪوجهي جو ڪَلِيَلُ".

● ڪَلِيَلِي ۽ ڪَلِيَلُون (ت؛ ث. نفرت- بُڇان- حقارت- ڊڪار- ڪراهت- سُوڳ. آلسي- قشي- اوڪارو- اوچارو- مُنهن ڪَنِهَ- مُنهن ڪال- آچَلَ.

● ڪَلِيمُ ۽ ڪَلِيمَ؛ ذ. (ع). ڳالهائيندڙ- ڳالهه ڪندڙ- هم سخن- هم ڪلام- سخن گو. مجروح- زخمي. (اسم خاص). حضرت موسيٰ عليه السلام جن جو لقب.

- ڪَلِيمُ الله؛ صفت. حضرت موسيٰ عليه السلام جن جو لقب- خدا سان هم ڪلام ٿيندڙ.

● ڪَلِيِنُ ۽ ڪَلِيِنَ؛ ذ. صفت. (من. ڪَلِيِنُ < ڪَلُ = خالدان). ناليري خالدان جو (چاول)- نامي گرامي يا مشهور گهراڻي جو (فرد). بنيادي- خالداني- اصيل- وڏ گهراڻو.

- ڪَلِيِنتا؛ ذ. شالدار نسل- عاليشان نسل، خالدان، بُنياد يا بُنُ- وڏ گهراڻائي- اصيلپڻو.

● ڪَلِيو ۽ ڪَلِيا (ڪ)؛ ذ. بُڪين جو ڪَباب يا پوڙ.

● ڪَلِيو ۽ ڪَلِيا (ت)؛ ذ. قاعدو- ريت- رواج- رسم- راهه ريت- قانون- سرشتو- ڍَنگ- ڍَبُ- دستور.

● ڪلهي وارو؛ اسم خاص. ٿاڻي بولا خان ڪان ڪوهه ڏکڻ طرف ڪلهي جي پرمان هڪ جبل جو نالو.

● ڪَمُ: صفت. ٿورو- گهٽ- ڪُجهه- ڪُجُ- ڪَسو- اوڻو- پوڻو. ڪان سواءِ- بينا- ري. جيئن ته؛ ڪم بخت، ڪم عقل، ڪم فهم.

- ڪَمُ آزارُ ۽ ڪَمُ آزارَ؛ ذ. صفت. گهٽ آزاريندڙ- گهٽ ظلمي- ٿوري سختي ڪندڙ- گهٽ تڪليف ڏيندڙ.

- ڪَمُ بَخْتُ ۽ ڪَمُ بَخْتَ؛ ذ. صفت. بد نصيب- ڪم نصيب- نڀاڳو- ڇَندو- بد بخت- ڪَمُ هيڻ- نامرد- نِڀدورو- ادوورو بدقسمت.

- ڪَمُ بَختِي ۽ ڪَمُ بَختيون؛ ث. بدقسمتي- نڀاڳ- ساڙران- شامت- بد طالعي- نامرادي- ڇَندائي- بد بختي- نِڀدوراڻي- ڪم نصيبي.

- ڪَمُ تحليلُ پائي: گهٽ ڳاريندڙ پائي- ڳورو پائي- اٿرو پائي.

- ڪَمُ تَرُ: صفت. تمام ٿورو- تمام گهٽ- نهايت ادلي- ڏَرو- ڇَندُ حقيرُ- خفيفُ- سُبڪ- اوڻائو- ٿوريڙو- لاليرو. اڪثر- ورلو. مشڪل- مَس. گهٽ وقت- ٿورو وقت.

- ڪَمْتَرِينُ؛ صفت. نهايت گهٽ- ادلي- گهٽ درجي جو- حقيرُ. ذليل- رُسوا- بدنام. بندو- غُلام- نيازمند- پانهو- فدوي.

- ڪَمُ توجهي؛ ث. گهٽ خيالي- بي خيالائي- ڪم توجهي.

- ڪَمُ توجهي؛ ث. بي خيالي- غفلت- گهيلائي- بي پرواهي- نسياني- لاغرضي.

- ڪَمْتي: صفت. ذرا گهٽ- ٿورو- ڪَسو- پوڻو. وزن يا مرتبي يا لياقت ۾ گهٽ درجي وارو- ڪمترين.

- ڪَمُ خَرچُ ۽ ڪَمُ خَرچَ؛ ذ. صفت. ڪفايت شعار- ڪِفايتي- ٿور خرچو- صرفائي- سَنجهي- سِڀالو. پِڪَشُٽ- پَڪو- مُٺ پِيڙ- بَخيل- ڪنجُوس- تنگدل- مُوذي- شُومُ- مرچوٽ.

- ڪَمُ خَرچُ بالا نِشينُ: گهٽ قيمت واري ۾ جٽاءُ دار شيءِ- ٿوري خرچ ۾ سُٺي شيءِ- ٿوري قيمت ۾ عمدي چيز (چوڻي).

- ڪَمُ ذاتُ ۽ ڪَمُ ذاتَ: ذ. صفت. گهٽ ذات وارو- گهٽ قوم جو. نِيچ- ڪميڻو- ٽُچُ- هوچو- سُنو- دونُ- رَذيل- ريزالو- حقير- بدنام- ذليل- رُسوا.

- ڪَمزورُ ▪ ڪَمزورَ ؛ ذ. صفت. بي طاقت - هيڻو - ضَعيف - ڪم طاقت - ائِرو - ناتوان - ليستو - لِيتَلُ - اِي سڪهو - ٻوڙو - بي قُوتو - بي ستو - زِچ - ٻَل هيڻ - دُرٻَلُ - لاغَرُ - هڏ هيڻو - الپ ٻَل - ڪيڻُ - بي همچ.
- ڪَمزورُ ڪَرَڻُ ؛ طاقت گهٽائڻ - بي همچ ڪرڻ - ضعيف ڪرڻ - اڻِرو ڪرڻ.
- ڪَمزورِي ▪ ڪَمزورِيُون ؛ ث. هيڻائي - ضعيفائي - ناتواني - ضُعف - نبلائي - بي همچي - لِستائي - ڪم همتي - لاچھ - ائِرائي - دُرٻَلتا - ڪم طاقتي.
- ڪَمُ ظَرفُ ؛ صفت. گهٽ حوصلي وارو - ڪم عقل. ڪميڻو - حَقير - پاجِي - بي شَرم - رَذِيلُ - ذَليل.
- ڪَمُ عقلُ ▪ ڪَمُ عَقلَ : ذ. صفت. بي عقل - بي وقوف - ڪم فهم - مورک - نادانُ - ڪَمُ ذِهنُ - مت هيڻ - ڳهيلو - نِڌُڙُ - ٻَڪو - موڳو مَتَرُ - اڻاڻو - اڏاليو - جاهِلُ - موڙهل - ڪُنڌُ - جَڙُ - اناڙي - چِٻو - ٻؤ ڙو - ٻُوڪُ.
- ڪَمُ عقلِيُ ؛ ث. بي عقلي - بي وقوفي - نادانِي - ڪم فهمي - پوڪائي - جاهِلي - جهالتَ.
- ڪَمِ فَهمُ ▪ ڪَمِ فَهمِ : ذ. صفت. ڪَم عقل - بي عقل - ڪم ذِهنُ - بي وقوف - مورک - مت هيڻ - ڳهيلو - نِڌُڙُ - ٻَڪو - موڳو مَتَر - اڻاڻو - اڏاليو - جاهِل - موڙهل - ڪُنڌُ - جَڙ - نادان - چِٻو - چرٻٽ - ٻوڪُ.
- ڪَمِ فَهمِيُ ؛ ث. بي عقلي - بي وقوفي - نادالي - موڙهتا - جهالت - جڙُ ٻُڌي - جڙتا - ٻَسُورائي - جاهِلي - ڪَمُ عقلِي.
- ڪَمُ ڪَرَڻُ ؛ گهٽائڻ - گهٽ ڪرڻ - لاهڻ - وضع ڪرڻ - ڇانٽڻ - ڪاٽڻ - لاهي ڏيڻ - تخفيف ڪرڻ. هلڪو ڪرڻ - جهپائڻ - جهڻ.
- ڪَمِ گوُ ؛ ذ. صفت. ٿوري ڳالهائو - مائيڻو - ٻَنبَه دهَنِ.
- ڪَمُ نَصِيبُ ▪ ڪَمِ نَصِيبَ : ذ. صفت. بد بخت - ڪم بخت - ڪرم هِيڻُ - نياڳو - چَنڊو - ابھورو - ادورو - نامراد - بد نصيب - ڪرمَڻُ هيڻ - شامت زِده.
- ڪَمُ نَصِيبِيُ ▪ ڪَمُ نَصِيبِيُون ؛ ث. بد بختي - بدقسمتي - نياڳائي - اڀورائي - ڪم بختي - چنڊائي.
- ڪَمُ نَظَرَ ▪ ڪَمِ نَظَرُون ؛ ث. گهٽ نَظرَ - ٿوري نَظَرَ - نظَرَ جي جهڪائي - ڏاڏِلو. نا بينائي - اڌائي.
- ڪم و بيش ؛ ظرف. ٿورو گهڻو - گهٽ وڌ - قريب قريب - لڳ ڀڳ - اٽڪل - اندازاً.
- ڪَمِ هِمَّتُ : ذ. صفت. ٿوري همت وارو - گهٽ طاقت - پست همت - ٻزدِلُ - ڪم حوصلي وارو - ڪاچورُ - بي ايمانُ - ڊرپوڪُ - ڊِڄڻو - گيديُ - ڪانئرُ. سست - ٽوڻي - آرسي.
- ڪَمُ هِمَّتِيُ ؛ ث. ٻُزدِلي - بي ايماني - گيديپڻو - ڊِيڄو - ڪانئرائي. سُستِيُ - آرِسُ - ٽونيڻو.
- ڪَمِيُ ▪ ڪَمِيُون ؛ ث. گهٽتائي - ٿورائي - اڻ هوند - کوٽ - قلت.
- ڪَمِ يابُ ▪ ڪَمِ يابَ ؛ ذ. صفت. اڻ لڀ - دُرلَڀُ - عنقابُ - ناپَيدُ - قَليلُ - وِرلو - نا يابُ.
- ڪَمِ يابِيُ ▪ ڪَمِ يابِيُون ؛ ث. اڻ لڀائي - قلت - نايابي - وِرلي - مَسَ مَسَ.

● ڪَمُ ▪ ڪَمَ ؛ ذ. (سن. ڪرم > ڪاريَ = ڪَمُ). ڪم ڪرڻ واري حالت - فعل - ڪار - ڪَم - ڪارج - ڪاجَ - ڪاجُ - ڪَرَمَ - ڌنڌو - پيشو - هُنر - حرفتَ - مشغولي - ڪِرت - پورهيو - عَمَلُ - شُغُل - لاٻو لڳاپو - ڪشالو - پورهيو ڪارهيو - مزدوري - چرپر - حرڪت - ڦيرو - وڻج واپار - ڪوشش - سعيو - محنت - آدَرُ - وِڳندِيُ - معاملو. هٿ جو ڪيل ڪَمُ - اُٽ - ڪاريگري - استادي - حڪمت - ڏاٽ - دستڪاري - گهڙپَ - گهڙتي - گهڙتَ - عمدو ڪَمُ. ڪَسَبَ - چَوڙسانَ. ڪمائي - نفري - غلامي - نوڪري - ملازمت. غرض - ڪَرِتِيَہُ - مطلب - مقصد - مراد.

- ڪَمُ آڇڻُ: ڪارآمد ٿيڻ - ڪتب اچڻ - استعمال ۾ اچڻ - ڪرت ۾ لڳڻ - ڪارج ٿيڻ - ڏاڍي ۾ اچڻ. ٻئي جي پلي ۾ اچڻ. مارجي وڃڻ - ڪُهي وَڃڻ - هلاڪ ٿيڻ - لڙائي ۾ مارجي وڃڻ. خون ٿيڻ - ڪُسي وڃڻ. خرچ ٿيڻ.

- ڪَمائيتو ۽ ڪَمائيتا: ذ. صفت. ڪارائتو - ڪم جهڙو - ڪتبائتو - فائديمند - ڪَمَ وَٽُهُ - مُفيد - سَجايو - سُڪَمو - سُڪيارثو - مارڻِڪُ - سَڪارتو - ڪم ڪار جو - سُڦَلُ - فائدي وارو - لاڀائتو - نفعي وارو.

- ڪَمُ بگاڙڻُ: ڪم خراب ڪرڻ - ڪم ڦِٽائڻ.

- ڪَمُ بِگڙڻُ: ڪم خراب ٿيڻ - ڪم ۾ نقص ٿيڻ - معاملو بگڙڻ - ڪم ڦٽڻ - ڪم ڏَهڻ. ڳالهه ۾ فرق اچڻ. ڏيوالو نڪرڻ - ڪارخانو تباهه ٿيڻ. نفاق ٿيڻ - اختلاف پئجي وڃڻ - ڏڦير پوڻ.

- ڪَمُ بَڻائڻُ: ڪم ناهڻ - ڪم تيار ڪرڻ - ڪرتب راس ڪرڻ - معاملو ٺيڪ ڪرڻ. مقصد پورو ڪرڻ - مراد پوري ڪرڻ - مطلب ڪڍڻ. هم بستري ٿيڻ - هم صحبت ٿيڻ.

- ڪَمُ بَڻجڻُ: مطلب پورو ٿيڻ - مراد حاصل ٿيڻ - ڪاميابي حاصل ٿيڻ - ڪرتب راس ٿيڻ - معاملو ٺيڪ ٿيڻ.

- ڪَمُ پائيُ: ذ. صفت. ساڳئي ڪم وارو - ساڳئي ڌنڌي وارو - هڪ ئي پيشي وارو. سنگتي - ساٿي - همراه. ڪاريگر - پورهيت - مزدور - ڪَمِي.

- ڪَمُ تَمامُ ٿيڻُ: ڪم پورو ٿيڻ - ڪم ختم ٿيڻ - ڪم راس ٿيڻ. مرڻ - قتل ٿيڻ - هلاڪ ٿيڻ - ڪسجي وڃڻ.

- ڪَمُ تَمام ڪَرڻُ: ڪم پورو ڪرڻ - ڪم کي سرانجام تي رسائڻ. ڪرتب پورو ڪرڻ - ڏاڍو مڪمل ڪرڻ - ڪم راس ڪرڻ - هلاڪ ڪرڻ - مارڻ - قتل ڪرڻ - خون ڪرڻ - ڪُهڻُ.

- ڪَمَ تي چاڙهڻُ: ڪم تي مقرر ڪرڻ - ڪم تي لڳائڻ - روزگار سان لڳائڻ - ڌاڌو ڏيڻ.

- ڪَمَ تي لائڻ: مزوريءَ تي لائڻ - ڪم تي مقرر ڪرڻ - ڪم تي چاڙهڻ.

- ڪَمَ تي لڳڻ: ڪم ۾ مشغول ٿيڻ - ڪم تي چڙهڻ - مزوري تي بيهڻ - ڌنڌي سان لڳڻ - ڪرت شروع ڪرڻ - مشغولي سان لڳڻ - پورهيو شروع ڪرڻ.

- ڪَمَ تي وَڃڻُ: ڪم لاءِ روانو ٿيڻ - مزوري لاءِ نڪري وڃڻ - ڌنڌي تي وڃڻ - پورهئي جي پٺيان وَڃڻ.

- ڪَمُ ٿيڻُ: ڪَمُ درپيش اچڻ - ضرورت پوڻ. مطلب حاصل ٿيڻ - مقصد پورو ٿيڻ - مراد کي پهچڻ.

- ڪَمُ ٿِي وَڃڻُ: ڪم جو ٿيڻ - مقصد حاصل ٿي وڃڻ - مراد پوري ٿيڻ - ڪم پورو ٿيڻ - حاصل مطلب کي پهچڻ ۽ دَمُ نڪرڻ - مري وڃڻ. برو حالُ ٿيڻ - بيحال ٿيڻ.

- ڪَمُ ٽِپائڻُ: مطلب ڪڍڻ - آرِٿُ پورو ڪرڻ - ڪم پورو ڪرڻ - جيئن تيئن ڪري پنهنجو مقصد ڪڍڻ. (في الحال) ڪم جي پورت ڪرڻ - جيئن تيئن ڪري ڏاڍو هلائڻ - مڙئي ڪرت ڇوڙڻ - لپي ٿپي ڪي ڪم ڪڍڻ.

- ڪَمُ ٽِپائُو: ذ. صفت. وقت ٽپائو - دَفع الوقت - هٿ ٺوڪيو - جيئن تيئن ڪري ڪم ڪڍندڙ - لپي ٿپي تي وقت پاس ڪندڙ - مهل ڪري ويندڙ.

- ڪَمَ جو: صفت. ڪارآمد - ڪم ايندڙ - ڪم جي لائق - مطلب جو - مُفيد. مطلب - ڪمائتو - ڪارائتو - ڪتبائتو - فائديمند. ڪَمَ وَٽُهُ - سجايو - سُڪَمُو - سڪيارثو - سارِٿِڪ - ڪارجو.

- ڪَمُ جو ٺوڪيي: ذ. ڪم تي دل نه لائيندڙ - ڪَمَ چورُ - سست - ڪاهِلُ - ٺوٺي - آرسي - هرو ڊلو - ڪِمُ - ٽٽائيندڙ - ٽاٽائو.

- ڪَمَ چورُ: ڪم کان ڪسائيندڙ - ڪم چور ٺوٺي. سُسُت - ڪاهِلُ - آرسي.

- ڪَمَ جو ڪيڻهتُ (ت): تمام ڪهڙي ڪم هجڻ واري حالت - بي اندازه ڪم. خسارو - مُعاملو - رڪڙو.

- ڪَمَ جو ماڻھُو: ڪم ايندڙ ماڻھو - ڪم ڪار جي لائق انسانُ - ڪم وندُ - ڪم وارو - ڪمائتو - ڪم جو ڄاڻو - هوشيار ماڻھو - چالاڪُ - ڪوھر. واپاري ماڻھو - ڌنڌي وارو ماڻھو.

- ڪَمُ چورُ ۽ ڪَمُ چورَ: ذ. صفت. ڪم ڪان لڪائيندڙ - ناڪارو - ڪوسڙو - ڪوسڙ - ڪم ڪان ڀڄندڙ - ڪم نہ ڪندڙ - ڀاڄوڪڙ - آرسي - ڍِلو - سُستُ - تونڊي - ڪاهِلُ. ڪانئرُ - ٻُزدِلُ - ڊرپوڪ - ڀڄُو.

- ڪَمُ ڏِيڻُ: ڪم اچڻ - ڪرت ۾ اچڻ - سجايو ٿيڻ - ڪارائتو ٿيڻ. ڪم ڪرڻ - ڪرت ڪرڻ - ڌنڌو ڪرڻ - فائدو ڏيڻ - نفعو ڏيڻ - لاڀ ڏيڻ.

- ڪَمُدارُ ۽ ڪَمُدارَ: ذ. صفت. ڪم ڪندڙ - ڪم وارو - ڪارڪُنُ - عھديدارُ - مُھتمِر - مُنتظِم - انتظام ڪندڙ - جوڙجڪ ڪندڙ. گماشتو - پلاوٽو. نوڪر - سپاهيُ - پيادي - خدمتگار - چاڪر - ٽھليو.

- ڪَمُ راس ٿيڻُ: ڪم پورو ٿيڻ - ڪاميابي حاصل ٿيڻ - گھرج يا ضرورت پوري ٿيڻ - سڀ ڪجھ تيار هئڻ.

- ڪم سانُ ڪَمُ هُجڻُ: مطلب سان واسطو هجڻ - مقصد سان مطلب هجڻ.

- ڪَمُ سِکڻُ: هنر پرائڻ - هنر حاصل ڪرڻ - ڪمالُ سِکڻُ - ڪِرت سان لڳڻ.

- ڪَمُ شاهيُ ۽ ڪَمَ شاهيُ: ذ. سرڪاري ڪَمُ.

- ڪَمُ ڪاڍو: ذ. ڪَمَ ڪيڻ جھڙو - عامُ - رواجي معمولي - سادو - سادڙو - وِچڙو. سَستو - ڪم خرچُ - گھٽ ملھ وارو.

- ڪَمُ ڪارُ: ڪار خدمت - اٽي ويٺي - ٽھل ٽڪور - خدمت چاڪري. ڌنڌو ڌاڙي ڪِرتَ - ڪارجُ - ڪاجَ - پيشو. زير بحث (مؤنث ڪم آندل) ( هدايت الانشا ١٦٩ ).

- ڪَمُ ڪَيڻُ: پنھنجي خواهش يا حاجت کي روا ڪرڻ - مطلب ڪيڻ - ڪاروائي ڪرڻ - پنھنجو مقصد پورو ڪرڻ - مطلب حاصل ڪرڻ - مراد پوري ڪرڻ - دِل جو خيال پورو ڪرڻ.

- ڪَمُ ڪَرڻُ: ڪاروبار ۾ لڳڻ - ڌنڌي ڌاڙي سان لڳڻ - ڪِرت سان لڳڻ - ڪم ڪار ڪرڻ - ڪاج وغيره ڪرڻ - ڪوبہ هُنر ڪرڻ. اثر ڪرڻ - اثر ڏيکارڻ. ڪامياب ٿيڻ - مراد کي پھچڻ - مقصد ماڻڻ - مطلب پورو ڪرڻ - دل جو خيال پورو ڪرڻ - ڪم ڪيڻ - مطلب ڪيڻ. بھادري ڪرڻ - شجاعت ڏيکارڻ - جوانمردي ڏيکارڻ - همت جھڙو ڪم ڪرڻ. عورت سان همبستري ٿيڻ - مجامعت ڪرڻ.

- ڪَمُ ڪوسِ: صفت. ڪم نہ ڪندڙ - لڪنڌو - ڪم چور - عاري - ڪم ڪان لڪائيندڙ. سست - ٽوني - آرسي - ڪاهِلُ - گِمُ. ڪانئر - بزدل - گيدِيُ - ڊرپوڪ - ڀڄُو.

- ڪَمَ ڪان لِڪَرِيُ وَڃڻُ: مطلب جو نہ رهڻ - نڪمو ٿي وڃڻ - خراب ٿي وڃڻ - استعمال جي لائق نہ رهڻ. موقوف ٿيڻ - برطرف ٿيڻ. نامرد ٿيڻ - مڙسي ڪان لڪري وڃڻ - ڪاروبار ڇڏي ڏيڻ. ڍرو ٿيڻ - سست ٿيڻ.

- ڪَمَ کي ليباهڻُ: نبيرو يا خاتمو ڪرڻ - معاملي جو ڇيڙو ڇڏائڻ - فيصلو ڪرڻ.

- ڪَمُ لاهِڻ: ڪم کي پورو ڪرڻ - ڪم تيار ڪرڻ - ڪم جو خاتمو ڪرڻ. جماع ڪرڻ - زنا ڪرڻ.

- ڪَمَ ۾ اچڻ: استعمال ۾ اچڻ - ورتاءَ ۾ اچڻ - صرف ٿيڻ - کپڻ - خرچ ٿيڻ - تصرف ۾ اچڻ.

- ڪَمَ ۾ آڻڻ: استعمال ۾ آڻڻ - هلائڻ - واپرائڻ - رُڌائڻ - مشغولي ۾ آڻڻ - ڪرت ۾ آڻڻ - خرچڻ - کپائڻ - صرف ڪرڻ.

- ڪَمَ ۾ لڳائڻُ: ڪنھن ڪم ۾ مصروف ڪرڻ - ڪنھن شغل ۾ آڻڻ - مشغول ڪرڻ - رُنڌائڻ - ڪِرت سان لڳائڻ - ڌنڌي ڌاڙي سان لڳائڻ.

- ڪَمُ ميلڻُ: ڪنھن بہ ڪرت سان لڳڻ - ڌنڌي وغيره سان لڳڻ - ڪنھن مشغولي سان

لڳڻ. ڪوبہ عهدو ملڻ. ڪابہ خدمت ملڻ. مقاطعو ملڻ.

— ڪمُ نہ اچڻُ: ڪارآمد نہ ٿيڻ- مفيد نہ ٿيڻ- ڪجھہ ڪم نہ ڏيڻ- اجايو ٿيڻ- بيڪار ٿيڻ- رائيگان وڃڻ.

— ڪمَنُ ڪَچو ۽ ڪمَنُ ڪچا؛ ذ. صفت. خراب ڪمن وارو- گنهگار- ڏوهي- پاپي- بڇڙو- عيبدارُ- نڪمو- بيڪار- بيڪمو.

— ڪمُ وٺڻُ؛ ڪمُ ڪرائڻ. ڪوئي ڪم اختيار ڪرڻ- ڪنهن ڪرت وغيره سان لڳڻ- ڌنڌو وٺڻ. ڪنهن دفتر جو ڪم سنڀالڻ- چارج وٺڻ. ٺيڪو ڪٽڻ- معاملو وٺڻ. اڌارو ڪشڻ. هم بستر ٿيڻ- مجامعت ڪرڻ.

— ڪمُ وَندو؛ ذ. صفت. ڪم ڪرڻ جهڙو- ڪم ڪندڙ- ڪم ڪار جهڙو- ڌنڌي ڌاڙي جهڙو- ڇڙيوانُ. غرض وارو- مطلب وارو- اميدوارُ. ڪم ۾ مشغول- رڌل- رُنڀيلُ.

— ڪمُ هٿان ڪڍڻ؛ پنهنجي هٿ سان ڪم ڪرڻ- ڪم ۾ ماهر ٿيڻ- ڪم ۾ تجربو حاصل ڪرڻ- هڪ ڀيرو دفعو اڳ بہ اهڙو ڪم ڪرڻ- تجربيڪار ٿيڻ.

— ڪمُ هلائڻُ؛ ڪاروائي ڪرڻ- مطلب ڪڍڻ- ڪاروبار يا ڌنڌو هلندو رکڻ- ڪرت ۾ مشغول رهڻ- ڌنڌي ڌاڙي سان لڳو رهڻ.

— ڪميهوڙ (ٿ)؛ ڪمَ ۾ رڌل- ڪم وارو- مشغول- رُڌل.

● ڪمُ ۽ ڪمَ؛ ذ. (س ڪمَٺَ = ڪيف> ل. قڪ). پاڻيءَ ۾ ٿيندڙ لاڙيءَ (ڪوليءَ) جو ڦرُ (ڪم جي پاڙ لوڙھ آهي)- ڪونيءَ جي گل سان پيدا ٿيندڙ- نيلوفر يا پبڻ جي پاڙ. (س. ڪورمُ = ڪمُ). درياهي جانور جو هڪ قسم- ڪڇون- ڪمي.

● ڪماچَ ۽ ڪماچ (ل- ٿ)؛ ذ. (ف. ڪمانچ). سُرندي جهڙي ساز جو هڪ قسم- رباب جي نموني تي هڪ ساز جو قسم. تنبور يا سارنگيءَ جي ڪمان. ڪُونچ- ڪونتو. راڳ جي هڪ سُر يا راڳڻيءَ جو نالو.

— ڪماچِيُ ۽ ڪماچِيُ؛ ذ. صفت. رباب وڄائيندڙ- ربابي (ڪ) ٿ. (اس). (ف. ڪمانچه = ننڍڙي ڪمان- گزي). سُرندي وڄائڻ جي گزي. سُرندو.

● ڪماحقّہُ: ظرف. (ع). (عربي اصطلاح). اهڙي هٿ کهرجي- مناسب طور- صحيح اصولي- پوري طور- سَٻَتڙ- برابر- تحقيق- چڱيءَ طرح- ٺيڪ- واجب.

”ڪيئي هيٺيون ڪماحقّہ آرَ متي اروَاحُ“ (شاهہ).

● ڪمارُ ۽ ڪمارَ؛ ذ. (س. ڪمار = ڇوڪر) جوان- ڇوروُ- لاسيار- جوان لاسڙيات- ڪِشورُ- نوجوان. شهزادو- راجڪمار- صاحبزادو- راج ڪنور- باد شاهزادو- ملڪزادو- راج دُلار. پُٽُ- فرزند. جنگ جو ملائڪ. (ٿ. ڪماري ۽ ڪمار ِيُون).

— ڪمارِڙو ۽ ڪمارِڙا؛ ذ. معصوم- صغير- ابهم- ٻالڪ- ٻارڙو.

— ڪمارِيُ ۽ ڪمار ِيُونُ؛ ٿ. ڪنواري ڇوڪري- ڪنيا- ڪچا- دوشيزه. عورتن جي لاءِ عزت وارو خطاب- عورتائو لقب (هندڪو). جيئن تہ؛ ”راج ڪماري، وچش ڪماري“. خيرات.

● ڪمارائڻُ؛ مصدر. ٻئي کي ڪمائڻ جو موقعو ڏيڻ- ڪم ولي ڏيڻ- نوڪريءَ تي لڳارائڻ- ڌنڌي سان لڳارائڻ. محنت ڪرائڻ- پورهيو ڪرائڻ- مزدوري ڪرائڻ- ڌنڌو ڌاڙي ڪرائڻ- روزگار سان لڳائڻ- نوڪري ڪرائڻ.

● ڪمار ٻا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو (آهڙي قوم جو پاڙو).

● ڪماڙُ ۽ ڪماڙَ: ذ. ڪاٺ جي ٺهيل جاءِ يا ڪِهرُ- ڪکائون گهر- پونکو- ٽيڪي جي جاءِ- جهڙو. دروازو- درُ- ڇنيو- لنگهہ (ل. ڪ. ٿ).

● ڪماڙُ ۽ ڪماڙ: ذ. صفت. ڪروڙ.

”سو ساڳوئي قير، جتي ڪوڙ ڪماڙوئين“ (شاهہ ڪريم).

● ڪُماڻُ = ڪُماڻَ ؛ ذ. (ع). ٻٽن جي اٺن راندين مان هڪ راند- ٻٽن راند ۾ ڪيڏهل جُوا. رلڪين ريشمي ڪَڙي جو هڪ قسم.

● ڪَماشيِ = ڪَماشيُون: ڪهرج - ڪَتپُ- ضرورت - احتياج - غرض - محتاجي - پروَڄَڻُ - ڪَني - لوڙ - ڪاڻ - حاجت. فائدو - سُودُ - لفعو - لاپ - پراپت - آپرامو. ڪَمِي - گهٽتائي - اٿاٿ - قِلت - ٿورائي (ت).

● ڪَمالُ = ڪَمالَ ؛ ذ. (ع). ڪماليت - پُورَتتا - سَماپتي - چِپِهَڙُ - سالميت - حَد - پڇاڙي - آخر - ڇيڙو - انتها - پُڄاڻي - دلڪ - سِدِ . عجب ۾ وجهندڙ ڪم - حيرت ۾ وجهندڙ ڪم - حيرت انگيز - عبرتناڪ - حيرتناڪ . عمدگي - سهڻائي - سنائي - اوچائي - آتمتا. حُسن - سُونهن - سوڀيا. وصف - خاصيت - ڳڻائي - خوبي - ڳڻُ - جوهر - فضيلت. هُنر - ڳڻُ - لياقت - قابليت - ڪرتب . (صفت). پُورن - بي عيب - سماپت - وَسيِيَلُ - ڪامِلُ. گهڻو. زور. (اسم خاص). ٻن شاعرن جو تخلص.

- ڪَمالُ ڪَرڻُ: چيهه ڪرڻ - انتها ڪرڻ - ڇيڙو ڪرڻ. حيرت انگيز ڪم ڪرڻ - ڪنهن هُنر ۾ قابليت ڏيکارڻ - اعليٰ درجي جي لياقت ظاهر ڪرڻ.

- ڪَماليِ = ڪَماليُون ؛ ث. صفت. ڪامل - پوري - سڄي - ساري - سربستي - سموري. ڪماليت.

- ڪَماليِتَ = ڪَماليتُون ؛ ث. سالمائي - چِيِهَڙ - دَنگُ - ڇيڙو. اوجَ - بُلنديِ.

● ڪَماليتَ ؛ ذ. مصالح طور ڪم ايندڙ هڪ وڻ جا خوشبودار ٻن - ٻسارڪو وَ ڪَرُ.

● ڪَمالپُورُ ؛ اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَمالديرو نمبر ١-٢: اسم خاص. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَمالو ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪِمامُ = ڪِمامَ ؛ ذ. سامان سڙو - شيءِ شڪل - ٽيڙ ٽڙو - آسبابُ - مال متاعُ - ڌن دولت. ڌنڌو - حاجُ - مشغولي - ڪم - ڪار - ڪرت - ڪاروبارُ. ناهه جوڙ - سَهيڙ پَ - ناهه ٺوهه. گهڻو.

● ڪَمانُ ؛ ذ. (انگ. ڪمانڊ = فرمان). آگيا - حُڪم - ارشاد - فرمان - آمُر - اختيارُ - اِذن. حُڪومَت. سَرڪردگي - سَرداري - سپهه سالاري - عَملداري.

● ڪَمانڊَرُ = ڪَمانڊَرَ ؛ ذ. (انگ). سپهه سالار - مير منشي - لشڪر جو سالار - سيناپتي - فوج جو وڏو آفيسر - مهندارُ - ڏاڙو - ڪپتانُ - اڳوانُ.

- ڪَمانيِ = ڪَماليِ ؛ ذ سرداو - لشڪرڪشُ - سَرهنگُ. پوليس جو وڏو آفيسر - سپرنٽينڊنٽ.

● ڪَمانَ = ڪَمانُون: ث. (ف. ڪَمانَ = ڏَنشُ). سينگَب - اڌ گولُ - ڌنشُ - وَلڪُ. درن ۽ درين مٿان اڌ گول وانگر لڳل ڪاٺي. لوهه جو لچڪدار ويڙهو - اسپرنگ. ٽانگي جو هڪ عضوو - ٽانگي جي ڦيٿن کي جهاڪن کان بچائڻ لاءِ انهن ۾ لڳل لچڪيدار وَلڪَ.

- ڪَمانَ ڪَشُو (ث) ؛ وادين جو ڪاٺ ۾ ٽنگ ڪيڻ جو اوزار - سيڻرائي - ڪمان وانگر وريل ڪاٺي - ڏانوڙي.

- ڪَمانگَر = ڪَمانگَرَ ؛ ذ. ڪمان ٺاهڻ وارو - ڪمان سازُ. چترڪار - مورتون چٽيندڙ - نقاشُ - مُصوِرُ - وَلڪسازُ. وادو. هٿن پيرن جي ڀڳل هڏين کي جوڙيندڙ.

- ڪَمانگَريِ = ڪَمانگَريُون ؛ ث. ڪمان ٺاهڻ جو هُنرُ يا ڌنڌو - ڪَمانسازي - نقش سازي - گلڪاري - چٽ گل - چٽسالي - نقاشي - مُصوِري - چترڪاري - نقشَ - چِٽُ - چترڪلا - ڪاٺ تي چٽسالي جو ڦيل ڪمُ. چٽوارو - رلڪيل - چِٽِيِلُ. هڏين جي ڳنڍڻ جو هُنر.

● ڪَمانڊُ = ڪَمانڊَ ؛ ذ. (سن. ڪَنڊَ = ٽُڪر. سن. ڪَرَڪٽڪ = هڪ قِسم جو ڪَمَندُ). پوک جو هڪ قسم - ميٺو ڪنو - ڪَمندُ.

● ڪَمانڊِ ڙيِ = ڪَمانڊڙِيُون: ث. جوئر جي گاهه جو هڪ قسم.

● ڪَمانگَرَ ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَمانگَر: اسم خاص. تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَمانَ ۽ ڪَمانُون ؛ ث. (ف. ڪَمانَ). ڪَمانَ. آسمان ۾ ٻارهن بُرجن مان نائين بُرج جو نالو (ڌنراس). محراب – طاق. وريل – مڙيل – ڪُٻو – ڪُبڙو. لچڪدار – لرزان.

● ڪَمائو ۽ ڪَمائا: ذ. ڪَمُ – ڌنڌو – پيشو – ڪمائي – ڪِرتَ.

● ڪَمائِيءُ ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪماهِيءُ ؛ (ع) حقيقت – سَچِيءُ ڳالهه ٻولهه – روبڪار. جيئن جو تيئن – اينهه – سا ڳيو – هُو بَهُو – اصلي (ديوان فاضل نمبر ٣٢).

● ڪَمَائِڻُ ؛ مصدر. (من. ڪَمُ = ڪَرَڻُ). پئسي پيدا ڪرڻ لاءِ ڌنڌو ڌاڙي ڪرڻ – ڪرت ڪري رپيا حاصل ڪرڻ – دولت پيدا ڪرڻ – وصول ڪرڻ – آپائڻ – پرائڻ – وٽڻ – فائدو ڪرڻ – تجارت يا واپار جي وسيلي پئسا جمع ڪرڻ. ڪم ڪرڻ – ڪاج ڪرڻ – هٿ پير هلائڻ – پورهيو ڪرڻ – مزوري وغيره ڪرڻ – ڪم کي لڳڻ – ڪرت ڪرڻ – ڪَسَبُ ڪرڻ – محنت ڪرڻ – جفاڪشي ڪرڻ – ڌنڌي سان مشغول رهڻ – ڪرت ۾ لڳو رهڻ – پيشو ڪرڻ – ڌنڌو يا ڪم هلائڻ – وَهڻ – کَهڻ. ڪنو ڪرڻ – پچت ڪرڻ – موڙو – گڏ ڪرڻ – بچائڻ. لوهه جي سختي دور ڪرڻ – چمڙي کي نرم ڪرڻ. ٻڪر وغيره حلال ڪرڻ – ڪائڻ – سِير وجهڻ – ڪُهڻ – تڪبير وجهڻ. زمين کي پاڻ ڏيڻ – ڀَر وغيره وجهڻ – زمين کي پوک لاءِ تيار ڪرڻ. زهر لاف لاهڻ – پاڪي ڪشڻ. ڪم ۾ آڻڻ – استعمال ۾ آڻڻ – استعمال ڪرڻ. ڪوڙ عمل بچائڻ. خراب ڪم ڪرڻ. آخرت جي لاءِ عبادت وغيره ڪرڻ.

– ڪَمَائِڻُ وارو ۽ ڪَمَائِڻَ وَارَا ؛ ذ. ڪتڻ وارو – ڌنڌي وارو – پئسا آڻڻ وارو – روزگار وارو. ڪامائي.

– ڪَمَائو ۽ ڪُمَائو ؛ ذ. صفت. چڱيءَ طرح پئسا ڪمائي ايندڙ – ڪاڻائو – ڪني ايندڙ. ڌنڌي وارو – روزگار وارو – پيشي وارو – ڪار وارو. خاوند – مالڪ – پتي – سائين – ڌڻي.

– ڪَمَائِيءُ ۽ ڪُمَائِيُون ؛ ث. پگهر جي پورهئي مان ڪمايل ڌن – آپت – آپراسو – پيدائش – پيداوار – محنت جو اجورو – مزوري – اجورو – محنتانو – پگهار. ڪَمِيَتَ – روزگار – ڌنڌو. آمدني – ڪٽي. نفعو – لاپ – فائدو – منافعو – خدمت – ٽهل – چاڪري – شيوا. نوڪري – ملازمت – نفري – پيلپ. محنت – پاڻ پتوڙ – پورهيو – مزوري – جدوجهد. وَڻج – واپار.

– ڪَمَائِيءُ ڪُٽُ ؛ محنت برباد – سخت نقصان – اجايو پورهيو – ستياناس.

– ڪَمَائِيءُ ڪُٽُ ٿِيَڻُ ؛ ڪمائي برباد ٿيڻ – حق تلفي ٿيڻ – بي انصافي ٿيڻ – سخت نقصان پهچڻ – محنت رائيگان وڃڻ – حق پلئه نه پوڻ – اجورو حاصل نه ٿيڻ – اميدن تي پاڻي ڦري وڃڻ – دل جي مراد پوري نه ٿيڻ – نفعي بدران نقصان ڏسڻ – خواهه مخواهه پورهيو ڪرڻ.

– ڪَمَائِيءُ ڪُٽُ ڪَرَڻُ ؛ ڪمائي ناس ڪرڻ – ڪمائي زيان ڪرڻ – ڪمائي وڃڻ – پورهيو برباد ڪرڻ – ستياناس ڪرڻ – محنت تي پاڻي ڦيرڻ.

– ڪَمَائِيءُ ڪَرَڻُ ؛ محنت ڪرڻ – مزوري ڪرڻ – پورهيو ڪرڻ – جفاڪشي ڪرڻ – نوڪري يا تجارت ڪرڻ – ڌنڌو ڌاڙي ڪرڻ – واپار وغيره ڪرڻ – پيشو ڪرڻ.

– ڪَمَائِيءُ کي جواب ڏيڻ: پورهيو نه ڪرڻ – ڪوبه ڌنڌو ڌاڙي نه ڪرڻ. ٽوٽي ٿيڻ – سست ٿيڻ – ڪاهل ٿيڻ.

– ڪَمَايَلَ زَمِينَ ؛ آبادي جي لائق زمين – سڌاريل زمين – ڀَرُ وغيره وجهي تيار ڪيل زمين.

● ڪُمَائِڻُ ؛ مصدر. (پرا. ڪُمڻُ > من. ڪنلَرُ = ڪُومانجڻ). ڪومانجڻ.

● كَمْبَلُ ٤ كَمْبَلَ ؛ ذ. (سن). رڍن جي آن مان ٺهيل ڪٿو- اولي لوئي- ڏهو- لوئي- بلئڪيٽ- گرم چادر.

● ڪَمْبوڊِيا ؛ اسم خاص. (سن. ڪامبوج). جاوا سوماترا طرف هڪ ملڪ جو نالو.

● ڪَمْبُوني ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَمْترُ: صفت. (ف). گهٽ- ٿورو گهٽ- سَس وَ ولي.

● ڪَمْتي ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَمْپَاسَ ٤ ڪَمْپَاسُونُ ؛ ث. (انگ). لوهه وغيره جي سنهائي- ٿولهه. ماپ ڪرڻ جي هڪ اوزار جو نالو- جنڊيءَ جو هڪ اوزار- گولائي جي ماپ وٺڻ جو هڪ اوزار.

● ڪَمْپَائُونڊَرُ ٤ ڪَمْپَائُونڊَرَ ؛ ذ. (انگ). دوائن جو مرڪب ٺاهيندڙ- دوا ساز- نسخو جوڙيندڙ- دوا ٺاهيندڙ- عطار. اسپتال ۾ دوا ڏيندڙ.

● ڪَمْپِنِي ٤ ڪَمْپِنِيُونُ ؛ ث. (انگ). ماڻهن جو مجموعو- جماعت- ٽولي- سنگت- سڀا- مجلس- انجمن- سماج- گروه- منڊلي- زمرو- فرقو- جٿو- ٽولو- ميڙ- ساٿ- وڳر.

● ڪَمْچِي ٤ ڪَمْچِيُونُ ؛ ث. تازيانو- چابڪ- چهبڪ- ڦٽڪو- چمڪ- چمڪي. آفت- سزا- قهر خدائي- غضب الاهي.

● ڪِمْخَواب ٤ ڪِمْخَوابَ: ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم- ڪمخواب.

● ڪَمِيدارُ ٤ ڪَمِيدارَ ؛ ذ. (ڪَمُ = ڌاڻو + دارُ = رکندڙ = ڌنڌي کي سنڀاليندڙ). زميندار جي پاران ڪم ڪار هلائيندڙ- زميندار جو نگهبان- راکو- سنڀاليندڙ- رکوالُ. ڪم ڪار وارو- آئي ڏيڻي وارو.

● ڪَمَرَ ٤ ڪَمَرُونُ ؛ ث. (ف). هڪ عضوي جو نالو- جسم جو وچ- پيٽ ۽ ٽنگن جي گڏجڻ وارو هنڌ- چيلهه- لڪ- ميان- وسط- وچوارو حصو. سندرو- ٻيٺ. (سن. ڪَنْڌَ هَتَ = ڳچي). مال کي هيٺان لڙڪندڙ چم (ث). ڪٿو- لوئي- مڪڙ- مڪ- ڪمل- ڪمبل- بلاڪيٽ- ڏونڙو. همت- حوصلو. مات- وَلهه- ماڪ- ڪوهيڙو.

- ڪَمَرَ بَسْتو ٤ ڪَمَرَ بَسْتا: ذ. صفت. ڪمر ٻڌل چيلهه وارو- ڪشيڪلُ.

- ڪَمَرَبَنْدُ ٤ ڪَمَرَبَنْدَ ؛ ذ. چيلهه ۾ ٻڌل پٽو- سندرو- ٻيٺ- پٽو- لانچ- خوردم. اگهٽ- اناگ- نارو- هنار. منطقه. آب هوا جي لحاظ کان ڌرتيءَ جي ڪيل پنجن ڀاڱن مان هڪ ڀاڱو.

- ڪَمَرَ ٻَڌَڻُ ؛ ڪمر ڪشڻ- همت ڪرڻ- مردانگي ڏيکارڻ- بهادري ڏيکارڻ- جرئت ڏيکارڻ- پاڻ پتوڙڻ- ڪوشش ڪرڻ- سعيو ڪرڻ- هٿ پير هلائڻ. سندرو ٻڌڻ- ٻيٺ ٻڌڻ- آماده ٿيڻ- تيار ٿيڻ- سنبرڻ. (ملهه) وڙهڻ. (خيال) ڊوڙائڻ.

- ڪَمَرَ ڪَسِنْڪُ ؛ صفت. ڪمزور چيلهه وارو- ليستو- بي ستو- ضعيف- لاغر- هيٺو- اپرو- ڏٻرو.

- ڪَمَرَ ڪَشُ ٤ ڪَمَرَ ڪَشَ ؛ ذ. صفت. مردانو- همت وارو- مڙسي وارو- جوان- پهلوان- جوڌو- دلير- بهادر- بانڪو. محنت وارو- آورچ- سعي وارو- جفاڪش- محنتي. ذ. اسم خاص. هڪ ٻارڪو وکر- ڪمرڪس.

- ڪَمَرَ ڪَشَڻُ: سندرو ٻڌڻ. مڙس ٿي بيهڻ. سعيو ڪرڻ- ڪوشش ڪرڻ.

- ڪَمِرَ ٤ ڪَمِرِيُونُ ؛ ث. اسم خاص. پاڻيءَ جو اهو سوراخ جنهن ۾ پيءَ اُس جي چُوڙَ وجهجي.

● ڪُمِرَ ٤ ڪَمِرُونُ ث. جنڊ جي ڪِيرَ ۽ ڳاري پوڻ واري جاءِ- جنڊ ۾ اَن وجهڻ واري جاءِ- مل- ڪالچو- ڪپ. گاڏيءَ جي ڦيٿي جو ٻاهريون حصو.

● ڪَمْرَڪَ: اسم خاص. هڪڙي قسم جو ڪپڙو.

● ڪَمَرَڪَسُ: ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻارڪي وکر جو نالو- ڪپهوڻلُ جي وڻ جو ڳوند.

● ڪَمْرو ٤ ڪَمْرا ؛ ذ. ڪوٺي- صفو- ڪولو- (انگ) روم. (سن. ڪهر = ڪمرو.

ڀرا. ڪبِرَ= ڪمرو. ٻورچو ڳيز: ڪميرا = ڪوٺي). (صفت). رنگ جو هڪ قسم چٽن وارو- چٽڪمرو- رنگين- داغدار. (ٿ. ڪَمَرِي ۽ ڪَمَر ِيُون).

● ڪَمَرِي ۽ ڪَمَرِيُون؛ ٿ. ننڍو ڪُڙتو- ننڍي ٻانهوٺي- صدري- ٻنڊو- ڪُڙتي- جاڪيٽ- واسڪوٽ. ڪنجي. ٻهراڻ. (مال جي) بيماريءَ جو هڪ قسم، جنهن ۾ وَهٽ بيهي نہ سگهي. ڪاري ليڪي سان ڪٽو (ٿ)- ڪَمر.

- ڪَمَرِي ٿيڻ؛ وَهٽ کي بيماري ٿيڻ. چيلهہ ۾ سَٽَ ٻوڻ- چُڪَ پوڻ.

● ڪُمرِي ۽ ڪُمرِيُون؛ ٿ. در جي طاق ڀيرڻ لاءِ چانئٺ ۾ ٺهيل ننڍڙي ڳنڍ.

● ڪَمَرِيل ۽ ڪَمَرِيلَ (ٽ)؛ ذ. صفت. بيمار- اڪهو- ناچاق- لنگو.

● ڪَمِڙو ۽ ڪَمِڙا (ٿ)؛ ذ. ڏڳيءَ جي ڳچيءَ هيٺان لڙڪيل چمڙو.

● ڪَمَسِيل ۽ ڪَمَسِيلَ (ٿ)؛ ذ. صفت. لُچو- بدمعاش- لُچ- لُفنگ- اوباش.

● ڪَمسُول ۽ ڪَمسُولَ (ٿ): ذ. گهوڙي جي هڪ بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ دَنُد نڪري پوي)- هڪ ٽنگ ڪان جدو گهوڙو- منڊو گهوڙو.

- ڪَمسُول ٿيڻ؛ دَنُد لهي پوڻ ٽنگ جو اڳري مان اڪري وڃڻ.

● ڪُمَڪ ۽ ڪُمَڪُون: ٿ. (ترڪي. ڪَمَڪ). مدد لاءِ موڪليل فوج- مددي لشڪر. جنگ توڙي ڪاروبار ۾ ڪيل مدد- اعانت- ڀيرائي- واهَر- حمايت. فوج- رسالو- لشڪر- سپاهہ ڪَلتر- چالڪ- ڪَهَلَ- وَاتر- ڪَانُ.

● ڪَمڪائي؛ ٻگٽي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● ڪَمَل ۽ ڪَمَلَ: ذ. (سن. ڪَنبَل = ڳرم ڪٽو). ڏسو ڪَمبَل. (ٿ. ڪَمليِ ۽ ڪَمليُون). (سن. ڪَمَلَ) پاڻيءَ جي سطح تي بيهندڙ نهايت خوبصورت گل جو هڪ قسم- ليلوفر- ڪنول گل.

● ڪَمِلا؛ صفت. (سن. ڪَمِلا). جيڪا ڪَمل جي گل وانگر حسين عورت هجي- موهني زال- سُندر زال. (اسم خاص). لڪشمي ديوي جو نالو.

● ڪَمِلو ۽ ڪَمِلا؛ ذ. ڪَٽو- ڪَمَل- ڪَمَر- ڪَمبَل- (الڪ). بلنڪيٽ. ٻالو- جَمَن. ٻشمي ڪمڙو. محبوب- ڊولڻ- دلبر- جاني. رنگا رنگي (ل).

● ڪَمَنڊ ۽ ڪَمَنڊَ؛ ذ. (ف. خَم = ڏنگو ٿِه = پوساڻ < سن. ڪَرِ ڪَنڪَهَ = ڪَمَنڊ). خريف جي مند ۾ ٿيندڙ فصل- سٽي رس وارو ڳنو- چلي رس- ڪماند- ڳنڀيري (جنهن مان ڳڙ ۽ کنڊ ٺهي). ماڻهن ڦاسائڻ يا قلعي جي پٽ تي چڙهڻ لاءِ ڪم ايندڙ چمڙي جي رَسي- جنگ جو هڪ هٿيار- ڦندو- ڦاهي- دام- سرڪڻ- ڦاهي. گهوڙي جي هڪ سنج جو نالو.

● ڪَمُنڊا (ڪ- ل)؛ ذ. بغير موسم فصل ڪندڙ وڻ- بي موسمو.

● ڪَمَنڊَل ۽ ڪَمَنڊَلَ؛ ذ. (سن. ڪمنڊل). فقيرائو ڪستو- ڪرمنڊل- ڪشتو- چنبيل- ڙلپيل.

● ڪَمورو ۽ ڪَمورا: ذ. ڪامورو- ملازم- سرڪاري نوڪر- منشي (الڪ). گورنمينٽ سروانٽ.

● ڪَموشي؛ ٿ. اسم. آهو چار، جنهن جا ڦيڪا ٻيرون ٿين.

● ڪَمُون شَهيد: اسم خاص. تعلقي آباوڙي ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪَمَهڪُون (ل)؛ ذ. (ع. ڪَما حَقہ) اشد- لازمي- ضروريءَ- اصل- بنهہ- تحقيق- ضرور.

● ڪَميِنَتَ ۽ ڪَميِنَتُون؛ ٿ. (سن. ڪَرَ = ڪرڻ). ڪم ڪرڻ جو اجورو- پگهار- تنخواهہ- وظيفو- ڪَميِنَت- اجورو- پورهيو- ڪمائي- ڏهاڙي- مزوري. ڪم- ڪار- ڪرت- پيشو-

روزگار ـ ڏاڍو ڏاڙي ـ حاج ـ نوڪري ـ محنت ـ ڏاڍو. مزوري.

● ڪَمِيءُ ■ ڪَمِيءُ: ذ. پورهيت ـ مزور ـ مزدور ـ ڪُولِي ـ بيڪاري ـ روزتي ڪم ڪندڙ ـ واليَ. پيشه وَرُ ـ ڏاڍي وارو ـ حاج وارو. دلير هٿيار بند ـ سپاهي ـ سورمو ـ لائق ـ وِيرُ. (ف. ڪَم = گهٽ). گهٽتائي ـ ٿورائي ـ قلت ـ اڻاٺ ـ هڻڪي ـ سوس ـ ڪوتي ـ ڪاپَتَ ـ اوڻ ـ هيٺتا ـ ڪوت ـ اوڻائي ـ پوڻائي (عقل جي) مارَ ـ ڪوتاهي ـ تنگي، ڪَپُ ـ احتياج ـ لوڙ ـ طلب ـ ڪَتي ـ ڪاڻ ـ حاجت ـ گهرج ـ ضرورت ـ درڪار. چٽي ـ هرج ـ تاوان ـ زيان ـ ٽوٽو ـ خسارو ـ نقصان. چوڪَ ـ ڀُل ـ نقص ـ عيب ـ وِڏ ـ سقم ـ لانجهائي.

ـ ڪَمِيتَ ■ ڪَمِيتُون؛ ث. مزوري ـ ڪَمِيتَ ـ محنت جو اجورو ـ محنتاڻو ـ پگهارُ ـ لوازمو.

ـ ڪَمِينجهلُ ■ ڪَمِينجهلَ (ڪ)؛ ذ. ڪم وارو ـ ڪم ڪندڙ ـ ڇيدارُ ـ ڇيوان ـ ڪاسيُ.

ـ ڪَمِيءُ ڪرڻ: ڪوتاهي ڪرڻ ـ گهٽتائي ڪرڻ ـ ٿورائي ڪرڻ ـ ڪوت وجهڻ قلت ڪرڻ.

ـ ڪَمِيُن والڪر ڪَمائِڻُ؛ نوڪر ٿي ويهڻ ـ تمام گهڻي خدمت ڪرڻ ـ هر وقت نياز ۽ نوڙت سان پيش اچڻ ـ لمڪ حلالي جو ثبوت ڏيڻ ـ سخت محنت ڪرڻ ـ پگهار وارن والڪر ـ خدمت ڪرڻ.

● ڪِمِيءُ ■ ڪِمِيُون؛ ث. ڏبي مان تيل وغيره ڪڍڻ جو ڏکي ڪن سان ٺاهيل ـ ڪَرَنڊي ـ ٽيپري.

● ڪُمِيءُ ■ ڪُمِيُون؛ ث. (س. ڪميرِ > ڪُرمَ > ڪُورمُ = ڪُمِيءُ > ف. باخ). پاڻي جي جانور جو هڪ قسم ـ ڪڇون ۽ جو هڪ قسم ـ سنگ پشت ـ ڪڇنڻون.

● ڪُميتُ ■ ڪُميتَ؛ ذ. صفت. (ف. ڪُميتُ). چاڪليٽي رنگ تي گهوڙو ـ سياهي مائل ڳاڙهي رنگ تي گهوڙو ـ ڀورو ـ سُرانگُ ـ ڪُميدُ.

● ڪُميتُ ■ ڪُميتَ؛ ڪاري جي مڇي جو هڪ قسم (رنگ ڪارو، پنا چلر، گهڻو ٿلهي، ڏيکهه ۵-۶).

● ڪَميچتا: اسم خاص هڪ ذات جو نالو.

● ڪُميدُ ■ ڪُميدَ؛ ذ. صفت. ڳاڙهي يا چاڪليٽي رنگ جو گهوڙو. ڪُميتُ.

● ڪَميلو ■ ڪَميلا؛ ذ. (س. ڪَٽَ = ڪوسُ). چوپائي مال جي حلال ڪرڻ جي جاءِ ـ ڪاميلو ـ ڪَمبيلو ـ ڪوس گهر ـ آڌي ـ ڪينارو.

● ڪَمِينو ■ ڪَمِينا؛ ذ. صفت. (ف. ڪَمِينَه = نيچ). گهٽ رتبي وارو ـ ڪم ظرف ـ سِفلو ـ بي شرم ـ اوباشُ ـ به معاش ـ رذيل ـ ذَليل ـ بي مان ـ بي عزت ـ واهياتُ ـ نيچ ـ گهٽ ذات ـ ڪمذات ـ بي حيا. (ث. ڪَمِيني ■ ڪَمِينيُون).

ـ ڪَمِينپائي ■ ڪَمِينپائيُون؛ ث. بي حيائي ـ نيچ پائي ـ ڪم ظرفي ـ ذلالت ـ سِفلائي ـ بُرائي ـ بچڙائي ـ بي شرمائي.

● ڪَمِينو ■ ڪَمِينا: ذ. صفت تُڇُ ـ اوڇو ـ مٺو ـ دُونُ ـ خسيسُ ـ حَقيرُ ـ گهٽ قسم جو ـ گندو ـ بچڙو ـ گار ڀالُ ـ ڪينو ـ فاحشُ ـ بي شرم ـ ڪنجو ـ بي حيا آگهاڙو ـ لالڪوتُ ـ بد چالُ ـ ننڍو ـ غاريبو ـ نِڪرُ ـ ليچُ ـ ڪُشيلُ ـ ريجالو. گار جو لفظ. گهٽ ذات وارو ـ ڪمينو. (ث. ڪَمِيني ■ ڪَمِينيُون).

ـ ڪَمِينائي ■ ڪَمِينائيُون؛ ث. بيهودائي ـ بچڙائي ـ گندائي ـ فحشائي ـ گار گند ـ ڪُڇُ.

ـ ڪَمِينپائي ■ ڪَمِينپائيُون؛ ث. بي حيائي ـ بي شرمائي ـ بچڙائي ـ ڪم ظرفي ـ برائي.

● ڪَنِ؛ ضمير. (پرا. ڪاڻ) ڪنهِن. جيئن ته "ڪَنِ لاءِ = ڪنهن لاءِ". (حرف جر). وٽ ويجهو ـ نزديڪ ـ ساڻ ـ سان ـ اوري ـ اورتي ـ شامل ـ گڏ. "مون ڪَنِ ڪِتاب آهي" (جملو).

● ڪَنُ ■ ڪَنَ؛ ذ. (س. ڪَرڻُ = ڪنُ. پرا. ڪڻو). ٻُڌڻ جو ڪم ڏيندڙ مشهور عضوو.

ٻيا حواسُ - ڪَنَ - گوشُ - سَمعُ - آذن. توجهه - ڌيان - خيال. ڌپ - ڀوُ - خطرو - الديشو. بي سمجهه - موڳو - موڳشتُ (ت). ڳَنپَ - شمارو. چيڙو - ڇاڙي. ستار يا سُرندي جي ڪِلي. چارِ يُ جو رسو - ڪين ماڻهن جي ڳنڍڻ جو ٻامو (ت).

- ڪَناڪَنُ: ڪَنَنَ تاءِ پريل - چوٽي تاءِ پريل - ٽمٽارُ.

- ڪَنَ اوڀرا ڪَرَڻُ: ڇرڪ پرڻ. ڌيان ڏيڻ - خيال ڏيڻ - ويچار سان ٻڌڻ - توجهه ڏيڻ.

- ڪَنانُ ڪَڍَڻُ؛ ڳالهه اڳوات ٻڌائي ڇڏڻ.

- ڪَنانُ گوشيُ ڪَرائڻُ: ڪنن ۾ هٿ وجهائي آٽ ويهه ڪرائڻ.

- ڪَنُ اوڙا ڪَنَ ٻوڙا ڪَرَڻُ؛ ماٺ ۾ رهڻ - صبر ڪرڻ - شانت ۾ رهڻ - خاموش رهڻ - چُپَ ساڌَڻُ - ماٺ اختيار ڪرڻ.

- ڪَنائيِ ڏِيَڻُ: مٺي ڏيڻ. لِڪي ٻڌڻ.

- ڪَنَ ٻَنڊ ڪَرَڻُ؛ صفا نه ٻڌڻ. ڌيان نه ڏيڻ.

- ڪَنَ ٻوڙا ٿيِ پَوَڻُ: اڻ وڻندڙ آواز - ڪنن تي پوڻ - گوڙ ۽ گهمسان ٻڌڻ - گهڻو شور ٻڌڻ - هُل هنگامو ڪنن تي پوڻ.

- ڪَنَ پُوسائَڻُ؛ ٻُڌو اڻ ٻُڌو ڪري ڇڏڻ - ڪن لِڪائڻ - ماٺ ڪري وڃڻ - ڪن لاٽار ڪري وڃڻ.

- ڪَنَ ڀَرَڻُ: ٻئي جي خلاف ڪجهه چوڻ - ڀڙڪائڻ - برخلاف ڪرڻ - اختلاف وجهڻ - ڀرغلائڻ - ڪوڙا قصا ٻڌائڻ - پرپٺ گلا ڪرڻ - چُغليون هڻڻ - غيبت ڪرڻ - ورغلائڻ - نِندا ڪرڻ - جوش ڏيارڻ.

- ڪَنَ تائِين اچَڻُ؛ ٻُڌڻ - سُڻڻ.

- ڪَنَ تي ٻِنڪو رَکَڻُ: بي پرواهه ٿي هلڻ - مغرور ٿيڻ - سَڳُ ٿي وڃڻ - ڪانءُ ۾ پرجي وڃڻ - ٽُنڊ ڪرڻ.

- ڪَنَ تي جُونءِ لَهَ چُرَڻُ؛ ڪو به خيال نه ڪرڻ - پرواهه ئي نه ڪرڻ - سانگو ئي نه ڪرڻ - بي پرواهه هئڻ.

- ڪَنَ تي رَکَڻُ؛ راڳ چوڻ - ڪافي چوڻ - الوڙي سيان ڳائڻ.

- ڪَنَ تي وِهَڻُ؛ شڪار ڪرڻ مهل ٽڪنڱ اڏي اڻ پرسان لڪي وِهڻ - دام اڏڻ.

- ڪَنُ ٿِيَڻُ؛ ڌيان ڏيئي ٻڌڻ - حواس سالم رکڻ. خطرو ٿيڻ - الديشو ٿيڻ - اولو ٿيڻ.

- ڪَنَ ڏارَ ۽ ڪَنَ ڏاروُنُ: ث. لاپرواهي - (ڪابه ڳالهه) ٻُڌي، ٽاري ڇڏڻ واري حالت - بي پرواهي - ڪن لاٽار.

- ڪَنَ ڏارَ ڪَرَڻُ: ٻُڌو اڻ ٻُڌو ڪرڻ - ڪنهن به ڳالهه تي ڌيان نه ڏيڻ - خيال ڏيئي نه ٻُڌڻ - لاپرواهي ڪرڻ - نٽائڻ - ڪَسائڻ - ٽانمائڻ - ڪوتاهي ڪرڻ - گوهي ڪرڻ - ڪن لاٽار ڪرڻ.

- ڪَنَ ڏارَ ڪَري ڇَڏَڻُ؛ ڪابه ڳالهه ٻُڌي اڻ ٻُڌي ڪري ڇڏڻ - بي پرواهي ڏيکارڻ - ٻُڌو اڻ ٻُڌو ڪري ڇڏڻ.

- ڪَنَ ڏوپُ ۽ ڪَنَ ڏوپَ؛ ذ. سياري ۾ ٻارن جي لاءِ ڪپهه سان ڀريل ٽوپيءَ جو هڪ قسم - ٽوپلو.

- ڪَنَ ڏوُپيءَ ڦَٽيانُ لَڳَڻُ: ڪنهن زال ڦٽيان پوڻ - عورت جي ڦٽيان لڳڻ.

- ڪَنَڌُورُ ۽ ڪَنڌُورَ: ذ. صفت. هلڪو ماڻهو - واهيات - ترڙو - ٽوٽُ - بيوقوف - ٽڙاڪي - ٻتاڪي - رولُ - بي فضيلتو. ٽڳُ - بدمعاش - چوراڻيو - لُچ - لوفر - اوباش.

- ڪَنَ ڦَٽَڻُ؛ سزا ڏيڻ - تنبيهه ڪرڻ - جُٽ ڦٽ ڪرڻ - هدايت ڪرڻ - سيکت ڏيڻ.

- ڪَنَ ڦُٽيانُ ڪَرَڻُ؛ ڌيان ۾ آڻڻ - خيال ۾ آڻڻ - ويچار ۾ آڻڻ - مغز ۾ وهارڻ.

- ڪَنَ ڦُٽيءَ تي وِجهَڻُ؛ ڌيان ۾ رکڻ.

- ڪَنَ ڦُر ڪَرَڻُ؛ ڪن ڀرڻ - ڀرغلائڻ - اهڙيون سُڀتيون ڳالهيون ٻُڌائڻ - بدظن ڪرڻ - ورغلائڻ - آڏيون اهڙيون ڳالهيون ٻڌائي ڀڙڪائڻ. فتور جاڳائڻ.

- ڪَنَ ڇَڪڙَڻُ؛ توبهه ڪرڻ - پڇتاءُ ڪرڻ - پڇتائڻ - ٻانُ ڪرڻ - پشيماني ظاهر ڪرڻ.

- ڪَنُ ھوڻُ: (ڪا ڳالھ) ڪن تي ھوڻ - ٻُڌڻ ۾ اچڻ - سُڻڻ ھوڻ - خبر ھوڻ - سڌ ھوڻ - سماءُ ھوڻ - اطلاع ملڻ - احوال رسڻ.
- ڪَنَ جا پردا کولڻُ: هوشيار ٿيڻ.
- ڪَنَ جون ڳالهيون: ڳجهيون ڳالهيون - راز جي ڳالھ ٻولھ - ڳجها قصا - مخفي ڳالهيون - لِڪَ جون ڳالهيون - ڀيد - راز.
- ڪَنَ جون ڳالهيون ڪرڻُ: ڳجهيون ٻالهيون ڪرڻ - راز جون ڳالهيون ڪرڻ - لڪ ۾ ٻالهائڻ - مخفي طرح ڳالهائڻ. چغليون هڻڻ - ابتيون سبتيون ڳالهيون ڪرڻ - ڪن ڀرڻ.
- ڪَنَ جو وَلو: عقاب.
- ڪَنَ جي ڪسر ڀڃ مان ڪيڏڻُ: دڪاندار يا واپاري جو هڪڙي نقصان ڀيل سودي جي ڀورت ٻئي جي وسيلي ٻئي سودي مان ڪرڻ - ٽڪا ٽڪن کي پچائڻ.
- ڪَنَ چيرُ ۽ ڪَن چيرُو: ذ. چيريل ڪن وارا - جوڳي فقيرن جو هڪ قسم (جيڪي ڪن ۾ وڏا والا پائين).
- ڪن چندائڻ: ڀوري ڀوري سزا ڪائڻ.
- ڪَنَ چپا ڪرڻُ: ڪوبہ جواب ڏيئي نہ سگهڻ - لاجواب ٿيڻ. شرمسار ٿيڻ - پشيمان ٿيڻ.
- ڪَنَ چڏائڻُ: ڪنهن ڏاڍي مان ڇڪي ٽائي ڀورت ڪرڻ يا مور ڇڏائڻ - مور جو موز ڪيڻ - ٽڪا سچا ڪرڻ. جند ڇڏائڻ - آزاد ٿيڻ - ڪنهن بہ طريقي سان پاڻ کي آزاد ڪرڻ.
- ڪَنَ چينڻُ: نقصان پهچائڻ - جوکو رسائڻ - ٽوٽو وجهڻ - ڇيهو رسائڻ - ٽوٽ وجهڻ.
"اهو سون ٿي گهوريو جيڪو ڪن چني" (چوڻي).
- ڪَنَ ڌرڻُ: توجھ ڏيڻ - سڻڻ - ڪن ڏيڻ - غور سان ٻڌڻ - ڪن ڌرڻ - ڪنائڻ. لڪي لڪي ٻڌڻ - چوري ٻئي جي ڳالھ ٻڌڻ - لڪچوري ٻئي جي ڳالھ ٻڌڻ.
- ڪَنُ ڏيڻ: ڌيان ڏيڻ.
- ڪَنُ ڏيئي سڻڻُ: خيال سان ٻڌڻ - ڌيان سان سڻڻ - توجھ سان ٻڌڻ - متوجھ ٿيڻ.

- ڪَنُ ڏيئي ڪَنُ وٺڻُ: عيوضو ڏيئي عيوضو وٺڻ - سٽو بدل ڪرڻ - سڱ تي سڱ وٺڻ - بدي جا سڱ ڪرڻ - ڏي وٺ تي مٽي مائٽي ڪرڻ.
- ڪَنَ ڊارَ ۽ ڪَنَ ڊارُون: ث. بي پرواهي - ڪنٽار - بي خيالي - ڪن لاٽار.
- ڪَنَ ڊارَ ڪرڻُ: بي ڌياني ڪرڻ - لاپرواهي ڪرڻ - بي پرواهي ڏيکارڻ - ڪن لاٽار ڪرڻ - بي توجهي ڏيکارڻ.
- ڪَن ڊارڻُ: سست ٿيڻ. وقتي قبوليت ڪرڻ - ٽوري وقت لاءِ ڳالھ قبول ڪرڻ - بي پرواهي ڏيکارڻ - ڪن لاٽار ڪرڻ - بي خيالي ڏيکارڻ.
- ڪَنَ ڊرا ڪرڻ: ٽٽائڻ.
- ڪَنَ ڊڪڻُ: ڳالھ شروع ڪرڻ - ڳالھ ڇورڻ - انت لهڻ - اندر جو ڀيد معلوم ڪرڻ - ڳجھ جو پتو ڪيڻ. بچاءُ ڪرڻ.
- ڪَنيرُ ۽ ڪَنيرَ: ذ. صفت. تيز ڪنن وارو - لڪي لڪي ڳالهين ٻڌڻ وارو.
- ڪَنَ رسُ: (سن. ڪرڻ + رسُ = مزو). راڳ ٻڌڻ جو شوق.
- ڪَنَ رَڪَڻُ: خوف ڪرڻ - ڊپ ڪرڻ - انديشو ڪرڻ - اولو ڪرڻ - ڀؤ ڪرڻ - ڌيان ڏيڻ - متوجھ ٿيڻ.
- ڪَنيرو ۽ ڪَنيرا: ذ. ڪن ڏيئي ٻڌڻ واري حالت - لڪي لڪي ڳالھ ٻڌڻ جي حالت.
- ڪَنيرو ڏيڻ: لڪي لڪي ڳالهيون ٻڌڻ - مخفي طرح ڳالهيون ٻڌڻ - ڪن ڏيڻ.
- ڪَنيڙائي: ذ. صفت. لڪي لڪي ڳالهين ٻڌڻ وارو - ڪنرو.
- ڪَنيڙو ڏيڻ: لڪي لڪي ڳالهيون ٻڌڻ - ڪنسو ڏيڻ.
ڪَنيڙو ڪڍڻُ: ڪا ڳالھ ڇورڻ.
- ڪَنَ سپرو: ٻڌڻ جو تڪو.
- ڪَنَ سرائي ڏيڻ (ت): سمجهائي ڏيڻ - نصيحت ڪرڻ - هدايت ڪرڻ.
- ڪَنَ سرلا ڪرڻُ: ڌيان ڏيڻ - ڪنرو ڏيڻ - خيال ڪرڻ - توجھ ڏيڻ. (ڪ). مجي

مارڻ مهل وچ جو نشان (جهنڊو) هٿ ۾ جهلي تيار ٿي بيهڻ.

- ڪَنَ سَنَ ۾: لڪ ڇپ ۾ - راز ۾ - مخفي طرح - اندران ئي اندر - ڪَنَ ۾ - ڳجهي طرح - ڳجهه ڳوهه ۾ - مات ميٽ ۾ - لڪ چوري.

- ڪَنَ سوُهاري يا ڪَنَ سوُهاريون: ث. س. ڪرن + شرڌي = سؤيري) ڪن ۾ پرن سان هڪ سرندڙ جيت جو قسم (هن بابت ماڻهن جو خيال آهي ته ڪَنُ جي رستي دماغ ۾ ويندي آهي).

- ڪَنيسو ڏيڻُ: لڪي لڪي ڳالهه ٻڌڻ - ڪنرو ڏيڻ - مخفي طرح ڳالهه ٻڌڻ - راز جي ڳالهه ٻڌڻ.

- ڪَنَ سِيءُ: ڊپ - ڀؤ - خطرو. الديشو - اولو - فڪر - اوسيئڙو - انتظار.

- ڪَنَ سيءُ رکڻُ: الديشو ڪرڻ - خوف ڪرڻ - اونو ڪرڻ - اوسيئڙو ڪرڻ.

- ڪَنَ ڦاڙُ يا ڪَنَ ڦاڙَ: ذ. نوپيٽل يا ٽِلَ ٽيل ڪنن سان هندو فقيرن (جوڳي) جو هڪ قسم - ڪاڙي. جوڳي - ساڌو - وڏن والن وارو فقير. وڏن ڪنن وارو - ڪنٽور - ڪاڪڙو.

- ڪَنَ ڦَٽَ يا ڪَنَ ڦَٽَ: صفت. آهو جنهن جا ڪَنَ ڦاٽل هجن.

- ڪَنَ ڦوڪَڻُ: ڪن ۾ ڦيڻو يا منتر پڙهڻ. ڀرغلائڻ - ڪَنَ ڀرڻ - چورڻ - زور ڪرڻ - ورغلائڻ - بگاڙڻ - خراب ڪرڻ.

- ڪن ڦيرائڻ: جاسوسي ڪرڻ. ٻڌڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

- ڪَنَ ڪٽڻُ: سزا ڏيڻ - سيکت ڏيڻ - مار ڏيڻ - گوشمالي ڪرڻ.

- ڪن ڪپائڻ: هميشه لاءِ توبهه ڪرڻ.

- ڪَنَ ڪَرَڻُ: توجهه ڪرڻ - متوجهه ٿيڻ - ڌيان ڏيڻ. انتظار ڪرڻ - اوسيئڙو ڪرڻ - اولو ڪرڻ - الديشو ڪرڻ - فڪر ڪرڻ. ڊڄڻ - خوف ڪرڻ - ڀؤ ڪرڻ - خطرو ڪرڻ.

- ڪَنَ ڪيڏا ڪَرَڻُ: هوشيار ٿيڻ - تيز ٿيڻ - ڪن ڪڙا ڪرڻ - سجاڳ ٿيڻ.

- ڪَنَ ڪيڏو يا ڪَنَ ڪيڏا: ڦ. صفت. تيز - هوشيار - ڦڙت - چالاڪ - چست - سجاڳ. تيز ڪنن وارو - ڪرو.

- ڪَنَ کائڻُ: آجائي بڪ بڪ هڻڻ - تمام گهڻو ڳالهائي بيزار ڪرڻ - گهڻي بڪ بڪ ڪري بيزار ڪرڻ - ڏاڍي گوڙ سان ڳالهائڻ - مٿو کائڻ - مغز کائڻ - سِر کپائڻ. هلا ڪَٽَ ڪرڻ - ڪنپائڻ - اڪائڻ - ڪڪ ڪرڻ - دِقُ ڪرڻ - بيزار ڪرڻ.

- ڪَنَ ڪڙا ٿيڻ: هوشيار ٿيڻ - خبردار ٿيڻ - سجاڳ ٿيڻ - بيدارُ ٿيڻ. تنبيهه وارو ٿيڻ - چرڪڻ - چرڪ پرڻ - ڪَنَ ڪيڏا ڪرڻ.

- ڪَنَ ڪڙا ڪَرَڻُ: هوشيار ٿيڻ - ٻُڌڻ لاءِ آتاسيرو ٿيڻ - ڌيان ڏيڻ - خيال سان ٻڌڻ - خواب غفلت سان بيدار ٿيڻ. چست ٿيڻ - چالاڪ ٿيڻ.

- ڪَنَ ڪڙ ڪَڻُ: هوشيار ٿيڻ - آگاهه ٿيڻ - خبردارُ ٿيڻ - سُجاڳ ٿيڻ - بيدارُ ٿيڻ - عبرت وٺڻ - سبق حاصل ڪرڻ - نصيحت پرائڻ - هدايت حاصل ڪرڻ.

- ڪَنَ ڪنهڻ: هوشيار ٿيڻ - غفلت ڇڏڻ - سجاڳ ٿيڻ - ويچار ڪرڻ - ڪنهن ڳالهه ڪي تڪڻ تورڻ - پنهنجي اڻ ڄاڻائي تي افسوس ڪرڻ.

- ڪَنَ ڪٽائڻُ: يادگيري ڏيارڻ (ڪنهن ڳالهه جي) - هوشيار ڪرڻ - ڌيان ڇڪائڻ - ڪنرو ڪٽائڻ - سُجاڳ ڪرڻ.

- ڪَنَ ڪٽڻُ: (ڪنهن ڳالهه جو). سُر ڪٽڻ - ڳالهه چورڻ - ڌيان ڇڪائڻ - هوشيار ڪرڻ - ڪنرو ڪٽڻ. ڌيان ڏيڻ - غورُ ڪرڻ.

- ڪَنَ ڪوٽڻي يا ڪَنَ ڪوٽيون: ث. ڪن صاف ڪرڻ جو اوزار.

- ڪَنَ ڪولَڻُ: ڪنهن ڳالهه جي ٻڌڻ واسطي ڪن کي متوجهه ڪرڻ - آگاهه ڪرڻ - خبردارُ ڪرڻ - سُجاڳ ڪرڻ - بيدارُ ڪرڻ - هوشيار ڪرڻ. سمجهائڻ - هدايت ڪرڻ - تنبيهه ڪرڻ - نصيحت ڪرڻ.

- ڪَنَ ڪولهي ڇنڊڻ؛ ٻڌائڻ - آگاهه ڪرڻ - اطلاع ڏيڻ - (انگ). چتاءُ ڏيڻ - معلوم ڪرائڻ. هوشيار ڪرڻ - سچيت ڪرڻ - خبردار ڪرڻ.
- ڪَنَ ڪوشي ۽ ڪَنَ ڪوشيون؛ ث. ڪَن سان ڪيل ڳالهه - مخفي طرح ڪيل ڳالهه - سرڪوشي. سزا جو هڪ قسم - گوشمالي - ڪن ڦهٽ، مار - سزا.
- ڪَنَ ڪوشي ڪَرَڻ؛ سرڪوشي ڪرڻ - ڪن ۾ ڳالهه ڪرڻ. سزا ڏيڻ. توبهه ڪرڻ - آڻ مڃڻ.
- ڪَنَ ڳڻ ڪَرَڻ: اسم ڳڻڻ - شمار ڪرڻ - اندازو ڪرڻ - تخمينو ڪرڻ - ننگ ڳڻڻ - ڪن ڳڻڻ.
- ڪَنَ ڳڻي ڏِيَڻ: ننگ ڳڻي ڏيڻ - اندازو ڪري ڏيڻ - شمار ڪري ڏيڻ - ٻانهن جو مال ورهائڻ. حساب ڪرڻ - ليکو ڪرڻ.
- ڪَنَ لا ٽارَ ۽ ڪن لا ٽارون: ث. نٽ نٽاءُ - ٽالو ٽلو - ڪُس ڪُساءُ - ڪن ڏار - ڪن ٽار - بي پرواهي - بي ڌياني - غفلت.
- ڪَنَ لا ٽارَ ڪَرَڻ: نٽ نٽاءُ ڪرڻ - ٽالو ٽلو ڪرڻ - ڪُس ڪُساءُ ڪرڻ - ڪن ڏار ڪرڻ - ڪُسائڻ - ڳالهه کي ٽارائڻ - غفلت ڪرڻ - ٽاڻيائڻ - ڪن ٽار ڪرڻ. بي توجهي سان ٻڌڻ.
- ڪَنَ لاڙُ (ت) لڙڪيل ڪنن وارو (گهوڙو) - ڍريل ڪنن وارو گهوڙو. سوچارو گهوڙو - سنو گهوڙو - سهڻو گهوڙو.
- ڪَنَ لائي ٻُڌَڻ؛ غور سان ٻڌڻ - ڌيان ڏيڻ - متوجهه ٿيڻ - چت لائڻ - دل سان ٻڌڻ - توجهه ڏيڻ - خيال سان ٻڌڻ - ويچار سان ٻڌڻ.
- ڪن لَپا ڪرڻ؛ لٽائڻ.
- ڪَنَ لِڪائِڻ؛ ڪنهن هنڌ اجهو وٺڻ - پناهه وٺڻ - لڪڻ - ڇپر ۾ ٿيڻ - آجهي ۾ ٿيڻ. بچاءُ ڪرڻ.
- ڪَنَ لَنئوڻ؛ ڪن ۾ خالي آواز اچڻ - للها ڪن وڄڻ - ڪمزوري سبب ڪنن ۾ ڪوڙو آواز اچڻ - هرو ڀرو ڪنن ۾ آواز اچڻ.

- ڪن مان سَرُ ڪيڻ: صاف ڳالهه ڪرڻ.
- ڪن مروڙڻ؛ سزا ڏيڻ.
- ڪَنَ مَهٽائڻ؛ سيکت ڏيڻ يا ڏيارڻ - گوشمالي ڪرائڻ - ڪن مهٽ ڪرائڻ.
- ڪَنَ مَهٽَ ڪَرَڻ؛ گوشمالي ڪرڻ - ڪنن کي هٿ. سيکت ڏيڻ - سزا ڏيڻ. هدايت ڪرڻ - تنبيهه ڪرڻ - نصيحت ڪرڻ.
- ڪَنَ ۾ آگُر وجهڻ؛ بانگ چوڻ - اذان ڏيڻ - الله اڪبر ڪرڻ.
- ڪَنَ ۾ چَوڻ: آهستي چوڻ - لڪي چوڻ - مخفي طرح چوڻ - رازدارانه نموني ۾ چوڻ - سرگوشي ڪرڻ.
- ڪَنَ ۾ ڦُوڪَ ڏِيَڻ؛ ڪنهن کي ڀڙڪائڻ - چيڙڻ - ڀرغلائڻ - ورغلائڻ - برخلاف ڪرڻ - بدگمان ڪرڻ - بدظن ڪرڻ. خبر ڏيڻ - ڳجهي ڳالهه ٻڌائڻ - مخفي ڳالهه ٻڌائڻ - سرگوشي ڪرڻ - گلا ڪرڻ - چغلي هڻڻ - نندا ڪرڻ - غيبت ڪرڻ - بزدل ڪرڻ - ڊپ وجهڻ - ڀؤ ڏيارڻ.
- ڪَنَنَ ۾ آگريون وِجهڻ: ڪنهن جو آواز نه ٻڌڻ لاءِ ٻنهي ڪنن ۾ آگريون وجهڻ - ڪن بند ڪرڻ - ڪجهه نه ٻڌڻ. خراب آواز کان نفرت ڪرڻ - بڇڙائي کان پاسو ڪرڻ.
- ڪَنَنَ ۾ ٽاڙ پَوَڻ پَوڻ؛ ڪجهه وقت لاءِ ڪن ٻوڙا ٿيڻ - ڪجهه به نه ٻڌڻ. ڪنهن جي ڏاڍيان ڳالهه ڪري پريشان ٿيڻ - گهڻي آواز ٻڌڻ ڪري دِقُ ٿيڻ.
- ڪَنَنَ ۾ ڪَپَهه وِجهڻ: ڄاڻي واڻي نه ٻڌڻ - ڪن ٽار ڪرڻ - ڪن لاٽار ڪرڻ.
- ڪَنَنَ مانُ ٽڪاءُ ڪَڍڻ؛ سخت پريشان ڪرڻ. تنبيهه ڪرڻ - هدايت ڪرڻ - نصيحت ڪرڻ - جٽ ڦيٽ ڪرڻ - ڪن مهٽ ڪرڻ - گوشمالي ڪرڻ.
- ڪَنَنَ مان ڪَپَهه ڪَڍَڻ؛ ڌيان ڏيڻ - خيال ڏيئي ٻڌڻ - ويچار سان ٻڌڻ - چڱي طرح توجهه ڏيڻ. هوشيار ٿيڻ - چالاڪ ٿيڻ - سجاڳ ٿيڻ - خبردار ٿيڻ - بيدار ٿيڻ.

- ڪَنَ نہ جَنَ هُجَڻُ: ڪابہ خبر نہ هجڻ- بي خبر هجڻ.
- ڪَنُ نہ ڪَرَڻُ: ڌيان ۾ نہ آڻڻ- نہ ٻڌڻ- ڪوبہ توجهہ نہ ڏيڻ- بي خيالي ڏيکارڻ- بي توجهي ڏيکارڻ.
- ڪَنُ ۾ وجهڻُ: ڌيان تي آڻڻ- ٻڌائي ڇڏڻ- ڄاڻ ڪري ڇڏڻ- ٻڌائڻ- آگاهہ ڪرڻ- خبردار ڪرڻ- سُجاڳ ڪرڻ- ڪن تي آڻڻ- اطلاع ڏيڻ- سُڌ ڏيڻ.
- ڪَنَ ۾ چوڻُ: ڪنن ۾ آواز اچڻ- ٻڙلاءُ اچڻ.
- ڪَنَ وِرائِڻُ: ٻڌڻ- سڻڻ- گوش ڪرڻ- ڌيان ڏيڻ- توجهہ ڏيڻ- خيال سان ٻڌڻ.
- ڪَنُ وَزِيرُ = ڪَنُ وزِيرَ: ذ. صفت. حال محرم- حالپاڻي- راز محرم- هم راز- رازدار- خلوتي.
- ڪَنَ وَهڻُ: ڪنن مان گند نڪرڻ- ڪنن مان غلاظت ٻاهر نڪرڻ- روڳ وهڻ.
- ڪَنَ هَڻڻُ: (ڪنهن ڪان) ڪنُ ڪائڻ- ڊڄڻ- خوف کائڻ- ٿهڻ- ٻاسو ڪرڻ- موشو ڪرڻ- پڙ ڪرڻ- انديشو ڪرڻ.

● ڪِنِ: ضمير. ڀيو (حرف جر). "ڪو" جو جمع- ڪيترن.

● ڪِنُ = ڪِنَ: ذ. (سن. ڪانڙي = ڪچرو). ڪچرو- ڪند ڪي- غلاظت- گند ڪوچر- ڀُهر- ميرو- ڇالو- گند- ميرُسيرُ. بد بوء.

- ڪِنُ ڇِنُ: ڪباٽوتو- آنڌ گنڌ- ڪن ڦيت- اوجهہ- جوٺ آٺ- ڪُچَچُ- اوبر سوبر- گندُ ٻلا- وَغيره.
- ڪِنُ مان ڪِن ڌوڻُ: خراب ماڻهو مان خراب هلڻ.
- ڪِنُ ڪَرَڻُ: گندائي ڪرڻ- ڪارگهد ڪرڻ- خرابي ڪرڻ- بد ڪم ڪرڻ- بڇڙائي ڪرڻ- بي حيائي ڪرڻ- بدڪاري ڪرڻ. واهيات گفتگو- اجائي ٻڪ ڪرڻ.
- ڪِنُ مَٽِڻُ: ناشائسته الفاظ ڪتب آڻڻ- ڪچو ڳالهائڻ- ڪارگند ڪرڻ- گند ڪرڻ- گندائي ڪرڻ. بڇڙائي ڪرڻ- بي حيائي ڪرڻ.

● ڪُنُ: اسم خاص. تعلقي شاهہ بندر ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪُنِ = ڪُنيمُون: ث. ڇڙي يا ڪڙي رڱڻ جو ڪولترُ يا ڪنڌ- نير جي وڏي ڪونڊي- ڪونداڙُ.

- ڪُنِ وِ ڳرڻُ: ڇڙي جو رڱجڻ وقت خراب ٿي پوڻ- رڱ ڏيندي ڇر جو خراب ٿي پوڻ.

● ڪُنُ: (ع). الله تعاليٰ جو دنيا پيدا ڪرڻ وقت ڪيل حڪم- "ٿي پئو" (خدا تعاليٰ دنيا لاءِ فرمايو تہ "ڪُن" يعني ٿي پئو ۽ دنيا پيدا ٿي).

- ڪُن فَيَڪُونُ: (ع). ٿي پئو. پوءِ ٿي پيو. (يعني امان چيو تہ "ٿي پئو! تہ پوءِ ٿي پيو").

● ڪُنُ = ڪُنَ: ذ. (سن. ڪنڊ ع ڪُنة = پاڻيءَ جو چڪر). دريا جي پاڻيءَ ۾ ڦرندڙ اونهو هنڌ يا ڪوهہ- درياءَ يا سمنڊ ۾ پاڻيءَ جو اونهو هنڌ، جتي پاڻي چڪر کائي- لِڪولچ- ميڙ- پير- گرداب- گهمرو- گهيرو- ڀنئور- ڦيرو- چڪر- ور (پاڻي جو). ڪنيءَ جو لير پوڙڻ جو ٽانڊُ (ڪپڙي رڱڻ لاءِ)- ڪولداڙ- حوض. پڪل مٽيءَ جو آهنو مخروطي برتن (جو زمين ۾ کوڙي پاڻيءَ سان پري مٿان رڱڻ لاءِ ڇمڙو پٽجي) (ٿ). ڏاڍو جهڙ (ت). ان جبلن جي وچ ۾ مڙيل هيٺاهين زمين- ترائي- ڪنڌ- ماٿيري- ماٿر (ڪ). (اسم خاص). تعلقي ڪونڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

- ڪُنُ ڪُنْڇَ: ڪُنَ جو ڪنڊ پاسو- پنور جو پر پاسو.

"سندي ڪن ڪُنْڇَ هون سلامت سپرين".

(سر سهڻي شاهہ).

- ڪُنُ ڪَرَڻُ: ڪاوڙ ڪرڻ- ڪوڙ ڪرڻ- غصو ڪرڻ- شور ڪرڻ- هل ڪرڻ (ت).
= ڪُنُ ڪَرَڻُ: (ڪتين جو محاورو)- تيار ڪرڻ.
- ڪُنَ مان ٽُپِي ڏِيارَڻُ: جهٽ پٽ ڪرڻ- بنا دير ڪرڻ- هڪدم ڪرڻ- ٺهہ پهہ ڪرڻ.

● کِنَان؛ حرف جر. کِنَانَ - کاڻ - ماڻ - وٽان.

● کَنَانيِءَ؛ اسم خاص. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● کَنَادا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● کِنَار ع کِنَارُونَ>کِنَارِيُونَ؛ ث. (ڪپڙي وغيره جي) ڏنڊ يا ليڪَ - وٽِ - آنڊِ - آنڊي - (انگ) باردر - کِناري - سنڌو - پر - پاسو - ڪنارو - ڪنڌي - ڪپ - حد - سَرحدَ. ڪپر - وڻُ (ل). ڪُنڊن جي قطارَ جنهن تي ڪاماڻي گوشت جون رانون ٽنگين - چِنگار - جِنگار. نوڪَ - ڪُنڊو - ميخ.

● کِنَارو ع کِنَارا؛ ذ. ڪنڌي - پر - پاسو - ڪپر - حد - ڪنو - ڪنڌو - ڪنو - ڪنار - ڪني - ساحل - وٽِ - ڪپ (نديءَ جو). ڪور - پهلو - ڪني - حاشي (ڪني جي). طرف - پاسو. انجام - سرو - حد - ڪنڊ - گوشو (ث. کِنَارِيَ ع کِنَارِيُون).

- کِنَارا وَٺيِ وِيهَڻُ: پاسي اچي ويهڻ - چوڌاري مڙي ويهڻ - محفل ۾ ڪنڊ پاسو وٺي ويهڻ - ڪنهن سردار جي محفل ۾ سندس آس پاس اچي ويهڻ - پاسو وٺڻ - پر ۾ اچي ويهڻ.

- کِنَارو ڪَرڻُ: پاسو ڪرڻ - علحدگي اختيار ڪرڻ - جدا ٿيڻ - ڌار ٿيڻ - الڳ ٿيڻ - قطع تعلقات ڪرڻ - ڇڏي ڏيڻ - دوري اختيار ڪرڻ - گوشه نشين ٿيڻ. دست بردار ٿيڻ. دور ٿيڻ - هليو وڃڻ - باز اچڻ. موڪلائڻ - وڃڻ - روانو ٿيڻ.

- کِنَاره ڪَشيِءَ: علحدگي - جدائي - پريَرائي - قطع تعلقات - دوري - گوشه نشيني.

- کِنَاره ڪَشيِءَ ڪَرڻُ: علحدگي اختيار ڪرڻ پاسو ڪرڻ - جدائي ڪرڻ - ڌار ٿيڻ - ڪنارو ڪرڻ.

● ڪُنَارو ع ڪُنَارا (ڪ)؛ ذ. جبل تي ڪُنُ.

● کِنَارِيَ ع کِنَارِيُون؛ ث. ڪپڙي جي پريل وٽِ - زربفت جي پٽي (گندين جي پلاندن کي لڳل) پاڪ - پانڪ. پاسو - وٽِ - پر - ڏلد - ڪنار - ڏنڊي - آنڊي.

- کِنَارِ پَدارُ ع کِنَارِ پَدارَ؛ ذ. ڪناري لڳل ڪپڙو. پاڪ لڳل ڪپڙو. بوڇڻي. شال - دوشالو.

● ڪِنارُ ع ڪِنارَ: ذ. ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم (ڪنڊن ۽ ڇلرن سان 'ميڙ' جي رنگ تي، ڊيگهه ٢ - ٣ فوٽ).

● ڪَنَا ميرا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● کِنَاميرو ع کِنَاميرا؛ ذ. (ع. قناصِرة). ڪنڊ جو هڪ قسم - جيسلميري سادي ڪنڊي مِٺائي - مِصري - چيني - شڪر (صفت) مٺو - ٺاهوڪو - حسين - خوبصورت - جَميلُ (ت).

● ڪَنَاميرِيَ ع ڪَنَاميرِيُون (ل): ث. ڪنواري ٿالهي - ٿاميري ٿالهي - ٽراڪڙي ٿالهي.

● ڪَنَانَ؛ حرف جر. وٽان - ڪان - ڪنئون - کِرانَ. پاسي ڪان - طرف ڪان - طرفان. "مون ڪَنان ڪتاب ڪٺي وَيُ" (جملو).

● ڪَنَانَنڊُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَنُاوپڙُ ع ڪَنَاوپڙَ؛ ذ. پٽ جي ڪپڙي جو هڪ قسم - قناوپڙُ.

● ڪُنَاءُ ع ڪُنَاءَ؛ ظرف. ڪڏهن - ڪٿي - ڪاٿي - ڪهڙي هنڌ - ڪاٿئون. ڪنهن وٽ.

● ڪَنَائِڻُ؛ مصدر. ڪن ڏيڻ - ڌيان ڏيڻ - خيال ڏيئي ٻڌڻ - سمجهڻ - توجهه ڏيڻ - غور سان ٻڌڻ جي ڪوشش ڪرڻ - ڪن ڏيئي ڪنهن خاص آواز کي محسوس ڪرڻ. پڙ ڪرڻ - ڊچڻ - ڊپ ڪرڻ. (ڪَنائيو - ڪنائيندو - ڪنائيتلُ).

● کِنَايو ع کِنَايا؛ (ع. ڪنايَهَ). اک جو اشارو - رمز - مُبهم ڳالهه - ميڇَ - غمزو - کِنايَةَ. حوالو - اِيما - پتو - ڏسُ - اهڃاڻ - نشاني - نشانُ - پار. مراد - منشا - مقصد - ارادو - مطلب - معني. استعارو. مجازَ. حرف.

- کِنايَةً: (ع) اِشارتاً - اِشاري سان - معناً - مجازاً. حوالي خاطر.

● ڪُنُبَ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● کَنَنبُ = کُنُنْبَ (ل - ث)؛ ذ. (سن. کُنُنْبُ = پاڻيءَ جو دِلو). پاڻيءَ جو وڏو تلاءُ - صفا پاڻيءَ جي اوڀهي کَنڌَ - صاف پاڻيءَ جو تلاءُ - کولاب. پاڻيءَ جي اوڀهاڻيءَ وارو چکر - کَنُ - گهمرو - گهيرو - پَنُورُ - چَتکرُ - ڦيرو (اسم خاص). آسمان جي هڪ برج جو نالو - کُنُنپُ راس - دَلُوَ. تعلقي گوليءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو. (صفت). کوڙ - جامُ - متو - بي انداز - جهجهو.

● کُنُنْباهِيُ = کُنُنْباهِيُون (ل)؛ ث. پوري - گهوڙ.

● کَنُنبُ بادَلُ: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● کَنُنبُ پالو: اسم خاص. تعلقي ڏکهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● کَنُنبُ دارونُ: اسم خاص. شهداد پور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● کَنَنْبِرا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● کَنَنْبِرا اوٽِيُ: اسم خاص. تعلقي شڪارپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● کَنُنْبِراڻِيُ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● کَنَنْبِرُو = کَنُنْبِرا؛ ذ. کارب - سالچو - ڦالَبُ - ڍالچو - بوتو - پچرو.

● کَنَنْبِرِيُ = کَنَنْبِرِيُونُ (ث)؛ ث. اَکِ جي بيماريءَ جو هڪ قسم (وِهڻ مهل کنبي کنبي دير سان وِهي).

● کُنُنْبِڙِيُ: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● کَمَنْبَلُ = کَنَنْبَلَ؛ ذ. (سن. کَمَنْبَلُ = اوني کٽو). اوني شال - کَٽو - کَهمُ - ڪمبل - کَمل - لوئي. (الگ). بلاڪيٽ - بِلنڪيٽُ - مَتَک.

● کَنُنبُ ليمَا: اسم خاص. تعلقي مڪراڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو. کُنُنپ ليما.

● کَنَنْبَڻُ: مصدر. (سن. کَمَنْپَنَ = ڏکڻ). ڏکڻ - لرزڻ - ٿڙڪڻ - ٿڙڦڻ - لُڏڻ - رڦڻ - رڦڻ - لرزش کائڻ - ڏُڏڻ - سياڻجڻ - ڏُڏِکڻ - ڏوڏو کائڻ - ڏڙڪڻ. (اک جو) ڦرڻ - ڇُرڻ - ڦڙکڻ. ڏونڏاڙجڻ - جهُلڻ - ٿلڪڻُ - ڏوڙجڻ - آليڙڻ - (زمين جو) ڏڏڻ - (گاڏيءَ جو) ڇُرڻ - (ٻتيءَ جو) ٿمڪڻ. هراسجڻ - ڊپ ڪرڻ - ڊڄڻ - خوف کائڻ - ڪوُ ڪرڻ - هراس ۾ پرجڻ. (کنبيو - کنبندو - کنبيل).

- کَنَنْبَ = کَنَنْبُون؛ ث. ڏَکڻي - ٿڙڪڻي - ڦڙڪڻي - تَڙَقَ - لَرزَ - سِياٽو - رَڦَ رَڦاڻ. ڏوڏو - لوڏو - ڏونڊاڙَ.

- کَنَنْبائِڻُ؛ مصدر. ڏکائڻ - ڊيجارڻ - هيسائڻ - ڊَپُ ڏيارڻ - سياٽو وجهڻ - رڦائڻ - ڪوُ ڪارائڻ - خوف ڏيارڻ. رعب رکڻ - چمڪ کرڻ - دَٻائڻ.

- کَنَنْبِشِيُ = کَنَنْبِشِيُونُ؛ ث. ڏکڻي - لرزش - ٿڙڪڻي - ڦڙڪڻي - ٿڙڦ - سيٽاندِي. سياٽو. خوف - ڀؤ - ڊِڄُ - ڊَپُ - ڪوُ - هيراس - خطرو.

- کَنَنْبِيَلُ = کَنَنْبِيَلَ: ذ. ڏکيل - لرزش کاڏل - رَڦيل - ٿڙکيل. هيراسيل - ڊِڄل - هيسيِيَلُ - خوف ۾ پيل - ڪوُ کاڏل - ڊپ ۾ پَريَلُ.

- کَنَنْبِيُ وَجَڻُ؛ خوف ۾ ڏکي وجڻ - ڊِڄي وجڻ - هيراسجي وجڻ - ڊَپَ ۾ لرزش کائي وجڻ.

● کُنُنْبو = کُنُنْبا؛ ذ. کُنُنب - خالدان - قبيلو - کٽنم - گهراڻو - بنياد. ويڙهو - راڄ - محلو - پاڙو.

● کَنُنْبويا؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● کُنُنْبِيُ = کُنُنْبِيُونُ؛ ث. ريشمي کپهه جو هڪ وڻ - آوڃي کپهه پيدا کندڙ هڪ قسم جو وڻ.

● کُنُنْپِيرُو = کُنُنْبِيرا؛ ذ. دوا طور کم ايندڙ هڪ پسارکي وکر جو نالو. ڳاڙهي رنگ ۾ کم ايندڙ هڪ قسم جي ميوي مٿان ڳاڙها وار.

● کَنَنْبِيرِيُ (ث)؛ ث. ٿَري پرت جو هڪ قسم.

● کُنڀ ۽ کُنڀَ ؛ ذ. (سن. کُنڀَ. ل. خُم = خُنب) ٻاسڻ – ٻرتن – ٺانءُ. پاڻيءَ جي اولهائي وارو چَڪرُ – پَنُوَرُ. کُنبُ – کهيرو – کهرو – ڦيرو – چَڪرُ – کُنُ. کوهُ. (اسم خاص). تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ آسماني ٻُرجَ جو نالو – کُنڀ راس – کُنبُ – دَلوُ. تلاءُ.

● کُنيارُ ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● کُنيارُ ۽ کُنيارَ : ذ. (سن کُنڀڪارُ > کنڀگار = کُنيارُ. سن. کُنڀَ + کار = ٺالوَ جوڙيندڙ). مٽيءَ جا ٻرتن ٺاهيندڙ ڪاريگر – مٽيءَ جا ٺانءَ ٺاهيندڙ – مٽيءَ پوٺو – کُنڀَرُ. (ث. کُنيارڻ يا کنياري).

– کُنيارڪو ۽ کُنيارڪا ؛ ذ. کنيارن جو – کُنڀرَڪو – کُنڀراڻو – کُنيارن وارو.

– کُنيارڻِ ۽ کُنيارڻيون ؛ ث. کُنيار جي زال – کُنياريءَ – کُنيار عورت.

– کُنيارَ واڙو ؛ ذ. ٺِڪر جا ٺانءَ – ڪاشيءَ جا ٺانءَ. کُنيارڪو ڌنڌو. (اسم خاص). ڪراچي ۾ هڪ محلي يا پاڙي جو نالو.

– کُنيارِيءَ گڏهه ڀنيجڻُ (ت) : ٻُتَ ۾ ورڻ – ڇيرو ٿيڻ – متارو ٿيڻ – ڀلڻ يا ڀلجڻ.

● کُنيارِڙو ؛ اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● کُنيارو ۽ کُنيارا ؛ ذ. نانگ جو هڪ قسم (رنگ ڳاڙهو). تتر جو هڪ قسم (ت). جوئر جو هڪ قسم (ت). (ث. کُنياري ۽ کُنياريون).

● کُنڀيَتُ ۽ کُنڀيَتَ (ت) : ذ. تمام ڳِڪهي ڏڙ وارو وڻ – لوهيڙو. گاهه جو هڪ قسم – ڦوڳُ – مُرت (الارداڻ).

● کُنڀ دارُون ؛ اسم خاص. پٽ شاهه جي ڀريان هڪ ڳوٺ ۽ ڍنڍ جو نالو.

● کُنڀَرَ ۽ کُنڀرُون (ت) ؛ ث. ڪورين جي هڪ اوزار جو نالو. ڪنڊَ – کوپو.

● کُنڀَرَ ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو – کُنيارَ. تعلقي ڪمبٽ (رياست خيرپور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● کُنڀرُ ۽ کُنڀرَ : ذ. مٽيءَ جا ٺانءَ ٺاهيندڙ – کُنيارُ.

– کُنڀراڻو ۽ کُنڀراڻا ؛ ذ. صفت. کُنڀرڪو – کنيارڪو – کُنڀر جو – کُنڀرُ مان لاڳاپو رکندڙ.

– کُنڀرَڪو ۽ کُنڀرَڪا ؛ ذ. صفت. کُنڀراڻو – کُنيارڪو.

● کُنڀڪُ : (سن. کُنڀڪَهَ). يوگ ۾ پراڻايام جو هڪ نمونو جنهن منجهه هوا اندر پيٽ ۾ روڪجي جيئن پيٽ سَڄيل ڏسڻ ۾ اچي.

● کُنڀَ ڪرَڻُ ؛ اسم خاص. راوَڻ جي ڀاءُ جو نالو جنهن لاءِ اهو مشهور آهي تہ ڇهہ مهنا ستهندو هو.

– کُنڀَ ڪرَڻَ واري ننڊَ ؛ ث. ڏکي يا گهڻي ننڊ (جيئن تہ چوندا آهن تہ "راوڻ ۶ مهنا ستهندو هو"). گهڻي سُستيءَ – تمام لاغرضائپي.

– کُنڀ ڪرڻ واري ننڊَ هُئڻ ؛ خبرداري نہ ڪرڻ – گهڻي غفلت ڪرڻ – گهري ننڊ ۾ هئڻ.

● کُنڀيءَ لڙکُ ۽ کُنڀيءَ لڙکَ ؛ ذ. (سن : کُنڀيءَ = آهي دوزخ ۾ ڏوهين کي مِٽيءَ جي ٺالون وانگر پچائين). هيٺائون دوزخ – تحت ثرا – نار جهنمُ.

● ڪَنتُ ۽ ڪَنتَ ؛ ذ. (سن. ڪانت = مڙس). ڪالڌ – مڙسُ – ڪانتُ – پَتارُ – وَرُ – گهر وارو – گهوٽُ – ڀتيءَ – خاوند – مَڙدُ – شوهر – گهر ڌڻي – مَرْدُ. محب – دوست – پيارو – پيا – پريتمُ – دل وارو – منتارُ.

● ڪَنترُ ۽ ڪَنترَ ؛ ڏسو ڪَنٽيرو.

● ڪنٽيرو ۽ ڪنٽيرا ؛ ذ. (انگ. De-cantor) آهو شيشو جنهن منجهه پيئڻ لاءِ شراب وجهي پيئندڙ اڳيان رکجي. ڪنٽيريءَ – ڪنٽرُ – شيشو – ٻوتلُ – ٻاٽلي.

● ڪَنٽيرِي ¤ ڪَنٽبرِي؛ ذ. صفت. (الگ. ڪَنٽيرِي) سادو - هلڪو - خسيس - تُڇ - اپرو سيرو - ڪهٽ - ڇهڙو تهڙو. سڌ - لَمو - ڍِلو - ڪَنڌ (چاڪُون). ديسي مال.
● ڪَنٽو ¤ ڪَنٽا؛ ذ. ڪَنٽيتو - لاٽ - ڇَنڪي - ڪَٽ - کهاتي - ڪاڻ.
● ڪَنٽو ¤ ڪَنٽا (ٽ)؛ ذ. ڊل يا محصول جو هڪ قسم - ڇَنڪي - راڻر.
● ڪَنٽون ¤ ڪَنٽون؛ ذ. ڪپڙي تي اٽ پريل ڪُل - رنگين پرٽ.
● ڪَنٽا؛ اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ مينگهواڙن جي هڪ ذات جو نالو.
● ڪَنٽو ¤ ڪَنٽا (ٽ)؛ ذ. ٿري ماڻهن جي شادي ۽ وقت ڳوٺ جي مُکي ۽ طرفان ڏنل دان (ڇوڪرو پس رهيا، ڇوڪري ٿي رهيا). سون تورڻ جي ننڍي ساهي - ٽڪڙي (ٽ). ڪنڊو (ٽ).
● ڪَنٽور: ٽوڻي يا بيڪار کهندڙ (هيچ ماڻهو کي حقارت سان مخاطب ٿيڻ).
- ڪَنٽارَ ڪيي ¤ ڪَنٽارَ ڪيُون (ٽ)؛ ث. چَتي - ٻُوٽ.
- ڪَنٽارَ ڪيو (ٽ)؛ ذ. ساڙ رکندڙ - حاسد - بُغض رکندڙ - ساڙيلو - مَ ستهو.
- ڪَنٽو پتڇڻ؛ نانگ يا بلا جو ڏنگ هڻڻ - ڪڪيچڻ. ڪنڊو لڳڻ.
- ڪَنٽو ڇپيلو (ٽ)؛ ذ. زهري جيت جو هڪ قسم.
● ڪَنٽيي ¤ ڪَنٽيون (ٽ)؛ ث. ڪنڊن واري وَل جو هڪ قسم - ٽيڪنڊي.
● ڪَنٺ ¤ ڪَنٺون؛ ث. ياد - بر زبان - دل ۾ هنڌايل - حفظ.
”ڳائو سو جو ڳنڍ، ڀائيي سا جا ڪَنٺ“.
- ڪَنٺ ڪَرَڻ؛ دل سان سکڻ - ياد ڪرڻ - حفظ ڪرڻ - دل سان هنڌائڻ - بر زبان ياد ڪرڻ.
● ڪنٺ ¤ ڪنٺ؛ ذ. (سن). ڳچيءَ جو اڳيون پاسو - حلق - ڳلو - نڙي - ڪهٽ - ڳاٽ - ڳاٽو - هيڪي. سُر. دريا جو ڪَپ. ڪنهن به پاسي جو ڪِنارو.
- ڪَنٺيسٽ: (سن. ڪَنٺ = ڳلو + سٿا = ويهڻ يا رهڻ) آهي اکر، جن جو آچار ڳلي سان ٿئي. جيئن ڪ - ک.
- ڪَنٺيستاليي؛ نڙيءَ وارا - ڳلي وارا.
- ڪَنٺيلو ¤ ڪَنٺيلا (ٽ)؛ ذ. لنڊن پارن لاءِ ڏاڻن جو ٺهيل ڪنٺو - لنڊو هار - ماليها.
- ڪَنٺ مالا ¤ ڪَنٺ مالائون؛ ث. ڳچيءَ جو زالالو زيور - مالها - ڳلي جو هار - ڪَنٺو. هڪ بيماريءَ جو نالو - خنازير. بادشاهي چٽ جي هوئي. بادشاهه جي مصيبت. ٻجڙائي.
● ڪَنٺار ¤ ڪَنٺار (ٽ)؛ ذ. ڪنارو - پتر - ڪَپ - ڪنڌي - پاسو - ڪِنار.
● ڪنٺو ¤ ڪنٺا؛ ذ. (سن. ڪَنٺڪ = هار) ڳهڻي جو هڪ قسم - موتين مان ٺهيل هار - ڳالي - نيمُوري - مالها - وڏن مڻين وارو هڪ سٽرو هار. (سن. ڪنٺ = ڳچي) ڳلو - نڙي. طوطي جي ڳچيءَ وارو ڳول نشان. ٿر جي هڪ پاڳي جو نالو. (سن. ڪنٺڪ = ڪنڌو) ڪنڌو - ڪنڌي - پتر - پاسو - ڪِنار - ڪَپ. ڪناري - حاشي - انڌي - وٽ. (ث. ڪنٺي ¤ ڪنٺيُون).
● ڪَنٺپرو ¤ ڪَنٺپرا: ذ. شينهن - شهپر (ڏَهس).
● ڪَنپٽ؛ اسم خاص. ڪَنن ويڌيل هندو فقيرن جو هڪ قسم.
● ڪَنپٽيي ¤ ڪَنپٽيون (ٽ)؛ ث. گهوڙي جي سنج جو هڪ پاڳو (چمڙي جو ٺهيل، ڪنن ۽ منهن مٿان ڏجي) - ٻوٿاڙو - الداري.
● ڪَنپڻ؛ مصدر. (سن. ڪَنپ = ڏڪڻ) ڪنبڻ - ڏڪڻ - لڏڻ - لرزش کائڻ - لرزڻ - ڏڏڻ - ڏڪي پوڻ - ٿڙڪڻ - خوف کان بدن ۾ سيالو اچڻ. (ڪنهو - ڪنپند و - ڪَنپيل).
● ڪُنج ¤ ڪُنجَ؛ ذ. (سن. ڪُنج. ف. ڪُنج = وليُن جو منهه - ڪُنڊ). وڻن جو جهڪٽو - گهاٽو ولين لڳل منهه. ڪُليي -

ڪوهو - مَحلو - پاڙو - وِيڙهو. ڪُنُّبَ. ڪپڙي جو سَرُ - ڳهَنُجُ - وَرُ - وَڪَڙُ.

● ڪَنُّجارو ء ڪَنُّجارا (ڪ): ذ. زهري چيت جو هڪ قسم - پيٽون - وِڇون - عقربُ - (ل). ڪُنُّب يارو.

● ڪَنُّجِرُ ء ڪَنُّجَرَ ؛ ذ. مشهور جانور جو هڪ قسم - فيِلُ - ہاٿِلُ - هاٿي - گَجراجُ - ڪنجَلُ.

● ڪَنُّجراتُ ء ڪَنُّجِراٽُون (ت)؛ ث. ٽارَ جي هڪ عضوي جو ٽالو - ڏالد جي ڳچيء ۾ وجهڻ لاء ٻالجاريء وانگر ڪاٺ جو ٻيڙو - ٻاڄاري.

● ڪَنُّجُرانُ ء ڪَنُّجُرانَ ؛ ذ. ڏاڻن جي ٻاڻڻ جو هڪ ڳڃُ يا ڳنجي - ڪَنُّجيرو - آنڪي - چولي - ڪَنُّجيري - آنڪيا. پشواز - ڳها ڳهرو - ڳهڳهرو - ٻڙو.

● ڪَنُّجيرو ء ڪَنُّجيرا ؛ ذ. (سن. ڪَنُّجُڪ = ڪنجرو). پرت پرٻل ڏاڻن جي ٻاڻڻ لاء هڪ قسم جو ڪپڙو (ڪنوار پرڻجڻ وقت پائي) - صرف ڇاتي ۾ اڌ پيٽ ڍڪيندڙ ڪپڙو - ڪنجران - ڪَنُّجري - ڳنجُ - چولي - انڪيا - سينه پوشُ - الڪي. ڳها ڳهرو - ڳهڳهرو - پشوازُ - پهراڻ.

● ڪَنُّجيري ء ڪَنُّجيريُون (ت): ث. ٽالڳ جي لٽل ڪَلَ. سازَ جو هڪ قسم.

● ڪَنُّجيڙو ء ڪَنُّجيڙا: ذ. ڪچهري - دربار. محفل - مجلس. (ڏ ٽاسيري).

● ڪُنُّجڙو ء ڪُنُّجڙا؛ ذ. ساڳي ڀاڄي وڪڻندڙ - پَڪَڙُ وڪڻندڙ - ترڪاري وڪڻندڙ - ڪواجڙيو - آرائين - پٽُو (ت).

● ڪَنُّجڪ ء ڪَنُّجڪُون: ث. آڻ يا گهوڙي جي رڪيبن جو ٻنُو - هَني جي پائدان کي جهلي بيهندڙ چَمَ جو ٻنُو. گهوڙو ڪُڏُ وٺي ڊوڙڻ لاء لغام جو ٻنُو. ۾ رڪاب - گهوڙي جي اڳيان هلندڙ - وهٽ جي واڳ وٺي هلندڙ.

- ڪَنُّجڪَ لڳڻُ ؛ ڪنهن جي حڪم يا اشاري هيٺ (رهندڙ) - ماتحت - زيردست - تابعدار - هيٺُ - هيٺُ - جو ڳو.

- ڪَنُّجڪَ وٺڻُ ؛ گهوڙي جي واڳ وٺي پنڌ هلڻ. سوار جو رڪيبن ۾ پير وجهڻ.

- ڪَنُّجڪِي ء ڪَنُّجڪِيُ ؛ ذ. سوار سان گڏ ڏور واڳ وٺي هلندڙ ماڻهو - ڪنهن وڏي ماڻهوء جي گهوڙي جي اڳيان هلندڙ نوڪر - رڪابُ وٺندڙ - رِڪابي.

● ڪُنُّجَلُ ء ڪُنُّجَلَ ؛ ذ. سن. ڪُنُّجرُ - هاٿي - فيِلُ - ڪُنُّجرُ - گجراجُ - ہاٿِلُ.

● ڪَنَجَڻُ ؛ مصدر. سَتُ ڪَتَڻُ.

● ڪَنُّجُوسُ ء ڪَنُّجُوسَ: ذ. صفت. (پرا. ڪنڇهُوسُ). بخيل - مڪي چوسُ - شومُ - تنگدلُ - ڪِرپڻ - مرچوٽُ - موذي - ڪَڏُ رَڇُ - پَڪو - چمڙي چوسُ - پِيسُ چُ - ٻيڙُ ٻيهُ - چنجوسُ - سوسو - سوساٿو - مرچوٽاٿو - سُٽُ پيڙُ - پڪشتُ.

- ڪَنُّجُوسائِي ء ڪَنُّجوسائِيُون: ث. ڪَنُّجوسي - مرچوٽائي - سوسُ - سوسائي - چمچوسائي - تير تُڪلو - شُومُائي - موذپڻو - ڪسپائي - تُڪَ اَٽڻُ. ڪميڻائي - نيچپڻ - بي حيائي - بي شرمائي - بي لڄائي.

- ڪَنُّجوسِي ء ڪَنُّجوسِيُ ؛ ث. مرچوٽائي - ٽڪ ٽيڻ - ڪنجوسائي - سوسائي - چمچوسائي - سوسُ - شومائي.

● ڪُنُّجَڻُ: مصدر. ويڙهڻ - لپيٽڻ - تَهه ڪرڻ.

- ڪُنُّجو ڪَرَڻُ: (ڪتين جو اصطلاح). ڪپڙن کي هٿ ۾ مهٽي سٽڻ واسطي تيار ڪرڻ - ويڙهڻ - سَنَڻُ.

● ڪُنُّجِي ء ڪُنُّجِيُون ؛ ث. (پرا. ڪنجيڪا. سن. ڪُنچڪا = ڪُنُّجي). تالي کولڻ جو اوزارُ - ڪُلف کولڻ جي ڪَلَ - مفتاحُ - ڪولٺي - چابي - تاليُ - ڪَليد. ڪِلِي (ساز جي). نٽ جو هڪ حصو. سمجهاڻي - شرح - ٽيڪا.

- ڪُنُّجِي ڪَلِيَلُ هُئَڻُ ؛ دل جي سرجيتائي هئڻ - چيتو چڱو هئڻ - حافظو سٺو هئڻ - دل جو سجاڳ هُجَڻُ.

- ڪَنُجِيئُون وانڊِ يُون ڪرڻ: دُڪان بند ڪرڻ - دڪان کي تالو لڳائڻ - هٽ کي ڪلف ڏيڻ - دڪان ٻرچائڻ.

● ڪَنُجِيچِي: اسم خاص. تعلقي ساماري ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● ڪَنُجَهاوَتِي ع ڪَنُجَهاوَتِيُون: ث. آٿيل اکين ۾ وجهڻ لاءِ هڪ تمام سُٺو سُرمو - اٿيل اک ۾ وڌل لڙو - ۾ پي. ڪَجَل - سوئيرو - سُرمو.

● ڪَنُجَهر: اسم خاص. تعلقي جاتي ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● ڪِنُجِهرَ: اسم خاص. تعلقي شاهبندر ۾ هڪ ديھ جو نالو. ڪراچيءَ جي اوريان هڪ ڍنڍ جو نالو - ڪِينُجَهرَ.

● ڪِنُجهر ع ڪِنجَهرَ (ت): ذ. غنيمت - ٻورو - ضرورت آهر - مطابق - کپ سارو. کوڙ - ڍِڪ - انبار - هشام - آڙد. جيئن ته "ڪِينُجَهرَ لڳي ويا آهن".

● ڪَنُجهڙات ع ڪَنُجهڙاتَ: ذ. هرلي ۾ وهندڙ ڏاند جي ڪنڌ ۾ پيل چورس چيڙي سان ڍڪيل ڪاٺي - ڪَنڌات.

● ڪِنُجَهڻ: مصدر. سور کان رڙيون ڪرڻ - ڪُسڪڻ - ايذاءِ کان آهستي آهستي دانهون ڪرڻ - بيمار جو ليهيرَڻ - چنگهڻ - جهيڻو آواز ڪرڻ - ڪُرڪڻ - ڪُنڪڻ - چِنگهڪار ڪرڻ - رنڱڻ - رينگٽ ڪرڻ. (ڪِنُجِهيو - ڪِنُجهندو - ڪَنُجِهيل).

- ڪِنُجَهه ع ڪِنُجهُون: ث. تڪليف کان لڪل آواز - ڪُرڪَ - ڪُنڪَ - ڪُسڪ - رڙڪ - چنگهڪارَ - چنگهه - ڪسڪو - ڪُرڪُر.

- ڪِنُجِهڻي ع ڪِنُجِهڻيُون: ث. ڪنجهڻ يا چنگهڻ واري حالت - ڪِنُجهڪارَ - چنگهڪار - ڪُسڪ - ڪسڪو - چنگهه - ڪُنڪَ. چنگهندڙ - ڪِنُجهندڙ.

- ڪِنُجهڻي مِڻي: ڪِنُجهندڙ ماڻهو - بيمارن والگر ڪنڪندڙ ماڻهو.

- ڪِنُجهوڪِنُجهه: ث. دانهن مٿي دانهن - ڪنڪ - ڪر ڪر - چنگهڪارَ - رينگٽ - رينگو. ريڙهه پيڙهه - ڪهي.

● ڪِنُجهڪَڻ: مصدر. بيمار ماڻهوءَ جو آهستي آهستي دانهون ڪرڻ - چنگهڻ - ڪنڪڻ - ڪنجهڻ - رنڱڻ - چنگهڪار ڪرڻ - ڪرڪڻ - ڪسڪڻ - آه ڀرڻ - ڪاڪڙائڻ - ڍڪڻ - رينگٽ ڪرڻ - هُڙڪڻ (ڪِنُجهڪيو - ڪِنُجهڪندو - ڪنجهڪيل).

- ڪِنُجِهڪارَ ع ڪِنُجِهڪارُون: ث ڏک - ايذاءِ يا بيماري سبب لڪل دانهن يا آواز - ڪنجهه - ڪسڪ - چِنگهه - ڍِڪَ - آه - ڪنڪ - ڪُرڪَ.

- ڪِنُجهڪارَ ڪَرَڻ: سور کان رڙيون ڪرڻ - دانهون ڪرڻ - چنگهڻ - ڪنجهڪڻ - ڪنجهڻ.

- ڪِنُجِهڪَرَ ع ڪِنُجِهڪَرُون: ث. ڪنجهڪار - چنگهه - ڍِڪَ - ڪسڪ - ڪنڪ - ڪنجهه.

- ڪِنُجهڪو ع ڪِنُجهڪا: ذ. ڪنجهڪارَ - چنگهه - ڪِنُجهڪَرَ - ڪنجهه - ڪسڪ.

● ڪنجهو ع ڪَنُجها: ذ. (سن. ڪانسي = ڪَنُجهو). چئن ڌاتن (قلعي، ٽامون، پتل ۽ جست) جي ملاوت سان ٺهيل هڪ ڌاتوءَ جو قسم - ڪُٽ - پِسي - برتن ٺاهڻ جي ڪم ايندڙ ڳهند وارو ڌاتو. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو (ل).

● ڪَنُجهي ع ڪَنُجهيُون: ث. ٽانگو جو هڪ قسم - ڳها ڳهر. وڄت جي ساز جو هڪ قسم - ڪَنُجِري - جهانجهه - جانجهه.

● ڪَنُجِرَ ع ڪَنُجِرَ: ذ. ڪچرين يا رنڍين جي ڪمائي تي رهندڙ - دَلو - ڀاڙيو - ڀڙوو - دلال - ڏوتو - وچ ڪُٽيو.

- ڪَنُجِري ع ڪَنُجِريُون: ث. ڪسبياڻي - مهلي - وَيشيا - بدڪسب ڪندڙ - چڪلائڻ - ٻيسوا - بدپيشه عورت - رَنڊي - چڪلي جي رنَ. خراب عورت - ڪريل زال. ڀڙوِي - ڏوتي - دَلي.

● ڪَنْچَرُ ؛ ڪَنْچَرَ ؛ ذ. (س ڪُنْجَرُ = هاٿي). جانور جو هڪ قسم - هاٿي - فيل - پيل - ڪنجل - ڪنجر - ڪجراج.

● ڪَنْچِري ؛ ڪَنْچِريُون (ٿ) ؛ ث. زالن جي پائڻ جي چولي جو هڪ قسم - صرف ڇاتي ۽ اڌ پيٽ ڍڪيندڙ چولو - ڪنجرو - ڪنج - ڪنجري - چولي - آنگيا.

● ڪَنْچَلُ : اسم خاص. سونُ - ڪَنْچَنُ - طلا.

● ڪَنْچَنُ ؛ ڪَنْچَنَ ؛ ذ. (س). قيمتي ڌاتوءَ جو هڪ قسم - سون - زر - طلاءِ - ذَهب. (صفت). ڪاچ نفيس ۽ عمدي شئي. ڪانچ - شيشو - ڪچ.

● ڪَنْچِي ؛ ڪَنْچِيُون ؛ ث (س. ڪَرْتَنِ = ڪترڻي). ڪپڙي وغيره ڪترڻ جو اوزار - ڪنچي - مقراض - ڪتر - ڪترڻي.

● ڪَنْڊ ؛ اسم خاص. (س. ڪَنْڊَ). زمين اندر پيدا ٿيندڙ سبزيون (جهڙوڪ سورڻ، لاهوري ڳجر، پيٺُ، رتالو وغيره).

● ڪُنْڊِ ؛ ڪُنْڊُون ؛ ث. (لاٺون وغيره ۾). لوهه جي ڇنبدار ڪبلي - ڪوڪو - ڇنب.

- ڪُنْڊِرُ ؛ ڪُنْڊِرِ ؛ ذ. صفت. ڪند وارو - ڪند سان - ڇنبيارو.

● ڪُنْڊُ ؛ ڪُنْڊَ ؛ ذ. (س. ڪُنْتَ = ڀالا). لوهه جي لٺ جنهن جي آخر ۾ تيز ڇنب هجي. هٿيار جو قسم - گرز - ڀالو - نيزو - ڪندري - ڏڪو. ڪلو. ڪيرو (ڪ). لاٺون جي ڇنب. (صفت). (س. ڪُنْدُ = منجهڻ يا دماغ جو گهٽ ٿيڻ). ڏَڏُ - ٺُٺ - مَڏُ - ڀونڊو - اناڙي - پسون - موڳشت - موڳو - بيوقوف - چِسو - ڪم عقل - بي عقل - ڪم ذِهنُ - مورک - مت هيڻُ - ڳهيلو - عقل جو انڌو - ٻڪهلو - اوُد - ٻُڪو - موڳومتر - جاهل - اڻاڻو - آڌاليو - ٿِنڊ ڪُ - ناداڻ - جڙ - موڙهل - متين جو موڙهل - ڪوڏ. ڪانٺ - آرسي - مُست - ڪاهل - ڏونٽي - غبي. (اسم خاص). ڪاري پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم.

- ڪُنْڊُ ذِهنُ ؛ ڪُنْڊُ ذِهنَ : ذ. صفت. بي عقل - گهٽ عقل - بي سمجهه - ڪند - ڪم عقل - ناداڻ - موڳو.

- ڪُنْڊِ فَهمُ ؛ ڪُنْڊَ فَهمُ ؛ ذ. بي عقل - بي سمجهه - ڏَڏُ - موڳو - ڪُنْڊَ - ڪُنْڊُ ذِهن - چسو - اناڙي - ٻوڪ - ناداڻ - گهٽ عقل.

● ڪُنْدارُ ؛ ڪُنْدارَ ؛ ذ. صفت. چوٽيءَ يا ڪلنگيءَ وارو - چوٽيارو - تاجوارو - تاجدار.

● ڪُنْداڪُ ؛ ڪُنْداڪَ ؛ ذ. بندوق جو هٿيو - بندوق جو هيٺيون ڪاٺ وارو ڀڱ - لنداق - ڪُنْدو - بندوق جي ڇالُپُ.

● ڪُنْدائِي ؛ اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪُنْدائِتِي ؛ ڪُنْدائِتِيُون ؛ ث. درياهه جي اسپڙيءَ جو هڪ عضوو - اپڙيءَ ۾ مهري کي لڳل هڪ ڪانيءَ جو نالو.

● ڪَنْدِرَ ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو. تعلقي ڪنڊياري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪُنْدِرُ ؛ ڪَنْدِرَ (ٿ) ؛ ذ. ڪوڙ - هل - شور - ٻغاغو - پاڻيتال - ڌمچر - هنبس - ماندائڻ - گهمسان - لڙ - وڳوڙ. (اسم خاص). منگر مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڪُنْدُرُ ؛ ڪُنْدُرَ (ت) ؛ ذ. صفت. (س. ڪُنْدُرُ). ڪولٿار - دلير - ڪند رو - بهادر - جوڌو. جوان - بالغ. ڇوڪرو. هڪ دوا جو نالو. لوهي ڪندي (ل).

- ڪُنْدِرُو : ذ. صفت. (س. ڪُنْدُرُ). ڪندر.

● ڪُنْدِرائِي ؛ اسم خاص. سري بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● ڪَنْدِرُ لَغامُ ؛ ڪَنْدِرَ لَغامَ : ذ. تکين چهنبن واري لغام جو هڪ قسم - آليائڻ.

● ڪَنْدِرو ؛ ذ. منگر مڇيءَ جو هڪ قسم. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● ڪُنْدِرو ؛ ڪَنْدِرو ؛ ذ. (س. ڪُنْدُرَ). دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ڪوُلر - لوبان. پاڻيءَ ۾ ٿيندڙ ڪاند جو هڪ قسم.

- ڪُنڊِرو رانڊِ ؛ ث. ٻانيءَ ۾ ٿيندڙ ٻارن جي رالد جو هڪ قسم - ڪنڊري رالد.

● ڪُنڊِرِيءُ ٤ ڪَنڊرِيُون: ث. هشيار جو هڪ قسم (اڪثر فقير ڪڻن). نيزي جي ڪُنڊِڙي - چُهنبَ. لڪڙ جي ٻنڊي - شام - ڪڙو - چاو. مگر مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڪَنڊِڙُ ٤ ڪَنڊِڙَ ؛ ذ. (سن. ڪَرتر = ڪرڻ وارو). ڪم ڪرڻ وارو - ڪم وارو - ڪرتا - فاعل. ڳوڙُ - هل (ث).

● ڪَنڊِس ٤ ڪَنڊِسُون ؛ ث. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻسارڪي وڪر جو نالو - ڪنڙو - لڪڇڪي.

● ڪَنڊِلَ ؛ اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪَنڊِمولُ ؛ ميوا ۽ ٻاڙون - ڦل ڦول.

● ڪُنڊَنُ ٤ ڪُنڊَنَ ؛ ذ. (سن. ڪنچن = سون). قيمتي ڌاتوءَ جو هڪ قسم - نج سونُ - خالِصُ سونُ - سيتا رامي سونُ - ٻيڻي سونُ - سونُ ڪنچنُ - زَر - طِلا - ذَهبُ - زنابُ - زرخامُ - آتم سون. جڙاءَ - چمڪ - چمڪو - چلڪو - چل.

- ڪُنڊَنُ ڪَرَڻُ ؛ چلڪائڻ - چمڪائڻ - چمڪ ڏيڻ - ٻالش ڪرڻ. اڇو ڪرڻ - صاف ڪرڻ - اوجل ڪرڻ. خالص ڪرڻ - لج ڪرڻ - غير وغيره ڪڍي ڇڏڻ. سون کي صاف ڪرڻ.

● ڪُنڊو ٤ ڪُنڊَا (ت) ؛ ذ. بندوق جو ڪاٺ وارو حصو - ڪند - ڪنداڪ. (سن. ڪُنڌَه = نيزو). گرزُ - ليزو - ٻالو - ڏنو.

● ڪَنڊُورو ٤ ڪَنڊُورا (ت) ؛ ذ. مالي ٻرچڻ جو ڪپڙو - ماني کائڻ مهل هيٺان وڇايل ڪپڙو - دسترخوان.

- ڪَنڊُورِيءُ ٤ ڪَنڊُورِيُون ؛ ث. دسترخوان - ڪندورو - مالي کائڻ مهل هيٺان وڇايل ڪپڙو. طعام - ماني - کاڌو - رَسوئي - کالو - پوڃن - خوراڪ. ڪنهن اولياءَ جي درگاهه تي ڪيل ٻٽ - ڪنهن خيرات وغيره جي ڪيل مالي - نذرالو - نياز - تل - ڦل - خيرات - ڪني (ت) دعوت - ايند - ڪوٺ.

● ڪَنڊِيءُ ٤ ڪَنڊِيُون: ث. لڪڙ هيٺان لڳل لوهه جو چلو - شام - ڪَنڊڙيءُ - ڪڙو - ڪندري. ڪپڙن ڌوئڻ وقت ڪپڙن کي ميڙڻ واري حالت - منڪو - ٿهڪو.

● ڪَنڊِيلَ ٤ ڪَنڊِيلُون ؛ ث. فقيرن جي جي جهولي يا ٻڪري - ڪچڪولُ - ڪشڪول - ڪيسنو.

● ڪَنڌَ ٤ ڪَنڌُون (ت) ؛ ث. ڪاٺ جي ديوار يا ٻٽ - ڪاٺ جي ٻڙدي - ٽيڪي جي ديوار.

● ڪَنڌِ ٤ ڪَنڌِيُون ؛ ث. ڪنڌي - ٻر - ٻاسو - ڪنارَ - ڪپ - ڪنارو - ٻنڌ - ڪپر.

● ڪَنڌُ ٤ ڪَنڌَ ؛ ذ. (سن. سڪنڌَ = ڪَنڌُ). ڳچيءَ جو ٻٺيون ٻاسو - ڳاٽو - گردن - ڳچي - ڳلو - ڳاٽُ - سِسِيُ - نڙگهٽُ - نڙگهوٽو.

- ڪَنڌُ ڀَڃَڻُ ؛ گردن ڀڃي ٻوڻ - ڳاٽو لهي ٻوڻ. آڪڙ مان هلڻ - سيٽ ڪرڻ - ٿيند مان ڪنڌ مٿي ڪري هلڻ - اوچو ڳاٽ ڪري هلڻ. عزت وڃڻ - رُسوا ٿيڻ - مان شان وڃڻ.

- ڪَنڌُ ڀَڃَڻُ ؛ مٺو ڪرڻ - تڪبر ٽوڙڻ - آڪڙ ڪيڻ - ٿند لاهڻ. عزت برباد ڪرڻ - رسوا ڪرڻ - ذليل ڪرڻ - هڪڙي ٽڪي جو ڪرڻ.

- ڪَنڌُ ٻَرُ ڪِرَڻُ ؛ تڪبر ڀڄڻ - آڪڙ لهي ٻوڻ - ٿند ختم ٿي وڃڻ. نقصان رسڻ - ٽوٽو ٻوڻ - هَرج ۾ وڃڻ. ناڪار ڪرڻ - نابري وارڻ - الڪار ڪرڻ. ٻڇتائڻ - پشيمان ٿيڻ.

- ڪَنڌَ تي چَڙهَڻُ: مغرور ٿيڻ - سرڪش ٿيڻ - هٺيلو ٿيڻ. حُجتي ٿي وڃڻ - گستاخ ٿيڻ. بي ادبي ڪرڻ - بي ادب ٿيڻ. ڳچيءَ ڪاٺ وڻڻ - دَهشانُ ٻڌڻ - ٺلهو رعب رکڻ.

- ڪَنڌَ تي ڪاتِيءُ آڇَڻُ ؛ لاچار ٿيڻ - مجبور ٿيڻ - بي وَسُ ٿيڻ - بي ٻهچ ٿيڻ.

- ڪَنڌَ تي وِجهَڻُ ؛ گستاخي ڪرڻ - بي ادبي ڪرڻ. حجت ڪرڻ. زور وجهڻ.

- ڪَنڌَ جيءَ ڪَاتيءَ ليڻ: هرو ڀرو مٿان پوڻ- مجبور ڪرڻ- لاچار ڪرڻ- تنگ ڪرڻ- خواه مخواه زيربار ڪرڻ.
- ڪَنڌَ ڌُوڻ ھوڻُ؛ خاموشي ۾ ڪنڌ لوڏڻ- جهولڻ- جهومڻ- ڪنڌ کي لوڏا ڏيارڻ.
- ڪَنڌَ ڌُوڻَ ڪرڻ؛ خاموشي ۾ ڪنڌ لوڏڻ- جهولڻ- جهومڻ- ڪنڌ کي لوڏا ڏيارڻ.
- ڪَنڌُ ڌُوڻڻُ؛ ها يا نه جو جواب ڪنڌ لوڏڻ سان ڏيڻ- هائوڪار يا انڪار ڪرڻ- مٿو لوڏڻ- جهولڻ- جهومڻ- مٿو ڌوڻڻ- مٿي کي لوڏا ڏيڻ.
- ڪَنڌُ ڏِيڻُ؛ آڏو يا ڀاسيرو ٿيڻ- مغروري ڪرڻ- ڏيڍائي سان هلڻ- ڏينڀ سان هلڻ- آڏ ڀاسيرو هلڻ. ڪنهن به مصيبت کي منهن ڏيڻ.
- ڪَنڌَ ڪَارِيءَ: ث. ڪاري ڪنڌ واري رڍ جو هڪ قسم.
- ڪَنڌُ ڪَيرائِڻُ؛ ڪنهن کرڪان منهن موڙڻ- ٽارڻ- ڪسائڻ- ناٿهه ڪرڻ- لاپرو واري- ناڪار ڪرڻ- تيئون پيٺون ٿيڻ.
- ڪَنڌُ ڪُڇَڻُ ۾ هڻڻُ؛ شرمندو ٿيڻ- شرمسار ٿيڻ- شرم ڪرڻ- حجاب ڪرڻ- ڦڪو ٿيڻ- ڀڄائڻ.
- ڪَنڌُ ڪَرُتُو ۽ ڪَنڌَ ڪَرُتَا؛ ذ. صفت. ننڍي يا سوڙهي ڳچيءَ وارو- ڪوتاهه ڪنڌ.
- ڪَنڌُ ڪُلهَنِ ڪانءِ جُدا ٿِيڻُ: صحبت ۾ ختم ٿي وڃڻ- عشق ۾ قربان ٿيڻ- سچي سچي محبت جو ثبوت ڏيڻ. ڪُسجي وڃڻ- سسي ڌڙ کان ڌار ٿيڻ- ڪنڌ وڍجي وڃڻ.
- ڪَنڌُ ڪَڍَڻُ: منهن مٿي ڪڍڻ- منهن مٿي ڪرڻ- بيماري مان شفاياب ٿيڻ- صحتمند ٿيڻ- تندرست ٿيڻ- ڪجهه چاق ٿيڻ- البته صحت ياب ٿيڻ- چڱو ڀلو ٿيڻ. مالائتو ٿيڻ- شانائتو ٿيڻ- عزت وارو ٿيڻ. عزت بچائڻ- ڳالهائڻ جهڙو ٿيڻ- هٿ سان رهجي اچڻ.
- ڪَنڌُ ڳورانو ڏيڻ (ڪ): ڪنڌ موڙي مارڻ- ڪنهن سان زوري ڪرڻ- جبر ڪرڻ- زبردستي ڪرڻ- ڌاڍائي ڪرڻ.

- ڪَنڌُ لَهڻُ؛ شرم ٿيڻ- ڦڪائي ٿيڻ- لَڄَ ٿيڻ. بي مانو ٿيڻ- بي عزت ٿيڻ- هٿ ڪار هلي وڃڻ.
- ڪَنڌَ ۾ ڪِلو ۽ ڪَنڌَ ۾ ڪِلا؛ ذ. گردن ڪشي- مغروري- گهمنڊ- شيخي- هٺ- وڏائي- دماغ- وڏن- هٺو- درو- اِغماض- غرور- ٺاٺ- سيٺ- ڏينڀ- آڪڙ- تڪبر.
- ڪَنڌَ ۾ ڪِلِيءَ هُئَڻُ؛ مغرور هجڻ- هٺ ڪرڻ- هٺيلو هجڻ- تڪبر ۾ ڀريل هجڻ- تمام گهڻي وڏائي هجڻ- شيخي ۾ ڀريل هجڻ- آهنڪاري هجڻ- آڪڙباز هجڻ.
- ڪَنڌَ ۾ وِرُ اچڻُ؛ ڪنڌ کي ور يا مٽ اچڻ- ڳچيءَ ۾ مروٽ اچي وڃڻ.
- ڪَنڌَ ۾ وَرُ وِجهڻُ؛ مغرور ٿيڻ- وڏائي ڪرڻ- هٺ ڪرڻ- تڪبر ڪرڻ- گهمنڊ ڪرڻ- شيخي ڏيکارڻ.
- ڪَنڌَ ۾ وَرُ هُجَڻُ؛ مغرور هجڻ- گهمنڊ هجڻ. طاقت وارو هجڻ- زور وارو هجڻ- طاقتمند هجڻ.
- ڪَنڌَ مانءِ وَرُ ڪَيڍڻُ؛ سڌو ڪرڻ- مغروري پڃڻ- آڪڙ لاهڻ- تڪبر ڊاهڻ- شيخي ٽوڙڻ- گهمنڊ لاهڻ. مغروري ڇڏي ڏيڻ- سيڌتَ ڇڏڻ.
- ڪَنڌُ مَٿي ڪَرَڻُ: عزت وڌائڻ- مان ڏيڻ- هٿ سان رهائڻ.
- ڪَنڌُ مَٿي ڪَڍَڻُ: سِرُ مٿي ڪڍڻ- اوهو ڳات ڪرڻ- بيماريءَ مان شفاياب ٿيڻ- مڙيئي هلڻ جهڙو ٿيڻ- ٺورو چاق ٿيڻ- صحت ياب ٿيڻ- تندرست ٿيڻ.
- ڪَنڌُ نِمائِڻُ: نياز نئڙت مان پيش اچڻ- نهڙائي ڪرڻ. سجدو ڪرڻ- سجدي ۾ وڃڻ. هائوڪار ڪرڻ- رضامند ٿيڻ- شرمسار ٿيڻ- شرمنده ٿيڻ.
- ڪَنڌُ نَوائِڻُ؛ نياز جي وات هلڻ- نئڙت ڪرڻ- ڪنڌ نمائڻ.
- ڪَنڌُ هِڻڻُ؛ هائو يا نه ڪرڻ- ڪنڌ ڌوڻڻ- جهولڻ.

- ڪنڌ هيٺ ٿيڻ: شرمنده ٿيڻ - لڄي ٿيڻ - شرمسار ٿيڻ - ٺڪو ٿيڻ. حرفي ٿيڻ - مياري ٿيڻ. پيمانو ٿيڻ - بي عزت ٿيڻ - لِرلڄو ٿيڻ - ڪار پٽ هلي وڃڻ.
- ڪنڌ هيٺ ڪرڻ: منهن هيٺ نمائي ڇڏڻ. شرمسار ٿيڻ - آبرو گهٽيل جاڻڻ - ٺڪو ٿيڻ.
- ڪنڌ هيٺ هجڻ: بي آبرو هجڻ. حرفي هجڻ - مياري هجڻ.

● ڪنڌاٽ ۽ ڪنڌاٽ: ذ. نار يا هرلي جو هڪ عضوو - ڏڪي کي هرليءَ ۾ وهائڻ وقت ان جي ڪنڌ ۾ وڌل پاڃاريءَ جهڙو ڇوڪٺ.

● ڪنڌاڻي ۽ ڪنڌاڻيون: ث. (نار يا هرليءَ ۾) مهري واري پاڻي کي تخت کان جدا ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جي آيرل ٺهي - سراڻي.

● ڪنڌار: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪنڌار ۽ ڪنڌار: ذ. صفت. مٿير مڙس - ڪولذر - پهلوان - پلوان - بهادر - دلير - وير - پليارو - سگهارو - ڏاڍو جوان.

● ڪنڌا ڪڙون: ڪنارا ۽ پاسا - ڪپر ۽ ڪنڌيون.

● ڪنڌاهو: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪنڌر: اسم خاص. روهڙي ۽ گهڙي ياسين تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

● ڪنڌڙا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪنڌ ڪوٽ: اسم خاص. تعلقي ڪنڌ ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪنڌو ۽ ڪنڌا: ذ. (س. سڪنڌ = ڪنڌو). ڪنڌ جو هڪ پاڳو - ڳچيءَ جي پٺ - ڪنڌ جي مٿڪي وارو هنڌ. ٻڪريءَ جي ڪنڌ وارو هڏو (ڪ) ڪلهو. قميص ۾ ايل ڪلهي واري ٺهي. ڪنارو - مٿالهين - پٽ - ڪنڌي - ساحل - ڪپر - پاسو - ڪنو - ڪپ. حاشي - الندِ - وٽ - ڪناري. حد - اڄاڙي - چيڙو. ان انين جو وچ - سنڌو.

- ڪنڌو ڏيڻ: ڪلهو ڏيڻ. مدد ڏيڻ - همراهي ڪرڻ - وامر ڪرڻ - سهائتا ڪرڻ.

● ڪنڌو ۽ ڪنڌا (ل): ذ. صفت. گنده - خراب - ڪينو - ڪنڌو - بڇڙو - بد - آڪيرو. مندو - لنو - ان وهنو.

- ڪنڌو ڪم ڪرڻ: خراب ڪم ڪرڻ: بڇڙو ڪم ڪرڻ - گندو ڪم ڪرڻ - ڪنڌو ڪم ڪرڻ.

● ڪنڌوٽ ۽ ڪنڌوٽون (ث): ث. پاڃاريءَ جي مٿين پاسي واري ڪاٺي.

● ڪنڌولڪو: اسم خاص. تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪنڌي ۽ ڪنڌيون: ث. ندي‌ءَ جو ڪپ - ڪنارو - پٽ - ڪنو - ساحل - ڪنو - ڪني - ڪپر - پاسو - ڪر. (کهڙي جي) ڪني - الندي - ڪنار - وٽ - حاشي - ڪناري. ڪنهن وڻ يا جاءِ کي بچاءُ لاءِ چوڌاري ڏنل لڪڙن يا ڏڪهرن جو ڪنهڙو - جهنڪلو - واڙ - لوڙهو جهلو - ٽيڪ - وسيلو - بچاءُ - پناهه - اجهو - ٺنيو - ٿوڻي - هستي - آڌار - پٽر - ڌر - سهائتا - آسرو - ٽڪيو - ٽل - ٽاري. طرف - پاسو (ت).

- ڪنڌيءَ پاسو ۽ ڪنڌيءَ پاسا: ذ. اوسو پاسو - ڪنڌ پاسو - ويجهڙائي - گردلوائي - ويجهي ڇڪ - هيڏي هوڏي - لڳ ڀڳائي - پٽر پاسو. پاڙو - ويڙهو - محلو.

- ڪنڌيءَ پاسو ڪرڻ: لڪائڻ - ڇپائڻ - ڳجهيءَ طرح رکڻ - پاسي ڪنڌ رکڻ - پر پاسي ڪرڻ - ٽاري ڇڏڻ - ٽارڻ. ڪسڪي وڃڻ - ترڻ - ٽيڙي وڃڻ - هيڏالهن هوڏالهن ٽيڙي پڪڙي وڃڻ. جُڪي وڃڻ - ٽيئبي هٽڻ - ڇنڊ هٽي وڃڻ.

- ڪنڌيءَ سارڻ: ڪنارو جاچڻ. آسرو ڳولڻ - اجهو تاڙڻ - پناهه ڏيولڻ - وسيلو تاڙڻ - بچاءُ جو گهر ڳولڻ.

- ڪنڌيءَ ڪن نہ ہوڻ: ڏاڍو ڳجهو رکڻ - مخفي رکڻ - راز ۾ رکڻ - پوشيده رکڻ - ڪنهن کي به نہ ٻڌائڻ.

- ڪَنڌ پُٺِ ڪِهي بہ ڪَنَ هَڻَڻُ؛ ڳالهہ مخفي نہ رهڻ - راز جي ڳالهہ فاش ٿي پوڻ.

● ڪَنڊُ؛ اسم خاص. تعلقي گونيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪنڊِ = ڪَنڊِ: ث. (سن. ڪَنٽڪَ = ڪَنڊِ > ڪنڊن وارو). ڪنڊيءَ جو ننڍو وڻ. ڪانڊيرن جي پوٺن جو جهنگلو - ننڍن ڪنڊيءَ جي وڻن جو گهاٽو جهنگ. ڪنڊن وارو ٽُڙُ. ٻُلڪر - ڪنڊن جي ڇٽهِيُ - ڏِلڪهر. قضي ڪانهوءَ ۽ ڏينهن يا ١١ يا ١٥ ڏينهن بعد فوتيءَ جي وارثن جي ادا ڪيل رسم. اُلي جو اهو ٻاڳو جنهن ۾ گهڻا ڪنڊا هجن - خاص طور تي ٻيچَ وارو ٻاگو. آتشبازيءَ جو هڪ لمولو. (اسم خاص). ڪوهستان جي هڪ ٻاڳي جو نالو - جهنگلُ.

- ڪَنڊِرُ = ڪَنڊِرِ؛ ذ. صفت. ڪنڊن وارو - سوئن وارو - ڪنڊائيتو - جهڙاڪُ - ڦڏئي - جهيڙي خورُ - جهيڙائي - رڳڙائي.

- ڪَنڊِرُ لڳامُ = ڪَنڊِرَ لڳامَ؛ ذ. اهنڊ گهوڙي کي مستي لاهڻ لاءِ چاڙهيل کهرو لڳامُ. بدن ۾ ڦرڙيون پيدا ڪندڙ هڪ قسم جا چڪَ.

- ڪَنڊِ سانُ ڦاسڻُ؛ ڪنهن ڪَتهري يا واترادي مالهوءَ سان لڳڻ - جيجا سان آڙجي وڃڻ - ڦَڪَبَڪِبي مالهوءَ سان ڦاسڻ. ڪنهن ڏِلڪي ڙال سان حرڪت يا چرچو ڪرڻ.

- ڪنڊو؛ وڻ جو قسم.

- ڪَنڊِيُ = ڪَنڊِيُونُ؛ ث. هڪ ڪنڊن واري وڻ جو نالو - ڪَنڊِ. ڪنڊن وارو ٻوٽو يا ڏِلڪهر.

- ڪَنڊِيارو = ڪَنڊِيارا؛ ذ. صفت. ڪنڊن وارو - ڪنڊائيتو - ڪَنڊِرُ. ڏِلڪهرن وارو - ڏِلڪرن وارو. مڇيءَ جي ماڇي ڪنڊي وارو آڏُ - ڪالبو. (اسم خاص). هڪ شهر جو نالو.

- ڪنڊِيارو لڳامُ ڏِيڻُ؛ مجبور ڪرڻ - سختي ڪرڻ - تڪليف ڏيڻ.

● ڪِنڊُ = ڪِنڊَ؛ ذ. ميروڻ جو ٻچو - سُوئر جو ٻچو - ٻَتُرُ.

- ڪِنڊرُ ٻِيلِ = ڪِنڊرُ ٻِيلُون؛ ث. انڊن ٻچن سوڌي سوئر جي مادي.

● ڪُنڊَ = ڪُنڊُونُ؛ ث. (سن. ڪونَ = ڪُنڊَ). ٻن پاسن يا ٻن ليڪن جي ميلاپ وارو - هَنڌ - پاسو - ڪونو - ڪُڙڇَ - ڪُنجَ. (اسم خاص). بدين ۽ ٺٽي تعلقن ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

- ڪُنڊاتو = ڪُنڊاتا (ل)؛ ذ. صفت. ڪنڊائتو - ڪُنڊَ وارو. گوشائتو.

- ڪُنڊائيتو = ڪُنڊائيتا؛ ذ. صفت. ڪُنڊَ وارو - ڪُنڊيتو - اڪانت ۾ رهندڙ - گوشہ نشينُ - ڪناره ڪَشُ - ڪُڙڇ وارو - خلاصو - ايڪالت ۾ - لِڪل - گوشائتو. ڪُنڊَ ۾ - ڳُجهيءَ طرح - پاسيرو - لِڪَ چِپَ ۾ - چوريءَ انهنجي مامَ ۾ - ڳُجهو. چوريءَ جو مالُ - چورالو - ڪُنڊاتو (ل).

- ڪُنڊائين ماپَ؛ ڪنڊن ماپڻ واري حالت - ڪُنڊن جي ماپَ.

- ڪُنڊَ جهلائو؛ ذ. صفت. ڪُنڊَ جهليندڙ. ڪُنڊَ ۾ ويهندڙ - گوشہ نشينُ - اڪيلو ويهندڙ. ڪنهن ڙال جي مڙس مري وڃڻ بعد ان جي عدتَ ۾ ويٺل عرصو (يعني چار مهينا ڏهہ ڏينهنَ).

- ڪُنڊَ ڦاٽڻُ: ظاهر ٿيڻ - پيدا ٿيڻ - ٻاهر نڪرڻ - ظهور ۾ اچڻ. تمام گهٽي ڪاڏي ڪاٺڻ جي حالت ۾ پيٽ جو ٻاهر نڪري اچڻ.

- ڪُنڊَ ڪاريُ ڪَرَڻُ (ت)؛ پاڻ کي بدنام ڪرڻ - رُسوا ٿيڻ - ذليل ٿيڻ. پنهنجي وطن کي داغ لائڻ - ملڪ کي بدنام ڪرڻ.

- ڪُنڊَ ڪُڙڇَ > ڪُڙڇَ؛ اوسي پاسي - هرطرف - چوطرف - هرهنڌ - سيني پاسي - هرجاءِ - چوگرد - چوڌاري - اردگرد - جيڏانهن تيڏانهن.

- ڪُنڊَ ڪِنيُ ڪَرَڻُ: گهرَ ۾ خرابي پيدا ڪرڻ - پاڙي ۾ خرابي پيدا ڪرڻ.

- ڪُنڊَ ۾ رهَڻُ؛ لِڪَ ۾ يا ڳجهيءَ طرح ڏينهن ڪٽڻ ڪرڻ - اندر ۾ رهڻ. ڪنهن ڳالهہ جي خوف کان ڳجهہ ۾ رهڻ.

- ڪُنڊَ ماپَ ۽ ڪُنڊَ ماپُون: ث. ڪنڊن ماپڻ جي هڪ اوزار جو نالو.
- ڪُنڊُو ۽ ڪُنڊا: ذ. صفت. ڪُنڊائتو - ڪُنڊَ وارو - پاسو نڪتل - ڪنارَيءَ دارُ - ڪُنڊِرُ.
- ڪُنڊَ وَٺَڻُ (ت): زمين جي رهيل حصي کي بہ هَرُ ڏيڻ. ڪُنڊ وِٺائڻ - گوشہ نشيني اختيار ڪرڻ.
- ڪُنڊَ وَسائِڻُ: گوشہ نشيني اختيار ڪرڻ - خلوت نشين ٿيڻ - دنيا جا ڌنڌا ڇڏي الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ - ڪُنڊ وٺڻ - ڪُنڊ اختيار ڪرڻ.
- ڪُنڊُو ڪُنڊَ: ٻن چوڪُنڊن جي آمهون سامهون آريءَ. آمهون سامهون - منهن مقابل - پيشُ - روبرو - منهن سامهون.
- ڪُنڊِيارو ۽ ڪُنڊِيارا: ذ. صفت. ڪُنڊ وارو - ڪُنڊائتو - ڪُنڊو - ڪُنڊِرُ. (اسم). وِڇون - پڇُون - عقرب - ڪُنڊِيارو.
- ڪُنڊِيرو ۽ ڪُنڊِيرا: ذ. ڪُنڊ وارو - ڪُنڊِرُ - ڪُنڊِيارو - ڪُنڊائتو.
- ڪُنڊِيو ۽ ڪُنڊِيا: ذ. صفت. ڪُنڊن وارو - پاسن وارو - ڪناري وارو - ڪُنڊائتو - ڪُنڊِيارو - ڪُنڊِرُ - ڪُنڊِيرو.
- ڪُنڊُ ۽ ڪُنڊَ: ذ. هندڪي رسم موجب پوڄا لاءِ ڪوليل کڏَ.
- ڪُنڊا ۽ ڪُنڊا (ت): ذ. اڻَ اڪرڻ جهڙا پٿيل جُوئر جا سنگ - ڪَڌا - خالي سنگ.
- ڪُنڊا جاگيرُ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
- ڪُنڊَ ٻگهاڙ: اسم خاص. تعلقي ميرپورساڪري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
- ڪُنڊَرَ ۽ ڪُنڊَرُون: ث. (س. ڪُنڊَرِي = ڪڪر) اڀرُ - بادلُ - ڪَڪَرُ - ڊُوُ - چِنرُ - لڳنُ. (اسم خاص). تعلقي لوڙهري ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
- ڪُنڊَرِ: اسم خاص. تعلقي ڪوليءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

- ڪُنڊِ راهَہ: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.
- ڪُنڊِ راهَہ: اسم خاص. تعلقي سجاول ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
- ڪُنڊِرُوُ ۽ ڪُنڊِرا: ذ. زنجير جي ڪڙن جهڙي ٺوڪيءَ جو هڪ قسم. زنجير جي ڪڙن والگر ٻرت جو هڪ قسم - ڪُنڊلو. اجرڪ يا چادر جي ٻن پڙن کي ڳنڍڻ لاءِ هنيل ٻرت - ڪِڙيل - ڪِيرو.
- ڪُنڊِرِيءَ ۽ ڪُنڊِرِيُون: ث. (س. ڪُنڊَڪَ = ڪُنڊ) ڪهڻ ڪنڊن واري ٻوٽي جو هڪ قسم - ڪُنڊ - ڪالڊيرو. (اسم خاص). تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهہ جو نالو. روحل فقير جي ڳوٺ جو نالو.
- ڪُنڊَرِي جاگيرُ: اسم خاص. روهڙي ۽ ٽنڊي باگي تعلقن ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
- ڪُنڊُ ڦٽيءَ: اسم خاص. تعلقي ڍ گهوڙيءَ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.
- ڪُنڊُڪُ ۽ ڪُنڊُڪَ (ل): ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ ٻساري ۽ ڪر جو نالو - صحت ڪُندَرُ.
- ڪُنڊَلَ ۽ ڪُنڊَلَ: ذ. (س. ڪُنڊَلَ). ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو زنانو زيور - ڪُنڊِلو.
- ڪُنڊِ لِبنيءَ: صفت. (س. ڪُنڊِ لِبنيءَ) هي لفظ يوگيءَ ۽ خاص ڪري "هَٺ يوگيءَ" ڪم ۾ آڻيندا آهن. انهن جو خيال آهي تہ منڍيءَ جي ڪنڊي جي اندر جيڪي ٽنٽيون آهن، تن جي وچ ۾ هڪ شڪتي آهي، جنهن کي جڏهين جاڳائبو آهي، تڏهين آدمي معجزه ڪري سگهندو آهي ۽ روحاليت کي پهچندو آهي. انهن جو خيال آهي تہ آها طاقت بدن جي اندر جيڪي ڇهہ چڪر آهن، تن مان لنگهندي سرهم رهندر، جو دماغ جي مٿان ٿي مٿان آهي، اتان ٿي اشوري ڏنگ تي پهچندي آهي، تہ پوءِ انسان روحاليت جو پورو پورو ڄاڻو ٿيندو آهي ۽ انهيءَ طاقت کي "ڪُنڊِ لِبنيءَ" سڏبو آهي. آهو بہ خيال

اٿن تہ کُنڊِلينِي جي شڪل لانگ جھڙي آھي. (ڪاھرا).

● کَنڊِلو: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ ھڪ ديھہ جو نالو.

● کُنڊَليِي ٤ کُنڊَلِيئُون؛ ث. (سن. کُنڊِليني) جنم پتري ۾ لڪيل اھو نقشو، جنھن ۾ جنم جي وقت گرھن جا آستان ڏيکاريل ھجن. حياتيءَ جو لکيل احوال - سَوانح عُمري - جنم پتري - چِٺِي - لکن کُنڊلي - زائچو - وَرُ - وَرڪو - موڙُ - ڦيرو. چڪرُ - دائرو - حلقو - گھيرو.

● کَنڊو ٤ کَنڊا؛ ذ. (سن. کَنٽَڪ = کنڊو) خارُ - سيلُھ - سُوئو - پالو - کُنڊ - سُئيو - تيِرُ (سن. کَرَنڪَھ = ھٿيو يا ڏانڊي). مڇيءَ جو ھڏو - سنڪُ. ٻُنيءَ جو کنڊو يا ڏوري - رِيڙھ. (سن. کَرڪَنڊَ = تارازين جي ڏنڊِي جي وريل پڇاڙي). سون وغيره تورڻ جي لنڊي ساھمي - ڪالتو - تارازي - ٽڪڙي. تارازي رکڻ جي ٿلھي. ھڪ قسم جو کنڊن وارو وڻ. (Srospis Spicigara). ڪُتي جي بيماريءَ جو ھڪ قسم. (ت). (صفت) ڏکاريل - بدڪار - بد عادتيو. ڪنجُوس - شُومُ - مُوذي - مَکِيِ چُوسُ - بخيل - بي رحم - ڪِنُورُ - نِيردئِي. بدمعاش - لُچو - اوٻاش. اَنڪ - آڏ - روڪ - جھَلَ - ٻَلَ - منع - رَنڊَ - رَنڊڪَ - وِگھنُ - اٽڪاءُ. اپرو - ھيٺو - ڪمزور.

- کَنڊا کَنڊا؛ ذ. کَنڊيدارُ - گھڻن کنڊن وارو - کَنڊاڻُون - کَنڊائِيتو - کَنڊِيرُ. اپرو - ھيٺو - ڪمزور.

- کَنڊا ٿيِ وَڃَڻُ؛ ڳري وڃڻ - اپرو ٿيڻ - ضعيف ٿيڻ - ھيٺو ٿيڻ - لاغرُ ٿيڻ.

- کَنڊا پوکَڻُ؛ خرابي پيدا ڪرڻ - پڇاڙي ڪرڻ. وير وڌائڻ - دشمني وڌائڻ - نفاق وجھڻ - ضديت پيدا ڪرڻ. نقصان وارو ڪم ڪرڻ.

- کَنڊا اکيڙَڻُ: اکتہ چيني ڪرڻ - چَٽڪُون ڪيڻ - عيب ڳولڻ - وڏون ڪڍڻ - غلطيون ڪيڻ - ويڪون ڪيڻ - کھتاپون ڳولڻ. کنڊن کي ٻاھر ڪيڻ. منٿون ڪرڻ - آزيون ايزار پون ڪرڻ - ٻنتي ڪرڻ - ستائڻ (ت). تڪليف وٺڻ. احسان کڻڻ - ٽورو کڻڻ (ت).

- کَنڊو چُڀڻُ؛ کنڊو لڳڻ - کنڊو گوشت ۾ چُڀِيُ يا ڏري پوڻ ۽ چورا کورا ھڻڻ - آلڻ ماٺڻ ٿيڻ - ھُرکُر ٿيڻ. درد ٿيڻ - ايذاءُ ٿيڻ. کِشش ٿيڻ - چِڪَ اچڻ - سِيڪُ اچڻ.

- کَنڊو کَنڊَڻُ: (ميوو وغيره) مھانگو ٿيڻ. (ڏينھن) گرم ٿيڻ - تپڻ.

- کَنڊو لَڳَڻُ؛ کنڊو چُڀَڻُ.

- کَنڊو وڏو؛ ٻلھي جو وڏو کنڊو کنڊ کان پڇڙي تائين پيا سپ کنڊا ان مان نڪرن).

- کَنڊِي وارو ٤ کَنڊِي وارا؛ ذ. قابل - حِس - چيتَنُ - صحيح دماغُ. تنڪ مزاجُ - تُنڪ حواسُ - مٺاسو - ڏکُو - نازڪُ - چڙِنو - چِيڙاڪُ - تھُٺو - جوشيلو.

- کَنڊيرو ٤ کَنڊيرا؛ ذ. صفت. کَنڊَن وارو.

● کُنڊو ٤ کُنڊا (ت)؛ ذ. در وغيره جو ڪڙو - کُنڊو (ت). مڇي ڦاسائڻ جو کنڊو (ت). سون يا چانديءَ جي زَنجيرَ کي وارن ۾ اٽڪائڻ جو وَرِيل کنڊو. آنکو - چِڪَ - اونو - آڏڪو - آنڌ ماڻڌ - فِڪر - انتظارُ - اوسيڙو (ت).

● کَنڊورُ ٤ کَنڊورَ (ک)؛ ذ. خيالي جن جو ھڪ نالو.

● کَنڊورو ٤ کَنڊورا (ک): ذ. کنڊي جي لنڊي وڻ جو ھڪ قسم - ڪالڊيرو - کنڊيرو.

● کَنڊَھڙ کَنڊو؛ اسم خاص. تعلقي کنڊ کوٽ ۾ ھڪ ديھہ جو نالو.

● کَنڊِي ٤ کَنڊِيُون؛ ث. (سن. کَنٽَڪن رم). وڻ جو ھڪ قسم - کَنڊِ راھہ جي چوکرن ناپل کَنڊي وارو آنُ. چَمَ کي ھٿَ جي بخشي ڏيڻ لاءِ ڏاڪي چِڪن جي آري (ت). (اسم خاص). مہرو خان، داد و ۽ شھداد پور تعلقن ۾ ھڪ ديھہ جو نالو.

(سن. ڪرڪنڊ). جواهرات وغيره تورڻ جي لئهي ساهمي. آنهي ساهمي رکڻ جي لئهي ايتري.

- ڪنڊي پوڄا: هندن جي هڪ اٺئي رسم- ڪنڊيءَ جي وڻ جي پوڄا.

- ڪنڊيءَ جو لاهه: صفت. نهايت لچو ماڻهو- لفنگ- بدمعاش- آؤباهو- شرير. سخت- ڪٺن- اٺاسو- آهنڊ- اڙو.

- ڪنڊي وڍڻ: مسلمانن جي شاديءَ جي وقت ادا ڪيل هڪ رسم (دهقاني ماڻهو کهوٽ ڪان ڪنڊيءَ جونئيو وڻ يا ٽاري وڍائيندا آهن).

● ڪنڊي = ڪنڊيون: ث. (سن). ڳول وريل سڱن واري مينهن- ڪنڍي- ڪنڍلي. ڏلڪرن وغيره ڪڍڻ لاءِ ڪاٺ جي پيالي- ٻچانڪي- پيالو- پيرلهڻ (ل). مهي مارڻ جي ڪنڊي (ت).

● ڪنڊيارو: اسم خاص. ڏکڙي، ساماري، ڪنڊياري تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪنڊياري: اسم خاص. ڪوني، بدين، مانڪهڙ، ساماري، ٽنڊي الهيار ۽ فيض گنج (خيرپور) تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪنڊياري: ث. اسم خاص. هڪ قسم جو ڇٻر جو پوٽو جنهن کي مال کائي.

● ڪنڊي چوڪي: اسم خاص. تعلقي ڪڪڙ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪنڊيترَ: اسم خاص. تعلقي ڪوٽڙي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪنڊيپر: اسم خاص. تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪنڊيئو: اسم خاص. ميرپورخاص ۽ ڪبري تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪنڊپري = ڪنڊپريون: ث. (سن. ڪنڊولا). ان يا ٻئي سامان رکڻ لاءِ ناهيل ڳندو- ڪندلو- ڪندي.

"ڪوڪيڙ ڪنڊيرن ۾ لوڪئو ٿئڪ پريندي".

● ڪنڊيو = ڪنڊيا: ذ. چيني جي ٿالهن رکڻ لاءِ هڪ وڏو ٽوڪرو- ڪنڊريو- ڪنڊڙو. چينيءَ جا ٿالهه.

● ڪنڊيو = ڪنڊيتا (ل): ذ. هڪ واڍڪي اوزار جو نالو- وڏي اٻوري- آٻور- اٻورو.

● ڪنڊُ = ڪنڊَ: ذ. (سن. ڪنٺ). ڪم فهم ڪند- موڳو- لرجو- چٽ- مڏ- ٺٺ- ڏڏ- جاهل- پؤلدو- اڻاڙي- پتوڪ- پسون- نادان- چسو- ڪم عقل- چٽ- بي ڊ لڳو.

- ڪنڊائي = ڪنڊائيون: ث. ناداني- موڳائي- جهالت- ڪم عقلي- چٽائي- پؤڪائي. لچائي- حرڪت- ڪيچل- مستي- آنولٽرائي.

● ڪنڊات = ڪنڊاتَ: ذ ڏسو ڪنڊات.

● ڪنڊارڻ: مصدر. (کهوڙي وغيره وانگر) ليٽڻ ڪنڊڻ يا وڍڻ. (ڪنڊاريو- ڪنڊاربو- ڪنڊاريل).

● ڪنڊڙو = ڪنڊڙا: ذ. پرت جو هڪ قسم- ڪنڊڙو (ڪ)- ڪنڊڙو.

- ڪنڊڙو هڻڻ: هڪ خاص قسم جو پرت پرڻ- ڪنڊڙو هڻڻ.

● ڪنڊڙو = ڪنڊڙا: ذ. وارن جي ڪهڙي- زلف چڪ- ڪاڪل- ڪيهو- چوٽي- چلو- ورڻ- ايچ.

● ڪنڊڙي = ڪنڊڙيون: ث. جوئر جو هڪ قسم- جوئر جي ٻيج جو هڪ قسم. لنڊن وريل سڱن واري مينهن يا ٻڪري.

- ڪنڊڙي تيلي: ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

● ڪنڊل = ڪنڊلَ: ذ. (سن. ڪنڊل = والو). ڪن جي زيور جو هڪ قسم- پنڙو- ايرينگ- ٻُنڊي- جهالر- والو- (ث) ڪڙڪ- ڇڪرو- چوڙو- چلو (جوڳي فقيرن جي ڪنن ۾ پائڻ جو زيور). ڦل- ڳل- ور- وڪڙ- ويڙهو (جيئن لالڪ سنڌ ۾ ڪندو آهي). (صفت). سهڻو- زيدار- ڏاهوڪو- دلبر- جوانمرد- دلير- بهادر- جوڌو- وير- سورهيه- شير مرد.

● ڪنڊلو = ڪنڊلا: ذ. (سن. ڪني< ڪنيلار = ڪنڊلو) زيور جو هڪ قسم-

سونَ يا چاندي مان ٺاهيل ڳچيءَ جو هارُ - ڳاني - مالها - ڪَنڊي. ڪنن ۾ پائڻ لاءِ چالديءَ جو والو. (اسم خاص). هڪ شهر جو نالو.

● ڪَنڊَڻِ ■ ڪَنڊَڻون (ت)؛ ث. ڏٿ ولوڙڻ لاءِ ماڌاڻيءَ ۾ پيل رَسي.

● ڪَنڊو ■ ڪَنڊا؛ (سن. ڪَنڊَرهَ = ڪَنڊو). در جي چانئٺ ۾ پيل لوهه جو ٽڪر (جنهن ۾ ڪڙو وجهجي) - وڏو ڪنڊو - آڪڙي - آڙڪو - ڪولابو - لوهه جو اڌ چلو. زنجير جي اڌ ڪڙي. مڇي مارڻ جو اوزار. هاٿيءَ کي هلائڻ لاءِ لوهه جي وڙيل شيخ. سنگن وريل جانور. (ٻج جو) انکورُ (ماريون پسائين ته ڪنڊا ڪڍنديون آهن) - ڪولچَ. تيلين جو ڳاڙو - سُپ - چنجُ. کھوڙي جو هڪ قسم (جنهن جي ڪنن جون چوٽيون مليل هجن). (ث. ڪَنڊِيءَ ■ ڪَنڊِيون).

● ڪَنڊوڙ؛ اسم خاص. تعلقي ميرپور ٻٺوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَنڊِيءَ ■ ڪَنڊِيون: ث. (سن. ڪنٺيڪا > ڪنٺي = ڪنڊي) ڳچيءَ ۾ پائڻ جي زيور جو هڪ قسم - ڳچيءَ جو هارُ - مالها - ڳاني - ڪنڊاو. هندن جو هوليءَ جي موقعي تي ڳچيءَ ۾ پاتل هارُ. اشالي لاءِ انَ جي چوڌاري ڪڍيل ليڪو (ت). ولِ کي ٽوپَ ڏيڻ لاءِ ٽن يا پنجن آنگهن وارو پيالو (ت). ٽڪڙي.

● ڪَنڊِيءَ ■ ڪَنڊِيون؛ ث. سن. ڪَنٽڪَ = ڪَنڊِيءَ). مڇيءَ ڦاسائڻ لاءِ رَڪ جو ٺهيل هڪ اوزار - ڪانٽو - ڪَنڊو - سُنڊو. لٺ يا ايرينگ جي ڏاٽيءَ کي وارن ۾ ڦاسائڻ لاءِ هڪَ - ڪِلوٽڙو - آڪڙي - آڙڪو. در جي طاقن کي بند ڪرڻ لاءِ تاڙي. زريءَ جي پرت پرڻ لاءِ ڪنڊيدار سُئي - پرت پرڻ جي آرَ - سُئي. آن ڳاهڻ جو هڪ اوزار (ت). آن صفا ڪرڻ کان پوءِ ٻوريءَ ڪڍيل ٻچيل آن. ڪوڙڪي ۾ ٻڌل ان جا داڻا (ڏاڪي ۾ ٻوتل). (سن. ڪَنڊل = ڪَنڊو). اسپرنگ واليءَ گول وڙيل ۽ چوڙيدار سڳن واري مينهن جو هڪ قسم - ڪَنڊِلي. سياري جي موسم ۾ اڪرلڌ تارن جو ميڙُ (ڪَنڊيءَ جا ڪُل چاليهه تارا آهن، سياري جي موسم ۾ شروع ٿين، ٻهراڙي وارن جي چوڻ موجب روزانو ڪَنڊِيءَ جي تارن مان هڪڙيءَ رات هڪڙو ٻي رات ٻيو، اهڙي طرح ٥م راتين ۾ چاليهه تارا اڪري نروار ٿيندا آهن، ان کي سياري جو چاليهو چوندا آهن). (ڪ).

- ڪَنڊيءَ هورُ: چوريل ورن مان منگ.

- ڪَنڊيءَ دوزُ ■ ڪَنڊيءَ دوزَ؛ ذ. ڪنڊيءَ مان زربفت جو ڪم ڪندڙ - ڪنڊيءَ جو پرت پريندڙ.

- ڪَنڊيون قطارَڻُ؛ مينهن کي جهنگ ۾ چارڻ لاءِ وٺي وڃڻ - مينهون چارڻ.

- ڪَنڊِيون قطاري ڏِيڻُ: چوري ڪيل مال موٽائي نه ڏيڻ - لهڻي کان انڪار ڪرڻ - آڌار ڏيڻ کان جواب ڏيڻ - قرض ڏيڻ کان ناٻري وارڻ.

- ڪَنڊِيءَ ڪَڍَڻُ؛ ڳاهڻ بعد پلال کي چنڊي منجهانئس باقي رهيل سار ٻوڻ ڪڍڻ. لاباري بعد ٻنيءَ مان رهيل سهيل سارين جا تيلا ڪڍڻ.

- ڪَنڊِيءَ ڪَرَڻُ؛ ڪري ڪجهه وڃڻ کان پوءِ مٽيءَ ۾ گڏجي ويل ان کي صاف ڪرڻ. ڪري وارو رهيل سهيل ان صاف ڪرڻ.

- ڪَنڊِيءَ هڻَڻُ: ڪَنڊيءَ ۾ مرون ڦاسائڻ. مڇي مارڻ.

● ڪَنڊِيارو ■ ڪَنڊِيارا؛ (ڪ - ل): ذ. هڪ زهري جيت جو نالو - وڇون - پٽون - عقرب.

● ڪَنڊِيرُ ■ ڪَنڊِيرَ (ٿ)؛ ذ. وڻڪاري ۾ ٿيندڙ هڪ ول جو قسم (ميوو ٻٽاٽي جهڙو، جهنگلي ڏٿ). ٿر ملڪ ۾ ٿيندڙ گاهه جو هڪ قسم.

● ڪَنَرَ (ٿ)؛ ث. ڪنهن شئي کي ترڻ وغيره ۾ ڪم ايندڙ ٿئي - ڪنجي - ڪنهي.

● ڪنيرِ ■ ڪنيرون: وڏن ڪنن سان ٻڪريءَ جو هڪ قسم. (ذ. ڪنيرُ ■ ڪنيرَ).

● ڪوئيلو ≡ ڪوئيلا ؛ ذ. (سن. ڪوڪيلو) مڙيل ڪاٺيءَ جو ٽڪر - اڱارُ - اڱرُ - ڪوئلو. انب جي ڪڪڙي - ڪوئيرو.

● ڪوئيڻ ؛ ذ. منڪر جو هڪ قسم (هڪ ڪنبڙو، موڙن ٽڻن جو قسم، ٽنيءَ تي ڇٽا ڇٽا، هيچ ٿلهو).

● ڪَٺَوُ ≡ ڪَٺَوُ ؛ ذ. ڊپُ - ڊڄ - خوف - ڌاڪُ - ڀئو - ڊيڄ - خطرو - الديشو هراسُ.

- ڪَٺَوُ ڪرڻ ؛ ڊپ ڪرڻ - خوف ڪرڻ - ڀؤ ڪرڻ - خطرو ڪرڻ - ڊڄڻ - ٽهڻ - ڊيڄ ڪرڻ.

- ڪَٺَوُ کائڻ ؛ ڊڄڻ - خوف ڪرڻ - ڊپ ڪرڻ - ٽهڻ - ٻاڏو ڪرڻ - ڪن هڻڻ - ٺاهہ کائڻ - ڪَٺَوُ ڪرڻ.

● ڪَوِيءُ ≡ ڪَوِيءُ : ذ. (سن. ڪَوِيءُ = شاعر). راڳ ڳائيندڙ - ڪَوِ يَسَرُ - ڳوئيو - اٿاري - بيت يا لظم جوڙيندڙ ۽ چوندڙ - ڪلونتُ شاعر - ناظم - شعر چوندڙ - لظم گوءِ - ڳائڻو - ڳائڪُ - سخندان. سگهڙ - ڏاهو - چاتو.

- ڪَوِيتا ≡ ڪَوِيتائون ؛ ث. (سن. ڪَوِيتا = لظم) ٻيتبازي - شعر گوئي - لظم - شعر - ٻوچَ - جڙتَ.

- ڪَوِيسَرُ ≡ ڪَوِيسَرَ ؛ ذ. ڪَوِي - شاعر - ڪَبِي - ڪلونت. شاعرن جو سرتاج. هوشيار ماڻهو - قابل - ڄاڻو - داناءُ - سگهڙ - ڏاهو - عاقل. بهادر - سورمو - سُورمو.

- ڪَوِيسِرائو ؛ ذ. شاعرائو.

● ڪَوِيءُ (ت) ؛ ذ. گاهہ جو هڪ قسم.

● ڪويا (ت) ؛ ذ. ڪچي ريشم جا گِنڍا - ڪچي ريشم جا ڦورا.

● ڪوياڻو ≡ ڪوياڻا (ڪ) ؛ ذ. ڪور ٻڙو.

● ڪَوِيٺُ ≡ ڪَوِيٺَ ؛ ذ. جهنگلي ميوي جو هڪ قسم - ڪَوِيٺُ - ڪَوِيٿُ.

● ڪَوِيٺُ ≡ ڪَوِيٺَ ؛ ذ. جهنگلي ميوي جو هڪ قسم - ڪَوِيٺُ - ڪَوِيٿُ. سخت ڪاٺ وارو وڻ (اڪثر ڪري هندستالي ڪاڄُ سنڌ جي).

● ڪَوِيٺُ ≡ ڪَوِيٺَ ؛ ذ (سن. ڪَپِيٿُ = ڪَوِيٺُ). جهنگلي ميوي جو هڪ قسم (ڏائقو ڪَٺو، سخت کل سان) - ڪَوِيٿُ - ڪَوِيٿُ. (الڪ. Wood-apple).

● ڪوٻَلَ ≡ ڪوٻلون : ث. مڪيءَ جو هڪ قسم - ڪونيلَ.

● ڪوٻو ≡ ڪوٻا (ڪ) ؛ ذ. ڪَن وَڏيل - ڪنو - ٻُتو.

● ڪَهَہ ≡ ڪَهُون ؛ ث. (سن. ڪَرُشَ = ڇڪڻ - ڪِيهڻُ). محنت - ٻورهيو - ڪشالو - ڪَنهَہ - ڏ ولائو - هٿوڙ - هڄڻ - سخت ٻورهيو - ڏاڪڙو - ڄا ڪوڙ - مزوري - ڄا ڪوڙو - د ردسري. سفر - مسافري. ڪاهہ - چُلهہ - رومڙ - حملو. گفتگو - ڳالهہ ٻولهہ - گفتار. آکاڻي - ڪهاوتَ - ڪهاڻي. ڏورڙو - پيٺَ (ت). ڪٿ - اندازو - تخمينو - انڪل روءِ.

● ڪَهہ ≡ ڪَهِہ (ل) ؛ ث. مڪڙن جا ٻچا (جي آڏامي نہ سگهن). اثرُ - تاثيرُ.

- ڪَهہ ومَهہ (لس) ؛ ث. ڪُٿ - متهر.

● ڪَهُہ ≡ ڪَهہ : ذ. صفت. (سن. ڪَرُش = ضعيف ٿيڻ). ڏوڪڙائون - ٿڪائو - ٿڪائتو - ورچائو - محنت وارو - محنائتو. ڏکيو - اٽ ڪانيو - اهنجو - دُشوار - مُشڪل - اڻانگو. هيج ٿيل - ٿڪل - بيزار - ڪِنڪُ - خفي.

● ڪَهُہ ≡ ڪُهہ ؛ ذ. ٻن ميلن جي مفاصلي جو گڏيل ماپو - ڪوهُ - ڪوسُ. (ڪهڻ مصدر جو امر) حلالُ ڪر - تڪبير وجهہ. (ضمير). (سن. ڪُوَ = ڇو). ڇو - ڇالاءِ - ڇا.

● ڪيهہ جيهہ ؛ الخ. اهڙي ڪنهن.

"ڪيهہ جيهہ ڪهيڙ گهڙي جُن اوتڙ تڙ تئوس" (شاهہ).

- ڪيهہ جيهہ ڏکا : اهڙي ڪنهن وڏي ڏک سان.

● ڪيهہ ڏکيءَ ڏاوڻ ڏائيو : شاديءَ جي وقت گهوٽ سان کيل سات سگهن (جڏهن گهوٽ ڪنوار جي گهر لائون لهڻ وينو آهي، تڏهن ڳاڙهي

ڪجي سُٽَ جو ڦاڪو گهوٽ کان ڪنوار جا
مائٽَ دَرَ تي وڻائيندا آهن).
● کيها؛ ضمير. ڪهڙا.
● ڪَهاتَ ۽ ڪَهاتُون؛ ث. (سن. ڪٿ=
ڳالهه) چَوڻي- ڪَهَتَ- مثال- پهاڪو- ڪا
وڏي مَن گهڙت ڳالهه- ڳالهه- قِصو- ڪهاڻي-
آکاڻي- افسانو- فسانو- وارتا- داستان- بيانُ-
ڪٿا- ذِڪر.
● ڪَهار ۽ ڪَهارَ؛ ذ. (سن. سْڪَنڌَ+
ڌار=ڪنڌ تي رکندڙ) ڏولي کڻندڙ- ڪجاوو
کڻندڙ (کلهي تي)- سواري ڍوئيندڙ- مزورُ.
پاڻيُ ڀَريندڙُ.
● ڪُهارو ۽ ڪُهارا (ت): ذ. سون چاندي
تورڻ جي وَٽِن رکڻ لاءِ کاٺ جي ٺهيل انٻڙي
ٽڪنبڙي پيٽي.
● ڪُهاڙُ ۽ ڪُهاڙَ؛ ذ. (سن. ڪُٺارُ=
ڪهاڙو). کاٺ ڦوڙڻ جو هڪ اوزار- ڪُهاڙو.
پَرت جو هڪ قسم.
- ڪُهاڙو ۽ ڪُهاڙا؛ ذ. کاٺين ڦوڙڻ لاءِ
لوهه جو هڪ اوزار- ڪُهاڙَ- هَمرلَ- وڏي
ڪهاڙي- تبر. هٿيار جو هڪ قسم. سونارن جي
وَٽن رکڻ جي ٽڪنبڙي پيٽي- ڪُهارو. (ث.
ڪهاڙي ۽ ڪُهاڙِيُون).
- ڪُهاڙِيو ۽ ڪُهاڙِيا (ت)؛ ذ. ڪُهاڙو.
● ڪَهاڻِيُ ۽ ڪَهاڻِيُون؛ ث. (سن.
ڪٿَنِڪا> پرا. ڪَهاڻيا= آکاڻيُ. سن.
ڪٿ= ڪٿا). هڪ وڏو من گهڙت قصو-
حڪايت- ڳالهه- آکاڻي- ذِڪر- رجوعات-
قِصو- ڪٿا- وارتا- داستان- پَناڙ- بيانُ- افسانو-
تذڪرو- شب افسانو- ڪَهَتَ- ڪَهاتَ-
چوڻي- پهاڪو- مثالُ.
- ڪَهاوتِ ۽ ڪَهاوتُون؛ ث. آکاڻي-
حڪايَت. ڪهاڻي- ڪَهاتَ- ڪَهَتَ.
● ڪُهائِڻُ؛ مصدر. ڪهڻ جو ڪم ٻئي کان
ڪرائڻ- ڪُسُ ڪرائڻ- خون ڪرائڻ- گلو
ڪٽائڻ- وَڍائڻ- ڪپائڻ. تڪبير وجهائڻ-
حلال ڪرائڻ- ذبح ڪرائڻ (حلال جانور کي).
(ڪُهايو- ڪهائيندو- ڪُهائِيَلُ).
- ڪُهاءُ ڪَرَڻُ: ڪُنل پکيءَ جي ڪَل
برابر ٿي لاهڻ- پَهرُو تان ڪَل چيري ڦاڙي
لاهڻ.
- ڪُهائِي؛ پورن مهينن کان اڳ ٻار جي
ڪِري پوڻ واري حالت- ڪچو ورڻ-
ڪُسُوالجو (ث).
- ڪُهائِي ٿِيڻُ؛ ڪچو ٻار ڪِري پوڻ-
پورڻ مهينن کان اڳ (مثل) ٻار ڄمڻ- ڪچو
وِرم ٿي پوڻ- ڪُسُوالجو ٿي پوڻ.
- ڪَهائِيُ ڪرڻ؛ گرڀ پاتِ ڪرڻ- ڪچو
ٻار ڪيرائڻ- حمل ڪيرائڻ- گرڀ هتيا ڪرڻ-
ليسقلتا ڪرڻ.
● ڪَهبانُ ۽ ڪَهبانُون؛ ث. خراب زال-
ڪِنِي عورت.
● ڪَهبَرُ ۽ ڪَهبَرَ: ذ. صفت. قهر وارو-
خونخوار- درلدو- وحشي- جهنگلي.
● ڪَهَتَ ۽ ڪَهَتُون؛ ث (سن. ڪَٿَ=
ڪٿا) چوڻي- پهاڪو- مثالَ- ڪهاتَ. ڪهاڻي-
آکاڻي- ڳالهه- قِصو- من گهڙت افسانو- نقل-
حڪايت- ساکي- داستان- ڪٿا- وارتا- ٻَڪَ-
ٻَکيِ- لَپاڙَ- ڦاڙَ- ٻَڪوات.
● ڪَهچَرُ ۽ ڪَهچَرَ؛ ذ. گند ڪچرو-
پَهَرُ- ميرُ- ميرُ- کِنُ- کِيڙَ. سنهڙين
کاٺين جو ڍِڳ. منجهيل سُٽُ.
● کِهَرُ ۽ کِهَرَ؛ ذ. اسم. (سن. کيسُرَن=
شينهن). شيرُ- شينهَن- کيهَرُ.
● کِهَرُ؛ اسم خاص. پاڻيءَ تي پيدا ٿيندڙ
ٻوٽي جو هڪ قسم- بصر جي لمولي تي ٿيندڙ
گاهُ (کيس مال کونه کائي) (ت).
● ڪُهَرُ ۽ ڪُهَرُ: ذ. (سن. ڪُلِيَتَڪَ=
هڪڙي قِسمُ جو آنُ). اوپاري سٽر يا چٽا-
ڪُنُهَرُ. سرائي کي قابو ڪرڻ لاءِ چوڦاري
کاٺ جو چِلو (ث). (سن. کيلڪا). ڪوهيڙو-
ڦلڻ- غُبارُ- ڦاڦو.

- ڪُهيري ء ڪُهيري: ذ. ڪُهرن وارو- ڪُهر وڪندڙ- ڪوهيري- رذل چِنا وغيره وڪندڙ. ڪوهيڙي وارو- غُبارَ وارو.

● ڪَهرائيي: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَهرائيي جا گهڙ: اسم خاص. تعلقي ٽنڊي باگي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪُهربا: ث. (سن. ڪُهه = ڪُک). خوشبوءِ دار پٿر جهڙي سخت ڪوار جو هڪ قسم- عنبرُ. پيلي سونهري رنگ تي، زمين ۾ پوريل وڻن جي ڪونر مان ٿهي، بعضي پڻ رلڪن ۾ به ٿئي. آلهيءَ منجهان سينگار لاءِ مالهائون به ٺاهين، تماڪ پيڪن جا نَلَ يا چنين جا گُٽَ ا. ٺاهون، دوائن ۾ به ڪم اچي). سرٽينگ جي حالت ۾ آن کي ماليءَ ۾ مهني ڦڙو ڦڙو ان جي وات ۾ وجهن، جرمنيءَ جي ڪن ڀاڱن ۾ گهڻو لڀي. هن کي سهنڻ سان آن مان بجلي پيدا ٿئي، جا ڪکَ پنَ کي پاڻ ڏانهن ڇڪي.

● ڪَهرڪيي: اسم خاص. تعلقي ميرپورساڪري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَهرو ء ڪَهرا: ذ. صفت. ڪهلو- ڪالهرو- ڪانهلو- سُست- لوٺي- ڪيسريو- ڍِلو- آرسي- ڪاهِلُ- ڪَولچائيل. ضعيف- ليبَلُ- لِستو- هيڻو- ڪمزور- ٽڪلُ- مالدو- هجيل- لاغرُ- دُربلُ- اپرو- ڏپرو. ڦُربُوڻڊُ- بيار ڪندڙ- پائيندڙ. ڪُومل- نرم. ڏُکئو- ايذاءُ ڪندڙ. (زخم يا ڦٽُ).

● ڪِهرو ء ڪِهرا: ضمير. ڪير- ڪهڙو.

- ڪِهرو ڪَرَڻُ (ت): جتائڻ- ياد ڏيارڻ- خبردار ڪرڻ- آگاهه ڪرڻ.

● ڪِهرووڙو: اسم خاص. تعلقي ڪهري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَهري ء ڪَهر پون (ت): ث. درياءَ جي ويري، جهول واري جاءِ يا ٽڪر- ڪولهري.

● ڪَهڙ ء ڪَهڙ: ذ. (سن. ڪُ = خراب + ارٽيي = جهنگ) ساڙڻ لاءِ ٻني وغيره مان لڪتل وڻن جون پاڙون يا ڍنگهرن، ڪک ڪهچر وغيره جو ڪيل ڍ ڳ. ڪنڊن يا لين جي لنڊن پوڻ جو جهڳٽو- گهاٽي جهنگ جو ويڙهو (ت). سَنهڙ- ڇنو- ڇِهَرُ.

● ڪَهڙ ء ڪَهڙون (ث): ث. پوڻ جي جهلڻ لاءِ ڪوهه جي منهن تي رکيل ڪاليون.

● ڪَهڙو ء ڪَهڙ: ذ. چانءِ جي لاءِ وڻ جي ٽارين جو ٺاهيل سنهڙ- ڇتر- ڇنو- ڇپرو- ڇپرو. (صفت). دلير- ڏاڍو مڙس- بهادر- و ير- شير مڙس- بانڪو.

● ڪهڙو ء ڪهڙا: ذ. ضمير. (پرا. ڪئيرِيسڪ. سن. ڪيدِشا + ڪهه > ڪتر = ڪهڙو). ڪنهن جهڙو- ڪهڙي قسم جو- ڪهڙي طريقي جو- ڪهڙي لموالي جو. ڪير به. ڪهڙي تعداد جو- ڪاٿئون.

- ڪَهڙي اڪَرُ: ڪهڙي حساب- ڪهڙي ليکي.

- ڪَهڙي ڏاڙهي هُجَڻُ: ڪابه شئي نه هجڻ- هيڻو هجڻ- ڪمزور هجڻ- ڪوبه وِتُ نه هجڻ.

- ڪَهڙي ماءُ جو پُٽُ هُجَڻُ: هيڻو هجڻ- ضعيف هجڻ- ڪمزور هجڻ- ڪهڙي ڏاڙهي هجڻ.

● ڪَهڙي ء ڪَهڙ پون: ث. ڪاٺن جون ٻه- چار گڏيل مئيون- سٽري. ڪَهڙ.

● ڪَهڪ ء ڪَهڪَ: ذ. ڏُک- ڏکُ- درد- رَنج- سُور- پيڙا- ايذاءُ- ڪليشُ- اهنج- ويدن- ڪهڪاءُ- عذاب- تڪليف. مشڪلات- مصيبت- آپدا- آفت- غضب- ڪلورُ. (ف. چاڪ). ڇُري يا ڪَپَ سان گوشت وغيره ۾ ڏنل وَڍُ- چير- ڇهڪ- زخم- چيرو.

● ڪَهڪ ء ڪَهڪَ: ذ. رومي زبان ۾ پنڊت يا مولوي کي ڏنل خطاب.

● ڪَهڪاتُ: اسم خاص. تعلقي سوري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَهڪاڻُ ■ ڪَهڪاڻَ ؛ ذ. (سن. ڪَرڪه = اچو گهوڙو) لڙائيءَ ۾ ڪم ايندڙ گهوڙو - جنگي گهوڙو. (صفت). تيز - تکو - چوهو - جلد - تکڙو - ڊوڪو - ڊُڪڻو - چُوڪ - تيز رفتار - سورڦي - ڇانگهو - وکڙيو - رَءُ - تيز پَرُ.

● ڪَهڪائڻُ ؛ مصدر. ڀئو ڏياري ڇڏڻ - ڊَپُ ڏيارڻ - ڊيڄارڻ - خوفزده ڪري ڇڏڻ. ڏڪوڻڻ - ستائڻ - آزارڻ - لَڪ ۾ دَمُ آڻڻ - اپڙڻ. سيڪ ڏيڻ - سزا ڏيڻ - ڌمڪائڻ - ڌمالڻ - ڦيهه ڪيڻ - ڏينڀ ڏيڻ. (ڪهڪائيو - ڪهڪائيندو - ڪهڪائيل).

- ڪَهڪاءُ ■ ڪَهڪاءَ ؛ ذ. ڊَپُ - ڀئو - ڪڻو - خوف - ڊيڄو. ايذاءُ - ڏُکُ - سُور - درد - پيڙو - عذابُ - اهنج - سيڪ - تڪليف. ضرر - زيان - هاڃو. ڪهل - قياس - ٻاجهه - رحم - مرحمت - دَيا. خيال - وِچار (ل). ڇڪَ - ڪشش - ڇڪي - سِڪُ - تنئو.

● ڪَهڪشانُ ■ ڪَهڪشانَ ؛ ذ. آسمان ۾ ننڍڙن چمڪندڙ تارن جو پٽو - سنهڙن تارن جي آسمان ۾ قطار - چمڪندڙ رستو - کير ڌارا - آڪاس ندي - آسمالي واٽَ - آسمالي کير - معراج واٽ - اوح لبيءَ جي اپڙيءَ جو ليڪو.

● ڪَهڪڻُ (ت) ؛ مصدر. ڀڙڪڻ - ڪڙڪڻُ - ڀڙڪ ڪرڻ. ڪتي والڪر قري ساهون آيڻ - آرهالڻ - لَرا ڪڻ. (ڪَهڪيو - ڪَهڪندو - ڪهڪيلُ).

- ڪَهڪِيُ ■ ڪَهڪيُون (ت) ؛ ث. ڀڙڪَ - ڀڙڪارَ - ڀڙڪاتُ. ڪوپَل هڪيءَ جي ڪُوڪ.

● ڪَهڪيُ جاگيرَ : اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪَهڪِيلَ ■ ڪَهڪيلُون ؛ ث. جاءِ جي ڇيت يا ڇت کي هنول گارو - ڀت يا ڇت کي هنول گاري جو پلستر - مٽيءَ جي ليٽَ - لوچو - ليپو - راڳو.

- ڪَهڪِينلَ ■ ڪَهڪيلُون ؛ ث. ڪَهڪِيلَ.

● ڪَهلَ ■ ڪَهلُون ؛ ث. صفت. (سن. ڪُوَلُ = دالهن ڪرڻ). دَيا - رَحمُ - قياسُ - ٻاجهه.

● ڪَهڻاٻجڻُ (ل - ت) ؛ مصدر. ڪاوڙجڻ - ناراض ٿيڻ - ڏسرجڻ. ڪَهڪاءُ اچڻ (ت). (ڪَهڻبيو - ڪَهڻبجندو - ڪَهڻجيلُ).

● ڪهڻلو ■ ڪَهڻلاَ ؛ ذ. صفت. ڏٻرو - ليپَلُ - هيڻو - ليسٽو - هيڻو - ضعيف - ڪمزور - لاغر - ڪهرو. ڪهل وارو - رحم دلُ - ٻاجهارو (ت). نازڪ طبعُ.

● ڪَهڻلُورُ ■ ڪَهڻلُورَ : ذ. ڪَهڻلوري - ڪلورُ - ڪَلوريُ.

● ڪَهڻليو ■ ڪَهڻليا ؛ ذ. صفت. چڙيل - ناراض - ڪَهڻلو. نازڪ طبعُ.

● ڪُهمَ ■ ڪَهمُون (ت) : ث. دشمني - عداوت - خصوميت - ضديت - نفاقُ.

● ڪُهمڪَ ■ ڪُهمڪُون : ث. (ل). اُٻهرائي - تڪڙ - وٺ پڪڙ - تاهوت - آترو ٻلا - تعجيل - جلدائي - چوٽ - سيگهه - سڪهائي - ڦڙتائي - تڪڙائي - تيزي - چنڪيُ - شتابي - تڙتڪڙ. ڪاهه - جُلهه - رومڙ - حملو (ل). زبردستي (ل). مدد - مَددِيُ لشڪر - ڪُمڪُ.

● ڪهنانگ ؛ ذ. دوا طور ڪم ايندڙ ٻسارڪو وکر (هي ڳوڙهن ۾ ٻڌل ٻڙو ٿيندو آهي ان کي ماکيءَ ۾ ڪڍي اکين ۾ ڌُلڻ ۽ ڦلهي لاءِ ڀانيو آهي).

● ڪُهنگَ ■ ڪُهنگَ ؛ ذ. ڍلي جي پکيءَ جو هڪ قسم (رنگ خاڪي، ڳچي ۽ ڪهي، چهنب ۽ اک ڳاڙهي (ت). - ڪاجرو - پکهُ - پکهلو.

- ڪُهنگ جوانُ ■ ڪُهنگَ جوانَ : ذ. صفت. ڊگهي ڳچيءَ وارو جوان - اڙينگ جوان - قداوَر جوانُ.

● ڪُهڻو ■ ڪُهڻا : ذ. صفت. (ف. ڪُهنه = پراڻو) ڇهولو - پرالو - قديم - آڳاٽو - پراچين - اڳئين زماني جو - پراڻن - ڪهڻي اهام جو. جهور -

ڪُراڙو - ضعيف - ٻوڙھو - ڍڍو - ٻيرسن - ٻيرمرد . پِٽو - زبون. ڏيک جي ڏر جو ڪِڙو (ت).

- ڪُھِڻائي ع ڪُھِڻائيُون ؛ ث. جھولائي - پُراڻائي - آڳاٽي - پراچينتا - قديمي. پيري - پِيڙاپڻ - ڪُراڙپ - ٻڍائي - پيرمردي. زبولائي.

- ڪُھِڻِي ع ڪُھِڻِيُون ؛ ث. پراڻي - جھولي - قديم - آڳاٽي - اڳئين زماني جي - کھڻي آيام جي.

● ڪَھَڻ (ل) ؛ ذ. اَٽ جي بيماريءَ جو ھڪ قسم - اَٽ کي ڪِنهَ ۾ ٿيل ڳنڍيو يا ڳوڙھو.

● ڪَھَڻُ : مصدر. (پرا. ڪَھَيا. سن. ڪَٿيِتِ < ڪٿ = چوڻ). چوڻ - ٻولڻ - آکڻ - ڪَڇڻ - ٻڌائڻ - بيان ڪرڻ - ڳالھائڻ - تقرير ڪرڻ - رَٽڻ - فرمائڻ - اُچارڻ - آتڻ - آواز ڪيڻ - اُچارڻ - چالڪارڻ - آلڻ. نصيحت ڪرڻ - هِدايت ڪرڻ. تنبيھ ڪرڻ - جُٽُ ڪرڻ. نيا ھو ڏيڻ - سنيھو ڏيڻ. تڪليف ۽ محنت سان ڏکيو پنڌ پورو ڪرڻ. مسافري ڪرڻ - سفر ڪرڻ - پنڌ ڪرڻ. ڊوڙڻ - ڊُڪڻ - ڊوڪڻ. محنت ڪرڻ - ڳَھَڻُ - ڪشالو ڪيڻ - هَڇَڻُ - ڪَپَڻ - وَهڻ - اتوڙڻ - سخت پورهيو ڪرڻ - ڪِهڻ - جفاڪشي ڪرڻ. روالو ٿيڻ - آسھڻ (ت). (ڪَھيو - ڪھندو - ڪَھيَل).

- ڪَھِڻِي ع ڪَھِڻِيُون ؛ ث. (سن. ڪٿن). وائي - چوڻي - سُخن - ڪلام - گفتگو - ذِڪرُ - ڪَھاوَتَ - قولُ - ڳالھ ٻولھ - ڪھت - ٻولُ - گفتار - هلت چلت.

● ڪُھِڻِ ع ڪُھِڻِيُون (ڪ) ؛ ث. ڪمند جي ڇيڙڙي جو ھڪ عضوو.

● ڪُھَڻِ ؛ مصدر. (ف. ڪُشتن = ڪُھَڻُ. سن. ڪَتَ = ڪُھَڻُ). ڪنڌ تي ڪاتي وهائي ساهه ڪيڻ - ذبح ڪرڻ - مارڻ - خون ڪرڻ - وَڍڻ - ڪاٽڻ - ڪَتڻ - ڪَپڻ - قتل ڪرڻ - ڪُس ڪرڻ - گھات ڪرڻ - ساري وجھڻ - (ٻڪري) ڪاٽڻ - حلال ڪرڻ - سنوارڻ - (حلال جانور کي) سيرَ وجھڻ - تڪبير وجھڻ. ليڙي کھڻ. (ڪُٺو - ڪُھندڙ - ڪُٺل).

● ڪَھَڻُو ع ڪَھَڻا ؛ ذ. (سن. ڪَنڪِ = ڪَنڪَ). وڏي ڏاٽي واري ڪنڊ جو ھڪ قسم - ٿلهي ڏاٽي واري ڪنڊ - ڪَھِڻُون.

- ڪَھِڻُون ؛ ذ. ڪَھَڻُو.

● ڪَھو ع ڪَھا (ل) ؛ ذ. اسنهڙو ٻوٽو - ڪلهو - ٻهو. ٻير جي وڻ جي ٻھرئين پُورَ ۾ ٻيٺل سنهڙا ٽلڙا. وٽ ڏلل ۽ اڳڙي وغيره سان صاف ڪيل سِٽُ (ل).

● ڪھو ؛ ذ. ھڪ تمام سخت ۽ مضبوط ڪاٺيءَ وارو ڇانيلو وڻ (جنھن سان ٽيون ٿين، ٽَڻَ ورنڪر ۽ سينهارَ جھڙا، گل لونگ جھڙا، منجهانئس ٿئيون ٿھن).

- ڪَھو ڪَپڻُ ؛ ڪو ڏکيو ڪم سرانجام ڏيڻ - مشڪل حل ڪرڻ - دشوار ڪم پورو ڪرڻ.

- ڪَھو ڪَجَرُ ؛ ذ. ھڪل يا رلال گجر.

● ڪِھو ع ڪِيھا ؛ ذ. ضمير. ڪھڙو - ڪير. ڪھڙي قسم جو.

● ڪُھو ع ڪُھا (ڪ) ؛ ذ. طعنو - مِيھڻو - ڏوراھو - عتابُ - وِهڻ. عيب - کھٽائي - سِفتر - وِڏَ - لاڄھائي.

- ڪُھا ڏِيڻُ ؛ طعنا ڏيڻ - مھڻا ڏيڻ. عيب ڪيڻ - ننڊڻ.

● ڪَھَوَتَ ع ڪَھَوَتُون ؛ ث. ڏکو بيان - ڪَھتَ - ڪَھاوَتَ - قِصو - آکاڻي - ڏکيو داستان - ڏکي وارتا.

● ڪَھولُ ع ڪَھولَ (ڪ) ؛ ذ. قبيلو. کھٽا ٻار - وڏي آکھ - وڏو ڪُٽنب - ڇڇھي سا ڳھر - ٽٻَرُ - اولاد. ڪَچِڪولُ.

● ڪَھُون ع ڪَھُون (ڪ) ؛ ث. اڳٺ - ناڙو - ڪمر بند.

● ڪَھُون ع ڪُھان ؛ ذ. آوي کي ٻاھر ڏيڻ وقت ڍڪڻ جي لاءِ مٽيءَ جو ھڪل گول ڇڪرو.

● ڪَھِي ع ڪَھِيُون ؛ ث. ٻوٽ ٻڌڻ لاءِ ڏاڳو - ڪشو - تسمو - ڏاڳو. ٻڌڻ لاءِ ڏاڳو يا ڏور - ڪنهين - ڪورَ - ڦيٽ. سٿڻ ۾ وجھڻ لاءِ اڳٺ - ناڙو - ڪمر بند.

- ڪَنهِي ناھِڻُ (ت)؛ لَڪڻ وغيره ۾ هٿ وجهڻ يا تنگڻ لاءِ ڇتر جو ڏاڪو وجهڻ.

- ڪَنهِيُون وِجهَڻُ: لغڙ کي تُنڪ يا سوراخ ڪيءِ ڏاڪا ٻڌڻ - تَرازا وجهڻ. بوٽ کي تَسما وجهڻ.

● ڪُنهِي ع ڪُنهِيُون: ث. ڪهيلو پکيءَ جو مولث - پکيءَ جو هڪ قسم. باز - شڪرو - شاهين.

● ڪَنهِيا؛ اسم خاص. ڪاري جي ماڻهن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪَنهِيرُ؛ ظرف. ڪنهن وير - ڪيڏيءَ مهل - ڪهڙي وقت. (اسم خاص). هڪ لَڪَ جو نالو (ڪ). هڪ قسم جو جبل جو وڻ، جنهن جا ٻير ماڻهو کائين.

● ڪهيرِي ع ڪَنهيرِيُ؛ ذ. ٻالدرن، وڇن کي لهائي لاڄ سيڪاري الهيءَ رستي گذران ڪندڙ اوم. وڻ جو هڪ قسم (جنهن جو چوڏو ونڪاوت جي ڪم اچي). (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

● ڪَنهِيرُو ع ڪَنهِيرا؛ ذ. ٻوٽيءَ جو هڪ قسم (دوا سازيءَ ۾ ڪم ايندڙ). پيرن جهڙا ڪنا ۽ مِٺا ڳاڙها داڻا جهليندڙ وڻ جو هڪ قسم.

● ڪَنهِيلو ع ڪَنهِيلا: ذ. شڪاري پکيءَ جو هڪ قسم - بحري باز جو نر (بحري کان قد ۾ ننڍو، پاڻ شڪار نه ڪري، پر صرف مادي (بحري) کيس شڪار ڪري ڏئي). (ت).

● ڪَنهِينُ؛ ظرف. (سرا. ڪَنهِين وي. سن. ڪَنهِين ٻه) ڪهڙي هنڌ - ڪنهن هنڌ - ڪٿي. ڪنهن نه ڪنهن هنڌ - ڪٿي نه ڪٿي.

● ڪِهِينُ: ڪنهن طرح.

● ڪَنهيڻِي ع ڪَنهيڻِيُون (ت): ث. کهالي.

● ڪَنهيو ع ڪَنهيا؛ ذ. پيغام - سنيهو - نياپو (ڪ). ريهه ڏيڻ لاءِ ڪم ايندڙ لوهه جي ڪُرٽي (ت). هڪ خوبصورت پکي - مورُ - طائوسُ (ت).

● ڪَنُ ع ڪَنَ؛ ذ. (سن. ڪَنپَ = لَڏڻ). ڊپُ - ڊِڄ - خوفُ - ڊَپُ - ڊيڄو - سنڪوچُ - خطرو. ڪَنبُ - ڪَنڪُ - ڇِپُ.

● ڪَنا؛ ذ. ٻالهن جو تلهو گوشت وارو لڪر - ڏؤلرو.

● ڪَنارانِي ع ڪَنارانِيُون؛ ث. ڪُنوارائي - ڪُنوارپو - ڪُنوارپڻو - ڪُنوارپائي.

- ڪَنارپانِي ع ڪَنارپانِيُون؛ ث. ڪَنارائي - ڪُنوارپائي - ڪُنوارپو.

- ڪَنارپڻو ع ڪَنارپڻا؛ ذ. ڪُنوارپائي - ڪُنوارپو - ڪَنارائي.

- ڪَنارپو ع ڪَنارپا؛ ذ. ڪُنوارپو - ڪُنوارپائي.

● ڪِناڙَ ع ڪِناڙَ؛ ذ. (سن. ڪَپالَ = پيشانِي). ڪِناڙِي - ڪِپاڙِي.

● ڪِناڙِي ع ڪِناڙِيُون؛ ث. (سن. ڪوڪالِڪا = ڳچيءَ جو پويون پاسو). مغز جي پُٺ - مٿي جو پويون پاسو - ڪِپاڙي - ڪَنڌُ.

- ڪِناڙِيانُ؛ ظرف. ڪپاڙيءَ کان وٺي يا ڪپاڙيءَ جي وارن کان وٺي.

● ڪَناسو ع ڪَناسا (ت)؛ ذ. وڏي داڻي واري ٻاجهريءَ جو هڪ قسم.

● ڪِنانُ؛ ظرف. ڪِٿان - ڪِٿانئُون - ڪِٿانهين - ڪِٿان (ت). ڪهڙيءَ طرح - ڪهڙيءَ ريت. ڪنهن وٽان - ڪنهن کان (ڪ).

- ڪِنانِي ع ڪِنانِيُون؛ حرف جر. (سن. ڪَنهَ + نانِي = نالو). ڪنهن جو پُٽُ.

- ڪِناهُ؛ ظرف. ڪِٿان؟ - ڪِٿانُ؟ - ڪِٿاهون - ڪِٿاهين؟ - ڪهڙي هنڌان؟

● ڪَنِت ع ڪَنِت؛ ذ. حَدَ - انداز - ڪاٿو - سنڌو - چيڙو. بي شڪ - بنا شبهي جي.

● ڪَنِتانئو: ذ. بنا شڪ جي - بلاشڪ - بيشڪ.

● ڪَنتُون؛ ذ. ڪاري رنگ جي ٻلي - ڪاري رنگ جي ٻاسڪ - ڪارو ٻنڌُ.

● ڪَنِجَڻُ (ت)؛ مصدر. ٿورو ڪهٽ ٿيڻ - ڪنسو ٿيڻ - ٻوڏو ٿيڻ.

● ڪَنڪانُ ع ڪَنِڪانَ؛ ذ. ڪَنهِڪانُ - ڪهڪاڻ - جنگي گهوڙو.

● ڪنيلاس: اسم خاص. هماليه جبل جي هڪ چوٽيءَ جو نالو - ڪيلاس پربت.

● ڪنيلي ۽ ڪنيليون: ث (سن، ڪينت = ڪينتون. ف. مورچه) ننڍڙي جيت جو هڪ قسم - ماڪوڙي - ڪيلي - ڪيولي - ڪيڙي.

● ڪين: ضمير. ڪيئن؟ - ڪهڙي طرح؟ - ڪهڙي ڍولي؟ ڪهڙي ريت - ڪهڙيءَ ءِ.

● ڪنٿي ۽ ڪنٿيون: ث. (سن. ڪنٺي = مالها) جُدا جُدا قسمن جي ٻجن مان ٺاهيل هار - ڳچيءَ ۾ پائڻ جي مالها - ڪنٺڙي - ڪنٺڙلو - مالها - تسبيح - ڪنٺ مالا. ڪنٺو. طوطي جي ڳچيءَ وارو پٽو.

● ڪنچي ۽ ڪنچيون: ث (سن. ڪترني = ڪترڻي). ڪپڙي وغيره ڪترڻ جو اوزار - ڪترڻي - ڪتر - ڪاتر. منڍهڙي والڪر پڌل ۽ ڪاليون (جن تي الڪاس يا ڏولي وغيره رکجي). (اسم خاص). تعلقي خيرپور ميرس ۾ هڪ ديهه جو نالو. (سن. ڪرنٽوڇ). پکهلي جي قسم تي ٿيندڙ هڪ پکي.

- ڪنچيءَ سان ڪارروائي ڪرڻ: ڪيسي کي ڪترڻ - ڳنڍ ڪپڻ.

● ڪنچي جاگير: اسم خاص. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪنچل: ذ. (سن. ڪالچن = سون). هيڊي رنگ جو هڪ قيمتي ڌاتو - طلا - ڪنچن - سون.

● ڪنچن: ذ. (سن ڪالچن = سون). سون - طلا - ڪنچن - ڪنچل. نالو - مايا - ڌن. اشرفي - گني.

● ڪنرو ۽ ڪنرا: ذ. صفت. نرم - نازڪ - هٿلو - سُوڪمر - هنڙو. (ث. ڪنري ۽ ڪنريون).

● ڪنسر: ث. (سن. ڪيسر = ڪيسر) هيڊي رنگ تي خوشبوءِ دار هڪ ٻوٽو وکر (اڪثر چاشني ٺاهڻ جي ڪم اچي) - ڪيسر.

- ڪنسري: ڪنسر وارو - زردي وارو - ڪيسري.

- ڪنيسريو: ذ. ڪيسر جي رنگ جهڙو. گهوڙي جي رنگ جو هڪ قسم.

● ڪنڪنات ۽ ڪنڪنات (ل): ذ. ڪني کي ڌڪ لڳڻ تي ابتدائي ڪان ڪيل آواز - کيڪرات - ڪنون ڪنون - پتون پتون.

● ڪنو: ذ. ڊپ - خوف - هراس - ڀئو - خطرو. ڇرڪ - ڌاڪ - ڌاڪوڙو.

● ڪنو ۽ ڪنا: ذ. ڪوئو - ڇوئو - گهر ڏئي - ڇوهو - موش. (ث. ڪني ۽ ڪنيون).

- ڪناڪير ۽ ڪناڪيرون: ث. ڪنن جي پيرن مان ڪيڏيل مٽي.

- ڪناڪير ۽ ڪناڪيرون: ث. ڪني جي پير مان نڪتل مٽي - ڪناڪير.

- ڪنامار ۽ ڪنامارون: ث. ڪنن ڦاسائڻ لاءِ لوهه جو چاريدار پڃرو.

- ڪنامار ۽ ڪنامار: ذ. ڪنا ماريندڙ پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڪني جي پير ۾ آڻڻ: ڪنهن ڳالهه مڃڻ لاءِ مجبور ڪرڻ - رد قد ڏيئي ڳالهه جو اقرار ڪرائڻ.

● ڪنو (ت): ذ. هوش. ڪب.

● ڪنودالي: مڪران ۾ رهندڙ هڪ قوم جو نالو.

● ڪنورهجا: اسم خاص. تعلقي جيڪب آباد ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪنوڙو مهير: اسم خاص. تعلقي ڪشمور ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪنولت ۽ ڪنولت: ذ. صفت. ڪوٽل - آولالو.

"جن لي ڪولت ڪڏائيا تازي تيز تُفنگ" (حمل).

● ڪنولرو ۽ ڪنولرا: ذ. ڪنونرو - بدلو - ڏلڊي سان لولو.

● ڪنولريجا: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪني ۽ ڪنيون: ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

● ڪنيت: ث. دريءَ جي چترڪ جي اڏ ۾ سيخن کي مضبوط جهلڻ لاءِ ڪاٺي - سنيو.

● ڪُنهيسر = ڪنهيسرون؛ ث. مينهن - برسات - بارش - باران.

● ڪُنهيلو = ڪُنهيلا (ت)؛ ذ. لشون چانول اٽو - ڪُٺوارو.

● ڪنئين؛ ظرف. (س. ڪيت. پرا. ڪيتي). ڪيئني - ڪيترائي - الاهي - جهجهائي - گهڻائي - بيشمار - انيڪ - لاتعداد - هيڪالدا - بي اندازه.

● ڪي (ج): صفت. ضمير. ذ. ڪو جو جمع - ڪجهه - ڪجھ - اندازاً.

- ڪي مينهاڻو ڪي ريجاڻو اچڻ؛ گهڻن پاسن کان آفت ٿيڻ - ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان آفت ٿيڻ.

● ڪي: ث. ذرو - ٿورو - پرزو - ليڪ - رتي - هٻو - ٽڪڙو - لغار - ڪي ٿورا - ڪجھ - ڪوئي - قدري - البت - ڪي قدر. (حرف جملو). يا - بي حالت ۾. (اسم). ڪيل ڪم يا ڳالهه - ڪئي.

● ڪياڙ = ڪياڙ (ت)؛ ذ. ڳچيءَ جو پٺيون حصو - سر بلندي - ڪياڙي.

- ڪياڙي = ڪياڙيون؛ ث. بدن جو هڪ عضوو - ڳچيءَ جو پٺيون حصو - ڪنڌ جو پويون حصو - منهن جي سامهون - ڪياڙ (ث). هرلي، اٺ يا نار ۾ ڪاٺي کي پويان لڳل چمڙ.

"ڪياڙي ڏيڄ نه ڪالهه ڏون،
تنهنجين نٿين نينهن نه پاس"
(يوسف).

- ڪياڙي ڀر ڪرڻ؛ ٻهر جا ڏک اچڻ - عرش تان فرش تي ڪرڻ - تمام سخت نقصان پوڻ.

- ڪياڙي ڦيرائي وڃڻ: رکو جواب ڏيڻ - بلڪل انڪار ڪرڻ - پٺ ڏئي ڇڏڻ - ڪنڌ لاڙي ڪري وڃڻ - منهن ڦيرائي وڃڻ.

- ڪياڙي ڪنهائڻ: ڏک ڏيڻ - ضرب رسائڻ - نقصان پهچائڻ - ٽوٽو رسائڻ.

- ڪياڙي ڪنهڻ: ڪنهن ڳالهه ۾ منجهي پوڻ - واڙو ٿيڻ.

- ڪياڙيءَ وارو هٿ ڏيڻ؛ ڪجهه به نه ڏيڻ - خالي موٽائڻ - ٺهه روانو ڪرڻ.

● ڪيان؛ ظرف. (س. ڪتو = ڪٿان يا ڪٿي) ڪٿان - ڪهڙي هنڌ کان - ڪهڙيءَ جاءِ تان.

● ڪيانرو = ڪيانرا؛ ذ. ڪيتو - ڪيئي جو لتيجو - ڪرتوتن جو ڦل - ڪئي جو حساب ڪتاب.

● ڪيا؛ ڪرڻ مان زمان ماضي - ڪياڻين.

● ڪيٻاڙو = ڪيٻاڙا؛ ذ. در - دروازو - لنگهه - پٺيو - ڪيواڙ. پردو - پڙدو - پوش - پناهه - دولاب - دغا - ٺڳي - ڇل - فريب - ويساهه گهاتي - ترڪٽ - گهات - ڪپٽ - ڪوٽ.

● ڪيٻر = ڪيٻرون؛ ث. خنجر - ڪٽاري - ڪٽار.

● ڪيپي = ڪيپيون (ٿ)؛ ث. ٽل جي ڏوئي - ڪيوي. لوهه يا جست جي ڪڇي - تشي - ڪڻاهي.

● ڪيٻاڙو = ڪيٻاڙا؛ ذ. در - دروازو. ڪوٽ.

● ڪيٻائڻ؛ مصدر. ڊڄڻ - لهرائڻ - گوٿنات ڪرڻ - ڪُس ڪُساءُ ڪرڻ - انڪار لاءِ آماده ٿيڻ - لٽائڻ. عاجزي ڪرڻ. ڪرڪڻ - ڏرمائڻ - جهڪڻ - جهڻ جهڻ ڪرڻ - ڪنجهڻ - ڇنڪڻ. (ڪيٻائيو - ڪيٻائيندو - ڪيٻائيل).

- ڪيٻائيندي؛ ظرف. ڊڄندي - لهرائيندي - لٽائيندي. ڪرڪندي - رنندي.

● ڪيپس = ڪيپس؛ ذ. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

● ڪيت (ٿ)؛ ث. حد کان وڌيڪ - زياده - تمام گهڻو - بي انت - بي شمار.

● ڪيت = ڪيت؛ ذ. (ع. قيد = پابندي. س. ڪيل = پڪ > پرا. ڪير = پڪ). پڪي ڳالهه - پڪ - خاطري - لاشڪ - بيشڪ - اسچي - يقين - تصديق. شڪ - امڪان - خيال - گمان - وهم - انديشو. ليڪ - ڪيت - قاعدو - قانون - قاعدي جو بندش. مقرر محصول - ٽيڪس.

- ڪيتائيتو = ڪيتائيتا؛ ذ. صفت. خاطري وارو - پڪو - سچو - يقين وارو. پورو -

سَنئون - سِڌو - قاعدي پٽو - ڪَٿت پٽو - ٺهرايل - لِيَمائتو - باقاعدي - لت ليم - هِتَا ڪيرُمَ - با ترتيب - سِجلائتو - سِتائِتو - اسلُوب دارُ - ليتائِتو - ڪَٿتائتو.

● ڪيتانُ: ذ. اسم. (سن. ڪنٿا). سٽيءَ مان اهيل ڳوڻيءَ ڪان ڪي قَدرُ ٿلو ڪپڙو جو فرش وغيره صاف ڪرڻ جي ڪمُ آهي.

● ڪيهترو ۽ ڪيهتيرا: ذ. (سن. ڪَتَبيُ = ڪيهترو. سن. ڪتهيَ = ڪيترو). الداز وغيره پڇڻ لاءِ سُواليہ اکر. گهڻو؟ - ڪيترو الداز؟ - ڪيتو؟ ڳپَل؟ - ڳنج؟.

- ڪيهترو سارو: ظرف. گهڻي الداز ۾؟ - گهڻي - ڳپل جيترو - سَرسُ - وڌِيڪَ - پَنهُون - جهجهو - زياده.

- ڪيهتري ورِنهين سَو هَنَٿُ: ٺيڪ معلومات حاصل ٿيڻ - سچي خبر پوڻ - حقيقت جي پروڙ پوڻ.

● ڪيتَڪُ ۽ ڪيتَڪَ: ذ. گل جو هڪ قسم.

● ڪيتَڪِي ۽ ڪيتَڪِيُون: ث. (سن. ڪيتڪه). پوٽي جو هڪ قسم. گل جو هڪ قسم ڪيوڙو.

● ڪيتو ۽ ڪيتا: ذ. ڪيل ڪم - اعمال - افعال - ارڪان - ڪرتوت. بچڙي ڪم جو لتيجو - عيوضو - بدلو - سزا.

- ڪيتو پائڻُ: ڪيتو لوڙَڻُ.

- ڪيتو لوڙَڻُ: ڪيل ڪم جو نتيجو پوڳڻ - عيوض ڏيڻ - سزا پوڳڻ - ڪيتو پائڻ - ڪيل اعمالن جو بدلو ملڻ - ڪيو آڏو ٿيڻ - عذاب ڪاٽڻ - گناه جو بدلو ڏيڻ - ڪَرتُوتَ آڏا اچڻ.

● ڪيتُو ۽ ڪيتُو: ذ. لشاني - لشان - اهڃاڻ. جهنڊو. هڪ راس جو نالو. پڇڙ تارو.

● ڪَيتُون ۽ ڪَيتُونَ: ذ. (هَٿَ يا زريءَ جي). ڪناري - ڌار - وٽ - هني - ليٽَ - جهالرَ - ڪپڙي تي ڏيک لاءِ رکيل هٿيءَ جو هڪ قسم.

● ڪيٽي: حرف جر. ڪاڻ - واسطي - لاءِ - جي ڪري.

● ڪيٽ ۽ ڪيٽُون (ت): ث. جانورن جي اچ وغيره تي لڏلڏ پشم.

● ڪيٽُ ۽ ڪيٽ: ذ. (سن. ڪيٽُ = ڪيٽون). لنڍڙي جيت جو هڪ قسم - ڪيڙو - ڪيٽون. دير سان چاول لنڍو جانور.

● ڪيٽُ ۽ ڪيٽَ: ذ. ٻيڙي يا جهاز ڪي قيرائڻ لاءِ پاڇيل تي لڳل ڪاٺ وغيره جا تختا. (سن ڪشيپتر = ٻيڙي). ڪيٽُ - او ڪٽ - اِٽي.

● ڪيٽَ جاڳيرَ: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪيٽو ۽ ڪيٽا (ڪ): ذ. لنڍڙي جيت جو هڪ قسم - ڪيٽون - چچڙ. آين ۽ لنڍن ڪنن وارو (ڪُتو يا ٻڪر) (ت). سِڌن ڪنن ۽ ڪاري رنگ جو ڪُتو (ت).

● ڪيٽوارڙي: اسم خاص. ڪڇ ۾ رهندڙ ڏوڇن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● ڪيٽي ۽ ڪيٽيُون: ث. درياهه جي چوڙَ وٽ پاڻيءَ جي وچ ۾ زمين جي رهيل آباديءَ وارو وڏو حصو - دريا جي وچ ۾ ٻيٽ - دوآبو - (الگ) ڊيلٽا. وڏي ٻيڙي - ٻيڙي جو لنگر. زنجير (ت). (اسم خاص). ڪنڌڪوٽ، ڪيري ۽ هالا تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪيٽي آبوٽڪر: اسم خاص. لوشهري تعلقي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪيٽي ٻَريُ: ث. ٻَري ٻڪريءَ جو هڪ قسم - آصيل ٻَري ٻڪري.

● ڪيٽي ٻَندرُ: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باري محال ڪيٽيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪيٽي ٽڪرو: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باري محال ڪيٽيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪيٽي پالڙيُ: اسم خاص. تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪيٽي پيرُ علي بَخشُ: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باري ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪيٽي چوڪا: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باري محال ڪيٽيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.

● ڪيني حسن شاهه: اسم خاص. تعلقي مڪراڻ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪيني قطب شاهه: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪيني متوالي: اسم خاص. تعلقي جاتيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪيني لنڳين: اسم خاص. تعلقي جوهيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪيني هاشم: اسم خاص. تعلقي گهوڙا باري محال ڪينيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو.
● ڪينٽ ¤ ڪينٽ (ت): ذ. پٽڪائي ڪنڊڙ- ٻٽڪو- ڪنجوس- مرجوڙ- مٺ پيهڙ- سومو.
● ڪينٽائي ¤ ڪينٽائي (ت): ذ. پائيءَ جي لنڊي ٽڪيءَ جو هڪ قسم.
● ڪيپارو ¤ ڪيپارا: ذ. بدزن- بدنيت- بي ايمان- دل جو ٻاهت.
"سمجهي ڏس سامي چوي، ڪئي ڪيپارو".
● ڪيپراٽي ¤ ڪيپراٽيون: ث. (سن. ڪپال = ڪاپار>ف. دمار). بدن جو هڪ عضوو- مغز جو هڏن وارو ڪوپو- ڪوپري- ڪاپار- متو- چوٽي- سر- مغز- ڪوپري- ڪيپراٽي.
● ڪيپرو ¤ ڪيپرا: ذ. دردسر.
● ڪيچ: ذ. گهڻو- زياده- بيحد- بيشمار- بسيار- جهجهو- بي الت- بي انداز.
- ڪيچ ٿيڻ: وڏي ٿيڻ- گهڻ ٿيڻ. ڪشاد و ٿيڻ- ويڪرو ٿيڻ- چوڙو ٿيڻ- وسيع ٿيڻ. وڏو ٿيڻ.
- ڪيچر (ل): ث. گهڻ- گهڻائي- زيادتي- جهجهائي.
- ڪيچڙ ¤ ڪيچڙ: ذ. ڪيچ ڪنڊڙ.
● ڪيچ: اسم خاص. رياست مڪران جي هڪ مشهور شهر جو نالو- پنهونءَ جو ڳوٺ.
- ڪيچائي: ذ. صفت. ڪيچ ملڪ جو رهاڪو- ڪيچي.
- ڪيچي: ذ. صفت. ڪيچ ملڪ جو رهواسي- ڪيچائي. طريقت جو ڄاڻو- عارف. سالڪ جو دگهو. پنوهن. (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.
● ڪيچل ¤ ڪيچل: ذ. ڪاچ جو اسم تصغير- ڪچ- شيشو- ڪاچ.
"ڪيچل چاڙهي چوڙ، چڏيم آر عاج جو" (خان زئي).
● ڪيدار: اسم خاص. ديپڪ راڳ جي هڪ راڳڻيءَ جو نالو.
● ڪيدارو ¤ ڪيدارا: ذ. جنگ- جهيڙو- آرڙو- ڪيڏارو- لڙائي- جهڳڙو- ويڙهه- جنڊ- ٻنڊ- فساد- تڪرار. محنت- سخت ڪم- پورهيو- جفاڪشي- جان ماري. (اسم خاص). هڪ راڳڻيءَ جو نالو- ڪيڏارو.
- ڪيدارو ڪڍڻ: تڪرار ڪرڻ لاءِ بندي ڪولڻ- ويڙهه جو سالباهو ڪرڻ- جهيڙي لاءِ ڪنڌ ڪڻڻ.
- ڪيداري: صفت. جهڳڙاڪ- ويڙهو- فسادي- تڪراري.
● ڪيڏا (ج): ذ. انُ نڪرڻ کان پوءِ باقي خالي سنگ- ڪنڏا- نولا. انُ ملايل ٻُهه- ڳاهه بعد گڏيل انُ ۽ تُهه.
● ڪيڏارو ¤ ڪيڏارا: ذ. (ع. ڪيد = مڪر. فريب>ف. جنگ- لڙائي>سن ڪيد+ وارو = ڪيڏارو). جنگ- ڪيدارو- لڙائي- معرڪو. جهيڙو. قتل عام. ماتم. (اسم خاص). هڪ سُر يا راڳڻيءَ جو نالو- جنگ جو سُر- درد پريو راڳ- ڪيدارو.
● ڪيڏان: ظرف. (سن. ڪُتر = ڪيڏالهن) ڪاڏي- ڪٿي- ڪهڙي پاسي- ڪيڏالهن- ڪيڏالهون- ڪيڏالئين- ڪيڏانئون- ڪيڏنهون- ڪيڏنهن- ڪيڏنئون- ڪيڏنئن- ڪيڏنهين- ڪيڏنئين- ڪيڏي- ڪهڙي طرف- ڪهڙي ڏس- ڪنهن وٽ- ڪيڏهان.
- ڪيڏانهن: ظرف. ڏسو ڪيڏان- ڪاڏي.
- ڪيڏانهون: ظرف. ڏسو ڪيڏان- ڪيڏانهن.
- ڪيڏانهين: ظرف. ڏسو ڪيڏان- ڪيڏانهن.

- كيڏانئون؛ ظرف. ڏسو كيڏانُ ـ كيڏالهن.
- كيڏانئين؛ ظرف. ڏسو كيڏانُ ـ كيڏانهن
- كيڏ نهُن؛ ظرف. ڏسو كيڏان ـ كيڏالهن.
- كيڏ نهين: ظرف. ڏسو كيڏان ـ كيڏانهن.
- كيڏِ هان؛ ظرف. ڏسو كيڏان ـ كيڏانهن.
- كيڏهون؛ ظرف. ڏسو كيڏ هن ـ كيڏالهن ـ كِٿا ـ كِٿي.
- كيڏَ هين: ظرف. ڏسو كيڏان ـ كيڏانهن ـ كِٿان ـ كِٿي.
- كيڏِي؛ ظرف. ڏسو كيڏان ـ كيڏانهن.

● كيڏو ۽ كيڏا؛ ڏ. صفت. كيڏڙو ـ كنهن جيڏو ـ كنهن جيترو ـ كيترو وڏو ـ كيترو.
- كيڏڙو ۽ كيڏڙا؛ ڏ. "كيڏو" جو اسم تصغير. كيترو ننڍڙو. كيڏو. ننڍو ـ ڇوٽو.
- كيڏو سارو ۽ كيڏا سارا؛ ڏ. كيترو ـ كيترو ڀڳهو ـ كيڏو وڏو ـ كيترو وڏيڪ ـ كيترو گهڻو.

● كيڙ: ث. كنهن شئي جا ذرا ذرا ـ ٽكر ٽكر ـ ڀُور. جيئن ته "كوٺا كيڙ كوٺن جي كاڏل كپه وغيره". ڀيٽ جي ڇوڙي.

● كيڙ ۽ كيڙَ (ث)؛ ڏ. كِرڙ جو وڻ. كرڙ جو ڪل ڦر ـ ڏكا. كِرڙ جو ڦرُ ـ ڏوڙرا. ٻاجهه جو هك قسم ـ ڏونرن جي ٻاجهي. منگو مڇيءَ جو هك قسم. (سن. كيد رش؛ پرا. كيرس). (ضمير). كهڙو.

● كيڙُ ۽ كيڙَ؛ ڏ. (سن. كيلُ = وڏو كوكو). لوهه جي كِلي ـ كِلُ ـ ميخ ـ وڏو كوكو ـ كِلو ـ كيلُ. ٻرڇي ـ ٻڇي. ونرو ـ ٻُندي. جنڊ جي هيٺين پُڙ ۾ ٻيلُ لوهه جي ميخ، جنهن ۾ مٿين پُڙ جي سكڙيءَ وجهجي.

● كيڙاڪ ۽ كيڙاڪ (ك)؛ ڏ. ٻكرين جو گهڻو ميڙ يا ڌڻ ـ ٻكرين جو وَلر.

● كيڙالنڊِي؛ اسم خاص. تعلقي بدين ۾ هك ديهه جو نالو.

● كيڙانِي: اسم خاص. هك ذات جو نالو ـ بارڊوراني. (ٽي پاڙا؛ (١) آفريدي (٢) احمد خيل (٣) خٽك).

● كيڙائِڻُ؛ مصدر. هيٺ كرڻ ـ اُڇلڻ ـ ڦينكَڻُ ـ كيرڻ ـ ڦٽو كرڻ ـ ڊاهڻ ـ اُڇَل ڏيڻ ـ زمين تي ليٽائڻ ـ پٽي هيٺ كرڻ ـ ڌكو ڏيڻ ـ دَسڻُ ـ اُڇلائڻ ـ ڊارڻ ـ اٿلائڻ ـ اونڌو كرڻ ـ الٽائڻ ـ ليٽائِڻ ـ جوهڻ (كيرائيو ـ كيرائيندو ـ كيرائِيَلُ).

● كيرَتَ ۽ كيرَتُون: ث. افسانو ـ فسانو ـ ڳالهه ـ وارتا ـ حكايت ـ آكاڻي ـ كهاڻي ـ روايت ـ نقل ـ كٿوَتَ ـ داستان ـ ذكر ـ انظير. چئوتَ ـ چوٽكَ ـ چوڻي ـ پهاكو. ڏاڍي ڳاٽڻ واري حالت. ڏڻ ملهائڻ واري حالت. ساراهه. زاري ـ عاجزي ـ نيزاري ـ وينتي ـ آرداسُ. عزت ـ آبرو.
- كيرَتُون كَرڻُ؛ زاريون كرڻ ـ عاجزيون كرڻ ـ نيزاريون كرڻ ـ واڳ رستي احوال عرض بيان كرڻ يا عاجزي كرڻ.

● كيرَتُ ۽ كيرَتَ: ڏ. بندگي ـ كٿا ـ عبادَتَ. نماز ـ زاري. آلاپُ ـ راڳُ ـ ڳائڻ ـ سُرودُ ـ گانو. كاسبي.
- كيرَتَنُ؛ ڏ. (سن. كيرَتَنُ = عبادت). سويل صبح جو آٿي كيل بندگي ـ عبادت ـ ڀڳتي. قِصو ـ ڊگهي ڳالهه ـ ٺاڙَ ـ داستانُ. ڳائڻ ۾ ڌٽيءَ جي كيل ساراهه ـ ڳائڻ ـ ڀڄن ـ قوالِيُ ـ نعت. ناچُ ـ مُجرو. پراڻا ڀيتَ ۽ ويچارڻ (ساراهه كرڻ) تو وري كهڙا كيرتن كيا آهن.
- كيرتي ۽ كيرتِيُ؛ ڏ. صفت. (سن. كيرتِ = تعريف). ساراهه ـ جَسَ ـ واكاڻ. كيرت كندڙ ـ عبادت يا نماز كندڙ ـ راڳ ڳائيندڙ ـ ڳالهير ـ كويو ـ ڀانُ ـ ڀٽُ.
- كيرتِيو ۽ كيرتِيا؛ ڏ. ڳائڻو ـ ڳائيندڙ ـ ڳائيكُ ـ راڳڻو ـ راڳي ـ مطربُ ـ كَويو ـ قوالُ. نچيندڙُ ـ رقاصُ ـ نچڻو.

● كيرتائي؛ اسم خاص. هندن جي هك ذات جو نالو.

● ڪيڙ پَ ج ڪيڙ پُون (ت): ث. قياس - رحم - ٻاجھ - ديا - ڪِرپا - ورٖ.

● ڪهڙو: اسم خاص. تعلقي ميھڙ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● ڪهڙڻ: مصدر. ڪيرائڻ - ڏسڻ - ليٽائڻ - ڊارڻ - آچلڻ - ڏٺو ڪرڻ. (ڪهريو - ڪيرهندو - ڪيرهنل).

● ڪهيرو ج ڪهيرا: ذ. ٻَر - ٻاٻو - ڪنڍي - ڪنب - ڪَهَرَ - ڪينارو (ت). سنهي ميٺي - پنجُو. ڪير - خاڪ - ڏار - ڏڪر - ڦلهار - چار - ڦلهير - ڊز - لَٽَ. ٿُهَ - گند - ڪچرو - رائو (ان وغيره ۾). واٽي ختم ٿيڻ وجڻ ڪان پوءِ ٻرٽن جي ترِي ۾ رهيل ڪيرٽ. ٻوڪڙيءَ جي ٽئي مان هيٺ ڪِريل ان داڻا. ٻَٽَ تي ڪِريل يا ڪيرايل (ٻلڙا وغيره) - چاٺو - چاڻ. (باغ جو) داغيل يا لڳل ميوو. گل جو هڪ قسم - ڪيتڪي - ڪيوڙو.

- ڪهيرو ڪَرَڻ: (ڪنهن وڻ جو) ٻور وغيره ڇاڻي ڇڏڻ - ڇاڻ ٿيڻ.

● ڪيڙو ج ڪيڙو (ل): ذ. درياهي سچي - پَلو (لاڙي).

● ڪيڙو ج ڪيڙا: ذ. (سن. ڪيل = ڪِلو) ڪاٺ يا لوھ وغيره جو ڪِلو - ڪِلي - ڪَڙو - ميخ - ڪيري - ڪيت - مُني. هيڪلو - اڪيلو - هڪ ڄڻو (ت).

- ڪيرو قائم هئڻ: ايڙھ اڪي هئڻ - بنياد مضبوط هئڻ - ڪيلا ڪُتل هُجڻ.

● ڪهڙَهو ج ڪهڙ ها: ذ. ضمير. ڪهڙو - ڪهڙ. ڇا - ڪُجاڙو.

● ڪهرڻي: اسم خاص. تعلقي مٺيءَ ۾ هڪ ديھ جو نالو.

● ڪهيري ج ڪهيرِيُون: ث. مڙيل اگرن جي رک - خاڪ - ڦلهيار - رَک - ڇار - ڦلهير - ڪير. گهوڙي جي اک يا ماڪي يا اڇو نِڪو. (سن. ڪرهر+اِيڪا) ننڍي ڪچي البڙي. البڙي جي شڪل تي ٺهيل زيور. هٿ جو ٺهيل ڪل.

(ذ. صفت). ضعيف - ڪمزور - ليهَل - اٻرو - هيڻو - دُربَل - لاغر - بي همت. بيڪار - ناڪام - نِڪارو - بيڪارو (ت). (اسم خاص). هڪ ذات جو نالو.

- ڪهيري ڪيرڻ (ت): شرمسار ٿيڻ - ڦِڪو ٿيڻ - بدناموسي سبب شرمندو ٿيڻ - لَڄي ٿيڻ.

● ڪيڙي ج ڪيڙيُون: ث. (سن. ڪيلَ = ڪِلو). لوھ وغيره جي ڪلي - ڪوڪو - ڪِلو - ڪيرو - ميخ - ڪِل. ڪِنلي - ماڪوڙي - ڪيلي - ڪيولي (ت).

● ڪيڙيا: اسم خاص. تعلقي هالا ۾ هڪ ديھ جو نالو. هڪ ذات جو نالو.

● ڪيڙيو ج ڪيڙيا (ت): ذ. ڪڙو وڻ جو ڪچو ڦل - ڏونرا.

● ڪهڙ ج ڪهڙون (ت): ث. چالورن جي بدن تي الڏندڙ پشم وغيره.

● ڪهڙ ج ڪهڙ: ذ. (سن. ڪُٽنب). ڪُٽنب - قبيلو - گهراڻو - آکھ - ذات - خاندان - ٻاءِ چاري - نسل - خان مان - ڪُل - ولس - ٻاٽاري - گهر ٻار - آل اولاد - گهر - ٻرورار - ڪُٽنب - لَنبَر. (سن. ڪيتڪ) هڪ جيت - ڪينئون - ڪيڙو - ڪِرم - جيوڙو.

● ڪيڙ ج ڪيڙ: ذ. (سن. ڪيٽ = ڪينئون) ڪيڙو - ڪينئُون - جيت. رَت پيئندڙ جيوڙ.

● ڪيڙائو ج ڪيڙائو: ذ. ڪيڙائو - مسافري ڪندڙ - سامولدي: جيئن ته

"روح رچندا رَجُ، ڪين ڪيڙائو سين" (خان زئي).

● ڪيڙت: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪهڙڻ: مصدر. ماڻهو گڏ ڪرڻ - مجموعو ڪرڻ - ماڻهو ميڙڻ. ڪيڙائڻ - هيرڻ - ڪم ۾ قابل ڪرڻ - سيکارڻ - سکيا ڏيڻ - ترتيب ڏيڻ - سڌارڻ. مهميز ڏيڻ - اڙي هڻڻ. (ڪهڙيو - ڪيڙيندو - ڪيڙيل).

- ڪهڙ ج ڪهڙون: ث. سکيا - ترتيب - هير.

- ڪپڙائي ۽ ڪپڙائيون: ث. سيکارڻي (ت).
- ڪپڙائڻ: مصدر. سيکارڻ - ڪيڙڻ - پڙهائڻ - سکيا ڏيڻ - سمجهائڻ - هدايت ڏيڻ - نصيحت ڏيڻ - هوشيار ڪرڻ - لائق ڪرڻ.
- ڪپڙيل ۽ ڪپڙيل: ذ. پڙهايل - سيکاريل - سمجهايل.
● ڪپڙو ۽ ڪپڙا: خوشبوءِ دار گل جو هڪ قسم.
● ڪيڙو ۽ ڪيڙا: ذ. (سن. ڪيڙ + ڪهه = ڪينئون. سن. ڪيٽ = ڪينئون > ف. ڪرم) جيت - سرجشو - ڪيئون - ڪينئون - جيتام - جيوڙو - مترو - ڪنڊر. الگ - بلا. ڦرڙي - ڦٽ.
- ڪيڙا پاڙ وڃڻ (ت): صفا ناس ٿي وڃڻ - تباهه برباد ٿي وڃڻ - چٽ ٿي وڃڻ.
- ڪيڙو ڪيڙو ڪرڻ: ٽريءَ تي آڱر گهمي چيڙائڻ.
● ڪيڙو ڪيڙو: (آواز). تيتر اڪيءَ جي ٻولي - ٽيڪڙو ٽيڪڙو.
- ڪيڙو ڪيڙو ڪرڻ: تيتر جو ٻولي ڪرڻ.
● ڪيڙي ۽ ڪيڙيون: ث. (سن. ڪيل = ڪيل). لوهه وغيره جي ڪيلي - ڪيلو - ڪيل - ڪيڙي - ميخ - ڪوڪو. (سن. ڪيٽ = ڪينئون). ڪيسولي - ماڪوڙي - ڪيٽلي.
● ڪيس ۽ ڪيس: ذ. سن. ڪيش = وار). مٿي جا وار - وار. وڏا وار - جهنڊولا. جانورن جي اڇ جي وارن وارو جهوڙو. وارن ڪارن ڪرڻ جو هڪ رنگ - خضاب. (الگ). مقدمو - فرياد - دعوا. شراب. ڪپڙي وغيره جي رکڻ جي پيٽي يا ٿيلهو.
- ڪيسا ڌاري: وڏن وارن وارو - جهنڊولو. وارن کي وڌڻ لاءِ ڇڏي ڏيندڙ ماڻهو.
- ڪيس پوتي: ث. جبل جو هڪ پوٽو جو وار ڪارا ڪري.
- ڪيس چالان ڪرڻ: ڪيس داخل ڪرڻ - مقدمو ڪورٽ ۾ چاڙهڻ - دعوي دائر ڪرڻ - فرياد چاڙهڻ.

- ڪيس رکڻ: وارن کي وڌڻ لاءِ ڇڏي ڏيڻ - وڏا وار رکائڻ. ششوائي ڏيڻ - ٻي دفعي ڪيس هلائڻ.
● ڪيس ڪرڻ: وارن کي رنگ ڏيئي ڪارو ڪرڻ - ڪيس لائڻ - وارن کي خضاب هڻڻ. ڪيس چالان ڪرڻ.
- ڪيس لائڻ: ڪيس ڪرڻ - وارن کي ڪارو ڪرڻ.
- ڪيسي ۽ ڪيسي: ذ. صفت. ڪيس ڪندڙ. وڏن وارن وارو - ڪيسا ڌاري.
- ڪيسي سنان: فقط مٿي ڌوئڻ وارو وهنجڻ.
● ڪينس ۽ ڪينس: ذ. خونريزي - رتوڇاڻ - خون - جيو هتيا. قهر - اڌمر - بغداد - وبال - ناحق - ظلم. پاپ - ڏوهه - گناهه - خطا. بد دعا - پٽ - پاراتو.
- ڪينس پوڻ: پٽ پوڻ - قهر پوڻ.
● ڪينسر ۽ ڪينسرون: ث. (سن). پسارڪي وکر جو هڪ قسم - زعفران - زعفران جي گل جي پولڪر - ڪينسر. رنگ جو هڪ قسم - ڪيسو گل مان ٺاهيل هڪ رنگ.
- ڪينسرو ۽ ڪينسرا (ت): ذ. ڪينسرائين رنگ وارو ڪکڙ.
- ڪينسري: ذ. صفت. ڪيسر جي رنگ جو - زعفراني رنگ تي - زعفران جو - پيلو (رنگ ۾) - هندو - نارنگي - ڪينسري. سنڌ جي ديسي شراب جو هڪ قسم (گڙ جي عرق ۾ زعفران مان ٺاهيل).
- ڪينسريو ۽ ڪينسريا (ل): ذ. زعفراني رنگ تي شاديءَ جو. ڪپڙو ڪهوٽ. وَر - دولهو. "ڪيسريئي جو لايو ٿيو سجايو - البيلو لاڏلو آيو" (گيت).
● ڪينسر ۽ ڪينسر (ت): ذ. شينهن - شير.
● ڪيسو ۽ ڪيسو: ذ. (سن. ڪيشڪ). وڻ جو هڪ قسم (هن جا گل دوا طور ڪم اچن). (هن وڻ جا پن گشادا، ۽ گل بسنتي رنگ تي تمام سهڻا ٿين، هندو ماڻهو

هن جي ڪُلن جو رنگ ساهي هوليءَ ۾ ڪَر آئيو).

● ڪيسُوٽُل = ڪيسُوٽُل: ذ. ڪيسو وڻ جا ڳل - دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪو وکر.

● ڪيسوائي: اسم خاص. هندن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪيسين: ظرف. ڪيتري وات (ٿائين) - ڪيتري مهل (ٿائين). ڪهڙي جاءِ (سوڙو) - ڪهڙي هنڌ (ٿوليءَ). (سندس پويان هميشه هنن لفظن مان ڪوبه هوندو: تاءِ، ٿولئين - ٿوٽي - سوڙو وغيره).

● ڪيش = ڪيش: ذ. (ف). وار - چُنبولا - جهنبولا - ڪيسو. مذهب - ڌرم - دين - فرقو - پنٿ.

● ڪيف = ڪيف: ذ. (ع). نشو - خمار - مستي - متو - متڻي (شراب يا عشق وغيره جو). ننڊاکڙائي - ليئو (ت).

- ڪيفي = ڪيفي: ذ. شراب پيئندڙ - شرابي - پياڪ - نشئي - نشائي - ڪيفي - مست - خماريل - مستي ڪندڙ.

● ڪيف: ڪيئن، فلسفي جي ڏهن مقولات مان هڪ مقولو يعني "ڪيئن" آهي.

● ڪيفر: ث. (ع). بديءَ جو نتيجو - بُري ڪم جو عيوضو - سزا - ڪيتو - پاداش.

- ڪيفرڪردار: ذ. (ع). ڪيتي جي سزا - پاداش عمل - برائيءَ جو نتيجو - بري ڪم جو بدلو.

● ڪيفيت = ڪيفيتون: ث. (ع). حقيقت - حالت - ماجرا - حال - رنگ ڍنگ - خبر - صورت حال. ڳالهه - اظهار. روئداد - فرد - نقشو - ڪيفيت - ماحول. سڀاءُ - ڳڻ - وصف - خاصيت.

● ڪيقباد: اسم خاص. عجم جي هڪ عظيم الشان عادل بادشاهه جو نالو.

● ڪيڪ = ڪيڪ: ذ. (انگ. ٽلهي مالي. Cake). ٽلهي ۽ لذيذ بسڪيٽ جو هڪ قسم.

● ڪينڪ = ڪينڪون: ث سنهي رڙ - ڪوڪ - ڪوڪڙاٽ - چيڪاٽ. اگر - ڳڏي - ٻني - ٻيٽ.

- ڪينڪ ڪرڻ: رڙ ڪرڻ - دانهن ڪرڻ. ڳڏي هڻڻ - ٻني هڻڻ (ت).

● ڪينڪاڻ: ذ. (س) گهوڙو - تيز رفتار گهوڙو.

● ڪينڪانڊ = ڪينڪانڊ (ت): ذ. ڪَڪ - تنگ - بيزار - خفي - دِق - هلاڪ - ورچيل. حيران - پريشان - ششدر - ويچون - وِيل - هڪو ٻڪو.

- ڪينڪانڊ ٿيڻ: ڪَڪ ٿيڻ. ششدر ٿيڻ - پريشان ٿيڻ.

● ڪينڪاڻ = ڪينڪاڻ (ت): ذ. آٽ جي ساز جو هڪ پنو - تنگ - ڪشو.

● ڪيڪائوس: اسم خاص. ايران جي بادشاهه جو نالو.

● ڪينڪٽ سالو = ڪينڪٽ سالا: ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم - وڏو ڳانگٽ - هنڪر.

● ڪينڪڻ: مصدر. ڪيڪون ڪرڻ - دانهون ڪرڻ - چيڪڻ - چيچاٽ ڪرڻ - ڪيڪڙاٽ ڪرڻ - ريهون ڪرڻ - واڪا ڪرڻ رڙڻ - ڦاٽڻ - رونڻ - چين چين ڪرڻ. شور ڪرڻ - گوڙ ڪرڻ - ڌمچر ڪرڻ - مالڪان سڃائڻ. (ڪينڪيو - ڪيڪندو ڪينڪيل).

- ڪينڪ = ڪينڪون: ث. ڪُوڪ - دانهن - رڙ - رِينهَ - ووءِ - پوڪ - ريهاڙ - رڙِ - ڪيڪڙاٽ - چيچاٽ.

- ڪينڪاٽ = ڪينڪاٽ: ذ. تيز سنهو آواز - ڪُوڪ - ڪينڪ - رِينهَ.

- ڪينڪائڻ: مصدر. چيڪڻ - چيچاٽ ڪرڻ - چين چين ڪرڻ - ڪيڪڙاٽ ڪرڻ - پوڪ ڪرڻ - ڦاٽڻ - رڙڻ - رِيهون ڪرڻ - ريهاڙ ڪرڻ - دانهون ڪرڻ (ڪينڪائيو - ڪينڪائيندو - ڪينڪائيل).

- ڪيڪر = ڪيڪر: ذ صفت. ڪيڪون ڪندڙ - دانهون ڪندڙ - ريهائيو - چيچائيو -

وات، ڦاٽوڙو- ڪُوڪير- رڙلڊ- وائيات ڪندڙ- رالياٽيو.

- ڪيڪرات ۽ ڪيڪرائون: ث. دانهون- رڙيون- ٻوڪ- راڙيات- ڪيڪاٽ- ڪيڪ.

- ڪيڪرائون ڪرڻ: ڪيهون ڪرڻ- ريهون ڪرڻ- دانهون ڪرڻ- آلهون ڪرڻ- رالياٽ ڪرڻ- ڪيڪاٽ ڪرڻ- ڪيڪون ڪرڻ.

- ڪيڪراٽي ۽ ڪيڪراٽيون (ل): ث. سنهي آواز سان رڙ- ڪيڪ- ڪيڪاٽ- چيڪاٽ- ڪيڪاٽ.

● ڪيڪئي: اسم خاص. اکوٽي وقت ۾ ائوڌ جي راجا دسرت جي هڪ زال جو نالو. (ڪشمير جي راجا جي ڌيءُ، رامچندر جي ماٽيلي ماءُ ۽ ڀرت جي سڳي ماءُ، جنهن رامچندر کي چوڏهن سال بنواسي بڻايو).

● ڪيڪيہ: اسم خاص. شري وشنوءَ جي هڪ پٽ جو نالو (جنهن جي نالي پٺيان هي پرڳڻو سڏجڻ ۾ آيو، جو ڪابل ندي ۽ "وپاش" (هاڻي آچار وياس، بياس) نديءَ جي وچ ۾ هو).

● ڪيڪيڙ ۽ ڪيڪيڙ: ذ. حجامن جي اوزارن مان هڪ اوزار جو نالو.

● ڪيل: اسم خاص. ٿر ۾ هڪ پٽ جو نالو.

● ڪيل ۽ ڪيل: ذ. لوهه جو ٿهيل ڏکو ڪير- ڪيل- ڪيلو- ڪهرو- جنڊ جي سرائي. ٻولي جو هڪ قسم.

● ڪيلاٽي: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪيلڻ: مصدر. (س. ڪيل = بند ڪرڻ). ڪوڙائڻ- ڪِٽائڻ- ڪيلو هڻڻ- ميخ هڻڻ. بند ڪرڻ- ٻچائڻ- قابو ڪرڻ آڪهڙڻ- آڪيلڻ (ت). (ڪيليو- ڪيليندو- ڪيليل).

- ڪيل ۽ ڪيلون: ث. بندش.

● ڪيلو ۽ ڪيلا: ذ. (پرا. ڪهلڪي < ڪيڊيلڪهه. س. ڪدلي < ڪدل = ڪيوڙو). ڏکڻ ۽ گرداو ميوات جو هڪ قسم- ڪيوڙو- ڪيلي جي ڦري. ڪيوڙي جي وڻ جو نالو. شربت جو هڪ قسم. آٽ جي رلڪ جو هڪ قسم.

● ڪيلهڻ: اسم خاص. ٿر ۾ رهندڙ راجپوتن جي هڪ ذات جو نالو.

● ڪيلهو ۽ ڪيلها: ذ. (س. ڪيدلڪهه) ميوي جو هڪ قسم- ڪيلو- ڪيوڙو.

● ڪيلي ۽ ڪيليون: ث. لنهڙي جيت جو هڪ قسم- ڪيولي- ماڪوڙي- ڪيلي. پاڻيءَ تي پيدا ٿيندڙ ٻوٽي جو هڪ قسم (ت). چار يا ٽِن جي پتن مان ٺاهيل ملر جو هڪ قسم (ل).

● ڪيم (ت): ظرف. الڪاري لفظ- لت- رَ- مَتان.

● ڪيماگر: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪيماگر ۽ ڪيماگر: ذ. (ف. ڪيمياگر = دوائن سان قيمتي شيءِ ٺاهيندڙ). سون يا چاندي ٺاهيندڙ- ڪيميا وارو- ڪيمياگر- رسايڻي.

● ڪيمان ۽ ڪيمانئون: ث. ٻوٽين رستي سون يا چاندي ٺاهڻ جو رستو يا وات- ڪيميا- جوڙو- ڪيما- رسايڻ.

- ڪيمانگر ۽ ڪيمانگر: ذ. ٻوٽين مان دوائن رستي سون يا چاندي ٺاهيندڙ- جوڙو ٺاهيندڙ- ڪيماگر- علم ڪيميا جو ڄاڻو- مهوسي- رسايڻي- ڪيمياگر. دوا فروش. دوا ساز.

● ڪيماهه ۽ ڪيماهه: ذ. ٻوٽين سان دوائن رستي سون يا چاندي ٺاهڻ جي وات- ڪيمان- ڪيمالگري- ڪيميا- رسايڻ- جوڙو.

● ڪيمتر ۽ ڪيمتر (ت): ذ. ڪنهن به اوزار (ڪپ، تلوار وغيره) تان ڪَس يا ڪٽ لاهي باقي ڇڏيل حصو.

● ڪئمپ ۽ ڪئمپون: ث. (انگ. Camp). فوج جي رهڻ جو هنڌ- لشڪر جي رهڻ جو اڏو- خيمه گاهه- لشڪرگاهه- ڇاوڻي- لار- معسڪر-

ڏيرو. فوج - لشڪر - سپاهه - سينا - ڪٽڪ - عسڪر.

● ڪيمخاب ۽ ڪيمخاب ؛ ذ. (ف). اچي ڪپڙي جو هڪ قسم - سون جي تارن سان اُڻيل بخملي ڪپڙو - بخمل - مخمل - زربفت - تمامي.

● ڪيمُخت ؛ ذ. (ل). هڪ جانور جو کالو - ڳرو (ڪِنل سخت ۽ ٻردار، رنگين کاڻو به ڳرو نه ٿئي، هندستاني جُتيُن جي ڪَڙين ۾ لڳي). گڏهه يا گهوڙي جي چَم مان ٺاهيل چمڙو. ساغري.

- ڪيمُختَ سازُ ؛ ڪيمخت جي کَل رڱيندڙ ڪاريگر.

● ڪيمخواب ۽ ڪيمخواب ؛ ذ. (ف). سون يا چاندي جي تارن سان پُريل بخملي ڪپڙو - سون يا چاندي جي گلن سان ڀَرت پُريل ريشمي ڪپڙو - زربفت - قماچ - شالبورُ.

● ڪيلوُسُ ؛ اسم. بيتُ ۾ ٻيَل ڪاٺي جيُ رَس جو اختيار ڪيل رَتُ جي صورت.

● ڪيمُوس ۽ ڪيمُوسَ ؛ ذ. جسم مان نڪرندڙ والکي لڪتل هڪ قسم جو غليظ پاڻي - بدن جي رس - ڪيموس - مَوادُ - خِلطُ.

● ڪيميا ۽ ڪيميائُون ؛ ث. (ع). ٻوٽين مان دوائن رستي سون يا چاندي ٺاهڻ جو رستو - جوڙي ٺاهڻ جو هُنر - ڪيما - ڪيماهُ - جوڙو - زرسازي - رَسايَن. روح ۽ نفس کي ملائي مرتبي ڪمال تائين پهچائڻ جي واتَ - پير ۽ مرشد جي نظر. مڪر - فريب - حيلو - دغا - چِنڊُ.

- ڪيميا گرُ ۽ ڪيميا گرَ ؛ ذ. (ف). ڪيميا ٺاهيندڙ - ڪيميا وارو - رَسائِينُ - سَهتوسي - زرساز - رسائينا - سَهتوسُ - ڪيما گرُ. (صفت). مڪارُ - چالاڪ - فريبي.

- ڪيميا گِرِيُ ۽ ڪيميا گِرِيُ ؛ ث. ٻوٽين مان دوائن رستي سون يا چاندي ٺاهڻ جو هنر - زرسازي - نُقره سازي - رَسايَنيُ.

- ڪيمياءُ ۽ ڪيمياءُ ؛ ذ. جوڙي ٺاهڻ جو هنر - سون يا چاندي ٺاهڻ جو رستو - ڪيميا - ڪيما.

- ڪيميائِيُ ؛ صفت. عِلم ڪيميا جو ڄاڻو - رَسايَن وِديا جو ماهِرُ - ڪيميا گرُ.

- ڪيميائِيُ اِسْتَرتا ؛ ڪيميائي همورني - ڪيميائي ملاوتَ.

- ڪيميائِيُ تَبْدِيلُ ؛ ث. دوائن ۾ ڦيرڦار ڪيل مَٽ سَٽَ.

- ڪيميائِيُ خاصِيَتَ ؛ ڦيرڦار ٺاهيل دوائن جي خاصيت.

- ڪيميائِيُ عَمَلُ ؛ دوائن جو اثر - ڪنهن شيء تي آزمائش لهڻ.

- ڪيميائِيُ ڪِرِيا يا واتَ ؛ دوائن جي ملاوت جو رستو - دوائن جي ميلاپ جو طريقو.

- ڪيميائِيُ ڪَشِشُ ؛ ڪيميائي ڇِڪَ - ڪيميائي پيار.

- ڪيميائِيُ مَددگارُ ؛ دوائن جي ملاوت ۾ مدد ڏيندڙ.

- ڪيميائِيُ مُساوات ؛ ڪيميائي ميلاپ - ڪيميائي ملاوت يا هڪجهڙائي.

- ڪيميائِيُ ميلاپُ ؛ ڪيميائي عِلم جي قاعدن موجب جدا جدا جزن جو گڏجي ورتل نئون روپُ.

- ڪيميائِيُ نِشانِيُ ؛ دوائن جي سڃاڻپ.

- ڪيميائِيُ وَزنُ ؛ دوا سازي.

● ڪِينُ ؛ ظرف. ڪِئن ؟ - ڪهڙي رستي ؟ - ڪهڙي ريت ؟ - ڪهڙي وات ؟ - ڪهڙي طريقي ؟. يا - توڙي - خواهه. چئن "تون ڪِين هو".

● ڪِيڏن ؛ ظرف. ڪي ڪين - ڪجهه به نه - بلڪل نه - عَدم - نه، نه - صفا نه - ليستي - اصل نه - خالي - اجايو - نفي. نابودي - فنا.

- ڪِينا ؛ ڪين يا عدم ڪان - نفس جي فنا ڪان.

- ڪِيڏنَ ٿِيڻُ ؛ (بيتَ) ڪجهه به حاصل نه ٿيڻ - ڪاٻه مراد پوري نه ٿيڻ - ڪاٻه آميد پوري نه ٿيڻ.

- ڪيڏن ٿيئو يا ٿيو ۽ ڪيڏن ٿِئا يا ٿيا ؛ ذ. لاحاصل - ڪجهه به نه - عَدم پيدا - نِڪارُ - نِڪمو - جهڙو پيدا ٿئو تهڙو نه ٿئو.

- ڪيڻَ جَهڙو ء ڪيڻَ جَهڙا ؛ ذ. صفت. غريباڻو- نادار- مسڪين - غريب - ٻُڪيو- ڪنگال. ڪهٽ - ڪميڻو - حقير - ليچ - لينڊ ت - لينڊ ڪ - لتڪارو- بي مالو- بي عزت- ٻاجي- بي شرم - رذيل - ذليل. ڪوجهو - قبيح - عيبدار- بد شڪلو- ٻُچڙو.

- ڪيڻَ جَهڙو هُئڻُ : خسيس شيءِ هجڻ- تمام ڪهٽ هجڻ- ليچ هُجڻ- بي مالو هجڻ.

- ڪيڻَ ڪمائڻُ : پاڻ کي فنا ڪرڻ وارو عمل ٻچائڻ.

- ڪيڻڪي ؛ ڪي ڪيڻَ- ڪجهه ٻ ڏ- حقير - خسيس.

● ڪيڻارو ء ڪيڻارا ؛ ذ. ڪاماڻين جي ٽِمُنهين ڪاني (ت) ڦِنارو. ڍله جي ٻڪيءَ جو هڪ قسم (ڪ).

● ڪيڻانو ء ڪيڻانا ؛ ذ. ٻانيءَ جي ٻڪيءَ جو هڪ قسم (ٿ).

● ڪينجهَر ؛ اسم خاص. ٺٽي ۾ هڪ مشهور ڍنڍ جو نالو. (ڄا ڄام تماچي ۽ نوريءَ جي قصي سبب مشهور آهي). ٺٽي، مجاول، دادو، ڪشمور، ديري محبت ۽ ٻاروڙي تعلقن ۾ هڪ ديهه جو نالو. (صفت). ڇهڄهو - گهڻو- سيهو - جام- وافر- ٻهون- ريل ڇيل - عام جام.

- ڪينجهَر ٿيءُ ٻو ڻُ: تمام گهڻو ٿي پوڻ- جام ٿيڻ - وافر ٿيڻ - ٻهون ٿيڻ - سيڪي ٿي پوڻ.

- ڪينجهَر لڳڻُ ؛ ڍِڳ ٿيڻ - بي انداز هجڻ- تمام گهڻي انداز ۾ مُيسر هجڻ.

● ڪينجهڙڻُ (ٿ): مصدر. اجايا بهتان هڻڻ- بي فائدو ڪوڙ هڻڻ- خوامخواه الزام لڳائڻ.

- ڪينجهرو ء ڪينجهڙا (ٿ) ؛ ذ. اجايو بهتان- ڪوڙ- الزام- تُهمت.

● ڪينچيني ء ڪينچينيُون ؛ ٿ. ٻڪيءَ جو هڪ قسم.

● ڪينچي ء ڪينچيُون ؛ ٿ. (سن. ڪرتنَ = ڪترڻُ). (ترڪي. قينچي). ڪترڻ جو اوزار- مقراض - ڪترڻي- ڪتر- ڪاتر- ڪتنيچي- قينچي.

● ڪينرُ ء ڪينرَ ؛ ذ. ساز جو هڪ قسم. فقيرن جي ڪنن جو هڪ ڳهه (ت). ڍنڍ جو ڪنارو. ميدان (ت). روئڻ مچائيندڙ- روح ڪندڙ- رڙ لنڊڙ- روئيندڙ- واڪير- دانهير. راڙو- روئڻ- روڄ- فرياد.

● ڪينرو ء ڪينرا ؛ ذ. (سن. ڪِنرو). اصل معنيٰ ۾ هڪڙي قسم جو ماڻهو (پراڻن ۾ چيل آهي ته آڳاڻي زماني ۾ هڪ عجيب قسم جو جيوُ ٿي گذريو آهي، جنهن جي سِسِي گهوڙي جي سِسِي جهڙي ۽ پيو بدن ماڻهو جهڙو هو). سنڌ ۾ نه ايندڙ ڳالهه. ساز جو هڪ قسم- سُرندو. بيت - ڪٿا- ڳالهه - بيان- ڪهاڻي- داستان- حڪايت- آکاڻي- وارتا.

"ڏون سهڙ آءُ سيڪڙو، تون ڏاتار آءُ ڏڏ، سٿيءُ تنهن جو سڏ، ڪُلهي پاتم ڪينرو"

(ل). روڄ- راڙو- روئڻ. شورُ- هُل. رُون رُون- رينڪو- رينڪٽ. گهمي- ڪيروڙ- گيهِلَ- ڏانڊل.

● ڪَينسَر ء ڪَينسَروُن ؛ ٿ. (سن. ڪيشر). هڪ قيمتي خوشبوءِ دار نارنگي جي رنگ جهڙو وَکر- ڪيسَر- زعفران.

- ڪَينسِري ؛ ذ. صفت. ڪَيسَر پيل- ڪَيسِري. نارنگي جي رنگ جهڙو.

● ڪِينڪَ ؛ صفت. ذرو- ٿورو- گهٽ- ٻٽي- هَوَ- لِيڪَ.

● ڪِينڪِرڻُ ؛ مصدر. ڪڪڙ جو آنا لاهڻ وقت آواز ڪرڻ- ٽر ٽر ڪرڻ- ڪَر ڪَر ڪرڻ.

● ڪينڪو (ٿ) ؛ ذ. چوڙن کي رڱڻ لاءِ ڳاڙهو رنگ.

● ڪينڪر ء ڪينڪرَ ؛ ذ. اڪر جو وڏو لوڙهو- وڏي ڏکي- ڪينڪو- ٽِيو. (ٿ. ڪينڪيري ء ڪينڪِريُون).

● ڪينڪيري ء ڪينڪِريُون: ٿ. سچي ڪائيندڙ پاڻيءَ جي پکيءَ جو هڪ قسم.

● ڪينڪ (ٿ)؛ صفت. لورو- ڏرو- هٺو- ليڪ.

● ڪينو ۽ ڪينا؛ ذ. مڇي ڪاٺيندڙ ڏنڊي جي ٻڪيءَ جو هڪ قسم- مرمارو- ڊ ۾. (ٿ. ڪينئي ۽ ڪينيئون).

● ڪينو ۽ ڪينا: ذ. (ف. ڪينه). وير- دشمني- حسد- پيائي- چاوت- ڪدورت- دغا- فريب- ساڙو- بغض- ابرڪا- عڪس- خصومت- خار- تهسبو- تعصب- بدخواهي- ڪونس- ضد- ڏوهڻ- ورڪالنڊ- عداوت- ڪاه- ڪوٺائي- وڏ- ساڙ. سيٽ- ٽينڊ- آيمان- هٺ- وڏائي- ٺانءَ.

- ڪينئي وارو؛ بغض رکندڙ- ساڙيلو- حاسد- تعصبي- بدخواه- عداوتي- ڪدورتي- دغاباز- دغا خور.

● ڪينهن ۽ ڪينهون؛ ٿ. رڙ- دانهن- ڪوڪ- آه- ڪينهن- رنهن- ڪينڪ- چيٽ- پوڪ.

● ڪينٺارو ۽ ڪينٺارا؛ ذ. صفت. ڪهٺين ڪاڏو- ڪينٺرو.

● ڪينٺون ۽ ڪينٺان: ذ. (س. ڪينٽ= ڪينٺون). ڪينڙو- سرٺو.

● ڪيهڻ ۽ ڪيهٺون (ت)؛ ٿ. بيماري يا ايذاءَ سبب ڪيل دانهن- چنڪ- ڪنڪ- رلڪ- چنڪهار.

- ڪيهڻ هڻڻ؛ بيماري يا ايذاءَ سبب ڏيل آواز ڪيڻ- چنڪڻ- ڪنڪڻ- ڪينجهڻ- رلڪڻ- چنڪهار ڪرڻ- رلڪ ڪرڻ.

● ڪيئڻ ۽ ڪيهٺون: ٿ. (س. ڪرٽن= ڪوٽڻ). مٽي سنوارڻ لاءِ لوهه جي هڪ وڏي ڪوڏر- بيل. ڪوهه وغيره مان مٽي ڪيڻ لاءِ ڪوٽري (ڳوڻ جي). ڪرهو- ونجي- رلبو- ڪنوهي. (ظرف). ڪهڙي پاسي؟- ڪهڙي طرف؟- ڪيڏانهن؟

- ڪيٺا؛ حرف اضافت. سندي- جي.

- ڪيٺاس؛ ضمير. هن کي- کيس- ڳرس- ڪنهس.

"ڪير ارهڻ ڪن جي، جالي ڪير ڪيٺاس" (شاهه).

- ڪيٺان؛ ضمير. ڪاٺن، هنن لاءِ- هنن واسطي- هنن کي- کين.

"ڪنهين ڪهه ڪيٺان، منجهه اڻ اورانگهيٺا" (شاهه).

- ڪيٺنس (ت): ضمير. ڪنهس- هن کي- کيس- آن کي- ڳرس.

● ڪيٺائي؛ ٿ. ڏلڻ جي ٻڪيءَ جو هڪ قسم (ٿ- ل).

● ڪيڻ ڪيڻ: ظرف. هيڏانهن هوڏانهن- اوري پري- هيتي هتي- هيڏي هوڏي.

● ڪيٺڻ؛ مصدر. کوهه مان مٽي ڪيڻ- کوٽڻ- ڪاٺي ڪڍڻ- کوٺائي ڪرڻ- صاف ڪرڻ (کوهه کي). (ڪيٺيو- ڪيٺيندو- ڪيٺيل).

● ڪيٺو ۽ ڪيٺا (ت): ذ. ڪيئين ڪاڏل ڪڪڙو- سرٻل ڪڪڙو.

● ڪيا؛ اسم خاص. پٽيا قوم مان هڪ ذات جو نالو.

● ڪيو ۽ ڪيا؛ فعل. (س. ڪيرت، پرا. ڪنم). ڪرڻ مصدر مان زمان ماضي (صفت). لنيڏي قه وارو- چوڳو- پندرو- ٺهيو- پستو.

- ڪيو ڪرتو (ت)؛ ذ. پورهيو- محنت- ڪيو ڪرتيو- لاٻو لڳايو.

- ڪيو ڪرتيو؛ ذ. ڪم- ڌنڌو- پيشو- ڪار- روزگار- ڪرت- پورهيو- محنت.

- ڪيو ڪرتيو حرام ڪرڻ؛ نهمل نڪيل ڪم بگاڙڻ- محنت برباد ڪرڻ- لاٻو لڳايو ضايع ڪرڻ.

● ڪيھوٽ ۽ ڪيھوٽ: ذ. ڪرهست - مانجهہ - خالہ داري - گهر جو ڪيھوٽ. صرفو - ڪوءِ - سنجم - سيٽ.

● ڪيھوڙيي ۽ ڪيھوڙيون؛ ث. ڪنن جي پاڙين ۾ پائڻ جي چلي يا چلو - والو - والي (سون يا چانديءَ جو زيور). (سن. ڪيئر = ڪاري رلڪ جي شئي سن. ڪالپڙي ڪنٽ = دال). پٽ - ني قسم ڪذيل داليءَ جي پاڄي.

● ڪيوڙو ۽ ڪيوڙا: ذ. (پرا. ڪيلڪي. من ڪيدبلڪنھ > ڪدل = سڪيوڙو) لذيذ ميوي جو هڪ قسم - ڪيلو. ڪيلي جو وڻ. (انگ. Banana).

- ڪيوڙو سرهو: (پرا. ڪنهنڙا > سن. ڪنتڪر). مشهور خوشبوءِدار ڪيوڙي جي وڻ جو هڪ قسم - ڪيلو - ڪينڪي (ڪل). (دوا طور ڪم ايندڙ، ان جو عرق ۽ ڪاليون).

● ڪيوڙي ۽ ڪيوڙيون؛ ث. (من. ڪنب) ڪيوي - ڏوني - ڪفڪير - چمچو - ڪاشڪ.

● ڪيوڪاڻي؛ اسم خاص. جسڪاڻي بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

● ڪيول؛ ظرف. (من. ڪيولم - فقط) فقط - رڳو - ڇڙو - سڪئو - هيڪلو - صيرف - نرالو - الڳ - ڌار - جدا.

- ڪيول پترپوڪ؛ حرف ليدا.

● ڪيئولي ۽ ڪيئوليون؛ ث. لنڊڙي جيت جو هڪ قسم - ماڪوڙي - ڪيڙي - ڪيلي.

● ڪيئون ۽ ڪيان؛ ذ. (سن. ڪيرم. ڪ. ڪيرم = ڪينئون). سُرله ڙجيت جو هڪ قسم - ڪيئون - ڪنڌر.

● ڪيوي ۽ ڪيويون؛ ث. (سن. ڪنب). چمچي جو هڪ قسم - چمچو - ڏوئي - ڪيوڙو - ڪفڪير - ڏوئلو - رڏلي - ڪفڪير - ڪاشڪ. ڪنچي (ث). تئي - لڳلڳو - لڳلام.

● ڪيھڻ ۽ ڪيھڻون: ث. ڪيڪ - دانهن - رڙ - واڪو - پوڪڙ - رڙهڻ - ووه - رنهاڙ - ڪوڪ - هوڪ - ھاڪار - چيچاٽ.

- ڪيھڻون ڪرڻ؛ دانهون ڪرڻ - واڪا ڪرڻ - رڙيون ڪرڻ - ريهون ڪرڻ.

● ڪيھو: اسم خاص. هڪ ذات جو نالو.

● ڪيھڙو ۽ ڪيھڙا؛ ذ. دوا طور ڪم ايندڙ هڪ پسارڪي وکر جو نالو. (ضمير). ڪهڙو - ڪير. ڪهڙو - ڇا.

● ڪيھو ۽ ڪيھا؛ ضمير. ڪير - ڪهڙو: ڪهاڙو - ڇا. (ث. ڪيھي ۽ ڪيھيون).

- ڪيھي پر؛ ظرف. ڪهڙي ريت - ڪهڙي لمولي - ڪهڙي وات - ڪهڙي طريقي.

● ڪيھور؛ اسم خاص. تعلقي سالڪهڙ ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪيھي؛ اسم خاص. تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ديهہ جو نالو.

● ڪينارو ۽ ڪينارا (ث)؛ ذ. مٽي جي وارن ۾ مل آڇو گند - پقو.

● ڪينيلي ۽ ڪينيليون؛ ث. (من. ڪينٽ = ڪينٽون). ماڪوڙي - ڪمولي - ڪيلي - ڪينيلي.

● ڪيئن؛ ظرف. (من. ڪير = ڪيئن). سوال ڪرڻ ۾ ڪم ايندڙ لفظ - ڪهڙي رستي؟ - ڪهڙي لموني؟ - ڪهڙيءَ طرح؟ - ڪهڙيءَ وات؟ - ڪهڙيءَ ريت؟

- ڪيئن ٿيو؛ ڪهڙي اگهہ ملڻ - ڪيتري هوڻ - ڪهڙي قيمت تي ملڻ.

- ڪيئن ميلن؛ ڪهڙي اگهہ يا رستي ملڻ يا هٿ اچڻ - ڪيئن هوڻ.

● کہنو ؛ کہنا ؛ ذ. ضمیر. کھژو- کہو َ- کہو. کئجاژو- چا.

● کہنو (ث) ؛ ث. کوسی واري.

● کینٕژون ؛ کینٕثان ؛ ذ. (س. کینٕٹ = کینٕژون). سرلدژ لنہ زي جہت چو ھک لسر- ہٹ ہر رژھندژ جیست- کیژو- سوہٹ- کینٕژون- گنڈر.

● کیٖثارو ؛ کیٖثارا ؛ ذ. صفت. کہنرو- کہژن ہیل- سرہل- کہنن وارو- کینین کاہ ل.

- کیٖثاژ ؛ ذ. کینٕثان- چیت- جوژا- کیژا- سوہٹ- گنڈرون.

● کَہٕنیٖ (ث) ؛ ذ. ہسارکي وکر جرو ھک لسر- ہتیمو.

A COMPREHENSIVE

# SINDHI DICTIONARY

OF CLASSICAL & CURRENT SINDHI

# VOI. IV (س–ڪ)

*COMPILED*

*UNDER THE SINDHI ADABI BOARD'S DICTIONARY PROJECT*

*DIRECTED BY*

N. A. BALOCH

-

*REVISED BY*

GHULAM MUSTAFA QASMI

-



SINDHI ADABI BOARD
HYDERABAD/JAM SHORO
SIND
PAKISTAN
1985

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي

سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيٺُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيٺُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،
جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي ماڻهن جي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڻَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پَڻ ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)

**پَڙهندڙ نَسُل . پ ن  The Reading Generation**